# انجيل شريف

## يعني عيسيٰ مسيح جو
## نئون عهدنامو

يوناني ٻوليءَ واري اصلي مواد کان سنڌي ترجمو ٿيل

PAKISTAN BIBLE SOCIETY LAHORE

# THE NEW TESTAMENT IN SINDHI

سال:   ٢٠٠٢ع
تعداد:   ٥٠٠٠

ISBN 969 25 06916

ڇپائيندڙ:   پاڪستان بائيبل سوسائٽي
انارڪلي لاهور ٥۴٠٠٠

ڪراچي آفيس:   فاطمه جناح روڊ
ڪراچي ٧۵۵٣٠

ITTEFAQ PRINTER'S - LAHORE

# انجيل شريف ۾ شامل ڪتابن جي

# فهرست


نئين عهدنامي جو تعارف .. .. .. .. .. .. .. .. ٤
متي .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٧
مرقس .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ١٠٤
لوقا .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ١٦٤
يوحنا .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٢٦٣
رسولن جا ڪم .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٣٣٤
رومين .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٤٢٣
١. ڪرنٿين .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٤٦٥
٢. ڪرنٿين .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٥٠٤
گلتين .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٥٣٠
اِفسين .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٥٤٥
فلپين .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٥٦٠
ڪلسين .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٥٧١
١. ٿسلونيڪين .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٥٨١
٢. ٿسلونيڪين .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٥٩٠
١. تيمٿيس .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٥٩٦
٢. تيمٿيس .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٦٠٧
طيطس .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٦١٦
فليمون .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٦٢٢
عبرانين .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٦٢٦
يعقوب .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٦٥٨
١. پطرس .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٦٧٠
٢. پطرس .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٦٨٣
١. يوحنا .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٦٩١
٢. يوحنا .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٧٠٣
٣. يوحنا .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٧٠٦
يهوداه .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٧٠٩
مڪاشفو .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٧١٣
خاص لفظن جي سمجهاڻي .. .. .. .. .. .. .. .. .. .. ٧٥٩

# نئين عهدنامي جو تعارف

نئين عهدنامي جو هي سنڌي ترجمو پاڪ انجيل جي اصلي مسودي جي صاف ۽ صحيح مطلب کي بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. انهيءَ ۾ عام استعمال ٿيندڙ لفظ ۽ محاورا ڪم آندا ويا آهن، جيڪي سنڌي ڳالهائيندڙن جي هر طبقي لاءِ قابل قبول آهن. هن مان مقصد اهو آهي ته خدا جي ڪلام جي مضمون ۽ پيغام کي معياري، عام ۽ فطري سنڌي ٻوليءَ ۾ پيش ڪجي ۽ پڙهندڙن کي اصلي يوناني مسودي جي گهٽ کان گهٽ ڄاڻ مهيا ڪجي.

هي سنڌي ترجمو پاڪستان بائيبل سوسائٽيءَ طرفان ترجمو ڪري دنيا جي سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙن جي استعمال لاءِ شايع ڪيو ويو آهي. پاڪستان بائيبل سوسائٽيءَ کي يقين آهي ته هن ترجمي جي پڙهڻ ۽ مطالعي ڪرڻ سان ماڻهو نه رڳو سمجهه حاصل ڪندا، بلڪ خدا ۾ ايمان جي وسيلي بچاءَ جي اميد پڻ حاصل ڪندا، جنهن خدا سڀني ماڻهن لاءِ هن خوشخبريءَ جو حصول ممڪن بڻايو آهي.

پڙهندڙن جي مدد لاءِ هن ترجمي ۾ خاص مددگار ڳالهيون شامل ڪيون ويون آهن. اهي هيٺ بيان ڪجن ٿيون:

۱. انجيل شريف جي هر ڪتاب جي شروعات ۾ انهيءَ ڪتاب جو تعارف ڏنو ويو آهي.

۲. مقدس ڪتاب جي هر ٽڪري جي مضمون کي واضح ڪرڻ ۽ مطالعي ۾ آسانيءَ لاءِ هر ٽڪري تي مضمون مطابق عنوان ڏنو ويو آهي. ڪن عنوانن جي هيٺان انهن سان ملندڙ جلندڙ مضمونن جا حوالا ڏنا ويا آهن.

۳. هن مقدس ڪتاب ۾ استعمال ٿيندڙ ڪن خاص لفظن جي سمجهاڻي ڪتاب جي آخر ۾ ڏني ويئي آهي.

۴. مقدس ڪتاب ۾ ڪن غيرواضح ڳالهين تي نشان ڪيو ويو آهي ۽ پيرائي ۾ انهن جي وضاحت ڏني ويئي آهي.

۵. پيرائي ۾ آيت سان تعلق رکندڙ بائيبل مقدس يعني پراڻي ۽ نئين عهدنامي جي مختلف آيتن جا حوالا پڻ ڏنا ويا آهن، جن جي مطالعي سان وڌيڪ

معلومات حاصل ڪري سگھجي ٿي. مثال طور پيرائي ۾ متيءَ جي ڪتاب جي ٻئي باب جي آيت ٢٣ بابت هي حوالا لکيل آهن:

٢٣:٢ مر ١:٢٤، لو ٢:٣٩، يو ١:٤٥

مر ١:٢٤ جو مطلب آهي ته متيءَ جي باب ٢ جي آيت ٢٣ سان تعلق رکندڙ آيت لاءِ مرقس باب ١ جي آيت ٢٤ ڏسو.

لو ٢:٣٩ جو مطلب آهي ته متيءَ جي ساڳي آيت سان تعلق رکندڙ آيت لاءِ لوقا باب ٢ جي آيت ٣٩ ڏسو.

يو ١:٤٥ جو مطلب آهي ته متيءَ جي ساڳي آيت سان تعلق رکندڙ آيت لاءِ يوحنا باب ١ جي آيت ٤٥ پڻ ڏسو.

بائيبل مقدس جي مڪمل ڪتابن جي نالن جي فهرست سان گڏ انهن جا مخفف هيٺ ڏجن ٿا، جيڪي پاڙ ۾ تعلق رکندڙ آيتن جي حوالن ۾ استعمال ٿين ٿا.

## پراڻو عهدنامو

| ڪتاب | مخفف | ڪتاب | مخفف | ڪتاب | مخفف |
|---|---|---|---|---|---|
| پيدائش | پيد | ٢.تواريخ | ٢.توا | دانيال | دان |
| خروج | خر | عزرا | عز | هوسيع | هوس |
| لاوي سرشتو | لاو | نحمياه | نحم | يوايل | يوا |
| ڳاٽاڻو | ڳا | آستر | آس | عاموس | عا |
| شريعت جو دور | شر | ايوب | ايو | عبدياه | عبد |
| يشوع | يش | زبور | زب | يونس | يون |
| قاضي | قا | مثل | مثل | ميڪاه | ميڪ |
| روت | روت | واعظ | وا | ناحوم | ناح |
| ١.سموئيل | ١.سم | راڳ | را | حبقوق | حبق |
| ٢.سموئيل | ٢.سم | يسعياه | يس | صفنياه | صف |
| ١.بادشاهه | ١.با | يرمياه | ير | حجي | حجي |
| ٢.بادشاهه | ٢.با | زاريون | زار | زڪريا | زڪ |
| ١.تواريخ | ١.توا | حزقيايل | حز | ملاڪي | ملا |

## نئون عهدنامو

| | | |
|---|---|---|
| متي ........... مت | اِفسين .......... اف | عبرانين ......... عبر |
| مرقس .......... مر | فلپين .......... فل | يعقوب ......... يع |
| لوقا ........... لو | ڪلسين ......... ڪل | ١.پطرس ........ ١.پط |
| يوحنا .......... يو | ١.ٿسلونيڪين ... ١.ٿس | ٢.پطرس ........ ٢.پط |
| رسولن جا ڪم .. رس | ٢.ٿسلونيڪين ... ٢.ٿس | ١.يوحنا ......... ١.يو |
| رومين .......... رو | ١.تيمٿيس ....... ١.تم | ٢.يوحنا ......... ٢.يو |
| ١.ڪرنٿين ...... ١.ڪر | ٢.تيمٿيس ....... ٢.تم | ٣.يوحنا ......... ٣.يو |
| ٢.ڪرنٿين ...... ٢.ڪر | طيطس .......... طيط | يهوداه ........... يهو |
| گلتين .......... گل | فليمون ......... فل | مڪاشفو ....... مڪا |

بائيبل مقدس جي ڪن ترجمن ۾ اصلي مواد ۾ استعمال ٿيل ڪن غير واضح جملن يا لفظن جو ترجمو ڪندي ان جي هڪ کان وڌيڪ ممڪن معنائن جي تشريح لاءِ فٽ نوٽ استعمال ڪيو ويجي ٿو. پر هن ترجمي ۾ پڙهڻ وارن کي مونجهاري کان بچائڻ لاءِ انهن جملن يا لفظن جي هڪڙي ئي ممڪن معنيٰ کي ترجمي ۾ ئي ظاهر ڪيو ويو آهي.

نئين عهدنامي جي هن سنڌي ترجمي ۾ استعمال ٿيل نالا پاڪستان بائيبل سوسائٽيءَ جي اردو ترجمي ۾ استعمال ٿيندڙ نالن واري حجي ۾ لکيا ويا آهن. پر ڪن جاين تي انهن جي حجي مختلف آهي، ڇالاءِجو:

١. جيڪي نالا سنڌيءَ ۾ عام استعمال ٿين ٿا تن کي هن ترجمي ۾ ساڳي سنڌي حجي ۾ لکيو ويو آهي.

٢. ڪي نالا جن جا يوناني لفظ سنڌي ٻوليءَ جي لفظن سان ملن ٿا سي انهيءَ مطابق لکيا ويا آهن.

٣. نئين عهدنامي جي اصلي مسودي ۾ ڪن ساڳين ماڻهن يا جاين جا نالا هڪ کان وڌيڪ بيان ڪيل آهن. پر هن سنڌي ترجمي ۾ جتي انهيءَ ٻئي نالي جو ڪو خاص مقصد نه آهي اتي ان جو هڪڙو ئي عام نالو استعمال ڪيو ويو آهي، انهيءَ لاءِ ته پڙهندڙ ساڳئي شيءِ جي ٻن نالن مان ٻه مختلف نالا نه سمجهن.

١. تکر تي وعظ: جيڪو آسماني بادشاهت جي ماڻهن جي ڪردار، فرائض، مراعات ۽ قسمت متعلق آهي. (باب ٥-٧)
٢. ٻارهن رسولن کي سندن تبليغي سفر متعلق هدايتون. (باب ١٠)
٣. آسماني بادشاهت متعلق تمثيلات. (باب ١٣)
٤. مسيح جي پوئلڳ ٿيڻ جي مراد ۽ منشا بابت تعليم. (باب ١٨)
٥. موجوده دور جي خاتمي ۽ آخري فيصلي متعلق تعليم. (باب ٢٤-٢٥)

سِٽاءُ


| | |
|---|---|
| عيسيٰ مسيح جي ولادت ۽ سندس شجرو | ١:١-٢:٢٣ |
| حضرت يحيٰ بپتسما ڏيڻ واري جي خدمت | ٣:١-١٢ |
| عيسيٰ مسيح جو بپتسما وٺڻ ۽ سندس آزمائش | ٣:١٣-٤:١١ |
| گليل ۾ عيسيٰ مسيح جي عام خدمت | ٤:١٢-١٨:٣٥ |
| گليل کان يروشلم ڏانهن سفر | ١٩:١-٢٠:٣٤ |
| يروشلم ۽ ان جي آس پاس ۾ آخري هفتو | ٢١:١-٢٧:٦٦ |
| عيسيٰ مسيح جو جي اٿڻ ۽ سندس ظهور | ٢٨:١-٢٠ |


# متي

## متي رسول جي معرفت خوشخبري

### عيسيٰ مسيح جو شجرو

(لوقا ٣:٢٣-٣٨)

١ ① هي عيسيٰ مسيح جو شجرو آهي، جيڪو دائود ۽ ابراهيم جو
اولاد آهي.
② ابراهيم مان اسحاق پيدا ٿيو، اسحاق مان يعقوب پيدا ٿيو ۽ يعقوب مان
يهوداه ۽ سندس ڀائر پيدا ٿيا. ③ يهوداه کي سندس زال تمر مان فارص ۽ زرح

# متي

## متي رسول جي معرفت خوشخبري

### تعارف

متي، عيسيٰ مسيح جي ٻارهن رسولن مان هڪ هو، جنهن جي معرفت مليل ڪلام اها خوشخبري ٻڌائي ٿو ته خدا جنهن ڇوٽڪاري ڏيندڙ جو واعدو ڪيو هو سو عيسيٰ مسيح ئي آهي. هو اهو ئي آهي جنهن جي وسيلي خدا اُهي واعدا پورا ڪيا جيڪي بني اسرائيل سان ڪيا هئائين ۽ جن ڪي پراڻي عهدنامي ۾ لکيو ويو آهي. اها خوشخبري رڳو يهودي قوم لاءِ ناهي پر سڄيءَ دنيا لاءِ آهي.

متيءَ ناليءَ هي پاڪ ڪتاب احتياط سان مرتب ڪيو ويو آهي. انهيءَ جي شروعات عيسيٰ مسيح جي جمڻ سان ٿئي ٿي. منجهس عيسيٰ مسيح جي ٻپتسما وٺڻ ۽ سندس آزمائش جو بيان آهي. تنهن کان پوءِ اتر واري علائقي گليل ۾ بني اسرائيل کي شفا ڏيڻ، تعليم ڏيڻ ۽ سندس تبليغ ڪرڻ واري خدمت کي ڪنيو ويو آهي. ان بعد هن پاڪ ڪلام ۾ گليل کان يروشلم شهر تائين عيسيٰ مسيح جي مسافريءَ ۽ سندس زندگيءَ جي آخري هفتي جي واقعن جو ذڪر پڻ آهي، جن جي پڄاڻي سندس صليب تي چڙهڻ ۽ وري جيئري ٿي اٿڻ تي ٿئي ٿي.

هيءَ خوشخبري عيسيٰ مسيح کي هڪ عظيم استاد جي حيثيت ۾ پيش ڪري ٿي، جيڪو خدا جي بادشاهت جي باري ۾ تعليم ڏئي ٿو ۽ جنهن کي اهو اختيار حاصل آهي ته خدا جي شريعت جو مفهوم بيان ڪري. متيءَ ۾ عيسيٰ مسيح جي تعليمات مان گهڻو ڪجهه مضمون وار پنجن مجموعن جي صورت ۾ گڏايل آهي:

پيدا ٿيا، فارص مان حصرون پيدا ٿيو ۽ حصرون مان راما پيدا ٿيو. (٤) راما مان
عميناداب پيدا ٿيو، عميناداب مان نحشون پيدا ٿيو ۽ نحشون مان سلمون پيدا
ٿيو. (٥) سلمون کي سندس زال راحب مان بوعز پيدا ٿيو، بوعز کي سندس زال
رُوت مان عوبيد پيدا ٿيو ۽ عوبيد مان يشي پيدا ٿيو. (٦) يشيءَ مان دائود بادشاهه
پيدا ٿيو. دائود کي سليمان انهيءَ زال مان پيدا ٿيو جيڪا پهريائين اورياه جي
زال هئي. (٧) سليمان مان رحبعام پيدا ٿيو، رحبعام مان ابياه پيدا ٿيو ۽ ابياه
مان آسا پيدا ٿيو. (٨) آسا مان يهوشافاط پيدا ٿيو، يهوشافاط مان يورام پيدا ٿيو
۽ يورام مان عزياه پيدا ٿيو. (٩) عزياه مان يوتام پيدا ٿيو، يوتام مان آحز پيدا ٿيو
۽ آحز مان حزقياه پيدا ٿيو. (١٠) حزقياه مان منسي پيدا ٿيو، منسي مان آمون پيدا
ٿيو ۽ آمون مان يوشياه پيدا ٿيو. (١١) جن ڏينهن ۾ بني اسرائيل جا ماڻهو گرفتار
ٿي بابل ڏانهن ويا هئا، تن ڏينهن ۾ يوشياه مان يڪنياه ۽ سندس ڀائر پيدا ٿيا.
(١٢) انهن ماڻهن جي بابل ڏانهن گرفتار ٿي وڃڻ کان پوءِ يڪنياه مان
شئلتي ايل پيدا ٿيو ۽ شئلتي ايل مان زربابل پيدا ٿيو. (١٣) زربابل مان ابيئود پيدا
ٿيو، ابيئود مان الياقيم پيدا ٿيو ۽ الياقيم مان عازور پيدا ٿيو. (١٤) عازور مان
صدوق پيدا ٿيو، صدوق مان اخيم پيدا ٿيو ۽ اخيم مان اليئود پيدا ٿيو.
(١٥) اليئود مان اليعزر پيدا ٿيو، اليعزر مان متان پيدا ٿيو ۽ متان مان يعقوب پيدا
ٿيو. (١٦) يعقوب مان يوسف پيدا ٿيو جيڪو مريم جو مڙس هو ۽ انهيءَ مريم
جي پيٽان عيسيٰ پيدا ٿيو جيڪو مسيح سڏيو وڃي ٿو.
(١٧) اهڙيءَ طرح ابراهيم کان وٺي دائود تائين ڪل چوڏهن پيڙهيون ٿيون،
دائود کان وٺي بابل ڏانهن گرفتار ٿي وڃڻ تائين به چوڏهن پيڙهيون ٿيون ۽ بابل
ڏانهن گرفتار ٿي وڃڻ کان وٺي مسيح تائين وري به چوڏهن پيڙهيون ٿيون.

## عيسيٰ مسيح جو جنم

(لوقا ٢:١-٧)

(١٨) عيسيٰ مسيح جي پيدائش هن ريت ٿي جو جڏهن سندس ماءُ مريم
جو مڱڻو يوسف سان ٿيل هو پر اجا سندن شادي ڪانه ٿي هئي ته مريم
کي معلوم ٿيو ته کيس پاڪ روح جي قدرت سان پيٽ ٿيو آهي. (١٩) هن

١:١١ ٢.با ٢٤:١٤-١٥، ٢.توا ٣٦:١٠، ير ٢٧:٢٠    ١:١٨ لو ١:٢٧

جو مڱينڊو هڪ نيڪ ماڻهو هو، تنهنڪري هن خيال ڪيو ته ”چو نه
مريم کي چپ چاپ ۾ ڇڏي ڏيان ۽ خلق ۾ خوار نه ڪريانس.“ (۲۰) پر
جڏهن هو انهن ڳالهين بابت ڳڻتيون ڪري رهيو هو ته هن کي خواب
۾ خداوند جو هڪڙو ملائڪ ڏسڻ ۾ آيو جنهن چيس ته ”اي دائود جا
اولاد يوسف! تون پنهنجي مڱينديءَ مريم سان شادي ڪرڻ کان نه گهٻراءِ،
ڇالاءِجو پاڪ روح جي قدرت سان ڪيس پيٽ ٿيو آهي. (۲۱) هن کي پٽ
ڄمندو ۽ ان جو نالو [1]عيسيٰ رکجانءِ، ڇالاءِجو هو پنهنجيءَ قوم کي سندن
گناهن کان ڇوٽڪارو ڏيندو.“

(۲۲) اهڙيءَ طرح اهي سڀ ڳالهيون جيڪي خداوند پنهنجي نبيءَ جي
معرفت فرمايون هيون سي پوريون ٿيون ته

(۲۳) ”ڏسو، هڪڙي ڪنواري پيٽ سان ٿيندي،
۽ کيس پٽ ڄمندو جنهن کي عمانوايل سڏيندا،“

جنهن جي معنيٰ آهي ”خدا اسان سان.“

(۲۴) سو جڏهن يوسف ننڊ مان جاڳي اٿيو، تڏهن جيئن خداوند جي
ملائڪ چيو هوس تيئن ئي ڪيائين ۽ مريم سان ئي شادي ڪيائين. (۲۵) پر
جيستائين مريم پٽ نه ڄڻيو تيستائين يوسف کيس هٿ به نه لاتو ۽ ٻار
جو نالو عيسيٰ رکيائين.

## اوڀر جا نجومي

۲ (۱) يهوديه جي بادشاهه هيروديس جي ڏينهن ۾ عيسيٰ يهوديه جي
بيت‌لحم شهر ۾ پيدا ٿيو. ان کان پوءِ ستت ئي ڪي نجومي اوڀرندي
کان يروشلم ۾ آيا، (۲) ۽ اچي پڇيائون ته ”اهو ٻار ڪٿي آهي جيڪو يهودين
جو بادشاهه ٿيڻ لاءِ ڄائو آهي؟ اسان هن جو تارو اوڀر ۾ ڏٺو آهي ۽ اسين
هن کي سجدو ڪرڻ لاءِ آيا آهيون.“ (۳) هيروديس بادشاهه جڏهن هي
ٻڌو ته هو ۽ يروشلم جا سڀئي ماڻهو ڏاڍا پريشان ٿيا. (۴) هن سڀني سردار

---

[1] عيسيٰ: هي يوناني ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”ڇوٽڪارو ڏيندڙ“.

۱:۲۱ لو ۱:۳۱ ۱:۲۳ يس ۷:۱۴ ۱:۲۵ لو ۲:۲۱

کاهنن ۽ شريعت جي عالمن کي گهرايو ۽ کانئن پڇيو ته ”مسيح ڪٿي
پيدا ٿيندو؟“ (۵) انهن وراڻيو ته ”يهوديه جي بيت‌لحم ۾، ڇالاءِجو نبيءَ جي
معرفت هيئن لکيو ويو آهي ته

(۶) ’اي بيت‌لحم! يهوديه جي ملڪ ۾
تون ڪنهن به طرح يهوديه جي شهزادن مان،
ڪنهن کان به ننڍو نه آهين.
ڇالاءِجو تو منجهان هڪ حاڪم نڪرندو،
جو منهنجي قوم بني اسرائيل جي رهبري ڪندو.‘“

(۷) تنهن تي هيروديس انهن نجومين کي اڪيلائيءَ ۾ گهرائي پڇيو ته
”تارو ٺيڪ ڪهڙي وقت نظر آيو هو؟“ (۸) پوءِ هن انهن کي هي حڪم
ڏيئي بيت‌لحم ڏانهن موڪليو ته ”وڃي چڱيءَ طرح سان ٻار جي ڳولا
ڪريو ۽ جڏهن اوهين انهيءَ کي لهو ته اچي مون کي ٻڌائجو ته جيئن آءٌ
به اچي کيس سجدو ڪريان.“
(۹)-(۱۰) بادشاهه جي حڪم موجب اهي روانا ٿيا ۽ رستي ۾ جڏهن اهو
تارو ڏٺائون جيڪو اوير ۾ ڏٺو هئائون، تڏهن اهي خوشيءَ وچان ڪپڙن ۾ نه
پيا ماپن. اهو انهن جي اڳيان هلندو رهيو، تان جو اچي ان جاءِ جي مٿان
بيٺو جتي ٻارڙو هو. (۱۱) هو گهر ۾ گهڙي ويا ۽ ٻارڙي کي سندس ماءُ مريم
سميت ڏٺائون ۽ ان کي گوڏا کوڙي سجدو ڪيائون. پوءِ انهن پنهنجون
ڳوٿريون کولي کيس سوکڙيون پيش ڪيون جيڪي سون، لوبان ۽ مُرَ هيون.
(۱۲) خدا انهن کي خواب ۾ چتاءُ ڏنو ته ”متان وري هيروديس وٽ ويا آهيو.“
تنهنڪري اُهي ٻيو رستو وٺي پنهنجي ملڪ ڏانهن موٽي ويا.

## مصر ۾ وڃي رهڻ

(۱۳) جڏهن اُهي هليا ويا ته خداوند جو هڪڙو ملائڪ يوسف کي خواب
۾ نظر آيو جنهن چيس ته ”اُٿ، ٻار ۽ سندس ماءُ کي وٺي مصر ڏانهن ڀڄي
وڃ ۽ جيستائين آءٌ نه چوانءِ تيستائين اُتي ئي رهجانءِ، ڇوته هيروديس ٻار جي
ڳولا ڪري کيس مارائڻ گهري ٿو.“ (۱۴) تنهن تي هو اُٿيو، ٻار ۽ سندس ماءُ

۶:۲ ميڪ ۵:۲

كي ساڻ ڪري راتورات مصر ڏانهن هليو ويو. ⑮ هيروديس جي مرڻ تائين
هو اُتي ئي رهيا، انهيءَ لاءِ ته خداوند جيڪي نبيءَ جي معرفت چوايو هو سو
پورو ٿئي ته ”مون پنهنجي فرزند کي مصر مان گهرايو آهي.“

## ٻارن ۾ ڪوس

⑯ جڏهن هيروديس ڏٺو ته نجومين ساڻس ٺڳي ڪئي آهي تڏهن ڏاڍو
اچي ڪاوڙيو. هن حڪم ڏنو ته ”بيت‌لحم ۽ ان جي پسگردائيءَ ۾ جيڪي ٻه
ٻن سالن کان ننڍا يا ٻن سالن جا ٻار هجن تن سڀني کي ماري ڇڏيو،“ ڇوته
هن کي اهو وقت ياد هو جڏهن نجومين کيس تاري جي ظاهر ٿيڻ بابت ٻڌايو
هو. ⑰ اهڙيءَ طرح جيڪو يرمياه نبيءَ چيو هو سو سچو ثابت ٿيو ته

⑱ ”راما ۾ هڪڙو آواز ٻڌڻ ۾ آيو،
ڏاڍي روئڻ ۽ پٽڻ جو آواز.
راخل پنهنجن ٻارن لاءِ روئي ٿي،
اها روئي ٿي ۽ کيس آرام نه ٿو اچي،
ڇاڪاڻ‌ته اُهي سڀ مري ويا آهن.“

## مصر مان واپسي

⑲ هيروديس جي مرڻ کان پوءِ مصر ۾ يوسف کي خواب ۾ خداوند جو
هڪڙو ملائڪ ڏسڻ ۾ آيو، ⑳ جنهن چيس ته ”اُٿ، ٻار ۽ سندس ماءُ کي
وٺي موٽيءَ اسرائيل جي ملڪ وڃ، ڇاڪاڻ‌ته جيڪي ٻار کي مارائڻ جي
ڪوشش ڪن پيا سي مري ويا آهن.“ ㉑ تنهن تي يوسف اٿيو، ٻار ۽ سندس
ماءُ کي وٺي موٽي اسرائيل جي ملڪ ۾ آيو.

㉒ جڏهن هن کي خبر پيئي ته ارڪيلائوس پنهنجي پيءُ هيروديس جي
گاديءَ تي يهوديه جو بادشاهه ٿيو آهي ته هو اوڏانهن وڃڻ کان ڊڄڻ لڳو.
پر هن کي خواب ۾ وڌيڪ هدايتون مليون ۽ هو گليل جي علائقي ۾ آيو،
㉓ ۽ اتي ناصرت شهر ۾ رهيو. اهو ان ڪري ٿيو ته جيڪي نبين چيو هو
سو پورو ٿئي ته ”هو ناصري سڏيو ويندو.“

---

٢:١٥ هوس ١١:١  ٢:١٨ ير ٣١:١٥  ٢:٢٣ مر ١:٢٤، لو ٢:٣٩، يو ١:٤٥

## يحيٰ بپتسما ڏيڻ واري جي تبليغ

(مرقس ١:١-٨، لوقا ٣:١-١٨، يوحنا ١:١٩-٢٨)

٣ (١) انهن ڏينهن ۾ يحيٰ بپتسما ڏيڻ وارو يهوديہ جي رڻپٽ ۾ تبليغ
ڪندو پئي آيو تہ (٢) ”توبهہ ڪريو جو آسمان واري بادشاهت ويجهي
آئي آهي.“ (٣) يحيٰ اهو ئي هو جنهن لاءِ يسعياہ نبي چيو هو تہ
”رڻپٽ ۾ پڪارڻ واري جو آواز اچي ٿو تہ،
’خداوند لاءِ رستو تيار ڪريو،
هن لاءِ واٽون سڌيون ڪريو.‘“
(٤) يحيٰ کي ملس جا ڪپڙا پهريل هئا، ڪيس چيلهہ ۾ چمڙي جو پٽو
ٻڌل هو ۽ سندس خوراڪ ماڪڙ ۽ جهنگلي ماکي هئي. (٥) ماڻهو هن وٽ
يروشلم کان، سڄي يهوديہ کان ۽ اردن درياءَ جي چوطرف وارن علائقن
کان پئي آيا. (٦) انهن پنهنجا گناهہ پئي باسيا ۽ هن ڪين اردن درياءَ ۾
بپتسما ٿي ڏني.
(٧) يحيٰ جڏهن ڏٺو تہ ڪيئي فريسي ۽ صدوقي بپتسما وٺڻ لاءِ اچي رهيا
آهن، تڏهن انهن کي چيائين تہ ”اي نانگ جا ٻچو! اوهان کي ڪنهن ٻڌايو
آهي تہ اوهين خدا جي ايندڙ غضب کان بچي سگهندا؟ (٨) اهڙا ڪم ڪريو
جن مان خبر پوي تہ اوهان سچ پچ پنهنجن گناهن تي پڇتايو آهي. (٩) ائين
نہ سمجهو تہ اوهين ابراهيم جو اولاد آهيو. آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو تہ خدا
هنن پٿرن مان بہ ابراهيم لاءِ اولاد پيدا ڪري سگهي ٿو. (١٠) هاڻي تہ وڻن
جي پاڙن تي ڪهاڙو تيار رکيو ويو آهي ۽ جيڪو وڻ سٺو ميوو نہ ڏيندو تہ
ان کي وڍي باهہ ۾ اڇلائبو. (١١) آءٌ اوهان کي پاڻيءَ سان بپتسما ٿو ڏيان ان
لاءِ تہ اوهان گناهن کان توبهہ ڪئي آهي، پر جيڪو مون کان پوءِ ايندو
اهو اوهان کي پاڪ روح ۽ باهہ سان بپتسما ڏيندو. هو مون کان وڌيڪ
قدرت وارو آهي، آءٌ سندس جتي ڪڻڻ جي لائق بہ نہ آهيان. (١٢) هن جي هٿ
۾ پنهنجي ڪارائي آهي ۽ هو پنهنجي ڳاهہ جي پڙ کي چڱيءَ طرح صاف

٣:٢ مت ٤:١٧، مر ١:١٥ ٣:٣ يس ٤٠:٣ ٣:٤ ٢.با ١:٨
٣:٧ مت ١٢:٣٤، ٢٣:٣٣ ٣:٩ يو ٨:٣٣ ٣:١٠ مت ٧:١٩

ڪندو. هو پنهنجي ڪڻڪ پنهنجن ڀانڊن ۾ انبار ڪندو پر ٻُهه کي اهڙي
باهه ۾ ساڙيندو جيڪا ڪڏهن به نه ٿي وسامي."

## عيسيٰ جي بپتسما

(مرقس ١:٩-١١، لوقا ٣:٢١-٢٢)

⑬ پوءِ عيسيٰ گليل کان اردن درياءَ تي يحيٰ وٽ آيو ته کانئس بپتسما
وٺي. ⑭ پر يحيٰ کيس منع ڪرڻ لڳو ۽ چيائينس ته "مون کي ته پاڻ تو کان
بپتسما وٺڻ گهرجي ۽ تون مون وٽ ڪيئن ٿو اچين." ⑮ تنهن تي عيسيٰ
جواب ڏنس ته "في الحال ته منهنجي مڃ، ڇالاءِجو اهڙيءَ طرح اسين خدا
جا سڀ فرض پورا ڪنداسين." پوءِ يحيٰ کيس بپتسما ڏيڻ قبول ڪئي.
⑯ عيسيٰ بپتسما وٺي پاڻيءَ مان يڪدم ٻاهر آيو ته هن لاءِ آسمان کُلي
پيو ۽ هن خدا جو روح هڪ ڪبوتر وانگر هيٺ لهندو ۽ پاڻ تي ويهندو
ڏٺو. ⑰ پوءِ آسمان مان هڪ آواز آيو ته "هي منهنجو پيارو فرزند آهي ۽
آءٌ هن مان ڏاڍو خوش آهيان."

## عيسيٰ جي آزمائش

(مرقس ١:١٢-١٣، لوقا ۴:١-١٣)

۴ ① پوءِ پاڪ روح عيسيٰ کي بيابان ۾ وٺي آيو ته جيئن شيطان کيس
آزمائي. ② هن چاليهه ڏينهن ۽ چاليهه راتيون روزي ۾ گذاريو هو،
تنهنڪري کيس ڏاڍي بک لڳي هئي. ③ شيطان هن وٽ آيو ۽ چيائينس ته
"جيڪڏهن تون خدا جو فرزند آهين ته هنن پٿرن کي حڪم ڪر ته مانيون
ٿي پون." ④ تنهن تي عيسيٰ وراڻيو ته "اهو لکيل آهي ته 'ماڻهو رڳو مانيءَ تي
جيئرو نه ٿو رهي، پر هر انهيءَ لفظ تي جيڪو خدا چوي ٿو.'"
⑤ پوءِ عيسيٰ کي شيطان پاڪ شهر يروشلم ۾ وٺي ويو. هن کي هيڪل
جي تمام مٿانهين ڪنگريءَ تي بيهاري ⑥ چيائينس ته "جيڪڏهن تون خدا
جو فرزند آهين ته هتان پاڻ کي هيٺ اڇلاءِ ڇاڪاڻ ته لکيل آهي ته

١٧:٣ پيد ٢٢:٢، زب ٢:٧، يس ۴٢:١، مت ١٢:١٨، ١٧:٥، لو ٩:٣٥
١:۴ عبر ٢:١٨، ۴:١٥ ۴:۴ شر ٨:٣ ٦:۴ زب ٩١:١١-١٢

’خدا پنهنجن ملائڪن کي تو لاءِ حڪم ڪندو،
اهي تو کي پنهنجن هٿن تي جهليندا،
ته جيئن تنهنجو پير به پٿر تي نه لڳي.‘“
۷ تنهن تي عيسيٰ ورندي ڏنس ته ”اهو به لکيل آهي ته ’تون خداوند
پنهنجي خدا کي نه آزماءِ.‘“
۸ وري شيطان عيسيٰ کي هڪڙي اتانهين جبل تي وٺي ويو ۽ دنيا جون
سڀيئي بادشاهتون ۽ سندن شان شوڪت ڏيکاريائينس، ۹ ۽ چيائينس ته
”آءٌ تو کي هي سڀ شيون ڏيندس، جيڪڏهن تون هيٺ نِوڙي مون کي
سجدو ڪندين.“ ۱۰ تنهن تي عيسيٰ ورندي ڏنس ته ”اي شيطان! ٽري
وڃ، ڇالاءِجو لکيل آهي ته ’خداوند پنهنجي خدا کي سجدو ڪر ۽ رڳو
انهيءَ جي ئي عبادت ڪر.‘“
۱۱ پوءِ شيطان هن کي ڇڏي هليو ويو ۽ ملائڪ آيا ۽ اچي عيسيٰ
جي خدمت ڪيائون.

## عيسيٰ جو گليل ۾ پنهنجو ڪم شروع ڪرڻ

(مرقس ۱:‏۱۴-۱۵، لوقا ۴:‏۱۴-۱۵)

۱۲ جڏهن عيسيٰ ٻڌو ته يحيٰ کي جيل ۾ وڌو ويو آهي تڏهن هو گليل
ڏانهن روانو ٿي ويو. ۱۳ هو ناصرت ۾ نه رهيو پر وڃي ڪفرناحوم ۾ رهيو،
جيڪو گليل ڍنڍ تي زبولون ۽ نفتاليءَ جي حدن اندر آهي. ۱۴ اهو انهيءَ ڪري
ٿيو ته جيئن يسعياہ نبيءَ جو چوڻ سچو ثابت ٿئي ته
۱۵ ”زبولون جو علائقو ۽ نفتاليءَ جو علائقو
جيڪو اردن جي پريان ڍنڍ واري پاسي،
غير قومن وارو گليل آهي.
۱٦ اتان جا ماڻهو جيڪي اونداهيءَ ۾ ويٺل هئا،
تن هڪڙي وڏي روشني ڏٺي
۽ جيڪي موت جي اونداهي ملڪ ۾ ويٺا هئا،

۴:‏۷ شر ٦:‏۱٦ ۴:‏۱۰ شر ٦:‏۱۳ ۴:‏۱۲ مت ۱۴:‏۳، مر ٦:‏۱۷، لو ۳:‏۱۹-۲۰
۴:‏۱۳ يو ۲:‏۱۲ ۴:‏۱۵-۱٦ يس ۹:‏۱-۲

تن تي روشني ظاهر ٿي."
(١٧) سو انهيءَ وقت کان وٺي عيسيٰ پنهنجي پيغام جي تبليغ ڪرڻ لڳو
ته ”پنهنجن گناهن کان توبهه ڪريو، ڇاڪاڻ‌ته آسمان واري بادشاهت
ويجهي آئي آهي."

## چئن مهاڻن کي سڏڻ

(مرقس ١:١٦-٢٠، لوقا ٥:١-١١)

(١٨) جيئن عيسيٰ گليل ڍنڍ جي ڪناري تان لنگهيو پئي ته هن ٻه ڀائر ڏٺا،
هڪڙو شمعون جنهن کي پطرس سڏين ٿا ۽ ٻيو سندس ڀاءُ اندرياس. هنن
ڍنڍ ۾ ڄار پئي وڌو ڇالاءِجو هو مهاڻا هئا. (١٩) عيسيٰ انهن کي سڏي چيو
ته ”اچو ۽ منهنجي پٺيان هلو ته آءٌ اوهان کي ماڻهو ڦاسائڻ سيکاريان."
(٢٠) هڪدم انهن پنهنجا ڄار ڦٽا ڪيا ۽ سندس پٺيان هلڻ لڳا.
(٢١) هو اتان اڳيرو ٿيو ته هن ٻه ٻيا ڀائر يعقوب ۽ يوحنا زبديءَ جا پٽ
ڏٺا. اهي پنهنجي پيءُ زبديءَ سان گڏ ٻيڙيءَ ۾ ڄار تيار ڪري رهيا هئا.
عيسيٰ انهن کي سڏيو، (٢٢) ته اهي به هڪدم ٻيڙي ۽ پنهنجي پيءُ کي ڇڏي
عيسيٰ جي پٺيان هلڻ لڳا.

## عوام جي خدمت ڪرڻ

(لوقا ٦:١٧-١٩)

(٢٣) عيسيٰ ساري گليل جي عبادت‌خانن ۾ تعليم ڏيندو، بادشاهت جي
خوشخبريءَ جي منادي ڪندو ۽ سڀني قسمن جي مرضن ۽ بيمارين کان ماڻهن
کي ڇٽائيندو گهمندو رهيو. (٢٤) هن جي هاڪ سڄي شام ملڪ ۾ پکڙجي
وئي. تنهنڪري ڪيترائي ماڻهو هن وٽ بيمار وٺي آيا جن کي جدا جدا مرض
۽ تڪليفون هيون، جهڙوڪ: ڀوتن ورتل، مرگهيءَ وارا ۽ اڌرنگ وارا، تن سڀني
کي عيسيٰ ڇٽائي چڱو ڀلو ڪيو. (٢٥) سو وڏا وڏا ميڙ سندس پويان پئي هليا
جيڪي گليل، دڪاپلس، يروشلم، يهوديه ۽ اردن جي پرينءَ پر کان آيل هئا.

---

١٧:٤ مت ٣:٢    ٢٣:٤ مت ٩:٣٥، مر ١:٣٩

# تڪر تي وعظ

٥:١-٧:٢٩

٥ ① جڏهن عيسيٰ ميڙ ڏٺا ته هو ٽڪر تي چڙهي ويو ۽ شاگرد سندس
چوڌاري مڙي آيا. ② هو انهن کي ويهي تعليم ڏيڻ لڳو ۽ چيائين ته

## سچي خوشي

(لوقا ٦:٢٠-٢٣)

③ ”سڀاڳا آهن اهي جيڪي دل جا نماڻا آهن،
چالاءِ جو اهي آسمان واري بادشاهت جون برڪتون ماڻين ٿا.
④ سڀاڳا آهن اهي جيڪي ڏکويل آهن،
چالاءِ جو خدا انهن کي تسلي ڏيندو.
⑤ سڀاڳا آهن اهي جيڪي تابعدار آهن،
چالاءِ جو خدا انهن کي زمين جو وارث ڪندو.
⑥ سڀاڳا آهن اهي جيڪي سچائيءَ جا بکايل ۽ اڃايل آهن،
چالاءِ جو خدا انهن کي چڱيءَ طرح ڍءُ ڪرائيندو.
⑦ سڀاڳا آهن اهي جيڪي ٻين تي رحم ڪن ٿا،
چالاءِ جو خدا انهن تي رحم ڪندو.
⑧ سڀاڳا آهن اهي جيڪي دل جا صاف آهن،
چالاءِ جو اهي خدا کي ڏسندا.
⑨ سڀاڳا آهن اهي جيڪي ماڻهن ۾ صلح ڪرائين ٿا،
چالاءِ جو خدا انهن کي پنهنجو ٻار سڏيندو.
⑩ سڀاڳا آهن اهي جيڪي سچائيءَ جي ڪري ستايا وڃن ٿا،
چالاءِ جو اهي آسمان واري بادشاهت جون برڪتون ماڻين ٿا.
⑪ سڀاڳا آهيو اوهين، جو ماڻهو منهنجي ڪري اوهان جي بي‌عزتي ڪن،
اوهان کي ستائين ۽ اوهان تي هر قسم جون تهمتون هڻن، ⑫ ڇوته اهڙيءَ

٥:٤ يس ٦١:٢ ٥:٥ زب ٣٧:١١ ٥:٦ يس ٥٥:١-٢ ٥:٨ زب ٢٤:٣-٤
٥:١٠ ١.پطر ٣:١٤ ٥:١١ ١.پطر ٤:١٤ ٥:١٢ ٢.توا ٣٦:١٦، رس ٧:٥٢

طرح ئي نبين کي بہ ستايو ويو هو. خوش ٿيو ۽ ڏاڍا سرها ٿيو ڇاڪاڻ تہ
اوهان کي بهشت ۾ وڏو اجر ملندو.“

## لوڻ ۽ روشني

(مرقس ٩:٥٠، لوقا ١٤:٣٤–٣٥)

١٣ ”اوهين انسان ذات لاءِ لوڻ مثل آهيو. جيڪڏهن لوڻ پنهنجو سواد
ڇڏي ڏئي تہ ان کي وري سوادي بنائڻ لاءِ ڪوبہ طريقو نہ آهي. اهو
بيڪار ٿي پوندو، تنهنڪري ڦٽي ڪيو ويندو ۽ ماڻهن جي پيرن هيٺان
لتاڙيو ويندو.
١٤ اوهين سڄي جهان لاءِ روشني مثل آهيو. جيڪو شهر ٽڪر تي اڏيل
آهي اهو لڪي نہ سگهندو. ١٥ ڪوبہ ماڻهو ڏيئو ٻاري ڏڪڻ هيٺان نہ ٿو
رکي پر هو ان کي ڏياتيءَ تي ٿو رکي جتان گهر جي هر هڪ ڀاتيءَ کي
روشني پهچي ٿي. ١٦ ساڳيءَ طرح اوهان جي روشني بہ ماڻهن اڳيان ائين
چمڪي جو اهي اوهان جا چڱا ڪم ڏسي اوهان جو پيءُ، جيڪو آسمان
۾ آهي، تنهن جي واکاڻ ڪن.“

## شريعت بابت تعليم

١٧ ”اوهين ائين نہ سمجهو تہ آءٌ توريت ۽ نبين جي صحيفن کي منسوخ
ڪرڻ لاءِ آيو آهيان. آءٌ انهن کي منسوخ ڪرڻ لاءِ نہ پر مڪمل ڪرڻ
لاءِ آيو آهيان. ١٨ آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان تہ جيستائين آسمان ۽ زمين
باقي آهن تيستائين شريعت جو هڪڙو اکر يا ان جو ڪوبہ نقطو منسوخ
نہ ٿيندو، تان جو سڀني ڳالهين جي پڄاڻي ٿئي. ١٩ تنهنڪري جيڪو
ڪنهن بہ ننڍڙي حڪم جي ڀڃڪڙي ڪندو ۽ ٻين ماڻهن کي بہ ائين
ڪرڻ سيکاريندو سو آسمان واري بادشاهت ۾ سڀني کان ننڍو سڏبو. پر
جيڪو انهن تي عمل ڪندو ۽ ٻين کي بہ ائين ئي ڪرڻ سيکاريندو تہ اهو
آسمان واري بادشاهت ۾ وڏو سڏبو. ٢٠ ڇالاءِجو آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو

**٥:١٤** يو ٨:١٢، ٩:٥ **٥:١٥** مر ٤:٢١، لو ٨:١٦، ١١:٣٣ **٥:١٦** ١.پط ٢:١٢
**٥:١٨** لو ١٦:١٧

تہ جيستائين اوهان جي نيڪي شريعت جي عالمن ۽ فريسين جي نيڪيءَ
کان وڌيڪ نہ ٿيندي تيستائين اوهين ڪنهن بہ طرح آسمان واري بادشاهت
۾ داخل ٿي نہ سگهندا.“

## ڪاوڙ بابت تعليم

(٢١) ”اوهان ٻڌو آهي تہ اڳئين زماني جي ماڻهن کي چيو ويو هو تہ ’خون
نہ ڪريو‘ ۽ ’جيڪو خون ڪندو تہ ان کي ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويندو.‘
(٢٢) پر هاڻي آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو تہ جيڪو پنهنجي ڀاءُ ڀيڻ سان ڪاوڙيل
رهي ٿو سو بہ ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويندو. جيڪو ڪنهن ٻئي کي ’اي
چريا!‘ ڪري سڏي ٿو، سو وڏيءَ ڪورٽ ۾ پيش ڪيو ويندو ۽ جيڪو
ڪنهن کي چوندو تہ ’اي پوڪا!‘ سو جهنم جي باهہ ۾ پوڻ جوڳو ٿيندو.
(٢٣) تنهنڪري جيڪڏهن تون پنهنجو نذرانو قربان‌گاهہ تي آڻي چاڙهين ۽
اتي ياد پوئي تہ تنهنجي ڀاءُ ڀيڻ جو تو ڏانهن ڪو رنج آهي، (٢٤) تہ پنهنجو
نذرانو اتي قربان‌گاهہ جي اڳيان ڇڏي ڀهريائين وڃي پنهنجي ڀاءُ ڀيڻ سان
پرچ، پوءِ اچي پنهنجو نذرانو چاڙهہ.
(٢٥) جيڪڏهن ڪو ماڻهو تو تي ڪيس ڪري ۽ تو کي ڪورٽ ۾ وٺي
وڃي تہ واٽ تي ئي ان سان ناهہ ڪري ڇڏ، متان اهو فريادي تو کي جج
جي حوالي ڪري ۽ جج تو کي فوجدار جي حوالي ڪري ۽ تون جيل ۾
پوين. (٢٦) آءٌ تو کي سچ ٿو چوان تہ جيستائين ڏنڊ جي پائي پائي نہ ڏيندين
تيستائين ڪنهن بہ طرح اتان نڪري نہ سگهندين.“

## زنا بابت تعليم

(٢٧) ”اوهان ٻڌو آهي تہ اهو چيو ويو هو تہ ’زنا نہ ڪر.‘ (٢٨) پر هاڻي آءٌ
اوهان کي ٻڌايان ٿو تہ جيڪو ماڻهو ڪنهن عورت ڏانهن بري نگاهہ سان
ٿو ڏسي سو پنهنجيءَ دل ۾ هن عورت سان زنا ڪري چڪو. (٢٩) جيڪڏهن
تنهنجي ساڄي اک تو کي گمراهہ ڪري تہ اها ڪڍي اڇلائي ڇڏ،

٥:٢١ خر ٢٠:١٣، شر ٥:١٧ ٥:٢٧ خر ٢٠:١٤، شر ٥:١٨
٥:٢٩ مت ١٨:٩، مر ٩:٤٧

چالاڪِجو تنهنجي لاءِ اهو بهتر آهي ته تنهنجن عضون مان ڪلي هڪڙو هليو
وڃي پر تنهنجو سڄو بدن جهنم ۾ نه پوي. ⑳ جيڪڏهن تنهنجو ساڄو
هٿ تو کي گمراهه ڪري ته ان کي وڍي اڇلائي ڇڏ، چالاڪِجو تنهنجي
لاءِ اهو بهتر آهي ته تنهنجن عضون مان ڪلي هڪڙو هليو وڃي پر تنهنجو
سڄو بدن جهنم ۾ نه پوي."

## طلاق بابت تعليم

(متي ١٩: ٩، مرقس ١٠: ١١-١٢، لوقا ١٦: ١٨)

㉛ "اهو به چيو ويو آهي ته 'جيڪو به پنهنجي زال کي ڪڍي ڇڏي،
سو انهيءَ کي طلاق‌نامو به لکي ڏئي.' ㉜ پر هاڻي آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان
ته جيڪو به پنهنجي زال کي زنا جي ڏوهه جي سبب کان سواءِ طلاق ٿو
ڏئي، سو ڄڻ ته هن کي زناڪار ٿو ڪري ۽ جيڪو انهيءَ طلاق ڏنل عورت
سان پرڻبو سو به زناڪار ٿيندو."

## قسمن کڻڻ بابت تعليم

㉝ "ٻيو اوهان اهو به ٻڌو آهي ته اڳين زماني ۾ ماڻهن کي چيو ويو هو
ته 'پنهنجا قسم نه ڀڃوم پر خداوند جي اڳيان پنهنجا قسم پورا ڪريو.'
㉞ پر هاڻي آءٌ اوهان کي چوان ٿو ته قسم اصل کڻو ئي نه. اوهين نڪي
آسمان جو قسم کڻو، ڇالاڪِجو اهو خدا جو تخت آهي ㉟ ۽ نڪي زمين
جو قسم کڻو، ڇاڪاڻ‌ته اها خدا جي پيرن جي صندلي آهي. اوهين نڪي
يروشلم جو قسم کڻو، ڇاڪاڻ‌ته اهو وڏي بادشاهه جو شهر آهي ㊱ ۽
نڪي وري پنهنجي سر جو قسم کڻو، ڇاڪاڻ‌ته اوهين هڪ وار به ڪارو
يا اڇو ڪري نه ٿا سگهو. ㊲ پر رڳو 'ها' يا 'نه' چئوم ان کان وڌيڪ
چوڻ شيطاني آهي."

---

**٥: ٣٠** مت ١٨: ٨، مر ٩: ٤٣ **٥: ٣١** شر ٢٤: ١-٤، مت ١٩: ٧، مر ١٠: ٤
**٥: ٣٢** ١.ڪر ٧: ١٠-١١ **٥: ٣٣** لاو ١٩: ١٢، ڳا ٣٠: ٢، شر ٢٣: ٢١
**٥: ٣٤** يع ٥: ١٢، يس ٦٦: ١، مت ٢٣: ٢٢ **٥: ٣٥** يس ٦٦: ١، زب ٤٨: ٢

## بدلي وٺڻ بابت تعليم

(لوقا ٦:٢٩-٣٠)

٣٨ ”اوهان ٻڌو آهي تہ اهو چيو ويو هو تہ ’اک جي بدلي اک ۽ ڏند جي
بدلي ڏند.‘ ٣٩ پر هاڻي آءٌ اوهان کي چوان ٿو تہ جيڪو اوهان سان بڇڙائي
ڪري ان کان بدلو نہ وٺو. پر جيڪڏهن ڪو اوهان کي ڳل تي چماٽ هڻي
تہ ان کي ٻيو ڳل بہ ڦيرائي ڏيو. ٤٠ جيڪڏهن ڪو ماڻهو تنهنجو پهراڻ وٺڻ
لاءِ تو تي ڪورٽ ۾ ڪيس ڪرڻ گهري تہ ان کي پنهنجو ڪوٽ بہ ڏيئي
ڇڏ. ٤١ جيڪو تو کي بيگر ۾ هڪ ڪلوميٽر وٺي وڃي، تنهن سان تون ٻہ
ڪلوميٽر وڃ. ٤٢ جيڪو تو کان ڪجهہ گهري تنهن کي ڏي ۽ جيڪو تو
کان اڌارو وٺي تنهن کي انڪار نہ ڪر.“

## دشمنن سان پيار

(لوقا ٦:٢٧-٢٨، ٣٢-٣٦)

٤٣ ”اوهان ٻڌو آهي جو اهو چيو ويو هو تہ ’پنهنجن دوستن سان پيار
ڪر ۽ پنهنجن دشمنن کان نفرت ڪر.‘ ٤٤ پر هاڻي آءٌ اوهان کي چوان ٿو
تہ پنهنجن دشمنن سان پيار ڪريو ۽ جيڪي اوهان کي ستائين تن لاءِ دعا
گهرو، ٤٥ تہ جيئن اوهان جو پيءُ جو آسمان ۾ آهي ان جا اوهين ٻار ٿيو.
ڇالاءِجو هو نيڪن ۽ بڇڙن تي پنهنجو سج هڪجهڙو اُڀاري ٿو ۽ سچارن ۽
ڪوڙن ٻنهي تي هڪجهڙو مينهن وسائي ٿو. ٤٦ جيڪڏهن اوهين رڳو انهن
سان پيار ڪريو ٿا جيڪي اوهان سان پيار ڪن ٿا تہ اوهان کي ڪهڙو اجر
ملندو؟ محصول اڳاڙيندڙ بہ تہ ائين ئي ڪن ٿا. ٤٧ وري جيڪڏهن اوهين
رڳو پنهنجن دوستن کي سلام ڪريو ٿا تہ اوهان ڪا خاص ڳالهہ تہ ڪانہ
ڪئي، ڇوتہ غير قومن وارا بہ ائين ئي ڪن ٿا. ٤٨ سو اوهين بہ ائين ئي ڪامل
ٿيو جيئن اوهان جو آسمان وارو پيءُ ڪامل آهي.“

---

٥:٣٨ خر ٢١:٢٤، لاو ٢٤:٢٠، شر ١٩:٢١ ٥:٤٣ لاو ١٩:١٨

٥:٤٨ لاو ١٩:٢، شر ١٨:١٣

## خيرات بابت تعليم

٦ ① "خبردار تجوءِ متان چڱا ڪم ماڻهن جي ڏيکاءَ ؒلاءِ ڪريو.
جيڪڏهن اوهين ائين ڪندا ته اوهان کي پنهنجي آسمان واري پيءُ
وٽان ڪوبه اجر نه ملندو.
② تنهنڪري جڏهن اوهين ڪنهن کي خيرات ڏيو ته ان جو ڏيکاءُ نه
ڪريو جيئن رياڪار عبادت‌خانن ۽ بازارن ۾ ڪندا آهن. اهي هي ڪم انهيءَ
ڪري ڪندا آهن ته جيئن ماڻهو انهن جي ساراهه ڪن. پر آءٌ اوهان کي سچ
ٿو ٻڌايان ته انهن کي پنهنجو اجر ملي چڪو آهي. ③ جڏهن اوهين خيرات
ڏيو ته اوهان جي کاٻي هٿ کي اها خبر نه پوي ته ساڄو هٿ ڇا ٿو ڪري،
④ ته جيئن اوهان جو خيرات ڏيڻ ڳجهو رهي ۽ اوهان جو پيءُ جو اوهان جا
ڳجها ڪم ڏسي ٿو سو اوهان کي ان جو اجر ڏئي."

## دعا بابت تعليم

(لوقا ١١:٢-۴)

⑤ "جڏهن اوهين دعا گهرو تڏهن رياڪارن وانگر نه ٿيو. اهي
عبادت‌خانن ۽ رستن جي چونڪن تي بيهي دعا گهرندا آهن ته جيئن
هر هڪ انهن کي ڏسي. آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته انهن کي پنهنجو
اجر ملي چڪو، ⑥ پر جڏهن اوهين دعا گهرو ته پنهنجي ڪمريءَ جا دروازا
بند ڪري پنهنجي پيءُ کان دعا گهرو، جيڪو ڳُجهه ۾ آهي. اوهان جو پيءُ
جيڪو اوهان جا ڳجها ڪم ڏسي ٿو سو اوهان کي ان جو اجر ڏيندو.
⑦ اوهين پنهنجي دعا ۾ اجايا گهڻا لفظ ڪم نه آڻيو، جيئن غير قومن وارا
ڪندا آهن، چوته هو سمجهن ٿا ته خدا انهن جون ڊگهيون دعائون گهرڻ
ڪري ٻڌندو. ⑧ سو انهن وانگر نه ٿيو، ڇالاءِجو اوهان جو پيءُ اڳ ۾ ئي
ڄاڻي ٿو ته اوهان کي ڇا گهرجي. ⑨ ته پوءِ هن ريت دعا گهرو:

'اي اسان جا بابا! تون جو آسمان ۾ آهين،
شل تنهنجو نالو پاڪ مڃيو وڃي،

---

٦:١ مت ٢٣:٥ ٦:٥ لو ١٨:١٠-١۴

⑩ ۽ تنهنجي بادشاهت اچي.
تنهنجي مرضي جيئن آسمان ۾ پوري ٿئي ٿي،
تيئن زمين تي به ٿئي.
⑪ اسان جي ڏهاڙيءَ جي ماني اڄ اسان کي ڏي.
⑫ اسان جا ڏوهه اسان کي ائين معاف ڪر،
جيئن اسين به پنهنجن ڏوهارين کي معاف ٿا ڪريون.
⑬ اسان کي آزمائش ۾ نه وجهه،
پر اسان کي بڇڙائيءَ کان بچاءِ.'[1]
⑭ ڇالاءِ جو جيڪڏهن اوهين ماڻهن کي پنهنجا ڏوهه بخشيندا ته اوهان جو
آسمان وارو پيءُ به اوهان کي پنهنجا ڏوهه بخشي ڇڏيندو.
⑮ پر جيڪڏهن اوهين ماڻهن جا ڏوهه نه بخشيندا ته اوهان جو آسمان
وارو پيءُ به اوهان جا ڏوهه ڪين بخشيندو."

## روزن بابت تعليم

⑯ "جڏهن اوهين روزا رکو ته رياڪارن وانگر منهن لٿل نه ٿيو ڇالاءِجو
اهي منهن لٿل جو ڏيکاءُ انهيءَ لاءِ ٿا ڪن ته جيئن ماڻهو ڏسن ته هنن
روزو رکيو آهي. آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته انهن کي پنهنجو اجر ملي
چڪو آهي. ⑰ پر جڏهن اوهين روزا رکو ته پنهنجي منهن کي ڌوئو ۽ مٿي
کي تيل مکي ڦڻي ڏيو، ⑱ ته جيئن ماڻهو اوهان کي روزيدار نه سمجهن،
پر اوهان جو پيءُ جو ڳجهه ۾ آهي ۽ جيڪو توهان جا ڳجها ڪم ڏسي
ٿو سو اوهان کي اجر ڏيندو."

## بهشتي خزانو

(لوقا ١٢:٣٣-٣٤)

⑲ "اوهين پنهنجي لاءِ خزانو هن دنيا ۾ گڏ نه ڪريو، جتي ڪينئان ۽

[1] معمول موجب ايماندار آيت جي آخر ۾ هي جملو چوندا آهن: "ڇالاءِجو بادشاهت،
قدرت ۽ جلال هميشه تنهنجا ئي آهن."

٦:١٤-١٥ مر ١١:٢٥-٢٦ ٦:١٩ يع ٥:٢-٣

ڪٽ ان کي تباهہ ڪن ٿا ۽ چور ڪاٽ هڻي چوري ڪن ٿا. ⑳ پر پنهنجو
خزانو بهشت ۾ گڏ ڪريو، جتي نہ ڪينئان ۽ نہ ڪٽ ڪيس تباهہ ڪري
سگهي ٿي ۽ نہ چور ڪاٽ هڻي چورائي سگهن ٿا. ㉑ ڇالاءِجو جتي اوهان
جو خزانو هوندو تہ اوهان جي دل بہ اتي ئي هوندي.“

## بدن جي روشني

(لوقا ١١:٣٤-٣٦)

㉒ ”اکيون بدن لاءِ ڏيئو آهن. سو جيڪڏهن اوهان جون اکيون نيڪ
آهن تہ سڄو بدن روشن هوندو. ㉓ پر جيڪڏهن توهان جون اکيون خراب
آهن تہ سڄو بدن اوندهہ ۾ غرق هوندو. سو جيڪا اوهان ۾ روشني آهي سا
جيڪڏهن اوندهہ هجي تہ اها ڪيڏي نہ وڏي اونداهي ٿي پوندي.“

## خدا ۽ ملڪيت

(لوقا ١٦:١٣، ١٢:٢٢-٣١)

㉔ ”ڪوبہ ماڻهو ٻن مالڪن جو نوڪر ٿي نہ ٿو سگهي. هو هڪڙي کان
نفرت تہ ٻئي سان محبت ڪندو يا هڪڙي سان وفا تہ ٻئي سان دغا ڪندو،
سو اوهين خدا ۽ دولت ٻنهي جي خدمت ڪري نہ ٿا سگهو.

㉕ تنهنڪري آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو تہ پنهنجي جان لاءِ ڳڻتي نہ ڪريو تہ
ڇا کائينداسين يا ڇا پيئنداسين ۽ نہ پنهنجي جسم لاءِ تہ ڇا پهرينداسين. ڇا
جان کاڌي کان ۽ جسم ڪپڙن کان وڌيڪ نہ آهي؟ ㉖ پکين تي غور ڪريو
جيڪي نہ پوکين نہ لڻين ۽ نہ ان پاڻدن ۾ انبار ڪن، تہ بہ اوهان جو آسمان وارو
پيءُ انهن کي کارائي ٿو. ڇا توهين انهن کان وڌيڪ درجو نہ ٿا رکو؟ ㉗ ڇا
اوهان مان ڪو ڳڻتين سان هڪڙو منٽ بہ حياتيءَ جو وڌائي سگهندو؟

㉘ اوهين ڪپڙن لاءِ ڇو ٿا ڳڻتي ڪريو؟ غور ڪريو تہ سوسن گل جا ٻوٽا
ڪيئن ٿا اپرن. اهي نڪي پورهيو ڪن ۽ نہ ڪتين. ㉙ پر آءٌ اوهان کي ٻڌايان
ٿو تہ سليمان کي باوجود ايڏي شان شوڪت جي انهن جهڙو هڪ بہ ويس
پهريل نہ هو. ㉚ جيڪڏهن جهنگلي گاهہ جيڪو اڄ آهي ۽ سڀاڻي ٻنيءَ ۾

٦:٢٩ ١.با ١٠:٤-٧، ٢.توا ٩:٣-٦

اڇلايو ويندو، تنهن کي به خدا ائين پهرائي ٿو، ته پوءِ اهو اوهان کي بهتر نه
پهرائيندو ڇا؟ اوهان جو ايمان ڪيڏو نه ڪمزور آهي! ⑪ سو اوهين ڳڻتي نه
ڪريو ته 'ڇا کائينداسين؟' يا 'ڇا پيئنداسين؟' يا 'ڇا پهريندا‌سين؟' ⑫ غير
قومون ئي ته انهن شين جون ڳولائو هونديون آهن. اوهان جو آسمان وارو پيءُ
ڄاڻي ٿو ته اوهان کي هي سڀ شيون گهرجن. ⑬ پر اوهين پهريائين آسمان
واري بادشاهت ۽ سندس سچائيءَ کي پنهنجي حياتيءَ ۾ ڳوليو ته هي سڀ
شيون به اوهان کي ملنديون. ⑭ سو اوهين سڀاڻي جي ڳڻتي نه ڪريو ڇالاءِجو
سڀاڻو پنهنجي لاءِ پاڻ ئي ڳڻتي ڪندو. اڄ جو ڏک اڄ لاءِ ڪافي آهي."

## ٻين کي ڏوهي نهرائڻ

(لوقا ٦:٣٧-٣٨، ٤١-٤٢)

① "ٻين کي ڏوهي نه نهرايو ته اوهان کي به ڏوهي نه نهرايو وڃي.
② ڇالاءِجو جيئن توهين ٻين کي ڏوهي نهرائيندا تيئن اهي به اوهان کي
ڏوهي نهرائيندا ۽ جيئن ٻين کي اوهين ماپي ڏيندا تيئن ساڳئي ماپي سان اوهان
کي به ماپجي ملندو. ③ توهين ڪنهن ٻئي جي اک جو ڪک ڇو ٿا ڏسو
۽ پنهنجي اک ۾ جو شهتير پيل اٿوَ ان جو خيال ڇو نه ٿا ڪريو؟ ④ توهين
ڪيئن ڪنهن کي چئي سگهو ٿا ته 'ادا، مون کي پنهنجي اک مان ڪک
ڪڍڻ ڏي،' جڏهن ته توهان جي اک ۾ شهتير پيل آهي؟ ⑤ اي رياڪارو!
توهين پهريائين پنهنجي اک مان شهتير ڪڍو ته پوءِ توهين پنهنجي ڀاءُ جي
اک جو ڪک چڱيءَ طرح ڏسي ڪڍي سگهندا.
⑥ پاڪ شيون ڪتن ڏانهن نه اڇلايو ۽ موتي سوئرن اڳيان ڦٽا نه ڪريو.
اهي ته رڳو انهن کي لتاڙي ڇڏيندا ۽ ڦري اوهان کي ڏاڙهيندا."

## گهرو، ڳوليو ۽ کڙڪايو

(لوقا ١١:٩-١٣)

⑦ "گهرو ته مليوَ، ڳوليو ته لهيوَ ۽ در کڙڪايو ته کليوَ. ⑧ ڇالاءِجو جيڪو
گهرندو آهي تنهن کي ملندو آهي، جيڪو ڳوليندو آهي، تنهن کان لبندو آهي

٧:٢ مر ٤:٢٤

ٻ جيڪو در ڪڙڪائيندو آهي تنهن لاءِ کلندو آهي. ⑨ چا اوهان منجهان اهڙو
ڪو پيءُ آهي جنهن کان سندس ٻار ماني گهري ته هو پٿر ڏئيس؟ ⑩ يا سندس
ٻار مڇي گهري ته نانگ ڏئيس؟ ⑪ جيڪڏهن اوهين باوجود بڇڙي هئڻ
جي پنهنجن ٻارن کي سٺيون شيون ڏيڻ ڄاڻو ٿا ته اوهان جو آسمان وارو پيءُ
ڪيتريون نه وڌيڪ سٺيون شيون انهن کي ڏيندو جيڪي هن کان گهرندا!
⑫ جهڙيءَ طرح اوهين چاهيو ٿا ته ماڻهو اوهان سان سلوڪ ڪن تهڙيءَ
طرح اوهين به ٻين سان سلوڪ ڪريو. اهو ئي موسيٰ جي شريعت ۽ نبين
جي تعليم جو نچوڙ آهي."

## سوڙهو دروازو

(لوقا ١٣:٢٤)

⑬ "اوهين سوڙهي در مان اندر داخل ٿيو ڇالاءِجو جيڪو در ۽ رستو
برباديءَ ڏانهن وڃي ٿو سو ويڪرو ۽ ڪشادو آهي ۽ ان مان اندر گهڙڻ وارا
گهڻائي آهن. ⑭ پر اهو در سوڙهو آهي ۽ اهو رستو تنگ آهي جيڪو زندگيءَ
ڏانهن وڃي ٿو ۽ جن کان اهو لڀي ٿو سي ٿورا آهن."

## جهڙو وڻ تهڙو ميوو

(لوقا ٦:٤٣-٤٤)

⑮ "انهن نبي سڏائيندڙن کان هوشيار ٿجو، جيڪي حقيقي نبي نه آهن،
ڇالاءِجو اهي اوهان وٽ رڍن جي روپ ۾ اچن ٿا پر اندر ۾ اهي ڦاڙهيندڙ
بگهڙ آهن. ⑯ اوهين انهن کي سندن عملن مان سڃاڻي وٺندا. ڇالاءِجو ٻيرن
مان ٻير نه ملندا آهن ۽ نڪي اڪن مان انب. ⑰ اهڙيءَ طرح سٺو وڻ ميوو به
سٺو ڏئي ٿو ۽ خراب وڻ ميوو به خراب ڏئي ٿو. ⑱ سٺو وڻ خراب ميوو ڏيئي نه
ٿو سگهي ۽ نڪي خراب وڻ سٺو ميوو ڏيئي سگهي ٿو. ⑲ جيڪو وڻ سٺو
ميوو نه ٿو ڏئي سو وڍي باهه ۾ وجهبو آهي. ⑳ تنهنڪري اوهين انهن نبي
سڏائيندڙن کي سندن عملن مان سڃاڻي سگهندا."

---

٧:١٢ لو ٦:٣١    ٧:١٩ مت ٣:١٠، لو ٣:٩    ٧:٢٠ مت ١٢:٣٣

## آءٌ اوهان کي اصل نہ ٿو سڃاڻان

(لوقا ١٣:٢٥-٢٧)

(٢١) "جيڪي مون کي 'اي خداوند! اي خداوند!' ڪري سڏين ٿا تن
مان سيڪو آسمان واري بادشاهت ۾ داخل ٿي نہ سگهندو. پر رڳو اهي
داخل ٿيندا جيڪي منهنجي آسمان واري پيءُ جي مرضيءَ موجب هلن ٿا.
(٢٢) قيامت جي ڏينهن گهڻا ئي چوندا تہ 'اي خداوند! اي خداوند! اسان
تنهنجي نالي تي اڳڪٿيون نہ ڪيون ڇا؟ اسان تنهنجي نالي تي ڀوت نہ
ڪڍيا ڇا؟ اسان تنهنجي نالي تي ڪيترائي معجزا نہ ڪيا ڇا؟' (٢٣) پر آءٌ
کين صاف جواب ڏيئي چوندس تہ 'آءٌ اوهان کي اصل نہ ٿو سڃاڻان. اي
بدڪارو! مون وٽان هليا وڃو.'"

## ٻن گهرن جي اڏاوت

(لوقا ٦:٤٧-٤٩)

(٢٤) "تنهنڪري جيڪو بہ منهنجو هي ڪلام ٻڌي ان تي عمل ڪري
تہ سو اهڙي سياڻي ماڻهوءَ مثل آهي جنهن پنهنجو گهر ٽڪر تي اڏايو.
(٢٥) جيتوڻيڪ مينهن ان تي لاٿان ڪيو، درياءَ ٻوڙيس ۽ طوفان سخت ستون
ڏنس پر اهو نہ ڪريو، ڇالاءِجو اهو ٽڪر تي اڏيل هو. (٢٦) پر جيڪو بہ ماڻهو
منهنجو هي ڪلام ٻڌي ان تي عمل نہ ٿو ڪري، سو اهڙي اياڻي مثل آهي
جنهن پنهنجو گهر واريءَ تي اڏايو. (٢٧) ان گهر تي مينهن لاٿان ڪيو، درياءَ
ٻوڙيس ۽ طوفان سخت ستون ڏنس تہ گهر ڪري پيو ۽ تباهہ ٿي ويو."

## عيسيٰ جي اختياري

(٢٨) جڏهن عيسيٰ هي ڳالهيون چئي چڪو تڏهن ميڙ هن جي تعليم تي
حيران ٿي ويا، (٢٩) ڇالاءِجو هن شريعت جي عالمن وانگر نہ ٿي سيکاريو پر
ائين پئي سيکاريو جيئن ڪو اختياريءَ وارو سيکاري.

٧:٢٣ زب ٦:٨ ٧:٢٨-٢٩ مر ١:٢٢، لو ٤:٣٢

## ڪوڙهہ جھڙي مرض واري کي شفا ڏيڻ

(مرقس ١:٤٠-٤٥، لوقا ٥:١٢-١٦)

٨ (١) جڏهن عيسيٰ ٽڪر تان هيٺ لٿو تہ وڏا ميڙ هن جي پٺيان هلڻ لڳا.
(٢) ايتري ۾ هڪڙو ڪوڙهہ جھڙي مرض وارو عيسيٰ وٽ آيو، جنهن
کيس سجدو ڪري چيو تہ ”اي سائين! جيڪڏهن اوهين چاهيو تہ مون
کي چٽائي پاڪ صاف ڪري سگهو ٿا.“ (٣) تنهن تي عيسيٰ پنهنجو هٿ
ڊگهيريو ۽ کيس لائيندي چيائين تہ ”آءٌ چاهيان ٿو تہ تون چٽي پاڪ صاف
ٿيءُ.“ تڏهن هڪدم هن جو ڪوڙهہ جھڙو مرض لهي ويو. (٤) پوءِ عيسيٰ هن
کي چيو تہ ”ٻڌ، متان ڪنهن کي اها ڳالهہ ٻڌائين. پر سڌو وڃي ڪاهن کي
پاڻ ڏيکار ۽ موسيٰ جي شريعت موجب پنهنجي پاڪ ٿيڻ لاءِ قرباني ڪج، تہ
جيئن هر ڪنهن لاءِ شاهدي ٿئي تہ تون هاڻي چٽي پاڪ صاف ٿيو آهين.“

## فوجي صوبيدار جي نوڪر کي شفا ڏيڻ

(لوقا ٧:١-١٠)

(٥) جڏهن عيسيٰ ڪفرناحوم ۾ داخل ٿيو تہ وٽس هڪ فوجي صوبيدار
اچي منٿ ڪري چيس تہ (٦) ”سائين! منهنجو نوڪر اڌرنگي جي بيماريءَ ۾
گهر ۾ پيو آهي ۽ ڏاڍا عذاب پيو سهي.“ (٧) تنهن تي عيسيٰ چيس تہ ”آءٌ
گهر هلي هن کي چڱو ڀلو ڪندس.“ (٨) تڏهن فوجي صوبيدار عرض ڪيو
تہ ”سائين! آءٌ انهيءَ لائق نہ آهيان جو اوهين منهنجي جهوپڙيءَ ۾ اچو. رڳو
حڪم ڪريو تہ منهنجو نوڪر خوش ٿي پوندو. (٩) آءٌ ٻين جو زيردست آهيان
۽ منهنجي هيٺان بہ سپاهي آهن. جيڪڏهن ڪنهن کي چوان ’وڃ،‘ تہ هو
ويندو ۽ ڪنهن کي چوان ’اچ،‘ تہ هو ايندو ۽ جي نوڪر کي چوان تہ ’هي
ڪم ڪر،‘ تہ هو ڪندو.“ (١٠) عيسيٰ اهو ٻڌي هن تي عجب کائڻ لڳو ۽
جيڪي سندس پٺيان آيا پئي تن کي چوڻ لڳو تہ ”آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو تہ
مون کي هن جھڙو ايمان بني اسرائيل ۾ ڪنهن ۾ بہ نظر نہ آيو. (١١) آءٌ اوهان
کي ٻڌايان تہ ڪيترائي اڀرندي ۽ الهندي کان ايندا ۽ آسمان واري بادشاهت ۾

٨:٤ لاو ١٤:١-٣٢    ٨:١١ لو ١٣:٢٩

ابراهيم ۽ اسحاق ۽ يعقوب سان اچي دسترخوان تي گڏ ويهندا. (١٢) پر جيڪي
بادشاهت جا ٻار آهن تن کي ٻاهر اونداهيءَ ۾ اڇلايو ويندو، جتي هو رڙيون
ڪندا ۽ ڏند ڪرٽيندا.“ (١٣) پوءِ عيسيٰ فوجي صوبيدار کي چيو ته ”گهر
وڃ، جيئن تون يقين ڪرين ٿو تيئن ئي تو لاءِ ڪيو ويندو.“ انهيءَ گهڙيءَ
ئي صوبيدار جو نوڪر چڱو ڀلو ٿي پيو.

## گهڻن ماڻهن کي شفا ڏيڻ

(مرقس ١:٢٩-٣٤، لوقا ٤:٣٨-٤١)

(١٤) عيسيٰ جڏهن پطرس جي گهر ويو ته اتي ڏٺائين ته هن جي سس بخار
۾ بستري تي بيمار پئي هئي. (١٥) عيسيٰ کيس هٿ لاتو ته سندس بخار ويندو
رهيو. هوءَ اٿي ويٺي ۽ سندس خدمت چاڪري ڪرڻ لڳي.
(١٦) جڏهن سانجهي ٿي ته ماڻهو عيسيٰ وٽ ڪيترن ئي ڀوتن ورتلن کي
وٺي آيا. هن هڪڙي لفظ سان انهن ڀوتن کي ڪڍي ڇڏيو ۽ سڀني بيمارن
کي چڱو ڀلو ڪري ڇڏيائين. (١٧) هن اهو ڪم ڪري يسعياه نبيءَ جي ان
قول کي سچو ثابت ڪري ڏيکاريو ته ”هن پاڻ اسان جون بيماريون ورتيون
۽ اسان جا مرض پنهنجي سر تي کنيا.“

## عيسيٰ جا پوئلڳ ڪير؟

(لوقا ٩:٥٧-٦٢)

(١٨) عيسيٰ ڏٺو ته ميڙ ويڙهي ويو آهي، سو هن پنهنجن شاگردن کي چيو ته
”ڍنڍ جي هن پر هلو.“ (١٩) هڪ شريعت جو عالم عيسيٰ وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو
ته ”اي استاد! جيڏانهن اوهين ويندا اوڏانهن آءٌ به اوهان جي پٺيان هلندس.“
(٢٠) عيسيٰ کيس جواب ڏنو ته ”لومڙين کي ڏريون ۽ پکين کي آکيرا آهن، پر
ابن‌آدم کي اها جاءِ به ڪانهي جتي مٿو لڪائي آرام ڪري.“ (٢١) ٻيو ماڻهو،
جو سندس شاگرد هو، تنهن چيس ته ”سائين! مون کي تيستائين موڪل
ڏيو جيستائين منهنجو پيءُ دفن ٿئي.“ (٢٢) تنهن تي عيسيٰ چيس ته ”منهنجي
پويان اچ ۽ ڇڏ ته ڀلي مُڙدا وڃي مُڙدن کي دفنائين.“

---

١٢:٨ مت ٢٢:١٣، ٢٥:٣٠، لو ١٣:٢٨   ١٧:٨ يس ٥٣:٤

## عيسيٰ جو طوفان بند ڪرڻ

(مرقس ٤:٣٥-٤١، لوقا ٨:٢٢-٢٥)

(٢٣) عيسيٰ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي ويٺو ۽ سندس شاگرد به ساڻس گڏ هليا. (٢٤) اوچتو
ڍنڍ ۾ هڪ زبردست طوفان لڳو جو لهرين ٻيڙيءَ کي ڍڪي ڇڏيو پر عيسيٰ
اگهور ننڊ ۾ هو. (٢٥) شاگرد وٽس آيا ۽ جاڳائي چيائونس ته ”اي سائين! اسان
کي بچايو جو اسين هاڻي ته ٻڏڻ تي آهيون.“ (٢٦) تنهن تي عيسيٰ وراڻيو ته
”اوهين ايترا ڊنل ڇو آهيو؟ ڇا اوهان جو ايمان ايترو ئي آهي؟“ هو اٿيو ۽
هوا ۽ لهرين کي ڇنڀيائين ته بلڪل ٺاپر ٿي ويئي. (٢٧) اهي عجب ۾ پئجي
ويا ۽ چوڻ لڳا ته ”هي ڪهڙي قسم جو ماڻهو آهي جو هوا ۽ پاڻيءَ کي به
حڪم ٿو ڪري ته اهي به مڃينس ٿا.“

## ڀوتن ورتل ٻن ماڻهن کي شفا ڏيڻ

(مرقس ٥:١-٢٠، لوقا ٨:٢٦-٣٩)

(٢٨) پوءِ عيسيٰ ڍنڍ جي ٻئي پر گراسينين جي علائقي ۾ آيو ته اتي به ڄڻا
قبرستان مان نڪري اچي ساڻس مليا. اهي ٻئي اهڙي قسم جي ڀوتن سان
ورتل هئا جو ڪوبه ماڻهو انهيءَ رستي سان لنگهي نه سگهندو هو. (٢٩) ڏسڻ
سان هو رڙيون ڪري چوڻ لڳا ته ”اي ابن خدا! تنهنجو اسان سان ڪهڙو
واسطو آهي؟ ڇا تون وقت کان اڳي اسان کي عذاب ڏيڻ آيو آهين؟“
(٣٠) ويجهو ئي هڪ سوئرن جو ڌڻ چري رهيو هو. (٣١) ڀوتن عيسيٰ کي منٿ
ڪئي ته ”جيڪڏهن اوهين اسان کي ڪڍو ٿا ته اسان کي موڪل ڏيو ته
سوئرن جي ڌڻ ۾ وڃون.“ (٣٢) تنهن تي عيسيٰ انهن کي چيو ته ”ڀلي وڃو.“
تڏهن اهي نڪري وڃي سوئرن ۾ گهڙي ويا ته سڄو ڌڻ لاهيءَ تان هيٺ
ڊوڪيندو وڃي ڍنڍ ۾ پيو ۽ ٻڏي مري ويو. (٣٣) ڌڻ چارڻ وارا اهو ڏسي
شهر ڏانهن ڀڳا ۽ جن ۾ ڀوت هئا تن جو سمورو احوال ڪري ٻڌايائون.
(٣٤) تنهن تي سڄو شهر عيسيٰ سان ملڻ لاءِ ٻاهر نڪري آيو. جڏهن هن
کي ڏٺائون ته منٿ ڪري چوڻ لڳس ته ”سائين! مهرباني ڪري اسان
جي علائقي مان هليا وڃو.“

## اڌرنگيءَ کي شفا ڏيڻ

(مرقس ۲:۱-۱۲؛ لوقا ۵:۱۷-۲۶)

۹ ① عيسيٰ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي ڍنڍ پار ڪري پنهنجي ڳوٺ ڪفرناحوم موٽي
آيو. ② ڪن ماڻهن وٽس هڪ اڌرنگي جي بيماريءَ وارو ماڻهو کٽولي تي
کڻي آندو. عيسيٰ ڏٺو ته هنن جو ڪيڏو نه ايمان آهي! سو اڌرنگي واري کي
چيائين ته ”پٽ، دلجاءِ ڪر، تنهنجا گناهه بخشجي ويا.“ ③ تنهن تي ڪي
شريعت جا عالم سوچڻ لڳا ته ”هي ماڻهو ته ڪفر ٿو بڪي.“ ④ عيسيٰ
سمجهي ويو ته هو ڇا سوچي رهيا آهن، سو کين چيائين ته ”اوهين اهڙيون
خراب ڳالهيون ڇو ٿا سوچيو؟ ⑤ ڇا اهو سولو آهي جو هن ماڻهوءَ کي چئجي
ته ’تنهنجا گناهه بخشجي ويا،‘ يا کيس چئجي ته ’اٿ ۽ گهمُ ڦرُ‘؟ ⑥ پر
آءٌ اوهان تي ثابت ڪندس ته ابن‌آدم کي دنيا ۾ ماڻهن جي گناهه بخشڻ
جي اختياري مليل آهي.“ سو اڌرنگيءَ کي چيائين ته ”اٿ، پنهنجو کٽولو
کڻ ۽ گهر هليو وڃ.“ ⑦ اهو ماڻهو اٿيو ۽ گهر ڏانهن روانو ٿيو. ⑧ جڏهن
ماڻهن هي ڏٺو ته عجب ۾ پئجي ويا ۽ خدا جي واکاڻ ڪرڻ لڳا جو هن
انسان کي ڪڏي نه طاقت ڏني آهي!

## متيءَ کي سڏڻ

(مرقس ۲:۱۳-۱۷؛ لوقا ۵:۲۷-۳۲)

⑨ عيسيٰ اتان روانو ٿيو ۽ رستي سان هلندي هن متيءَ نالي هڪ شخص
کي پنهنجي محصولي اڏي تي ويٺل ڏٺو. عيسيٰ هن کي سڏي چيو ته
”منهنجي پٺيان هل.“ تنهن تي متي اٿيو ۽ سندس پٺيان هلڻ لڳو.
⑩ عيسيٰ متيءَ جي گهر ۾ دسترخوان تي ويٺو هو ته ڪيئي محصول
اڳاڙيندڙ ۽ گنهگار آيا، جيڪي عيسيٰ ۽ سندس شاگردن سان اچي گڏ ويٺا.
⑪ جڏهن فريسين اها ڳالهه ڏٺي ته انهن عيسيٰ جي شاگردن کي چيو ته
”اوهان جو استاد محصول اڳاڙيندڙن ۽ گنهگارن سان گڏ ڇو ٿو کائي؟“
⑫ عيسيٰ هي ٻڌي ورتو ۽ چيائين ته ”تندرستن کي طبيب جي گهرج نه

۹:۱۰-۱۱ لو ۱۵:۱-۲

هوندي آهي، پر بيمارن کي هوندي آهي. ⑬وڃو ۽ وڃي سمجهو ته هن
لکت جي معنيٰ ڇا آهي ته ’مون کي جانورن جي قرباني نه گهرجي پر رحم
کپي،‘ ڇالاءِجو آءٌ نيڪن کي نه پر گنهگارن کي سڏڻ لاءِ آيو آهيان.“

## روزن بابت سوال

(مرقس ٢:١٨-٢٢، لوقا ٥:٣٣-٣٩)

⑭پوءِ عيسيٰ وٽ يحيٰ بپتسما ڏيڻ واري جا شاگرد آيا ۽ چيائونس ته
”اسين ۽ فريسي ته اڪثر روزا رکون ٿا، پر اوهان جا شاگرد روزا ڇو نه ٿا
رکن؟“ ⑮تنهن تي عيسيٰ وراڻين ته ”جيستائين گهوٽ ڄاڃين سان گڏ آهي
تيستائين هو ڪي غمگين رهندا ڇا؟ پر ڪو وقت ايندو جڏهن گهوٽ انهن
کان جدا ڪيو ويندو ته ان وقت هو به روزا رکندا.
⑯ڪو به ماڻهو پراڻي پهراڻ کي نئين ڪپڙي جي چتي نه ٿو هڻي. ائين
ڪندو ته نئين چتي پهراڻ کي ڦاڙي اڃا به وڌو انگهه ڪري وجهندي. ⑰نه
وري ڪو به تازي مئي پراڻن سانڌارن ۾ ٿو پري، جيڪڏهن ائين ڪندو ته
سانڌارا ڦاٽي پوندا، مئي هارجي ويندي ۽ سانڌارا به زيان ٿيندا. تنهنڪري
تازي مئي نون سانڌارن ۾ وجهبي آهي ته جيئن ٻيئي سلامت رهن.“

## سردار جي ڌيءَ کي جيئرو ڪرڻ ۽ هڪ عورت کي شفا ڏيڻ

(مرقس ٥:٢١-٤٣، لوقا ٨:٤٠-٥٦)

⑱جڏهن عيسيٰ انهن کي هي چئي رهيو هو تڏهن يهودين جي مقامي
عبادتخاني جو هڪڙو سردار وٽس آيو ۽ سجدو ڪري چيائين ته ”هينئر ئي
منهنجي ڌيءَ مُئي آهي، پر هلي هٿ لائيندوس ته هوءَ جيئري ٿي پوندي.“
⑲تڏهن عيسيٰ اٿيو ۽ شاگردن سميت هن سان گڏجي هليو.
⑳وٽ تي ڪا عورت هئي جنهن کي ٻارهن سالن کان رت پيو ايندو
هو. هوءَ عيسيٰ جي پٺيان آئي ۽ اچي سندس ڪپڙن جي پلوَ کي هٿ
لاتائين. ㉑دل ۾ چيائين ته ”جيڪڏهن رڳو ڪپڙن کي به هٿ لڳو ته
چڱي ڀلي ٿي پونديس.“ ㉒عيسيٰ ڦري انهيءَ عورت کي ڏٺو ۽ چيائين ته

٩:١٣ مت ١٢:٧، هوس ٦:٦

"دلجاءِ ڪر ڏيءُ. تنهنجي ايمان تو کي ڇٽايو آهي." انهيءَ ئي وقت اها
عورت چڱي ڀلي ٿي پيئي.
۲۳ پوءِ عيسيٰ سردار جي گهر پهتو ۽ ڏٺائين ته جنازي تي ماتمي ساز پيا
وڄن ۽ ماڻهن جو گوڙ لڳو پيو آهي. ۲۴ تنهن تي هن چيو ته "سڀ هليا وڃو،
ڇوڪري مئي ڪانه آهي پر هوءَ ننڊ پيئي آهي." ۲۵ سڀيئي ان تي ٺٺوليون
ڪرڻ لڳا. ماڻهن جي ٻاهر نڪرڻ شرط عيسيٰ ڪمري ۾ ويو ۽ ڇوڪريءَ
جي هٿ کان ورتائين ته هوءَ اُٿي ويٺي. ۲۶ هن واقعي جي خبر انهيءَ علائقي
جي ڪنڊڪڙڇ ۾ پکڙجي ويئي.

## ٻن انڌن کي سڄو ڪرڻ

۲۷ جڏهن عيسيٰ ان جاءِ تان اڳتي وڌيو ته ٻه انڌا ماڻهو سندس پٺيان
آيا ۽ رڙ ڪري چيائونس ته "اي ابن دائود! اسان تي ڪو رحم ڪريو."
۲۸ پوءِ عيسيٰ هڪ گهر ۾ آيو ته اهي انڌا به وٽس آيا ۽ هن پڇين ته "ڇا
اوهان کي يقين آهي ته هي ڪم آءٌ ڪري سگهان ٿو؟" تنهن تي انهن
جواب ڏنو ته "هائو سائين." ۲۹ عيسيٰ انهن جي اکين کي هٿ لاتو ۽
چيائين ته "ائين ئي ٿئي جيئن توهان جو ايمان آهي." ۳۰ تڏهن انهن جي
ديد موٽي آئي. پوءِ کين سختيءَ سان تاڪيد ڪيائين ته "متان اها ڳالهه
ڪنهن کي ٻڌايو." ۳۱ پر انهن وڃي علائقي جي ڪنڊڪڙڇ ۾ عيسيٰ
جون ڳالهيون پکيڙي ڇڏيون.

## هڪ گونگي کي شفا ڏيڻ

۳۲ جيئن ئي اهي ٻيئي ٻاهر نڪرن پيا ته ڪي ماڻهو هڪ اهڙو شخص
عيسيٰ وٽ وٺي آيا جيڪو ڳالهائي نه ٿي سگهيو، ڇاڪاڻ ته ان ۾ هڪ ڀوت
هو. ۳۳ ڀوت جي نڪرڻ شرط ماڻهوءَ ڳالهائڻ شروع ڪيو ته خلق عجب ۾
پئجي ويئي ۽ چوڻ لڳي ته "بني اسرائيل ۾ اسان اڳي ائين ٿيندي ڪونه
ڏٺو آهي." ۳۴ پر فريسي چوڻ لڳا ته "هو ڀوتن جي سردار جي مدد سان
ماڻهن مان ڀوت ڪڍي ٿو."

---

۹:۳۴ مت ۱۰:۲۵، ۱۲:۲۴، مر ۳:۲۲، لو ۱۱:۱۵

## عيسيٰ جو ماڻهن تي رحم ڪرڻ

۳۵ پوءِ عيسيٰ چوطرف شهرن ۽ ڳوٺن ۾ گهمندو رهيو. اُتي هو سندن
عبادتخانن ۾ ماڻهن کي تعليم ڏيندو، بادشاهت جي خوشخبريءَ جي
منادي ڪندو ۽ هر قسم جي مرضن ۽ بيمارين کان شفا ڏيندو رهيو. ۳٦ هن
جڏهن ميڙ ڏٺا ته سندس دل رحم سان پرجي ويئي، ڇاڪاڻ ته هو ائين
ڏکويل ۽ بيسهارا هئا جيئن رڍون ريڍار کان سواءِ هجن. ۳۷ تنهنڪري
پنهنجن شاگردن کي چيائين ته ”فصل ته ڏاڍو پلو ٿيو آهي پر ان کي لڻندڙ
ٿورا آهن. ۳۸ تنهنڪري فصل جي مالڪ کي عرض ڪريو ته لاباري لاءِ
ماڻهو ڏياري موڪلي.“

## ٻارهن رسول

(مرقس ۳:۱۳–۱۹، لوقا ٦:۱۲–۱٦)

**۱۰** ۱ عيسيٰ پنهنجن ٻارهن شاگردن کي پاڻ وٽ سڏي گڏ ڪيو ۽
کين اختياري ڏنائين ته ڀوتن کي ڪڍين ۽ هر قسم جي بيماري
۽ مرض کان شفا ڏين. ۲ انهن ٻارهن رسولن جا نالا هي آهن: پهريون
شمعون جنهن کي پطرس ڪري سڏيندا آهن ۽ سندس ڀاءُ اندرياس، يعقوب
۽ سندس ڀاءُ يوحنا، جيڪي زبديءَ جا پٽ هئا، ۳ فلپس ۽ برٿلمئي، توما ۽
متي محصول اڳاڙيندڙ، حلفيءَ جو پٽ يعقوب ۽ ٿدئي، ۴ شمعون قومپرست
۽ يهوداه اسڪريوتي جنهن بعد ۾ دغا ڪري عيسيٰ کي پڪڙايو.

## ٻارهن رسولن کي موڪلڻ

(مرقس ٦:۷–۱۳، لوقا ۹:۱–٦)

۵ عيسيٰ هنن ٻارهن رسولن کي هيٺين هدايتن سان روانو ڪيو ته ”ڪنهن
به غير قوم جي علائقي ڏانهن يا سامرين جي شهرن ۾ نه وڃجو، ٦ پر
بني اسرائيل جي گهراڻي جون جيڪي رڍون گمراهه ٿي ويون آهن تن وٽ

---

**۹:۳۵** مت ۴:۲۳، مر ۱:۳۹، لو ۴:۴۴ **۹:۳٦** ڳا ۲۷:۱۷، ۱.با ۲۲:۱۷، ۲.توا
۱۸:۱٦، حز ۳۴:۵، مر ٦:۳۴ **۹:۳۷–۳۸** لو ۱۰:۲

وڃجو. ⑦ جتان جتان لنگهو ته اهو اعلان ڪندا وڃجو ته ’آسمان واري
بادشاهت ويجهي آئي آهي.‘ ⑧ بيمارن کي شفا ڏجو ۽ مئلن کي جيئارجو،
ڪوڙهه جهڙي مرض وارن کي پاڪ صاف ڪجو ۽ ماڻهن مان ڀوت ڪڍجو.
اوهان کي مفت ۾ مليو آهي تنهنڪري اوهين به مفت ۾ ڏجو. ⑨ ڪيسي
۾ پاڻ سان سون، چانديءَ يا ٽامي جو ڪوبه سڪو نه کڻجو، ⑩ سفر ۾
پاڻ سان ٻاچڪو يا ٻيو پهراڻ يا بوٽ يا لٺ نه کڻجو. مزور کي جيڪي
گهربو سو کيس ملندو.

⑪ جڏهن اوهين ڪنهن شهر يا ڳوٺ ۾ وڃو ته جاچ ڪجو ته اهڙو
ڪو آهي جو اوهان جو آدرڀاءُ ڪري ته پوءِ ونس ايستائين ٽڪجو جيستائين
اُن شهر مان روانا نه ٿيو. ⑫ جڏهن ڪنهن گهر ۾ وڃو ته سلام ڪجو.
⑬ جيڪڏهن گهر جي مالڪن سلام وراڻيو ته اوهان جو مٿن سلام رهندو،
پر جيڪڏهن نه ورائيندا ته اوهان جو سلام اوهان ڏانهن موٽي ايندو.
⑭ جيڪڏهن ڪو گهر يا شهر اوهان جو آدرڀاءُ نه ڪري يا اوهان جي
ڳالهه نه ٻڌي، ته پوءِ اها جاءِ ڇڏجو ۽ پنهنجي [1]پيرن جي مٽي اُتي ڇنڊي
ڇڏجو. ⑮ آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته آخرت جي ڏينهن اهو شهر سدوم
۽ عموراه جي شهرن کان وڌيڪ ڀوڳيندو.“

## اڇڻ واري مصيبت

(مرقس ١٣:٩-١٣، لوقا ٢١:١٢-١٧)

⑯ ”ڏسو، آءٌ اوهان کي ڇڙ ته رڍن وانگر بگهڙن منجهه موڪليان ٿو
تنهنڪري اوهين نانگن وانگر چالاڪ ۽ ڪبوترن وانگر بيضرر ٿجو. ⑰ پر
انهن ماڻهن کان هوشيار ٿجو، ڇالاءِجو اهي اوهان کي گرفتار ڪري ڪورٽن
جي حوالي ڪندا ۽ پنهنجن عبادتخانن ۾ اوهان کي چهبڪ هڻندا.
⑱ اوهان کي منهنجي ڪري حاڪمن ۽ بادشاهن اڳيان پيش ڪيو ويندو

[1] پيرن جي مٽي اُتي ڇنڊي ڇڏجو: انهيءَ دور جي هڪ رسم، جنهن مان مراد ڪنهن ڳالهه کي رد ڪرڻ جي صورت ۾ ساري ذميواري سندن مٿان هجڻ جو اظهار ڪرڻ آهي.

١٠:٧-١٥ لو ١٠:٤-١٢ ١٠:١٠ ١.ڪر ٩:١٤، ١.تم ٥:١٨ ١٠:١٤ رس ١٣:٥١
١٠:١٥ مت ١١:٢٤، پيد ١٩:٢٤-٢٨ ١٠:١٦ لو ١٠:٣ ١٠:١٧-٢٠ لو ١٢:١١-١٢

چوته اوهين انهن غير قومن کي خوشخبري ٻڌائيندا. ⑲ پر جڏهن هو اوهان
کي گرفتار ڪرائين تڏهن اها ڳڻتي نه ڪجو ته اوهان کي ڪهڙو جواب ڏيڻو
آهي. جيڪي اوهان کي چوڻو هوندو ته اهو انهيءَ مهل پاڻهي اوهان کي ٻڌايو
ويندو، ⑳ ڇالاءِجو جيڪي لفظ اوهين ڳالهائيندا سي اوهان جا نه هوندا پر
اوهان جي پيءُ جو روح اوهان جي وسيلي ڳالهائيندو.
㉑ ڀاءُ ڀاءُ کي مارائڻ لاءِ گرفتار ڪرائيندو، پيءُ پنهنجي ٻار کي مارائڻ لاءِ
گرفتار ڪرائيندو ۽ ٻار پنهنجي ماءُپيءُ کان ڦري ويندا ۽ هنن کي مارائڻ لاءِ
گرفتار ڪرائيندا. ㉒ منهنجي نالي جي ڪري سيڪو اوهان کي ڌڪاريندو،
پر اوهان مان جيڪو توڙ تائين نڀائيندو اهو ئي ڇوٽڪارو حاصل ڪندو.
㉓ جڏهن اُهي اوهان کي ڪنهن شهر ۾ ستائين ته ٻئي شهر ڏانهن هليا
وڃجو. آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته اوهين سڀني اسرائيل جي شهرن ۾ پنهنجو
ڪم ختم ئي نه ڪندا ته ابن‌آدم اچي سهڙندو.
㉔ ڪوبه شاگرد پنهنجي استاد کان مٿي نه آهي ۽ نه وري ڪو غلام
پنهنجي مالڪ کان. ㉕ شاگرد لاءِ اهو سٺو آهي ته هو پنهنجي استاد سان
هر حال ۾ شامل رهي ۽ غلام لاءِ ته پنهنجي مالڪ سان. جيڪڏهن گهر
جي مالڪ کي ئي بعل‌زبول ڪري سڏيو وڃي ته سندس گهر جي ڀاتين کي
ته ان کان به وڌيڪ بدتر ڪري سڏيندا.“

## ڊڄو، پر ڪنهن کان؟

(لوقا ١٢:٢–٧)

㉖ ”تنهنڪري انهن کان نه ڊڄو. ڇالاءِجو اهڙي ڪابه شيءِ ڍڪيل نه
آهي جا پڌري نه ٿيندي ۽ اهڙي ڪابه لڪل نه آهي جا ظاهر نه ٿيندي.
㉗ جو هينئر آءٌ اوهان کي اونداهيءَ ۾ ٻڌايان ٿو سو اوهين روز روشن ۾ ٻڌائجو.
جيڪو اوهين سس‌پس ۾ ٻڌو ٿا اهو وڏي واڪي ڪوٺن تان پڪارجو.
㉘ انهن کان نه ڊڄو، جيڪي رڳو جسم کي مارين ٿا پر روح کي نه ٿا
ماري سگهن. تنهنڪري خدا کان ڊڄو، جيڪو ٻنهي يعني جسم ۽ روح

١٠:٢٢ مت ٢٤:٩، ١٣ ١٠:٢٤ لو ٦:٤٠، يو ١٣:١٦، ١٥:٢٠
١٠:٢٥ مت ٩:٣٤، ١٢:٢٤، مر ٣:٢٢، لو ١١:١٥ ١٠:٢٦ مر ٤:٢٢، لو ٨:١٧

ڪي ماري جهنم ۾ وجهي سگهي ٿو. ⑳ اوهين هڪ ننڍڙي سڪي ۾ ٻه
جهرڪيون نه خريد ڪري سگهو ٿا ۽ پر انهن مان هڪڙي به اوهان جي پيءُ
جي مرضيءَ کان سواءِ زمين تي نه ٿي ڪري. ⑳ اوهان جي متي جا نه وار به
ڳڻيل آهن. ⑳ سو اوهان ڪي ڊڄڻ نه گهرجي ڇاڪاڻ‌ته اوهان جي قيمت
ڪيترين ئي جهرڪين کان وڌيڪ آهي.“

## مسيح کي قبولڻ ۽ نه قبولڻ جو نتيجو

(لوقا ١٢:٨-٩)

⑳ ”جيڪو مون کي ماڻهن جي اڳيان پڌري پٽ قبوليندو، ته آءٌ به اُن
ڪي پنهنجي آسمان واري پيءُ جي اڳيان قبول ڪندس. ⑳ پر جيڪو ماڻهن
جي اڳيان مون کي قبول نه ڪندو، تنهن کي آءٌ به پنهنجي آسمان واري
پيءُ جي اڳيان قبول نه ڪندس.“

## صلح نه، پر جنگ

(لوقا ١٢:٥١-٥٣، ١٤:٢٦-٢٧)

⑳ ”ائين نه سمجهو ته آءٌ دنيا ۾ صلح ڪرائڻ آيو آهيان. منهنجي ڪري
صلح نه پر ترار هلندي. ⑳ ڇالاءِجو منهنجي اچڻ ڪري پٽ پيءُ جي خلاف
ٿيندو، ڌيءَ ماءُ جي خلاف ۽ نُنهن سس جي خلاف ٿيندي، ⑳ ۽ ماڻهوءَ جا
دشمن خود سندس گهر جا ڀاتي ٿيندا.
⑳ جيڪو مون کان وڌيڪ پنهنجي پيءُ يا ماءُ سان پيار ڪري ٿو، اهو
منهنجي لائق نه آهي ۽ جيڪو پنهنجي ڌيءَ يا پٽ سان مون کان وڌيڪ
پيار ڪري ٿو سو به منهنجي لائق نه آهي. ⑳ جيڪو پنهنجو صليب کڻي
منهنجي پٺيان نه ٿو هلي، سو منهنجي لائق نه آهي. ⑳ جيڪو پنهنجي جان
بچائڻ جي ڪوشش ڪندو سو اُها وڃائيندو ۽ جيڪو منهنجي لاءِ پنهنجي
جان وڃائيندو سو اُها حاصل ڪندو.“

---

١٠:٣٣ ٢.تم ٢:١٢ ١٠:٣٥-٣٦ ميڪ ٧:٦ ١٠:٣٨ مت ١٦:٢٤، مر ٨:٣٤،
لو ٩:٢٣ ١٠:٣٩ مت ١٦:٢٥، مر ٨:٣٥، لو ٩:٢٤، ١٧:٣٣، يو ١٢:٢٥

## اجر

(مرقس ۹:۴۱)

۴۰ ”جيڪو اوهان کي قبول ڪندو سو ڄڻ مون کي قبول ڪري ٿو ۽
جيڪو مون کي قبول ٿو ڪري سو ڄڻ ان کي قبول ٿو ڪري جنهن مون
کي موڪليو آهي. ۴۱ جيڪو نبيءَ کي خدا جو نبي سمجهي قبول ٿو ڪري،
تنهن کي نبيءَ جيترو اجر ملندو ۽ جيڪو نيڪ کي نيڪ سمجهي قبول ٿو
ڪري، تنهن کي نيڪ جيترو اجر ملندو. ۴۲ آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته
جيڪوبه هنن ننڍڙن مان ڪنهن به هڪ کي منهنجو شاگرد سمجهي هڪ
پيالو ٿڌي پاڻيءَ جو پياريندو ته ان کي ان جو اجر ضرور ملندو.“

## يحيٰ بپتسما ڏيڻ واري جا قاصد

(لوقا ۷:۱۸-۳۵)

۱۱ ۱ جڏهن عيسيٰ پنهنجن ٻارهن شاگردن کي هدايتون ڏيئي چڪو
ته هو اتان روانو ٿي ويو، ته جيئن ويجهن شهرن ۾ وڃي تعليم
ڏئي ۽ تبليغ ڪري.
۲ جڏهن يحيٰ جيل ۾ مسيح جي ڪمن بابت ٻڌو ته هن پنهنجا ڪي
شاگرد عيسيٰ ڏانهن موڪليا. ۳ هنن اچي عيسيٰ کان پڇيو ته ”جيڪو اچڻ
وارو آهي، سو اوهين ئي آهيو يا اسين ڪنهن ٻئي جو انتظار ڪريون؟“ ۴ تنهن
تي عيسيٰ جواب ڏنن ته ”جيڪي ڪجهه اوهين ٻڌو ۽ ڏسو ٿا سو يحيٰ کي
وڃي ٻڌايو ته ۵ انڌا ڏسن ٿا، منڊا گهمن ٿا، ڪوڙهه جهڙي مرض وارا پاڪ
صاف ٿين ٿا، ٻوڙا ٻڌن ٿا، مُردا جيئرا ٿين ٿا ۽ غريبن کي خوشخبري ٻڌائي
وڃي ٿي. ۶ سڀاڳو آهي اُهو جنهن کي مون بابت ڪوبه شڪ نه آهي.“
۷ جڏهن اُهي هليا ويا ته عيسيٰ ميڙ کي يحيٰ بابت چوڻ لڳو ته ”اوهين
رڻپٽ ۾ ڇا ڏسڻ ويا هئا؟ ڇا ڪانهن کي جو هوا ۾ لڏندڙ ڪاني کي؟ ۸ پر آخر ڇا
ڏسڻ ويا هئا؟ ڇا ڪنهن سٺن ڪپڙن واري ماڻهوءَ کي؟ جيڪي سٺا ڪپڙا پائين ٿا
سي بادشاهن جي محلن ۾ هوندا آهن. ۹ پر ڀلا ڇا ڏسڻ ويا هئا؟ ڇا هڪ

---

۱۰:۴۰ مر ۹:۳۷، لو ۹:۴۸، ۱۰:۱۶، يو ۱۳:۲۰   ۱۱:۵ يس ۳۵:۵-۶، ۶۱:۱

نبيءَ کي؟ ها، ته ٻڌو آءٌ اوهان کي ٻڌايان ته نبيءَ کان به وڏي کي. ⑩ يحيٰ
اهو آهي جنهن بابت خدائي ڪتاب ۾ لکيل آهي ته
’آءٌ پنهنجي پيغمبر کي تو کان اڳ ۾ موڪليان ٿو
ته هو تنهنجو رستو تو لاءِ تيار ڪري.‘
⑪ آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته جيڪي به ماءُ جي پيٽان نڪتا آهن انهن
۾ يحيٰ بپتسما ڏيڻ واري کان ڪو به وڏو نه آهي. تنهن هوندي به آسمان
واري بادشاهت ۾ جيڪو سڀني کان ننڍو آهي اهو ان کان وڏو آهي. ⑫ يحيٰ
بپتسما ڏيڻ واري کان وٺي هن وقت تائين آسمان واري بادشاهت تي ڏاڍائي
پئي ٿي آهي ۽ ڏاڍا ماڻهو ان کي ڏاڍائيءَ سان ڦٻائين ٿا. ⑬ ڇالاءِجو سڀني
نبين ۽ توريت اها ڳالهه يحيٰ جي وقت تائين اڳڪٿي ڪري ٻڌائي آهي.
⑭ جيڪڏهن اوهين اعتبار ڪريو ته الياس نبي جيڪو اچڻ وارو هو سو هي
يحيٰ اٿوَ. ⑮ جنهن کي به ڪن آهن سو ٻڌي.“
⑯ هن وڏيڪ چيو ته ”هن زماني جي ماڻهن کي آءٌ ڪنهن سان ڀيٽيان؟
اهي ته انهن ٻارن وانگر آهن جيڪي بازارن ۾ ويهي هڪٻئي کي سڏ ڪري
چون ٿا ته ⑰ ’اسان اوهان لاءِ شرناءِ وڄائي پر اوهين نچيا ئي ڪين، اسان
سوڳ ڪيو پر اوهين رنا ئي ڪين.‘ ⑱ يحيٰ نه کائيندو نه پيئندو آيو آهي،
تنهنڪري ماڻهو چون ٿا ته هن ۾ ڀوت آهي. ⑲ ابنِآدم ته کائيندو پيئندو آيو
آهي، تنهنڪري هر ڪو پيو چوي ته ’ڏسو، هو پيٽو ۽ شرابي آهي، محصول
اڳاڙيندڙن ۽ گنهگارن جو دوست آهي.‘ خدا جي سياڻپ ته سندس ڪمن
مان ئي سچي ثابت ٿئي ٿي.“

## بيِيقين شهر

(لوقا ١٠:١٣–١٥)

⑳ پوءِ عيسيٰ انهن شهرن کي ننديڻ لڳو جن ۾ هن معجزا ڪيا هئا،
ڇاڪاڻ ته ماڻهن پنهنجن گناهن کان توبهه نه ڪئي هئي. ㉑ ”مصيبت آهي

١١:١٠ ملا ٣:١  ١١:١٢–١٣ لو ١٦:١٦  ١١:١٤ ملا ٤:٥، مت ١٧:١٠–١٣،
مر ٩:١١–١٣  ١١:٢١ يس ٢٣:١–١٨، حز ٢٦:١–٢٨:٢٦، يوا ٣:٤–٨،
عا ١:٩–١٠، زڪ ٩:٢–٤

تو تي اي شهر خرازين! ۽ مصيبت آهي تو تي اي شهر بيت‌صيدا! ڇالاءِجو
جيڪي معجزا اوهان ۾ ڪيا ويا آهن سي جيڪڏهن صور ۽ صيدا ۾ ڪيا
وڃن ها ته ڪڏهن جو اتان جا ماڻهو ڪتو ڍڪي ۽ مٽي ۾ رک وجهي
پنهنجن گناهن کان توبهه ڪن ها. ٢٢ آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته آخرت
جي ڏينهن صور ۽ صيدا کان به اوهين وڌيڪ ڀوڳيندا. ٢٣ اي ڪفرناحوم!
ڇا تون ڀانئين ٿو ته تون عرش تي کڄي ويندين؟ بلڪل نه، پر اٿلندو تون
پاتال ۾ ڦٽو ڪيو ويندين. ڇالاءِجو جيڪي معجزا تو ۾ ڪيا ويا آهن سي
جيڪڏهن سدوم شهر ۾ ڪيا وڃن ها ته اهو جيڪر اڄ ڏينهن تائين قائم
هجي ها. ٢٤ ته پوءِ آءٌ تو کي ٻڌايان ٿو ته آخرت جي ڏينهن سدوم شهر
کان تون وڌيڪ ڀوڳيندين.“

## روحاني راحت

(لوقا ١٠:٢١-٢٢)

٢٥ تنهن وقت عيسيٰ چيو ته ”اي بابا! آسمان ۽ زمين جا مالڪ، آءٌ تنهنجا
احسان مڃان ٿو جو تو هي ڳالهيون سياڻن ۽ سمجهه وارن کان ڳجهيون
رکيون آهن ۽ سادن کي ظاهر ڪري ڏيکاريون اٿيئي. ٢٦ ها بابا، ڇالاءِجو
تنهنجي رضا ۽ خوشيءَ سان ائين ٿيو آهي.“
٢٧ پوءِ مسيح چيو ته ”منهنجي پيءُ مون کي سڀ شيون سونپي ڇڏيون
آهن. پيءُ کان سواءِ ڪوبه پٽ کي نه ٿو سڃاڻي ۽ نڪي پٽ کانسواءِ پيءُ کي
ڪو سڃاڻي ٿو، يا رڳو اهي جن تي پٽ ظاهر ڪري.
٢٨ اوهين سڀ جيڪي ڳرا بار کڻي ٿڪجي پيا آهيو سي مون وٽ اچو،
آءٌ اوهان کي آرام ڏيندس. ٢٩ منهنجي پاڃاري پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهو
۽ مون کان سکو، ڇالاءِجو آءٌ دل جو نرم ۽ نماڻو آهيان. اوهان جي
روح کي آرام ملندو، ٣٠ ڇالاءِجو منهنجي پاڃاري سولي آهي ۽ منهنجو
بار هلڪو آهي.“

---

١١:٢٣ يس ١٤:١٣-١٥، پيد ١٩:٢٤-٢٨ — ١١:٢٤ مت ١٠:١٥، لو ١٠:١٢
١١:٢٧ يو ١:١٨، ٣:٣٥، ١٠:١٥ — ١١:٢٩ ير ٦:١٦

## سبت جي ڏينهن بابت سوال

(مرقس ٢:٢٣-٢٨، لوقا ٦:١-٥)

١٢ ① ان ڪان پوءِ سٽت ئي سبت جي ڏينهن عيسيٰ اَنَ وارين ٻنين
مان پئي لنگهيو ته هن جي شاگردن کي بک لڳي ۽ هو اَن جا
سنگ پٽي کائڻ لڳا. ② جڏهن فريسين هي ڏٺو ته عيسيٰ کي چيائون ته
”ڏسو، اوهان جا شاگرد اهو ڪم ڪن ٿا جيڪو سبت جي ڏينهن جائز
نه آهي.“ ③ تنهن تي عيسيٰ چين ته ”اوهان اهو ڪين پڙهيو آهي ڇا ته
جڏهن دائود ۽ سندس ساٿين کي بک لڳي هئي ته هنن ڇا ڪيو هو؟ ④ هو
خدا جي گهر ۾ گهڙي ويو. هن ۽ سندس ساٿين نذر جون اهي مانيون
کاڌيون جيڪي رڳو ڪاهنن کي کائڻ جائز هيون، پر ڪين نه. ⑤ ڇا اوهان
توريت ۾ نه پڙهيو آهي ته هيڪل ۾ توڙي جو ڪاهن سبت جي ڏينهن
جي پرهيز نه ٿا رکن ته به ڏوهدار نه ٿا ليکجن؟ ⑥ پر آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو
ته هتي هڪڙو اهڙو به آهي جو هيڪل کان وڏو آهي. ⑦ اهو لکيل آهي ته
’مون کي جانورن جي قرباني نه گهرجي پر رحم کپي.‘ جيڪڏهن اوهين
هن جي صحيح معنيٰ سمجهو ها ته بيڏوهين کي ڏوهي نه سمجهو ها.
⑧ ابن‌آدم ته سبت جو به مالڪ آهي.“

## سڪل هٿ وارو ماڻهو

(مرقس ٣:١-٦، لوقا ٦:٦-١١)

⑨ عيسيٰ اتان روانو ٿي انهن يهودين جي عبادت‌خاني ۾ هليو ويو. ⑩ اُتي
هڪڙو سڪل هٿ وارو ماڻهو هو. ڪي اهڙا به اُتي هئا جيڪي چاهين پيا ته
عيسيٰ کي غلط ڪم ڪري ته مٿس تهمت هڻن. تنهنڪري انهن پڇيس
ته ”ڇا سبت جي ڏينهن شفا ڏيڻ جائز آهي؟“ ⑪ تنهن تي عيسيٰ وراڻين
ته ”جيڪڏهن اوهان مان ڪنهن جي رڍ سبت جي ڏينهن کڏ ۾ ڪري
پوي، ته ڇا اوهين ان کي جهلي ٻاهر نه ڪيندا؟ ⑫ پر ماڻهو ته رڍ کان

١:١٢ شر ٢٣:٢٥ ٣:١٢-۴ ١.سمر ٢١:١-٦ ۴:١٢ لاو ٢۴:٩
٥:١٢ گيا ٢٨:٩-١٠ ٧:١٢ مت ٩:١٣، هوس ٦:٦ ١١:١٢ لو ١۴:٥

ڪيڏو نہ وڌيڪ قيمتي آهي، تنهنڪري سبت جي ڏينهن تي چڱو ڪم
ڪرڻ جائز آهي.“ ⑬ پوءِ هن انهيءَ ماڻهوءَ کي چيو تہ ”پنهنجو هٿ ڊگهو
ڪر.“ هن هٿ ڊگهيريو تہ سندس هٿ ٺيڪ ٿي ويو ۽ بلڪل ٻئي هٿ
جهڙو ٿي پيس. ⑭ فريسي هليا ويا ۽ پاڻ ۾ سازشون سٽڻ لڳا تہ ڪيئن
عيسيٰ کي ختم ڪجي.

## خدا جو چونڊيل نوڪر

⑮ جڏهن عيسيٰ کي اها خبر پيئي تہ هو اتان روانو ٿي ويو. ڪيئي ماڻهو
سندس پٺيان هليا، انهن ۾ جيڪي بيمار هئا تن سڀني کي شفا ڏنائين،
⑯ ۽ کين تاڪيد ڪري چيائين تہ ”مون بابت ڪنهن کي بہ نہ ٻڌائجو.“
⑰ اهڙيءَ طرح خدا يسعياه نبيءَ جي معرفت جيڪي چوايو هو سو پورو ٿيو تہ

⑱ ”ڏسو، هي منهنجو ٻانهو آهي،
جنهن کي مون چونڊيو آهي.
هو منهنجو پيارو آهي،
۽ آءٌ هن مان ڏاڍو خوش آهيان.
آءٌ هن تي پنهنجو روح نازل ڪندس،
۽ هي منهنجي انصاف جو غير قومن ۾ اعلان ڪندو.
⑲ هو نہ جهيڙو ۽ نہ هُل ڪندو،
۽ نہ وري گهٽين ۾ هن جو وڏو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو.
⑳ ڦٽل ڪانو بہ هو ڪين ڀڃندو،
۽ نہ وري ٽمڪندڙ وٽ کي وسائيندو.
هو ائين ڪندو ويندو، جيستائين انصاف جي فتح نہ ڪرائي،
㉑ ۽ هن ۾ سڀني قومن جون اميدون هونديون.“

## عيسيٰ ۽ بعلزبول

(مرقس ۳:۲۰-۳۰، لوقا ۱۱:۱۴-۲۳)

㉒ پوءِ ڪن ماڻهن عيسيٰ وٽ هڪ ماڻهو آندو جيڪو انڌو هو ۽ ڳالهائي

ٻه نه ٽي سگهيو، ڇاڪاڻ‌ته هن ۾ ڀوت هو. عيسيٰ ان کي ڇٽائي چڱو ڀلو
ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ هو ڳالهائڻ ۽ ڏسڻ لڳو. ⑳ ساري خلق حيران ٿي ويئي
۽ پڇيائون ته ”ڇا هي دائود جو پٽ آهي؟“ ㉔ جڏهن فريسين کي اها خبر
پيئي ته چوڻ لڳا ته ”هو ڀوتن جي سردار بعل‌زبول جي مدد سان ڀوت ڪڍي
ٿو.“ ㉕ عيسيٰ انهن جي نيتن کي ڄاڻيندي چيو ته ”جنهن به بادشاهت ۾
ڦيٽهڙو پوي ٿو سا برباد ٿيندي ۽ جنهن به شهر يا گهر ۾ ڏڦيڙ پوي ٿو سو به
هلي نه سگهندو. ㉖ پوءِ جيڪڏهن شيطان، شيطان کي ڪڍندو ته منجهس
ڦيٽهڙو پوندو ۽ پوءِ سندس بادشاهت ڪيئن ٽڪندي؟ ㉗ جيڪڏهن آءٌ
بعل‌زبول جي مدد سان ڀوت ٿو ڪڍان، ته پوءِ اوهان جا ماڻهو ڪنهن جي
مدد سان انهن کي ڪڍن؟ پوءِ ته اهي ئي اوهان کي ڪوڙو ڪندا. ㉘ پر
جيڪڏهن آءٌ خدا جي روح جي مدد سان ڀوتن کي ڪڍان ٿو، ته پوءِ ڄاڻو
ته خدا جي بادشاهت اچي پهتي آهي.

㉙ ڪوبه ماڻهو ڪنهن طاقتور ماڻهوءَ جي گهر ۾ گهڙي سندس ملڪيت
تيستائين ڦُري نه سگهندو جيستائين هو پهريائين اُن طاقتور ماڻهوءَ کي ٻڌي
سوگهو نه ڪندو. تنهن کان پوءِ ئي هو سندس گهر ڦري سگهندو.

㉚ جيڪو مون سان نه آهي سو منهنجي خلاف آهي ۽ جيڪو مون
سان شامل ٿي ڪنو نه ٿو ڪري، سو حقيقت ۾ ڇڙوڇڙ ڪيو ڇڏي.
㉛ تنهنڪري آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته هر هڪ گناهه ۽ ڪفر ماڻهن کي
بخش ٿي سگهندو، پر پاڪ روح جي خلاف بڪيل ڪفر نه بخشيو ويندو.
㉜ جيڪڏهن ڪو ابن‌آدم جي خلاف ڪجهه ڳالهائيندو ته اهو ڪيس بخش
ٿي سگهندو، پر جيڪڏهن ڪو پاڪ روح جي خلاف ڪجهه ڳالهائيندو
ته اهو ڪيس نڪي هن جهان ۾ ۽ نه وري ايندڙ جهان ۾ بخشيو ويندو.“

## جهڙو وڻ تهڙو ميوو

(لوقا ٦:٤٣-٤٥)

㉝ ”جيڪڏهن وڻ سٺو آهي ته ميوو به سٺو ڏيندو ۽ جيڪڏهن وڻ خراب

١٢:٢٤ مت ٩:٣٤، ١٠:٢٥ — ١٢:٣٠ مر ٩:٤٠ — ١٢:٣٢ لو ١٢:١٠
١٢:٣٢ مت ٧:٢٠

آهي ته ميوو به خراب ڏيندو. ڇالاءِجو وڻ کي سندس ميوي مان سڃاڻبو
آهي. ⑭اي نانگ جا ٻچو! اوهين ڪيئن چڱيون ڳالهيون چئي سگهو ٿا،
جڏهن ته اوهين پاڻ بڇڙا آهيو. ڇالاءِجو دل ديگڙو زبان ڏوئي، جو اندر
ٻاهر ڪڍي سو ئي. ⑮هڪ نيڪ ماڻهو پنهنجي دل جي چڱي خزاني مان
چڱيون ڳالهيون ٿو ڪڍي ۽ بڇڙو ماڻهو پنهنجي دل جي بڇڙي خزاني
مان بڇڙيون ڳالهيون ڪڍي ٿو.
⑯آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته آخرت جي ڏينهن هر هڪ کي پنهنجي
بيڪار ڳالهايل لفظن جو حساب ڏيڻو پوندو. ⑰ڇالاءِجو اوهان جا لفظ
ئي اوهان کي ڏوهي يا بيڏوهي ٺهرائيندا."

## معجزي جي طلب

(مرقس ٨:١١-١٢، لوقا ١١:٢٩-٣٢)

⑱پوءِ ڪن شريعت جي عالمن ۽ فريسين هن کي چيو ته "استاد،
اسان کي ڪو معجزو ڏيکار." ⑲تنهن تي عيسيٰ وراڻين ته "هن زماني جا
ماڻهو ڪيڏا نه بڇڙا ۽ بيايمان آهن جو مون کان معجزو ٿا گهرن. پر انهن
کي يونس نبيءَ جي معجزي کان سواءِ ٻيو ڪوبه معجزو نه ڏيکاريو ويندو.
⑳ڇالاءِجو جيئن يونس ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون مڇيءَ جي پيٽ ۾ پيو هو،
تيئن ابنآدم به زمين جي پيٽ ۾ ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون رهندو. ㉑نينواه
جا ماڻهو آخرت جي ڏينهن اُٿي بيهندا ۽ هن زماني جي ماڻهن کي ڏوهاري
ٺهرائيندا، ڇالاءِجو انهن ته يونس جي تبليغ تي پنهنجن گناهن کان توبهه
ڪئي هئي. پر آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته هتي هڪڙو اهڙو آهي جو يونس
کان به وڏو آهي. ㉒آخرت جي ڏينهن ڏکڻ جي راڻي اٿي بيهندي ۽ هن
زماني جي ماڻهن کي ڏوهاري ٺهرائيندي، ڇالاءِجو هوءَ سليمان جي سياڻپ
ٻڌڻ لاءِ وڏي پنڌ تان آئي هئي. پر آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته هتي هڪڙو
اهڙو آهي جو سليمان کان به وڏو آهي."

---

١٢:٣٤ مت ٣:٧، ٢٣:٣٣، ١٥:١٨، لو ٣:٧ ١٢:٣٨ مت ١٦:١، لو ١١:١٦
١٢:٣٩ مت ١٦:٤ ١٢:٤٠ يون ١:١٧ ١٢:٤١ يون ٣:٥
١٢:٤٢ ١.با ١٠:١-١٣، ٢.توا ٩:١-١٢

## يوتن جي موت

(لوقا ١١:٢۴-٢٦)

۴٣ ”جڏهن ڪو ڀوت ماڻهوءَ مان نڪري وڃي ٿو تڏهن اهو ويران هنڌن
۾ ڪا جاءِ لهڻ لاءِ رلي ٿو، جتي هو آرام ڪري سگهي. پر ڪيس آرام نه ٿو
ملي. ۴۴ پوءِ هو چوي ٿو ته ’آءٌ انهيءَ گهر ۾ موٽي ويندس جتان نڪتو آهيان.‘
موٽي اچڻ تي هو ڏسي ٿو ته گهر خالي آهي پر صاف ۽ سينگاريل آهي.
۴۵ پوءِ هو وڃي ست ٻيا پاڻ کان به وڌيڪ بڇڙا ڀوت وٺي اچي ٿو ۽ اُهي اُن
ماڻهوءَ ۾ داخل ٿي اُتي رهن ٿا ۽ اُن جي حالت اڳي کان به وڌيڪ خراب ٿي
پوي ٿي. سو هن بڇڙي زماني جي ماڻهن سان به ساڳي حالت ٿيندي.“

## عيسيٰ جي ماءُ ۽ ڀائر

(مرقس ٣:٣١-٣۵، لوقا ٨:١٩-٢١)

۴٦ عيسيٰ ميڙ سان اڃا ڳالهائي رهيو هو ته سندس ماءُ ۽ ڀائر اچي پهتا.
اهي ٻاهر بيٺي ساڻس ڳالهائڻ گهرن پيا. ۴٧ تنهن تي ماڻهن مان هڪڙي
عيسيٰ کي چيو ته ”ڏسو، اوهان جي ماءُ ۽ ڀائر ٻاهر بيٺا آهن ۽ اوهان سان
ڳالهائڻ گهرن ٿا.“ ۴٨ عيسيٰ چيو ته ”منهنجي ماءُ ڪير آهي؟ منهنجا ڀائر
ڪير آهن؟“ ۴٩ پوءِ پنهنجن شاگردن ڏانهن اشارو ڪري چيائين ته ”ڏسو،
هي منهنجي ماءُ ۽ منهنجا ڀائر آهن. ۵٠ ڇالاءِ جو جيڪو به منهنجي آسمان
واري پيءُ جي مرضيءَ تي هلندو، سو ئي منهنجو ڀاءُ، ڀيڻ ۽ ماءُ آهي.“

## ٻج ڇٽڻ واري جو مثال

(مرقس ۴:١-٩، لوقا ٨:۴-٨)

١٣ ١ انهيءَ ساڳئي ڏينهن عيسيٰ گهر مان روانو ٿي ويو ۽ ڍنڍ جي
ڪناري تي تعليم ڏيڻ لاءِ ويهي رهيو. ٢ سندس چوڌاري ايترا
ماڻهو اچي مڙيا جو پاڻ هڪڙي ٻيڙيءَ ۾ چڙهي ويٺو ۽ ساري خلق ڪناري
تي بيٺي رهي. ٣ هو انهن کي ڪيترين ئي ڳالهيون مثالن سان ٻڌائڻ لڳو.

٢:١٣ لو ۵:١-٣

هن چيو تہ ”هڪ هاري ٻج ڇٽڻ ويو. (۴) ٻج ڇٽيندي ڪي داڻا رستي تي
ڪريا ۽ پکي اچي انهن کي چُڳي ويا. (۵) ڪي داڻا ٺڪرائتي زمين تي
ڪريا. اُتي گهڻي مٽي ڪانہ هئي، سو سلا جلدي اپريا، پر پوري مٽي نہ هئڻ
ڪري، (۶) جڏهن سج اپريو تہ لهسجي ويا. ڇاڪاڻ تہ انهن کي پاڙ نہ هئي
تنهنڪري سڪي ويا. (۷) ڪي داڻا ڪانديرن ۾ ڪريا. ڪانديرا مٽي اپريا تہ
انهن کي اُسرڻ نہ ڏنائون. (۸) پر ڪي داڻا پليءَ زمين تي ڪريا ۽ ڦر جهليائون،
ڪن ۾ سؤ داڻا ٿيا، ڪن ۾ سٺ تہ ڪن ۾ ٽيهہ داڻا بہ ڦر هو.“ (۹) عيسيٰ
وڌيڪ چيو تہ ”جنهن کي ڪن آهن سو ٻڌي.“

## مثالن جو مقصد

(مرقس ۴:۱۰-۱۲، لوقا ۸:۹-۱۰)

(۱۰) پوءِ شاگرد عيسيٰ وٽ آيا ۽ ڪائنس پڇيائون تہ ”اوهان اُنهن سان مثالن
۾ ڇو پيئي ڳالهايو؟“ (۱۱) عيسيٰ ورائيو تہ ”اوهان کي آسمان واري بادشاهت
جي ڳجهن جي سمجهہ ڏني ويئي آهي پر انهن کي نہ، (۱۲) ڇالاءِجو جنهن
وٽ ڪجهہ آهي تنهن کي وڌيڪ ڏنو ويندو تہ تمام گهڻو ٿي پوندو. پر
جنهن وٽ ڪجهہ بہ ڪونهي، تہ ان ڪان اهو بہ ڪسيو ويندو جيڪو هن
وٽ آهي. (۱۳) تنهنڪري آءٌ انهن سان مثالن ۾ ڳالهايان ٿو، ڇالاءِجو اهي
ڏسندي بہ نہ ٿا ڏسن ۽ ٻڌندي بہ نہ ٿا ٻڌن، نڪي ڪا ڪين سمجهہ
ٿي پوي. (۱۴) اهڙيءَ طرح خدا جيڪو يسعياہ نبيءَ جي معرفت چوايو هو
سو سچو ثابت ٿيو تہ

’اوهين ٻڌندا پر سمجهندا ڪين،
اوهين نهاريندا پر ڏسندا ڪين.
(۱۵) ڇالاءِجو هن قوم جي عقل کي تالو لڳايو ويو آهي،
۽ اُهي ڪنن ڪان ٻوڙا ٿي پيا آهن،
۽ انهن پنهنجون اکيون پوري ڇڏيون آهن.
تہ متان اُهي پنهنجين اکين سان ڏسن،
متان اُهي پنهنجن ڪنن سان ٻڌن،

۱۳:۱۲ مت ۲۵:۲۹، مر ۴:۲۵، لو ۸:۱۸، ۱۹:۲۶ ۱۳:۱۴-۱۵ يس ۶:۹-۱۰

۽ متان اُهي پنهنجن عقلن سان سمجهن
۽ ڦري پون ته آءٌ کين شفا ڏيان.‘

(١٦) سڀاڳا آهيو اوهين جو اوهان جون اکيون ڏسن ٿيون ۽ اوهان جا ڪن
ٻڌن ٿا. (١٧) آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته ڪيترن نبين ۽ نيڪن جي اها
خواهش هئي ته جيڪي اوهين ڏسو ٿا سو هو به ڏسن، پر نه ڏٺائون ۽ جيڪي
اوهين ٻڌو ٿا سو هو به ٻڌن، پر نه ٻڌائون.“

## ٻج ڇٽڻ واري جي مثال جي سمجهاڻي

(مرقس ٤:١٣-٢٠، لوقا ٨:١١-١٥)

(١٨) ”ڌيان سان ٻڌو ۽ ٻج ڇٽڻ واري جي مثال جو مطلب سمجهو. (١٩) اُهي
جيڪي بادشاهت جو ڪلام ٻڌن ٿا پر نه ٿا سمجهن، سي انهي رستي
مثل آهن جتي داڻا ڪريا. شيطان اچي انهن جي دل مان اُهي پوکيل داڻا
ڪڍي ٿو وڃي. (٢٠) ٽڪرائتي زمين جتي داڻا ڪريا تنهن مثل اُهي آهن جيڪي
ڪلام ٻڌي جلدي خوشيءَ سان قبول ڪن ٿا. (٢١) پر اهو ڪلام انهن جي
دلين ۾ پاڙ نه ٿو هڻي ۽ گهڻو وقت جٽاءُ نه ٿو ڪري. تنهنڪري جڏهن
ڪلام جي ڪري ڪا مصيبت يا تڪليف اچين ٿي ته جلدي اهي ڦري
وڃن ٿا. (٢٢) ڪانڊيرا جن ۾ داڻا ڪريا تن مثل اُهي آهن جيڪي ڪلام ته
ٻڌن ٿا پر هن دنيا جو فڪر ۽ دولت جو فريب ڪلام کي گهٽي ڇڏين ٿو
۽ انهن ۾ ڦر نه ٿو پچي. (٢٣) سٺيءَ زمين جتي داڻا ڪريا تنهن مثل اُهي آهن
جيڪي ڪلام ٻڌن ٿا، اُن کي سمجهن ٿا ۽ ڦر جهلين ٿا، پوءِ ڪن ۾ سؤ
داڻا، ڪن ۾ سٺ ته ڪن ۾ ٽيهه.“

## ڪانڊيرن جو مثال

(٢٤) عيسيٰ انهن کي ٻيو مثال ٻڌايو ته ”آسمان واري بادشاهت اهڙي ماڻهوءَ
جي مثل آهي جنهن پنهنجي ٻنيءَ ۾ سٺو ٻج پوکيو. (٢٥) هڪڙي رات جڏهن
سڀ ماڻهو ستا پيا هئا ته هن جو هڪ دشمن اچي ڪڻڪ ۾ ڪانڊيرا ڇٽي
هليو ويو. (٢٦) جڏهن سلا اُڀريا ۽ سنگ نڪرڻ شروع ٿيا ته ڪانڊيرا ظاهر

١٣:١٦-١٧ لو ١٠:٢٣-٢٤

تي پيا. (۲۷) ان ماڻهوءَ جا نوڪر آيا ۽ چيائونس تہ ’سائين! اوهان تہ ٻنيءَ ۾
سٺو ٻج پوکيو هو پر هي ڪانديرا ڪٿان آيا؟‘ (۲۸) تنهن تي هن جواب ڏنو تہ
’اهو ڪنهن دشمن جو ڪم آهي.‘ پوءِ انهن کانئس پڇيو تہ ’اسين وڃي
ڪانديرن کي پٽيون ڇا؟‘ (۲۹) هن ورندي ڏنن تہ ’نہ، ڇالاءِجو جڏهن اوهين
ڪانديرا پٽيندا تہ متان ڪانديرن سان گڏ ڪڻڪ بہ پٽجي اچي. (۳۰) ڇڏيو تہ
ڀلي ڪڻڪ ۽ ڪانديرا گڏ وڌن، تان جو لاباري جو وقت ٿئي. پوءِ آءٌ لاباري
ڪندڙن کي چوندس تہ پهريائين ڪانديرا پٽي گڏ ڪري باهہ ۾ ساڙين ۽
پوءِ ڪڻڪ گڏ ڪري ڀاندن ۾ رکين.‘“

## سرنهن جي داڻي ۽ خميري جا مثال

(مرقس ۴:۳۰-۳۲، لوقا ۱۳:۱۸-۱۹)

(۳۱) عيسيٰ انهن کي ٻيو مثال ٻڌايو تہ ”آسمان واري بادشاهت سرنهن
جي ٻج مثل آهي، جيڪو ماڻهو کڻي پنهنجي ٻنيءَ ۾ پوکي ٿو. (۳۲) جيتوڻيڪ
هو سڀني ٻجن کان ننڍو آهي پر جڏهن اُڀري ٿو تہ سڀني ٻوٽن کان وڏو
ٿي وڃي ٿو. اهو وڏي وڻ ٿئي ٿو ۽ پکي اچي ان جي ٽارين ۾ واهيرو
ڪن ٿا.“
(۳۳) عيسيٰ انهن کي ٻيو مثال ٻڌايو تہ ”آسمان واري بادشاهت خميري
مثل آهي، جيڪو هڪ عورت کڻي اٽي جي پاٽ ۾ ملايو تہ سڄو اٽو
ڦونڊجي پيو ۽ پاٽ ڀرجي ويئي.“

## عيسيٰ جو مثال ڪم آڻڻ

(مرقس ۴:۳۳-۳۴)

(۳۴) عيسيٰ ميڙن کي هي سڀ ڳالهيون مثالن سان ٻڌائيندو هو ۽ مثالن
کان سواءِ انهن سان ڪلام نہ ڪندو هو، (۳۵) انهيءَ لاءِ تہ جيئن نبيءَ جو
چوڻ سچو ثابت ٿئي تہ

”آءٌ مثالن ۾ ڳالهائيندس
۽ اُهي ڳالهيون چوندس،

---

۱۳:۳۵ زب ۷۸:۲

جيڪي دنيا جي شروعات کان وٺي
ڳجهيون رکيون ويون آهن.“

## ڪانديرن جي مثال جي سمجهاڻي

٣٦ پوءِ عيسيٰ ميڙ کي ڇڏي گهر ويو. سندس شاگرد وٽس آيا ۽ چيائونس
ته ”اسان کي ٻڌايو ته ڪانديرن جو ٻنيءَ ۾ ڦٽڻ جي مثال جي معنيٰ ڇا آهي؟“
٣٧ تنهن تي عيسيٰ وراڻين ته ”جنهن سٺو ٻج پوکيو اهو ابنِ‌آدم آهي، ٣٨ ۽ ٻني
هيءَ دنيا آهي. سٺو ٻج اهي ماڻهو آهن جيڪي بادشاهت سان واسطو رکن ٿا ۽
ڪانديرا اهي ماڻهو آهن جيڪي شيطان سان واسطو رکن ٿا. ٣٩ دشمن جنهن
ڪانديرا پوکيا سو شيطان آهي. لابارو آهي آخرت جو ڏينهن ۽ لاباري وارا آهن
ملائڪ. ٤٠ تنهنڪري جيئن ڪانديرا گڏ ڪري باهه ۾ ساڙيا ويندا آهن تيئن
آخرت جي ڏينهن به ٿيندو. ٤١ ابنِ‌آدم پنهنجن ملائڪن کي موڪليندو ۽
اهي سندس بادشاهت مان انهن سڀني کي گڏ ڪندا جيڪي ٻين کي گمراهه
ٿا ڪن ۽ بڇڙائي ڪن ٿا. ٤٢ اُهي انهن کي باهه جي کُوري ۾ اڇلائيندا،
جتي هو رڙيون ڪندا ۽ ڏند ڪرٽيندا. ٤٣ پوءِ سچار سج وانگر پنهنجي پيءُ
جي بادشاهت ۾ چمڪندا. جنهن کي ڪن آهن سو ٻڌي.“

## لڪل خزاني ۽ موتيءَ جا مثال

٤٤ ”آسمان واري بادشاهت ٻنيءَ ۾ لڪل خزاني مثل آهي. جڏهن ڪو
ماڻهو اهو لهي ٿو ته هو وري ان کي ڍڪي ڇڏي ٿو. پر هو ايترو ته خوش ٿو
ٿئي جو پنهنجو سڀ ڪجهه وڪڻي وڃي اُها ٻني خريد ڪري ٿو.
٤٥ آسمان واري بادشاهت موتين جي هڪڙي سوداگر مثل پڻ آهي،
جيڪو عمدا موتي ڳولي ٿو. ٤٦ جڏهن هو ڪو تمام عمدو موتي لهي ٿو ته
پنهنجو سڀ ڪجهه وڪڻي وڃي اهو موتي خريد ڪري ٿو.“

## ڄار جو مثال

٤٧ ”آسمان واري بادشاهت هڪڙي ڄار مثل به آهي، جيڪو هڪ ڍنڍ
۾ اڇلايو وڃي ٿو ۽ جنهن ۾ هر قسم جي مڇي ڦاسي ٿي. ٤٨ جڏهن

اهو جار پرجي وجي تو ته مهاڻا ان کي ڇڪي ٻاهر ڪڍي آڻين ٿا ۽
ڪنڌيءَ تي ويهي ان مان مڇيون ڪڍين ٿا. جيڪا مڇي چڱي آهي
سا ڪاريءَ ۾ وجهن ٿا ۽ ڪني مڇيءَ کي اڇلائي ڇڏين ٿا. ⁽⁴⁹⁾ ساڳيءَ
طرح آخرت جي ڏينهن به ٿيندو. ملائڪ وڃي نيڪن کان بڇڙن کي ڌار
ڪندا، ⁽⁵⁰⁾ ۽ کين باهه جي کُوري ۾ اڇلائيندا جتي اُهي رڙيون ڪندا
۽ ڏند ڪرٽيندا.“

## نيون ۽ پراڻيون شيون

⁽⁵¹⁾ پوءِ عيسيٰ انهن کان پڇيو ته ”ڇا اوهان هي سڀ ڳالهيون
سمجهيون؟“ هنن وراڻيو ته ”هائو.“ ⁽⁵²⁾ تنهن تي هن چيو ته ”جيڪو به
شريعت جو عالم آسمان واري بادشاهت جو شاگرد ٿئي ٿو ته اهو اُن
گهر جي مالڪ وانگر آهي جيڪو پنهنجي گهر مان نيون ۽ پراڻيون شيون
ڪڍي ٿو اڇي.“

## عيسيٰ کي ناصرت وارن جو نه قبولڻ

(مرقس ٦: ١-٦، لوقا ٤: ١٦-٣٠)

⁽⁵³⁾ جڏهن عيسيٰ هي مثال ٻڌائي چڪو ته اتان روانو ٿيو ⁽⁵⁴⁾ ۽ موٽي پنهنجي
شهر ۾ آيو. هن ناصرت وارن جي عبادت‌خاني ۾ وڃي تعليم ڏني. جن
به هن کي ٻڌو تن عجب ۾ پئجي پڇيو ته ”هن ايڏي سياڻپ ۽ معجزن
ڪرڻ جي اهڙي طاقت ڪٿان حاصل ڪئي آهي؟ ⁽⁵⁵⁾ ڇا هي ڊکڻ جو پٽ
نه آهي؟ ڇا هن جي ماءُ جو نالو مريم نه آهي؟ ۽ يعقوب، يوسف، شمعون
۽ يهوداه هن جا ڀائر نه آهن ڇا؟ ⁽⁵⁶⁾ ڇا هن جون ڀينرون هتي نه ٿيون رهن؟
هن هي سڀ ڪجهه ڪٿان حاصل ڪيو؟“ ⁽⁵⁷⁾ تنهنڪري انهن عيسيٰ کي
قبول نه ڪيو. عيسيٰ انهن کي چيو ته ”هر نبي پنهنجي وطن ۽ پنهنجي
خاندان کان سواءِ جتي ڪٿي مان پائيندو آهي.“ ⁽⁵⁸⁾ هن اُتي گهڻا معجزا نه
ڪيا، ڇاڪاڻ‌ته انهن کي يقين ڪونه هو.

## يحيٰ بپتسما ڏيڻ واري جو موت

(مرقس ٦:١٤-٢٩، لوقا ٩:٧-٩)

١٤ (١) انهن ڏينهن ۾ گليل جي حاڪم هيروديس جڏهن عيسيٰ جي
هاڪ ٻڌي، (٢) تڏهن پنهنجن نوڪرن کي چيائين ته ”هي اُهوئي
يحيٰ بپتسما ڏيڻ وارو آهي. جيئن ته هو مئلن مان جيئرو ٿي اٿيو آهي،
تنهنڪري هو اهي معجزا ٿو ڪري.“ (٣) هيروديس پنهنجي ڀاءُ فلپس جي زال
هيرودياس جي چوڻ تي يحيٰ جي گرفتاريءَ جو حڪم ڏنو هو ۽ کيس ٻڌرائي
جيل ۾ وڌو هئائين. (٤) ڇوجو يحيٰ هيروديا س کي چيو هو ته ”توهان لاءِ
اهو جائز نه آهي جو توهين پنهنجي ڀاڄائي هيروديا س سان شادي ڪريو.“
(٥) هيروديس يحيٰ کي مارائڻ گهري پيو پر عوام کان ڊنو ٿي، ڇالاءِجو
اهي يحيٰ کي نبي سمجهن پيا.
(٦) جڏهن هيروديس جي جنم جو ڏينهن آيو تڏهن هيروديا س جي ڌيءَ
ماڻهن جي وچ ۾ بيهي ناچ ڪيو. هيروديس ايترو ته خوش ٿيو (٧) جو هن
قسم کڻي واعدو ڪيو ته ”جيڪو گهرنديءَ سو آءٌ ڏيندوسانءِ.“ (٨) تنهن تي
هن ائين چيو جيئن ماڻس سيکاريو هوس ته ”مون کي يحيٰ بپتسما ڏيڻ واري
جي سسي هتي ٿالهه ۾ گهرائي ڏيو.“ (٩) اهو ٻڌي بادشاهه کي ڏاڍو ڏک ٿيو
پر جيئن ته هن مهمانن جي اڳيان قسم کڻي واعدو ڪيو هو، تنهنڪري هن
حڪم جاري ڪيا ته جيئن هن جي مرضي پوري ٿئي (١٠) ۽ ماڻهو موڪلي
جيل ۾ يحيٰ جي سسي لهرايائين. (١١) سسي ٿالهه ۾ وجهي آڻي ڇوڪريءَ جي
اڳيان رکيائون جنهن اُها پنهنجي ماءُ کي ڏيئي ڇڏي. (١٢) يحيٰ جي شاگردن
اچي لاش ورتو ۽ اُن کي دفن ڪيائون. پوءِ عيسيٰ کي اچي ٻڌايائون.

## پنجن هزارن کي کارائڻ

(مرقس ٦:٣٠-٤٤، لوقا ٩:١٠-١٧، يوحنا ٦:١-١٤)

(١٣) جڏهن عيسيٰ کي اها خبر پيئي ته اڪيلو ئي هڪ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي
نويڪلي جڳهه ڏانهن روانو ٿي ويو. جڏهن ماڻهن اها ڳالهه ٻڌي ته پنهنجا

**١٤:٣-٤** لو ٣:١٩-٢٠ **١٤:٤** لاو ١٨:١٦، ٢٠:٢١

شهر ڇڏي پيرين پيادا هن جي پٺيان هليا. (١٤) جڏهن عيسيٰ ٻيڙيءَ مان لٿو
تہ هن هڪ وڏو ميڙ ڏٺو. سندس دل رحم سان پرجي ويئي، سو اچي انهن
جي بيمارن کي شفا ڏيئي چڱو ڀلو ڪيائين.
(١٥) جڏهن شام ٿي تہ سندس شاگرد وٽس آيا ۽ چيائونس تہ "اڳيئي دير
ٿي ويئي آهي ۽ هتي اسين سڃي هنڌ ۾ آهيون. ماڻهن کي موڪل ڏيو
تہ ڀل ڪنهن ڳوٺ ۾ وڃي پنهنجي لاءِ ڪجهہ ڳنهي ڪائين." (١٦) تنهن
تي عيسيٰ وراڻيو تہ "انهن کي وڃڻ جي ضرورت ڪانهي. اوهين ئي انهن
کي کائڻ لاءِ ڪجهہ ڏيو." (١٧) انهن چيو تہ "اسان وٽ ڪل پنج مانيون
۽ ٻہ مڇيون آهن." (١٨) عيسيٰ چيو تہ "اهي مون وٽ کڻي اچو." (١٩) پوءِ
ماڻهن کي چيائين تہ "گاهہ تي ويهي رهو." هن پنج مانيون ۽ ٻہ مڇيون
کڻي آسمان ڏانهن نهاريو ۽ انهن ۾ برڪت گهريائين. هن مانيون ڀڃي
شاگردن کي ڏنيون ۽ شاگرد اهي ماڻهن کي ڏيندا ويا. (٢٠) سڀني کائي
ڍؤ ڪيو. پوءِ جيڪي ٽڪر ٻچيا تن مان شاگردن ٻارهن ڪاريون ڀري
کنيون. (٢١) جن ماڻهن کاڌو تن جو تعداد عورتن ۽ ٻارن کان سواءِ اٽڪل
پنج هزار ڪن هو.

## پاڻيءَ تي پنڌ ڪرڻ

(مرقس ٦:٤٥-٥٢، يوحنا ٦:١٥-٢١)

(٢٢) تڏهن عيسيٰ پنهنجن شاگردن کي ٻيڙيءَ ۾ سوار ڪري زور پريو تہ
"اوهين ڍنڍ جي هُن پر وڃو." پوءِ ماڻهن کي بہ موڪل ڏيئي ڇڏيائين.
(٢٣) ماڻهن جي موڪلائڻ کان پوءِ پاڻ ٽڪر تي دعا گهرڻ ويو. شام ٿائين
هو اتي اڪيلو ئي رهيو. (٢٤) انهيءَ مهل ٻيڙي گهڻو پنڌ پري نڪري ويئي
هئي تہ لهرين جي لوڏن ۾ اچي ويئي، ڇالاءِجو واءُ ان جي سامهون هو.
(٢٥) رات جي پوئين پهر ۾ عيسيٰ پاڻيءَ تي پنڌ ڪندو انهن وٽ آيو. (٢٦) جڏهن
شاگردن کيس پاڻيءَ تي پنڌ ڪندي ڏٺو تہ دهلجي ويا ۽ چوڻ لڳا تہ "هي
ڪو جن آهي." سو هو ونئي ڊپ ۾ رڙيون ڪرڻ لڳا. (٢٧) تنهن تي عيسيٰ
کين چيو تہ "ڊڄو نہ، آءٌ آهيان، دلجاءِ ڪريو." (٢٨) پوءِ پطرس چيس تہ
"اي خداوند! جيڪڏهن تون آهين تہ مون کي حڪم ڏي تہ آءٌ پاڻيءَ تي

هلي تو وٽ اچان." ㉙ تنهن تي عيسيٰ چيس ته "ڀلي اچ." سو پطرس
ٻيڙيءَ مان لٿو ۽ پاڻيءَ تي گهمندو عيسيٰ ڏانهن وڃڻ لڳو. ㉚ پر جڏهن
هن طوفان ڏٺو ته ڊڄي ويو ۽ ٻڏڻ لڳو. ڊپ مان وٺي رڙيون ڪيائين ته
"خداوندم بچاءِ! بچاءِ!" ㉛ تڏهن عيسيٰ هڪدم هٿ ڊگهيري جهلي
ورتس ۽ چيائينس ته "تو شڪ ڇو ڪيو؟ تنهنجو ايمان ڪيترو نه ڪمزور
آهي." ㉜ جڏهن هو ٻئي ٻيڙيءَ ۾ چڙهيا ته واءُ بند ٿي ويو. ㉝ تنهن تي
جيڪي به ٻيڙيءَ ۾ هئا تن اچي کيس سجدو ڪري چيو ته "بيشڪ تون
خدا جو فرزند آهين."

## گنيسرت جي بيمارن کي شفا ڏيڻ

(مرقس ٦:‏٥٣–٥٦)

㉞ اهي ڍنڍ پار ڪري گنيسرت جي علائقي ۾ آيا. ㉟ اتان جي ماڻهن
عيسيٰ کي سڃاڻي ورتو. تنهنڪري هنن علائقي جي ڪنڊڪڙڇ مان بيمار
ماڻهو گهرائي عيسيٰ وٽ آندا. ㊱ پوءِ هنن منٿ ڪيس ته "رڳو پنهنجي دامن
کي هٿ لائڻ ڏيو." تڏهن جن به هٿ لاتس پئي سي چڱا ڀلا ٿي ويا ٿي.

## وڏن جون ريتون ۽ رسمون

(مرقس ٧:‏١–١٣)

١٥ ① تنهن کان پوءِ يروشلم مان ڪي فريسي ۽ شريعت جا عالم
عيسيٰ وٽ آيا ۽ چيائونس ته ② "تنهنجا شاگرد وڏن جي ريتن
رسمن کي ڇو ٿا ٽپن؟ ڇالاءِ جو هو ماني کائڻ وقت سندن رسم موجب
هٿ ڪونه ٿا ڌوئن." ③ عيسيٰ جواب ڏنن ته "اوهين به پنهنجي ريتن رسمن
جي ڪري خدا جو حڪم ڇو ٿا ٽپيو؟ ④ ڇالاءِ جو خدا فرمايو آهي ته
'پنهنجي پيءُ ۽ ماءُ جي عزت ڪريو' ۽ 'جيڪو به پنهنجي پيءُ يا ماءُ جي
گلا ڪري ته ان کي اوقت ماريو وڃي.' ⑤ پر اوهين ماڻهن کي سيکاريو
ٿا ته جيڪڏهن ڪنهن وٽ ڪا به شيءِ آهي جنهن سان هو پنهنجي پيءُ
يا ماءُ جي گهرج پوري ڪري سگهيو ٿي، پر هو چوي ٿو ته 'اها خدا

---

١٥:‏٤ خر ٢٠:‏١٢، ٢١:‏١٧، شر ٥:‏١٦، لاو ٢٠:‏٩

جي نذر تي چڪي آهي،‘ ⑥ته پوءِ پلي پنهنجي پيءُ جي عزت نه ڪري.
اهڙيءَ طرح اوهين پنهنجي ريتن رسمن جي ڪري خدا جي ڪلام کي رد
ڪريو ٿا. ⑦اي رياڪارو! بيشڪ خدا يسعياه نبيءَ جي معرفت اوهان بابت
ڪيتري قدر نه صحيح چيو آهي ته

⑧ ’هيءَ قوم پنهنجن چپن سان ته مون کي عزت ڏئي ٿي،
پر هنن جي دل مون کي نه ٿي گهري.
⑨ هو منهنجي عبادت اجائي ٿا ڪن،
ڇالاءِجو هو ماڻهن جا حڪم ائين ٿا سيکارين
ڄڻ ته اُهي منهنجا حڪم آهن.‘“

## انسان کي پليت ڪرڻ واريون شيون

(مرقس ٧:١٤-٢٣)

⑩ پوءِ عيسيٰ سڀني خلق کي پاڻ وٽ سڏي چيو ته ”ٻڌو ۽ سمجهو ⑪ ته
جيڪا به شيءِ وات مان اندر ٿي وڃي سا ماڻهوءَ کي پليت نه ٿي ڪري. پر
جيڪا شيءِ وات مان نڪري ٿي سا ئي ماڻهوءَ کي پليت ڪري ٿي.“
⑫ پوءِ شاگردن چيس ته ”اوهان کي خبر نه آهي ڇا ته اوهان جي هن
ڳالهه جي ڪري فريسين کي سخت مٺيان لڳي آهي؟“ ⑬ تنهن تي عيسيٰ
وراڻيو ته ”جيڪو سلو منهنجي آسمان واري پيءُ نه پوکيو آهي سو ضرور
پٽيو ويندو. ⑭ انهن بابت ڳڻتي نه ڪريو ڇاڪاڻته هو انڌا اڳواڻ آهن.
جيڪڏهن انڌو انڌي جي اڳواڻي ڪندو ته ٻئي وڃي کڏ ۾ ڪرندا.“
⑮ تنهن تي پطرس پڇيو ته ”اسان کي ٻڌايو ته انهيءَ مثال جي معنيٰ ڇا
آهي.“ ⑯ عيسيٰ چيو ته ”اوهين به اڃا تائين بي‌سمجهه آهيو ڇا؟ ⑰ ايتري
به خبر نه ٿي پئيوَ ته جيڪي وات اندر وڃي ٿو سو پيٽ ۾ وڃي ٿو ۽
اتان نيٺ ٻاهر نڪري وڃي ٿو. ⑱ پر جيڪي شيون وات مان نڪرن
ٿيون سي دل مان ٿيون اچن ۽ اهي ئي شيون انسان کي پليت ڪن ٿيون
⑲ ڇالاءِجو انسان جي دل مان بڇڙا خيال نڪرن ٿا، جيڪي خون،
زناڪاري، حرامڪاري، چوري، ڪوڙي شاهدي ۽ گلا ڪرائين ٿا. ⑳ اهي

---

١٥:٨-٩ يس ٢٩:١٣ ١٥:١٤ لو ٦:٣٩ ١٥:١٨ مت ١٢:٣٤

ئي ته شيون آهن جيڪي انسان کي پليت ڪن ٿيون. پر اڻڌوتل هٿن سان
کائڻ ماڻهوءَ کي پليت نه ٿو ڪري.“

## هڪ عورت جو ايمان

(مرقس ٧:٢٤-٣٠)

(٢١) عيسيٰ اتان روانو ٿي صور ۽ صيدا شهرن جي علائقي ڏانهن ويو.
(٢٢) اتان جي هڪ ڪنعاني عورت هن وٽ آئي ۽ رڙ ڪري چيائينس ته ”اي
سائين! اي ابن دائود! مون تي رحم ڪريو. منهنجي ڌيءَ کي ڀوت آهي،
جيڪو کيس ڏاڍو هلاڪ ٿو ڪري.“ (٢٣) پر عيسيٰ ان عورت کي جواب نه
ڏنو. سندس شاگردن وٽس اچي منٿ ڪري چيو ته ”هن کي روانو ڪريو
جو هوءَ اسان جي پٺيان رڙيون ڪندي اچي ٿي.“ (٢٤) تنهن تي عيسيٰ چين
ته ”آءٌ رڳو بني اسرائيل جي گهراڻي جي گمراهه ٿيل رڍن لاءِ موڪليو ويو
آهيان.“ (٢٥) پر هوءَ اچي عيسيٰ جي پيرن تي ڪري پيئي ۽ چيائين ته ”اي
سائين! منهنجي مدد ڪريو.“ (٢٦) عيسيٰ چيس ته ”اهو واجب نه آهي جو
ٻارن جي ماني کڻي ڪتن کي اڇلائي ڏجي.“ (٢٧) پر عورت جواب ڏنو ته
”اهو ته برابر آهي پر ڪتا به ته مالڪن جي دسترخوان جا ڪريل ٽڪر کائيندا
آهن.“ (٢٨) تنهن تي عيسيٰ چيس ته ”اي عورت! تون ته وڏي ايمان واري
آهين. جيڪو تون گهرين ٿي اهو تو لاءِ ڪيو ويندو.“ انهيءَ وقت ئي ان
عورت جي ڌيءَ چڱي ڀلي ٿي پيئي.

## گهڻن ماڻهن کي شفا ڏيڻ

(٢٩) عيسيٰ اتان روانو ٿي گليل ڍنڍ جي ڪناري سان هلڻ لڳو. هو هڪڙي
ٽڪر تي چڙهي ويو ۽ اُتي ويهي رهيو. (٣٠) وڏا ميڙ هن وٽ آيا جن پاڻ سان
منڊا، انڌا، ٽُنڊا، گونگا ۽ ٻيا ڪيترا بيمار آندا. انهن کي عيسيٰ جي پيرن وٽ
ويهاريائون ۽ هن کين شفا ڏيئي چڱو ڀلو ڪري ڇڏيو. (٣١) جڏهن انهن ڏٺو
ته گونگا ڳالهائين ٿا، ٽُنڊا سڄا ٿي پيا، منڊا گهمن ٿا ۽ انڌا ڏسن ٿا ته ڏاڍا
حيران ٿي ويا ۽ بني اسرائيل جي خدا جي واکاڻ ڪرڻ لڳا.

## چئن هزارن ماڻھن کي کارائڻ

(مرقس ٨:١-١٠)

(٣٢) عيسيٰ پنهنجن شاگردن کي پاڻ وٽ سڏي چيو تہ ”مون کي هنن
ماڻھن لاءِ ڏاڍو ڏک ٿو ٿئي، ڇاڪاڻ تہ هي ٽن ڏينهن کان وٺي مون سان گڏ
آهن ۽ هاڻي ڪجهہ بہ ڪونهي جو کائين. آءٌ نہ ٿو چاهيان تہ اهي بکيا هليا
وڃن، ڇاڪاڻ تہ هي رستي تي ساڻا ٿي پوندا.“ (٣٣) تنهن تي شاگردن چيس
تہ ”اسين هيڏي ساريَ خلق کي کارائڻ لاءِ ايتري ماني هتي سڃ ۾ ڪٿان
آڻينداسين؟“ (٣٤) عيسيٰ پڇين تہ ”اوهان وٽ ڪيتريون مانيون آهن؟“ انهن
جواب ڏنو تہ ”ست مانيون ۽ ٿوريون ڪُرڙيون.“ (٣٥) تنهن تي عيسيٰ ماڻھن
کي حڪم ڏنو تہ ”زمين تي ويهو.“ (٣٦) پوءِ هن ست ئي مانيون ۽ مڇيون
هٿن تي کڻي انهن ۾ برڪت گهري ۽ ڀڃي ٽڪر ٽڪر ڪندو شاگردن کي
ڏيندو ويو ۽ شاگرد خلق کي ڏيندا ويا. (٣٧) انهن سڀني کائي ڍءُ ڪيو پر ٽڪر
گڏيا ايترا تہ بچيا جو شاگردن ست کاريون ڀري کنيون. (٣٨) جن ماڻھن کاڌو
تن جو تعداد ٻارن ۽ عورتن کان سواءِ چار هزار هو.
(٣٩) پوءِ عيسيٰ ماڻھن کي روانو ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي مگدن
جي علائقي ڏانهن هليو ويو.

## عيسيٰ کان معجزي جي طلب

(مرقس ٨:١١-١٣، لوقا ١٢:٥٤-٥٦)

# ١٦

(١) عيسيٰ وٽ ڪي فريسي ۽ صدوقي آيا. ڪيس آزمائڻ لاءِ چيائون
تہ ”اسان کي آسمان مان ڪو معجزو ڏيکار.“ (٢) پر عيسيٰ انهن
کي ورندي ڏني تہ ”جڏهن سج لهڻ مهل آسمان ڳاڙهو ٿو ٿئي تہ اوهين چئو
ٿا تہ ’ڏاڍي صاف موسم ٿيندي،‘ (٣) ۽ جڏهن صبح جو آسمان ڳاڙهو ۽
جهڙالو ٿو ٿئي تہ چئو ٿا تہ ’اڄ مينهن پوندو.‘ اوهان کي آسمان جي نشانين
جي تہ خبر پوي ٿي پر زماني جي نشانين جي خبر نہ ٿي پئيوَ. (٤) هن زماني
جا ماڻھو ڪيترا نہ بڇڙا ۽ بي‌ايمان آهن جو مون کان معجزو ٿا گهرن. پر

١:١٦ مت ١٢:٣٨، لو ١١:١٦ — ٤:١٦ مت ١٢:٣٩، لو ١١:٢٩

انهن کي يونس جي معجزي کان سواءِ ٻيو ڪو به معجزو نه ڏيکاريو ويندو.“
پوءِ هو انهن کي ڇڏي روانو ٿي ويو.

## فريسين ۽ صدوقين جو خميرو

(مرقس ٨:١٤-٢١)

⑤ شاگرد ڍنڍ جي هُن پر وڃڻ پر ڪين ماني کڻڻ وسري ويئي. ⑥ پوءِ
عيسيٰ چين ته ”ڏسو، فريسين ۽ صدوقين جي خميري کان هوشيار ٿجو.“
⑦ هو پاڻ ۾ بحث ڪرڻ لڳا ته ”هن اسان کي اهو انهيءَ ڪري چيو جو
اسين ماني ڪونه کڻي آيا آهيون.“ ⑧ عيسيٰ سندن ڳالهه سمجهي ويو ۽
چيائين ته ”اوهان جو ايمان ڪيترو نه ڪمزور آهي. ڇو ٿا پاڻ ۾ سوال جواب
ڪريو ته ’اسان وٽ ماني ڪونهي؟‘ ⑨ اڃا تائين اوهين نه ٿا سمجهو؟ ڇا
اوهان کي ياد نه آهي ته اوهان پنجن مانين جا ڀڳا پنج هزار ماڻهن ۾ ورهايا
هئا؟ ۽ اوهان ڪيتريون ڪاريون بڇيل ڀڳين جون ڀري کنيون هيون؟ ⑩ ۽ نه
وري ست مانيون چار هزار ماڻهن ۾ ورهائڻ ياد اٿوَ ته ان وقت اوهان ڪيتريون
ڪاريون ڀري کنيون هيون؟ ⑪ مون اوهان کي ماني بابت نه چيو، پر اوهين ڇو
نه ٿا سمجهو؟ پاڻ کي فريسين ۽ صدوقين جي خميري کان هوشيار ڪجو.“
⑫ پوءِ شاگردن سمجهيو ته هو مانيءَ ۾ ڪم ايندڙ خميري کان خبردار نه پيو
ڪري پر فريسين ۽ صدوقين جي تعليم کان هوشيار رهڻ لاءِ پيو چوي.

## پطرس جو عيسيٰ بابت اظهار

(مرقس ٨:٢٧-٣٠، لوقا ٩:١٨-٢١)

⑬ جڏهن عيسيٰ قيصريه فلپيءَ جي علائقي ۾ آيو ته پنهنجن شاگردن کان
پڇيائين ته ”ماڻهو ابن‌آدم بابت ڇا ٿا چون ته هو ڪير آهي؟“ ⑭ انهن ورائيو
ته ”ڪي چون ٿا ته اوهين يحيٰ بپتسما ڏيڻ وارا آهيو، ڪي چون ٿا ته الياس
نبي آهيو ۽ ٻيا وري چون ٿا ته يرمياه يا ٻين نبين مان ڪو به هڪ آهيو.“
⑮ عيسيٰ پڇين ته ”اوهين ڇا ٿا چئو ته آءٌ ڪير آهيان؟“ ⑯ تنهن تي شمعون

---

٦:١٦ لو ١٢:١ ٩:١٦ مت ١٤:١٧-٢١ ١٠:١٦ مت ١٥:٣٤-٣٨

١٤:١٦ مت ١٤:١-٢، مر ٦:١٤-١٥، لو ٩:٧-٨ ١٦:١٦ يو ٦:٦٨-٦٩

پطرس وراڻيو ته ”تون مسيح، زنده خدا جو فرزند آهين.“ (١٧) عيسيٰ چيس
ته ”اي شمعون يوحنا جا پٽ! تون سڀاڳو آهين، ڇاڪاڻ ته هيءَ حقيقت تو
کي ڪنهن انسان کان نه پر منهنجي آسمان واري پيءُ کان ملي آهي. (١٨) آءٌ
به تو کي چوان ٿو ته تون [1]ٽڪر آهين ۽ ان ٽڪر تي آءٌ پنهنجي ڪليسيا
اڏيندس جيڪا موت جي طاقت تي غالب پوندي. (١٩) آءٌ تو کي آسمان واري
بادشاهت جون ڪنجيون ڏيندس ۽ جنهن جي تون زمين تي منع ڪندين ته
بهشت ۾ به منع ڪئي ويندي ۽ جنهن جي تون زمين تي اجازت ڏيندين ته
بهشت ۾ به ان جي اجازت ڏني ويندي.“ (٢٠) پوءِ عيسيٰ پنهنجن شاگردن
کي تاڪيد ڪيو ته ”ڪنهن کي به نه ٻڌائجو ته آءٌ مسيح آهيان.“

## پنهنجي ڏک ۽ موت بابت ٻڌائڻ

(مرقس ٨:٣١-٩:١، لوقا ٩:٢٢-٢٧)

(٢١) انهيءَ وقت کان پوءِ عيسيٰ پنهنجن شاگردن کي کليو کلايو چٽي
ڇڏيو ته ”آءٌ يروشلم ضرور ويندس ۽ اتي بزرگن، سردار ڪاهنن ۽ شريعت
جي عالمن جون گهڻيون سختيون سهندس. مون کي ماريو ويندو ۽ ٽئين
ڏينهن تي وري جيئرو ٿي اٿندس.“ (٢٢) پطرس کيس پاسيرو وٺي ويو ۽ سختيءَ
سان چوڻ لڳس ته ”اي خداوند! خدا خير ڪري، شل تو سان ائين نه
ٿئي.“ (٢٣) عيسيٰ ڦري پطرس کي چيو ته ”اي شيطان! منهنجي اکين اڳيان
ٽري وڃ. منهنجي راهه ۾ تون رڪاوٽ آهين، ڇالاءِ جو تون خدا وانگر نه
پر ماڻهن وانگر ٿو سوچين.“

(٢٤) پوءِ عيسيٰ پنهنجن شاگردن کي ٻڌايو ته ”جيڪڏهن ڪو منهنجي
پٺيان هلڻ گهري ته هو پنهنجي خوديءَ کي ماري ۽ پنهنجو صليب کڻي
منهنجي پٺيان هلي. (٢٥) ڇالاءِ جو جيڪو چاهي ته ’آءٌ پنهنجي جان بچايان،‘
سو اها وڃائيندو پر جيڪو منهنجي لاءِ پنهنجي جان ڏيندو تنهن کي اها

---

[1] ٽڪر: اصل ۾ يوناني لفظ ”پطرس“ لکيل آهي جنهن جي معنيٰ آهي ”ٽڪر“.

١٦:١٩ مت ١٨:١٨، يو ٢٠:٢٣ ١٦:٢٤ مت ١٠:٣٨، لو ١٤:٢٧

١٦:٢٥ مت ١٠:٣٩، لو ١٧:٣٣، يو ١٢:٢٥

ملندي. ㉖ چاڪاڻ‌ته ماڻهوءَ کي انهيءَ مان ڪهڙو فائدو جو سڄي دنيا ته
هٿ ڪري پر پنهنجي جان وڃائي؟ ماڻهو پنهنجي جان وري حاصل ڪرڻ
لاءِ ڪجهه به ڏيئي نه ٿو سگهي. ㉗ انهيءَ ڪري جو ابن‌آدم پنهنجي پيءُ
جي جلوي ۾ ملائڪن سان گڏ ايندو ۽ هر هڪ ماڻهوءَ کي سندس ڪمن
موجب اجر ڏيندو. ㉘ آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته جيڪي هتي بيٺا آهن
تن مان ڪي ايستائين موت جو ذائقو نه چکندا جيستائين هو ابن‌آدم کي
سنڌس بادشاهت ۾ ايندو نه ڏسندا.“

## عيسيٰ جو نوراني صورت ۾ ظاهر ٿيڻ

(مرقس ٩:٢-١٣، لوقا ٩:٢٨-٣٦)

١٧ ① ڇهن ڏينهن کان پوءِ عيسيٰ پاڻ سان گڏ پطرس، يعقوب ۽
سندس ڀاءُ يوحنا کي اڪيلائيءَ ۾ هڪڙي مٿاهين جبل تي وٺي
ويو. ② جيئن ئي هنن عيسيٰ ڏانهن نهاريو ته سندس صورت بدلجي پيئي
۽ هن جو منهن سج وانگر چمڪڻ لڳو. سندس پوشاڪ نوراني ٿي ويئي.
③ پوءِ انهن موسيٰ ۽ الياس نبيءَ کي ڏٺو جيڪي عيسيٰ سان ڳالهيون ڪري
رهيا هئا. ④ تنهن تي پطرس عيسيٰ کي چيو ته ”خداوند، اها اسان جي
خوش‌نصيبي آهي جو اسين هتي آهيون. جيڪڏهن اوهان جي مرضي هجي
ته آءٌ هتي ٽي تنبو ڪٽي ڪوڙيان، هڪ توهان لاءِ، هڪ موسيٰ لاءِ ۽ هڪ
الياس لاءِ.“ ⑤ اجا هو ڳالهائي ئي پيو ته هڪ تمام اڇي ڪڪر اچي مٿن
ڇانوَ ڪئي ۽ ڪڪر مان آواز آيو ته ”هي منهنجو پيارو فرزند آهي ۽ هن مان
آءٌ گهڻو خوش آهيان. اوهين هن جي ڏيان سان ٻڌو.“ ⑥ جڏهن شاگردن
هي آواز ٻڌو ته اُهي ايترا ته ڊڄي ويا جو پاڻ کي منهن ڀر زمين تي ڪيرائي
ڇڏيائون. ⑦ عيسيٰ انهن وٽ اچي کين هٿ لائي چيو ته ”اٿو ۽ ڊڄو نه.“
⑧ پوءِ انهن مٿي نهاريو ته عيسيٰ کان سواءِ اتي ٻيو ڪوبه ڪونه هو.
⑨ جيئن جبل تان هيٺ لٿا پئي ته عيسيٰ انهن کي حڪم ڏيئي چيو ته
”جيڪي ڪجهه ڏٺو اٿو اهو تيستائين ڪنهن کي به نه ٻڌائجو جيستائين

٢٧:١٦ مت ٢٥:٣١، زب ٦٢:١٢، رو ٢:٦ ١:١٧-٥ ٢.پط ١:١٧-١٨ ٥:١٧ پيد
٢٢:٢، شر ١٨:١٥، زب ٢:٧، يس ٤٢:١، مت ٣:١٧، ١٢:١٨، مر ١:١١، لو ٣:٢٢

ابن‌آدم موت کان پوءِ وري جيئرو نہ ٿئي.“ (١٠) پوءِ شاگردن عيسيٰ کان پڇيو
تہ ”شريعت جا عالم ڇو ٿا چون تہ پهريائين الياس نبيءَ جو اچڻ ضروري
آهي؟“ (١١) هن وراڻيو تہ ”برابر الياس پهريائين ايندو ۽ هر هڪ شيءِ تيار
ڪندو. (١٢) پر آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو تہ الياس اچي چڪو پر ماڻهن هن کي
نہ سڃاتو ۽ ساڻس جيئن وڻين تيئن ئي سلوڪ ڪيائون. ساڳيءَ طرح ابن‌آدم
سان بہ اُهي ائين ئي سلوڪ ڪندا.“ (١٣) پوءِ شاگردن سمجهيو تہ هو ساڻن
يحيٰ بپتسما ڏيڻ واري بابت ڳالهائي رهيو هو.

## مرگهيءَ واري ڇوڪر مان ڀوت ڪڍڻ

(مرقس ٩:١٤–٢٩، لوقا ٩:٣٧–٤٣)

(١٤) جڏهن اُهي خلق ڏانهن موٽيا تہ هڪڙو ماڻهو عيسيٰ وٽ آيو ۽ سندس
اڳيان گوڏا کوڙي (١٥) چيائين تہ ”سائين! منهنجي پٽ تي رحم ڪريو،
ڇاڪاڻ‌تہ هن کي مرگهي آهي ۽ کيس اهڙو مرض آهي جو بعضي باهہ ۾
وڃيو ڪري تہ بعضي پاڻيءَ ۾. (١٦) آءٌ کيس توهان جي شاگردن وٽ وٺي آيو
هوس، پر اُهي کيس ڇٽائي نہ سگهيا.“ (١٧) تنهن تي عيسيٰ وراڻيو تہ ”اي
بي‌يقين ۽ گمراهہ قوم! آءٌ ڪيستائين اوهان وٽ هوندس؟ ۽ ڪيستائين اوهان
جي سهندس؟ ڇوڪري کي مون وٽ وٺي اچ.“ (١٨) عيسيٰ ڀوت کي ڇينڀيو
تہ هو نڪري ويو ۽ انهيءَ گهڙيءَ ڇوڪرو چڱو ڀلو ٿي پيو.
(١٩) پوءِ شاگرد عيسيٰ وٽ نويڪلائيءَ ۾ آيا ۽ کانئس پڇيائون تہ ”اسين
هن ڀوت کي ڇو نہ ڪڍي سگهياسون؟“ (٢٠) عيسيٰ وراڻيو تہ ”اوهين اهو
ڀوت انهيءَ ڪري نہ ڪڍي سگهيا جو اوهان ۾ ايترو ايمان ڪونہ هو. آءٌ
اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان تہ جيڪڏهن اوهان ۾ سرنهن جي داڻي جيترو بہ
ايمان هوندو تہ اوهين جبل کي چئي سگهو ٿا تہ ’هتان هلي هُتي وڃ‘ تہ هو
ويندو. اوهان لاءِ ڪابہ شيءِ اڻٽيٽي نہ آهي.“[1]

[1] ڪن ترجمن ۾ هيءَ آيت بہ شامل آهي: (٢١) پر دعا ۽ روزن کان سواءِ اهڙن ڀوتن کي ڪڍي نہ سگهبو آهي.

١٧:١٠ ملا ٤:٥ ١٧:١٢ مت ١١:١٤ ١٧:٢٠ مت ٢١:٢١، مر ١١:٢٣، ١.ڪر ١٣:٢

## ٻيو دفعو پنهنجي موت بابت ٻڌائڻ

(مرقس ٩:‏٣٠–٣٢، لوقا ٩:‏٤٣–٤٥)

٢٢ جڏهن سيئي شاگرد گليل ۾ اچي گڏ ٿيا ته عيسيٰ انهن کي ٻڌايو ته ”ابنِ‌آدم ماڻهن جي حوالي ڪيو ويندو. ٢٣ اهي کيس ماريندا پر ٽئين ڏينهن تي هو وري جيئرو ٿي اٿندو.“ تنهن تي شاگرد ڏاڍا غمگين ٿيا.

## هيڪل جي محصول جي ادائگي

٢٤ جڏهن عيسيٰ ۽ سندس شاگرد ڪفرناحوم ۾ آيا ته هيڪل جا محصول اڳاڙيندڙ پطرس وٽ آيا ۽ پڇيائونس ته ”ڇا تنهنجو استاد هيڪل جو محصول ڏيندو آهي؟“ ٢٥ تنهن تي پطرس وراڻيو ته ”هائو.“ جڏهن پطرس گهر ۾ اندر گهڙيو ته هن جي ڳالهائڻ کان اڳ ۾ عيسيٰ پڇيس ته ”شمعون، تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي؟ دنيا جي بادشاهن کي محصول ۽ ڍلون ڪير ڏيندا آهن؟ ڇا ملڪ جا رهاڪو ڏيندا آهن يا ڌاريا؟“ ٢٦ تنهن تي پطرس جواب ڏنو ته ”ڌاريا.“ عيسيٰ چيو ته ”ڇگوم پوءِ ان جو مطلب ته ملڪ جا رهاڪو محصول ڏيڻ کان آجا آهن. ٢٧ پر اسين هنن ماڻهن کي ناراض ڪرڻ نه ٿا چاهيون. تنهنڪري تون وڃي ڍنڍ ۾ ڪُنڊي وجهه. جيڪا پهرين مڇي ڦاسي ان جي وات ۾ چانديءَ جو هڪ وڏو سڪو ڏسندين. اهو کڻي وڃي منهنجي ۽ پنهنجي پاران هنن کي هيڪل جو محصول ڏي.“

## وڏو ڪير؟

(مرقس ٩:‏٣٣–٣٧، لوقا ٩:‏٤٦–٤٨)

١٨
١ انهيءَ مهل شاگرد عيسيٰ وٽ آيا ۽ پڇيائونس ته ”آسمان واري بادشاهت ۾ سڀ کان وڏو ڪير آهي؟“ ٢ تنهن تي عيسيٰ هڪ ٻار کي سڏي انهن جي سامهون بيهاري ٣ چيو ته ”آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته جيستائين اوهين بدلجي ٻارن وانگر نه ٿيندا تيستائين آسمان واري

١٧:‏٢٤ خر ٣٠:‏١٣، ٣٨:‏٢٦ ١٨:‏١ لو ٢٢:‏٢٤ ١٨:‏٣ مر ١٠:‏١٥، لو ١٨:‏١٧

بادشاهت ۾ ڪڏهن به داخل تي نه سگهندا. ④آسمان واري بادشاهت
۾ سڀ کان وڏو اُهو آهي جيڪو پاڻ کي هن ٻار وانگر نماڻو ۽ نهڙو
ڪري، ⑤۽ جيڪو به اهڙن ٻارن کي منهنجي ڪري قبول ٿو ڪري تنهن
جڻ مون کي قبول ڪيو.“

## گمراهه ڪرڻ واري جي سزا

(مرقس ٩: ٤٢-٤٨، لوقا ١٧: ١-٢)

⑥عيسيٰ وڌيڪ چيو ته ”هي ننڍڙا جن جو مون تي ايمان آهي، تن مان
ڪنهن به هڪ کي جيڪڏهن ڪو گمراهه ڪندو، تنهن لاءِ وڌيڪ سٺو
ائين ٿيندو ته ڪيس ڳچيءَ ۾ جنڊ جو پُڙ وجهي سمنڊ جي وچ ۾ ٻوڙيو
وڃي. ⑦هن دنيا کي حيف آهي، جنهن جون شيون ماڻهن کي گمراهه
ٿيون ڪن. گمراهي ته ضرور ٿيندي پر مصيبت آهي اُن ماڻهوءَ لاءِ جنهن
جي وسيلي گمراهي ٿئي ٿي.
⑧جيڪڏهن تنهنجو هٿ يا پير تو کي گمراهه ڪري ته اهو ڪپي پري
اڇلائي ڇڏ. ٻالاءِجو ٻنهي هٿن يا پيرن سان دائمي باهه ۾ پوڻ کان اهو
بهتر آهي ته تون ٽُنڊو يا منڊو جنت ۾ داخل ٿئين. ⑨جيڪڏهن تنهنجي
اک تو کي گمراهه ڪري ته اُها ڪڍي پري اڇلائي ڇڏ. ڇالاءِجو ٻن
اکين سان جهنم جي باهه ۾ پوڻ کان اهو بهتر آهي ته تون ڪاڻو ٿي
جنت ۾ داخل ٿئين.“

## وڃايل رڍ جو مثال

(لوقا ١٥: ٣-٧)

⑩”ڌيان ڏيو، متان هنن ننڍڙن مان ڪنهن به هڪ کي خسيس ڪري
سمجهو. ڇالاءِجو آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته هنن جا ملائڪ منهنجي آسمان
واري پيءُ جي حضور ۾ هر وقت حاضر رهن ٿا.[1]

[1] ڪن ترجمن ۾ هيءَ آيت به شامل آهي: ⑪ابن‌آدم ته گمراهن کي ڇوٽڪاري ڏيڻ
لاءِ آيو آهي.

١٨: ٨ مت ٥: ٣٠ ١٨: ٩ مت ٥: ٢٩

⑫ ڪيئن ٿا ڀانئيو؟ جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي سؤ رڍون هجن ۽ انهن
مان هڪ وڃائجي وڃي ته ڇا هو نوانوي رڍن کي ٽڪر تي چرندو ڇڏي
اُن هڪ وڃايل رڍ کي ڳولڻ لاءِ نه ويندو؟ ⑬ جڏهن هو اها رڍ لهي ٿو ته
آءٌ اوهان کي سچ ٿو چوان ته اُهي نوانوي جيڪي گم نه ٿيون آهن تن کان
وڌيڪ هو انهيءَ هڪ لاءِ خوشي ڪندو. ⑭ ساڳيءَ طرح اوهان جو آسمان
وارو پيءُ هنن ننڍڙن مان ڪنهن جو به گمراهه ٿيڻ نه ٿو چاهي."

## ڏوهه ڪندڙ ڀاءُ کي هدايت

⑮ "جيڪڏهن اوهان جي ڪليسيا جو ڪو ماڻهو اوهان جو ڏوهه ٿو
ڪري ته هن کي اهو ڏوهه اڪيلائيءَ ۾ ياد ڏياريو. جيڪڏهن هن اوهان جي
ڏيان سان ٻڌي ته ڄڻ اوهان هڪ همايمان کي موٽايو. ⑯ پر جيڪڏهن هو
اوهان جي ڏيان سان نه ٻڌي ته پوءِ جيئن لکيل آهي ته 'هڪڙو يا ٻه شخص
پاڻ سان وٺي وڃو ته جيئن سڄو ڏوهه ٻن يا ٽن شاهدن جي سامهون مٿس
ثابت ٿئي.' ⑰ جيڪڏهن هو انهن کي انڪار ڪري ته ڪليسيا کي ٻڌايو
۽ جيڪڏهن ڪليسيا کي به نه مڃي ته پوءِ هن کي غير قوم ۽ محصول
اڳاڙيندڙن مان ڪري سمجهو."

## حلال ۽ حرام

⑱ "آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته جنهن جي اوهين هن زمين تي منع
ڪندا ته بهشت ۾ به ان جي منع ڪئي ويندي ۽ جنهن جي اوهين هن زمين
تي اجازت ڏيندا ته بهشت ۾ به ان جي اجازت ڏني ويندي.
⑲ آءٌ اوهان کي اهو به ٻڌايان ٿو ته جڏهن اوهان مان ڪي به ٻه گڏجي
هن زمين تي ڪنهن شيءِ لاءِ دعا گهرن ٿا ته منهنجو آسمان وارو پيءُ اوهان
لاءِ اهو ڪم ڪندو. ⑳ ڇالاءِجو جتي به ٻه يا ٽي منهنجي نالي تي اچي
گڏ ٿين ٿا ته آءٌ به اُتي انهن سان شامل آهيان."

---

١٨:١٥ لو ١٧:٣ ١٨:١٦ شر ١٩:١٥ ١٨:١٨ مت ١٦:١٩، يو ٢٠:٢٣

## بچڙي نوڪر جو مثال

(۲۱) پوءِ پطرس عيسيٰ وٽ اچي پڇيو تہ ”خداوند، جيڪڏهن منهنجو ڪو
ڀاءُ ڀيڻ منهنجو ڏوهہ ڪندو رهي تہ آءٌ کيس ڪيترا دفعا بخشي ڇڏيان؟ ڇا
ست دفعا بخشي ڇڏيانس؟“ (۲۲) عيسيٰ ورائيو تہ ”ست دفعا تہ آءٌ ڪونہ ٿو
چوانءِ پر ستهتر دفعا. (۲۳) ڇاڪاڻ تہ آسمان واري بادشاهت هڪ بادشاهہ
وانگر آهيءِ جنهن پنهنجن نوڪرن کان حساب ڪتاب وٺڻ جو فيصلو ڪيو.
(۲۴) جڏهن حساب ڪتاب ڪرڻ لڳو تہ وٽس هڪ اهڙو ماڻهو آندو ويو جنهن
ڏانهن هن جا ڪروڙين [1]چانديءَ جا سڪا قرض هئا. (۲۵) پر ان نوڪر وٽ
ايترو پيسو ڪونہ هو جو ڪٽي قرض لاهيءِ تنهنڪري سندس مالڪ حڪم
ڏنو تہ ’هن کيءِ سندس زال ۽ ٻارن کي ۽ جيڪي ڪجهہ وٽس آهي تنهن
کي بہ وڪڻي قرض جي ادائگي ڪئي وڃي.‘ (۲٦) نوڪر پنهنجي مالڪ جي
پيرن تي ڪري پيو ۽ عرض ڪيائينس تہ ’مون کي مهلت ڏيو. آءٌ اوهان جو
سمورو قرض ادا ڪندس.‘ (۲۷) مالڪ کي هن تي رحم اچي ويو سو هن کي
آزاد ڪري سندس سمورو قرض بخشي ڇڏيائين.
(۲۸) اهو نوڪر ٻاهر نڪتو تہ پنهنجو هڪ ساٿي نوڪر مليس جنهن ڏانهن
هن جا هڪ سؤ چانديءَ جا سڪا قرض هئا. تنهن کي جهلي ڳچيءَ کان
وٺي چيائينس تہ ’مون کي منهنجو قرض ڏي.‘ (۲۹) هن جي ساٿي پيرن تي
ڪري کيس ليلائي چيو تہ ’مون کي مهلت ڏي ۽ آءٌ تو کي قرض واپس
ڪندس.‘ (۳۰) پر هن ان جي هڪ بہ نہ ٻڌي ۽ جيل ۾ وجهرايائينس جيستائين
هو قرض ادا نہ ڪري. (۳۱) جڏهن ان جي ساٿي نوڪرن هي ڏٺو تہ کين ڏاڍو
ڏک ٿيو ۽ اچي سارو احوال پنهنجي مالڪ کي ٻڌايائون. (۳۲) تنهن تي مالڪ
ان نوڪر کي گهرائي چيو تہ ’اي بچڙا نوڪر! مون تو کي پنهنجو سمورو
قرض بخشي ڇڏيوءِ ڇاڪاڻ تہ تو مون کي منٿون ڪيون هيون. (۳۳) ڇا تو
کي بہ اهڙيءَ طرح پنهنجي ساٿي نوڪر تي رحم ڪرڻ نہ کپندو هو جيئن

[1] چانديءَ جا سڪا: انهن ڏينهن ۾ چانديءَ جو هڪ عام سکو هڪڙي ڏينهن جي مزوري هوندي هئي. ڏسو متي ۲۰:۲.

۱۸:۲۱-۲۲ لو ۱۷:۳-۴ ۱۸:۲۲ پيد ۴:۲۴

مون تو تي ڪيو؟‘ ⓷⓸ مالڪ اچي ڏاڍو ڏمريو ۽ انهيءَ نوڪر کي جلادن جي
حوالي ڪري ڇڏيائين، جيستائين هو سمورو قرض واپس نه ڪري. ⓷⓹ اهڙيءَ
طرح منهنجو آسمان وارو پيءُ به اوهان سان ڪندو، جيڪڏهن اوهين پنهنجي
سچيءَ دل سان پنهنجي ڀاءُ ڀيڻ کي نه بخشيندءُ.“

## طلاق بابت تعليم

(مرقس ١٠:١-١٢)

١٩ ① جڏهن عيسيٰ اهي هدايتون ڏيئي چڪو ته هو گليل مان روانو
ٿيو، اردن درياءَ جي ڀيءَ پر يهوديه جي علائقي ۾ آيو. ② هن
جي پٺيان ماڻهن جا وڏا ميڙ آيا پئي ۽ اُتي ئي ڪين شفا ڏيئي چڱو ڀلو
ٿي ڪيائين.

③ ڪي فريسي وٽس آيا ۽ کيس آزمائڻ لاءِ پڇيائون ته ”ڇا ڪنهن ماڻهوءَ
جو پنهنجي زال کي ڪنهن به سبب طلاق ڏيڻ جائز آهي يا نه؟“ ④ تنهن تي
عيسيٰ وراڻيو ته ”ڇا اوهان لکت ۾ نه پڙهيو آهي ته خالق انهن کي شروعات
کان وٺي نر ۽ مادي ڪري پيدا ڪيو؟ ⑤ ۽ چيائين ته ’انهيءَ ڪري مرد
پنهنجي ماءُپيءُ کي ڇڏي پنهنجيءَ زال سان گڏجي رهندو ۽ هو ٻه گڏجي
هڪ ٿي ويندا.‘ ⑥ پوءِ اهي ٻه نه پر هڪ آهن. سو جن کي خدا ملايو
آهي تن کي ماڻهو جدا نه ڪري.“ ⑦ تڏهن انهن فريسين ڪانئس پڇيو ته
”پوءِ موسيٰ ڇو حڪم ڪيو ته مرد پنهنجي زال کي طلاق نامو ڏيئي ڪيس
ڪڍي سگهي ٿو؟“ ⑧ عيسيٰ وراڻيو ته ”موسيٰ اوهان جي سخت‌دليءَ ڪري
اوهان کي اجازت ڏني ته اوهين زال کي طلاق ڏيئي سگهو ٿا، پر شروعات
۾ ائين نه هو. ⑨ آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي
زال کي طلاق ڏئي ٿو ۽ هوءَ زناڪار به نه آهي ۽ هو ٻيءَ زال سان شادي
ٿو ڪري، ته ڄڻ زنا ڪيائين.“

⑩ تنهن تي سندس شاگردن کيس چيو ته ”جيڪڏهن زال مڙس جو اهو
حال آهي ته پوءِ پرڻجڻ ئي چڱو نه آهي.“ ⑪ عيسيٰ وراڻيو ته ”سڀ ماڻهو

---

١٩:٤ پيد ١:٢٧، ٥:٢ ١٩:٥ پيد ٢:٢٤ ١٩:٧ شر ٢٤:١-٤، مت ٥:٣١

١٩:٩ مت ٥:٣٢، ١.ڪر ٧:١٠-١١

اها ڳالهه قبول ڪري نه سگهندا، رڳو اهي ئي قبول ڪندا جن کي خدا کان
اهڙي طاقت مليل هوندي. ⑫ ڇالاءِجو ڪي سبب آهن جو ماڻهو شادي نه
ٿا ڪن. جيئن ته ڪي ڄمندي ئي کدڙا آهن، ڪن کي ماڻهن کدڙو ڪيو
آهي ۽ ڪي آسمان واري بادشاهت ڪري کدڙا ٿيا آهن. جيڪو اها ڳالهه
قبول ڪري سگهي سو ڀلي قبول ڪري."

## ننڍڙن ٻارن سان پيار

(مرقس ١٠:١٣-١٦، لوقا ١٨:١٥-١٧)

⑬ ڪي ماڻهو عيسيٰ وٽ پنهنجا ننڍڙا ٻار ڪٺي آيا ته جيئن عيسيٰ پنهنجا
هٿ انهن تي رکي ڪين دعا ڪري، پر شاگردن انهن ماڻهن کي ڇينڀيو.
⑭ عيسيٰ چيو ته "ٻارن کي ڇڏيو ته مون وٽ اچن، انهن کي نه جهليو
ڇاڪاڻ‌ته آسمان واري بادشاهت اهڙن جي ئي آهي." ⑮ عيسيٰ انهن تي
پنهنجا هٿ رکيا. پوءِ هو اتان روانو ٿي ويو.

## شاهوڪار ۽ خدا جي بادشاهت

(مرقس ١٠:١٧-٣١، لوقا ١٨:١٨-٣٠)

⑯ هڪ دفعي هڪ ماڻهو عيسيٰ وٽ آيو ۽ پڇيائين ته "اي استاد! آءٌ
ڪهڙو چڱو ڪم ڪريان جو دائمي زندگي ملي؟" ⑰ عيسيٰ وراڻيو ته
"تون مون کان چڱي ڪم بابت ڇو ٿو پڇين؟ چڱو ته رڳو خدا ئي آهي.
جيڪڏهن تون دائمي زندگي حاصل ڪرڻ گهرين ٿو ته ان جي حڪمن
تي عمل ڪر." ⑱ هن پڇيو ته "ڪهڙا حڪم؟" عيسيٰ وراڻيو ته "خون
نه ڪر، زنا نه ڪر، چوري نه ڪر، ڪوڙي شاهدي نه ڏي، ⑲ پنهنجي
ماءُپيءُ جي عزت ڪر ۽ پنهنجي پاڙيسريءَ سان پاڻ جهڙو پيار ڪر." ⑳ تنهن
تي جوان مرد جواب ڏنو ته "مون انهن سڀني تي عمل ڪيو آهي. باقي
ٻيا ڪهڙا رهيل آهن؟" ㉑ عيسيٰ هن کي چيو ته "جيڪڏهن تون ڪامل
ٿيڻ گهرين ٿو ته وڃي پنهنجي سموري ملڪيت وڪڻي اُهي پيسا غريبن
۾ خيرات ڪر ته بهشت ۾ تو کي خزانو ملندو ۽ پوءِ اچي منهنجو پوئلڳ

١٨:١٩ خر ٢٠:١٣-١٦، شر ٥:١٧-٢٠ ١٩:١٩ خر ٢٠:١٢، شر ٥:١٦، لاو ١٩:١٨

تيءُ.“ ㉒ جڏهن جوان مرد اها ڳالهه ٻڌي ته غمگين ٿي هليو ويو ڇاڪاڻ ته
هو هڪ وڏو شاهوڪار ماڻهو هو.

㉓ پوءِ عيسيٰ پنهنجن شاگردن کي ٻڌايو ته ”آءٌ اوهان کي سچ ٿو چوان
ته شاهوڪار ماڻهو آسمان واري بادشاهت ۾ ڏاڍي مشڪلات سان داخل
ٿيندو. ㉔ آءٌ وري به چوان ٿو ته اُٺ جو سُئي جي ناڪي مان لنگهڻ سولو
آهي پر شاهوڪار ماڻهوءَ جو خدا جي بادشاهت ۾ داخل ٿيڻ اولو آهي.“
㉕ جڏهن شاگردن اهو ٻڌو ته ڏاڍا حيران ٿي ويا ۽ چيائون ته ”پوءِ ڪير بچي
سگهندو؟“ ㉖ عيسيٰ انهن ڏانهن چتائي ڏٺو ۽ چيو ته ”اها ڳالهه ماڻهن کان
ٿي نه ٿي سگهي پر خدا هر شيءَ تي قادر آهي.“

㉗ تنهن تي پطرس چيو ته ”ڏسو، اسين سڀ ڪجهه ڇڏي اوهان جي
پٺيان لڳا آهيون، اسان کي ڇا ملندو؟“ ㉘ عيسيٰ کين چيو ته ”آءٌ اوهان کي
سچ ٿو ٻڌايان ته اڳئين جهان ۾ جڏهن ابن‌آدم پنهنجي جلوي سان تخت
تي ويهندو، ته اوهين منهنجا ٻارهن پوئلڳ به ٻارهن تختن تي ويهندا ۽ بني
اسرائيل جي ٻارهن قبيلن جا فيصلا ڪندا. ㉙ جيڪو به منهنجي ڪري گهر،
ڀائر، ڀينرون، پيءُ، ماءُ، ٻار يا ٻنيون ڇڏيندو ته ان کي اُهي سئوڻا ٿي ملندا ۽
دائمي زندگي به ملندس. ㉚ پر ڪيترائي جيڪي هاڻي اڳيان آهن سي پويان
ٿيندا ۽ ڪيترائي جيڪي هاڻي پويان آهن سي اڳيان ٿيندا.“

## انگورن جي باغ جا مزور

**٢٠** ① ”آسمان واري بادشاهت ڪنهن گهر جي مالڪ مثل آهي،
جيڪو صبح جو سوير انهيءَ لاءِ ٻاهر نڪتو ته پنهنجي انگورن
جي باغ ۾ ڪي مزور بيهاري. ② هنن سان روز جي مزوري هڪ چانديءَ
جو سڪو ٻول ڪري کين پنهنجي انگورن جي باغ ۾ موڪليائين. ③ پهر
کن گذرڻ کان پوءِ هو بازار ويو ۽ ڏٺائين ته اُتي ٻيا مزور به واندا بيٺا آهن.
④ انهن کي چيائين ته ’اوهين به انگورن جي باغ ۾ وڃي ڪم ڪريو ۽
جيڪو حق هوندو سو آءٌ اوهان کي ڏيندس،‘ ⑤ تڏهن اهي به ويا. پوءِ ٻه پهر
گذريا ته هو وري ويو ۽ ساڳيءَ طرح مزور ڪيائين. ٽي پهر گذريا ته وري به

١٩:‏٢٨ مت ٢٥:‏٣١، لو ٢٢:‏٣٠ ١٩:‏٣٠ مت ٢٠:‏١٦، لو ١٣:‏٣٠

ويو ۽ ساڳيءَ طرح مزور موڪليائين. ⑥ هو وري چوٿين پهر بازار ويو ۽ وري
ٻه ائين ئي ماڻهن کي واندو بيٺل ڏٺائين ۽ کانئن پڇيائين ته 'اوهين هتي سڄو
ڏينهن ڇو واندا بيٺا آهيو؟' ⑦ انهن وراڻيو ته 'ڇالاءِجو اسان کي پورهئي تي
ڪنهن به ڪين بيهاريو آهي.' تنهن تي هن چين ته 'چڱو اوهين به وڃي
منهنجي انگورن جي باغ ۾ ڪم ڪريو.'
⑧ جڏهن سانجهي ٿي ته مالڪ پنهنجي منشيءَ کي چيو ته 'مزورن کي
سڏي ڪين مزوري ڏي. پهريائين انهن کي ڏيڻ شروع ڪر جيڪي پڇاڙيءَ
۾ ڪم تي بيٺا هئا ۽ پڇاڙيءَ ۾ انهن کي ڏي جيڪي پهريائين ڪم تي بيٺل
هئا.' ⑨ جيڪي ماڻهو چوٿين پهر ڪم تي بيٺا هئا تن مان هر ڪنهن کي
هڪ چانديءَ جو سڪو مليو. ⑩ تنهنڪري جيڪي ماڻهو پهريائين اچي
ڪم تي بيٺا هئا انهن سمجهيو ته 'شايد اسان کي گهڻو ملندو' پر انهن
مان به هر هڪ کي هڪ چانديءَ جو سڪو مليو. ⑪ انهن پيسا ته ڪنيا
پر مالڪ جي برخلاف ڪرڪڻ لڳا ته ⑫ 'اسان جن سڄو ڏينهن پورهيو
ڪيو ۽ سج جي گرمي سَني تن کي به تو اوتري ئي مزوري ڏني آهي جيتري
رڳو هڪڙي پهر ڪان به گهٽ ڪم ڪندڙن کي ڏني اٿيئي.' ⑬ تنهن تي
هُن انهن مان هڪڙي کي وراڻيو ته 'ميان، مون تو سان ناحق ڪين ڪيو
آهي. ڇا تو مون سان هڪ چانديءَ جو سڪو مزوري ڪين ٻولي هئي؟
⑭ جيڪي تنهنجو حق آهي سو وٺي هليو وڃ. اها منهنجي مرضي آهي ته
هن پوئين کي به تو جيترو ڏيان. ⑮ ڇا مون کي اهو حق نه آهي جو پنهنجي
پيسي کي جيئن وڻي تيئن خرچ ڪريان؟ آءٌ سخي آهيان تنهن ڪري تو
کي حسد ٿو ٿئي ڇا؟' ⑯ ساڳيءَ طرح جيڪي پويان آهن سي اڳيان ٿيندا
۽ جيڪي اڳيان آهن سي پويان ٿيندا."

## ٽيون دفعو پنهنجي موت بابت ٻڌائڻ

(مرقس ١٠:٣٢-٣٤، لوقا ١٨:٣١-٣٤)

⑰ جڏهن عيسيٰ يروشلم ڏانهن وڃي رهيو هو ته رستي ۾ هن پنهنجن
ٻارهن شاگردن کي هڪ پاسي تي وٺي نويڪلائيءَ ۾ چيو ته ⑱ "ٻڌو،

٢٠:٨ لاو ١٩:١٣، شر ٢٤:١٥ ٢٠:١٦ مت ١٩:٣٠، مر ١٠:٣١، لو ١٣:٣٠

اسين يروشلم ڏانهن هلي رهيا آهيون جتي ابن‌آدم سردار ڪاهنن ۽ شريعت
جي عالمن جي حوالي ڪيو ويندو، جيڪي مٿس موت جي فتويٰ جاري
ڪندا. ⑲ پوءِ اُهي کيس غير قومن جي حوالي ڪندا، جيڪي مٿس چٿرون
ڪندا، چهبڪ هڻندس ۽ صليب تي چاڙهي ڪوڪا هڻندس ۽ ٽئين ڏينهن
تي هو وري جيئرو ٿي اٿندو.“

## هڪ ماءُ جو عرض

(مرقس ١٠:٣٥-٤٥)

⑳ پوءِ زبديءَ جي پٽن جي ماءُ عيسيٰ وٽ پنهنجن پٽن سميت آئي
۽ پيرين پئي هڪ عرض ڪيائين. ㉑ عيسيٰ کانئس پڇيو ته ”تو کي ڇا
گهرجي؟“ تنهن تي هُن چيس ته ”واعدو ڪريو ته جڏهن توهان جي
بادشاهت ٿئي ته منهنجو هڪڙو پٽ توهان جي ساڄي ۽ ٻيو کاٻي پاسي
ويهي.“ ㉒ عيسيٰ انهن کي وراڻيو ته ”توهين نه ٿا ڄاڻو ته اوهين ڇا گهري
رهيا آهيو. ڇا اوهين اهو پيالو پي سگهندا جيڪو آءٌ پيئڻ وارو آهيان؟“
انهن وراڻيو ته ”هائو، ائين ڪري سگهون ٿا.“ ㉓ تنهن تي عيسيٰ انهن
کي چيو ته ”بيشڪ اوهين منهنجو پيالو پيئندا. پر پنهنجي ساڄي ۽ کاٻي
پاسي ويهارڻ منهنجي اختيار ۾ نه آهي. اهي جايون انهن جون آهن جن
جي لاءِ منهنجي پيءُ تيار ڪيون آهن.“

㉔ جڏهن ٻين ڏهن شاگردن اها ڳالهه ٻڌي ته اهي ٻنهي ڀائرن تي اچي
ڪاوڙيا. ㉕ پر عيسيٰ انهن کي سڏي چيو ته ”توهان کي خبر آهي ته قومن
جا سردار ماڻهن تي حڪم ٿا هلائين ۽ انهن سردارن مٿان وري اميرن کي
اختيار آهي. ㉖ پر اوهان ۾ ائين نه ٿيندو. اوهان ۾ جيڪو وڏو ٿيڻ چاهي ته
اهو اوهان جو نوڪر ٿئي، ㉗ ۽ جيڪو اوهان مان اڳيان ٿيڻ گهُري ته اهو
اوهان جو غلام ٿئي. ㉘ ساڳيءَ طرح ابن‌آدم به انهيءَ لاءِ نه آيو آهي ته ٻيا
سندس خدمت ڪن پر پاڻ ٻين جي خدمت ڪري ۽ گهڻن جي ڇوٽڪاري
جي لاءِ پنهنجي جان قربان ڪري ڇڏي.“

---

٢٠:٢٥-٢٦ لو ٢٢:٢٥-٢٦ ٢٠:٢٦-٢٧ مت ٢٣:١١، مر ٩:٣٥، لو ٢٢:٢٦

## ٻن انڌن کي سڄو ڪرڻ

(مرقس ١٠:٤٦-٥٢، لوقا ١٨:٣٥-٤٣)

(٢٩) جيئن اهي يريحو شهر مان نڪري رهيا هئا ته هڪ وڏو ميڙ عيسيٰ
جي پويان آيو. (٣٠) ٻه انڌا جيڪي رستي جي پر ۾ ويٺا هئا تن جڏهن ٻڌو ته
عيسيٰ لنگهي رهيو آهي تڏهن رڙ ڪري چيائون ته ”اي سائين، ابن دائود!
اسان تي رحم ڪريو.“ (٣١) خلق انهن کي چڙٻُون ڏنيون ته ”ماٺ ڪريو.“
پر اهي اڃا به وڌيڪ رڙيون ڪري چوڻ لڳا ته ”اي سائين، ابن دائود! اسان
تي رحم ڪريو.“ (٣٢) تنهن تي عيسيٰ بيهي رهيو ۽ انهن کي سڏي ڪائن
پڇيائين ته ”توهين ڇا ٿا چاهيو ۽ آءٌ توهان جي لاءِ ڇا ڪريان؟“ (٣٣) انهن
وراڻيو ته ”سائين! اسان جي اکين کي کوليو.“ (٣٤) عيسيٰ کي انهن تي رحم
اچي ويو سو سندن اکين تي هٿ لاتائين ته هڪدم اهي ڏسڻوائسڻ لڳا.
پوءِ اهي به سندس پٺيان هلڻ لڳا.

## يروشلم ۾ شان سان داخل ٿيڻ

(مرقس ١١:١-١١، لوقا ١٩:٢٨-٤٠، يوحنا ١٢:١٢-١٩)

٢١ (١) جڏهن اهي يروشلم جي ويجهو ٿيا ته زيتون جبل تي بيت‌فگاه
ڳوٺ ۾ آيا. اتان عيسيٰ ٻن شاگردن کي اڳ ۾ موڪليو. (٢) انهن
کي هدايتون ڏنائين ته ”اڳئين ڳوٺ ۾ وڃو. اُتي ڏسندا ته هڪ گڏهه
پنهنجي کودڙي سميت ٻڌل ھوندي. انهن کي ڇوڙي مون وٽ ڪاهي اچو.
(٣) جيڪڏهن ڪو ماڻهو توهان کي ڪجهه چوي ته کيس چئجو ته ’سائينءَ
کي انهن جي ضرورت آهي.‘ پوءِ هو اوهان کي اجازت ڏيندو.“

(٤) اهو انهيءَ ڪري ٿيو ته جيڪو نبيءَ چيو هو سو سچو ثابت ٿئي ته
(٥) ”[1]صيئون جي شهر کي چئو ته
’ڏس، تنهنجو بادشاهه تو وٽ اچي پيو،

---

[1] صيئون جي شهر: يعني يروشلم شهر.

٥:٢١ زڪ ٩:٩

نماڻو ۽ گڏھہ تي سوار،
بلڪ گڏھہ جي ٻچڙي يعني ڪودڙي تي.‘‘‘
(٦) تڏھن شاگرد روانا ٿي ويا ۽ ائين ئي ڪيائون جيئن عيسيٰ ڪين چيو
ھو. (٧) اُھي گڏھہ ۽ سندس ڪودڙي کي ڪاھي آيا، مٿن پنھنجا ڪپڙا وڇائون
۽ عيسيٰ سوار ٿي وينو. (٨) ھڪ تمام وڏي ميڙ مان ڪن پنھنجا ڪپڙا ڪڍي
رستي تي وڇايا ۽ ٻين وري وڻن جون ٽاريون آڻي رستي تي پکيڙي ڇڏيون.
(٩) جيڪي ميڙ اڳيان ۽ پٺيان پئي آيا تن وڏي آواز سان چيو پئي تہ
”ھجي واڪاڻ دائود جي پٽ جي، بيشڪ آھي اھو سڳورو،
خداوند جي نالي ھو تو اچي، عرش عظيم جو خدا آ سڳورو.“
(١٠) جڏھن عيسيٰ يروشلم ۾ داخل ٿيو تہ سڄو شھر عجب ۾ پئجي ويو.
ماڻھن پڇيو تہ ”ھي ڪير آھي؟“ (١١) ميڙ مان جواب آيو تہ ”ھي گليل جي
ناصرت شھر وارو نبي عيسيٰ آھي.“

## عيسيٰ جو ھيڪل ۾ وڃڻ

(مرقس ١١:١٥-١٩، لوقا ١٩:٤٥-٤٨، يوحنا ٢:١٣-٢٢)

(١٢) عيسيٰ ھيڪل ۾ ويو ۽ اُتي جيڪي واپار ۽ ڏيتي ليتيءَ ۾ رُڌل ھئا، تن کي
ڌڪي ڪيڍڻ لڳو ۽ صرافن جا صندل ۽ ڪبوتر وڪڻڻ وارن جون صندليون
اونڌيون ڪري ڇڏيائين. (١٣) انھن کي چيائين تہ ”اھو لکيل آھي تہ ’منھنجو
گھر عبادت جو گھر سڏبو،‘ پر اوھان ان کي ڌاڙيلن جي پاٽاري بڻائي آھي.“
(١٤) ڪيئي انڌا ۽ منڊا عيسيٰ وٽ ھيڪل ۾ آيا ۽ ھن انھن سڀني کي شفا
ڏيئي چڱو ڀلو ڪري ڇڏيو. (١٥) جڏھن سردار ڪاھنن ۽ شريعت جي عالمن
اھي عجب جھڙا ڪم ڏٺا جيڪي ھن پئي ڪيا ۽ ٻارن کي ”دائود جو
پٽ مبارڪ، مبارڪ“ چوندي ٻڌو تہ اُھي اچي ڪاوڙيا. (١٦) تنھنڪري انھن
عيسيٰ کي اچي چيو تہ ”ڇا تون اھو ٻڌين ٿو جيڪو ھو چون پيا؟“ عيسيٰ
وراڻيو تہ ”ھائو. ڇا اوھان لکت ۾ نہ پڙھيو آھي تہ ’تو ٻارن ۽ کير پياڪن
کان پنھنجي واڪاڻ ڪرائي آھي.‘“ (١٧) پوءِ عيسيٰ انھن کي ڇڏي شھر مان
روانو ٿي بيت عنياه ڏانھن ويو جتي ھو رات ٽڪيو.

٢١:٩ زب ١١٨:٢٥،٢٦ ٢١:١٣ يس ٥٦:٧، ير ٧:١١ ٢١:١٦ زب ٨:٢

## انجير جي وڻ کي پاراتو

(مرقس ١١:١٢–١٤، ٢٠–٢٤)

١٨ ٻئي ڏينهن صبح جو سوير جڏهن عيسيٰ شهر ڏانهن موٽيو پئي ته کيس
اڃ بک لڳي. ١٩ هن رستي جي پر ۾ هڪ انجير جو وڻ ڏٺو سو وڏي اُن
وڻ ڏانهن ويو. ڏٺائين ته وڻ ۾ رڳو پن ئي پن هئا. تنهن تي هن وڻ کي
چيو ته ”تون وري ڪڏهن به ميوو نه جهليندين.“ تڏهن اهو وڻ هڪدم
سڪي ويو. ٢٠ شاگرد هي ڏسي حيران ٿي ويا ۽ پڇيائون ته ”انجير جو وڻ
ڪيئن ايترو جلد سڪي ويو؟“ ٢١ عيسيٰ وراڻيو ته ”آءٌ اوهان کي سچ ٿو
ٻڌايان ته جيڪڏهن اوهين يقين رکو ۽ ڪوبه شڪ نه آڻيو ته اوهين ائين
ئي ڪري سگهندا جيئن مون هن انجير جي وڻ سان ڪيو. نه رڳو ايترو پر
جيڪڏهن اوهين هن جبل کي به چوندا ته ’پنهنجي جاءِ تان هٽي وڃي سمنڊ
۾ ڪِرُ‘ ته اهو به وڃي سمنڊ ۾ ڪرندو. ٢٢ جيڪڏهن اوهين ايمان آڻيندا
ته جيڪي به دعا ۾ گهرندا سو اوهان کي ملي ويندو.“

## عيسيٰ جي اختياريءَ بابت سوال

(مرقس ١١:٢٧–٣٣، لوقا ٢٠:١–٨)

٢٣ عيسيٰ هيڪل ۾ موٽي آيو ۽ جيئن تعليم پئي ڏنائين ته سردار ڪاهن ۽
يهودين جا بزرگ وٽس آيا ۽ پڇيائونس ته ”تون ڪهڙي اختياريءَ سان هي ڪم
ٿو ڪرين؟ اهو ڪير آهي جنهن توکي اها اختياري ڏني آهي؟“ ٢٤ عيسيٰ
وراڻين ته ”آءٌ به توهان کان هڪڙو سوال ٿو پڇان ۽ جيڪڏهن اوهان مون کي
جواب ڏنو ته آءٌ به ٻڌائيندس ته ڪهڙي اختياريءَ سان هي ڪم ٿو ڪريان.
٢٥ ٻڌايو ته يحيٰ جي بپتسما ڪنهن جي طرفان هئي، خدا جي طرفان هئي
يا ماڻهن جي طرفان؟“ تنهن تي اهي پاڻ ۾ بحث ڪرڻ لڳا ته ”جيڪڏهن
’خدا جي طرفان‘ ٿا چئون ته هو اسان کي چوندو ته ’پوءِ اوهان هن تي ڇو نه
ايمان آندو؟‘ ٢٦ پر جي چئون ٿا ’ماڻهن جي طرفان‘ ته اسان کي ماڻهن کان
خوف ٿو ٿئي ڇاڪاڻ ته اهي يحيٰ کي نبي ڪري پيا مڃين.“ ٢٧ تنهنڪري

٢١:٢١ مت ١٧:٢٠، ١ ڪر ١٣:٢

انهن عيسيٰ کي جواب ڏنو ته ”اسان کي خبر نه آهي.“ تنهن تي هن انهن کي
چيو ته ”آءٌ به نه ٻڌائيندس ته ڪهڙي اختياريءَ سان هي ڪم پيو ڪريان.“

## ٻن پٽن جو مثال

(۲۸) ”پر اوهين ڇا ٿا سمجهو؟ ڪنهن ماڻهوءَ کي ٻه پٽ هئا. هو پهرئين
وڏي پٽ وٽ آيو ۽ چيائينس ته ’پٽ، اڄ وڃي تون انگورن جي باغ ۾ ڪم
ڪر.‘ (۲۹) پهريائين ته هن جواب ڏنو ته ’آءٌ ڪين ويندس،‘ پر پوءِ پاڻهي
پڇتائي انگورن جي باغ ڏانهن هليو ويو. (۳۰) پوءِ پيءُ وري ٻئي پٽ وٽ ويو
۽ کيس ساڳيو ئي ڪم چيائين. هن جواب ۾ چيو ته ’هائو سائين،‘ پر
ويو ڪين. (۳۱) هاڻي اوهين ٻڌايو ته هنن ٻنهي مان ڪنهن پنهنجي پيءُ جي
مرضي پوري ڪئي؟“ انهن جواب ڏنو ته ”وڏي.“ تنهن تي عيسيٰ انهن کي
چيو ته ”آءٌ اوهان کي سچ ٿو چوان ته اوهان کان اڳي اهي ڪسبياڻيون ۽
محصول اڳاڙيندڙ خدا جي بادشاهت ۾ داخل ٿيندا. (۳۲) ڇالاءِجو يحيٰ ته
اوهان کي سچائيءَ جو رستو ڏيکارڻ لاءِ آيو هو ۽ اوهان هن کي قبول نه ڪيو.
پر محصول اڳاڙيندڙن ۽ ڪسبياڻين هن کي قبول ڪيو. اوهان جيتوڻيڪ
ڪيس ڏٺو پر نه اوهان توبهه ڪئي ۽ نه مٿس ايمان آندو.“

## انگورن جي باغ جي باغائين جو مثال

(مرقس ۱۲:۱-۱۲، لوقا ۲۰:۹-۱۹)

(۳۳) عيسيٰ چيو ته ”هڪڙو ٻيو مثال ٻڌو ته هڪڙي زميندار انگورن جو
باغ لڳايو. ان جي چوڌاري لوڙهو ڏنائين، رس پيڙي ڪيڏڻ لاءِ هڪ حوض
ٺهرايائين ۽ پهري لاءِ ٺُلهه به ٺهرايائين. پوءِ باغ باغائين کي ٺيڪي تي ڏيئي
پاڻ ڪنهن ٻئي ملڪ ڏانهن هليو ويو. (۳۴) جڏهن ميوي لهڻ جو وقت ٿيو
ته هن پنهنجا نوڪر باغائين ڏانهن موڪليا ته سندس ڀاڱي جو ميوو وٺي
اچن. (۳۵) باغائين سندس نوڪرن کي پڪڙي هڪڙي کي مار ڏني، ٻئي کي
ماري ڇڏيو ۽ ٽئين کي سنگسار ڪري ڇڏيائون. (۳۶) وري هُن اڳي کان به
وڌيڪ نوڪر موڪليا ۽ تن سان به انهن ساڳي ڪار ڪئي. (۳۷) آخر ۾ هن

۲۱:۳۲ لو ۳:۱۲، ۷:۲۹-۳۰    ۲۱:۳۳ يس ۵:۱-۲

پنهنجو پٽ موڪليو، ڇالاءِجو هن جو خيال هو ته هو اُن جي ضرور عزت
ڪندا. ۳۸ پر جڏهن باغائين هن جي پٽ کي ڏٺو تڏهن انهن پاڻ ۾ صلاح
ڪئي ته ’هيءُ مالڪ جو وارث آهي. اچو ته هن کي ماري ڇڏيون ته پوءِ
ملڪيت ئي اسان جي ٿي پوندي.‘ ۳۹ پوءِ انهن هن کي پڪڙيو ۽ انگورن
جي باغ مان ٻاهر ڪڍي ماري ڇڏيو.“

۴۰ عيسيٰ پڇيو ته ”هاڻي جڏهن باغ جو مالڪ ايندو تڏهن هو انهن
باغائين کي ڇا ڪندو؟“ ۴۱ انهن وراڻيو ته ”هو ضرور انهن بڇڙن ماڻهن کي
ماري ڇڏيندو ۽ انگورن جو باغ ڪن ٻين باغائين کي ٺيڪي تي ڏيندو،
جيڪي کيس سندس ڀاڱو ميوي لهڻ وقت ڏيندا.“ ۴۲ عيسيٰ انهن کي چيو
ته ”ڇا اوهان لکت ۾ نه پڙهيو آهي ته

’جنهن پٿر کي رازن رد ڪري ڇڏيو،
سو ئي پيڙهه جو پٿر ٿيو.
اهو خداوند جي طرفان ڪيو ويو،
اها اسان لاءِ ڪهڙي نه عجيب ڳالهه آهي!‘“

۴۳ عيسيٰ وڌيڪ چيو ته ”تنهنڪري آءٌ اوهان کي چوان ٿو ته خدا جي
بادشاهت اوهان کان کسي ويندي ۽ انهيءَ قوم کي ڏني ويندي جيڪا پورو
پورو ميوو اُپائيندي. ۴۴ جيڪوبه اُن پٿر تي ڪرندو، سو ڀڄي پورا پورا ٿي
پوندو ۽ جنهن تي اهو ڪرندو، تنهن کي ڇُور ڇُور ڪري ڇڏيندو.“

۴۵ سردار ڪاهنن ۽ فريسين جڏهن عيسيٰ جا مثال ٻڌا ته سمجهيائون
ته هو انهن بابت ٿو ڳالهائي، ۴۶ تنهنڪري انهن ڪوشش ڪئي ته هن
کي گرفتار ڪرائين. پر ڪين ماڻهن جو ڊپ پئي ٿيو، ڇالاءِجو انهن عيسيٰ
کي نبي پئي سمجهيو.

## شاديءَ جي دعوت جو مثال

(لوقا ۱۴:۱۵–۲۴)

۲۲ ۱ عيسيٰ وري ماڻهن سان مثالن ۾ ڳالهائڻ لڳو. ۲ هن چيو ته
”آسمان واري بادشاهت هڪڙي اهڙي بادشاهه مثل آهي، جنهن

۴۲:۲۱ زب ۱۱۸:۲۲–۲۳

پنهنجي پٽ جي شاديءَ جي دعوت ڪئي. (٣) هن دعوتين ڏانهن پنهنجا
نوڪر موڪليا ته هو دعوت تي اچن، پر اهي اچڻ نه پيا گهرن. (٤) تنهن تي
هن ٻيا نوڪر موڪليا ته جن کي دعوت مليل آهي، تن کي چون ته 'هاڻي
ماني تيار آهي، منهنجا ڍڳا ۽ متارا وهڙا ذبح ٿي چڪا آهن ۽ هر شيءِ تيار
آهي، سو دعوت کائڻ لاءِ هليا اچو.' (٥) پر دعوتين ڪوبه ڌيان نه ڏنو ۽
پنهنجن ڪمن سان هليا ويا، ڪو پنهنجي ٻنيءَ تي هليو ويو، ڪو پنهنجي
واپار تي هليو ويو، (٦) ڪن وري سندس نوڪرن کي پڪڙي، انهن کي مار
ڏني ۽ قتل ڪري ڇڏيائون. (٧) تنهن تي بادشاهه اچي ڏاڍو ڪاوڙيو ۽ پنهنجا
سپاهي موڪليائين ته انهن قاتلن کي مارين ۽ سندن شهر ساڙي ڇڏين.
(٨) پوءِ هن پنهنجن نوڪرن کي سڏي چيو ته 'شاديءَ جي ماني تيار آهي پر
جن کي دعوت ڏني ويئي هئي سي ان جا لائق نه هئا. (٩) تنهن ڪري هاڻي
اوهين وڏن رستن جي چونڪن تي وڃو ۽ جيترا به ماڻهو ڏسو تن سڀني کي
شاديءَ جي دعوت ڏيو.' (١٠) تنهن تي اهي نوڪر رستن تي ويا ۽ جيڪي به
چڱا مَٺا ماڻهو مليَن پين تن سڀني کي آڻي گڏ ڪيائون. شاديءَ جي دعوت
واري جاءِ ماڻهن سان پرجي ويئي.

(١١) جڏهن بادشاهه شاديءَ جي مهمانن کي ڏسڻ لاءِ اندر آيو ته اُتي هُن
هڪڙو اهڙو ماڻهو ڏٺو جنهن کي شاديءَ جا ڪپڙا پيل ڪين هئا. (١٢) تنهن تي
انهيءَ کان پڇيائين ته 'ميان، تون شاديءَ جي ڪپڙن کان سواءِ هتي ڪيئن
آيو آهين؟' پر هن ڪجهه به ڪين. (١٣) پوءِ بادشاهه نوڪرن کي حڪم ڏنو
ته 'هن جا هٿ پير ٻڌي ٻاهر اونداهيءَ ۾ اڇلائي ڇڏيوس، جتي هو رڙيون
ڪري ۽ ڏند ڪرٽي.'" (١٤) مسيح آخر ۾ چيو ته "ڇالاءِجو دعوتي ته گهڻا
هوندا آهن پر چونڊيل ٿورا هوندا آهن."

## محصول ڏيڻ بابت سوال

(مرقس ١٢:١٣-١٧، لوقا ٢٠:٢٠-٢٦)

(١٥) فريسين وڃي پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته "ڪهڙيءَ طرح عيسيٰ کي
ڳالهائڻ ۾ ڦاسايون." (١٦) پوءِ انهن پنهنجا شاگرد ۽ هيروديس جي پارٽيءَ جا

١٣:٢٢ مت ٨:١٢، ٢٥:٣٠، لو ١٣:٢٨

ڪي ماڻهو عيسيٰ ڏانهن موڪليا، جن اچي چيو ته ”استاد، اسان کي
خبر آهي ته توهين سچا آهيو ۽ سچائيءَ سان خدا جو رستو ٿا ڏيکاريو.
اوهين ڪنهن جي به پرواهه ڪانه ٿا ڪريو ۽ ڪنهن به ماڻهوءَ جي ظاهري
ڏيکءِ‌ويک تي ڌيان نه ٿا ڏيو. ⑰ پوءِ اسان کي ٻڌايو ته اوهين ڇا ٿا سمجهو؟
قيصر کي محصول ڏيڻ اسان لاءِ جائز آهي يا نه؟“ ⑱ عيسيٰ انهن جي
بڇڙي نيت کي ڄاڻي ورتو، تنهنڪري چيائين ته ”اي رياڪارو! اوهين
مون کي ڦاسائڻ جي ڪوشش ڇو ٿا ڪريو؟ ⑲ مون کي هڪڙو سڪو
ڏيکاريو جنهن سان محصول ڏيندا آهيو.“ اهي وٽس هڪڙو چانديءَ جو
سڪو کڻي آيا. ⑳ تنهن تي عيسيٰ پڇين ته ”هيءَ ڪنهن جي مُهر ۽
اکر آهن؟“ ㉑ انهن جواب ڏنو ته ”قيصر جا.“ تڏهن عيسيٰ کين چيو ته
”چڱو، جيڪو قيصر جو آهي سو قيصر کي ڏيو ۽ جيڪو خدا جو آهي
سو خدا کي ڏيو.“ ㉒ جڏهن انهن هي ٻڌو ته عجب ۾ پئجي ويا ۽ هن
کي ڇڏي اتان هليا ويا.

## مرڻ کان پوءِ جيئري ٿيڻ بابت سوال

(مرقس ١٢:١٨-٢٧، لوقا ٢٠:٢٧-٤٠)

㉓ انهيءَ ساڳئي ڏينهن تي ڪي صدوقي جن جو عقيدو آهي ته موت کان
پوءِ ماڻهو وري جيئرا نه ٿيندا، سي عيسيٰ وٽ آيا ㉔ ۽ چيائونس ته ”استاد،
موسيٰ چيو آهي ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو ري‌اولاد مري وڃي ته هن جو ڀاءُ
اها رن‌زال پرڻجي ته جيئن سندس ڀاءُ لاءِ اولاد ٿئي. ㉕ اسان ۾ هڪڙا ست
ڀائر هئا. پهرين ڀاءُ شادي ڪئي پر ري‌اولاد مري ويو، تنهنڪري هن جي
زال ٻيو ڀاءُ پرڻيو. ㉖ اهڙيءَ طرح اها عورت ٻئي سان، ٽئين سان ۽ آخرڪار
ستن ئي ڀائرن سان پرڻي. ㉗ انهن سڀني کان پوءِ اها عورت به مري وئي.
㉘ هاڻي ٻڌايو ته قيامت جي ڏينهن اها عورت انهن ستن مان ڪنهن جي زال
ٿيندي؟ ڇوته سڀ ئي هن سان پرڻيا هئا.“
㉙ عيسيٰ انهن کي جواب ڏنو ته ”اوهين ڪيترا نه ڀليل آهيو جو نه اوهين
پاڪ لکتون ٿا ڄاڻو ۽ نڪي خدا جي قدرت. ㉚ ڇالاءِجو جڏهن مري ويل

٢٣:٢٢ رس ٢٣:٨ ٢٤:٢٢ شر ٢٥:٥

جيئرا ٿيندا تہ نہ اهي پرڻبا ۽ نڪي پرڻائبا پر جيئن بهشت ۾ ملائڪ آهن
تيئن اهي هوندا. (٣١) مري ويلن جي جيئري ٿيڻ بابت جيڪو خدا اوهان کي
فرمايو آهي، سو اوهان ڪين پڙهيو آهي ڇا؟ (٣٢) هو چوي ٿو تہ ’آءٌ ابراهيم
جو خدا، اسحاق جو خدا ۽ يعقوب جو خدا آهيان.‘ ان جو مطلب آهي تہ
هو مئلن جو خدا نہ پر جيئرن جو خدا آهي.“ (٣٣) جڏهن ماڻهن هي ٻڌو تہ
اهي هن جي تعليم تي عجب ۾ پئجي ويا.

## سڀني کان وڏو حڪم

(مرقس ١٢: ٢٨-٣٤، لوقا ١٠: ٢٥-٢٨)

(٣٤) جڏهن فريسين هي ٻڌو تہ عيسيٰ صدوقين کي لاجواب ڪري ڇڏيو
آهي تڏهن اهي پاڻ ۾ گڏ ٿيا، (٣٥) ۽ منجهائن هڪڙي شريعت جي عالم
عيسيٰ کان سوال پڇي کيس ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪئي. (٣٦) هن چيو تہ
”استاد، شريعت ۾ وڏو حڪم ڪهڙو آهي؟“ (٣٧) تنهن تي عيسيٰ ورائيو تہ
”’تون خداوند پنهنجي خدا کي پنهنجي ساريءَ دل، پنهنجي سڄي جان ۽
پنهنجي سڄيءَ سمجهہ سان پيار ڪر.‘ (٣٨) اهو ئي سڀني کان وڏو ۽ پهريون
حڪم آهي. (٣٩) ٻيو حڪم بہ انهيءَ جهڙو آهي تہ ’تون پنهنجي پاڙيسريءَ
سان پاڻ جهڙو پيار ڪر.‘ (٤٠) سڄو توريت ۽ نبين جا صحيفا بہ هنن ٻن
حڪمن تي مدار رکن ٿا.“

## مسيح بابت سوال

(مرقس ١٢: ٣٥-٣٧، لوقا ٢٠: ٤١-٤٤)

(٤١) جڏهن فريسي اچي گڏ ٿيا تہ عيسيٰ انهن کان پڇيو تہ (٤٢) ”اوهين
مسيح بابت ڇا ٿا ڄاڻو؟ هو ڪنهن جي اولاد مان آهي؟“ انهن ورائيو تہ ”هو
دائود جو اولاد آهي.“ (٤٣) تنهن تي عيسيٰ چين تہ ”پوءِ ڪيئن دائود پاڪ روح
جي هدايت سان هن کي ’خداوند‘ ٿو سڏي؟ ڇاڪاڻ تہ دائود پاڻ چيو آهي تہ
(٤٤) ’خداوند منهنجي خداوند کي چيو تہ
”تون منهنجي ساڄي پاسي ويهہ،

٢٢: ٣٢ خر ٣: ٦ ٢٢: ٣٧ شر ٦: ٥ ٢٢: ٣٩ لاو ١٩: ١٨ ٢٢: ٤٤ زب ١١٠: ١

جيستائين آءٌ تنهنجي دشمنن کي
تنهنجي پيرن هيٺان نه ڪريان.’’‘
(٤٥) جيڪڏهن دائود هن کي ’خداوند‘ ڪري ٿو سڏي ته پوءِ مسيح
ڪيئن هن جو اولاد ٿي سگهي ٿو؟‘‘ (٤٦) ڪوبه هن کي جواب ۾ هڪ لفظ
به چئي نه سگهيو، نڪي وري انهيءَ ڏينهن کان وٺي ڪنهن کي به ڪانئس
وڌيڪ سوال پڇڻ جي همت ٿي.

## فريسين ۽ شريعت جي عالمن خلاف چتاءُ

(مرقس ١٢:٣٨-٣٩، لوقا ١١:٤٣، ٤٦، ٢٠:٤٥-٤٦)

٢٣ (١) پوءِ عيسيٰ ميڙ ۽ پنهنجن شاگردن کي چيو ته (٢) ’’شريعت جي
عالمن ۽ فريسين کي موسيٰ جي شريعت جو اختيار مليل آهي.
(٣) تنهنڪري اوهان کي انهن جو هر هڪ چيو مڃڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ
گهرجي. پر انهن جي ڪمن تي عمل نه ڪجو، ڇالاءِجو جيئن اهي چون
ٿا تيئن ڪونه ٿا ڪن. (٤) هو ڳرا بار ٻڌي ماڻهن جي ڪلهن تي ته رکن ٿا پر
پاڻ انهن بارن کي هٿ به نه ٿا لائين. (٥) هو پنهنجا سڀ ڪم ماڻهن کي
ڏيکارڻ لاءِ ٿا ڪن. انهيءَ ڪري هو پنهنجون تسبيحون وڏيون ٿا ڪن ۽ وڏا
جبا پائين ٿا. (٦) هو مجلسن ۾ مٿانهيون جايون ٿا والارين ۽ عبادت‌خانن ۾
خاص جاين تي ويهڻ پسند ڪن ٿا. (٧) هو چاهين ٿا ته ماڻهو کين بازارن ۾
سلامي ڏين ۽ کين ’سائين‘ يا ’استاد‘ ڪري سڏين. (٨) اوهان کي ’سائين‘ يا
’استاد‘ سڏائڻ نه کپي، ڇاڪاڻ‌ته اوهين سڀئي هڪٻئي جا ڀائر آهيو ۽ اوهان
جو رڳو هڪ استاد آهي. (٩) اوهان کي هن دنيا ۾ ڪنهن کي به پنهنجو پيءُ
سڏڻ نه کپي، ڇاڪاڻ‌ته اوهان جو هڪڙو ئي پيءُ آهي جو آسمان ۾ آهي.
(١٠) نه وري اوهان کي اڳواڻ سڏائڻ کپي، ڇاڪاڻ‌ته اوهان جو هڪڙو ئي
اڳواڻ آهي يعني مسيح. (١١) اوهان ۾ جيڪو سڀني کان وڏو آهي تنهن کي
اوهان جو نوڪر ٿيڻ کپي. (١٢) جيڪو به پاڻ کي وڏ ٿو سمجهي سو گهٽ
ٿيندو ۽ جيڪو پاڻ کي گهٽ ٿو ڪري سو وڏايو ويندو.‘‘

**٢٣:٥** مت ٦:١، ڳا ١٥:٣٨، شر ٦:٨ **٢٣:١١** مت ٢٠:٢٦-٢٧، مر ٩:٣٥،
١٠:٤٣-٤٤، لو ٢٢:٢٦ **٢٣:١٢** لو ١٤:١١، ١٨:١٤

## عيسيٰ جو رياڪاريءَ کي ننديڻ

(مرقس ١٢: ٤٠، لوقا ١١: ٣٩-٤٢، ٤٤، ٥٢، ٢٠: ٤٧)

⑬ ”ڪيتري نه مصيبت آهي اوهان لاءِ شريعت جا عالمو ۽ فريسيو. اي
رياڪارو! اوهين آسمان واري بادشاهت جو دروازو ماڻهن لاءِ بند ڪري ٿا
ڇڏيو. نه اوهين پاڻ ان ۾ داخل ٿا ٿيو ۽ نڪي جيڪي اندر داخل ٿيڻ جي
ڪوشش ٿا ڪن تن کي ئي اچڻ ڏيو ٿا.[١]
⑮ مصيبت آهي اوهان لاءِ شريعت جا عالمو ۽ فريسيو. اي رياڪارو!
اوهين ڪنهن هڪڙي ماڻهوءَ کي پنهنجي دين تي آڻڻ لاءِ خشڪي ۽ سمنڊ
نه لتاڙي ٿا وجھو پر جڏهن هو اوهان جي دين تي تو اچي ته پوءِ هن کي
پاڻ کان ٻه ڀيڻو جهنمي ٿا بڻايو.
⑯ مصيبت آهي اوهان لاءِ اي انڌا اڳواڻو! اوهين چئو ٿا ته ’جيڪو هيڪل
جو قسم کڻندو ته اهو ٻڌل نه آهي پر جيڪو هيڪل ۾ پيل سون جو قسم تو
کڻي سو ٻڌل آهي.‘ ⑰ اي انڌا بيوقوفو! ڪهڙو وڏيڪ درجو تو رکي، سون
يا هيڪل جنهن سون کي پاڪ ڪيو؟ ⑱ اوهين ائين به چئو ٿا ته ’جيڪو
قربانگاهه جو قسم تو کڻي سو ٻڌل نه آهي پر جيڪو قربانگاهه تي ڏنل
نذر جو قسم تو کڻي سو ٻڌل آهي.‘ ⑲ اوهين ڪيترا نه انڌا آهيو. ڪهڙو
وڏيڪ درجو تو رکي، نذر يا قربانگاهه، جيڪو نذر کي پاڪ تو ڪري؟
⑳ تنهنڪري جيڪڏهن ڪوبه ماڻهو قربانگاهه جو قسم کڻي تو ته هو نه
رڳو ان جو قسم تو کڻي پر انهن سڀني شين جو به قسم کڻي تو جيڪي
اُن تي پيل آهن. ㉑ جيڪڏهن ڪوبه هيڪل جو قسم تو کڻي ته هو نه رڳو
ان جو پر خدا جو به قسم تو کڻي جيڪو اُن ۾ رهي تو. ㉒ جيڪڏهن
ڪوبه آسمان جو قسم تو کڻي ته هو خدا جي تخت جو قسم نه کڻي تو
پر اُن جو به جيڪو اُن تي ويٺل آهي.

---

[١] ڪن ترجمن ۾ هيءَ آيت به شامل آهي: ⑭ مصيبت آهي اوهان لاءِ شريعت جا عالمو ۽ فريسيو. اي رياڪارو! اوهين رنڙالن جا گھر ڦري ٿا ڇڏيو ۽ ڏيکاءَ لاءِ ڊگھيون ڊگھيون نمازون ٿا پڙهو. اوهان کي ته پاڻ وڏيڪ سزا ملندي.

٢٣: ٢٢ يس ٦٦: ١، مت ٥: ٣٤

۲۳ مصيبت آهي اوهان لاءِ شريعت جا عالمو ۽ فريسيو. اي رياڪارو!
اوهين خدا جي راهه ۾ ڦودنيءَ، وڏفن ۽ زيري جي فصل جو ڏهون حصو
ته ڏيو ٿا، پر جيڪي شريعت جون انهيءَ کان به وڏيڪ ضروري ڳالهيون
يعني انصاف، رحم ۽ ايمانداري آهن، تن کي ڇڏي ڏنو اٿوَ. واجب
ته ائين ئي هو جو هي به ڪريو ها ۽ انهن کي به نه ڇڏيو ها. ۲۴ اي
انڌا اڳواڻو! اوهين پاڻيءَ ۾ پيل مک ته ڪڍو ٿا پر اُٺ کي ڳڙڪائي
ٿا وڃو.
۲۵ مصيبت آهي اوهان لاءِ شريعت جا عالمو ۽ فريسيو. اي رياڪارو!
اوهين پنهنجي وٽيءَ ۽ ٿالهيءَ جو ٻاهريون پاسو ته ڌوئي صاف ٿا ڪريو پر
ان جو اندر هٻڇ ۽ خودغرضيءَ سان ڀريل آهي. ۲۶ اي انڌا فريسيو! وٽيءَ
جو پهريائين اندريون پاسو ڌوئي صاف ڪريو ته پوءِ انهيءَ جو ٻاهريون
پاسو به صاف ٿي ويندو.
۲۷ مصيبت آهي اوهان لاءِ شريعت جا عالمو ۽ فريسيو. اي رياڪارو!
اوهين اڇين قبرن وانگر آهيو جيڪي ٻاهران ته سهڻيون نظر ٿيون اچن، پر انهن
جو اندر مُڙدن جي هڏن ۽ هر طرح جي گندگيءَ سان ڀريل آهي. ۲۸ بلڪل
ساڳيءَ طرح اوهين به ماڻهن کي ٻاهران ته نيڪ نظر ٿا اچو پر اوهان جو اندر
رياڪاريءَ ۽ بڇڙائيءَ سان ڀريل آهي.“

## رياڪاريءَ جي سزا

(لوقا ۱۱:۴۷-۵۱)

۲۹ ”مصيبت آهي اوهان لاءِ شريعت جا عالمو ۽ فريسيو. اي رياڪارو!
اوهين نبين جا قبا ٺا ٺاهيو ۽ نيڪن جون تربتون ٿا سينگاريو، ۳۰ ۽ اوهين
چئو ٿا ته ’جيڪڏهن اسين ابن ڏاڏن جي ڏينهن ۾ هجون ها ته جيڪر
نبين جي قتل ڪرڻ ۾ انهن سان شريڪ نه ٿيون ها.‘ ۳۱ حقيقت ۾ اوهين
پاڻ اهو قبول ٿا ڪريو ته ’اسين نبين جي قاتلن جو اولاد آهيون.‘ ۳۲ ته پوءِ
وڃو ۽ جيڪو اوهان جي ابن ڏاڏن شروع ڪيو هو تنهن کي وڃي پورو
ڪريو. ۳۳ اي نانگو ۽ نانگن جا ٻچو! اوهين جهنم جي سزا کان ڪيئن

۲۳:۲۳ لاو ۲۷:۳۰ ۲۷:۲۳ رس ۳:۲۳ ۳۲:۲۳ مت ۳:۷، ۱۲:۳۴، لو ۳:۷

بچي سگھندا؟ ٣٤ تنھنڪري آءٌ اوھان ڏانھن نبيءَ، سياڻا ماڻھو ۽ شريعت
جا معلم موڪليندس. اوھين انھن مان ڪن کي ماري وجھندا، ڪن
کي صليب تي چاڙھي ڪوڪا ھڻندا ۽ ڪن کي پنھنجن عبادتخانن ۾
چھبڪ ھڻندا ۽ شھر بہ شھر سندن پيڇو ڪري ستائيندا. ٣٥ انھيءَ ڪري
سيني نيڪن جو خون جيڪو زمين تي وھايو ويو ھوءِ سو توھان جي ڳچيءَ
۾ پوندو يعني تہ نيڪ ھابيل کان وٺي برڪياہ جي پٽ زڪريا جي خون
تائين، جيڪو اوھان مقدس جاءِ ۽ قربان گاھہ جي وچ ۾ ماريو ھو. ٣٦ آءٌ
اوھان کي سچ ٿو چوان تہ انھن سيني جو خون ھن زماني جي پيڙھيءَ
جي ڳچيءَ ۾ پوندو."

## عيسيٰ جو يروشلم سان پيار

(لوقا ١٣:٣٤-٣٥)

٣٧ "اي يروشلم! اي يروشلم! تون جو نبين جو قاتل آھين ۽ جيڪي تو
ڏانھن موڪليا ٿا وڃن تن کي سنگسار ٿو ڪرين، جيئن ڪڪڙ پنھنجن
چوزن کي پنھنجي کنين ھيٺان گڏ ڪندي آھي تيئن مون بہ ڪيترائي دفعا
تنھنجي ٻچن کي گڏ ڪرڻ تي گھريو، پر تو نہ چاھيو. ٣٨ ڏس، تنھنجو
ھيڪل ويران ڪيو ويندو. ٣٩ آءٌ اوھان کي ٻڌايان ٿو تہ اوھين ھن کان پوءِ
مون کي ايستائين نہ ڏسندا جيستائين ائين نہ چوندا تہ 'سڀاڳو آھي اھو
جيڪو خداوند جي نالي تي ٿو اچي.'"

## ھيڪل جي بربادي بابت ٻڌائڻ

(مرقس ١٣:١-٢، لوقا ٢١:٥-٦)

٢٤ ١ عيسيٰ ھيڪل مان نڪتو پئي تہ سندس شاگرد وٽس آيا تہ جيئن
کيس ھيڪل جون عمارتون ڏيکارين. ٢ ھن چيو تہ "برابر، ھي
سڀ شيون چڱيءَ طرح ڏسو، پر آءٌ اوھان کي سچ ٿو ٻڌايان تہ جيڪي اوھين
ڏسو ٿا تن جو اھو پٿر پٿر تي نہ رھندو جو ڊاٺو نہ ويندو."

---

٣٥:٢٣ پيد ٤:٨، ٢.توا ٢٤:٢٠-٢١ ٣٨:٢٣ ير ٢٢:٥ ٣٩:٢٣ زب ١١٨:٢٦

## تڪليفون ۽ تباهيون

(مرقس ١٣:٣-١٣، لوقا ٢١:٧-١٩)

③ عيسيٰ جڏهن زيتون جي ٽڪر تي ويٺو هو تڏهن سندس شاگرد
نويڪلائيءَ ۾ وٽس آيا. انهن پڇيو ته ”اسان کي ٻڌايو ته اهي ڳالهيون
ڪڏهن ٿينديون ۽ توهان جي بادشاهت اچڻ جي ۽ هن دنيا جي پڇاڙيءَ
جي ڪهڙي نشاني ٿيندي؟“
④ عيسيٰ وراڻيو ته ”خبردار ٿجو، متان ڪو اوهان کي ٺڳي نه وڃي.
⑤ ڇوته ڪيترائي منهنجي نالي سان ايندا ۽ پاڻ کي مسيح سڏائي ڪيترن
ئي ماڻهن کي ٺڳيندا. ⑥ اوهين جنگين جون ڳالهيون ۽ جنگين جا افواهه
ٻڌندا پر گهبرائجو نه، ڇالاءِجو پهريائين اهي ڳالهيون ضرور ٿينديون، پر
اڃا اها پڇاڙي نه آهي. ⑦ قوم، قوم سان وڙهندي ۽ بادشاهت، بادشاهت
تي چڙهائي ڪندي. ڪيترن ئي هنڌن تي زلزلا ايندا ۽ ڏڪار پوندا. ⑧ اهي
سڀ ڳالهيون ته مصيبتن جي شروعات آهن.
⑨ پوءِ اوهان کي عذاب ڏيڻ ۽ مارائڻ لاءِ ٻين جي حوالي ڪندا. منهنجي
نالي جي ڪري سڀني قومن جا ماڻهو اوهان کان نفرت ڪندا. ⑩ ان وقت
گهڻا ئي گمراهه ٿيندا، هڪٻئي کي پڪڙائيندا ۽ هڪٻئي کان نفرت ڪندا.
⑪ ڪيترائي نبي سڏائيندڙ ايندا ۽ گهڻن کي ٺڳيندا. ⑫ بڇڙائي وڌي ويندي،
تنهنڪري گهڻن ئي جو پيار ٿڌو ٿي ويندو. ⑬ پر اوهان مان جيڪو توڙ تائين
نڀائيندو، اهو ئي ڇوٽڪارو حاصل ڪندو. ⑭ بادشاهت جي هن خوشخبريءَ
جي منادي سڄي دنيا ۾ ڪئي ويندي، ته جيئن سڀني قومن لاءِ شاهدي
ٿئي. تنهن کان پوءِ هن دنيا جي پڇاڙي ٿيندي.“

## دهشتناڪ وقت

(مرقس ١٣:١٤-٢٣، لوقا ٢١:٢٠-٢٤)

⑮ ”جڏهن اوهين خوفناڪ ۽ نفرت جهڙي شيءَ کي مقدس جاءِ ۾
بيٺل ڏسو، جنهن بابت دانيال نبي ٻڌائي ويو آهي، (جيڪو انهيءَ بابت

٩:٢٤ مت ١٠:٢٢ ١٣:٢٤ مت ١٠:٢٢ ١٥:٢٤ دان ٩:٢٧، ١١:٣١، ١٢:١١

پڙهي سو ضرور ان تي غور ڪري.) ⑯ تڏهن جيڪي يهوديه ۾ هجن
سي جبلن ڏانهن ڀڄي وڃن. ⑰ جيڪو ماڻهو ڪوٺي جي ڇت تي هجي
سو پاڻ سان ڪا شيءِ ڪڍي نڪرڻ لاءِ لهي پنهنجي گهر ۾ وڃي وقت
نه وڃائي، ⑱ ۽ جيڪو ماڻهو ٻنيءَ ۾ هجي سو به گهر ڏانهن ڪپڙا ڪڍڻ
لاءِ نه موٽي. ⑲ انهن ڏينهن ۾ جيڪي پيٽ سان هونديون يا جن کي
ننڍڙا ٻار ٿڃن تي هوندا تن لاءِ ڪيڏي نه مصيبت ٿيندي. ⑳ خدا کان
دعا گهرو ته شل اوهان جو ڀڄڻ سياري ۾ يا سبت جي ڏينهن نه ٿئي.
㉑ ڇالاءِجو ان وقت وڏي مصيبت ايندي، اهڙي مصيبت جيڪا دنيا
جي شروعات کان وٺي اڄ ڏينهن تائين نڪا آئي آهي ۽ نه وري ڪڏهن
ايندي. ㉒ سو جيڪڏهن انهن ڏينهن جو مدو گهٽايو نه وڃي ها ته جيڪر
ڪوبه نه بچي سگهي ها، پر خدا جي چونڊيلن خاطر انهن ڏينهن جو
مدو گهٽايو ويندو.

㉓ پوءِ جيڪڏهن ڪو اوهان کي چوي ته 'اجهو هيڏانهن مسيح
آهي،' يا 'هوڏانهن مسيح آهي،' ته ان تي يقين نه ڪجو، ㉔ ڇالاءِجو
اهڙا ڪوڙا ماڻهو ظاهر ٿيندا جيڪي پاڻ کي مسيح يا نبي سڏائيندا.
اهي وڏيون نشانيون ڏيکاريندا ۽ حيرت جهڙا ڪم ڪندا، انهيءَ مقصد
لاءِ ته جيڪڏهن ڪائن تي سگهي ته خدا جي چونڊيلن کي به
گمراهه ڪن. ㉕ ڏسو، مون اوهان کي اهو اڳي ئي ٻڌائي ڇڏيو
آهي.

㉖ يا جيڪڏهن هو اوهان کي چون ته 'ڏسو، هو رڻپٽ ۾ آهي'
ته متان ٻاهر نڪتا آهيو يا وري هو چون ته 'اجهو هو اندرين ڪمري
۾ لڪل آهي' ته يقين نه ڪجو. ㉗ ڇالاءِجو ابن‌آدم جي بادشاهت
اچڻ ان ڪنوڻ وانگر ٿيندي جيڪا سڄي آسمان ۾ اوڀر کان اولهه تائين
چمڪندي آهي.

㉘ جتي ڍونڍ هوندو ته ڳجهون به اتي ئي اچي مڙنديون."

---

٢٤:١٧-١٨ لو ١٧:٣١ ٢٤:٢١ دان ١٢:١، مڪا ٧:١٤ ٢٤:٢٦-٢٧ لو
١٧:٢٣-٢٤ ٢٤:٢٨ لو ١٧:٣٧، ايو ٣٩:٣٠

## ابنِ‌آدم جو اچڻ

(مرقس ۱۳:۲۴-۲۷، لوقا ۲۱:۲۵-۲۸)

۲۹ ”انهن مصيبتن جي ڏينهن کان پوءِ جلد ئي سج ڪارانجي ويندو،
چنڊ پنهنجي روشني نه ڏيندو، تارا آسمان مان ڪرندا ۽ آسماني طاقتون لُڏي
وينديون. ۳۰ پوءِ ابنِ‌آدم جي نشاني آسمان ۾ ظاهر ٿيندي. تنهن تي دنيا
جون سڀئي قومون روئنديون ۽ اهي ابنِ‌آدم کي آسمان جي ڪڪرن ۾ قدرت
۽ وڏي جلوي سان ايندي ڏسنديون. ۳۱ ناد جي وڏي آواز کان پوءِ هو پنهنجن
ملائڪن کي زمين جي چئني ڪنڊن ڏانهن موڪليندو ته جيئن اهي خدا
جي چونڊيلن کي هڪ ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين گڏ ڪن.“

## انجير جي وڻ مان سبق

(مرقس ۱۳:۲۸-۳۱، لوقا ۲۱:۲۹-۳۳)

۳۲ ”انجير جي وڻ مان اوهين سبق پرايو. جڏهن هن جون ٽاريون سايون
۽ نرم ٿين ٿيون ۽ انهن ۾ پن اچڻ شروع ٿين ٿا، تڏهن اوهين سمجهو ٿا ته
اونهارو آيو ڪي آيو. ۳۳ ساڳيءَ طرح جڏهن اوهين هي سڀ ڳالهيون ٿينديون
ڏسو تڏهن ڄاڻجو ته اهو وقت اچي ويو آهي بلڪ ائين سمجهو ته در تي اچي
بيٺو آهي. ۳۴ آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته جيستائين اِهي سڀئي ڳالهيون
پوريون نه ٿينديون تيستائين هيءَ پيڙهي پوري نه ٿيندي. ۳۵ زمين ۽ آسمان ٽري
ويندا پر منهنجو ڪلام هرگز نه ٽرندو.“

## سجاڳ رهو

(مرقس ۱۳:۳۲-۳۷، لوقا ۱۷:۲۶-۳۰، ۳۴-۳۶)

۳۶ ”ڪوبه نه ٿو ڄاڻي ته اهو ڏينهن ۽ اهو وقت ڪڏهن ايندو، نه آسمان ۾
ملائڪن کي ۽ نه فرزند کي خبر آهي، رڳو پيءُ کي ئي خبر آهي. ۳۷ جيئن نوح
جي ڏينهن ۾ ٿيو، تيئن ابنِ‌آدم جي بادشاهت جو اچڻ ٿيندو. ۳۸ ڇالاءِجو

۲۴:۲۹ يس ۱۳:۱۰، ۳۴:۴، حز ۳۲:۷، يوا ۲:۱۰، ۳۱، ۳:۱۵، مڪا ۶:۱۲-۱۳

۲۴:۳۰ دان ۷:۱۳، زڪ ۱۲:۱۰-۱۴، مڪا ۱:۷ ۲۴:۳۷ پيد ۶:۵-۸

انهن ڏينهن ۾ ٻوڏ کان اڳ ۾ ماڻهو کائيندا پيئندا رهيا، شاديون ڪندا ۽
ڪرائيندا رهيا، تان جو اهو ڏينهن ٿيو جو نوح ٻيڙي ۾ گهڙيو. ۳۹ جيستائين
طوفان آيو ۽ انهن سڀني ماڻهن کي لوڙهي نه ڇڏيائين، تيستائين انهن کي
ڪابه خبر ڪانه هئي. اهڙيءَ طرح ابن‌آدم جي بادشاهت جو به اچڻ ٿيندو.
۴۰ انهيءَ وقت ٻنيءَ ۾ به ماڻهو هوندا ته هڪ کڄي ويندو ۽ ٻيو رهجي ويندو.
۴۱ جيڪڏهن ٻه عورتون گڏ ويٺيون جنڊ پيهنديون هونديون ته هڪ کڄي
ويندي ۽ ٻي رهجي ويندي. ۴۲ تنهن ڪري اوهين سجاڳ رهجو، ڇاڪاڻ‌ته
اوهين نه ٿا ڄاڻو ته ڪهڙي ڏينهن اوهان جو خداوند ايندو. ۴۳ انهيءَ لاءِ هي
سمجهو ته جيڪڏهن ڪنهن گهر جي مالڪ کي خبر هجي ها ته چور رات
جو ڪهڙي وقت ايندو، ته جيڪر هو سجاڳ رهي ها ۽ پنهنجي گهر کي
ڪاٽ هڻڻ نه ڏئي ها. ۴۴ انهيءَ ڪري اوهان کي هر وقت تيار رهڻ گهرجي،
ڇاڪاڻ‌ته ابن‌آدم اهڙي وقت ايندو جنهن جو اوهان کي گمان به نه هوندو.“

## ايماندار ۽ بي‌ايمان نوڪر

(لوقا ۱۲:۴۱-۴۸)

۴۵ ”پوءِ مون کي ٻڌايو ته ايماندار ۽ سياڻو نوڪر ڪير آهي، جنهن کي
سندس مالڪ پنهنجي نوڪرن چاڪرن مٿان مقرر ڪري ويو هجي ته انهن
کي کاڌو پاڻي پوري وقت تي ڏئي؟ ۴۶ سڀاڳو آهي اهو نوڪر جنهن کي
سندس مالڪ اچڻ مهل ائين ڪندو ڏسي. ۴۷ آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان
ته هو کيس سڄيءَ ملڪيت جو مختيار ڪندو. ۴۸ پر جيڪڏهن اهو نوڪر
بڇڙو هجي ۽ دل ۾ خيال ڪري ته منهنجي مالڪ جي اچڻ ۾ دير آهي،
۴۹ ۽ اچي پنهنجي ساٿي نوڪرن کي مارڻ لڳي ۽ شرابين سان کائڻ پيئڻ
لڳي، ۵۰ ته انهيءَ نوڪر جو مالڪ به انهيءَ ئي ڏينهن اچي سهڙندو جنهن
جو هن کي خواب خيال به نه هوندو ۽ اهڙي وقت ايندو جنهن جي هن کي
ڪل ئي نه هوندي. ۵۱ پوءِ ته سندس مالڪ اچي خوب ڇهبڪن سان مار
ڏيئي رياڪارن جي ٽولي ۾ شامل ڪري ڪڍي ڇڏيندس جتي هو رڙيون
ڪندو ۽ پنهنجا ڏند ڪرٽيندو.“

---

۲۴:۳۹ پيد ۶:۷-۲۴ ۲۴:۴۳-۴۴ لو ۱۲:۳۹-۴۰

## ڏهن ڪنوارين ڇوڪرين جو مثال

٢٥ ① ”انهيءَ ڏينهن آسمان واري بادشاهت ڏهن ڪنوارين ڇوڪرين
وانگر هونديء جيڪي پنهنجون ڏياتيون کڻي گهوٽ کي وٺڻ لاءِ
ٻاهر ويون. ② انهن مان پنج اياڻيون هيون ۽ پنج سياڻيون. ③ چالاڪجو اياڻين
جڏهن پنهنجون ڏياتيون کنيون ته پاڻ سان تيل ڪونه کنيائونء ④ پر سياڻين
پنهنجن ڏياتين کڻڻ وقت پاڻ سان گڏ پيالن ۾ تيل به کنيو. ⑤ گهوٽ کي
اچڻ ۾ دير ٿي ويئي تنهنڪري ڇوڪرين کي ننڊ اچڻ لڳي ۽ سمهي پيون.
⑥ پوءِ اڌ رات جو جڏهن هُل ٿيو ته ’اجهوء گهوٽ اچي ويو. ٻاهر اچو
۽ کيس گڏجو.‘ ⑦ تڏهن اُهي ڇوڪريون اُٿيون ۽ پنهنجون ڏياتيون ٺيڪ
ڪرڻ لڳيون. ⑧ پوءِ اياڻين ڇوڪرين سياڻين کي چيو ته ’ڪجهه تيل اسان
کي به ڏيو ڇوته اسان جون ڏياتيون وسامن ٿيون.‘ ⑨ پر سياڻين ڇوڪرين
وراڻيو ته ’اسان وٽ ايترو تيل ڪونه آهي جو اسان ۽ اوهان لاءِ پورو پئجي
سگهي. چڱو ائين ٿيندو جو اوهين وڃي دڪان تان پنهنجي لاءِ تيل وٺي
اچو.‘ ⑩ تنهنڪري اياڻيون ڇوڪريون تيل وٺڻ لاءِ ويون پئي ته ايتري ۾
گهوٽ به اچي پهتو. پنج ڇوڪريون جيڪي تيار هيون سي گهوٽ سان
شاديءَ جي دعوت ۾ ويون ۽ دروازو بند ٿي ويو.
⑪ تنهن کان پوءِ ٻيون ڇوڪريون به پهتيون ۽ چوڻ لڳيون ته ’سائين!
سائين! اسان لاءِ در کوليو.‘ ⑫ گهوٽ وراڻيو ته ’آءٌ سچ ٿو چوان ته آءٌ
اوهان کي نه ٿو سڃاڻان.‘
⑬ تنهنڪري اوهين به سجاڳ رهجوء ڇاڪاڻ‌ته اوهين انهيءَ ڏينهن يا
وقت کي نه ٿا ڄاڻو.“

## ٽن نوڪرن جو مثال

(لوقا ١٩:١١-٢٧)

⑭ ”يا وري آسمان واري بادشاهت انهيءَ ماڻهوءَ مثل آهيء جيڪو ٻئي
ملڪ ڏانهن سير ڪرڻ لاءِ ويو پئي ۽ پنهنجن نوڪرن کي سڏي پنهنجو

---

٢٥:١ لو ١٢:٣٥ ٢٥:١١-١٢ لو ١٣:٢٥

مال ملڪيت انهن جي حوالي ڪيائين. ⑮ هن هر هڪ کي سندس لياقت
موجب ملڪيت ڏني. هڪ کي پنج هزار [١] چانديءَ جا سڪا ڏنائين،
ٻئي کي ٻه هزار ۽ ٽئين کي هڪ هزار ڏيئي پاڻ مسافريءَ تي ويو هليو.
⑯ جنهن کي پنج هزار چانديءَ جا سڪا مليا تنهن وڃي هڪدم انهن
سان واپار هلايو ۽ ٻيا پنج هزار ڪمايائين. ⑰ اهڙيءَ طرح جنهن کي ٻه
هزار چانديءَ جا سڪا مليا تنهن به ٻه هزار ٻيا ڪمايا. ⑱ پر جنهن کي
هڪ هزار چانديءَ جا سڪا مليا تنهن زمين ۾ کڏ کوٽي پنهنجي مالڪ
جا پيسا پوري ڇڏيا.
⑲ گهڻي وقت گذرڻ کان پوءِ انهن نوڪرن جو مالڪ موٽي آيو ۽ انهن
کان حساب وٺڻ لڳو. ⑳ جنهن نوڪر کي پنج هزار چانديءَ جا سڪا مليا
هئا، اهو ٻيا به پنج هزار کڻي آيو ۽ چيائين ته ’سائين! اوهان مون کي پنج
هزار چانديءَ جا سڪا ڏنا هئا. اِجهو، مون انهن مان ٻيا به پنج هزار ڪمايا
آهن.‘ ㉑ تنهن تي هن جي مالڪ چيو ته ’شاباس، نيڪ ۽ ايماندار نوڪر!
تون ٿوري ۾ ايماندار رهيو آهين، تنهنڪري آءٌ گهڻو ڪجهه تنهنجي حوالي
ڪندس. اچ ۽ اچي منهنجي خوشين ۾ شريڪ ٿيءُ.‘ ㉒ پوءِ اهو نوڪر آيو
جنهن کي ٻه هزار چانديءَ جا سڪا مليا هئا ۽ اچڻ سان چيائين ته ’سائين!
اوهان مون کي ٻه هزار چانديءَ جا سڪا ڏنا هئا. اِجهو، مون انهن مان ٻيا
ٻه هزار ڪمايا آهن.‘ ㉓ تنهن تي سندس مالڪ چيس ته ’شاباس، نيڪ ۽
ايماندار نوڪر! تون ٿوري ۾ ايماندار رهيو آهين، تنهنڪري آءٌ گهڻو ڪجهه
تنهنجي حوالي ڪندس. اچ ۽ اچي منهنجي خوشين ۾ شريڪ ٿيءُ.‘ ㉔ پوءِ
اهو نوڪر اندر آيو جنهن کي هڪ هزار چانديءَ جا سڪا مليا هئا ۽ اچي
چيائين ته ’سائين! مون کي خبر هئي ته اوهين سخت ماڻهو آهيو، چالاڪيءَجو
اوهين اهو لڻندا آهيو جيڪو پوکيندا ئي نه آهيو ۽ اهو گڏ ڪندا آهيو جيڪو
ڇٽيندا ئي نه آهيو. ㉕ تنهنڪري مون کي ڊپ ٿيو، سو مون وڃي توهان جا
ڏنل هڪ هزار چانديءَ جا سڪا زمين ۾ پوري ڇڏيا. اِجهو هي توهان جا
پيسا.‘ ㉖ تنهن تي سندس مالڪ چيو ته ’اي بڇڙا ۽ سست نوڪر! جڏهن

[١] چانديءَ جا سڪا: انهن ڏينهن ۾ چانديءَ جو هڪ عام سڪو هڪڙي ڏينهن جي
مزوري هوندي هئي. ڏسو متي ٢٠:٢.

تو کي اها به خبر هئي ته آءٌ اهو لٽندو آهيان جيڪو پوکيندو ئي نه آهيان ۽
اهو گڏ ڪندو آهيان جيڪو ڇٽيندو ئي نه آهيان ٢٧ ته پوءِ تو کي گهربو هو
ته منهنجا پيسا سيڙائين ها ۽ جڏهن آءٌ موٽي اچان ها ته پيسا منافعي سميت
اچي وٺان ها.' ٢٨ پوءِ حڪم ڏنائين ته 'هن کان اهو هڪ هزار به ڪسي
ڏهن هزارن واري نوڪر کي ڏيو. ٢٩ ڇالاءِجو جنهن ڪجهه ڪمايو آهي
تنهن کي وڌيڪ ڏنو ويندو ته جيئن وٽس گهڻو ٿي پوي. پر جنهن ڪجهه
به نه ڪمايو آهي تنهن کان اهو به کسيو ويندو جيڪو وٽس آهي. ٣٠ اوهين
هن بيڪار نوڪر کي ڌڪا ڏيئي ٻاهر اونداهيءَ ۾ اڇلايو، جتي هو رڙيون
ڪري ۽ پنهنجا ڏند ڪرٽي.'"

## آخري فيصلو

٣١ "جڏهن ابن‌آدم پنهنجي جلوي سان ايندو ۽ سڀ ملائڪ ساڻس گڏ
هوندا، تڏهن هو پنهنجي جلال واري تخت تي ويهندو ٣٢ ۽ سيني قومن جا
ماڻهو سندس اڳيان حاضر ٿيندا. پوءِ هو انهن کي ٻن ٽولن ۾ ورهائيندو، جيئن
ريڍار پنهنجي ڌڻ مان رڍن کي ٻڪرين کان ڌار ڪندو آهي. ٣٣ هو رڍن کي
پنهنجي ساڄي پاسي بيهاريندو ۽ ٻڪرين کي کاٻي پاسي. ٣٤ پوءِ بادشاهه
ساڄي پاسي وارن کي چوندو ته 'اوهين، جيڪي منهنجي پيءُ جي طرفان
سڀاڳا آهيو، اچو ۽ بادشاهي وٺو، جيڪا اوهان جي لاءِ دنيا جي پيدائش
کان وٺي تيار ڪئي ويئي آهي. ٣٥ ڇالاءِجو جڏهن آءٌ بکايل هوس ته اوهان
مون کي کارايو، آءٌ اڃايل هوس ته اوهان مون کي پيياريو، آءٌ پرديسي هوس
ته اوهان مون کي پنهنجي گهر ۾ ٽڪايو. ٣٦ آءٌ اگهاڙو هوس ته اوهان مون
کي ڪپڙا ڍڪايا، آءٌ بيمار هوس ته اوهان منهنجي تيمارداري ڪئي، آءٌ قيد
۾ هوس ته اوهان منهنجي ملاقات ڪئي.' ٣٧ تنهن تي نيڪ ڪيس چوندا ته
'اي خداوند! ڪڏهن اسان تو کي بکايل ڏسي کارايو يا اُڃايل ڏسي پيياريو؟
٣٨ ڪڏهن اسان تو کي پرديسي ڏسي پنهنجي گهر ۾ ٽڪايو يا اگهاڙو
ڏسي ڪپڙا ڍڪايا؟ ٣٩ ڪڏهن اسان تو کي بيمار يا قيد ۾ ڏسي تنهنجي

٢٥:٢٩ مت ١٣:١٢، مر ٤:٢٥، لو ٨:١٨ ٢٥:٣٠ مت ٨:١٢، ٢٢:١٣، لو ١٣:٢٨
٢٥:٣١ مت ١٦:٢٧، ١٩:٢٨

ملاقات ڪئي؟' ⁽٤٠⁾ بادشاهه جواب ۾ چوندو ته 'آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان
ته جيڪڏهن اوهان منهنجي ڪنهن گهٽ کان گهٽ ڀاءُ ڀيڻ سان به اهڙو
ڪم ڪيو، ته اهو ڄڻ اوهان مون سان ئي ڪيو.'
⁽٤١⁾ پوءِ هو کابي پاسي وارن کي چوندو ته 'مون وٽان هليا وڃو، اوهان تي
خدا جو قهر آهي. وڃي دائمي باهه ۾ پئو جيڪا شيطان ۽ سندس ملائڪن
لاءِ تيار ڪئي ويئي آهي. ⁽٤٢⁾ ڇالاءِجو جڏهن آءٌ بکايل هوس ته اوهان مون
کي نه کارايو، آءٌ اڃايل هوس ته اوهان مون کي نه پياريو. ⁽٤٣⁾ جڏهن آءٌ پرديسي
هوس ته اوهان مون کي پنهنجي گهر ۾ نه ٽڪايو، آءٌ اگهاڙو هوس ته اوهان
مون کي ڪپڙا نه ڏنا، آءٌ بيمار ۽ قيد ۾ هوس ته اوهان منهنجي تيمارداري
نه ڪئي.' ⁽٤٤⁾ پوءِ اهي به کيس چوندا ته 'اي خداوند! ڪڏهن اسان تو کي
بکايل، اڃايل، پرديسي، اگهاڙو، بيمار يا قيد ۾ ڏٺو جو اسان تنهنجي مدد نه
ڪئي؟' ⁽٤٥⁾ تنهن تي بادشاهه جواب ۾ چوندو ته 'آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان
ته جيڪڏهن اوهان ڪنهن به گهٽ کان گهٽ ماڻهوءَ کي مدد کان انڪار
ڪيو ته ڄڻ اوهان منهنجي مدد کان انڪار ڪيو. ⁽٤٦⁾ پوءِ اوهان کي دائمي
سزا ملندي ۽ نيڪن کي دائمي زندگي.'"

## عيسيٰ خلاف سازش

(مرقس ١٤:١-٢، لوقا ٢٢:١-٢، يوحنا ١١:٤٥-٥٣)

٢٦ ⁽١⁾ جڏهن عيسيٰ هي سڀ ڳالهيون ٻڌائي چڪو ته هن پنهنجن
شاگردن کي چيو ته ⁽٢⁾ "اوهان کي خبر آهي ته ٻن ڏينهن کان
پوءِ عيد فصح ايندي ۽ ابن‌آدم ماڻهن جي حوالي ڪيو ويندو جيڪي کيس
صليب تي چاڙهي ڪوڪا هڻندا."
⁽٣⁾ هوڏانهن سردار ڪاهن ۽ يهودين جا بزرگ قائفا نالي وڏي سردار ڪاهن
جي گهر ۾ اچي گڏ ٿيا. ⁽٤⁾ عيسيٰ کي فريب سان ڦاسائي ختم ڪرائڻ
لاءِ هنن پاڻ ۾ گڏجي صلاح ڪئي، ⁽٥⁾ پر چيائون ته "عيد جي ڏينهن نه
ڪريون متان ماڻهن ۾ وڳوڙ نه پئجي وڃي."

---

٢٥:٤٦ دان ١٢:٢ ٢٦:٢ خر ١٢:١-٢٧

## عيسيٰ جي بيت‌عنياه ۾ مهمانداري

(مرقس ١٤:٣–٩، يوحنا ١٢:١–٨)

٦ جڏهن عيسيٰ بيت‌عنياه ۾ ڪوڙهه جهڙي مرض واري شمعون جي
گهر ۾ هو ته ٧ هڪ عورت وٽس آئي جنهن کي هڪ سنگمرمر جي
عطردانيءَ ۾ تمام قيمتي عطر هو. جڏهن عيسيٰ ماني کائي رهيو هو ته
ان عورت اچي هن جي مٿان عطر هاريو. ٨ شاگرد هي ڏسي ڪاوڙيا
۽ چيائون ته ”هي زيان ڇو ٿو ڪيو وڃي؟ ٩ هي عطر وڏيءَ رقم ۾
وڪامجي سگهيو ٿي ۽ اُهي پيسا غريبن کي ڏجن ها.“ ١٠ عيسيٰ انهن
جي اها ڳالهه ڄاڻي چيو ته ”اوهين هن عورت کي ڇو ٿا ستايو؟ ان
منهنجي لاءِ تمام سٺو ڪم ڪيو آهي. ١١ غريب ته اوهان وٽ هميشه
آهن پر آءٌ اوهان سان هميشه نه هوندس. ١٢ جڏهن هن منهنجي جسم
تي عطر هاريو ته هن مون کي دفن لاءِ تيار ڪيو. ١٣ آءٌ اوهان کي سچ
ٿو ٻڌايان ته جتي خوشخبريءَ جي سڄي دنيا ۾ تبليغ ڪئي ويندي، اُتي
هن عورت جي يادگيريءَ ۾، جيڪو ڪم هن ڪيو آهي، ان جو به ذڪر
ڪيو ويندو.“

## يهوداه جي عيسيٰ خلاف سازش

(مرقس ١٤:١٠–١١، لوقا ٢٢:٣–٦)

١٤ پوءِ ٻارهن شاگردن مان هڪڙو جنهن کي يهوداه اسڪريوتي چوندا هئا
سو سردار ڪاهنن وٽ آيو، ١٥ ۽ کين چيائين ته ”جيڪڏهن آءٌ عيسيٰ کي
اوهان جي حوالي ڪريان ته پوءِ اوهين مون کي ڇا ڏيندا؟“ تنهن تي انهن
کيس ٽيهه [١] چانديءَ جا سڪا ڳڻي ڏنا. ١٦ ان کان پوءِ يهوداه اهڙي موقعي
جي تاڙ ۾ هو ته جيئن عيسيٰ کي سندن حوالي ڪري.

[١] چانديءَ جا سڪا: هي چانديءَ جا وڏا سڪا هئا، جيڪو هڪ سڪو چانديءَ جي
چئن عام سڪن جي برابر هو، يعني چئن ڏينهن جي مزوريءَ جي برابر.

٢٦:٧ لو ٧:٣٧–٣٨ ٢٦:١١ شر ١٥:١١ ٢٦:١٥ زڪ ١١:١٢

## شاگردن سان گڏ فصح کائڻ

(مرقس ١٤:١٢-٢٦، لوقا ٢٢:٧-٢٣، يوحنا ١٣:٢١-٣٠، ١.ڪرنٿين ١١:٢٣-٢٥)

(١٧) بي‌خميري مانيءَ جي عيد جي پهرين ڏينهن تي شاگردن اچي عيسيٰ
کان پڇيو ته ”اوهان جي ڪهڙي مرضي آهي ته اسين اوهان جي فصح
کائڻ جي ڪٿي تياري ڪريون؟“ (١٨) عيسيٰ هنن کي چيو ته ”شهر ۾ فلاڻي
ماڻهوءَ وٽ وڃو ۽ منهنجي لاءِ کيس ٻڌايو ته ’استاد چوي ٿو ته سندس
وقت اچي ويجهو ٿيو آهي. هو پنهنجن شاگردن سميت عيد فصح اوهان
جي گهر ۾ ملهائيندو.‘“ (١٩) شاگردن ائين ئي ڪيو جيئن عيسيٰ کين ٻڌايو
هو ۽ فصح تيار ڪيائون.

(٢٠) جڏهن شام ٿي ته عيسيٰ پنهنجن ٻارهن شاگردن سميت دسترخوان
تي اچي ويٺو. (٢١) ماني کائيندي عيسيٰ چيو ته ”آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان
ته اوهان مان هڪڙو مون کي پڪڙائيندو.“ (٢٢) شاگرد ويچارا ڏاڍا غمگين
ٿيا ۽ هڪٻئي پٺيان عيسيٰ کان پڇڻ لڳا ته ”خداوند، اهو آءٌ ته نه آهيان؟“
(٢٣) تنهن تي عيسيٰ وراڻيو ته ”اُهو جنهن پنهنجو گره مون سان گڏ ٿالهيءَ
مان ٻوڙيو سو ئي مون کي پڪڙائيندو. (٢٤) ابن‌آدم ته ائين ئي مرندو، جيئن
صحيفي ۾ لکيل آهي. پر حيف آهي اُن تي جيڪو ابن‌آدم کي پڪڙائيندو.
ان ماڻهوءَ لاءِ اهو بهتر هو ته هو دنيا ۾ اصل ڄمي ئي نه ها.“ (٢٥) دغاباز
يهوداه ڳالهايو ۽ پڇيائين ته ”اي سائين! اهو آءٌ ته نه آهيان؟“ عيسيٰ وراڻيو
ته ”ائين ته تون پاڻ ٿو چوين.“

(٢٦) جڏهن هو کائين پيا ته عيسيٰ ماني کڻي شڪر ڪري ڀڳي ۽ شاگردن
کي ڏيئي چيائين ته ”وٺو ۽ کائو، هي منهنجو بدن آهي.“ (٢٧) پوءِ هن پيالو
کڻي شڪر ڪري انهن کي ڏيندي چيو ته ”اوهين سڀئي هن مان پيئو،
(٢٨) اهو منهنجو رت آهي، جيڪو گهڻن ئي جي گناهن جي معافيءَ لاءِ
وهائجي ٿو ۽ جنهن سان خدا جو عهد ٻڌجي ٿو. (٢٩) آءٌ اوهان کي ٻڌايان
ٿو ته آءٌ تيستائين مئي وري نه پيئندس جيستائين پنهنجي پيءُ جي بادشاهت

٢٦:٢٣ زب ٤١:٩    ٢٦:٢٨ خر ٢٤:٨، ير ٣١:٣١-٣٤

۾ اوھان سان گڏ نئين مئي نہ پيئان.“ (٣٠) پوءِ انھن [١]زبور پڙھيو ۽ زيتون
جي ٽڪر ڏانھن ھليا ويا.

## پطرس جي انڪار ڪرڻ بابت اڳڪٿي

(مرقس ٢٧:١٤-٣١، لوقا ٣١:٢٢-٣٤، يوحنا ٣٦:١٣-٣٨)

(٣١) پوءِ عيسيٰ انھن کي چيو تہ ”اڄ رات اوھين سڀئي مون کي ڇڏي
ڀڄي ويندا، ڇاڪاڻ تہ لکيل آھي تہ ’خدا ريڍار کي ماريندو ۽ رڍون
ٽڙي پکڙجي وينديون.‘ (٣٢) تنھن ھوندي بہ آءٌ پنھنجي جيئري ٿيڻ کان
پوءِ اوھان کان اڳي ئي گليل ڏانھن ويندس.“ (٣٣) تنھن تي پطرس ڳالھايو
۽ عيسيٰ کي چيائين تہ ”توڙي جو ٻيا سڀ اوھان کي ڇڏي وڃن پر
آءٌ اوھان کي ڪڏھن بہ نہ ڇڏي ويندس.“ (٣٤) عيسيٰ ھن کي چيو تہ
”آءٌ تو کي سچ ٿو ٻڌايان تہ اڄ رات ڪڪڙ جي ٻانگ ڏيڻ کان اڳ
۾ تون ٽي دفعا منھنجو انڪار ڪندين.“ (٣٥) پطرس وراڻيو تہ ”آءٌ ائين
ڪڏھن بہ نہ چوندس تہ آءٌ اوھان کي نہ ٿو سڃاڻان، توڙي جو مون
کي اوھان سان گڏ مرڻو پوي.“ ٻين سڀني شاگردن بہ اھڙيءَ طرح اقرار
ڪيو.

## گتسيمني ۾ دعا گھرڻ

(مرقس ٣٢:١٤-٤٢، لوقا ٣٩:٢٢-٤٦)

(٣٦) پوءِ عيسيٰ پنھنجن شاگردن سان گڏجي گتسيمني نالي باغ ۾ آيو ۽
ھن انھن کي چيو تہ ”اوھين ھتي ويھي رھو تہ آءٌ ھُتي وڃي دعا گھران.“
(٣٧) ھن پطرس ۽ زبديءَ جي ٻن پٽن کي پاڻ سان کنيو ۽ ڏاڍو غمگين ۽ پريشان
ٿيڻ لڳو. (٣٨) ھن انھن کي ٻڌايو تہ ”مون کي ايترو تہ ڏک آھي جو منھنجي
دل ٽٽڻ تي آھي. اوھين ھتي ترسو ۽ مون سان گڏ جاڳندا رھو.“ (٣٩) عيسيٰ
ٿورو پريرو ويو ۽ پاڻ کي منھن پر ڪيرائي دعا گھرڻ لڳو تہ ”اي منھنجا

---

[١] زبور پڙھيو: عيد فصح جي پوري ٿيڻ تي ھڪ خاص زبور ڳائبو ھو.

٣١:٢٦ زڪ ٧:١٣    ٣٢:٢٦ مت ١٦:٢٨

بابا! جيڪڏهن تي سگهي ته هي پيالو مون تان ٽاريو وڃي، تنهن هوندي به
منهنجي نه پر تنهنجي مرضي پوري ٿئي.“
(٤٠) پوءِ هو شاگردن وٽ موٽي آيو ۽ ڏٺائين ته هو سمهيا پيا آهن. تنهن تي
هن پطرس کي چيو ته ”ڇا اوهين هڪڙو ڪلاڪ به مون سان گڏ جاڳي نه
پيا سگهو؟ (٤١) جاڳندا رهو ۽ دعا گهرو ته شل اوهين ڪنهن آزمائش ۾ نه پئو.
سچ پچو ته روح ته گهري ٿو پر بدن ڪمزور آهي.“
(٤٢) عيسيٰ وري ٻيو دفعو پري ويو ۽ دعا گهريائين ته ”اي منهنجا بابا!
جيڪڏهن هي پيالو منهنجي پيئڻ کان سواءِ ٽري نه ٿو سگهي ته پوءِ ڀلي
تنهنجي مرضي پوري ٿئي.“ (٤٣) پوءِ هو موٽي آيو ۽ ڏٺائين ته هو وري ستا پيا
آهن، ڇوته اهي اکيون به نه پيا پٽي سگهن.
(٤٤) وري به عيسيٰ انهن کي ڇڏي ويو ۽ ٽيون دفعو به دعا گهُري اهي
ساڳيا لفظ چيائين. (٤٥) پوءِ هو شاگردن وٽ موٽي آيو ۽ چيائين ته ”ڇا اوهين
اڃا تائين ننڊون ۽ آرام پيا ڪريو؟ اِجهام اها گهڙي اچي پهتي آهي ۽ هاڻي
ابن‌آدم گنهگارن جي حوالي ڪيو ويندو. (٤٦) اٿو، هلو ۽ ڏسو، جيڪو مون
کي پڪڙائي رهيو آهي سو ويجهو اچي پهتو آهي.“

## عيسيٰ جو جهلجڻ

(مرقس ١٤:٤٣-٥٠، لوقا ٢٢:٤٧-٥٣، يوحنا ١٨:٣-١٢)

(٤٧) اڃا هن ڳالهايو ئي پئي ته ٻارهن شاگردن مان يهوداه نالي شاگرد
آيو ۽ هن سان گڏ هڪڙي وڏي ٽولي ترارن ۽ لٺين سان هئي جنهن کي
سردار ڪاهنن ۽ يهودين جي بزرگن موڪليو هو. (٤٨) دغاباز انهن کي اها
نشاني سمجهائي هئي ته ’جنهن ماڻهوءَ کي آءٌ چميان ته اهو عيسيٰ هوندو
۽ کيس پڪڙجو.‘ (٤٩) هو پهچڻ شرط سڌو عيسيٰ وٽ آيو ۽ چيائين ته ”اي
سائين! سلام.“ پوءِ کيس چمي ڏنائين. (٥٠) تنهن تي عيسيٰ چيس ته ”ميان،
جنهن ڪم لاءِ آيو آهين سو جلدي ڪر.“ پوءِ هنن اچي عيسيٰ کي ٻڌو
۽ قابو ڪيائونس. (٥١) تنهن تي عيسيٰ جي ساٿين مان هڪڙي سٽ ڏيئي
ترار ڪڍي وڏي سردار ڪاهن جي نوڪر کي هڻي ۽ سندس ڪن ڪپي
وڌائين. (٥٢) تڏهن عيسيٰ انهيءَ کي چيو ته ”پنهنجي ترار مياڻ ۾ وجهه،

چاڪاڻ ته جيڪي به ترار کڻن ٿا سي ترار سان ئي ماريا وڃن ٿا. (٥٣) تو
کي خبر نه آهي ڇا ته آءٌ پنهنجي پيءُ کي عرض ڪري ٿو سگهان ته هو
هينئر ئي منهنجي مدد لاءِ ٻارهن لشڪرن کان به مٿي ملائڪ موڪلي
ڏئي؟ (٥٤) پر انهيءَ صورت ۾ پاڪ لکت ڪيئن پوري ٿيندي جا لکيل آهي
ته هيئن ضرور ٿيندو؟" (٥٥) پوءِ عيسيٰ ماڻهن کي چيو ته "ڇا آءٌ ڪو
ڌاڙيل هوس جو اوهين ترارون ۽ لٺيون کڻي مون کي پڪڙڻ لاءِ آيا آهيو؟
هيڪل ۾ ويهي آءٌ روزانو تعليم ڏيندو هوس، پر اتي ته اوهان مون کي
ڪڏهن به نه پڪڙيو. (٥٦) پر اهو سڀ ڪجهه انهيءَ لاءِ ٿيو آهي ته جيئن
نبي جيڪو صحيفي ۾ لکي ويا آهن، سو سچو ثابت ٿئي." پوءِ سڀيئي
شاگرد عيسيٰ کي ڇڏي ڀڄي ويا.

## عيسيٰ ڪائونسل جي اڳيان

(مرقس ١٤:٥٣-٦٥، لوقا ٢٢:٥٤-٥٥، ٦٣-٧١، يوحنا ١٨:١٣-١٤، ١٩-٢٤)

(٥٧) جن عيسيٰ کي پڪڙيو هو سي کيس وڏي سردار ڪاهن قائفا جي
گهر وٺي آيا جتي شريعت جا عالم ۽ بزرگ اڳي گڏ ٿيا هئا. (٥٨) پطرس ٿورو
پٺيان پٺي آيو، سو به وڏي سردار ڪاهن جي گهر جي اڳڻ ۾ آيو ۽ اندر
گهڙي پهريدارن سان گڏ ويهي رهيو، انهيءَ لاءِ ته جيئن ڏسي ته آخر
ٿئي ڇا ٿو. (٥٩) سردار ڪاهن ۽ سڄي ڪائونسل ڪوشش ڪئي ته عيسيٰ
جي خلاف ڪا ڪوڙي شاهدي ملي ته جيئن کيس موت جي سزا ڏيارين.
(٦٠) پر انهن کي ڪا به شاهدي ملي نه سگهي، جيتوڻيڪ ڪيترائي ڪوڙا
شاهد آيا. نيٺ هڪڙا ٻه شخص آيا (٦١) ۽ چوڻ لڳا ته "اسان هن ماڻهوءَ کي
چوندي ٻڌو آهي ته 'آءٌ خدا جي هيڪل ڊاهي سگهان ٿو ۽ ٽن ڏينهن کان
پوءِ وري ان کي ٺاهي به سگهان ٿو.'"
(٦٢) وڏو سردار ڪاهن اُٿي بيٺو ۽ عيسيٰ کي چيائين ته "ڇا تو کي هنن
جي الزامن جي جواب ۾ ڪجهه چوڻو آهي؟" (٦٣) پر عيسيٰ ماٺ ۾ رهيو.
وري هن چيس ته "زنده خدا جي نالي تي هاڻي آءٌ تو کي قسم ٿو ڏيان ته
اسان کي ٻڌاءِ ته ڇا تون مسيح، خدا جو فرزند آهين؟" (٦٤) عيسيٰ هن کي

٥٥:٢٦ لو ١٩:٤٧، ٢١:٣٧ ٦١:٢٦ يو ٢:١٩ ٦٤:٢٦ دان ٧:١٣

وراڻيو ته ”اهو ته تو پاڻ چيو آهي، بلڪ آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته هن کان پوءِ
اوهين ابن‌آدم کي خدا تعاليٰ جي ساڄي پاسي تي ويٺل ۽ آسماني ڪڪرن
۾ ايندي ڏسندا.“ ⑥⑤ انهيءَ تي وڏي سردار ڪاهن پنهنجا ڪپڙا ڦاڙيندي چيو
ته ”هن ڪفر بڪيو آهي. اسان کي وڌيڪ شاهدي نه کپي. هاڻي اوهان
هن جا ڪفر وارا لفظ ٻڌا آهن. ⑥⑥ اوهان جو ڇا خيال آهي؟“ انهن جواب
ڏنو ته ”هي ڏوهي آهي ۽ هن کي مارڻ کپي.“
⑥⑦ پوءِ اهي هن جي منهن تي ٿڪون هڻڻ لڳا ۽ ڪيس ٺونشا هنيائون.
ڪن ڪيس چماٽون هنيون ⑥⑧ ۽ چيائون ته ”اي مسيح! نبوت سان ٻڌاءِ ته
ڪنهن تو کي ڌڪ هنيو؟“

## پطرس جو عيسيٰ بابت انڪار ڪرڻ

(مرقس ١٤:٦٦-٧٢، لوقا ٢٢:٥٦-٦٢، يوحنا ١٨:١٥-١٨، ٢٥-٢٧)

⑥⑨ پطرس ٻاهر اڱڻ ۾ ويٺو هو ته هڪ نوڪرياڻي اچي چيس ته ”تون
به عيسيٰ گليليءَ سان گڏ هئين.“ ⑦⓪ پر هو انهن سڀني جي روبرو انڪاري ويو
۽ چيائين ته ”آءٌ نه ٿو سمجهان ته تون ڇا تي چوين پئي.“ ⑦① هو ٻاهر
ڏيڍيءَ ۾ ويو، جتي ٻي نوڪرياڻيءَ هن کي ڏٺو ۽ اُتي بيٺل ماڻهن کي چيائين
ته ”هي ماڻهو عيسيٰ ناصري سان گڏ هو.“ ⑦② وري به پطرس انڪاري ويو ۽
قسم کڻي چيائين ته ”آءٌ ان ماڻهوءَ کي نه ٿو سڃاڻان.“ ⑦③ ٿوري وقت کان
پوءِ جيڪي اتي بيٺا هئا تن به اچي پطرس کي چيو ته ”تون ضرور انهن
مان هڪڙو آهين، ڇالاءِجو جهڙي نموني تون ڳالهائين ٿو سو ٻڌائي ٿو
ته تون انهن مان آهين.“ ⑦④ تنهن تي پطرس لعنت وجهندي چيو ته ”خدا
جو مون تي غضب پوي جيڪڏهن آءٌ سچ نه ٿو ڳالهايان، ڇوته آءٌ ان
ماڻهوءَ کي نه ٿو سڃاڻان.“ انهيءَ دم ڪڪڙ ٻانگ ڏني ⑦⑤ ۽ پطرس کي
عيسيٰ جو چيو ياد اچي ويو ته ”جيسين ڪڪڙ ٻانگ ڏئي تنهن کان
اڳ ۾ تون ٽي دفعا منهنجو انڪار ڪندين.“ پطرس ٻاهر نڪري ويو ۽
زار و زار روئڻ لڳو.

٢٦:٦٥-٦٦ لاو ٢٤:١٦ ٢٦:٦٧ يس ٥٠:٦

## عيسيٰ پلاطس جي اڳيان

(مرقس ١٥:١، لوقا ٢٣:١-٢، يوحنا ١٨:٢٨-٣٢)

٢٧ (١) صبح جو سوير ئي سڀئي سردار ڪاهن ۽ يهودين جا بزرگ پاڻ
۾ مليا ۽ عيسيٰ کي مارائڻ جا منصوبا سٽڻ لڳا. (٢) سو هن کي
ٻڌي وٺي ويا ۽ وڃي رومي گورنر پلاطس جي حوالي ڪيائونس.

## يهوداہ جو موت

(رسولن جا ڪم ١:١٨-١٩)

(٣) جڏهن دغاباز يهوداہ ڏٺو ته عيسيٰ کي سزاوار ٺهرايو ويو آهي ته پوءِ
هن ڏاڍو پڇتايو ۽ سردار ڪاهنن ۽ بزرگن وٽ اهي ٽيهه چانديءَ جا سڪا
موٽائي کڻي ويو. (٤) هن چيو ته ”مون اهو گناهه ڪيو جو هڪ بيگناهه
کي پڪڙايو اٿم.“ پر انهن وراڻيو ته ”اسان جو ان سان ڪهڙو واسطو؟ اهو
ته تنهنجو ئي ڪم آهي سو تون ئي ڄاڻ.“ (٥) يهوداہ اهي پيسا هيڪل ۾
ڦٽا ڪري هليو ويو ۽ وڃي پاڻ کي ڦاهو ڏنائين.
(٦) پوءِ سردار ڪاهنن اهي سڪا کڻي چيو ته ”هي پيسا خون جي بها
آهي، تنهنڪري انهن پيسن کي هيڪل جي خزاني ۾ وجهڻ جائز نه آهي.“
(٧) سو هنن پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته انهن پيسن سان پرديسين لاءِ قبرستان خريد
ڪجي ۽ انهيءَ لاءِ ڪنڀر وارو ميدان ورتائون. (٨) اهو ئي سبب آهي جو اڄ
ڏينهن تائين اها زمين ”رت جو ميدان“ سڏبي آهي.
(٩) اهڙيءَ طرح يرمياہ نبيءَ جو چوڻ سچو ثابت ٿيو ته ”انهن اهي ٽيهه سڪا
کنيا جيڪي بني اسرائيل سندس مُلهه طور ڏيڻ لاءِ قبول ڪيا هئا. (١٠) پوءِ انهن
اهي پيسا ڪنڀر جي ميدان لاءِ ڏنا جيئن خداوند مون کي حڪم ڏنو هو.“

## پلاطس جا عيسيٰ کان سوال پڇڻ

(مرقس ١٥:٢-٥، لوقا ٢٣:٣-٥، يوحنا ١٨:٣٣-٣٨)

(١١) عيسيٰ گورنر جي اڳيان پيش ڪيو ويو جنهن کانئس سوال پڇيو

٢٧:٩-١٠ زڪ ١١:١٢-١٣

ته ”ڇا تون يهودين جو بادشاهه آهين؟“ عيسيٰ جواب ڏنس ته ”اهو
ته اوهين پاڻ ٿا چئو.“ (۱۲) هن سردار ڪاهنن ۽ بزرگن جي هنيل تهمتن
جي جواب ۾ ڪجهه به نه چيو. (۱۳) تنهنڪري پلاطس هن کي چيو
ته ”ڇا تون هي سڀ ڳالهيون ٻڌين تو جيڪي هي تو تي مڙهين ٿا؟“
(۱۴) پر عيسيٰ هڪ لفظ به چوڻ کان انڪار ڪيو. تنهن تي گورنر ڏاڍو
حيران ٿيڻ لڳو.

## عيسيٰ لاءِ موت جي فتويٰ

(مرقس ۱۵:٦-۱۵، لوقا ۲۳:۱۳-۲۵، يوحنا ۱۸:۳۹-۱۹:۱٦)

(۱۵) گورنر جو اهو دستور هوندو هو ته عيد فصح جي موقعي تي هو هڪڙي
قيديءَ کي آزاد ڪندو هو جنهن جي لاءِ رعيت چوندي هيس. (۱٦) انهن
ڏينهن ۾ هڪ مشهور ماڻهو قيد ٿيل هو جنهن جو نالو برابا هو. (۱۷) پوءِ
جڏهن ماڻهو اچي گڏ ٿيا ته پلاطس انهن کان پڇيو ته ”ٻڌايو ته اوهان جي
خاطر آءٌ ڪنهن کي آزاد ڪريان، برابا کي يا عيسيٰ کي، جيڪو مسيح
تو سڏجي؟“ (۱۸) ڇاڪاڻ ته هن ڄاتو پئي ته ”انهن حسد کان عيسيٰ کي
قيد ڪري مون وٽ آندو آهي.“
(۱۹) اڃا هو انصاف جي ڪرسيءَ تي ويٺو ئي هو ته سندس زال چوائي
موڪليس ته ”هن نيڪ ماڻهوءَ کي ڪجهه به نه چئجانءِ، ڇالاءِجو اڄ
خواب ۾ مون هن جي ڪري ڏاڍو ڏک ڏٺو آهي.“ (۲۰) پر سردار ڪاهنن
۽ بزرگن خلق کي سمجهائي ڇڏيو هو ته هو پلاطس کي چون ته برابا کي
آزاد ڪري ۽ عيسيٰ کي موت جي سزا ڏئي. (۲۱) گورنر انهن کان پڇيو ته
”هنن ٻنهي مان اوهان جي خاطر ڪنهن کي آزاد ڪريان؟“ انهن وراڻيو
ته ”برابا کي!“ (۲۲) تنهن تي پلاطس انهن کان پڇيو ته ”پوءِ عيسيٰ کي ڇا
ڪريان جيڪو مسيح تو سڏجي؟“ انهن سڀني چيو ته ”هن کي صليب
تي چاڙهي ڪوڪا هڻو.“ (۲۳) تنهن تي پلاطس پڇين ته ”ڇو، هن ڪهڙو
ڏوهه ڪيو آهي؟“ پر هنن وڌي ڏاڍيون رڙيون ڪيون ته ”هن کي صليب
تي چاڙهي ڪوڪا هڻو.“ (۲۴) تنهنڪري جڏهن پلاطس ڏٺو ته ڪو چارو

۲۷:۲۴ شر ۲۱:٦-۹

ئي نہ آھي ۽ اٿلندو فساد تو ٿئي، تڏھن ڪجھہ پاڻي کڻي ماڻھن جي
اڳيان پنھنجا ھٿ ڌوتائين ۽ چيائين تہ ”آءٌ ھن ماڻھوءَ جي خون کان آجو
آھيان. اھا اوھان جي ذميواري آھي.“ ⑳سيني ماڻھن جواب ۾ چيو تہ
”ڀلي تہ ھن جي خون جي سزا اسان کي ۽ اسان جي ٻارن کي ملي.“
⑳پوءِ پلاطس برابا کي انھن جي خاطر آزاد ڪري ڇڏيو. پر عيسيٰ کي
ھن ڇھبڪ ھڻائي ماڻھن جي حوالي ڪيو تہ وڃي صليب تي چاڙھي
ڪوڪا ھڻنس.

## سپاھين جو عيسيٰ تي چٿرون ڪرڻ

(مرقس ۱۵: ۱٦-۲۰، يوحنا ۱۹: ۲-۳)

⑳پوءِ سپاھي عيسيٰ کي گورنر جي محلات ۾ وٺي آيا ۽ سمورا سپاھي
ھن جي چوڌاري ڦري آيا. ⑳انھن عيسيٰ جا ڪپڙا لھرايا ۽ ھڪڙو قرمزي
جبو ڍڪايائونس. ⑳تنھن کان پوءِ انھن ھڪڙو ڪنڊن جو تاج ٺاھي ھن
جي مٿي تي رکيو ۽ ھڪ لٺ سندس ھٿ ۾ ڏنائون ۽ پاڻ سيئي ھن جي
اڳيان گوڏا کوڙي چٿرون ڪرڻ لڳا. اھي چون پيا تہ ”سلام، اي يھودين
جا بادشاھہ!“ ⑳انھن ھن کي ٿڪون ھنيون ۽ لٺ کڻي کيس مٿي تي ڌڪ
ھڻڻ لڳا. ⑳جڏھن اھي چٿرون ڪري چڪا تہ اھو قرمزي جبو لھرائي وري
کيس ساڳيا ڪپڙا پھرايائونس. پوءِ ھو کيس ٻاھر وٺي آيا تہ جيئن صليب
تي چاڙھي ڪوڪا ھڻنس.

## صليب تي عيسيٰ کي ڪوڪا ھڻڻ

(مرقس ۱۵: ۲۱-۳۲، لوقا ۲۳: ۲٦-۴۳، يوحنا ۱۹: ۱۷-۲۷)

⑳جڏھن ھو وڃن پيا تہ انھن کي ڪرين شھر جو ھڪڙو ماڻھو مليو
جنھن جو نالو شمعون ھو. انھيءَ تي ھنن زور رکيو تہ ھو عيسيٰ جو صليب
کڻي ھلي. ⑳پوءِ ھو گلگتا نالي ھڪڙي جاءِ تي پھتا جنھن جي معنيٰ آھي
”کوپريءَ جي جاءِ“. ⑳انھن ھن کي ڪوڙاڻ گڏيل مئي پيئڻ لاءِ ڏني. پر
جڏھن ھن اھو چکيو تڏھن پيئڻ کان انڪار ڪيائين.

---

۲۷: ۳۴ زبور ٦۹: ۲۱

(٣٥) انهن ڪيس صليب تي چاڙهي ڪوڪا هنيا ۽ سندس ڪپڙا پاڻ ۾
ورهائڻ لاءِ پُڪا وڌائون. (٣٦) ان ڪان پوءِ اُهي اُتي ويهي رهيا ۽ هن تي پهرو
ڏيڻ لڳا. (٣٧) انهن هن جي مٿان اهو الزام لکي هنيو ته ”هي عيسيٰ يهودين
جو بادشاهه آهي.“ (٣٨) پوءِ عيسيٰ سان گڏ ٻن ڌاڙيلن کي به صليب تي
چاڙهيائون، هڪ سندس ساڄي ۽ ٻيو سندس کاٻي پاسي.
(٣٩) جيڪي ماڻهو اتان لنگهي پيا سي پنهنجا ڪنڌ ڌوڻي ٺٺوليون ڪري
عيسيٰ کي چوڻ پيا ته (٤٠) ”تون ته ٺَپ ڏينهن ۾ هيڪل ڊاهين ۽
ٺاهين، هاڻي پاڻ کي ته بچاءِ. جيڪڏهن تون خدا جو فرزند آهين ته
صليب تان هيٺ لهي ته ڏيکار.“ (٤١) ساڳيءَ طرح سردار ڪاهن، شريعت
جا عالم ۽ بزرگ هن تي چٿرون ڪري چوڻ لڳا ته (٤٢) ”هي ته ٻين کي
پيو ڇڏائي پر هاڻي پاڻ کي نه ٿو بچائي سگهي. چا هي بني اسرائيل
جو بادشاهه آهي؟ هاڻي صليب تان لهي اچي ته ڏسون ۽ ان تي ايمان
آڻيون. (٤٣) هو خدا تي ڀروسو ٿو رکي ۽ چوي ٿو ته ’آءٌ خدا جو فرزند
آهيان‘ ته ڀلي پوءِ ڏسون ته خدا هن کي ڪيئن ٿو بچائي.“ (٤٤) جيڪي
ڌاڙيل هن سان گڏ صليب تي چاڙهيا ويا اهي به ساڳيءَ طرح کيس طعنا
هڻي پيا.

## عيسيٰ جو موت

(مرقس ١٥: ٣٣-٤١، لوقا ٢٣: ٤٤-٤٩، يوحنا ١٩: ٢٨-٣٠)

(٤٥) منجهند جو سڄي ملڪ ۾ اونده ڇانئجي ويئي جيڪا ٽيهريءَ تائين
هلي. (٤٦) ٽيهريءَ مهل عيسيٰ وڏي آواز سان رڙ ڪري چيو ته [١] ”ايلي! ايلي!
لما سبختني؟“ يعني ”اي منهنجا خدا! اي منهنجا خدا! تو مون کي ڇو
ڇڏي ڏنو آهي؟“ (٤٧) جيڪي ماڻهو اُتي بيٺا هئا تن مان ڪن هن جا اهي لفظ
ٻڌا ۽ چيائون ته ”هي الياس نبيءَ کي سڏي رهيو آهي.“ (٤٨) انهن مان هڪڙو

---

[١] ”ايلي! ايلي! لما سبختني؟“: هي ارامي ٻوليءَ جا لفظ آهن.

٢٧: ٣٥ زب ٢٢: ١٨ ٢٧: ٣٩ زب ٢٢: ٧، ١٠٩: ٢٥ ٢٧: ٤٠ مت ٢٦: ٦١، يو ٢: ١٩
٢٧: ٤٣ زب ٢٢: ٨ ٢٧: ٤٦ زب ٢٢: ١ ٢٧: ٤٨ زب ٦٩: ٢١

ماڻهو جلدي ڀڳو ۽ فوم جهڙي هڪ شيءِ کڻي ڪوڙي مئي سان پري ڪاني
جي چوٽيءَ تي ٻڌي عيسيٰ کي پيئڻ لاءِ ڏنائين. ٤٩ پر ٻين چيو ته ”ترسو،
ڏسون ته الياس هن کي بچائڻ لاءِ اچي ٿو يا نه.“
٥٠ عيسيٰ وري وڏي رڙ ڪئي ۽ دم ڏنائين.
٥١ انهيءَ دم هيڪل جو پردو چوٽيءَ کان وٺي تري تائين ٻن حصن ۾
چيرجي ويو. ڌرتي ڌڏي ويئي ۽ ڏونگر ڏري پيا. ٥٢ قبرون ڦاٽي پيون ۽
ڪيترائي نيڪ ماڻهو جيڪي مري ويا هئا سي جيئرا ٿي اٿيا. ٥٣ اهي عيسيٰ
جي ٻيهر جيئري ٿيڻ کان پوءِ قبرن مان ٻاهر نڪري اچي پاڪ شهر يروشلم
۾ داخل ٿيا ۽ گهڻن ئي ماڻهن کين ڏٺو.
٥٤ فوجي صوبيدار ۽ ٻيا جيڪي ساڻس گڏ عيسيٰ تي پهرو ڏيئي رهيا
هئا، تن جڏهن زلزلو ۽ ٻيو ڪجهه ٿيندي ڏٺو ته ڏاڍا ڊڄي ويا ۽ چوڻ لڳا ته
”سچ پچ هيءُ ماڻهو خدا جو فرزند هو.“ ٥٥ اُتي ڪيتريون عورتون به هيون،
جيڪي پري کان ڏسي رهيون هيون. اُهي عيسيٰ جي خدمت ڪرڻ لاءِ
ساڻس گڏجي گليل کان آيون هيون. ٥٦ انهن ۾ مريم مگدليني، يعقوب ۽
يوسف جي ماءُ مريم ۽ زبديءَ جي پٽن جي ماءُ هئي.

## عيسيٰ جو ڪفن دفن

(مرقس ١٥:٤٢-٤٧، لوقا ٢٣:٥٠-٥٦، يوحنا ١٩:٣٨-٤٢)

٥٧ جڏهن شام ٿي ته ارمتيا جو رهاڪو هڪ شاهوڪار ماڻهو اتي اچي
پهتو. هن جو نالو يوسف هو ۽ هو به عيسيٰ جو شاگرد ٿيو هو. ٥٨ هو پلاطس
جي ڪچهريءَ ۾ ويو ۽ عيسيٰ جي لاش وٺڻ لاءِ عرض ڪيائين. پلاطس
حڪم ڏنو ته ”عيسيٰ جو لاش کيس ڏنو وڃي.“ ٥٩ پوءِ يوسف لاش هٿ
ڪيو ۽ انهيءَ کي هڪڙي اُڇي صاف ڪفن ۾ ويڙهي، ٦٠ اُن قبر ۾ رکيائين
جيڪا هن ٽڪر تي پنهنجي لاءِ تازو کوٽائي هئي. پوءِ هڪڙو وڏو پٿر ريڙهي
قبر جي منهن تي ڏنائين ۽ پاڻ هليو ويو. ٦١ مريم مگدليني ۽ اها ٻي مريم
اچي قبر جي سامهون ويهي رهيون.

---

٢٧:٥١ خر ٢٦:٣١-٣٣ ٢٧:٥٥-٥٦ لو ٨:٢-٣

## قبر تي پهرو

(٦٢) [١]تياريءَ جي ڏينهن کان پوءِ ٻئي ڏينهن تي سردار ڪاهن ۽ فريسي
گڏجي پلاطس وٽ ويا (٦٣) ۽ چيائون ته ”سائين! اسان کي ياد آهي ته هو
ٺڳ جڏهن اجا جيئرو هو ته چوندو هو ته ’آءٌ ٽن ڏينهن کان پوءِ وري جيئرو
ٿي اٿندس.‘ (٦٤) تنهنڪري اوهين حڪم جاري ڪريو ته ٽن ڏينهن تائين قبر
تي پهرو ڏنو وڃي، متان هن جا شاگرد سندس ميت چورائي وڃن ۽ وڃي
ماڻهن کي چون ته هو مئلن مان وري جيئرو ٿي اٿيو آهي. سو متان هيءَ
پوئين ٺڳي پهرين کان به وڌيڪ خراب نه ثابت ٿئي.“ (٦٥) تنهن تي پلاطس
انهن کي چيو ته ”پوءِ پهريدار وٺي وڃو ۽ ايتري سخت چوڪسي ڪريو
جيتري ڪري سگهو.“ (٦٦) پوءِ هو پهريدارن کي ساڻ ڪري قبر تي ويا ۽
پٿر تي مُهر هڻي قبر تي پهرو ڏنائون.

## عيسيٰ جو وري جيئرو ٿيڻ

(مرقس ١٦:١–١٠، لوقا ٢٤:١–١٢، يوحنا ٢٠:١–١٠)

٢٨ (١) سبت جي ڏينهن کان پوءِ جڏهن آچر جي صبح جي پرهه ڦٽڻ
لڳي ته مريم مگدليني ۽ ٻي مريم قبر ڏسڻ ويون. (٢) ايتري ۾
ڏاڍو زوردار زلزلو آيو ۽ خداوند جو هڪڙو ملائڪ آسمان مان هيٺ لٿو ۽
قبر جي منهن واري پٿر کي پاسي تي ريڙهي مٿس چڙهي ويٺو. (٣) هن جي
صورت وڄ جهڙي هئي ۽ سندس پوشاڪ نوراني هئي. (٤) پهريدار اهڙا ته
ڊنا جو مُردن وانگر پئجي رهيا.
(٥) ملائڪ عورتن کي چيو ته ”اوهين نه ڊڄو. آءٌ ڄاڻان ٿو ته اوهين
عيسيٰ کي ڳولي رهيون آهيو، جيڪو صليب تي چاڙهيو ويو هو. (٦) هو هتي

[١] تياريءَ جي ڏينهن: هن مان مراد سبت يا ڪنهن عيد جي ڏينهن کان اڳ وارو ڏينهن
آهي. ان ڏينهن يهودي ڪاڌو وغيره تيار ڪندا هئا، ڇوته ٻئي ڏينهن سبت يعني آرام
جو يا وڏو ڏينهن هوندو هو.

٢٧:٦٣ مت ١٦:٢١، ١٧:٢٣، ٢٠:١٩، مر ٨:٣١، ٩:٣١، ١٠:٣٣–٣٤،
لو ٩:٢٢، ١٨:٣١–٣٣

ڪونهي. جيئن هن چيو هو تيئن ئي هو جيئرو ٿي اٿيو آهي. هيڏانهن اچو ۽
اها جاءِ ڏسو جتي هو پيل هو. ⑦ هاڻي جلدي وڃو ۽ وڃي هن جي شاگردن
کي ٻڌايو ته ’هو مئلن مان جيئرو ٿي اٿيو آهي ۽ اوهان کان اڳي ئي گليل ڏانهن
وڃي رهيو آهي، اُتي اوهين هن کي ڏسندا.‘ جيڪي مون اوهان کي ٻڌايو
آهي سو وساري نه ڇڏجو.“ ⑧ سو اهي سگهو ئي ڊپ ۽ گهڻي خوشيءَ وچان
قبر مان نڪتيون ۽ عيسيٰ جي شاگردن کي ٻڌائڻ لاءِ ڀڄنديون ويون.
⑨ اوچتو ئي عيسيٰ انهن کي مليو ۽ چيائين ته ”سلام.“ اهي وٽس آيون ۽
پيرن تي ڪري کيس سجدو ڪيائون. ⑩ عيسيٰ کين چيو ته ”ڊڄو نه، وڃو
۽ منهنجي ڀائرن کي چئو ته هو گليل ڏانهن هلن، اُتي هو مون کي ڏسندا.“

## پهريدارن جو اطلاع ڏيڻ

⑪ جڏهن عورتون پنهنجو رستو وٺي ويون پئي ته ڪي پهريدار جن قبر
تي پهرو پئي ڏنو، سي موٽي شهر ڏانهن آيا ۽ اچي سڀ ڪجهه جيڪي
ٿيو هو، سو سردار ڪاهنن کي ٻڌايائون. ⑫ سردار ڪاهن صلاح ڪرڻ لاءِ
بزرگن سان مليا. هنن سپاهين کي گهڻا پيسا رشوت ڏني ته جيئن ⑬ اهي
چون ته ”جڏهن رات جو اسين سمهيا پيا هئاسين تڏهن عيسيٰ جا شاگرد
آيا ۽ سندس ميت چورائي کڻي ويا.“ ⑭ هنن سپاهين کي دلجاءِ ڏيندي
چيو ته ”جيڪڏهن اها ڳالهه گورنر جي ڪن تي پئجي ويئي ته به اسين
پاڻهي هن کي سمجهائينداسين، سو اوهان کي ڪنهن به ڳالهه جو خوف
ڪرڻ نه گهرجي.“ ⑮ پهريدارن پيسا ورتا ۽ جيئن کين چيو ويو هو تيئن
ئي ڪيائون. ان ئي ڏينهن کان وٺي اها ڳالهه يهودين ۾ هلي ويئي آهي
۽ اڄا تائين مشهور آهي.

## شاگردن کي ڏيکاري ڏيڻ

(مرقس ۱۶: ۱۴-۱۸، لوقا ۲۴: ۳۶-۴۹، يوحنا ۲۰: ۱۹-۲۳، رسولن جا ڪم ۱: ۶-۸)

⑯ يارهن ئي شاگرد گليل ۾ انهيءَ جبل ڏانهن ويا جتي عيسيٰ وڃڻ لاءِ
چيو هون. ⑰ جڏهن انهن کيس ڏٺو ته اهي کيس سجدو ڪرڻ لڳا جيتوڻيڪ

---

۲۸: ۱۶ مت ۲۶: ۳۲، مر ۱۴: ۲۸

ڪن ڪي شڪ به هو. ⑱ عيسيٰ ويجهو اچي انهن سان ڳالهائيندي چيو
ته ”مون کي زمين ۽ آسمان جون سڀئي اختياريون مليل آهن. ⑲ تنهن
ڪري اوهين سڀني قومن وٽ وڃو ۽ انهن کي منهنجا شاگرد ڪريو. انهن
کي پيءُ، فرزند ۽ پاڪ روح جي نالي تي بپتسما ڏيو، ⑳ ۽ کين تعليم
ڏيو ته انهن سڀني حڪمن جي فرمانبرداري ڪن جن جو مون اوهان کي
حڪم ڏنو آهي. يقين ڪريو ته آءٌ دنيا جي پڇاڙيءَ تائين هميشه اوهان
سان هوندس.“

---

۱۹:۲۸ رس ۱:۸

# مرقس

## مرقس رسول جي معرفت خوشخبري

### تعارف

مرقس عيسيٰ مسيح جي شاگردن مان هڪ هو، جنهن جي معرفت مليل خوشخبريءَ جي هن پاڪ ڪتاب ۾ عيسيٰ مسيح کي بااختيار ۽ عملي انسان جي روپ ۾ ڏيکاريو ويو آهي. سندس تعليم، پوتن مٿي سندس قدرت ۽ گناهن کي بخشڻ مان سندس اختيار ظاهر ٿئي ٿو. عيسيٰ مسيح پاڻ کي "ابنِآدم" چوي ٿو، جيڪو انهيءَ لاءِ آيو ته ماڻهن کي سندن گناهن کان آزادي ڏئي.

مرقس عيسيٰ مسيح جو احوال سڌيءَ طرح ۽ مؤثر نموني ۾ پيش ڪري ٿو. هو عيسيٰ مسيح جي ڪمن کي بنسبت هن جي لفظن ۽ تعليم جي نهايت زور ڏيندي بيان ڪري ٿو. هن پاڪ ڪتاب جي شروعات ۾ يحيٰ بپتسما ڏيڻ واري جي ذڪر ۽ عيسيٰ مسيح جي بپتسما وٺڻ ۽ سندس آزمائش کان هڪدم پوءِ عيسيٰ مسيح جي شفا ڏيڻ ۽ تعليم ڏيڻ واري خدمت کي ڪنيو ويو آهي ٿو. جيئن جيئن وقت گذرندو وڃي ٿو تيئن تيئن عيسيٰ مسيح جا شاگرد کيس بهتر نموني سمجهندا وڃن ٿا پر عيسيٰ مسيح جا مخالف سندس وڌيڪ مخالف ٿيندا وڃن ٿا. اختتامي باب عيسيٰ مسيح جي زميني زندگيءَ جي آخري هفتي جي واقعن کي بيان ڪن ٿا، خاص ڪري سندس صليب تي چڙهڻ ۽ سندس وري جي اٿڻ کي.

سِتاءُ


| | |
|---|---|
| خوشخبريءَ جي اچڻ جي تياريءَ جو ذڪر | ١:١-١٣ |
| گليل علائقي ۾ عيسيٰ مسيح جي عام خدمت | ١:١٤-٩:٥٠ |
| گليل کان يروشلم شهر ڏانهن سفر | ١:١٠-٥٢ |
| يروشلم ۽ ان جي آس‌پاس ۾ آخري هفتو | ١:١١-١٥:٤٧ |
| عيسيٰ مسيح جو وري جيئرو ٿيڻ | ١:١٦-٨ |
| جيئري ٿيڻ کان پوءِ عيسيٰ مسيح جو ظاهر ٿيڻ ۽ متي چڙهي وڃڻ | ٩:١٦-٢٠ |


# مرقس

## مرقس رسول جي معرفت خوشخبري

### يحيٰ بپتسما ڏيڻ واري جي منادي

(متي ٣:١-١٢، لوقا ٣:١-١٨، يوحنا ١:١٩-٢٨)

١ ①عيسيٰ مسيح ابن خدا جي خوشخبري هن ريت شروع ٿئي ٿي:
②يسعياه نبيءَ جي ڪتاب ۾ لکيل آهي ته
”خدا چيو ته ’ڏس،
آءٌ پنهنجو پيغمبر تو کان اڳ ۾ موڪليان ٿو،
ته هو تنهنجي لاءِ رستو تيار ڪري.‘
③رڻ‌پٽ ۾ پڪارڻ واري جو آواز اچي ٿو ته
’خداوند لاءِ رستو تيار ڪريو،
هن جي لاءِ واٽون سڌيون ڪريو.‘“
④تنهنڪري ئي ته يحيٰ رڻ‌پٽ ۾ ظاهر ٿيو هو. هو ماڻهن کي بپتسما

٢:١ ملا ٣:١ ٣:١ يس ٤٠:٣

ڏئي پيو ۽ تبليغ ڪري پيو ته ”پنهنجن گناهن کان توبهه ڪريو ۽ بپتسما
وٺو ته خدا اوهان جا گناهه بخشي ڇڏي.“ (٥) يهوديه جو سڄو ملڪ ۽
يروشلم سڄو شهر يحيٰ وٽ آيو. انهن پنهنجا گناهه باسيا ۽ يحيٰ کين
اردن درياءَ ۾ بپتسما ڏني.
(٦) يحيٰ کي اُٺ جي ملس جا ڪپڙا پيل هئا ۽ چيلهه تي چمڙ جو پٽو
ٻڌل هوس. هو ماڪڙ ۽ جهنگلي ماکي کائيندو هو. (٧) هن ماڻهن ۾ منادي
ڪئي ته ”منهنجي پٺيان هڪ اهڙو ٿو اچي جو مون کان به وڌيڪ قدرت
وارو آهي. آءٌ انهيءَ لائق به نه آهيان جو نِوڙي سندس جتيءَ جون کهيون
کوليان. (٨) آءٌ اوهان کي پاڻيءَ سان بپتسما ڏيان ٿو پر اهو اوهان کي پاڪ
روح سان بپتسما ڏيندو.“

## عيسيٰ جي بپتسما وٺڻ ۽ سندس آزمائش

(متي ٣:١٣-٤:١١، لوقا ٣:٢١-٢٢، ٤:١-١٣)

(٩) انهن ڏينهن ۾ عيسيٰ گليل جي شهر ناصرت کان يحيٰ وٽ آيو ۽
يحيٰ کيس اردن درياءَ ۾ بپتسما ڏني. (١٠) جيئن ئي عيسيٰ پاڻيءَ مان ٻاهر
نڪتو ته کيس آسمان کليل نظر آيو ۽ پاڪ روح کي ڪبوتر وانگر پاڻ تي
لهندو ڏٺائين. (١١) تڏهن آسمان مان هڪ آواز آيو ته ”تون منهنجو پيارو فرزند
آهين ۽ آءٌ تو مان ڏاڍو خوش آهيان.“
(١٢) پوءِ جلد ئي پاڪ روح عيسيٰ کي بيابان ۾ وٺي ويو (١٣) جتي شيطان
کيس چاليهه ڏينهن آزمائيندو رهيو. هو جهنگلي جانورن سان گڏ هو پر
ملائڪن سندس سنڀال پئي ڪئي.

## چئن مهاڻن کي سڏڻ

(متي ٤:١٢-٢٢، لوقا ٤:١٤-١٥، ٥:١-١١)

(١٤) يحيٰ جي گرفتار ٿيڻ کان پوءِ عيسيٰ گليل ۾ آيو ۽ خدا جي خوشخبريءَ
جي منادي ڪرڻ لڳو ته (١٥) ”وقت اچي پريو آهي ۽ خدا جي بادشاهت

---

١:٦ ٢.با ١:٨ ١:١١ پيد ٢٢:٢، زب ٢:٧، يس ٤٢:١، مت ٣:١٧، ١٢:١٨،
مر ٩:٧، لو ٣:٢٢ ١:١٥ مت ٣:٢

ويجهي آئي آهي، سو توبهه ڪريو ۽ خدا جي خوشخبريءَ تي ايمان آڻيو.“
(١٦) جيئن عيسيٰ گليل ڍنڍ جي ڪناري سان وڃي رهيو هو ته ڪيس ٻه
مهاڻا، شمعون ۽ سندس ڀاءُ اندرياس نظر آيا جن ڍنڍ ۾ ڄار وڌو پئي. (١٧) تنهن
تي عيسيٰ انهن کي چيو ته ”اچو ۽ منهنجي پٺيان هلو ته آءٌ اوهان کي ماڻهو
ڦاسائڻ سيکاريان.“ (١٨) هو هڪدم ڄار ڦٽا ڪري سندس پٺيان هلڻ لڳا.
(١٩) ٿورو اڳيرو هليو ته هن زبديءَ جي پٽن يعقوب ۽ يوحنا کي ٻيڙيءَ ۾
ڄارن جي مرمت ڪندي ڏٺو. (٢٠) عيسيٰ انهن کي سڏيو ته هنن پنهنجي پيءُ
کي ٻيڙيءَ ۾ مزورن سان ڇڏي ڏنو ۽ عيسيٰ جي پٺيان هلڻ لڳا.

## ڀوت ورتل ماڻهو

(لوقا ٤:٣١-٣٧)

(٢١) هو ڪفرناحوم شهر ۾ آيا ۽ عيسيٰ سبت جي ڏينهن تي عبادتخاني ۾
وڃي تعليم ڏيڻ لڳو. (٢٢) ماڻهو هن جي تعليم تي حيران ٿي ويا، ڇاڪاڻ ته هو
انهن کي شريعت جي عالمن وانگر نه پر اختياريءَ سان تعليم ڏئي رهيو هو.
(٢٣) ايتري ۾ هڪ ڀوت ورتل ماڻهو عبادتخاني ۾ آيو ۽ رڙ ڪري چيائين
ته (٢٤) ”اي عيسيٰ ناصري! تنهنجو اسان سان ڪهڙو واسطو آهي؟ تون اسان
کي ناس ڪرڻ آيو آهين ڇا؟ آءٌ ڄاڻان ٿو ته تون ڪير آهين، تون خدا جي
هڪ ئي پاڪ هستي آهين.“ (٢٥) پر عيسيٰ هن کي ڇينڀي چيو ته ”ماٺ ڪر،
هن مان نڪري اچ.“ (٢٦) ڀوت ماڻهوءَ کي خوب جهنجهوڙيو ۽ وڏي واڪي
رڙ ڪري هن مان نڪري آيو. (٢٧) تنهن تي سڀ ماڻهو ايترو ته حيران ٿي ويا
جو هڪٻئي کان پڇڻ لڳا ته ”هي آهي ڇا؟ هيءَ ته نئين تعليم آهي. هو ڀوتن
تي به اختياريءَ سان حڪم هلائي ٿو ۽ اهي ڪيس مڃين ٿا.“ (٢٨) جلد ئي هن
جي هاڪ سڄي گليل جي علائقي ۾ جتي ڪٿي پئجي ويئي.

## گهڻن ماڻهن کي شفا ڏيڻ

(متي ٨:١٤-١٧، لوقا ٤:٣٨-٤١)

(٢٩) ان کان پوءِ هو عبادتخاني مان نڪري يعقوب ۽ يوحنا سميت شمعون

١:٢٢ مت ٧:٢٨-٢٩

۽ اندرياس جي گهر آيا. ⑳ شمعون جي سس بخار سان بيمار پئي هئي.
سو جيئن عيسيٰ اتي پهتو ته کيس ان بابت ٻڌايائون. ⑳ عيسيٰ ان وٽ ويو
۽ هن کي هٿ کان وٺي اٿاري وهاريو ته جلد ئي کيس بخار ڇڏي ويو ۽
هوءَ انهن جي خدمت ڪرڻ لڳي.
(۳۲) جڏهن سانجهي ٿي ۽ سج لهي ويو ته ماڻهن عيسيٰ وٽ ڪيترا ئي
بيمار ۽ ڀوتن ورتل ماڻهو آندا. (۳۳) سڄو شهر دروازي تي اچي مڙيو. (۳۴) عيسيٰ
ڪيترن ئي مرضن جي بيمارن کي شفا ڏني ۽ ڪيترن مان ڀوت ڪڍيائين.
هن ڀوتن کي ڳالهائڻ جي اجازت ئي نه ڏني، ڇالاءِجو اهي عيسيٰ کي
سڃاڻن پيا ته هو ڪير آهي.

## عيسيٰ جو گليل ۾ تبليغ ڪرڻ

(لوقا ۴:۴۲–۴۴)

(۳۵) صبح جو سوير بلڪل انڌاري ۾ ئي عيسيٰ اٿي ٻاهر نڪري ويو ۽
هڪڙي سانتيڪيءَ جاءِ تي وڃي دعا گهريائين. (۳۶) شمعون ۽ سندس ساٿي
عيسيٰ کي ڳوليندا رهيا (۳۷) ۽ جڏهن هن کي ڏٺائون ته کيس چيائون ته ”هر
ڪو اوهان کي ڳولي رهيو آهي.“ (۳۸) پر عيسيٰ کين چيو ته ”هلو ته ڪن
ٻين پر وارن شهرن ۾ هلون، جيئن اتي به آءٌ تبليغ ڪريان، ڇوته انهيءَ ئي
سبب ڪري آءٌ آيو آهيان.“ (۳۹) هن سڄي گليل ۾ وڃي عبادتخانن ۾ تبليغ
ڪئي ۽ ماڻهن مان ڀوت ڪڍيائين.

## ڪوڙهه جهڙي مرض واري کي شفا ڏيڻ

(متي ۸:۱–۴، لوقا ۵:۱۲–۱۶)

(۴۰) عيسيٰ وٽ ڪوڙهه جهڙي مرض وارو هڪ ماڻهو آيو، جنهن گوڏن ڀر
ويهي نيزاري ڪري چيس ته ”جيڪڏهن اوهين چاهيو ته مون کي ڇٽائي
پاڪ صاف ڪري سگهو ٿا.“ (۴۱) عيسيٰ کي هن تي ڪهل آئي، سو پنهنجو
هٿ ڊگهيري کيس لاتائين ۽ چيائين ته ”آءٌ چاهيان ٿو ته تون پاڪ صاف
ٿيءُ.“ (۴۲) هڪدم هن کان ڪوڙهه جهڙو مرض لهي ويو ۽ هو ڇٽي پاڪ

۳۹:۱ مت ۴:۲۳، ۹:۳۵

صاف ٿي پيو. (٤٣) عيسيٰ سختيءَ سان تاڪيد ڪري روانو ڪيس ته (٤٤) ”متان
ڪنهن کي ٻڌايو اٿيئي، پر سڌو وڃي ڪاهن کي پاڻ ڏيکار ۽ موسيٰ جي
شريعت موجب قرباني ڪج ته جيئن انهن مٿان ثابتي ٿئي ته تون چڱي ويو
آهين.“ (٤٥) پر هن وڃي جتي ڪٿي اها خبر ٻڌائي ۽ ڳالهه ايتري ته هُلي ويئي
جو عيسيٰ پوءِ ڪنهن به شهر ۾ کُلي طرح داخل ٿي نه سگهيو، پر ٻاهر ويران
جاين ۾ رهيو جتي ماڻهو سڀني هنڌن کان پئي آيا.

## اڏرنگيءَ کي شفا ڏيڻ

(متي ٩:١–٨، لوقا ٥:١٧–٢٦)

**٢** (١) ڪن ڏينهن کان پوءِ عيسيٰ ڪفرناحوم ۾ وري موٽي آيو ۽ اها خبر
پکڙجي ويئي ته هو گهر ۾ آهي. (٢) سو ايترا ته ماڻهو اچي مڙيا جو
دروازي تي به ويهڻ جي جاءِ ڪانه هئي. عيسيٰ انهن کي خدا جو ڪلام
ٻڌايو پئي، (٣) ته ڪن ماڻهن هڪ اڏرنگيءَ شخص کي آندو جنهن کي چار
ماڻهو کنيو پئي آيا. (٤) جيئن ته سخت پيڙ ڪري هو اندر اچي نه سگهيا،
سو جنهن جاءِ ۾ عيسيٰ ويٺل هو ان جي ڇت کي ڦاڙ ڪيائون. جڏهن ڦاڙ
ويڪرو ٿيو ته هنن کٽولو، جنهن تي اڏرنگي پيل هو سو هيٺ لاٿو. (٥) عيسيٰ
انهن جو ايڏو ايمان ڏسي اڏرنگي شخص کي چيو ته ”پٽ، تنهنجا گناهه
بخشجي ويا.“ (٦) پر اتي ڪي شريعت جا عالم ويٺا هئا سي پنهنجين دلين
۾ دليل ڊوڙائڻ لڳا ته (٧) ”هي ماڻهو ائين ڇو ٿو چوي؟ هو ڪفر ٿو بڪي.
خدا کان سواءِ ڪو به گناهه بخشي نه ٿو سگهي.“ (٨) عيسيٰ هڪدم انهن
جي دلين جي دليلن کي ڄاڻي ورتو، سو انهن کي چيائين ته ”ڇو اوهين
پنهنجين دلين ۾ اهڙا دليل ڊوڙايو ٿا؟ (٩) ڇا اهو سولو آهي ته اڏرنگي ماڻهوءَ کي
چئجي ته ’تنهنجا گناهه بخشجي ويا‘ يا کيس چئجي ته ’اُٿ، پنهنجو کٽولو
کڻ ۽ گهمُ ڦرُ؟‘ (١٠) پر آءٌ اوهان تي ثابت ڪندس ته ابنِ‌آدم کي دنيا ۾ ماڻهن
جي گناهه بخشڻ جي اختياري مليل آهي.“ سو عيسيٰ اڏرنگي شخص کي
چيو ته (١١) ”آءٌ تو کي چوان ٿو ته پنهنجو کٽولو کڻ ۽ گهر هليو وڃ.“ (١٢) سڀني
ماڻهن جي ڏسندي ئي هو اُٿي بيٺو، پنهنجو کٽولو کنيائين ۽ تڪڙو تڪڙو

١:٤٤ لاو ١٤:١–٣٢

هليو ويو. هو سيئي ڏاڍا حيران ٿي ويا ۽ خدا جي واکاڻ ڪندي چيائون ته
”اسان ڪڏهن به اهڙي ڳالهه نه ڏٺي آهي!“

## لاويءَ کي سڏڻ

(متي ٩:٩-١٣، لوقا ٥:٢٧-٣٢)

⑬عيسيٰ وري ڍنڍ جي ڪناري سان پئي ويو ته هن وٽ هڪ ميڙ
اچي گڏ ٿيو ۽ هن انهن کي تعليم ڏيڻ شروع ڪئي. ⑭وات ويندي
هن حلفيءَ جي پٽ لاويءَ کي محصولي اڏي تي ويٺل ڏٺو. عيسيٰ هن
کي چيو ته ”منهنجي پٺيان اچ.“ تنهن تي لاوي اٿيو ۽ هن جي پٺيان
هلڻ لڳو.
⑮تنهن کان پوءِ عيسيٰ لاويءَ جي گهر پنهنجن شاگردن سان گڏ
دسترخوان تي ويٺو هو ۽ ساڻس ڪيئي محصول اڳاڙيندڙ ۽ گنهگار به گڏ
ويٺا هئا، ڇالاءِجو اهڙا گهڻا ئي هئا جيڪي عيسيٰ جي پٺيان ايندا هئا.
⑯شريعت جي عالمن فريسين جڏهن ڏٺو ته عيسيٰ محصول اڳاڙيندڙن ۽
گنهگارن سان گڏ ٿو کائي، تڏهن انهن عيسيٰ جي شاگردن کي چيو ته
”هو محصول اڳاڙيندڙن ۽ گنهگارن سان گڏ ڇو ٿو کائي؟“ ⑰عيسيٰ هي
ٻڌي ورتو ۽ چيائين ته ”جيڪي تندرست آهن تن کي طبيب جي گهرج
ڪانهي، پر انهن کي آهي جيڪي بيمار آهن. آءٌ نيڪن کي نه پر گنهگارن
کي سڏڻ لاءِ آيو آهيان.“

## روزن بابت سوال

(متي ٩:١٤-١٧، لوقا ٥:٣٣-٣٩)

⑱هڪڙي دفعي يحيٰ جا شاگرد ۽ فريسي روزا رکن پيا ته ڪي ماڻهو
عيسيٰ وٽ آيا ۽ اچي پڇيائونس ته ”يحيٰ جا شاگرد ۽ فريسي ته روزا رکن
ٿا پر اوهان جا شاگرد ڇو نه ٿا روزا رکن؟“ ⑲عيسيٰ انهن کي جواب ڏنو
ته ”ڇا گهوٽ جا ڄاڃي روزا رکي سگهندا جڏهن ته گهوٽ به انهن سان
هجي؟ ⑳پر ڪو وقت ايندو جڏهن گهوٽ انهن کان جدا ڪيو ويندو ته
پوءِ ان وقت هو به روزا رکندا.

٢١ڪوبہ ماڻھو نئين چتي پراڻي پھراڻ سان نہ ٿو سبي، پر جيڪڏھن
ائين ڪندو تہ نئين چتي پراڻي ڪپڙي کي ڦاڙي اچا بہ وڏو انگھہ ڪري
وجھندي. ٢٢ڪوبہ تازي مئي پراڻن سانداران ۾ نہ ٿو پري، جيڪڏھن ائين
ڪندو تہ مئي سانداران کي ڦاڙي وجھندي. سو مئي ۽ سانداران ٻئي زيان ٿي
ويندا. تازي مئي نون سانداران ۾ پربي آھي."

## سبت جي ڏينھن بابت سوال

(متي ١٢:١-٨، لوقا ٦:١-٥)

٢٣ھڪڙي سبت جي ڏينھن عيسيٰ اَنَ جي ٻنين مان لنگھي رھيو ھو.
جيئن تہ شاگرد ساڻس گڏ ھلن پيا سو اھي اَنَ جا سنگ پٽي کائڻ لڳا.
٢٤تنھن تي فريسين عيسيٰ کي چيو تہ "ڏسو، اوھان جا شاگرد اھو ڪم ڇو
ٿا ڪن جيڪو سبت جي ڏينھن تي جائز نہ آھي؟" ٢٥عيسيٰ چين تہ "ڇا اھو
اوھان نہ پڙھيو آھي تہ دائود ڇا ڪيو ھو جڏھن ھن کي ۽ سندس ساٿين کي
بک لڳي ھئي ۽ ڪجھہ کائڻ لاءِ گھربو ھون؟ ٢٦ھو سردار ڪاھن ابياتر جي
ڏينھن ۾ خدا جي گھر ۾ گھڙي ويو. ھن اتي نذر جون مانيون پاڻ بہ کاڌيون
۽ پنھنجن ساٿين کي بہ ڏنيون، جيتوڻيڪ اُھي مانيون ڪاھنن کان سواءِ ٻئي
ڪنھن کي بہ کائڻ جائز نہ ھيون." ٢٧عيسيٰ انھن کي وڌيڪ چيو تہ "سبت
ماڻھن لاءِ آھي ۽ نہ ماڻھو سبت لاءِ. ٢٨ابن‌آدم تہ سبت جو بہ مالڪ آھي."

## سڪل ھٿ وارو ماڻھو

(متي ١٢:٩-١٤، لوقا ٦:٦-١١)

٣ ١ان کان پوءِ عيسيٰ عبادت‌خاني ۾ موٽي ويو، جتي ھڪڙو سڪل
ھٿ وارو ماڻھو ويٺل ڏٺائين. ٢ڪي ماڻھو انھيءَ تاڙ ۾ ھئا تہ عيسيٰ
ھن کي سبت جي ڏينھن شفا ڏئي تہ ھو مٿس تھمت ھڻن. ٣عيسيٰ سڪل
ھٿ واري ماڻھوءَ کي چيو تہ "وچ ۾ ٿي بيھہ." ٤پوءِ ماڻھن کان پڇيائين
تہ "سبت جي ڏينھن نيڪي ڪرڻ جائز آھي يا بدي، حياتي بچائڻ جائز
آھي يا مارڻ؟" پر ھو ڪجھہ بہ ڪجي نہ سگھيا. ٥عيسيٰ انھن ڏانھن

٢:٢٣ شر ٢٣:٢٥ ٢:٢٥-٢٦ ١.سمر ٢١:١-٦ ٢:٢٦ لاو ٢٤:٩

چوڏاري ڪاوڙ ۾ ڏٺوءِ پر ساڳي وقت کيس انهن جي هٺ ۽ هوڏ تي ارمان
به ٿيس پئي. پوءِ انهيءَ ماڻهوءَ کي چيائين ته ”هٿ ڊگهو ڪر.“ هن هٿ
ڊگهيريو ۽ سندس هٿ ٺيڪ ٿي ويو. ⑥ تنهن تي فريسي جلدي ٻاهر نڪري
ويا ۽ هيروديس جي پارٽيءَ جي ميمبرن سان عيسيٰ جي خلاف سازشون سٽڻ
لڳا ته ڪيئن کيس ختم ڪجي.

## ڍنڍ تي ميڙ

⑦ عيسيٰ پنهنجن شاگردن سان گڏجي گليل ڍنڍ جي پاسي نڪري
ويو ته ماڻهن جو وڏو ميڙ سندس پٺيان آيو. گليل، يهوديه، ⑧ يروشلم، ادوم
۽ اردن درياءَ جي اڀرندي پاسي کان، صور ۽ صيدا جي آس‌پاس کان به
ماڻهن جا وڏا ميڙ وٽس آيا، ڇاڪاڻ‌ته انهن ٻڌو هو ته هو عجيب ڪم ٿو
ڪري. ⑨ جيئن ته ماڻهن جو گهڻو ڳاهٽ هو تنهنڪري عيسيٰ پنهنجن
شاگردن کي چيو ته ”هڪڙي ٻيڙي تيار ڪريو، متان ماڻهو مون کي ڳاهي نه
چڏين.“ ⑩ هن گهڻن ماڻهن کي چڱايو هو، تنهنڪري جن کي به بيماري
هئي سي کيس هٿ لائڻ لاءِ ڏاڍا آتا هئا. ⑪ جڏهن ڀوتن ورتل ماڻهو عيسيٰ
کي ڏسندا هئا ته پٽ تي ڪري رڙيون ڪري چوندا هئا ته ”تون خدا جو
فرزند آهين.“ ⑫ پر عيسيٰ انهن کي سختيءَ سان چيني تاڪيد ڪندو هو
ته ”مون کي ظاهر نه ڪريو.“

## ٻارهن رسولن کي چونڊڻ

(متي ١٠:١-٤، لوقا ٦:١٢-١٦)

⑬ عيسيٰ هڪڙي جابلو علائقي ۾ ويو ۽ انهن ماڻهن کي گهرايائين
جن کي هو چاهي پيو ۽ اهي وٽس آيا. ⑭ پوءِ ٻارهن ڄڻا چونڊيائين
جن کي رسول ڪري به ڪوٺيائين. انهن کي چيائين ته ”مون اوهان
کي انهيءَ ڪري چونڊيو آهي ته اوهين مون سان گڏ رهو. آءٌ اوهان کي
ٻاهر به تبليغ ڪرڻ لاءِ موڪليندس، ⑮ ۽ اوهان کي ماڻهن مان ڀوتن
ڪڍڻ جي اختياري به ڏيندس.“ ⑯ عيسيٰ جيڪي ٻارهن ڄڻا چونڊيا

٣:٩-١٠ مر ٤:١، لو ٥:١-٣

اُهي هي هئا: شمعون، جنهن کي [١]"پطرس" به نالو ڏنائين، ⑰ زبديءَ
جا پٽ يعقوب ۽ يوحنا، جن کي بونرگس يعني "گجگوڙ جا پٽ" ڪري
سڏيائين، ⑱ اندرياس، فلپس، برتلمئي، متي، توما، حلفيءَ جو پٽ يعقوب،
ٿدئي، شمعون قومپرست، ⑲ ۽ يهوداه اسڪريوتي، جنهن پوءِ دغا ڪري
پڪڙايو هوس.

## عيسيٰ ۽ بعلزبول

(متي ١٢:٢٢-٣٢، لوقا ١١:١٤-٢٣)

⑳ پوءِ عيسيٰ گھر آيو. اتي ايتري ته خلق اچي مڙي جو ڪيس ماني کائڻ
جي واندڪائي به نه ملي. ㉑ جڏهن سندس مائٽن اهو ٻڌو تڏهن هو ڪيس
هٿ ڪرڻ لاءِ نڪتا، ڇاڪاڻ ته ماڻهو سمجهن پيا ته "عيسيٰ ديوانو آهي."
㉒ ڪي شريعت جا عالم جي يروشلم کان آيا هئا، تن پئي چيو ته
"عيسيٰ ۾ بعلزبول آهي ۽ انهيءَ ئي ڀوتن جي سردار جي مدد سان هو ڀوتن
کي ماڻهن مان ڪڍي ٿو." ㉓ تنهن تي عيسيٰ ماڻهن کي پاڻ وٽ گھرائي
کي مثال ٻڌايا ته "ڪيئن شيطان، شيطان کي ڪڍندو؟ ㉔ جيڪڏهن
ڪنهن بادشاهت ۾ ڦيٽهڙو پوندو ته اُها جٽاءُ ڪري نه سگھندي ㉕ ۽
جيڪڏهن ڪنهن گھر ۾ ڏڦيڙ پوندو ته اهو گھر به هلي نه سگھندو. ㉖ سو
جيڪڏهن شيطان پاڻ پنهنجي خلاف ٿي بيهندو ۽ ڏڦيڙ وجهندو ته بيهي
نه سگھندو ۽ تباهه ٿي ويندو.
㉗ ڪوبه ماڻهو ايستائين طاقتور شخص جي گھر ۾ گھڙي سندس
ملڪيت ڦُري نه سگھندو جيستائين پهريائين اُن طاقتور شخص کي نه ٻَڌندو
۽ تنهن کان پوءِ ئي هن جو گھر ڦريندو.
㉘ آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته جيڪيبه گناهه ماڻهن ڪيا هوندا ۽ ڪفر
جون ڳالهيون بڪيون هوندائون، سي سڀ هنن کي بخش ٿي سگھن ٿيون.
㉙ پر جيڪوبه پاڪ روح جي خلاف ڪفر بڪندو، تنهن کي ڪڏهن به

[١] "پطرس": پطرس يوناني ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي "ٽڪر." ڏسو
متي ١٦:١٨ پڙ.

٣:٢٢ مت ٩:٣٤، ١٠:٢٥ ٣:٢٩ لو ١٢:١٠

بخش نہ ڪيو ويندو، اڻلندو ابدي گناھہ جو ڏوھاري ٿيندو.“ ⑳ عيسيٰ اھو
انھيءَ ڪري چيو جو ڪن پئي چيو تہ ”ھن ۾ ڀوت آھي.“

## عيسيٰ جي ماءُ ۽ ڀائر

(متي ١٢:‏٤٦-‏٥٠، لوقا ٨:‏١٩-‏٢١)

㉛ ايتري ۾ عيسيٰ جي ماءُ ۽ ڀائر اچي پھتا ۽ ٻاھر بيھي عيسيٰ کي پاڻ
وٽ گھرائڻ لاءِ سڏيائون. ㉜ جيڪي ميڙ عيسيٰ جي چوگرد ويٺا ھئا تن
کيس ٻڌايو تہ ”ڏسو، اوھان جي ماءُ ۽ ڀائر ٻاھر بيٺا اوھان کي سڏين ٿا.“
㉝ ھن پڇين تہ ”منھنجي ماءُ ۽ ڀائر ڪير آھن؟“ ㉞ پوءِ جيڪي اتي سندس
چوڌاري ويٺا ھئا تن ڏانھن نظر ڦيرائي چوڻ لڳو تہ ”اِجھا، ھيءَ آھي منھنجي
ماءُ ۽ اِجھي، ھي آھن منھنجا ڀائر، ㉟ ڇالاءِجو جيڪوبہ خدا جي مرضيءَ
موجب ھلندو سو منھنجو ڀاءُ، ڀيڻ ۽ ماءُ آھي.“

## ٻج ڇٽڻ واري جو مثال

(متي ١٣:‏١-‏٩، لوقا ٨:‏٤-‏٨)

٤ ① عيسيٰ وري ڍنڍ جي ڪناري تي تعليم ڏيڻ لڳو. سندس چوڌاري
ايترا تہ ماڻھو اچي مڙيا جو ھو پاڻ ڍنڍ ۾ ھڪڙي ٻيڙيءَ ۾ چڙھي ويٺو
۽ ٻيا ساري خلق ڪناري تي بيٺي رھي. ② عيسيٰ انھن کي ڪيترين ئي
ڳالھين سيکارڻ لاءِ مثال پئي ڏنا ۽ تعليم ڏيندي چيائين تہ ③ ”ٻڌو، ھڪڙو
ھاري ٻج ڇٽڻ ويو. ④ ٻج ڇٽيندي ڪي داڻا رستي تي ڪريا ۽ پکي اچي
انھن کي چُڳي ويا. ⑤ ڪي داڻا ٽڪرائتي زمين تي ڪريا، جتي گھٽي
مٽي نہ ھئي سو سلا جلدي ايريا پر پوري مٽي نہ ھئڻ ڪري ⑥ جڏھن
سج ايريو تہ لھسجي ويا. ڇاڪاڻتہ انھن کي پاڙ نہ ھئي تنھنڪري سڪي
ويا. ⑦ ڪي داڻا ڪانڊيرن ۾ ڪريا. ڪانڊيرا مٽي ايريا تہ انھن کي اُسرڻ
نہ ڏنائون ۽ انھن ڪوبہ ڦر نہ ڏنو. ⑧ ڪي داڻا ڀليءَ زمين تي ڪريا. اھي
انگوريا، ايريا ۽ ڦر جھليائون، ڪن ۾ ٽيھہ داڻا، ڪن ۾ سٺ داڻا تہ ڪن ۾
سؤ داڻا بہ ڦر ھو.“ ⑨ عيسيٰ چيو تہ ”جنھن کي ڪن آھن سو ڀلي ٻڌي.“

٤:‏١ لو ٥:‏١-‏٣

## مثالن جو مطلب

(متي ١٣:١٠–١٧، لوقا ٨:٩–١٠)

١٠ عيسيٰ جڏهن نويڪلو ٿيو ته سندس پوئلڳن ۽ ٻارهن شاگردن گڏجي
مثالن بابت سوال ڪيس. ١١ هن انهن کي چيو ته ”اوهان کي خدا جي
بادشاهت جي ڳجهه جي سمجهه ڏني ويئي آهي. پر جيڪي منهنجا پوئلڳ
نه آهن تن کي سڀ ڳالهيون مثالن سان ٻڌائجن ٿيون، ١٢ ته جيئن:

’اهي نهاريندي نهاريندي به نه ڏسن،
ٻڌندي ٻڌندي به نه سمجهن،
ته متان انهن جون دليون
خدا جي طرف ڦري پون
۽ هو کين بخشي ڇڏي.‘“

## ٻج ڇٽڻ واري جي مثال جي سمجهاڻي

(متي ١٣:١٨–٢٣، لوقا ٨:١١–١٥)

١٣ پوءِ عيسيٰ انهن کان پڇيو ته ”ڇا اوهين هي مثال نه ٿا سمجهو؟ ته
پوءِ اوهين ٻين مثالن جو مطلب ڪيئن سمجهندا؟ ١٤ ٻج ڇٽيندڙ خدا جو
ڪلام پوکي ٿو. ١٥ ڪنهن وقت ڪلام رستي تي ڪري ٿو، يعني اهي
ماڻهو جيڪي ڪلام ٻڌن ٿا. پر جيئن ئي اهي ٻڌن ٿا ته شيطان جلدي اچي
انهن جي دلين مان ڇٽيل ٻج کڻي وڃي ٿو. ١٦ ٻيا ماڻهو ان ٽڪر مثل آهن
جتي ٻج ڪريو، يعني اهي ڪلام ٻڌن ٿا ۽ جلدي خوشيءَ سان قبول ڪن ٿا،
١٧ پر اهو انهن جي دلين ۾ پاڙ نه ٿو هڻي ۽ گهڻو وقت جٽاءُ نه ٿو ڪري. سو
جڏهن ڪا مصيبت يا تڪليف ڪلام جي ڪري اچين ٿي ته اهي جلدي
ڦري وڃن ٿا. ١٨ ٻيا ماڻهو انهن ڪانڊيرن مثل آهن جن ۾ ٻج ڪريو، يعني
اهي ڪلام ته ٻڌن ٿا، ١٩ پر دنيا جو فڪر، دولت جو فريب ۽ ٻين شين جون
خواهشون سندن دل ۾ گهڙي ڪري ڪلام کي گهُٽيو ڇڏين ۽ انهن ۾ ڦر نه
ٿو پچي. ٢٠ ٻيا ماڻهو ان پلي زمين مثل آهن جتي ٻج ڪريو، يعني اهي ڪلام

٤:١٢ يس ٦:٩–١٠

ٻڌن ٿا ۽ قبول ڪن ٿا. پوءِ اهي ٽيهوڻو، سٺوڻو ۽ سئوڻو ڦر جهلين ٿا."

## ڏيئو ڍڪڻ هيٺان رکڻ

(لوقا ٨:١٦-١٨)

㉑ عيسيٰ وڌيڪ چين ته "ڇا اوهين ڏيئو ٻاري ڍڪڻ يا کٽوليءَ جي هيٺان رکڻ لاءِ آڻيندا آهيو؟ نه، پر اهو ڏياتيءَ تي رکڻ لاءِ آڻيندا آهيو. ㉒ مطلب ته اهڙي ڪابه شيءِ لڪل نه آهي جيڪا ظاهر نه ٿئي ۽ اهڙي ڪابه ڍڪيل نه آهي جا پڌري نه ٿئي. ㉓ جيڪڏهن اوهان کي ڪن آهن ته ٻلي ٻڌو."

㉔ عيسيٰ اهو به چين ته "جيڪي ڪجهه ٻڌو ٿا تنهن تي ڌيان ڏيو، ڇالاءِجو جنهن ماپي سان اوهين ماپي ڏيندا ته ساڳي ماپي سان اوهان کي به ماپجي ملندو پر ان کان به وڌيڪ ملندو. ㉕ ڇالاءِجو جنهن وٽ آهي تنهن کي وڌيڪ ڏنو ويندو ۽ جنهن وٽ ڪجهه به نه آهي تنهن کان اهو به کسيو ويندو جو ڪجهه به هن وٽ آهي."

## ٻج پوکڻ جو مثال

㉖ عيسيٰ ٻڌايو ته "خدا جي بادشاهت ان ماڻهوءَ مثل آهي، جيڪو پنهنجي ٻنيءَ ۾ ٻج ڇٽي ٿو. ㉗ هو رات جو سمهي ٿو ۽ ڏينهن جو جاڳي ٿو ۽ اهڙيءَ طرح ته ٻج ڦٽي هلي ٿو جو هن کي ان جي خبر ئي نه ٿي پوي. ㉘ زمين پاڻهي ئي فصل ڏئي ٿي، پهريائين سلو، پوءِ سنگ ۽ ان کان پوءِ سنگ ۾ داڻا ٿين ٿا. ㉙ پر جڏهن فصل پچي تيار ٿئي ٿو تڏهن هو هڪدم انهيءَ ۾ ڏاٽو وجهي ٿو، ڇالاءِجو لاباري جو وقت اچي ويو آهي."

## سرنهن جي داڻي جو مثال

(متي ١٣:٣١-٣٢، ٣٤، لوقا ١٣:١٨-١٩)

㉚ عيسيٰ چيو ته "اسين خدا جي بادشاهت کي ڇا سان ڀيٽيون ۽ ان کي سمجهائڻ لاءِ اسين ڪهڙو مثال ڏيون؟ ㉛ اها سرنهن جي داڻي مثل

**٤:٢١** مت ٥:١٥، لو ١١:٣٣ **٤:٢٢** مت ١٠:٢٦، لو ١٢:٢ **٤:٢٤** مت ٧:٢، لو ٦:٣٨ **٤:٢٥** مت ١٣:١٢، ٢٥:٢٩، لو ١٩:٢٦ **٤:٢٩** يوا ٣:١٣

آهي، جيڪو پوکڻ وقت سڀني کان ننڍو آهي، (۳۲) پر پوکڻ کان پوءِ اپري
سڀني ٻوٽن کان وڏي وڃي ٿو ۽ ايڏيون تہ وڏيون ٽاريون ٿو ڄهلي جو پکي
سندس ٽارين ۾ واهيرو ڪن ٿا.“
(۳۳) جيتري ڪين سمجهڻ جي سگهہ هئي عيسيٰ اوترا مثال ڏيئي انهن
کي خدا جو ڪلام ٻڌايو. (۳۴) هو مثالن کان سواءِ انهن سان نہ ڳالهائيندو
هو، پر جڏهن شاگردن سان اڪيلائپ ۾ هوندو هو تہ ڪين سڀني ڳالهين
جو مطلب سمجهائيندو هو.

## طوفان کي بند ڪرڻ

(متي ۸:۲۳-۲۷، لوقا ۸:۲۲-۲۵)

(۳۵) انهيءَ ساڳئي ڏينهن شام جو عيسيٰ پنهنجن شاگردن کي چيو تہ ”هلو
تہ ڍنڍ جي هُن پر هلون.“ (۳۶) تنهن تي انهن خلق کي اتي ڇڏيو ۽ انهيءَ ٻيڙيءَ
۾ چڙهي ويٺا جنهن ۾ عيسيٰ اڳي ئي ويٺل هو ۽ ڪيس پاڻ سان ڪنيائون. ٻيون
ٻيڙيون بہ انهيءَ ٻيڙيءَ سان گڏ هيون. (۳۷) پوءِ هڪڙو وڏو طوفان آيو ۽ لهرن ٻيڙيءَ
تي اهڙو تہ ستڪو لائي ڏنو جو ٻيڙي پاڻيءَ سان ڀرجي ٻڏڻ لڳي. (۳۸) عيسيٰ
ٻيڙيءَ جي پاڇيل تي وهاڻي کي ٽيڪ ڏيئي ستو پيو هو تہ شاگردن اچي ڪيس
جاڳايو ۽ چيائونس تہ ”اي استاد! اسين مرڻ تي آهيون. ڇا اوهان کي ڪو
خيال ئي نہ ٿو ٿئي؟“ (۳۹) تنهن تي عيسيٰ اُٿيو ۽ واءُ کي ڇينڀيائين ۽ پاڻيءَ جي
لهرن کي حڪم ڪيائين تہ ”ماٺيون ٿيو.“ طوفان بيهجي ويو ۽ بلڪل ٺاپر
ٿي ويئي. (۴۰) پوءِ عيسيٰ انهن کي چيو تہ ”اوهين ڇو ٿا ڊڄو؟ ڇا اوهان کي
اڃا تائين مون تي ايمان نہ آهي؟“ (۴۱) پر اهي ڏاڍا ڊڄي ويا ۽ هڪٻئي کان
پڇڻ لڳا تہ ”هي ڪير آهي جو هوا ۽ پاڻي بہ هن جو حڪم مڃين ٿا؟“

## ڀوت ورتل ماڻهوءَ کي شفا ڏيڻ

(متي ۸:۲۸-۳۴، لوقا ۸:۲۶-۳۹)

۵ (۱) هو ڍنڍ جي ٻئي پر گراسينين جي علائقي ۾ اچي پهتا. (۲) اڃا عيسيٰ
ٻيڙيءَ تان لٿو ئي مس تہ هڪڙو ڀوت ورتل ماڻهو غارن واري قبرستان مان
نڪري اچي ساڻس مليو. (۳) هو قبرن ۾ رهندو هو. هن کي زنجيرن سان بہ

کو ٻڌي نہ تي سگھيو. ④ ڇالاءِجو ھن کي ڪيترائي دفعا نيئرن ۽ زنجيرن
۾ ٻڌو ويو ھو پر ھن انھن زنجيرن کي توڙي ۽ نيئرن کي ڀڃي پرزا پرزا ڪري
ڇڏيو ھو ۽ ڪوبہ متس قابو پئجي نہ تي سگھيو. ⑤ ھو رات ڏينھن قبرن ۽
ٽڪرن ۾ رڙندو وتندو ھو ۽ پاڻ کي رتوڇاڻ ڪندو ھو.

⑥ ھن عيسيٰ کي پري کان ڏسي ورتو ۽ ڀڄي اچي سندس پيرن تي
ڪري پيو. ⑦ وڏي واڪي رڙ ڪري چيائين تہ ”اي عيسيٰ، خدا تعاليٰ
جا فرزند! تنھنجو مون سان ڪھڙو واسطو آھي؟ آءٌ تو کي منٿ ٿو ڪريان
تہ خدا جي واسطي مون کي عذاب نہ ڏي.“ ⑧ ڇالاءِجو عيسيٰ کيس
چئي رھيو ھو تہ ”اي ڀوت! ھن ماڻھوءَ مان ٻاھر نڪري اچ.“ ⑨ عيسيٰ
پڇيس تہ ”تنھنجو نالو ڇا آھي؟“ ماڻھوءَ جواب ڏنو تہ ”منھنجو نالو لشڪر
آھي، ڇالاءِجو اسين گھڻا آھيون،“ ⑩ ھن ليلائيندي چيو تہ ”اسان کي
ھن علائقي مان تڙي نہ ڪڍ.“

⑪ ٽڪر جي پاسي ۾ ھڪ وڏو سوئرن جو ڌڻ چري رھيو ھو. ⑫ عيسيٰ
کي ڀوتن منٿ ڪئي تہ ”مھرباني ڪري اسان کي موڪل ڏيو تہ سوئرن ۾
گھڙي وڃون.“ ⑬ عيسيٰ انھن کي موڪل ڏني ۽ ڀوت ماڻھوءَ مان نڪري
سوئرن ۾ گھڙي ويا. ٻہ ھزار سوئرن جو سڄو ڌڻ ٽڪر جي چوٽيءَ تان ھيٺ
ڏوڪيندو وڃي ڍنڍ ۾ پيو ۽ سوئر ٻڏي مئا.

⑭ جيڪي ماڻھو سوئرن جو ڌڻ چاري رھيا ھئا، سي ڀڄي ويا ۽ وڃي
شھر ۽ ٻھراڙيءَ ۾ اھا خبر ٻڌايائون. ماڻھو ھن واقعي کي ڏسڻ لاءِ نڪري
آيا. ⑮ ھو عيسيٰ وٽ آيا ۽ ڏٺائون تہ جنھن ماڻھوءَ ۾ ڀوتن جو لشڪر ھو سو
اتي وينو آھي ۽ ڪپڙا پيل اٿس ۽ پوري ھوش ۾ آھي. تڏھن سڀيئي ڊڄي ويا.
⑯ جن اھو رنگ اکين سان ڏٺو ھو تن کين ڀوتن ۽ سوئرن بابت سڄي ڳالھہ
ڪري ٻڌائي. ⑰ تنھن تي انھن عيسيٰ کي منٿ ڪري چيو تہ ”مھرباني
ڪري اسان جي علائقي مان ھليا وڃو.“

⑱ جڏھن عيسيٰ ٻيڙيءَ ۾ چڙھيو پئي تہ جنھن ماڻھوءَ ۾ اڳ ڀوت ھئا تنھن
اچي منٿ ڪيس تہ ”مون کي بہ پاڻ سان وٺي ھلو.“ ⑲ پر عيسيٰ کيس
اجازت نہ ڏني ۽ اٿلندو چيائينس تہ ”گھر مائٽن ڏانھن موٽي وڃ ۽ وڃي
انھن کي ٻڌاءِ تہ خداوند تو لاءِ ڇا ڪيو ۽ ڪيتري قدر ھو تو تي مھربان

رهيو.“ (٢٠) تنهن تي اهو ماڻهو هليو ويو ۽ وڃي دڪاپلس جي شهرن ۾ خبرون
ڪيائين ته عيسيٰ هن لاءِ ڇا ڪيو ۽ جن به اهو ٻڌو ته حيران ٿي ويا.

## يائرس جي ڌيءَ کي جيئرو ڪرڻ ۽ هڪ عورت کي شفا ڏيڻ

(متي ٩: ١٨-٢٦، لوقا ٨: ٤٠-٥٦)

(٢١) عيسيٰ جڏهن ٻيڙيءَ ۾ چڙهي وري ٻيءَ پر موٽيو ته ڍنڍ جي ڪنڌيءَ تي
ماڻهن جو وڏو ميڙ ڦري آيس. (٢٢) يهودين جي مقامي عبادت‌خاني جو يائرس
نالي هڪڙو سردار، عيسيٰ کي ڏسي سندس پيرن تي ڪري پيو. (٢٣) ڪيس
ڏاڍيون آزيون نيزاريون ڪري چوڻ لڳو ته ”منهنجي ننڍي ڌيءَ مرڻ تي آهي،
مهرباني ڪري هلي هٿ گهمايوس ته چڱي ڀلي ٿئي ۽ بچي پوي.“ (٢٤) تنهن
تي عيسيٰ ان سان گڏجي هليو ته هڪڙو وڏو ميڙ سندس پٺيان هلڻ لڳو ۽
ماڻهو عيسيٰ تي ڳاهٽ پئي ٿيا.

(٢٥) اتي هڪڙي عورت هئي، جنهن کي ٻارهن ورهين کان رت پيو ايندو
هو. (٢٦) هن ڪيترن ئي طبيبن کي پاڻ ڏيکاريو هو ۽ جيڪا به پنهنجي ميڙي
چونڊي هيس سا سڀ خرچ ڪري ڇڏي هئائين ۽ ڪيس ذري جو به فائدو
ڪونه پيو هو، پر اٿلندو وڌيڪ عليل ٿيندي پئي ويئي. (٢٧) جڏهن انهيءَ عورت
عيسيٰ بابت ڳالهيون ٻڌيون ته ميڙ سان گڏجي سندس پٺيان آئي ۽ عيسيٰ جي
ڪپڙن کي هٿ لاتائين، (٢٨) ڇالاءِجو هوءَ دل ۾ چوي پيئي ته ”جيڪڏهن
مون رڳو سندس ڪپڙن کي به هٿ لاتو ته آءٌ چاق ٿي وينديس.“ (٢٩) پوءِ
جلد ئي سندس رت وهڻ بند ٿي ويو ۽ هوءَ پاڻ کي تندرست سمجهڻ لڳي.
(٣٠) ايتري ۾ عيسيٰ محسوس ڪيو ته ”مون مان قدرت نڪتي آهي.“ سو ميڙ
ڏانهن ڦري چيائين ته ”منهنجي دامن کي ڪنهن هٿ لاتو آهي؟“ (٣١) تنهن
تي سندس شاگردن وراڻيس ته ”سائين! ماڻهو اوهان تي پيا ڳاهٽ ٿين ۽ اوهين
چئو ٿا ته ’ڪنهن مون کي هٿ لاتو آهي.‘“ (٣٢) پر هو جاچيندو رهيو ته اهو
ڪم ڪنهن ڪيو. (٣٣) هاڻي ان عورت کي خبر پئي ته ساڻس ڇا ٿيو آهي،
سا ڊڄندي ۽ ڏڪندي اچي عيسيٰ جي پيرين پيئي ۽ سڄي ڳالهه ڪري
ٻڌايائينس. (٣٤) تنهن تي عيسيٰ ڪيس چيو ته ”ڌيءَ، تنهنجي ايمان تو کي
ڇٽايو آهي، سو خوش ٿيءُ ۽ هاڻي آزار کان ڇٽينءَ.“

٣٥ عيسيٰ اجا ڳالهائي رهيو هو ته اوڏيءَ مهل يائرس جي گهران ماڻهو
آيا، جن اچي يائرس کي ٻڌايو ته ”تنهنجي ڌيءَ مري ويئي، هاڻي اِستاد
کي وڌيڪ تڪليف نه ڏي.“ ٣٦ عيسيٰ انهيءَ ڳالهه تي ڪو به ڌيان نه
ڏنو، بلڪ يهودين جي عبادت‌خاني جي سردار کي چيائين ته ”گهٻراءِ
نه، رڳو ويساهه رک.“ ٣٧ عيسيٰ پاڻ سان گڏ پطرس، يعقوب ۽ سندس
ڀاءُ يوحنا کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به هلڻ جي اجازت نه ڏني. ٣٨ اهي
عبادت‌گاهه جي سردار جي گهر آيا ۽ عيسيٰ ڏٺو ته گهر ۾ ماتم لڳو پيو
آهي، ماڻهو ڏاڍيان روئن ۽ پٽين ٿا پيا. ٣٩ جڏهن عيسيٰ اندر گهڙيو تڏهن
انهن کي چيائين ته ”اوهين هُل ڇو ٿا ڪريو ۽ ڇو ٿا روئو؟ ڇوڪري
مئي نه ڪانهي پر ستي پيئي آهي.“ ٤٠ تنهن تي اهي مٿس ٺٺوليون ڪرڻ
لڳا. تنهنڪري هن سڀني کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو. رڳو پنهنجن ساٿين ۽
ڇوڪريءَ جي ماءُپيءُ کي ساڻ ڪري اندر ويو جتي اها ڇوڪري پيئي
هئي. ٤١ هن ڇوڪريءَ جي هٿ کان وٺي چيو ته ”تليتا قُومي،“ جنهن جي
معنيٰ آهي ته ”اي ننڍڙي نينگري! اُٿ.“ ٤٢ تنهن تي ڇوڪري هڪدم
اُٿي کڙي ٿي ۽ جيئن ته هوءَ ٻارهن ورهين جي هئي سو هلڻ لڳي. هو
ڏاڍا حيران ٿي ويا. ٤٣ پوءِ عيسيٰ انهن کي سخت تاڪيد ڪيو ته ”اها
ڳالهه ڪنهن سان به نه ڪجو.“ کين چيائين ته ”ڇوڪريءَ کي کائڻ
لاءِ ڪجهه ڏيو.“

## عيسيٰ کي ناصرت وارن جو نه قبولڻ

(متي ١٣:٥٣-٥٨، لوقا ٤:١٦-٣٠)

٦ ١ عيسيٰ اتان روانو ٿي موٽي پنهنجي شهر ۾ آيو ۽ سندس شاگرد به
هن جي پٺيان آيا. ٢ جڏهن سبت جو ڏينهن آيو ته هو عبادت‌خاني ۾
تعليم ڏيڻ لڳو. گهڻا ماڻهو هن کي ٻڌي عجب ۾ پئجي ويا ۽ چوڻ لڳا
ته ”هن اهي ڳالهيون ڪٿان سکيون آهن؟ اها ڪهڙي دانائي آهي جا کيس
مِلي آهي؟ هو اهڙا معجزا ڪيئن ٿو ڪري سگهي؟ ٣ ڇا هي اهو ڍڪڻ نه آهي
جو مريم جو پٽ ۽ يعقوب، يوسيس، يهوداه ۽ شمعون جو ڀاءُ آهي؟ ڇا هن
جون ڀينرون هتي نه ٿيون رهن؟“ تنهنڪري هنن عيسيٰ کي قبول نه ڪيو.

④ عيسيٰ انهن کي چيو تہ ”هر نبي پنهنجي وطن، مائٽن ۽ خاندان کان سواءِ
جتي ڪٿي مان پائيندو آهي.“ ⑤ عيسيٰ اتي ڪن بيمار ماڻهن جي مٿان هٿ
رکي شفا بخشڻ کان سواءِ ٻيو ڪو بہ معجزو ڪري نہ سگهيو. ⑥ انهن جي
ايمان جي گهٽتائيءَ تي عيسيٰ کي ڏاڍو عجب لڳو.

## عيسيٰ جو ٻارهن شاگردن کي موڪلڻ

(متي ١٠:٥-١٥، لوقا ٩:١-٦)

پوءِ عيسيٰ چوطرف سيني ڳوٺن ۾ ويو ۽ ماڻهن کي تعليم ڏيڻ شروع
ڪيائين. ⑦ هن پنهنجن ٻارهن ئي شاگردن کي پاڻ وٽ سڏايو ۽ کين ٻن
ٻن جي ٽولي ۾ روانو ڪيائين. انهن کي اختياري ڏنائين تہ ماڻهن مان ڀوت
ڪڍين، ⑧ ۽ کين تاڪيد ڪري چيائين تہ ”اوهين پاڻ سان نڪا ماني،
نڪو ٻاچڪو، نڪو هڙ ۾ پيسو يا ٻيو ڪجهہ کڻجو پر رڳو لٺ سفر ۾
کڻجو. ⑨ رڳو چاکڙيون پائجو ۽ ٻيو ڪو بہ فالتو پهراڻ پاڻ سان نہ کڻجو.“
⑩ عيسيٰ کين اهو بہ چيو تہ ”جتي بہ وڃو تہ ان گهر ۾ ايستائين ٽِڪي پئجو
جيستائين ان شهر مان روانا نہ ٿيو. ⑪ جيڪڏهن ڪنهن اهڙي هنڌ وڃو
جتان جا ماڻهو اوهان کي قبول نہ ڪن، تہ پوءِ اتان رواني ٿيڻ وقت پنهنجي
[1]پيرن جي مٽي اتي ڇنڊي ڇڏجو تہ جيئن مٿن شاهدي قائم ٿئي.“ ⑫ پوءِ
اهي روانا ٿي ويا ۽ ماڻهن ۾ تبليغ ڪيائون تہ ”پنهنجن گناهن کان توبهہ
ڪريو.“ ⑬ هنن ڪيترن ئي ماڻهن مان ڀوت ڪڍيا ۽ گهڻن ئي بيمارن کي
زيتون جو تيل مکي چڱو ڀلو ڪيائون.

## يحيٰ بپتسما ڏيڻ واري جو موت

(متي ١٤:١-١٢، لوقا ٩:٧-٩)

⑭ گليل جي بادشاهہ هيروديس بہ هي سڀ ڪجهہ ٻڌو پئي، ڇاڪاڻ تہ

---

[1] پيرن جي مٽي اتي ڇنڊي ڇڏجو: انهيءَ دور جي هڪ رسم، جنهن مان مراد ڪنهن ڳالهہ کي رد ڪرڻ جي صورت ۾ ساري ذميواري سندن مٿان هڄڻ جو اظهار ڪرڻ آهي.

٦:٤ يو ٤:٤٤ ٦:٨-١١ لو ١٠:٤-١١ ٦:١١ رس ١٣:٥١ ٦:١٣ يع ٥:١٤

٦:١٤-١٥ مت ١٦:١٤، مر ٨:٢٨، لو ٩:١٩

عيسيٰ جي عزت ۽ وقار جي هاڪ هرهنڌ پکڙجي ويئي هئي. ڪي چون
پيا ته ”يحيٰ بپتسما ڏيڻ وارو وري جيئرو ٿيو آهي. تنهنڪري هو اهڙا معجزا
ڪري رهيو آهي.“ ⑮ ٻيا وري چون پيا ته ”هو الياس نبي آهي.“ ڪي چون
پيا ته ”هو اڳين نبين جهڙو هڪ نبي آهي.“
⑯ جڏهن هيروديس هي ٻڌو ته چيائين ته ”پڪ هي يحيٰ بپتسما ڏيڻ وارو
آهي. مون ته هن جي سسي لهرائي ڇڏي هئي، پر هو وري جيئرو ٿيو آهي.“
⑰ هيروديس پاڻ ئي يحيٰ جي گرفتاريءَ جو حڪم ڏنو هو ۽ کيس ٻڌرائي
جيل ۾ وڌو هئائين. هن اهو ڪم هيروڏياس جي چوڻ تي ڪيو هو، جنهن
سان هن شادي ڪئي هئي، جيتوڻيڪ اها سندس ڀاءُ فلپس جي زال هئي.
⑱ يحيٰ هيروديس کي چيو هو ته ”اهو توهان لاءِ جائز نه آهي جو توهين
پنهنجي ڀاءُ جي زال سان شادي ڪريو.“ ⑲ تنهنڪري هيروڏياس يحيٰ کان
نفرت ڪندي هئي ۽ يحيٰ کي مارائڻ گهري پيئي. پر هوءَ ائين ڪري نه
ٿي سگهي، ⑳ ڇاڪاڻ‌ته هيروديس يحيٰ کان ڊڄندو هو جو هن ڄاتو پئي
ته يحيٰ هڪ سچار ۽ پاڪ ماڻهو آهي. سو هيروديس کيس بچائيندو رهيو.
هيروديس يحيٰ جون ڳالهيون ٻڌندو هو، جيتوڻيڪ ٻڌڻ وقت هي ڳالهيون
کيس پريشان ڪنديون هيون.
㉑ نيٺ هيروڏياس کي وجهه ملي ويو. هيروديس پنهنجي جنم جي
ڏينهن جي خوشيءَ ۾ اميرن، وڏن جنگي سردارن ۽ گليل جي مکيه ماڻهن
جي دعوت ڪئي هئي. ㉒ هيروڏياس جي ڌيءَ پاڻ اندر اچي ناچ ڪري
هيروديس ۽ سندس مهمانن کي خوش ڪيو. بادشاهه انهيءَ نينگريءَ کي چيو
ته ”جيڪي گهرڻو اٿيئي سو گهُر ته ڏيانءِ.“ ㉓ هن قسم کڻي واعدو ڪيس
ته ”جيڪڏهن اڌ بادشاهت جو گهرنديئن ته به ڏيندوسانءِ.“ ㉔ تنهن تي هوءَ
ٻاهر نڪري ويئي ۽ وڃي پنهنجي ماءُ کان پڇيائين ته ”آءٌ ڇا گهران؟“
هن چيس ته ”يحيٰ بپتسما ڏيڻ واري جي سسي.“ ㉕ تنهن تي نينگري
جلد ئي موٽي آئي ۽ اچي بادشاهه کي چيائين ته ”مون کي هاڻي جو هاڻي
يحيٰ بپتسما ڏيڻ واري جي سسي ٿالهه ۾ آڻي ڏيو.“ ㉖ هن ڳالهه هيروديس
بادشاهه کي ڏاڍو مايوس ڪيو. پر هو کيس انڪار به ڪري نه ٿي سگهيو،

١٧:٦-١٨ لو ٣:١٩-٢٠

چاڪاڻ ته هن مهمانن جي روبرو قسم کڻي واعدو ڪيو هو. (٢٧) تنهنڪري
بادشاهه چوبدار کي موڪليو ته ”جلدي يحيٰ جي سسي لاهي کڻي اچ.“
چوبدار روانو ٿيو ۽ جيل ۾ وڃي يحيٰ جي سسي لاٿائين. (٢٨) پوءِ هن اها
سسي هڪ ٿالهه ۾ رکي نينگريءَ کي ڏني، جنهن اها کڻي پنهنجي ماءُ
کي ڏني. (٢٩) جڏهن يحيٰ جي شاگردن هي ٻڌو ته هنن اچي لاش ورتو ۽
ان کي قبر ۾ دفن ڪيائون.

## پنج هزار ماڻهن کي کارائڻ

(متي ١٤:١٣-٢١، لوقا ٩:١٠-١٧، يوحنا ٦:١-١٤)

(٣٠) رسول عيسيٰ وٽ واپس اچي گڏ ٿيا ۽ جيڪي ڪم ڪيا هئائون
۽ ماڻهن کي جيڪا تعليم ڏني هئائون، تنهن جو ڪيس سربستو احوال
ڪري ٻڌايائون. (٣١) ان وقت ايترا ته ماڻهو اچن پيا جو عيسيٰ ۽ سندس
شاگردن کي ماني کائڻ جو وقت به نه ٿي مليو. تنهن تي هن انهن کي
چيو ته ”هلو ته هتان هلون ۽ ڪنهن اڪيليءَ جاءِ تي هلي اوهين ٿورو
وقت آرام ڪريو.“ (٣٢) سو هنن هڪ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي ڪنهن نويڪليءَ جاءِ
ڏانهن هلڻ شروع ڪيو.
(٣٣) تنهن هوندي به ڪيترن ئي ماڻهن کين ويندو ڏسي سڃاڻي ورتو.
سو اهي سڀيئي پيرين پيادا شهرن مان نڪري پيا ۽ هنن کان به اڳي
انهيءَ جاءِ تي وڃي پهتا. (٣٤) جڏهن عيسيٰ ٻيڙيءَ مان لهي آيو ۽ ماڻهن
جو وڏو ميڙ ڏٺائين تڏهن سندس دل رحم سان پرجي ويئي، ڇالاءِ جو
هو نڌڻڪين رڍن وانگر هئا. تنهنڪري هو کين گهڻيون ئي ڳالهيون
سيکارڻ لڳو.
(٣٥) جڏهن سج گهڻو لڙي ويو، تڏهن شاگرد گڏجي عيسيٰ وٽ آيا ۽
چيائونس ته ”اڳي ئي دير ٿي ويئي آهي ۽ اسين هتي سڃ ۾ آهيون. (٣٦) سو هنن
ماڻهن کي موڪل ڏيو ته اوسيپاسي جي ڳوٺن ۽ واهڻن ۾ وڃي ڪجهه وٺي
کائين.“ (٣٧) پر عيسيٰ چين ته ”اوهين ئي هنن کي ڪجهه کائڻ لاءِ ڏيو.“
تڏهن شاگردن پڇيس ته ”ڇا اوهان جي مرضي آهي ته اسين وڃي ٻن سوَن

٦:٣٤ ڳا ٢٧:١٧، ١.با ٢٢:١٧، ٢.توا ١٨:١٦، حز ٣٤:٥، مت ٩:٣٦

①چانديءَ جي سڪن جي ماني وٺي اچون ۽ هنن کي کارايون؟" ٣٨ تنهن تي
عيسيٰ کائن پڇيو ته "وڃي ڏسو ته اوهان وٽ ڪيتريون مانيون آهن؟" انهن
وڃي ڏٺو ۽ اچي کيس ٻڌايائون ته "اسان وٽ پنج مانيون ۽ ٻه مڇيون آهن."
٣٩ پوءِ عيسيٰ شاگردن کي چيو ته "هنن ماڻهن کي قطار ۾ هيٺ سائي
گاهه تي وهاريو." ۴٠ تنهن تي اهي ماڻهو سؤ سؤ ۽ پنجاهه پنجاهه جون
ٽوليون ٿاهي ويٺا. ۴١ عيسيٰ پنج مانيون ۽ ٻه مڇيون کڻي هٿن ۾ جهلي
آسمان ڏانهن نهاريو ۽ انهن ۾ برڪت گهريائين. پوءِ مانين جا ٽڪرا پڃندو
شاگردن کي ڏيندو ويو ته اهي ماڻهن ۾ ورهائين. هن ٻه مڇيون ٻه انهن
سڀني ۾ ورهايون. ۴٢ هر هڪ ماڻهوءَ کائي ڍءُ ڪيو. ۴٣ پوءِ شاگردن باقي
بچيل مانيءَ ۽ مڇيءَ جون ٻارهن ڪاريون ڀري کنيون. ۴۴ جن ماني کاڌي
تن جو تعداد پنج هزار مرد هو.

## پاڻيءَ تي پنڌ ڪرڻ

(متي ١۴:٢٢–٢٣، يوحنا ٦:١٥–٢١)

۴٥ پوءِ عيسيٰ شاگردن کي ٻيڙيءَ ۾ سوار ڪري زور ڀريو ته "اوهين ڍنڍ
جي هُن پر بيت‌صيدا شهر ڏانهن وڃو." هن ماڻهن جي ميڙ کي ٻه موڪل
ڏيئي ڇڏي . ۴٦ شاگردن کان موڪلائي پاڻ ٽڪر تي دعا گهرڻ ويو.
۴٧ شام جو ٻيڙي ڍنڍ جي وچ ۾ پهتي ۽ عيسيٰ اڪيلو سڪيءَ تي هو.
۴٨ هن ڏٺو ته واءُ سامهون گهلڻ ڪري شاگردن کي ٻيڙيءَ جي ونجهه هلائڻ
۾ تڪليف ٿئي ٿي، تنهنڪري هو رات جي پوئين پهر پاڻيءَ تي پنڌ ڪندو
اچي انهن وٽان لنگهيو. ۴٩–٥٠ پر شاگردن جڏهن کيس پاڻيءَ تي پنڌ ڪندي
ڏٺو تڏهن سمجهيائون ته ڪو جن آهي، سو هو دهلجي ويا ۽ وٺي رڙيون
ڪيائون. هُن هڪدم ساڻن ڳالهايو ته "دلجاءِ ڪريو، آءٌ آهيان. ڊڄو نه."
٥١ پوءِ عيسيٰ انهن سان گڏ ٻيڙيءَ ۾ وينو ته واءُ بيهجي ويو. شاگرد ڏاڍا
حيران ٿي ويا. ٥٢ اهي مانين واري ڳالهه نه سمجهي سگهيا هئا، ڇالاءِجو
اها هنن جي دماغ ۾ ئي نه ويني هئي.

① چانديءَ جي سڪن: انهن ڏينهن ۾ چانديءَ جو هڪ عام سڪو هڪڙي ڏينهن جي
مزوري هوندي هئي. ڏسو متي ٢٠:٢.

## گنيسرت جي بيمارن کي شفا ڏيڻ

(متي ١٤:٣٤-٣٦)

(٥٣) اهي ڍنڍ پار ڪري اچي گنيسرت جي علائقي ۾ پهتا ۽ ٻيڙيءَ جا پڳهه
ٻڌي ڇڏيائون. (٥٤) جيئن ئي ٻيڙيءَ تان لٿا ته ماڻهن عيسيٰ کي سڃاڻي ورتو.
(٥٥) پوءِ اهي ماڻهو سڄي علائقي ۾ پکڙجي ويا ۽ انهن جتي به ٻڌو ته عيسيٰ
آيو آهي اتي انهن پنهنجا بيمار کٽولن تي کڻي پئي آندا. (٥٦) عيسيٰ ڳوٺن،
شهرن ۽ واهڻن ۾ جتي به ويو پئي ته ماڻهن پنهنجا بيمار بازارن ۾ کڻي تي رکيا
۽ منٿ ٿي ڪئي ته "مهرباني ڪري بيمار کي رڳو پنهنجي دامن تي هٿ
لائڻ ڏيو." پوءِ جن به هٿ لاتس پئي سي سڀ چڱا ڀلا ٿي ويا ٿي.

## وڏن جون ريتون ۽ رسمون

(متي ١٥:١-٩)

(١) فريسي ۽ ڪي شريعت جا عالم، جيڪي يروشلم کان آيا هئا سي
سڀ عيسيٰ سان اچي مليا. (٢) انهن ڏٺو ته عيسيٰ جا ڪي شاگرد
پليت هٿن يعني اڻڌوتل هٿن سان ماني کائين ٿا پيا. (٣) جڏهن ته فريسي ۽
سڀ يهودي پنهنجن وڏن جي رسم موجب، جيستائين پنهنجا هٿ پنهنجي
خاص نموني سان نه ڌوئن تيستائين نه کائيندا آهن، (٤) ۽ جڏهن بازار کان
اچن تڏهن جيسين نه وهنجن تيسين ڪين کائيندا آهن. انهن وٽ ٻيون به
گهڻيون ريتون رسمون آهن جهڙوڪ: پيالن، لوٽن، پتل جي ٿانون ۽ بسترن
کي ڌوئڻ. (٥) سو فريسين ۽ شريعت جي عالمن عيسيٰ کان اچي پڇيو ته
"اوهان جا شاگرد وڏن جي ريتن رسمن موجب ڇو نه ٿا هلن ۽ پليت هٿن
سان ڇو ٿا ماني کائين؟" (٦) تنهن تي عيسيٰ چين ته "اوهان رياڪارن جي
بابت يسعياه کهڙي نه پيشنگوئي ڪري ويو آهي ته

'هيءَ قوم پنهنجن چپن سان ته مون کي عزت ڏئي ٿي،
پر هنن جي دل مون کي نه ٿي گهُري.
(٧) هو منهنجي عبادت اجائي ٿا ڪن،

---

٧:٦-٧ يس ٢٩:١٣

چالاڪِجو هو ماڻهن جا حڪم ائين ٿا سيکارين
جڻ ته اهي خدا جا حڪم آهن.‘‘‘

(٨) عيسيٰ وڌيڪ چيو ته ”اوهين خدا جو حڪم ڇڏي انساني ريتن
رسمن ۾ ڦاسي پيا آهيو. (٩) اوهين پنهنجن ريتن رسمن کي پوري ڪرڻ خاطر
خدا جي حڪمن کي ڪيئن نه پٺيءَ پويان اڇلائي ٿا ڇڏيو. (١٠) چالاڪِجو
موسيٰ فرمايو آهي ته ’پنهنجي ماءُ ۽ پنهنجي پيءُ جي عزت ڪريو.‘ ۽ ’جيڪو
پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ جي گلا ڪري تنهن کي اوس ماريو وڃي.‘ (١١) پر اوهين
ماڻهن کي سيکاريو ٿا ته ’جيڪڏهن ڪنهن وٽ ڪا شيءِ آهي جنهن سان
هو پنهنجي ماءُپيءُ جي گهرج پوري ڪري سگهيو ٿي، پر هن اها قربان،
يعني خدا جي نذر ڪري ڇڏي آهي، (١٢) ته پوءِ هو ماءُپيءُ جي گهرج پوري
ڪرڻ کان ڇٽي وڃي ٿو.‘ (١٣) اهڙيءَ طرح اوهين پنهنجين ريتن رسمن سان
خدا جو ڪلام رد ٿا ڪريو. اهڙي نموني ٻيون به ڪيتريون ئي ڳالهيون
آهن جيڪي اوهين ڪريو ٿا.“

## انسان کي پليت ڪرڻ واريون شيون

(متي ١٥:١٠-٢٠)

(١٤) عيسيٰ سڀني خلق کي وري پاڻ وٽ سڏي چيو ته ”اوهين سڀ
منهنجي ڳالهه ٻڌو ۽ سمجهو. (١٥) ڪا به شيءِ ٻاهران ماڻهوءَ ۾ گهڙي ڪيس
پليت ڪري نه ٿي سگهي، پر جيڪي شيون ماڻهوءَ جي اندر مان ٻاهر نڪرن
ٿيون سي ڪيس پليت ٿيون ڪن.“ [١]
(١٧) جڏهن عيسيٰ ميڙ کي ڇڏي گهر پهتو ته سندس شاگردن انهيءَ مثال
بابت پڇيس. (١٨) تنهن تي عيسيٰ هنن کي چيو ته ”اوهين به ڪيترا نه
بي‌سمجهه آهيو، جو ايتري به خبر نه ٿي پيئوَ ته جيڪي ٻاهران انسان ۾
داخل ٿئي ٿو سو ڪيس پليت نه ٿو ڪري، (١٩) چالاڪِجو اهو انسان جي دل
۾ نه ٿو وڃي پر انسان جي پيٽ ۾ ٿو وڃي ۽ اتان آخرڪار ٻاهر نڪريو

---

[١] ڪن ترجمن ۾ هيءَ آيت به شامل آهي: (١٦) جنهن کي ڪن آهن سو ڀلي ٻڌي.

٧:١٠ خر ٢٠:١٢، ٢١:١٧، لاو ٢٠:٩، شر ٥:١٦

وڃي.“ ائين چئي عيسيٰ کائڻ جي سيني شين کي حلال سڏيو. ⑳ عيسيٰ
چيو تہ ”جيڪي انسان جي دل مان ٻاهر ٿو نڪري سو ئي ڪيس پليت ٿو
ڪري، ㉑ ڇالاءِجو انسان جي دل مان بڇڙا خيال ٿا نڪرن، جهڙوڪ:
حرامڪاري، چوري، خون، ㉒ زناڪاري، لالچ، بڇڙائي، ٺڳي، ڇڙواڳي،
ڪينو، گلاخوري، مغروري ۽ بيوقوفي. ㉓ اهي سڀ خرابيون اندر مان ٿيون
نڪرن ۽ ماڻهوءَ کي پليت ڪن ٿيون.“

## هڪ عورت جو ايمان

(متي ١٥: ٢١-٢٨)

㉔ پوءِ عيسيٰ اتان اُٿي صور شهر جي علائقن ڏانهن روانو ٿيو ۽ هڪڙي
گهر ۾ گهڙي ويو. هن جي مرضي هئي تہ ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي سندس اچڻ
جي خبر نہ پوي، پر هو لڪي نہ سگهيو. ㉕ هڪڙي عورت جنهن جي
ننڍڙي ڌيءَ کي ڀوت هو، تنهن کي جڏهن خبر پيئي تہ اها هڪدم عيسيٰ
وٽ آئي ۽ اچي پيرين پيس. ㉖ اها عورت يونانڻ هئي ۽ سورفينڪيءَ جي
قوم مان هئي. هن عيسيٰ کي منٿ ڪئي تہ ”منهنجي ڌيءَ مان هلي ڀوت
ڪڍو.“ ㉗ پر عيسيٰ چيس تہ ”پهريائين ٻارن کي ڍءُ ڪرڻ ڏي، ڇالاءِجو
اهو واجب نہ آهي جو ٻارن جي ماني کڻي ڪتن کي اڇلائي ڏجي.“ ㉘ تنهن
تي عورت چيس تہ ”سائين! برابر، پر ڪتا بہ تہ دسترخوان وٽان ٻارن جي
اوبر ڪيل مانيءَ جا ٽڪر کائيندا آهن.“ ㉙ عيسيٰ هن کي چيو تہ ”برابر،
تنهنجي انهيءَ جواب جي ڪري تنهنجي نياڻيءَ مان ڀوت نڪري ويو. سو
تون ڀلي گهر وڃ.“ ㉚ هو گهر ويئي ۽ ڏٺائين تہ سندس ڌيءَ هنڌ تي پيل
آهي ۽ ڀوت بلڪل ڇڏي ويو هوس.

## ٻوڙي ۽ ٻاتي کي شفا

㉛ هاڻي عيسيٰ صور جي حدن مان نڪري صيدا مان لنگهي، دڪاپلس
جي حدن جو وچ وٺي گليل جي ڍنڍ تي آيو. ㉜ ماڻهو وٽس هڪڙي اهڙي
شخص کي وٺي آيا جو ٻوڙو هو ۽ ڳالهائڻ ۾ بہ اٽڪ هيس. سو منٿ
ڪيائونس تہ ”هن کي پنهنجو هٿ لايو.“ ㉝ عيسيٰ اُن کي گوڙ کان پاسيرو

وٺي ويو ۽ پنهنجون آڱريون هن جي ڪنن ۾ وڌائين ۽ پنهنجي زبان جي
لپ ڪڍي هن جي زبان کي لاتائين. (٣٤) پوءِ عيسيٰ آسمان ڏانهن نهاري
ٿڌو ساهہ ڀريو ۽ هن کي چيائين تہ ”افتح.“ يعني ”کلي پئُہ.“ (٣٥) تڏهن
هڪدم سندس ڪن کلي پيا ۽ هن جي زبان جي تند ڇڄي پيئي ۽ هو
چٽو ڳالهائڻ لڳو. (٣٦) پوءِ عيسيٰ انهن ماڻهن کي تاڪيد ڪري چيو تہ ”اها
ڳالهہ ڪنهن سان بہ نہ ڪجو.“ پر جيترو هن وڌيڪ تاڪيد ڪيو هوندو
اوترو ئي وڌيڪ هنن وڃي اها ڳالهہ ماڻهن ۾ پڌري ڪئي. (٣٧) سو جن بہ
ٻڌو تن کي ڏاڍو عجب لڳو ۽ چوڻ لڳا تہ ”ڪهڙي نہ سهڻي
نموني سان هو هر هڪ ڪم ڪري ٿو. بلڪ هو تہ ٻوڙن کي ٻڌڻ جي ۽
گونگن کي ڳالهائڻ جي بہ طاقت ٿو ڏئي.“

## چار هزار ماڻهن کي کارائڻ

(متي ١٥:٣٢–٣٩)

٨ (١) انهن ڏينهن ۾ وري ماڻهن جو ڳاٽو وڏو ميڙ اچي گڏ ٿيو. انهن جي
کائڻ لاءِ ڪجهہ بہ ڪونہ هو. تنهن تي عيسيٰ شاگردن کي پاڻ وٽ
سڏيو ۽ چيائين تہ (٢) ”مون کي هنن ماڻهن لاءِ ڏاڍو ڏک ٿو ٿئي، ڇاڪاڻتہ
هي ٽن ڏينهن کان وٺي مون سان گڏ آهن ۽ هاڻي کين ڪجهہ بہ ڪونهي جو
کٽي کائين. (٣) هاڻي جيڪڏهن آءٌ انهن کي پنهنجن گهرن ڏانهن بکئي پيٽ
ٿو موڪليان تہ اهي رستي تي ساٽا ٿي پوندا، ڇالاءِجو انهن مان ڪيترا پري
کان آيل آهن.“ (٤) شاگردن ورائيس تہ ”هتي سڃ ۾ ايتري ماني ڪٿان اچي
جو هنن ماڻهن جو پيٽ ڀرجي؟“ (٥) عيسيٰ شاگردن کان پڇيو تہ ”اوهان وٽ
ڪيتريون مانيون آهن؟“ انهن ورائيو تہ ”ست.“

(٦) هن ماڻهن کي حڪم ڏنو تہ ”زمين تي ويهو.“ پوءِ هن ستن مانين
کي کڻي خدا کان انهن ۾ برڪت گهري ۽ ڀڃي ٽڪر ٽڪر ڪندو شاگردن
کي ڏيندو ويو تہ انهن جي اڳيان رکندا وڃن ۽ انهن ائين ئي ڪيو. (٧) اُنهن
وٽ ٿوريون ڪُرڙيون بہ هيون، تن تي بہ برڪت گهُري شاگردن کي ڏنائين ۽
چيائين تہ ”اهي بہ کڻي ماڻهن جي اڳيان رکو.“ (٨) اُنهن تہ کائي ڍؤ ڪيو پر
ٽڪر ڳيا ايترا تہ بچيا جو شاگردن ست کاريون ڀري کنيون. (٩) اهي اٽڪل

چار هزار کن ماڻهو هئا. پوءِ عيسيٰ انهن کي موڪل ڏني ⑩ ۽ پاڻ پنهنجن
شاگردن سميت ٻيڙيءَ ۾ چڙهي دلمنوٿا جي علائقي ۾ ويو.

## فريسين جو معجزو طلبڻ

(متي ١٦:١–٤)

⑪ فريسي عيسيٰ وٽ آيا ۽ اچي ساڻس بحث ڪرڻ لڳا ۽ کيس آزمائڻ
لاءِ چيائون تہ ”آسمان مان ڪو معجزو ڏيکار.“ ⑫ تنهن تي هن ٿڌو
ساهہ کڻي چيو تہ ”هن زماني جا ماڻهو معجزو ڇو ٿا گهرن؟ آءٌ اوهان
کي سچ ٿو چوان تہ هن زماني جي ماڻهن کي ڪوبہ معجزو نہ ڏيکاريو
ويندو.“ ⑬ هو انهن کي ڇڏي موٽي وڃي ٻيڙيءَ ۾ چڙهيو ۽ ڍنڍ جي
ٻئي پر هليو ويو.

## فريسين ۽ هيروديس بادشاهہ جو خميرو

(متي ١٦:٥–١٢)

⑭ شاگردن کي مانيون کڻڻ وسري ويون ۽ ٻيڙيءَ ۾ هڪڙي مانيءَ کان
سواءِ انهن وٽ ٻيو ڪجهہ بہ ڪونہ هو. ⑮ عيسيٰ چين تہ ”ڌيان ڏيو خبردار
رهو، فريسين ۽ هيروديس جي خميري کان پاسو ڪريو.“ ⑯ تنهنڪري
هو پاڻ ۾ بحث ڪرڻ لڳا تہ ”اسان وٽ تہ ماني ڪونهي.“ ⑰ عيسيٰ سندن
ڳالهہ سمجهي ويو ۽ چيائين تہ ”ڇو ٿا پاڻ ۾ بحث ڪريو تہ اسان وٽ ماني
ڪونهي؟ ڇا اوهين اڃا تائين نہ ٿا ڄاڻو ۽ سمجهو؟ ڇا اوهان جا دماغ ايترا
چٽ آهن؟ ⑱ ڇا اوهين اکين هوندي بہ ڏسي نہ ٿا سگهو؟ ڇا اوهين ڪنن
هوندي بہ ٻڌي نہ ٿا سگهو؟ ڇا اوهان کي ياد نہ آهي؟ ⑲ جڏهن مون پنج
مانيون پنج هزار ماڻهن کي ڀڃي ڏنيون تہ ان وقت اوهان ڪيتريون ڪاريون
اوبر جي ٽڪرن جون ڀري کنيون هيون؟“ انهن جواب ڏنو تہ ”ٻارهن
ڪاريون.“ ⑳ عيسيٰ وري پڇين تہ ”جڏهن مون ست مانيون چئن هزارن
ماڻهن ۾ ورهائي پوريون ڪيون هيون تہ اوهان ان وقت اوبر جي ٽڪرن جون

٨:١١ مت ١٢:٣٨، لو ١١:١٦ ٨:١٢ مت ١٢:٣٩، لو ١١:٢٩ ٨:١٥ لو ١٢:١
٨:١٨ ير ٥:٢١، حز ١٢:٢، مر ٤:١٢

ڪيتريون ڪاريون پري ڪنيون هيون؟“ انهن جواب ڏنو تہ ”ست ڪاريون.“
٢١ عيسيٰ چين تہ ”پوءِ اڃا بہ اوهين نہ ٿا سمجهو.“

## بيت‌صيدا ۾ انڌي کي شفا ڏيڻ

٢٢ پوءِ هو بيت‌صيدا ۾ آيا، جتي ڪي ماڻهو هڪ انڌي کي عيسيٰ وٽ
وٺي آيا ۽ منٿون ڪيائونس تہ ”هن کي هٿ لايو.“ ٢٣ عيسيٰ انهيءَ انڌي ماڻهوءَ
کي هٿ کان وٺي ڳوٺ کان ٻاهر وٺي ويو. هن انڌي ماڻهوءَ جي اکين تي لب
لائي پنهنجا هٿ سندس اکين تي رکيا ۽ پڇيائينس تہ ”ڇا تون ڪا شيءِ ڏسي
سگهين ٿو؟“ ٢٤ انڌي ماڻهوءَ مٿي نهاري چيو تہ ”مون کي ماڻهو گهمندي
نظر اچن ٿا. پر اهي وڻن وانگر لڳن ٿا.“ ٢٥ تنهن تي عيسيٰ وري پنهنجا هٿ
هن جي اکين تي رکيا تہ هو غور سان ڏسڻ لڳو ۽ سندس نظر بحال ٿي ويئي.
هو ڏورانهيون شيون بہ چٽيون ڏسڻ لڳو. ٢٦ پوءِ عيسيٰ ڪيس حڪم ڏنو تہ
”سڌو گهر وڃ ۽ ڳوٺ ۾ ڪنهن سان بہ اها ڳالهہ نہ ڪجانءِ.“

## پطرس جو عيسيٰ بابت اظهار

(متي ١٦:١٣-٢٠، لوقا ٩:١٨-٢١)

٢٧ پوءِ عيسيٰ ۽ سندس شاگرد قيصريہ فلپي جي ڳوٺن ڏانهن ويا. رستي
تي هن ڪانئن پڇيو تہ ”ماڻهو منهنجي لاءِ ڇا ٿا چون تہ آءٌ ڪير آهيان؟“
٢٨ انهن وراڻيو تہ ”ڪي چون ٿا تہ اوهين يحيٰ بپتسما ڏيڻ وارا آهيو، ڪي
چون ٿا تہ اوهين الياس نبي آهيو ۽ ٻيا وري چون ٿا تہ اوهين نبين مان ڪو بہ
هڪ آهيو.“ ٢٩ عيسيٰ پڇين تہ ”توهين منهنجي لاءِ ڇا ٿا چئو تہ آءٌ ڪير
آهيان؟“ تنهن تي پطرس جواب ڏنس تہ ”اوهين مسيح آهيو.“ ٣٠ پوءِ عيسيٰ
کين تاڪيد ڪري چيو تہ ”اهو ڪنهن کي بہ نہ ٻڌائجو.“

## پنهنجي ڏک ۽ موت بابت ٻڌائڻ

(متي ١٦:٢١-٢٨، لوقا ٩:٢٢-٢٧)

٣١ عيسيٰ شاگردن کي تعليم ڏيندي چيو تہ ”ابن‌آدم لاءِ ضروري آهي تہ

٢٨:٨ مر ٦:١٤-١٥، لو ٩:٧-٨ ٢٩:٨ يو ٦:٦٨-٦٩

هو گھڻيون سختيون سهي. بزرگ، سردار ڪاهن ۽ شريعت جا عالم ڪيس رد
ڪندا ۽ ماريندا. پوءِ ٽئين ڏينهن تي هو وري جيئرو ٿي اٿندو.“ ⑳٣٢ عيسيٰ هي
ڳالهيون کولي کولي چيون. تنهن تي پطرس ڪيس پاسيرو وٺي ويو ۽ چيائينس
ته ”اهڙيون ڳالهيون نه ڪريو.“ ٣٣ عيسيٰ ڦري شاگردن ڏانهن منهن ڪري
پطرس کي جهڻڪيو ته ”اي شيطان! منهنجي اکين اڳيان ٽري وڃ، ڇالاءِجو
تون خدا وانگر نه پر ماڻهن وانگر سوچين ٿو.“
٣٤ پوءِ عيسيٰ ميڙ کي شاگردن سميت گهرايو ۽ چيو ته ”جيڪڏهن ڪو
منهنجي پٺيان هلڻ گهُري ٿو، ته اهو پنهنجي خوديءَ کي ماري ۽ پنهنجو
صليب کڻي منهنجي پٺيان هلي. ٣٥ ڇالاءِجو جيڪو گهُري ته پنهنجي جان
بچائي سو اها وڃائيندو، پر جيڪو منهنجي واسطي ۽ منهنجي خوشخبريءَ
جي واسطي پنهنجي جان وڃائيندو سو اها بچائيندو. ٣٦ ماڻهوءَ کي انهيءَ
مان ڪهڙو فائدو جو هو سڄي دنيا ته هٿ ڪري پر پنهنجي جان وڃائي.
٣٧ ماڻهو پنهنجي جان وري حاصل ڪرڻ لاءِ ڪجھ به ڏيئي نه ٿو سگھي.
٣٨ جيڪڏهن ڪو هن بي‌ايمان ۽ بڇڙي زماني ۾ مون کان ۽ منهنجي ڪلام
کان شرمائيندو ته ابن‌آدم به ان کان شرمائيندو، جڏهن هو پنهنجي پيءُ جي
جلوي ۾ پاڪ ملائڪن سان گڏ ايندو.“
٩ ١ عيسيٰ کين چيو ته ”آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته هتي ڪي اهڙا
شخص به بيٺل آهن جيڪي جيستائين خدا جي بادشاهت کي قدرت
سان ايندي نه ڏسندا، تيستائين ڪڏهن به موت جو ذائقو نه چکندا.“

## عيسيٰ جو نوراني صورت ۾ بدلجي پوڻ

(متي ١٧:١-١٣، لوقا ٩:٢٨-٣٦)

٢ ڇهن ڏينهن کان پوءِ عيسيٰ پاڻ سان گڏ پطرس، يعقوب ۽ يوحنا کي
هڪ مٿاهين جبل تي وٺي ويو. تڏهن انهن جي ڏسندي ڏسندي عيسيٰ
جي صورت بدلجي پيئي. ٣ سندس پوشاڪ اهڙي سفيد تجليدار ٿي پيئي
جو جيڪر دنيا جو ڪوبه ڌوبي پوشاڪ اهڙي سفيد ڪري نه سگھي.

٨:٣٤ مت ١٠:٣٨، لو ١٤:٢٧ ٨:٣٥ مت ١٠:٣٩، لو ١٧:٣٣، يو ١٢:٢٥
٩:٢-٧ ٢.پطر ١:١٧-١٨

④ پوءِ انهن موسيٰ ۽ الياس نبيءَ کي ڏٺو جيڪي عيسيٰ سان ڳالهيون ڪري
رهيا هئا. ⑤ تنهن تي پطرس عيسيٰ کي چيو ته ”سائين! اها اسان جي
خوش‌نصيبي آهي جو اسين هتي آهيون. اسين هتي ٽي تنبو هڪ اوهان لاءِ،
هڪ موسيٰ لاءِ ۽ هڪ الياس لاءِ ٿا کڻي کوڙيون.“ ⑥ پطرس کي خبر
نه پئي پوي ته هو ڇا پيو چوي، ڇوته هو ۽ ٻيا شاگرد ڏاڍا ڊڄي ويا هئا.
⑦ ايتري ۾ هڪڙي ڪڪر اچي هنن جي مٿان ڇانوَ ڪئي ۽ انهيءَ ڪڪر
مان هڪ آواز آيو ته ”هي منهنجو هڪڙو ئي پيارو فرزند آهي. سو هن جي
ڏيان سان ٻڌو.“ ⑧ هنن جلدي هيڏانهن هوڏانهن نهاريو، پر ڪين عيسيٰ
کان سواءِ اتي ٻيو ڪوبه نظر نه آيو.
⑨ جيئن هو جبل تان هيٺ لٿا ته عيسيٰ تاڪيد ڪين ته ”جيڪو ڪجهه
ڏٺو اٿوَ سو تيستائين ڪنهن کي به نه ٻڌائجو جيستائين ابن‌آدم موت کان
پوءِ وري جيئرو نه ٿئي.“ ⑩ انهن عيسيٰ جو حڪم ته مڃيو پر پاڻ ۾ هن
معاملي تي بحث ڪرڻ لڳا ته ”موت کان پوءِ جيئرو ٿيڻ جو مطلب ڇا
آهي؟“ ⑪ شاگردن کانئس پڇيو ته ”شريعت جا عالم ڇو ٿا چون ته پهريائين
الياس نبيءَ جو اچڻ ضروري آهي؟“ ⑫ تنهن تي عيسيٰ چيو ته ”برابر، اهو
پهريائين ايندو ۽ هر هڪ شيءِ تيار ڪندو. پر صحيفي ۾ ائين به لکيل آهي
ته ابن‌آدم گهڻيون سختيون سهندو ۽ ذڪاريو ويندو؟ ⑬ آءٌ اوهان کي ٻڌايان
ٿو ته الياس اچي چڪو، پر ماڻهن کي جيئن وڻيو تيئن ئي ساڻس سلوڪ
ڪيائون، جيئن هن بابت صحيفي ۾ لکيل آهي.“

## هڪڙي ڇوڪر مان ڀوت ڪڍڻ

(متي ١٧:١٤-٢١، لوقا ٩:٣٧-٤٣)

⑭ جڏهن اهي موٽي ٻين شاگردن سان ملڻ آيا ته انهن جي چوڌاري
ماڻهن جو هڪ وڏو ميڙ ڏٺائون، جن سان شريعت جا ڪي عالم بحث
ڪري رهيا هئا. ⑮ عيسيٰ کي ڏسڻ شرط اُهو سارو ميڙ ڏاڍي عجب ۾
پئجي ويو ۽ انهن خوشيءَ وچان ڊوڙي وڃي سندس استقبال ڪيو. ⑯ عيسيٰ
انهيءَ ميڙ کان پڇيو ته ”اوهين منهنجي شاگردن سان ڪهڙيءَ ڳالهه تي

---

٩:٧ مت ٣:١٧، مر ١:١١، لو ٣:٢٢ ٩:١١ ملا ٤:٥، مت ١١:١٤

بحث ڪري رهيا هئا؟“ ١٧ تنهن تي ميڙ مان هڪڙي ماڻهوءَ وراڻيو ته ”اي
استاد! مون پنهنجو پٽ اوهان وٽ آندو هو، ڇالاءِجو منجهس هڪ ڀوت
آهي ۽ ڳالهائي به نه ٿو سگهي. ١٨ جڏهن به ڀوت وٺيس ٿو ته کيس پٽ
تي ڪيرائي ٿو ۽ وات مان گگ ڪڍيس ٿو، ان وقت ڏند ڪرٽي ٿو ۽ بدن
به سيتجي سيخ تي وڃيس ٿو. مون اوهان جي شاگردن کي چيو ته ’هن
مان اهو ڀوت ڪڍو.‘ پر اهي ڪڍي نه سگهيا.“ ١٩ عيسيٰ چيو ته ”اي
بي‌يقين قوم! آءٌ اوهان سان ڪيستائين هوندس ۽ ڪيستائين آءٌ اوهان جا
ڏک سهندس؟ هاڻي ڇوڪري کي مون وٽ وٺي اچو.“ ٢٠ انهن ڇوڪري
کي وٽس آندو. جڏهن ڀوت عيسيٰ کي ڏٺو تڏهن هن ڇوڪر کي ڏاڍو
جهنجهوڙيو ۽ ڇوڪرو پٽ تي ڪري ليٽڙڻ لڳو ۽ وات مان گگ پئي وهيس.
٢١ عيسيٰ پٽس کان پڇيو ته ”گهڻن ڏينهن کان هن جو هي حال آهي؟“
هُن جواب ڏنو ته ”ننڍي هوندي کان ئي وٺي. ٢٢ ڀوت ڇوڪري کي مارڻ
جي ڪوشش به پئي ڪئي آهي، ڇوته ڪيترائي دفعا کيس باهه ۽ پاڻيءَ
۾ اڇلايو اٿس. هاڻي اسان تي ڪو رحم ڪريو ۽ اسان جي مدد ڪريو
جيڪڏهن توهين ڪري سگهو ٿا.“ ٢٣ عيسيٰ هن کي چيو ته ”اوهان جي
لفظن ’جيڪڏهن ڪجهه ڪري سگهو ٿا‘ جو مطلب ڇا آهي؟ جيڪو به
ايمان آڻي ٿو سو سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو.“ ٢٤ تنهن تي ڇوڪري
جي ڀيءُ واڪو ڪري چيو ته ”آءٌ ايمان آڻيان ٿو، پر جيڪڏهن منهنجو ايمان
ڪامل نه آهي ته مدد ڪريو.“

٢٥ عيسيٰ ڏٺو ته ميڙ ڀيڙ ڪندو ٿو اچي، سو ڀوت کي حڪم ڏنائين ته
”اي ٻوڙا ۽ گونگا ڀوت! آءٌ تو کي حڪم ٿو ڏيان ته ڇوڪري مان هڪدم
نڪري وڃ ۽ وري ڪڏهن به موٽي نه اچجانءِ.“ ٢٦ تنهن تي ڀوت رڙيون
ڪري ڇوڪري کي ڏاڍو جهنجهوڙي منجهانئس نڪري ويو ۽ ڇوڪرو
مُردي جهڙو ٿي پيو. گهڻن ته ائين پئي سمجهيو ته هو مري ويو. ٢٧ پر عيسيٰ
کيس هٿ کان وٺي اُٿاريو ته هو اُٿي بيٺو.

٢٨ جڏهن عيسيٰ گهر پهتو ته سندس شاگردن اڪيلائيءَ ۾ پڇيس ته
”اسين هن ڀوت کي ڇو ڪين ڪڍي سگهياسين؟“ ٢٩ عيسيٰ وراڻيو ته ”دعا
کان سواءِ ٻي ڪنهن به نموني اهڙي ڀوت کي ڪڍي نه سگهبو آهي.“

## پيو دفعو پنهنجي موت بابت ٻڌائڻ

(متي ١٧: ٢٢-٢٣، لوقا ٩: ٤٣-٤٥)

(٣٠) هو اتان اٿي هليا ۽ سڄي گليل منجهان گذري ويا. عيسيٰ جي
مرضي نه هئي ته سندس اچڻ جي ڪنهن کي به خبر پوي، (٣١) ڇالاءِجو
هن پنهنجن شاگردن کي تعليم ڏني پئي ته ”ابن‌آدم ماڻهن جي حوالي
ڪيو ويندو، جيڪي کيس ماريندا ۽ ٽئين ڏينهن تي هو وري جيئرو ٿي
اٿندو.“ (٣٢) اهي سمجهي نه سگهيا ته هن تعليم جو مطلب ڇا آهي ۽ اهي
کانئس پڇڻ کان به ڊڄن پيا.

## وڏو ڪير؟

(متي ١٨: ١-٥، لوقا ٩: ٤٦-٤٨)

(٣٣) اهي ڪفرناحوم ۾ آيا. پوءِ جڏهن عيسيٰ پنهنجن شاگردن سان گڏ
هڪڙي گهر ۾ ويٺو هو تڏهن کانئن پڇيائين ته ”رستي تي اوهان ڪهڙي
ڳالهه تي بحث پئي ڪيو؟“ (٣٤) پر هنن ڪڇيو ئي ڪين، ڇالاءِجو رستي تي
هنن پاڻ ۾ هن ڳالهه تي بحث پئي ڪيو ته سڀ کان وڏو ڪير آهي. (٣٥) عيسيٰ
ويهي رهيو ۽ ٻارهن ئي شاگردن کي سڏي چيائين ته ”جيڪڏهن ڪو اڳيان
ٿيڻ گهُري، ته هو سڀني کان پويان ٿئي ۽ سڀني جو نوڪر ٿئي.“ (٣٦) هن انهن
جي اڳيان هڪڙو ٻار کڻي بيهاريو ۽ کيس ڀاڪر پائي شاگردن کي چيائين
ته (٣٧) ”جيڪو منهنجي ڪري هنن ٻارن مان ڪنهن به هڪڙي کي قبول ٿو
ڪري، تنهن ڄڻ مون کي قبول ڪيو ۽ جنهن مون کي قبول ڪيو، تنهن نه
رڳو مون کي پر ان کي به قبول ڪيو جنهن مون کي موڪليو آهي.“

## مخالف ۽ طرفدار ڪير؟

(لوقا ٩: ٤٩-٥٠)

(٣٨) يوحنا عيسيٰ کي چيو ته ”اي استاد! اسان هڪ اهڙو ماڻهو ڏٺو،

٩:٣٤ لو ٢٢: ٢٤ ٩:٣٥ مت ٢٠: ٢٦-٢٧، ٢٣: ١١، مر ١٠: ٤٣-٤٤، لو ٢٢: ٢٦
٩:٣٧ مت ١٠: ٤٠، لو ١٠: ١٦، يو ١٣: ٢٠

جيڪو اوهان جي نالي تي پوت ڪڍي رهيو هو ۽ اسان هن کي منع ڪئي،
چالاڻجو هو اسان جي ٽولي مان نہ هو.“ ⑶⑼ تنهن تي عيسيٰ چين تہ ”هن
کي منع نہ ڪريو، ڇالاءِجو اهڙو ڪوبہ ماڻهو ڪونهي جيڪو منهنجي نالي
تي معجزو ڪري ۽ پوءِ سگهو ئي منهنجي گلا ڪري سگهي. (٤٠) جيڪوبہ
اسان جي خلاف نہ آهي سو اسان سان آهي. (٤١) آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو تہ
جيڪو اوهان کي پاڻيءَ جو پيالو انهيءَ لاءِ ٿو پياري تہ اوهين مسيح جا آهيو،
تنهن کي پنهنجو اجر ضرور ملندو.“

## گمراهہ ڪرڻ واري جي سزا

(متي ١٨:٦-٩، لوقا ١٧:١-٢)

(٤٢) ”هي ننڍڙا ٻار جن جو مون تي ايمان آهي، تن مان ڪنهن هڪ کي
بہ جيڪڏهن ڪو گمراهہ ڪندو، تنهن لاءِ چڱو تہ ائين ٿيندو تہ پنهنجي
ڳچيءَ ۾ جنڊ جو پڙ وجهي سمنڊ ۾ ٽپو ڏيئي ٻڏي مري. (٤٣) جيڪڏهن
تنهنجو هٿ تو کي گمراهہ ڪري، تہ پنهنجو اهو هٿ ڪپي ڇڏ، ڇوتہ
ٻنهي هٿن سان جهنم جي هميشہ ٻرندڙ باهہ ۾ پوڻ کان اهو بهتر آهي تہ
ٽُنڊي هٿ سان جنت ۾ داخل ٿئين.[1] (٤٥) جيڪڏهن تنهنجو پير تو کي
گمراهہ ڪري تہ اهو پير ڪپي ڇڏ، ڇوتہ جهنم ۾ ٻنهي پيرن سان داخل
ٿيڻ کان اهو بهتر آهي تہ جنت ۾ منڊو وڃين.[2] (٤٧) جيڪڏهن تنهنجي
اک تو کي گمراهہ ڪري تہ اها اک ڪڍي ڇڏ، ڇوتہ ٻن اکين سان
جهنم ۾ وڃڻ کان اهو بهتر آهي تہ تون ڪاڻو ئي خدا جي بادشاهت
۾ داخل ٿئين. (٤٨) ڇالاءِجو جهنمين کي ڪينئان هميشہ ڪائيندا رهن ٿا ۽
اتي باهہ هميشہ ٻرندي رهي ٿي.

[1] ڪن ترجمن ۾ هيءَ آيت بہ شامل آهي: (٤٤) ڇالاءِجو جهنمين کي ڪينئان هميشہ ڪائيندا رهن ٿا ۽ اتي باهہ هميشہ ٻرندي رهي ٿي.
[2] ڪن ترجمن ۾ هيءَ آيت بہ شامل آهي: (٤٦) ڇالاءِجو جهنمين کي ڪينئان هميشہ ڪائيندا رهن ٿا ۽ اتي باهہ هميشہ ٻرندي رهي ٿي.

٩:٤٠ مت ١٢:٣٠، لو ١١:٢٣ ٩:٤١ مت ١٠:٤٢ ٩:٤٣ مت ٥:٣٠
٩:٤٧ مت ٥:٢٩ ٩:٤٨ يس ٦٦:٢٤

(٤٩) سيڪو باهہ سان پاڪ صاف ٿي ويندو جيئن لوڻ سان ڪا شيءِ سلوڻي
ٿي ويندي آهي. (٥٠) لوڻ تہ چڱو پر جيڪڏهن لوڻ مان سواد نڪري وڃي
تہ ڪيئن ڇا سان وري سلوڻو ڪري سگهبو؟ پاڻ ۾ لوڻ رکو ۽ هڪٻئي
سان صلح ۾ رهو."

## طلاق بابت تعليم

(متي ١٩:١-١٢، لوقا ١٦:١٨)

١٠ (١) عيسيٰ اتان اٿي اردن درياءَ جي ٻئي پر يهوديہ جي حدن ۾
آيو. وري بہ ماڻهن جا ميڙ هن وٽ گڏ ٿيڻ لڳا ۽ پنهنجي دستور
موجب هو انهن کي تعليم ڏيڻ لڳو.
(٢) ڪي فريسي وٽس آيا ۽ کيس آزمائڻ جي خاطر سوال پڇيائون تہ "ڀلا ڇا
تہ ڪنهن ماڻهوءَ کي پنهنجي زال کي طلاق ڏيڻ جائز آهي يا نہ؟" (٣) عيسيٰ
جواب ۾ پڇين تہ "اوهان کي موسيٰ ڪهڙو حڪم ڏنو آهي؟" (٤) انهن
چيو تہ "موسيٰ اجازت ڏني آهي تہ طلاق‌نامو لکي ڪيدي سگهونس ٿا."
(٥) عيسيٰ چيو تہ "موسيٰ اوهان کي هي حڪم انهيءَ لاءِ ڏنو، ڇالاءِجو هن
کي اوهان جي سخت‌دليءَ جي خبر هئي. (٦) پر دنيا جي خلقت کان وٺي
خدا هنن کي نر ۽ مادي ڪري پيدا ڪيو آهي. (٧) 'تنهنڪري مرد پنهنجي
ماءُپيءُ کي ڇڏي پنهنجيءَ زال سان گڏجي رهندو، (٨) ۽ بہ جسم گڏجي
هڪ ٿي ويندا.' پوءِ اهي بہ نہ، پر هڪ آهن. (٩) سو جن کي خدا ملايو
آهي تن کي ماڻهو جدا نہ ڪري."
(١٠) پوءِ جڏهن هو گهر موٽي آيا تہ شاگردن عيسيٰ کان ان بابت پڇيو.
(١١) عيسيٰ کين وراڻيو تہ "جيڪو ماڻهو پنهنجي زال کي طلاق ڏيئي ٻي
زال پرڻجي ٿو، تنهن ڇڙ زنا ڪئي، (١٢) ۽ اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪا زال
پنهنجي مڙس کان طلاق وٺي ڪنهن ٻئي سان پرڻجي ٿي، تنهن زال بہ
ڇڙ زنا ڪئي."

---

٩:٥٠ مت ٥:١٣، لو ١٤:٣٤-٣٥ ١٠:٤ شر ٢٤:١-٤، مت ٥:٣١ ١٠:٦ پيد
١:٢٧، ٥:٢ ١٠:٧-٨ پيد ٢:٢٤ ١٠:١١-١٢ مت ٥:٣٢، ١.ڪر ٧:١٠-١١

## ننڍڙن ٻارن سان پيار

(متي ١٩:١٣-١٥؛ لوقا ١٨:١٥-١٧)

١٣ ڪن ماڻهن ننڍڙا ٻار عيسيٰ وٽ آندا ته هو انهن تي هٿ رکي پر
شاگردن انهن کي ڇنڀيو. ١٤ جڏهن عيسيٰ اهو ڏٺو ته ڪاوڙجي پيو ۽
پنهنجن شاگردن کي چيائين ته ”ٻارن کي مون وٽ اچڻ ڏيو ۽ انهن کي نه
جهليو، ڇالاءِجو خدا جي بادشاهت اهڙن جي ئي آهي. ١٥ آءٌ اوهان کي
سچ ٿو ٻڌايان ته جيستائين ڪو خدا جي بادشاهت هڪ ننڍي ٻار وانگر قبول
نه ڪندو، تيستائين اهو ان ۾ داخل نه ٿيندو.“ ١٦ پوءِ ٻارن کي هنج ۾ کڻي
انهن جي مٿان هٿ رکيائين ۽ کين دعا ڪيائين.

## شاهوڪار ۽ خدا جي بادشاهت

(متي ١٩:١٦-٣٠؛ لوقا ١٨:١٨-٣٠)

١٧ جيئن عيسيٰ رستي سان ويو پئي ته هڪ ماڻهو ڊوڙندو آيو ۽ هن
عيسيٰ جي اڳيان گوڏا کوڙي پڇيو ته ”اي نيڪ استاد! آءٌ ڇا ڪريان جو
دائمي زندگي حاصل ڪريان؟“ ١٨ عيسيٰ چيس ته ”تون مون کي نيڪ
ڇو ٿو سڏين؟ خدا اڪيلي کان سواءِ ٻيو ڪوبه نيڪ نه آهي. ١٩ تو کي ته
حڪمن جي خبر آهي ته خون نه ڪر، زنا نه ڪر، چوري نه ڪر، ڪوڙي
شاهدي نه ڏي، ٺڳي نه ڪر ۽ پنهنجي ماءُپيءُ جي عزت ڪر.“ ٢٠ تنهن تي
انهيءَ ماڻهوءَ جواب ڏنو ته ”استاد، انهن حڪمن تي ته آءٌ ننڍي هوندي کان ئي
وٺي عمل ڪندو ٿو رهان.“ ٢١ عيسيٰ هن کي چتائي ڏٺو ۽ ساڻس پيار ڪيو
۽ چيائين ته ”تو ۾ اڃا هڪڙي شيءِ جي گهٽتائي آهي. وڃ ۽ وڃي پنهنجو
سڀ ڪجهه وڪڻي اهي پيسا غريبن ۾ خيرات ڪر ته بهشت ۾ تو کي
خزانو ملندو. پوءِ اچ ۽ منهنجو پوئلڳ ٿيءُ.“ ٢٢ اهو ماڻهو هن ڳالهه تي ڏاڍو
ڪومائجي ويو ۽ ڏک ۾ هليو ويو، ڇالاءِجو هو وڏو شاهوڪار ماڻهو هو.
٢٣ عيسيٰ چوڌاري ڏسي پنهنجن شاگردن کي چيو ته ”شاهوڪار ماڻهو
ڪهڙي نه مشڪلات سان خدا جي بادشاهت ۾ داخل ٿيندا.“ ٢٤ هنن

١٠:١٥ مت ١٨:٣ ١٠:١٩ خر ٢٠:١٢-١٦؛ شر ٥:١٦-٢٠

لفظن تي شاگرد حيران ٿيا. سو عيسيٰ هنن کي وري چيو ته ”اي منهنجا
ٻارو! خدا جي بادشاهت ۾ داخل ٿيڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. ۲۵ اُٺ جو سئيءَ جي
ناڪي مان لنگهڻ سولو آهي، پر شاهوڪار ماڻهوءَ جو خدا جي بادشاهت ۾
داخل ٿيڻ اولو آهي.“ ۲۶ تنهن تي شاگرد ڏاڍا حيران ٿي ويا ۽ پاڻ ۾ هڪٻئي
کان پڇڻ لڳا ته ”پوءِ ڪير بچي سگهندو؟“ ۲۷ عيسيٰ انهن ڏانهن چتائي
ڏٺو ۽ چيائين ته ”اها ڳالهه ماڻهن کان ٿي نه ٿي سگهي، پر خدا ڪري
سگهي ٿو، ڇالاءِجو خدا هر شيءِ تي قادر آهي.“
۲۸ پوءِ پطرس چيو ته ”ڏسو، اسان سڀ ڪجهه ڇڏي اوهان جي پٺيان
لڳا آهيون.“ ۲۹ تنهن تي عيسيٰ چيو ته ”برابر پر آءٌ اوهان کي هيءَ ڳالهه
ٻڌايان ٿو ته جيڪو به منهنجي ۽ منهنجي خوشخبريءَ جي ڪري پنهنجو
گهر، ڀائر، ڀينرون، ماءُ، پيءُ، ٻار يا ٻنيون ڇڏيندو، ۳۰ ته ان کي هن دنيا
۾ گهڻو ڪجهه ملندو، جيئن ته سئوڻا گهر، ڀائر، ڀينرون، مائرون، ٻار ۽
ٻنيون. پر اهي ڏکن سان ملنديون ۽ آخرت ۾ کيس دائمي زندگي به ملندي.
۳۱ پر ڪيترائي جيڪي هاڻي اڳيان آهن سي پويان ٿيندا ۽ ڪيترائي جيڪي
هاڻي پويان آهن سي اڳيان ٿيندا.“

## ٽيون دفعو پنهنجي موت بابت ٻڌائڻ

(متي ۲۰:۱۷-۱۹، لوقا ۱۸:۳۱-۳۴)

۳۲ اهي يروشلم ڏانهن رستو وٺيو پئي ويا. عيسيٰ شاگردن جي اڳيان وڃي
رهيو هو. اُهي ڏاڍا پريشان هئا ۽ جيڪي سندن پٺيان هئا تن کي وري اچي
خوف ورتو. هڪ دفعو وري عيسيٰ ٻارهن ئي شاگردن کي هڪ پاسي وٺي
ويو ۽ جيڪي ساڻس ٿيڻو هو سي سڀ ڳالهيون ٻڌايائين. ۳۳ عيسيٰ چين
ته ”هاڻي اسين يروشلم ڏانهن هلي رهيا آهيون، جتي ابن‌آدم سردار ڪاهنن
۽ شريعت جي عالمن جي حوالي ڪيو ويندو. اهي مٿس موت جي فتويٰ
جاري ڪندا ۽ کيس غير قومن جي حوالي ڪندا. ۳۴ اهي مٿس چٿرون
ڪندا، کيس ٿڪون ۽ چهبڪ هڻندا ۽ کيس قتل ڪري ڇڏيندا ۽ ٽئين
ڏينهن تي هو وري جيئرو ٿي اٿندو.“

۱۰:۳۱ مت ۲۰:۱٦، لو ۱۳:۳۰

## يعقوب ۽ يوحنا جو عرض

(متي ٢٠:٢٠-٢٨)

٣٥ پوءِ زبديءَ جا پٽ يعقوب ۽ يوحنا عيسيٰ وٽ آيا ۽ چيائونس ته ”اي
استاد! اسين چاهيون ٿا ته توهين اسان جي لاءِ ڪجهه ڪريو.“ ٣٦ عيسيٰ
انهن کي چيو ته ”اوهين مون کان پنهنجي لاءِ ڇا ٿا ڪرائڻ گهرو؟“ ٣٧ انهن
چيو ته ”اسين چاهيون ٿا ته جڏهن اوهين پنهنجي بادشاهت جي جلوي سان
تخت تي ويهو تڏهن اوهين اسان کي اجازت ڏيو ته هڪڙو اوهان جي ساڄي
۽ ٻيو اوهان جي کاٻي پاسي ويهي.“ ٣٨ عيسيٰ انهن کي چيو ته ”اوهين
نه ٿا ڄاڻو ته اوهين ڇا گهُري رهيا آهيو. ڇا اوهين اُهو پيالو پي سگهندا
جيڪو مون کي پيئڻو آهي؟ ڇا اوهين اهڙي بپتسما وٺي سگهندا جهڙي
نموني مون کي وٺڻي آهي؟“ ٣٩ انهن چيو ته ”هائو ائين ڪري سگهون
ٿا.“ تنهن تي عيسيٰ انهن کي چيو ته ”بيشڪ اوهين به اهو پيالو پيئندا
جيڪو مون کي پيئڻو آهي ۽ اوهين به اها بپتسما وٺندا جيڪا مون کي وٺڻي
آهي. ٤٠ پر منهنجي ساڄي ۽ کاٻي پاسي ويهارڻ اهو منهنجي اختيار ۾
نه آهي، بلڪ انهن جڳهن تي انهن کي ئي ويهاريو ويندو جن جي لاءِ
اهي تيار ڪيون ويون آهن.“

٤١ جڏهن ٻين ڏهن شاگردن اها ڳالهه ٻڌي ته اهي يعقوب ۽ يوحنا
تي ڪاوڙيا. ٤٢ عيسيٰ انهن سڀني کي پاڻ وٽ سڏيو ۽ چيو ته ”اوهان
کي خبر آهي ته جيڪي قومن جا سردار ٿا سڏائين ۽ ماڻهن تي حڪم ٿا
هلائين، تن مٿان وري سندن اميرن کي اختيار حاصل آهي. ٤٣ پر اوهان
۾ ائين نه آهي. اوهان ۾ جيڪو وڏو ٿيڻ چاهي ته اهو اوهان جو نوڪر
ٿئي، ٤٤ ۽ جيڪو اوهان ۾ اڳيان ٿيڻ گهُري ته اهو سڀني جو غلام ٿئي.
٤٥ ڇالاءِجو ابن‌آدم به انهيءَ لاءِ نه آيو آهي ته ٻيا سندس خدمت ڪن،
پر پاڻ ٻين جي خدمت ڪري ۽ گهڻن جي ڇوٽڪاري جي لاءِ پنهنجي
جان قربان ڪري ڇڏي.“

---

١٠:٣٨ لو ١٢:٥٠ ١٠:٤٢-٤٣ لو ٢٢:٢٥-٢٦ ١٠:٤٣-٤٤ مت ٢٣:١١،
مر ٩:٣٥، لو ٢٢:٢٦

## انڌي بارتمئي کي سڄو ڪرڻ

(متي ٢٠:٢٩-٣۴، لوقا ١٨:٣٥-۴٣)

(۴٦) پوءِ اهي يريحو شهر ۾ آيا. عيسيٰ جڏهن يريحو شهر مان پنهنجن
شاگردن ۽ ماڻهن جي هڪ ميڙ سان لنگهي رهيو هو ته رستي تي هڪ انڌو فقير
پني رهيو هو، جنهن جو نالو بارتمئي هو يعني ”تمائي جو پٽ.“ (۴٧) جڏهن
هن عيسيٰ ناصريءَ کي لنگهندي ٻڌو ته رڙ ڪري چيائينس ته ”اي عيسيٰ
ابن دائود! مون تي رحم ڪريو.“ (۴٨) ڪيترن ئي هن کي ڇڙٻ ڏيئي چيو ته
”ماٺ ڪر.“ پر هن تيئن وٺي ڏاڍيون رڙيون ڪري چيو ته ”اي ابن دائود!
مون تي رحم ڪريو.“ (۴٩) تنهن تي عيسيٰ بيهي رهيو ۽ چيائين ته ”هن کي
سڏيو.“ سو انهن انڌي ماڻهوءَ کي سڏيو ۽ چيائونس ته ”تسلي ڪر ۽ اُٿي هل
جو هو تو کي سڏي تو پيو.“ (٥٠) تڏهن هن پنهنجو ڪپڙو اتي ڦٽي ڪيو ۽
اُٿي عيسيٰ وٽ آيو. (٥١) عيسيٰ پڇيس ته ”تون ڇا ٿو چاهين ۽ آءٌ تنهنجي لاءِ
ڇا ڪريان؟“ انڌي وراڻيو ته ”اي سائين! آءٌ چاهيان ٿو ته مون کي وري ديد
ملي.“ (٥٢) عيسيٰ چيس ته ”وڃ، تنهنجي ايمان تو کي سڄو ڪيو آهي.“
هڪدم هو ڏسڻ وائسڻ لڳو ۽ عيسيٰ جي پٺيان رستو وٺي هليو.

## يروشلم ۾ شان سان داخل ٿيڻ

(متي ٢١:١-١١، لوقا ١٩:٢٨-۴٠، يوحنا ١٢:١٢-١٩)

١١
(١) جيئن هو يروشلم جي ويجهو زيتون جي ٽڪر تي بيت‌فگاه ۽
بيت‌عنياه ڳوٺن وٽ آيا، تڏهن عيسيٰ پنهنجن شاگردن مان ٻن کي
موڪليو، (٢) ۽ چيائين ته ”سامهون واري ڳوٺ ۾ وڃو ۽ جيئن ان ڳوٺ ۾
ويندءُ ته اُتي هڪ ڪودڙو ٻڌل ڏسندءُ، جنهن تي اڃا ڪنهن به سواري نه
ڪئي هوندي. انهيءَ کي ڇوڙي هيڏانهن ڪاهي اچو، (٣) ۽ جيڪو به توهان
کان پڇي ته ’ڇو ٿا ڇوڙيو؟‘ ته چئجوس ته ’سائينءَ کي انهيءَ جي ضرورت
آهي ۽ هو جلد ئي واپس ڏياري موڪليندو.‘“ (۴) هو هليا ويا ۽ ڪودڙي کي
گهٽيءَ ۾ هڪڙي دروازي جي ٻاهران ٻڌل ڏٺائون ۽ جيئن ڇوڙيائون پئي
(٥) ته جيڪي اُتي بيٺا هئا تن مان ڪن انهن کي چيو ته ”هي ڇا ٿا ڪريو

۽ ڪودڙي کي ڇو ٿا ڇوڙيو؟“ ⑥ تنهن تي انهن ائين ئي جواب ڏنو جيئن
عيسيٰ کين ٻڌايو هو. تڏهن انهن موڪل ڏنن. ⑦ اُهي ڪودڙي کي عيسيٰ
وٽ ڪاهي آيا ۽ انهيءَ تي پنهنجا ڪپڙا وڌائون، پوءِ عيسيٰ ان تي چڙهي
ويٺو. ⑧ ڪيترن ماڻهن پنهنجا پهراڻ رستي تي وڇائي ڇڏيا ۽ ٻين وري ٻنين
مان وڻن جون ٽاريون آڻي پکيڙي ڇڏيون. ⑨ ماڻهو جيڪي اڳيان ۽ پٺيان
آيا پئي تن وڏي آواز سان چيو پئي ته

”خدا سندي واکاڻ هجيِ، بيشڪ آهي اهو سڀورو،
جو خداوند جي نالي اچي ٿو، بيشڪ آ پڻ اهو سڀورو.
⑩ سڀوري آ ايندڙ بادشاهت، جا آ اسان جي ابي دائود جي،
عرش عظيم جي خدا جي واکاڻ، بيشڪ آهي اهو سڀورو.“

⑪ عيسيٰ يروشلم ۾ داخل ٿيو. هو هيڪل ۾ ويو، جتي چوڌاري نظر
ڦيرائي هر هڪ شيءِ کي ڏٺائين. پر جيئن ته ڏينهن ڪافي لڙي چڪو هو،
تنهنڪري هو پنهنجن ٻارهن شاگردن سان بيت‌عنياه ڏانهن هليو ويو.

## انجير جي وڻ کي پاراتو

(متي ٢١:١٨–١٩)

⑫ ٻئي ڏينهن تي جڏهن هو بيت‌عنياه کان موٽي رهيا هئا ته عيسيٰ کي
بک لڳي. ⑬ هن پري کان هڪ انجير جو وڻ ڏٺو جيڪو پنن سان ڍڪيل
هو. انهيءَ ڪري هو اُن وڻ ۾ انجير ڳولڻ ويو ته شايد ڪجهه ملي سگهي.
پر هو اچي ڏسي ته وڻ ۾ رڳو پن ئي پن آهن، ڇاڪاڻ‌ته انجيرن جي مند
نه هئي. ⑭ تنهن تي عيسيٰ انجير جي وڻ کي چيو ته ”اڄ کان پوءِ وري
ڪڏهن به ڪو تو مان انجير نه لهندو.“ سندس شاگردن اهو ٻڌي ورتو.

## عيسيٰ جو هيڪل ۾ وڃڻ

(متي ٢١:١٢–١٧، لوقا ١٩:٤٥–٤٨، يوحنا ٢:١٣–٢٢)

⑮ جڏهن اُهي يروشلم ۾ پهتا ته عيسيٰ هيڪل ۾ ويو ۽ اُتي جيڪي واپار
۽ ڏيتي‌ليتيءَ ۾ رُڌل هئا، تن کي اتان ڌڪي ڪڍڻ لڳو ۽ صرافن جا صندل ۽

٩:١١ زبر ١١٨:٢٥–٢٦

کبوتر وڪڻڻ وارن جون صندليون اونڌيون ڪري ڇڏيائين، (١٦) ۽ ڪنهن کي
به هيڪل مان سامان کڻي وچڙ نه ڏنائين. (١٧) پوءِ عيسيٰ ماڻهن کي تعليم
ڏني ته ”ڇا اهو لکيل نه آهي ته ’منهنجو گهر سڀني قومن لاءِ عبادت جو گهر
سڏبو.‘ پر اوهان ان کي ڌاڙيلن جي پاتاري بڻايو آهي.“
(١٨) سردار ڪاهنن ۽ شريعت جي عالمن جڏهن اهو ٻڌو تڏهن هو موقعي
جي تاڙ ۾ هئا ته ڪنهن به طرح عيسيٰ کي ماري ڇڏين. اهي عيسيٰ کان
ڊڄن به پيا ڇاڪاڻ ته سڄي خلق هن جي تعليم تي حيران هئي. (١٩) جڏهن
شام ٿي ته عيسيٰ ۽ سندس شاگرد شهر مان نڪري هليا ويا.

## انجير جي وڻ مان سبق

(متي ٢١:٢٠–٢٢)

(٢٠) ٻئي ڏينهن صبح جو سوير جيئن هو رستو وٺيو پئي ويا ته انهن اُهو انجير
جو وڻ ڏٺو، جيڪو ڇوٽيءَ کان وٺي پاڙ تائين سڪي ويو هو. (٢١) تنهن تي
پطرس کي اُها ڳالهه ياد پئي ۽ عيسيٰ کي چيائين ته ”اي سائين! جنهن انجير
جي وڻ کي توهان پاراتو ڏنو هو، سو سڪي ويو آهي.“ (٢٢) عيسيٰ انهن کي
چيو ته ”خدا تي ايمان آڻيو. (٢٣) آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته جيڪڏهن
ڪنهن جي دل ۾ شڪ نه آهي ۽ يقين اٿس ته ’جيئن آءٌ چوان ٿو ائين ٿيندو،‘
ته پوءِ جيڪڏهن هو هن جبل کي به چوندو ته ’پنهنجي جاءِ تان هٽي وڃي
سمنڊ ۾ ڪر‘ ته اهو به وڃي سمنڊ ۾ ڪرندو. (٢٤) تنهنڪري آءٌ اوهان کي
ٻڌايان ٿو ته جڏهن اوهين دعا گهرو ٿا ۽ جنهن شيءِ لاءِ گهرو ٿا، ته يقين
ڪريو ته اها اوهان کي ملي ويئي آهي ۽ اوهان کي اُهو ئي ملندو جيڪو اوهين
دعا ۾ گهرندا. (٢٥) جڏهن به اوهين دعا گهرڻ لاءِ بيهو، تڏهن جيڪڏهن
اوهان جو ڪنهن تي رنج آهي ته اُن کي معاف ڪري ڇڏيو ته اوهان جو پيءُ
جيڪو آسمان ۾ آهي سو به اوهان جا ڏوهه اوهان کي بخشي ڇڏي.“[1]

[1] ڪن ترجمن ۾ هيءَ آيت به شامل آهي: (٢٦) جيڪڏهن اوهين ٻين کي معاف نه ڪندا، ته اوهان جو پيءُ جيڪو آسمان ۾ آهي سو به اوهان جا ڏوهه معاف نه ڪندو.

١١:١٧ يس ٥٦:٧، ير ٧:١١ ١١:٢٣ مت ١٧:٢٠، ١ ڪر ١٣:٢
١١:٢٥–٢٦ مت ٦:١٤–١٥

## عيسيٰ جي اختياريءَ بابت سوال

(متي ٢١:٢٣-٢٧م لوقا ٢٠:١-٨)

٢٧ هو وري يروشلم ۾ موٽي آيا. جيئن عيسيٰ هيڪل ۾ گهميو پئي ته
سردار ڪاهن، شريعت جا عالم ۽ بزرگ وٽس آيا، ٢٨ ۽ پڇيائونس ته ”تون
ڪهڙي اختياريءَ سان هي ڪم ڪرين ٿو؟ تو کي هن ڪم جي اختياري
ڪنهن ڏني آهي؟“ ٢٩ تنهن تي عيسيٰ انهن کي جواب ڏنو ته ”آءٌ به اوهان
کان هڪ سوال ٿو پڇان ۽ جيڪڏهن اوهان مون کي جواب ڏنو ته آءٌ به اوهان
کي ٻڌائيندس ته ڪهڙي اختياريءَ سان آءٌ هي ڪم ڪريان ٿو. ٣٠ مون کي
ٻڌايو ته يحيٰ جي بپتسما ڪنهن جي طرفان هئي، خدا جي طرفان يا ماڻهن
جي طرفان؟“ ٣١ تنهن تي اُهي پاڻ ۾ بحث ڪرڻ لڳا ته ”چا چئون؟“
جيڪڏهن جواب ۾ ”خدا جي طرفان“ چون پيا ته عيسيٰ چوين ها ”ته
پوءِ اوهان يحيٰ تي ڇو ڪين ايمان آندو؟“ ٣٢ پر جيڪڏهن ”ماڻهن جي
طرفان“ چون پيا ته ماڻهن کان ڪين ڊپ ٿي ٿيو، ڇوته ماڻهو يحيٰ کي سچو
نبي ڪري مڃين پيا. ٣٣ تنهنڪري انهن عيسيٰ کي جواب ڏنو ته ”اسان
کي خبر نه آهي.“ تنهن تي عيسيٰ انهن کي چيو ته ”آءٌ به نه ٻڌائيندس ته
ڪهڙي اختياريءَ سان آءٌ هي ڪم ڪريان ٿو.“

## انگورن جي باغ جي باغائين جو مثال

(متي ٢١:٣٣-٤٦م لوقا ٢٠:٩-١٩)

١٢ ١ پوءِ عيسيٰ انهن سان مثالن ۾ ڳالهائڻ لڳو ۽ چيائين ته ”ڪنهن
ماڻهوءَ هڪ انگورن جو باغ لڳايو. انهيءَ جي چوڌاري لوڙهو
ڏنائين. رس پيڙي ڪيڻ لاءِ هڪ حوض ٺهرايائين ۽ پهري لاءِ هڪڙو ٽُلهه
به ٺهرايائين. پوءِ اهو باغ باغائين کي ٺيڪي تي ڏيئي پاڻ ڪنهن ٻئي ملڪ
ڏانهن هليو ويو. ٢ جڏهن ڊاک لهڻ جي مند آئي ته باغائين ڏانهن هڪڙو
نوڪر موڪليائين ته ڊاک جو ڀاڱو وٺي اچي. ٣ باغائين انهيءَ نوڪر کي
مار ڏيئي خالي هٿين روانو ڪري ڇڏيو. ٤ تنهن تي هن انهن ڏانهن وري

١:١٢ يس ٥:١-٢

پيو نوڪر موڪليو. باغائين ان نوڪر جو به متو ڦاڙي وڌو ۽ جنيون ڪري
موڪلي ڇڏيائونس. (٥) مالڪ وري ٽيون نوڪر موڪليو ته انهن هن کي
ماري وڌو، بلڪ انهن ٻين ڪيترن سان به اهڙيون هلتون ڪيون، ڪن کي
مار ڏنائون ته ڪن کي اڪٽ ماري وڌائون. (٦) باقي وجي سڪيلڏو پٽ بچيو
هوس. تنهن کي سڀني کان پوءِ باغائين ڏانهن موڪليائين، جو پڪ هيس ته
هو انهيءَ جي عزت ڪندا. (٧) پر انهن باغائين پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته ’هي
مالڪ جو وارث آهي، اچو ته هن کي ماري ڇڏيون ته پوءِ ملڪيت ئي اسان
جي ٿي پوندي.‘ (٨) پوءِ انهن هن کي پڪڙي ماري وڌو ۽ سندس لاش کي
باغ جي ٻاهران اڇلائي ڇڏيائون.“
(٩) تنهن تي عيسيٰ پڇين ته ”پوءِ انگورن جي باغ جو مالڪ ڇا ڪندو؟
هو پاڻ ايندو ۽ اچي هنن کي ناس ڪندو ۽ انگورن جو باغ ٻين باغائين جي
حوالي ڪندو. (١٠) ڇا اوهان پاڪ لکت ۾ نه پڙهيو آهي؟

’جنهن پٿر کي رازن رد ڪري ڇڏيو،
سو ئي پيڙهه جو پٿر ٿيو.
(١١) اهو خدا جي طرفان ڪيو ويو،
۽ اها اسان لاءِ ڪهڙي نه عجب جهڙي ڳالهه آهي.‘“

(١٢) يهودين جي اڳواڻن عيسيٰ کي گرفتار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي،
ڇاڪاڻ‌جو اهي ڄاڻن پيا ته هي مثال عيسيٰ انهن جي خلاف ٻڌايو هو. پر
انهن کي ماڻهن کان ڊپ به ٿيو پئي، تنهنڪري هو کيس ڇڏي هليا ويا.

## محصول ڏيڻ بابت سوال

(متي ٢٢:١٥-٢٢، لوقا ٢٠:٢٠-٢٦)

(١٣) ڪي فريسي ۽ ڪي هيروديس جي پارٽيءَ جا ماڻهو عيسيٰ ڏانهن
موڪليا ويا ته کيس ڳالهائڻ ۾ ڦاسائين. (١۴) اُهي هن وٽ آيا ۽ چيائونس ته
”اي استاد! اسان کي خبر آهي ته اوهين سچا آهيو ۽ ڪنهن جي پرواهه
ڪانه ٿا ڪريو ۽ ڪنهن به ماڻهوءَ جي ظاهري ڏيک‌ويک تي ڌيان نه ٿا
ڏيو، پر سچائيءَ سان خدا جو رستو ٿا ڏيکاريو. اسان کي ٻڌايو ته قيصر

١٢:١٠-١١ زب ١١٨:٢٢-٢٣

کي محصول ڏيڻ اسان لاءِ جائز آهي يا نه؟ اسين اُن کي محصول ڏيون
يا نه؟" ⑮ عيسيٰ انهن جي چالاڪيءَ کي سمجهي ويو ۽ کين چيائين ته
"اوهين مون کي ڦاسائڻ جي ڪوشش ڇو ٿا ڪريو؟" پوءِ چيائين ته "هڪڙو
چانديءَ جو سڪو ڪٽي اچو ته آءٌ اُن کي ڏسان." ⑯ اهي وٺي ڪٽي آيا
۽ عيسيٰ پڇين ته "هيءَ ڪنهن جي مُهر ۽ اکر آهن؟" انهن جواب ڏنو ته
"قيصر جا." ⑰ تڏهن عيسيٰ کين چيو ته "ڇڱو، جيڪي قيصر جو آهي
سو قيصر کي ڏيو ۽ جيڪي خدا جو آهي سو خدا کي ڏيو." اهو ٻڌي
انهن کي عيسيٰ تي ڏاڍو عجب لڳو.

## مرڻ کان پوءِ جيئري ٿيڻ بابت سوال

(متي ٢٢: ٢٣–٣٣، لوقا ٢٠: ٢٧–٤٠)

⑱ پوءِ ڪي صدوقي جن جو عقيدو آهي ته موت کان پوءِ ماڻهو وري
جيئرا نه ٿيندا سي عيسيٰ وٽ آيا، ⑲ ۽ چيائونس ته "اي استاد! اسان جي لاءِ
موسيٰ فرمايو آهي ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو زال ڇڏي ري‌اولاد مري وڃي ته
هن جو ڀاءُ اُها رنڙزال پرڻجي، ته جيئن سندس ڀاءُ لاءِ اولاد ٿئي. ⑳ ڪي
ست ڀائر هئا، پهرين شادي ڪئي ۽ ري‌اولاد مري ويو. ㉑ تڏهن ٻئي ان
جي رنڙزال سان شادي ڪئي ۽ اهو به ري‌اولاد مري ويو ۽ ٽئين به ساڳيءَ
طرح اُن سان شادي ڪئي. ㉒ اهڙيءَ طرح ست ئي ري‌اولاد مري ويا ۽
آخرڪار اُها عورت به مري ويئي. ㉓ هاڻي ٻڌايو ته جڏهن قيامت ٿيندي ۽
سڀيئي جيئرا ٿي اٿندا ته اُها عورت ڪنهن جي زال ٿيندي، ڇالاءِجو ستن
ئي هن سان شادي ڪئي هئي؟"
㉔ عيسيٰ انهن کي چيو ته "اوهين ڪيترا نه ڀليل آهيو، جو نه اوهين پاڪ
لکتون ٿا ڄاڻو ۽ نڪي خدا جي قدرت. ㉕ ڇالاءِجو جڏهن مري ويل جيئرا
ٿيندا تڏهن اُهي نه پرڻبا ۽ نڪي پرڻائبا، بلڪ جيئن آسمان ۾ ملائڪ آهن
تيئن اهي به هوندا. ㉖ مري ويلن جي جيئري ٿي اٿڻ بابت اوهان موسيٰ جي
صحيفي ۾ ٻرندڙ ٻوڙي واري بيان ۾ ڪين پڙهيو آهي ڇا ته ڪيئن خدا موسيٰ
سان ڳالهايو ۽ چيائينس ته 'آءٌ ابراهيم جو خدا، اسحاق جو خدا ۽ يعقوب

١٨:١٢ رس ٢٣: ٨ ١٩:١٢ شر ٢٥: ٥ ٢٦:١٢ خر ٣: ٦

جو خدا آهيان'؟ (٢٧) ان جو مطلب آهي ته هو مئلن جو خدا نه پر جيئرن جو
خدا آهي. پر اوهين سخت ڀليل آهيو."

## سڀني کان وڏو حڪم

(متي ٢٢:٣٤-٤٠، لوقا ١٠:٢٥-٢٨)

(٢٨) شريعت جو هڪڙو عالم آيو ۽ هنن کي بحث ڪندو ڏٺائين ۽ خبر پيس
ته عيسيٰ صدوقين کي سٺو جواب ڏنو آهي. تڏهن عيسيٰ کان پڇيائين ته
"سڀني حڪمن کان وڏو حڪم ڪهڙو آهي؟" (٢٩) تنهن تي عيسيٰ وراڻيو ته
"پهريون وڏو حڪم هي آهي ته 'اي بني اسرائيل! ٻڌ، خداوند اسان جو خدا
هڪڙو ئي خداوند آهي. (٣٠) تون خداوند پنهنجي خدا کي پنهنجي سڄيءَ
دل، پنهنجي سڄي جان، پنهنجي سمجهه ۽ پنهنجي سڄيءَ طاقت سان پيار
ڪر.' (٣١) ٻيو حڪم هي آهي ته 'تون پنهنجي پاڙيسريءَ سان پاڻ جهڙو پيار
ڪر.' انهن ٻن حڪمن کان وڌيڪ ٻيو ڪوبه حڪم ڪونهي."
(٣٢) تنهن تي شريعت جي عالم عيسيٰ کي چيو ته "استاد، واهه جي ڳالهه
ڪئي اٿوَ. بيشڪ خدا هڪڙو ئي آهي ۽ انهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪوبه ڪونهي.
(٣٣) ضروري آهي ته انسان انهيءَ کي ئي ساريءَ دل، سڄي سمجهه ۽ سڄيءَ
طاقت سان پيار ڪري ۽ پنهنجي پاڙيسريءَ سان به پاڻ جهڙو پيار ڪري.
اهو جانورن جي قرباني ڪرڻ يا قربان‌گاهه تي خدا جي خدمت ۾ ٻيون
شيون نذر ڪرڻ کان به وڌيڪ سٺو آهي."
(٣٤) عيسيٰ ڏٺو ته هن سياڻپ جو جواب ڏنو آهي. تنهنڪري کيس چيائين
ته "تون خدا جي بادشاهت کان پري نه آهين." هن کان پوءِ ڪنهن کي به
همت نه ٿي ته عيسيٰ کان وڌيڪ ڪي سوال پڇي سگهي.

## مسيح بابت سوال

(متي ٢٢:٤١-٤٦، لوقا ٢٠:٤١-٤٤)

(٣٥) جڏهن عيسيٰ هيڪل ۾ پئي تعليم ڏني ته هن هڪ سوال ڪيو ته

---

١٢:٢٨-٣٤ لو ١٠:٢٥-٢٨ — ١٢:٢٩-٣٠ شر ٦:٤-٥ — ١٢:٣١ لاو ١٩:١٨
١٢:٣٢ شر ٤:٣٥ — ١٢:٣٣ هوس ٦:٦

”شريعت جا عالم ڪيئن ٿا چون ته ’مسيح دائود جو اولاد آهي؟‘ ٣٦ دائود
ته پاڻ پاڪ روح جي هدايت تي چيو هو ته
’خداوند منهنجي خداوند کي چيو ته
”تون منهنجي ساڄي پاسي ويهه،
جيستائين آءٌ تنهنجن دشمنن کي
تنهنجي پيرن هيٺان نه ڪريان.“‘
٣٧ جيڪڏهن دائود پاڻ هن کي ’خداوند‘ ڪري ٿو سڏي، ته ڪيئن
مسيح هن جو اولاد ٿي سگهي ٿو؟“ سڄيءَ خلق عيسيٰ کي خوشيءَ سان ٻڌو.

## شريعت جي عالمن خلاف چتاءُ

(متي ٢٣:١-٣٦، لوقا ٢٠:٤٥-٤٧)

٣٨ جڏهن هن انهن کي تعليم پئي ڏني ته چيائين ته ”شريعت جي عالمن
کان هوشيار ٿجو، جيڪي ڊگها جبا پائي گهمڻ پسند ڪن ٿا. اُهي چاهين
ٿا ته بازار ۾ ماڻهو کين سلامي ٿين. ٣٩ هو عبادتخانن ۾ خاص جايون
۽ مجلسن ۾ مٿانهيون جايون ٿا والارين. ٤٠ اهي رن‌زالن جا گهر ڦُري ٿا
ڇڏين ۽ ماڻهن جي ڏيکاءَ لاءِ ڊگهيون نمازون پڙهن ٿا. انهن کي
ته ٻين کان به وڌيڪ سزا ملندي.“

## رن‌زال جو چندو ڏيڻ

(لوقا ٢١:١-٤)

٤١ عيسيٰ هيڪل جي چندي جي پيٽيءَ جي پرسان ويهي رهيو ۽ ڏٺائين
ته ڪي ماڻهو اُن پيٽيءَ ۾ پيسا وجهن پيا ۽ جيڪي دولتمند هئا سي گهڻا
پيسا وجهي رهيا هئا. ٤٢ ايتري ۾ هڪ غريب رن‌زال آئي جنهن ٻه ننڍڙا
سڪا اچي پيٽيءَ ۾ وڌا. ٤٣ تڏهن عيسيٰ پنهنجن شاگردن کي پاڻ وٽ
سڏي چيو ته ”آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته هن غريب رن‌زال چندي جي
پيٽيءَ ۾ سڀني کان وڌيڪ وڌو آهي. ٤٤ ڇالاءِجو ٻين، جيڪي پنهنجي
گهرج کان وڌيڪ هون تنهن مان پيٽيءَ ۾ وڌو آهي، پر هن رن‌زال پنهنجي

١٢:٣٦ زب ١١٠:١

غربت مان به جيڪو هڙ ۾ هوس سو سڀ وڌائين، يعني ته پنهنجي سموري
ڪمائي ڏنائين.“

## هيڪل جي برباديءَ بابت اڳڪٿي

(متي ٢٤:١-٢، لوقا ٢١:٥-٦)

١٣ (١) عيسيٰ جڏهن هيڪل مان ٻاهر نڪتو پئي ته سندس شاگردن
مان هڪڙي چيس ته ”اي استاد! ڏسو ته ڪهڙا نه سهڻا پٿر ۽
عمارتون آهن!“ (٢) تنهن تي عيسيٰ چيس ته ”تون جيڪي هي وڏيون عمارتون
ڏسين ٿو، تن جو اهو پٿر پٿر تي نه رهندو جو ڊاٺو نه ويندو.“

## تڪليفون ۽ تباهيون

(متي ٢٤:٣-١٤، لوقا ٢١:٧-١٩)

(٣) پوءِ عيسيٰ جڏهن زيتون جي ٽڪر تي هيڪل جي سامهون ويٺو
هو تڏهن پطرس، يعقوب، يوحنا ۽ اندرياس هن سان نويڪلائيءَ ۾ اچي
مليا. (٤) انهن پڇيو ته ”اسان کي ٻڌايو ته اهي ڳالهيون ڪڏهن ٿينديون
۽ هنن واقعن ٿيڻ لاءِ ڪهڙي نشاني ٿيندي، جنهن مان خبر پوي ته برابر
وقت اچي پهتو آهي؟“
(٥) تنهن تي عيسيٰ انهن کي چوڻ لڳو ته ”خبردار ٿجو، متان ڪو اوهان
کي ٺڳي نه وڃي. (٦) ڪيترائي منهنجي نالي سان ايندا ۽ چوندا ته ’اسين
مسيح آهيون‘ ۽ ڪيترن کي ٺڳيندا. (٧) جڏهن اوهين جنگين جون
ڳالهيون ۽ جنگين جا افواهه ٻڌو تڏهن نه گهٻرائجو. اهي ڳالهيون ٿينديون
ضرور پر اڃا اها پڄاڻي نه آهي. (٨) قوم، قوم سان وڙهندي ۽ بادشاهت،
بادشاهت تي چڙهائي ڪندي. ڪيترن ئي هنڌن تي زلزلا ايندا ۽ ڏڪار پوندا.
اهي ڳالهيون ته مصيبتن جي شروعات آهن.
(٩)-(١٠) سڀني قومن ۾ پهريائين منهنجي خوشخبريءَ جي تبليغ ضرور ڪئي
ويندي. اوهان کي پنهنجي هوشياري ڪرڻ کپي، ڇالاءِجو اوهان کي گرفتار
ڪري ڪورٽن جي حوالي ڪيو ويندو ۽ اوهان کي عبادتخانن ۾ مارڪُٽ

---

١٣:٩-١١ مت ١٠:١٧-٢٠، لو ١٢:١١-١٢

ڪئي ويندي. منهنجي ڪري اوهان کي حاڪمن ۽ بادشاهن جي اڳيان
پيش ڪيو ويندو. اها پل ته انهن تي شاهدي ٿئي. سڀني قومن ۾ پهريائين
منهنجي خوشخبريءَ جي تبليغ ضرور ڪئي ويندي. (۱۱) جڏهن هو اوهان
کي گرفتار ڪن ۽ اوهان کي ڪورٽن جي حوالي ڪن ته وقت کان اڳ
ڳڻتي نه ڪجو ته اوهان کي ڇا چوڻو آهي. وقت اچڻ تي اوهان کي سڀ
ڪجهه ٻڌايو ويندو. ڇالاءِجو جيڪي لفظ اوهين ڳالهائيندا اُهي اوهان جا
نه پر پاڪ روح جا هوندا. (۱۲) ڀاءُ ڀاءُ کي مارائڻ لاءِ گرفتار ڪرائيندو ۽ پيءُ
پنهنجي ٻار کي مارائڻ لاءِ گرفتار ڪرائيندو. ٻار پنهنجي ماءُپيءُ کان ڦري
ويندا ۽ انهن کي مارائڻ لاءِ گرفتار ڪرائيندا. (۱۳) منهنجي نالي جي ڪري
هر ڪو اوهان کان نفرت ڪندو. پر جيڪو اوهان مان توڙ تائين نڀائيندو
سو ئي ڇوٽڪارو حاصل ڪندو.”

## دهشتناڪ وقت

(متي ۲۴:۱۵-۲۸، لوقا ۲۱:۲۰-۲۴)

(۱۴) ”جڏهن اوهين خوفناڪ ۽ نفرت جهڙي شيءِ کي اُتي بيٺل ڏسو جتي
اُن شيءِ کي بيهڻ نه گهرجي، (جيڪو انهيءَ بابت پڙهي سو ضرور ان تي
غور ڪري.) تڏهن جيڪي يهوديه ۾ هجن سي جبلن ڏانهن ڀڄي وڃن.
(۱۵) جيڪو ماڻهو ڪوٺي جي ڇت تي هجي سو پاڻ سان ڪا شيءِ ڪڍي
نڪرڻ لاءِ لهي پنهنجي گهر ۾ وڃي وقت نه وڃائي، (۱۶) ۽ جيڪو ماڻهو ٻنيءَ
۾ هجي سو به گهر ڏانهن ڪپڙا ڪڻڻ لاءِ نه موٽي. (۱۷) انهن ڏينهن ۾ جيڪي
پيٽ سان هونديون، يا جن کي ننڍڙا ٻار ٿڃن تي هوندا، تن لاءِ ڪيڏي نه
مصيبت ٿيندي. (۱۸) خدا کان دعا گهرو ته شل اهي ڳالهيون سياري ۾ نه
ٿين. (۱۹) جيڪا مصيبت انهن ڏينهن ۾ ايندي سا اهڙي ته خراب هوندي جو
خدا جي دنيا پيدا ڪرڻ کان وٺي اڄ ڏينهن تائين اهڙي مصيبت نه ڪا آئي
آهي ۽ نه وري ڪڏهن ايندي. (۲۰) جيڪڏهن خداوند انهن ڏينهن جو مدو نه
گهٽائي ها، ته جيڪر ڪوبه نه بچي سگهي ها. پر پنهنجن چونڊيلن جي

---

۱۳:۱۳ مت ۱۰:۲۲ ۱۳:۱۴ دان ۹:۲۷، ۱۱:۳۱، ۱۲:۱۱ ۱۳:۱۵-۱۶ لو ۱۷:۳۱
۱۳:۱۹ دان ۱۲:۱، مڪا ۷:۱۴

ڪري انهن ڏينهن جو مدو گهٽائي ڇڏيائين.
٢١ پوءِ جيڪڏهن ڪو اوهان کي چوي تہ ’اِجهوءِ هيڏانهن مسيح آهي‘
يا چوي تہ ’ڏسوءِ هوڏانهن مسيح آهي‘ تہ ان تي يقين نہ ڪجو. ٢٢ ڇالاءِجو
اهڙا ڪوڙا ماڻهو ظاهر ٿيندا جيڪي پاڻ کي مسيح يا نبي سڏائيندا. اهي
نشانيون ڏيکاريندا ۽ حيرت جهڙا ڪم ڪندا، انهيءَ مقصد لاءِ تہ جيڪڏهن
ڪائنن ٿي سگهي تہ خدا جي چونڊيلن کي بہ گمراهہ ڪن. ٢٣ هوشيار ٿجوءِ
آءٌ اوهان کي هر ڳالهہ وقت کان اڳي ئي ٿو ٻڌايان.“

## ابن‌آدم جو اچڻ

(متي ٢٤: ٢٩-٣١، لوقا ٢١: ٢٥-٢٨)

٢٤ ”انهن ڏينهن ۾ مٿين مصيبتن کان پوءِ سج ڪاراٽجي ويندو ۽ چنڊ
پنهنجي روشني نہ ڏيندو. ٢٥ تارا آسمان مان ڪرندا ۽ آسماني طاقتون لُڏي
وينديون. ٢٦ پوءِ ابن‌آدم ڪڪرن ۾ وڏيءَ قدرت ۽ جلوي سان ايندي ظاهر
ٿيندو. ٢٧ پوءِ هو ملائڪن کي زمين جي چئني ڪندن ڏانهن موڪليندوءِ
تہ جيئن هو خدا جي چونڊيل ماڻهن کي هڪ ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي
تائين گڏ ڪن.“

## انجير جي وڻ مان سبق

(متي ٢٤: ٣٢-٣٥، لوقا ٢١: ٢٩-٣٣)

٢٨ ”اوهين انجير جي وڻ مان سبق پرايو. جڏهن هن جون ٽاريون سايون
۽ نرم ٿين ٿيون ۽ انهن ۾ پن اچڻ شروع ٿين ٿا، تڏهن اوهين سمجهو ٿا تہ
اونهارو آيو ڪي آيو. ٢٩ ساڳيءَ طرح اوهين جڏهن هي ڳالهيون ٿيندي ڏسوءِ
تڏهن ڄاڻجو تہ اهو وقت اچي ويو آهي، بلڪ ائين سمجهجو تہ در تي اچي
بيٺو آهي. ٣٠ پر آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان تہ جيستائين هي سڀيئي ڳالهيون
پوريون نہ ٿينديون تيستائين هيءَ پيڙهي ختم نہ ٿيندي. ٣١ آسمان ۽ زمين ٽري
ويندا پر منهنجو ڪلام ڪڏهن بہ نہ ٽرندو.“

---

١٣: ٢٤ يس ١٣: ١٠، حز ٣٢: ٧، يوا ٢: ١٠، ٣١، ٣: ١٥، مڪا ٦: ١٢
١٣: ٢٥ يس ٣٤: ٤، يوا ٢: ١٠، مڪا ٦: ١٣ ١٣: ٢٦ دان ٧: ١٣، مڪا ١: ٧

## سجاڳ رهو

(متي ۲۴: ۳۶-۴۴)

(۳۲) ”ڪوبه نه ٿو ڄاڻي ته اهو ڏينهن ۽ اهو وقت ڪڏهن ايندو، نه آسمان
جي ملائڪن کي ۽ نه فرزند کي خبر آهي، رڳو پيءُ کي ئي خبر آهي.
(۳۳) هوشيار ٿجو ۽ سجاڳ رهجو، ڇالاءِجو اوهان کي خبر نه آهي ته اهو وقت
ڪڏهن ايندو. (۳۴) اهو انهيءَ ماڻهوءَ وانگر آهي جيڪو پرديس تي ويو هجي
۽ گهر مان نڪرڻ مهل پنهنجن نوڪرن کي اختياري ڏيئي هر هڪ کي
پنهنجو پنهنجو ڪم سونپي ويو هجي، بلڪ دربان کي به حڪم ڏيئي ويو
هجي ته ’سجاڳ رهجانءِ.‘ (۳۵) تنهنڪري اوهين به سجاڳ رهجو، ڇالاءِجو
اوهان کي خبر نه آهي ته گهر جو مالڪ ڪڏهن ايندو، الائجي سانجهيءَ جو
يا اڌ رات جو يا ڪڪڙ جي ٻانگ ڏيڻ مهل يا صبح جو اچي. (۳۶) ائين نه
ٿئي ته مٿان هو اوچتو اچي ۽ اوهان کي ستل ڏسي. (۳۷) جيڪي آءٌ اوهان کي
چوان ٿو سو سڀني لاءِ چوان ٿو ته سجاڳ رهجو.“

## عيسيٰ خلاف سازش

(متي ۲۶: ۱-۵، لوقا ۲۲: ۱-۲، يوحنا ۱۱: ۴۵-۵۳)

۱۴ (۱) فصح ۽ بي‌خميري مانيءَ جي عيد ٻن ڏينهن کان پوءِ اچڻي هئي.
سردار ڪاهنن ۽ شريعت جي عالمن وجهه پئي ڳوليو ته ڪهڙيءَ
طرح عيسيٰ کي فريب سان ڦاسائي ختم ڪرايون. (۲) پر چيائون ته ”عيد
جي ڏينهن ائين نه ڪريون، متان ماڻهن ۾ وڳوڙ پئجي وڃي.“

## عيسيٰ جي بيت‌عنياه ۾ مهمانداري

(متي ۲۶: ۶-۱۳، يوحنا ۱۲: ۱-۸)

(۳) عيسيٰ جڏهن بيت‌عنياه ۾ ڪوڙهه جهڙي مرض واري شمعون جي
گهر ماني کاڌي پئي، ته هڪڙي عورت سنگمرمر جي عطردانيءَ ۾ خالص

---

۱۳: ۳۲ مت ۲۴: ۳۶ ۱۳: ۳۴ لو ۱۲: ۳۶-۳۸ ۱۴: ۱ خر ۱۲: ۱-۲۷
۱۴: ۳ لو ۷: ۳۷-۳۸

جٽاماسيءَ جو قيمتي عطر ڪٽي آئي ۽ هن اُها عطرداني ڀڃي اهو عيسيٰ جي
مٿي تي هاريو. ۴ تڏهن ڪي پنهنجي دل ۾ ڪاوڙيا ۽ چيائون ته ”هن
عطر جي زيان ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو؟ ۵ اهو ٽن سوَن [١]چانديءَ جي
سڪن کان به وڌيڪ قيمت ۾ وڪڻي غريبن ۾ ورهائجي ها.“ اُهي انهيءَ
عورت کي سختيءَ سان ننديڻ لڳا. ٦ تنهن تي عيسيٰ کين چيو ته ”هن
کي ڇو ٿا ستايو؟ هن ڪي ڇڏي ڏيو. هن منهنجي لاءِ تمام سٺو ڪم
ڪيو آهي. ٧ غريب ته اوهان وٽ هميشه آهن، سو جڏهن به اوهان جي
مرضي ٿئي تڏهن انهن سان نيڪي ڪري سگهو ٿا. پر آءٌ اوهان سان هميشه
نه هوندس. ٨ هن عورت کان جو ڪجهه ٿي سگهيو سو هن ڪيو. هن
منهنجي جسم تي دفن ٿيڻ کان اڳ ۾ خوشبوءِ ڇڙڪائي آهي. ٩ آءٌ اوهان
کي سچ ٿو چوان ته جتي منهنجي خوشخبريءَ جي سڄيءَ دنيا ۾ تبليغ ڪئي
ويندي، اُتي هن عورت جي يادگيريءَ ۾، جيڪو ڪم هن ڪيو آهي اُن
جو به ذڪر ضرور ڪيو ويندو.“

## يهوداه جي عيسيٰ خلاف سازش

(متي ٢٦:١۴-١٦، لوقا ٢٢:٣-٦)

١٠ پوءِ ٻارهن شاگردن مان يهوداه اسڪريوتي سردار ڪاهنن وٽ ويو،
انهيءَ لاءِ ته هو عيسيٰ کي انهن جي حوالي ڪري. ١١ يهوداه جي هن ڳالهه
تي اهي ڏاڍا خوش ٿيا ۽ هن کي پيسن ڏيڻ جو انجام ڪيائون. پوءِ ته هو
موقعي جي تاڙ ۾ هو ته ڪهڙيءَ طرح عيسيٰ کي انهن جي حوالي ڪري.

## عيسيٰ جو شاگردن سان گڏ فصح کائڻ

(متي ٢٦:١٧-٣٠، لوقا ٢٢:٧-٢٣، يوحنا ١٣:٢١-٣٠، ١.ڪرنٿين ١١:٢٣-٢٥)

١٢ بي‌خميري مانيءَ جي عيد جي پهرين ڏينهن تي جڏهن هنن فصح
جي قربانيءَ جي لاءِ گهيٽا ڪُٺا پئي تڏهن شاگردن عيسيٰ کان پڇيو ته

[١] چانديءَ جي سڪن: انهن ڏينهن ۾ چانديءَ جو هڪ عام سڪو هڪڙي ڏينهن جي مزوري هوندي هئي. ڏسو متي ٢٠:٢.

١۴:٧ شر ١٥:١١

”اوهان جي ڪهڙي مرضي آهي ته اسين اوهان جي فصح کائڻ جي ڪٿي
تياري ڪريون؟“ (۱۳) تنهن تي عيسيٰ پنهنجن شاگردن مان ٻن کي موڪليو
۽ چيائين ته ”شهر ۾ وڃو. اتي اوهين هڪڙو ماڻهو ڏسندا، جنهن کي
پاڻيءَ جو دلو کنيل هوندو. اوهين انهيءَ جي پٺيان وڃجو، (۱۴) ۽ جنهن گهر ۾
اهو ماڻهو گهڙي وڃي انهيءَ گهر جي مالڪ کي چئجو ته ’استاد چوي ٿو
ته سندس مهمان خانو ڪٿي آهي، جتي هو پنهنجن شاگردن سان گڏجي
فصح کائي؟‘ (۱۵) پوءِ هو اوهان کي ماڙيءَ تي هڪ وڏو سجايل ۽ تيار ڪمرو
ڏيکاريندو، جتي اوهين اسان لاءِ فصح تيار ڪجو.“ (۱۶) شاگرد شهر ڏانهن
روانا ٿي ويا ۽ اتي هر شيءِ ائين ئي ڏٺائون جيئن عيسيٰ کين ٻڌائي هئي
۽ اتي فصح تيار ڪيائون.
(۱۷) جڏهن شام ٿي ته عيسيٰ ٻارهن ئي شاگردن سان گڏ اتي آيو. (۱۸) پوءِ
جڏهن اهي دسترخوان تي گڏ کائي رهيا هئا ته عيسيٰ چيو ته ”آءٌ اوهان
کي سچ ٿو ٻڌايان ته اوهان مان هڪڙو مون کي پڪڙائيندو، جيڪو مون
سان گڏ کائي ٿو.“ (۱۹) تنهن تي شاگرد ويچارا غمگين ٿيا ۽ عيسيٰ کان
هڪٻئي پٺيان پڇڻ لڳا ته ”اهو آءٌ ته نه آهيان؟“ (۲۰) عيسيٰ وراڻيو ته ”اُهو
اوهان ٻارهن مان ئي آهي، جيڪو مون سان گڏ ٿالهيءَ مان گرهه ٻوڙي رهيو
آهي. (۲۱) ابن‌آدم ته ائين ئي مرندو جيئن صحيفي ۾ لکيل آهي. پر حيف
آهي اُن تي جيڪو ابن‌آدم کي پڪڙائيندو. اُن ماڻهوءَ لاءِ اهو بهتر هو ته هو
دنيا ۾ اصل ڄمي ئي نه ها.“
(۲۲) جڏهن اهي کائين پيا ته عيسيٰ ماني کڻي شڪر ڪري ڀڳي ۽
شاگردن کي ڏيئي چيائين ته ”وٺو ۽ کائو، هي منهنجو بدن آهي.“ (۲۳) پوءِ
هن پيالو کڻي شڪر ڪري اهو به کين ڏنو ۽ سڀني اُن مان پيتو. (۲۴) تڏهن
عيسيٰ چيو ته ”هي منهنجو رت آهي، جيڪو گهڻن ئي جي لاءِ وهائجي
ٿو، جنهن سان خدا جو عهد لکيل آهي. (۲۵) آءٌ اوهان کي سچ ٻڌايان
ٿو ته آءٌ تيستائين وري هي مئي نه پيئندس، جيستائين خدا جي بادشاهت
۾ نئين مئي نه پيئان.“ (۲۶) پوءِ انهن زبور پڙهيو ۽ زيتون جي ٽڪر ڏانهن
هليا ويا.

---

۱۴:۱۸ زب ۴۱:۹ ۱۴:۲۴ خر ۲۴:۸، ير ۳۱:۳۱-۳۴

## پطرس جي انڪار ڪرڻ بابت اڳڪٿي

(متي ٢٦:٣١-٣٥، لوقا ٢٢:٣١-٣٤، يوحنا ١٣:٣٦-٣٨)

(٢٧) عيسيٰ انهن کي چيو ته ”اوهين سڀئي مون کي ڇڏي ڀڄي ويندا، ڇاڪاڻ ته لکيل آهي ته ’خدا ريڍار کي ماريندو ۽ رڍون ٽڙي پکڙي وينديون.‘
(٢٨) تنهن هوندي به آءٌ پنهنجي جيئري ٿيڻ کان پوءِ اوهان کان اڳي ئي گليل ڏانهن ويندس.“ (٢٩) تنهن تي پطرس وراڻيس ته ”توڙي جو ٻيا سڀ اوهان کي ڇڏي وڃن، پر آءٌ اوهان کي ڪڏهن به ڇڏي نه ويندس.“ (٣٠) عيسيٰ پطرس کي چيو ته ”آءٌ تو کي سچ ٿو ٻڌايان ته اڄ رات ڪڪڙ جي ٻه دفعا ٻانگ ڏيڻ کان اڳ ۾ تون ٽي دفعا منهنجو انڪار ڪندين.“ (٣١) تڏهن پطرسٰ ڏاڍي جوش سان وراڻيو ته ”آءٌ ڪڏهن به نه چوندس ته آءٌ اوهان کي نه ٿو سڃاڻان، توڙي جو مون کي اوهان سان گڏ مرڻو پوي.“ تڏهن ٻين سڀني به اهڙيءَ طرح اقرار ڪيو.

## گتسيمني ۾ دعا گهرڻ

(متي ٢٦:٣٦-٤٦، لوقا ٢٢:٣٩-٤٦)

(٣٢) جڏهن اهي گتسيمني نالي باغ ۾ آيا، تڏهن عيسيٰ پنهنجن شاگردن کي چيو ته ”اوهين هتي ويهي رهو ته آءٌ دعا گهران.“ (٣٣) پوءِ هن پطرس، يعقوب ۽ يوحنا کي پاڻ سان کنيو. کيس سخت پريشاني ۽ بيقراري وٺي ويئي هئي. (٣٤) عيسيٰ انهن کي ٻڌايو ته ”مون کي ايترو ته ڏک آهي جو منهنجي دل ٽٽڻ تي آهي. اوهين هتي ترسو ۽ جاڳندا رهو.“ (٣٥) عيسيٰ ٿورو پريرو وڃي پاڻ کي زمين تي ڪيرائي دعا گهرڻ لڳو ته ”جيڪڏهن ٿي سگهي ته هيءَ ڏک جي گهڙي مون تان ٽاري وڃي.“ (٣٦) هن وڌيڪ چيو ته ”اي بابا! اي منهنجا پيءُ! تون سڀ ڪجهه ڪري سگهين ٿو. هي پيالو مون تان ٽاري ڇڏ. تنهن هوندي به منهنجي نه پر تنهنجي مرضي پوري ٿئي.“
(٣٧) پوءِ هو موٽي آيو ۽ ڏٺائين ته شاگرد سمهيا پيا آهن. پطرس کي سڏي چيائين ته ”شمعون، تون به سُتل آهين ڇا؟ ڇا تون هڪ ڪلاڪ به جاڳي

١٤:٢٧ زڪ ١٣:٧ ١٤:٢٨ مت ٢٨:١٦

نہ پيو سگھين؟” ٣٨ پوءِ انهن کي چيائين تہ ”جاڳندا رهو ۽ دعا گهرو
تہ شل اوهين ڪنهن آزمائش ۾ نہ پئو. سچ پچو تہ روح تہ گهري ٿو پر
جسم ڪمزور آهي.”
٣٩ هو پيو دفعو وري پري ويو ۽ ائين ئي دعا گهريائين جيئن اڳ ۾
گهُري هئائين. ٤٠ پوءِ هو موٽي آيو ۽ ڏٺائين تہ هو وري بہ ستا پيا آهن،
ڇوتہ اهي اکيون بہ نہ پيا پٽي سگهن ۽ خبر نہ ٿي پين تہ کيس ڪهڙو
جواب ڏين.
٤١ پر جڏهن هو ٽيون دفعو انهن وٽ موٽي آيو، تڏهن چيائين تہ ”ڇا اوهين
اڃا تائين ننڊون ۽ آرام پيا ڪريو؟ بس، اِجها، اُها گهڙي اچي پهتي آهي ۽
هاڻي ابن‌آدم گنهگارن جي حوالي ڪيو ويندو. ٤٢ اٿو، هلو تہ هلون. ڏسو،
جيڪو مون کي پڪڙائي رهيو آهي سو ويجهو اچي پهتو آهي.”

## عيسيٰ جو جهلجڻ

(متي ٢٦:٤٧-٥٦، لوقا ٢٢:٤٧-٥٣، يوحنا ١٨:٣-١٢)

٤٣ عيسيٰ اڃا ڳالهايو ئي پئي تہ ٻارهن شاگردن مان يهوداہ نالي شاگرد
آيو ۽ انهيءَ سان گڏ هڪڙي ٽولي ترارن ۽ لٺين سان هئي، جنهن کي سردار
ڪاهنن، شريعت جي عالمن ۽ بزرگن موڪليو هو. ٤٤ هن دغاباز انهن کي
اها نشاني سمجهائي هئي تہ ”جنهن ماڻهوءَ کي آءٌ چميان سو عيسيٰ هوندو.
ان کي پڪڙجو ۽ پهري هيٺ وٺي وڃجوس.”
٤٥ هو پهچڻ شرط سڌو عيسيٰ وٽ آيو ۽ اچي ”سائين! سائين!” ڪري
کيس چمي ڏنائين. ٤٦ پوءِ تہ هنن عيسيٰ کي ٻڌي قابو ڪيو. ٤٧ پر هڪڙو
شخص جيڪو پرسان بيٺو هو، تنهن پنهنجي ترار ڪڍي وڏي ڪاهن جي
نوڪر کي هنئي ۽ سندس ڪن ڪپي وڌائين. ٤٨ پوءِ عيسيٰ انهن کي چيو تہ
”ڇا آءٌ ڌاڙيل هوس جو اوهين ترارون ۽ لٺيون کڻي مون کي پڪڙڻ
لاءِ آيا آهيو؟ ٤٩ هيڪل ۾ تہ آءٌ روزانو ويهي تعليم ڏيندو هوس پر ان وقت تہ
اوهان ڪڏهن بہ مون کي نہ پڪڙيو. پر لکت ضرور پوري ٿيندي.” ٥٠ پوءِ
سڀيئي شاگرد عيسيٰ کي ڇڏي ڀڄي ويا.

---

١٤:٤٩ لو ١٩:٤٧، ٢١:٣٧

(۵۱) هڪڙو نوجوان جنهن کي رڳو چادر ويڙهيل هئي، سو عيسيٰ جي
پٺيان پئي آيو. انهن ڪوشش ڪئي ته هن کي پڪڙن. (۵۲) پر هو چادر
ڇڏي اگهاڙو ئي ڀڄي ويو.

## عيسيٰ ڪائونسل جي اڳيان

(متي ۲٦:۵٧-٦٨، لوقا ۲۲:۵۴-۵۵،٦۳-٧١، يوحنا ۱۸:۱۳-۱۴،۱۹-۲۴)

(۵۳) پوءِ اهي عيسيٰ کي وڏي سردار ڪاهن جي گهر وٺي آيا، جتي سڀئي
سردار ڪاهن، بزرگ ۽ شريعت جا عالم اچي گڏ ٿيا هئا. (۵۴) پطرس ٿورو
پٺيان پئي آيو، سو به وڏي سردار ڪاهن جي گهر جي اڱڻ ۾ آيو. اُتي
هو پهريدارن سان گڏ هيٺ ويهي رهيو ۽ باهه کي باهه تي سيڪڻ لڳو.
(۵۵) سردار ڪاهن ۽ سڄي ڪائونسل ڪوشش پئي ڪئي ته عيسيٰ خلاف
ڪا شاهدي ملين ته جيئن ڪيس موت جي سزا ڏيارين، پر ڪين ڪابه شاهدي
ملي نه سگهي. (۵٦) ڪيترن ئي شاهدن عيسيٰ جي خلاف شاهديون ڏنيون،
پر اهي ڪوڙيون ثابت ٿيون.
(۵٧) پوءِ ڪي ماڻهو اُٿي بيٺا ۽ عيسيٰ تي هيءَ تهمت هنيائون ته (۵۸) ”اسان هن
کي هي چوندي ٻڌو آهي ته ’آءٌ ماڻهن جي ٺهيل هيڪل کي ڊاهيندس ۽ ٽن
ڏينهن کان پوءِ اهڙي هيڪل ٺاهيندس جيڪا ماڻهن جي ٺهيل نه هوندي.‘“
(۵۹) پر اُهي شاهديون به پاڻ ۾ نه ٺهڪي مليون.
(٦۰) وڏو سردار ڪاهن اُٿي بيٺو ۽ سڀني جي روبرو عيسيٰ کان پڇڻ لڳو ته
”ڇا تو کي هنن جي الزامن جي جواب ۾ ڪجهه چوڻو آهي؟“ (٦۱) پر عيسيٰ
ماٺ ۾ رهيو ۽ هڪ لفظ به نه ڪڇيائين. وڏي سردار ڪاهن ڪانئس ٻيهر
پڇيو ته ”ڇا تون مسيح، سڳوري خدا جو فرزند آهين؟“ (٦۲) تنهن تي عيسيٰ
وراڻيو ته ”هائو، آءٌ آهيان ۽ اوهين ابن‌آدم کي خدا تعاليٰ جي ساڄي پاسي
ويٺل ۽ آسماني ڪڪرن ۾ ايندي ڏسندا.“ (٦۳) تڏهن وري سردار ڪاهن
پنهنجا ڪپڙا ڦاڙيندي چيو ته ”اسان کي وڌيڪ شاهدي نه کپي. (٦۴) اوهان
هن جا ڪفر وارا لفظ ٻڌا، هاڻي اوهان جي ڪهڙي مرضي آهي؟“ تنهن تي
انهن سڀني اها راءِ ڏني ته ”عيسيٰ کي موت جي سزا ڏني وڃي.“

۱۴:۵۸ يو ۲:۱۹ ۱۴:٦۲ دان ٧:۱۳ ۱۴:٦۴ لاو ۲۴:۱٦

(٦٥) انهن مان ڪي عيسيٰ کي ٿڪون هڻڻ لڳا ۽ ڪي سندس اکيون ٻڌي
ڪيس ٺونشا هڻڻ لڳا ۽ چونس پيا ته ”نبوت سان ٻڌاءِ ته ڪنهن تو کي ڌڪ
هنيو؟“ پهريدارن ڪيس چماٽون به هنيون.

## پطرس جو عيسيٰ بابت انڪار ڪرڻ

(متي ٢٦:٦٩–٧٥، لوقا ٢٢:٥٦–٦٢، يوحنا ١٨:١٥–١٨، ٢٥–٢٧)

(٦٦) پطرس اڃا تائين اڱڻ ۾ ويٺو هو ته هڪ نوڪرياڻي هن وٽان اچي
لنگهي. (٦٧) جڏهن هن پطرس کي پاڻ باهه تي سيڪيندي ڏٺو ته هن
ڌيان سان نهاريندي چيائين ته ”تون به عيسيٰ ناصريءَ سان گڏ هئين.“
(٦٨) پر هن انڪار ڪيو ۽ چيائين ته ”آءٌ نه ٿو ڄاڻان ۽ نه ٿو سمجهان ته
تون ڇا چئي رهي آهين.“ هو اهو جواب ڏيئي ٻاهر ڏيڍيءَ ۾ هليو ويو
ته ايتري ۾ ڪڪڙ ٻانگ ڏني. (٦٩) جنهن نوڪرياڻيءَ پطرس کي ڏٺو هو
تنهن اُتي بيٺل ماڻهن کي چيو ته ”هي انهن مان هڪڙو آهي.“ (٧٠) پر
هن وري به انڪار ڪيو. ٿوري وقت کان پوءِ جيڪي اُتي بيٺا هئا تن
به پطرس کان پڇيو ته ”سچي! تون انهن مان نه آهين ڇا؟ ڇوته تون به
گليلي پيو ڏسجين.“ (٧١) تنهن تي پطرس لعنت وجهندي چيو ته ”خدا
جي مون تي مار پوي جو آءٌ ڪوڙ ڳالهايان. آءٌ ان ماڻهو کي نه ٿو
سڃاڻان، جنهن جي اوهين ڳالهه ڪريو ٿا.“ (٧٢) تنهن کان پوءِ سنت ئي
ٻيو دفعو ڪڪڙ ٻانگ ڏني ته پطرس کي عيسيٰ جو چيو ياد اچي ويو
ته ”ڪڪڙ جي ٻه دفعا ٻانگ ڏيڻ کان اڳ ۾ تون ٽي دفعا مون بابت
انڪار ڪندين ته ’آءٌ نه ٿو سڃاڻانس.‘“ اهو خيال ايندي ئي هو اچي
روئڻ ۾ ڇُٽڪيو.

## عيسيٰ پلاطس جي اڳيان

(متي ٢٧:١–٢، ١١–١٤، لوقا ٢٣:١–٥، يوحنا ١٨:٢٨–٣٨)

**۱۵** (١) سردار ڪاهن صبح جو سوير ئي بزرگن، شريعت جي عالمن
۽ سڄي ڪائونسل سان اچي مليا ۽ پنهنجا منصوبا سٽڻ لڳا.
اُهي عيسيٰ کي ٻڌي وٺي ويا ۽ وڃي پلاطس جي حوالي ڪيائونس.

(٢) پلاطس کانئس پڇيو تہ ”ڇا تون يھودين جو بادشاھہ آھين؟“ عيسيٰ
جواب ڏنو تہ ”اھو تہ اوھين پاڻ ٿا چئو.“ (٣) سردار ڪاھن عيسيٰ تي
ڪيترين ئي ڳالھين جون تھمتون ھنيون. (٤) تنھنڪري پلاطس کانئس
وري پڇيو تہ ”ڇا تون ڪجھہ نہ چوندين؟ ڏس، ھنن تو تي ڪيتريون
ڳالھيون مڙھيون آھن.“
(٥) وري بہ عيسيٰ ھڪ لفظ بہ نہ ڳالھايو، تنھن تي پلاطس ڏاڍو
حيران ٿي ويو.

## عيسيٰ لاءِ موت جي فتويٰ

(متي ٢٧:١٥-٢٦، لوقا ٢٣:١٣-٢٥، يوحنا ١٨:٣٩-١٩:١٦)

(٦) پلاطس ھر عيد فصح جي موقعي تي ھڪ قيدي آزاد ڪندو ھو،
جنھن جي لاءِ رعيت چوندي ھيس. (٧) انھن ڏينھن ۾ برابا نالي ھڪ
ماڻھو جيل ۾ ٻين باغين سان گڏ ھو جن ھڪڙي فساد ۾ خون ڪيو
ھو. (٨) جڏھن خلق اچي گڏ ٿي ۽ دستور موجب پلاطس کان مروت
گھريائون، (٩) تڏھن ھن انھن کان پڇيو تہ ”ڇا اوھين چاھيو ٿا تہ آءٌ اوھان
جي خاطر يھودين جي بادشاھہ کي آزاد ڪريان؟“ (١٠) ڇاڪاڻ تہ ھن ڄاتو
پئي تہ ”سردار ڪاھن حسد کان عيسيٰ کي قيد ڪري مون وٽ آندو
آھي.“ (١١) پر سردار ڪاھن خلق کي سمجھائي ڇڏيو ھو تہ ھو عيسيٰ
جي بدران برابا کي انھن جي خاطر آزاد ڪري. (١٢) پلاطس وري بہ ورجائي
پڇين تہ ”جنھن کي اوھين يھودين جو بادشاھہ ٿا سڏيو، تنھن کي آءٌ
ڇا ڪريان؟“ (١٣) تنھن تي انھن رڙيون ڪري چيو تہ ”انھيءَ کي صليب
تي چاڙھي ڪوڪا ھڻو.“ (١٤) تڏھن پلاطس پڇين تہ ”ڇو، ھن ڪھڙو
ڏوھہ ڪيو آھي؟“ پر ھنن وري وڏيون رڙيون ڪيون تہ ”ھن کي صليب
تي چاڙھي ڪوڪا ھڻو.“
(١٥) پلاطس تہ ماڻھن کي راضي رکڻ ٿي گھريو، سو ھن برابا کي
انھن جي خاطر آزاد ڪري ڇڏيو ۽ عيسيٰ کي چھبڪن ھڻڻ کان
پوءِ سپاھين جي حوالي ڪيائين تہ ”وڃي صليب تي چاڙھي ڪوڪا
ھڻوس.“

## سپاهين جو عيسيٰ تي چٺرون ڪرڻ

(متي ٢٧: ٢٧-٣١، يوحنا ١٩: ٢-٣)

١٦ سپاهي عيسيٰ کي گورنر جي محلات جي اڱڻ ۾ وٺي آيا ۽ پنهنجن
بين همراهن کي سڏيائون. ١٧ انهن عيسيٰ کي واڱڻائي رنگ جا ڪپڙا ڍڪايا
۽ ڪنڊن جو هڪڙو تاج ٺاهي مٿي تي رکيائونس. ١٨ پوءِ چوڻ لڳس ته
”سلام، اي يهودين جا بادشاهه!“ ١٩ انهن کيس مٿي تي لٺ سان ڌڪ هنيا،
ٿڪون هنيائونس ۽ گوڏن ڀر ويهي سجدو ڪرڻ لڳس. ٢٠ جڏهن چٺرون
ڪري چڪا ته واڱڻائي ڪپڙا لهرائي وري ساڳيا پنهنجا ڪپڙا ڍڪايائونس.
پوءِ اُهي کيس ٻاهر وٺي آيا ته صليب تي چاڙهي ڪوڪا هڻنس.

## صليب تي عيسيٰ کي ڪوڪا هڻڻ

(متي ٢٧: ٣٢-٤٤، لوقا ٢٣: ٢٦-٤٣، يوحنا ١٩: ١٧-٢٧)

٢١ رستي تي اُهي شمعون نالي هڪڙي ماڻهوءَ سان مليا، جيڪو ٻهراڙيءَ
مان شهر ڏانهن اچي رهيو هو. هو ڪرين جو رهاڪو هو ۽ سڪندر ۽
روفس جو پيءُ هو. انهيءَ کي هنن زور ڀريو ته هو عيسيٰ جو صليب کڻي
هلي. ٢٢ پوءِ اُهي عيسيٰ کي گلگتا نالي جاءِ تي وٺي آيا، جنهن جي معنيٰ
آهي ”کوپريءَ جي جاءِ.“ ٢٣ هنن عيسيٰ کي مئي پيارڻ جي ڪوشش ڪئي
جنهن ۾ نشيدار شيءِ مُرَ گڏيل هئي، پر هن اُها نه پيتي. ٢٤ هنن کيس صليب
تي چاڙهي ڪوڪا هنيا ۽ سندس ڪپڙا پاڻ ۾ ورهائڻ لاءِ پُڪا وڌائون ته
ڪهڙو ٽڪر ڪنهن کي ٿو ملي. ٢٥ اهو صبح جو نائين بجي جو وقت هو
جڏهن انهن کيس صليب تي چاڙهي ڪوڪا هنيا. ٢٦ گناهه جو اهو سبب
لکي هن جي مٿان هنيائون ته ”يهودين جو بادشاهه.“ ٢٧ انهن ٻه ٻيا ٻه ماڻهو
صليب تي چاڙهيا جيڪي ڌاڙيل هئا. انهن مان هڪڙو سندس ساڄي ۽
ٻيو سندس کاٻي پاسي چاڙهيائون.[١]

[١] ڪن ترجمن ۾ هيءَ آيت به شامل آهي: ٢٨ اهڙيءَ طرح لکت سچي ثابت ٿي ته ”هو
گنهگارن ۾ ليکيو ويندو.“

١٥: ٢١ رو ١٦: ١٣ ١٥: ٢٤ زب ٢٢: ١٨

٢٩ جيڪي ماڻهو اتان لنگهن پيا، سي پنهنجا ڪنڌ ڌوڻي ٺٺوليون ڪري
عيسيٰ کي چون پيا ته ”واه واه! تون ته تن ڏينهن ۾ هيڪل ڀيو ڍاهين ۽ ٺاهين.
٣٠ هاڻي صليب تان هيٺ ته لهي ڏيکار ۽ پاڻ کي بچاءِ.“ ٣١ ساڳيءَ طرح
سردار ڪاهن ۽ شريعت جا عالم عيسيٰ تي چٿرون ڪرڻ لڳا ۽ هڪٻئي کي
چون پيا ته ”هي ته ٻين کي پيو ڇڏائي، پر هاڻي ته پاڻ کي به نه ٿو بچائي
سگهي. ٣٢ هاڻي ڏسون ته هي مسيح، اسرائيل جو بادشاهه، ڪيئن ٿو صليب
کان هيٺ لهي اچي، ته پوءِ اسين به ٿا مٿس ايمان آڻيون.“ عيسيٰ سان گڏ
جيڪي ماڻهو صليب تي چاڙهيل هئا، تن به مٿس چٿرون ڪيون.

## عيسيٰ جو موت

(متي ٢٧:٤٥-٥٦، لوقا ٢٣:٤٤-٤٩، يوحنا ١٩:٢٨-٣٠)

٣٣ منجهند جو سڄي ملڪ ۾ اوندهه ڇانئجي ويئي، جيڪا ٽيهريءَ
تائين هلي. ٣٤ ٽيهريءَ مهل عيسيٰ وڏي آواز ۾ رڙيون ڪيون ته [١]”الوئي،
الوئي، لما سبختني؟“ جنهن جي معنيٰ آهي ته ”اي منهنجا خدا! اي منهنجا
خدا! تو مون کي ڇو ڇڏي ڏنو آهي؟“ ٣٥ جيڪي ماڻهو اُتي بيٺا هئا تن
مان ڪن هن جا اهي لفظ ٻڌا ۽ چيائون ته ”ڏسو، هو الياس نبيءَ کي
سڏي رهيو آهي.“ ٣٦ انهن مان هڪڙو ماڻهو ڀڄو ۽ فوم جهڙي هڪ شيءِ
کڻي ڪوڙي مئي سان ڀري ڪاني جي چوٽيءَ تي ٻڌي عيسيٰ کي پيئڻ
لاءِ ڏيندي چيائين ته ”ڇڏي ڏيوس، ڏسون ته هن کي الياس صليب تان
هيٺ لاهڻ لاءِ اچي ٿو يا نه.“
٣٧ وڏيءَ رڙ سان عيسيٰ دم ڏنو.
٣٨ هيڪل جو پردو چوٽيءَ کان وٺي تري تائين ٻن حصن ۾ چيرجي ويو.
٣٩ فوجي صوبيدار جيڪو صليب جي اڳيان بيٺو هو تنهن ڏٺو ته ڪيئن
عيسيٰ مري ويو. انهيءَ چيو ته ”سچپچ ته هي ماڻهو خدا جو فرزند هو.“

---

[١] ”الوئي، الوئي، لما سبختني؟“: هي ارامي ٻوليءَ جا لفظ آهن.

١٥:٢٩ زب ٢٢:٧، ١٠٩:٢٥، مر ١٤:٥٨، يو ٢:١٩ ١٥:٣٤ زب ٢٢:١
١٥:٣٦ زب ٦٩:٢١ ١٥:٣٨ خر ٢٦:٣١-٣٣

٤٠ اُتي ڪي عورتون بہ هيون، جيڪي پري کان ڏسي رهيون هيون. انهن ۾ مريم مگدليني، ننڍي يعقوب ۽ يوسف جي ماءُ مريم ۽ سلومي هيون. ٤١ جڏهن عيسيٰ گليل ۾ هو تڏهن انهن سندس خدمت ڪئي هئي ۽ سندس پٺيان لڳيون هيون. ٻيون بہ ڪيتريون ئي عورتون هيون جيڪي هن سان گڏ يروشلم ۾ آيون هيون.

## عيسيٰ جو ڪفن دفن

(متي ٢٧:‏٥٧-٦١، لوقا ٢٣:‏٥٠-٥٦، يوحنا ١٩:‏٣٨-٤٢)

٤٢ شام ٿي چڪي هئي ۽ اها شام سبت جي ڏينهن کان اڳئين [1]تياريءَ جي ڏينهن جي هئي. ٤٣ تڏهن ارمتيا جو هڪ شخص يوسف آيو جو ڪائونسل جو هڪ معزز ميمبر هو ۽ پاڻ خدا جي بادشاهت جو ڳولائو هو. اهو همت ڪري پلاطس جي ڪچهريءَ ۾ ويو ۽ عيسيٰ جي لاش وٺڻ لاءِ عرض ڪيائين. ٤٤ پلاطس کي حيرت وٺي ويئي تہ عيسيٰ ايترو جلد ڪيئن مري ويو. هن هڪ فوجي صوبيدار کي گهرائي کانئس پڇيو تہ ”عيسيٰ کي مئي ڪيترو وقت ٿيو آهي؟“ ٤٥ صوبيدار جي خاطري ڏيارڻ کان پوءِ پلاطس يوسف کي لاش کڻي وڃڻ جي اجازت ڏني. ٤٦ يوسف اُچو ڪفن خريد ڪيو، لاش کي لهرائي اُن ۾ ويڙهيائين ۽ قبر ۾ رکيائين، جيڪا ٽڪر تي کوٽيل هئي. پوءِ هڪڙو وڏو پٿر ريڙهي قبر جي منهن تي ڏنائين. ٤٧ مريم مگدليني ۽ يوسف جي ماءُ مريم اهو هنڌ ڏٺو جتي ميت رکيو ويو.

## عيسيٰ جو وري جيئرو ٿيڻ

(متي ٢٨:‏١-٨، لوقا ٢٤:‏١-١٢، يوحنا ٢٠:‏١-١٠)

١٦ ١ جڏهن سبت جو ڏينهن پورو ٿيو تہ مريم مگدليني، يعقوب جي ماءُ مريم ۽ سلوميءَ ڪٿوري خريد ڪئي تہ عيسيٰ جي ميت

[1] تياريءَ جي ڏينهن: هن مان مراد سبت يا ڪنهن عيد جي ڏينهن کان اڳ وارو ڏينهن آهي. ان ڏينهن يهودي کاڌو وغيره تيار ڪندا هئا، ڇوتہ ٻئي ڏينهن سبت يعني آرام جو يا وڏو ڏينهن هوندو هو.

١٥:‏٤٠-٤١ لو ٨:‏٢-٣

کي خوشبوءِ هڻن. ② آچر جي ڏينهن تي سج اڀرڻ مهل اهي قبر تي آيون.
③ اهي پاڻ ۾ چئي رهيون هيون ته ”اسان لاءِ ڪير قبر جي منهن تان پٿر
هٽائيندو؟“ ڇالاءِجو اهو پٿر تمام وڏو هو. ④ پر جڏهن اچي نهاريائون ته
ڏٺائون ته اهو پٿر ته اڳي ئي رڙهيو پيو آهي. ⑤ جڏهن قبر جي اندر ويون
ته ڏٺائون ته هڪ نوجوان نوراني پوشاڪ سان ساڄي طرف ويٺو آهي. اهي
حيرانيءَ ۾ پئجي ويون. ⑥ تنهن تي انهيءَ جوان چين ته ”حيران نه ٿيو. اوهين
عيسيٰ ناصريءَ کي ڳوليو ٿيون پيون نه، جيڪو صليب تي چاڙهيو ويو هو؟
هو جيئرو ٿي اٿيو آهي ۽ هتي ڪونهي. اِجها! هيءَ جاءِ اها آهي جتي هن کي
رکيو هئائون. ⑦ پر اوهين وڃو ۽ وڃي عيسيٰ جي شاگردن ۽ پطرس کي چئو
ته ’هو اوهان کان اڳي ئي گليل ڏانهن وڃي رهيو آهي. اوهين هن کي اتي
ڏسندا، جيئن هن پاڻ اوهان کي ٻڌايو هو.‘“ ⑧ اهي ٻاهر آيون ۽ قبر کان
ونئي ڀڳيون، ڇالاءِجو هنن کي ڏڪڻي ۽ حيراني وٺي ويئي هئي. انهن ڪنهن
سان به نه ڳالهايو ڇالاءِجو هنن کي ڊپ پئي ٿيو.

## مريم مگدلينيءَ کي ڏيکاري ڏيڻ

(متي ٢٨:٩-١٠، يوحنا ٢٠:١١-١٨)

⑨ عيسيٰ آچر جي صبح جو سوير جيئري ٿيڻ کان پوءِ پهريون دفعو مريم
مگدلينيءَ کي ڏيکاري ڏني، جنهن مان هن ست ڀوت ڪڍيا هئا. ⑩ هوءَ
ويئي ۽ وڃي هن جي ساٿين کي اهو ٻڌايائين، جيڪي سوڳ ڪندي روئن
پيا. ⑪ جڏهن ٻڌائون ته عيسيٰ جيئرو آهي ۽ هن ان کي ڏٺو آهي، ته اهي
هن تي اعتبار ئي نه پيا ڪن.

## ٻن شاگردن کي ڏيکاري ڏيڻ

(لوقا ٢٤:١٣-٣٥)

⑫ هن کان پوءِ عيسيٰ ٻئي نموني انهن مان ٻن شاگردن کي ڏيکاري ڏني،
جڏهن اُهي پنهنجو رستو وٺيو ٻهراڙيءَ ۾ وڃن پيا. ⑬ اهي موٽي پيا ۽ اها ڳالهه
ٻين کي به ٻڌايائون. پر اهي ان ڳالهه تي اعتبار ئي نه پيا ڪن.

١٦:٧ مت ٢٦:٣٢، مر ١٤:٢٨

## يارهن شاگردن کي ڏيکاري ڏيڻ

(متي ٢٨:١٦-٢٠، لوقا ٢٤:٣٦-٤٩، يوحنا ٢٠:١٩-٢٣، رسولن جا ڪم ١:٦-٨)

⑭آخر ۾ عيسيٰ يارهن شاگردن کي ان وقت ڏيکاري ڏني جڏهن هو
گڏجي ماني کائي رهيا هئا. هن انهن کي ڇينڀيو، ڇاڪاڻ‌ته انهن کي يقين
ئي نه پئي آيو ۽ اهي ايترا ته بي‌اعتبار هئا جو جن هن کي جيئرو ڏٺو هو انهن تي
به اعتبار نه پيا ڪن. ⑮هن انهن کي چيو ته ”سڄي دنيا ۾ وڃو ۽ انسانذات
۾ منهنجي خوشخبريءَ جي تبليغ ڪريو. ⑯جيڪو به ايمان آڻيندو ۽ بپتسما
وٺندو سو ڇوٽڪارو حاصل ڪندو ۽ جيڪو به ايمان نه آڻيندو سو ڏوهاري
ٺهندو. ⑰ايمان آڻڻ وارن ۾ قدرت جون نشانيون هونديون جو اهي منهنجي
نالي تي ڀوت ڪڍندا ۽ عجيب عجيب زبانون ڳالهائيندا. ⑱جيڪڏهن اهي
نانگ جهليندا يا زهر پيئندا ته به انهن کي ڪو نقصان نه پهچندو. اهي بيمارن
کي هٿ لائيندا ته اهي چڱا ڀلا ٿي پوندا.“

## عيسيٰ جو آسمان ڏانهن کڄي وڃڻ

(لوقا ٢٤:٥٠-٥٣، رسولن جا ڪم ١:٩-١١)

⑲خداوند عيسيٰ انهن سان ڳالهائڻ کان پوءِ آسمان ڏانهن کڄي ويو ۽
خدا جي ساڄي پاسي وڃي ويٺو. ⑳شاگردن وڃي هر هنڌ تبليغ ڪئي ۽
خداوند انهن سان گڏ پئي ڪم ڪيو ۽ ثابت ڪري ڏيکاريائين ته انهن جي
تبليغ سچي هئي، ڇالاءِجو ڪين قدرت جون نشانيون ڏنيون هيائين.

---

١٥:١٦ رس ١:٨ ١٩:١٦ رس ١:٩-١١

# لوقا

## لوقا رسول جي معرفت خوشخبري

### تعارف

لوقا، جيڪو هڪ طبيب ۽ عيسيٰ مسيح جي شاگردن مان هڪ هو، تنهن جي معرفت مليل خوشخبريءَ جي هن پاڪ ڪتاب ۾ عيسيٰ مسيح کي بني اسرائيل لاءِ واعدي ڪيل ڇوٽڪاري ڏيندڙ ۽ سيني قومن لاءِ پڻ ڇوٽڪاري ڏيندڙ طور پيش ڪيو ويو آهي. هن پاڪ ڪتاب ۾ لکيل آهي ته عيسيٰ مسيح کي خدا جي روح سڏيو هو ته هو "غريبن کي خوشخبري" ڏئي (۴:۱۸). خوشخبريءَ جو هي پاڪ ڪتاب ماڻهن جي سيني قسمن جي ضرورتن جي فڪرمنديءَ سان ڀريو پيو آهي. هن پاڪ ڪتاب ۾ خوشيءَ جي خبر به نمايان آهي، خاص ڪري شروعاتي بابن ۾، جيڪي عيسيٰ مسيح جي آمد جو اعلان ڪن ٿا ۽ وري اختتام تي پڻ، جڏهن عيسيٰ مسيح مٿي آسمان ڏانهن چڙهي ويو ٿو. عيسيٰ مسيح جي آسمان ڏانهن چڙهي وڃڻ کان پوءِ ايمان آڻيندڙن جي ترقي ۽ ڦهلاءَ جو قصو پڻ لوقا جي معرفت "رسولن جا ڪم" نالي پاڪ ڪتاب ۾ ڄاڻايل آهي.

لوقا جي هن پاڪ ڪتاب ۾ گهڻو ئي اهڙو مواد سمايل آهي، جيڪو خوشخبريءَ جي ٻين ڪتابن ۾ نه ٿو ملي، جهڙوڪ: عيسيٰ مسيح جي پيدائش تي ملائڪن جو خدا جي واکاڻ ڪرڻ ۽ ريڍارن جو اچڻ، عيسيٰ مسيح ٻار جي حيثيت سان هيڪل ۾، نيڪ سامريءَ ۽ وڃايل پٽ جا مثال. هن سڄي خوشخبريءَ ۾ دعا، پاڪ روح، عيسيٰ مسيح جي خدمت واري ڪم ۾ عورتن جي حصي ۽ گناهن کان خدا جي معافيءَ تي وڏو زور ڏنو ويو آهي.

سِتاءُ


| | |
|---|---|
| تعارف | ١:١-٤ |
| حضرت يحيٰ بپتسما ڏيڻ واري ۽ عيسيٰ مسيح جي پيدائش ۽ ٻارپڻو | ١:٥-٢:٥٢ |
| حضرت يحيٰ بپتسما ڏيندڙ جي خدمت | ٣:١-٢٠ |
| عيسيٰ مسيح جو بپتسما وٺڻ ۽ سندس آزمائش | ٣:٢١-٤:١٣ |
| گليل علائقي ۾ عيسيٰ مسيح جي عام خدمت | ٤:١٤-٩:٥٠ |
| گليل کان يروشلم شهر تائين سفر | ٩:٥١-١٩:٢٧ |
| يروشلم ۽ ان جي آس پاس ۾ آخري هفتو | ١٩:٢٨-٢٣:٥٦ |
| عيسيٰ مسيح جو مئلن مان جيئرو ٿيڻ، ڏيکاري ڏيڻ ۽ مٿي چڙهي وڃڻ | ٢٤:١-٥٣ |


# لوقا

## لوقا رسول جي معرفت خوشخبري

### منڍ

١ ① محترم ٿئوفلس:
ڪيترائي ماڻهو انهن ڳالهين کي لکي چڪا آهن، جيڪي اسان
۾ ٿي گذريون آهن. ② جهڙيءَ طرح اسان کان اڳين اسان تائين اهي
ڳالهيون پهچايون، تهڙيءَ طرح انهن به هي ڳالهيون انهن کان ٻڌي
لکيون، جن شروع کان هي ڳالهيون ٿينديون ڏٺيون ۽ ڪلام جي تبليغ
ڪئي. ③ تنهنڪري مون به اهو مناسب سمجهيو ته هي ڳالهيون اوهان
لاءِ ترتيب سان لکان، ڇوته مون شروع کان وٺي انهن سڀني جو اپياس
چڱيءَ طرح ڪيو آهي. ④ آءٌ هي انهيءَ ڪري ٿو لکان ته جن ڳالهين

جي اوهان کي تعليم ڏني ويئي آهي، تن جي سچائيءَ جي اوهان کي
پوري ڄاڻ پوي.

## يحيٰ بپتسما ڏيڻ واري جي ڄمڻ بابت اڳڪٿي

٥ يهوديه جي بادشاهه [١] هيروديس جي ڏينهن ۾ ابياه ٽولي ۾ ذڪريا نالي
هڪڙو ڪاهن هو. سندس زال به هارون جي اولاد مان هئي، جنهن جو نالو
اليشبع هو. ٦ هو ٻئي خدا جي نظر ۾ نيڪ هئا ۽ خدا جي سڀني حڪمن ۽
فرضن جي پوريءَ طرح بجاآوري ڪندا هئا. ٧ پر انهن کي اولاد ڪونه هو،
ڇاڪاڻ ته اليشبع سنڍ هئي ۽ ٻئي عمر ۾ پوڙها ٿي چڪا هئا.
٨ هڪ دفعي ذڪريا پنهنجي فرقي جي واري تي خدا جي حضور ۾
ڪم پئي ڪيو. ٩ ڪاهنن جي رسم موجب مٿس پُڪو پيو ته هو هيڪل
جي مقدس جاءِ ۾ وڃي لوبان ٻاري. ١٠ لوبان ٻارڻ وقت ماڻهن جي
سڄي ميڙ ٻاهران پئي دعا گهري. ١١ لوبان ٻارڻ واري جاءِ جي ساڄي
پاسي خداوند جي هڪ ملائڪ هن کي ڏيکاري ڏني. ١٢ ذڪريا هن
کي ڏسي گهٻرائجي ويو ۽ ڊڄڻ لڳو. ١٣ پر خداوند جي ملائڪ چيس
ته ”اي ذڪريا! خوف نه ڪر، تنهنجي دعا قبول پئي آهي. تنهنجي زال
اليشبع کي پٽ ڄمندو، جنهن جو نالو يحيٰ رکج. ١٤ تو کي خوشي ۽
سڪون ملندو ۽ ڪيترائي هن جي ڄمڻ تي خوش ٿيندا. ١٥ ڇالاءِجو هو
خدا جي نظر ۾ بزرگ ٿيندو، هو نه مئي پيئندو ۽ نڪو شراب واپرائيندو
۽ هو ڄمندي ئي پاڪ روح سان ڀرپور هوندو. ١٦ هو بني اسرائيل جي
ڪيترن ئي ماڻهن کي خداوند جي پاسي ڏانهن ڦيريندو، جو ئي سندن
خدا آهي. ١٧ هو خدا جو پيغام الياس نبيءَ جي روح ۽ طاقت سان ڏيندو
ويندو ته جيئن هو پيئرن کي اولاد لاءِ دل ڏئي، نافرمانن کي وري نيڪن
جي سياڻپ واري رستي تي آڻي ۽ خداوند جي اچڻ لاءِ سندس قوم کي
تيار ڪري.“

[١] هيروديس: هيروديس نه رڳو يهوديه جو بادشاهه هو پر هو پوري فلستي ملڪ جو
بادشاهه هو.

١:٥ ١.توا ٢٤:١٠ ١:١٥ گنا ٦:٣ ١:١٧ ملا ٤:٥-٦

⑱ تڏهن ذڪريا ملائڪ کي چيو ته ”مون کي انهيءَ جي خاطري ڪيئن
ٿيندي، جڏهن ته آءٌ پوڙهو آهيان ۽ منهنجي زال وڏيءَ عمر واري آهي؟“
⑲ تنهن تي ملائڪ وراڻيو ته ”آءٌ جبرائيل آهيان ۽ خدا جي حضور ۾ حاضر
رهندو آهيان. خدا مون کي موڪليو آهي ته تو سان ڳالهايان ۽ تو کي اها
خوشخبري ٻڌايان. ⑳ پر تو منهنجي پيغام تي اعتبار نه ڪيو آهي جيڪو
مقرر وقت تي سچو ٿيندو. جيئن ته تو اعتبار نه ڪيو آهي تنهنڪري تون
گونگو ٿي پوندين ۽ جيستائين اهي ڳالهيون پوريون نه ٿينديون تيستائين
ڳالهائي نه سگهندين.“
㉑ ماڻهو ڏاڍي انتظار ۾ هئا ۽ حيران هئا ته ذڪريا مقدس جاءِ ۾ ايتري
دير ڇو لاتي آهي. ㉒ جڏهن هو ٻاهر نڪتو ته انهن سان ڳالهائي نه ٿي
سگهيو، جنهن مان ماڻهن کي خبر پئجي ويئي ته هن مقدس جاءِ ۾ رويا
ڏٺي آهي. هو هڪ لفظ به نه ٿي ڳالهائي سگهيو، سو انهن کي هٿن جا
اشارا ڏئي پيو. ㉓ جڏهن هيڪل ۾ سندس خدمت جو وقت پورو ٿيو ته
ذڪريا گهر ڏانهن موٽيو.
㉔ ڪن ڏينهن کان پوءِ سندس زال اليشبع پيٽ سان ٿي ۽ پنج مهينا
گهر کان ٻاهر نه نڪتي. اليشبع چيو ته ㉕ ”هيءُ خدا منهنجي لاءِ ڪيو
آهي. هاڻي هن مون تي مهر جي نظر ڪئي آهي ۽ ماڻهن جي مهڻن کان
منهنجي جند ڇڏائي اٿس.“

## عيسيٰ جي جمڻ بابت اڳڪٿي

㉖ اليشبع جي پيٽ سان ٿيڻ کان پوءِ ڇهين مهيني خدا جبرائيل ملائڪ
کي گليل جي شهر ناصرت ۾ موڪليو. ㉗ هو هڪ ڪنواري ڇوڪريءَ
وٽ آيو، جا دائود جي گهراڻي جي هڪ شخص يوسف سان منگيل هئي.
انهيءَ ڪنواريءَ جو نالو مريم هو. ㉘ جبرائيل وٽس اچي چيو ته ”سلام آ
تو تي، جو خدا تو ساڻ آهي ۽ هن تو تي وڏو ڪرم ڪيو آهي.“ ㉙ مريم
ملائڪ جي پيغام تي ڏاڍي پريشان ٿي ۽ عجب ۾ پئجي ويئي ته هن
جي لفظن جو مطلب ڇا آهي. ㉚ تڏهن ملائڪ چيس ته ”مريم، ڊڄ

١:١٩ دان ٨:١٦، ٩:٢١   ١:٢٧ مت ١:١٨

نہ چالاڪجو خدا تو تي مهربان آهي. (٣١) تو کي پيٽ ٿيندو ۽ تون پٽ
ڄڻينديءَ، جنهن جو نالو عيسيٰ رکج. (٣٢) هو بزرگ ٿيندو ۽ خدا تعاليٰ جو
فرزند ڪري سڏبو. خداوند خدا هن کي سندس ڏاڏي دائود جي بادشاهي
ڏيندو. (٣٣) هو يعقوب جي گهراڻي تي هميشہ حڪومت ڪندو ۽ سندس
بادشاهت ڪڏهن بہ ختم نہ ٿيندي."

(٣٤) تنهن تي مريم ملائڪ کي چيو تہ "آءٌ ڪنواري آهيان تہ پوءِ هي
ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟" (٣٥) ملائڪ وراڻيس تہ "پاڪ روح تو تي نازل ٿيندو
۽ خدا تعاليٰ جي قدرت تو مٿان ڇانوَ ڪنديءَ، انهيءَ ڪري تہ پاڪ ٻار
خدا جو فرزند ڪري سڏبو. (٣٦) ڏس پنهنجي مائٽياڻي اليشبع کي، جنهن
لاءِ چيو ويندو هو تہ هوءَ سنڍ آهي. پر ڪيس هاڻي ڇهون مهينو پيٽ آهي،
جيتوڻيڪ هوءَ وڏي عمر واري آهي. (٣٧) چالاڪجو اهڙي ڪابہ ڳالهہ ڪانهي
جيڪا خدا جي قدرت کان ٻاهر هجي."

(٣٨) تڏهن مريم چيو تہ "آءٌ خدا جي ٻانهي آهيان، شل ائين ئي ٿئي جيئن
توهان چيو." پوءِ ملائڪ وٽانئس هليو ويو.

## مريم جي اليشبع سان ملاقات

(٣٩) تنهن کان پوءِ جلد ئي مريم تيار ٿي ۽ جابلو علائقي ۾ يهوديہ جي
هڪڙي شهر ڏانهن ويئي. (٤٠) هوءَ ذڪريا جي گهر ويئي ۽ اليشبع کي
سلام ڪيائين. (٤١) جڏهن اليشبع مريم جو سلام ٻڌو تہ ٻار سندس پيٽ
۾ ٽپڻ لڳو ۽ اليشبع پاڪ روح سان ڀرجي ويئي. (٤٢) هوءَ وڏي واڪي چوڻ
لڳي تہ "تون عورتن ۾ سڀوري آهين ۽ سڀورو آهي اهو ٻار جيڪو تون
ڄڻيندينءَ. (٤٣) مون سان اهڙو ڪرم ڪيئن ٿيو جو منهنجي خداوند جي ماءُ
مون وٽ هلي آئي آهي؟ (٤٤) ڏس، جڏهن تنهنجي سلام جو آواز منهنجي
ڪنن تي پيو، تڏهن ٻار منهنجي پيٽ ۾ خوشيءَ وچان ٽپڻ لڳو. (٤٥) تون
ڪيتري نہ سڀاڳي آهين، جو تو يقين ڪيو آهي تہ خدا جو ڪلام تو
لاءِ سچو ثابت ٿيندو."

١:٣١ مت ١:٢١ ١:٣٢-٣٣ ٢.سمر ٧:١٢، ١٣، ١٦، يس ٩:٧ ١:٣٧ پيد ١٨:١٤

## مريم جو خدا جي ساراهہ ۾ گيت

٤٦ مريم چيو تہ
”منھنجي دل خداوند جي ساراهہ ڪري ٿي،
٤٧ ۽ منھنجو روح خوش ٿئي ٿو،
ڇوجو خدا منھنجو ڇوٽڪارو ڏيندڙ آهي.
٤٨ هن مون تي نظر فرمائي آهي،
پنھنجي هڪ خسيس ٻانهيءَ مثل.
اڄ کان پوءِ سڀ پيڙهيون
مون کي سڀاڳي سڏينديون،
٤٩ ڇالاءِجو قادر مون سان وڏو وڙ ڪيو آهي.
هن جو نالو پاڪ آهي.
٥٠ هو انهن تي پيڙهي بہ پيڙهي رحم ڪري ٿو،
جيڪي ڪانئس ڊڄن ٿا.
٥١ هن پنھنجي ٻانهن جو زور هلايو آهي،
۽ جيڪي پنھنجن خيالن تي فخر ڪن ٿا،
تن کي ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏيو اٿس.
٥٢ هن شاهن کي شاهيءَ تان ڪيرايو آهي
۽ هن نيچن کي اوچو ڪيو آهي.
٥٣ هن بکايلن کي سٺين شين سان ڍائي ڇڏيو آهي
۽ شاهوڪارن کي خالي هٿين موٽائي ڇڏيو آهي.
٥٤-٥٥ هن اسان جي ابن ڏاڏن سان ڪيل عهد پورو ڪيو آهي،
جو هن پنھنجي ٻانهي اسرائيل جي مدد ڪئي آهي.
هن ابراهيم ۽ سندس اولاد جي سار لڌي،
تہ هميشہ انهن تي رحم ڪري.“
٥٦ مريم اليشبع سان اٽڪل ٽي مهينا گڏ رهي ۽ پوءِ گهر موٽي آئي.

---

١:٤٦-٥٥ ١.سمر ٢:١-١٠ ١:٤٨ ١.سمر ١:١١ ١:٥٢ ايو ٥:١١، ١٢:١٩
١:٥٤-٥٥ پيد ١٧:٧

## يحيٰ بپتسما ڏيڻ واري جو ڄمڻ

(۵۷) اليشبع جي پيرن لهڻ جو وقت ٿيو ۽ هن پٽ ڄڻيو. (۵۸) هن جي
پاڙيسرين ۽ مائٽن جڏهن ٻڌو ته خداوند هن تي وڏي مهرباني ڪئي آهي
ته اهي به ساڻس گڏجي خوشيون ڪرڻ لڳا. (۵۹) جڏهن ٻار کي ڄائي اٺ
ڏينهن گذريا ته اهي ٻار جي سنت ڪرڻ لاءِ آيا ۽ مرضي هين ته سندس نالو
پيءُ جي نالي پويان ذڪريا رکيو وڃي. (۶۰) پر هن جي ماءُ چيو ته "نه، هن کي
يحيٰ سڏيو وڃي." (۶۱) تنهن تي انهن چيس ته "اهڙي نالي سان ته توهان جو
ڪوبه مائٽ نه آهي." (۶۲) پوءِ هنن سندس پيءُ کان اشارن سان پڇيو ته هو
ڇوڪري جو ڪهڙو نالو رکڻ گهري ٿو. (۶۳) ذڪريا انهن کان تختي گهري
۽ ان تي لکيائين ته "هن جو نالو يحيٰ آهي." تنهن تي سڀيئي عجب ۾ پئجي
ويا. (۶۴) جلد ئي ذڪريا جي زبان کلي پئي. هو ڳالهائڻ لڳو ۽ خدا جي
ساراهه ڪيائين. (۶۵) جيڪي اوسيپاسي ۾ رهندا هئا تن سڀني کي ڊپ وٺي
ويو ۽ اهي سڀيئي ڳالهيون يهوديه جي سڄي جابلو علائقي ۾ هلي ويون.
(۶۶) جن به اهي ڳالهيون ٻڌيون تن انهن تي دل ۾ ويچار ڪيو ۽ چوڻ لڳا
ته "اهو ٻار ڪيڏو نه عظيم ٿيندو!" اهو سڀ انهيءَ ڪري ٿيو جو انهيءَ ٻار
ساڻ خداوند جي قدرت صاف ظاهر هئي.

## ذڪريا جي پيشنگوئي

(۶۷) يحيٰ جو پيءُ ذڪريا پاڪ روح سان ڀرجي ويو ۽ پيشنگوئي ڪرڻ لڳو ته
(۶۸) "خداوند اسرائيل جي خدا کي ساراهه جڳائي،
چالاءِ جو هن پنهنجي قوم تي نظر ڪري
کين ڇوٽڪارو ڏنو آهي.
(۶۹) پنهنجي ٻانهي دائود جي گهراڻي مان
اسان لاءِ سگهارو ڇوٽڪارو ڏيندڙ موڪليو اٿس،
(۷۰) جيڪو هن گهڻو ئي اڳي،
پنهنجن پاڪ نبين جي وسيلي عهد ڪيو هو،

---

۱:۵۹ لاو ۱۲:۳

٧١ ته هو اسان کي دشمنن کان بچائي
۽ انهن جي هٿان ڇڏائي،
جيڪي اسان کان نفرت ڪن ٿا.
٧٢ هن پنهنجي واعدي موجب،
اسان جي ابن ڏاڏن تي رحم ڪيو آهي
۽ پنهنجو پاڪ عهد ياد ڪيو آهي.
٧٣ جيڪو قسم هن اسان جي ڏاڏي ابراهيم سان ڪنيو هو
٧٤ ته اسان کي دشمنن جي چنبي مان آزاد ڪري
۽ اجازت ڏئي ته اسين سندس بي‌خوف عبادت ڪريون،
٧٥ ۽ هن جي اڳيان پنهنجي سڄي حياتيءَ جا ڏينهن
پاڪ ۽ نيڪ هجون.
٧٦ تون، اي منهنجا ٻچا!
خدا تعاليٰ جو نبي سڏيو ويندين.
تون خداوند جي اڳيان هلندين
ته انهيءَ لاءِ رستو تيار ڪرين،
٧٧ انهيءَ لاءِ ته سندس قوم کي
ڇوٽڪاري جي خبر ٻڌائين
ته هنن جا گناهه بخش ٿيندا.
٧٨ ڇالاءِجو اسان جو خدا
رحم ۽ ٻاجهه وارو آهي.
هو آسمان مان پرهه ڦٽي جي روشني
اسان تي نازل ڪندو،
٧٩ جيڪا انهن تي چمڪندي
جيڪي موت جي اونداهيءَ ۾ رهن ٿا
۽ اسان لاءِ سلامتيءَ واري رستي جي رهنمائي ڪندي.“
٨٠ اهو ٻار جسماني ۽ روحاني طرح وڌيو ۽ ايستائين بيابان ۾ رهڻ لڳو
جيستائين بني اسرائيل قوم تي پاڻ کي کُليءَ طرح ظاهر نه ڪيائين.

---

١:٧٦ ملا ٣:١ ١:٧٩ يس ٩:٢

## عيسيٰ جو ڄمڻ

(متي ١:١٨-٢٥)

٢ ① انهن ڏينهن ۾ قيصر اگستس هڪڙو حڪمنامو جاري ڪيو تہ
سڄي شهنشاهت ۾ آدمشماري ڪئي وڃي. ② اها پهرين آدمشماري
هئي جا شام جي گورنر ڪورنيس جي ڏينهن ۾ ٿي. ③ تنهنڪري هر ڪو
پنهنجي پنهنجي شهر ۾ پنهنجو نالو لکائڻ ويو. ④ يوسف دائود جي گهراڻي
۽ نسل مان هو. تنهنڪري هو بہ گليل جي شهر ناصرت مان يهوديہ ڏانهن
دائود جي شهر ۾ ويو، جنهن کي بيتلحم چون ٿا. ⑤ هو انهيءَ لاءِ ويو تہ
پنهنجي مڱيندي مريم سان گڏ نالو لکائي جا پيٽ سان هئي. ⑥ جڏهن
هو بيتلحم ۾ هئا تہ مريم جي ٻار ڄڻڻ جو وقت اچي ويو. ⑦ هن پنهنجو
پهريتو پٽ ڄڻيو ۽ انهيءَ کي ٻنڌڻن ۾ ويڙهي آهر ۾ ڪٽي رکيائين، ڇاڪاڻ تہ
مسافرخاني ۾ هنن کي جاءِ ڪانہ ملي.

## ريڍار ۽ ملائڪ

⑧ انهيءَ علائقي ۾ ڪن ريڍارن رات جو ٻنين ۾ پنهنجن ڌڻن جي
سنڀال پئي ڪئي، ⑨ تہ انهن وٽ خداوند جو هڪڙو ملائڪ اچي بيٺو
۽ خداوند جو جلوو انهن جي چوڌاري چمڪڻ لڳو، جنهن ڪري هو
ڏاڍا ڊڄي ويا. ⑩ تنهن تي ملائڪ چين تہ ”ڊڄو نہ، ڇالاءِجو مون
اوهان لاءِ هڪ وڏي خوشخبري آندي آهي، جيڪا سڄيءَ امت لاءِ
هوندي. ⑪ ڇوتہ اڄ دائود جي شهر ۾ اوهان لاءِ هڪڙو ڇوٽڪاري
ڏيڻ وارو ڄائو آهي، جو مسيح خداوند آهي. ⑫ انهيءَ جي ثابتيءَ لاءِ
هڪ نشاني اٿوَ تہ اوهين هڪ ٻارڙي کي ٻنڌڻن ۾ ويڙهيل آهر ۾ پيل
ڏسندا.“

⑬ اوچتو انهن کي انهيءَ ملائڪ سان گڏ هڪڙو وڏو آسماني لشڪر
ڏسڻ ۾ آيو، جيڪو خدا جي واکاڻ ڪندو هيئن چوندو پئي آيو تہ ⑭ ”عرش
عظيم تي خدا جي واکاڻ ۽ زمين تي انهن ماڻهن لاءِ صلح و سلامتي،
جن کان هو راضي آهي.“

⑮ جڏهن ملائڪ انهن وٽان موٽي آسمان ڏانهن ويا تڏهن ريڍار هڪٻئي
کي چوڻ لڳا تہ ”هلو تہ بيتلحم هلون. هيءَ ڳالهہ جا ٿي آهي ۽ جنهن جي
خداوند اسان کي خبر ڏني آهي سا هلي ڏسون.“ ⑯ تنهنڪري هو تڪڙا
تڪڙا ويا تہ مريم ۽ يوسف ملين ۽ ٻارڙو آهر ۾ پيل ڏٺائون. ⑰ هي ڏسندي
ريڍار ٻار بابت اهو ٻڌائڻ لڳا جيڪو ملائڪ کان ٻڌو هئائون. ⑱ جيڪي
ڳالهيون ريڍارن ڪيون سي جن بہ ٻڌيون سي سڀ حيرت ۾ پئجي ويا.
⑲ مريم هي سڀ ڳالهيون ياد ڪيون ۽ دل ۾ سانديي انهن تي ويچار ڪرڻ
لڳي. ⑳ ريڍارن جيڪي ٻڌو ۽ ڏٺو تنهن تي خدا جي ساراهہ ۽ واکاڻ ڪندي
موٽيا، ڇالاءِجو اهو ائين ئي هو جيئن انهن کي ٻڌايو ويو هو.

## عيسيٰ جو نالو رکجڻ

㉑ اٺن ڏينهن کان پوءِ جڏهن هن جي سنت ڪرڻ جو وقت آيو تہ
سندس نالو عيسيٰ رکيائون، جيڪو هن جي پيٽ ۾ اچڻ کان اڳ ۾
ئي ملائڪ رکيو هو.

## عيسيٰ کي هيڪل ۾ آڻڻ

㉒ جڏهن موسيٰ جي شريعت موجب پاڪ ٿيڻ جا مقرر ڏينهن پورا ٿيا
تڏهن يوسف ۽ مريم عيسيٰ کي خداوند جي اڳيان حاضر ڪرڻ لاءِ يروشلم
۾ کڻي آيا. ㉓ خداوند جي شريعت ۾ لکيل آهي تہ ”هر ڪو پهريتو پٽ
خداوند جي لاءِ وقف ڪيو وڃي.“ ㉔ سو اهي خداوند جي شريعت جي
فرضن موجب قرباني پيش ڪرڻ آيا، جنهن ۾ لکيل آهي تہ ”ٻہ ڳيرا يا
ڪبوتر جا ٻہ ٻچا هجن.“
㉕ تن ڏينهن ۾ يروشلم ۾ هڪڙو ماڻهو رهندو هو جنهن جو نالو شمعون
هو. هو سچار ۽ نيڪ ماڻهو هو ۽ هو بني اسرائيل جي بچاءَ لاءِ منتظر هو. ان
سان پاڪ روح هوندو هو، ㉖ جنهن کيس ٻڌايو هو تہ ”جيستائين خداوند
جي مسيح کي نہ ڏسندين، تيستائين ڪين مرندين.“ ㉗ پاڪ روح جي
هدايت تي شمعون هيڪل ۾ آيو. جڏهن ماءُپيءُ ٻارڙي عيسيٰ کي شريعت

---

٢:٢١ لاو ١٢:٣، لو ١:٣١ ٢:٢٢-٢٤ لاو ١٢:٦-٨ ٢:٢٣ خر ١٣:٢، ١٢

جا فرض پورا ڪرڻ لاءِ هيڪل ۾ ڪٺي آيا ٢٨ تڏهن شمعون ٻارڙي کي
پنهنجن هٿن تي کنيو ۽ خدا جي واکاڻ ڪندي چيائين ته

٢٩ ”اي مالڪ! هاڻي تون پنهنجي ٻانهي کي
پنهنجي واعدي موجب سلامتيءَ سان موڪل.
٣٠ ڇالاءِجو منهنجين اکين
تنهنجو ڇوٽڪارو ڏٺو آهي،
٣١ جيڪو تو سڀني قومن اڳيان تيار ڪيو آهي،
٣٢ يعني غير قومن لاءِ
تنهنجي رستي تي هلڻ ڪاڻ روشنائي
۽ تنهنجي قوم بني اسرائيل لاءِ وڏائي.“

٣٣ ٻار جا ماءُپيءُ حيران ٿيا ته انهيءَ بابت ڇا ڇا نه پيو چئجي! ٣٤ شمعون
انهن کي مبارڪون ڏنيون ۽ ٻار جي ماءُ مريم کي چيائين ته ”هي ٻار بني
اسرائيل ۾ گهڻن جي ڪرڻ ۽ چڙهڻ جو سبب مقرر ڪيو ويو آهي. هو خدا
جي طرف کان هڪ نشان هوندو، جنهن جي ڪيترائي مخالفت ڪندا،
٣٥ جنهنڪري سندن دلين جا ڳجهه ظاهر ٿيندا. تو کي ايترو ڏک پهچندو،
جيڪو ترار وانگر تنهنجيءَ دل گهائي ڇڏيندو.“
٣٦ آشر قبيلي جي هڪ شخص فنوايل جي ڌيءَ حنا هڪ نبياڻي هئي. هوءَ
هڪ پوڙهي عورت هئي، جيڪا شادي کان پوءِ ست سال مڙس سان گڏ
رهي ٣٧ ۽ پوءِ رنڊ زال ٿي. هاڻي سندس عمر چوراسي ورهيه هئي، پر ڪڏهن
به هيڪل کان پير ٻاهر نه ڪڍيائين ۽ رات ڏينهن روزا رکي، دعائون گهري
پئي عبادت ڪندي هئي. ٣٨ سا به انهيءَ وقت آئي ۽ خدا جو شڪر ڪيائين
۽ انهن سڀني سان هن ٻار بابت ڳالهيون ڪرڻ لڳي، جيڪي انتظار ۾ هئا
ته خدا يروشلم کي آزادي ڏيندو.

## ناصرت ڏانهن واپسي

٣٩ انهن جڏهن خداوند جي شريعت جي فرضن جي بجاآوري ڪئي،
تڏهن گليل علائقي ۾ پنهنجي اباڻي شهر ناصرت ڏانهن موٽيا. ٤٠ ٻار

٢:٣٢ يس ٤٢:٦، ٤٩:٦، ٥٢:١٠ ٢:٣٩ مت ٢:٢٣

وڌندو ۽ زور وٺندو ويو. هو سياڻپ سان ڀربو ويو ۽ خدا جو فضل هن
سان ساڻ هو.

## ننڍي عيسيٰ جو هيڪل ۾ وڃڻ

۴۱ عيسيٰ جا ماءُپيءُ هر سال يروشلم ڏانهن عيد فصح جي موقعي تي
ويندا هئا. ۴۲ جڏهن عيسيٰ ٻارهن سالن جو ٿيو ته اهي دستور موجب عيد
فصح تي ويا. ۴۳ جڏهن عيد جا ڏينهن پورا ٿيا ته هو گهر ڏانهن موٽڻ لڳا.
پر ڇوڪرو عيسيٰ يروشلم ۾ رهجي وين ۽ سندس ماءُپيءُ کي خبر نه هئي.
۴۴ انهن سمجهيو پئي ته هو قافلي سان آهي، سو انهن سڄو ڏينهن سفر ڪيو
۽ پوءِ عيسيٰ کي مائٽن ۽ دوستن ۾ ڳولڻ شروع ڪيائون. ۴۵ جڏهن انهن هن
کي نه لڌو ته هو هن جي ڳولا لاءِ موٽي يروشلم ۾ آيا. ۴۶ ٽئين ڏينهن تي هنن
عيسيٰ کي هيڪل ۾ لڌو، جتي هو يهودين جي عالمن سان ويٺو هو ۽ انهن
جي ٻڌي ساڻن سوال جواب پئي ڪيائين. ۴۷ جن به هن کي ٻڌو ٿي، سي
سڀئي هن جي عقل ۽ حاضرجوابيءَ تي عجب ٻيا کائين. ۴۸ جڏهن هن کي
ڏٺائون ته هن جا ماءُپيءُ حيران ٿي ويا. هن جي ماءُ هن کي چيو ته ”پُٽ،
تو اسان سان ائين ڇو ڪيو؟ تنهنجو پيءُ ۽ آءٌ تو کي ڳولي لهڻ لاءِ سخت
پريشان هئاسين.“ ۴۹ تنهن تي هن انهن کي جواب ڏنو ته ”اوهان مون کي
ڇو پئي ڳوليو؟ ڇا اوهان کي خبر نه آهي ته مون کي پنهنجي پيءُ جي گهر ۾
رهڻ کپي؟“ ۵۰ پر اهي هن جي ڳالهه سمجهي نه سگهيا.
۵۱ پوءِ عيسيٰ انهن سان گڏجي ناصرت ۾ آيو، جتي هو انهن جو فرمانبردار
ٿي رهيو. هن جي ماءُ هي سڀ ڳالهيون پنهنجي دل ۾ سانڍي رکيون.
۵۲ عيسيٰ قد ۽ سياڻپ سان گڏوگڏ خدا ۽ ماڻهن جي مقبوليت ۾ به وڌندو ويو.

## يحيٰ بپتسما ڏيڻ واري جي تبليغ

(متي ۳:۱-۱۲، مرقس ۱:۱-۸، يوحنا ۱:۱۹-۲۸)

۳ ۱ تبريس قيصر جي حڪومت جو پندرهون سال هو. انهن ڏينهن ۾
يهوديه جو گورنر پنطيس پلاطس هو ۽ گليل جو حاڪم هيروديس هو.

۲:۴۱ خر ۱۲:۱-۲۷، شر ۱۶:۱-۸ ۲:۵۲ ۱.سمر ۲:۲۶، مثل ۳:۴

اِيتوريا ۽ ترخونيتس جو حاڪم هيروديس جو ڀاءُ فلپس هو. ابلينيءَ جو حاڪم
لسانياس هو، ② ۽ حنا ۽ قائفا سردار ڪاهن هئا. انهن ڏينهن ۾ خدا جو
ڪلام ذڪريا جي پٽ يحيٰ تي رڻپٽ ۾ نازل ٿيو. ③ هو اردن درياءَ جي
چوطرف ساري علائقي ۾ ويو ۽ ماڻهن ۾ تبليغ ڪيائين ته ”توبهه ڪريو ۽
بپتسما وٺو ته اوهان کي پنهنجن گناهن جي معافي ملي.“ ④ جيئن يسعياه
نبيءَ جي ڪتاب ۾ لکيل آهي ته

”رڻپٽ ۾ پڪارڻ واري جو آواز اچي ٿو
’ته خداوند لاءِ رستو تيار ڪريو.
هن جي لاءِ واٽون سڌيون ڪريو.
⑤ سيڪا ماٿري پرجي پوندي،
۽ هر ڪو جبل ۽ ٽڪري سنئين ڪئي ويندي.
ڏنگا رستا سڌا ٿيندا
۽ کڏن کوڀن واريون واٽون سنيون ٿينديون.
⑥ ساري انسانذات خدا جو ڇوٽڪارو ڏسندي.‘“

⑦ تڏهن ماڻهن جا جيڪي ميڙ ڪانئس بپتسما وٺڻ آيا پئي، تن کي چيائين
ته ”اي نانگ جا ٻچو! اوهان کي ڪنهن ٻڌايو آهي ته اوهين خدا جي ايندڙ
غضب کان بچي سگهندا؟ ⑧ اهڙا ڪم ڪريو جن مان خبر پوي ته اوهان
سچ‌پچ پنهنجن گناهن تي پڇتايو آهي. پاڻ ۾ ائين نه چئو ته ’اسين ابراهيم جو
اولاد آهيون.‘ آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته هنن پٿرن مان به خدا ابراهيم لاءِ اولاد
پيدا ڪري سگهي ٿو. ⑨ بلڪ هاڻي ته وڻن جي پاڙن تي ڪهاڙو تيار رکيو ويو
آهي ۽ جيڪڏهن ڪو وڻ سٺو ميوو نه ٿو ڏئي ته ڪيس وڍي باهه ۾ اڇلائبو.“
⑩ تنهن تي ماڻهن ڪانئس پڇيو ته ”پوءِ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟“
⑪ هن ورندي ڏنن ته ”جنهن وٽ ٻه پهراڻ هجن ته اهو هڪ انهيءَ کي ڏئي
جنهن کي هڪ به ڪونهي ۽ جنهن وٽ کاڌو آهي، سو به اهو ورهائي.“
⑫ محصول اڳاڙيندڙ پڻ بپتسما وٺڻ آيا ۽ انهن پڇيس ته ”استاد، اسان کي
ڇا ڪرڻ گهرجي؟“ ⑬ تنهن تي انهن کي چيائين ته ”مقرر اڳهه کان وڌيڪ

٣:٤-٦ يس ٤٠:٣-٥ ٣:٧ مت ١٢:٣٤، ٢٣:٣٣ ٣:٨ يو ٨:٣٣
٣:٩ مت ٧:١٩ ٣:١٢ لو ٧:٢٩

نہ اگاڙيو.“ ⑭ سپاهين بہ پڇيس تہ ”پوءِ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟“ تن
کي چيائين تہ ”ڪنهن کي دٻائي ڌمڪائي زوريءَ پيسا نہ وٺو، پر پنهنجي
پگهار مان پورت ڪريو.“
⑮ ماڻهو انهيءَ ويچار ۾ هئا تہ ”ڇا هي مسيح تہ نہ آهي!“ ⑯ تنهن تي
يحيٰ انهن سڀني کي جواب ڏنو تہ ”آءٌ اوهان کي پاڻيءَ سان بپتسما ٿو ڏيان، پر
اهو اچڻ وارو آهي جيڪو مون کان وڌيڪ قدرت وارو آهي ۽ آءٌ سندس جتيءَ
جون ڪهيون ڇوڙڻ جي لائق بہ نہ آهيان. اهو اوهان کي پاڪ روح ۽ باهہ
سان بپتسما ڏيندو. ⑰ هن کي پنهنجي ڪارائي هٿ ۾ آهي تہ جيئن پنهنجي
ڳاهہ جي پڙ کي چڱيءَ طرح صاف ڪري ۽ ڪڻڪ کي ميڙي پنهنجي پانديءَ
۾ رکي. پر بُهہ کي اهڙيءَ باهہ ۾ ساڙي ڇڏيندو جا وسامڻ جي نہ آهي.“
⑱ يحيٰ ماڻهن کي ٻيون بہ ڪيتريون ئي هدايتون ڏيئي خوشخبري ٻڌائيندو
رهيو. ⑲ پر هيروديس کي جهڻڪيائين، ڇالاءِجو هو پنهنجي ڀاءُ فلپس جي
زال هيرودياس سان پرڻيو هو ۽ ٻيا بہ برا ڪم ڪيا هئائين. ⑳ پوءِ هيروديس
هڪ وڌيڪ خرابي ڪئي جو يحيٰ کي ڪٽي جيل ۾ وڌائين.

## عيسيٰ جو بپتسما وٺڻ

(متي ۳:۱۳-۱۷، مرقس ۱:۹-۱۱)

㉑ جڏهن سڀ ماڻهو بپتسما وٺي چڪا تہ عيسيٰ بہ بپتسما ورتي. انهيءَ
مهل هن جي دعا گهرندي آسمان کلي پيو، ㉒ ۽ پاڪ روح ڪبوتر جي
صورت ۾ مٿس اچي لٿو. آسمان مان آواز آيو تہ ”تون منهنجو پيارو فرزند
آهين. آءٌ تو مان گهڻو خوش آهيان.“

## عيسيٰ جو شجرو

(متي ۱:۱-۱۷)

㉓ جڏهن عيسيٰ پاڻ تعليم ڏيڻ شروع ڪئي، تڏهن سندس عمر اٽڪل
ٽيهہ ورهيہ هئي. عيسيٰ کي يوسف جو پٽ سمجهيو ويندو هو، يوسف پٽ

۳:۱۹-۲۰ مت ۱۴:۳-۴، مر ۶:۱۷-۱۸ ۳:۲۲ پيد ۲۲:۲، زب ۲:۷، يس
۴۲:۱، مت ۳:۱۷، مر ۱:۱۱، لو ۹:۳۵

عيليءَ جو هو، ٢٤ ۽ عيلي پٽ متات جو، متات پٽ لاويءَ جو، لاوي پٽ
ملڪيءَ جو، ملڪي پٽ ينا جو ۽ ينا پٽ يوسف جو، ٢٥ يوسف پٽ متتياه
جو، متتياه پٽ عاموس جو، عاموس پٽ ناحوم جو، ناحوم پٽ اِسليءَ جو ۽
اِسلي پٽ نوگيءَ جو، ٢٦ نوگي پٽ ماعت جو، ماعت پٽ متتياه جو، متتياه
پٽ شمعيءَ جو، شمعي پٽ يوسيح جو ۽ يوسيح پٽ يودا جو، ٢٧ يودا پٽ
يوحنا جو، يوحنا پٽ رسيا جو، رسيا پٽ زربابل جو، زربابل پٽ شئلتيايل
جو ۽ شئلتيايل پٽ نيريءَ جو، ٢٨ نيري پٽ ملڪيءَ جو، ملڪي پٽ اديءَ
جو، ادي پٽ قوسام جو، قوسام پٽ المودام جو ۽ المودام پٽ عير جو،
٢٩ عير پٽ يشوع جو، يشوع پٽ اليعزر جو، اليعزر پٽ يوريم جو، يوريم
پٽ متات جو ۽ متات پٽ لاويءَ جو، ٣٠ لاوي پٽ شمعون جو، شمعون پٽ
يهوداه جو، يهوداه پٽ يوسف جو، يوسف پٽ يونان جو ۽ يونان پٽ الياقيم
جو، ٣١ الياقيم پٽ مليآه جو، مليآه پٽ مناه جو، مناه پٽ متتاه جو، متتاه
پٽ ناتن جو ۽ ناتن پٽ دائود جو، ٣٢ دائود پٽ يشيءَ جو، يشي پٽ عوبيد
جو، عوبيد پٽ بوعز جو، بوعز پٽ سلمون جو ۽ سلمون پٽ نحشون جو،
٣٣ نحشون پٽ عميناداب جو، عميناداب پٽ ارنيءَ جو، ارني پٽ حصرون
جو، حصرون پٽ فارص جو ۽ فارص پٽ يهوداه جو، ٣٤ يهوداه پٽ يعقوب
جو، يعقوب پٽ اسحاق جو، اسحاق پٽ ابراهيم جو، ابراهيم پٽ تاراه جو
۽ تاراه پٽ نحور جو، ٣٥ نحور پٽ سروگ جو، سروگ پٽ رعو جو، رعو پٽ
فلگ جو، فلگ پٽ عبر جو ۽ عبر پٽ شلح جو، ٣٦ شلح پٽ قينان جو، قينان
پٽ ارفڪشد جو، ارفڪشد پٽ سام جو، سام پٽ نوح جو ۽ نوح پٽ
لمڪ جو، ٣٧ لمڪ پٽ متوشايل جو، متوشايل پٽ حنوڪ جو، حنوڪ
پٽ يارد جو، يارد پٽ مهالايل جو ۽ مهالايل پٽ قينان جو، ٣٨ قينان پٽ
انوش جو، انوش پٽ سيت جو، سيت پٽ آدم جو ۽ آدم خدا جو فرزند هو.

## عيسيٰ جي آزمائش

(متي ٤:‏١-‏١١، مرقس ١:‏١٢-‏١٣)

٤ ١ عيسيٰ اردن مان پاڪ روح سان پرجي موٽيو ۽ پاڪ روح جي
هدايت سان چاليهه ڏينهن بيابان ۾ گهميو پئي، ٢ جتي شيطان هن

ڪي آزمايو. انهن ڏينهن ۾ هن ڪجهه به نه کاڌو، پر جڏهن اهي ڏينهن
گذري ويا ته پوءِ هن کي بک لڳي.
(۳) تنهن تي شيطان چيس ته ”جيڪڏهن تون خدا جو فرزند آهين ته هن
پهڻ کي حڪم ڪر ته ماني ٿي پوي.“ (۴) عيسيٰ ورندي ڏنس ته ”اهو لکيل
آهي ته ’ماڻهو رڳو مانيءَ تي جيئرو نه ٿو رهي.‘“
(۵) پوءِ شيطان کيس هڪ مٿانهين جاءِ تي وٺي ويو ۽ هڪ پل ۾ دنيا
جون مڙيئي بادشاهتون ڏيکاريائينس. (۶) شيطان چيس ته ”آءٌ تو کي انهن
سڀني جي حڪومت ۽ شان‌شوڪت ڏيندس ڇوته اهو مون تي ڇڏيل آهي ته
جنهن کي چاهيان تنهن کي ڏيان. (۷) سو جيڪڏهن تون مون کي سجدو
ڪندين ته اهو سڀ ڪجهه تنهنجو ٿيندو.“ (۸) تنهن تي عيسيٰ ورندي ڏنس
ته ”اهو لکيل آهي ته ’تون رڳو خداوند پنهنجي خدا کي سجدو ڪر ۽
رڳو انهيءَ جي ئي عبادت ڪر.‘“
(۹) تنهن کان پوءِ شيطان کيس يروشلم ۾ وٺي ويو ۽ هيڪل جي تمام
مٿانهين ڪنگريءَ تي بيهاري چيائينس ته ”جيڪڏهن تون خدا جو فرزند
آهين ته هتان پاڻ کي اڇل، (۱۰) ڇالاءِجو اهو لکيل آهي ته ’خدا پنهنجي
ملائڪن کي تو لاءِ حڪم ڪندو، جيڪي تنهنجي سنڀال ڪندا. (۱۱) اهي
تو کي پنهنجن هٿن تي جهليندا ته جيئن تنهنجو پير پٿر تي نه لڳي.‘“
(۱۲) عيسيٰ کيس وراڻيو ته ”هي لکيل آهي ته ’تون خداوند پنهنجي خدا کي
نه آزماءِ.‘“ (۱۳) پوءِ جڏهن شيطان عيسيٰ کي هر طرح سان آزمائي چڪو
ته ڪجهه وقت لاءِ وٽانئس هليو ويو.

## عيسيٰ جو گليل ۾ ڪم شروع ڪرڻ

(متي ۴:۱۲-۱۷، مرقس ۱:۱۴-۱۵)

(۱۴) پوءِ عيسيٰ گليل علائقي ڏانهن پاڪ روح جي طاقت سان موٽيو.
سندس هاڪ سڄي علائقي ۾ هُلي ويئي. (۱۵) هن عبادت‌خانن ۾ تعليم
ڏني ۽ سڀني سندس ساراهه ڪئي.

---

۴:۴ شر ۸:۳ ۴:۸ شر ۶:۱۳ ۴:۱۰ زب ۹۱:۱۱ ۴:۱۱ زب ۹۱:۱۲
۴:۱۲ شر ۶:۱۶

## ناصرت ۾ عيسيٰ جي مخالفت

(متي ١٣:٥٣-٥٨، مرقس ٦:١-٦)

١٦ پوءِ هو ناصرت ۾ آيو جتي سندس پالنا ٿي هئي. سبت جي ڏينهن
تي دستور موجب هو عبادت‌خاني ۾ ويو ۽ تلاوت ڪرڻ لاءِ اٿي بيٺو.
١٧ کيس يسعياه نبيءَ جو ڪتاب ڏنو ويو ۽ هن اهو هنڌ کوليو جتي
لکيل هو ته

١٨ ”خداوند جو روح مون سان آهي،
ڇوته غريبن کي خوشخبري ڏيڻ لاءِ
مون کي مسح ڪيو اٿس.
هن مون کي موڪليو آهي ته
قيدين جي رهائيءَ
۽ انڌن جي بينائيءَ جو اعلان ڪريان.
۽ ستايلن جي دلجوئي ڪريان،
١٩ ۽ اعلان ڪريان ته
خداوند جي مهربانين جو سال آيو آهي.“

٢٠ پوءِ عيسيٰ ڪتاب بند ڪري خدمتگار کي ڏنو ۽ پاڻ ويهي رهيو.
عبادت‌خاني ۾ سڀيئي هن کي چتائي ڏسن پيا. ٢١ تڏهن هنن کي ٻڌايائين
ته ”اڄ اوهان جي ٻڌندي ئي هيءَ لکت پوري ٿي آهي.“ ٢٢ سڀيئي سندس
نيڪي ڪرڻ لڳا ۽ عجب کائين پيا ته هن جي واتان ڪهڙا نه مهر پريا
لفظ نڪتا پئي ۽ چوڻ لڳا ته ”ڇا هي يوسف جو پٽ نه آهي؟“ ٢٣ عيسيٰ
انهن کي چيو ته ”اوهين ضرور اها چوڻي مون کي ٻڌائيندا ته ’ڊاڪٽر،
پاڻ کي ته چڱاءِ‘ ۽ هيئن به چوندا ته ’هتي پنهنجي وطن ۾ به ائين ڪري
ڏيکار جيئن ڪفرناحوم بابت ٻڌون ٿا.‘“ ٢٤ تنهن تي انهن کي چيائين
ته ”سچ پچو ته ڪنهن به نبيءَ جو پنهنجي وطن ۾ قدر نه ٿو ٿئي. ٢٥ آءٌ
اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته جڏهن الياس نبيءَ جي ڏينهن ۾ ساڍا ٽي
سال آسمان مان بوند نه وئي ۽ ملڪ ۾ سخت ڏڪار پئجي ويو، تڏهن

**٤:١٨-١٩** يس ٦١:١-٢ **٤:٢٤** يو ٤:٤٤ **٤:٢٥** ١.با ١٧:١

جيتوڻيڪ اسرائيل ۾ به ڪيترين ئي رنون‌زالون هيون. (۲۶) پر الياس نبي
انهن مان ڪنهن وٽ به مدد لاءِ نه موڪليو ويو، بلڪ رڳو صيدا علائقي
جي صارفت شهر ۾ رهندڙ هڪ رنڙال وٽ ئي مدد لاءِ موڪليو ويو.
(۲۷) اليشع نبيءَ جي ڏينهن ۾ اسرائيل ۾ ڪيترائي ڪوڙهه جهڙي مرض وارا
هئا پر انهن مان ڪنهن کي به شفا ڪانه ملي، بلڪ رڳو نعمان شاميءَ
کي ملي.“ (۲۸) اهي ڳالهيون ٻڌندي ئي جيڪي‌به عبادت‌خاني ۾ هئا،
سي سيئي ڏاڍا ڪاوڙيا، (۲۹) ۽ اٿي کڙا ٿيا ۽ عيسيٰ کي گهلي شهر کان
ٻاهر ڪڍيائون. جنهن ٽڪريءَ تي سندن شهر ٻڌل هو، تنهن جي چوٽيءَ
تي وٺي آيس ته مٿان اڇلائينس. (۳۰) پر هو انهن جي وچ مان ئي نڪري
پنهنجو رستو وٺي هليو ويو.

## ڀوت ورتل ماڻهو

(مرقس ۱:۲۱-۲۸)

(۳۱) ان کان پوءِ عيسيٰ گليل جي شهر ڪفرناحوم ۾ آيو، جتي سبت
جي ڏينهن تي ماڻهن کي تعليم پئي ڏنائين. (۳۲) اهي سيئي هن جي
تعليم تي حيران ٿي ويا، ڇاڪاڻ‌ته هن جو ڪلام ائين هو جيئن ڪو
اختيار وارو ڳالهائي. (۳۳) عبادت‌خاني ۾ هڪڙو ماڻهو هو جنهن تي ڪنهن
ڀوت جو پاڇو هو، تنهن وڏي رڙ ڪري چيو ته (۳۴) ”اي عيسيٰ ناصري!
اسان سان تنهنجو ڪهڙو واسطو آهي؟ ڇا تون اسان کي ناس ڪرڻ
آيو آهين؟ آءٌ ڄاڻان ٿو ته تون ڪير آهين، تون ئي خدا جي هڪ پاڪ
هستي آهين.“ (۳۵) تنهن تي عيسيٰ کيس ڇينڀي چيو ته ”چپ ڪر،
هن مان نڪري اچ.“ ڀوت ماڻهوءَ کي انهن جي اڳيان اڇلايو ۽ کيس
ايذاءَ ڏيڻ کان سواءِ ٻاهر نڪري آيو. (۳۶) تنهن تي سڀني کي حيرت وٺي
ويئي ۽ هڪٻئي کان پڇڻ لڳا ته ”هي ڪهڙو ڪلام آهي؟ ڇالاءِجو
هو اختياريءَ ۽ قدرت سان ڀوتن کي حڪم ٿو ڏئي ۽ اهي نڪري
اچن ٿا.“ (۳۷) اوسي‌پاسي واري علائقي ۾ جتي ڪٿي عيسيٰ جي هاڪ
پئجي ويئي.

---

۴:۲۶ ۱.با ۱۷:۸-۱۶ ۴:۲۷ ۲.با ۵:۱-۱۴ ۴:۳۲ مت ۷:۲۸-۲۹

## گھڻن ماڻھن کي شفا ڏيڻ

(متي ٨:١٤–١٧، مرقس ١:٢٩–٣٤)

(٣٨) عيسيٰ عبادت‌خاني مان نڪري شمعون جي گھر آيو. شمعون جي
سس کي سخت بخار هو ۽ هنن اُن جي لاءِ چيس. (٣٩) هو ان وٽ ويو ۽
مٿانئس بيهندي بخار کي حڪم ڪيائين ته بخار کيس ڇڏي ويو. هوءَ
هڪدم چاق ٿي اُٿي ۽ هنن جي خدمت ڪرڻ لڳي.
(٤٠) سج لهندي مهل ماڻهو انهن سڀني کي عيسيٰ وٽ وٺي آيا جيڪي جدا
جدا بيمارين جا مريض هئا. عيسيٰ انهن مان هر هڪ کي پنهنجو هٿ لاتو
۽ اهي سڀيئي چڱا ڀلا ٿي ويا. (٤١) ڪيترن ئي ماڻهن مان ڀوت نڪري ويا ۽
واڪا ڪندا ويا ته ”تون خدا جو فرزند آهين.“ ڇاڪاڻ‌ته انهن کي خبر هئي
ته هو مسيح آهي. پر عيسيٰ انهن کي جهڻڪيو ته ائين نه چئو.

## عبادت‌خاني ۾ تبليغ ڪرڻ

(مرقس ١:٣٥–٣٩)

(٤٢) جڏهن ڏينهن ٿيو ته هو نڪري هڪڙي ويران هنڌ تي آيو. ماڻھن جي
ميڙن کيس ڳولي لڌو ۽ جهلڻ لڳس ته ”اسان کي ڇڏي نه وڃو.“ (٤٣) پر
هن انهن کي چيو ته ”مون کي خدا جي بادشاهت جي خوشخبريءَ جي
منادي ٻين شهرن ۾ به ڪرڻي آهي. ڇالاءِجو آءٌ انهيءَ لاءِ ئي ته موڪليو ويو
آهيان.“ (٤٤) هو سڄي ملڪ جي عبادت‌خانن ۾ تبليغ ڪندو رهيو.

## پهريان شاگرد سڏڻ

(متي ٤:١٨–٢٢، مرقس ١:١٦–٢٠)

٥ (١) هڪڙي دفعي جڏهن هو گليل ڍنڍ جي ڪنڌيءَ تي بيٺو هو ته
ماڻهن جا ميڙ مٿس ڳاهٽ پئي ٿيا انهيءَ لاءِ ته خدا جو ڪلام ٻڌن.
(٢) تڏهن ڍنڍ جي ڪنڌيءَ تي هن ٻه ٻيڙيون بيٺل ڏٺيون. مهاڻن ٻيڙين مان
لهي پنهنجا ڄار پئي ڌوتا. (٣) عيسيٰ انهن مان هڪڙيءَ ۾ چڙهي پيو، جيڪا

٥:١-٣ مت ١٣:١-٢، مر ٣:٩-١٠، ١:٤

شمعون جي هئي ۽ کيس ڪنڌيءَ کان ٿورو پرڀرو ڌڪڻ لاءِ چيائين. پوءِ
عيسيٰ ٻيڙيءَ ۾ ويهي ميڙ کي تعليم ڏني.
(۴) جڏهن عيسيٰ ڳالهائي بس ڪئي تڏهن شمعون کي چيائين ته ”ٻيڙي
تار پاڻيءَ ۾ ڪاهي هل ۽ اتي اوهين شڪار لاءِ پنهنجا ڄار وجهو.“ (۵) تنهن
تي شمعون وراڻي ڏيئي چيس ته ”سائين! اسان سڄي رات لوڙيو آهي پر
ڪجهه به هٿ نه آيو آهي، پر جيڪڏهن اوهين چئو ٿا ته ڄار وجهرايان ٿو.“
(۶) انهن ڄار وڌا ته ايتريون مڇيون اچي ڦاٿيون جو ڄار پئي ٽُٽن. (۷) تنهن تي
ٻي ٻيڙيءَ ۾ جيڪي سنگتي هئن تن کي مدد لاءِ سڏيائون. هو آيا ۽ مڇيءَ
سان ٻئي ٻيڙيون ايتريون ته ڀريائون جو اچي ٻڏڻ لڳيون. (۸) جڏهن شمعون
پطرس هي واقعو ڏٺو ته عيسيٰ جي پيرن تي ڪري پيو ۽ چيائينس ته
”اي خداوند! مون وٽان هليا وڃو، ڇالاءِجو آءٌ گنهگار آهيان.“ (۹) شمعون
سان گڏوگڏ سندس سڀيئي سنگتي به ايترين مڇين ڦاٿل ڏسي حيرت ۾
پئجي ويا. (۱۰) انهن سان گڏ شمعون جي ڀائيوار زبديءَ جا پٽ يعقوب ۽ يوحنا
به عجب ۾ پئجي ويا. تنهن تي عيسيٰ شمعون کي چيو ته ”ڊڄ نه، اڄ
کان پوءِ تون ماڻهن کي ڦاسائيندين.“ (۱۱) اهي ٻيڙين کي ڌڪي ڪنڌيءَ تي
ڪاهي ويا ۽ سڀ ڪجهه ڇڏي عيسيٰ جي پٺيان هليا.

## ڪوڙهه جهڙي مرض واري کي شفا ڏيڻ

(متي ۸:۱-۴، مرقس ۱:۴۰-۴۵)

(۱۲) هڪ دفعي عيسيٰ ڪنهن شهر ۾ ويو جتي هڪ ماڻهو ڪوڙهه جهڙي
مرض سان ورتل هو. هن جڏهن عيسيٰ کي ڏٺو ته ان جي اڳيان منهن ڀر
ڪري نيزاري ڪري چيائين ته ”اي سائين! جيڪڏهن اوهين چاهيو ته مون
کي ڇتائي پاڪ صاف ڪري سگهو ٿا.“ (۱۳) عيسيٰ پنهنجو هٿ ڊگهيريو ۽
ان کي لائيندي چيائين ته ”آءٌ چاهيان ٿو ته تون ڇتي پاڪ صاف ٿيءُ.“ تڏهن
هڪدم سندس ڪوڙهه جهڙو مرض لهي ويو. (۱۴) پوءِ عيسيٰ کيس تاڪيد
ڪري چيو ته ”اها ڳالهه ڪنهن سان به نه ڪجانءِ، پر سڌو وڃي ڪاهن
کي پاڻ ڏيکار ۽ موسيٰ جي شريعت موجب پنهنجي پاڪ ٿيڻ لاءِ قرباني

۵:۵ يو ۲۱:۳ ۶:۵ يو ۲۱:۶ ۱۴:۵ لاو ۱۴:۱-۳۲

ڪر ته جيئن هر ڪنهن لاءِ شاهدي ٿئي ته تون هاڻي چڱي پاڪ صاف ٿيو
آهين.“ (۱۵) عيسيٰ بابت اهي ڳالهيون هنڌين ماڳين هُلي ويون ۽ ماڻهن جا
وڏا ميڙ اچي مڙيا ته هن جي تعليم ٻڌن ۽ پنهنجين بيمارين کان شفا پائين.
(۱۶) پر هو پرڀرو ٻاهر اڪيلائيءَ ۾ ويندو هو ۽ اتي وڃي دعا گهرندو هو.

## اڌرنگيءَ کي شفا ڏيڻ

(متي ۹:۱-۸، مرقس ۲:۱-۱۲)

(۱۷) هڪڙي ڏينهن عيسيٰ تعليم ڏيئي رهيو هو ته ڪي فريسي ۽ شريعت
جا عالم به اتي ويٺا هئا، جيڪي گليل ۽ يهوديه جي هر ڳوٺ ۽ يروشلم کان
آيا هئا. بيمارن کي شفا ڏيڻ لاءِ خداوند جي قدرت عيسيٰ سان ساڻ هئي.
(۱۸) ڪي ماڻهو هڪ اڌرنگي ماڻهوءَ کي کٽولي تي کنيو پئي آيا ۽ ڪوشش
پئي ڪيائون ته هن کي اندر کڻي عيسيٰ جي اڳيان رکن. (۱۹) پر ميڙ جي
ڪري انهن کي اندر کڻي اچڻ لاءِ رستو نه پئي مليو. تنهنڪري هو ڪوٺي
تي چڙهي ويا ۽ ڇت منجهان کٽولي سوڌو کيس هيٺ وچ ۾ عيسيٰ جي
اڳيان ڪري لاٿائون. (۲۰) جڏهن عيسيٰ انهن جو ايڏو ايمان ڏٺو ته بيمار
کي چيائين ته ”ادا، تنهنجا گناهه بخشجي ويا.“ (۲۱) تنهن تي شريعت جا
عالم ۽ فريسي دليل ڊوڙائڻ لڳا ته ”هي ڪير آهي جو ڪفر ٿو بڪي؟
ڇالاءِجو خدا کان سواءِ ٻيو ڪو به گناهه بخشي نه ٿو سگهي.“ (۲۲) عيسيٰ
انهن جا ارادا سمجهي ويو ۽ کين چيائين ته ”اوهين اهڙيون ڳالهيون ڇو
ٿا سوچيو؟ (۲۳) ڇا هي سولو آهي ته هن ماڻهوءَ کي چئجي ته ’تنهنجا گناهه
تو کي بخش ٿيا‘ يا اهو جو کيس چئجي ته ’اُٿ ۽ گهمُ ڦرُ؟‘ (۲۴) پر آءٌ
اوهان تي ثابت ڪندس ته ابنِ‌آدم کي دنيا ۾ گناهه بخشڻ جي اختياري
مليل آهي.“ سو هن اڌرنگي ماڻهوءَ کي چيو ته ”آءٌ تو کي چوان ٿو ته
اُٿ، پنهنجو کٽولو کڻ ۽ گهر هليو وڃ.“ (۲۵) تنهن تي هڪدم هو انهن
جي اڳيان اُٿي کڙو ٿيو ۽ جنهن کٽولي تي پيل هو سو کنيائين ۽ خدا جي
واکاڻ ڪندي گهر ڏانهن راهي ٿيو. (۲۶) هو سڀيئي حيران ٿي ويا ۽ ڊپ ۾
ڀرجي خدا جي واکاڻ ڪندي چيائون ته ”ڪهڙيون نه عجيب ڳالهيون
اسان اڄ ڏٺيون آهن.“

## لاويءَ کي سڏڻ

(متي ۹:۹-۱۳، مرقس ۲:۱۳-۱۷)

۲۷ هن کان پوءِ عيسيٰ ٻاهر نڪتو ۽ ڏٺائين ته هڪڙو[1] لاويءَ نالي محصول
اڳاڙيندڙ پنهنجي اڏي تي ويٺو آهي. عيسيٰ ان کي چيو ته ”منهنجي پٺيان
اچ.“ ۲۸ لاوي اٿيو ۽ سڀ ڪجهہ ڇڏي هن جي پٺيان هلڻ لڳو.
۲۹ پوءِ لاويءَ پنهنجي گهر ۾ عيسيٰ جي مان ۾ وڏي دعوت ڪئي، جنهن
۾ وڏو تعداد محصول اڳاڙيندڙن جو هو ۽ ٻيا بہ ماڻهو انهن سان گڏ ويٺا
هئا. ۳۰ ڪن فريسين ۽ سندن شريعت جي عالمن عيسيٰ جي شاگردن تي
ڪُرڪي کين چيو ته ”چو اوهين محصول اڳاڙيندڙن ۽ گنهگارن سان گڏ
کائو پيئو ٿا؟“ ۳۱ تنهن تي عيسيٰ کين ورندي ڏني ته ”تندرستن کي نہ بلڪ
بيمارن کي طبيب جي گهرج هوندي آهي. ۳۲ آءٌ نيڪن کي نہ، پر گنهگارن
کي توبهہ جي طرف سڏڻ لاءِ آيو آهيان.“

## روزن بابت سوال

(متي ۹:۱۴-۱۷، مرقس ۲:۱۸-۲۲)

۳۳ ڪن ماڻهن عيسيٰ کي چيو ته ”يحيٰ جا شاگرد اڪثر روزا رکندا آهن ۽
دعائون گهرندا آهن ۽ فريسين جا شاگرد بہ ائين ڪندا آهن. پر تنهنجا شاگرد
تہ کائين پيئن ٿا.“ ۳۴ عيسيٰ وراڻين ته ”جيسين گهوٽ ڄاڃين سان آهي،
تيسين اوهين انهن کي ڪو روزا رکائي سگهو ٿا ڇا؟ ۳۵ پر ڪو وقت ايندو
جڏهن کائن گهوٽ جدا ڪيو ويندو ته انهن ڏينهن ۾ هو بہ روزا رکندا.“
۳۶ عيسيٰ انهن کي هي مثال بہ ٻڌايو ته ”ڪوبہ ماڻهو نون ڪپڙن مان
ٽڪر ڦاڙي پراڻن ڪپڙن کي چتي نہ ٿو هڻي. جيڪڏهن ائين ڪندو ته هو
نوان ڪپڙا بہ ڦاڙيندو ۽ اهو ٽڪر پراڻي سان ميل بہ نہ کائيندو. ۳۷ ڪوبہ ماڻهو
تازي مئي پراڻن ساندارن ۾ ڪونہ ٿو پري، ڇوته تازي مئي ساندارن کي ڦاڙي

[1] لاويءَ: لاويءَ جو ٻيو نالو متي هو.

۵:۲۰ لو ۱۵:۱-۲

وجهنديم پوءِ نه مئي به هارجي ويندي ۽ ساندارا به زيان ٿيندا. ㊳ پر تازي مئي
نون ساندارن ۾ پرڻ گهرجي. ㊴ پراڻي مئي پيئڻ کان پوءِ ڪو به نئين مئي پيئڻ
پسند نه ٿو ڪريم ڇالاءِجو هو چوي ٿو ته 'پراڻي مئي وڌيڪ سٺي آهي.'"

## سبت جي ڏينهن بابت سوال

(متي ١٢:١-٨م مرقس ٢:٢٣-٢٨)

٦ ① عيسيٰ سبت جي ڏينهن پنهنجن شاگردن سان گڏ اَنَ وارين پنين
مان پئي لنگهيو. سندس شاگرد سنگ پٽي هٿن سان مهٽي ان کائڻ
لڳا. ② ڪن فريسين کين چيو ته "اهو ڪم جيڪو سبت جي ڏينهن
جائز نه آهي سو اوهين ڇو ٿا ڪريو؟" ③ عيسيٰ کين جواب ۾ چيو ته
"اوهان اهو نه پڙهيو آهي ڇا ته جڏهن دائود ۽ سندس ساٿين کي بک لڳي
هئي ته هن ڇا ڪيو هو؟ ④ هو خدا جي گهر ۾ گهڙي ويو ۽ نذر جون
مانيونم جيڪي ڪاهنن کان سواءِ ٻين کي کائڻ جائز نه آهن سي ڪٽي
کائڻ لڳو ۽ ساٿين کي به ڏنائين." ⑤ عيسيٰ وڌيڪ چيو ته "ابن‌آدم ته
سبت جو به مالڪ آهي."

## سکل هٿ وارو ماڻهو

(متي ١٢:٩-١٤م مرقس ٣:١-٦)

⑥ هڪڙي سبت جي ڏينهن تي عيسيٰ عبادت‌خاني ۾ وڃي تعليم ڏيڻ
لڳو. اُتي هڪ ماڻهو هو جنهن جو ساڄو هٿ سڪل هو. ⑦ ڪي شريعت
جا عالم ۽ فريسي انهيءَ موقعي جي تاڙ ۾ هئا ته عيسيٰ تي تهمت هڻجي.
انهيءَ لاءِ هو اهو جانچي رهيا هئا ته آيا سبت جي ڏينهن هو ڪنهن ماڻهوءَ کي
ڇٽائي ٿو يا نه. ⑧ عيسيٰ کي انهن جي نيتن جي خبر پئجي ويئي. هن سڪل
هٿ واري ماڻهوءَ کي چيو ته "اُٿي وچ ۾ ٿي بيهه." هو اٿي اچي بيٺو.
⑨ پوءِ عيسيٰ انهن کي چيو ته "آءٌ اوهان کان پڇان ٿو ته سبت جي ڏينهن
نيڪي ڪرڻ جائز آهي يا بدي ڪرڻ؟ ڪنهن جي جان بچائڻ يا مارڻ؟"
⑩ هُن چوڌاري نهاري ان ماڻهوءَ کي چيو ته "پنهنجو هٿ ڊگهو ڪر." هن

٦:١ شر ٢٣:٢٥ ٦:٣-٤ ١.سم ٢١:١-٦ ٦:٤ لاو ٢٤:٩

ائين ئي ڪيو ته سندس هٿ نيڪ ٿي ويو. ⑪ هو آپي مان نڪري ويا ۽ پاڻ
۾ صلاحون ڪرڻ لڳا ته ”عيسيٰ سان ڇا ڪرڻ گهرجي؟“

## ٻارهن رسول چونڊڻ

(متي ١٠:١–٤، مرقس ٣:١٣–١٩)

⑫ انهن ڏينهن ۾ عيسيٰ جبل تي دعا گهرڻ ويو. هن ساري رات خدا
کان دعا گهرڻ ۾ گذاري. ⑬ جڏهن ڏينهن ٿيو ته پنهنجن شاگردن کي
پاڻ وٽ سڏيائين. انهن مان ٻارهن ڄڻا چونڊيائين جن کي رسول ڪري به
ڪوٺيائين: ⑭ شمعون جنهن جو نالو پطرس رکيائين، سندس ڀاءُ اندرياس،
يعقوب، يوحنا، فلپس ۽ برتلمئي، ⑮ متي، توما، حلفيءَ جو پٽ يعقوب ۽
شمعون، جنهن کي ”قومپرست“ ڪري چوندا هئا، ⑯ يعقوب جو پٽ
يهوداه ۽ يهوداه اسڪريوتي، جنهن بعد ۾ دغا ڪري پڪڙايس.

## تعليم ڏيڻ ۽ شفا بخشڻ

(متي ٤:٢٣–٢٥)

⑰ عيسيٰ هنن سان گڏ جبل تان هيٺ لهي هڪ ميدان ۾ اچي بيٺو.
سندس شاگردن جي وڏي جماعت ۽ سڄي يهوديه، يروشلم، صور ۽ صيدا
جي سامونڊي ڪناري کان گهڻا ماڻهو اچي مڙيا. ⑱ هو انهيءَ لاءِ آيا ته
سندس ڳالهيون ٻڌن ۽ پنهنجين بيمارين کان شفا پائين. جيڪي ڀوتن جا
ستايل هئا سي به آيا ۽ شفا پاتائون. ⑲ سيني ماڻهن اها ئي پئي ڪوشش
ڪئي ته کيس هٿ لايون، ڇالاءِجو منجهانئس قدرت پئي نڪتي ۽ سيني
کي شفا پئي بخشيائين.

## مبارڪون ۽ مصيبتون

(متي ٥:١–١٢)

⑳ عيسيٰ پنهنجن شاگردن ڏانهن نهاري چيو ته
”سڀاڳا آهيو اوهين، جي غريب آهيو،
ڇالاءِجو خدا جي بادشاهت اوهان جي آهي.

٢١ سڳورا آهيو اوهين، جي هاڻي بکايل آهيو،
چالاءِجو اوهين ڍاول ٿيندا.
سڳورا آهيو اوهين، جي هاڻي روئو ٿا،
چالاءِجو اوهين کلندا.
٢٢ سڳورا آهيو اوهين، جڏهن ماڻهو ابن‌آدم جي ڪري توهان کي
ڌڪاريندا، ناتا ٽوڙيندا، ڦٽ لعنت ڪندا ۽ ائين به چوندا ته اوهين بڇڙا آهيو.
٢٣ انهيءَ ڏينهن توهين سرها ٿجو ۽ خوشيءَ مان ٽپ ڏجو، جو بهشت ۾ توهان
لاءِ وڏو اجر آهي. انهن جي ابن ڏاڏن به نبين سان اهڙا ئي پير ڪنيا هئا.
٢٤ پر مصيبت آهي توهان لاءِ،
جيڪي هن وقت دولتمند آهيو،
چالاءِجو اوهين آرام وٺي چڪا.
٢٥ مصيبت آهي توهان لاءِ،
جيڪي هن وقت ڍاول آهيو،
چالاءِجو اوهين بکون ڪيندا.
مصيبت آهي توهان لاءِ،
جيڪي هن وقت کلو ٿا،
چالاءِجو اوهين ماتم ڪندا ۽ روئندا.
٢٦ مصيبت آهي توهان لاءِ جڏهن سڀ ماڻهو توهان کي ساراهين ٿا،
چالاءِجو انهن جا ابا ڏاڏا به نبي سڏائيندڙن سان ائين ئي ڪندا هئا."

## دشمنن سان پيار

(متي ٥:٣٨-٤٨، ١٢:٧)

٢٧ "پر اي منهنجا ٻڌڻ وارو! آءٌ توهان کي ٻڌايان ٿو ته پنهنجن دشمنن
سان پيار ڪريو. جيڪي اوهان کان نفرت ڪن تن سان چڱائي ڪريو.
٢٨ جيڪي توهان کي پٽين تن لاءِ ڀلائي گهرو. جيڪي اوهان جي بي‌عزتي
ڪن تن لاءِ دعا گهرو. ٢٩ جيڪو توهان جي هڪ ڳل تي چماٽ هڻي تنهن
کي ٻيو به ڦيرائي ڏيو. جيڪو توهان جو ڪوٽ ڪڍي وڃي تنهن کي پهراڻ به

٦:٢٢ ١.پط ٤:١٤ ٦:٢٣ ٢.توا ٣٦:١٦، رس ٧:٥٢

کٽي وڃڻ ڏيو. ⑳ جيڪو توهان کان ڪجهہ گهري تنهن کي ڏيو. جيڪو
توهان جو مال کٽي وڃي تنهن کان موٽائي نہ گهرو. ㉛ جهڙو سلوڪ اوهين
ماڻهن کان چاهيو ٿا تهڙو ئي سلوڪ اوهين بہ انهن سان ڪريو.
㉜ جيڪي توهان سان پيار ڪن ٿا تن سان جيڪڏهن اوهان پيار ڪيو
تہ اوهان ڪهڙي مهرباني ڪئي؟ گنهگار بہ تہ پنهنجن پيار ڪندڙن سان
پيار ڪن ٿا. ㉝ جيڪي توهان سان ڀلائي ڪن ٿا تن سان جيڪڏهن توهان
ڀلائي ڪئي تہ اوهان ڪهڙي مهرباني ڪئي؟ ڇالاءِجو گنهگار بہ تہ ائين
ئي ڪن ٿا. ㉞ جن کان موٽائي وٺڻ جي اميد آهي تن کي جيڪڏهن
توهان اڌارو ڏنو تہ ڪهڙي مهرباني ٿي؟ گنهگار بہ تہ گنهگارن کي اڌارو
ڏيئي وري انهن کان موٽائي وٺندا آهن. ㉟ پر اوهين پنهنجن دشمنن سان
پيار ڪريو ۽ ساڻن ڀلائي ڪريو. ڪين اڌارو ڏيو پر واپس وٺڻ جي اميد
نہ رکو، تہ توهان کي وڏو اجر ملندو ۽ اوهين خدا تعاليٰ جا ٻار ٿيندا،
ڇالاءِجو هو ناشڪرن ۽ بڇڙن تي پڻ مهربان آهي. ㊱ مهربان ٿيو، جيئن
توهان جو پيءُ مهربان آهي.“

## ڏوهي نہ ٺهرائڻ

(متي ٧:١-٥)

㊲ ”ٻين کي ڏوهي نہ ٺهرايو تہ اوهان کي بہ ڏوهي نہ ٺهرايو ويندو. ٻين
کي نہ ننديو تہ اوهان کي بہ نہ ننديو ويندو. ٻين کي معاف ڪريو تہ اوهان
کي بہ معاف ڪيو ويندو. ㊳ حاجتمندن کي ڏيندا رهو تہ توهان کي بہ ملندو
۽ توهان کي واپسيءَ ۾ چڱيءَ طرح، دٻي دٻي، لوڏي لوڏي ۽ وهندڙ ڪري
جهول ۾ ملندو، ڇوتہ جنهن ماپي سان توهين ڏيندا آهيو، تنهن ماپي سان
ئي توهان کي ماپجي ملندو.“
㊴ عيسيٰ کين هڪ مثال ڏيئي ٻڌايو تہ ”ڇا ڪو انڌو ٻئي انڌي کي
واٽ ڏيکاري سگهندو؟ جيڪڏهن ائين ٿيو تہ ٻئي وڃي کڏ ۾ ڪرندا.
㊵ ڪوبہ شاگرد استاد کان مٿي نہ آهي، پر هر ڪو شاگرد جڏهن سکيا
پوري ڪندو، تڏهن استاد جهڙو ٿي پوندو. ㊶ ڇو تو ڪنهن جي اک

٦:٣١ مت ٧:١٢ ٦:٣٩ مت ١٥:١٤ ٦:٤٠ مت ١٠:٢٤-٢٥، يو ١٣:١٦، ١٥:٢٠

جو ڪک ڏسين ۽ پنهنجي اک ۾ جو شهتير پيو اٿيئي، ان جو تو کي
ڪوبه خيال نہ آهي؟ (٤٢) تون ڪيئن ان کي چوندين تہ ’مون کي پنهنجي
اک مان ڪک ڪڍڻ ڏي،‘ جڏهن تہ پنهنجي اک ۾ شهتير پيل اٿيئي،
سو بہ نہ ٿو ڏسي سگهين؟ اي رياڪار! پهريائين تون پنهنجيءَ اک مان
شهتير ڪڍ، تڏهن تون ڪنهن ٻئي جي اک جو ڪک چڱيءَ طرح ڏسي
۽ ڪڍي سگهندين.“

## جهڙو وڻ تهڙو ميوو

(متي ٧:١٦-٢٠، ١٢:٣٣-٣٥)

(٤٣) ”ڪوبہ سٺو وڻ خراب ميوو نہ ٿو ڏئي ۽ نہ وري ڪو خراب وڻ سٺو
ميوو ڏئي ٿو. (٤٤) سيڪنهن وڻ کي سندس ميوي مان سڃاڻبو آهي، ڇوته
ماڻهو ڪنڊين مان انجير ۽ ڪانڊيرن مان انگور نہ ٿا چنن. (٤٥) نيڪ ماڻهو
پنهنجي دل جي چڱي خزاني مان جيڪو چڱو آهي سو ئي ڪڍي ٿو ۽ بڇڙو
ماڻهو پنهنجي دل جي بڇڙي خزاني مان جيڪي بڇڙو آهي سو ئي ڪڍي
ٿو. ڇاڪاڻ تہ ’دل ديڳڙو زبان ڏوئي، جو اندر ٻاهر ڪڍي سو ئي.‘“

## ٻن گهرن جي اڏاوت

(متي ٧:٢٤-٢٧)

(٤٦) ”اوهين مون کي ’خداوند، خداوند‘ تہ چئو ٿا، پر جيڪي ڳالهيون
اوهان کي چوان ٿو سي نہ ٿا ڪريو. (٤٧) جيڪوبہ مون وٽ اچي ٿو ۽ منهنجو
ڪلام ٻڌي ان تي عمل ٿو ڪري، تہ آءٌ اوهان کي ڏيکاريندس تہ اهو ڪنهن
جي مثل آهي. (٤٨) اهو انهيءَ ماڻهوءَ جي مثل آهي جنهن گهر اڏائڻ وقت اونهو
کوٽيو ۽ ٽڪر تي پيڙهہ وڌائين. پوءِ جڏهن ٻوڏ آئي تہ درياءَ انهيءَ گهر کي
سٽون ڏنيون پر ان کي لوڏو ئي نہ آيو، ڇاڪاڻ تہ گهر مضبوط اڏيل هو. (٤٩) پر
جيڪو منهنجو ڪلام ٻڌي ٿو ۽ ان تي عمل نہ ٿو ڪري، اهو انهيءَ ماڻهوءَ
مثل آهي جنهن زمين تي پيڙهہ کان سواءِ گهر اڏايو ۽ جڏهن ٻوڏ آئي ۽ ان کي
سٽ ڏنائين تہ ڦهہ ڪري ڪري پيو ۽ تباهہ ٿي ويو.“

٦:٤٤ مت ١٢:٣٣ ٦:٤٥ مت ١٢:٣٤

## فوجي صوبيدار جي نوڪر کي شفا ڏيڻ

(متي ۸:۵-۱۳)

① جڏهن عيسيٰ ماڻهن کي پنهنجون سڀ ڳالهيون ٻڌائي چڪو،
تڏهن ڪفرناحوم شهر ۾ آيو. ② جتي هڪڙي فوجي صوبيدار جو
نوڪر بيمار هو ۽ مرڻ تي هو. نوڪر هن کي ڏاڍو پيارو هو. ③ سو جڏهن
هن عيسيٰ بابت ٻڌو تڏهن يهودين جي چڱن مڙسن کي عيسيٰ ڏانهن
موڪليائين ته هو اچي سندس نوڪر کي بچائي. ④ اهي عيسيٰ وٽ آيا ۽
ڏاڍيون آزيون نيزاريون ڪري عرض ڪيائون ته ”اهو لائق ماڻهو آهي. ⑤ هو
اسان جي قوم جو گهڻگهرو آهي. ان لاءِ هيءَ مهرباني ڪريو. هن اسان
کي عبادت‌خانو ٺهرائي ڏنو آهي.“ ⑥ عيسيٰ انهن ماڻهن سان گڏجي هليو.
اجا صوبيدار جي گهر جي ويجهو ئي مس پهتو ته هن ڪيس پنهنجن ماڻهن
هٿان چوائي موڪليو ته ”اي سائين! تڪليف نه ڪريو، آءٌ انهن ڳڻن لائق
نه آهيان جو اوهين منهنجي جهوپڙيءَ ۾ اچو، ⑦ نڪي مون پاڻ کي لائق
سمجهيو جو اوهان وٽ اچان. پر اوهين ڪٿي رڳو حڪم ڪريو ته منهنجو
نوڪر چڱو ڀلو ٿيندو. ⑧ آءٌ پڻ ٻين جو زيردست آهيان ۽ منهنجي هيٺان
به سپاهي آهن. جيڪڏهن ڪنهن کي چوان ’وڃ‘ ته هو ويندو ۽ ڪنهن
کي چوان ’اچ‘ ته هو ايندو ۽ جي پنهنجي نوڪر کي چوان ته ’هي ڪم
ڪر‘ ته هو ڪندو.“ ⑨ عيسيٰ اهو ٻڌي هن تي عجب کائڻ لڳو ۽ جيڪي
ماڻهو سندس پٺيان پئي آيا، تن ڏانهن منهن ورائي کين چيائين ته ”مون ايڏو
ايمان بني اسرائيل ۾ به ڪونه ڏٺو.“ ⑩ جڏهن صوبيدار جا ماڻهو گهر موٽي
آيا ته ڏٺائون ته نوڪر بلڪل چاق هو.

## رنڙال جي پٽ کي جيئرو ڪرڻ

⑪ ان کان پوءِ عيسيٰ نائين نالي شهر ۾ ويو ۽ هن سان گڏ شاگرد ۽
هڪ وڏو ميڙ هو. ⑫ جڏهن شهر جي دروازي جي ويجهو پهتو ته ڏٺائين
ته ماڻهو هڪڙي مُڙدي کي ٻاهر کنيو پئي ويا. اهو ماءُ جو اڪيلو پٽ هو
۽ ماڻس رنڙال هئي. شهر جا ڪيترائي ماڻهو ان سان گڏ هئا. ⑬ جڏهن

خداوند رنڊال کي ڏٺوءِ تڏهن کيس متس ڪهل آئي ۽ چيائينس ته ”روءُ
نه.“ (۱۴) پاڻ جنازي جي ويجهو اچي هٿ لاتائين ته ڪاندي بيهي رهيا
۽ فرمايائين ته ”اي جوان! آءٌ تو کي چوان ٿو ته اٿ.“ (۱۵) تنهن تي اهو
مُڙدو اٿي ويٺو ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ لڳو. پوءِ ان ڇوڪر کي سندس ماءُ جي
حوالي ڪيائين. (۱۶) انهيءَ تي سڀني ۾ ڌهڪاءُ پئجي ويو ۽ خدا جي واکاڻ
ڪري چوڻ لڳا ته ”اسان ۾ هڪڙو وڏو نبي ظاهر ٿيو آهي. خدا پنهنجي
قوم تي ٻاجهه ڪئي آهي.“ (۱۷) اها ڳالهه سڄي يهوديه ۽ پر واري سموري
علائقي ۾ چوطرف هُلي ويئي.

## يحيٰ جا قاصد

(متي ۱۱:۲-۱۹)

(۱۸) اهي سڀ ڳالهيون يحيٰ کي سندس شاگردن وڃي ٻڌايون. تنهن تي
يحيٰ پنهنجن شاگردن مان ٻن کي گهرايو. (۱۹) انهن هٿان خداوند ڏانهن
چورائي موڪليائين ته ”جيڪو اچڻ وارو آهي، سو اوهين ئي آهيو يا
اسين ڪنهن ٻئي جو انتظار ڪريون؟“ (۲۰) اهي ماڻهو عيسيٰ وٽ آيا ۽
چيائون ته ”يحيٰ بپتسما ڏيڻ واري اسان کي توهان ڏانهن اهو پڇڻ لاءِ
موڪليو آهي ته جيڪو اچڻ وارو آهي، اهو اوهين آهيو يا اسين ڪنهن
ٻئي جو انتظار ڪريون؟“ (۲۱) انهيءَ گهڙيءَ عيسيٰ گهڻن کي مرضن، آفتن
۽ ڀوتن کان ڇڏائي چڱو ڀلو ڪيو ۽ ڪيترن ئي انڌن کي سڄو ڪيائين.
(۲۲) عيسيٰ چين ته ”جيڪي ڪجهه اوهان ڏٺو ۽ ٻڌو آهي، سو يحيٰ کي
وڃي ٻڌايو ته انڌا ڏسن ٿا، منڊا هلن ٿا، ڪوڙهه جهڙي مرض وارا پاڪ
صاف ٿين پيا، ٻوڙا ٻڌن ٿا، مُڙدا جيئرا ٿين ٿا ۽ غريبن کي خوشخبري
ٻڌائي وڃي ٿي. (۲۳) سڀاڳو آهي اهو جنهن کي مون بابت ڪو به شڪ
نه آهي.“
(۲۴) جڏهن يحيٰ جا قاصد موٽي ويا، تڏهن عيسيٰ ميڙن کي يحيٰ بابت
چوڻ لڳو ته ”اوهين رڻ‌پٽ ۾ ڇا ڏسڻ ويا هئا؟ ڇا ڀلا واءُ سان لڏندڙ
ڪاني کي؟ (۲۵) پر آخر ٻاهر ڇا ڏسڻ ويا؟ ڀلا سٺن ڪپڙن پاتل ماڻهوءَ کي؟

---

۲۲:۷ يس ۳۵:۵-۶؛ ۶۱:۱

جيڪي سنا ڪپڙا پائين ٿا ۽ عيش ۽ مزي ۾ گذارين ٿا سي بادشاهي
محلن ۾ هوندا آهن. (٢٦) پر ڀلا ڇا ڏسڻ ويا؟ ڇا هڪ نبيءَ کي؟ ها ته
پوءِ ٻڌو، آءٌ اوهان کي ٻڌايان ته نبيءَ کان به وڏي کي. (٢٧) يحيٰ اهو آهي
جنهن بابت لکيل آهي ته 'ڏس، آءٌ پنهنجي پيغمبر کي تو کان اڳ ۾
موڪليان ٿو، ته هو تنهنجو رستو تو لاءِ تيار ڪري.' (٢٨) آءٌ اوهان کي ٻڌايان
ٿو ته جيڪي به ماءُ جي پيٽان نڪتا آهن، انهن ۾ يحيٰ کان ڪو به وڏو نه
آهي. تنهن هوندي به خدا جي بادشاهت ۾ جيڪو سڀني کان ننڍو آهي
اهو ان کان وڏو آهي."
(٢٩) سڀني ماڻهن اهو ٻڌو. جڏهن ته انهن مان عام ماڻهن ۽ محصول
اُڳاڙيندڙن يحيٰ کان بپتسما وٺي خدا کي سچار ڪري مڃيو هو. (٣٠) پر
فريسين ۽ شريعت جي عالمن يحيٰ کان بپتسما نه وٺندي پنهنجي طرفان
خدا جي ارادي کي رد ڪيو.
(٣١) پوءِ عيسيٰ چيو ته "هن زماني جي ماڻهن کي آءٌ ڪنهن سان ڀيٽيان
ته اهي ڪنهن وانگر آهن؟ (٣٢) اهي ته انهن ٻارن وانگر آهن، جيڪي بازارن
۾ ويهي هڪٻئي کي سڏ ڪري چون ٿا ته 'اسان اوهان لاءِ شرناءِ وڄائي
پر اوهين نچيا ئي ڪين.' 'اسان سوڳ ڪيو پر اوهين رنا ئي ڪين.'
(٣٣) ڇاڪاڻ ته يحيٰ بپتسما ڏيڻ وارو نه ماني کائيندو ۽ نه مئي پيئندو آيو آهي
۽ اوهين چئو ٿا ته 'هن کي ڀوت آهي.' (٣٤) پر ابن‌آدم کائيندو پيئندو آيو آهي
۽ اوهين چئو ٿا ته 'ڏسو، هي پيٽو ۽ شرابي آهي ۽ محصول اُڳاڙيندڙن ۽
گنهگارن جو ساٿي آهي.' (٣٥) پر خدا جي حڪمت سياڻن مان ئي سچي
ثابت ٿي ٿئي پيئي."

## گنهگار عورت جا گناهه بخشڻ

(٣٦) ان کان پوءِ فريسين مان هڪڙي عيسيٰ کي عرض ڪيو ته "مون وٽ
هلي دعوت کائو." تڏهن هو فريسيءَ جي گهر ويو ۽ کائڻ ويٺو. (٣٧) انهيءَ
شهر ۾ هڪڙي گنهگار عورت رهندي هئي. تنهن کي جڏهن اها خبر پيئي

٧:٢٧ ملا ٣:١ ٧:٢٩-٣٠ مت ٢١:٣٢، لو ٣:١٢ ٧:٣٧-٣٨ مت ٢٦:٧،
مر ١٤:٣، يو ١٢:٣

ته عيسيٰ هڪڙي فريسيءَ جي گهر ماني ويٺو کائي، تڏهن هوءَ سنگمرمر جي
عطردانيءَ ۾ عطر کڻي آئي، (٣٨) ۽ عيسيٰ جي پيرن وٽ پٺيان بيهي پنهنجن
ڳوڙهن سان عيسيٰ جا پير آلا ڪيائين ۽ پنهنجن وارن سان انهن کي اُگهيائين
۽ سندس پير چمي انهن تي عطر مکيائين. (٣٩) تنهن تي فريسي، جنهن عيسيٰ
جي دعوت ڪئي هئي سو هي ڏسي پنهنجي دل ۾ چوڻ لڳو ته ”جيڪڏهن
هي شخص نبي هجي ها ته جيڪر سڃاڻي وٺي ها ته هيءَ عورت جيڪا
کيس هٿ ٿي لائي سا ڪهڙي قسم جي عورت آهي، ڇالاءِجو هوءَ ته
گنهگار آهي!“ (٤٠) تنهن تي عيسيٰ چيو ته ”اي شمعون! تو کي ڪجهه
چوڻو اٿم.“ شمعون چيو ته ”استاد، بيشڪ چئو.“ (٤١) تنهن تي عيسيٰ چيو
ته ”هڪڙي لهڻيدار جا ٻه قرضدار هئا. هڪڙي ڏانهن پنج سؤ چانديءَ جا
سڪا هئس ۽ ٻئي ڏانهن پنجاهه. (٤٢) پر انهن وٽ ڪجهه به ڪونه هو جو
کڻي ان کي واپس ڪن، تنهنڪري ٻنهي کي بخشي ڇڏيائين. هاڻي انهن
ٻنهي مان کيس گهڻو پيار ڪير ڪندو؟“ (٤٣) شمعون وراڻي ڏيئي چيو ته ”آءٌ
ڀانئيان ٿو ته جنهن کي گهڻو بخش ڪيائين، اهو.“ تڏهن عيسيٰ چيو ته
”تو صحيح جواب ڏنو.“ (٤٤) پوءِ انهيءَ عورت ڏانهن منهن ڪري شمعون
کي چيائين ته ”هن عورت کي ڏسين ٿو؟ آءٌ تنهنجي گهر آيس ته تو مون
کي پيرن ڌوئڻ لاءِ پاڻي به نه ڏنو، پر هن منهنجا پير پنهنجن ڳوڙهن سان
ڌوتا ۽ پنهنجن وارن سان اُگهيا آهن. (٤٥) تو مون کي چميو به ڪين، پر جيئن
آءٌ آيو آهيان ته هن منهنجي پيرن کي چمڻ کان بس ئي ڪين ڪئي آهي.
(٤٦) تو منهنجي مٿي کي تيل نه مکيو پر هن ته منهنجن پيرن کي عطر مکيو
آهي. (٤٧) انهيءَ ڪري آءٌ تو کي ٻڌايان ٿو ته هن جا گناهه، جيڪي گهڻا
هئا بخشيا ويا آهن، تنهنڪري هن گهڻو پيار ڪيو آهي. پر جنهن جا گناهه
ٿورا هئا جيڪي بخشيا ويا، سو ٿورو پيار ٿو ڪري.“ (٤٨) پوءِ انهيءَ عورت
کي چيائين ته ”تنهنجا گناهه بخشيا ويا.“ (٤٩) تڏهن جن عيسيٰ سان گڏ
دسترخوان تي ويٺي کاڌو سي پنهنجيءَ دل ۾ چوڻ لڳا ته ”هيءُ ڪير آهي جو
گناهه به بخشي ٿو؟“ (٥٠) پر عيسيٰ انهيءَ عورت کي چيو ته ”تنهنجي ايمان
تو کي بچايو آهي، دلجاءِ سان هلي وڃ.“

## عورتن جو عيسيٰ سان گڏجي هلڻ

٨ ① تنهن کان پوءِ هيئن ٿيو جو عيسيٰ شهر شهر ۽ ڳوٺ ڳوٺ ۾ تبليغ
ڪندو ۽ خدا جي بادشاهت جي خوشخبري ٻڌائيندو پئي گهميو.
ٻارهن شاگرد به ساڻس گڏ هئا، ② ۽ ڪي عورتون به هيون جيڪي ڀوتن ۽
مرضن کان چڱيون ڀليون ٿيون هيون. انهن ۾ مريم به هئي، جيڪا
مگدليني ڪري سڏبي هئي ۽ جنهن مان ست ڀوت نڪتا هئا، ③ يوعانا،
جيڪا هيروديس جي صلاحڪار خوزا جي زال هئي، سوسنا ۽ ٻيون به
ڪيتريون عورتون هيون جن پنهنجي مال‌متاع سان عيسيٰ ۽ سندس ٻارهن
شاگردن جي خدمت پئي ڪئي.

## ٻج ڇٽڻ واري جو مثال

(متي ١٣:١–٩، مرقس ٤:١–٩)

④ جڏهن شهر شهر جا ماڻهو عيسيٰ وٽ اچي گڏ ٿيا ته هڪڙو وڏو
ميڙ ٿي پيو. پوءِ هڪڙو مثال ڏيندي کين چيائين ته ⑤ ”هڪڙو هاري
ٻج ڇٽڻ ويو ۽ ٻج ڇٽيندي ڪي داڻا اچي رستي تي ڪريا، جي لتاڙجي
ويا ۽ پکي انهن کي چُڳي ويا. ⑥ ڪي داڻا وري ٽڪر تي ڪريا ۽
سلا اجا اُڀريا ئي مس ته سڪي ويا، ڇوته انهن کي ريج ڪونه پهتو
هو. ⑦ ٻيا وري ڪانڊيرن ۾ ڪريا ۽ ڪانڊيرا، جي انهن سان گڏ اُڀريا
تن اُنهن کي اُسرڻ نه ڏنو. ⑧ ٻيا ڀليءَ زمين تي ڪريا ۽ اُسري سئوڻو ڦر
ڏنائون.“ اهي ڳالهيون ڪندي وڏي واڪي چيائين ته ”جنهن کي ڪن
آهن سو ڀلي ٻڌي.“

## مثالن جو مطلب

(متي ١٣:١٠–١٧، مرقس ٤:١٠–١٢)

⑨ عيسيٰ کان سندس شاگردن پڇيو ته ”هن مثال جو مطلب ڇا آهي؟“
⑩ تنهن تي هن چيو ته ”اوهان کي خدا جي بادشاهت جي ڳجهن جي

---

٨:٢–٣ مت ٢٧:٥٥–٥٦، مر ١٥:٤٠–٤١، لو ٢٣:٤٩ ٨:١٠ يس ٦:٩–١٠

سمجهہ ڏني ويئي آهي، پر ٻين کي مثالن سان ٻڌايو ويو آهي ته اهي نهاريندي
نہ ڏسن ۽ ٻڌندي نہ سمجهن.“

## ٻج ڇٽڻ واري مثال جي سمجهاڻي

(متي ١٣:١٨-٢٣، مرقس ٤:١٣-٢٠)

⑪ ”هاڻي انهيءَ مثال جو مطلب هي آهي ته ٻج آهي خدا جو ڪلام.
⑫ جيڪي رستي تي ڪريا تنهن رستي جي معنيٰ اُهي ماڻهو آهن جيڪي
ٻڌن ٿا، پوءِ شيطان اچي انهيءَ ڪلام کي سندن دلين مان ڪڍي ٿو ته
متان اهي ايمان آڻين ۽ ڪين ڇوٽڪارو ملي. ⑬ ٽڪر وارا اهي ماڻهو آهن،
جيڪي ڪلام ٻڌن ٿا تڏهن خوشيءَ سان قبول ته ڪن ٿا، پر پاڙ نہ هئڻ
ڪري ٿورو وقت ايمان آڻي پوءِ آزمائش جي مهل ڦري ٿا وڃن. ⑭ جيڪي
ڪانڊيرن ۾ ڪريا سي ڪانڊيرا اهي ماڻهو آهن، جي ٻڌن ته ٿا پر هلندي
هلندي حياتيءَ جي ڳڻتين، دولت ۽ عيش عشرت ۾ ڦاسجي ٿا پون ۽ سندن
ڦر پچي ئي ڪونہ ٿو. ⑮ پر جيڪي پليءَ زمين تي ڪريا، سا پلي زمين اهي
ماڻهو آهن جي ڪلام ٻڌن ٿا ۽ سچيءَ دل ۽ سالم دماغ سان ان کي سانڍين
ٿا ۽ صبر سان ڦر جهلين ٿا.“

## ڏيئو ڍڪڻ هيٺان رکڻ

(مرقس ٤:٢١-٢٥)

⑯ ”اهڙو ڪوبہ ڪونهي جيڪو ڏيئو ٻاري ڍڪڻ سان ڍڪي، يا کٽولي
هيٺان رکي، پر ڏياتيءَ تي ٿو رکي ته جيئن اندر ايندڙن کي سوجهرو ملي.
⑰ مطلب ته اهڙي ڪابہ شيءِ لڪل نہ آهي جا پڌري نہ ٿيندي ۽ ڪابہ ڳالهہ
ڳجهي نہ آهي جنهن جي خبر نہ پوندي ۽ جيڪا ظاهر نہ ٿيندي.
⑱ تنهنڪري خبردار رهو ته اوهين ڪهڙيءَ طرح ٿا ٻڌو، ڇوته جنهن وٽ
ڪجهہ آهي تنهن کي وڌيڪ ڏنو ويندو ۽ جنهن وٽ ڪجهہ بہ ڪونهي تنهن
کان اهو بہ کسيو ويندو جنهن کي هو پنهنجو سمجهي ٿو.“

---

٨:١٦ مت ٥:١٥، لو ١١:٣٣ ٨:١٧ مت ١٠:٢٦، لو ١٢:٢
٨:١٨ مت ٢٥:٢٩، لو ١٩:٢٦

## عيسيٰ جي ماءُ ۽ ڀائر

(متي ١٢:٤٦-٥٠، مرقس ٣:٣١-٣٥)

⁽١٩⁾عيسيٰ جي ماءُ ۽ ڀائر وٽس آيا پر ميڙ جي ڪري هن تائين پهچي
نه سگهيا. ⁽٢٠⁾تنهن تي ڪن چيس ته ”اوهان جي ماءُ ۽ اوهان جا ڀائر
ٻاهر بيٺا آهن ۽ اوهان سان ملڻ ٿا چاهين.“ ⁽٢١⁾عيسيٰ انهن کي چيو ته
”منهنجي ماءُ ۽ منهنجا ڀائر اهي آهن جيڪي خدا جو ڪلام ٻڌن ٿا ۽
ان تي عمل ڪن ٿا.“

## طوفان بند ڪرڻ

(متي ٨:٢٣-٢٧، مرقس ٤:٣٥-٤١)

⁽٢٢⁾هڪڙي ڏينهن عيسيٰ پنهنجن شاگردن جي ٻيڙيءَ ۾ گهڙي آيو ۽ کين
چيائين ته ”هلو ته ڍنڍ جي پرينءَ پر هلون.“ سو هو ٻيڙي ڇوڙي روانا ٿيا.
⁽٢٣⁾جيئن هو هليا پئي ته عيسيٰ کي ننڊ وٺي ويئي. ڍنڍ تي ڏاڍو واءُ اچي
چنڪيو ۽ ٻيڙي پاڻيءَ سان ڀرجڻ لڳي ۽ انهن جي جان خطري ۾ هئي.
⁽٢٤⁾تڏهن اهي عيسيٰ وٽ آيا ۽ کيس جاڳائي چيائون ته ”اي سائين! اي
سائين! اسين ته ٻڏڻ تي آهيون.“ تنهن تي هو اٿيو ۽ واءُ ۽ پاڻيءَ جي لهرن
کي ڇينڀيائين، جنهن تي طوفان بيهجي ويو ۽ ٺاپر ٿي ويئي. ⁽٢٥⁾تڏهن عيسيٰ
شاگردن کي چيو ته ”اوهان جو ايمان ڪٿي آهي؟“ تنهن تي اهي ڊڄي ويا
۽ عجب وچان هڪٻئي کي چوڻ لڳا ته ”هي ڪير آهي جو هوا ۽ پاڻيءَ کي
حڪم ٿو ڪري ته اهي به کيس مڃن ٿا!“

## ڀوتن ورتل ماڻهوءَ کي شفا ڏيڻ

(متي ٨:٢٨-٣٤، مرقس ٥:١-٢٠)

⁽٢٦⁾پوءِ اهي گراسينن جي علائقي ۾ وڃي پهتا جو گليل ڍنڍ جي ڀيءَ
پر تي آهي. ⁽٢٧⁾جڏهن عيسيٰ سڪيءَ تي آيو ته کيس شهر جو هڪڙو ماڻهو
مليو، جنهن ۾ ڀوت هئا. هو ڪيترن ڏينهن کان نڪي ڪپڙا پائيندو هو
۽ نڪي گهر ۾ رهندو هو، پر قبرستان ۾ گذاريندو هو. ⁽٢٨⁾جڏهن عيسيٰ

کي ڏنائين تڏهن رڙ ڪري سندس پيرن تي ڪري پيو ۽ واڪو ڪري
چيائينس ته ”اي عيسيٰ، خدا تعاليٰ جا فرزند! مون سان تنهنجو ڪهڙو
واسطو؟ آءٌ تو کي منٿ ٿو ڪريان ته مون کي عذاب نه ڏي.“ ⑳ ڇالاءِجو
عيسيٰ انهيءَ ڀوت کي حڪم ڪيو هو ته ”هن ماڻهوءَ مان نڪري وڃ.“
اهو ڀوت اڪثرانهيءَ کي وٺندو هو ۽ ماڻهو کيس زنجيرن ۽ ٻيڙين سان ٻڌي
قابو ڪندا هئا، پر هو زنجيرن کي ٽوڙي وجهندو هو ۽ ڀوت کيس رڻ‌پٽ
۾ گهلي ويندو هو. ㉚ عيسيٰ انهيءَ ماڻهوءَ کان پڇيو ته ”تنهنجو نالو ڇا
آهي؟“ هن جواب ڏنو ته ”لشڪر.“ ڇوته منجهس گهڻن ڀوتن جو واسو
هو. ㉛ انهن ڀوتن عيسيٰ کي منٿ ڪئي ته ”اسان کي اوڙاهه ۾ وڃڻ
جو حڪم نه ڏيو.“

㉜ پرسان هڪڙو سوئرن جو وڏو ڌڻ ٽڪر تي پئي چريو. پوءِ ڀوتن
عيسيٰ کي منٿ ڪئي ته ”اسان کي هنن ۾ گهڙڻ جي موڪل ڏيو.“
سو هن کين موڪل ڏني. ㉝ تنهن تي اهي ڀوت انهيءَ ماڻهوءَ مان نڪري
سوئرن ۾ گهڙي ويا ۽ اهو ڌڻ لاهيءَ تان ڌوڪيندو اچي ڍنڍ ۾ پيو ۽
ٻڏي مئو.

㉞ مال چارڻ وارا اهو حال ڏسي وٺي ڀڳا ۽ وڃي شهر ۽ ٻهراڙيءَ ۾ اها
خبر ٻڌايائون. ㉟ تنهن تي ماڻهو اهو حال ڏسڻ لاءِ نڪري آيا ۽ عيسيٰ
وٽ اچي ڏسن ته اهو ماڻهو جنهن مان ڀوت نڪري ويا هئا، سو ڪپڙا
پائي پوري هوش ۾ عيسيٰ جي پيرن وٽ ويٺو آهي. انهن سيني کي ڊپ
وٺي ويو، ㊱ ۽ جن اهو رنگ ڏٺو هو، تن انهن کي ٻڌايو ته ڪهڙيءَ طرح
ڀوتن ورتل شخص چڱو ڀلو ٿيو. ㊲ گراسينين جي اوسي‌پاسي وارن سيني
ماڻهن کيس منٿ ڪئي ته ”اسان وٽان هليو وڃ،“ ڇوته انهن کي ڏاڍو
ڊپ وٺي ويو هو. سو عيسيٰ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي موٽي ويو. ㊳ جنهن ماڻهوءَ مان
ڀوت نڪري ويا هئا، تنهن کيس منٿ ڪري چيو ته ”مون کي پاڻ سان
وٺي هلو.“ پر عيسيٰ کيس موٽائي گهر موڪليو ۽ چيائينس ته ㊴ ”وڃي
ٻڌاءِ ته خدا تو سان ڪهڙي نه ڀلائي ڪئي آهي.“ پوءِ هو موٽي ويو
۽ وڃي سڄي شهر ۾ مشهور ڪيائين ته ”عيسيٰ مون سان ڪيڏي نه
ڀلائي ڪئي آهي.“

## يائرس جي ڌيءَ کي جيارڻ ۽ عورت کي شفا ڏيڻ

(متي ٩:١٨-٢٦، مرقس ٥:٢١-٤٣)

(٤٠) جڏهن عيسيٰ موٽي آيو تڏهن ماڻهن سندس وڏو آڌرڀاءُ ڪيو، ڇوته سيني سندس واٽ پئي ڏٺي. (٤١) پوءِ يائرس نالي هڪڙو ماڻهو آيو، جو عبادت‌خاني جو سردار هو ۽ عيسيٰ کي پيرين پئي عرض ڪيائين ته ”منهنجي گهر هلو.“ (٤٢) ڇوته هن جي سڪيلڌي ڌيءَ جنهن جي عمر اٽڪل ٻارهن ورهيه هئي سا مرڻ تي هئي.

پوءِ جيئن جيئن عيسيٰ ساڻس گڏ پئي آيو تيئن تيئن ماڻهو مٿس ڳاهٽ پئي ٿيا. (٤٣) اتي هڪڙي عورت هئي جنهن کي ٻارهن ورهين کان رت پيو ايندو هو ۽ هن پنهنجي سڄي ميڙي چونڊي طبيبن پٺيان وڃائي ڇڏي هئي، پر ڪوبه چڱائي نه سگهيو هوس. (٤٤) اها عيسيٰ جي پٺيان آئي ۽ اچي سندس ڪپڙن جي پلوَ کي هٿ لاتائين ته انهيءَ دم هن جو رت وهڻ بند ٿي ويو. (٤٥) تڏهن عيسيٰ پڇيو ته ”مون کي ڪنهن هٿ لاتو؟“ تنهن تي سڀيئي انڪار ڪرڻ لڳا. پر پطرس چيو ته ”سائين! ماڻهو اوهان تي ڳاهٽ پيا ٿين ۽ اوهان تي ڪرن ٿا پيا.“ (٤٦) پر عيسيٰ چيو ته ”ڪنهن ته مون کي هٿ لاتو. آءٌ ڄاڻان ٿو، ڇاڪاڻ‌ته مون مان قدرت نڪتي آهي.“ (٤٧) جڏهن عورت ڏٺو ته ’آءٌ لڪي نه ٿي سگهان،‘ تڏهن ڏڪندي ڏڪندي آئي ۽ عيسيٰ جي پيرن تي ڪري پيئي. هن سيني جي روبرو کيس ٻڌايو ته ڪهڙي سبب هن کيس هٿ لاتو ۽ ڪهڙيءَ طرح هوءَ هڪدم چڱي ڀلي ٿي پيئي. (٤٨) عيسيٰ چيس ته ”ڌيءَ، تنهنجي ايمان تو کي چڱايو آهي، دلجاءِ سان هلي وڃ.“

(٤٩) اڃا هن ڳالهايو ئي پئي ته عبادت‌گاهه جي سردار جي گهر مان ڪنهن اچي يائرس کي چيو ته ”تنهنجي ڌيءَ مري ويئي، هاڻي استاد کي تڪليف نه ڏي.“ (٥٠) پر عيسيٰ هي ٻڌي کيس چيو ته ”گهٻراءِ نه، رڳو ويساهه رک ته هوءَ بچي پوندي.“ (٥١-٥٣) پوءِ هو جڏهن انهيءَ گهر ۾ آيو ته ڏٺائين ته سيني ڇوڪريءَ لاءِ پئي رنو ۽ پٽيو. تنهن تي عيسيٰ چين ته ”روئو نه، ڇوته هوءَ مئي ڪانهي پر ستي پيئي آهي.“ جنهن تي هو عيسيٰ تي ٺٺوليون ڪرڻ لڳا، ڇالاءِجو انهن کي يقين هو ته هوءَ مري ويئي آهي. پوءِ عيسيٰ

پطرس، يوحنا، يعقوب ۽ ڇوڪريءَ جي ماءُپيءُ ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به
پاڻ سان گڏ ڇوڪريءَ جي ڪمري ۾ اچڻ نه ڏنو. (٥٤) اتي عيسيٰ ڇوڪريءَ
جو هٿ جهلي کيس سڏي چيو ته ”اي نينگري! اٿ.“ (٥٥) تڏهن هن ۾
وري ساهه اچي پيو ۽ هوءَ هڪدم جيئري ٿي اٿي ويٺي. عيسيٰ حڪم ڏنو ته
”کجهه کائڻ لاءِ ڏيوس.“ (٥٦) ڇوڪريءَ جي ماءُپيءُ کي حيراني وٺي ويئي.
سو عيسيٰ کين تاڪيد ڪري چيو ته ”هي جيڪي ڪجهه ٿيو آهي، تنهن
جي ڪنهن سان به ڳالهه نه ڪجو.“

## ٻارهن شاگردن کي موڪلڻ

(متي ١٠:٥-١٥، مرقس ٦:٧-١٣)

٩ (١) عيسيٰ پنهنجن ٻارهن شاگردن کي سڏي کين هيءَ طاقت ۽ اختياري
ڏني ته هو سڀني ڀوتن کي ڪڍن ۽ بيمارن کي شفا ڏين. (٢) پوءِ انهن
کي موڪليائين ته ”وڃي خدا جي بادشاهت جي منادي ڪريو ۽ بيمارن
کي شفا ڏيو.“ (٣) انهن کي چيائين ته ”رستي لاءِ ڪجهه به نه کڻجو،
نه لٺ، نه ٻاچڪو، نه ماني، نه روڪڙ ۽ نه ٻه پهراڻ. (٤) جنهن گهر ۾
وڃو ته اتي ايستائين ٽڪجو جيستائين ان شهر مان روانا نه ٿيو. (٥) جيڪي
ماڻهو اوهان کي قبول نه ڪن، ته انهيءَ شهر کان ٻاهر نڪري پنهنجن
[1]پيرن جي مٽي ڇنڊي ڇڏجو، ته جيئن مٿن شاهدي قائم ٿئي.“ (٦) اهي
شاگرد روانا ٿيا ۽ ڳوٺ ڳوٺ مان لنگهندي خوشخبري ٻڌائيندا ۽ هر هنڌ
ماڻهن کي شفا ڏيندا ويا.

## هيروديس جي پريشاني

(متي ١٤:١-١٢، مرقس ٦:١٤-٢٩)

(٧) هاڻي جڏهن سڄو احوال گليل جي حاڪم هيروديس جي ڪن تي

[1] پيرن جي مٽي ڇنڊي ڇڏجو: انهيءَ دور جي هڪ رسم، جنهن مان مراد ڪنهن ڳالهه کي رد ڪرڻ جي صورت ۾ ساري ذميواري سندن مٿان هجڻ جو اظهار ڪرڻ آهي.

٩:٣-٥ لو ١٠:٤-١١ ٩:٥ رس ١٣:٥١ ٩:٧-٨ مت ١٦:١٤، مر ٨:٢٨، لو ٩:١٩

پيو تہ هو ڏاڍو اچي پريشان ٿيو، ڇالاءِجو ڪن پئي چيو تہ ”يحيٰ مئلن
مان جيئرو ٿيو آهي.“ ⑧ ڪن پئي چيو تہ ”الياس ظاهر ٿيو آهي“ ۽ وري
ٻين پئي چيو تہ ”اڳاتن نبين مان ڪو ٻيو وري جيئرو ٿيو آهي.“ ⑨ تنهن
تي هيروديس چيو تہ ”يحيٰ جي تہ مون سسي لهرائي ڇڏي هئي. پر هيءُ
ڪير آهي جنهن جون هھڙيون ڳالهيون ٿا ٻڌون؟“ تڏهن هو عيسيٰ سان
ملڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو.

## پنج هزار ماڻهن کي ماني کارائڻ

(متي ١٤:١٣-٢١، مرقس ٦:٣٠-٤٤، يوحنا ٦:١-١٤)

⑩ رسول جڏهن موٽي آيا، تڏهن عيسيٰ کي سڄو احوال ڪري ٻڌايائون
جيڪي ڪيو هئائون. عيسيٰ انهن کي پاڻ سان خلاصو بيت‌صيدا نالي
شهر ڏانهن وٺي ويو. ⑪ پر جڏهن ماڻهن جي ميڙن کي انهيءَ ڳالهہ جي خبر
پيئي، تڏهن اهي بہ عيسيٰ جي پٺيان اٿي هليا. هو انهن سان خوشيءَ سان
مليو ۽ کين خدا جي بادشاهت جون ڳالهيون ٻڌائڻ لڳو ۽ جن کي شفا جي
ضرورت هئي تن کي ڇڱو ڀلو ڪيائين.

⑫ جڏهن سج لهڻ تي ٿيو تہ ٻارهن شاگردن اچي عيسيٰ کي چيو تہ
”ماڻهن کي موڪل ڏيو تہ اوسي‌پاسي وارن ڳوٺن ۽ واهڻن ۾ وڃي ٽڪن
۽ کائڻ پيئڻ جو بلو ڪن، ڇاڪاڻتہ اسين هت سڃي هنڌ ۾ آهيون.“
⑬ عيسيٰ شاگردن کي چيو تہ ”اوهين کائڻ لاءِ ڏيونِ.“ تنهن تي شاگردن
چيو تہ ”اسان وٽ تہ پنجن مانين ۽ ٻن مڇين کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ
ڪونهي. باقي جيڪڏهن اوهين چئو تہ اسين هيڏي وڏي ميڙ لاءِ وڃي
کاڌو خريد ڪري اچون.“ ⑭ ڇالاءِجو اهي پنج هزار کن مرد هئا. تڏهن
عيسيٰ شاگردن کي چيو تہ ”هنن کي پنجاهہ پنجاهہ جي ٽولين ۾ ڪري
ويهاريو.“ ⑮ شاگردن ائين ئي ڪيو ۽ سڀني کي ويهاريو. ⑯ تڏهن پاڻ
اهي پنج مانيون ۽ ٻہ مڇيون وٺي آسمان ڏانهن نهاري انهن ۾ برڪت
گهريائين، پوءِ اهي ڀڃي شاگردن کي ڏيندو ويو تہ ماڻهن جي اڳيان رکندا
وڃن. ⑰ پوءِ تہ انهن سڀني کائي ڍءُ ڪيو ۽ جيڪي ٽڪر ڳيا بچيا تن
جون ٻارهن کاريون ڀري کنيائون.

## پطرس جو عيسيٰ بابت اظهار

(متي ١٦:١٣-١٩، مرقس ٨:٢٧-٢٩)

١٨ هڪ دفعي جڏهن عيسيٰ اڪيلو دعا گهري رهيو هو ۽ شاگرد ساڻس
گڏ هئا تڏهن انهن کان پڇيائين ته ”ماڻهو منهنجي لاءِ ڇا ٿا چون ته آءٌ
ڪير آهيان؟“ ١٩ شاگردن وراڻيو ته ”ڪي چون ٿا ته اوهين يحيٰ بپتسما
ڏيڻ وارا آهيو، ڪي چون ٿا ته اوهين الياس آهيو ۽ ڪي وري چون ٿا ته
اوهين آڳاٽن نبين مان ڪو ٻيو جيئرو ٿي اٿيا آهيو.“ ٢٠ هن شاگردن کان
پڇيو ته ”اوهين ڇا ٿا چئو ته آءٌ ڪير آهيان؟“ تنهن تي پطرس چيس ته
”تون خدا جو مسيح آهين.“

## پنهنجي ڏک ۽ موت بابت ٻڌائڻ

(متي ١٦:٢٠-٢٨، مرقس ٨:٣٠-٩:١)

٢١ تڏهن عيسيٰ شاگردن کي تاڪيد ڪري حڪم ڏنو ته ”اها ڳالهه
ڪنهن سان به نه ڪجو.“ ٢٢ کين وڌيڪ چيائين ته ”ابن‌آدم لاءِ ضروري
آهي ته هو گهڻيون سختيون سهي ۽ بزرگ، سردار ڪاهن ۽ شريعت جا
عالم کيس رد ڪن. هو ماريو ويندو ۽ ٽئين ڏينهن تي وري جيئرو ٿي
اٿندو.“ ٢٣ پوءِ سڀني کي چيائين ته ”جيڪو منهنجي پٺيان اچڻ گهري،
سو پنهنجي خوديءَ کي ماري ۽ روزانو پنهنجو صليب کڻي منهنجي پٺيان
هلي. ٢٤ ڇوته جيڪو پنهنجي جان بچائڻ چاهيندو سو اها وڃائيندو. پر
جيڪو منهنجي لاءِ پنهنجي جان وڃائيندو، سو انهيءَ کي بچائيندو. ٢٥ ڇوته
جيڪڏهن ماڻهو کڻي سڄي دنيا هٿ ڪري، پر پنهنجي جان وڃائي يا
انهيءَ کي نقصان ۾ وجهي ڇڏي ته ڪهڙو فائدو ٿيندس؟ ٢٦ ڇاڪاڻ‌ته
جيڪو مون کان ۽ منهنجي ڪلام کان شرمائيندو، تنهن کان ابن‌آدم به
شرمائيندو، جڏهن هو پنهنجي، پنهنجي پيءُ جي ۽ پاڪ ملائڪن جي جلوي
۾ ايندو. ٢٧ آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته جيڪي هتي بيٺا آهن تن مان

---

٩:١٩ مت ١٤:١-٢، مر ٦:١٤-١٥، لو ٩:٧-٨ ٩:٢٠ يو ٦:٦٨-٦٩

٩:٢٣ مت ١٠:٣٨، لو ١٤:٢٧ ٩:٢٤ مت ١٠:٣٩، لو ١٧:٣٣، يو ١٢:٢٥

ڪي ايستائين موت جو ذائقو نہ چکندا، جيستائين خدا جي بادشاهت
کي نہ ڏسندا.“

## عيسيٰ جو نوراني صورت ۾ ظاهر ٿيڻ

(متي ۱۷:۱-۸، مرقس ۹:۲-۸)

۲۸ انهن ڳالهين کان پوءِ اٽڪل اٺن ڏينهن بعد عيسيٰ پاڻ سان گڏ پطرس،
يوحنا ۽ يعقوب کي وٺي هڪڙي جبل تي دعا گهرڻ لاءِ ويو. ۲۹ جيئن ئي هو
دعا گهري رهيو هو تہ سندس صورت بدلجي پيئي ۽ سندس پوشاڪ نوراني
ٿي پيئي. ۳۰ اتي جو اتي ٻن شخصن کي عيسيٰ سان ڳالهيون ڪندي ڏٺو
ويو، جيڪي موسيٰ ۽ الياس نبي هئا، ۳۱ جن جلال ۾ پئي ڏيکاري ڏني ۽
سندس موت بابت ڳالهايو پئي جو يروشلم ۾ ٿيڻو هو. ۳۲ ان وقت پطرس ۽
سندس سنگتي اگهور ننڊ ۾ هئا ۽ جڏهن جاڳيا، تڏهن عيسيٰ جو جلوو
ڏسڻ ۾ آين ۽ بہ ماڻهو ساڻس گڏ بيٺل ڏٺائون. ۳۳ جڏهن موسيٰ ۽ الياس
عيسيٰ وٽان وڃڻ لڳا تڏهن پطرس عيسيٰ کي چيو تہ ”اي سائين! اسان جا
ڀاڳ ڀلا آهن جو اسين هتي آهيون، سو ٽي تنبو کڻي ٿا کوڙيون، هڪڙو اوهان
لاءِ، ٻيو موسيٰ لاءِ ۽ ٽيون الياس لاءِ.“ پر کيس حقيقت ۾ خبر ئي ڪانہ
هئي تہ ڇا ٿو چوي. ۳۴ اڃا هن ائين چيو ئي پئي تہ ڪڪر اچي مٿن ڇانوَ
ڪئي ۽ جڏهن اهي ڪڪر ۾ گهڙڻ لڳا تہ شاگرد ڊڄي ويا. ۳۵ ڪڪر
مان آواز آيو تہ ”هيءُ منهنجو چونڊيل فرزند آهي، سو اوهين هن جي ڏيان
سان ٻڌو.“ ۳۶ جڏهن اهو آواز آيو تڏهن عيسيٰ اڪيلو ئي ڏسڻ ۾ آين. پوءِ
شاگردن ڪٿي ماٺ ڪئي ۽ جيڪي ڳالهيون ڏٺيون هئائون تن مان ڪا بہ
انهيءَ وقت ڪنهن سان بہ نہ ڪيائون.

## هڪ ڇوڪري مان ڀوت ڪڍڻ

(متي ۱۷:۱۴-۱۸، مرقس ۹:۱۴-۲۷)

۳۷ ٻئي ڏينهن تي هو جبل تان لٿا تہ وڏو ميڙ اچي عيسيٰ سان گڏيو.

۹:۲۸-۳۵ ۲ پط ۱:۱۷-۱۸    ۹:۳۵ يس ۴۲:۱، مت ۳:۱۷، ۱۲:۱۸،
مر ۱:۱۱، لو ۳:۲۲

۳۸ هڪ ماڻهوءَ ميڙ مان رڙ ڪري چيو تہ ”اي استاد! آءٌ اوهان کي منٿ ٿو
ڪريان تہ منهنجي پٽ کي هلي ڏسو، ڇوتہ اهو منهنجو سڪيلڌو آهي.
۳۹ هن کي هڪڙو ڀوت اچي ٿو وٺي، جنهن ڪري اوچتو وٺيو رڙيون ڪري.
اهو اهڙو تہ گهٽيس جو گگ پئي وهيس ۽ ڇچريو ڇڏيس. پوءِ مس مس
ٿو منجهانئس نڪري. ۴۰ مون اوهان جي شاگردن کي بہ عرض ڪري چيو
تہ 'ان کي ڪڍو،' پر اهي ڪڍي نہ سگهيا.“ ۴۱ تنهن تي عيسيٰ چيو تہ
”اي بي‌يقين ۽ گمراهہ قوم! آءٌ ڪيستائين اوهان سان هوندس ۽ ڪيستائين
اوهان جي سهندس؟ پنهنجي پٽ کي هيڏانهن وٺي اچ.“ ۴۲ ڇوڪرو اجا
آيو ئي پئي تہ ڀوت ڪيس هيٺ ڪيرائي وڌو ۽ ڏاڍو گهٽيائينس. پر عيسيٰ ڀوت
کي ڇينڀيو ۽ ڇوڪر کي ڇڱو ڀلو ڪري سندس پيءُ جي حوالي ڪيائين.
۴۳ سڀيئي خدا جي ايڏي قدرت ڏسي عجب ۾ پئجي ويا.

## ٻيو دفعو پنهنجي موت بابت ٻڌائڻ

(متي ۱۷:۲۲-۲۳، مرقس ۹:۳۰-۳۲)

جڏهن سڀ ماڻهو عيسيٰ جي ڪمن تي عجب ڪائي رهيا هئا، تڏهن
هن پنهنجن شاگردن کي چيو تہ ۴۴ ”هيءَ ڳالهہ پنهنجي هينئين سان هنڊايو
تہ ابن‌آدم ماڻهن جي حوالي ڪيو ويندو.“ ۴۵ پر هنن اها ڳالهہ نہ سمجهي
۽ اها انهن کان ڳجهي رهي، انهيءَ لاءِ تہ هو اها نہ سمجهن. انهيءَ بابت
عيسيٰ کان پڇڻ کان بہ ڊنا ٿي.

## وڏو ڪير؟

(متي ۱۸:۱-۵، مرقس ۹:۳۳-۳۷)

۴۶ شاگرد پاڻ ۾ بحث ڪرڻ لڳا تہ ”اسان ۾ وڏو ڪير آهي؟“ ۴۷ پر
عيسيٰ سندن دل جو اهو خيال ڄاڻي ورتو، سو هڪڙو ننڍڙو ٻار ڪٺي
پنهنجي ڀرسان بيهاريائين. ۴۸ پوءِ شاگردن کي چيائين تہ ”جيڪو هن ننڍي
ٻار کي منهنجي ڪري قبول ڪندو، سو ڄڻ تہ مون کي قبول ٿو ڪري
۽ جيڪو مون کي قبول ٿو ڪري، سو ڄڻ انهيءَ کي قبول ٿو ڪري

۴۶:۹ لو ۲۲:۲۴ ۴۸:۹ مت ۱۰:۴۰، لو ۱۰:۱۶، يو ۱۳:۲۰

جنهن مون کي موڪليو آهي، چالاڪ جو جيڪو اوهان سڀني ۾ ننڍو آهي
سو ئي وڏو ٿيندو.“

## مخالف ۽ طرفدار ڪير؟

(مرقس ۹:۳۸-۴۰)

۴۹ يوحنا چيو ته ”اي سائين! اسان هڪڙي ماڻهوءَ کي اوهان جي نالي تي
ڀوت ڪيڍندي ڏٺو ته اسان کيس منع ڪئي، ڇوته هو اسان سان گڏ تنهنجي
پيروي نه ٿو ڪري.“ ۵۰ پر عيسيٰ چين ته ”منع نه ڪريوس، ڇاڪاڻ ته
جيڪو اوهان جي خلاف نه آهي اهو اوهان جي پاسي آهي.“

## سامري ڳوٺ ۾ نه قبولجڻ

۵۱ جڏهن عيسيٰ جي مٿي کڄي وڃڻ جا ڏينهن ويجها ٿيا، تڏهن هن
يروشلم ڏانهن رخ ڪرڻ جو پڪو پهه ڪيو. ۵۲ پاڻ کان اڳ ۾ قاصد
موڪليائين. اهي روانا ٿي هڪڙي سامري ڳوٺ ۾ آيا ته جيئن اتي عيسيٰ لاءِ
هر شيءِ جو انتظام ڪن. ۵۳ پر اتان جي ماڻهن عيسيٰ کي قبول نه ڪيو،
ڇاڪاڻ ته سندس رخ يروشلم ڏانهن هو. ۵۴ تڏهن سندس شاگردن يعقوب ۽
يوحنا هي ڏسي چيو ته ”اي خداوند! جيڪڏهن اوهان جي مرضي هجي ته
اسين آسمان مان باهه کي حڪم ڪريون ته هنن کي اچي برباد ڪري.“
۵۵ پر عيسيٰ ڦري هنن کي ڇينڀيو ۵۶ ۽ هو ٻئي ڳوٺ ڏانهن روانا ٿي ويا.

## عيسيٰ جا پوئلڳ ڪير؟

(متي ۸:۱۹-۲۲)

۵۷ جيئن هو واٽ وٺيو پئي ويا ته هڪڙي ماڻهوءَ عيسيٰ کي چيو ته
”جيڏانهن اوهين ويندا، اوڏانهن آءٌ به اوهان جي پٺيان هلندس.“ ۵۸ عيسيٰ
هن کي چيو ته ”لومڙين کي ڏريون آهن ۽ پکين کي آکيرا آهن، پر ابن‌آدم
کي اها جاءِ به ڪانهي جتي ڪٿي مٿو لڪائي آرام ڪري.“ ۵۹ عيسيٰ
ٻئي کي چيو ته ”منهنجي پٺيان اچ.“ پر هن جواب ڏنس ته ”اي سائين!

---

۹:۵۴ ۲.با ۱:۹-۱۶

مون کي تيستائين موڪل ڏيو جيستائين منهنجو پيءُ دفن ٿئي.“ (٦٠) تنهن
تي عيسيٰ چيس ته ”ڇڏ ته پلي مُردا وڃي مُردن کي دفنائين، پر تون وڃي
ماڻهن کي خدا جي بادشاهت جي خبر ٻڌاءِ.“ (٦١) هڪڙي ٻئي به عيسيٰ
کي چيو ته ”آءٌ اوهان جي پٺيان هلندس، پر پهريائين اجازت ڏيو ته گهر جي
ماڻهن کان موڪلائي اچان.“ (٦٢) تنهن تي عيسيٰ هن کي چيو ته ”جيڪو
پنهنجو هٿ هر جي مُنئي تي رکي وري پوئتي ٿو نهاري، سو خدا جي
بادشاهت جي لائق نه آهي.“

## ٻاهتر ڄڻن کي موڪلڻ

١٠ (١) هن کان پوءِ خداوند ٻاهتر ڄڻا ٻيا به مقرر ڪيا، جيڪي ٻن ٻن
جي ٽوليءَ ۾ هر انهيءَ شهر ۽ جاءِ تي اڳ ۾ ويا جتي ڪيس پاڻ
وڃڻو هو. (٢) انهن کي چيائين ته ”فصل بلڪل پلو آهي، پر لڻندڙ ٿورا آهن.
تنهنڪري فصل جي مالڪ کي عرض ڪريو ته لاباري لاءِ ماڻهو ڏياري
موڪلي. (٣) وڃو، آءٌ اوهان گهيٽن کي ڄڻ ته بگهڙن منجهه ٿو موڪليان.
(٤) اوهين پاڻ سان ڪابه ڳوٿري، ٻاچڪو يا جتي نه کڻجو ۽ نه ڪنهن کي
واٽ تي سلام ئي ڪجو. (٥) جنهن گهر ۾ وڃو ته پهريائين انهيءَ گهر جي
سلامتي گهرجو. (٦) جيڪڏهن اتي ڪو سلامتيءَ جو طالب هوندو ته اوهان
جو سلام مٿس رهندو، نه ته موٽي اوهان وٽ ايندو. (٧) پوءِ انهيءَ ئي گهر ۾
ٽڪي پئجو، گهر گهر نه ڦرجو. هو جيڪي ڪجهه اوهان کي ڏين سو
کائجو ۽ پيئجو، ڇو ته مزور پنهنجي مزوريءَ جو حقدار آهي. (٨) جنهن جنهن
شهر ۾ وڃو ۽ جي اتان جا ماڻهو اوهان کي قبول ڪن ته جيڪي ڪجهه
اهي اوهان کي آڻي ڏين سو کائجو. (٩) جيڪي ان شهر ۾ بيمار هجن تن
کي شفا ڏجو ۽ اتان جي ماڻهن کي ڇئجو ته ’خدا جي بادشاهت اوهان جي
ويجهو اچي پهتي آهي.‘ (١٠) پر جيڪڏهن ڪنهن شهر ۾ وڃو ۽ اتان جا
ماڻهو اوهان کي قبول نه ڪن، ته ان جي گهٽين ۾ نڪري هيئن ڇئجو ته

---

٩:٦١ ١.با ١٩:٢٠ ١٠:٢ مت ٩:٣٧–٣٨ ١٠:٣ مت ١٠:١٦ ١٠:٤–١١ مت
١٠:٧–١٤، مر ٦:٨–١١، لو ٩:٣–٥ ١٠:٧ ١.ڪر ٩:١٤، ١.تم ٥:١٨
١٠:١٠–١١ رس ١٣:٥١

⑪ ’اوهان جي شهر جي مٽي جيڪا اسان جي پيرن کي چنبڙي پئي هئي، سا به [1]چنڊي وڃون ٿا، پر هي به ڄاڻجو ته خدا جي بادشاهت اوهان جي ويجهو اچي پهتي آهي.‘ ⑫ آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته آخرت جي ڏينهن اهو شهر سدوم شهر کان وڌيڪ ڀوڳيندو.

⑬ افسوس آهي تو تي، اي شهر خرازين! ۽ حيف آهي تو تي اي شهر بيت‌صيدا! ڇالاءِجو اوهان ۾ جيڪي معجزا ڪيا ويا آهن، سي جيڪڏهن صور ۽ صيدا ۾ ڪيا وڃن ها ته جيڪر اتان جا ماڻهو گهڻو اڳ ۾ ڪتو ڍڪي مٽي ۾ خاڪ وجهي ويهي توبهه ڪن ها. ⑭ پر آخرت جي ڏينهن صور ۽ صيدا کان وڌيڪ اوهين ڀوڳيندا. ⑮ اي ڪفرناحوم! ڇا تون ڀانئين ٿو ته تون عرش تي کڄي ويندين؟ هرگز نه، بلڪ تون ته پاتال ۾ ڦٽو ڪيو ويندين.“

⑯ عيسيٰ شاگردن کي چيو ته ”جيڪو اوهان جي ٻڌي ٿو، سو ڄڻ منهنجي ٻڌي ٿو. جيڪو اوهان کي نه ٿو مڃي، سو ڄڻ مون کي نه ٿو مڃي ۽ جيڪو مون کي نه ٿو مڃي سو ڄڻ خدا کي نه ٿو مڃي جنهن مون کي موڪليو آهي.“

## ٻاهتر ڄڻن جو موٽي اچڻ

⑰ پوءِ اهي ٻاهتر ڄڻا ڏاڍا خوش ٿي موٽيا ۽ اچي عيسيٰ کي چيائون ته ”اي خداوند! اوهان جي نالي تي ڀوت به اسان جي تابع ٿيا آهن.“ ⑱ عيسيٰ انهن کي چيو ته ”مون شيطان کي وڄ وانگر آسمان مان ڪرندي ڏٺو آهي. ⑲ ڏسو، مون اوهان کي اختياري ڏيئي ڇڏي آهي ته نانگن ۽ وڇن کي لتاڙي ڇڏيو ۽ دشمن جي سموري زور تي غالب پئجي وڃو، ڪابه شيءِ اوهان کي ايذاءُ نه رسائيندي. ⑳ انهيءَ ڪري خوش نه ٿيو ته

---

[1] پيرن جي مٽي چنڊي وڃڻ: ڏسو لوقا ٩:٥

١٠:١٢ پيد ١٩:٢٤–٢٨، مت ١١:٢٤، ١٠:١٥ ١٠:١٣ يس ٢٣:١–١٨، حز ٢٦:١–٢٨:٢٦، يوا ٣:٤–٨، عا ١:٩–١٠، زڪ ٩:٢–٤ ١٠:١٣–١٥ مت ١١:٢٠–٢٤ ١٠:١٥ يس ١٤:١٣–١٥ ١٠:١٦ مت ١٠:٤٠، مر ٩:٣٧، لو ٩:٤٨، يو ١٣:٢٠ ١٠:١٩ زب ٩١:١٣

پوت اوهان جي تابع ٿيا آهن، پر هن ڪري خوش ٿيو جو اوهان جا نالا بهشت ۾ اُڪريل آهن."

## عيسيٰ جو خوش ٿيڻ

(متي ١١:٢٥-٢٧، ١٣:١٦-١٧)

٢١ انهيءَ وقت عيسيٰ پاڪ روح جي وسيلي خوشيءَ سان پرجي ويو ۽ هن چيو تہ "اي بابا، آسمان ۽ زمين جا مالڪ! آءٌ تنهنجو احسانمند آهيان جو تو هي ڳالهيون سياڻن ۽ سمجهہ وارن کان ڳجهيون رکيون آهن ۽ سادن تي ظاهر ڪيون اٿيئي. هائو بابا، ڇالاءِجو تنهنجي رضا ۽ خوشي انهيءَ ۾ هئي."
٢٢ "منهنجي پيءُ مون کي سڀني شين تي اختياري ڏني آهي. پيءُ کان سواءِ ڪوبہ نہ ٿو ڄاڻي تہ پٽ ڪير آهي ۽ پٽ کان سواءِ ڪنهن کي بہ خبر نہ آهي تہ پيءُ ڪير آهي يا جن تي پٽ اهو ظاهر ڪري."
٢٣ پوءِ عيسيٰ شاگردن ڏانهن ڦري انهن کي پنهنجيءَ پرِ ۾ چيو تہ "سڀاڳا آهيو اوهين جو هي سڀ ڪجهہ ڏسو ٿا پيا. ٢٤ ڇوتہ آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو تہ ڪيترن ئي نبين ۽ بادشاهن جي اها خواهش هئي تہ جيڪي اوهين ٿا ڏسو، سو هو بہ ڏسن، پر نہ ڏٺائون ۽ جيڪي اوهين ٿا ٻڌو، سو اهي بہ ٻڌن، پر نہ ٻڌائون."

## نيڪ سامريءَ جو مثال

٢٥ تنهن کان پوءِ شريعت جو هڪڙو عالم اٿي بيٺو ۽ عيسيٰ کي آزمائڻ لاءِ چيائين تہ "اي استاد! آءٌ ڇا ڪريان جو دائمي زندگي حاصل ڪري سگھان؟" ٢٦ تنهن تي عيسيٰ چيس تہ "شريعت ۾ ڇا لکيل آهي؟ تون پڙهڻ وقت ڇا ٿو سمجهين؟" ٢٧ هن عيسيٰ کي وراڻيو تہ
"'تون خداوند پنهنجي خدا کي پنهنجي سڄيءَ دل،
پنهنجي سڄيءَ جان،

---

٢٢:١٠ يو ٣:٣٥، ١٠:١٥ ٢٥:١٠-٢٨ مت ٢٢:٣٥-٤٠، مر ١٢:٢٨-٣٤
٢٧:١٠ لاو ١٩:١٨، شر ٦:٥

پنهنجي سڄيءَ طاقت ۽ پنهنجي سڄيءَ سمجهه سان پيار ڪر'
۽
'پنهنجي پاڙيسريءَ سان پاڻ جهڙو پيار ڪر.'"
٢٨ تنهن تي عيسيٰ چيس ته "تو پورو جواب ڏنو آهي. ائين ئي ڪر ته
دائمي زندگي ملندءِ."
٢٩ پر هن پاڻ کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ عيسيٰ کي چيو ته "منهنجو
پاڙيسري ڪير آهي؟" ٣٠ عيسيٰ وراڻيو ته "هڪڙو ماڻهو يروشلم کان يريحو
شهر ڏانهن پئي ويو ته ڌاڙيلن ۾ وڃي ڦاٿو، جن ڪپڙا به لاهي ورتس ۽ مار
به ڏنائونس ۽ اڌ مئو ڪري ڇڏي ويس. ٣١ اتفاق سان هڪڙو ڪاهن انهيءَ
رستي سان پئي ويو ۽ جڏهن هن کي ڏٺائين ته پاسو ڪري هليو ويو. ٣٢ اهڙيءَ
طرح هڪڙو لاوي به انهيءَ رستي تان آيو، سو به هن کي ڏسي پاسو ڪري هليو
ويو. ٣٣ پر هڪڙو سامري سفر ڪندي اچي اتان لانگهائو ٿيو. ان جڏهن
هن کي ڏٺو تڏهن کيس هن تي ڪهل آئي. ٣٤ هن وٽس اچي سندس ڦٽن تي
زيتون جو تيل ۽ دارون مکي پٽي ٻڌس ۽ پنهنجي وهٽ تي چاڙهي مسافرخاني
۾ وٺي آيس ۽ سندس خدمت ڪيائين. ٣٥ ٻئي ڏينهن تي ٻه چانديءَ جا سڪا
ڪڍي مسافرخاني واري کي ڏنائين ۽ چيائينس ته 'هن جي خدمت ڪندو
رهه ۽ جيڪي وڌيڪ خرچ ٿئي سو آءٌ وري موٽي اچي ڏيندوسانءِ.'"
٣٦ عيسيٰ شريعت جي عالم کان پڇيو ته "هاڻي ٻڌا تو ڀانئين ته اهو
شخص جو ڌاڙيلن ۾ وڃي ڦاٿو تنهن جو هنن ٽنهي ڄڻن مان ڪير پاڙيسري
ٿيو؟" ٣٧ تنهن تي شريعت جي عالم وراڻيو ته "اهو جنهن کي مٿس ڪهل
آئي." عيسيٰ چيس ته "تون به وڃي ائين ئي ڪر."

## مارٿا ۽ مريم سان ملاقات

٣٨ عيسيٰ ۽ سندس شاگرد جيئن ئي رستو وٺيو پئي ويا ته هو هڪڙي
ڳوٺ ۾ پهتا، جتي مارٿا نالي هڪڙي عورت کيس پنهنجي گهر ۾ آڻي
ٽڪايو. ٣٩ ان عورت جي مريم نالي هڪ ڀيڻ هئي، جنهن عيسيٰ جي پيرن
وٽ ويهي سندس ڪلام ويٺي ٻڌو. ٤٠ مارٿا گهڻي ڪم ڪار ڪرڻ ڪري

١٠:٢٨ لاو ١٨:٥ ١٠:٣٢-٣٤ ٢.توا ٢٨:١٥ ١٠:٣٨-٣٩ يو ١١:١

تڪجي پيئي ۽ اچي عيسيٰ کي چيائين ته ”اي خداوند! اوهان کي خيال
نه تو ٿئي ته منهنجي ڀيڻ مون کي ڪم ڪار ۾ اڪيلو ڪٽي ڇڏي ڏنو
آهي؟ هاڻي چئوس ته منهنجي مدد ڪري.“ ٤١ پر خداوند ورانيس ته ”اي
مارٿا! اي مارٿا! تون ڪيترين ئي ڳالهين جي ڳڻتين ۽ تڪليف ۾ آهين.
٤٢ پر رڳو هڪڙي ئي ڳالهه ضروري آهي. مريم اها چڱي ڳالهه چونڊي
ڪنئي آهي، جيڪا ان ڪان نه ڪسبي.“

## شاگردن کي دعا سيکارڻ

(متي ٦:٩–١٣، ٧:٧–١١)

**١١** ١ هڪڙي دفعي ڪنهن هنڌ عيسيٰ دعا پئي گهري. جڏهن دعا
گهري چڪو تڏهن سندس شاگردن مان هڪڙي چيس ته ”اي
خداوند! جهڙيءَ طرح يحيٰ پنهنجن شاگردن کي سيکاريو هو، اهڙيءَ طرح
اسان کي به دعا سيکاريو.“ ٢ عيسيٰ شاگردن کي چيو ته ”جڏهن اوهين
دعا گهرو ته هيئن چئجو:

’اي بابا! شل تنهنجو نالو پاڪ مڃيو وڃي،
۽ تنهنجي بادشاهت اچي.
٣ اسان جي ڏهاڙيءَ جي ماني اسان کي روزانو ڏي.
٤ اسان جا ڏوهه اسان کي معاف ڪر،
ڇالاءِجو جيڪي اسان جا ڏوهي آهن
تن کي اسين به معاف ٿا ڪريون.
ان ڪان علاوه اسان کي آزمائش ۾ نه وجهه.‘“

٥ پوءِ شاگردن کي چيائين ته ”فرض ڪريو ته اوهان منجهان ڪنهن کي
ڪو دوست هجي ۽ اڌ رات جو وٽس وڃي ڪيس چوي ته ’اي دوست! مون
کي ٽي مانيون اڌاريون ڏي، ٦ ڇاڪاڻ‌ته منهنجو هڪڙو دوست مسافريءَ
تان مون وٽ آيو آهي ۽ مون وٽ ڪجهه به ڪونهي جو ڪٽي هن جي اڳيان
رکان.‘ ٧ تڏهن اوهان جو دوست اوهان کي اندران ورندي ڏئي ته ’مون
کي تڪليف نه ڏي. هن مهل در بند آهي ۽ آءٌ پنهنجن ٻارن سان گڏ سُتل
آهيان، تنهنڪري آءٌ اٿي تو کي ڪجهه به ڏيئي نه ٿو سگهان.‘ ٨ آءٌ اوهان

کي ٻڌايان ٿو تہ هو اوهان جي دوستيءَ ڪري نہ بہ اٿي، پر اوهان جي گهٽين
منٿن جي ڪري اٿندو ۽ جيتريون مانيون اوهان کي گهرج ۾ هونديون اوتريون
ڏيندو. (٩) انهيءَ ڪري آءٌ اوهان کي چوان ٿو تہ گهرو تہ مليوَ، ڳوليو تہ لهيوَ،
در کڙڪايو تہ کليوَ. (١٠) ڇالاءِ جو جيڪو گهرندو آهي تنهن کي ملندو آهي،
جيڪو ڳوليندو آهي تنهن کان لهندو آهي ۽ جيڪو در کڙڪائيندو آهي تنهن
لاءِ کلندو آهي. (١١) ڇا اوهان منجهہ اهڙو ڪو پيءُ آهي جنهن کان سندس ٻار
اچي مڇي گهري تہ مڇيءَ بدران نانگ ڏئيس؟ (١٢) يا سندس ٻار بيضو گهريس
تہ هو وڇون ڏئيس؟ (١٣) جيڪڏهن اوهين باوجود بڇڙا هئڻ جي، پنهنجن ٻارن
کي چڱيون شيون ڏيڻ ڄاڻو ٿا تہ اوهان جو آسمان وارو پيءُ ڪيترو نہ وڌيڪ
انهن کي پاڪ روح ڏيندو جيڪي کانئس گهرندا.“

## عيسيٰ ۽ بعلزبول

(متي ١٢:٢٢–٣٠، مرقس ٣:٢٠–٢٧)

(١٤) هڪڙي دفعي عيسيٰ اهڙي ماڻهوءَ مان ڀوت ڪڍي رهيو هو جيڪو
ڳالهائي نہ ٿي سگهيو، ڇاڪاڻ تہ سندس ڀوت گونگو هو. جڏهن منجهانئس
ڀوت نڪتو تہ هن ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ ماڻهو حيران ٿي ويا. (١٥) پر انهن
مان ڪن چيو تہ ”عيسيٰ ڀوتن جي سردار بعلزبول جي مدد سان ڀوت
ٿو ڪڍي.“ (١٦) ٻين وري هن کي آزمائڻ لاءِ چيو تہ ”ثابتيءَ لاءِ اسان کي
ڪو خدائي معجزو ڏيکار.“ (١٧) پر عيسيٰ انهن جي نيتن کي ڄاڻيندي چيو
تہ ”جنهن بادشاهت ۾ ڦيٽهڙو ٿو پوي سا برباد ٿيندي ۽ جنهن گهر ۾
ڏڦيڙ ٿو پوي سو گهر تباهہ ٿيندو. (١٨) سو جيڪڏهن شيطان جي بادشاهت
۾ ڦيٽهڙو پوي تہ اها ڪيئن جٽاءُ ڪندي؟ اوهين چئو ٿا تہ آءٌ بعلزبول
جي مدد سان ڀوت ٿو ڪڍان. (١٩) جيڪڏهن آءٌ بعلزبول جي مدد سان
ڀوت ٿو ڪڍان تہ ڀلا اوهان جا ماڻهو ڪنهن جي تہ مدد سان انهن کي
ڪڍين؟ پوءِ تہ اهي ئي اوهان کي ڪوڙو ڪندا. (٢٠) پر جيڪڏهن آءٌ خدا
جي قدرت سان ڀوت ٿو ڪڍان تہ پوءِ ڄاڻو تہ خدا جي بادشاهت اوهان
منجهہ اچي پهتي آهي.

١١:١٥ مت ٩:٣٤، ١٠:٢٥ ١١:١٦ مت ١٢:٣٨، ١٦:١، مر ٨:١١

㉑ جڏهن ڪو طاقت وارو ماڻهو پنهنجا هٿيار پنهوار ٻڌي پنهنجي گهر جو
پهرو ٿو ڏئي ته گهر جو سڀ مال‌متاع سلامت رهندو. ㉒ پر جڏهن ان کان به
وڌيڪ طاقتور مٿانئس حملو ڪري غالب پويس ٿو، تڏهن ڪانئس هٿيار پنهوار
کسي وٺي ٿو، جن تي هن کي ناز هو ۽ پوءِ سندس مال ڦري ورهائي ٿو ڇڏي.
㉓ جيڪو مون سان نه آهي، سو منهنجي خلاف آهي ۽ جيڪو مون سان
شامل ٿي ڪٺو نه ٿو ڪري، سو حقيقت ۾ ڇڙوڇڙ ڪيو ڇڏي.“

## ڀوتن جي موٽ

(متي ١٢:٤٣-٤٥)

㉔ ”جڏهن ڪو ڀوت ڪنهن ماڻهوءَ مان نڪري ٿو وڃي ته اهو ويران
هنڌن ۾ اهڙي جاءِ لهڻ لاءِ رلي ٿو جتي هو آرام ڪري سگهي. جڏهن
آرام نه ٿو مليس تڏهن چوي ٿو ته ’آءٌ انهيءَ گهر ۾ موٽي ويندس جتان نڪتو
آهيان.‘ ㉕ جڏهن اچي ٿو ۽ گهر کي صاف ۽ سينگاريل ٿو ڏسي، ㉖ تڏهن
هو وڃي ست ٻيا پاڻ کان به بڇڙا ڀوت وٺي اچي ٿو ۽ اهي ان ماڻهوءَ ۾ داخل
ٿي اتي رهن ٿا ۽ پوءِ ان جي حالت اڳي کان به ابتر ٿي پوي ٿي.“

## سچي خوشي

㉗ عيسيٰ اهي ڳالهيون پئي ڪيون ته ميڙ مان هڪڙي عورت وڏي واڪي
چيس ته ”ڪهڙو نه سڀاڳو آهي اهو پيٽ جنهن ۾ اوهين هئا ۽ اها ڇاتي
جيڪا اوهان ڌاتي.“ ㉘ تنهن تي عيسيٰ چيو ته ”انهيءَ جي باوجود وڌيڪ
سڀاڳا اُهي آهن، جيڪي خدا جو ڪلام ٿا ٻڌن ۽ ان تي عمل ڪن ٿا.“

## عيسيٰ کان معجزي جي گهُر

(متي ١٢:٣٨-٤٢)

㉙ جڏهن عيسيٰ جي چوگرد ماڻهو مڙي آيا، تڏهن چوڻ لڳو ته ”هن
زماني جا ماڻهو ڪهڙا نه بڇڙا آهن جو اهي ڪو معجزو ٿا ڏسڻ گهرن. پر
انهن کي يونس نبيءَ جي معجزي کان سواءِ ٻيو ڪوبه معجزو نه ڏيکاريو

١١:٢٢ مر ٩:٤٠ ١١:٢٩ مت ١٦:٤، مر ٨:١٢

ويندو. ⦗٣٠⦘ ڇوته جيئن نينواه شهر جي ماڻهن لاءِ يونس معجزو بڻيو، تيئن هن
زماني جي ماڻهن لاءِ ابن‌آدم به معجزو بڻبو. ⦗٣١⦘ آخرت جي ڏينهن ڏکڻ جي
راڻي اٿي بيهندي ۽ هن زماني جي ماڻهن کي ڏوهاري ٺهرائيندي، ڇالاءِجو
هوءَ سليمان جي سياڻپ ٻڌڻ لاءِ وڏي پنڌ تان آئي هئي. پر آءٌ اوهان کي ٻڌايان
ٿو ته هتي هڪڙو اهڙو آهي جو سليمان کان به وڏو آهي. ⦗٣٢⦘ نينواه جا ماڻهو
آخرت جي ڏينهن اٿي بيهندا ۽ هن زماني جي ماڻهن کي ڏوهاري ٺهرائيندا،
ڇالاءِجو انهن يونس جي تبليغ تي پنهنجن گناهن کان توبهه ڪئي هئي. پر
آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته هتي هڪڙو اهڙو آهي جو يونس کان به وڏو آهي.“

## بدن جي روشني

(متي ٥:١٥، ٦:٢٢-٢٣)

⦗٣٣⦘ ”ڪوبه ماڻهو ڏيئو ٻاري ان کي لڪائي يا ڍڪڻ هيٺان نه ٿو رکي پر
ڏياتيءَ تي ٿو رکي، ته جيئن اندر ايندڙن کي سوجهرو ملي. ⦗٣٤⦘ اوهان جون
اکيون اوهان جي بدن لاءِ ڏيئو آهن، سو جيڪڏهن اوهان جون اکيون ٺيڪ
آهن ته اوهان جو سڄو بدن روشن هوندو. پر جيڪڏهن اوهان جون اکيون
خراب آهن ته اوهان جو سڄو بدن اونداهيءَ ۾ غرق هوندو. ⦗٣٥⦘ تنهنڪري
خيال رکو ته اوهان ۾ جا روشني آهي سا اونداهي ته ڪينهي. ⦗٣٦⦘ جيڪڏهن
توهان جو سڄو بدن روشن هجي ۽ ان جي ڪنهن به ڪنڊ ۾ اونداهي نه
هجي ته اوهان جو سڄو بدن ائين روشن ٿيندو جيئن ڏيئي جي روشني اوهان
جي بدن تي پئي اوهان کي روشن ٿي ڪري.“

## فريسين ۽ شريعت جي عالمن تي ملامت

(متي ٢٣:١-٣٦، مرقس ١٢:٣٨-٤٠)

⦗٣٧⦘ عيسيٰ جڏهن ڳالهائي بس ڪئي ته هڪڙي فريسيءَ اچي پاڻ سان
ماني ڪائڻ جي دعوت ڏنس ۽ هو اندر وڃي دسترخوان تي ماني ڪائڻ ويٺو.
⦗٣٨⦘ فريسي هي ڏسي حيران ٿيو ته کائڻ کان اڳ ۾ عيسيٰ انهن جي رسم

١١:٣٠ يون ٣:٤ ١١:٣١ ١.با ١٠:١-١٠، ٢.توا ٩:١-١٢ ١١:٣٢ يون ٣:٥
١١:٣٣ مت ٥:١٥، مر ٤:٢١، لو ٨:١٦

موجب هٿ چو ڪين ڌوتا. ۳۹ تڏهن خداوند چيس ته ”اوهين فريسي وٽيءَ
۽ ٿالهيءَ جو ٻاهريون پاسو ته ڌوئي صاف ڪريو ٿا، پر اوهان جو اندر هٻچ
۽ بڇڙائيءَ سان ڀريو پيو آهي. ۴۰ اي بيوقوفو! اهو خالق جنهن اوهان جو ٻاهر
ٺاهيو، ڇا تنهن ئي اوهان جو اندر نه ٺاهيو آهي؟ ۴۱ جيڪو اوهان جي وٽين ۽
ٿالهين ۾ آهي سو غريبن کي ڏيو ته اوهان لاءِ سڀ ڪجهه اجرو ٿئي.
۴۲ ڪيتري نه مصيبت آهي اوهان لاءِ اي فريسيو! جو اوهين خدا جي
راهه ۾ ڦودني، سوئن ۽ هر ڪنهن ڀاڄين جي فصل جو ڏهون حصو ته
ڏيو ٿا، پر انصاف ڪرڻ ۽ خدا سان پيار ڪرڻ ڇڏي ڏنو اٿوَ. واجب
ته ائين ئي هو جو هي به ڪريو ها ۽ انهن کي به نه ڇڏيو ها. ۴۳ اي
فريسيو! مصيبت آهي اوهان لاءِ، جو اوهين عبادتخاني ۾ اعليٰ درجي
جون جايون والاريو ٿا ۽ بازار ۾ ماڻهن جا سلام پسند ڪريو ٿا. ۴۴ مصيبت
آهي اوهان لاءِ، ڇالاءِجو اوهين انهن بي‌نشان قبرن جي مثل آهيو، جن تان
ماڻهو بي‌خبريءَ ۾ گهمن ٿا.“
۴۵ ورنديءَ ۾ شريعت جي هڪڙي عالم چيس ته ”اي استاد! هي جيڪي
اوهين چئو ٿا تنهن ۾ اسان کي به طعنا ٽنڪا هڻو ٿا.“ ۴۶ تنهن تي عيسيٰ
کين چيو ته ”مصيبت آهي اوهان لاءِ به، اي شريعت جا عالمو! جو اوهين
ماڻهن تي ڳرا بار ته رکو ٿا، پر پاڻ انهن بارن کي هٿ به نه ٿا لايو. ۴۷ مصيبت
آهي اوهان لاءِ، جو اوهين نبين جا قبا ٿا ٺاهيو جن کي اوهان جي ابن ڏاڏن
مارائي ڇڏيو. ۴۸ اها هن ڳالهه جي شاهدي آهي ته جيڪي اوهان جي
ابن ڏاڏن ڪيو سو اوهان کي قبول آهي، ڇوته انهن ته نبين کي مارايو ۽
اوهين سندن قبا پيا اڏايو. ۴۹ انهيءَ لاءِ خدا جي حڪمت بيان فرمايو آهي
ته ’آءٌ نبين ۽ رسولن کي انهن وٽ موڪليندس، جن مان اهي ڪن کي
ماري وجهندا ۽ ڪن کي ستائيندا.‘ ۵۰ سو دنيا جي شروعات کان وٺي
جن نبين جو رت وهايو ويو آهي، تن جو حساب هن زماني جي پيڙهيءَ کان
ورتو ويندو. ۵۱ مطلب ته آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته هابيل کان وٺي ذڪريا
جي خون تائين جيڪو قربانگاهه ۽ مقدس جاءِ جي وچ ۾ ماريو ويو، تن
جي خون جو حساب هن زماني جي پيڙهيءَ کان ورتو ويندو. ۵۲ مصيبت

۴۲:۱۱ لاو ۲۷:۳۰ ۵۱:۱۱ پيد ۴:۸، ۲.توا ۲۴:۲۰-۲۱

آهي اوهان لاءِ اي شريعت جا عالمو! جو اوهان علم جي ڪنجي ته کسي
ورتي آهي، پر نه پاڻ داخل ٿيا آهيو ۽ نه وري انهن کي اندر داخل ٿيڻ ٿا
ڏيو جيڪي اچڻ چاهين ٿا.“
(٥٣) جڏهن هو اتان هلڻ لڳو ته شريعت جا عالم ۽ فريسي سندس مخالفت
۾ ڳالهائڻ لڳا ۽ کيس سوالن سان وڪوڙي ويا، (٥٤) انهيءَ لاءِ ته هو ڪا
اهڙي ڳالهه چوي جيئن هو کيس پڪڙين.

## رياڪاريءَ کان چتاءُ

(متي ١٠:٢٦-٢٧)

**١٢** (١) ايتري ۾ هزارين ماڻهن جا ميڙ اچي مڙيا، جيڪي هڪٻئي تي
ڳاهٽ پئي ٿيا. تڏهن عيسيٰ خاص طرح پنهنجن شاگردن کي
چيو ته ”فريسين جو خميرو، جيڪو رياڪاري آهي، تنهن کان هوشيار
ٿجو. (٢) ڪابه شيءِ ڍڪيل نه آهي جا پڌري نه ٿيندي. ڪابه لڪل نه آهي
جا ظاهر نه ٿيندي. (٣) پوءِ ته اوهان جيڪو اونداهيءَ ۾ ڳالهايو آهي سو روز
روشن ۾ ٻڌبو ۽ جيڪا بند ڪمرن ۾ ماڻهن جي ڪنن ۾ سسپس ڪئي
اٿوَ سا وڏي واڪي ڪوٺن تان پڪاري ويندي.“

## ڪنهن کان ڊڄڻ گهرجي

(متي ١٠:٢٨-٣١)

(٤) ”آءٌ اوهان پنهنجن دوستن کي چوان ٿو ته جيڪي جسماني طور ٿا
مارين، تن کان نه ڊڄو. هو ان کان وڌيڪ ڪجهه به ڪري نه ٿا سگهن.
(٥) پر آءٌ اوهان کي تاڪيد ٿو ڪريان ته خدا کان ڊڄو، جيڪو مارڻ کان پوءِ
جهنم ۾ وجهڻ جي قدرت به رکي ٿو. سو بس انهيءَ کان ئي ڊڄندا رهو.
(٦) ٻن ننڍڙن سڪن جون پنج جهرڪيون نه ٿيون وڪامن ڇا؟ مگر
انهن مان ڪابه خدا کان وسريل نه آهي. (٧) پر اوهان جي مٿي جا ته وار
به ڳڻيل آهن، سو متان ڊڄو، ڇاڪاڻ ته اوهان جي قيمت ڪيترين ئي
جهرڪين کان وڌيڪ آهي.“

---

١:١٢ مت ١٦:٦، مر ٨:١٥ ٢:١٢ مر ٤:٢٢، لو ٨:١٧

## عيسيٰ کي قبولڻ ۽ نہ قبولڻ جو نتيجو

(متي ١٠:٣٢–٣٣، ١٢:٣٢، ١٠:١٩–٢٠)

⑧ ”آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو تہ جيڪو مون کي ماڻهن جي اڳيان پڌري
پٽ قبوليندو تہ ان کي ابن‌آدم بہ خدا جي ملائڪن جي اڳيان قبول ڪندو.
⑨ پر جيڪو ماڻهن جي اڳيان مون کي قبول نہ ڪندو، تنهن کي خدا جي
ملائڪن جي اڳيان بہ قبول نہ ڪيو ويندو.
⑩ جيڪو بہ ابن‌آدم جي خلاف ڪا ڳالهہ چوندو تہ ان کي اها بخشي
ويندي. پر جيڪو ماڻهو پاڪ روح جي خلاف ڪفر بڪندو، تہ ان کي
اهو نہ بخشيو ويندو.
⑪ جڏهن اهي اوهان کي عبادت‌خانن ۾ يا حاڪمن ۽ اعليٰ عملدارن
جي اڳيان پيش ڪن، تڏهن متان ڳڻتي ڪئي اٿوَ تہ ’ڪيئن ۽ ڪهڙو جواب
ڏيون‘ يا ’ڇا چئون.‘ ⑫ ڇالاءِجو ان وقت پاڪ روح اوهان کي اهو ڪي
سيکاريندو جيڪو اوهان کي چوڻ کپي.“

## بيوقوف زميندار جو مثال

⑬ ميڙ مان هڪڙي ماڻهوءَ چيس تہ ”اي استاد! منهنجي ڀاءُ کي چئو
تہ اباڻي ميراث مان منهنجو حصو مون کي ورهائي ڏئي.“ ⑭ پر عيسيٰ
کيس چيو تہ ”مهربان! مون کي اوهان جي ونڊ ورڇ لاءِ ڪنهن امير
مقرر ڪيو آهي؟“ ⑮ هن سڀني کي چتائي ڏسندي چيو تہ ”هوشيار ٿجو
۽ پاڻ کي هر طرح جي لالچ کان بچائجو، ڇالاءِجو ڌن ۽ دولت جي
گهڻائي ماڻهوءَ جي حياتيءَ کي نہ ٿي سنواري.“ ⑯ پوءِ عيسيٰ انهن کي
هڪڙو مثال ٻڌائيندي چيو تہ ”ڪنهن زميندار جي ٻنيءَ سٺو فصل ڏنو.
⑰ سو هو دل ۾ پڇا پڇائڻ لڳو تہ ’هاڻي ڇا ڪريان؟ اها جاءِ ڪانهي
جتي ڪٽي پنهنجو فصل گڏ ڪري رکان.‘ ⑱ آخر دل ۾ چيائين تہ ’آءٌ
هيئن ڪندس جو هي ياندا ڊهرائي وڏا ڪري ٺهرائيندس ۽ انهن ۾ سمورو

١٢:١٠ مت ١٢:٣٢، مر ٣:٢٩ ١٢:١١–١٢ مت ١٠:١٩–٢٠، مر ١٣:١١،
لو ٢١:١٤–١٥

اَنُ ۽ مال گڏ ڪري رکندس، ⑲ ۽ پوءِ پاڻ کي چوندس ته ٻيلي، مون
وٽ ايترو گهڻو مال آهي جو ڪيترائي سال پيو هلندو، سو آرام ڪريان،
کاوان پيان ۽ موجون ماڻيان.‘ ⑳ پر خدا چيس ته ’اي بيوقوف! اڄوڪي
رات ئي تنهنجي جان ورتي ويندي، پوءِ جيڪي گڏ ڪري رکيو اٿئي سو
ڪنهن جو ٿيندو؟‘“
㉑ عيسيٰ ان جو نتيجو هيئن ڪڍيو ته ”اهو ماڻهو اهڙو آهي جيڪو ڌن
دولت پنهنجي لاءِ ته ميڙي ٿو، پر خدا جي اڳيان شاهوڪار نه آهي.“

## خدا تي ڀروسو رکڻ

(متي ٦:٢٥-٣٤)

㉒ پوءِ عيسيٰ شاگردن کي چيو ته ”تنهنڪري آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو
ته پنهنجي جان لاءِ ڳڻتي نه ڪريو ته ’ڇا کائينداسين‘ ۽ نه پنهنجي جسم
لاءِ ته ’ڇا پهرينداسين.‘ ㉓ ڇاڪاڻ‌ته جان کاڌي کان ۽ جسم ڪپڙن
کان وڌيڪ درجو رکن ٿا. ㉔ ڪانوَن تي غور ڪريو ته هو نڪي پوکين،
نڪي لڻين ۽ نڪي انهن کي اَنَ جا ڀاندا يا گودام آهن، تڏهن به خدا
انهن کي کارائي ٿو. پر اوهين ته انهن کان وڌيڪ درجو ٿا رکو. ㉕ ڇا
اوهان مان ڪو ڳڻتين سان حياتيءَ جو هڪڙو منٽ به وڌائي سگهندو؟
㉖ جيڪڏهن اوهان کان اهڙي خسيس ڳالهه به ٿي نه ٿي سگهي، ته
پوءِ اوهين ٻين شين لاءِ ڇو ٿا ڳڻتي ڪريو؟ ㉗ غور ڪريو ته ڪيئن نه
سوسن گل جا ٻوٽا ٿا اُڀرن، اهي نڪي پورهيو ڪن ۽ نه ڪتين. پر آءٌ
اوهان کي ٻڌايان ٿو ته سليمان کي باوجود ايڏي عزت ۽ شان شوڪت
جي، انهن جهڙو هڪ به ويس پهريل نه هو. ㉘ جيڪڏهن جهنگلي گاهه
جو اڄ آهي ۽ سڀاڻي ٻنيءَ ۾ اڇلايو ويندو، تنهن کي خدا ائين پهرائي
ٿو ته پوءِ اهو اوهان کي بهتر نه پهرائيندو ڇا؟ اوهان جو ايمان ڪيترو نه
ڪمزور آهي. ㉙ اوهين هن لاءِ خيال نه ڪريو ته ’ڇا کائينداسين‘ ۽ ’ڇا
پيئنداسين‘ ۽ هن بابت اوهان کي ڪابه ڳڻتي ڪرڻ نه گهرجي. ㉚ دنيا
جون قومون انهن سڀني شين جون ڳولائو آهن. پر اوهان لاءِ اوهان جو

١٢:٢٧ ١.با ١٠:٤-٧، ٢.توا ٩:٣-٦

پيءُ ڄاڻي ٿو تہ اوهان کي ڪهڙين شين جي ضرورت آهي. ٣١ پر اوهين
پهريائين خدا جي بادشاهت جي ڳولا ۾ رهو تہ اوهان کي اهي سڀ
شيون بہ ملنديون."

## بهشتي خزانو

(متي ٦:١٩-٢١)

٣٢ "اي ننڍڙا ٽولا! متان ڊڄو، ڇاڪاڻ تہ اوهان جي پيءُ جي مرضي آهي
تہ اوهان کي بادشاهت عطا ڪري. ٣٣ جيڪي اٿوَ، سو وڪڻي غريبن کي
خيرات ۾ ڏيو ۽ پنهنجي لاءِ اهڙيون ڳوٿريون ٺاهيو جيڪي پُئي پراڻيون نہ
ٿين، يعني اهڙو خزانو بهشت ۾ گڏ ڪريو جو کُٽي ئي نہ، جتي نہ چور
ويجهو اچيس ۽ نہ ڪينئون ٽڪي خراب ڪريس. ٣٤ ڇالاءِجو جتي اوهان
جو خزانو هوندو، تہ دل بہ اوهان جي اتي ئي هوندي."

## سجاڳ نوڪر

٣٥ "پنهنجا سندرا ٻڌل ۽ پنهنجا ڏيئا ٻريل رکو. ٣٦ اوهين پاڻ کي انهن
سجاڳ نوڪرن وانگر بڻايو، جيڪي پنهنجي مالڪ لاءِ اکيون در ۾ اٽڪايو
ويٺا واٽ نهارين تہ جڏهن سندن مالڪ شاديءَ جي دعوت تان موٽي اچي
در کڙڪائي تہ هڪدم هن لاءِ در کولين. ٣٧ سڀاڳا آهن اهي نوڪر، جن
کي سندن مالڪ اچڻ سان سجاڳ ٿو ڏسي. سچ پچو تہ هو کين کارائڻ
لاءِ سندرو ٻڌي ويهندو ۽ پنهنجي سر پاڻ اچي سندن خدمت ڪندو. ٣٨ سو
جيتوڻيڪ مالڪ اڌ رات يا پوئين پهر اچي تہ بہ انهن کي سجاڳ ڏسي، تہ
اهي نوڪر ڪهڙا نہ سڀاڳا آهن. ٣٩ پر اهو ياد رکو تہ جيڪڏهن گهر جي
مالڪ کي خبر هجي ها تہ چور ڪيڏيءَ مهل سندس گهر کي کاٽ هڻندو
تہ هو جيڪر جاڳندو رهي ها ۽ پنهنجي گهر کي کاٽ لڳڻ نہ ڏئي ها.
٤٠ تنهنڪري اوهين بہ تيار رهو، ڇوتہ اها گهڙي الائجي ڪهڙي هوندي
جنهن ۾ ابن‌آدم اچي سهڙندو."

---

١٢:٣٥ مت ٢٥:١-١٣ ١٢:٣٦ مر ١٣:٣٤-٣٦ ١٢:٣٩-٤٠ مت ٢٤:٤٣-٤٤

## ايماندار ۽ بي‌ايمان نوڪر

(متي ۲۴:۴۵–۵۱)

⁽۴۱⁾ پطرس ڪيس چيو ته ”اي خداوند! هي مثال تون اسان لاءِ تو ڏئين يا
سيني لاءِ؟“ ⁽۴۲⁾ خداوند جواب ۾ چيو ته ”اوهان مان ڪير ايماندار ۽ سياڻو
نوڪر آهي، جنهن کي سندس مالڪ پنهنجن نوڪرن چاڪرن مٿان مقرر
ڪري ويو هجي ته انهن کي وقت تي ڪاڌو پاڻي پهچائي؟ ⁽۴۳⁾ سڀاڳو آهي
اهو نوڪر، جنهن کي سندس مالڪ اچڻ مهل ائين ڪندو ڏسي. ⁽۴۴⁾ آءٌ
اوهان کي سچ ٿو چوان ته هو کيس سڄيءَ ملڪيت جو مختيار ڪندو. ⁽۴۵⁾ پر
جيڪڏهن اهو نوڪر دل ۾ خيال ڪري ته ’منهنجي مالڪ جي اچڻ ۾ دير
آهي،‘ سو اچي نوڪرن ۽ نوڪرياڻين کي مارڻ لڳي ۽ کائڻ پيئڻ ۽ نشي ۾
بي‌خبر ٿيڻ لڳي، ⁽۴۶⁾ ته انهيءَ نوڪر جو مالڪ به انهيءَ ڏينهن اچي سهڙندو
جنهن جو هن کي خواب خيال به نه هوندو ۽ اهڙي وقت ايندو جنهن جي
هن کي ڪل ئي نه هوندي. پوءِ ته سندس مالڪ اچي خوب چهبڪن سان
مار ڏيئي بي‌ايمانين ۾ شامل ڪري ڪڍي ڇڏيندس.
⁽۴۷⁾ اهو نوڪر جيڪو پنهنجي مالڪ جي ارادي کان باخبر هوندو پر تياري
نه ڪيائين ۽ نڪي هن جي مرضيءَ موجب هليو، تنهن کي ڏاڍي مار ملندي.
⁽۴۸⁾ پر اهو جنهن کي مالڪ جي ارادي جي خبر ڪانه هئي ۽ سزا جوڳو
ڪم ڪيائين ته ان کي ٿوري مار ملندي. جنهن کي گهڻو ڏنو ويو آهي
ته ان کان حساب به گهڻو ورتو ويندو ۽ جنهن کي گهڻو سونپيو ويو آهي
ته ان کان گهر به گهڻي ٿيندي.“

## عيسيٰ جدائيءَ جو ڪارڻ

(متي ۱۰:۳۴–۳۶)

⁽۴۹⁾ ”آءٌ زمين تي باهه لڳائڻ لاءِ آيس. ڪهڙو نه چڱو ٿئي ها جو اها اڳ
۾ ئي لڳل هجي ها. ⁽۵۰⁾ پر مون کي هڪڙي بپتسما وٺڻي آهي ۽ جيستائين
اها پوري ٿئي تيستائين آءٌ ڪيترو نه پريشان آهيان. ⁽۵۱⁾ ڇا اوهين ائين سمجهو

۱۲:۵۰ مر ۱۰:۳۸

تا تہ آءٌ دنيا ۾ صلح ڪرائڻ لاءِ آيو آهيان؟ آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو تہ صلح
نہ پر جدائي ڪرائڻ لاءِ آيو آهيان. ۵۲ اڄ کان وٺي جيڪڏهن ڪنهن گهر
۾ پنج ڀاتي هوندا تہ انهن مان ٽي هڪڙي طرف ٿيندا تہ ٻہ ٻي طرف. ۵۳ پيءُ
پٽ جي خلاف ٿيندو تہ پٽ پيءُ جي، ماءُ ڌيءَ جي خلاف ٿيندي تہ ڌيءَ ماءُ
جي، سس نُنهن جي خلاف ٿيندي تہ نُنهن سس جي.“

## زماني کي سڃاڻ

(متي ۱٦:۲–۳)

۵۴ عيسيٰ ميڙ کي چيو تہ ”جڏهن اولهہ ۾ ڪڪر ڏسو ٿا تہ هڪدم چئو
ٿا تہ ’مينهن ايندو‘ ۽ ٿئي بہ ائين ٿو. ۵۵ جڏهن ڏکڻ گهلي ٿو تہ چئو ٿا تہ
’اونهارو اجهڙ وارو آهي‘ ۽ واقعي ٿئي بہ ائين ٿو. ۵٦ اي رياڪارو! اوهين زمين
۽ آسمان جا رخ تہ سڃاڻي ٿا وٺو پر هن زماني کي نہ ٿا سڃاڻو.“

## دشمنن سان ٺاهہ ڪرڻ

(متي ۵:۲۵–۲٦)

۵۷ ”جيڪو حق آهي تنهن جو پاڻ ئي فيصلو ڇو نہ ٿا ڪريو؟
۵۸ جيڪڏهن ڪو فريادي تو تي ڪيس ڪري ۽ تو کي ڪورٽ ۾
وٺي وڃي تہ واٽ تي ئي ڪوشش ڪري ساڻس ٺاهہ ڪر، متان هو تو کي
جج ڏانهن نہ وٺي وڃي ۽ جج تو کي پوليس جي حوالي ڪري ۽ پوليس تو
کي جيل ۾ وجهي. ۵۹ آءٌ تو کي ٻڌايان ٿو تہ جيستائين ڏنڊ جي پائي پائي
ڪري نہ ڏيندين تيستائين جند نہ ڇٽندءِ.“

## توبهہ ڪر يا مر

۱۳ ۱ ان مهل ڪي ماڻهو آيا جن عيسيٰ کي انهن گليلين بابت ٻڌايو،
جن جو رت گورنر پلاطس سندن قرباني ڪيل جانورن جي رت
سان ملائي ڇڏيو هو. ۲ تنهن تي عيسيٰ چين تہ ”ڇا اوهين سمجهو ٿا تہ
اهي گليلي ٻين سڀني گليلين کان وڌيڪ گنهگار هئا، تنهنڪري هنن سا

۱۲:۵۳ ميڪ ۷:٦

اهڙو ظلم ٿيو؟ (٣) آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته ائين نه آهي، پر جيڪڏهن اوهين
پنهنجن گناهن کان توبهه نه ڪندءُ ته پوءِ سڀئي برباد ٿيندءُ، جيئن اهي ٿيا
هئا. (٤) يا اوهين ائين سمجهو ٿا ته اهي ارڙهن ڄڻا، جن تي سيلوم جو منارو
ڪريو ۽ دٻجي مري ويا، سي يروشلم جي ٻين رهاڪن کان وڌيڪ گنهگار
هئا ڇا؟ (٥) آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته نه، پر جيڪڏهن اوهين پنهنجن گناهن
کان توبهه نه ڪندءُ ته ائين برباد ٿيندءُ جيئن اهي ٿيا هئا.“

## انجير نه ڏيندڙ وڻ

(٦) عيسيٰ انهن کي هي مثال ڏيندي ٻڌايو ته ”هڪڙي ماڻهوءَ کي انگورن
جو باغ هو جنهن ۾ انجير جو وڻ پوکيل هو. سو هو آيو ۽ ان ۾ انجيرن
لاءِ واجهايائين پر هن هڪ به نه لڌو. (٧) هن ماليءَ کي چيو ته ’آءٌ ٽن
سالن کان انهيءَ وڻ ۾ انجيرن لاءِ واجهائيندو رهيو آهيان پر هڪ به نه مليو
اٿم. هن کي وڍي ڇڏ، ڇوجو هروڀرو زمين سيڙايون بيٺو آهي.‘ (٨) ماليءَ
جواب ڏنو ته ’سائين! هن وڻ کي هڪ سال ٻيو به ڇڏيو ته آءٌ هن جي
پاهران چلهو کوٽيان ۽ پاڻ ڏيانس. (٩) جيڪڏهن پوءِ ميوو جهليائين ته ڏاڍو
چڱو، نه ته کٽي وڍي ڇڏبس.‘“

## سبت جي ڏينهن ڪٻي عورت کي شفا ڏيڻ

(١٠) هڪڙي دفعي سبت جي ڏينهن تي عيسيٰ عبادتخاني ۾ ويٺي تعليم
ڏني. (١١) اتي هڪڙي عورت هئي جنهن ۾ ارڙهن ورهين کان هڪڙو ڀوت
هو، جنهن جي ڪري هوءَ ڪمزور رهندي هئي. تنهنڪري هوءَ ڪٻي ٿي
ويئي هئي ۽ بلڪل سڌي ٿي نه سگهندي هئي. (١٢) عيسيٰ جڏهن هن
کي ڏٺو ته سڏي چيائينس ته ”اي مائي! تو پنهنجي بيماريءَ کان جند
ڇڏائي.“ (١٣) عيسيٰ کيس هٿ لاتو ته هوءَ هڪدم سنئين سڌي ٿي بيٺي
۽ خدا جي واکاڻ ڪرڻ لڳي. (١٤) پر عبادتگاهه جي سردار کي ڪاوڙ
لڳي، ڇاڪاڻ ته عيسيٰ سبت جي ڏينهن بيمار کي شفا بخشي هئي.
تنهنڪري هو ماڻهن کي چوڻ لڳو ته ”ڇهه ڏينهن آهن جن ۾ ڪم ڪرڻ

---

١٤:١٣ خر ٢٠:٩-١٠، شر ٥:١٣-١٤

روا آهي. انهن ڏينهن تي اچو ۽ شفا پايو پر سبت جي ڏينهن نه اچو.“
۱۵ خداوند کيس چيو ته ”اي رياڪار! سبت جي ڏينهن هر ڪو پنهنجي
ڏاند يا گڏهه کي وٿاڻ مان ڇوڙي پاڻي پيارڻ لاءِ نه وٺي ويندو آهي ڇا؟
۱۶ تڏهن هيءَ عورت جا ابراهيم جي اولاد مان آهي، جنهن کي شيطان
ارڙهن سالن کان ٻڌي سوگهو ڪيو هو، تنهن کي سبت جي ڏينهن انهيءَ
بندي‌خاني کان ڇڏائڻ روا نه هو ڇا؟“ ۱۷ عيسيٰ جو جواب ٻڌي سڀيئي
مخالف لڄي ٿيا ۽ جيڪي هن عجيب غريب ڪم پئي ڪيا تن جي ڪري
ساري خلق خوش پئي ٿي.

## سرنهن جي ٻج ۽ خميري جا مثال

(متي ۱۳:۳۱-۳۳، مرقس ۴:۳۰-۳۲)

۱۸ عيسيٰ پڇيو ته ”خدا جي بادشاهت ڇا جي مثل آهي؟ ان کي آءٌ ڇا
سان ڀيٽيان؟ ۱۹ اها سرنهن جي ٻج مثل آهي، جو ڪنهن ماڻهوءَ کڻي پنهنجي
باغ ۾ پوکيو ته اهو وڏي وڻ تي پيو ۽ سندس ٽارين ۾ پکين واهيرا ڪيا.“
۲۰ عيسيٰ ڪائنڻ وري پڇيو ته ”خدا جي بادشاهت کي آءٌ ڇا سان ڀيٽيان؟
۲۱ اها خميري جي مثل آهي، جيڪو ڪنهن عورت کڻي اٽي جڏهن اٽي
جي پاٽ ۾ ملايو، ته سڄو اٽو ڦونڊجي پيو ۽ پاٽ پرجي ويئي.“

## سوڙهو دروازو

(متي ۷:۱۳-۱۴، ۲۱-۲۳)

۲۲ جيئن عيسيٰ ڳوٺ ڳوٺ ۽ شهر شهر مان لنگهندو ۽ رستي ۾
تعليم ڏيندو يروشلم ڏانهن پئي ويو، ۲۳ ته ڪنهن ماڻهوءَ پڇيس ته ”اي
خداوند! ڪن ٿورن کي ڇوٽڪارو ملندو ڇا؟“ ان کي ورنديءَ ۾ چيائين
ته ۲۴ ”سوڙهي دروازي مان اندر گهڙڻ لاءِ دل‌وجان سان ڪوشش ڪريو،
ڇالاءِجو آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته ڪيترائي اندر گهڙڻ جي ڪوشش ڪندا
پر گهڙي نه سگهندا.
۲۵ جڏهن گهر ڌڻيءَ هڪ دفعو اٿي در بند ڪري ڇڏيو، ته پوءِ اوهين
ٻاهر بيهي ڪيترو به در کڙڪايو ۽ چئو ته ’اي مالڪ! اسان لاءِ در کوليو،‘

ته هو ورنديءَ ۾ چوندو ته ’آءٌ اوهان کي نه ٿو سڃاڻان ته اوهين ڪٿان آيا آهيو.‘ ⑳ تنهن تي اوهين کيس چوندا ته ’اسان اوهان جي اڳيان کاڌو پيتو ۽ اوهين اسان جي گهٽين ۾ تعليم ڏيندا هئا.‘ ㉗ پر هو وري اوهان کي چوندو ته ’آءٌ اوهان کي نه ٿو سڃاڻان ته اوهين ڪٿان آيا آهيو. اوهين مڙيئي بدڪار منهنجي اکين اڳيان ٽري وڃو.‘ ㉘ پوءِ جڏهن پاڻ کي ٻاهر ڌڪيل ۽ ابراهيم، اسحاق، يعقوب ۽ ٻين سڀني نبين کي خدا جي بادشاهت ۾ ڏسندءُ ته روئڻ ۽ ڏند ڪرٽڻ لڳندءُ. ㉙ اهي اوڀر ۽ اولهه، اتر ۽ ڏکڻ کان ايندا ۽ اچي خدا جي بادشاهت جي دعوت ۾ شريڪ ٿيندا. ㉚ جيڪي هاڻي پويان آهن سي اڳيان ٿيندا ۽ جيڪي اڳيان آهن، سي پويان ٿيندا.“

## عيسيٰ جو يروشلم سان پيار

(متي ٢٣:٣٧-٣٩)

㉛ ايتري ۾ فريسين عيسيٰ کي اچي چيو ته ”هتان نڪري هليو وڃ، ڇاڪاڻ‌ته هيروديس بادشاهه تنهنجي مارائڻ جي ڪڍ آهي.“ ㉜ عيسيٰ انهن کي چيو ته ”وڃو ۽ انهيءَ لومڙيءَ کي چئو ته آءٌ اڄ ۽ سڀاڻ ڀوت پيو ڪڍان ۽ ماڻهن کي ڇٽائي چڱو ڀلو پيو ڪريان ۽ پرينهن پنهنجو ڪم رسائي پورو ڪندس. ㉝ پر تڏهن به آءٌ اڄ، سڀاڻ ۽ پرينهن پنهنجو سفر جاري رکندس، ڇالاءِجو اهو غيرواجب آهي ته ڪو نبي يروشلم کان ٻاهر قتل ڪيو وڃي.

㉞ اي يروشلم! اي يروشلم! تون جو نبين جو قاتل آهين ۽ جيڪي تو ڏانهن موڪليا ٿا وڃن، تن کي سنگسار ٿو ڪرين، مون تنهنجن ٻچن کي ڪيترائي دفعا ائين گڏ ڪرڻ ٿي گهريو جيئن ڪڪڙ پنهنجن چوزن کي پنهنجن کنين هيٺان گڏ ڪندي آهي، پر تو نه چاهيو. ㉟ ڏس، تنهنجو هيڪل ويران ڪيو ويندو. آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته توهين مون کي تيستائين نه ڏسندا جيستائين ائين نه چوندا ته ’سڀاڳو آهي اهو، جيڪو خداوند جي نالي تي ٿو اچي.‘“

---

١٣:٢٧ زب ٦:٨ ١٣:٢٨ مت ٢٢:١٣، ٢٥:٣٠ ١٣:٢٨-٢٩ مت ٨:١١-١٢

١٣:٣٠ مت ١٩:٣٠، ٢٠:١٦، مر ١٠:٣١ ١٣:٣٥ زب ١١٨:٢٦، ير ٢٢:٥

## [۱]جلندر جي بيمار کي شفا ڏيڻ

**۱۴** (۱) هڪ دفعي عيسيٰ سبت جي ڏينهن تي فريسين جي سردارن
مان هڪڙي جي گهر ماني کائڻ ويو ۽ هنن ڪيس چتائي چتائي
پئي ڏٺو. (۲) سندس اڳيان هڪڙو ماڻهو بيٺو هو جنهن کي جلندر جي
بيماري هئي. (۳) عيسيٰ شريعت جي عالمن ۽ فريسين کان پڇيو ته ”ڇا
سبت جي ڏينهن شفا ڏيڻ جائز آهي يا نه؟“ (۴) پر اهي ماٺ ۾ رهيا. عيسيٰ
ان ماڻهوءَ کي هٿ لاتو ۽ ڪيس چڱو ڀلو ڪري موڪليو. (۵) پوءِ هنن کي
چيائين ته ”جيڪڏهن اوهان مان ڪنهن جو پٽ يا ڏاند سبت جي ڏينهن
کوهه ۾ ڪري پوي ته ڇا ڪيس جلدي ٻاهر ڪيندؤ يا نه؟“ (۶) پر اهي
جواب ڏيئي نه سگهيا.

## مهمان‌نوازي ۽ نِوڙت

(۷) جڏهن عيسيٰ هي ڏٺو ته مهمان مٿانهيون جايون پسند ٿا ڪن، تڏهن
انهن کي هڪڙو مثال ڏيندي چيائين ته (۸) ”جڏهن ڪو تو کي شاديءَ
جي دعوت ڏئي ته مٿانهينءَ جاءِ تي نه ويهه، ٿي سگهي ٿو ته تو کان به
وڏيڪ مانواري کي دعوت ڏني هجيس. (۹) پوءِ جنهن اوهان ٻنهي کي
شاديءَ جي دعوت ڏني هجي، اهو تو وٽ اچي چوي ته ’تون هن ماڻهوءَ
کي جاءِ ڏي،‘ ته تو کي ڪيترو نه شرمساريءَ سان سڀ کان هيٺانهينءَ
جاءِ تي ويهڻو پوندو. (۱۰) پر جڏهن به تو کي اهڙي دعوت ملي ته سڀ
کان هيٺانهينءَ جاءِ تي وڃي ويهه، ته جيئن ميزبان جنهن تو کي دعوت
ڏني آهي اهو اچي پاڻ چويئي ته ’ادا، مٿي اچي ويهه،‘ ته انهن جي
اڳيان ڪيڏي نه تنهنجي عزت ٿيندي جن سان گڏ ويٺو هئين. (۱۱) ڇالاءِجو
جيڪو پاڻ کي وڏ تو سمجهي، سو گهٽ ٿيندو ۽ جيڪو پاڻ کي گهٽ
تو ڪري سو وڏايو ويندو.“

[۱] جلندر جي بيمار: هن بيماريءَ ۾ ماڻهوءَ جو پيٽ يا ٻيا عضوا سڄي ويندا آهن.

۵:۱۴ مت ۱۲:۱۱ ۸:۱۴-۱۰ مثل ۲۵:۶-۷ ۱۱:۱۴ مت ۲۳:۱۲، لو ۱۸:۱۴

⑫ پوءِ جنھن ماڻھوءَ عيسيٰ کي دعوت ڏني ھئي، تنھن کي عيسيٰ چيو تہ
”جڏھن بہ دعوت ڪرين، يا سڏ ڏئين تہ پنھنجن دوستن يا ڀائرن، مٽن مائٽن
يا شاھوڪار پاڙيسرين کي دعوت نہ ڏي، ڇاڪاڻتہ متان اھي بہ تو کي
دعوت ڏيئي پلئہ پاڙي ڇڏين. ⑬ پر جڏھن بہ تون ماني‌ءَ جي دعوت ڪرين تہ
غريبن، جڏن، منڊن، ٽُنڊن ۽ انڌن کي ڪوٺ ڏج، ⑭ تہ تون سڀاڳو ٿيندين،
ڇالاءِجو انھن وٽ ڪجھہ بہ ڪونھي جنھن سان تنھنجو پلئہ پاڙين. پر تو
کي قيامت ۾ ان نيڪيءَ جو اجر ملندو.“

## وڏي دعوت جو مثال

(متي ۲۲:۱-۱۰)

⑮ تڏھن مھمانن مان ھڪڙي ھي ڳالھيون ٻڌي عيسيٰ کي چيو تہ
”سڀاڳو آھي اُھو، جيڪو خدا جي بادشاھت ۾ ماني کائيندو.“ ⑯ عيسيٰ
ھن کي ٻڌايو تہ ”ڪنھن شخص ھڪ وڏي دعوت ڪئي، جنھن ۾ ڪيترن
ئي ماڻھن کي سڏ ڏنائين. ⑰ مانيءَ مھل نوڪر کي موڪليائين تہ مھمانن کي
چئُہ تہ اچن، جو ھاڻي ھر شيءِ تيار آھي. ⑱ پر اھي سڀ ھڪبئي پٺيان بھانا
ڪرڻ لڳا. پھرين چيس تہ ’مون ٻني ورتي آھي ۽ مون کي اھا ڏسڻي آھي.
سو مھرباني ڪري منھنجي طرفان معافي گھرجانءِ.‘ ⑲ ٻئي چيس تہ ’مون
ڏاندن جا پنج جوڙا ورتا آھن ۽ انھن کي آزمائڻ ٿو وڃان. مھرباني ڪري
منھنجي طرفان معافي گھرجانءِ.‘ ⑳ ٽئين چيس تہ ’مون نئين شادي ڪئي
آھي، تنھنڪري آءٌ ڪونہ اچي سگھندس.‘ ㉑ نوڪر موٽي اچي اھي سڀئي
ڳالھيون پنھنجي مالڪ کي ٻڌايون. پوءِ تہ گھر جو مالڪ اچي ڪاوڙيو
۽ نوڪر کي چيائين تہ ’جلدي وڃ، شھر جي گھٽين ۽ بازارن مان غريبن،
جڏن، انڌن ۽ منڊن ٽُنڊن کي وٺي اچ.‘ ㉒ نوڪر ويو ۽ جلدي اچي چيائين
تہ ’سائين! جيئن اوھان حڪم ڏنو ائين ئي ڪيو اٿم، پر اجا بہ جاءِ باقي
آھي.‘ ㉓ تنھن تي گھر جي مالڪ نوڪر کي چيو تہ ’سڙڪن ۽ پسگردائيءَ
۾ وڃ ۽ ماڻھن کي مجبور ڪري وٺي اچ تہ جيئن منھنجو گھر ڀرجي وڃي،
㉔ ڇالاءِجو آءٌ تو کي ٻڌايان ٿو تہ جن کي دعوت جو سڏ ڏنو ويو ھو انھن
مان ڪوبہ شخص منھنجي ماني کين چکندو.‘“

## شاگرد بڻجڻ جا شرط

(متي ١٠:٣٧-٣٨)

(٢٥) ماڻھن جا وڏا ميڙ عيسيٰ سان گڏ پئي ھليا. ھن ڦري کين چيو تہ
(٢٦) ”جيڪڏھن ڪو منھنجي پٺيان اچڻ چاھي تہ اھو جيستائين منھنجي
ڪري پنھنجي ماءُپيءُ، زال ۽ ٻارن، ڀائرن ڀينرن ۽ خود پنھنجي جان جي بہ
پرواھہ نہ ڪندو تيستائين ھو منھنجو شاگرد ٿي نہ سگھندو. (٢٧) جيڪو پنھنجو
صليب کڻي منھنجي پٺيان نہ ٿو اچي سو منھنجو شاگرد ٿي نہ ٿو سگھي.
(٢٨) اوھان مان جيڪو منارو ٺھرائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، اھو پھريائين ان
خرچ جو ويھي اندازو نہ ٿو لڳائي ڇا، تہ انھيءَ وٽ ان کي جوڙي راس ڪرائڻ
جيترو پيسو آھي يا نہ؟ (٢٩) ائين نہ ٿئي جو پيڙھہ تہ رکرائي پر پورو نہ ڪرائي
سگھي تہ ڏسندڙ ٺٺوليون ڪري چونس تہ (٣٠) ’ھن يارَ اڏاوت تہ شروع ڪئي
پر پوري نہ ڪري سگھيو.‘ (٣١) يا اھو ڪھڙو بادشاھہ آھي جو جيڪڏھن ٻئي
ڪنھن بادشاھہ سان جنگ جوٽڻ وڃي ۽ پھريائين ويھي ويچار نہ ڪري تہ
’ڇا منھنجو ھي ڏھن ھزارن جو لشڪر، انھن ويھہ ھزار چڙھائي ڪندڙن
جو مقابلو ڪري سگھندو يا نہ؟‘ (٣٢) ٻيءَ صورت ۾ ڪاھہ ڪندڙ اجا پري
ئي ھوندو تہ ھن ڏانھن ايلچي موڪلي صلح جا شرط پڇندس. (٣٣) سو اھڙيءَ
طرح اوھان مان جنھن وٽ جو ڪجھہ آھي سو جيستائين اھو سڀ ڪجھہ
ڇڏي نہ ٿو ڏئي تيستائين منھنجو شاگرد ٿي نہ ٿو سگھي.“

## بي‌سوادي لوڻ

(متي ١٣:٥، مرقس ٩:٥٠)

(٣۴) ”لوڻ تہ چڱو آھي، پر جيڪڏھن خود لوڻ مان ئي سواد نڪري
وڃي تہ ان کي ڇا سان سوادي ڪجي؟ (٣٥) پوءِ تہ اھو نہ زمين جي ڪم
جو ٿيو، نہ ڀاڻ ۾ ئي ڪم آيو، پر ڪٽي اڇلايائونس. جنھن کي ڪن
آھن سو ٻلي ٻڌي.“

---

١۴:٢٦ مت ١٠:٣٧ ١۴:٢٧ مت ١٠:٣٨، ١٦:٢۴، مر ٨:٣۴، لو ٩:٢٣

## وڃايل رڍ جو مثال

(متي ١٨:١٢-١٤)

# ١٥

① هڪ دفعي سڀئي محصول اڳاڙيندڙ ۽ گنهگار عيسيٰ جون
ڳالهيون ٻڌڻ لاءِ وٽس سرندا پئي آيا. ② تنهن تي فريسي ۽ شريعت
جا عالم پاڻ ۾ سس‌پس ڪرڻ لڳا ته "هي يار ته گنهگارن جي به آجيان تو
ڪري ۽ ڪين پاڻ سان گڏ تو کارائي!" ③ تنهن تي عيسيٰ انهن کي هيءُ
مثال ڏنو ته ④ "جيڪڏهن اوهان مان ڪنهن کي سؤ رڍون هجن ۽ انهن مان
هڪڙي گم ٿي وڃينس ته هو ان جي لاءِ ڇا ڇا نه ڪندو؟ ڇا هو نوانوي
کي جهنگ ۾ ڇڏي، ان هڪڙيءَ جي پٺيان نه رلندو جيستائين اها نه لڀيس؟
⑤ پوءِ جڏهن هو اها لهي تو ته ڪلهن تي کڻيس تو ۽ ڏاڍو خوش تو ٿئي.
⑥ هو جڏهن گهر پهچي تو ته سڀني دوستن ۽ پاڙيسرين کي سڏي چوي تو
ته 'مون سان گڏجي خوشي ڪريو، ڇالاءِجو جيڪا رڍ مون وڃائي هئي سا
لڌي اٿم.' ⑦ ساڳيءَ طرح آءٌ اوهان کي ٻڌايان تو ته هڪ گنهگار جيڪو
توبهه تو ڪري، ان لاءِ بهشت ۾ وڌيڪ خوشي ٿيندي بنسبت انهن نوانوي
نيڪن جي، جن کي توبهه جي ضرورت نه آهي."

## وڃايل سڪي جو مثال

⑧ "يا فرض ڪريو ته هڪڙيءَ عورت کي [1]چانديءَ جا ڏهه سڪا آهن
۽ هڪ وڃائجي وڃينس، ته اها ڇا ڇا نه ڪندي؟ ڏيئو ٻاريندي، گهر
ٻهاريندي ۽ خبرداريءَ سان پيئي ڳوليندي جيستائين اهو نه لهندي. ⑨ جڏهن
لڀيس تو ته پنهنجن ساهيڙين ۽ پاڙي وارين کي سڏي گڏ ڪري چوندي ته
'مون سان گڏجي خوشي ڪريو، ڇالاءِجو مون پنهنجو وڃايل سڪو لڌو
آهي.' ⑩ آءٌ اوهان کي ٻڌايان تو ته اهڙيءَ طرح خدا جي ملائڪن ۾ به
خوشي ٿئي تي جڏهن هڪ گنهگار توبهه تو ڪري."

[1] چانديءَ جا ڏهه سڪا: انهن ڏينهن ۾ چانديءَ جو هڪ عام سڪو هڪڙي ڏينهن
جي مزوري هوندي هئي. ڏسو متي ٢٠:٢.

١٥:١-٢ لو ٥:٢٩-٣٠

## وڃايل پٽ جو مثال

⑪ عيسيٰ هيئن به چيو ته ”هڪڙي ماڻھوءَ کي ٻه پٽ هئا، ⑫ جن مان
ننڍي پٽ پيءُ کي چيو ته ’اي بابا! ملڪيت مان جيڪو منھنجو حصو
ٿئي ٿو سو مون کي ڏيو.‘ سو هن پنھنجي ملڪيت ٻنھي پٽن کي ورهائي
ڏني. ⑬ اجا ڪي ڏينھن ئي مس گذريا ته ننڍو پٽ پنھنجو سڀ ڪجھ
ميڙي چونڊي ڪنھن ڏورانھين ملڪ جي سير تي نڪتو. اتي عيش عشرت
۾ پنھنجي سموري ملڪيت اڏائي ڇڏيائين. ⑭ جڏھن سڀ ڪجھ ختم
ڪري چڪو، تڏھن ان ملڪ ۾ اڃي ڏڪار پيو ۽ هو بک مرڻ لڳو. ⑮ انھيءَ
ملڪ جي هڪڙي ماڻھوءَ وٽ نوڪر ٿي بيھڻ لاءِ ويو جنھن کيس پنھنجن
ٻنين ۾ سوئرن چارڻ جو ڪم ڏنو. ⑯ هو سوئرن وارو ڪاڏو کائي پيٽ پرڻ
لاءِ تيار هو، پر اهو به ڪنھن نه ٿي ڏنس. ⑰ هن پاڻ سنڀاليو ۽ پنھنجيءَ دل
۾ خيال ڪيو ته ’منھنجي پيءُ جا ته نوڪر به ڍاول آهن پر آءٌ هتي بک پيو
مران. ⑱ آءٌ پنھنجي پيءُ وٽ ويندس ۽ کيس چوندس ته ”اي بابا! آءٌ خدا ۽
اوهان جو ڏوهاري آهيان، ⑲ ۽ هاڻي انھيءَ لائق نه آهيان جو اوهان جو پٽ
سڏايان. مون کي پنھنجو هڪڙو نوڪر سمجھي بيھاريو.“‘ ⑳ هو اٿيو ۽
پيءُ ڏانھن وڃڻ لڳو. پر اڃا پري ئي هو ته پڻس ڏٺس ۽ کيس هن تي ڪھل
آئي ۽ ڊوڙي وڃي ڀاڪر پاتائينس ۽ چميائينس. ㉑ تڏھن پٽس چيو ته ’اي
بابا! آءٌ خدا ۽ اوهان جو ڏوهاري آهيان ۽ انھيءَ لائق نه آهيان جو اوهان جو
پٽ سڏايان.‘ ㉒ پر پڻس نوڪرن کي حڪم ڏنو ته ’جلدي سٺي ۾ سٺو وڳو
ڪڍي آڻي پھرايوس، هٿ ۾ منڊي ۽ پيرن ۾ جتي پارايوس. ㉓ هڪڙو متارو
وهڙو آڻي ڪھو ۽ اچو ته کائون پيئون ۽ خوشيون ڪريون، ㉔ ڇالاءِجو هي
منھنجو پٽ مري ويو هو ۽ هاڻي وري جيئرو ٿيو آهي. هو گم ٿي ويو هو ۽
وري مليو آهي.‘ پوءِ اهي خوشيون ڪرڻ لڳا.

㉕ انھيءَ وقت سندس وڏو پٽ جيڪو ٻنيءَ تي ويل هو سو موٽي آيو. جڏھن
گھر جي ويجھو پھتو تڏھن ڳائڻ وڄائڻ جو آواز ٻڌائين. ㉖ تڏھن هڪڙي
نوڪر کي سڏي پڇيائينس ته ’هي ڇا پيو ٿئي؟‘ ㉗ تنھن تي نوڪر چيس ته
’تنھنجو ڀاءُ آيو آهي ۽ تنھنجي پيءُ متارو وهڙو ڪُنو آهي، ڇالاءِجو هو صحيح

سلامت وٽس موٽي آيو آهي.‘ ⑳ تڏهن هو اچي ڪاوڙيو سو اندر ئي نه پيو
اچي. تنهن تي سندس پيءُ ٻاهر آيو ۽ اچي سمجهايائينس. ㉙ پر هن پنهنجي
پيءُ کي جواب ۾ چيو ته ’ڏسو، هيترا سال آءٌ اوهان جو ٻڌو ٻانهو رهيو آهيان ۽
ڪڏهن به اوهان جي نافرماني نه ڪئي اٿم، پر توهان ڪڏهن مون کي ڇيلو
به نه ڏنو ته وڃي پنهنجن سنگتين سان موجون ماڻيان. ㉚ پر اوهان جو هي
پٽ، جنهن رنڍين ۾ اوهان جي ملڪيت اڏائي ڇڏي، سو هاڻي آيو آهي ته
هن لاءِ متارو وهڙو ڪٺو اٿوَ.‘ ㉛ تنهن تي پيءُ چيس ته ’پٽ، تون ته هميشه
مون سان گڏ آهين ۽ جيڪي منهنجو آهي سو سڀ تنهنجو ئي آهي. ㉜ پر
اسان کي ته شادمانو ۽ خوشي ڪرڻي هئي، ڇاڪاڻ ته تنهنجو ڀاءُ جو مري
ويو هو سو جيئرو ٿيو آهي، جو وڃائجي ويو هو سو لڌو آهي.‘“

## چالاڪ منشي

**۱٦** ① عيسيٰ شاگردن کي ٻڌايو ته ”ڪنهن شاهوڪار وٽ هڪڙو
منشي هوندو هو. ڪن شاهوڪار کي چيو ته ’منشي تنهنجي
دولت اڏائي ٿو.‘ ② تنهن تي شاهوڪار منشيءَ کي گهرائي چيو ته ’هي
تنهنجي بابت ڇا پيو ٻڌان؟ پنهنجي منشگيريءَ جو سڄو حساب ڪتاب
ڏي، ڇالاءِجو آءٌ تو کي اڳتي پنهنجو منشي رکي ڪين سگهندس.‘ ③ تڏهن
منشي دل ۾ ڇوڻ لڳو ته ’پوءِ مان ڇا ڪندس؟ ڇالاءِجو منهنجو مالڪ
ته مون کي منشگيريءَ مان ڪڍي ٿو. کوڏر هڻڻ جي ته مون ۾ طاقت
ڪانهي ۽ پنڻ کان به مون کي شرم ٿو اچي. ④ سو هاڻي اهڙو ڪم ٿو
ڪريان جو جڏهن منهنجي نوڪري ختم ٿئي ته ماڻهو مون کي پنهنجي
گهر ۾ اچڻ ڏين.‘ ⑤ سو ڇا ڪيائين جو شاهوڪار جي هڪڙي هڪڙي
قرضدار کي سڏايائين. پهرين کان پڇيائين ته ’منهنجي مالڪ جو تو تي
ڪيترو قرض آهي؟‘ ⑥ هن ڪيس وراڻيو ته ’زيتون جي تيل جون هڪ سؤ
سانداريون.‘ منشيءَ چيس ته ’ويهه ۽ پنهنجي رسيد تي جهٽ ۾ پنجاهه
سانداريون لکي ڏي.‘ ⑦ پوءِ ٻئي کان پڇيائين ته ’تو تي ڪيترو قرض آهي؟‘
هن ورندي ڏني ته ’هڪ هزار ٻوريون ڪڻڪ جون.‘ انهيءَ کي به چيائين ته
’پنهنجي رسيد ڪڍي اٺ سؤ ٻوريون لکي ڏي.‘ ⑧ جيئن ته بيايمان منشيءَ

مالڪ سان چالاڪي ڪئي هئي، سو هو سندس چالاڪيءَ کي مڃڻ لڳو.
اهڙيءَ ئي طرح هن زماني جا ماڻهو پنهنجن معاملن ۾ خدا جي بادشاهت
جي ماڻهن کان وڌيڪ چالاڪ آهن.“
⑨ عيسيٰ وڌيڪ چيو ته ”آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته ٺڳيءَ جي ڪمائيءَ
سان دوست پيدا ڪريو، انهيءَ لاءِ ته جڏهن اها دولت کُٽي وڃي تڏهن
دائمي گهرن ۾ اهي اوهان جي آجيان ڪن. ⑩ جيڪو ٿوري ۾ ايماندار
آهي سو گهڻي ۾ به ايماندار رهندو ۽ جيڪو ٿوري ۾ بي‌ايمان آهي سو
گهڻي ۾ به بي‌ايمان ٿيندو. ⑪ جيڪڏهن اوهين هن ٺڳيءَ جي ڪمائيءَ جي
استعمال ۾ ايماندار نه آهيو ته سچيءَ دولت جو اوهان تي ڪير اعتبار ڪندو؟
⑫ جيڪڏهن اوهين ٻين جي ملڪيت جي لاءِ ايماندار نه آهيو ته اوهان جي
ملڪيت اوهان کي ڪير ڏيندو؟
⑬ ڪوبه نوڪر ٻن مالڪن جي خدمت ڪري نه ٿو سگهي، هو
هڪڙي کان نفرت ته ٻئي سان محبت ڪندو يا هڪڙي سان وفا ته ٻئي
سان دغا ڪندو. اوهين خدا ۽ دولت ٻنهي جي ساڳئي وقت خدمت
ڪري نه ٿا سگهو.“

## عيسيٰ جون ڪي چوڻيون

(متي ١١: ١٢-١٣، ٥: ٣١-٣٢، مرقس ١٠: ١١-١٢)

⑭ فريسي جن کي دولت سان پيار هو، سي عيسيٰ جون اهي ڳالهيون
ٻڌي مٿس چٿرون ڪرڻ لڳا. ⑮ تڏهن عيسيٰ انهن کي چيو ته ”اوهين انهن
منجهان آهيو جيڪي ماڻهن جي اڳيان پاڻ کي سچار ڏيکارين ٿا، پر خدا
اوهان جي دلين کي ڄاڻي ٿو. ڇالاءِجو جيڪو ماڻهن جي ليکي چڱو آهي،
سو خدا جي نظر ۾ ڪراهت جهڙو آهي.“
⑯ ”موسيٰ جي شريعت ۽ نبين جا صحيفا، يحيٰ جي وقت تائين ڪارآمد
هئا. تنهن وقت کان وٺي خدا جي بادشاهت جي خوشخبريءَ جي منادي پئي
ٿي ۽ هر ڪو زور ڪري پيو اندر گهڙي. ⑰ آسمان ۽ زمين جو ٽري وڃڻ
آسان آهي، پر شريعت جو هڪڙو نقطو به ٽري نه ٿو سگهي.“

---

١٦: ١٣ مت ٦: ٢٤ ١٦: ١٦ مت ١١: ١٢-١٣ ١٦: ١٧ مت ٥: ١٨

⑱ ”جيڪو به پنهنجي زال کي طلاق ڏئي ٿو ۽ ٻيءَ عورت سان شادي
ٿو ڪري تنهن ڇڙ زنا ڪئي ۽ جيڪو مڙس جي طلاق ڏنل عورت سان
شادي ٿو ڪري تنهن به ڇڙ زنا ڪئي.“

## هڪ شاهوڪار ۽ لعزر

⑲ ”ڪنهن زماني ۾ هڪڙو شاهوڪار ماڻهو هوندو هو، جيڪو تمام
عمدا ۽ قيمتي ڪپڙا پهريندو هو ۽ روزانو ست رڇيون ڪائي موجون ماڻيندو
هو. ⑳ ان جي دروازي تي ماڻهو لعزر نالي هڪ ناسورن ورتل غريب شخص
کي ويهاري ويندا هئا. ㉑ هو چاهيندو هو ته شاهوڪار جي اوبر وارن
ٽڪرن ۽ ڳپين سان پيٽ ڀري ڏهُ ڪري، پر وڏي مصيبت اها هئي جو
ڪتا اچي سندس ناسوري ڦٽ چٽيندا هئا. ㉒ جڏهن اهو غريب ماڻهو مري
ويو ته ملائڪن کڻي وڃي کيس بهشت ۾ ابراهيم جي پاسي ۾ ويهاريو.
شاهوڪار ماڻهو به مري ويو ۽ دفن ڪيو ويو. ㉓ هو دوزخ جي عذابن
۾ مبتلا هو ته هن اکيون کڻي مٿي نهاريو ته پريان ابراهيم جي پر ۾ لعزر
نظر آيس. ㉔ هن رڙ ڪري چيو ته ’اي بابا ابراهيم! مون تي رحم ڪريو
۽ لعزر کي موڪليو ته آڱر جي چوٽي پاڻيءَ ۾ ٻوڙي منهنجي جڀ کي
ٺاري، ڇالاءِجو آءٌ هن باهه جي سخت عذاب ۾ آهيان.‘ ㉕ پر ابراهيم
چيس ته ’پٽ! ياد ڪر، ته تو کي پنهنجي حياتيءَ ۾ سٺيون سٺيون شيون
مليل هيون، پر لعزر کي خراب شيون. هاڻي هو هتي مزن ۾ آهي ۽ تون
عذاب ۾ آهين. ㉖ تنهن کان سواءِ اوهان ۽ اسان جي وچ ۾ وڏو اوڙاهه
آهي، تنهنڪري جيڪي هتان اوهان ڏانهن وڃڻ گهرن ته وڃي نه سگهندا
۽ نه وري اوهان وٽان ڪو اسان ڏانهن اچي سگهندو.‘ ㉗ شاهوڪار چيو
ته ’ڇڱو پلا بابا، آءٌ اوهان کي منٿ ٿو ڪريان ته لعزر کي منهنجي پيءُ
جي گهر موڪليو. ㉘ جيئن ته مون کي پنج ڀائر آهن، سو هو انهن کي
وڃي تاڪيد ڪري ته متان اهي به هن عذاب جي جاءِ ۾ اچن.‘ ㉙ تنهن
تي ابراهيم وراڻيس ته ’انهن وٽ موسيٰ ۽ نبي آهن، ڀلي ته انهن جي ٻڌن.‘
㉚ پر شاهوڪار چيو ته ’نه بابا ابراهيم، جيڪڏهن ڪو مئلن مان انهن وٽ

١٨:١٦ مت ٥:٣٢، ١.ڪر ٧:١٠–١١

ويندوم، ته اهي توبهه ڪندا.‘ ⑶١ ابراهيم چيس ته ’جيڪڏهن هو موسيٰ
۽ نبين جي نه ٿا ٻڌن، ته پوءِ ڪو مئلن مان به جيئرو ٿي وڃين ته انهيءَ
جي به ڪونه ٻڌندا.‘“

## گناهه

(متي ١٨:٦-٧،٢١-٢٢، مرقس ٩:٤٢)

١٧ ⑴ عيسيٰ پنهنجن شاگردن کي چيو ته ”گناهه ڏانهن ڏتارجڻ جا
سبب ته اٽر آهن، پر مصيبت آهي انهيءَ لاءِ، جنهن جي هٿان
اهڙا سبب پيدا ٿين ٿا. ⑵ هنن ننڍڙن مان ڪنهن به هڪ کي جيڪو گناهه
ڏانهن ڏُتاري ٿو، تنهن لاءِ چڱو ائين ٿيندو ته پنهنجي ڳچيءَ ۾ جنڊ جو
پڙ وجهي سمنڊ ۾ ٽپو ڏيئي ٻڏي مري. ⑶ ياد رکو ته جيڪڏهن اوهان جو
ڪو ڀاءُ پيڻ اوهان جو گناهه ڪري ته کيس هدايت ڪريو ۽ جيڪڏهن
هو توبهه ڪري ته بخشوس. ⑷ جيڪڏهن هو ڏينهن ۾ ست دفعا اوهان
جو گناهه ڪري ۽ اوهان وٽ اچي ست دفعا چوي ته ’آءٌ توبهه ٿو ڪريان‘
ته اوهان کي کيس بخشڻ کپي.“

## ايمان

⑸ عيسيٰ کي رسولن چيو ته ”خداوندم اسان جو ايمان وڌاءِ.“ ⑹ خداوند
چين ته ”جيڪڏهن اوهان ۾ سرنهن جي داڻي جيترو به ايمان هوندو ته
اوهين توت جي وڻ کي چئي سگهو ٿا ته ’اتان پاڙئون نڪري وڃي سمنڊ
۾ لڳ،‘ ته اهو به اوهان جي مڃيندو.“

## نوڪر جو فرض

⑺ ”فرض ڪريو ته اوهان وٽ ڪو نوڪر آهي. هو هر ڪاهي يا رڍن جو
ڌڻ چاري ٻنيءَ تان اچيم، ته ڇا توهين کيس چوندا ته ’جلدي اچ ۽ ويهي
ماني کاءُ؟‘ ⑻ بلڪل نه، پر اتلندو هيئن چوندا ته ’منهنجي رات جي ماني
تيار ڪر. جيستائين آءٌ کائي پي بس نه ڪريان تيستائين ڪڙوتڙو ٻڌو رهج ۽

٣:١٧ مت ١٨:١٥

پوءِ وچي تون کائجانءِ ۽ پيئجانءِ.' ⑨ نوڪر جيڪي ڪم ڪيو، تنهن لاءِ
اوهين ان جا ٿورا مڃيندا ڇا؟ ⑩ ساڳيءَ طرح اوهان کي به جن ڪمن لاءِ
حڪم ڪيل آهي، جڏهن اهي پورا ڪريو تڏهن چئو ته 'اسين خسيس
نوڪر آهيون، جيڪو اسان تي ڪرڻ فرض هو، سو ئي اسان ڪيو.'"

## ڏهن ڪوڙهه جهڙي مرض وارن کي شفا ڏيڻ

⑪ جيئن عيسيٰ يروشلم ڏانهن وڃي رهيو هو ته رستي ۾ سامريه ۽ گليل
جي وچان لنگهيو. ⑫ جڏهن هڪڙي ڳوٺ ۾ وڃڻ تي هو ته ڏهه ڪوڙهه
جهڙي مرض وارا اچي گڏيس. انهن ڪجهه پريرو بيهي ⑬ وڏي واڪي چيس
ته "اي عيسيٰ! اي سائين! اسان تي رحم ڪريو." ⑭ هنن کي ڏسي چيائين
ته "وڃو ۽ ڪاهنن کي وڃي پاڻ ڏيکاريو." سو جيئن ئي هو وڃن پيا ته
رستي تي ويندي ويندي پاڪ صاف ٿي پيا. ⑮ جڏهن انهن مان هڪڙي ڏٺو
ته 'آءٌ چڱو ڀلو ٿي پيو آهيان،' تڏهن وڏي آواز سان خدا جي واکاڻ ڪندي
موٽيو. ⑯ هو عيسيٰ جي پيرن تي منهن ڀر ڪري هن جا ٿورا مڃڻ لڳو. اهو
موٽڻ وارو سامري ماڻهو هو. ⑰ تنهن تي عيسيٰ پڇيو ته "ڏهه ئي ڄڻا پاڪ
صاف نه ٿيا آهن ڇا؟ ته پوءِ باقي نوَ ڪٿي آهن؟ ⑱ ڇا هن ڌارئي کان سواءِ
ٻيو ڪوبه ڪونه موٽيو، جو اچي خدا جي واکاڻ ڪري؟" ⑲ پوءِ هن کي
چيائين ته "اٿي بيهه، تنهنجي ايمان تو کي چڱو ڀلو ڪيو آهي."

## خدا جي بادشاهت جي اچڻ بابت

(متي ٢٤:٢٣-٢٨، ٣٧-٤١)

⑳ ڪن فريسين عيسيٰ کان پڇيو ته "خدا جي بادشاهت ڪڏهن
ايندي؟" هن ورنديءَ ۾ چين ته "خدا جي بادشاهت ايندي ڪنهن کي ڏسڻ
۾ نه ٿي اچي. ㉑ ڪوبه ائين نه چوندو ته 'اِجهام هيڏانهن' يا 'هوڏانهن
آهي.' حقيقت ۾ خدا جي بادشاهت اوهان ۾ ئي آهي."

㉒ هن شاگردن کي چيو ته "ڪو وقت ايندو جو اوهين ابن‌آدم جي ڏينهن
مان هڪڙي ڏينهن جي ڏسڻ لاءِ پيا سڪندا، پر اوهين نه ڏسندا. ㉓ ماڻهو

---

١٤:١٧ لاو ١٣:١-٣٢

اوهان کي چوندا تہ ’ڏسو، اِجهو هيڏانهن، اجهو هوڏانهن،‘ پر متان وڃو
يا انهن جي پٺيان ڊوڙو. (۲۴) ڇالاءِ جو جيئن کنوڻ آسمان ۾ هڪڙي طرف
کنوندي آهي ۽ چمڪات ٻئي طرف ڪندي آهي، تيئن اِبن‌آدم بہ پنهنجي
ڏينهن ۾ ائين ظاهر ٿيندو. (۲۵) پر پهريائين هن کي ڪيترين ئي سختيون
سهڻيون پونديون ۽ هن زماني جي ماڻهن کان رد ڪيو ويندو. (۲۶) جيئن
نوح جي زماني ۾ ٿيو تيئن ابن‌آدم جي ڏينهن ۾ بہ ٿيندو. (۲۷) تيستائين اهي
کائيندا، پيئندا رهيا ۽ شاديون ڪندا ۽ ڪرائيندا رهيا، جيستائين اهو ڏينهن
ٿيو جو نوح ٻيڙي ۾ گهڙيو. پوءِ ٻوڏ آئي ۽ سڀني کي ناس ڪري ڇڏيائين.
(۲۸) ساڳيءَ طرح لوط جي ڏينهن ۾ بہ ٿيو، اهي کائيندا پيئندا، وڻج واپار
ڪندا، پوکيندا ۽ اڏيندا رهيا. (۲۹) پر جنهن ڏينهن لوط سدوم شهر کان نڪري
ٻاهر ٿيو هو، تنهن ڏينهن آسمان مان باهہ ۽ گندرف جو مينهن اچي وٺو هو
۽ انهن سڀني کي ناس ڪري ڇڏيو هئائين. (۳۰) سو بلڪل ائين ئي ٿيندو
جنهن ڏينهن ابن‌آدم ظاهر ٿيندو.

(۳۱) انهيءَ ڏينهن جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪوٺي تي آهي تہ هن کي پاڻ سان
ڪا شيءِ کڻي نڪرڻ لاءِ لهي گهر ۾ وڃڻ نہ کپي ۽ ساڳيءَ ريت جيڪڏهن
ڪو ٻنيءَ ۾ آهي تہ گهر ڏانهن موٽڻ نہ گهرجيس. (۳۲) لوط جي زال واري
ڳالهہ ياد رکجو. (۳۳) جيڪو بہ پنهنجي جان بچائڻ جي ڪوشش ڪندو سو
اها وڃائيندو، پر جيڪو وڃائيندو سو ئي اها بچائيندو. (۳۴) آءٌ اوهان کي
ٻڌايان ٿو تہ انهيءَ رات ٻہ ماڻهو گڏ هڪ بستري تي سُتل هوندا تہ هڪ کڻجي
ويندو ۽ ٻيو رهجي ويندو. (۳۵) ٻہ عورتون گڏ ويٺيون جنڊ پيهنديون هونديون،
تہ هڪڙي کڻجي ويندي، ٻي رهجي ويندي. (۳۶) ٻنيءَ ۾ ٻہ ماڻهو هوندا تہ
هڪ کڻجي ويندو ۽ ٻيو رهجي ويندو.“

(۳۷) شاگردن پڇيس تہ ”خداوند ڪيڏانهن؟“ عيسيٰ وراڻين تہ ”جتي ڏوند
هوندو تہ ڳجهون بہ اتي ئي اچي مڙنديون.“

---

۱۷:۲۶ پيد ۶:۵-۸ ۱۷:۲۷ پيد ۷:۶-۲۴ ۱۷:۲۸-۲۹ پيد ۱۸:۲۰-۱۹:۲۵
۱۷:۳۱ مت ۲۴:۱۷-۱۸، مر ۱۳:۱۵-۱۶ ۱۷:۳۲ پيد ۱۹:۲۶ ۱۷:۳۳ مت
۱۰:۳۹، ۱۶:۲۵، مر ۸:۳۵، لو ۹:۲۴، يو ۱۲:۲۵ ۱۷:۳۷ مت ۲۴:۲۸، ايو ۳۹:۳۰

## هڪڙي رنڙال ۽ جج جو مثال

١٨ ① عيسيٰ پنهنجي شاگردن کي چيو ته ”هر وقت دعا گهرندا رهو
۽ همت نه هارجو.“ انهيءَ لاءِ هڪڙو مثال ڏنائين ته ② ”ڪنهن
شهر ۾ هڪڙو جج رهندو هو، جنهن کي نه خدا جو خوف هو ۽ نه ماڻهن
جي پرواهه. ③ انهيءَ شهر ۾ هڪڙي رنڙال رهندي هئي، جيڪا بار بار
جج کي اچي چوندي هئي ته ’جوابدار جي خلاف منهنجو انصاف ڪر.‘
④ جج ڪجهه وقت ته هن جي ڳالهه ئي ڪانه ٻڌي، پر پوءِ دل ۾ چوڻ لڳو ته
’جيتوڻيڪ مون کي نه خدا جو خوف آهي ۽ نه ماڻهن جي پرواهه، ⑤ پر جيئن
ته هيءَ رنڙال اچي مون کي ڪڪ ٿي ڪري، تنهنڪري ساڻس انصاف
ڪندس، نه ته هيءَ بار بار اچي مون کي بيزار ڪندي.‘“
⑥ تڏهن خداوند چيو ته ”ٻڌو، هي بي‌انصاف جج ڇا ٿو چوي؟ ⑦ ته
پوءِ خدا پنهنجي چونڊيلن سان انصاف نه ڪندو ڇا، جيڪي رات ڏينهن
کيس ٻاڏائين پيا؟ ڇا هو انهن جي مدد ڪرڻ ۾ دير ڪندو؟ ⑧ آءٌ اوهان
کي ٻڌايان ٿو ته هو جلد ئي سندن انصاف ڪندو. پر جڏهن ابن‌آدم ايندو
تڏهن الا جي ماڻهن ۾ ايمان ڏسندو يا نه؟“

## فريسي ۽ هڪ محصول اڳاڙيندڙ جو مثال

⑨ جن کي پنهنجي سچائيءَ تي ناز هو ۽ ٻين کي گهٽ سمجهندا هئا،
تن کي عيسيٰ هڪڙو مثال ٻڌايو ته ⑩ ”ٻه شخص هيڪل ۾ دعا گهرڻ
ويا، هڪڙو فريسي ۽ ٻيو محصول اڳاڙيندڙ. ⑪ فريسي بيهي پنهنجي دل
۾ هيئن دعا گهرڻ لڳو ته ’اي خدا! آءٌ تنهنجو ٿورائتو آهيان جو آءٌ ٻين
ماڻهن جهڙو ڦورو، بي‌انصاف يا زناڪار نه آهيان، نه وري هن محصول
اڳاڙيندڙ جهڙو آهيان. ⑫ آءٌ هفتي ۾ ٻه ڏينهن روزو ٿو رکان ۽ ڪمائيءَ
جو ڏهون حصو خيرات ٿو ڪريان.‘ ⑬ پر محصول اڳاڙيندڙ پري بيٺو
رهيو ۽ آسمان ڏانهن اکيون کڻي به نه نهاريائين بلڪ ڇاتي پٽي چوڻ لڳو
ته ’اي خدا! مون گنهگار تي رحم ڪر.‘ ⑭ آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته

١٨:١۴ مت ٢٣:١٢، لو ١۴:١١

پھريون نه پر ھي ٻيو ماڻھو سچار ٿي گھر موٽيو ڇالاءِ‌ته جيڪو پاڻ
کي وڏ تو سمجھي سو گھٽ ڪيو ويندو ۽ جيڪو پاڻ کي گھٽ تو
ڪري سو وڏايو ويندو.“

## ننڍڙن ٻارن سان پيار

(متي ١٩:١٣-١٥، مرقس ١٠:١٣-١٦)

⑮ ڪي ماڻھو پنھنجا ننڍڙا ٻار عيسيٰ وٽ ڪٺي آيا ته ھو انھن تي ھٿ
رکي. پر جڏھن شاگردن ھي ڏٺو ته ھو انھن کي ڇينڀڻ لڳا جيڪي ٻار ڪٺي
آيا ھئا. ⑯ عيسيٰ شاگردن کي پاڻ وٽ سڏي چيو ته ”ٻارڙن کي مون وٽ
اچڻ ڏيو ۽ کين نه جھليو ڇاڪاڻ‌ته خدا جي بادشاھت اھڙن جي ئي آھي.
⑰ آءٌ اوھان کي سچ ٿو ٻڌايان ٿو ته جيڪو ٻار وانگر خدا جي بادشاھت
قبول نه ڪندو سو ڪڏھن به ان ۾ داخل نه ٿيندو.“

## شاھوڪار ۽ خدا جي بادشاھت

(متي ١٩:١٦-٣٠، مرقس ١٠:١٧-٣١)

⑱ ھڪڙي سردار عيسيٰ کان پڇيو ته ”اي نيڪ استاد! آءٌ ڇا ڪريان
جو دائمي زندگي حاصل ڪريان؟“ ⑲ عيسيٰ چيس ته ”تون مون کي نيڪ
ڇو ٿو سڏين؟ خدا کان سواءِ ٻيو ڪوبه نيڪ نه آھي. ⑳ تو کي حڪمن
جي خبر آھي ته ’زنا نه ڪر،‘ ’خون نه ڪر،‘ ’چوري نه ڪر،‘ ’ڪوڙي
شاھدي نه ڏي،‘ ۽ ’پنھنجي ماءُپيءُ جي عزت ڪر.‘“ ㉑ ھن چيو ته ”انھن
سڀني تي ته آءٌ ننڍپڻ کان ئي عمل ڪندو ٿو رھان.“ ㉒ عيسيٰ جڏھن ھي
ٻڌو، تڏھن چيائينس ته ”اڃا تو ۾ ھڪڙي گھٽتائي آھي، ته جيڪي‌به اٿئي
سو سڀ وڪڻي غريبن ۾ ورھائي ڇڏ، ته تو کي بھشت ۾ خزانو ملندو. پوءِ
اچ ۽ منھنجو پوئلڳ ٿيءُ.“ ㉓ پر ھن جڏھن اھو ٻڌو ته ڏاڍو غمگين ٿيو،
ڇاڪاڻ‌ته ھو ڏاڍو شاھوڪار ماڻھو ھو.

㉔ جڏھن عيسيٰ ڏٺو ته ھو ڪيتري قدر نه غمگين ھو، تڏھن چيائين
ته ”شاھوڪار ماڻھو ڪھڙي نه مشڪلات سان خدا جي بادشاھت

١٨:٢٠ خر ٢٠:١٢-١٦، شر ٥:١٦-٢٠

۾ داخل ٿين ٿا. ⑳ اُٺ جو سُئي جي ناڪي مان لنگهڻ سولو آهي، پر شاهوڪار ماڻهوءَ جو خدا جي بادشاهت ۾ داخل ٿيڻ اولو آهي.”
㉖ جن ٻڌو تن چيو ته ”تڏهن ڪير بچي سگهندو؟“ ㉗ عيسيٰ چيو ته ”جيڪي ڳالهيون ماڻهن کان ٿي نه ٿيون سگهن، سي خدا کان ٿي سگهن ٿيون.“
㉘ پطرس چيس ته ”ڏسو، اسان توهان جي پٺيان هلڻ لاءِ گهر گهاٽ ڇڏيا آهن.“ ㉙ عيسيٰ انهن کي چيو ته ”هائو، پر آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته اهڙو ڪوبه ڪونهي جنهن خدا جي بادشاهت لاءِ گهر، زال، ڀائر، ماءُپيءُ يا ٻار ڇڏيا هجن، ㉚ ۽ انهيءَ کي هن زماني ۾ گهڻو جيترو وڌيڪ نه ملي ۽ ايندڙ زماني ۾ دائمي زندگي.“

## پنهنجي موت بابت وري ٻڌائڻ

(متي ٢٠:١٧-١٩، مرقس ١٠:٣٢-٣٤)

㉛ عيسيٰ پنهنجن ٻارهن شاگردن کي هڪ پاسي وٺي ويو ۽ انهن کي چيائين ته ”ڏسو، اسين يروشلم ڏانهن هلي رهيا آهيون ۽ جيڪي ڳالهيون ابن‌آدم بابت نبي لکي ويا آهن، سي سڀئي اتي پوريون ٿينديون. ㉜ هو غير قومن جي حوالي ڪيو ويندو، جيڪي مٿس چٿرون ڪندا، جنيون ڪندا ۽ ڪيس ٿڪون هڻندا. ㉝ اهي کيس چهبڪ هڻندا ۽ قتل ڪندا ۽ ٽئين ڏينهن تي هو وري جيئرو ٿي اٿندو.“ ㉞ پر شاگردن انهن مان ڪابه هڪ ڳالهه نه سمجهي. هيءَ ڳالهه انهن کان ڳجهي رکي ويئي ۽ جيڪي ڳالهيون چيون ويون، تن جي کين پروڙ ئي ڪانه پئي.

## انڌي فقير کي سڄو ڪرڻ

(متي ٢٠:٢٩-٣٤، مرقس ١٠:٤٦-٥٢)

㉟ جيئن عيسيٰ يريحو شهر جي ويجهو اچي رهيو هو ته رستي تي هڪڙي انڌي ماڻهوءَ ويٺي پنيو. ㊱ ميڙ جي لنگهڻ جو گوڙ ٻڌي پڇيائين ته ”هي ڇا آهي؟“ ㊲ هنن چيس ته ”عيسيٰ ناصري لنگهي رهيو آهي.“ ㊳ تڏهن هن رڙ ڪري چيو ته ”اي عيسيٰ، ابن دائود! مون تي رحم ڪريو.“ ㊴ تنهن

تي جيڪي اڳيان پئي ويا تن ڇڙٻ ڏيئي چيس ته ”ماٺ ڪر.“ پر هو
اڃا به وڌي واڪي رڙ ڪري چوڻ لڳو ته ”اي ابن دائود! مون تي رحم
ڪريو.“ (۴۰) اهو ٻڌي عيسيٰ بيهي رهيو ۽ ماڻهن کي حڪم ڏنائين ته ”هن
کي مون وٽ وٺي اچو.“ جڏهن هو ويجهو آيو ته عيسيٰ پڇيس ته (۴۱) ”تون
ڇا ٿو چاهين ۽ آءٌ تنهنجي لاءِ ڇا ڪريان؟“ هن چيو ته ”اي سائين! مون
کي وري ديد ملي.“ (۴۲) عيسيٰ چيس ته ”وٺ هيءَ ديد ۽ ڏس، تنهنجي
ايمان تو کي سڄو ڪيو آهي.“ (۴۳) هو هڪدم ڏسڻوائسڻ لڳو ۽ خدا جي
واکاڻ ڪندو عيسيٰ جي پٺيان هلڻ لڳو. جڏهن ماڻهن هي ڏٺو ته سڀئي
خدا جي واکاڻ ڪرڻ لڳا.

## عيسيٰ ۽ زڪئي

۱۹ (۱) عيسيٰ يريحو شهر ۾ داخل ٿي ان مان لنگهي رهيو هو. (۲) اتي
زڪئي نالي هڪ ماڻهو هو جو محصول اڳاڙيندڙن جو سردار
۽ شاهوڪار به هو. (۳) هن جي مرضي هئي ته ”ڏسان ته عيسيٰ ڪهڙو
آهي.“ پر ميڙ جي ڪري ڏسي نه ٿي سگهيو، ڇوته هن جو قد به ننڍو
هو. (۴) تنهنڪري هو اڳيرو ڊوڙي وڃي هڪڙي انجير جي وڻ تي چڙهي
ويٺو، ڇالاءِجو عيسيٰ انهيءَ رستي تان لنگهڻو هو. (۵) جڏهن عيسيٰ انهيءَ
جاءِ تي آيو، تڏهن مٿي نهاري چيائين ته ”اي زڪئي! هڪدم هيٺ لهي
اچ، ڇالاءِجو اڄ مون کي تنهنجي گهر ٽڪڻو آهي.“ (۶) هو جلدي هيٺ
لهي آيو ۽ عيسيٰ کي خوشيءَ سان پنهنجي گهر وٺي ويو. (۷) اهو ڏسي
سڀئي سسپس ڪرڻ لڳا ته ”ڏسو، هو هڪڙي گنهگار جي گهر ٽڪيو
آهي.“ (۸) زڪئي اتي بيٺو ۽ خداوند کي چيائين ته ”ڏسو، اي خداوند!
آءٌ پنهنجي ملڪيت جو اڌ غريبن کي ٿو ڏيان ۽ جيڪڏهن مون ڪنهن
کي ٺڳيو آهي ته آءٌ کيس چئوڻا ڪري موٽائي ڏيندس.“ (۹) عيسيٰ هن کي
چيو ته ”اڄ هن گهر ۾ ڇوٽڪارو آيو آهي، جيئن ته هي به ابراهيم جو
اولاد آهي. (۱۰) ابنِآدم انهن کي ڳولڻ ۽ بچائڻ آيو آهي جيڪي گمراهه
ٿي ويا آهن.“

۱۹:۱۰ مت ۱۸:۱۱

## سونن سڪن جو مثال

(متي ٢٥:١٤-٣٠)

⑪ جڏهن ماڻهن هي ڳالهيون پئي ٻڌيون ته عيسيٰ انهن کي هڪڙو مثال
ٻڌايو. ڇاڪاڻ‌ته هو يروشلم ۾ پهچڻ تي هو، سو هو ائين سمجهن پيا ته اِجها
تي خدا جي بادشاهت ظاهر ٿئي. ⑫ عيسيٰ چيو ته ”هڪڙو امير ڪنهن
ڏورانهين ملڪ ڏانهن روانو ٿيو ته جيئن اتان بادشاهت جو اختيار وٺي پوءِ
وطن وري. ⑬ هن پنهنجن نوڪرن مان ڏهن ڄڻن کي سڏي کين [1]سون
جو هڪ هڪ سڪو ڏنو ۽ چيائين ته ’جيستائين آءٌ موٽي اچان تيستائين انهن
سان واپار هلايو.‘ ⑭ پر هن جي وطن جا ماڻهو هن کان بيزار هئا، تنهنڪري
انهن پنهنجا ايلچي موڪليا ته ’اسان جي مرضي نه آهي ته هي ماڻهو اسان
جي مٿان بادشاهي ڪري.‘ ⑮ جڏهن هو بادشاهت جو اختيار وٺي موٽي
آيو ته حڪم ڏنائين ته ’انهن نوڪرن کي مون وٽ وٺي اچو، جن کي آءٌ
پيسا ڏيئي ويو هوس، ڏسان ته واپار ڪري ڪيترو ڪمايو اٿن.‘ ⑯ پهريون
آيو ۽ چيائين ته ’سائين! توهان جي ڏنل سوني سڪي ٻيا ڏهه سونا سڪا
ڪمايا آهن.‘ ⑰ تنهن تي هن چيس ته ’شاباس، چڱا نوڪر، جيئن ته تون
ٿوري ۾ ايماندار آهين، تنهنڪري هاڻي تون ڏهن شهرن جو مالڪ آهين.‘
⑱ ٻيو آيو ۽ چيائين ته ’سائين! توهان جي ڏنل سوني سڪي پنج ٻيا سونا
سڪا ڪمايا آهن.‘ ⑲ هن ان کي به چيو ته ’هاڻي تون پنجن شهرن جو
حاڪم آهين.‘ ⑳ ٻيو هڪڙو آيو ۽ چيائين ته ’سائين! اِجهو هي آهي اوهان
جو سونو سڪو. مون رومال ۾ اهو ٻڌي سنڀالي رکيو آهي، ㉑ ڇاڪاڻ‌ته
مون کي اوهان کان ڊپ ٿيو جو اوهين سخت ماڻهو آهيو. جيڪي توهان
جمع نه ڪيو آهي سو ڪڍو ٿا ۽ جيڪي اوهان نه پوکيو آهي سو لڻو ٿا.‘
㉒ هن چيس ته ’اي بڇڙا نوڪر! تنهنجي ئي واتان آءٌ تو کي ڏوهي بڻائيندس.
جڏهن تو کي خبر به هئي ته آءٌ سخت ماڻهو آهيان ۽ جيڪي جمع ڪين

---

[1] سون جو هڪ هڪ سڪو: سون جو هڪڙو سڪو چانديءَ جي هڪ سؤ عام سڪن جي برابر هو. چانديءَ جو هڪ سڪو هڪڙي ڏينهن جي مزوري هوندي هئي. ڏسو متي ٢:٢٠

ڪيو اٿم سو پيو ڪٽان ۽ جيڪي پوکيو ئي نه اٿم سو پيو لڻان، ٢٣ ته پوءِ تو
منهنجا پيسا ڇو ڪين سيڙايام ته جڏهن آءٌ موٽي اچان ها ته تو کان منافعي
سميت اچي وٺان ها؟' ٢٤ پوءِ جيڪي اتي بيٺا هئا تن کي چيائين ته 'هن
کان اهو هڪڙو سونو سڪو به کسي ڏهن سونن سڪن واري نوڪر کي
ڏيو.' ٢٥ تڏهن هنن چيس ته 'سائين! هن وٽ اڳي ئي ڏهه سونا سڪا آهن.'
٢٦ انهن کي چيائين ته 'آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته جنهن ڪجهه ڪمايو
آهي، تنهن کي وڌيڪ ڏنو ويندو. پر جنهن ڪجهه به نه ڪمايو آهي، تنهن
کان اهو به کسيو ويندو جيڪو وٽس آهي. ٢٧ ٻيو ته منهنجا اهي دشمن
جن جي مرضي نه هئي ته آءٌ مٿن بادشاهي ڪريان، تن کي هتي وٺي اچو
ته ڪين منهنجي اڳيان قتل ڪيو وڃي.'"

## يروشلم ۾ شان سان داخل ٿيڻ

(متي ٢١:١-١١، مرقس ١١:١-١١، يوحنا ١٢:١٢-١٩)

٢٨ جڏهن عيسيٰ هي چئي چڪو، تڏهن هو اڳتي وڌندو يروشلم ڏانهن
وڃڻ لڳو. ٢٩ جڏهن هو زيتون واري ٽڪر وٽ بيت‌فڳاه ۽ بيت‌عنياه ڳوٺن
جي ويجهو آيو ته هن ٻن شاگردن کي هي هدايتون ڏيئي اڳواٽ موڪليو ته
٣٠ "اڳيئن ڳوٺ ۾ وڃو ۽ جيئن اوهين ان ۾ گهڙندا ته هڪ ڪودڙو ٻڌل
ڏسندا، جنهن تي اڃا تائين ڪنهن به ماڻهوءَ سواري نه ڪئي آهي. ان کي
ڇوڙي هتي ڪاهي اچو. ٣١ جيڪڏهن ڪو اوهان کان ڪٿي پڇي ته 'ان کي
ڇو ٿا ڇوڙيو،' ته اوهين چئجوس ته 'سائينءَ کي انهيءَ جي ضرورت آهي.'"
٣٢ سو اهي پنهنجو رستو وٺي ويا ۽ جيئن عيسيٰ چيو هون تيئن ئي ڏٺائون.
٣٣ جيئن ئي ڪودڙو ڇوڙين پيا ته ان جي مالڪ کين چيو ته "اوهين هن
کي ڇو ٿا ڇوڙيو؟" ٣٤ هنن ورندي ڏني ته "سائينءَ کي انهيءَ جي ضرورت
آهي." ٣٥ پوءِ ڪودڙي کي عيسيٰ وٽ ڪاهي آيا ۽ ان جي مٿان پنهنجا ڪپڙا
وجهي عيسيٰ کي ان تي سوار ڪيائون. ٣٦ جڏهن هو هلڻ لڳو، تڏهن هنن
پنهنجا ڪپڙا ڪٽي رستي تي وڇايا. ٣٧ جڏهن هو يروشلم جي ويجهو زيتون
جي ٽڪر جي لاهيءَ وٽ پهتو ته شاگردن جو سڄو ميڙ خوشيءَ ۾ پرجي خدا

١٩:٢٦ مت ١٣:١٢، مر ٤:٢٥، لو ٨:١٨

جي واکاڻ ڪرڻ لڳو، چاڪاڻتہ انهن سندس عجيب قوت جا معجزا ڏٺا
هئا. سو وڏي آواز سان چوڻ لڳا تہ
٣٨ ”سڳورو آهي بادشاهہ اهو، جو خداوند جي نالي اچي ٿو،
بيشڪ آسمان منجهہ آهي سلامتي، خدا عرش تي آهي شان وارو.“
٣٩ انهيءَ ميڙ مان ڪن فريسين چيس تہ ”اي استاد! پنهنجن شاگردن
کي جهليو.“ ٤٠ عيسيٰ کين چيو تہ ”جيڪڏهن هنن ماٺ ڪئي تہ خود
پٿر وٺي پڪاريندا.“

## عيسيٰ جو يروشلم لاءِ روئڻ

٤١ جڏهن عيسيٰ يروشلم جي ويجهو ٿيو تہ شهر کي ڏسي مٿس رنائين،
٤٢ ۽ چيائين تہ ”جيڪر تون رڳو اڄوڪي ڏينهن امن واريون ڳالهيون ڄاڻين
ها، پر هاڻي تہ اهي تنهنجين اکين کان لڪل آهن. ٤٣ ڇوتہ اهي ڏينهن
تو تي اچي ڪڙڪندا، جڏهن تنهنجا دشمن تنهنجي چوڌاري مورچا ٻڌي
تو کي وڪوڙيندا ۽ چوطرف تو کي سوڙهو گهيٽيندا. ٤٤ اهي تو کي ۽
تنهنجي ٻارن کي جيڪي تو ۾ آهن، جهلي پٽ تي هڻندا ۽ تنهنجي سِرِ
سِرِ سان نہ ملندي، ڇالاءِجو تو ان وقت کي نہ سڃاتو، جڏهن خدا تو
کي بچائڻ لاءِ آيو.“

## عيسيٰ جو هيڪل ۾ وڃڻ

(متي ٢١:١٢-١٧، مرقس ١١:١٥-١٩، يوحنا ٢:١٣-٢٢)

٤٥ عيسيٰ هيڪل ۾ ويو ۽ اتي جيڪي واپار پيا ڪن تن کي هڪالي
ڪيڍڻ لڳو ٤٦ ۽ چيائين تہ ”اهو لکيل آهي تہ ’منهنجو گهر عبادت جو گهر
ٿيندو،‘ پر اوهان ان کي ڌاڙيلن جي پاڻاري بڻائي آهي.“
٤٧ عيسيٰ هرروز هيڪل ۾ وڃي تعليم ڏيندو هو. سردار ڪاهنن، شريعت
جي عالمن ۽ بني اسرائيل جي بزرگن وجهہ پئي ڳوليو تہ ”ڪهڙيءَ طرح
هن کي ماري ڪپائي ڇڏيون.“ ٤٨ پر وس ڪونہ ٿي پُڄين، ڇاڪاڻتہ ماڻهو
هن جون ڳالهيون ٻڌڻ لاءِ آتا هئا.

---

١٩:٣٨ زب ١١٨:٢٦ ١٩:٤٦ يس ٥٦:٧، ير ٧:١١ ١٩:٤٧ لو ٢١:٣٧

## عيسيٰ جي اختياريءَ بابت سوال

(متي ٢١:٢٣-٢٧، مرقس ١١:٢٧-٣٣)

٢٠ ① هڪڙي ڏينهن جڏهن عيسيٰ ماڻهن کي هيڪل ۾ تعليم ڏيئي
رهيو هو ۽ خوشخبريءَ جي منادي پئي ڪيائين ته سردار ڪاهن ۽
شريعت جا عالم بزرگن سان گڏجي وٽس آيا. ② هنن کانئس پڇيو ته ”اسان
کي ٻڌاءِ ته تون ڪهڙي اختياريءَ سان هي ڪم ٿو ڪرين؟ اهو ڪير آهي
جنهن تو کي اها اختياري ڏني آهي؟“ ③ عيسيٰ چين ته ”آءٌ به توهان کان
هڪڙو سوال ٿو پڇان. ④ مون کي ٻڌايو ته ڇا يحيٰ جي ٻپتسما خدا جي
طرفان هئي يا ماڻهن جي طرفان؟“ ⑤ تڏهن اهي پاڻ ۾ بحث ڪرڻ لڳا ته
”جيڪڏهن ’خدا جي طرفان‘ ٿا چئون ته هو اسان کي چوندو ته ’پوءِ توهان
هن تي ايمان ڇو نه آندو؟‘ ⑥ پر جي چئون ٿا ’ماڻهن جي طرفان،‘ ته سڄي
خلق اسان کي سنگسار ڪندي، ڇالاءِجو هنن کي پڪ آهي ته يحيٰ نبي
هو.“ ⑦ تڏهن هنن جواب ڏنو ته ”اسان کي خبر نه آهي ته ڪنهن جي
طرفان هئي.“ ⑧ تنهن تي عيسيٰ چين ته ”آءٌ به اوهان کي ڪين ٻڌائيندس
ته آءٌ ڪنهن جي اختياريءَ سان هي ڪم ٿو ڪريان.“

## انگورن جي باغ ۽ باغائين جو مثال

(متي ٢١:٣٣-٤٦، مرقس ١٢:١-١٢)

⑨ پوءِ عيسيٰ ماڻهن کي هڪڙو مثال ڏنو ته ”هڪڙي ماڻهوءَ انگورن
جو باغ لڳايو. باغ باغائين کي ٺيڪي تي ڏيئي پاڻ گهڻ وقت ڪنهن ٻئي
ملڪ ڏانهن هليو ويو. ⑩ جڏهن فصل جي لهڻ جي مند آئي ته هڪڙي
نوڪر کي باغائين ڏانهن موڪليائين ته کانئن ڊاک جي ميوي جو ڀاڱو وٺي
اچي. پر باغائين هن کي مار ڏيئي خالي هٿين موٽائي ڇڏيو. ⑪ تنهن تي هن
ٻيو نوڪر موڪليو. تنهن کي به هنن مار ڏيئي، جنيون ڪري خالي هٿين
موڪلي ڇڏيو. ⑫ تڏهن هن وري ٽيون نوڪر موڪليو. تنهن کي به هنن
زخمي ڪري ڌڪا ڏيئي ڪڍيو. ⑬ تنهن تي باغ جي مالڪ چيو ته ’ڪريان

٢٠:٩ يس ٥:١

تہ ڪريان چا؟ پوءِ پلاءِ پنھنجو سڪيلڌو پٽ تو موڪليان، شايد اھي ھن
جي عزت ڪن.‘ ⑭ پر جڏھن باغائين انھيءَ کي ڏٺو، تڏھن ھڪٻئي کي
چوڻ لڳا تہ ’ھيءُ مالڪ جو وارث آھي، ڇو نہ ھن کي ماري ڇڏيون، تہ
پوءِ ملڪيت ئي اسان جي ٿي پوندي.‘ ⑮ پوءِ ھن کي باغ مان ٻاھر ڪڍي
ماري ڇڏيائونس. ھاڻي باغ جو مالڪ انھن کي ڇا ڪندو؟ ⑯ ھو پاڻ اچي
باغائين کي تباھہ ڪندو ۽ باغ ٻين کي ڏيندو.“
جڏھن ھنن اھو ٻڌو تڏھن چوڻ لڳا تہ ”خدا خير ڪري.“ ⑰ عيسيٰ
انھن ڏانھن نھاري چيو تہ ”ھي جيڪي لکيل آھي، سو پلا ڇا معنيٰ ٿو رکي؟
’جنھن پٿر کي رازن رد ڪري ڇڏيو،
سو ئي پيڙھہ جو پٿر ٿيو.‘
⑱ جيڪو بہ ان پٿر تي ڪرندو سو پڃي پورا پورا ٿي پوندو ۽ جنھن تي اھو
ڪرندو، تنھن کي ھو چور چور ڪري ڇڏيندو.“

## محصول ڏيڻ بابت سوال

(متي ۲۲: ۱۵-۲۲، مرقس ۱۲: ۱۳-۱۷)

⑲ شريعت جي عالمن ۽ سردار ڪاھنن انھيءَ وقت ڪوشش پئي ڪئي
تہ عيسيٰ کي پڪڙايون، ڇاڪاڻ تہ انھن ڄاتو پئي تہ ”ھن اھو مثال اسان
تي آندو آھي.“ پر ماڻھن کان ڊنا ٿي. ⑳ پوءِ ھو عيسيٰ کي اک ۾ رکندا آيا
۽ ڪرائيدار ڄاڙتا ڇڏيائون تہ اھي سچار بڻجي عيسيٰ کي سندس لفظن ۾
ڦاسائين، تہ جيئن پوءِ ڪيس رومي گورنر جي قبضي ۽ اختيار ۾ ڏين. ㉑ انھن
ڄاڙتن عيسيٰ کان پڇيو تہ ”اي استاد! اسين ڄاڻون ٿا تہ جيڪي توھين چئو
ٿا ۽ سيکاريو ٿا سو حق آھي ۽ توھين ڪنھن جي بہ پاسخاطري نہ ٿا ڪريو،
بلڪ اوھين تہ سچائيءَ سان خدا جو رستو ٿا ڏيکاريو. ㉒ ھاڻ اسان کي
ٻڌايو تہ اسان لاءِ قيصر کي محصول ڏيڻ جائز آھي يا نہ؟“ ㉓ عيسيٰ انھن
جي چالاڪيءَ کي سمجھي ويو ۽ کين چيائين تہ ㉔ ”مون کي چانديءَ جو
سڪو ڏيکاريو تہ انھيءَ تي ڪنھن جي مُھر ۽ اکر آھن؟“ ㉕ انھن جواب ڏنو
تہ ”قيصر جا.“ تنھن تي ھن انھن کي چيو تہ ”چڱو، جيڪي قيصر جو

---

۲۰: ۱۷ زبور ۱۱۸: ۲۲

آهي سو قيصر کي ڏيو ۽ جيڪي خدا جو آهي سو خدا کي ڏيو.“ (۲٦) هو
ماڻهن جي اڳيان ڪيس لفظن ۾ ڦاسائي نه سگهيا. هن جي انهيءَ جواب تي
هو حيران ٿي ويا ۽ ڪڇي ماٺ ڪيائون.

## مرڻ کان پوءِ جيئري ٿيڻ بابت سوال

(متي ۲۲:۲۳–۳۳، مرقس ۱۲:۱۸–۲۷)

(۲۷) پوءِ ڪي صدوقي جن جو عقيدو آهي ته قيامت آهي ئي ڪانه، سي
عيسيٰ وٽ آيا ۽ کانئس سوال پڇيائون (۲۸) ته ”اي استاد! موسيٰ اسان لاءِ
لکي ويو آهي ته ’جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جو شادي ڪيل ڀاءُ ريءَاولاد
مري وڃي، ته سندس ڀاءُ هن جي زال پرڻجي ته جيئن سندس ڀاءُ لاءِ اولاد
ٿئي.‘ (۲۹) هڪڙا ست ڀائر هئا. پهرين شادي ڪئي ۽ ريءَاولاد مري ويو (۳۰) ته
ٻئي سندس زال سان شادي ڪئي، اهو به مري ويو. (۳۱) ٽئين به انهيءَ عورت
سان شادي ڪئي ۽ اهڙيءَ طرح ستن ئي ڀائرن ان سان شادي ڪئي ۽ ست
ئي ريءَاولاد مري ويا. (۳۲) سڀ کان پڇاڙيءَ ۾ اها عورت به مري ويئي.
(۳۳) هاڻي قيامت جي ڏينهن انهن مان اها عورت ڪنهن جي زال ٿيندي؟
ڇالاءِجو ست ئي هن سان پرڻيا هئا.“

(۳۴) تنهن تي عيسيٰ چين ته ”هن زماني جا ماڻهو پرڻبا ۽ پرڻائبا آهن، (۳۵) پر
جيڪي انهيءَ لائق آهن ته آخرت ۾ جيئرا ٿي اٿن ۽ انهيءَ زماني ۾ رهن، سي نه
پرڻبا ۽ نڪي پرڻايا ويندا. (۳٦) ڇالاءِجو اهي وري ڪڏهن مرڻ جا نه آهن، بلڪ
اهي ملائڪن جهڙا ٿيندا. اهي خدا جا ٻار ٿيندا، ڇاڪاڻ‌ته اهي مئلن مان
جيئرا ٿيا آهن. (۳۷) مُردن جي جيئري ٿي اٿڻ بابت موسيٰ ٻرندڙ ٻوڙي واري واقعي
۾ پاڻ اهڙو اشارو ڏنو آهي. تنهنڪري ئي هو خداوند کي ’ابراهيم جو خدا،
اسحاق جو خدا ۽ يعقوب جو خدا‘ ڪري سڏي ٿو. (۳۸) سو هاڻي هو مئلن
جو نه، پر جيئرن جو خدا آهي، ڇالاءِجو سڀئي هن جي اڳيان جيئرا آهن.“

(۳۹) ڪن شريعت جي عالمن ڪيس چيو ته ”اي استاد! توهان صحيح
ڳالهه ڪئي آهي.“ (۴۰) هنن ۾ همت ئي ڪانه رهي هئي جو کانئس
وڌيڪ سوال پڇن.

۲۰:۲۷ رس ۲۳:۸ — ۲۰:۲۸ شر ۲۵:۵ — ۲۰:۳۷ خر ۳:٦

## مسيح بابت سوال

(متي ٢٢:٤١-٤٦، مرقس ١٢:٣٥-٣٧)

٤١ عيسيٰ انهن کي چيو تہ ”اهي ڪيئن ٿا چون تہ مسيح دائود جو اولاد
آهي؟ ٤٢ ڇاڪاڻ تہ دائود خود زبور ۾ چيو آهي تہ
’خداوند منهنجي خداوند کي چيو تہ
”تون منهنجي ساڄي پاسي ويهہ،
٤٣ جيستائين آءٌ تنهنجن دشمنن کي
تنهنجي پيرن جي صندلي نہ ڪريان.“‘
٤٤ سو جڏهن دائود هن کي ’خداوند‘ ڪري ٿو سڏي تہ مسيح ڪيئن
سندس اولاد ٿيو؟“

## شريعت جي عالمن کي چتاءُ

(متي ٢٣:١-٣٦، مرقس ١٢:٣٨-٤٠)

٤٥ سيني ماڻهن جي روبرو عيسيٰ پنهنجن شاگردن کي چيو تہ ٤٦ ”شريعت
جي عالمن کان هوشيار ٿجو، جيڪي ڊگها جبا پائي گهمڻ پسند ڪن
ٿا. اهي چاهين ٿا تہ بازارن ۾ ماڻهو کين سلامي ڏين. اهي عبادتخاني
۾ خاص جايون ۽ مجلسن ۾ مٿانهيون جايون ٿا والارين. ٤٧ اهي رنڙالن
جا گهر ڦري ٿا ڇڏين ۽ ڏيکاءَ لاءِ ڊگهيون نمازون پڙهن ٿا. انهن
کي وڏيڪ سزا ملندي.“

## رنڙال جو چندو ڏيڻ

(مرقس ١٢:٤١-٤٤)

٢١ ١ عيسيٰ جڏهن نهاريو، تڏهن ڏٺائين تہ شاهوڪار ماڻهو هيڪل
جي چندي جي پيٽيءَ ۾ پنهنجا پنهنجا چندا وجهي رهيا آهن.
٢ هن هڪ غريب رنڙال کي بہ ننڍڙا سڪا ان پيٽيءَ ۾ وجهندي ڏٺو.
٣ تنهن تي هن چيو تہ ”آءٌ توهان کي سچ ٿو ٻڌايان تہ هن غريب رنڙال

٢٠:٤٢-٤٣ زبور ١١٠:١

سيني کان وڌيڪ چندو ڏنو. ④ ڇاڪاڻ ته اهي سڀئي پنهنجي گهڻائيءَ مان
چندو ڏئي رهيا هئا، پر هيءَ رنڊال اڻهوند مان به پنهنجي سڀ ڪمائي
وجهي رهي هئي.“

## هيڪل جي بربادي بابت ٻڌائڻ

(متي ٢۴:١-٢، مرقس ١٣:١-٢)

⑤ ڪي ماڻهو هيڪل بابت چوڻ لڳا ته ”ڪهڙن نه سهڻن پٿرن ۽
نذرانن جي سوکڙين سان سينگاريل آهي.“ تنهن تي عيسيٰ چيو ته ⑥ ”ڪو
وقت ايندو ته جيڪي هي اوهين ڏسو ٿا تن جو اهو پٿر پٿر تي نه رهندو،
جيڪو ڊاٺو نه ويندو.“

## تڪليفون ۽ تباهيون

(متي ٢۴:٣-١۴، مرقس ١٣:٣-١٣)

⑦ انهن پڇيس ته ”استاد، اهي ڳالهيون ڪڏهن ٿينديون؟ اها ڪهڙي
نشاني آهي جنهن مان خبر پوي ته انهن ڳالهين جي ٿيڻ جو وقت اچي پهتو
آهي؟“ ⑧ عيسيٰ چين ته ”خبردار، متان ٺڳجي وڃو. ڇوته ڪيترائي منهنجي
نالي سان ايندا ۽ هر ڪو چوندو ته ’آءٌ مسيح آهيان.‘ يا وري چوندو ته ’اهو
وقت اچي پهتو آهي.‘ پر متان انهن جي پيروي ڪئي اٿوَ. ⑨ بلڪ جڏهن
اوهين جنگين ۽ فسادن بابت ٻڌو تڏهن گهبرائجو نه، ڇوته اهي ڳالهيون
پهريائين ضرور ٿينديون، پر پڇاڙي هڪدم ڪين ايندي.“
⑩ پوءِ عيسيٰ انهن کي چيو ته ”قوم، قوم سان وڙهندي. بادشاهت،
بادشاهت تي چڙهائي ڪندي. ⑪ وڏا زلزلا ايندا، ڪيترن ئي هنڌن تي
ڏڪار ۽ وبائون پونديون. آسمان مان هيبتناڪ حادثا ۽ ڳرا نشان ظاهر
ٿيندا.

⑫ پر هنن ڳالهين ٿيڻ کان اڳي ئي اوهين سوگها ڪيا ويندا. اوهان کي
ستايو ويندو، عبادتخانن وارن قاضين جي حوالي ڪيو ويندو ۽ جيلن ۾
وڌو ويندو. منهنجي نالي جي ڪري اوهان کي بادشاهن ۽ حاڪمن اڳيان
پيش ڪيو ويندو. ⑬ ان جو نتيجو اهو نڪرندو جو اوهان کي خوشخبري

ٻڌائڻ جو هڪ موقعو ملي ويندو. ⑭ تنهنڪري پنهنجن دلين ۾ پڪو پهه
ڪريو ته اوهين جواب ڏيڻ لاءِ اڳ ۾ ڪا به ڳڻتي نه ڪندا. ⑮ ڇاڪاڻ ته
آءٌ اوهان کي اهڙي زبان ۽ اهڙو عقل ڏيندس جو اوهان جا ڪي به دشمن
اوهان سان مقابلو يا انڪار ڪري نه سگهندا. ⑯ اوهان جا ماءُ پيءُ، ڀائر،
مٽ مائٽ ۽ اوهان جا سڄڻ به اوهان کي پڪڙائيندا، بلڪ اوهان مان ڪن
کي ته مارائي به ڇڏيندا. ⑰ منهنجي نالي جي ڪري سڀ ماڻهو اوهان کان
نفرت ڪندا. ⑱ پر اوهان جو ڪو وار به ونگو نه ٿيندو. ⑲ پنهنجي صبر
سان ئي اوهين پنهنجي جان بچائيندا.“

## يروشلم جي تباهيءَ بابت ٻڌائڻ

(متي ٢۴:١٥-٢١، مرقس ١٣:١۴-١٩)

⑳ ”جڏهن اوهين ڏسو ته يروشلم کي لشڪرن گهيري ورتو آهي، تڏهن
ڄاڻجو ته سندس تباهيءَ جو وقت اچي ويجهو ٿيو آهي. ㉑ پوءِ جيڪي يهوديه
۾ هجن، سي جبلن ڏانهن ڀڄي وڃن. جيڪي شهرن جي وچ ۾ هجن سي
ٻاهر نڪري وڃن ۽ جيڪي ٻهراڙيءَ ۾ هجن سي اندر شهر ۾ نه گهڙن.
㉒ ڇالاءِ جو اهي وير وٺڻ جا ڏينهن ٿيندا، ته جيئن جيڪي ڳالهيون لکيل
آهن سي سڀئي پوريون ٿين. ㉓ افسوس آهي انهن عورتن تي جيڪي انهن
ڏينهن ۾ پيٽ سان هونديون يا ٻار ٿڃن تي هوندن، ڇالاءِ جو هن زمين تي
وڏي آفت ايندي ۽ هن قوم تي غضب نازل ٿيندو. ㉔ انهن مان ڪي ترار
سان قتل ٿيندا ۽ ڪي ٻين ملڪن ۾ قيدي ٿي ويندا. يروشلم کي غير قومون
لتاڙينديون، جيستائين انهن جو مدو پورو نه ٿئي.“

## ابن‌آدم جو اچڻ

(متي ٢۴:٢٩-٣١، مرقس ١٣:٢۴-٢٧)

㉕ ”سج، چنڊ ۽ تارن ۾ نشان ظاهر ٿيندا ۽ زمين تي قومن ۾ سمنڊ
جي ڇولين جي گوڙ ڪري خوف ۽ هراس ڇانئجي ويندو. ㉖ جيڪي آفتون

---

٢١:١۴-١٥ لو ١٢:١١-١٢ ٢١:٢٢ هوس ٩:٧ ٢١:٢٥ يس ١٣:١٠،
حز ٣٢:٧، يوا ٢:٣١، مڪا ٦:١٢-١٣

زمين تي نازل ٿيڻيون آهن، انهن جي اُلڪي ۾ دپ کان ماڻهن جون دليون
دهلجي وينديون، ڇالاءِجو آسماني گرهه ۾ سياره ڏڪي ويندا. ⑳ پوءِ هو
ابن‌آدم کي ڪڪرن ۾ وڏي قوت ۽ جلوي سان ايندي ڏسندا. ㉘ جڏهن
اهي ڳالهيون ٿيڻ لڳن ته اتجو ۽ ڪنڌ مٿي ڪجو، ڇاڪاڻ‌ته اوهان جو
ڇوٽڪارو اوهان جي ويجهو هوندو.“

## انجير جي وڻ مان سبق پرائڻ

(متي ۲۴:۳۲-۳۵، مرقس ۱۳:۲۸-۳۱)

㉙ عيسيٰ انهن کي هڪڙو مثال ڏنو ته ”انجير جي وڻ ۾ ٻين وڻن کي
ڏسو. ㉚ جيئن انهن ۾ پن اچن ٿا ته اوهين سواءِ ٻڌائڻ جي ڄاڻو ٿا ته
اونهارو آيو ڪي آيو. ㉛ تهڙيءَ طرح جڏهن اوهين اهي ڳالهيون ٿينديون ڏسو
ته سمجهو ته خدا جي بادشاهت اچڻ واري آهي.
㉜ آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته جيستائين اهي سڀيئي ڳالهيون پوريون
نه ٿينديون، تيستائين هيءَ پيڙهي پوري نه ٿيندي. ㉝ زمين ۽ آسمان ٽري ويندا
پر منهنجو ڪلام هرگز نه ٽرندو.“

## هوشيار ٿجو

㉞ ”هوشيار ٿجو، متان اوهان جون دليون هبڇ، نشي ۽ هن حياتيءَ جي
فڪرن ۾ ڦاسي پون. هوشيار ٿجو، متان ابن آدم جي اچڻ جو اهو ڏينهن
اوهان جي مٿان اوچتو اچي ڪڙڪي. ㉟ ڇالاءِجو اهو ڄار وانگر سڄي دنيا
جي رهاڪن تي اچي ڪڙڪندو. ㊱ هر وقت سجاڳ رهو ۽ دعا گهرو ته
اهي ڳالهيون جيڪي ٿيڻيون آهن، شل انهن کان بچڻ جي توفيق مليوَ ۽
ابن‌آدم جي حضوريءَ ۾ بيهي سگهو.“
㊲ هو ڏينهن جو روزانو هيڪل ۾ تعليم ڏيندو هو ۽ رات جو ٻاهر نڪري
زيتون نالي ٽڪر تي گذاريندو هو. ㊳ سڀيئي ماڻهو صبح جو سوير اٿي
هيڪل ۾ سندس ڳالهيون ٻڌڻ ايندا هئا.

---

۲۱:۲۷ دان ۷:۱۳، مڪا ۱:۷ ۲۱:۳۷ لو ۱۹:۴۷

## عيسيٰ خلاف سازش

(متي ٢٦:١–٥، مرقس ۱۴:۱–۲، يوحنا ۱۱:۴۵–۵۳)

۲۲ ① هاڻي بي خميري ماني‌ءَ جي عيد، جنهن کي عيد فصح به چون ٿا
سا ويجهي آئي. ② سردار ڪاهنن ۽ شريعت جي عالمن وجهه پئي
ڳوليو ته چپ چاپ ۾ عيسيٰ کي مارائي ڇڏين، ڇوته اهي خلق کان به ڊنا ٿي.
③ تڏهن ٻارهن شاگردن مان هڪڙي يهوداه، جنهن کي اسڪريوتي به
چوندا هئا، تنهن جي دل ۾ اچي شيطان گهڙيو. ④ هن وڃي سردار ڪاهنن
۽ هيڪل جي حوالدارن سان صلاح ڪئي ته ڪهڙيءَ ريت هو عيسيٰ کي
سندن حوالي ڪري. ⑤ تنهن تي اهي ڏاڍا خوش ٿيا ۽ هن کي پيسن جي آڇ
ڪيائون. ⑥ هن قبول ڪيو ۽ موقعي جي تاڙ ۾ هو ته جڏهن ميڙ نه هجي
ته هو عيسيٰ کي انهن جي حوالي ڪري.

## فصح جي تياري

(متي ٢٦:١٧–٢٥، مرقس ۱۴:۱۲–۲۱، يوحنا ۱۳:۲۱–۳۰)

⑦ بي خميري ماني‌ءَ جي عيد جو اهو ڏينهن آيو جنهن تي فصح جي
قرباني ڏيڻ ضروري هئي. ⑧ تڏهن عيسيٰ پطرس ۽ يوحنا کي موڪليو ته
”وڃو ۽ اسان لاءِ فصح تيار ڪريو ته اسين کائون.“ ⑨ انهن چيو ته ”اوهان
جي ڪهڙي مرضي آهي ته اسين ڪٿي تيار ڪريون؟“ ⑩ تنهن تي عيسيٰ
انهن کي چيو ته ”ڏسو، شهر ۾ گهڙڻ سان اوهان کي هڪڙو ماڻهو ملندو
جيڪو دلو پاڻيءَ جو کنيو پيو ايندو، تنهن جي پٺيان وڃجو. جنهن گهر ۾
اهو وڃي ته اوهين به پٺيان وڃجوس. ⑪ اوهين گهر جي مالڪ کان پڇجو
ته ’اوطاق ڪٿي آهي جتي استاد پنهنجن شاگردن سان گڏ فصح کائي.‘
⑫ هو اوهان کي ماڙيءَ تي هڪ وڏو سجايل ڪمرو ڏيکاريندو، جتي اوهين
تياري ڪجو.“ ⑬ پوءِ هو روانا ٿي ويا ۽ جيئن عيسيٰ چيو هون ائين ئي
هر شيءِ ڏٺائون ۽ فصح تيار ڪيائون.

---

۲۲:۱ خر ۱۲:۱–۲۷

## آخري دفعو شاگردن سان گڏ کائڻ

(متي ٢٦:٢٦-٣٠، مرقس ١٤:٢٢-٢٦، ١.ڪرنٿين ١١:٢٣-٢٥)

(١٤) جڏهن اها گهڙي اچي پهتي ته هو رسولن سان گڏجي دسترخوان
تي ويٺو. (١٥) انهن کي چيائين ته ”منهنجي دل ڏاڍو گهري ٿي ته آءٌ ڏکن
سهڻ کان اڳ ۾ اوهان سان گڏجي هي فصح کاوان. (١٦) ڇالاءِجو آءٌ
اوهان کي ٻڌايان ٿو ته تيستائين آءٌ وري اها نه کائيندس جيستائين خدا
جي بادشاهت ۾ انهيءَ جو پورو مطلب نه نڪري.“ (١٧) پوءِ عيسيٰ پيالو
کڻي شڪر ڪري چيو ته ”اچيو، هي وٺو ۽ پاڻ ۾ ورهايو. (١٨) آءٌ اوهان
کي ٻڌايان ٿو ته اڄ کان پوءِ آءٌ هي مئي وري نه پيئندس، جيستائين خدا
جي بادشاهت نه ايندي.“ (١٩) پوءِ ماني کڻي شڪر ڪري ڀڳائين ۽ هنن
کي ڏيندي چيائين ته ”هيءُ منهنجو بدن آهي، جو اوهان جي لاءِ ڏنو
وڃي ٿو. اوهين به منهنجي يادگيريءَ ۾ ائين ئي ڪندا رهجو.“ (٢٠) ساڳيءَ
ريت کائڻ کان پوءِ پيالو کڻي چيائين ته ”هيءُ پيالو خدا جو نئون عهد
آهي، جيڪو منهنجي رت جي وسيلي قائم ڪيو ويو آهي. اهو رت اوهان
جي لاءِ وهائجي ٿو.
(٢١) پر ڏسو، جيڪو مون کي پڪڙائي ٿو، سو مون سان گڏ دسترخوان
تي ويٺو آهي. (٢٢) ابن‌آدم لاءِ جيئن لکيل آهي تيئن ئي هو هن دنيا مان وڃي
ٿو، پر مصيبت آهي انهيءَ ماڻهوءَ لاءِ، جنهن جي هٿان هو پڪڙائجي ٿو.“
(٢٣) تنهن تي شاگرد هڪٻئي کان پڇڻ لڳا ته ”اسان مان اهو ڪير آهي
جيڪو هھڙو ڪم ڪندو؟“

## وڏائپ تي تڪرار

(٢٤) شاگردن ۾ اهو به تڪرار پيدا ٿيو ته ”اسان سيني ۾ وڏو ڪير ليکبو؟“
(٢٥) تنهن تي عيسيٰ چين ته ”قومن جا بادشاهه مٿن حڪم ٿا هلائين ۽ جن
کي مٿن اختياري آهي، سي ماڻهن جا ڀلو ڪندڙ سڏيا وڃن ٿا. (٢٦) پر هي

٢٢:٢٠ ير ٣١:٣١-٣٤   ٢٢:٢١ زب ٤١:٩   ٢٢:٢٤ مت ١٨:١، مر ٩:٣٤، لو ٩:٤٦
٢٢:٢٥-٢٦ مت ٢٠:٢٥-٢٧، مر ١٠:٤٢-٤٤   ٢٢:٢٦ مت ٢٣:١١، مر ٩:٣٥

اوهان سان لاڳو نہ آهي. اوهان مان وڏي کي ننڍي وانگر ٿيڻ کپي ۽ مالڪ
کي نوڪر وانگر ٿيڻ کپي. ٢٧ وڏو ڪير آهي، ڇا اهو جيڪو کائڻ ٿو ويهي
يا جيڪو سندس خدمت ٿو ڪري؟ ڇا اهو نہ آهي جيڪو کائي ويٺو؟ پر
آءٌ اوهان منجهہ ائين آهيان جيئن ڪو خدمتگار.
٢٨ اوهين اهي آهيو جيڪي مون سان منهنجي سيني آزمائشن ۾ گڏ رهيا
آهيو، ٢٩ ۽ جيئن منهنجي پيءُ مون لاءِ بادشاهت مقرر ڪئي آهي، تيئن آءٌ بہ
اوهان لاءِ بادشاهت مقرر ٿو ڪريان. ٣٠ اوهين منهنجي بادشاهت ۾ مون
سان گڏ منهنجي دسترخوان تي کائيندا ۽ پيئندا ۽ اوهين تخت تي ويهي بني
اسرائيل جي ٻارهن قبيلن جا فيصلا ڪندا."

## پطرس جي انڪار ڪرڻ بابت اڳڪٿي

(متي ٢٦:٣١-٣٥، مرقس ١٤:٢٧-٣١، يوحنا ١٣:٣٦-٣٨)

٣١ "شمعون، شمعون، ڏس، شيطان اوهان کي آزمائڻ جي اجازت ورتي
آهي، تہ جيئن اوهان سيني کي ڪڻڪ جي ڳاهہ وانگر ڳاهي، اَنَ ۽ ٻُهہ وانگر
جدا جدا ڪري. ٣٢ پر مون تو لاءِ دعا گهري آهي تہ شل تنهنجو ايمان نہ
لُڏي. جڏهن تون مون ڏانهن موٽي اچين تہ پنهنجي ڀائرن جي مدد ڪج."
٣٣ پطرس وراڻيو تہ "خداوند، آءٌ تو سان گڏ جيل ۾ وڃڻ بلڪ مرڻ لاءِ بہ
ٻڌل آهيان." ٣٤ تنهن تي عيسيٰ چيس تہ "اي پطرس! آءٌ تو کي ٻڌايان ٿو
تہ جيستائين ڪڪڙ اڄ ٻانگ ڏئي، ان کان اڳ ۾ ٽي دفعا تون منهنجو
انڪار ڪندين تہ 'آءٌ هن کي سڃاڻان ئي ڪين.'"

## ڳوٿري، ٻاچڪو ۽ ترار

٣٥ عيسيٰ هنن کان پڇيو تہ "ان وقت جڏهن مون اوهان کي ڳوٿريءَ،
ٻاچڪي يا جتيءَ کان سواءِ موڪليو هو، تہ ڇا اوهان کي ڪا ٻي بہ گهرج
هئي؟" انهن جواب ڏنو تہ "ڪنهن شيءِ جي بہ نہ." ٣٦ تڏهن عيسيٰ چين
تہ "هاڻي جنهن کي بہ ڳوٿري هجي تہ اها کڻي، جنهن کي بہ ٻاچڪو

٢٢:٢٧ يو ١٣:١٢-١٥ ٢٢:٣٠ مت ١٩:٢٨ ٢٢:٣٥ مت ١٠:٩-١٠،
مر ٦:٨-٩، لو ٩:٣، ١٠:٤

هجي ته اهو ڪٽي ۽ جنهن ڪي به ترار نه هجي ته اهو پنهنجو پهراڻ وڪڻي
به اها خريد ڪري. ۳۷ ڇالاءِجو آءٌ اوهان کي ٻڌايان ٿو ته جيڪو لکيل
آهي ته 'هو گنهگارن ۾ ليکيو ويندو،' سو مون لاءِ پورو ٿيڻ ضروري
آهي. بيشڪ جيڪو منهنجي بنسبت لکيل آهي سو پورو ٿيڻ وارو آهي."
۳۸ تنهن تي شاگردن چيس ته "اي خداوند! اِجهو، هي ٻه ترارون آهن."
هن چيو ته "بس، بس."

## زيتون جي ٽڪر تي دعا گهرڻ

(متي ۲۶:۳۶-۴۶، مرقس ۱۴:۳۲-۴۲)

۳۹ پوءِ هو ٻاهر نڪري پنهنجي دستور موجب زيتون جي ٽڪر تي ويو ۽
شاگرد به ساڻس گڏ هليا. ۴۰ جڏهن هو انهيءَ جاءِ تي پهتو ته انهن کي چيائين
ته "دعا گهرو ته شل اوهين آزمائش ۾ نه پئو." ۴۱ هو انهن کان ٿورو پريرو
وڃي گوڏا کوڙي دعا گهرڻ لڳو ته ۴۲ "اي بابا! جيڪڏهن تون چاهين ته
هي پيالو مون تان ٽاري ڇڏ. تنهن هوندي به منهنجي نه، پر تنهنجي مرضي
پوري ٿئي." ۴۳ ايتري ۾ آسمان مان هڪڙو ملائڪ هن جي حمايت ۾ نازل
ٿيو. ۴۴ هو ڏاڍو پريشان ٿيو ۽ وڌيڪ جوش سان دعا گهرڻ لڳو، سندس
پگهر جا ڦڙا رت وانگر زمين تي ڪري رهيا هئا.
۴۵ جڏهن هو دعا گهري اٿيو ۽ شاگردن ڏانهن موٽي آيو تڏهن ڏٺائين ته
هو سڀ ڏک سبب ماندا ٿي ستا پيا آهن. ۴۶ هن انهن کي چيو ته "اوهين ڇو
ستا پيا آهيو؟ اٿو ۽ دعا گهرو ته شل اوهين ڪنهن آزمائش ۾ نه پئو."

## عيسيٰ جو جهلجڻ

(متي ۲۶:۴۷-۵۶، مرقس ۱۴:۴۳-۵۰، يوحنا ۱۸:۳-۱۱)

۴۷ اڃا هن ڳالهايو ئي پئي ته هڪڙي ٽولي اچي پهتي، جنهن جي اڳيان
ٻارهن شاگردن مان اهو هو جنهن کي يهوداه ڪري سڏيندا هئا. هن ويجهو
اچي عيسيٰ کي چمي ڏني. ۴۸ پر عيسيٰ چيس ته "اي يهوداه! تون چمي
ڏيئي ابن‌آدم کي پڪڙائين ٿو ڇا؟" ۴۹ عيسيٰ سان گڏ جيڪي شاگرد هئا

۲۲:۳۷ يس ۵۳:۱۲

تن جڏهن هي ٿيندي ڏٺو ته چيائون ”اي خداوند! اسين ترار هلايون ڇا؟“
۵۰ انهن مان هڪڙي ڏک هڻي سردار ڪاهن جي نوڪر جو ساڄو ڪن
ڪپي وڌو. ۵۱ تنهن تي عيسيٰ چيو ته ”بس گهڻو ٿيو.“ پوءِ هن انهيءَ جي
ڪن کي هٿ لائي ڇٽائي ڇڏيو.
۵۲ سردار ڪاهن، هيڪل جا حوالدار ۽ بزرگ جيڪي متس ڪاهي آيا
هئا، تن کي عيسيٰ چيو ته ”ترارن ۽ لٺين سان ائين ڪاهي آيا آهيو، ڄڻ ته
آءٌ ڪو ڌاڙيل آهيان. ۵۳ آءٌ اوهان سان روزانو هيڪل ۾ گڏ هوندو هوس،
پر اوهان اتي ته مون تي هٿ به نه کنيو. پر هاڻي اوهان جو وقت آهي ڇوته
هي اونداهيءَ جو راڄ آهي.“

## پطرس جو عيسيٰ بابت انڪار

(متي ۲٦:۵۷–۵۸، ٦۹–۷۵، مرقس ۱۴:۵۳–۵۴، ٦٦–۷۲، يوحنا ۱۸:۱۲–۱۸، ۲۵–۲۷)

۵۴ انهن عيسيٰ کي پڪڙي وڏي سردار ڪاهن جي گهر آندو ۽ پطرس
پريرو سندن پٺيان پئي آيو. ۵۵ جڏهن هو اڱڻ جي وچ تي مچ ٻاري ويٺا،
تڏهن پطرس به گڏجي انهن سان اچي ويٺو. ۵٦ ايتري ۾ هڪڙي نوڪرياڻيءَ
هن کي باهه جي سوجهري ۾ ويٺل ڏٺو ۽ چڱيءَ طرح سڃاڻي چيائين
ته ”هي ماڻهو به هن سان گڏ هو.“ ۵۷ پر پطرس انڪار ڪيو ۽ چيائينس ته
”نه مائي، آءٌ ته سڃاڻانس به ڪين.“ ۵۸ گهڙي کن کان پوءِ ٻئي ڄڻي
ڏٺس ۽ چيس ته ”تون انهن مان آهين.“ پر پطرس ورنديءَ ۾ چيو ته
”ادا، اهو آءٌ نه آهيان.“ ۵۹ ڪلاڪ کن کان پوءِ هڪڙي ٻئي شخص
يقين سان چيو ته ”لاشڪ، هي ماڻهو به ته هن سان هو، ڇوته هو گليلي
آهي.“ ٦۰ پر پطرس چيو ته ”ادا، آءٌ نه ٿو ڄاڻان جيڪي اوهين چئو
ٿا.“ هو اڃا ڳالهائي ئي پيو ته انهيءَ دم ڪڪڙ ٻانگ ڏني. ٦۱ خداوند
ڦري پطرس ڏانهن نهاريو ته پطرس کي خداوند جا لفظ ياد آيا جي چيا
هئائينس ته ”جيسين اڄ ڪڪڙ ٻانگ ڏئي، تنهن کان اڳ ٽي دفعا تون
منهنجو انڪار ڪندين.“ ٦۲ پطرس ٻاهر نڪري ويو ۽ وڃي زار و زار
روئڻ لڳو.

۲۲:۵۳ لو ۱۹:۴۷، ۲۱:۳۷

## عيسيٰ تي چٿرون ڪرڻ ۽ مار ڏيڻ

(متي ٢٦:٦٧-٦٨، مرقس ١٤:٦٥)

⑥٣ جن ماڻهن عيسيٰ تي پهرو پئي ڏنو تن مٿس چٿرون پئي ڪيون ۽ ڏڪ
به هنيائونس پئي. ⑥٤ سندس اکيون ٻڌي منهن تي چمٽون هڻي پڇنس پيا ته
”نبوت سان ٻڌاءِ ته ڪنهن تو کي ڌڪ هنيو؟“ ⑥٥ انهن ٻيون به ڪيتريون
ئي گاريون ڏيئي ڪيس گهٽ وڌ پئي ڳالهايو.

## عيسيٰ ڪائونسل اڳيان

(متي ٢٦:٥٩-٦٦، مرقس ١٤:٥٥-٦٤، يوحنا ١٨:١٩-٢٤)

⑥٦ جڏهن ڏينهن ٿيو ته يهودين جا بزرگ، سردار ڪاهن ۽ شريعت جا
عالم اچي گڏ ٿيا ۽ عيسيٰ کي انهن جي ڪائونسل اڳيان پيش ڪيو ويو.
⑥٧ انهن ڪانئس پڇيو ته ”ٻڌاءِ تون مسيح آهين؟“ هن جواب ۾ چين ته
”جيڪڏهن آءٌ اوهان کي ٻڌايان ته اوهين اعتبار ئي نه ڪندا، ⑥٨ ۽ جيڪڏهن
آءٌ اوهان کان سوال پڇان ته اوهين جواب ئي نه ڏيندا. ⑥٩ پر هن کان پوءِ
ابن‌آدم قادرِمطلق خدا جي ساڄي پاسي ويهندو.“ ⑦٠ انهن سيني چيو ته
”پوءِ تون خدا جو فرزند آهين ڇا؟“ هن جواب ۾ چين ته ”اوهين پاڻ چئو
ٿا ته آءٌ آهيان.“ ⑦١ تنهن تي انهن چيو ته ”اسان کي ڪنهن به شاهديءَ جي
ضرورت نه آهي. اسان پاڻ سندس واتان ٻڌو آهي.“

## عيسيٰ پلاطس جي اڳيان

(متي ٢٧:١-٢، ١١-١٤، مرقس ١٥:١-٥، يوحنا ١٨:٢٨-٣٨)

٢٣ ① تڏهن سڄي جماعت اٿي کڙي ٿي ۽ عيسيٰ کي پلاطس وٽ
وٺي آيا. ② اتي مٿس تهمتون هڻي چوڻ لڳا ته ”اسان ڏٺو آهي
ته هيءُ ماڻهو اسان جي قوم کي برغلائي ٿو، ماڻهن کي قيصر جي ڍل
ڏيڻ کان جهلي ٿو ۽ دعويٰ ٿو ڪري ته ’آءٌ پاڻ مسيح بادشاهه آهيان.‘“
③ پلاطس هن کان پڇيو ته ”ڇا تون يهودين جو بادشاهه آهين؟“ عيسيٰ
جواب ڏنس ته ”اهو ته اوهين ٿا چئو.“ ④ تنهن تي پلاطس سردار ڪاهنن

۽ ماڻهن کي چيو تہ ”مون کي هن جي ڏوهي ٿيڻ لاءِ ڪوبہ سبب
نظر نہ ٿو اچي.“ ⑤ پر انهن تيئن زور ڏيندي چيو تہ ”سڄي يهوديہ ۾
بلڪ گليل کان وٺي هن جاءِ تائين هي ماڻهن کي باغي ڪندو رهيو
آهي.“

## عيسيٰ هيروديس اڳيان

⑥ جڏهن پلاطس اهو ٻڌو تڏهن پڇيائين تہ ”ڇا هي گليلي آهي؟“
⑦ جڏهن کيس خبر پيئي تہ هو هيروديس جي حد جو آهي، تڏهن عيسيٰ
کي گليل جي بادشاهہ هيروديس ڏانهن موڪليائين جو پڻ انهن ڏينهن ۾
يروشلم ۾ هو. ⑧ هيروديس جڏهن عيسيٰ کي ڏٺو تہ ڏاڍو خوش ٿيو. هن
کي گهڻي وقت کان تمنا هئي تہ عيسيٰ کي ڏسي، ڇالاءِجو هن بابت
گهڻو ڪجهہ ٻڌو هئائين ۽ چاهي پيو تہ هن کي ڪو معجزو ڪندو ڏسي.
⑨ هن ڪيترائي سوال پڇيا پر عيسيٰ کيس ڪوبہ جواب نہ ڏنو. ⑩ سردار
ڪاهن ۽ شريعت جا عالم جيڪي اتي بيٺا هئا، سي عيسيٰ تي سختيءَ
سان تهمتون هڻڻ لڳا. ⑪ هيروديس بہ پنهنجن سپاهين سميت عيسيٰ تي
ٺٺوليون ڪري کيس بيعزتو ڪرڻ لڳو. پوءِ هن کي شاندار وڳو پهرائي واپس
پلاطس ڏانهن موڪليائون. ⑫ انهيءَ ئي ڏينهن پلاطس ۽ هيروديس دوست
ٿي پيا، جيڪي اڳي پاڻ ۾ وڙهيل هئا.

## عيسيٰ لاءِ موت جي فتويٰ

(متي ٢٧:١٥-٢٦، مرقس ١٥:٦-١٥، يوحنا ١٨:٣٩-١٩:١٦)

⑬ پلاطس سردار ڪاهنن، اڳواڻن ۽ عام ماڻهن کي سڏائي گڏ ڪيو.
⑭ کين چيائين تہ ”اوهين هن شخص تي جا تهمت هڻي هت مون
وٽ وٺي آيا آهيو تہ هو قوم کي برغلائي ٿو، تنهن لاءِ مون اوهان
جي اڳيان جاچي ڏٺو آهي تہ هو اهڙي ڪنهن بہ ڏوهہ جو ڏوهاري نہ
آهي، جيئن اوهين چئو ٿا. ⑮ ان کان علاوه نہ ئي هيروديس کي هن
۾ ڪو ڏوهہ نظر آيو، ڇاڪاڻتہ انهيءَ بہ هن کي اسان ڏانهن واپس
موڪليو آهي. هن اهڙو ڪوبہ ڏوهہ نہ ڪيو آهي جو کيس موت جي

سزا ڏني وڃي. ⑯ تنهنڪري آءٌ کيس ڇهبڪن جي چند ڪڏائي ڇڏي
ٿو ڏيانس.“ [1]

⑱ تنهن تي سڀني وٺي رڙيون ڪيون ته ”انهيءَ کي ماري ڇڏيو ۽ برابا
کي اسان جي خاطر ڇڏي ڏيو.“ ⑲ برابا کي شهر ۾ ڪنهن فساد ۽ خون
ڪرڻ سبب جيل ۾ وڌو هئائون. ⑳ پلاطس جي مرضي هئي ته عيسيٰ کي
ڇڏي ڏجي. سو هن وري به هڪ دفعو ميڙ کي چيو. ㉑ پر هنن گوڙ ۽
رڙين سان جواب ڏنو ته ”صليب تي چاڙهيوس، صليب تي.“ ㉒ پلاطس
ٽيون دفعو پڇين ته ”ڇو؟ هن ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي؟ آءٌ هن کي موت جي
سزا ڏيڻ لاءِ ڪوبه سبب نه ٿو ڏسان، تنهنڪري آءٌ کيس ڇهبڪ هڻائي
ڇڏي ٿو ڏيان.“ ㉓ پر اهي واڪا ڪري زور رکي چوندا رهيا ته ”صليب
تي چاڙهي ڪوڪا هڻوس.“ ائين گوڙ ڪري پنهنجي ڳالهه مڃائي ويا.
㉔ تنهن تي پلاطس فتويٰ ڏني ته ”سندن عرض قبول پوي.“ ㉕ هن انهيءَ
ماڻهوءَ کي ڇڏي ڏنو جنهن لاءِ هو چاهين پيا، جيڪو هڪ فساد ۾ خون
ڪرڻ ڪري جيل ۾ پيو هو. پر عيسيٰ کي انهن جي مرضي پوري ڪرڻ
لاءِ سپاهين جي حوالي ڪيائين.

## صليب تي عيسيٰ کي ڪوڪا هڻڻ

(متي ٢٧:٣٢-٤٤، مرقس ١٥:٢١-٣٢، يوحنا ١٩:١٧-٢٧)

㉖ جيئن سپاهي هن کي وٺي پئي ويا ته شمعون ڪرينيءَ نالي هڪڙو ماڻهو
کين مليو، جيڪو ٻهراڙيءَ مان شهر ڏانهن پئي آيو، تنهن کي پڪڙي صليب
کڻي مٿانئس رکيائون ته هو اهو عيسيٰ جي پٺيان کڻي هلي.
㉗ هن جي پٺيان ماڻهن جو وڏو ميڙ هو. انهن ۾ ڪي عورتون به هيون
جيڪي هن لاءِ روئنديون ۽ سينا پٽينديون پئي آيون. ㉘ عيسيٰ ڦري هنن کي
چيو ته ”اي يروشلم جون نياڻيون! منهنجي لاءِ نه روئو، پر پنهنجي لاءِ ۽
پنهنجن ٻچن لاءِ روئو، ㉙ ڇالاءِجو اهي ڏينهن اچن پيا جڏهن ماڻهو چوندا
ته ’سڀاڳيون آهن اهي عورتون جيڪي سنڍ آهن، جن ڪڏهن به ٻار نه

---

[1] ڪن ترجمن ۾ هيءَ آيت به شامل آهي: ⑰ دستور موجب هر ڪنهن عيد فصح تي پلاطس کي رعيت خاطر هڪڙو قيدي آزاد ڪرڻو پوندو هو. ڏسو مرقس ١٥:٦.

چٽيا آهن ۽ نہ ڪڏھن ٿڃ پيئاري اٿائون.' (۳۰) انھيءَ وقت اھي پھاڙن کي
چوندا تہ 'اسان مٿان ڪِرو' ۽ ٽڪرن کي چوندا تہ 'اسان کي لڪايو.'
(۳۱) ڇالاءِجو جيڪي سائي وڻ سان ھيئن ٿا ڪن تہ سڪي وڻ سان ڇا
ڇا نہ ڪندا؟"

(۳۲) انھن ٻين ٻن ماڻھن کي بہ آندو جيڪي ڏوھاري ھئا، تن کي بہ
عيسيٰ سان گڏ مارڻ لاءِ وٺيو پئي ويا. (۳۳) جڏھن اھي انھيءَ جاءِ تي پھتا
جنھن کي "کوپري" سڏين ٿا، تڏھن انھن عيسيٰ ۽ ٻنھي ڏوھارين کي
صليب تي چاڙھي ڪوڪا ھنيا، ھڪ سندس ساڄي ۽ ٻيو سندس کاٻي
پاسي. (۳۴) عيسيٰ چيو تہ "اي بابا! ھنن کي بخش، ڇاڪاڻ تہ ھي نہ
ٿا ڄاڻن تہ ھو ڇا ڪري رھيا آھن." اھي ھن جا ڪپڙا پاڻ ۾ ورھائڻ
لاءِ پُڪا وجھڻ لڳا. (۳۵) ماڻھن بيٺي ڏٺو. تڏھن يھودين جي سردار مٿس
چٿرون ڪندي چيو تہ "ھون، ٻين کي تي بچايائين. جيڪڏھن ھي
خدا جو مسيح ۽ سندس چونڊيل آھي تہ ھاڻي پاڻ کي تہ بچائي."
(۳۶) سپاھي بہ مٿس ٺٺوليون ڪرڻ لڳا ۽ وٽس ويجھو اچي ڪوڙي مئي
آڇي (۳۷) چوڻ لڳا تہ "جيڪڏھن تون يھودين جو بادشاھہ آھين تہ پاڻ کي
بچاءِ." (۳۸) ھن جي مٿان ھڪ تختيءَ تي لکي ھنيائون تہ "ھيءُ يھودين
جو بادشاھہ آھي."

(۳۹) جيڪي ڏوھاري عيسيٰ سان گڏ ٽنگيل ھئا، تن مان ھڪڙي طعنو
ھڻندي چيس تہ "تون مسيح نہ آھين ڇا؟ پوءِ پاڻ کي ۽ اسان کي بچاءِ."
(۴۰) ٻئي انھيءَ کي ڇينڀي چيو تہ "ڇا تون خدا جو خوف نہ ٿو ڪرين؟ اسين
بہ تہ سڀ ساڳيءَ سزا ۾ آھيون. (۴۱) اسان کي جيڪا سزا ملي آھي اھا اسان
کي حقي واجبي آھي، ڇوتہ اسان ائين ئي ڪيو ھو، پر ھن تہ ڪوبہ ڏوھہ
نہ ڪيو آھي." (۴۲) ھن چيو تہ "اي عيسيٰ! مون کي ياد ڪجو، جڏھن
بادشاھہ ٿي اچو." (۴۳) عيسيٰ ان کي چيو تہ "آءٌ تو کي سچ ٿو ٻڌايان تہ اڄ
ئي تون مون سان گڏ بهشت ۾ ھوندين."

۲۳:۳۰ ھوس ۱۰:۸، مڪا ۶:۱۶ ۲۳:۳۴ زب ۲۲:۱۸ ۲۳:۳۵ زب ۲۲:۷
۲۳:۳۶ زب ۶۹:۲۱

## عيسيٰ جو موت

(متي ٢٧:٤٥-٥٦، مرقس ١٥:٣٣-٤١، يوحنا ١٩:٢٨-٣٠)

(٤٤) اها منجهند جي مهل هئي ۽ ٽپهريءَ تائين سڄي ملڪ تي اونده
ڇانئجي ويئي، (٤٥) ڇالاءِجو سج ڪاراٽجي ويو. هيڪل جو پردو ٻه ٻه ڀاڱا
ٿي ڦاٽي پيو. (٤٦) عيسيٰ وڏي آواز سان رڙ ڪري چيو ته "اي بابا! آءٌ پنهنجو
روح تنهنجي هٿن ۾ ٿو سونپيان." بس ايترو چئي دم ڏنائين.
(٤٧) هي جيڪي ٿي گذريو، تنهن کي فوجي صوبيدار ڏسي خدا جي
واکاڻ ڪري چوڻ لڳو ته "برابر هو هڪ نيڪ ماڻهو هو." (٤٨) جيڪي
ماڻهو هن واقعي کي ڏسڻ لاءِ اچي گڏ ٿيا هئا، سي پنهنجا سينا پٽيندا
گهرن ڏانهن موٽيا. (٤٩) پر اهي جيڪي عيسيٰ کي ذاتي طرح ڄاڻين پيا ۽
عورتون جيڪي گليل کان ساڻس گڏجي آيون هيون، تن پري کان بيٺي
اهي ڳالهيون ٿينديون پئي ڏٺيون.

## عيسيٰ جو ڪفن دفن

(متي ٢٧:٥٧-٦١، مرقس ١٥:٤٢-٤٧، يوحنا ١٠:٣٨-٤٢)

(٥٠) يوسف نالي هڪڙو ڪائونسل جو ميمبر هو، جو نيڪ ۽ عزت وارو
ماڻهو هو. (٥١) ڪائونسل جي ميمبر هوندي به هن انهن جي راءِ ۽ فيصلي
کي نه قبول ڪيو. هو يهودين جي شهر ارمتيا جو رهاڪو هو ۽ خدا جي
بادشاهت جي انتظار ۾ هو. (٥٢) هو پلاطس جي ڪچهريءَ ۾ ويو ۽ عيسيٰ
جي لاش وٺڻ لاءِ عرض ڪيائين. (٥٣) پوءِ هن لاش هيٺ لهرايو ۽ اُڇي
ڪفن ۾ ويڙهي قبر ۾ رکيائين، جيڪا هڪ ٽڪر تي کوٽيل هئي ۽ اڳ
استعمال نه ٿيل هئي. (٥٤) اهو يهودين جي [1] تياريءَ جو ڏينهن جمعو هو ۽
سبت شروع ٿيڻ وارو هو.

---

[1] تياريءَ جو ڏينهن: هن مان مراد سبت يا ڪنهن عيد جي ڏينهن کان اڳ وارو ڏينهن
آهي. ان ڏينهن يهودي کاڌو وغيره تيار ڪندا هئا، ڇوته ٻئي ڏينهن سبت يعني آرام
جو يا وڏو ڏينهن هوندو هو.

**٢٣:٤٥** خر ٢٦:٣١-٣٣ **٢٣:٤٦** زب ٣١:٥ **٢٣:٤٩** لو ٨:٢-٣

٥٥ عورتون جيڪي گليل کان عيسيٰ سان گڏجي آيون هيون، تن يوسف
جو پيڇو ڪيو ۽ اها قبر ڏٺائون ته ڪيئن عيسيٰ جو ميت ان ۾ رکيل آهي.
٥٦ پوءِ هو گهر واپس ويون ۽ ميت لاءِ سرهاٽيون ۽ عطر تيار ڪيائون.
سبت جي ڏينهن خدائي حڪم موجب انهن آرام ڪيو.

## عيسيٰ جو وري جيئرو ٿيڻ

(متي ٢٨:١-١٠، مرقس ١٦:١-٨، يوحنا ٢٠:١-١٠)

٢٤ ١ آچر جي ڏينهن پرهه ڦٽيءَ جو سوير اهي عورتون قبر تي آيون
۽ سرهاٽيون به پاڻ سان کڻي آيون، جيڪي انهن تيار ڪيون
هيون. ٢ اچي ڏسن ته مار! پٿر جيڪو قبر جي منهن تي ڏنل هو، سو
پاسي تي رڙهيو پيو آهي. ٣ جڏهن قبر ۾ اندر گهڙي ويون ته ڏٺائون ته
خداوند عيسيٰ جو ميت ته آهي ئي ڪونه. ٤ اجا انهيءَ حيرانيءَ ۾ ئي بيٺيون
هيون ته ڏسن ته به ماڻهو تجليدار پوشاڪ ۾ وٽن اچي بيٺا. ٥ تنهن تي هو
ڏاڍو ڊڄي ويون ۽ جهڪ کڻي مٿا زمين تي ٽيڪيائون. تڏهن انهن ماڻهن
چين ته ”جيڪو جيئرو آهي، تنهن کي مئلن ۾ اوهين ڇو ٿيون ڳوليو؟
٦ هو هتي ڪونهي پر جيئرو ٿي اٿيو آهي. ياد اٿوَ ته جڏهن هو گليل ۾
هو تڏهن اوهان کي ڇا چيو هئائين ته ٧ ’اهو ضروري آهي ته ابن‌آدم کي
گنهگارن جي حوالي ڪيو وڃي ۽ صليب تي چاڙهيو وڃي ۽ ٽئين ڏينهن
تي هو وري جيئرو ٿي اٿي.‘“ ٨ پوءِ عورتن کي هن جا لفظ ياد آيا، ٩ ۽
قبر کان موٽي اچي يارهن شاگردن ۽ ٻين سڀني ماڻهن کي اهي ڳالهيون
ٻڌايائون. ١٠ اهي عورتون مريم مگدلينيءَ، يوعانا، يعقوب جي ماءُ مريم ۽
ٻيون جيڪي ساڻن گڏ هيون، تن اچي رسولن سان اهي ڳالهيون ڪيون.
١١ پر رسولن انهيءَ ڳالهه کي اڻٽيڪي سمجهي انهن عورتن جي ڳالهين تي
يقين نه ڪيو. ١٢ تنهن هوندي به پطرس اٿيو ۽ وٺي قبر ڏانهن ڊوڙيو ۽
اندر ليئو پائي ڏٺائين ته رڳو ڪفن پيو آهي ۽ جيڪو وهيو واپريو تنهن تي
عجب کائيندو گهر موٽيو.

---

٢٣:٥٦ خر ٢٠:١٠، شر ٥:١٤ ٢٤:٦-٧ مت ١٦:٢١، ١٧:٢٢-٢٣، ٢٠:١٨-١٩،
مر ٨:٣١، ٩:٣١، ١٠:٣٣-٣٤، لو ٩:٢٢، ١٨:٣١-٣٣

## اِمائوس ڏانهن پنڌ

(مرقس ١٦:١٢-١٣)

⑬انهيءَ ساڳئي ڏينهن تي شاگردن منجهان ٻه ڄڻا اِمائوس نالي ڳوٺ
ڏانهن پئي ويا، جيڪو يروشلم کان اٽڪل يارهن ڪلوميٽر کن پري هو.
⑭اهي ٿيل واقعن بابت پاڻ ۾ ڳالهيون ڪندا پئي ويا. ⑮جيئن پاڻ ۾
ڳالهيون ٻولهيون ڪندي سوال جواب پئي ڪيائون ته عيسيٰ پاڻ اچي ساڻن
گڏ پنڌ هلڻ لڳو. ⑯پر انهن جو اکيون هن کي سڃاڻڻ لاءِ منديل هيون.
⑰عيسيٰ انهن کي چيو ته ”اوهين پاڻ ۾ ڪهڙين ڳالهين تي بحث ڪندا
پيا وڃو؟“ تنهن تي هو غمگين ٿي بيهي رهيا. ⑱انهن مان ڪلوپاس نالي
شخص ورندي ڏنس ته ”ڇا رڳو تون ئي اهڙو ماڻهو نه آهين جنهن کي
خبر ئي نه آهي ته اڄڪلهه هت يروشلم ۾ ڇا وهيو واپريو آهي؟“ ⑲تنهن
تي هن پڇين ته ”ڇا ٿيو آهي؟“ انهن وراڻيو ته ”اهي عيسيٰ ناصريءَ جون
ڳالهيون، جيڪو خدا توڙي ساري خلق اڳيان قول ۽ فعل ۾ قدرت وارو
نبي هو. ⑳اسان جي سردار ڪاهنن ۽ حاڪمن پڪڙايس ته کيس موت
جي سزا ملي ۽ کيس صليب تي چاڙهي ڪوڪا هڻايائون. ㉑اسان کي
اميد هئي ته هن جي ئي هٿان بني اسرائيل جو ڇوٽڪارو ٿيندو ۽ هاڻي ته
ان واقعي کي ٻه اڄ ٽيون ڏينهن ٿيو آهي. ㉒اسان جي ڪن عورتن ته ان
وقت اسان کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو، جڏهن اهي صبح جو سوير قبر
تي ويون، ㉓پر قبر ۾ ميت نه ڏٺائون. اهي موٽي آيون ۽ ٻڌايائون ته انهن
رويا ۾ ملائڪن کي ٻه ڏٺو، جن کين ٻڌايو ته هو جيئرو آهي. ㉔اسان
جي ٽولي مان ڪي قبر تي ويا ۽ برابر ائين ئي ڏٺائون جيئن عورتن چيو هو،
پر عيسيٰ کي کين ڏٺائون.“

㉕تڏهن عيسيٰ انهن کي چيو ته ”اي نادانو! اوهين نبين جي سيني
ڳالهين مڃڻ ۾ ڪيترا نه بي‌پرواهه آهيو. ㉖ڇا مسيح لاءِ اهو ضروري نه هو
ته هو هيئن ڏک سهي ۽ پوءِ اچي پنهنجو شان شوڪت ماڻي؟“ ㉗پوءِ عيسيٰ
انهن کي موسيٰ جي لکت کان وٺي ٻين سيني نبين جي لکت تائين، سڀ
ڳالهيون سمجهايون ته انهن ۾ سندس بابت ڇا لکيل آهي.

٢٨ جنهن ڳوٺ ڏانهن ويا پئي، تنهن کي جڏهن ويجها ٿيا ته عيسيٰ ائين
هليو ڄڻ کيس اجا اڳتي وڃڻو آهي. ٢٩ پر انهن کيس پوئتي ڇڪي جهليو ته
"اسان سان ٽڪي پئو، ڇوته سانجهي ٿيڻ واري آهي ۽ ڏينهن لڙي ويو آهي."
تڏهن هو انهن سان ٽڪڻ لاءِ اندر ويو. ٣٠ هو انهن سان گڏ دسترخوان
تي ويٺو ۽ ماني کڻي رب جو شڪر ڪيائين. پوءِ ماني ڀڃي کين ڏنائين.
٣١ هاڻي انهن جون اکيون کليون ۽ عيسيٰ کي سڃاتائون، پر هو انهن جي
اکين اڳيان الوپ ٿي ويو. ٣٢ اهي هڪٻئي کان پڇڻ لڳا ته "ڇا ائين نه هو
ته جنهن مهل رستي تي هو اسان سان ڳالهائي پيو ۽ پاڪ لکتون سمجهائي
پيو، تڏهن ڄڻ ته اسان جي اندر ۾ نور پيو ٻري؟"
٣٣ انهيءَ ئي وقت هو اٿي کڙا ٿيا ۽ يروشلم ڏانهن موٽي آيا، ته اتي يارهن
شاگردن کي ٻين سان گڏ ڏٺائون، ٣٤ جيڪي چون پيا ته "خداوند سچ پچ
جيئرو ٿيو آهي ۽ هن شمعون کي ڏيکاري ڏني آهي." ٣٥ تنهن تي هنن ٻن
انهن کي اهو سربستو احوال ٻڌايو جيڪو رستي تي ٿي گذريو هو ۽ ڪيئن
هنن خداوند کي ماني ڀڃڻ مهل سڃاتو هو.

## پنهنجن شاگردن کي ڏيکاري ڏيڻ

(متي ٢٨:١٦-٢٠، مرقس ١٦:١٤-١٨، يوحنا ٢٠:١٩-٢٣، رسولن جا ڪم ١:٦-٨)

٣٦ هنن اجا اهي ڳالهيون ئي پئي ڪيون ته عيسيٰ خود اچي وچ ۾ بيٺو
۽ چيائين ته "سلام." ٣٧ هو خوف ۽ هراس ۾ پرجي ويا ۽ سمجهيائون
ته ڪو روح ٿا ڏسون. ٣٨ پر هن چين ته "ڇو منجهي پيا آهيو ۽ اوهان
جي دلين ۾ ڇو وسوسا پيا جاڳن؟ ٣٩ منهنجي هٿن پيرن کي ڏسو ته آءٌ
اهو ساڳيو ئي آهيان. مون کي هٿ لائي جاچيو، ڇالاءِجو جهڙا هڏا ۽
ماس مون ۾ ٿا ڏسو، تهڙا روح ۾ ڪونه ٿيندا آهن." ٤٠ جڏهن هو ائين
چئي چڪو، هن انهن کي پنهنجا هٿ ۽ پير ڏيکاريا. ٤١ انهن کي اجا
تائين اعتبار ئي نه ٿي آيو، ڇاڪاڻ‌ته هو خوشي ۽ تعجب ۾ پريل هئا.
تنهن جي ڪري هن پڇين ته "ڇا اوهان وٽ ڪا کائڻ جي شيءِ آهي؟"
٤٢ تنهن تي هنن پڪل مڇيءَ جو ٽڪرو آڻي ڏنس، ٤٣ جيڪو هن انهن جي
سامهون ويهي کاڌو.

(٤٤) پوءِ عيسيٰ انهن کي چيو ته ”اهي ئي ڳالهيون هيون جيڪي مون
اوهان کي ٻڌايون هيون، جڏهن اڃا اوهان سان هوس، ته منهنجي بابت
جيڪو به موسيٰ جي توريت، نبين جي لکتن ۽ زبور ۾ لکيل آهي، سو سڀ
ضرور پورو ٿيندو.“ (٤٥) پوءِ پاڪ لکتن کي سمجهڻ لاءِ سندن ذهن اجاگر
ڪيائين (٤٦) ۽ کين چيائين ته ”هيئن لکيل آهي ته مسيح ڏک سهي ۽ ٽئين
ڏينهن ٽي مئلن مان جيئرو ٿي اٿي، (٤٧) ۽ هن جي نالي ۾ يروشلم کان وٺي
سڀني قومن تائين توبهه ۽ گناهن جي بخشش جي تبليغ ضرور ڪئي وڃي.
(٤٨) اوهين هنن ڳالهين جا شاهد آهيو. (٤٩) آءٌ اوهان ڏي اهو موڪلڻ وارو آهيان،
جنهن جو منهنجي پيءُ واعدو ڪيو آهي. پر جيستائين اوهان کي مٿان طاقت
نه عطا ٿئي تيستائين شهر ۾ رهجو.“

## عيسيٰ جو آسمان ڏانهن کڄي وڃڻ

(مرقس ١٦:١٩-٢٠، رسولن جا ڪم ١:٩-١١)

(٥٠) پوءِ عيسيٰ انهن کي ٻاهر ڪڍي بيت‌عنياه جي ويجهو وٺي آيو ۽ پنهنجا
هٿ کڻي انهن لاءِ رحمت گهريائين. (٥١) جيئن ئي انهن لاءِ رحمت گهري
رهيو هو ته کانئن جدا ٿيندو ويو ۽ تان جو آسمان ڏانهن کڄي ويو. (٥٢) انهن
هن جي عبادت ڪئي ۽ خوشيءَ سان گدگد ٿيندا موٽي يروشلم ڏانهن ويا
(٥٣) ۽ سڄو وقت هيڪل ۾ خدا جا شڪرانا ڪندي گذاريائون.

# يوحنا

## يوحنا رسول جي معرفت خوشخبري

### تعارف

يوحنا، عيسيٰ مسيح جي ٻارهن رسولن مان هڪ هو، جنهن جي معرفت خوشخبريءَ جي هن ڪلام ۾ عيسيٰ مسيح کي خدا جي ابدي ڪلام جي حيثيت سان پيش ڪيو ويو آهي. هن پاڪ ڪتاب جو پهريون حصو عيسيٰ مسيح جي طرح طرح جي معجزن کي پيش ڪري ٿو. هر معجزي سان سمجهاڻي ڏني وڃي ٿي، جيڪا ٻڌائي ٿي ته معجزي جي ذريعي ڪهڙي روحاني ڳالهه ظاهر ڪئي ويئي آهي. پاڪ ڪتاب جو هي حصو ٻڌائي ٿو ته ڪن ماڻهن ڪيئن عيسيٰ مسيح تي ايمان آندو ۽ ان جا پوئلڳ بڻيا، جڏهن ته ٻين سندس مخالفت ڪئي ۽ ايمان آڻڻ کان انڪار ڪيائون. تيرهين کان سترهين باب تائين عيسيٰ مسيح جي گرفتاريءَ واري رات وقت سندس شاگردن سان قريبي رفاقت جو مفصل بيان آهي. ان کان سواءِ پنهنجي شاگردن کي پنهنجي وڃڻ کان پوءِ واري زندگيءَ لاءِ تيار ڪرڻ ۽ سندن همت‌افزائيءَ جا لفظ پڻ لکيل آهن. هن پاڪ ڪتاب جا آخري باب اسان کي عيسيٰ مسيح جي گرفتاريءَ، ڪيس ڪورٽ ۾ پيش ڪرڻ، صليب تي چاڙهڻ، سندس مئلن مان جيئرو ٿي اٿڻ ۽ ان کان پوءِ پنهنجي شاگردن کي ڏيکاري ڏيڻ بابت ٻڌائين ٿا.

يوحنا جي هن پاڪ ڪتاب ۾ عيسيٰ مسيح جي وسيلي مليل دائمي زندگيءَ واري نعمت تي زور ڏنو ويو آهي. اها هڪڙي اهڙي نعمت آهي جيڪا هن زندگيءَ ۾ شروع ٿئي ٿي ۽ انهن کي ملي ٿي، جيڪي عيسيٰ مسيح کي رستو، سچ ۽ زندگي ڪري قبول ڪن ٿا. هن پاڪ ڪتاب

جي نمايان خاصيت هيءَ آهي ته انهيءَ ۾ روحاني حقيقتن ڪي بيان ڪرڻ
لاءِ روزاني زندگيءَ جي عام شين ڪي علامت طور استعمال ڪيو ويو
آهي، جهڙوڪ: پاڻي، ماني، روشني، رڍار ۽ سندس رڍون ۽ انگورن جو
باغ ۽ سندس ميوو.

### سٽاءُ

| | |
|---|---|
| تمهيد: ابدي ڪلام جو ذڪر | ١:١–١٨ |
| حضرت يحيٰ بپتسما ڏيڻ وارو ۽ عيسيٰ مسيح جا پهريان شاگرد | ١:١٩–٥١ |
| عيسيٰ مسيح جي عام خدمت | ٢:١–١٢:٥٠ |
| يروشلم شهر ۾ ۽ ان جي آس‌پاس آخري ڏينهن | ١٣:١–١٩:٤٢ |
| عيسيٰ مسيح جو مئلن مان جي اٿڻ ۽ ڏيکاري ڏيڻ | ٢٠:١–٣١ |
| خاتمو: گليل علائقي ۾ هڪ ٻي ڏيکاري ڏيڻ | ٢١:١–٢٥ |

# يوحنا

## يوحنا رسول جي معرفت خوشخبري

### زندگيءَ جو ڪلام

١ ① دنيا جي شروعات کان اڳي ئي ڪلام موجود هو، ڪلام خدا
سان هو ۽ ڪلام خدا هو. ② اهو ئي شروعات ۾ خدا سان هو.
③ سڀئي شيون هن جي وسيلي پيدا ٿيون آهن ۽ جيڪا به شيءِ پيدا ٿي آهي،
سا هن کان سواءِ نه بڻائي وئي آهي. ④ ڪلام ئي زندگي ڏيندڙ هو ۽ اها
زندگي ئي انسانن لاءِ روشني هئي. ⑤ روشني اوندهه ۾ چمڪي ٿي ۽ اوندهه
ڪڏهن به روشنيءَ تي غالب نه آئي آهي.

(٦) يحيٰ نالي هڪڙو شخص آيو، جيڪو خدا وٽان موڪليو ويو هو.
(٧) اهو شاهد ٿي آيو ته جيئن روشنيءَ بابت شاهدي ڏئي ۽ سڀيئي ماڻهو ان
روشنيءَ تي ايمان آڻين. (٨) هو پاڻ ته روشني نه هو، پر روشنيءَ بابت شاهدي
ڏيڻ لاءِ آيو هو. (٩) اها سچي روشني جيڪا هر هڪ انسان تي چمڪي
ٿي سا اچڻ واري هئي.
(١٠) ڪلام دنيا ۾ هو ۽ هن جي ئي وسيلي دنيا پيدا ڪئي ويئي، ته به دنيا
هن کي نه سڃاتو. (١١) هو پنهنجن وٽ آيو، مگر پنهنجن کيس قبول نه ڪيو.
(١٢) پر جن به کيس قبول ڪيو يعني مٿس ايمان آندو، تن کي اهو حق ڏنائين ته
هو خدا جا ٻار ٿين. (١٣) اهي رواجي طرح جسماني خواهش يا انساني مرضيءَ
سان خدا جا ٻار نه ٿيا، پر خدا خود کين پنهنجو ٻار بڻايو.
(١٤) ڪلام انساني صورت ۾ آيو ۽ اچي اسان سان گڏ رهيو. اسان سندس
جلوو ڏٺو، جيڪو هن کي پيءُ جي هڪڙي ئي فرزند هئڻ ڪري مليو ۽
هو فضل ۽ سچائيءَ سان ڀرپور هو.
(١٥) يحيٰ هن بابت شاهدي ڏيندي وڏي واڪي چيو هو ته ”هي اهو آهي،
جنهن بابت مون چيو هو ته ’جيڪو منهنجي پٺيان ٿو اچي سو مون کان وڏو
آهي، ڇالاءِجو هو منهنجي پيدا ٿيڻ کان اڳي ئي موجود هو.‘“
(١٦) هن جي فضل جي گهڻائيءَ جي ڪري اسان سڀني کي بخشش پٺيان
بخشش ملي آهي. (١٧) شريعت موسيٰ جي معرفت ملي، پر فضل ۽ سچائي
عيسيٰ مسيح جي معرفت مليا. (١٨) ڪنهن به ماڻهوءَ خدا کي ڪڏهن ڪونه
ڏٺو آهي پر سندس اڪيلي ئي فرزند، جيڪو سندس پاسي ۾ آهي، تنهن
ئي کيس ظاهر ڪيو آهي.

## يحيٰ بپتسما ڏيڻ واري جي شاهدي

(متي ٣:١-١٢، مرقس ١:١-٨، لوقا ٣:١-١٨)

(١٩) يحيٰ جي شاهدي هن طرح آهي ته جڏهن يروشلم جي يهودي اڳواڻن
يحيٰ ڏانهن ڪاهن ۽ لاوي موڪليا، جن اچي کانئس پڇيو ته ”تون ڪير
آهين؟“ (٢٠) تڏهن يحيٰ جواب ڏيڻ کان انڪار نه ڪيو، بلڪ ڪليو ڪلايو

٦:١ مت ٣:١، مر ١:٤، لو ٣:١-٢

صاف چئي ڏنائين ته ”آءٌ مسيح نه آهيان.“ (٢١) انهن پڇيس ته ”پوءِ تون
ڪير آهين؟ ڇا تون الياس نبي آهين؟“ يحيٰ وراڻين ته ”نه، آءٌ الياس نه
آهيان.“ انهن چيو ته ”ڇا ڀلا تون [1]اهو نبي آهين، جيڪو اچڻو آهي؟“
يحيٰ وراڻين ته ”نه.“ (٢٢) تنهن تي انهن چيس ته ”پوءِ ٻڌاءِ ته تون ڪير
آهين؟ اسان کي جواب وٺي انهن کي ٻڌائڻو آهي جن اسان کي موڪليو
آهي. تون پنهنجي بابت ڇا ٿو چوين؟“
(٢٣) تنهن تي يحيٰ يسعياه نبيءَ جا هي لفظ ورجايا ته
”آءٌ اهو آواز آهيان، جو رڻپٽ ۾ پڪاري ٿو ته
’خداوند جي لاءِ واٽ سڌي ڪريو.‘“
(٢٤) جن کي موڪليو ويو هو تن مان ڪي فريسي هئا. (٢٥) سو انهن يحيٰ
کان پڇيو ته ”جيڪڏهن تون نه مسيح آهين، نه الياس نبي آهين ۽ نڪو اهو
نبي آهين ته پوءِ تون ڇو ٿو بپتسما ڏين؟“ (٢٦) يحيٰ جواب ڏنو ته ”آءٌ پاڻيءَ
سان بپتسما ڏيان ٿو. اوهان منجهه ڪو اهڙو آهي جنهن کي اوهين نه ٿا
سڃاڻو، (٢٧) ۽ هو مون کان پوءِ اچي رهيو آهي. پر آءٌ انهيءَ لائق به نه آهيان
جو سندس جتيءَ جون ڪهيون کوليان.“
(٢٨) اهي سڀ ڳالهيون بيت‌عنياه ۾ اردن درياءَ جي ايرندي پاسي ٿيون،
جتي يحيٰ بپتسما ڏيئي رهيو هو.

## خدا جو گهيٽو

(٢٩) ٻئي ڏينهن تي يحيٰ عيسيٰ کي پاڻ ڏانهن ايندي ڏسي چيو ته ”ڏسو،
هي خدا جو گهيٽو آهي، جيڪو دنيا جا گناهه کڻي وڃي ٿو. (٣٠) هي اهو
ئي آهي جنهن بابت مون چيو هو ته منهنجي پٺيان هڪ اهڙو شخص ٿو
اچي جيڪو مون کان وڌو آهي، ڇالاءِجو هو منهنجي پيدا ٿيڻ کان اڳي ئي
موجود هو. (٣١) مون کيس نه ٿي سڃاتو. پر آءٌ پاڻيءَ سان بپتسما ڏيندو آيس،
انهيءَ لاءِ ته هو بني اسرائيل جي اڳيان ظاهر ٿئي.“

---

[1] اهو نبي: جيئن ته ماڻهن جو خيال هو ته هڪ نبي ايندو جيڪو مسيح جي اچڻ بابت ٻڌائيندو.

١:٢١ شر ١٨:١٥،١٨، ملا ٤:٥ ١:٢٣ يس ٤٠:٣

(٣٢) يحيٰ شاهدي ڏيندي چيو تہ ”مون پاڪ روح کي ڪبوتر وانگر
آسمان مان لهندي ۽ مٿس ويهندي ڏٺو آهي. (٣٣) مون اڃا تائين بہ کيس
نہ سڃاتو هوم پر خدا جنهن مون کي پاڻيءَ سان بپتسما ڏيڻ لاءِ موڪليو
آهي تنهن مون کي چيو تہ ’تون جنهن ماڻهوءَ تي روح کي لهندو ۽
ويهندو ڏسين سو ئي اٿيئي جيڪو ماڻهن کي پاڪ روح سان بپتسما
ڏيندو.‘ (٣٤) مون اهو ڏٺو آهي ۽ شاهدي ٿو ڏيان تہ هيءُ خدا جو فرزند
آهي.“

## عيسيٰ جا پهريان شاگرد

(٣٥) ٻئي ڏينهن تي وري يحيٰ پنهنجن ٻن شاگردن سان گڏ بيٺو هو (٣٦) تہ
اتي هن عيسيٰ کي لنگهندي ڏٺو. تنهن تي هن عيسيٰ ڏانهن نهاري چيو
تہ ”ڏسو، اهو اٿوَ خدا جو گهيٽو.“ (٣٧) ٻنهي شاگردن يحيٰ کي اهو چوندي
ٻڌو ۽ هو عيسيٰ جي پٺيان هليا ويا. (٣٨) عيسيٰ ڦري انهن کي پنهنجي
پويان ايندي ڏسي چيو تہ ”اوهان کي ڇا گهرجي؟“ تنهن تي انهن جواب
ڏنو تہ ”[1]اي ربي (يعني استاد)! اوهين ڪٿي رهو ٿا؟“ (٣٩) عيسيٰ جواب
ڏنو تہ ”هلي ڏسو.“ پوءِ اهي ساڻس گڏ هليا ۽ اها جاءِ ڏٺائون جتي
هو رهندو هو ۽ اهو ڏينهن هن سان گڏ گذاريائون. اهو اٽڪل ٽپهريءَ
جو وقت هو.
(٤٠) جن ٻن ڄڻن يحيٰ جي ڳالهہ ٻڌي هئي ۽ عيسيٰ جي پٺيان هليا ويا
هئا، تن ۾ هڪڙو شمعون پطرس جو ڀاءُ اندرياس هو. (٤١) جلد ئي اندرياس
پنهنجي ڀاءُ پطرس کي ڳولي لڌو ۽ کيس ٻڌايائين تہ ”اسان مسيح کي ڏٺو
آهي.“ (مسيح جي معنيٰ ”مسح ڪيل“ آهي) (٤٢) پوءِ هو شمعون کي عيسيٰ
وٽ وٺي آيو. عيسيٰ هن ڏانهن نهاري چيو تہ ”تون يوحنا جو پٽ شمعون
آهين، تون [2]ڪيفا جي نالي سان سڏبين.“

---

[1] اي ربي (يعني استاد): ترجمي ۾ بريڪيٽ ۾ ڏنل لفظ اصلي متن ۾ ڏنل آهن. هتي عبراني لفظ ”ربي“ جي سمجهاڻ لاءِ ليکڪ يوناني لفظ ڏئي ٿو جنهن جي معنيٰ آهي ”استاد.“ ڏسو ١:٤١ پڙ.

[2] ڪيفا: يا پطرس، جن جي معنيٰ آهي ”ٽڪر“.

## فلپس ۽ نٿنايل کي سڏڻ

٤٣ ٻئي ڏينهن تي عيسيٰ گليل ڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪيو. هو وڃي
فلپس سان مليو ۽ کيس چيائين ته ”منهنجي پٺيان اچ.“ ٤٤ فلپس بيت‌صيدا
شهر جو ويٺل هو، جتي اندرياس ۽ پطرس به رهندا هئا. ٤٥ فلپس نٿنايل
کي ڳولي لڌو ۽ کيس ٻڌايائين ته ”اسان کي اهو مليو آهي، جنهن بابت
موسيٰ توريت ۾ لکيو آهي ۽ ٻين نبين پڻ لکيو آهي. اهو عيسيٰ يوسف
جو پٽ آهي ۽ ناصرت کان آيو آهي.“ ٤٦ نٿنايل هن کي چيو ته ”ناصرت
مان به ڪا چڱي شيءِ نڪري سگهي ٿي ڇا؟“ تنهن تي فلپس چيس
ته ”يلا هلي ڏس.“

٤٧ جڏهن عيسيٰ نٿنايل کي پاڻ ڏانهن ايندي ڏٺو، تڏهن سندس بابت
چيائين ته ”اِجهو، هي بني اسرائيل جو سچو ماڻهو اٿوَ، هن ۾ ڪا به
ڏنگائي ڪانه آهي.“ ٤٨ تنهن تي نٿنايل کانئس پڇيو ته ”اوهين مون کي
ڪيئن ٿا سڃاڻو؟“ عيسيٰ وراڻيس ته ”فلپس جي تو کي سڏڻ کان اڳ ۾
مون تو کي انجير جي وڻ هيٺان ڏٺو.“ ٤٩ نٿنايل چيو ته ”استاد! اوهين
ته خدا جا فرزند آهيو. اوهين بني اسرائيل جا بادشاهه آهيو.“ ٥٠ عيسيٰ
چيس ته ”ڇا تون انهيءَ ڪري ايمان ٿو آڻين جو مون تو کي ٻڌايو ته
مون تو کي انجير جي وڻ هيٺ ڏٺو هو؟ تون هن کان به وڏيون ڳالهيون
ڏسندين.“ ٥١ پوءِ وڌيڪ چيائين ته ”آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته اوهين
آسمان کلندو ڏسندا ۽ خدا جا ملائڪ ابن‌آدم تي نازل ٿيندا ۽ مٿي
ويندا ڏسندا.“

## قانا ۾ شادي

٢ ١ ٽئين ڏينهن تي گليل جي قانا شهر ۾ ڪا شادي هئي ۽ عيسيٰ جي
ماءُ به اتي آيل هئي. ٢ عيسيٰ ۽ سندس شاگردن کي به انهيءَ شاديءَ
جي دعوت مليل هئي. ٣ جڏهن مئي ختم ٿي ويئي ته عيسيٰ جي ماءُ کيس
چيو ته ”هنن وٽ مئي آهي ئي ڪانه.“ ٤ تنهن تي عيسيٰ کيس چيو ته ”امان

١:٥١ پيد ٢٨:١٢

تون مون کي چو ٿي چوين، منهنجي گهڙي اجا ڪانه آئي آهي.“ ٥ تنهن
تي عيسيٰ جي ماءُ نوڪرن کي چيو ته ”جيئن هو چوي تيئن ڪريو.“ ٦ اتي
يهودين جي پاڪائيءَ جي رسم موجب پٿر جا ڇهه مٽ رکيل هئا. هر هڪ
مٽ ۾ اٽڪل هڪ سؤ ليٽر ماپي سگهيا ٿي. ٧ عيسيٰ نوڪرن کي چيو
ته ”هي مٽ پاڻيءَ سان ڀريو.“ سو هنن اهي مٽ ڀري ٽمٽار ڪري ڇڏيا.
٨ پوءِ هن کين چيو ته ”هاڻي انهن مان ڪجهه ڪڍي شاديءَ جي منتظم
اعليٰ وٽ کڻي وڃو.“ سو هو اهو کڻي ويا. ٩ منتظم اعليٰ اهو پاڻي چکيو،
جيڪو هاڻي مئي ٿي پيو هو. کيس خبر ڪانه هئي ته هيءُ ڪٿان آيو آهي، پر
نوڪرن، جن پاڻي ڪڍيو هو تن کي خبر هئي. سو هن گهوٽ کي گهرايو
١٠ ۽ کيس چيائين ته ”سيڪو ماڻهو پهريائين سٺي مئي پيش ڪندو آهي ۽
جڏهن ماڻهو پي ڍءُ ڪندا آهن، ته پوءِ سادي مئي پيش ڪندو آهي. پر تو
وري سٺي مئي هن مهل تائين بچائي رکي هئي.“
١١ هيءُ عيسيٰ جي معجزن جي شروعات هئي، جا هن گليل جي شهر قانا
۾ ڪري پنهنجو جلوو ظاهر ڪيو ۽ سندس شاگردن مٿس ايمان آندو.
١٢ تنهن کان پوءِ عيسيٰ، سندس ماءُ، ڀائر ۽ سندس شاگرد ڪفرناحوم
شهر ۾ ويا جتي هو ڪجهه ڏينهن رهيا.

## عيسيٰ جو هيڪل ۾ وڃڻ

(متي ٢١:١٢–١٣، مرقس ١١:١٥–١٧، لوقا ١٩:٤٥–٤٦)

١٣ يهودين جي عيد فصح ويجهي هئي ۽ عيسيٰ يروشلم ڏانهن ويو.
١٤ اتي هن وڃي ڏٺو ته ماڻهو هيڪل ۾ ڍڳا، رڍون ۽ ڪبوتر وڪڻي رهيا
آهن ۽ صراف به پنهنجا صندل رکيو ويٺا آهن. ١٥ تنهن تي هن نوڙين جو
چهبڪ ٺاهي انهن سڀني کي سندن رڍن ۽ ڍڳن سميت هيڪل مان هڪالي
ڪڍي ڇڏيو ۽ صرافن جا پيسا اڇلائي سندن صندل اونڌا ڪري ڇڏيائين.
١٦ ڪبوتر وڪڻڻ وارن کي چيائين ته ”اهي هتان کڻي وڃو. منهنجي پيءُ جي
گهر کي بازار نه بڻايو.“ ١٧ تڏهن سندس شاگردن کي اهو لکيو ياد آيو ته
”اي خدا! تنهنجي گهر لاءِ منهنجي غيرت مون کي جلائيندي.“

٢:١٢ مت ٤:١٣   ٢:١٣ خر ١٢:١–٢٧   ٢:١٧ زب ٦٩:٩

⑱ پوءِ يهودي اڳواڻن کيس چيو ته ”تو کي ڪهڙو حق آهي جو تون ائين
ڪرين ٿو؟ جيڪڏهن ڪو حق اٿيئي ته اسان کي معجزو ڏيکار.“ ⑲ عيسيٰ
وراڻين ته ”اوهين هن هيڪل کي ڊاهيو ته آءٌ اها ٽن ڏينهن ۾ وري ٺاهيندس.“
⑳ تنهن تي انهن اڳواڻن چيس ته ”هن هيڪل کي ٺهڻ ۾ ڇائيتاليهه ورهيه
لڳا آهن. تون وري اها ٽن ڏينهن ۾ ڪيئن ٺاهيندين؟“ ㉑ پر عيسيٰ ته پنهنجي
بدن جي هيڪل بابت ڳالهه ٿي ڪئي. ㉒ تنهنڪري جڏهن هو مئلن مان
جيئرو ٿي اٿيو، تڏهن سندس شاگردن کي ياد آيو ته هن اها ڳالهه ڪئي هئي
۽ هنن پاڪ لکت ۽ عيسيٰ جي لفظن تي ايمان آندو.

## عيسيٰ سيني کي ڄاڻي ٿو

㉓ عيد فصح جي موقعي تي جڏهن عيسيٰ يروشلم ۾ هو، تڏهن سندس
معجزا ڏسي ڪيترن ئي ماڻهن مٿس ايمان آندو. ㉔ پر عيسيٰ انهن تي اعتبار
نه ڪيو، ڇالاءِجو هن سيني کي ڄاتو پئي. ㉕ هن کي ڪابه ضرورت
ڪانه هئي ته ڪو ماڻهو ڪنهن بابت کيس ٻڌائي، ڇالاءِجو هن کي خبر
هئي ته انسان ۾ ڇا ڇا آهي.

## عيسيٰ ۽ نيڪديمس

٣ ① اتي نيڪديمس نالي هڪڙو فريسي هو جيڪو يهودين جو حاڪم
هو. ② هڪ رات هو عيسيٰ وٽ آيو ۽ کيس چيائين ته ”سائين! اسان
کي خبر آهي ته توهين خدا جي طرفان استاد ٿي آيا آهيو، ڇالاءِجو جيڪي
معجزا توهين ڪريو ٿا سي جيڪر ڪوبه نه ڪري سگهي، جيڪڏهن خدا
ساڻس نه هجي.“ ③ تنهن تي عيسيٰ وراڻيس ته ”آءٌ تو کي سچ ٿو ٻڌايان
ته جيستائين ڪو ماڻهو نئين سر پيدا نه ٿيندو تيستائين خدا جي بادشاهت
ڏسي نه سگهندو.“ ④ نيڪديمس پڇيس ته ”هڪ پوڙهو ماڻهو وري ٻيهر
ڪيئن پيدا ٿي سگهندو؟ ڇا ائين ٿي سگهي ٿو جو هو ٻيهر ماءُ جي پيٽ
۾ وڃي ۽ وري پيدا ٿئي؟“ ⑤ تنهن تي عيسيٰ وراڻيس ته ”آءٌ تو کي سچ ٿو
ٻڌايان ته جيستائين ڪو ماڻهو پاڻيءَ ۽ پاڪ روح مان پيدا نه ٿيندو، تيستائين

١٩:٢ مت ٦١:٢٦، ٤٠:٢٧، مر ٥٨:١٤، ٢٩:١٥

اهو خدا جي بادشاهت ۾ داخل ٿي نه سگهندو. (٦) انسان جسماني طرح
پنهنجي ماءُپيءُ مان پيدا ٿيندو آهي، پر روحاني طرح پاڪ روح مان پيدا ٿيندو
آهي. (٧) تون انهيءَ ڪري عجب نه کاءُ جو مون تو کي چيو ته اوهان سڀني
کي نئين سر پيدا ٿيڻ گهرجي. (٨) جهڙيءَ طرح هوا کي جيڏانهن وڻي ٿو
تيڏانهن گهلي ٿي ۽ سندس آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿو، پر خبر نه ٿي پوي ته ڪٿان
ٿي اچي ۽ ڪيڏانهن ٿي وڃي، تهڙيءَ طرح جيڪو پاڪ روح مان پيدا ٿيو
آهي سو به ائين ئي آهي." (٩) تنهن تي نيڪديمس پڇيس ته "اهو ڪيئن
ٿي سگهندو؟" (١٠) عيسيٰ وراڻيس ته "تون ته بني اسرائيل جو وڏو استاد آهين
۽ ڇا تو کي ايتري به خبر نه آهي؟ (١١) آءٌ تو کي سچ ٿو چوان ته اسين اهو
ڳالهايون ٿا جيڪي اسين ڄاڻون ٿا ۽ انهيءَ جي شاهدي ڏيون ٿا جيڪو اسان
ڏٺو آهي. پر اوهان مان ڪوبه اهڙو نه آهي جيڪو اسان جي شاهدي قبول
ڪري. (١٢) آءٌ اوهان کي هن دنيا جون ڳالهيون ٿو ٻڌايان، پر اوهين ايمان نه ٿا
آڻيو. پوءِ اوهين ڪيئن ايمان آڻيندا جڏهن آءٌ اوهان کي آسمان جون ڳالهيون
ٻڌائيندس؟ (١٣) ڪوبه آسمان ڏانهن مٿي چڙهي نه ويو آهي، سواءِ انهيءَ جي
جيڪو آسمان مان آيو آهي، يعني ابن‌آدم."

(١٤) جيئن موسيٰ رڻپٽ ۾ نانگ کي مٿي چاڙهيو، تيئن ابن‌آدم به ضرور
مٿي چاڙهيو ويندو، (١٥) انهيءَ لاءِ ته جيڪو به مٿس ايمان آڻي تنهن کي
دائمي زندگي ملي. (١٦) ڇالاءِجو خدا دنيا سان ايترو ته پيار ڪيو جو هن
پنهنجو هڪڙو ئي فرزند ڏنو ته جيڪو به مٿس ايمان آڻي سو برباد نه ٿئي پر
کيس دائمي زندگي ملي. (١٧) خدا پنهنجو فرزند دنيا ۾ انهيءَ لاءِ نه موڪليو
ته هو دنيا کي سزا ڏئي، پر انهيءَ لاءِ موڪليو ته هن جي ئي وسيلي دنيا
کي ڇوٽڪارو ملي.

(١٨) جيڪو به مٿس ايمان آڻي ٿو تنهن کي سزا نه ٿي ملي، پر جيڪو ايمان
نه ٿو آڻي تنهن کي ته سزا اڳي ئي ملي چڪي آهي، ڇالاءِجو هن خدا جي
هڪڙي ئي فرزند تي ايمان نه آندو. (١٩) سزا جو سبب هي آهي ته روشني ته دنيا
۾ اچي چڪي آهي پر ماڻهن اونداهيءَ کي روشنيءَ کان وڌيڪ پسند ڪيو،
ڇالاءِجو سندن ڪم بڇڙا هئا. (٢٠) جيڪو به بڇڙا ڪم ڪري ٿو تنهن کي

٣:١٤ ڳا ٢١:٩

روشنيءَ کان نفرت آهي ۽ روشنيءَ ڏانهن نه ٿو اچي، ڇالاءِجو هن جي مرضي
نه آهي ته سندس بڇڙا ڪم روشنيءَ ۾ پڌرا ٿين. (٢١) پر جيڪو سچ تي هلي
ٿو سو روشنيءَ ڏانهن اچي ٿو، ته جيئن سندس ڪم ظاهر ٿين، ڇالاءِجو هن
اهي ڪم خدا جي مرضيءَ موجب ڪيا آهن.

## عيسيٰ ۽ يحيٰ

(٢٢) هن کان پوءِ عيسيٰ ۽ سندس شاگرد يهوديه جي علائقي ۾ آيا. هو
اتي انهن سان ڪجهه وقت رهيو ۽ بپتسما ڏيارڻ لڳو. (٢٣) يحيٰ به شاليم
جي ويجهو عينون ۾ بپتسما ڏيئي رهيو هو، ڇاڪاڻ‌ته اتي پاڻي گهڻو هو.
ماڻهو وٽس آيا پئي ۽ هن کين بپتسما پئي ڏني. (٢٤) اجا تائين يحيٰ جيل
۾ نه وڌو ويو هو.

(٢٥) يحيٰ جي ڪن شاگردن جو هڪ يهودي اڳواڻ سان پاڪائيءَ جي
رسم بابت.بحث ٿيو. (٢٦) اهي يحيٰ وٽ ويا ۽ کيس چيائون ته ”استاد!
اوهان کي اهو ماڻهو ياد آهي جيڪو اردن درياءَ جي هُن پر اوهان سان گڏ
هو ۽ جنهن بابت اوهان شاهدي ڏني هئي؟ سو هاڻي ماڻهن کي بپتسما
ڏيئي رهيو آهي ۽ هر ڪو انهيءَ ڏانهن وڃي رهيو آهي.“ (٢٧) تنهن تي يحيٰ
هي جواب ڏنو ته ”ڪنهن انسان وٽ ايترو ٿي سگهي ٿو جيترو خدا کيس
عطا ڪيو آهي. (٢٨) اوهين خود شاهدي ڏيئي سگهو ٿا ته مون چيو هو ته
’آءٌ مسيح نه آهيان، پر آءٌ انهيءَ کان اڳ موڪليل آهيان.‘ (٢٩) گهوٽ اهو
آهي جنهن جي ڪنوار آهي. پر گهوٽ جو دوست جيڪو سندس بيٺو
ٻُڌي، سو سندس آواز تي ڏاڍو خوش ٿو ٿئي. آءٌ انهيءَ گهوٽ جو دوست
آهيان ۽ هاڻي منهنجي خوشي پوري ٿي آهي. (٣٠) اهو ضروري آهي ته هو
وڌي ۽ آءٌ گهٽجان.“

(٣١) جيڪو مٿان اچي ٿو سو سڀني کان مٿانهون آهي. جيڪو دنيا جو آهي
سو دنيا سان واسطو رکي ٿو ۽ ائين ڳالهائي ٿو جيئن ڪو دنيا وارو ڳالهائي.
جيڪو آسمان کان اچي ٿو سو سڀني کان مٿانهون آهي. (٣٢) هو انهيءَ جي
شاهدي ڏئي ٿو جيڪو هن پاڻ ڏٺو ۽ ٻڌو آهي پر سندس شاهدي ڪوبه

٢٤:٣ مت ١٤:٣، مر ٦:١٧، لو ٣:١٩-٢٠    ٢٨:٣ يو ١:٢٠

قبول نہ تو ڪري. ٣٣ جنهن بہ ماڻهوءَ اها شاهدي قبول ڪئي، تنهن ڄڻ
اها تصديق ڪئي تہ خدا سچو آهي. ٣٤ جنهن کي خدا موڪليو آهي سو
خدا جا لفظ ڳالهائي ٿو، ڇالاءِجو خدا ڪيس پنهنجو روح بيحساب عطا
ڪري ٿو. ٣٥ پيءُ فرزند سان پيار ڪري ٿو ۽ ڪيس سڀڪا اختياري ڏيئي
ڇڏي اٿس. ٣٦ جيڪو بہ فرزند تي ايمان آڻي ٿو تنهن کي دائمي زندگي مليل
آهي. پر جيڪو فرزند کي قبول نہ ٿو ڪري تنهن کي اها زندگي ڪڏهن بہ
نہ ملندي. اٽلندو خدا جو غضب مٿس رهي ٿو.

## عيسيٰ ۽ هڪ سامري عورت

٤ ١ فريسين ٻڌو تہ عيسيٰ يحيٰ کان وڌيڪ شاگرد ڪري رهيو آهي ۽
بپتسما ڏيئي رهيو آهي. ٢ حقيقت ۾ عيسيٰ پاڻ ڪنهن کي بہ بپتسما
نہ ٿي ڏني، پر سندس شاگرد ڏيئي رهيا هئا. ٣ جڏهن عيسيٰ کي انهيءَ ڳالهہ
جي خبر پئي تڏهن يهوديہ کي ڇڏي، موٽي گليل ڏانهن هليو ويو. ٤ رستي
تي هن کي سامريہ مان لنگهڻو پيو.
٥ پوءِ هو سامريہ جي سوخار نالي هڪڙي شهر ڏانهن ويو، جيڪو انهيءَ
ٻنيءَ جي پر ۾ هو جا يعقوب پنهنجي پٽ يوسف کي ڏني هئي. ٦ انهيءَ ٻنيءَ
۾ يعقوب جو کوهہ هو. عيسيٰ مسافريءَ جي ڪري ٿڪجي پيو هو، سو
کوهہ جي پرسان ويهي رهيو. اهو اٽڪل ٻنپهرن جو وقت هو.
٧-٨ ايتري ۾ اتي هڪ سامري عورت پاڻي ڀرڻ آئي. جيئن تہ عيسيٰ جا
شاگرد شهر مان کاڌو وٺڻ ويا هئا، سو عيسيٰ انهيءَ کي چيو تہ ”مون کي
پاڻي پيار.“ ٩ تنهن تي انهيءَ سامري عورت ڪيس وراڻيو تہ ”تون يهودي ٿي
ڪري مون سامري عورت کان ڪيئن ٿو پيئڻ لاءِ پاڻي گهرين؟“ ڇالاءِجو
يهودي ماڻهو اهي ٿانوَ بہ ڪم نہ آڻيندا هئا، جيڪي سامري استعمال ڪندا
هئا. ١٠ عيسيٰ ڪيس وراڻيو تہ ”جيڪڏهن تو کي خدا جي بخشش جي
خبر هجي ها ۽ ڄاڻين ها تہ ڪير تو کان پاڻي گهري ٿو، تہ تون جيڪر
هن کان گهرين ها ۽ هو تو کي زندگيءَ جو پاڻي ڏئي ها.“ ١١ عورت چيو

---

٣:٢٥ مت ١١:٢٧، لو ١٠:٢٢ ٤:٥ پيد ٣٣:١٩، يش ٢٤:٣٢
٤:٩ عز ٤:١-٥، نحم ٤:١-٢

ته ”سائين! اوهان وٽ ته ڪو ڏول ڪونهي ۽ کوهه به اونهو آهي. اوهين
زندگيءَ جو پاڻي ڪٿان آڻيندا؟ (۱۲) ڇا اوهين اسان جي ڏاڏي يعقوب کان
به وڏا آهيو، جنهن هيءُ کوهه اسان کي ڏنو هو؟ هن مان هو پاڻ، سندس
پٽ ۽ سندس مال سڀ پاڻي پيئندا هئا.“ (۱۳) عيسيٰ وراڻيو ته ”جيڪو هي
پاڻي پيئي ٿو تنهن کي وري اڃ لڳي ٿي. (۱۴) پر جيڪو پاڻي آءٌ ڏيندس سو
جيڪڏهن ڪو پيئندو ته ان کي وري اڃ نه لڳندي. جو پاڻي آءٌ کيس
ڏيندس سو ان ۾ هڪ چشمو ٿي پوندو، جنهن مان زندگيءَ جو پاڻي نڪرندو
جو کيس دائمي زندگي ڏيندو.“ (۱۵) انهيءَ عورت چيو ته ”پوءِ سائين! مون
کي اهو پاڻي ڏيو ته جيئن مون کي وري اڃ نه لڳي ۽ نه وري هيترو پنڌ
ڪري هتي پاڻي پرڻ اچان.“ (۱۶) عيسيٰ چيس ته ”وڃ ۽ پنهنجي مڙس کي
وٺي اچ.“ (۱۷) تنهن تي عورت چيو ته ”مون کي ته مڙس آهي ئي ڪونه.“
عيسيٰ چيس ته ”تو سچ چيو ته تو کي مڙس ڪونهي. (۱۸) ڇالاءِجو تون
پنج مڙس ڪري چڪي آهين ۽ هاڻي جنهن شخص وٽ تون رهين ٿي،
سو تنهنجو مڙس نه آهي.“ (۱۹) عورت چيس ته ”سائين! آءٌ سمجهان ٿي
ته توهين ڪي نبي آهيو. (۲۰) اسان جا وڏا ته هن جبل تي عبادت ڪندا
هئا، پر اوهين يهودي چئو ٿا ته ’جنهن جاءِ تي عبادت ڪرڻ گهرجي سا
يروشلم ۾ آهي.‘“ (۲۱) عيسيٰ چيس ته ”اي مائي! مون تي اعتبار ڪرين ته
اها گهڙي اچي رهي آهي جڏهن اوهين پيءُ جي عبادت نه هن جبل تي ۽
نڪي يروشلم ۾ ڪندا. (۲۲) اوهين سامري انهيءَ جي عبادت ڪريو ٿا جنهن
کي اوهين نه ٿا سڃاڻو. اسين يهودي انهيءَ جي عبادت ڪريون ٿا جنهن
کي اسين ڄاڻون ٿا. يهودين منجهان ئي ڇوٽڪارو آهي. (۲۳) پر اها گهڙي
اچي رهي آهي، بلڪ هاڻي اچي پهتي آهي، جڏهن سچا عبادت ڪندڙ
پيءُ جي عبادت روح ۽ سچائيءَ سان ڪندا ۽ پيءُ به اهڙن عبادت ڪندڙن
کي چاهي ٿو. (۲۴) خدا روح آهي ۽ عبادت ڪندڙن کي به روح ۽ سچائيءَ
سان سندس عبادت ڪرڻ گهرجي.“

(۲۵) تنهن تي عورت عيسيٰ کي چيو ته ”مون کي خبر آهي ته مسيح اچڻو
آهي. جڏهن اهو ايندو تڏهن اسان کي سڀ ڳالهيون ٻڌائيندو.“ (۲۶) عيسيٰ
چيس ته ”اهو ته آءٌ آهيان، جيڪو تو سان ويٺو ڳالهايان.“

(٢٧) ايتري ۾ عيسيٰ جا شاگرد موٽي آيا ۽ اهو ڏسي عجب ۾ پئجي ويا
ته هو عورت ذات سان ويٺو ڳالهائي. پر انهن مان ڪنهن به انهيءَ عورت
کان نه پڇيو ته ”تو کي ڇا گهرجي؟“ ۽ نه عيسيٰ کي چيائون ته ”توهين
هن سان ڇو ٿا ڳالهايو؟“
(٢٨) پوءِ اها عورت پنهنجو دلو اتي ڇڏي شهر ڏانهن موٽي ويئي ۽ ماڻهن
کي چيائين ته (٢٩) ”هلو ۽ هڪ شخص ته ڏسو، جنهن اهو سڀ ڪجهه
ٻڌايو جيڪي مون ڪيو آهي. ڇا اهو مسيح ته نه آهي؟“ (٣٠) پوءِ اهي شهر
مان نڪري عيسيٰ وٽ آيا.
(٣١) ساڳئي وقت سندس شاگردن عرض ڪيس ته ”استاد، ڪجهه کائو.“
(٣٢) پر هن کين چيو ته ”مون وٽ کائڻ لاءِ اهو کاڌو آهي جنهن جي اوهان
کي ڪابه خبر نه آهي.“ (٣٣) تنهن تي سندس شاگرد هڪٻئي کان پڇڻ لڳا
ته ”هن لاءِ ڪنهن کاڌو آندو آهي؟“ (٣۴) عيسيٰ کين چيو ته ”منهنجو کاڌو
اهو آهي ته انهيءَ جي مرضي پوري ڪريان جنهن مون کي موڪليو آهي
۽ سندس ڪم پورو ڪريان.
(٣۵) اوهين چئو ڪين ٿا ته لاباري ۾ چار مهينا پيا آهن؟ پر آءٌ اوهان کي
ٻڌايان ٿو ته اکيون کوليو ۽ پوکن ڏانهن نهاريو جو اهي لاباري لاءِ هاڻي
بلڪل تيار آهن. (٣٦) جيڪو لابارو ڪري ٿو تنهن کي مزوري ملي ٿي ۽ دائمي
زندگيءَ لاءِ فصل گڏ ڪري ٿو، ته جيئن جنهن ماڻهوءَ پوکيو آهي ۽ جنهن
لڻيو آهي سي ٻئي گڏجي خوشي ڪن. (٣٧) هيءَ چوڻي سچي آهي ته ’پوکي
هڪڙو ٿو ۽ لڻي ٻيو ٿو.‘ (٣٨) مون اوهان کي موڪليو آهي ته ان ٻنيءَ ۾ فصل
جو لابارو ڪريو جتي اوهان ڪم نه ڪيو آهي. پر ٻين اتي ڪم ڪيو آهي
۽ اوهان انهن جي ڪم مان فائدو ورتو آهي.“
(٣٩) انهيءَ شهر جي ڪيترن ئي سامرين عيسيٰ تي ايمان آندو، ڇالاءِجو
ان عورت شاهدي ڏني هئي ته ”جيڪي ڪجهه مون ڪيو آهي سو سڀ
هن مون کي ٻڌايو آهي.“ (۴٠) پوءِ جڏهن اهي سامري وٽس آيا، تڏهن عرض
ڪيائونس ته ”اسان وٽ هلي مهمان ٿيو.“ عيسيٰ اتي به ڏينهن ٽڪي پيو.
(۴١) ٻين به ڪيترن ئي سندس ڪلام جي ڪري مٿس ايمان آندو. (۴٢) پوءِ
اهي ان عورت کي چوڻ لڳا ته ”اسان هاڻي تنهنجي چوڻ تي مٿس ايمان

نہ آندو آهي، پر اسان پاڻ کيس ٻڌو آهي ۽ ڄاڻون ٿا تہ حقيقت ۾ هيءُ ئي
دنيا جو ڇوٽڪارو ڏيندڙ آهي."

## عملدار جي پٽ کي شفا ڏيڻ

٤٣ عيسيٰ ٻہ ڏينهن ترسڻ کان پوءِ اتان روانو ٿي گليل ڏانهن هليو ويو.
٤٤ هڪ دفعي عيسيٰ پاڻ چيو هو تہ "ڪنهن بہ نبيءَ کي پنهنجي وطن ۾
عزت نہ ٿي ملي." ٤٥ جڏهن هو گليل ۾ پهتو تہ اتي جي ماڻهن سندس
آدرڀاءُ ڪيو، ڇاڪاڻ تہ اهي بہ عيد فصح جي موقعي تي يروشلم ڏانهن ويا
هئا ۽ اتي عيسيٰ جو ڪجهہ ڪيو سو سڀ ڏٺو هئائون.
٤٦ پوءِ عيسيٰ گليل جي شهر قانا ۾ موٽي آيو، جتي هن پاڻيءَ کي مئي بڻايو
هو. اتي هڪ عملدار هو جنهن جو پٽ ڪفرناحوم ۾ بيمار هو. ٤٧ جڏهن
هن ٻڌو تہ عيسيٰ يهوديہ کان گليل ۾ آيو آهي، تڏهن هو عيسيٰ وٽ آيو
۽ عرض ڪيائينس تہ "مهرباني ڪري هلو ۽ منهنجي پٽ کي شفا ڏيو،
ڇالاءِجو هو مرڻ تي آهي." ٤٨ تنهن تي عيسيٰ کيس چيو تہ "اوهين تيستائين
ايمان نہ آڻيندا، جيستائين معجزا ۽ ڪرامتون نہ ڏسندا." ٤٩ عملدار وراڻيو
تہ "سائين! مون سان هلو، متان منهنجو ٻچڙو مري نہ وڃي." ٥٠ عيسيٰ
کيس چيو تہ "وڃ تنهنجو پٽ نہ مرندو." جيئن عيسيٰ چيس تيئن هن بہ
يقين ڪيو ۽ گهر ڏانهن روانو ٿيو. ٥١ عملدار اڃا گهر ڏانهن وڃي رهيو هو
تہ سندس نوڪر رستي تي گڏيس ۽ ٻڌايائونس تہ "تنهنجو پٽ خوش ٿي ويو
آهي." ٥٢ تنهن تي هن نوڪرن کان پڇيو تہ "اها ڪهڙي مهل هئي جڏهن
منهنجو پٽ چڱو ڀلو ٿيڻ لڳو." انهن چيو تہ "ڪالهہ منجهند جو هڪ
بجي کيس بخار ڇڏي ويو." ٥٣ تنهن تي پٽس کي ياد آيو تہ برابر اهو ئي
وقت هو جڏهن عيسيٰ کيس چيو هو تہ "تنهنجو پٽ نہ مرندو." سو عملدار
۽ سندس گهر جي سڀني ڀاتين ايمان آندو.
٥٤ هي عيسيٰ جو ٻيو معجزو هو، جيڪو هن يهوديہ کان گليل ۾ اچڻ
کان پوءِ ڏيکاريو هو.

---

**٤:٤٤** مت ١٣:٥٧، مر ٦:٤، لو ٤:٢٤ **٤:٤٥** يو ٢:٢٣ **٤:٤٦** يو ٢:١-١١

## تلاءَ وٽ شفا ڏيڻ

٥ ① ڪجهہ وقت کان پوءِ يهودين جي هڪڙي عيد تي عيسيٰ يروشلم
ڏانهن ويو. ② يروشلم ۾ رڍن واري در وٽ هڪ تلاءُ آهي، جنهن
کي عبراني ٻوليءَ ۾ بيت‌حسدا ڪري سڏبو آهي ۽ انهيءَ کي پنج ڏيڍيون
آهن. ③ اتي ڪيترائي معذور يعني انڌا، منڊا ۽ سڙيل سڪل پيا هوندا هئا.①
⑤ اتي هڪڙو اهڙو ماڻهو هو، جو اٺٽيهن ورهين کان بيمار پيو هو. ⑥ جڏهن
عيسيٰ کيس اتي پيل ڏٺو ۽ خبر پيس تہ هو گهڻي وقت کان وٺي اهڙي حال
۾ آهي، تڏهن چيائينس تہ ”ڇا تنهنجي مرضي آهي تہ تون چڱو ڀلو
ٿئين؟“ ⑦ تنهن تي انهيءَ بيمار ورائيو تہ ”سائين! جنهن مهل پاڻي اڇل تو
کائي، تنهن مهل اهڙو ماڻهو ڪونہ هوندو آهي جيڪو مون کي کڻي هن
تلاءَ ۾ وجهي. سو جيستائين آءٌ پاڻ اچان تيستائين مون کان اڳي ڪو ٻيو
پاڻيءَ ۾ گهڙي پوندو آهي.“ ⑧ عيسيٰ چيس تہ ”اٿ، پنهنجو کٽولو کڻ
۽ گهمہ ڦر.“ ⑨ تڏهن هڪدم اهو ماڻهو ڇٽي چڱو ڀلو ٿي پيو ۽ پنهنجو
کٽولو کنيائين ۽ گهمڻ ڦرڻ لڳو.

اهو سبت جي ڏينهن تي ٿيو. ⑩ تنهنڪري جيڪو ماڻهو ڇٽي چڱو ڀلو
ٿيو هو تنهن کي يهودي اڳواڻ چوڻ لڳا تہ ”اڄ سبت آهي، سو تو کي کٽولو
کڻڻ جائز نہ آهي.“ ⑪ تنهن تي انهيءَ ماڻهوءَ جواب ڏنن تہ ”جنهن ماڻهوءَ مون
کي ڇٽائي چڱو ڀلو ڪيو آهي، تنهن ئي تہ مون کي چيو تہ ’پنهنجو کٽولو
کڻ ۽ گهمہ ڦر.‘“ ⑫ تڏهن انهن کانئس پڇيو تہ ”اهو ماڻهو ڪير آهي،
جنهن تو کي چيو تہ ’پنهنجو کٽولو کڻ ۽ گهمہ ڦر؟‘“ ⑬ جيڪو ماڻهو چڱو
ڀلو ٿيو هو تنهن کي اها خبر ڪانہ هئي تہ اهو ڪير هو، ڇاڪاڻ تہ گهڻي گوڙ
هئڻ ڪري عيسيٰ اتان کسڪي هليو ويو هو.

---

① ڪن ترجمن ۾ ٽين آيت جو آخري حصو ۽ چوٿين آيت سڄي پڻ شامل آهن: اهي پاڻيءَ
۾ چرپر ٿيڻ جي انتظار ۾ هوندا هئا، ④ ڇالاءِجو ڪنهن ڪنهن مهل هڪڙو ملائڪ
اچي تلاءَ جي پاڻيءَ ۾ چرپر ڪندو هو ۽ پاڻيءَ جي اٿل کان پوءِ جيڪو ماڻهو انهيءَ تلاءَ ۾
پهريائين گهڙندو هو تنهن کي جيڪابہ بيماري هوندي هئي سا ڇڏي ويندي هيس.

٥:١٠ نحم ١٣:١٩، ير ١٧:٢١

⑭ تورِي وقت کان پوءِ عيسيٰ انهيءَ ماڻھوءَ کي هيڪل ۾ ڏٺو ۽ کيس
چيائين تہ ”ڏس، هاڻي تون چڱو ڀلو ٿي ويو آهين، سو وري گناھہ نہ ڪجانءِ،
متان هن کان بہ وڌيڪ تڪليف نہ اچيئي.“ ⑮ پوءِ انهيءَ ماڻھوءَ وڃي يهودي
اڳواڻن کي ٻڌايو تہ ”اهو ماڻھو عيسيٰ آهي، جنهن مون کي ڇٽائي چڱو
ڀلو ڪيو آهي.“ ⑯ انهيءَ سبب ڪري اهي اڳواڻ عيسيٰ کي ستائڻ لڳا،
ڇالاءِجو هن سبت جي ڏينهن تي اهڙا ڪم ٿي ڪيا.
⑰ عيسيٰ کين جواب ڏنو تہ ”منهنجو پيءُ اڄ تائين هميشہ ڪم ڪندو
رهي ٿو ۽ آءٌ بہ پيو ڪم ڪريان.“ ⑱ هن ڳالھہ جي ڪري تہ يهودي اڳواڻ
هيڪاري کيس مارڻ جا وجھہ ڳولڻ لڳا، ڇاڪاڻ‌تہ هن نہ رڳو سبت تي ٻڌو
بلڪ خدا کي پنهنجو پيءُ سڏي پاڻ کي خدا جي برابر ٿي ڪيائين.

## فرزند جي اختياري

⑲ پوءِ عيسيٰ يهودي اڳواڻن کي وراڻيو تہ ”آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان
تہ فرزند پاڻ ڪجھہ بہ ڪري نہ ٿو سگھي. هو رڳو اهي ڪم ڪري ٿو
جيڪي پنهنجي پيءُ کي ڪندي ٿو ڏسي، ڇالاءِجو جيڪي پيءُ ڪري ٿو
سو ئي فرزند ٿو ڪري. ⑳ انهيءَ جو سبب هي آهي تہ پيءُ فرزند سان پيار ٿو
ڪري ۽ کيس اهي سڀ ڪم ڏيکاري ٿو جيڪي هو پاڻ ڪري ٿو. هو هنن
ڪمن کان اڃا بہ وڏا ڪم کيس ڏيکاريندو ۽ اوهين سڀيئي حيران ٿي ويندا.
㉑ جيئن پيءُ مئلن کي جياري کين زندگي ڏئي ٿو، تيئن فرزند بہ جنهن کي
وڻيس تنهن کي زندگي ڏئي ٿو. ㉒ پيءُ پاڻ ڪنهن جو بہ فيصلو نہ ٿو ڪري،
بلڪ هن پنهنجي فرزند کي فيصلي ڪرڻ جو پورو اختيار ڏيئي ڇڏيو آهي
㉓ تہ جيئن سڀيئي ماڻھو فرزند جي اهڙي نموني عزت ڪن جهڙي نموني پيءُ
جي عزت ڪن ٿا. جيڪو بہ فرزند جي عزت نہ ٿو ڪري سو ڄڻ پيءُ جي
عزت نہ ٿو ڪري جنهن کيس موڪليو آهي.
㉔ آءٌ اوهان کي سچ ٿو چوان تہ جيڪو بہ منهنجو ڪلام ٻڌي ٿو ۽ جنهن
مون کي موڪليو آهي، تنهن تي ايمان آڻي ٿو تہ کيس ئي دائمي زندگي آهي
۽ سزا نہ ملندس، ڇاڪاڻ‌تہ هو موت مان نڪري زندگيءَ ۾ آيو آهي. ㉕ آءٌ
اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان تہ اها گھڙي اچي چڪي آهي، جڏهن مئل خدا

جي فرزند جو آواز ٻڌندا ۽ جيڪي ٻڌندا سي جيئرا ٿيندا. ⑳ جيئن پيءُ زندگيءَ
جو وسيلو آهي، تيئن هن پنهنجي فرزند کي به زندگيءَ جو وسيلو بڻايو آهي،
㉗ ۽ پنهنجي فرزند کي فيصلي ڪرڻ جي اختياري ڏني اٿس، ڇالاءِجو هو
ابن آدم آهي. ㉘ انهيءَ ڳالهه تي حيران نه ٿيو، ڇاڪاڻته اها گهڙي اچي رهي
آهي جڏهن سيئي قبرن وارا سندس آواز ٻڌندا ㉙ ۽ قبرن مان نڪري ايندا.
پوءِ جن چڱا ڪم ڪيا آهن سي اٿاريا ويندا ۽ کين زندگي ملندي، پر جن
بڇڙا ڪم ڪيا آهن سي به اٿاريا ويندا ۽ کين سزا ملندي.“

## عيسيٰ بابت شاهدي

㉚ ”آءٌ پنهنجي طرفان ڪجهه به ڪري نه ٿو سگهان، پر جيئن خدا مون
کي ٻڌائي ٿو تيئن ئي انصاف ڪريان ٿو. تنهنڪري منهنجو انصاف صحيح
آهي، ڇاڪاڻته آءٌ پنهنجي مرضيءَ موجب نه، پر جنهن مون کي موڪليو
آهي تنهن جي مرضي موجب ڪم ڪريان ٿو.
㉛ جيڪڏهن آءٌ پاڻ پنهنجي شاهدي ڏيان ته منهنجي شاهدي قابل قبول
نه ٿيندي. ㉜ پر اهو ٻيو آهي جيڪو مون بابت شاهدي ٿو ڏئي ۽ مون کي
خبر آهي ته جيڪا شاهدي هو مون بابت ڏئي ٿو سا سچي آهي. ㉝ اوهان
پنهنجا قاصد يحيٰ ڏانهن موڪليا ۽ هن سچ جي شاهدي ڏني. ㉞ مون کي
ته انسان جي شاهديءَ جي ضرورت نه آهي، تنهن هوندي به اهي ڳالهيون
انهيءَ لاءِ ڪيون اٿم ته جيئن اوهان کي ڇوٽڪارو ملي. ㉟ يحيٰ ٻرندڙ ۽
چمڪندڙ ڏيئي وانگر هو ۽ اوهان گهڙي پلڪ هن جي روشنيءَ ۾ خوش رهڻ
پسند ڪيو. ㊱ پر مون وٽ جيڪا شاهدي آهي سا يحيٰ جي شاهديءَ کان
به وڌيڪ آهي، ڇالاءِجو جيڪي ڪم پيءُ مون کي پوري ڪرڻ لاءِ ڏنا
آهن، يعني اهي ساڳيا ئي ڪم جيڪي آءٌ هينئر ڪري رهيو آهيان، سي ئي
منهنجي شاهدي ٿا ڏين ته پيءُ مون کي موڪليو آهي. ㊲ بلڪ پيءُ، جنهن
مون کي موڪليو آهي، تنهن پاڻ به مون بابت شاهدي ڏني آهي. اوهان نه ته
ڪڏهن هن جو آواز ٻڌو آهي، نڪي سندس صورت ڏٺي اٿوَ ㊳ نڪي وري

٥:٢٩ دان ١٢:٢ ٥:٣٣ يو ١:١٩-٢٧، ٣:٢٧-٣٠ ٥:٣٧ مت ٣:١٧،
مر ١:١١، لو ٣:٢٢

هن جي ڪلام کي دل ۾ جاءِ ٿا ڏيو ڇاڪاڻتہ جنهن کي هن موڪليو
آهي تنهن کي اوهين قبول ئي نہ ٿا ڪريو. ٣٩ اوهين پاڪ لکتون انهيءَ لاءِ
ڌيان سان ٿا پڙهو جو سمجهو ٿا تہ انهن ۾ اوهان کي دائمي زندگي ملندي
۽ اهي پاڪ لکتون ئي منهنجي شاهدي ڏين ٿيون. ٤٠ تڏهن بہ اوهين مون
وٽ نہ ٿا اچو تہ دائمي زندگي مليوَ.
٤١ آءٌ نہ تو چاهيان تہ انسان منهنجي ساراهہ ڪن. ٤٢ پر آءٌ اوهان کان
واقف آهيان ۽ مون کي خبر آهي تہ خدا جو پيار اوهان جي دلين ۾ نہ
آهي. ٤٣ آءٌ تہ پنهنجي پيءُ جي اختياريءَ سان آيو آهيان ۽ اوهان مون کي
قبول نہ ٿا ڪريو. پر جيڪڏهن ڪو ٻيو پنهنجي پاران آيو تہ اوهين انهيءَ
کي قبول ڪندا. ٤٤ اوهين هڪٻئي کان ساراهہ ڪرائڻ گهرو ٿا. پر اها
ساراهہ جا هڪڙي خدا کان ٿي ملي تنهن جي ڳولا نہ ٿا ڪريو تہ پوءِ
اوهين ڪيئن ايمان آڻي سگهندا؟ ٤٥ اوهين ائين نہ سمجهو تہ آءٌ پيءُ وٽ
اوهان تي دانهن ڏيندس، پر اوهان تي دانهن ڏيڻ وارو موسيٰ آهي جنهن
۾ اوهان جو آسرو آهي. ٤٦ جيڪڏهن اوهين سچپچ موسيٰ تي ايمان آڻيو
ها تہ مون تي بہ ايمان آڻيو ها، ڇالاءِجو هن مون بابت لکيو آهي. ٤٧ پر
جڏهن اوهين هن جي لکتن تي ايمان نہ ٿا آڻيو تہ پوءِ منهنجن ڳالهين
تي ڪيئن ايمان آڻيندا.”

## پنج هزار ماڻهن کي کارائڻ

(متي ١٤:١٣-٢١، مرقس ٦:٣٠-٤٤، لوقا ٩:١٠-١٧)

٦ ١ هن کان پوءِ عيسيٰ گليل يعني تبرياس ڍنڍ جي هُن پر هليو ويو.
٢ هڪڙو وڏو ميڙ سندس پٺيان هليو، ڇالاءِجو انهن اهي معجزا ڏٺا
هئا جيڪي هن بيمارن تي ڪيا هئا. ٣ عيسيٰ هڪڙي ٽڪريءَ تي چڙهي
ويو، جتي هو پنهنجن شاگردن سان گڏ ويهي رهيو. ٤ يهودين جي عيد
فصح ويجهي هئي. ٥ عيسيٰ نهاري ڏٺو تہ ماڻهن جو وڏو ميڙ ڏانهس اچي
رهيو آهي. سو فلپس کي چيائين تہ ”اسين هيترن ماڻهن کي کارائڻ لاءِ
ايترو کاڌو ڪٿان آڻينداسون؟“ ٦ هن اهو رڳو فلپس کي آزمائڻ لاءِ چيو،
پر ڪيس اڳي ئي خبر هئي تہ ڇا ڪرڻو آهي. ٧ تنهن تي فلپس وراڻيس تہ

”جيڪڏهن هرهڪ کي ٽڪر ڀڳو ئي ڏجي، ته به انهن لاءِ ٻه سؤ [1]چانديءَ
جي سڪن جون مانيون پوريون نه پونديون.“ (٨) پوءِ اندرياس نالي هڪ
ٻي شاگرد، جيڪو شمعون پطرس جي ڀاءُ هو تنهن چيو ته (٩) ”هتي هڪ
ڇوڪرو آهي، جنهن کي جَوَن جون پنج مانيون ۽ ٻه ڪُرڙيون آهن. پر ڇا
اهي هنن سيني ماڻهن ۾ پوريون پئجي سگهنديون؟“ (١٠) عيسيٰ انهن کي
چيو ته ”ماڻهن کي هيٺ ويهاريو.“ اتي گهڻو گاهه هو، سو سيئي ماڻهو
هيٺ ويهي رهيا. اهي اٽڪل پنج هزار مرد هئا. (١١) عيسيٰ مانيون کڻي خدا
جو شڪر ادا ڪيو ۽ ويٺل ماڻهن ۾ ورهايائين. هن مڇي به ائين ئي ورهائي ۽
سيني ماڻهن کي ايترو مليو جيترو کين کپندو هو. (١٢) جڏهن سيني ڪائي ڍءُ
ڪيو، تڏهن عيسيٰ شاگردن کي چيو ته ”بچيل ٽڪر ڀڳا ميڙي گڏ ڪريو،
ته جيئن ذرو به زيان نه ٿئي.“ (١٣) سو انهن اهي سيئي کڻي گڏ ڪيا، ته
جَوَن جي پنجن مانين جا ٽڪر ڀڳا، جيڪي کائڻ وارن بچايا هئا سي ايترا
ته ٿيا جو هنن ٻارهن ڪاريون ڀري ڪنيون.
(١٤) عيسيٰ جو اهو معجزو ڏسي ماڻهو چوڻ لڳا ته ”سچپچ هي [2]اهو
نبي آهي، جيڪو هن دنيا ۾ اچڻو آهي.“ (١٥) پوءِ عيسيٰ ڏٺو ته ”هنن جو
مطلب آهي ته زوريءَ جهلي مون کي بادشاهه بڻائين،“ تنهنڪري هو اڪيلو
وري ٽڪرن ڏانهن نڪري هليو ويو.

## پاڻيءَ تي پنڌ ڪرڻ

(متي ١٤:٢٢-٢٣، مرقس ٦:٤٥-٥٢)

(١٦) جڏهن سانجهي ٿي ته شاگرد ڍنڍ ڏانهن ويا. (١٧) رات ٿي ويئي هئي پر
عيسيٰ انهن وٽ نه آيو هو، سو هو ٻيڙيءَ ۾ چڙهي ڍنڍ جي هُن پر ڪفرناحوم
ڏانهن روانا ٿيا. (١٨) ايتري ۾ طوفان اچي چٽڪيو ۽ ڍنڍ ۾ لهرون اٿڻ لڳيون.
(١٩) جڏهن شاگرد پنج ڇهه ڪلوميٽر ٻيڙي کاهي ويا، تڏهن ڏٺائون ته عيسيٰ
پاڻيءَ تي پنڌ ڪندو ٻيڙيءَ جي ويجهو پيو اچي. اهو ڏسي هو ڏاڍو ڊڄي ويا.

---

[1] چانديءَ جي سڪن: انهن ڏينهن ۾ هڪ چانديءَ جو سڪو هڪڙي ڏينهن جي مزوري هوندي هئي. ڏسو متي ٢٠:٢.

[2] اهو نبي: ڏسو ١:٢١ جو حاشيو.

٢٠ پر عيسيٰ کين چيو ته ”آءٌ آهيان، ڊڄو نه.“ ٢١ تڏهن خوشيءَ سان کيس
ٻيڙيءَ ۾ چاڙهيائون ۽ ٻيڙي هڪدم انهيءَ هنڌ وڃي پهتي جتي کين وڃڻو هو.

## ماڻهن جو عيسيٰ کي ڳولڻ

٢٢ ٻئي ڏينهن تي ماڻهن جو ميڙ جيڪو ڍنڍ جي ٻيءَ پر بيٺو هو، تنهن کي
خبر هئي ته ڪالهه اتي رڳو هڪڙي ٻيڙي بيٺي هئي. انهن کي اها به خبر
هئي ته عيسيٰ ٻيڙيءَ ۾ شاگردن سان گڏ نه ويو هو پر اهي اڪيلا ئي روانا ٿي
ويا هئا. ٢٣ پوءِ تبرياس شهر کان ڪي ٻيڙيون ڪناري تي اچي لڳيون، جتي
خداوند عيسيٰ خدا جو شڪر ادا ڪيو هو ۽ پوءِ ماڻهن ماني کاڌي هئي.
٢٤ جڏهن ميڙ ڏٺو ته عيسيٰ اتي نه آهي ۽ نڪي سندس شاگرد آهن، تڏهن
اهي ٻيڙين ۾ چڙهي ڪفرناحوم ڏانهن هن کي ڳولڻ ويا.

## عيسيٰ زندگيءَ جي ماني

٢٥ جڏهن ماڻهن عيسيٰ کي ڍنڍ جي ٻيءَ پر تي ڳولي لڌو ته کيس چيائون
ته ”استاد، اوهين هتي ڪڏهن آيا؟“ ٢٦ عيسيٰ وراڻين ته ”آءٌ اوهان کي سچ ٿو
ٻڌايان ته اوهين مون کي انهيءَ ڪري نه ٿا ڳوليو جو اوهان معجزا ڏٺا آهن، پر
انهيءَ ڪري ٿا ڳوليو جو اوهان مانيون کائي ڍءُ ڪيو آهي. ٢٧ فاني کاڌي لاءِ
محنت نه ڪريو، بلڪ انهيءَ دائمي کاڌي لاءِ محنت ڪريو، جيڪو هميشه
واري زندگيءَ تائين ٿو هلي. اهو کاڌو ابن‌آدم اوهان کي ڏيندو، ڇاڪاڻ‌ته پيءُ
يعني خدا هن کي اختياريءَ جي مُهر ڏني آهي.“ ٢٨ پوءِ انهن کانئس پڇيو
ته ”اسان کي خدا جا ڪم بجاءِ آڻڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟“ ٢٩ عيسيٰ
وراڻيو ته ”خدا جو ڪم اهو آهي ته اوهين انهيءَ تي ايمان آڻيو، جنهن کي
خدا موڪليو آهي.“ ٣٠ تنهن تي انهن پڇيس ته ”پوءِ توهين اسان کي ڪهڙو
معجزو ٿا ڏيکاريو، جنهن کي ڏسي اسين توهان تي ايمان آڻيون؟ اوهين ڇا
ٿا ڪري ڏيکاريو؟ ٣١ اسان جي ابن ڏاڏن ته رڻ‌پٽ ۾ مَنَ کاڌي هئي. جيئن
لکيل آهي ته ’هن کين کائڻ لاءِ آسمان مان ماني ڏني.‘“ ٣٢ عيسيٰ چيو ته
”آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته آسمان واري ماني اوهان کي موسيٰ نه ڏني،

٦:٣١ خر ١٦:٤،١٥، زب ٧٨:٢٤

پر اهو منهنجو پيءُ آهي جيڪو آسمان مان سچي ماني ڏئي ٿو. ٣٣ ڇالاءِجو
جيڪا ماني خدا ڏئي ٿو سا اها آهي جيڪا آسمان مان نازل ٿئي ٿي ۽ دنيا کي
زندگي ڏئي ٿي.“ ٣٤ تنهن تي انهن عرض ڪيس ته ”سائين! پوءِ اها ماني
اسان کي هميشه لاءِ ڏيو.“ ٣٥ عيسيٰ انهن کي چيو ته ”زندگيءَ جي ماني آءٌ
آهيان. جيڪو مون وٽ ٿو اچي تنهن کي وري ڪڏهن به بک نه لڳندي ۽
جيڪو مون تي ايمان آڻي ٿو، تنهن کي ڪڏهن به اڃ نه لڳندي.
٣٦ مون اوهان کي ٻڌايو آهي ته اوهان مون کي ڏٺو آهي، ته به ايمان نه
ٿا آڻيو. ٣٧ جيڪي پيءُ مون کي ڏيندو سي سڀ مون وٽ ايندا ۽ جيڪو به
مون وٽ ايندو تنهن کي آءٌ ڪڏهن به نه موٽائيندس. ٣٨ ڇالاءِجو آءٌ آسمان
مان انهيءَ لاءِ لهي نه آيو آهيان ته پنهنجي مرضي هلايان، پر انهيءَ جي مرضي
بجاءِ آڻيان جنهن مون کي موڪليو آهي. ٣٩ جنهن مون کي موڪليو آهي
تنهن جي اها مرضي آهي ته جيڪيبه هن مون کي ڏنا آهن تن مان هڪ به
نه وڃايان، پر آخرت جي ڏينهن تي انهن سڀني کي جيئرو ڪري اٿاريان.
٤٠ ڇالاءِجو منهنجي پيءُ جي اها مرضي آهي ته جيڪوبه سندس فرزند کي
سڃاڻي ٿو ۽ مٿس ايمان آڻي ٿو، تنهن کي دائمي زندگي ملي ۽ آءٌ ڪيس
آخرت جي ڏينهن تي جيئرو ڪري اٿاريندس.“
٤١ تنهن تي يهودي مٿس ڪرڪڙ لڳا، ڇاڪاڻته هن چيو هو ته ”آءٌ اها
ماني آهيان جيڪا آسمان مان نازل ٿي آهي.“ ٤٢ سو انهن چيو ته ”ڇا هي
اهو عيسيٰ نه آهي جيڪو يوسف جو پٽ آهي؟ اسين ته سندس ماءُپيءُ کي به
سڃاڻون ٿا. پوءِ هي هاڻي ڪيئن ٿو چوي ته ’آءٌ آسمان مان نازل ٿيو آهيان؟‘“
٤٣ عيسيٰ وراڻين ته ”ڪرڪڙ بند ڪريو. ٤٤ ڪوبه ماڻهو مون وٽ تيستائين
نه ٿو اچي سگهي جيستائين پيءُ، جنهن مون کي موڪليو آهي سو ڪيس نه
ڇڪي. آءٌ آخرت جي ڏينهن تي ڪيس جيئرو ڪري اٿاريندس. ٤٥ نبين جي
صحيفن ۾ لکيل آهي ته ’انهن سڀني کي خدا سيکاريندو.‘ جيڪوبه پيءُ کان
ٻڌي ٿو ۽ ڪانئس سکي ٿو سو ئي مون وٽ اچي ٿو. ٤٦ ان جي معنيٰ اها نه
آهي ته ڪنهن به پيءُ کي ڏٺو آهي. جيڪو خدا جي طرفان آيو آهي، رڳو انهيءَ
ئي پيءُ کي ڏٺو آهي. ٤٧ آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته جيڪوبه ايمان آڻي ٿو

٦:٤٥ يس ٥٤:١٣

تنهن کي دائمي زندگي آهي. ۴٨ آءٌ زندگيءَ جي ماني آهيان. ۴٩ اوهان جي ابن
ڏاڏن رڻپٽ ۾ مَنَ کاڌي هئي، تڏهن به مري ويا. ٥٠ پر جيڪا ماني آسمان
مان نازل ٿئي ٿي، سا اهڙي آهي جنهن کي جيڪو به کائيندو سو نه مرندو.
٥١ آءٌ اها زنده ماني آهيان جيڪا آسمان مان نازل ٿي آهي. جيڪڏهن ڪو
هن مانيءَ مان کائيندو ته اهو هميشه زنده رهندو. جيڪا ماني آءٌ ڏيندس سا
منهنجو جسم آهي، جيڪو آءٌ ڏيان ٿو ته جيئن هن دنيا کي زندگي ملي."
٥٢ تنهن تي يهودي پاڻ ۾ سخت بحث ڪرڻ لڳا ته "هي ماڻهو پنهنجو
جسم اسان کي کائڻ لاءِ ڪيئن ڏيندو؟" ٥٣ عيسيٰ وراڻين ته "آءٌ اوهان کي
سچ ٿو چوان ته جيستائين اوهين ابن‌آدم جو گوشت نه کائيندا ۽ سندس رت
نه پيئندا، تيستائين اوهان ۾ زندگي نه هوندي. ٥۴ جيڪو به منهنجو گوشت
ٿو کائي ۽ منهنجو رت ٿو پيئي، تنهن کي دائمي زندگي آهي ۽ آءٌ کيس آخرت
جي ڏينهن تي جيئرو ڪري اٿاريندس. ٥٥ ڇالاءِ‌جو منهنجو گوشت سچپچ
کائڻ جي شيءِ آهي ۽ منهنجو رت سچپچ پيئڻ جي شيءِ آهي. ٥٦ جيڪو به
منهنجو گوشت کائي ٿو ۽ منهنجو رت پيئي ٿو، سو مون ۾ رهي ٿو ۽ آءٌ
هن ۾ رهان ٿو. ٥٧ زنده پيءُ مون کي موڪليو آهي ۽ هن جي ڪري ئي
آءٌ زنده آهيان. ساڳيءَ طرح جيڪو به مون کي کائي ٿو سو منهنجي ڪري
زنده رهندو. ٥٨ هيءَ اها ماني آهي جيڪا آسمان مان نازل ٿي آهي. هيءَ ماني
اهڙي نه آهي جهڙي اوهان جي ابن ڏاڏن کاڌي ۽ مري ويا، پر جيڪو هيءَ
ماني کائيندو سو هميشه زنده رهندو." ٥٩ هي ڳالهيون هن ڪفرناحوم جي
عبادت‌خاني ۾ تعليم ڏيندي ٻڌايون هيون.

## گهڻن شاگردن جو عيسيٰ کي ڇڏي وڃڻ

٦٠ ڪيترن ئي شاگردن اهو ٻڌو ۽ چيائون ته "هيءَ ڳالهه ڏاڍي ڏکي آهي.
اها ڪير ٻڌي سگهندو؟" ٦١ عيسيٰ پاڻ سمجهي ويو ته سندس شاگرد هن
ڳالهه تي ڪُرڪي رهيا آهن، تنهنڪري انهن کي چيائين ته "هيءَ ڳالهه اوهان
کي گمراهه ٿي ڪري ڇا؟ ٦٢ يلا جيڪڏهن اوهين ابن‌آدم کي آسمان ڏانهن
وري چڙهندي ڏسو جتي هو اڳي ئي هو، ته پوءِ ڪيئن ٿا ڀانئيو؟ ٦٣ زندگي ڏيڻ
وارو ته روح آهي، انساني جسم ڪا به شيءِ ڪانهي. هي ڳالهيون جيڪي

مون اوهان کي ٻڌايون آهن سي روح بہ آهن ۽ زندگي بہ. (٦٤) تڏهن بہ اوهان
مان ڪيترائي ايمان نہ ٿا آڻين." ڇالاءِجو عيسيٰ کي شروعات کان ئي خبر
هئي تہ ڪهڙا ڪهڙا ايمان نہ آڻيندا ۽ ڪير ساڻس دغا ڪندو. (٦٥) هن وڌيڪ
چيو تہ "انهيءَ سبب ڪري تہ مون اوهان کي ٻڌايو آهي تہ ايستائين ڪو بہ
مون وٽ اچي نہ ٿو سگهي، جيستائين پيءُ ڪانئس ائين نہ ٿو ڪرائي."
(٦٦) تنهن تي سندس ڪيترائي شاگرد پٺتي موٽي هليا ويا ۽ وري هن سان
گڏ هلڻ جي نہ ڪيائون. (٦٧) تنهنڪري عيسيٰ ٻارهن شاگردن کي چيو
تہ "اوهين بہ مون کي ڇڏي ويندا ڇا؟" (٦٨) شمعون پطرس وراڻيو تہ "اي
خداوند! توهان کي ڇڏي ڪنهن ڏانهن ونداسون؟ توهان وٽ اهي ڳالهيون
آهن جن ۾ دائمي زندگي آهي. (٦٩) اسين تہ ايمان آڻي چڪا آهيون ۽ خبر
اٿئون تہ توهان ئي خدا جي طرفان پاڪ هستي آهيو." (٧٠) عيسيٰ انهن کان
پڇيو تہ "ڇا مون اوهان ٻارهن کي نہ چونڊيو آهي؟ تڏهن بہ اوهان ۾
هڪڙو شيطان آهي." (٧١) هو يهوداہ بابت ڳالهائي رهيو هو، جيڪو شمعون
اسڪريوتيءَ جو پٽ هو، ڇالاءِجو يهوداہ ٻارهن شاگردن مان هوندي بہ اڳتي
هلي ساڻس دغا ڪرڻ وارو هو.

## عيسيٰ ۽ سندس ڀائر

(١) هن کان پوءِ عيسيٰ گليل ۾ پئي گهميو. هو يهوديہ ۾ وڃڻ نہ
٧ پيو چاهي، ڇالاءِجو اتي يهودي اڳواڻ کيس مارڻ لاءِ وجهہ ڳولي
رهيا هئا. (٢) يهودين جي تنبن واري عيد ويجهي هئي، (٣) تنهنڪري عيسيٰ
جي ڀائرن کيس چيو تہ "هتان نڪري يهوديہ ڏانهن هليو وڃ، جتي تنهنجا
شاگرد تنهنجا هي ڪم ڏسن جيڪي تون ڪري رهيو آهين. (٤) ڇالاءِجو
جيڪو مشهور ٿيڻ چاهيندو آهي سو پنهنجا ڪم نہ لڪائيندو آهي. جيئن
تہ تون بہ اهي ڪم ڪري رهيو آهين، سو ڀلي تہ سڄي دنيا توکي ڏسي."
(٥) ڇاڪاڻ تہ سندس ڀائرن جو بہ مٿس ايمان نہ هو. (٦) تنهن تي عيسيٰ کين
چيو تہ "منهنجو وقت اڃا ڪونہ آيو آهي، پر اوهان جو وقت تہ سدائين آهي.
(٧) دنيا اوهان کان نفرت ڪري نہ ٿي سگهي پر اها مون کان نفرت ڪري

٦:٦٨-٦٩ مت ١٦:١٦، مر ٨:٢٩، لو ٩:٢٠ ٧:٢ لاو ٢٣:٣٤، شر ١٦:١٣

تي، چالاءِجو آءٌ کيس ٻڌائيندو رهيو آهيان ته سندس ڪم بڇڙا آهن. ⑧ اوهين
پلي عيد تي وڃو. آءٌ هن عيد تي نه ٿو وڃان، ڇاڪاڻ‌ته منهنجو وقت اڃا
ڪونه آيو آهي.“ ⑨ هنن ڳالهين چوڻ کان پوءِ هو اتي ئي گليل ۾ رهي پيو.

## عيسيٰ جو تنبن واري عيد تي وڃڻ

⑩ هن کان پوءِ عيسيٰ جا ڀائر عيد تي ويا. هو پاڻ به عيد تي ويو پر کليو
کلايو نه، بلڪ لڪ چوريءَ ويو. ⑪ جڏهن ته يهودي اڳواڻ ڪيس عيد تي
ڳولڻ لڳا ۽ پڇيائون پئي ته ”عيسيٰ ڪٿي آهي؟“ ⑫ ماڻهن ۾ هن بابت
ڏاڍي سس‌پس پئي تي. ڪن پئي چيو ته ”هو نيڪ ماڻهو آهي.“ پر ٻين پئي
چيو ته ”نه، هو ماڻهن کي گمراهه ڪري رهيو آهي.“ ⑬ پر هن بابت ڪوبه
کليو کلايو نه پيو ڳالهائي، ڇاڪاڻ‌ته هو يهودي اڳواڻن کان ڊڄن پيا.

⑭ جڏهن عيد جا اڌ جيترا ڏينهن گذريا ته ان مهل عيسيٰ هيڪل ۾
ويو ۽ تعليم ڏيڻ لڳو. ⑮ تنهن تي يهودي اڳواڻ ڏاڍي عجب ۾ پئجي ويا
۽ چيائون ته ”هن ماڻهوءَ وٽ ايترو علم ڪٿان آيو، چالاءِجو هو ڪڏهن به
پڙهيو نه آهي؟“ ⑯ عيسيٰ وراڻيو ته ”جيڪا تعليم آءٌ ڏيئي رهيو آهيان، سا
منهنجي نه آهي پر اها خدا جي طرفان ملي آهي، جنهن مون کي موڪليو
آهي. ⑰ جيڪڏهن ڪو ماڻهو خدا جي مرضيءَ موجب هلڻ چاهي ٿو ته
کيس انهيءَ تعليم جي خبر پوندي ته اها خدا وٽان آهي يا آءٌ پنهنجي طرفان
ٿو چوان. ⑱ جيڪو ماڻهو پنهنجي طرفان چوندو آهي سو ڪوشش ڪندو
آهي ته سندس ساراهه ٿئي. پر جيڪو چاهي ٿو ته سندس موڪليندڙ جي
ساراهه ٿئي سو ئي سچو آهي ۽ انهيءَ ۾ ڪابه ٺڳي ڪانه آهي. ⑲ ڇا موسيٰ
اوهان کي شريعت نه ڏني هئي؟ تڏهن به اوهان مان ڪوبه انهيءَ شريعت
تي عمل نه ٿو ڪري. اوهين مون کي مارڻ جي ڇو ٿا ڪوشش ڪريو؟“
⑳ تنهن تي ماڻهن چيو ته ”تو ۾ ڀوت آهي. ڪير تو کي مارڻ جي ڪوشش
ڪندو؟“ ㉑ عيسيٰ وراڻيو ته ”مون سبت جي ڏينهن تي هڪڙو ڪم ڪيو
هو ته اوهين سڀ حيران ٿي ويا هئا. ㉒ موسيٰ اوهان کي طهر ڪرائڻ جو
حڪم ڏنو آهي، پر حقيقت ۾ اهو موسيٰ جي طرفان نه پر اوهان جي ابن

٢٢:٧ پيد ١٧:١٠، لاو ٣:١٢

ڏاڏن جي طرفان آهي. تنهنڪري اوهين سبت جي ڏينهن تي به پنهنجن
ٻارن جا طهر ڪرائيندا آهيو. ⑳ جيڪڏهن سبت جي ڏينهن تي ڪنهن
ڇوڪري جي طهر ڪرائڻ ڪري موسيٰ جي شريعت جي ڀڃڪڙي نه ٿي
ٿئي، ته پوءِ اوهين مون تي ڇو ڪاوڙيا آهيو جو مون هڪڙي ماڻهوءَ کي
سبت جي ڏينهن تي ڇٽائي چڱو ڀلو ڪيو آهي؟ ㉔ منهن ڏسي انصاف نه
ڪريو، پر پورو پورو انصاف ڪريو.“

## ڇا عيسيٰ سچپچ مسيح آهي؟

㉕ انهيءَ مهل يروشلم جا ڪي ماڻهو چوڻ لڳا ته ”ڇا هي اهو ماڻهو
ته نه آهي جنهن کي هو مارڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن؟ ㉖ ڏسو، هو
ته کُلي عام ڳالهائي رهيو آهي، پر ڪوبه کيس ڪجهه نه ٿو چوي. ڇا
حاڪم سچپچ اهو سمجهن ٿا ته هو مسيح آهي؟ ㉗ پر جڏهن مسيح ايندو
ته ڪنهن کي به خبر نه پوندي ته هو ڪٿان آيو آهي ۽ اسان سڀني کي خبر
آهي ته هيءُ شخص ڪٿان آيو آهي.“
㉘ پوءِ عيسيٰ هيڪل ۾ تعليم ڏيندي وڏي واڪي چيو ته ”اوهين مون
کي سڃاڻو ٿا ۽ اها به خبر اٿوَ ته آءٌ ڪٿان آيو آهيان، پر آءٌ پنهنجي مرضيءَ سان
نه آيو آهيان. آءٌ انهيءَ وٽان موڪليو ويو آهيان جيڪو سچو آهي پر اوهين کيس
نه ٿا سڃاڻو. ㉙ مگر آءٌ کيس ڄاڻان ٿو، ڇاڪاڻ‌ته آءٌ وٽانئس آيو آهيان ۽ هن
ئي مون کي موڪليو آهي.“ ㉚ تنهن تي انهن کيس پڪڙڻ جي ڪوشش
ڪئي، پر ڪنهن به مٿس هٿ نه کنيو، ڇالاءِجو هن جو وقت اڃا ڪونه آيو
هو. ㉛ انهن ماڻهن مان ڪيترن ئي مٿس ايمان آندو ۽ چوڻ لڳا ته ”جڏهن
مسيح ايندو ته اهو هن کان وڌيڪ معجزا ڪندو ڇا؟“

## عيسيٰ کي پڪڙڻ لاءِ پهريدار موڪلڻ

㉜ فريسين ٻڌو ته ماڻهو عيسيٰ بابت هنن ڳالهين جي سس‌پس ڪري
رهيا آهن، تنهنڪري انهن ۽ سردار ڪاهنن ڪي پهريدار موڪليا ته جيئن
هو کيس پڪڙين. ㉝ تنهن تي عيسيٰ چيو ته ”آءٌ اوهان سان اڃا ٿورو وقت

۷:۲۳ يو ۵:۹

رهندس ۽ پوءِ آءُ انهيءَ ڏانهن موٽي ويندس جنهن مون کي موڪليو آهي.
۳۴ اوهين مون کي ڳوليندا، پر لهي ڪين سگهندا ۽ جتي آءُ هوندس اتي اوهين
اچي نه سگهندا.“ ۳۵ يهودي اڳواڻ هڪٻئي کي چوڻ لڳا ته ”هو ڪيڏانهن
ويندو جو اسين ڪيس لهي نه سگهنداسين؟ ڇا هو يونان جي شهرن ڏانهن
ويندو، جتي اسان جا يهودي وڃي رهيا آهن ۽ اتي هو يونانين کي تعليم ڏيندو؟
۳۶ پلا هو جيڪي چوي ٿو ته ’اوهين مون کي ڳوليندا، پر لهي نه سگهندا ۽
اوهين اتي اچي نه سگهندا جتي آءُ هوندس،‘ تنهن جو مطلب ڇا آهي؟“

## زندگيءَ جي پاڻيءَ جون نديون

۳۷ عيد جو آخري ڏينهن هڪ خاص ڏينهن هو. انهيءَ ڏينهن تي عيسيٰ
اٿي بيٺو ۽ وڏي آواز سان چيائين ته ”جيڪو به اڃايل آهي، سو پلي مون
وٽ اچي پيئي. ۳۸ جيڪو به مون تي ايمان آڻيندو، تنهن لاءِ لکيل آهي ته
’سندس اندران زندگيءَ جي پاڻيءَ جون نديون وهنديون.‘“ ۳۹ هن اها ڳالهه
پاڪ روح بابت ٿي ڪئي، جيڪو انهن ماڻهن کي ملڻو هو جن مٿس
ايمان آندو هو. پر انهن کي پاڪ روح اڃا نه مليو هو، ڇالاءِجو عيسيٰ
جو جلوو اڃا ظاهر نه ٿيو هو.

## ماڻهن ۾ ڦوٽ

۴۰ ميڙ مان ڪيترن ئي ماڻهن سندس اهي لفظ ٻڌا ۽ چيائون ته ”سچپچ
هي ماڻهو [۱] اهو ئي نبي آهي، جيڪو اچڻو آهي.“ ۴۱ ڪن چيو ته ”هو
مسيح آهي.“ پر ٻين وري چيو ته ”مسيح ڪو گليل مان ايندو ڇا؟ ۴۲ پاڪ
ڪتاب جي لکت مطابق ته مسيح دائود جي نسل مان هوندو ۽ بيت‌لحم
ڳوٺ ۾ پيدا ٿيندو، جنهن ۾ دائود رهندو هو.“ ۴۳ سو هن جي ڪري
ماڻهن ۾ ڦوٽ پئجي ويئي. ۴۴ ڪي ماڻهو ڪيس پڪڙڻ پيا چاهين، پر
ڪنهن به مٿس هٿ نه کنيو.

---

[۱] اهو ئي نبي: ڏسو ۱:۲۱ جو حاشيو.

۷:۳۷ لاو ۲۳:۳۶ ۷:۳۸ حز ۴۷:۱، زڪ ۱۴:۸ ۷:۴۲ ۲ سمو ۷:۱۲، ميڪ ۵:۲

## يهودي اڳواڻن جي بي‌اعتقادي

٤٥ جڏهن پهريدار موٽي آيا ته سردار ڪاهنن ۽ فريسين ڪائن پڇيو ته
"اوهين عيسيٰ کي ڇو نه وٺي آيا؟" ٤٦ پهريدارن جواب ڏنو ته "ڪنهن به
انسان اهڙيءَ طرح ڪڏهن ڪونه ڳالهايو آهي." ٤٧ تنهن تي فريسين کين
چيو ته "اوهين به گمراهه ٿي ويا آهيو ڇا؟ ٤٨ ڇا سردارن ۽ فريسين مان ڪنهن
به مٿس ايمان آندو آهي؟ ٤٩ پر هنن ماڻهن کي موسيٰ جي شريعت جي خبر
نه آهي، تنهنڪري اهي خدا جا پٽيل آهن."
٥٠ نيڪديمس، جيڪو اڳي عيسيٰ وٽ آيو هو ۽ حاڪمن مان هڪڙو
هو، تنهن چين ته ٥١ "شريعت موجب اسين ڪنهن به ماڻهوءَ کي سزا ڏيئي نه
ٿا سگهون، جيستائين اسين سندس ڳالهيون ٻڌون ۽ خبر پوي ته هو ڇا ٿو
ڪري." ٥٢ انهن جواب ڏنس ته "تون به گليلي آهين ڇا؟ پاڪ لکتون پڙهه
ته تو کي خبر پوي ته گليل مان ڪوبه نبي پيدا ٿيڻو نه آهي."
٥٣ پوءِ هر ڪو پنهنجي پنهنجي گهر ڏانهن هليو ويو.

## عورت جو زنا ۾ پڪڙجڻ

٨ ١ عيسيٰ زيتون جي ٽڪر ڏانهن هليو ويو ٢ ۽ صبح جو سوير وري
هيڪل ۾ آيو جتي سڀيئي ماڻهو اچي وٽس گڏ ٿيا ۽ هو ويهي کين
تعليم ڏيڻ لڳو. ٣ شريعت جي عالمن ۽ فريسين هڪڙي عورت کي آندو
جنهن کي زنا ڪندي پڪڙيو هئائون، تنهن کي وچ ۾ بيهاري ٤ عيسيٰ
کي چيائون ته "اي استاد! هيءَ عورت زنا ڪندي پڪڙي ويئي آهي.
٥ شريعت ۾ موسيٰ اسان کي حڪم ڏنو آهي ته اهڙن کي سنگسار ڪري
ڇڏيون. هاڻي تون هن بابت ڇا ٿو چوين؟" ٦ انهن کيس ڦاسائڻ لاءِ
ائين چيو ته جيئن مٿس تهمت هڻن. پر عيسيٰ نِوڙي زمين تي پنهنجيءَ
آڱر سان لکڻ لڳو. ٧ جڏهن هو ڪائنس پڇندا رهيا، تڏهن هن ڪنڌ
مٿي ڪري چين ته "اوهان مان جيڪو بي‌گناهه هجي، سو پهريائين هن
عورت کي پٿر هڻي." ٨ وري به هو نِوڙي زمين تي پنهنجيءَ آڱر سان

٧:٥٠ يو ٣:١-٢ ٨:٥ لاو ٢٠:١٠، شر ٢٢:٢٢-٢٤

لکڻ لڳو. (٩) جڏهن انهن اها ڳالهه ٻڌي تڏهن انهن مان پهريائين وڏا ۽
پوءِ ننڍا هڪڙو هڪڙو ٿيندا هليا ويا. پوءِ رڳو عيسيٰ اڪيلو وڃي رهيو
۽ اها عورت بيٺي رهي. (١٠) عيسيٰ ڪنڌ مٿي ڪري انهيءَ عورت کي چيو
ته ”اي مائي! اهي ڪيڏانهن ويا؟ ڇا هتي ڪوبه ڪونه آهي جو تو کي
سزا ڏئي؟“ (١١) انهيءَ عورت وراڻيو ته ”سائين! نه، ڪوبه ڪونهي.“ تنهن
تي عيسيٰ چيس ته ”ڇڱو آءٌ به تو کي سزا نه ٿو ڏيان. سو وڃ، پر وري
گناهه نه ڪجانءِ.“

## عيسيٰ جي شاهدي سچي آهي

(١٢) عيسيٰ وري فريسين سان ڳالهائيندي چيو ته ”آءٌ دنيا جي روشني
آهيان. جيڪوبه منهنجي پيروي ڪري ٿو، تنهن کي زندگيءَ جي روشني
ملندي ۽ وري ڪڏهن به اونداهيءَ ۾ نه گهمندو.“ (١٣) تنهن تي فريسين کيس
چيو ته ”تون پاڻ پنهنجي شاهدي ڏئين ٿو، سو تنهنجي شاهدي سچي نه
آهي.“ (١٤) عيسيٰ کين وراڻيو ته ”جيتوڻيڪ آءٌ پاڻ پنهنجي شاهدي ٿو ڏيان
ته به منهنجي شاهدي سچي آهي، ڇالاءِجو مون کي خبر آهي ته آءٌ ڪٿان
آيو آهيان ۽ ڪيڏانهن وڃان ٿو. پر اوهان کي خبر ڪانهي ته آءٌ ڪٿان آيو
آهيان ۽ ڪيڏانهن وڃان ٿو. (١٥) اوهين رڳو انساني طرح فيصلو ڪريو ٿا پر
آءٌ ڪنهن جو به فيصلو نه ٿو ڪريان. (١٦) جيڪڏهن آءٌ فيصلو ڪريان ها ته
منهنجو فيصلو سچو هجي ها، ڇالاءِجو آءٌ اڪيلو اهو ڪم نه ٿو ڪريان پر
منهنجو پيءُ، جنهن مون کي موڪليو آهي، سو به مون سان آهي. (١٧) اوهان
جي شريعت ۾ به لکيل آهي ته ’ٻن شخصن جي شاهدي سچي آهي.‘
(١٨) سو هڪڙو آءٌ آهيان جو پاڻ پنهنجي شاهدي ٿو ڏيان ۽ ٻيو پيءُ، جنهن
مون کي موڪليو آهي، سو به مون بابت شاهدي ٿو ڏئي.“ (١٩) تنهن تي انهن
پڇيس ته ”تنهنجو پيءُ ڪٿي آهي؟“ عيسيٰ کين وراڻيو ته ”اوهين نه مون
کي سڃاڻو ٿا ۽ نڪي منهنجي پيءُ کي. جيڪڏهن اوهين مون کي سڃاڻو
ها ته منهنجي پيءُ کي به سڃاڻو ها.“
(٢٠) عيسيٰ اهي ڳالهيون ان وقت چيون جنهن وقت هو هيڪل جي خزاني

١٢:٨ مت ٥:١٤، يو ٩:٥ ١٣:٨ يو ٥:٣١ ١٧:٨ شر ١٩:١٥

واري ڪمري ۾ تعليم ڏيئي رهيو هو ۽ ڪيس ڪنهن به نه پڪڙيو ڇاڪاڻ ته
اجا سندس وقت نه آيو هو.

## جتي آءٌ ويندس اتي اوهين اچي نه سگهندا

٢١ عيسيٰ وري انهن کي چيو ته ”آءٌ هليو ويندس ۽ اوهين مون کي
ڳوليندا، پر اوهين اتي اچي نه سگهندا جتي آءٌ ويندس ۽ اوهين پنهنجن گناهن
۾ مرندا.“ ٢٢ تنهن تي يهودي اڳواڻن چيو ته ”هي چوي ٿو ته ’جتي
آءٌ ويندس اتي اوهين اچي نه سگهندا؟‘ انهيءَ جي معنيٰ ته هو پنهنجو پاڻ
کي ماريندو ڇا؟“ ٢٣ عيسيٰ وراڻيو ته ”اوهين هيٺ جا آهيو، پر آءٌ مٿان آيو
آهيان. اوهين هن دنيا جا آهيو پر آءٌ هن دنيا جو نه آهيان. ٢٤ اهو ئي سبب
آهي جو مون اوهان کي ٻڌايو ته اوهين پنهنجن گناهن ۾ مرندا. جيڪڏهن
اوهين اهو نه مڃيندا ته آءٌ اهو ئي آهيان، ته پوءِ اوهين ضرور پنهنجن گناهن
۾ مرندا.“ ٢٥ تنهن تي انهن پڇيس ته ”تون ڪير آهين؟“ عيسيٰ وراڻيو ته
”آءٌ اهو ئي آهيان، جيئن شروعات کان وٺي اوهان کي ٻڌائيندو آيو آهيان.
٢٦ اوهان بابت فيصلي ڪرڻ لاءِ مون وٽ ڪيتريون ئي ڳالهيون آهن. جنهن
مون کي موڪليو آهي سو سچو آهي ۽ جيڪي به ڳالهيون مون کانئس ٻڌيون
آهن، سي ئي آءٌ دنيا کي ٻڌايان ٿو.“
٢٧ انهن اهو نه سمجهيو ته هو ساڻن پيءُ بابت ڳالهائي رهيو آهي. ٢٨ سو
عيسيٰ کين چيو ته ”جڏهن اوهين ابن‌آدم کي مٿي چاڙهيندا، تڏهن اوهان
کي خبر پوندي ته آءٌ اهو ئي آهيان. آءٌ پنهنجي طرفان ڪجهه به نه ٿو ڪريان،
پر اهو ئي ڪجهه چوان ٿو جيڪي پيءُ مون کي سيکاريو آهي. ٢٩ جنهن
مون کي موڪليو آهي سو مون ساڻ آهي. هن مون کي اڪيلو نه ڇڏيو آهي،
ڇالاءِجو آءٌ هميشه اهي ڪم ڪريان ٿو جيڪي کيس پسند آهن.“ ٣٠ تنهن
تي ڪيترن ئي عيسيٰ جون هي ڳالهيون ٻڌي مٿس ايمان آندو.

## ابراهيم جو نه، پر شيطان جو اولاد

٣١ پوءِ جن يهودين مٿس ايمان آندو هو، عيسيٰ تن کي چيو ته ”جيڪڏهن
اوهين منهنجي تعليم تي قائم رهندا ته اوهين سچ‌پچ منهنجا شاگرد آهيو.

(۳۲) پوءِ اوهان کي سچ جي خبر پوندي ۽ اهو سچ اوهان کي آزاد ڪندو.”
(۳۳) تنهن تي انهن وراڻيو ته ”اسين ابراهيم جو اولاد آهيون ۽ ڪڏهن به ڪنهن
جا غلام نه ٿيا آهيون، ته پوءِ تنهنجي چوڻ جو مقصد ڇا آهي ته ’اوهين آزاد
ٿيندا‘؟” (۳۴) عيسيٰ انهن کي چيو ته ”آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته جيڪو به
گناهه ٿو ڪري سو گناهه جو غلام آهي. (۳۵) خاندان ۾ غلام کي ڪو به
حق نه آهي، پر پٽ کي هر ڪو حق حاصل آهي. (۳٦) تنهنڪري جيڪڏهن
فرزند اوهان کي آزاد ڪندو ته اوهين سچپچ آزاد ٿيندا. (۳۷) مون کي خبر آهي ته
اوهين ابراهيم جو اولاد آهيو، ته به اوهين مون کي مارڻ جي ڪوشش ڪريو
ٿا، ڇاڪاڻ‌ته اوهين منهنجي ڪلام کي دل ۾ جاءِ نه ٿا ڏيو. (۳۸) آءٌ اوهان
کي اهو ٻڌايان ٿو جيڪي مون پيءُ وٽ ڏٺو آهي، پر اوهين اهي ڪم ڪريو
ٿا جيڪي اوهان پنهنجي پيءُ کان ٻڌا آهن.”
(۳۹) تنهن تي انهن وراڻيو ته ”اسان جو پيءُ ته ابراهيم آهي.” عيسيٰ چين
ته ”جيڪڏهن اوهين ابراهيم جو اولاد هجو ها ته اوهين به انهيءَ جهڙا ڪم
ڪريو ها. (۴۰) پر اوهين مون کي مارڻ جي ڪوشش ڪريو ٿا، جنهن اوهان
کي سچ ٻڌايو آهي. مون اهو ئي ٻڌايو آهي جيڪو مون خدا کان ٻڌو آهي.
ابراهيم ته اهڙو ڪم ڪونه ڪيو هو. (۴۱) اوهين اهي ڪم ڪريو ٿا جيڪي
اوهان جي پيءُ ڪيا آهن.” تڏهن انهن وراڻيو ته ”اسان جو پيءُ ته رڳو خدا
آهي ۽ اسين سندس ئي حقيقي اولاد آهيون.” (۴۲) عيسيٰ انهن کي چيو ته
”جيڪڏهن خدا اوهان جو پيءُ هجي ها ته اوهين مون سان پيار ڪريو ها،
ڇاڪاڻ‌ته آءٌ خدا وٽان آيو آهيان. آءٌ پاڻ ئي ڪين آيو آهيان پر هن مون کي
موڪليو آهي. (۴۳) اوهين منهنجو ڳالهائڻ ڇو نه ٿا سمجهو؟ اهو انهيءَ لاءِ
ته اوهين منهنجي ڪلام کي ٻڌي نه ٿا سگهو. (۴۴) اوهين پنهنجي پيءُ يعني
شيطان جا فرزند آهيو ۽ پنهنجي پيءُ جون مرضيون پوريون ڪرڻ گهرو ٿا.
شروعات کان وٺي هو خوني هو ۽ هن ڪڏهن به سچ جو پاسو نه ورتو آهي،
ڇالاءِجو هن ۾ سچ نه آهي. جڏهن هو ڪوڙ ٿو ڳالهائي ته پنهنجي طبيعت
موجب ٿو ڳالهائي، ڇالاءِجو هو ڪوڙو آهي ۽ ڪوڙ جو باني آهي. (۴۵) پر
آءٌ سچ ٿو چوان، تنهنڪري اوهين مون تي ايمان نه ٿا آڻيو. (۴٦) اوهان مان

---

۸:۳۳ مت ۳:۹، لو ۳:۸

ڪو اهڙو آهي، جيڪو ثابت ڪري ته مون گناهه ڪيو آهي؟ جيڪڏهن
آءٌ سچ ٿو چوان ته پوءِ اوهين مون تي ڇو نه ٿا ايمان آڻيو؟ ٤٧ جيڪو خدا
وٽان اچي ٿو سو خدا جون ڳالهيون ٻڌي ٿو. اوهين انهيءَ ڪري نه ٿا ٻڌو
ڇالاءِجو اوهين خدا وٽان نه آيا آهيو.“

## عيسيٰ ۽ ابراهيم

٤٨ سو انهن يهودين عيسيٰ کي چيو ته ”ڇا اسين سچ نه چئي رهيا هئاسين
ته تون سامرين وانگر ڪافر آهين ۽ تو ۾ ڀوت آهي؟“ ٤٩ عيسيٰ وراڻيو ته ”مون
۾ ڀوت ڪونهي، پر آءٌ پنهنجي پيءُ جي عزت ٿو ڪريان ۽ اوهين منهنجي
بي‌عزتي ٿا ڪريو. ٥٠ آءٌ پنهنجي ساراهه نه ٿو چاهيان، پر هڪڙو آهي جيڪو
چاهي ٿو ته منهنجي ساراهه ٿئي ۽ اهو منهنجي فائدي ۾ فيصلو ڪري ٿو.
٥١ آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته جيڪو به منهنجي ڪلام تي عمل ڪري
ٿو سو ڪڏهن به نه مرندو.“ ٥٢ انهن يهودين کيس چيو ته ”هاڻي اسان کي
خبر پئي ته تو ۾ ڀوت آهي. ابراهيم مري ويو ۽ نبي به مري ويا ته به تون چوين
ٿو ته ’جيڪو منهنجي ڪلام تي عمل ڪندو سو ڪڏهن به نه مرندو.‘
٥٣ اسان جو پيءُ ابراهيم جيڪو مري ويو تنهن کان به تون وڏو آهين ڇا؟ نبي
به مري ويا ته تون پاڻ کي ڇا ٿو سمجهين؟“ ٥٤ عيسيٰ وراڻيو ته ”جيڪڏهن
آءٌ پنهنجي ساراهه ڪريان ته منهنجي ساراهه ڪا معنيٰ نه ٿي رکي. پر جيڪو
منهنجي ساراهه ڪري ٿو سو منهنجو پيءُ آهي، جنهن جي لاءِ اوهين چئو ٿا
ته ’اهو اسان جو خدا آهي.‘ ٥٥ اوهان هن کي ڪڏهن به نه سڃاتو آهي پر
آءٌ کيس ڄاڻان ٿو. جيڪڏهن آءٌ چوان ٿو ته آءٌ هن کي نه ٿو ڄاڻان ته آءٌ به
اوهان جهڙو ڪوڙو ٿيندس. پر آءٌ کيس ڄاڻان ٿو ۽ سندس ڪلام تي عمل
ڪريان ٿو. ٥٦ اوهان جو پيءُ ابراهيم منهنجي انهيءَ ڏينهن جي ڏسڻ جي اميد
تي ڏاڍو خوش هو. هُن اهو ڏينهن ڏٺو ۽ خوش ٿيو.“ ٥٧ تنهن تي انهن چيس
ته ”تون پنجاهه ورهين جو به ڪين آهين، پوءِ تو ڪيئن ابراهيم کي ڏٺو؟“
٥٨ عيسيٰ وراڻيو ته ”آءٌ اوهان کي سچ ٿو چوان ته ابراهيم جي ڄمڻ کان به
آءٌ اڳي آهيان.“ ٥٩ تنهن تي انهن عيسيٰ کي سنگسار ڪرڻ لاءِ پٿر کنيا، پر
عيسيٰ پاڻ کي ڪٽي لڪايو ۽ هيڪل مان نڪري هليو ويو.

## ڄائي ڄم کان انڌي کي سڄو ڪرڻ

**۹** ① جيئن عيسيٰ رستي سان پئي ويو ته هن هڪ اهڙو ماڻهو ڏٺو، جيڪو
ڄائي ڄم کان انڌو هو. ② هن جي شاگردن کانئس پڇيو ته ”استاد،
ڪنهن جي گناهہ جي ڪري هو انڌو ڄائو؟ ڇا هن جي پنهنجي گناهہ
جي ڪري يا سندس ماءُپيءُ جي گناهہ سبب؟“ ③ عيسيٰ وراڻيو ته ”هن
جي انڌائپ جو هن جي گناهہ سان يا سندس ماءُپيءُ جي گناهہ سان ڪوبہ
واسطو نہ آهي. هو انهيءَ ڪري انڌو آهي ته جيئن هن مان خدا جا ڪم
ظاهر ٿين. ④ جيستائين ڏينهن آهي تيستائين اسان کي انهيءَ جا ڪم ڪرڻ
گھرجن جنهن مون کي موڪليو آهي. رات ايندي ته پوءِ ڪوبہ ماڻهو ڪم
ڪري نہ سگھندو. ⑤ جيستائين آءٌ هن دنيا ۾ آهيان ته آءٌ دنيا جي روشني
آهيان.“ ⑥ ائين چوڻ کان پوءِ عيسيٰ زمين تي ٿُڪ اڇلائي ۽ انهيءَ ٿُڪ سان
مٽي ڳوهيائين. پوءِ اها ڳوهيل مٽي انهيءَ انڌي جي اکين تي لاتائين ⑦ ۽
چيائينس ته ”پنهنجو منهن انهيءَ تلاءَ ۾ وڃي ڌوءُ، جنهن جو نالو [1]سيلوم
(يعني موڪليل) آهي.“ پوءِ هو ويو ۽ انهيءَ تلاءَ ۾ وڃي منهن ڌوتائين ۽
پوءِ موٽ تي هو ڏسندووائسندو آيو.

⑧ تنهن تي سندس پاڙيسرين ۽ ٻين ماڻهن جن کيس اڳ پنندي ڏٺو
هو، سي چوڻ لڳا ته ”هي اهو فقير نہ آهي ڇا جيڪو هتي ويٺو پنندو
هو؟“ ⑨ ڪي چوڻ لڳا ته ”هي اهو ئي آهي“ ۽ ٻيا چوڻ لڳا ته ”هي
اهو نہ آهي پر انهيءَ جهڙو آهي.“ تنهن تي هن پاڻ چيو ته ”آءٌ اهو ئي
آهيان.“ ⑩ پوءِ انهن پڇيس ته ”تنهنجون اکيون ڪيئن کليون؟“ ⑪ هن
وراڻيو ته ”اهو شخص جنهن جو نالو عيسيٰ آهي، تنهن مٽي ڳوهي
منهنجين اکين تي لاتي ۽ چيائين ته ’سيلوم واري تلاءَ ۾ وڃي منهن
ڌوءُ.‘ پوءِ آءٌ ويس ۽ وڃي منهن ڌوتم ۽ پوءِ ڏسڻوائسڻ لڳس.“ ⑫ تنهن

[1] سيلوم (يعني موڪليل): ترجمي ۾ بريڪيٽ ۾ ڏنل لفظ اصلي متن ۾ ڏنل آهن. هتي عبراني لفظ ”سيلوم“ جي سمجهاڻ لاءِ ليکڪ يوناني لفظ ڏئي ٿو جنهن جي معنيٰ آهي ”موڪليل“.

**۵:۹** مت ۱۴:۵، يو ۱۲:۸

تي انهن پڇيس ته ”اهو شخص ڪٿي آهي؟“ هن چين ته ”مون کي
خبر نه آهي.“

## شفا بابت فريسين جي جاچ

(١٣) تنهن کان پوءِ اهي انهيءَ انڌي ماڻهوءَ کي فريسين وٽ
وٺي آيا. (١٤) جنهن ڏينهن تي عيسيٰ مٽي ڳوهي انڌي ماڻهوءَ جون اکيون
کوليون هيون سو سبت جو ڏينهن هو. (١٥) پوءِ فريسين انهيءَ ماڻهوءَ کان پڇيو
ته ”تون ڪيئن ڏسڻوائسڻ لڳين؟“ هن انهن کي ٻڌايو ته ”هڪڙي ماڻهوءَ
توري مٽي منهنجين اکين تي لاتي ۽ مون وڃي منهن ڌوتو ته آءٌ ڏسڻوائسڻ
لڳس.“ (١٦) تنهن تي فريسين مان ڪن چيو ته ”جنهن ماڻهوءَ هي ڪم ڪيو
آهي سو خدا جي طرفان ٿي نه ٿو سگهي، ڇاڪاڻته هن سبت جي ڏينهن
کي نه مڃيو آهي.“ ٻين وري چيو ته ”جيڪو گنهگار آهي سو اهڙا معجزا
ڪيئن ٿو ڪري سگهي.“ تنهنڪري انهن ۾ ڏڦير پئجي ويو.
(١٧) ان کان پوءِ فريسين هڪ دفعو وري انهيءَ ماڻهوءَ کان پڇيو ته ”تون
چوين ٿو ته هن تنهنجون اکيون کوليون، پر تون انهيءَ شخص بابت ڇا ٿو
چوين؟“ هن وراڻيو ته ”هو نبي آهي.“ (١٨) يهودين اڳواڻن کي هن ماڻهوءَ جي
ڳالهه تي اجا به اعتبار نه آيو ته هو ڪو انڌو هو ۽ پوءِ سڄو ٿيو آهي، تنهنڪري
انهن انهيءَ ماڻهوءَ جي ماءُپيءُ کي سڏي کائنس پڇيو ته (١٩) ”ڇا هي اوهان جو
پٽ آهي؟ اوهين چئو ٿا ته هي ڄائي ڄم کان انڌو هو، ته پوءِ اهو ڪيئن ٿي
سگهي ٿو ته هو هاڻي ڏسيوائسي ٿو؟“ (٢٠) هن جي ماءُپيءُ وراڻيو ته ”اسين
ڄاڻون ٿا ته هي اسان جو پٽ آهي ۽ ڄائي ڄم کان انڌو هو. (٢١) پر اها
خبر ڪانهي ته هاڻي ڪيئن هو ڏسڻوائسڻ لڳو آهي ۽ اسان کي اها به خبر
ڪانهي ته ڪنهن هن جو اکيون کوليون. کائنس پڇو، هو بالغ آهي، پاڻ
پنهنجي ڳالهه ڪندو.“ (٢٢) سندس ماءُپيءُ ائين انهيءَ ڪري چيو، ڇالاءِجو
هو يهودي اڳواڻن کان ڊنا ٿي، ڇوته انهن اڳي ئي ٺهراءُ ڪري ڇڏيو هو
ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو عيسيٰ کي مسيح ڪري مڃيندو ته هو انهيءَ کي
پنهنجي عبادتگاهه مان ڪڍي ڇڏيندا. (٢٣) اهو ئي سبب هو جو انهيءَ ماڻهوءَ
جي ماءُپيءُ چيو ته ”هو بالغ آهي سو اوهين کائنس پڇو.“

٢٤ ٻئي دفعي انهن وري انهيءَ ماڻهوءَ کي گهرايو جيڪو اڳي انڌو هو ۽
کيس چيائون ته ”تون خدا جي اڳيان واعدو ڪر ته سچ ڳالهائيندين. اسان
کي خبر آهي ته اهو ماڻهو گنهگار آهي.“ ٢٥ انهيءَ ماڻهوءَ وراڻيو ته ”مون کي
خبر نه آهي ته هو گنهگار آهي يا نه. آءٌ رڳو اهو ڄاڻان ٿو ته اڳي آءٌ انڌو
هوس ۽ هاڻي ڏسانوائسان ٿو.“ ٢٦ تنهن تي انهن پڇيس ته ”هن تو کي ڇا
ڪيو؟ ڪيئن تنهنجون اکيون کوليائين؟“ ٢٧ هن وراڻيو ته ”اڃا هاڻي ته مون
اوهان کي ٻڌايو ته ٻه اوهان ڪونه ٻڌو، وري ڇو ٿا ٻڌڻ چاهيو؟ اوهين ٻه هن
جا شاگرد ٿيڻ چاهيو ٿا ڇا؟“ ٢٨ تنهن تي انهن ڦٽ لعنت ڪري چيس ته
”تون ئي انهيءَ جو شاگرد آهين. اسين ته موسيٰ جا شاگرد آهيون. ٢٩ اسان
کي خبر آهي ته خدا موسيٰ سان ڳالهايو هو، پر انهيءَ شخص بابت اسان
کي ڪاٻه خبر نه آهي ته هو ڪٿان آيو آهي.“ ٣٠ تنهن تي انهيءَ ماڻهوءَ چيو
ته ”واه! اهو ٻه هڪڙو عجب، هُن منهنجون اکيون کوليون آهن، تڏهن ٻه
اوهان کي خبر نه آهي ته هو ڪٿان آيو آهي. ٣١ اسان کي خبر آهي ته خدا
گنهگارن جي نه ٻڌندو آهي، پر جيڪڏهن ڪو خداپرست آهي ۽ سندس
مرضيءَ تي هلي ٿو ته خدا انهيءَ جي ٻڌي ٿو. ٣٢ هن دنيا جي شروعات کان
وٺي ائين ڪڏهن ٻه ڪونه ٻڌڻ ۾ آيو ته ڄائي ڄم کان انڌي ماڻهوءَ جون
ڪنهن ٻه اکيون کوليون هجن. ٣٣ جيڪڏهن هي ماڻهو خدا جي طرفان نه
هجي ها ته ڪجهه ٻه نه ڪري سگهي ها.“ ٣٤ تنهن تي انهن چيس ته ”تون
اصل ڄائو ئي گناهن ۾ آهين ۽ هاڻي تون ٿو اسان کي سيکارين؟“ پوءِ ته
انهن کيس عبادتخاني مان ڪڍي ڇڏيو.

## روحاني انڌائپ

٣٥ جڏهن عيسيٰ ٻڌو ته انهيءَ ماڻهوءَ کي عبادتخاني مان ڪڍي ڇڏيو
اٿن، تڏهن عيسيٰ کيس ڳولي وڃي لڌو ۽ چيائينس ته ”ڇا تون ابنآدم تي
ايمان آڻين ٿو؟“ ٣٦ تنهن تي هن پڇيس ته ”سائين! اهو ڪير آهي جو آءٌ
مٿس ايمان آڻيان؟“ ٣٧ عيسيٰ چيس ته ”تو ته کيس اڳي ئي ڏٺو آهي ۽ اهو
هاڻي تو سان ڳالهائي رهيو آهي.“ ٣٨ انهيءَ ماڻهوءَ چيو ته ”اي خداوند! آءٌ
ايمان آڻيان ٿو.“ پوءِ کيس سجدو ڪيائين.

(٣٩) عيسيٰ چيس تہ ”آءٌ هن دنيا ۾ انصاف ڪرڻ لاءِ آيو آهيان تہ جيئن
انڌا ڏسن ۽ جيڪي ڏسن ٿا سي انڌا ٿين.“ (٤٠) پوءِ اهي فريسي جيڪي
ساڻس گڏ هئا، تن جڏهن اهي ڳالهيون ٻڌيون، تڏهن انهن پڇيس تہ ”ڇا
اسين بہ انڌا آهيون؟“ (٤١) عيسيٰ کين چيو تہ ”جيڪڏهن اوهين انڌا هجو
ها تہ اوهان تي ڪو ڏوهہ نہ ٿئي ها. پر هاڻي تہ اوهين پاڻ چئو ٿا تہ ’اسين
ڏسون ٿا،‘ سو اوهان تي ڏوهہ ثابت آهي.“

## رڍن جي واڙي جو مثال

**١٠** (١) ”آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان تہ جيڪو ماڻهو رڍن جي واڙي
۾ در کان نہ ٿو گهڙي پر ٻئي پاسي کان ٽپي اچي ٿو، سو چور ۽
ڌاڙيل آهي. (٢) جيڪو ماڻهو در کان واڙي ۾ گهڙي ٿو سو رڍن جو ريڍار
آهي. (٣) دربان هن لاءِ در کولي ٿو ۽ رڍون هن جو آواز ٻڌن ٿيون. هو نالو
وٺي پنهنجين رڍن کي سڏي ٿو ۽ کين ٻاهر آڻي ٿو. (٤) جڏهن هو انهن سڀني
کي ٻاهر ڪڍي اچي ٿو، تڏهن هو سندن اڳيان تي هلي ٿو ۽ رڍون هن جي
پٺيان هلن ٿيون، ڇالاءِجو اهي هن جو آواز سڃاڻن ٿيون. (٥) اهي ڪنهن
ڌارئي جي پٺيان نہ هلنديون، بلڪ انهيءَ کان پري ڀڄي وينديون، ڇاڪاڻتہ
اهي ڌارين جو آواز نہ ٿيون سڃاڻين.“
(٦) عيسيٰ انهن کي هي مثال ٻڌايو پر انهن نہ سمجهيو تہ هو ڇا
چئي رهيو آهي.

## عيسيٰ هڪ چڱو ريڍار

(٧) سو عيسيٰ وري چيو تہ ”آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان تہ آءٌ رڍن
لاءِ اهو در آهيان. (٨) ٻيا جيڪي بہ مون کان اڳ ۾ آيا هئا سي چور ۽
ڌاڙيل هئا، پر رڍن انهن جي نہ ٻڌي. (٩) آءٌ اهو در آهيان ۽ جيڪو بہ مون
مان اندر گهڙندو سو بچي ويندو. هو اندر ٻاهر ايندو ويندو ۽ گاهہ بہ
ملندس. (١٠) چور رڳو انهيءَ مطلب لاءِ اچي ٿو تہ چوري ڪري، ماري ۽
برباد ڪري. پر آءٌ انهيءَ لاءِ آيو آهيان تہ کين زندگي ملي، بلڪ ڀرپور
زندگي ملين.

(١١) آءٌ چڱو ريدار آهيان ۽ چڱو ريدار رڍن لاءِ پنهنجي جان به ڏئي ٿو.
(١٢) جيڪو مزور آهي سو نه ريدار آهي ۽ نڪي رڍن جو مالڪ. هو جڏهن
بگهڙ کي ايندي ڏسي ٿو ته رڍن کي ڇڏي ڀڄي وڃي ٿو ۽ بگهڙ رڍن تي
حملو ڪري ڪين ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏي ٿو. (١٣) مزور ڇڏي ڀڄي وڃي ٿو،
ڇالاءِجو هو رڳو مزور آهي ۽ کيس رڍن جو ڪو فڪر ڪونه آهي. (١٤)-(١٥) آءٌ
چڱو ريدار آهيان. جهڙيءَ طرح پيءُ مون کي سڃاڻي ٿو ۽ آءٌ پيءُ کي سڃاڻان
ٿو، تهڙيءَ طرح آءٌ پنهنجين رڍن کي سڃاڻان ٿو ۽ رڍون مون کي سڃاڻن
ٿيون. آءٌ رڍن لاءِ پنهنجي جان به ڏيان ٿو. (١٦) منهنجون ٻيون به رڍون آهن
جيڪي هن واڙي جون نه آهن. انهن کي آڻڻ به مون لاءِ ضروري آهي. اهي
منهنجو آواز ٻڌنديون ۽ پوءِ هڪڙو ئي ڌڻ ۽ هڪڙو ئي ڌنار ٿيندو.
(١٧) پيءُ مون سان انهيءَ لاءِ پيار ٿو ڪري جو آءٌ پنهنجي جان ٿو ڏيان،
جڏهن ته اها وري مون کي موٽي ملندي. (١٨) ڪوبه ماڻهو مون کان اها کسي
نه ٿو پر آءٌ اها پنهنجي مرضيءَ سان ٿو ڏيان. مون کي پنهنجي جان ڏيڻ جي
اختياري آهي ۽ اها وري موٽائي وٺڻ جي به اختياري آهي. هي حڪم مون
کي پنهنجي پيءُ وٽان مليو آهي.“
(١٩) هنن لفظن ٻڌڻ کان پوءِ ماڻهن ۾ وري ڏڦيڙ پئجي ويو. (٢٠) انهن مان
ڪيترائي ائين پيا چون ته ”هن ۾ ڀوت آهي، هو چريو آهي. اوهين ڇو
سندس ڳالهين تي ڌيان ڏيو ٿا؟“ (٢١) پر ٻيا چئي رهيا هئا ته ”جنهن ماڻهوءَ
۾ ڀوت هوندو آهي، سو هن وانگر ڳالهائي نه سگهندو آهي. ڀوت ڪنهن
انڌي جون اکيون کولي سگهي ٿو ڇا؟“

## يهودين جو عيسيٰ کي قبول نه ڪرڻ

(٢٢) يروشلم ۾ [1]عيد تجديد هئي ۽ اها سياري جي موسم هئي. (٢٣) عيسيٰ
هيڪل جي سليماني ڏيڍيءَ ۾ گهمي رهيو هو (٢٤) ته ماڻهو چوڌاري ڦري
آيس ۽ چيائونس ته ”ڪيستائين تون اسان کي شڪ ۾ رکندين؟ اسان

[1] عيد تجديد: اها عيد هيڪل کي وري پاڪ ۽ مخصوص ڪرڻ جي يادگيريءَ طور ملهائي ويندي هئي.

١٠:١٤-١٥ مت ١١:٢٧، لو ١٠:٢٢

ڪي صاف سچ ٻڌاءِ ته ڇا تون مسيح آهين؟“ ٢٥ عيسيٰ کين وراڻيو ته
”مون ته اوهان کي ٻڌايو آهي، پر اوهان ايمان نه ٿا آڻيو. جيڪي ڪم
آءٌ پنهنجي پيءُ جي اختياريءَ سان ڪريان ٿو سي ئي منهنجي شاهدي
ٿا ڏين. ٢٦ پر اوهين ايمان نه ٿا آڻيو، ڇالاءِجو اوهين منهنجين رڍن مان
نه آهيو. ٢٧ منهنجون رڍون منهنجو آواز ٻڌن ٿيون. آءٌ پنهنجن رڍن کي
سڃاڻان ٿو ۽ اهي منهنجي پٺيان هلن ٿيون. ٢٨ آءٌ انهن کي دائمي زندگي
ڏيان ٿو ۽ اهي ڪڏهن به برباد نه ٿينديون ۽ نڪي ڪو ٻيو اهي مون
کان ڪسي سگهندو. ٢٩ منهنجو پيءُ، جنهن مون کي اهي ڏنيون آهن سو
سڀني کان وڏو آهي ۽ ڪوبه منهنجي پيءُ کان اهي ڪسي نه سگهندو.
٣٠ آءٌ ۽ پيءُ هڪ آهيون.“
٣١ تنهن تي يهودين کيس سنگسار ڪرڻ لاءِ وري به پٿر کنيا. ٣٢ عيسيٰ
کين چيو ته ”مون پيءُ جي پاران ڪيترائي چڱا ڪم اوهان کي ڪري ڏيکاريا
آهن. انهن مان ڪهڙي ڪم جي ڪري اوهين مون کي سنگسار ڪريو
ٿا؟“ ٣٣ تنهن تي يهودين وراڻيس ته ”اسين تو کي ڪنهن چڱي ڪم ڪرڻ
ڪري سنگسار نه ٿا ڪريون پر ڪفر بڪڻ ڪري، ڇالاءِجو تو انسان ٿي
ڪري پاڻ کي خدا سڏايو آهي.“ ٣٤ عيسيٰ چيو ته ”ڇا اوهان جي شريعت
۾ اهو لکيل نه آهي ته خدا چيو ته ’اوهين خدا جا فرزند آهيو.‘ ٣٥ خدا انهن
کي پنهنجا فرزند سڏيو جن کي سندس ڪلام مليل هو ۽ خدا جو ڪلام
هميشه لاءِ سچو آهي. ٣٦ جيتري قدر منهنجو واسطو آهي ته پيءُ مون کي
چونڊيو آهي ۽ هن دنيا ۾ موڪليو آهي. پوءِ اوهين ڪيئن چئو ٿا ته مون ڪفر
بڪيو آهي جو مون چيو ته ’آءٌ خدا جو فرزند آهيان؟‘ ٣٧ جيڪڏهن آءٌ پيءُ
جا ڪم نه ڪندو هجان ته اوهين مون تي ايمان نه آڻيو. ٣٨ پر جيڪڏهن
پيءُ جا ڪم ڪريان ٿو، ته اوهين ڀل مون تي ايمان نه آڻيو پر منهنجن انهن
ڪمن تي ته ايمان آڻيو، ته جيئن اوهان کي خبر پوي ۽ سمجهو ته پيءُ
مون ۾ آهي ۽ آءٌ پيءُ ۾ آهيان.“
٣٩ تنهن تي انهن وري به عيسيٰ کي پڪڙڻ جي ڪوشش ڪئي، پر
هو سندن هٿن مان نڪري ويو.

---

١٠:٣٣ لاو ٢٤:١٦ ١٠:٣٤ زب ٨٢:٦

(٤٠)عيسيٰ موٽي وري اردن درياءَ جي هُن پر انهيءَ جاءِ تي آيو، جتي
اڳي يحيٰ بپتسما ڏيندو هو. هو اتي رهي پيو. (٤١)ڪيترائي ماڻهو وٽس
ايندا هئا. هو چوندا هئا ته ”يحيٰ ته ڪوبه معجزو نه ڏيکاريو، پر جيڪي
ڳالهيون هن ماڻهوءَ بابت چيائين سي سڀ پوريون ٿيون.“ (٤٢)اتي ڪيترن
ئي ماڻهن مٿس ايمان آندو.

## لعزر جو موت

١١ (١)لعزر نالي هڪ ماڻهو جيڪو بيت‌عنياه ۾ رهندو هو سو بيمار
تي پيو. بيت‌عنياه اهو ڳوٺ آهي جنهن ۾ مريم ۽ سندس ڀيڻ
مارٿا رهنديون هيون. (٢)هيءَ مريم اها هئي جنهن خداوند کي عطر مکي
پنهنجن وارن سان سندس پير اُگهيا هئا، تنهن جو ڀاءُ لعزر بيمار هو. (٣)ٻنهي
ڀينرن عيسيٰ کي چوائي موڪليو ته ”خداوند! اوهان جو پيارو دوست بيمار
آهي.“ (٤)عيسيٰ اهو ٻڌي چيو ته ”لعزر جي اها بيماري موت واري نه
آهي، بلڪ انهيءَ سان خدا جو جلال ظاهر ٿيندو، ڇالاءِجو سندس فرزند
جي واکاڻ ٿيندي.“
(٥)عيسيٰ جو مارٿا، سندس ڀيڻ ۽ لعزر سان پيار هو. (٦)مگر لعزر جي
بيماريءَ بابت ٻڌڻ جي باوجود به هو جتي هو اتي ٻه ڏينهن وڌيڪ ترسي پيو.
(٧)پوءِ هن شاگردن کي چيو ته ”هلو ته يهوديه ڏانهن موٽي هلون.“ (٨)تنهن
تي شاگردن چيس ته ”اي استاد! اڃا تازو ماڻهو اوهان کي سنگسار ڪرڻ
جي ڪوشش ڪري رهيا هئا ۽ اوهين وري اوڏانهن موٽي هلو ٿا؟“ (٩)عيسيٰ
وراڻيو ته ”ڇا هڪ ڏينهن ۾ ٻارهن ڪلاڪ نه آهن؟ سو جيڪڏهن ڪو ماڻهو
ڏينهن جي روشنيءَ ۾ گهمندو ته ٿاٻو نه کائيندو، ڇاڪاڻ ته هو دنيا جي روشني
ڏسي رهيو آهي. (١٠)پر جيڪڏهن هو رات جي اونداهيءَ ۾ گهمندو ته ضرور
ٿاٻو کائيندو، ڇاڪاڻ ته هن کي روشني نه آهي.“ (١١)عيسيٰ هن کان پوءِ
وڌيڪ چيو ته ”اسان جو دوست لعزر ننڊ پيو آهي، پر آءٌ وڃي کيس ننڊ مان
اٿاريندس.“ (١٢)تنهن تي شاگردن چيس ته ”اي خداوند! جيڪڏهن لعزر ننڊ
۾ آهي ته بچي پوندو.“ (١٣)عيسيٰ ته لعزر جي موت بابت ٿي ڳالهه ڪئي، پر

١٠:٤٠ يو ١:٢٨ — ١١:١ لو ١٠:٣٨-٣٩ — ١١:٢ يو ١٢:٣

هنن سمجهيو ته عيسيٰ ننڊ ۾ سمهي آرام ڪرڻ بابت ٿو چوي. (١٤) تنهنڪري
عيسيٰ صاف چيين ته ”لعزر مري ويو آهي. (١٥) آءٌ اوهان جي خاطر خوش
آهيان جو اتي نه هوس ته جيئن اوهين ايمان آڻيو. هاڻي هلو ته وٽس هلون.“
(١٦) تنهن تي توما جنهن کي جاڙو به سڏيندا هئا، تنهن پنهنجن ساٿي شاگردن
کي چيو ته ”اچو ته اسين به هلون ته جيئن اسين به هن سان گڏ مرون.“

## عيسيٰ قيامت ۽ زندگي آهي

(١٧) جڏهن عيسيٰ اتي پهتو ته کيس معلوم ٿيو ته لعزر کي دفن ڪئي
چار ڏينهن گذري چڪا آهن. (١٨) بيت‌عنياه يروشلم کان ٽي ڪلوميٽر به
پري نه هو. (١٩) سو ڪيترائي يهودي مارٿا ۽ مريم سان سندن ڀاءُ جو عذر
ڪرڻ لاءِ آيا هئا.
(٢٠) جڏهن مارٿا ٻڌو ته عيسيٰ اچي رهيو آهي ته هوءَ کيس ملڻ لاءِ اڳيرو
ويئي پر مريم گهر ۾ ئي ويٺي رهي. (٢١) مارٿا عيسيٰ کي چيو ته ”اي خداوند!
جيڪڏهن اوهين هتي هجو ها ته منهنجو ڀاءُ نه مري ها. (٢٢) پر مون کي
خبر آهي ته جيڪڏهن هاڻي به اوهين خدا کان جو ڪجهه گهرندا سو هو
اوهان کي ڏيندو.“ (٢٣) تنهن تي عيسيٰ چيس ته ”تنهنجو ڀاءُ وري جيئرو
ٿيندو.“ (٢٤) مارٿا وراڻيو ته ”مون کي خبر آهي ته هو قيامت جي وقت آخرت
جي ڏينهن وري جيئرو ٿي اٿندو.“ (٢٥) عيسيٰ کيس چيو ته ”آءٌ قيامت ۽
زندگي آهيان. جيڪو به مون تي ايمان آڻي ٿو سو جيتوڻيڪ مري وڃي ته به
زنده رهندو، (٢٦) ۽ جيڪو به جيئرو آهي ۽ مون تي ايمان ٿو آڻي سو ڪڏهن
به نه مرندو. ڇا تنهنجو هن ڳالهه تي ايمان آهي؟“ (٢٧) مارٿا وراڻيو ته ”هائو
خداوند! مون کي پڪو يقين آهي ته مسيح خدا جو فرزند، جيڪو دنيا ۾
اچڻو هو سي اوهين ئي آهيو.“

## عيسيٰ جو روئڻ

(٢٨) هن چوڻ کان پوءِ مارٿا موٽي ويئي ۽ پنهنجي ڀيڻ مريم کي پنهنجي
منهن سڏي چيائين ته ”اديءَ، استاد آيو آهي ۽ تو کي سڏي ٿو.“ (٢٩) اها
ڳالهه ٻڌڻ شرط مريم هڪدم اٿي کڙي ٿي ۽ عيسيٰ وٽ ويئي. (٣٠) عيسيٰ

اجا تائين ڳوٺ ۾ ڪين پهتو هو، پر اتي ئي هو جتي مارٿا وڃي ساڻس ملي
هئي. (٣١) يهودي جيڪي مريم سان گهر ۾ ويٺا هئا ۽ دلداري پئي ڏنائونس،
تن جڏهن مريم کي تڪڙو تڪڙو ٻاهر ويندي ڏٺو تڏهن اهي به هن جي
پٺيان ويا جو انهن سمجهيو ته هوءَ ڀاءُ جي قبر تي روئڻ وڃي ٿي.
(٣٢) جڏهن مريم عيسيٰ وٽ پهتي ۽ هن کي ڏٺائين ته پيرن تي ڪري پيس
۽ چيائينس ته ”خداوند! جيڪڏهن اوهان هتي هجو ها ته منهنجو ڀاءُ مري
ئي ڪين ها.“ (٣٣) عيسيٰ جڏهن کيس روئندي ڏٺو ۽ ڏٺائين ته ماڻهو جيڪي
ساڻس گڏ آيا هئا سي به روئن پيا، تڏهن سندس دل ڀرجي آئي ۽ کيس ڏاڍو
ڏک ٿيو. (٣٤) هن کانئن پڇيو ته ”اوهان کيس ڪٿي دفن ڪيو آهي؟“ انهن
وراڻيو ته ”اي خداوند! هلي ڏسو.“ (٣٥) عيسيٰ روئي ڏنو. (٣٦) تنهن تي يهودي
چوڻ لڳا ته ”ڏسو، کيس لعزر سان ڪيترو نه پيار آهي.“ (٣٧) پر انهن مان
ڪن چيو ته ”هن انڌي ماڻهوءَ جون اکيون کوليون هيون نه؟ ڇا هو ائين نه
ٿي ڪري سگهيو جو لعزر اصل مري ئي نه ها؟“

## لعزر جو وري جيئرو ٿيڻ

(٣٨) پوءِ عيسيٰ جي دل وري به ڀرجي آئي ۽ هو قبر تي آيو. اها قبر هڪ غار
هئي جنهن جي منهن تي پٿر ڏنل هو. (٣٩) عيسيٰ چيو ته ”هن پٿر کي پري
هٽايو.“ فوتيءَ جي ڀيڻ مارٿا کيس چيو ته ”اي خداوند! اندر ته ٻانس هوندي،
ڇالاءِجو هن کي دفن ڪئي چار ڏينهن گذري ويا آهن.“ (٤٠) عيسيٰ هن کي
چيو ته ”مون تو کي ڪين چيو هو ته جيڪڏهن تون ايمان آڻيندينءَ ته خدا جو
جلوو ڏسندينءَ؟“ (٤١) تڏهن هنن پٿر پري هٽايو. پوءِ عيسيٰ مٿي نهاري چيو ته
”اي بابا! آءٌ تنهنجو شڪرگذار آهيان جو تو منهنجي ٻڌي آهي. (٤٢) مون کي
ته خبر آهي ته تون هميشه منهنجي ٻڌندو آهين. پر هي ماڻهو جيڪي هتي
بيٺا آهن، تن کي اهو ڏيکارڻ لاءِ آءٌ دعا تو گهران ته جيئن اهي ايمان آڻين
ته تو ئي مون کي موڪليو آهي.“ (٤٣) ائين چوڻ کان پوءِ عيسيٰ وڏي واڪي
چيو ته ”اي لعزر! ٻاهر نڪري اچ.“ (٤٤) تنهن تي مئل ماڻهو ٻاهر نڪري آيو.
هن جا هٿ ۽ پير ڪفن سان ٻڌل هئا ۽ سندس منهن رومال سان ويڙهيل هو.
عيسيٰ انهن ماڻهن کي چيو ته ”هن کي کوليو ۽ ڇڏيوس ته وڃي.“

## عيسيٰ خلاف سازش

(متي ٢٦:١-٥، مرقس ١٤:١-٢، لوقا ٢٢:١-٢)

٤٥ جيڪي يهودي مريم وٽ آيا هئا، تن مان ڪيترن ئي جڏهن عيسيٰ
جو هي ڪم ڏٺو تڏهن مٿس ايمان آندائون. ٤٦ پر انهن مان ڪي فريسين
وٽ ويا ۽ عيسيٰ جيڪي ڪجهه ڪيو هو سو وڃي کين ٻڌايائون. ٤٧ تنهن
تي فريسي ۽ سردار ڪاهن ڪائونسل گڏ ڪري چوڻ لڳا ته ”اسين هاڻي
ڇا ڪريون؟ هي ماڻهو ته گهڻا ئي معجزا پيو ڪري. ٤٨ جيڪڏهن اسين
هن کي ائين ڪندي ڇڏي ڏينداسون ته پوءِ هر ڪو مٿس ايمان آڻيندو ۽
رومي حاڪم اسان تي قدم کڻندا. پوءِ هو اسان جي هيڪل ۽ سڄي قوم
کي تباهه ڪري ڇڏيندا.“ ٤٩ انهن مان هڪڙي شخص جو نالو قائفا هو
جيڪو انهيءَ سال جو وڏو سردار ڪاهن هو، تنهن چيو ته ”اوهان کي خبر
ئي ڪانه تي پوي. ٥٠ اوهين اهو سمجهو ئي نه ٿا ته اوهان جي لاءِ هي بهتر
ٿيندو جو هڪڙو ماڻهو قوم لاءِ مري ۽ نه سڄي قوم تباهه ٿئي.“ ٥١ حقيقت
۾ هن جيڪي لفظ چيا سي پنهنجي طرفان نه چيائين، پر جيئن ته هو انهيءَ
سال جو وڏو سردار ڪاهن هو، تنهنڪري هن اهي لفظ اڳڪٿي ڪري چيا
ته عيسيٰ يهودي قوم لاءِ مرندو، ٥٢ نه رڳو قوم لاءِ پر انهيءَ لاءِ ته خدا جا
ٻار جيڪي ڇڙوڇڙ ٿيل آهن تن کي گڏي هڪ ڪري. ٥٣ انهيءَ ڏينهن کان
وٺي يهودي اڳواڻ عيسيٰ کي مارڻ جون سازشون سٽڻ لڳا. ٥٤ تنهنڪري
عيسيٰ انهيءَ ڏينهن کان پوءِ يهودين ۾ کليو کلايو نه گهمندو هو. پر هو
اتان رڻ‌پٽ جي پر واري علائقي ڏانهن هليو ويو ۽ افرائيم نالي هڪ ڳوٺ
۾ پنهنجن شاگردن سان گڏ رهڻ لڳو.

٥٥ يهودي قوم جي عيد فصح ويجهي هئي، سو ڪيترائي ماڻهو ٻهراڙيءَ
کان يروشلم ۾ آيا هئا ته جيئن هو عيد فصح کان اڳ پاڻ کي پاڪ ڪن.
٥٦ اهي عيسيٰ کي ڳولي رهيا هئا، سو جيئن اهي هيڪل ۾ گهڙيا ته هڪٻئي
کان پڇڻ لڳا ته ”ڇا ٿا ڀانئيو ته هو ايندو يا نه؟“ ٥٧ سردار ڪاهنن ۽ فريسين
هي حڪم ڏيئي ڇڏيو ته ”جيڪڏهن ڪنهن کي خبر هجي ته عيسيٰ ڪٿي
آهي ته اهو ضرور ٻڌائي ته جيئن کيس پڪڙيو وڃي.“

## بيت‌عنياه ۾ مهمانداري

(متي ۲٦:٦-۱۳، مرقس ۱۴:۳-۹)

# ۱۲

(۱) عيد فصح کان ڇهہ ڏينهن اڳ عيسيٰ بيت‌عنياه ڏانهن ويو
جتي لعزر رهندو هو، جنهن کي عيسيٰ مئلن مان جيئرو ڪيو
هو. (۲) انهن هن لاءِ رات جي ماني تيار ڪئي. مارٿا خدمت پئي ڪئي.
دسترخوان تي عيسيٰ ۽ مهمانن سان گڏ لعزر بہ ويٺو هو. (۳) پوءِ مريم اڌ
ليٽر تمام قيمتي عطر، جيڪو سچي سُرهي مُرَ مان تيار ڪيل هو، سو کڻي
عيسيٰ جي پيرن کي مکيو ۽ پوءِ پنهنجن وارن سان سندس پير اُگهيائين.
انهيءَ عطر جي سرهاڻ سان سڄو گهر پرجي ويو. (۴) عيسيٰ جي شاگردن
مان هڪڙي جنهن جو نالو يهوداہ اسڪريوتي هو ۽ جيڪو اڳتي هلي ساڻس
دغا ڪرڻ وارو هو، (۵) تنهن چيو تہ ”ڇو نہ هي عطر ٽن سَوَن [۱] چانديءَ
جي سڪن ۾ وڪڻي غريبن کي خيرات ڏجي ها.“ (٦) هن اهي لفظ غريبن
جي همدرديءَ لاءِ نہ چيا، پر هو پاڻ چور هو ۽ انهيءَ لاءِ چيائين تہ هو
انهن پئسن مان ڪجهہ چورائي، ڇالاءِجو پئسن جي ڳوٿري وٽس رهندي
هئي. (۷) تنهن تي عيسيٰ چيو تہ ”ڇڏيوس، ڇوتہ هن اهو عطر منهنجي
ڪفن دفن لاءِ ئي بچائي رکيو هو. (۸) غريب تہ اوهان وٽ هميشہ آهن پر
آءٌ اوهان وٽ هميشہ نہ هوندس.“

## لعزر خلاف سازش

(۹) يهودين جي وڏي ميڙ جڏهن ٻڌو تہ عيسيٰ بيت‌عنياه ۾ آهي، تڏهن
اهي اتي ويا. اهي نہ رڳو عيسيٰ کي ڏسڻ لاءِ ويا پر لعزر کي بہ ڏسڻ ويا،
جنهن کي عيسيٰ مئلن مان جيئرو ڪيو هو. (۱۰) تنهنڪري سردار ڪاهنن
لعزر کي بہ مارڻ جون سازشون سٽيون، (۱۱) ڇالاءِجو لعزر جي ڪري ڪيترن
ئي يهودين انهن کي ڇڏي عيسيٰ تي ايمان آندو هو.

---

[۱] چانديءَ جي سڪن: ڏسو يوحنا ٦:۷.

۱۲:۲ لو ۷:۳۷-۳۸ ۱۲:۸ شر ۱۵:۱۱

## يروشلم ۾ شان سان داخل ٿيڻ

(متي ٢١:١-١١، مرقس ١١:١-١١، لوقا ١٩:٢٨-٤٠)

⑫ ٻئي ڏينهن تي وڏو ميڙ جيڪو عيد فصح تي آيو هو تنهن ٻڌو ته عيسيٰ
يروشلم ۾ اچي رهيو آهي. ⑬ سو انهن کجيءَ جون ٽاريون هٿن ۾ کنيون
۽ ساڻس ملڻ لاءِ اڳيرو ويا ۽ واڪا ڪري چوڻ لڳا ته "واڪاڻ خدا جي
آهي! سڳورو آهي اهو، جيڪو خداوند جي نالي تي ٿو اچي! بني اسرائيل
جو بادشاهه مبارڪ، مبارڪ!" ⑭ عيسيٰ کي هڪ ڪودڙو مليو ويو ۽ هو
مٿس چڙهي ويٺو، جيئن لکيل آهي ته

⑮ "اي [1]صيئون جا شهر! ڊڄ نه،
ڏس، تنهنجو بادشاهه اچي پيو،
جيڪو ڪودڙي تي سوار آهي."

⑯ سندس شاگردن کي پهريائين ته اهي ڳالهيون سمجهه ۾ ڪين تي
آيون. پر پوءِ جڏهن عيسيٰ جو جلوو ظاهر ٿيو تڏهن انهن کي ياد آيو
ته اهي ئي ڳالهيون هن بابت صحيفي ۾ لکيل آهن ۽ ائين ئي ماڻهن
ساڻس سلوڪ ڪيو.
⑰ جنهن مهل عيسيٰ لعزر کي قبر مان سڏي مئلن مان جياريو هو، تنهن
مهل جيڪي ماڻهو ساڻس گڏ هئا، سي ان وقت اها شاهدي ڏيئي رهيا
هئا. ⑱ انهيءَ سبب ڪري ڪيترائي ماڻهو عيسيٰ سان ملڻ لاءِ آيا، ڇالاءِجو
انهن ٻڌو هو ته هن ئي اهو معجزو ڪيو آهي. ⑲ تنهن تي فريسي پاڻ ۾
چوڻ لڳا ته "اسان کي ڪو ليکي به نه ٿو. پر هن کي ته ڏسو، سڄي
دنيا سندس پٺيان پيئي هلي!"

## ڪن يونانين جو عيسيٰ کي ڳولڻ

⑳ جيڪي ماڻهو يروشلم ۾ عيد تي عبادت ڪرڻ لاءِ آيا هئا، تن ۾

---

[1] صيئون جا شهر: يعني يروشلم شهر

١٢:١٣ زب ١١٨:٢٥، ٢٦ ١٢:١٥ زڪ ٩:٩

ڪي يوناني بہ هئا. ⑳ اهي فلپس وٽ آيا جيڪو گليل جي شهر بيتصيدا
جو ويٺل هو ۽ چيائونس تہ ”اي سائين! اسين عيسيٰ کي ڏسڻ چاهيون
ٿا.“ ㉒ فلپس اچي اندرياس کي اها ڳالهہ ٻڌائي ۽ پوءِ اندرياس ۽ فلپس
ٻنهي وڃي عيسيٰ کي ٻڌايو. ㉓ عيسيٰ کين چيو تہ ”اها گهڙي اچي پهتي
آهي، جڏهن ابنآدم جو جلوو ظاهر ٿيندو. ㉔ آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان
تہ جيستائين ڪڻڪ جو داڻو زمين ۾ پورجي نہ ٿو تيستائين اڪيلو ٿو رهي.
پر جي پورجي ٿو تہ ڪيئي داڻا پيدا ڪري ٿو. ㉕ جيڪو بہ پنهنجيءَ جان
سان پيار ڪري ٿو سو اها وڃائيندو، پر جيڪو هن دنيا ۾ پنهنجيءَ جان
کان نفرت ڪري ٿو سو اها دائمي زندگيءَ لاءِ بچائيندو. ㉖ جيڪو منهنجي
خدمت ڪرڻ چاهي سو منهنجي پٺيان اچي، تہ جيئن جتي آءٌ آهيان اتي
منهنجو خدمتگار بہ هجي. منهنجو پيءُ انهيءَ جي عزت ڪندو جيڪو
منهنجي خدمت ڪندو.“

## پنهنجي موت بابت ٻڌائڻ

㉗ ”منهنجي دل ڏکويل آهي، هاڻي آءٌ ڇا چوان؟ ڇا آءٌ ائين چوان تہ
’اي بابا! مون کي هن گهڙيءَ کان بچاءِ‘؟ پر هن گهڙيءَ لاءِ ئي تہ آءٌ آيو
آهيان. ㉘ اي بابا! تون پنهنجي نالي کي جلوو ڏي.“ تنهن تي آسمان
مان آواز آيو تہ ”مون پنهنجي نالي کي جلوو ڏنو آهي ۽ وري بہ ڏيندس.“
㉙ تڏهن جيڪي ماڻهو اتي بيٺا هئا، تن مان ڪن اهو ٻڌي چيو تہ ”اُبِ
گجيو“ ۽ ٻين وري چيو تہ ”ڪنهن ملائڪ ساڻس ڳالهايو آهي.“ ㉚ پر
عيسيٰ کين چيو تہ ”اهو آواز منهنجي لاءِ نہ پر اوهان جي لاءِ هو. ㉛ هي
اهو وقت آهي جو دنيا جو فيصلو ٿيندو. هاڻي [1] هن دنيا جي سردار کي
لوڏي ڪڍيو ويندو. ㉜ جڏهن آءٌ مٿي چاڙهيو ويندس تہ سڀني کي پاڻ
ڏانهن ڇڪي وٺندس.“ ㉝ هن چوڻ مان هن جو مطلب هو تہ سندس
موت ڪيئن ٿيندو.

---

[1] هن دنيا جي سردار: يعني شيطان.

٢٥:١٢ مت ١٠:٣٩، ١٦:٢٥، مر ٨:٣٥، لو ٩:٢٤، ١٧:٣٣

(۳۴) تنهن تي ميڙ چيو ته ”اسان جي شريعت ٻڌائي ٿي ته مسيح هميشه
جيئرو رهندو، ته پوءِ تون ڪيئن ٿو چوين ته ابن‌آدم ضرور مٿي چاڙهيو ويندو؟
اهو ابن‌آدم ڪير آهي؟“ (۳۵) عيسيٰ وراڻيو ته ”اجا ڪجهه وقت روشني اوهان
وٽ رهندي. جيستائين روشني اوهان وٽ آهي تيستائين روشنيءَ ۾ گهمندا
رهو ته متان اوهان وٽ اونداهي نه اچي وڃي، ڇالاءِجو جيڪو اونداهيءَ ۾
گهمندو آهي تنهن کي خبر نه پوندي آهي ته ڪيڏانهن وڃي رهيو آهيان.
(۳٦) جيستائين روشني اوهان وٽ آهي تيستائين روشنيءَ تي ايمان آڻيو ته جيئن
اوهين روشنيءَ جا ٻار ٿيو.“
هن چوڻ کان پوءِ عيسيٰ هليو ويو ۽ پاڻ کي انهن کان لڪايائين.

## يهودين جو ايمان نه آڻڻ

(۳۷) جيتوڻيڪ عيسيٰ يهودين جي اڳيان هيترا معجزا ڪيا هئا ته به انهن مٽس
ايمان نه آندو هو. (۳۸) اهو انهيءَ لاءِ ته جيڪو يسعياه نبيءَ چيو هو سو پورو ٿئي ته
”اي خداوند! ڪنهن اسان تي ايمان آندو؟
۽ ڪنهن تي خداوند جي قدرت ظاهر ٿي؟“
(۳۹) اهو ئي سبب هو جو انهن ايمان نه آندو، ڇاڪاڻ‌ته يسعياه نبيءَ هي
فرمان به ٻڌايو هو ته
(۴۰) ”مون خدا انهن جون اکيون پوري ڇڏيون آهن
۽ سندن عقل تي تالو هڻي ڇڏيو آهي،
ته متان اهي پنهنجين اکين سان ڏسن
۽ پنهنجن عقلن سان سمجهن،
۽ مون ڏانهن ڦري پون ته
آءٌ کين شفا ڏيان.“
(۴۱) يسعياه هي انهيءَ لاءِ چيو هو ڇالاءِجو هن عيسيٰ جو جلوو ڏٺو هو ۽
انهيءَ بابت چيو هئائين. (۴۲) تنهن هوندي به ڪيترن ئي اڳواڻن عيسيٰ تي ايمان
آندو پر فريسين جي ڪري اهي کُليءَ طرح اقرار نه پيا ڪن، ته متان کين

۱۲:۳۴ زبر ۱۱۰:۴، يس ۹:۷، حز ۳۷:۲۵، دان ۷:۱۴ ۱۲:۳۸ يس ۵۳:۱
۱۲:۴۰ يس ٦:۱۰

عبادت گاهن مان ٻاهر ڪڍي نه ڇڏين. ۴۳ انهن کي خدا کان عزت حاصل
ڪرڻ بدران ماڻهن کان عزت حاصل ڪرڻ وڌيڪ پسند هو.
۴۴ پوءِ عيسيٰ وڏي واڪي چيو ته ”جيڪو به مون تي ايمان آڻي ٿو سو
نه رڳو مون تي ايمان ٿو آڻي، پر انهيءَ تي به ايمان آڻي ٿو جنهن مون کي
موڪليو آهي. ۴۵ جيڪو مون کي ڏسي ٿو سو انهيءَ کي به ڏسي ٿو جنهن
مون کي موڪليو آهي. ۴۶ آءٌ روشني آهيان ۽ هن دنيا ۾ انهيءَ لاءِ آيو آهيان
ته جيڪو به مون تي ايمان آڻي سو اونداهيءَ ۾ نه رهي. ۴۷ جيڪو منهنجون
ڳالهيون ٻڌي انهن تي عمل نه ٿو ڪري، تنهن جو آءٌ فيصلو نه ڪندس.
آءٌ دنيا ۾ فيصلو ڪرڻ لاءِ نه آيو آهيان پر دنيا کي بچائڻ لاءِ آيو آهيان.
۴۸ جيڪو مون کي نه ٿو مڃي ۽ منهنجون ڳالهيون قبول نه ٿو ڪري، تنهن
جي فيصلي ڪرڻ وارو هڪڙو آهي، يعني اهي منهنجون ڪيل ڳالهيون ئي
آهن، جيڪي آخرت جي ڏينهن هن کي ڏوهاري ٺهرائينديون. ۴۹ ڇالاءِجو
جيڪو ڪلام مون ڪيو آهي سو پنهنجي طرفان نه ڪيو آهي پر پيءُ، جنهن
مون کي موڪليو آهي تنهن مون کي حڪم ڏنو آهي ته مون کي ڇا چوڻ
۽ ڳالهائڻ گهرجي. ۵۰ مون کي خبر آهي ته هن جو حڪم دائمي زندگي
ڏئي ٿو. تنهنڪري جيڪي ڪجهه آءٌ چوان ٿو سو اهو ئي آهي جيڪو پيءُ
مون کي ٻڌائڻ لاءِ چيو آهي.“

## شاگردن جا پير ڌوئڻ

۱۳ ۱ هاڻ جڏهن ته عيسيٰ کي اها خبر هئي ته ’منهنجي اها گهڙي
اچي ويئي آهي جو آءٌ هيءَ دنيا ڇڏي پيءُ ڏانهن وڃان،‘ تنهن
هوندي به جيڪي هن دنيا ۾ پنهنجا هيس تن کي آخري گهڙيءَ تائين
پيار ڪندو آيو.
عيد فصح کان هڪ ڏينهن اڳ ۾ ۲ عيسيٰ ۽ سندس شاگرد رات جي
ماني کائي رهيا هئا، انهيءَ وقت کان اڳ ئي شيطان، شمعون جي پٽ
يهوداه اسڪريوتيءَ جي دل ۾ وجهي ڇڏيو هو ته هو عيسيٰ سان دغا ڪري.
۳ عيسيٰ کي خبر هئي ته ’پيءُ مون کي سڀ ڪجهه هٿ ۾ ڏنو آهي.‘
کيس اها به خبر هئي ته ’آءٌ خدا جي طرفان آيو آهيان ۽ خدا ڏانهن موٽي وڃي

رهيو آهيان.' ④ تڏهن عيسيٰ مانيءَ تان اٿيو ۽ پنهنجو جبو لاهي توال چيلهه
سان ٻڌائين. ⑤ پوءِ ڪجهه پاڻي ٿالهه ۾ وجهي پنهنجن شاگردن جا پير ڌوئڻ
لڳو ۽ چيلهه سان ٻڌل توال سان سندن پير اُگهڻ لڳو. ⑥ جڏهن شمعون
پطرس وٽ آيو ته هن چيس ته ”اي خداوند! ڇا اوهين منهنجا به پير ڌوئيندا؟“
⑦ عيسيٰ وراڻيس ته ”تون هاڻي نه ٿو سمجهين ته آءٌ ڇا ڪري رهيو آهيان، پر
پوءِ تو کي خبر پوندي.“ ⑧ پطرس چيس ته ”آءٌ پنهنجا پير اوهان کان ڪڏهن
به نه ڌئارينديس.“ عيسيٰ چيس ته ”جيڪڏهن تون پنهنجا پير نه ٿو ڌئارين ته
پوءِ تنهنجو مون ۾ ڪو به حصو نه رهندو.“ ⑨ تنهن تي شمعون پطرس چيس
ته ”اي خداوند! پوءِ منهنجا رڳو پير نه ڌوئو، بلڪ منهنجا هٿ ۽ مٿو به ڌوئو.“
⑩ عيسيٰ چيس ته ”جيڪو وهنتل آهي تنهن کي پيرن ڌوئارڻ کانسواءِ ٻي
ڪا به گهرج نه آهي، ڇالاءِجو هو سڄو ئي پاڪ آهي. سو اوهين به پاڪ آهيو
پر سڀيئي نه.“ ⑪ ان جو سبب اهو هو جو عيسيٰ کي اڳي ئي خبر هئي ته ڪير
ساڻس دغا ڪندو، تنهنڪري هن چيو ته ”اوهين سڀيئي پاڪ نه آهيو.“

⑫ جڏهن عيسيٰ شاگردن جا پير ڌوئي چڪو ته جبو پائي وري پنهنجي
جاءِ تي اچي ويٺو. هن کانئن پڇيو ته ”ڇا اوهان سمجهيو ته مون اوهان لاءِ
ڇا ڪيو؟ ⑬ اوهين مون کي استاد ۽ خداوند ڪري ٿا سڏيو، سو برابر آهي
ڇاڪاڻ‌ته آءٌ اهو ئي آهيان. ⑭ هاڻي مون استاد ۽ خداوند هوندي به اوهان جا
پير ڌوتا آهن، سو اوهان کي به هڪٻئي جا پير ڌوئڻ گهرجن. ⑮ مون اوهان
جي لاءِ اهو نمونو ڏنو آهي، ته جيئن اوهين به ائين ئي ڪريو جيئن مون اوهان
سان ڪيو آهي. ⑯ آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته غلام پنهنجي مالڪ کان
وڏو نه آهي ۽ نه وري موڪليل پنهنجي موڪليندڙ کان. ⑰ هاڻي اوهين ڪيترا
نه سڀاڳا ٿيندا جيڪڏهن اهي ڳالهيون سمجهي انهن تي عمل ڪندا.“

## عيسيٰ سان دغا ڪرڻ لاءِ اڳڪٿي

(متي ٢٦: ٢٠-٢٥، مرقس ١٤: ١٧-٢١، لوقا ٢٢: ٢١-٢٣)

⑱ ”آءٌ اوهان سڀني بابت نه ٿو ڳالهايان. مون کي انهن جي خبر آهي
جن کي مون چونڊيو آهي. پر پاڪ لکت پوري ٿيڻ گهرجي، جنهن ۾ لکيل

---

١٣: ١٢-١٥ لو ٢٢: ٢٧ ١٣: ١٦ مت ١٠: ٢٤، لو ٦: ٤٠، يو ١٥: ٢٠ ١٣: ١٨ زب ٤١: ٩

آهي ته ’جيڪو منهنجي ماني کائي ٿو، سو ئي منهنجي خلاف ٿيندو.‘
(١٩) هاڻي انهيءَ ڳالهه جي ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي آءٌ اوهان کي ٻڌائي ٿو ڇڏيان
ته جڏهن ائين ٿئي ته اوهين ايمان آڻيو ته آءٌ اهو ئي آهيان. (٢٠) آءٌ اوهان کي
سچ ٿو ٻڌايان ته جيڪو منهنجي موڪليل کي قبول ڪندو، سو ڄڻ مون
کي قبول ٿو ڪري ۽ جيڪو مون کي قبول ٿو ڪري سو انهيءَ کي قبول
ٿو ڪري جنهن مون کي موڪليو آهي.“
(٢١) جڏهن عيسيٰ هي چئي چڪو، تڏهن دل ۾ پريشان ٿيڻ لڳو ۽ شاهدي
ڏيندي چيائين ته ”آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته اوهان مان هڪڙو مون کي
پڪڙائيندو.“ (٢٢) تنهن تي شاگرد واٺڙا ٿي ويا ۽ هڪٻئي کان پڇڻ لڳا ته ”اهو
اشارو ڪنهن ڏانهن آهي؟“ (٢٣) شاگردن مان هڪڙو جنهن سان عيسيٰ جو
پيار هو، سو عيسيٰ جي سيني ڏانهن جهُڪي ڪائي رهيو هو. (٢٤) شمعون
پطرس هن کي اشارو ڏيئي چيو ته ”هن کان پڇ ته اهو ڪير آهي، جنهن
بابت هو ڳالهائي رهيو آهي.“ (٢٥) پوءِ هن ائين ئي عيسيٰ جي ويجهو هوندي
ڪانئس پڇيو ته ”اي خداوند! اهو ڪير آهي؟“ (٢٦) عيسيٰ وراڻيو ته ”آءٌ جنهن
ماڻهوءَ کي ٿالهيءَ مان گرهه ٻوڙي ڏيندس، سو ئي اهو آهي.“ پوءِ هن مانيءَ جو
گرهه ٻوڙي شمعون اسڪريوتيءَ جي پٽ يهوداه کي ڏنو. (٢٧) جيئن ئي يهوداه
گرهه ورتو تيئن ئي شيطان منجهس گهڙيو. عيسيٰ کيس چيو ته ”جيڪو تو
کي ڪرڻو آهي سو جلدي ڪري وٺ.“ (٢٨) هاڻي جن به اتي ويٺي ڪاڌو، تن
مان ڪنهن به نه سمجهيو ته ڪهڙي مطلب سان عيسيٰ يهوداه اسڪريوتيءَ
کي ائين چيو. (٢٩) ڪن ائين پئي سمجهيو ته ڇالاءِ جو يهوداه وٽ پئسن جي
ڳوٿري رهندي آهي، تنهنڪري عيسيٰ چويس ٿو ته ’عيد جي لاءِ جيڪي
شيون وٺڻيون اٿيئي سي وٺ،‘ يا وري ’ڪجهه غريبن کي ڏي.‘ (٣٠) پوءِ ته
يهوداه گرهه وٺي سڌو ٻاهر نڪري هليو ويو. انهيءَ مهل رات جو وقت هو.

## هڪ نئون حڪم

(٣١) يهوداه جي وڃڻ کان پوءِ عيسيٰ چيو ته ”هاڻي ابن‌آدم جو جلوو ظاهر
ٿيو آهي ۽ خدا جو جلوو به هن جي معرفت ظاهر ٿيو. (٣٢) جيڪڏهن خدا

٢٠:١٣ مت ١٠:٤٠، مر ٩:٣٧، لو ٩:٤٨، ١٠:١٦

جو جلوو ابن‌آدم جي معرفت ظاهر ٿيندو ته خدا به هن کي پاڻ جلوو ڏيندو،
بلڪ اِجهو، هاڻي ٿو ڏئيس. (٣٣) اي منهنجا ٻارو! آءٌ اوهان سان گهڻو وقت
نه رهندس. اوهين مون کي ڳوليندا، پر آءٌ اوهان کي هاڻي ٻڌايان ٿو، جيئن
مون يهودي اڳواڻن کي ٻڌايو هو ته اوهين اتي اچي نه سگهندا جتي آءٌ وڃي
رهيو آهيان. (٣٤) آءٌ اوهان کي هڪ نئون حڪم ٿو ڏيان ته هڪٻئي سان پيار
ڪريو. جيئن مون اوهان سان پيار ڪيو آهي، تيئن اوهان کي به هڪٻئي
سان پيار ڪرڻ گهرجي. (٣٥) جيڪڏهن اوهين هڪٻئي سان پيار ڪندا ته پوءِ
سڀني کي خبر پوندي ته اوهين منهنجا شاگرد آهيو."

## پطرس جي انڪار بابت اڳڪٿي

(متي ٢٦:٣١-٣٥، مرقس ١٤:٢٧-٣١، لوقا ٢٢:٣١-٣٤)

(٣٦) شمعون پطرس عيسيٰ کان پڇيو ته "اي خداوند! تون ڪيڏانهن وڃي
رهيو آهين؟" عيسيٰ وراڻيس ته "جتي آءٌ وڃي رهيو آهيان اتي تون مون سان
هاڻي نه ٿو هلي سگهين، پر پوءِ تون اتي ايندين." (٣٧) پطرس پڇيس ته "اي
خداوند! آءٌ تو سان هاڻي ڇو نه ٿو هلي سگهان؟ آءٌ ته تنهنجي لاءِ پنهنجي
جان به ڏيڻ لاءِ تيار آهيان." (٣٨) عيسيٰ وراڻيس ته "ڇا تون سچ‌پچ منهنجي
لاءِ پنهنجي جان ڏيندين؟ آءٌ تو کي سچ ٿو ٻڌايان ته ڪڪڙ جي ٻانگ ڏيڻ
کان اڳ ۾ تون منهنجو ٽي دفعا انڪار ڪندين."

## عيسيٰ، پيءُ ڏانهن وڃڻ جو رستو

١٤ (١) عيسيٰ انهن کي وڌيڪ چيو ته "پنهنجيءَ دل ۾ پريشان نه ٿيو.
خدا تي يقين رکو ۽ مون تي به يقين رکو. (٢) منهنجي پيءُ جي
گهر ۾ ڪيتريون ئي ڪوٺيون آهن. آءٌ اوهان جي خاطر جاءِ تيار ڪرڻ لاءِ
وڃي رهيو آهيان. جيڪڏهن ائين نه هجي ها ته آءٌ اوهان کي نه ٻڌايان
ها. (٣) جڏهن آءٌ وڃي اوهان جي لاءِ جاءِ تيار ڪندس ته پوءِ موٽي ايندس
۽ اوهان کي به پاڻ سان گڏ وٺي ويندس، ته جتي آءٌ آهيان اتي اوهين به
هجو. (٤) جيڏانهن آءٌ وڃي رهيو آهيان، انهيءَ رستي جي اوهان کي خبر

١٣:٣٣ يو ٧:٣٤ ١٣:٣٤ يو ١٥:١٢،١٧، ١ يو ٣:٢٣، ٢ يو ٥

آهي.“ ⑤ تنهن تي توما کيس چيو ته ”اي خداوند! اسان کي خبر نه آهي ته
تون ڪيڏانهن وڃي رهيو آهين، سو اسان کي انهيءَ رستي جي خبر ڪيئن
پوندي؟“ ⑥ عيسيٰ کيس ورائيو ته ”رستو، سچ ۽ زندگي آءٌ آهيان. منهنجي
وسيلي کان سواءِ ڪوبه پيءُ تائين پهچي نه ٿو سگهي. ⑦ جيڪڏهن اوهين
مون کي سڃاڻو ٿا ته منهنجي پيءُ کي به سڃاڻيندا. اڄ کان وٺي اوهين کيس
سڃاڻو ٿا ۽ کيس ڏٺو به اٿوَ.“

⑧ تنهن تي فلپس چيس ته ”اي خداوند! اسان کي پيءُ ڏيکار. بس اهو
ئي اسان کي گهرجي.“ ⑨ عيسيٰ چيس ته ”اي فلپس! هيترو وقت آءٌ اوهان
سان هوس ته به اوهين مون کي نه ٿا سڃاڻو؟ جنهن به مون کي ڏٺو آهي تنهن
پيءُ کي ڏٺو آهي. پوءِ تون ڪيئن ٿو چوين ته ’اسان کي پيءُ ڏيکار‘؟ ⑩ ڇا
تو کي يقين نه آهي ته آءٌ پيءُ ۾ آهيان ۽ پيءُ مون ۾ آهي؟ جيڪي ڳالهيون آءٌ
اوهان کي ٻڌايان ٿو سي پاڻ ئي ڪين ٿو ٻڌايان، پر پيءُ، جيڪو مون ۾ رهي
ٿو سو پنهنجا ڪم پاڻ ڪري ٿو. ⑪ مون تي يقين ڪريو ته آءٌ پيءُ ۾ آهيان
۽ پيءُ مون ۾ آهي. جيڪڏهن ائين يقين نه ٿا ڪريو ته هي ڪم جيڪي آءٌ
ڪري رهيو آهيان، تن جي ڪري يقين ڪريو. ⑫ آءٌ اوهان کي سچ ٿو چوان
ته جيڪو مون تي ايمان آڻيندو سو به اهڙا ئي ڪم ڪندو جهڙا آءٌ ڪري
رهيو آهيان، بلڪ انهن کان به وڏا ڪم ڪندو، ڇالاءِجو آءٌ وڃي پيءُ وٽ
ٿو رهندس. ⑬ اوهين منهنجي نالي تي جيڪيبه گهرندا سو آءٌ ڪندس ته
جيئن پيءُ جو جلوو پٽ جي معرفت ظاهر ٿئي. ⑭ اوهين منهنجي نالي تي
جيڪيبه مون کان گهرندا سو آءٌ ڪندس.“

## پاڪ روح جي موڪلڻ جو واعدو

⑮ ”جيڪڏهن اوهين سچپچ مون سان پيار ڪريو ٿا، ته اوهين منهنجن
حڪمن تي به عمل ڪندا. ⑯ آءٌ پيءُ کي عرض ڪندس ۽ هو اوهان کي
هڪ ٻيو مددگار ڏيندو جيڪو هميشه اوهان سان رهندو، ⑰ يعني سچ جو
پاڪ روح. دنيا هن کي حاصل ڪري نه ٿي سگهي، ڇاڪاڻ‌ته دنيا کيس
نه ڏسي ٿي ۽ نه وري سڃاڻي ٿي. پر اوهين کيس سڃاڻو ٿا، ڇاڪاڻ‌ته هو
اوهان سان رهي ٿو ۽ اوهان ۾ هوندو.

⑱آءٌ اوهان کي يتيم ڪري ڇڏي نہ ويندس، آءٌ ضرور موٽي ايندس.
⑲باقي ٿورو وقت آهي ۽ پوءِ دنيا مون کي وڌيڪ نہ ڏسندي، پر اوهين
مون کي ڏسندا. آءٌ زنده آهيان تنهنڪري اوهين بہ زنده هوندا. ⑳جڏهن
اهو ڏينهن ايندو تڏهن اوهان کي خبر پوندي تہ آءٌ پنهنجي پيءُ ۾ آهيان ۽
اوهين مون ۾ ۽ آءٌ اوهان ۾ آهيان.
㉑ جنهن کي منهنجن حڪمن جي خبر آهي ۽ هو انهن تي عمل ڪري
تہ سو ئي مون سان پيار ڪري ٿو. جيڪو مون سان پيار ڪري ٿو، تنهن
سان منهنجو پيءُ پيار ڪندو ۽ آءٌ بہ انهيءَ سان پيار ڪندس ۽ مٿس پاڻ ظاهر
ڪندس.” ㉒ يهوداہ اسڪريوتي نہ، بلڪ ٻي يهوداہ عيسيٰ کي چيو تہ ”اي
خداوند! ڇا جي ڪري اوهين اسان تي پاڻ ظاهر ڪندا ۽ نہ دنيا تي؟“
㉓ تنهن تي عيسيٰ کيس وراڻيو تہ ”جيڪو مون سان پيار ڪري ٿو سو منهنجي
ڪلام تي عمل ڪندو. منهنجو پيءُ هن سان پيار ڪندو، آءٌ ۽ منهنجو پيءُ
هن وٽ ايندا سون ۽ ساڻس گڏجي رهنداسون. ㉔ جيڪو مون سان پيار نہ ٿو
ڪري سو منهنجي ڪلام تي عمل نہ ٿو ڪري ۽ ڪلام جيڪو اوهان ٻڌو
آهي، سو منهنجو نہ آهي پر اهو پيءُ جو آهي جنهن مون کي موڪليو آهي.
㉕مون اهي ڳالهيون اوهان سان رهي اوهان کي ٻڌايون آهن. ㉖ پر
مددگار يعني پاڪ روح، جنهن کي پيءُ منهنجي نالي موڪليندو، سو اوهان
کي سڀ ڳالهيون سيکاريندو ۽ اوهان کي اهي ڳالهيون ياد ڏياريندو رهندو،
جيڪي مون اوهان کي چيون آهن. ㉗آءٌ اوهان کي اطمينان ڏيئي ٿو وڃان،
بلڪ اوهان کي پنهنجو اطمينان ڏيان ٿو. اهڙو نہ ٿو ڏيان جهڙو دنيا ڏئي ٿي.
اوهين پنهنجي دل ۾ پريشان نہ ٿيو ۽ نڪي ڊڄو. ㉘اوهان مون کي هي
چوندي ٻڌو هو تہ ’آءٌ وڃي رهيو آهيان پر اوهان وٽ موٽي ايندس.‘ جيڪڏهن
اوهان جو مون سان پيار هجي ها تہ جيڪر خوش ٿيو ها جو آءٌ پيءُ وٽ وڃي
رهيو آهيان، ڇاڪاڻ تہ پيءُ مون کان وڏو آهي. ㉙ هن ڳالھ جي ٿيڻ کان اڳ
۾ ئي مون اوهان کي ٻڌائي ڇڏيو آهي تہ جڏهن ائين ٿئي تہ اوهين ايمان
آڻجو. ㉚ هن کان پوءِ آءٌ اوهان سان وڌيڪ نہ ڳالهائيندس، ڇالاءِجو [1]هن
دنيا جو سردار اچي رهيو آهي. هن جو مون تي ڪوبہ اختيار نہ آهي. ㉛ پر

[1] هن دنيا جو سردار: يعني شيطان

اهو انهيءَ لاءِ ٿئي ٿو ته جيئن دنيا کي خبر پوي ته آءٌ پيءُ سان پيار ڪريان ٿو ۽
جيئن پيءُ مون کي حڪم ڏنو آهي تيئن ئي ڪريان ٿو.
هاڻي هلو ته هتان هلون.“

## عيسيٰ ڊاک جي سچي ول

**۱۵** ① عيسيٰ وڌيڪ چيو ته ”آءٌ ڊاک جي سچي ول آهيان ۽ منهنجو
پيءُ باغائي آهي. ② مون ۾ جيڪا ٽاري ميوو نه ٿي جهلي تنهن
کي هو ڪپي ڇڏي ٿو. پر جيڪا ٽاري ميوو جهلي ٿي تنهن کي هو ڇانگي
ٿو ته جيئن اها وڌيڪ ميوو ڏئي. ③ جيڪو ڪلام مون اوهان کي ٻڌايو آهي،
تنهن جي ڪري اوهين اڳي ئي پاڪ ٿيا آهيو. ④ اوهين مون سان گڏجي
هڪ ٿي رهو ۽ آءٌ اوهان سان گڏجي هڪ ٿي رهندس. تيستائين ڪابه ٽاري
ميوو نه ٿي جهلي، جيستائين اها ول ۾ نه ٿي رهي. اهڙيءَ طرح اوهين به ميوو
نه ٿا جهلي سگهو جيستائين مون ۾ نه رهو.
⑤ آءٌ ڊاک جي ول آهيان ۽ اوهين منهنجون ٽاريون آهيو. جيڪو به مون ۾
رهي ٿو ۽ آءٌ انهيءَ ۾ رهان ٿو، سو ئي گهڻو ميوو جهليندو، ڇالاءِ جو اوهين مون
کان سواءِ ڪجهه به ڪري نه ٿا سگهو. ⑥ جيڪو مون ۾ نه رهندو سو ٽاريءَ
وانگر وڍي اڇلايو ويندو، جيڪو سڪي ويندو. پوءِ اهڙيون ٽاريون ميڙي گڏ
ڪري باهه ۾ وڌيون وينديون ۽ اهي سڙي وينديون. ⑦ جيڪڏهن اوهين مون
۾ رهو ۽ منهنجون ڳالهيون اوهان ۾ رهن ته پوءِ جيڪي وڻيوَ سو گهرو، اوهان
کي اهو ملندو. ⑧ اوهان جي گهڻي ميوي جهلڻ مان ثابت ٿيندو ته اوهين
منهنجا شاگرد آهيو ۽ انهيءَ ڳالهه مان منهنجي پيءُ جو جلوو ظاهر ٿئي ٿو.
⑨ جيئن پيءُ مون سان پيار ڪيو آهي، تيئن مون به اوهان سان پيار ڪيو آهي.
هاڻي اوهين منهنجي پيار ۾ رهو. ⑩ جيڪڏهن اوهين منهنجن حڪمن تي
عمل ڪندا ته اوهين منهنجي پيار ۾ رهندا، جهڙيءَ طرح مون پنهنجي پيءُ
جي حڪمن تي عمل ڪيو آهي ۽ سندس پيار ۾ رهان ٿو.
⑪ مون اهي ڳالهيون انهيءَ ڪري اوهان کي ٻڌايون آهن ته جيئن منهنجي
خوشي اوهان ۾ هجي ۽ اوهان جي خوشي پوري ٿئي. ⑫ اهو ئي منهنجو

۱۵:۱۲ يو ۱۳:۳۴، ۱۵:۱۷، ۱.يو ۳:۲۳، ۲.يو ۵

حڪم آهي ته اوهين هڪٻئي سان پيار ڪريو، جيئن مون اوهان سان پيار
ڪيو آهي. ⑬ انهيءَ کان وڌيڪ ڪوبه پيار ڪونهي جو ماڻهو پنهنجي جان
دوستن لاءِ ڏئي. ⑭ جن ڳالهين جو مون اوهان کي حڪم ڏنو آهي، تن
تي جيڪڏهن عمل ڪريو ته اوهين منهنجا دوست آهيو. ⑮ هن کان پوءِ
آءٌ اوهان کي نوڪر نه سڏيندس، ڇاڪاڻ‌ته نوڪر کي خبر نه هوندي آهي
ته سندس مالڪ ڇا ڪري رهيو آهي. پر مون اوهان کي دوست ڪري
سڏيو آهي، ڇالاءِجو جيڪي ڳالهيون مون پنهنجي پيءُ کان ٻڌيون آهن
سي سڀ اوهان کي ٻڌايون اٿم. ⑯ اوهان مون کي ڪين چونڊيو آهي،
پر مون اوهان کي چونڊيو آهي ۽ انهيءَ لاءِ مقرر ڪيو آهي ته وڃي اهڙو
ميوو ڄڻيو جيڪو هميشه هلي. پوءِ اوهين جيڪوبه پيءُ کان منهنجي نالي
تي گهرندا سو هو اوهان کي ڏيندو. ⑰ آءٌ اوهان کي اهو حڪم ٿو ڏيان
ته هڪٻئي سان پيار ڪريو.“

## دنيا شاگردن کان نفرت ڪري ٿي

⑱ ”جيڪڏهن دنيا اوهان کان نفرت ڪري ٿي ته اوهان کي ياد رکڻ
گهرجي ته انهيءَ پهريائين مون کان به نفرت ڪئي هئي. ⑲ جيڪڏهن اوهين
دنيا جا هجو ها ته جيڪر دنيا اوهان سان پنهنجن جهڙو پيار ڪري ها. پر
جيئن ته اوهين دنيا جا نه آهيو مگر مون اوهان کي دنيا مان چونڊي ڪڍيو
آهي، تنهنڪري دنيا اوهان کان نفرت ڪري ٿي. ⑳ جيڪو مون اوهان کي
ٻڌايو آهي سو ياد رکو ته ڪوبه غلام مالڪ کان وڏو نه آهي. جيڪڏهن انهن
مون کي ستايو آهي ته اوهان کي به ستائيندا. جيڪڏهن انهن منهنجي تعليم
تي عمل ڪيو آهي ته اوهان جي تعليم تي به عمل ڪندا. ㉑ پر اِهي سڀ
ڳالهيون اُهي منهنجي نالي جي ڪري اوهان سان ڪندا، ڇاڪاڻ‌ته اُهي
انهيءَ کي نه ٿا سڃاڻن جنهن مون کي موڪليو آهي. ㉒ جيڪڏهن آءٌ نه اچان
ها ۽ کين اهي ڳالهيون نه ٻڌايان ها ته اهي ڏوهاري نه ٿين ها. پر هاڻي کين
پنهنجن ڏوهن لاءِ ڪوبه بهانو نه آهي. ㉓ جيڪو مون کان نفرت ڪري ٿو،
سو منهنجي پيءُ کان به نفرت ڪري ٿو. ㉔ جيڪي ڪم ٻئي ڪنهن به نه

۱۵:۲۰ مت ۱۰:۲۴، لو ۶:۴۰، يو ۱۳:۱۶

ڪيا آهن، سي جيڪڏهن آءٌ انهن ۾ نه ڪريان ها ته پوءِ اهي ڏوهاري نه ٿين
ها. پر هاڻي ته انهن منهنجا ڪم ڏٺا آهن، تنهن هوندي به مون کان ۽ منهنجي
پيءُ کان نفرت ڪئي اٿن. ۲۵ پر اهو انهيءَ لاءِ ٿيو ته جيڪي سندن شريعت ۾
لکيل آهي سو پورو ٿئي ته 'انهن مون کان ناحق نفرت ڪئي آهي.'
۲٦ پر اهو مددگار ايندو جيڪو آءٌ پيءُ وٽان اوهان ڏانهن موڪليندس،
يعني سچ جو پاڪ روح، جيڪو پيءُ مان نڪري ٿو سو مون بابت شاهدي
ڏيندو. ۲۷ اوهين پڻ منهنجي شاهدي ڏيندا، ڇالاءِجو اوهين شروعات کان
وٺي مون سان گڏ رهيا آهيو.

۱٦ ۱ اهي سڀ ڳالهيون مون اوهان کي انهيءَ لاءِ ٻڌايون آهن ته جيئن
اوهين گمراهه نه ٿيو. ۲ اهي اوهان کي عبادت‌خانن مان ڪڍي
ڇڏيندا ۽ اهو به وقت ايندو جڏهن ڪو اوهان کي ماري وجهندو، ته اهو
ائين سمجهندو ته 'آءٌ خدا جي خدمت ٿو ڪريان.' ۳ اهي هي ڪم انهيءَ
ڪري ڪندا، ڇالاءِجو انهن نه پيءُ کي ۽ نڪي مون کي سڃاتو آهي. ۴ پر
مون اهي ڳالهيون اوهان کي ٻڌايون آهن، انهيءَ لاءِ ته جڏهن اها گهڙي اچي
ته اوهين ياد ڪريو ته مون انهن بابت اڳيئي اوهان کي ٻڌائي ڇڏيو هو."

## پاڪ روح جو ڪم

"مون اهي ڳالهيون شروعات ۾ اوهان کي نه ٻڌايون، ڇاڪاڻ‌ته آءٌ اوهان
سان هوس. ۵ هاڻي آءٌ انهيءَ ڏانهن وڃي رهيو آهيان جنهن مون کي موڪليو
آهي. پر اجا تائين اوهان مان ڪنهن به مون کان اهو نه پڇيو آهي ته 'تون
ڪيڏانهن وڃي رهيو آهين؟' ٦ منهنجي هنن ڳالهين ٻڌائڻ جي ڪري اوهين
ڏک سان پرجي ويا آهيو. ۷ پر آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته اوهان لاءِ اهو
وڌيڪ چڱو آهي ته آءٌ هليو وڃان، ڇاڪاڻ‌ته جيڪڏهن آءٌ نه ويندس ته اهو
مددگار اوهان وٽ نه ايندو. پر جيڪڏهن آءٌ ويندس ته پوءِ هن کي اوهان
ڏانهن ضرور موڪليندس. ۸ جڏهن هو ايندو تڏهن سڄيءَ دنيا کي گناهه،
سچائيءَ ۽ انصاف جي نسبت ڏوهاري ٺهرائيندو: ۹ گناهه جي نسبت هيئن
جو ماڻهو مون تي ايمان نه ٿا آڻين، ۱۰ سچائيءَ جي نسبت هيئن جو آءٌ پنهنجي

۱۵:۲۵ زب ۳۵:۱۹، ٦۹:۴

پيءُ ڏانهن وڃي رهيو آهيان؛ تنهنڪري اوهين مون کي وڌيڪ نه ڏسندا ⑪ ۽
انصاف جي نسبت هيئن جو [1]دنيا جي سردار جو فيصلو ٿي چڪو آهي.
⑫ مون کي اڃا اوهان سان گهڻيون ئي ڳالهيون ڪرڻيون آهن، پر هاڻي
اوهين سهي ڪين سگهندا. ⑬ جڏهن سچ جو پاڪ روح ايندو، تڏهن هو
اوهان کي سموري سچ ڏانهن وٺي ويندو. هو پنهنجي طرفان ڪجهه به نه
ڳالهائيندو، پر جيڪي ڳالهيون ٻڌندو سي ئي چوندو ۽ جيڪي ٿيڻو آهي سو
هو اوهان کي کولي ٻڌائيندو. ⑭ هو منهنجو جلوو ظاهر ڪندو، ڇاڪاڻ‌ته
منهنجون ڳالهيون اوهان کي کولي ٻڌائيندو. ⑮ جيڪي ڪجهه منهنجي پيءُ
جو آهي سو منهنجو آهي. اهو ئي سبب آهي جو مون اوهان کي چيو ته پاڪ
روح منهنجون ڳالهيون اوهان کي کولي ٻڌائيندو.“

## خوشي ۽ غم

⑯ ”ٿوريءَ دير کان پوءِ اوهين مون کي ڪين ڏسندا ۽ وري ٿوريءَ دير کان
پوءِ اوهين مون کي ڏسندا.“ ⑰ تڏهن سندس شاگردن مان ڪي پاڻ ۾ چوڻ
لڳا ته ”هن جو مطلب ڇا آهي جو هو اسان کي چوي ٿو ته ’ٿوريءَ دير کان
پوءِ اوهين مون کي ڪين ڏسندا ۽ وري ٿوريءَ دير کان پوءِ اوهين مون کي
ڏسندا‘؟ هو هيئن به چوي ٿو ته ’اهو انهيءَ ڪري جو آءٌ پنهنجي پيءُ وٽ
وڃي رهيو آهيان.‘ ⑱ انهيءَ ٿوريءَ دير جو مطلب ڇا آهي؟ اسان کي ته انهن
ڳالهين جي خبر نه ٿي پوي.“ ⑲ عيسيٰ ڄاتو پئي ته سندس شاگرد ڪانئس
هن بابت پڇڻ گهرن ٿا، سو کين چيائين ته ”ڇا اوهين هڪٻئي کان اهو
پڇي رهيا آهيو جيڪو مون چيو ته ’ٿوريءَ دير کان پوءِ اوهين مون کي ڪين
ڏسندا ۽ وري ٿوريءَ دير کان پوءِ اوهين مون کي ڏسندا؟‘ ⑳ آءٌ اوهان کي
سچ ٿو ٻڌايان ته اوهين روئندا ۽ پٽيندا پر دنيا خوش ٿيندي. اوهان کي ڏک
ٿيندو پر اوهان جو ڏک خوشيءَ ۾ بدلجي ويندو. ㉑ جڏهن عورت ٻار ڄڻڻ
تي هوندي آهي تڏهن هوءَ سورن ۾ هوندي آهي، ڇالاءِجو اها هن جي لاءِ

[1] دنيا جي سردار: يعني شيطان

١١:١٦ يو ١٢:٣١

سورن جي گهڙي آهي. پر جڏهن ٻار ڄڻيندي آهي تڏهن ڪانئس سڀ سور
وسري ويندا آهن، ڇالاءِجو هوءَ خوش ٿيندي آهي ته هن هڪ ٻار کي دنيا ۾
جنم ڏنو آهي. ⑳٢٢ اوهان سان به ائين ئي ٿيندو. هاڻي اوهان جي سورن جو
وقت آهي. پر آءٌ اوهان سان وري ضرور ملندس. پوءِ اوهين ڏاڍا خوش ٿيندا ۽
اوهان جي اها خوشي اوهان کان ڪو به ڪسي نه سگهندو.
٢٣ جڏهن اهو ڏينهن ايندو تڏهن اوهين مون کان ڪجهه به نه گهرندا.
پر آءٌ اوهان کي سچ ٿو ٻڌايان ته پيءُ اوهان کي اهو سڀ ڪجهه ڏيندو،
جيڪو اوهين ڪانئس منهنجي نالي تي گهرندا. ٢٤ هن وقت تائين اوهان
منهنجي نالي تي ڪي به ڪين گهريو آهي، سو گهرو ته مليوَ ته جيئن
اوهان جي خوشي پوري ٿئي.“

## دنيا تي فتح

٢٥ ”هن وقت تائين مون اوهان کي اهي ڳالهيون مثالن ۾ پئي ٻڌايون
آهي، پر اهو وقت ايندو جڏهن آءٌ اوهان سان مثالن ۾ نه ڳالهائيندس، پر اوهان
سان پيءُ بابت صاف صاف ڳالهائيندس. ٢٦ انهيءَ ڏينهن اوهين منهنجي نالي
تي گهرندا. آءٌ اوهان کي نه ٿو چوان ته اوهان لاءِ ڪو پيءُ کي سوال ڪندس،
٢٧ ڇالاءِجو پيءُ پاڻ اوهان سان انهيءَ لاءِ پيار ڪري ٿو جو اوهان مون سان
پيار ڪيو آهي ۽ ايمان آندو اٿوَ ته آءٌ پيءُ وٽان آيو آهيان. ٢٨ آءٌ پيءُ وٽان نڪري
دنيا ۾ آيس ۽ هاڻي دنيا کي ڇڏي پيءُ ڏانهن موٽي وڃان ٿو.“
٢٩ تنهن تي شاگردن کيس چيو ته ”هاڻي ته اوهين صاف صاف ڳالهائي
رهيا آهيو ۽ مثالن ۾ نه ٿا ڳالهايو. ٣٠ هاڻي اسين ڄاڻون ٿا ته اوهان کي سڀني
ڳالهين جي خبر آهي ۽ ضروري نه آهي ته اوهان کان ڪو سوال جواب ڪيو
وڃي. انهيءَ سبب جو اسان ايمان آندو آهي ته اوهين خدا وٽان آيا آهيو.“
٣١ تنهن تي عيسيٰ کين وراڻيو ته ”ڇا اوهين هاڻي ايمان آڻيو ٿا؟ ٣٢ ته پوءِ
ڏسو، اها گهڙي اچي رهي آهي، بلڪ اچي پهتي آهي جڏهن اوهين سڀئي
ڇڙوڇڙ ٿي ويندا ۽ هر ڪو پنهنجي پنهنجي گهر هليو ويندو ۽ مون کي اڪيلو
ڇڏي ڏيندا. پر حقيقت ۾ آءٌ اڪيلو نه آهيان، ڇاڪاڻ ته پيءُ مون سان گڏ
آهي. ٣٣ مون اهي ڳالهيون اوهان کي انهيءَ لاءِ ٻڌايون آهن ته جيئن مون سان

گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري اوهان کي اطمينان ملي. هن دنيا ۾ اوهان کي ڏک
ملندا پر دلجاءِ ڪريو جو مون دنيا تي فتح حاصل ڪئي آهي.“

## شاگردن لاءِ دعا

١٧ ① انهن ڳالهين ڪرڻ کانپوءِ عيسيٰ آسمان ڏانهن نهاري چيو ته
”اي بابا! اها گهڙي آئي آهي. هاڻي تون پنهنجي فرزند جو جلوو
ظاهر ڪر ته فرزند تنهنجو جلوو ظاهر ڪري. ② ڇالاءِجو تو کيس سڀني
ماڻهن تي اختيار ڏنو آهي ته هو انهن کي دائمي زندگي بخشي جيڪي تو
کيس ڏنا آهن. ③ دائمي زندگي اها آهي ته اهي تو هڪ سچي خدا کي
۽ مون عيسيٰ مسيح کي سڃاڻين، جنهن کي تو موڪليو آهي. ④ جيڪو
ڪم تو مون کي ڪرڻ لاءِ ڏنو هو، سو مون پورو ڪري تنهنجو جلوو دنيا
تي ظاهر ڪيو آهي. ⑤ اي بابا! هاڻي پنهنجي حضور ۾ مون کي اهو جلوو
بخش جيڪو دنيا جي پيدا ٿيڻ کان اڳ مون کي تو سان گڏ هو.
⑥ دنيا مان جيڪي ماڻهو تو مون کي ڏنا هئا، تن تي مون تو کي ظاهر
ڪيو آهي. اهي تنهنجا هئا ۽ تو ئي مون کي ڏنا آهن. انهن تنهنجي ڪلام
تي عمل ڪيو آهي. ⑦ انهن کي هاڻي اها خبر آهي ته جيڪي ڪجهه تو
مون کي ڏنو آهي سو سڀ تو وٽان ئي آهي. ⑧ ڇالاءِجو ڪلام، جو تو مون
کي ڏنو سو مون انهن کي ڏنو آهي ۽ انهن اهو قبول ڪيو آهي. انهن کي پڪ
آهي ته آءٌ تو وٽان آيو آهيان ۽ ايمان آندو اٿن ته تو ئي مون کي موڪليو آهي.
⑨ آءٌ انهن لاءِ دعا گهران ٿو. دنيا لاءِ دعا نه ٿو گهران پر انهن ماڻهن لاءِ
جيڪي تو مون کي ڏنا، ڇاڪاڻ‌ته اهي تنهنجا آهن. ⑩ جيڪي ڪجهه
مون وٽ آهي سو تنهنجو آهي ۽ جيڪي ڪجهه تو وٽ آهي سو منهنجو
آهي ۽ انهن جي وسيلي منهنجو جلوو ظاهر ٿيو آهي. ⑪ هاڻي آءٌ تو ڏانهن
اچي رهيو آهيان ۽ دنيا ۾ وڌيڪ نه رهندس، پر اهي اڃا دنيا ۾ رهندا. اي
پاڪ بابا! انهن کي پنهنجي انهيءَ نالي جي قدرت سان سلامت رک جيڪو
تو مون کي ڏنو، انهيءَ لاءِ ته اهي گڏجي هڪ ٿي وڃن، جيئن تون ۽ آءٌ
هڪ آهيون. ⑫ جيستائين آءٌ انهن سان گڏ هوس، تيستائين تنهنجي انهيءَ

١٧:‏١٢ زب ٤١:‏٩، يو ١٣:‏١٨

نالي جي قدرت سان جيڪو تو مون کي ڏنو آهي، ڪين سلامت رکندو آيو
آهيان. مون انهن جي سنڀال ڪئي آهي. جيڪو برباد ٿيڻو هو تنهن کان
سواءِ ٻيو ڪوبہ منجهائن برباد نہ ٿيو آهي، تہ جيئن پاڪ لکت پوري ٿئي.
⑬ هاڻي آءٌ تو وٽ اچي رهيو آهيان. پر جيستائين آءٌ دنيا ۾ آهيان تيستائين
اهي ڳالهيون انهيءَ لاءِ ٻڌايان ٿو تہ جيئن انهن جي دلين ۾ منهنجي خوشي
پوري ٿئي. ⑭ مون انهن کي تنهنجو ڪلام ڏنو آهي ۽ دنيا انهن کان نفرت
ڪري ٿي، ڇالاءِجو جيئن آءٌ دنيا جو نہ آهيان تيئن اهي بہ دنيا جا نہ آهن.
⑮ منهنجي دعا اها نہ آهي تہ تون ڪين دنيا مان ڪڍي وٺ، پر اها دعا آهي تہ
ڪين انهيءَ بڇڙيءَ کان بچاءِ. ⑯ جيئن آءٌ دنيا جو نہ آهيان تيئن اهي بہ دنيا جا
نہ آهن. ⑰ انهن کي سچ جي وسيلي مخصوص ڪر. تنهنجو ڪلام سچ
آهي. ⑱ جيئن تو مون کي دنيا ۾ موڪليو آهي تيئن مون بہ انهن کي دنيا ۾
موڪليو آهي. ⑲ انهن جي خاطر آءٌ پاڻ کي مخصوص ٿو ڪريان تہ جيئن
اهي سچ جي وسيلي تو لاءِ مخصوص ڪيا وڃن.
⑳ آءٌ رڳو انهن لاءِ دعا نہ ٿو گهران، پر انهن لاءِ بہ دعا گهران ٿو جيڪي
سندن تعليم جي وسيلي مون تي ايمان آڻيندا، ㉑ انهيءَ لاءِ تہ اهي سڀ
گڏجي هڪ ٿين. اي بابا! ڀل اهي اسان ۾ اهڙيءَ طرح گڏجي هڪ
ٿين جهڙيءَ طرح تون مون ۾ آهين ۽ آءٌ تو ۾ آهيان، تہ جيئن دنيا ايمان
آڻي تہ تو مون کي موڪليو آهي. ㉒ اهو جلوو جو تو مون کي ڏنو آهي
سو مون ڪين ڏنو آهي تہ جيئن اهي گڏجي هڪ ٿين جهڙيءَ طرح اسين
پاڻ ۾ هڪ آهيون. ㉓ يعني آءٌ انهن ۾ آهيان ۽ تون مون ۾، تہ جيئن
اهي پوريءَ طرح پاڻ ۾ هڪ ٿي وڃن. اهڙيءَ طرح دنيا کي خبر پوي تہ
تو مون کي موڪليو آهي ۽ تون انهن سان ايترو پيار ڪرين ٿو جيترو تو
مون سان ڪيو آهي.

㉔ اي بابا! منهنجي مرضي آهي تہ جيڪي تو مون کي ڏنا آهن سي جتي
آءٌ آهيان اتي مون سان گڏ هجن، تہ جيئن اهي اهو جلوو ڏسن جو تو مون
کي ڏنو آهي، ڇالاءِجو تو دنيا جي پيدا ٿيڻ کان اڳ بہ مون سان پيار ڪيو.
㉕ اي سچا بابا! دنيا تو کي نہ سڃاتو پر مون تو کي سڃاتو آهي ۽ هنن کي
اها خبر آهي تہ تو مون کي موڪليو آهي. ㉖ مون تو کي انهن تي ظاهر ڪيو

آهي ۽ اچا بہ ڪندس، انهيءَ لاءِ تہ جيڪو پيار تو مون سان ڪيو آهي سو
انهن ۾ هجي ۽ آءٌ بہ انهن ۾ هجان."

## عيسيٰ جو گرفتار ٿيڻ

(متي ٢٦:٤٧-٥٦، مرقس ١٤:٤٣-٥٠، لوقا ٢٢:٤٧-٥٣)

**١٨** ① جڏهن عيسيٰ اها دعا گهري چڪو تڏهن پنهنجن شاگردن
سان گڏ قدرون جي نئن مان لنگهي هُن پر ويو. اتي هڪڙو باغ
هو جنهن ۾ هو پنهنجن شاگردن سميت داخل ٿيو. ② يهوداه دغاباز کي
انهيءَ هنڌ جي خبر هئي، ڇالاءِجو عيسيٰ ڪيترائي دفعا پنهنجن شاگردن
سان گڏ اوڏانهن ويو هو. ③ سو يهوداه پاڻ سان گڏ رومي سپاهين جي
پلٽڻ ۽ ڪجهہ هيڪل جا پهريدار جيڪي سردار ڪاهنن ۽ فريسين موڪليا
هئا، سي وٺي انهيءَ باغ ۾ آيو. انهن وٽ هٿيار هئا ۽ ڪين هٿن ۾ مشعلون
۽ شمعدان هئا. ④ عيسيٰ کي سڀ خبر هئي تہ ساڻس ڇا ٿيڻو آهي، سو
هو ڪجهہ قدم اڳتي وڌي ڪانئن پڇڻ لڳو تہ "اوهين ڪنهن کي ڳولي
رهيا آهيو؟" ⑤ انهن وراڻيس تہ "عيسيٰ ناصريءَ کي." تنهن تي هن چيئن
تہ "اهو تہ آءٌ آهيان." يهوداه دغاباز انهن سان گڏ بيٺو هو. ⑥ جڏهن
عيسيٰ چيو تہ "اهو تہ آءٌ آهيان،" تڏهن اهي پوئتي هٽي زمين تي ڪري
پيا. ⑦ وري عيسيٰ کانئن پڇيو تہ "ڪنهن کي ڳولي رهيا آهيو؟" انهن
چيو تہ "عيسيٰ ناصريءَ کي." ⑧ عيسيٰ چيو تہ "مون تہ اوهان کي ٻڌايو
تہ اهو آءٌ آهيان. جيڪڏهن اوهين مون کي ڳولي رهيا آهيو تہ پوءِ هنن
ماڻهن کي ڇڏيو تہ وڃن." ⑨ هن اهو انهيءَ لاءِ چيو تہ جيڪو اڳي چيو
هئائين سو پورو ٿئي تہ "اي بابا! تو جيڪي مون کي ڏنا هئا تن مان مون
هڪ بہ نہ وڃايو آهي." ⑩ شمعون پطرس کي ترار هئي، جيڪا ڪڍي
هن وڏي سردار ڪاهن جي نوڪر کي هڻي ۽ سندس ساڄو ڪن ڪپي
وڌائين. انهيءَ نوڪر جو نالو ملخس هو. ⑪ تنهن تي عيسيٰ پطرس کي چيو
تہ "پنهنجي ترار ورائي مياڻ ۾ وجهہ. ڇا آءٌ اهو پيالو نہ پيئان جيڪو پيءُ
مون کي پيئڻ لاءِ ڏنو آهي؟"

---

١١:١٨ مت ٢٦:٣٩، مر ١٤:٣٦، لو ٢٢:٤٢

⑫ سپاهين جي پلٽڻ، سندن عملدار ۽ يهودين جي پهريدارن عيسيٰ کي
گرفتار ڪيو ۽ ڪيس ٻڌي قابو ڪيائون. ⑬ اهي پهريائين ڪيس حنا وٽ وٺي
ويا. هو قائفا جو سهرو هو جيڪو انهيءَ سال جو وڏو سردار ڪاهن هو.
⑭ هي اهو قائفا هو جنهن يهودي اڳواڻن کي اها صلاح ڏني هئي ته اهو
بهتر ٿيندو جو هڪ ماڻهو سڄيءَ قوم لاءِ مري.

## پطرس جو عيسيٰ بابت انڪار ڪرڻ

(متي ٢٦:٦٩-٧٠، مرقس ١٤:٦٦-٦٨، لوقا ٢٢:٥٥-٥٧)

⑮ شمعون پطرس هڪ ٻئي شاگرد سان گڏ عيسيٰ جي پٺيان هلندو پئي
ويو. انهيءَ ٻئي شاگرد جي وڏي سردار ڪاهن سان واقفيت هئي، سو هو
عيسيٰ سان گڏ سردار ڪاهن جي گهر جي اڱڻ ۾ اندر ويو. ⑯ پطرس
دروازي جي ٻاهران ئي بيٺو رهيو. اهو ٻيو شاگرد جنهن جي وڏي سردار ڪاهن
سان واقفيت هئي سو موٽي ٻاهر آيو ۽ دربان ڇوڪريءَ کي چئي پطرس کي
اندر وٺي آيو. ⑰ دربان ڇوڪريءَ پطرس کي چيو ته ”ڇا تون انهيءَ ماڻهوءَ جي
شاگردن مان نه آهين؟“ تنهن تي پطرس وراڻيو ته ”آءٌ نه آهيان.“
⑱ انهيءَ مهل ڏاڍو سيءُ پئي پيو، سو نوڪرن ۽ پهريدارن ڪوئلن جي
باهه ڪٽي ٻاري هئي ۽ ان جي چوڌاري بيٺي پاڻ کي سيڪيائون. پطرس به
انهن سان گڏ بيٺي پاڻ کي سيڪيو.

## وڏي سردار ڪاهن جي عيسيٰ کان پڇا

(متي ٢٦:٥٩-٦٦، مرقس ١٤:٥٥-٦٤، لوقا ٢٢:٦٦-٧١)

⑲ پوءِ وڏو سردار ڪاهن عيسيٰ کان سندس شاگردن ۽ تعليم بابت پڇڻ
لڳو. ⑳ عيسيٰ وراڻيس ته ”مون هميشه دنيا سان کليو کلايو ڳالهايو آهي.
مون عبادت‌خانن ۽ هيڪل ۾ تعليم ڏني آهي، جتي سڀ يهودي اچي گڏ
ٿيندا آهن. مون ڪا به ڳالهه ڳجهي نه چئي آهي، ㉑ ته پوءِ اوهين مون کان
ڇو پڇي رهيا آهيو؟ انهن ماڻهن کان پڇو جن منهنجون ڳالهيون ٻڌيون
آهن. انهن کي خبر آهي ته مون ڇا چيو آهي.“ ㉒ جڏهن عيسيٰ هي چيو

١٨:١٤ يو ١١:٤٩-٥٠

تہ پرسان بيٺل پھريدارن مان ھڪڙي سندس منھن تي چماٽ ھڻي چيس تہ
”وڏي سردار ڪاھن کي ائين تو جواب ڏئين.“ ⑳ تنھن تي عيسيٰ وراڻيس تہ
”جيڪڏھن مون ڪا غلط ڳالھہ ڪئي ھجي تہ اھا ھت سڀني کي ٻڌاءِ. پر
جيڪڏھن مون سچ چيو آھي تہ پوءِ تون مون کي ڇو تو مارين؟“ ㉔ پوءِ حنا
کيس ٻڌل حالت ۾ ئي وڏي سردار ڪاھن قائفا ڏانھن ڏياري موڪليو.

## پطرس جو وري عيسيٰ بابت انڪار ڪرڻ

(متي ٢٦:٦٩-٧٥، مرقس ١٤:٦٦-٧٢، لوقا ٢٢:٥٨-٦٢)

㉕ شمعون پطرس اڃا تائين اتي بيٺي باھہ کي سيڪيو. سو ھين ڪائنس
پڇيو تہ ”ڇا تون انھيءَ ماڻھوءَ جي شاگردن مان نہ آھين؟“ پر پطرس انڪار
ڪندي چيو تہ ”آءٌ نہ آھيان.“ ㉖ تنھن تي وڏي سردار ڪاھن جي ھڪڙي
نوڪر جنھن جي مائٽ جو ڪن پطرس ڪپيو ھو، تنھن چيو تہ ”مون تو
کي ھُن ماڻھوءَ سان گڏ باغ ۾ ڪين ڏٺو ھو؟“ ㉗ پطرس وري بہ انڪار ڪيو
۽ انھيءَ دم ھڪڙي ڪڪڙ ٻانگ ڏني.

## عيسيٰ پلاطس جي اڳيان

(متي ٢٧:١-٢، ١١-١٤، مرقس ١٥:١-٥، لوقا ٢٣:١-٥)

㉘ ٻئي ڏينھن صبح جو عيسيٰ کي قائفا جي گھر کان رومي گورنر پلاطس
جي محلات ۾ آندو ويو. يھودي اڳواڻ محلات جي اندر نہ ويا، انھيءَ لاءِ
تہ اھي پنھنجي شريعت جي رسم موجب پليت نہ ٿين ۽ عيد فصح جي ماني
کائڻ جھڙا رھن. ㉙ سو پلاطس ٻاھر نڪري آيو ۽ کانئن پڇيائين تہ ”اوھين
ھن ماڻھوءَ تي ڪھڙي تھمت ٿا ھڻو؟“ ㉚ تنھن تي انھن وراڻيو تہ ”جيڪڏھن
ھي ڏوھاري نہ ھجي ھا تہ اسين کيس اوھان جي حوالي نہ ڪريون ھا.“
㉛ پلاطس کين چيو تہ ”اوھين پاڻ ھن کي وٺي وڃو ۽ پنھنجي شريعت
موجب سندس فيصلو ڪريو.“ يھودي اڳواڻن وراڻيو تہ ”اسان کي اختياري
مليل نہ آھي تہ ڪنھن ماڻھوءَ کي موت جي سزا ڏيون.“ ㉜ اھو انھيءَ لاءِ ٿيو تہ
عيسيٰ جھڙي نموني پنھنجي موت بابت ٻڌايو ھو سو پورو ٿئي. ㉝ پلاطس

١٨:٣٢ يو ٣:١٤، ١٢:٣٢

محلات ۾ اندر موٽي ويو ۽ عيسيٰ کي گهرايائين. هُن ڪانئس پڇيو ته ”ڇا
تون يهودين جو بادشاهه آهين؟“ ٣٤ عيسيٰ وراڻيو ته ”هي سوال توهين پاڻ ٿا
ڪريو يا ڪنهن ٻئي مون بابت اوهان کي ٻڌايو آهي؟“ ٣٥ پلاطس وراڻيو ته
”ڇا تون مون کي يهودي ٿو سمجهين؟ تنهنجي قوم وارن ۽ سردار ڪاهنن
تو کي منهنجي حوالي ڪيو آهي. تو ڪيو ڇا آهي؟“ ٣٦ عيسيٰ وراڻيو ته
”منهنجي بادشاهت هن دنيا جي نه آهي. جيڪڏهن اها هن دنيا جي هجي
ها ته جيڪر منهنجا نوڪر وڙهن ها ۽ انهيءَ لاءِ ته آءٌ يهودين جي حوالي نه
ڪيو وڃان. پر منهنجي بادشاهت هن دنيا جي نه آهي.“ ٣٧ تنهن تي پلاطس
چيس ته ”پوءِ ڇا تون بادشاهه آهين؟“ عيسيٰ وراڻيو ته ”اهو ته اوهين پاڻ ٿا
چئو ته آءٌ بادشاهه آهيان. آءٌ انهيءَ مقصد لاءِ ڄائس ۽ هن دنيا ۾ آيس ته رڳو
سچ جي شاهدي ڏيان. جيڪو به سچ جي پاسي آهي سو منهنجو آواز ٻڌي
ٿو.“ ٣٨ تنهن تي پلاطس پڇيس ته ”سچ ڇا آهي؟“

## عيسيٰ لاءِ موت جي فتويٰ

(متي ٢٧:١٥-٣١، مرقس ١٥:٦-٢٠، لوقا ٢٣:١٣-٢٥)

پوءِ پلاطس ٻاهر نڪري يهودي اڳواڻن وٽ آيو ۽ کين چيائين ته ”مون
کي ته هن ۾ ڪو به ڏوهه ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي. ٣٩ هاڻ جيئن ته اوهان جي رسم
موجب هر سال عيد فصح جي موقعي تي آءٌ اوهان جي خاطر هڪڙو قيدي
آزاد ڪندو آهيان، سو جيڪڏهن اوهان جي مرضي ٿئي ته آءٌ اوهان جي خاطر
هن يهودين جي بادشاهه کي آزاد ڪريان؟“ ٤٠ پر انهن وڏي واڪي چيو ته
”نه، انهيءَ کي نه، پر برابا کي آزاد ڪريو.“ برابا هڪ ڌاڙيل هو.

## ١٩

١ تڏهن پلاطس عيسيٰ کي چهبڪ هڻايا. ٢ سپاهين ڪنڊن جو
تاج ٺاهي عيسيٰ جي مٿي تي رکيو. انهن کيس واڱڻائي رنگ جا
ڪپڙا پهرايا، ٣ ۽ ونس ڦري ڦري اچي چوڻ لڳا ته ”سلام، اي يهودين جا
بادشاهه!“ ان کان علاوه هنن کيس منهن تي چماٽون به هنيون.
٤ پلاطس هڪ دفعو وري ٻاهر آيو ۽ ماڻهن کي چيائين ته ”اِجهو آءٌ
هن کي ٻاهر اوهان وٽ وٺي ٿو اچان ته جيئن اوهان کي خبر پوي ته مون
کي منجهس ڪو به ڏوهه ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي.“ ٥ پوءِ عيسيٰ انهيءَ ڪنڊن

جي تاج ۽ واڱڻائي ڪپڙن سان ٻاهر آيو ۽ پلاطس کين چيو ته "اِجهوءِ هي
آهي اهو ماڻهو." ⑥ جڏهن سردار ڪاهنن ۽ پهريدارن عيسيٰ کي ڏٺو ته
اهي واڪا ڪري چوڻ لڳا ته "هن کي صليب تي چاڙهيوءِ صليب تي." پر
پلاطس چين ته "اوهين پاڻ وٺي وڃي صليب تي چاڙهيوس. مون کي ته هن
۾ ڪوبه ڏوهه ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي." ⑦ تنهن تي انهن ماڻهن زور ڀري چيو
ته "اسان کي شريعت آهي ۽ ان موجب هو موت جي لائق آهيءِ ڇالاءِجو
هن خدا جو فرزند هجڻ جي دعويٰ ڪئي آهي."
⑧ جڏهن پلاطس اهو ٻڌو ته هيڪاري اچي ڊپ ورتس ⑨ ۽ محلات ۾
موٽي هليو ويو. هن عيسيٰ کان پڇيو ته "تون ڪٿان جو آهين؟" پر عيسيٰ
کيس ڪوبه جواب نه ڏنو. ⑩ تنهن تي پلاطس چيس ته "ڇا تون مون سان
نه ٿو ڳالهائڻ چاهين؟ ياد رکءِ مون کي اها اختياري مليل آهي ته تو کي آزاد
ڪريان يا صليب تي چاڙهايان." ⑪ عيسيٰ وراڻيو ته "جيڪڏهن تو کي خدا
جي طرفان اهو اختيار مليل نه هجي ها ته تنهنجو ڪو زور مون تي نه هلي ها.
سو جنهن ماڻهوءَ مون کي تنهنجي حوالي ڪيو آهي سو تو کان وڌو ڏوهدار
آهي." ⑫ انهيءَ کان پوءِ پلاطس جي اها ڪوشش هئي ته عيسيٰ کي ڇڏي
ڏئي پر اهي ماڻهو واڪا ڪندا رهيا ته "جيڪڏهن اوهان هن ماڻهوءَ کي ڇڏي
ڏنو ته اوهين قيصر جا سڄڻ نه آهيو. جيڪوبه پاڻ کي بادشاهه ٿو سڏائي سو
قيصر جي خلاف آهي." ⑬ جڏهن پلاطس اهو ٻڌو تڏهن هو عيسيٰ کي
ٻاهر وٺي آيو ۽ جنهن جاءِ کي "پٿريلو تلهو" چوندا آهن ۽ عبرانيءَ ۾ "گبتا"
سڏيندا آهنءِ تنهن جاءِ تي رکيل عدالت جي ڪرسيءَ تي اچي ويٺو.
⑭ اهو عيد فصح جي [1]تياريءَ جو ڏينهن هو ۽ منجهند جو وقت هو.
پلاطس انهن ماڻهن کي چيو ته "اِجهوءِ هي آهي اوهان جو بادشاهه." ⑮ پر
انهن وڏي واڪي چيو ته "وٺي وڃونسءِ وٺي وڃونس ۽ وڃي صليب تي
چاڙهي ڪوڪا هڻوس." تنهن تي پلاطس انهن کان پڇيو ته "ڇا آءٌ اوهان
جي بادشاهه کي صليب تي چاڙهيان؟" سردار ڪاهنن وراڻيو ته "قيصر کان

---

[1] تياريءَ جو ڏينهن: هن مان مراد سبت يا ڪنهن عيد جي ڏينهن کان اڳ وارو ڏينهن
آهي. ان ڏينهن يهودي ڪاڌو وغيره تيار ڪندا هئاءِ ڇوته ٻئي ڏينهن سبت يعني آرام
جو يا وڏو ڏينهن هوندو هو.

سواءِ اسان جو ٻيو ڪوبہ بادشاھہ نہ آھي.“ (١٦) تڏھن پلاطس عيسيٰ کي
انھن جي حوالي ڪري ڇڏيو.

## عيسيٰ کي صليب تي ڪوڪا ھڻڻ

(متي ٢٧:٣٢-٤٤، مرقس ١٥:٢١-٣٢، لوقا ٢٣:٢٦-٤٣)

پوءِ سپاھي عيسيٰ کي صليب تي چاڙھي ڪوڪا ھڻڻ لاءِ وٺي ويا. (١٧) ھو
پاڻ پنھنجو صليب کڻي انھيءَ جاءِ تي آيو جنھن کي عبرانيءَ ۾ ”گلگتا“
يعني ”کوپريءَ واري جاءِ“ سڏيندا آھن. (١٨) اتي ھنن کيس صليب تي چاڙھي
ڪوڪا ھنيا ۽ ساڻس گڏ ٻن ٻين ماڻھن کي بہ صليب تي چاڙھيائون. ھڪڙي
کي ھڪ پاسي ۽ ٻئي کي ٻئي پاسي ۽ وچ ۾ عيسيٰ کي. (١٩) پلاطس ھڪ
سرنامو لکائي صليب تي ھڻائي ڇڏيو، جنھن تي لکيل ھو تہ ”عيسيٰ ناصري،
يھودين جو بادشاھہ.“ (٢٠) ڪيترن ئي يھودين اھو سرنامو پڙھيو، ڇاڪاڻتہ
جنھن جاءِ تي عيسيٰ کي صليب تي چاڙھيو ھئائون سا جاءِ شھر جي ويجھو
ھئي. اھي حرف عبراني، لاطيني ۽ يوناني ٻولين ۾ لکيل ھئا. (٢١) يھودين جي
سردار ڪاھنن پلاطس وٽ اعتراض ڪيو تہ ”ائين نہ لکايو تہ ’يھودين جو
بادشاھہ،‘ پر ھيئن لکايو تہ ’ھن ماڻھوءَ يھودين جي بادشاھہ ھجڻ جي دعويٰ
ڪئي ھئي.‘“ (٢٢) تنھن تي پلاطس وراڻيو تہ ”جيڪو مون لکايو سو لکايو.“
(٢٣) پوءِ سپاھي جڏھن عيسيٰ کي صليب تي چاڙھي ڪوڪا ھڻي چڪا
تہ سندس ڪپڙن کي کڻي چار حصا ڪيائون، ھر ڪنھن لاءِ ھڪ حصو.
پوءِ جبو بہ کنيائون، جيڪو اڻسبيل ھو ۽ مٿي کان وٺي ھيٺ تائين سڄو ئي
ھڪڙي ڪپڙي جو ٺھيل ھو. (٢٤) تنھنڪري سپاھين پاڻ ۾ صلاح ڪئي تہ
’جبي کي ڦاڙيون نہ ٿا پر پُکا ٿا وجھون تہ اھو ڪنھن جو ٿو ٿئي.‘ اھو انھيءَ
لاءِ ٿيو تہ جيئن پاڪ لکت پوري ٿئي، جنھن ۾ لکيل آھي تہ

”انھن منھنجا ڪپڙا پاڻ ۾ ورھائي کنيا
۽ منھنجي جبي لاءِ پُکا وڌائون.“

تنھنڪري سپاھين ائين ڪيو.

(٢٥) عيسيٰ جي صليب جي ڀرسان سندس ماءُ ۽ ماسي، ڪلوپاس جي

٢٤:١٩ زب ٢٢:١٨

زال مريم ۽ مريم مگدليني بيٺيون هيون. (٢٦) جڏهن عيسيٰ پنهنجي ماءُ ۽
انهيءَ شاگرد کي جنهن سان سندس پيار هو، اتي پرسان بيٺل ڏٺو ته هن
پنهنجي ماءُ کي چيو ته ”امان، هي تنهنجو پٽ آهي،“ (٢٧) ۽ انهيءَ شاگرد
کي چيائين ته ”هيءَ تنهنجي ماءُ آهي.“ انهيءَ ئي ڏينهن اهو شاگرد کيس
پنهنجي گهر رهائڻ لاءِ وٺي ويو.

## عيسيٰ جو موت

(متي ٢٧:٤٥-٥٦، مرقس ١٥:٣٣-٤١، لوقا ٢٣:٤٤-٤٩)

(٢٨) عيسيٰ ڄاتو ته هاڻي هر ڳالهه پوري ٿي چڪي آهي ۽ پوءِ پاڪ لکت
کي پوري ڪرڻ لاءِ هن چيو ته ”مون کي اڃ لڳي آهي.“ (٢٩) اتي هڪڙو ٿانءُ
ڪوڙي مئي سان ڀريل رکيو هو. تنهن مان انهن سپاهين فوم جهڙي هڪ شيءِ
ڀري زوفا جي ڪانيءَ تي رکي کيس چوسڻ لاءِ ڏني. (٣٠) عيسيٰ ڪوڙي مئي
وٺي چيو ته ”هاڻي پورو ٿيو.“ پوءِ سندس ڪنڌ لڙڪي پيو ۽ دم ڏنائين.

## عيسيٰ جي پاسي ۾ نيزو هڻڻ

(٣١) اهو [1]تياريءَ جو ڏينهن هو ۽ ايندڙ ڏينهن يهودين لاءِ خاص سبت جو
ڏينهن هو. تنهنڪري انهن نه ٿي چاهيو ته لاش صليبن تي ٽنگيل رهن. سو
انهن پلاطس کي عرض ڪيو ته ”صليب وارن جون ٽنگون ڀڃيون وڃن ۽
لاشا صليبن تان لاٿا وڃن.“ (٣٢) تنهن تي سپاهي آيا ۽ جيڪي عيسيٰ سان
گڏ صليبن تي ٽنگيل هئا تن مان پهريائين هڪڙي جون ٽنگون ڀڳائون ۽ پوءِ
ٻئي جون. (٣٣) پر جڏهن عيسيٰ وٽ آيا ۽ ڏٺائون ته هن اڳ ۾ ئي دم ڏنو آهي،
تڏهن سندس ٽنگون نه ڀڳائون. (٣٤) پوءِ سپاهين مان هڪڙي عيسيٰ جي پاسي
۾ نيزو هنيو ته هڪدم رت ۽ پاڻي نڪري آيو. (٣٥) جنهن ماڻهوءَ اهو ڏٺو تنهن
شاهدي ڏني آهي ۽ سندس شاهدي سچي آهي. هن کي خبر آهي ته هو سچ
ٿو چوي ۽ اها شاهدي انهيءَ لاءِ ڏئي ٿو ته جيئن اوهين به ايمان آڻيو. (٣٦) اهو

[1] تياريءَ جو ڏينهن: ڏسو آيت ١٤.

١٩:٢٨ زب ٦٩:٢١، ٢٢:١٥ ١٩:٣٦ خر ١٢:٤٦، ڳا ٩:١٢، زب ٣٤:٢٠

انهيءَ لاءِ ٿيو ته جيئن پاڪ لکت پوري ٿئي جنهن ۾ لکيل آهي ته
"هن جو هڪڙو به هڏو نه ڀڄندو."
۳۷ وري ٻي لکت ۾ آهي ته
"ماڻهو انهيءَ ڏانهن ڏسندا،
جنهن کي نيزو هنيو هئائون."

## عيسيٰ جو ڪفن دفن

(متي ۲۷:۵۷-۶۱، مرقس ۱۵:۴۲-۴۷، لوقا ۲۳:۵۰-۵۶)

۳۸ تنهن ڪان پوءِ ارمتيا وارو يوسف، جيڪو يهودي اڳواڻن جي ڊپ ڪري
ڳجهيءَ طرح عيسيٰ جو شاگرد هو، سو پلاطس وٽ آيو ۽ کيس عرض ڪيائين
ته "مون کي عيسيٰ جو لاش کڻي وڃڻ جي موڪل ڏيو." پلاطس کيس
موڪل ڏني. پوءِ هو اتي آيو ۽ لاش کڻي هليو ويو. ۳۹ هن سان نيڪديمس
گڏجي ويو. هي اهو ماڻهو هو جنهن اڳ ۾ عيسيٰ سان رات جو ملاقات
ڪئي هئي. نيڪديمس مُرَ ۽ عُود ملائي کڻي آيو، جنهن جي تور اٽڪل
چاليهه ڪلوگرام هئي. ۴۰ پوءِ جيئن يهودين ۾ دفن ڪرڻ جي رسم آهي تيئن
انهن به عيسيٰ جي لاش کي خوشبوءِ لڳائي ڪفن ۾ ويڙهيو. ۴۱ جتي عيسيٰ
کي صليب تي چاڙهيو ويو هو، اتي هڪڙو باغ هو. انهيءَ باغ ۾ غار واري
هڪڙي نئين قبر کوٽيل هئي جنهن ۾ اڃا تائين ڪنهن کي به دفن نه ڪيو
ويو هو. ۴۲ جيئن ته انهيءَ ڏينهن يهودين جي [۱] تياريءَ جو ڏينهن هو تنهنڪري
عيسيٰ کي کڻي اتي ئي دفن ڪيائون، ڇالاءِجو اها قبر ويجهي هئي.

## عيسيٰ جو وري جيئرو ٿيڻ

(متي ۲۸:۱-۸، مرقس ۱۶:۱-۸، لوقا ۲۴:۱-۱۲)

۲۰ ۱ آچر جي ڏينهن صبح جو سوير اڃا اونده ئي هئي ته مريم
مگدليني قبر تي آئي، ڇا ڏسي ته قبر جي منهن تان پٿر پري هٽيو

[۱] تياريءَ جو ڏينهن: ڏسو آيت ۱۴.

۱۹:۳۷ زڪ ۱۲:۱۰، مڪا ۱:۷ ۱۹:۳۹ يو ۳:۱-۲

پيو آهي. ⑵ سو هوءَ ڊوڙندي شمعون پطرس ۽ انهيءَ ٻي شاگرد وٽ آئي، جنهن
سان عيسيٰ جو پيار هو ۽ کين چيائين ته ”اهي خداوند کي قبر مان ڪڍي
ويا آهن ۽ خبر نه آهي ته کيس الائجي ڪٿي وڃي رکيو اٿن.“ ⑶ تنهن تي
پطرس ۽ اهو ٻيو شاگرد قبر ڏانهن روانا ٿيا. ⑷ اهي ٻئي گڏ ڊوڙڻ لڳا، پر اهو
ٻيو شاگرد پطرس کان اڳي تکڙو نڪري ويو ۽ پطرس کان پهريائين قبر تي
پهتو. ⑸ هن نِوڙي قبر ۾ نهاريو ۽ ڏٺائين ته ڪفن پيو آهي. پر هو قبر ۾ اندر
گهڙي نه ويو. ⑹ هن کان پوءِ شمعون پطرس به پهتو ۽ هو سڌو قبر ۾ گهڙي
ويو جتي ڪفن پيل ڏٺائين. ⑺ ان کان علاوه هن اهو رومال به اتي پيل ڏٺو،
جيڪو عيسيٰ جي مٿي تي ويڙهيل هو. پر اهو ٻئي هنڌ جدا ويڙهيو پيو هو.
⑻ تنهن کان پوءِ اهو ٻيو شاگرد، جيڪو پطرس کان اڳي قبر تي پهتو هو، سو
به قبر ۾ گهڙي ويو. هن سڀ ڪجهه ڏٺو ۽ ايمان آندائين. ⑼ شاگردن اڃا
تائين اها پاڪ لکت نه سمجهي هئي ته عيسيٰ کي مئلن مان جيئرو ٿي اٿڻو
هو. ⑽ پوءِ اهي شاگرد موٽي پنهنجي پنهنجي گهر هليا ويا.

## مريم مگدلينيءَ کي ڏيکاري ڏيڻ

(متي ۲۸:۹-۱۰، مرقس ۱٦:۹-۱۱)

⑾ مريم قبر جي ٻاهران بيٺي رنو. روئندي روئندي هن نِوڙي قبر ۾ نهاريو
⑿ ۽ ڏٺائين ته ٻه ملائڪ نوراني پوشاڪ سان انهيءَ جاءِ تي ويٺا آهن جتي عيسيٰ
جو ميت رکيل هو. هڪ سيرانديءَ کان ۽ ٻيو پيرانديءَ کان ويٺو هو. ⒀ انهن
پڇيس ته ”اي مائي! روئين ڇو ٿي؟“ هُن وراڻيو ته ”اهي منهنجي خداوند
کي کڻي هليا ويا آهن ۽ خبر ئي ڪانهي ته کيس ڪٿي وڃي رکيو اٿن.“
⒁ هن ائين چئي اڃا پٺيان نهاريو ته عيسيٰ کي اتي بيٺل ڏٺائين، پر
سڃاتائين ڪين ته هو ڪو عيسيٰ آهي. ⒂ عيسيٰ چيس ته ”اي مائي! ڇو
ٿي روئين؟ ڪنهن کي ٿي ڳولين؟“ مريم سمجهيو ته هي ڪو باغ جو مالهي
آهي، سو چيائين ته ”سائين! جيڪڏهن تون هن کي هتان کڻي ويو هجين
ته ٻڌائي ڪري ٻڌاءِ ته کيس ڪٿي وڃي رکيو اٿيئي، ته آءٌ وڃي اتان کڻي
اچانس.“ ⒃ عيسيٰ چيس ته ”مريم!“ تنهن تي مريم ڦري عبرانيءَ ۾ چيس
ته ”ربوني!“ يعني ”اي منهنجا استاد!“ ⒄ عيسيٰ کيس چيو ته ”مون کي

هٿ نه لاءِ ڇاڪاڻ ته آءٌ اڃا مٿي پيءُ وٽ موٽي نه ويو آهيان. پر تون منهنجن
ڀائرن وٽ وڃ ۽ کين ٻڌاءِ ته آءٌ مٿي موٽي وڃان ٿو پنهنجي پيءُ ۽ اوهان جي پيءُ
ڏانهن، پنهنجي خدا ۽ اوهان جي خدا ڏانهن.“ (١٨) پوءِ مريم مگدلينيءَ اچي
شاگردن کي اها ڳالهه ٻڌائي ته ”مون خداوند کي ڏٺو آهي.“ هن کين اهي
ڳالهيون به ٻڌايون جيڪي خداوند ساڻس ڪيون هيون.

## شاگردن کي ڏيکاري ڏيڻ

(متي ٢٨:١٦-٢٠، مرقس ١٦:١٤-١٨، لوقا ٢٤:٣٦-٤٩)

(١٩) انهيءَ ساڳئي آچر جي ڏينهن شام جو جڏهن شاگرد يهودي اڳواڻن
جي ڊپ کان در دروازا بند ڪيو ويٺا هئا ته عيسيٰ اچي سندن وچ ۾ بيٺو ۽
چيائين ته ”سلام.“ (٢٠) ائين چوڻ کان پوءِ هن شاگردن کي پنهنجا هٿ ۽
پاسو ڏيکاريو. تنهن تي عيسيٰ کي سڃاڻيندي ئي شاگرد خوشيءَ ۾ ڀرجي
ويا. (٢١) تڏهن عيسيٰ وري چين ته ”سلام، جيئن پيءُ مون کي موڪليو آهي،
تيئن آءٌ به اوهان کي ٿو موڪليان.“ (٢٢) هن ائين چئي مٿن ڦوڪيو ۽ چيائين
ته ”وٺو هي پاڪ روح. (٢٣) جيڪڏهن اوهين ماڻهن جا گناهه معاف ڪري
ڇڏيندا ته کين معاف ڪيو ويندو، پر جيڪڏهن اوهين انهن کي معاف نه
ڪندا ته کين معاف نه ڪيو ويندو.“

## توما کي ڏيکاري ڏيڻ

(٢٤) توما انهن ٻارهن شاگردن مان هڪڙو هو جنهن کي جاڙو به سڏيندا
هئا، سو عيسيٰ جي اچڻ مهل شاگردن سان گڏ نه هو. (٢٥) اهو جڏهن آيو
ته ٻين شاگردن ٻڌايس ته ”اسان خداوند کي ڏٺو آهي.“ تنهن تي هن چيو
ته ”جيستائين آءٌ سندس هٿن ۾ ڪوڪن جا نشان نه ڏسندس ۽ ڪوڪن
جي نشانن ۾ پنهنجي آڱر نه وجهندس ۽ سندس پاسي ۾ هٿ نه وجهندس،
تيستائين آءٌ اصل ڪونه مڃيندس.“
(٢٦) هفتي کان پوءِ شاگرد وري گهر ۾ گڏ ويٺا هئا. هن ڀيري توما به ساڻن
گڏ ويٺو هو ۽ گهر جا در دروازا بند هئا ته عيسيٰ اچي سندن وچ ۾ بيٺو ۽

---

٢٠:٢٣ مت ١٦:١٩، ١٨:١٨

چيائين ته "سلام." ⑳٧ پوءِ هن توما کي چيو ته "اچ ۽ پنهنجي آڱر هيڏانهن
ڪري منهنجا هٿ ڏس ۽ پنهنجو هٿ هيڏانهن منهنجي پاسي ۾ وجهه.
بي‌ايمان نه ٿيءُ پر ايمان آڻ." ⑳٨ تنهن تي توما چيس ته "اي منهنجا خداوند!
اي منهنجا خدا!" ⑳٩ عيسيٰ چيس ته "تو مون کي ڏٺو آهي، تنهنڪري ايمان
آندو اٿيئي. پر سڀاڳا آهن اهي جيڪي ڏسڻ کان سواءِ ئي ايمان ٿا آڻين."

## هن ڪتاب جو مقصد

③٠ شاگردن جي روبرو عيسيٰ ٻيا به ڪيترائي معجزا ڪيا، جيڪي هن
ڪتاب ۾ لکيل نه آهن. ③١ پر اِهي انهيءَ لاءِ لکيل آهن ته جيئن اوهين ايمان
آڻيو ته عيسيٰ ئي مسيح ۽ خدا جو فرزند آهي ۽ اهڙي ايمان آڻڻ سان اوهان
کي هن جي نالي ۾ زندگي ملي.

## ستن شاگردن کي ڏيکاري ڏيڻ

٢١ ① هن کان پوءِ عيسيٰ وري پنهنجن شاگردن کي گليل ڍنڍ جي
ڪناري تي ڏيکاري ڏني. اهو هن طرح ٿيو ته ② شمعون پطرس،
توما جنهن کي جاڙو به سڏيندا هئا، گليل جي قانا شهر وارو نٿن‌ايل، زبديءَ
جا پٽ يعقوب ۽ يوحنا، ۽ ٻه ٻيا به شاگرد پاڻ ۾ گڏ ويٺا هئا. ③ تڏهن شمعون
پطرس ٻين کي چيو ته "آءٌ مڇي مارڻ وڃان ٿو." تنهن تي ٻين شاگردن چيس
ته "اسين به تو سان گڏجي ٿا هلون." پوءِ اهي وڃي ٻيڙيءَ ۾ چڙهيا، پر انهيءَ
رات ڪا به مڇي هٿ نه لڳن. ④ جڏهن ڏينهن ٿيڻ تي هو ته عيسيٰ اچي
ڪناري تي بيٺو، پر شاگردن نه سڃاتو ته هو ڪو عيسيٰ آهي. ⑤ پوءِ عيسيٰ
انهن کي چيو ته "اي جوانو! ڇا اوهان کي ڪجهه مليو؟" هنن وراڻيس ته
"ڪجهه به نه." ⑥ هن انهن کي چيو ته "پنهنجو ڄار ٻيڙيءَ جي ساڄي
پاسي وجهو ته اوهان کي ڪجهه ملندو." تنهن تي انهن ڄار پاڻيءَ ۾ وڌو ۽
ايتريون ته مڇيون اچي ڦاٿيون جو اهي ڇڪي به نه پيا سگهن. ⑦ پوءِ انهيءَ
شاگرد جنهن سان عيسيٰ جو پيار هو، تنهن پطرس کي چيو ته "اڙي، خداوند
اٿيئي." جڏهن شمعون پطرس ٻڌو ته "اهو خداوند آهي." تڏهن جيئن ته هو

٣:٢١ لو ٥:٥ ٦:٢١ لو ٥:٦

پٺيءَ اگهاڙو هو، سو قميص چيلهه سان ٻڌندو مسيح سان ملڻ لاءِ هڪدم
پاڻيءَ ۾ ٽپي پيو. ⑧ پر ٻيا شاگرد ٻيڙيءَ ۾ ئي مڇين سان ڀريل ڄار ڇڪيندا
آيا، ڇالاءِجو اهي سڪيءَ کان ايترو پري ڪين هئا، رڳو هڪ سؤ ميٽرن جو
ويڇو هو. ⑨ جڏهن اهي سڪيءَ تي پهتا ته انهن ڪوئلن جي باهه تي مڇي
پيل ڏٺي ۽ اتي ماني به رکي هئي. ⑩ پوءِ عيسيٰ انهن کي چيو ته ”جيڪي
مڇيون ماريون اٿوَ تن مان ڪجهه کڻي اچو.“ ⑪ تنهن تي شمعون پطرس
ٻيڙيءَ تي چڙهي ويو ۽ اهو ڄار سڪيءَ تي گهلي آيو، جيڪو وڏين مڇين سان
ڀريل هو. ڄار ۾ ڪل هڪ سؤ ٽيونجاهه مڇيون هيون. جيتوڻيڪ ايتريون
مڇيون هيون ته به ڄار نه ٿي ٽٽو. ⑫ پوءِ عيسيٰ کين چيو ته ”اچي نيرن
ڪريو.“ پر شاگردن مان ڪنهن کي به همت نه ٿي جو کٽي پڇيس ته ”تون
ڪير آهين؟“ ڇاڪاڻ ته انهن کي خبر هئي ته هو خداوند آهي. ⑬ پوءِ عيسيٰ
آيو ۽ ماني کڻي انهن کي ڏنائين ۽ ڪين مڇي به ڏنائين. ⑭ اهو ٽيون دفعو هو
جو عيسيٰ پنهنجي جيئري ٿي اٿڻ کان پوءِ شاگردن کي ڏيکاري ڏني هئي.

## منهنجين رڍن کي چار

⑮ نيرن ڪرڻ کان پوءِ عيسيٰ شمعون پطرس کي چيو ته ”اي شمعون،
يوحنا جا پٽ! ڇا تون مون سان هنن کان وڌيڪ پيار ڪرين ٿو؟“ هن وراڻيو ته
”هائو خداوند! تو کي خبر آهي ته آءٌ تو سان پيار ڪريان ٿو.“ تنهن تي عيسيٰ
چيس ته ”منهنجن گهيٽن کي وڃي چار.“ ⑯ وري ٻيو دفعو عيسيٰ هن کي
چيو ته ”اي شمعون، يوحنا جا پٽ! ڇا تون مون سان پيار ڪرين ٿو؟“ هن
وراڻيو ته ”هائو خداوند، تو کي خبر آهي ته آءٌ تو سان پيار ڪريان ٿو.“ تنهن
تي عيسيٰ کيس چيو ته ”منهنجن رڍن جي سنڀال ڪج.“ ⑰ وري ٽيون دفعو
هن چيس ته ”اي شمعون، يوحنا جا پٽ! ڇا تون مون سان پيار ڪرين ٿو؟“
تنهن تي پطرس کي ڏک ٿيو، ڇالاءِجو هن ٽيون دفعو کيس چيو هو ته ”ڇا
تون مون سان پيار ڪرين ٿو.“ پوءِ پطرس چيس ته ”اي خداوند! تو کي سڀني
ڳالهين جي خبر آهي ۽ تون چڱيءَ طرح ڄاڻين ٿو ته آءٌ تو سان پيار ڪريان
ٿو.“ عيسيٰ چيس ته ”پوءِ منهنجين رڍن کي وڃي چار. ⑱ آءٌ تو کي سچ ٿو
ٻڌايان ته جڏهن تون جوان هئين ته پنهنجو سندرو پاڻ ٻڌندو هئين ۽ جيڏانهن

تو کي وڏندو هو اوڏانهن گهمندو ڦرندو هئين. پر جڏهن تون پوڙهو ٿيندين
تڏهن پنهنجا هٿ ڊگهيريندين ۽ ڪو ٻيو تو کي چيلهه سان سندرو ٻڌي
اوڏانهن وٺي ويندو جيڏانهن وڃڻ لاءِ تنهنجي دل نه چوندي." ⑲ هن چوڻ
مان عيسيٰ جو مطلب اهو هو ته پطرس ڪهڙيءَ طرح دنيا مان لاڏاڻو ڪري
خدا جو جلوو ظاهر ڪندو. پوءِ عيسيٰ چيس ته "منهنجي پٺيان اچ."

## عيسيٰ ۽ ٻيا شاگرد

⑳ پطرس پٺ ورائي ڏٺو ته اهو شاگرد جنهن سان عيسيٰ جو پيار هوءِ سو
پٺيان پيو اچي. انهيءَ شاگرد رات جي ماني کائڻ مهل به سندس سيني تي ٽيڪ
ڏيئي پڇيو هوس ته "خداوند! اهو ڪير آهي جيڪو تو کي پڪڙائيندو؟"
㉑ پطرس جڏهن هن کي ڏٺو تڏهن چيائين ته "اي خداوند! هن جو ڪهڙو
حال ٿيندو؟" ㉒ عيسيٰ وراڻيو ته "جيڪڏهن آءٌ چاهيان ته هي ايستائين
جيئرو رهي جيستائين آءٌ موٽي نه اچان، ته تنهن ۾ تنهنجو ڪهڙو واسطو؟
تون منهنجي پٺيان اچ." ㉓ ان ڪان پوءِ سيني ايمان وارن ۾ اها ڳالهه مشهور
ٿي ويئي ته اهو شاگرد ڪڏهن به نه مرندو. جيتوڻيڪ عيسيٰ انهيءَ شاگرد
کي ائين ڪونه چيو هو ته "تون مرندين ئي ڪونه." پر هيئن چيو هئائين
ته "جيڪڏهن آءٌ چاهيان ته هي ايستائين جيئرو رهي جيستائين آءٌ موٽي نه
اچان ته تنهن ۾ تنهنجو ڪهڙو واسطو."
㉔ هي اُهو شاگرد آهي جيڪو انهن ڳالهين جي شاهدي ٿو ڏئي ۽ اهي
ڳالهيون لکيون به اٿس ۽ اسان کي خبر آهي ته سندس شاهدي سچي آهي.

## پڇاڙي

㉕ ٻيون به گهڻيون ئي ڳالهيون آهن جيڪي عيسيٰ ڪيون هيون. اهي
جيڪڏهن هڪڙي هڪڙي ڪري ويهي لکجن ها ته آءٌ سمجهان ٿو ته ايترا
ته ڪتاب لکجي وڃن ها جو هوند دنيا ۾ نه سمائجي سگهن ها.

# رسولن جا ڪم

## لوقا رسول جي معرفت

### تعارف

”رسولن جا ڪم“ نالي هي پاڪ ڪتاب لوقا طبيب، جيڪو عيسيٰ مسيح جي شاگردن مان هڪ هو، تنهن جي معرفت مليل خوشخبريءَ جو وڌيڪ سلسليوار حصو آهي. انهيءَ جو مکيه مقصد هي ٻڌائڻ آهي ته عيسيٰ مسيح جي پهرين شاگردن پاڪ روح جي رهنمائيءَ هيٺ سندس متعلق خوشخبريءَ کي يروشلم ۾، سڄي يهوديه ۽ سامريه ۾ بلڪ سڄيءَ دنيا ۾ ڪيئن پهچايو (١:٨). هن ۾ اهو به ٻڌايل آهي ته ماڻهن ڪيئن مسيح تي ايمان آندو، جيئن ته شروعات يهودين کان ٿي ۽ آخرڪار دنيا جي ٻين حصن جا ماڻهو به مسيحيت ۾ شامل ٿي ويا. هن ڪلام ۾ اطمينان ڏياريندي پڙهندڙن کي يقين‌دهاني ڪرائي ويئي آهي ته مسيح جا پوئلڳ رومي سلطنت لاءِ تخريبي سياسي انديشو نه هئا ۽ اها به ته مسيحيت ۾ ئي يهودي مذهب جو پورائو هو.

”رسولن جا ڪم“ کي ٽن اهم حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو، جيڪي انهيءَ هميشه وسيع ٿيندو رهندڙ علائقي جو عڪس پيش ٿا ڪن، جنهن ۾ عيسيٰ مسيح متعلق خوشخبريءَ جو اعلان ڪيو ويو هو ۽ ڪليسيا قائم ڪئي ويئي هئي، يعني:

١. يروشلم شهر ۾ مسيحيت جي شروعات، جيڪا عيسيٰ مسيح جي مٿي چڙهي وڃڻ کان بعد ٿي.

٢. يهوديه ۽ سامريه ۾ ڦهلاءُ.

٣. يونوچ سمنڊ واري علائقي ۾ روم تائين ڦهلاءُ.

”رسولن جا ڪم“ جي اهم خاصيت پاڪ روح جي سرگرمي آهي، جيڪو يروشلم ۾ عيد پنتيڪُست واري ڏينهن ايمان آڻيندڙن تي زور سان نازل ٿئي ٿو ۽ اهي سندس قدرت سان ڀرپور ٿين ٿا. ان کان علاوه انهن واقعن ۾ جيڪي هن پاڪ ڪتاب ۾ ڄاڻايل آهن، پاڪ روح ڪليسيا ۽ انهيءَ جي اڳواڻن جي رهنمائي ڪرڻ ۽ کين سگهارو ڪرڻ ڪي پڻ جاري رکي ٿو. مسيحيت جي اوائلي پيغام جو خلاصو ڪيترن ئي خطبن ۾ آيل آهي ۽ جيڪي واقعا ”رسولن جا ڪم“ ۾ لکيل آهن سي ايمان آڻيندڙن جي زندگيءَ ۾ ۽ ڪليسيا جي رفاقت ۾ انهيءَ پيغام جي قوت ڏيکارين ٿا.

## سِٽاءُ

| | |
|---|---|
| شاهديءَ لاءِ تياري | ١:١-٢٦ |
| ١. عيسيٰ مسيح جو آخري حڪم ۽ واعدو | ١:١-١٤ |
| ٢. يهوداه شاگرد جو جاءِنشين | ١:١٥-٢٦ |
| يروشلم ۾ شاهدي | ٢:١-٨:٣ |
| يهوديہ ۽ سامريہ ۾ شاهدي | ٨:٤-١٢:٢٥ |
| پولس رسول جي خدمت | ١٣:١-٢٨:٣١ |
| ١. پهريون تبليغي سفر | ١٣:١-١٤:٢٨ |
| ٢. يروشلم ۾ رسولن ۽ بزرگن جي گڏجاڻي | ١٥:١-٣٥ |
| ٣. ٻيو تبليغي سفر | ١٥:٣٦-١٨:٢٢ |
| ٤. ٽيون تبليغي سفر | ١٨:٢٣-٢١:١٦ |
| ٥. پولس رسول جو يروشلم، قيصريہ ۽ روم ۾ قيد ٿيڻ | ٢١:١٧-٢٨:٣١ |

# رسولن جا ڪم

## لوقا رسول جي معرفت

### پاڪ روح جي موڪلڻ جو واعدو

١ ①-② محترم ٿئوفلس:
مون پنهنجي پهرين ڪتاب ۾ اُهي سڀ ڳالهيون لکيون آهن، جيڪي
عيسيٰ پنهنجي ڪم شروع ڪرڻ کان وٺي آسمان ڏانهن کڄي وڃڻ تائين
ڪيون ۽ سيکاريون. هن آسمان ڏانهن کڄي وڃڻ کان اڳ ۾ پاڪ روح
جي وسيلي انهن ماڻهن کي هدايتون ڏنيون، جن کي پنهنجا رسول ڪري
چونڊيائين. ③ هن پنهنجي موت کان پوءِ انهن کي پاڻ ڏيکاريو ۽ ڪيتريون
ئي ثابتيون ڏنائين ته هو جيئرو آهي. هن چاليهن ڏينهن تائين انهن کي ڪيترائي
دفعا پاڻ ڏيکاريو ۽ ساڻن خدا جي بادشاهت بابت ڳالهايائين. ④ هڪڙي
دفعي جڏهن هو سيئي اچي گڏ ٿيا ته هن کين تاڪيد ڪري چيو ته ”يروشلم
نه ڇڏجو، بلڪ منهنجي پيءُ جي ڪيل واعدي جي پوري ٿيڻ جو انتظار
ڪجو، جنهن بابت مون اوهان کي ٻڌايو هو. ⑤ يحيٰ پاڻيءَ سان بپتسما ڏني
هئي پر اوهان کي ٿورن ڏينهن کان پوءِ پاڪ روح سان بپتسما ڏني ويندي.“

### عيسيٰ جو آسمان ڏانهن کڄي وڃڻ

⑥ ٻئي دفعي جڏهن اهي سيئي وري اچي گڏ ٿيا ته انهن عيسيٰ کان
پڇيو ته ”خداوند، بني اسرائيل کي بادشاهت موٽائي ڏيڻ جو وقت اچي ويو
آهي ڇا؟“ ⑦ عيسيٰ انهن کي چيو ته ”وقت ۽ ڏينهن منهنجي پيءُ پنهنجي
اختياريءَ سان مقرر ڪري ڇڏيا آهن، تن کي ڄاڻڻ اوهان جو ڪم ناهي.

١:١-٢ لو ١:١-٤   ١:٤ لو ٢٤:٤٩   ١:٥ مت ٣:١١، مر ١:٨، لو ٣:١٦، يو ١:٣٣

⑧ پر جڏهن پاڪ روح اوهان تي نازل ٿيندو، تڏهن اوهان کي طاقت ملندي ۽
اوهين يروشلم ۾، سڄي يهوديه ۽ سامريه ۾ بلڪ سڄيءَ دنيا ۾ منهنجا شاهد
ٿيندا.“ ⑨ اجا هن ايترو مس چيو ته هو انهن جي ڏسندي ئي آسمان ڏانهن
کڄي ويو ۽ هڪڙي ڪڪر جي اوٽ ۾ سندن نظر کان غائب ٿي ويو.
⑩ جيئن ته هو متي وڃي رهيو هو ۽ انهن جون اکيون آسمان ۾ ئي ڪتل
هيون ته اوچتو ئي ٻه ماڻهو نوراني پوشاڪ سان هنن جي پرسان اچي بيٺا.
⑪ انهن چيو ته ”اي گليليو! اوهين آسمان ڏانهن ڇو بيٺا نهاريو؟ اهو عيسيٰ،
جو اوهان وٽان آسمان ڏانهن کڄي ويو آهي، سو جيئن اوهان هن کي آسمان
ڏانهن ويندي ڏٺو تيئن هو وري موٽي ايندو.“

## يهوداه جي جاءِ تي متياه کي رسول چونڊڻ

⑫ پوءِ رسول زيتون نالي ٽڪر کان موٽي يروشلم شهر ۾ آيا، جيڪو
اٽڪل هڪ ڪلوميٽر جيترو پري آهي. ⑬ اهي شهر ۾ داخل ٿيا ۽ متي ان
ماڙيءَ تي ويا جتي اهي رهيل هئا. اهي پطرس، يوحنا، يعقوب، اندرياس،
فلپس، توما، برتلمئي، متي، حلفيءَ جو پٽ يعقوب، شمعون قومپرست ۽
يعقوب جو پٽ يهوداه هئا. ⑭ اهي سڀ گهڻو ڪري گڏجي دعا گهرندا هئا
۽ ساڻن عيسيٰ جي ماءُ مريم سميت ڪي عورتون ۽ عيسيٰ جا ڀائر به هئا.
⑮ هڪڙي ڏينهن جڏهن اٽڪل هڪ سؤ ويهه ڄڻا اچي گڏ ٿيا، تڏهن
پطرس ڀائرن جي وچ ۾ اٿي بيٺو ۽ چيائين ته ⑯ ”اي منهنجا ڀائرو ۽ ڀينرون!
انهيءَ پاڪ لکت جو سچو ثابت ٿيڻ ضروري هو، جنهن ۾ پاڪ روح دائود
جي معرفت اڳي ئي يهوداه بابت ٻڌائي ڇڏيو هو، جيڪو عيسيٰ کي پڪڙڻ
وارن جي رهنمائي ڪندڙ هو. ⑰ يهوداه اسان جي ٽولي مان هو، ڇاڪاڻ ته
اسان جي ڪم ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ کيس به چونڊيو ويو هو.“
⑱ يهوداه جيڪي پيسا پنهنجي بڇڙي ڪم جي عيوض ورتا هئا، تنهن
مان هڪ ميدان خريد ڪيائين جتي هو اونڌو ٿي ڪري پيو، سندس پيٽ

١:٨ مت ٢٨:١٩، مر ١٦:١٥، لو ٢٤:٤٧-٤٨ ١:٩ مر ١٦:١٩، لو ٢٤:٥٠-٥١
١:١٣ مت ١٠:٢-٤، مر ٣:١٦-١٩، لو ٦:١٤-١٦ ١:١٦ يو ١٣:١٨، زب ٤١:٩
١:١٨-١٩ مت ٢٧:٣-٨

قاتي پيو ۽ آندا ٻاهر نڪري آيس. (١٩) جڏهن يروشلم جي سڀني ماڻهن اهو
ٻڌو ته انهن پنهنجي ٻوليءَ ۾ ان زمين کي اڪالديمي سڏيو، جنهن جي
معنيٰ آهي ”رت جو ميدان.“
(٢٠) پطرس وڌيڪ چيو ته ”ڇالاءِجو زبور ۾ لکيل آهي ته

’شل انهيءَ جو گهر ويران ٿئي،
۽ منجهس ڪوبه نه رهي.‘

هي به لکيل آهي ته

’شل ڪو ٻيو هن جي خدمت جي جاءِ وٺي.‘

(٢١)-(٢٢) تنهنڪري اهو ضروري آهي ته هڪ اهڙو ماڻهو چونڊجي، جيڪو
خداوند عيسيٰ جي وري جيئري ٿيڻ جي شاهدي ڏئي. اهو اهڙو هئڻ گهرجي
جيڪو اسان سان انهيءَ ساري وقت ۾ گڏ رهيو هجي، جنهن ۾ خداوند
عيسيٰ اسان سان هو، يعني سندس يحيٰ کان بپتسما وٺڻ کان وٺي آسمان
ڏانهن کڄي وڃڻ تائين.“
(٢٣) سو انهن ٻن ماڻهن جا نالا پيش ڪيا، هڪڙو يوسف، جنهن کي
برسبا عرف يوسٽس به سڏيندا هئا ۽ ٻيو متياه. (٢٤) پوءِ انهن دعا گهري ته ”اي
خداوند! تون سڀني ماڻهن جي دلين کي ڄاڻين ٿو، سو اسان کي ٻڌاءِ ته
تو هنن ٻن مان ڪنهن کي چونڊيو آهي ته (٢٥) اهو رسول جي اها جاءِ وٺي،
جنهن تان يهوداه خارج ٿيو ۽ پنهنجيءَ جاءِ ڏانهن هليو ويو.“ (٢٦) پوءِ انهن
ٻنهي جي لاءِ پُڪا وڌائون. پُڪو متياه جي نالي نڪتو ۽ هو يارهن رسولن
جي ٽولي ۾ شامل ڪيو ويو.

## پاڪ روح جو نازل ٿيڻ

٢ (١) جڏهن عيد پنتيڪُست جو ڏينهن آيو تڏهن سڀئي ايمان وارا اچي
هڪڙي هنڌ گڏ ٿيا. (٢) اوچتو ئي آسمان مان هڪ آواز آيو ۽ اهو آواز
تيز هوا جي گهوگهٽ جهڙو هو ۽ جنهن جاءِ ۾ اهي ويٺا هئا سا سڄي انهيءَ
آواز سان ڀرجي ويئي. (٣) انهن کي باهه جهڙيون ڇيون نظر آيون جيڪي ڌار

٢٠:١ زب ٢٥:٦٩، ٨:١٠٩    ٢١:١-٢٢ مت ١٦:٣، مر ٩:١، ١٩:١٦، لو ٢١:٣،
٥١:٢٤    ١:٢ لاو ١٥:٢٣-٢١، شر ٩:١٦-١١

ڏار تي هر هڪ تي اچي ويٺيون. (٤) اهي سڀئي پاڪ روح سان ڀرجي ويا ۽
انهيءَ جي قدرت سان ڌاريون ٻوليون ڳالهائڻ لڳا.
(٥) دنيا جي هر هڪ ملڪ مان ديندار يهودي يروشلم ۾ ٽڪيل هئا.
(٦) جڏهن انهن اهو آواز ٻڌو ته هڪ وڏو ميڙ اچي گڏ ٿيو. هو سڀئي حيران
ٿي ويا، ڇالاءِجو هر هڪ انهن کي پنهنجي پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڳالهائيندي
ٻڌو. (٧) انهن کي حيرت وٺي ويئي ۽ عجب ۾ پئجي چوڻ لڳا ته ”هي ماڻهو
جيڪي ائين ٿا ڳالهائين، ڇا اهي سڀ گليلي نه آهن؟ (٨) پوءِ ڪيئن اسان
مان هر ڪو انهن کان پنهنجي پنهنجي مادري زبان ٿو ٻڌي؟ (٩) جيتوڻيڪ
اسين پارٿي، ميدي، عيلامي، ميسپتاميا، يهوديه، ڪپدڪيا، پنطس، ايشيا،
(١٠) فروگيا، پمفوليا، مصر ۽ لبيا ۾ ڪريني شهر جي آس‌پاس رهندڙ آهيون.
ان کان سواءِ رومي مسافر (١١) جيڪي يهودي توڙي سندن نوان مريد آهن ۽
اسان مان ڪي ڪريتي ۽ عرب آهن ته به اسين انهن کي پنهنجين پنهنجين
ٻولين ۾ خدا جي وڏن وڏن ڪمن جو بيان ڪندي ٿا ٻڌون.“ (١٢) سڀئي
حيران ٿي ويا ۽ مونجهاري وچان هڪٻئي کان پڇڻ لڳا ته ”هن جو
مطلب ڇا آهي؟“ (١٣) پر ٻيا وري انهن تي ٺٺوليون ڪري چون پيا ته ”هي
سڀ نشي ۾ آهن.“

## پطرس جو پيغام

(١٤) پوءِ پطرس ٻين يارهن رسولن سان گڏ اٿي بيٺو ۽ وڏي آواز ۾ ماڻهن سان
ڳالهائيندي چيائين ته ”اي يهودي دوستو ۽ ٻيا سڀئي يروشلم جا رهاڪو!
جيڪي آءٌ چوان ٿو سو ڪن ڏيئي ٻڌو. (١٥) هي ماڻهو نشي ۾ نه آهن جيئن
اوهين سمجهو ٿا، ڇوته ڏينهن جو اڃا پهريون پهر مس پورو ٿيو آهي. (١٦) پر
هيءَ اها ڳالهه آهي جيڪا يوايل نبيءَ جي معرفت چئي ويئي آهي ته

(١٧) خدا فرمائي ٿو ته
’پوين ڏينهن ۾ هيئن ٿيندو جو
آءٌ پنهنجو روح سڀني ماڻهن تي نازل ڪندس.
اوهان جا پٽ ۽ ڌيئرون اڳڪٿيون ڪنديون،

---

٢:١٧-٢١ يوا ٢:٢٨-٣٢

اوهان جا جوان رويا ڏسندا
۽ اوهان جا پوڙها خواب ڏسندا.
(۱۸) بلڪ انهن ڏينهن ۾
آءٌ پنهنجن ٻانهن ۽ ٻانهين تي
پنهنجو روح نازل ڪندس
۽ اهي به اڳڪٿيون ڪندا.
(۱۹) آءٌ مٿي آسمان ۾ عجب جهڙا ڪم
۽ هيٺ زمين تي معجزا ڏيکاريندس،
جهڙوڪ: رت، باهه ۽ دونهين جو غبار.
(۲۰) خدا جي عظيم ۽ جلويدار ڏينهن جي اچڻ کان اڳ ۾
سج ڪاراٽجي ويندو
۽ چنڊ رت جهڙو ڳاڙهو ٿي پوندو.
(۲۱) پوءِ جيڪو به خدا جو نالو وٺندو،
تنهن کي ئي ڇوٽڪارو ملندو.‘

(۲۲) اي بني اسرائيليو! هي ڏيان سان ٻڌو ته عيسيٰ ناصري اهو ماڻهو هو
جنهن کي خدا اوهان لاءِ مقرر ڪيو ۽ اوهان هن کي معجزا، نشانيون ۽ عجب
جهڙا ڪم ڪندي ڏٺو، جيڪي خدا هن جي هٿان ڪرايا. توهين اهو چڱيءَ
طرح ڄاڻو ٿا. (۲۳) خدا جي اڳي ئي ڪيل فيصلي ۽ علم موجب عيسيٰ کي
اوهان جي حوالي ڪيو ويو، ته جيئن اوهان هن کي گنهگار ماڻهن جي هٿان
صليب تي چاڙهي ڪوڪا هڻائي مارايو. (۲۴) پر خدا هن کي مئلن مان وري
جيئرو ڪيو ۽ کيس موت جي ڏکن کان آزاد ڪيو، ڇاڪاڻ ته اهو ناممڪن
هو جو موت کيس قيد ڪري. (۲۵) ڇوته دائود هن بابت چيو آهي ته
’مون خداوند کي هر وقت پنهنجي اڳيان ڏٺو،
ڇالاءِجو هو منهنجي ساڄي پاسي آهي،
انهيءَ لاءِ ته جيئن آءٌ نه گهبرايان.
(۲٦) تنهنڪري منهنجي دل خوش آهي

۲۳:۲ مت ۲۷:۳۵، مر ۱۵:۲۴، لو ۲۳:۳۳، يو ۱۹:۱۸ ۲۴:۲ مت ۲۸:۵-٦،
مر ۱٦:٦، لو ۲۴:۵ ۲۵:۲-۲۸ زب ۱٦:۸-۱۱

۽ منهنجي زبان خوشيءَ سان ڳالهائي ٿي.
بلڪ منهنجو جسم بہ اميد ۾ رهندو.
(٢٧) ڇالاءِجو تون منهنجي روح کي
عالم ارواح ۾ ڇڏي نہ ڏيندين،
نڪي پنهنجي پاڪ ٻانهي کي ڳرڻ سڙڻ ڏيندين.
(٢٨) تو مون کي زندگيءَ جون واٽون ڏيکاريون،
۽ تون مون کي پنهنجو ديدار ڪرائي
خوشيءَ سان ٽمٽار ڪندين.'

(٢٩) اي ڀائرو ۽ ڀينرون! آءٌ اوهان کي ابي دائود بابت کليو کلايو ٻڌايان
ٿو تہ هو مري ويو ۽ دفن ڪيو ويو ۽ سندس قبر اسان وٽ اڄ تائين موجود
آهي. (٣٠) هو نبي هو ۽ خبر هيس تہ خدا هن سان انهيءَ ڳالهہ جو قسم کڻي
واعدو ڪيو هو تہ 'آءٌ تنهنجي اولاد مان هڪڙي کي تخت تي ويهاريندس.'
(٣١) دائود اڳي ئي ڄاتو پئي تہ خدا ڇا ڪندو، تنهنڪري هن مسيح جي وري
جيئري ٿيڻ بابت پيشنگوئي ڪندي هيئن چيو تہ
'نڪي هو عالم ارواح ۾ ڇڏيو ويندو،
نڪي سندس جسم ڳري سڙي ويندو.'

(٣٢) انهيءَ ئي عيسيٰ کي خدا جياريو ۽ اسين سڀ ان ڳالهہ جا شاهد
آهيون. (٣٣) هو خدا جي ساڄي پاسي ڏانهن سربلند ڪيو ويو آهي ۽ سندس
پيءُ جي ڪيل واعدي موجب کيس پاڪ روح مليو آهي. هن خدا جي اها
بخشش هينئر اسان تي نازل ڪئي آهي، جنهن جو اثر اوهين هاڻي ڏسو ۽ ٻڌو
ٿا. (٣٤) ڇالاءِجو دائود پاڻ آسمان ڏانهن ڪجهي نہ ويو پر هن چيو تہ
'خداوند منهنجي خداوند کي چيو تہ
"تون منهنجي ساڄي پاسي ويهہ،
(٣٥) جيستائين آءٌ تنهنجي دشمنن کي
تنهنجي پيرن جي صندلي نہ ڪريان."'

(٣٦) اي بني اسرائيل قوم! پڪ ڄاڻو تہ خدا انهيءَ عيسيٰ کي، جنهن کي
اوهان صليب تي چاڙهي ڪوڪا هنيا، خداوند ۽ مسيح بہ ڪيو آهي."

---

٢:٣٠ زب ١٣٢:١١، ٢.سمر ٧:١٢-١٣ ٢:٣٤-٣٥ زب ١١٠:١

٣٧ جڏهن ماڻهن اهو ٻڌو تہ اها ڳالهہ سندن دلين ۾ چڀي ويئي ۽ پطرس
۽ ٻين رسولن کي چيائون تہ ”ڀائرو! اسين هاڻي ڇا ڪريون؟“ ٣٨ تنهن تي
پطرس کين چيو تہ ”اوهين سڀ توبهہ ڪريو ۽ عيسيٰ مسيح جي نالي تي
بپتسما وٺو، تہ جيئن اوهان جا گناهہ بخشيا وڃن ۽ اوهان کي خدا جي
بخشش يعني پاڪ روح ملي. ٣٩ ڇالاءِجو خدا جو واعدو اوهان جي لاءِ،
اوهان جي ٻارن جي لاءِ ۽ انهن سڀني جي لاءِ بہ آهي جيڪي پري آهن ۽
جن کي خداوند اسان جو خدا پاڻ ڏانهن سڏيندو.“
٤٠ پطرس انهن کي ٻيون بہ گهڻيون ئي ڳالهيون ٻڌايون ۽ کين خبردار
ڪيائين تہ ”پاڻ کي هن بڇڙي زماني کان بچايو.“ ٤١ انهن مان ڪيترن ئي
هن جي پيغام کي قبول ڪيو ۽ بپتسما ورتائون. انهيءَ ڏينهن اٽڪل ٽي هزار
ماڻهو هنن جي ٽولي ۾ شامل ٿي ويا. ٤٢ انهن پنهنجو وقت رسولن کان سکڻ،
هڪ ٻئي جي صحبت ۾ رهڻ، گڏجي ماني کائڻ ۽ دعا گهرڻ ۾ گذاريو.

## ايمان آڻيندڙن جي زندگي

٤٣ رسولن ڪيترائي معجزا ۽ عجب جهڙا ڪم ڪيا، سو انهيءَ ڪري هر
هڪ کي خدا جو خوف ٿيڻ لڳو. ٤٤ جن ايمان آندو سي سڀ گڏ گذارڻ
لڳا ۽ هڪٻئي جي شين ۾ ڀائيوار ٿي رهندا هئا. ٤٥ اهي پنهنجو مال ملڪيت
وڪڻي پيسا پاڻ ۾ ورهائيندا هئا ۽ هر هڪ کي پنهنجي گهرج آهر ملندو
هو. ٤٦ اهي هرروز هيڪل ۾ گڏ ٿيندا هئا ۽ پنهنجن گهرن ۾ خوشي ۽ دل
جي صفائيءَ سان گڏجي ماني کائيندا هئا. ٤٧ هو خدا جي واکاڻ ڪندا هئا
۽ سڀني ماڻهن ۾ عزت هين. سو خدا سندن ٽولي ۾ روزانو انهن کي شامل
ڪندو رهندو هو جن کي ڇوٽڪارو ملندو هو.

## منڊي ماڻهوءَ کي شفا ملڻ

٣ ١ هڪڙي ڏينهن ٽيهريءَ جي مهل پطرس ۽ يوحنا هيڪل ۾ عبادت
ڪرڻ ويا. ٢ اتي سهڻي نالي دروازي وٽ هڪ ڄائي ڄم کان منڊو
ويٺو هو، جنهن کي روزانو دروازي وٽ انهيءَ لاءِ ويهاريندا هئا تہ هو هيڪل

٤٤:٢ رس ٤: ٣٢-٣٥

۾ ايندڙ ماڻهن کان پني. ③ هن جڏهن پطرس ۽ يوحنا کي هيڪل ۾ ويندي
ڏٺو ته انهن کان به خيرات گهريائين. ④ تنهن تي انهن هن ڏانهن چتائي
ڏٺو ۽ پطرس چيس ته ”اسان ڏانهن نهار.“ ⑤ سو هن انهن ڏانهن نهاريو
۽ سمجهيائين ته اهي کيس ڪجهه ڏيندا. ⑥ پطرس هن کي چيو ته ”مون
وٽ سون چاندي ته ڪونهي، پر آءٌ تو کي اهو ڪجهه ڏيندس جيڪو مون
وٽ آهي، ته پوءِ اُٿ، عيسيٰ مسيح ناصريءَ جي نالي گهمر ڦر.“ ⑦ پوءِ هن
ان کي ساڄي هٿ کان وٺي اٿاريو. انهيءَ دم ان ماڻهوءَ جا پير ۽ مُرا مضبوط
ٿي ويا. ⑧ هو ٽپ ڏيئي اٿي بيٺو ۽ گهمڻ ڦرڻ لڳو. پوءِ هو انهن سان گڏ
گهمندو، ٽپا ڏيندو ۽ خدا جي واکاڻ ڪندو هيڪل ۾ ويو. ⑨ سڄيءَ خلق
هن کي گهمندي ۽ خدا جي واکاڻ ڪندي ڏٺو. ⑩ انهن هن کي سڃاتو ته
هي اهو پينو فقير آهي، جيڪو هيڪل جي سهڻي دروازي وٽ ويٺو پنندو هو.
اهي سڀيئي هن کي ڏسي عجب ۽ حيرت ۾ پئجي ويا.

## پطرس جو هيڪل ۾ تبليغ ڪرڻ

⑪ اجا هو پطرس ۽ يوحنا کي جهليو بيٺو هو ته سڀيئي ماڻهو ڏاڍي حيرت
۾ پئجي انهيءَ ورانڊي ۾ اچي گڏ ٿيا، جنهن کي سليماني ورانڊو ڪري
سڏيندا آهن. ⑫ جڏهن پطرس اهو حال ڏٺو، تڏهن ماڻهن کي چيائين ته
”اي بني اسرائيليو! هن ماڻهوءَ تي عجب ڇو ٿو لڳيوَ؟ اسان ڏانهن گهوري ڇو
ٿا نهاريو؟ ڇا اسان هن کي پنهنجيءَ قدرت ۽ دينداريءَ جي ڪري گهمڻ جي
طاقت ڏني آهي؟ ⑬ ابراهيم، اسحاق ۽ يعقوب جي خدا ۽ اسان جي وڏن
جي خدا پنهنجي ٻانهي عيسيٰ کي جلال بخشيو، پر اوهان هن کي پڪڙايو
۽ کيس پلاطس جي دربار ۾ رد ڪيو، جيتوڻيڪ پلاطس هن کي ڇڏي
ڏيڻ جو ارادو ڪيو هو. ⑭ هو پاڪ ۽ سچار هو، پر اوهان کيس رد ڪري
هڪ خونيءَ کي آزاد ڪرڻ جو عرض ڪيو. ⑮ اهڙيءَ طرح اوهان زندگيءَ جي
مالڪ کي مارائي ڇڏيو. پر خدا کيس مئلن مان وري جيئرو ڪيو ۽ اسين هن
ڳالهه جا شاهد آهيون. ⑯ اها عيسيٰ جي نالي جي قدرت ۽ مٿس ايمان ئي

٣:١٢ خر ٣:١٥ ٣:١٤ مت ٢٧:١٥-٢٣، مر ١٥:٦-١٤، لو ٢٣:١٣-٢٣،
يو ١٩:١٢-١٥

آهي جنهن هن منڊي ماڻهوءَ کي گهمڻ جي طاقت ڏني، جنهن کي اوهين
ڏسو ۽ سڃاڻو ٿا. اهو عيسيٰ جو نالو ۽ مٿس ايمان ئي آهي، جنهن هن کي
چڱو ڀلو ڪيو ۽ اوهين پاڻ هن کي چڱيءَ طرح ڏسي سگهو ٿا.
(١٧) اي ڀائرو ۽ ڀينرون! هاڻي آءٌ ڄاڻان ٿو ته اوهان ۽ اوهان جي اڳواڻن
جيڪي ڪجهه عيسيٰ سان ڪيو، سو اڻڄاڻائيءَ جي ڪري ڪيو. (١٨) اهڙيءَ
طرح خدا جيڪو اڳي سڀني نبين جي معرفت چيو هو ته 'سندس مسيح
تڪليفون سهندو،' سو سچ ثابت ٿيو. (١٩) تنهنڪري توبهه ڪريو ۽ خدا
ڏانهن اچو ته اوهان جا گناهه ميٽجي وڃن، (٢٠) تان ته خداوند جي حضور
مان تازگيءَ جا ڏينهن اچن ۽ هو عيسيٰ کي موڪلي جيڪو اوهان لاءِ اڳي
ئي مسيح مقرر ٿيل آهي. (٢١) هو تيستائين ضرور آسمان ۾ رهندو، جيستائين
سڀني ڳالهين جي وري نئين سر ٿيڻ جا ڏينهن اچن، جن بابت خدا پنهنجي
پاڪ نبين جي معرفت گهڻو اڳي چيو هو. (٢٢) ڇاڪاڻ ته موسيٰ چيو هو ته
'خداوند اوهان جو خدا اوهان لاءِ اوهان مان هڪ مون جهڙو نبي موڪليندو.
اهو جيڪي به ڳالهيون اوهان کي ٻڌائي سي سڀ ٻڌجو. (٢٣) جيڪو به انهيءَ
نبيءَ جون ڳالهيون نه ٻڌندو، سو سندس قوم کان ڌار ڪري برباد ڪيو
ويندو.' (٢۴) سموئيل کان وٺي جيڪي به نبي آيا، تن مان جن جن به اڳڪٿي
ڪئي تن سڀني هنن ڏينهن جو ذڪر ڪيو آهي. (٢۵) اوهين انهن نبين جا
وارث ۽ انهيءَ عهد جا شريڪ آهيو جيڪو خدا اوهان جي ابن ڏاڏن سان
ڪيو هو، جيئن هن ابراهيم کي چيو ته 'تنهنجيءَ اولاد جي وسيلي دنيا جي
سڀني قومن کي برڪت ملندي.' (٢٦) انهيءَ ڪري خدا پنهنجو ٻانهو چونڊي
پهريائين اوهان ڏانهن موڪليو ته هو اوهان کي اها برڪت ڏئي جو اوهين
سڀيئي بڇڙاين کان منهن موڙيو."

## پطرس ۽ يوحنا جي گرفتاري

۴ (١) اڃا پطرس ۽ يوحنا رسول ماڻهن سان ڳالهايو ئي پئي ته ڪاهن،
هيڪل جو صوبيدار ۽ صدوقي انهن تي چڙهي آيا. (٢) اهي اڃي مٿن
ڪاوڙيا، ڇالاءِجو هنن عيسيٰ جو مثال ڏيئي ماڻهن کي تعليم پئي ڏني

٣:٢٢ شر ١٨:١٥،١٨ ٣:٢٣ شر ١٨:١٩ ٣:٢۵ پيد ٢٢:١٨

تہ مئلن ڪي وري جيئرو ڪيو ويندو. ③سو هنن رسولن کي پڪڙيو ۽ پر
جيئن تہ سانجهي ٿي ويئي هئي، تنهنڪري ٻئي ڏينهن صبح تائين هنن
کي جيل ۾ رهايو ويو. ④تنهن هوندي بہ پيغام ٻڌندڙن مان ڪيترن ئي
ايمان آندو. اهڙيءَ طرح ايمان آڻيندڙن جي جماعت جو تعداد اٽڪل پنج
هزار ٿي ويو.

⑤ٻئي ڏينهن صبح جو يهودين جا اڳواڻ ۽ بزرگ ۽ شريعت جا عالم اچي
يروشلم ۾ گڏ ٿيا. ⑥وڏو سردار ڪاهن حنا ۽ هن سان گڏ قائفا ۽ يوحنا ۽
سڪندر ۽ ٻيا جيڪي سردار ڪاهن جا مٽ مائٽ هئا سي بہ اتي موجود
هئا. ⑦انهن پطرس ۽ يوحنا کي پنهنجي اڳيان بيهاري پڇيو تہ ”ڪنهن جي
قدرت سان يا ڪنهن جي نالي تي اوهان اهو ڪم ڪيو آهي؟“ ⑧تنهن تي
پطرس پاڪ روح سان پرجي چوڻ لڳو تہ ”اي امت جا حاڪمو ۽ بزرگو!
⑨جيڪڏهن اڄ اسان کان پڇا ٿي ٿئي تہ اسان منڊي ماڻهوءَ سان ڇو چڱائي
ڪئي ۽ هو ڪيئن چڱو ڀلو ٿيو تہ ⑩پوءِ اوهان ۽ بني اسرائيل جي سيني
ماڻهن کي ڄاڻڻ کپي تہ هي ماڻهو، جيڪو اوهان جي اڳيان بلڪل چاق
چڱو ڀلو بيٺو آهي سو عيسيٰ مسيح ناصريءَ جي نالي تي چڱو ڀلو ٿيو آهي،
جنهن کي اوهان صليب تي چاڙهيو ۽ خدا ڪيس مئلن مان وري جيئرو ڪيو.
⑪عيسيٰ اهو آهي جنهن لاءِ لکيل آهي تہ
’جنهن پٿر کي رازن رد ڪيو،
سو ئي پيڙهہ جو پٿر ٿيو.‘
⑫ڪنهن بہ ٻئي جي هٿ ۾ ڇوٽڪارو نہ آهي، ڇالاءِجو آسمان جي
هيٺان ماڻهن کي ٻيو ڪوبہ نالو ڏنل ڪونهي جنهن جي وسيلي اسان کي
ڇوٽڪارو ملي.“

⑬اهي پطرس ۽ يوحنا تي عجب کائڻ لڳا تہ هي رواجي ماڻهو توري تعليم
هوندي بہ ڪيترا نہ دلير آهن! پر پوءِ ڄاتائون تہ هو عيسيٰ جا ساٿي آهن.
⑭هو رسولن جي خلاف ڪجهہ بہ چئي نہ سگهيا، ڇالاءِجو جيڪو ماڻهو
چڱو ڀلو ٿيو هو سو بہ ساڻن گڏ بيٺل هو. ⑮تنهنڪري انهن کين ڪائونسل
کان ٻاهر نڪري وڃڻ لاءِ چيو ۽ پاڻ ۾ صلاح ڪرڻ لڳا تہ ⑯”اسان هنن

۱۱:۴ زبور ۱۱۸:۲۲

ماڻهن کي ڇا ڪريون؟ ڇالاءِجو يروشلم جو هر هڪ ماڻهو ڄاڻي ٿو ته هنن
هڪ وڏو معجزو ڪيو آهي جنهن جو اسين انڪار ڪري نه ٿا سگهون.
(١٧) پر متان اها ڳالهه ماڻهن ۾ زياده پکڙجي وڃي، تنهنڪري اچو ته هنن
کي دڙڪو ڏيون ته وري عيسيٰ جي نالي جي ڳالهه نه ڪن.“
(١٨) پوءِ هنن پطرس ۽ يوحنا کي وري پاڻ وٽ سڏايو ۽ کين سختيءَ سان
تاڪيد ڪري چيائون ته ”ڪنهن به صورت ۾ اوهين عيسيٰ جي نالي
نڪي ڪجهه چئو ۽ نڪا تعليم ڏيو.“ (١٩) پر پطرس ۽ يوحنا ورندي ڏنن
ته ”اوهين پاڻ ئي انصاف ڪريو ته خدا جي اڳيان ڪهڙو جائز آهي،
اوهان جو حڪم مڃڻ يا خدا جو حڪم مڃڻ. (٢٠) ڇالاءِجو اهو ناممڪن
آهي ته اسين اهي ڳالهيون نه ٻڌايون جيڪي اسان ڏٺيون ۽ ٻڌيون آهن.“
(٢١) تنهن تي ڪائونسل انهن کي وري به دڙڪا ڏيئي ڇڏي ڏنو. انهن
کي ڪوبه سبب نظر نه آيو جنهن جي ڪري کين سزا ڏين، ڇاڪاڻ ته
جيڪي ڪجهه ٿيو هو تنهن تي سڀ ماڻهو خدا جي واکاڻ ڪري رهيا
هئا. (٢٢) جيڪو ماڻهو معجزي سان ڇڱو ڀلو ٿيو هو ان جي عمر چاليهن
سالن کان به مٿي هئي.

## ايمان وارن جي همت لاءِ دعا

(٢٣) جيئن ئي پطرس ۽ يوحنا آزاد ٿيا ته هو موٽي پنهنجي ساٿين وٽ آيا ۽
جيڪي سردار ڪاهنن ۽ بزرگن چيو هون سو سڀ کين ٻڌايائون. (٢٤) جڏهن
انهن اهو ٻڌو ته سڀيئي گڏجي وڏي آواز سان خدا کان دعا گهرڻ لڳا ته
”اي مالڪ! تون آسمان، زمين، سمنڊ ۽ جيڪي ڪجهه انهن منجهه آهي
تن جو خالق آهين. (٢٥) تو پاڪ روح جي وسيلي پنهنجي ٻانهي ۽ اسان جي
وڏي دائود جي واتان چوايو هو ته

’غير قومن ڇو گوڙ مچايو؟
ماڻهن ڇو اجايا خيال ڪيا؟
(٢٦) دنيا جا بادشاهه تيار ٿي آيا،
حاڪم اچي گڏ ٿيا

٤:٢٤ خر ٢٠:١١، نحم ٩:٦، زب ١٤٦:٦ ٤:٢٥-٢٦ زب ٢:١-٢

۽ خداوند جو
۽ سندس مسيح جو مقابلو ڪرڻ لڳا.‘
(۲۷) سچپچ ته هن شهر ۾ تنهنجو پاڪ ٻانهو عيسيٰ جنهن کي تو مسيح
مقرر ڪيو، تنهن جي خلاف گليل جو حاڪم هيروديس ۽ پنطيس پلاطس،
غير قومن ۽ بني اسرائيل جي ماڻهن سميت اچي گڏ ٿيا. (۲۸) اهو انهيءَ لاءِ
ٿيو ته جيڪي تنهنجي هٿان ۽ تنهنجي مرضيءَ موجب اڳي ئي مقرر ٿيل
هو سو پورو ٿئي. (۲۹) هاڻي اي خداوند! تون هنن جي دڙڪن تي نظر ڪر
۽ اسين، جيڪي تنهنجا ٻانهن آهيون تن کي اهڙي توفيق ڏي ته جيئن
اسين بي‌ڊپا ٿي تنهنجو ڪلام ماڻهن کي ٻڌايون. (۳۰) تون پنهنجي شفا جو
هٿ ڊگهير ۽ پنهنجي پاڪ ٻانهي عيسيٰ جي نالي تي معجزا ۽ ڪرامتون
ڏيکار.“ (۳۱) جڏهن انهن دعا گهري پوري ڪئي ته اها جاءِ ڏڏي ويئي
جتي هو گڏ ٿيا هئا. اهي سڀيئي پاڪ روح سان ڀرجي ويا ۽ بي‌ڊپا ٿي
خدا جو ڪلام ٻڌائڻ لڳا.

## ايمان وارن جو پاڻ ۾ ايڪو

(۳۲) ايمان وارن جي سڄي ٽولي دل‌وجان سان گڏ هئي ۽ منجهائن ڪوبه
ائين نه پيو چوي ته ”هيءَ شيءِ منهنجي آهي،“ پر هو سڀني شين ۾ هڪجهڙا
ڀائيوار هئا. (۳۳) رسول وڏيءَ قدرت سان خداوند عيسيٰ جي وري جيئري ٿيڻ
جي شاهدي ڏيندا هئا ۽ سڀني تي ڏاڍو فضل هو. (۳۴) سڄي ٽوليءَ ۾ اهڙو
ڪوبه ڪونه هو جنهن کي ڪنهن شيءِ جي گهرج هجي. جن ماڻهن کي
ٻنيون يا گهر هئا سي اهي وڪڻي، پيسا آڻي (۳۵) رسولن جي اڳيان رکندا هئا،
ته هو اهي پيسا هر هڪ کي گهرج آهر ڏين.
(۳۶) يوسف هڪ لاوي هو جنهن جو وطن قبرص هو، تنهن کي رسولن
برنباس جو لقب ڏنو هو، جنهن جي معنيٰ آهي ”همت‌افزائي ڪندڙ.“
(۳۷) انهيءَ وٽ هڪڙي ٻني هئي، جا هن وڪڻي ان جا پيسا آڻي رسولن
جي اڳيان رکيا.

---

۲۷:۴ مت ۲۷:۱-۲، مر ۱۵:۱، لو ۲۳:۱، ۷-۱۱، يو ۱۸:۲۸-۲۹

۳۲:۴ رس ۲:۴۴-۴۵

## حنانياه ۽ صفيرا

٥ (١) حنانياه نالي هڪڙي ماڻهوءَ ۽ سندس زال صفيرا پنهنجي ڪجهه
ملڪيت وڪي. (٢) پر حنانياه ڪجهه پيسا پنهنجي لاءِ رکي ڇڏيا ۽
سندس زال کي به اها خبر هئي. هن باقي پيسا کڻي رسولن جي اڳيان رکيا.
(٣) تنهن تي پطرس چيس ته ”اي حنانياه! ڇو شيطان تنهنجي دل ۾ اهڙو
خيال وڌو، جو تو پاڪ روح سان ڪوڙ ڳالهايو ۽ ٻنيءَ جي پيسن مان ڪجهه
پاڻ وٽ رکي ڇڏيئه؟ (٤) جيئن ٻني وڪڻڻ کان اڳ تنهنجي ئي ملڪيت
هئي، تيئن اها وڪڻڻ کان پوءِ ان جا پيسا به تنهنجا ئي هئا. پوءِ تو ڇو دل ۾
اهڙو ڪم ڪرڻ جو خيال ڪيو؟ تو ماڻهن سان نه پر خدا سان ڪوڙ ڳالهايو
آهي.“ (٥) حنانياه اهو ٻڌڻ شرط هيٺ ڪري پيو ۽ مري ويو. جن به اهو ٻڌو
تن سڀني کي ڏاڍو ڊپ وٺي ويو. (٦) جوان ماڻهو اٿيا ۽ هن جو لاش ڪفن
۾ ويڙهي ٻاهر کڻي ويا ۽ کيس دفن ڪيائون.

(٧) اٽڪل پهر کن کان پوءِ هن جي زال اندر آئي، پر کيس هن واقعي جي
ڪابه خبر ڪانه هئي. (٨) پطرس ان کي چيو ته ”مون کي ٻڌاءِ ته ڇا سڀ
پيسا اهي ئي هئا جيڪي تو کي ۽ تنهنجي مڙس کي اوهان جي ملڪيت مان
مليا؟“ تنهن تي هن چيو ته ”ها، اهي ئي پيسا مليا.“ (٩) پطرس کيس چيو ته
”پوءِ ڇو تو ۽ تنهنجي مڙس گڏجي خداوند جي پاڪ روح کي آزمايو؟ ڏس،
جن ماڻهن تنهنجي مڙس کي دفن ڪيو آهي، سي هاڻي دروازي تي اچي پهتا
آهن. اهي تو کي به ٻاهر کڻي ويندا.“ (١٠) انهيءَ دم هوءَ به سندس پيرن وٽ
ڪري پيئي ۽ مري ويئي. جوان ماڻهو اندر آيا ۽ هن کي مئل ڏسي کيس ٻاهر
کڻي ويا ۽ سندس مڙس جي پرسان وجي دفن ڪيائونس. (١١) سڄي ڪليسيا
جي ماڻهن ۽ ٻين، جن به اهو ٻڌو تن سڀني کي ڏاڍو ڊپ وٺي ويو.

## معجزا ۽ ڪرامتون

(١٢) رسول شهر ۾ ڪيترائي معجزا ۽ ڪرامتون ڪندا هئا ۽ هو سڀني ايمان
وارن سان هيڪل اندر سليماني ورانڊي ۾ به اچي ملندا هئا. (١٣)-(١٤) خداوند
تي ايمان آڻيندي ڪيترائي مرد ۽ عورتون انهن ۾ شامل ٿيندا هئا. پر انهن کان

علاوه ڪنهن کي به همت نه ٿيندي هئي جو هو رسولن سان وڃي ملي، تنهن هوندي به اهي ماڻهو سندن ساراهه ڪندا هئا. ⑮ ايتري قدر جو هو بيمارن کي آڻي گهٽين ۾ کٽولن ۽ تڏن تي رکندا هئا ته جڏهن پطرس اتان لنگهي ته من سندس پاڇو ئي انهن مان ڪن تي پوي. ⑯ يروشلم جي آس‌پاس وارن ڳوٺن مان ڪيترائي ماڻهن جا ميڙ پنهنجا بيمار ۽ ڀوتن ورتل ماڻهو کڻي ايندا هئا ۽ انهن سڀني کي شفا ملندي هئي.

## رسولن کي ستائڻ

⑰ پوءِ وڏو سردار ڪاهن ۽ سندس ساٿي جيڪي صدوقين جي مقامي فرقي جا ماڻهو هئا، سي رسولن تي ڏاڍا ساڙ ڪائڻ لڳا. سو اهي رسولن خلاف اٿي کڙا ٿيا ⑱ ۽ کين گرفتار ڪري جيل ۾ وڌائون. ⑲ پر انهيءَ رات خداوند جي هڪڙي ملائڪ اچي جيل جا دروازا کوليا ۽ رسولن کي ٻاهر ڪڍيائين ۽ کين چيائين ته ⑳ "وڃو ۽ هيڪل ۾ بيهي ماڻهن کي هن نئين زندگيءَ بابت سڀ ڪجهه ٻڌايو." ㉑ انهيءَ حڪم موجب رسول صبح جو سوير هيڪل ۾ وڃي تعليم ڏيڻ لڳا.

وڏي سردار ڪاهن ۽ سندس ساٿين يهودين جي سڀني بزرگن کي پاڻ وٽ سڏايو ته جيئن ڪائونسل جي مڪمل گڏجاڻي ٿئي. پوءِ انهن جيل ڏانهن چوائي موڪليو ته رسولن کي حاضر ڪيو وڃي. ㉒ پر جڏهن سپاهي اتي پهتا ته انهن جيل ۾ رسولن کي نه ڏٺو. سو اهي ڪائونسل ڏانهن موٽي آيا ۽ ٻڌايائون ته ㉓ "جڏهن اسين اتي پهتاسون ته اسان جيل کي چڱيءَ طرح ڪلف لڳل ڏٺو ۽ سڀ پهريدار دروازن تي پهرو ڏيئي رهيا هئا. پر جڏهن اسان دروازا کوليا ته اسان کي اندر ڪوبه ماڻهو ڏسڻ ۾ نه آيو." ㉔ جڏهن هيڪل جي صوبيدار ۽ سردار ڪاهنن اها ڳالهه ٻڌي تڏهن وائڙا ٿي ويا. ㉕ پوءِ هڪ ماڻهو اندر آيو، جنهن اچي کين ٻڌايو ته "ڳالهه ٻڌي اٿوَ، جن ماڻهن کي اوهان جيل ۾ وڌو هو، سي هيڪل ۾ بيٺا ماڻهن کي تعليم پيا ڏين." ㉖ سو صوبيدار پنهنجن سپاهين سان وڃي رسولن کي موٽائي وٺي آيو. سپاهين رسولن سان ڪابه زيادتي نه ڪئي، ڇوته هو ڊڄن پيا ته متان ماڻهو ساڻن وڙهن.

(٢٧) هنن رسولن کي آڻي ڪائونسل جي اڳيان بيهاريو. وڏي سردار ڪاهن
ڪائنن پڇا ڳاڇا ڪندي (٢٨) کين چيو ته ”اسان اوهان کي سخت تاڪيد
ڪيو هو ته هن ماڻهوءَ جي نالي تي تعليم نه ڏيو. پر اتلندو اوهان سڄي يروشلم
۾ پنهنجي تعليم پکيڙي ڇڏي آهي، جنهن ۾ اسان کي انهيءَ جي موت
جو ذميوار به بڻايو ٿا.“ (٢٩) پطرس ۽ ٻين رسولن جواب ۾ چيو ته ”اسان کي
ماڻهن جو نه، پر خدا جو چيو مڃڻ کپي. (٣٠) توڙي جو اوهان عيسيٰ کي
صليب تي چاڙهي ڪوڪا هڻي ماري ڇڏيو هو، تڏهن به اسان جي ابن
ڏاڏن جي خدا کيس وري جيئرو ڪيو. (٣١) نه رڳو ايترو پر خدا کيس مالڪ
۽ ڇوٽڪارو ڏيندڙ بڻائڻ لاءِ پنهنجي ساڄي پاسي ڏانهن سربلند ڪيو، ته
جيئن بني اسرائيل کي توبهه ڪرڻ جي توفيق ملي ۽ سندن گناهه بخشجي
وڃن. (٣٢) اسين انهن ڳالهين جا شاهد آهيون ۽ پاڪ روح به، جو خدا انهن
کي ڏنو آهي جيڪي سندس فرمانبردار آهن.“

(٣٣) جڏهن ڪائونسل جي ماڻهن اهو ٻڌو ته اهي ايترا ته ڪاوڙيا جو
رسولن کي مارڻ لاءِ تيار ٿي ويا. (٣٤) پر انهن مان گمليايل نالي هڪڙو
فريسي، جيڪو شريعت جو عالم هو ۽ سڀني ماڻهن ۾ عزت هئس، سو
ڪائونسل جي اڳيان اٿي بيٺو ۽ رسولن کي ٿوري وقت لاءِ ٻاهر وٺي وڃڻ
جو حڪم ڏنائين. (٣٥) پوءِ هن ڪائونسل کي چيو ته ”اي بني اسرائيليو!
اوهين هنن سان جيڪي ڪريو، سو سنڀالي ڪريو. (٣٦) ڪجهه وقت اڳي
ٿيوداس نالي هڪڙو شخص ظاهر ٿيو هو، جنهن دعويٰ ڪئي هئي ته
هو هڪ وڏي هستي آهي. چار سؤ کن ماڻهو سندس پوئلڳ به بڻيا.
پر جڏهن هو ماريو ويو ته سندس سڀ پوئلڳ ڇڙوڇڙ ٿي ويا ۽ سندس
منصوبو مٽيءَ ۾ ملي ويو. (٣٧) ان کان پوءِ آدم شماريءَ جي ڏينهن ۾ يهوداه
گليلي ظاهر ٿيو ۽ هن ڪيترائي ماڻهو پنهنجا پوئلڳ بڻايا، سو به ڇٽ
ٿي ويو ۽ سندس سڀيئي پوئلڳ ڇڙوڇڙ ٿي ويا. (٣٨) سو هاڻي آءٌ اوهان
کي چوان ٿو ته هنن ماڻهن جي خلاف ڪوبه قدم نه کڻو ۽ کين ڇڏي
ڏيو، ڇاڪاڻ‌ته جيڪڏهن هنن جو مقصد ۽ ڪم ماڻهن جو ٺهيل هوندو
ته اهو پاڻهي ختم ٿي ويندو. (٣٩) پر جيڪڏهن اهو خدا جي طرفان آهي

٥:٢٨ مت ٢٧:٢٥

ته پوءِ اوهين انهن کي روڪي ڪين سگهندا، پر اُلٽندو اوهين خدا جو
مقابلو ڪندا.“

ڪائونسل گمليايل جي صلاح تي عمل ڪيو. (٤٠) انهن رسولن کي
اندر گهرائي چهبڪ هڻايا ۽ ڪين سخت تاڪيد ڪيائون ته هو وري
عيسيٰ جي نالي تي تعليم نه ڏين. پوءِ انهن کي ڇڏي ڏنائون. (٤١) رسول
ڪائونسل مان خوشيون ڪندي نڪتا جو خدا ڪين انهيءَ لائق ڀانيو ته
عيسيٰ جي نالي جي ڪري سندن بيعزتي ٿئي. (٤٢) اهي روزانو هيڪل ۾
۽ ماڻهن جي گهرن ۾ هن خوشخبريءَ جي تعليم ۽ تبليغ ڪندا رهيا ته
عيسيٰ ئي مسيح آهي.

## ستن جو چونڊجڻ

٦ (١) ٿورن ڏينهن ڪان پوءِ جيئن ئي شاگردن جو تعداد وڌندو ويو ته يوناني
ٻولي ڳالهائيندڙ يهودين عبراني ٻولي ڳالهائيندڙ يهودين جي خلاف
شڪايت ڪئي. يوناني ٻولي ڳالهائيندڙ يهودي ڪرڪڻ لڳا ته هنن جي
رنڻزالن کي روزانو کاڌي جي ورهاست وقت وساريو ٿو وڃي. (٢) تنهنڪري
ٻارهن رسولن سڀني شاگردن کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ چيو ته ”اهو اسان لاءِ
چڱو نه آهي جو کاڌي پيتي جي ڳالهين جي ڪري اسين خدا جي ڪلام
جي تبليغ ڇڏي ڏيون. (٣) تنهنڪري اي ڀائرو ۽ ڀينرون! پاڻ مان ست
معتبر ماڻهو چونڊيو، جيڪي سياڻپ ۽ پاڪ روح سان ڀرپور هجن ۽ اسين
انهن کي هن ڪم جو ذميوار مقرر ڪنداسين. (٤) پوءِ اسين پاڻ سمورو
وقت دعا ۽ تبليغ جي ڪم ۾ گذاريندا سين.“ (٥) رسولن جي صلاح تي
سڄو ٽولو خوش ٿيو. سو انهيءَ ٽولي هنن ماڻهن کي چونڊيو: استيفنس،
جيڪو ايمان ۽ پاڪ روح سان ڀرپور هو، فلپس، پرخرس، نيڪانور، تيمون،
پرمناس ۽ نيڪلاس جيڪو انطاڪيا جو رهاڪو هو ۽ اڳ غير يهودي هو.
(٦) ٽولي انهن کي رسولن جي اڳيان حاضر ڪيو، جن دعا گهري ۽ پنهنجا
هٿ انهن تي رکيا.

(٧) اهڙيءَ طرح خدا جو ڪلام پکڙبو ويو ۽ يروشلم ۾ شاگردن جو تعداد
به وڌندو ويو. ان کان علاوه ڪاهنن جي هڪ وڏي ٽولي پڻ ايمان آندو.

## استيفنس جي گرفتاري

⑧ استيفنس خدا جي فضل ۽ قدرت سان پرجي ڪيترائي وڏا معجزا ۽
ڪرامتون ڪرڻ لڳو. ⑨ پر ڪن ماڻهن هن جي مخالفت ڪئي، جن مان
ڪي ”آزاد ٿيل ماڻهن جي عبادت‌خاني“ نالي هڪ يهودي عبادت‌خاني جا
ميمبر هئا ۽ ڪريني ۽ اسڪندريه کان آيا هئا ۽ ڪي وري ڪلڪيا ۽ ايشيا
پرڳڻي جا هئا. ⑩ پر پاڪ روح استيفنس کي اهڙي سياڻپ ڏني جو جڏهن
هن ڳالهايو ته اهي سندس مقابلو ڪري نه سگهيا. ⑪ تنهن تي هنن ڪن
ماڻهن کي رشوت ڏيئي سيکاريو ته اهي چون ته ”اسان هن کي موسيٰ ۽ خدا
بابت ڪفر جون ڳالهيون ڪندي ٻڌو آهي.“ ⑫ اهڙيءَ طرح هنن بزرگن،
شريعت جي عالمن ۽ خلق کي وٺي ڀڙڪايو. اهي استيفنس تي چڙهائي
ڪري آيا ۽ کيس گرفتار ڪري ڪائونسل جي اڳيان پيش ڪيائون. ⑬ پوءِ
اهي ڪن اهڙن ماڻهن کي اندر وٺي آيا، جيڪي هن جي مٿان ڪوڙي
شاهدي ڏين. انهن ماڻهن چيو ته ”هي ماڻهو هميشه اسان جي پاڪ هيڪل
۽ موسيٰ جي شريعت جي خلاف ڳالهائيندو آهي. ⑭ اسان هن کي هي
چوندي ٻڌو آهي ته عيسيٰ ناصري هيڪل کي ڊاهي ڇڏيندو ۽ موسيٰ جيڪي
رسم رواج اسان کي ڏيئي ويو آهي تن کي به بدلائي ڇڏيندو.“ ⑮ جيڪي
ڪائونسل ۾ ويٺا هئا تن استيفنس ڏانهن ڇتائي نهاريو ۽ کين هن جو منهن
ملائڪ جهڙو ڏسڻ ۾ آيو.

## استيفنس جي تقرير

① وڏي سردار ڪاهن استيفنس کان پڇيو ته ”ڇا اهو سچ آهي؟“
② تنهن تي استيفنس جواب ڏنو ته ”اي ڀائرو ۽ بزرگو! منهنجي ٻڌو.
خداءِ ذوالجلال اسان جي وڏي ابراهيم تي ان وقت ظاهر ٿيو، جڏهن حاران
۾ رهڻ کان اڳ هو ميسوپتاميا ۾ رهندو هو. ③ هن کي چيائين ته ’پنهنجو
ڪٽنب ۽ وطن ڇڏي انهيءَ ملڪ ڏانهن وڃ جيڪو آءٌ تو کي ڏيکاريندس.‘
④ تنهنڪري هو ڪسدين جي ملڪ کي ڇڏي وڃي حاران ۾ رهڻ لڳو.

٧:٢-٣ پيد ١٢:١    ٧:٤ پيد ١١:٣١، ١٢:٤

جڏهن سندس پيءُ مري ويو تڏهن خدا کيس هن ملڪ ۾ وٺي آيو، جتي
اڄ تائين اوهين رهندا ٿا اچو. (٥) پوءِ خدا ابراهيم کي هن ملڪ ۾ زمين جو
ٽڪرو به نه ڏنو بلڪ هڪ انچ به نه. پر خدا ساڻس واعدو ڪيو ته ’اهو ملڪ
تو کي ۽ تو کان پوءِ تنهنجي اولاد کي ملڪيت ڪري ڏيندس،‘ جيتوڻيڪ
کيس ڪو به اولاد ڪونه هو. (٦) خدا هيئن به چيو ته ’تنهنجو اولاد هڪڙي
ڌارئي ملڪ ۾ وڃي رهندو، جتي انهن کي چار سؤ سال غلاميءَ ۾ گذرندا
۽ انهن سان ماڙهو خراب هلت هلندا.‘ (٧) وري خدا هيئن به چيو ته ’جنهن
قوم جي غلاميءَ ۾ هو رهندا تنهن کي آءٌ سزا ڏيندس. تنهن کان پوءِ هو
اتان نڪري اچي هن هنڌ منهنجي عبادت ڪندا.‘ (٨) پوءِ خدا ابراهيم لاءِ
طهر کي انهيءَ عهد جي نشانيءَ طور مقرر ڪيو. تنهنڪري ابراهيم پنهنجي
پٽ اسحاق جو سندس ڄمڻ کان اٺين ڏينهن تي طهر ڪرايو. اسحاق مان
يعقوب ۽ يعقوب مان ٻارهن پٽ پيدا ٿيا، جيڪي ٻارهن قبيلن جا بزرگ ٿيا،
تن سڀني جو به طهر ڪرايو ويو.

(٩) اهي بزرگ پنهنجي ڀاءُ يوسف تي ساڙ کائڻ لڳا ۽ کيس انهن ماڻهن
وٽ وڪيائون، جيڪي هن کي غلام ڪري مصر ڏانهن وٺي ويا. پر خدا
ساڻس هو (١٠) ۽ کيس سڀني مصيبتن مان سلامتيءَ سان پار ڪيائين ۽ دانائي
بخشيائينس، جنهن ڪري هو مصر جي بادشاهه فرعون وٽ قبول پيو. فرعون
يوسف کي مصر جو حاڪم ۽ پنهنجي محلات جو مالڪ بڻايو. (١١) تنهن
کان پوءِ مصر ۽ ڪنعان ۾ اچي ڏڪار پيو، جنهن ڪري ڏاڍي مصيبت
پيدا ٿي. اسان جي وڏن کي ڪو به کاڌو ملي نه ٿي سگهيو. (١٢) پر جڏهن
يعقوب ٻڌو ته مصر ۾ اناج آهي تڏهن هن پنهنجي پٽن يعني اسان جي
وڏن کي پهريون دفعو اوڏانهن موڪليو. (١٣) ٻئي دفعي يوسف پنهنجي ڀائرن
کي پاڻ سڃاڻايو ۽ فرعون کي يوسف جي ڪٽنب جي خبر پئجي وئي.
(١٤) تنهنڪري يوسف پنهنجي پيءُ يعقوب ۽ پنهنجي سڄي ڪٽنب کي پاڻ

<u>٧:٥</u> پيد ١٢:٧، ١٣:١٥، ١٥:١٨، ١٧:٨ <u>٧:٦-٧</u> پيد ١٥:١٣-١٤
<u>٧:٧</u> خر ٣:١٢ <u>٧:٨</u> پيد ١٧:١٠-١٤، ٢١:٢-٤، ٢٥:٢٦، ٢٩:٣١-٣٥:١٨
<u>٧:٩</u> پيد ٣٧:١١، ٢٨، ٣٩:٢، ٢١ <u>٧:١٠</u> پيد ٤١:٣٩-٤١ <u>٧:١١</u> پيد ٤٢:١-٢
<u>٧:١٣</u> پيد ٤٥:١، ١٦ <u>٧:١٤</u> پيد ٤٥:٩-١٠، ١٧-١٨، ٤٦:٢٧

وٽ گھرايو. اهي جملي پنجهتر ڄڻا هئا. (١٥) پوءِ يعقوب مصر ڏانهن ويو
جتي هو ۽ اسان جا وڏا مري ويا. (١٦) انهن جا لاش کڻي وڃي شڪم جي
انهيءَ قبرستان ۾ دفن ڪيائون، جيڪو ابراهيم شڪم ۾ حمور جي پٽن
کان پيسن سان خريد ڪيو هو.
(١٧) جڏهن ابراهيم سان خدا جي ڪيل واعدي جو مدو پورو ٿيڻ تي آيو
ته مصر ۾ اسان جي ماڻهن جو تعداد وڌي گھڻو ٿي ويو. (١٨) پوءِ هڪڙو
ٻيو بادشاهه مصر ۾ حڪومت ڪرڻ لڳو، جيڪو يوسف کي نه سڃاڻيندو
هو. (١٩) انهيءَ اسان جي قوم سان دوکو ڪري اسان جي ابن ڏاڏن سان تمام
گھڻا ظلم ڪندي کين مجبور ڪيو جو هو پنهنجن ٻارڙن کي گھر کان
ٻاهر اڇلائي ڇڏيندا هئا ته ڀل اهي مري وڃن. (٢٠) انهن ڏينهن ۾ موسيٰ ڄائو
جيڪو ڏاڍو سهڻو هو. هو ٽي مهينا پنهنجي پيءُ جي گھر ۾ پليو. (٢١) جڏهن
انهيءَ کي گھر کان ٻاهر اڇلايائون ته فرعون جي ڌيءَ کيس کڻي ورتو ۽ پنهنجو
پٽ ڪري پاليائينس. (٢٢) هن کي مصرين جي سڄي حڪمت جو علم
سيکاريو ويو ۽ هو ڳالهائڻ توڙي ڪم ڪرڻ ۾ طاقتور ٿي پيو.
(٢٣) جڏهن موسيٰ چاليهن سالن جي عمر جو ٿيو ته هن ارادو ڪيو ته 'آءٌ
وڃي پنهنجي قوم وارن کي ڏسان.' (٢٤) هن وڃي ڏٺو ته سندس قوم بني
اسرائيل جي هڪڙي ماڻهوءَ سان ڪو مصري ظلم پيو ڪري. تنهنڪري
موسيٰ انهيءَ جي مدد ڪرڻ ويو ۽ انهيءَ مصريءَ کي ماري هن جو بدلو ورتائين.
(٢٥) موسيٰ سمجھيو هو ته 'منهنجي قوم وارا سمجھندا ته خدا منهنجي وسيلي
کين ظلم کان ڇوٽڪارو ڏيندو،' پر هنن نه سمجھيو. (٢٦) ٻئي ڏينهن هن
بني اسرائيل جي ٻن ماڻهن کي پاڻ ۾ وڙهندي ڏٺو ۽ انهن ۾ صلح ڪرائڻ
جي ڪوشش ڪندي چيائين ته 'توهين پاڻ ۾ ڀائر آهيو، سو ڇو ٿا هڪٻئي
سان وڙهو؟' (٢٧) پر جيڪو ظلم ڪري رهيو هو تنهن موسيٰ کي ڌڪو ڏنو
۽ چيائين ته 'ڪنهن تو کي اسان تي حاڪم ۽ منصف مقرر ڪيو آهي؟
(٢٨) ڇا تون مون کي به مارڻ چاهين ٿو، جيئن تو ڪالهه هڪ مصريءَ کي

---

٧:١٥ پيد ٤٦:١-٧، ٤٩:٣٣ ٧:١٦ پيد ٢٣:٣-١٦، ٣٣:١٩، ٥٠:٧-١٣، يش ٢٤:٣٢ ٧:١٧-١٨ خر ١:٧-٨ ٧:١٩ خر ١:١٠-١١، ٢٢ ٧:٢٠ خر ٢:٢

٧:٢١ خر ٢:٣-١٠ ٧:٢٣-٢٩ خر ٢:١١-١٥

ماريو هو؟‘ ⑳ موسيٰ هي ٻڌي وٺي ڀڳو ۽ مديان جي ملڪ ۾ وڃي اجنبي
تي رهيو، جتي ڪيس ٻه پٽ ڄاوا.

(٣٠) جڏهن چاليهه سال گذريا ته هن کي هڪڙي ملائڪ سينا جبل جي
ويجهو بيابان ۾ ڏيکاري ڏني، جيڪو ٻرندڙ ٻوڙي مان ظاهر ٿيو. (٣١) موسيٰ
هي نظارو ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو ۽ جڏهن هو ان کي ڏسڻ جي لاءِ ويجهو
ويو، تڏهن هن خداوند جو آواز ٻڌو ته (٣٢) ’آءٌ تنهنجي ابن ڏاڏن جو خدا،
ابراهيم، اسحاق ۽ يعقوب جو خدا آهيان.‘ موسيٰ ڏڪي ويو ۽ ان کي ڏسڻ
جي همت نه ٿيس. (٣٣) خداوند هن کي چيو ته ’پنهنجي جتي لاهه، ڇالاءِ جو
جنهن جاءِ تي تون بيٺو آهين سا هڪ پاڪ زمين آهي. (٣٤) بيشڪ مون پنهنجن
ماڻهن سان مصر ۾ ظلم ٿيندي ڏٺو آهي، مون انهن جي آهه ٻڌي آهي ۽ کين
بچائڻ لاءِ آيو آهيان. هاڻي اچ ته آءٌ تو کي مصر ڏانهن موڪليان.‘

(٣٥) اهو ئي موسيٰ جنهن کي بني اسرائيل قبول نه ڪيو، بلڪ چيائونس
ته ’ڪنهن تو کي اسان تي حاڪم ۽ منصف مقرر ڪيو آهي؟‘ تنهن
کي ئي خدا حاڪم ۽ بچائيندڙ بڻائي، انهيءَ ملائڪ جي وسيلي موڪليو،
جنهن هن کي ٻرندڙ ٻوڙي ۾ ڏيکاري ڏني هئي. (٣٦) هي اهو ئي شخص
آهي جنهن کين اتان ڪڍيو ۽ مصر ۾، ڳاڙهي سمنڊ وٽ ۽ چاليهن سالن
تائين بيابان ۾ عجب جهڙا ڪم ۽ معجزا ڏيکاريندو رهيو. (٣٧) هي اهو ئي
موسيٰ آهي جنهن بني اسرائيل کي چيو ته ’خدا اوهان لاءِ اوهان مان ئي
مون جهڙو هڪڙو نبي موڪليندو.‘ (٣٨) هي اهو ئي آهي، جيڪو ان وقت
اتي هو جڏهن سڀئي بني اسرائيل بيابان ۾ گڏ ٿيا هئا. اتي هو اسان جي
ابن ڏاڏن سان گڏ هو ۽ انهيءَ ملائڪ سان گڏ هو جنهن هن سان سينا
جبل تي ڳالهايو هو. هي اهو ئي آهي جنهن کي زنده ڪلام مليو،
انهيءَ لاءِ ته اهو اسان تائين پهچائي.

(٣٩) پر اسان جي ابن ڏاڏن هن جي چئي مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.
انهن کيس ڌڪاري ڇڏيو ۽ انهن جي دلين جو لاڙو مصر ڏانهن ٿيو. (٤٠) انهن

٧:٢٩ خر ١٨:٣-٤ ٧:٣٠-٣٤ خر ٣:١-١٠ ٧:٣٥ خر ٢:١٤
٧:٣٦ خر ٧:٣، ١٤:٢١، گا ١٤:٣٣ ٧:٣٧ شر ١٨:١٥، ١٨
٧:٣٨ خر ١٩:١-٢٠:١٧، شر ٥:١-٣٣ ٧:٤٠ خر ٣٢:١

هارون کي چيو ته ’اسان لاءِ اهڙا ديوتا ٺاهه، جيڪي اسان جي اڳيان اڳيان هلن، ڇوته جنهن موسيٰ اسان کي مصر مان ڪڍيو هو تنهن جي خبر نه آهي ته ساڻس ڇا ٿيو.‘ ⑪ انهن ئي ڏينهن ۾ هنن هڪڙو بت ٺاهيو، جيڪو ڳابي جي شڪل جهڙو هو ۽ انهيءَ بت تي قرباني ڏنائون. هو پنهنجن هٿن سان ٺهيل بت کي ڏسي خوشيون ڪرڻ لڳا. ⑫ پر خدا انهن کان منهن موڙيو ۽ کين ڇڏي ڏنائين ته وڃي آسمان جي ستارن جي پوڄا ڪن، جيئن نبين جي صحيفي ۾ لکيل آهي ته

’اي بني اسرائيليو! ڇا اوهان منهنجي لاءِ
بيابان ۾ چاليهن سالن تائين
جانور کهي قربانيون ڏنيون؟
ڪڏهن به نه،
⑬ پر اوهان مولڪ بت جو خيمو،
۽ ديوتا رفان جي ستاري جو بت پاڻ سان کنيا،
جيڪي اوهان پوڄا ڪرڻ لاءِ ٺاهيا هئا.
هاڻي آءٌ اوهان کي بابل کان به پري ڪڍي ڇڏيندس.‘

⑭ اسان جي ابن ڏاڏن وٽ بيابان ۾ مقدس خيمو هو. اهو ائين ئي ٺاهيو ويو هو جيئن خدا موسيٰ کي هدايو هو، يعني اهڙي نموني جو جهڙيءَ طرح موسيٰ کي ڏيکاريو ويو هو. ⑮ اهو مقدس خيمو اسان جي ابن ڏاڏن کي سندن وڏن کان مليو هو ۽ اهي تڏهن ان خيمي کي يشوع سان گڏ پاڻ سان کڻي آيا هئا جڏهن هنن انهن قومن جي ملڪيت تي وڃي قبضو ڪيو، جن قومن کي خدا سندن اڳيان ڪڍي ڇڏيو هو. اهو مقدس خيمو وٽن دائود جي زماني تائين رهيو. ⑯ دائود خدا وٽ قبول پيو هو ۽ هن عرض ڪيو هو ته يعقوب جي خدا لاءِ ڪيس گهر اڏڻ جي اجازت ملي. ⑰ پر خدا جي گهر جي اڏاوت دائود جي پٽ سليمان جي هٿان ئي ٿي.

⑱ پر خدا تعاليٰ هٿن سان جوڙيل گهرن ۾ نه ٿو رهي، جيئن نبيءَ چيو آهي ته

---

**٧:٤١** خر ٣٢:٢-٦ **٧:٤٢-٤٣** عا ٥:٢٥-٢٧ **٧:٤٤** خر ٢٥:٩، ٤٠
**٧:٤٥** يش ٣:١٤-١٧ **٧:٤٦** ٢.سم ٧:١-١٦، ١.توا ١٧:١-١٤
**٧:٤٧** ١.با ٦:١-٣٨، ٢.توا ٣:١-١٧

٤٩ ’خداوند فرمايو تہ آسمان منهنجو تخت آهي
۽ زمين منهنجي پيرن جي صندلي آهي.
سو اوهين منهنجي لاءِ ڪهڙي قسم جو گهر اڏيندا.
يا منهنجي آرام جي جاءِ ڪٿي تاهيندا؟
٥٠ اهي سڀ شيون ڇا منهنجون ئي تاهيل نہ آهن؟‘

٥١ اوهين ڪيڏا نہ ضدي آهيو. اوهان جون دليون ڪيڏيون نہ ڦريل آهن ۽ خُدا جو پيغام ٻڌڻ لاءِ اوهان جا ڪن ٻوڙا آهن. اوهين هميشہ پاڪ روح جو مقابلو ڪندا آهيو. جيئن اوهان جا ابا ڏاڏا ڪندا هئا. ٥٢ اهو ڪهڙو نبي هو جنهن کي اوهان جي ابن ڏاڏن نہ ستايو؟ هنن انهن کي بہ مارايو. جن انهيءَ سچار بندي جي اچڻ جي اڳواٽ خبر ڏني ۽ هاڻي اوهان پاڻ انهيءَ سان دغابازي ڪري کيس مارايو آهي. ٥٣ اوهين اهي آهيو جن کي شريعت ملائڪن جي معرفت ملي، پر اوهان ان تي عمل نہ ڪيو.“

## استيفنس کي سنگسار ڪرڻ

٥٤ جيئن ئي ڪائونسل جي ماڻهن استيفنس جون اهي ڳالهيون ٻڌيون تہ اهي دل ۾ سڙي ويا ۽ ڪاوڙ ۾ اچي پنهنجا ڏند ڪرٽڻ لڳا. ٥٥ پر استيفنس پاڪ روح سان ڀرجي آسمان ڏانهن نهاريو تہ خدا جو جلوو نظر آيس ۽ عيسيٰ کي خدا جي ساڄي پاسي بيٺل ڏٺائين. ٥٦ هن چيو تہ ”اِجهو، مون کي آسمان کليل نظر ٿو اچي ۽ ابنِ‌آدم خدا جي ساڄي پاسي بيٺو آهي.“ ٥٧ پر هنن وڏي زور سان واڪا ڪيا، پنهنجا ڪن ڪٽي بند ڪيائون ۽ گڏجي استيفنس تي حملو ڪيائون. ٥٨ هو کيس شهر مان ٻاهر ڪڍي سنگسار ڪرڻ لڳا. استيفنس مٿان شاهدي ڏيندڙن پنهنجا ڪپڙا شائول نالي هڪڙي نوجوان وٽ لاهي رکيا. ٥٩ پوءِ جيئن انهن استيفنس تي پٿر پئي وسايا تہ هن خداوند کي سڏي چيو تہ ”اي خداوند عيسيٰ! منهنجو روح قبول ڪر.“ ٦٠ هن گوڏا کوڙي وڏي آواز سان پڪاريو تہ ”خداوند! هنن جي هن گناهہ کي نہ ليکجانءِ.“ ايترو چئي هو مري ويو. جڏهن تہ شائول هن جي قتل تي راضي هو.

٧:٤٩-٥٠ يس ٦٦:١-٢ ٧:٥١ يس ٦٣:١٠

## شائول جو ڪليسيا کي ستائڻ

٨ ①انهيءَ ڏينهن کان وٺي يروشلم ۾ ڪليسيا کي ڏاڍو ستايو ويو.
رسولن کان سواءِ سڀيئي ايمان وارا يهوديه ۽ سامريه جي علائقن ۾
ٽڙي پکڙي ويا. ②ڪن دينددار ماڻهن استيفنس کي دفنايو ۽ انهيءَ لاءِ
ڏاڍو سوڳ ڪيائون.
③پر شائول ڪليسيا کي تباهه ڪندو رهيو ۽ گهر گهر ۾ گهڙي ايمان
وارن مردن ۽ عورتن کي گهلي جيل ۾ وجهندو رهيو.

## سامريه ۾ خوشخبريءَ جي تبليغ

④جيڪي ايمان وارا ٽڙي پکڙي ويا هئا، سي جتي به ويا اتي انهن
ڪلام جي تبليغ ڪئي. ⑤فلپس سامريه جي شهر ۾ ويو ۽ اتي ماڻهن
۾ مسيح جي منادي ڪرڻ لڳو. ⑥جڏهن ماڻهن فلپس جي تبليغ ٻڌي ۽
اهي معجزا ڏٺا جيڪي فلپس ڪيا، تڏهن سڀيئي گڏجي سندس ڳالهيون
دل سان ٻڌڻ لڳا. ⑦ڪيترن ئي ماڻهن مان ڀوت وڏي واڪي نڪرندا پئي
ويا ۽ ڪيترا ئي اڌرنگي ۽ منڊا ماڻهو چڱا ڀلا ٿي ويا. ⑧تنهنڪري انهيءَ
شهر ۾ ڏاڍيون خوشيون ٿيڻ لڳيون.
⑨انهيءَ شهر ۾ شمعون نالي هڪ ماڻهو رهندو هو، جنهن ڪجهه وقت
تائين سامريه جي ماڻهن کي پنهنجي جادوگريءَ سان حيرت ۾ وجهي ڇڏيو
هو. هو دعويٰ ڪندو هو ته ”آءٌ هڪ وڏي هستي آهيان.“ ⑩شهر جا
ننڍا توڙي وڏا ڪيس مڃيندا هئا ۽ انهيءَ ماڻهوءَ کي خدا جي عظيم قدرت
ڪري ڄاڻندا هئا. ⑪هو ڪيس ان ڪري مڃيندا هئا جو هن ڪيتري وقت
تائين انهن کي پنهنجي جادوگريءَ جي وسيلي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو هو.
⑫پر جڏهن فلپس خدا جي بادشاهت جي خوشخبري ۽ عيسيٰ مسيح جي
نالي جي منادي ڪئي ته انهن مردن ۽ عورتن ايمان آندو ۽ بپتسما ورتائون.
⑬شمعون پاڻ به ايمان آندو ۽ بپتسما وٺي فلپس سان گڏ رهڻ لڳو. هو وڏا
وڏا معجزا ۽ ڪرامتون ٿينديون ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو.

---

٨:٣ رس ٢٢:٤-٥، ٢٦:٩-١١

(١۴) جڏهن يروشلم ۾ رسولن ٻڌو ته سامريه جي ماڻهن خدا جو ڪلام
قبول ڪيو آهي، تڏهن يوحنا ۽ پطرس کي انهن ڏانهن موڪليائون. (١٥) اهي
جڏهن اتي پهتا ته انهن لاءِ دعا گهريائون ته کين پاڪ روح ملي، (١٦) ڇالاءِجو
اڃا انهن تي پاڪ روح نازل نه ٿيو هو. انهن رڳو خداوند عيسيٰ جي نالي
تي بپتسما ورتي هئي. (١٧) پوءِ پطرس ۽ يوحنا پنهنجا هٿ انهن جي مٿان
رکيا ته کين پاڪ روح ملي ويو.
(١٨) شمعون جڏهن ڏٺو ته رسولن جي هٿن رکڻ سان پاڪ روح ٿو ملي،
تڏهن يوحنا ۽ پطرس کي پيسا آڇيائين (١٩) ۽ چيائين ته ”مون کي به اها اختياري
ڏيو ته جنهن تي پنهنجا هٿ رکان ته ان کي پاڪ روح ملي.“ (٢٠) تنهن تي
پطرس جواب ڏنس ته ”شل تون ۽ تنهنجا پيسا ٻئي جهنم ۾ پئو، جو تون
سمجهين ٿو ته ’خدا جي بخشش پيسن سان خريد ڪريان.‘ (٢١) هن ڪم
۾ تنهنجو اسان سان ڪو به واسطو يا حصو نه آهي، ڇالاءِجو تنهنجي دل اڃا
خدا ڏانهن صاف نه ٿي آهي. (٢٢) تنهنڪري پنهنجي انهيءَ بڇڙائيءَ تي توبهه
ڪر ۽ خداوند کان دعا گهر ته شل تو کي تنهنجي دل جي انهيءَ بڇڙي خيال
جي معافي ملي.“ (٢٣) پطرس وڌيڪ چيس ته ”مون کي ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته
تون ڪو ڏاڍو ساڙ ۾ سڙيل ۽ گناهن ۾ گرفتار آهين.“ (٢۴) تنهن تي پطرس
۽ يوحنا کي شمعون چيو ته ”اوهين منهنجي لاءِ خداوند کان دعا گهرو ته
جيڪي ڳالهيون اوهان چيون آهن تن مان ڪا به مون سان نه ٿئي.“
(٢٥) خدا جي ڪلام ٻڌائڻ ۽ پنهنجي شاهدي ڏيڻ کان پوءِ پطرس ۽ يوحنا
يروشلم ڏانهن موٽيا ۽ واٽ تي سامريه جي ڪيترن ئي ڳوٺن ۾ خوشخبريءَ
جي منادي ڪيائون.

## فلپس ۽ حبش جو آفيسر

(٢٦) خداوند جي هڪڙي ملائڪ فلپس کي چيو ته ”تيار ٿيءُ ۽ ڏکڻ طرف
ان رستي سان وڃ، جيڪو يروشلم کان غزه ڏانهن بيابان مان وڃي ٿو.“
(٢٧) فلپس تيار ٿيو ۽ اوڏانهن ويو پئي ته رستي ۾ کيس هڪڙو حبش جو ماڻهو
مليو جيڪو کدڙو هو. هي ماڻهو حبش جي راڻيءَ جي سڄي خزاني جو وزير
هو ۽ يروشلم ۾ خدا جي عبادت ڪرڻ لاءِ ويو هو. (٢٨) هو گاڏيءَ ۾ پنهنجي

وطن ڏانهن موٽي رهيو هو ۽ رستي سان يسعياه نبيءَ جو پاڪ ڪتاب پڙهندو پئي
ويو. ٢٩ پاڪ روح فلپس کي چيو ته ”ويجهو وڃي انهيءَ گاڏيءَ سان گڏجُ.“
٣٠ تڏهن فلپس ڊوڙي ويس ويو ۽ هن کي يسعياه نبيءَ جو پاڪ ڪتاب پڙهندي
ٻڌائين ۽ کانئس پڇيائين ته ”جيڪي توهين پڙهو ٿا، سو سمجهو به ٿا يا نه؟“
٣١ تنهن تي هن چيو ته ”جيستائين ڪو مون کي نه سمجهائيندو تيستائين آءٌ
ڪيئن سمجهندس؟“ پوءِ هن فلپس کي عرض ڪيو ته ”اچي مون سان گڏ
ويهو.“ ٣٢ پاڪ ڪتاب جو جيڪو حصو انهيءَ پڙهيو پئي سو هي آهي ته

”هو هڪڙي رڍ وانگر آهي،
جنهن کي ڪهڻ لاءِ وٺي وڃن،
۽ جهڙيءَ طرح ڪو گهيٽو
پنهنجي اُن ڪترڻ واري جي اڳيان
گونگو ٿي بيهندو آهي،
تهڙيءَ طرح هن به ٻڙڪ نه ڪئي.
٣٣ سائس جٽ ڪيائون ۽ سندس انصاف ڪين ٿيو.
سندس پيڙهيءَ جو احوال ڪير بيان ڪندو؟
ڇالاءِجو سندس جان زمين تان کسجي ويئي.“

٣٤ آفيسر فلپس کي چيو ته ”مهرباني ڪري ٻڌايو ته هيءُ نبي ڪنهن
بابت ٿو چوي؟ هو پنهنجي بابت ٿو چوي يا ڪنهن ٻئي بابت؟“ ٣٥ فلپس
ڳالهائڻ لڳو ۽ پاڪ ڪتاب کي انهيءَ هنڌ کان شروع ڪري کيس عيسيٰ
جي خوشخبري ٻڌايائين. ٣٦ اهي اڳتي هلندي هلندي هڪڙيءَ اهڙيءَ جاءِ
تي اچي پهتا جتي پاڻي هو. تنهن تي آفيسر چيو ته ”اِجهو، هي پاڻي به
موجود آهي ته پوءِ مون کي بپتسما وٺڻ کان ڪهڙي جهل آهي؟“ [1] ٣٨ تيئن
ئي آفيسر گاڏيءَ کي بيهارڻ جو حڪم ڏنو. هو ۽ فلپس ٻئي هيٺ پاڻيءَ
۾ لٿا ۽ فلپس کيس بپتسما ڏني. ٣٩-٤٠ جڏهن اهي پاڻيءَ مان ٻاهر نڪتا

[1] ڪن ترجمن ۾ هيءُ آيت به شامل آهي: ٣٧ فلپس چيس ته ”جيڪڏهن اوهين سچيءَ
دل سان ايمان ٿا آڻيو ته پوءِ ڀلي بپتسما وٺو.“ هن ورائيو ته ”آءٌ ايمان آڻيان ٿو ته عيسيٰ
مسيح خدا جو فرزند آهي.“

٨:٣٢-٣٣ يس ٥٣:٧-٨

تہ خداوند جو پاڪ روح فلپس کي کڻي ويو ۽ هو ازوتس ۾ وڃي نڪتو. آفيسر وري کيس ڏسي نہ سگهيو، پر خوش خوش پنهنجو رستو وٺي هليو ويو. فلپس ازوتس کان وٺي واٽ ۾ سيني شهرن ۾ خوشخبري ٻڌائيندو ويو، تان جو اچي قيصريہ ۾ پهتو.

## شائول ۾ تبديلي

(رسولن جا ڪم ٢٢:٦-١٦، ٢٦:١٢-١٨)

٩ ⑴ شائول خداوند جي شاگردن کي ڌمڪائيندو ۽ کين قتل ڪرڻ جا
دڙڪا ڏيندو رهيو. هو وڏي سردار ڪاهن وٽ ويو ⑵ ۽ چيائينس تہ
"مون کي دمشق جي يهودي عبادتخانن لاءِ کي اهڙي مضمون جا خط
لکي ڏيو تہ جن بہ مردن توڙي عورتن کي انهيءَ طريقي تي ڏسان تہ کين
گرفتار ڪري يروشلم ۾ وٺي اچان."
⑶ واٽ ويندي جڏهن هو دمشق جي ويجهو پهتو، تڏهن اوچتو آسمان
مان هڪڙي روشني اچي سندس چوڌاري چمڪڻ لڳي. ⑷ هو زمين تي
ڪري پيو ۽ هڪڙو آواز ٻڌائين تہ "اي شائول! اي شائول! تون مون کي
ڇو ٿو ستائين؟" ⑸ هن پڇيو تہ "خداوند، تون ڪير آهين؟" آواز چيو
تہ "آءٌ عيسيٰ آهيان، جنهن کي تون ستائين ٿو. ⑹ هاڻي اُٿ ۽ شهر ۾
وڃ، جتي تو کي ٻڌايو ويندو تہ تو کي ڇا ڪرڻ گهرجي." ⑺ جيڪي
ماڻهو شائول سان گڏ وڃي رهيا هئا، سي بيهي رهيا ۽ وائڙا ٿي ويا. انهن
آواز تہ ٻڌو پر ڪوبہ ڏسڻ ۾ نہ آين. ⑻ شائول زمين تان اٿيو ۽ پنهنجون
اکيون کوليائين، پر هو ڏسي نہ ٿي سگهيو. سو انهن کيس هٿ کان وٺي
دمشق ۾ آندو. ⑼ هو ٽن ڏينهن تائين انڌو هو ۽ ان عرصي ۾ هن نہ
کاڌو ۽ نہ ڪجهہ پيتو.
⑽ دمشق ۾ هڪ شاگرد هو، جنهن جو نالو حنانياہ هو. هن رويا
ڏٺي، جنهن ۾ خداوند کيس چيو تہ "حنانياہ!" هن ورايو تہ "حاضر
منهنجا خداوند." ⑾ خداوند هن کي چيو تہ "اٿ ۽ سنئين نالي گهٽيءَ
۾ يهوداہ جي گهر وڃي ترسس واري ماڻهوءَ جي پڇا ڪر، جنهن جو
نالو شائول آهي. هو دعا گهري رهيو هوندو. ⑿ هن رويا ۾ ڏٺو آهي

ته هڪ ماڻهوءَ حنانياه نالي اچي سندس مٿان پنهنجا هٿ رکيا آهن ته
جيئن هو وري ڏسڻ جهڙو ٿئي.“ ⑬حنانياه چيو ته ”خداوند! ڪيترن
ئي ماڻهن مون کي انهيءَ شخص بابت ٻڌايو آهي ته هن تنهنجي ماڻهن
سان يروشلم ۾ ڪيڏيون نه جٽيون ڪيون آهن. ⑭هو هتي به انهيءَ لاءِ
آيو آهي ته وڏن سردار ڪاهنن جي اختياريءَ سان انهن ماڻهن کي گرفتار
ڪري جيڪي تنهنجو نالو وٺن ٿا.“ ⑮خداوند هن کي چيو ته ”وڃ،
ڇاڪاڻ‌ته مون هن کي پنهنجي خدمت واسطي چونڊيو آهي ته هو منهنجو
نالو غير قومن، سندن بادشاهن ۽ بني اسرائيل اڳيان ظاهر ڪري. ⑯آءٌ
پاڻ هن کي ڏيکاريندس ته منهنجي نالي جي ڪري ڪيس ڪيترا نه ڏک
سهڻا پوندا.“

⑰سو حنانياه ويو ۽ ان گهر ۾ گهڙي پنهنجا هٿ شائول جي مٿان رکيائين
۽ چيائينس ته ”شائول ڀاءُ، خداوند عيسيٰ پاڻ مون کي موڪليو آهي، جنهن
تو کي رستي ۾ ڏيکاري ڏني، جڏهن تون هيڏانهن اچي رهيو هئين. هن مون
کي انهيءَ لاءِ موڪليو آهي ته تو کي وري ديد ملي ۽ تون پاڪ روح سان
ڀرجي وڃين.“ ⑱هڪدم ڪا شيءِ مڇيءَ جي ڇلر وانگر شائول جي اکين
مان ڪري پيئي ۽ هو وري ڏسڻ‌وائسڻ لڳو. هو اٿي بيٺو ۽ ٻپتسما ورتائين.
⑲ماني کائڻ کان پوءِ هن جي طاقت موٽي آئي.

## شائول جو دمشق ۾ تبليغ ڪرڻ

شائول دمشق ۾ ڪجهه ڏينهن تائين شاگردن سان گڏ رهيو. ⑳هو سڌو
يهودي عبادت‌خانن ۾ وڃي عيسيٰ بابت تبليغ ڪرڻ لڳو ته هو خدا جو
فرزند آهي. ㉑جن به هن جي اها ڳالهه ٻڌي، سي سڀ حيران ٿي ويا ۽
چوڻ لڳا ته ”هي اهو ناهي ڇا، جو جيڪي‌به يروشلم ۾ اهو نالو وٺندا هئا
تن کي هو ستائيندو هو ۽ هتي به انهيءَ ارادي سان آيو هو ته انهن ماڻهن کي
گرفتار ڪري سردار ڪاهنن وٽ وٺي وڃي؟“
㉒پر شائول جي تبليغ ڏينهون ڏينهن زور وٺندي ويئي ۽ جيڪي يهودي
دمشق ۾ رهندا هئا تن کي منجهائي ڇڏيائين، جو ثابت ڪري ڏيکاريائين
ته عيسيٰ ئي مسيح آهي.

٢٣ گهڻن ڏينهن گذرڻ کان پوءِ يهودين گڏجي سازش سٽي ته شائول
کي قتل ڪجي. ٢٤ پر شائول کي هن سازش جي خبر پئجي ويئي ته اهي
رات ڏينهن شهر جي دروازن تي پهرو ڏيندا رهن ٿا ته جيئن هن کي مارين.
٢٥ سو سندس شاگردن رات جي وقت هن کي هڪڙي ڪاريءَ ۾ ويهاري
شهر جي پٽ کان هيٺ لاهي ڇڏيو.

## شائول يروشلم ۾

٢٦ شائول يروشلم ۾ آيو ۽ شاگردن ۾ شامل ٿيڻ جي ڪوشش ڪيائين.
پر اهي سڀيئي کانئس ڊنا ٿي، جو اعتبار ئي نه ٿي آين ته هو به ڪو شاگرد
آهي. ٢٧ پوءِ برناباس هن جي مدد ڪئي ۽ کيس رسولن وٽ وٺي آيو. هن انهن
کي سمجهايو ته شائول ڪيئن خداوند کي رستي ۾ ڏٺو ۽ ڪيئن خداوند
هن سان ڳالهايو. هن اهو به ٻڌاين ته ڪهڙي نه دليريءَ سان شائول عيسيٰ
جي نالي جي دمشق ۾ تبليغ ڪئي. ٢٨ پوءِ شائول يروشلم ۾ شاگردن سان
گڏ ايندو ويندو هو ۽ دليريءَ سان خداوند جي نالي جي تبليغ پيو ڪندو هو.
٢٩ هو يوناني ڳالهائيندڙ يهودين سان گفتگو ۽ بحث به پيو ڪندو هو، پر اهي
کيس مارڻ جا وجهه پيا ڳوليندا هئا. ٣٠ جڏهن ڀائرن کي اها خبر پيئي ته هو
هن کي قيصريه ۾ وٺي آيا ۽ پوءِ کيس ترسس ڏانهن موڪلي ڇڏيائون.
٣١ انهيءَ کان پوءِ سڄي يهوديه، گليل ۽ سامريه جي ڪليسيائن کي
امن مليو. اهي قائم ٿينديون ويون ۽ خداوند جي خوف ۽ پاڪ روح جي
مدد سان وڌنديون ويون.

## پطرس لده ۽ يافا ۾

٣٢ پطرس سڄي ملڪ ۾ گهمندو رهيو ۽ هڪڙي ڏينهن هو خداوند جي
انهن ماڻهن سان ملڻ ويو، جيڪي لده ۾ رهندا هئا. ٣٣ اتي هو هڪ اهڙي
ماڻهوءَ سان مليو جنهن جو نالو اينياس هو ۽ هن کي اڌرنگي جي بيماري هئي،
جنهن ڪري هو اٺن سالن کان وٺي کٽولي تي پيو هو. ٣٤ پطرس هن کي چيو
ته ”اي اينياس! عيسيٰ مسيح تو کي چڱائي چڱو ڀلو تو ڪري. سو اٿ ۽

٩:٢٣-٢٥ ٢. ڪر ١١:٣٢-٣٣

اتي پنهنجو هنڌ ويڙهہ.“ هو هڪدم اٿي بيٺو. ٣٥ لده ۽ شارون جي سيني
ماڻهن کيس ڏٺو ۽ اهي خداوند ڏانهن ڦري پيا.

٣٦ يافا ۾ هڪڙي شاگرديائي رهندي هئي، جنهن جو نالو [١] طبيتا يعني
دورڪاس هو. هوءَ گهڻا ئي نيڪ ڪم ۽ خير خيراتون ڪندي هئي. ٣٧ انهن
ڏينهن ۾ هوءَ بيمار ٿي پيئي ۽ مري ويئي. هن جي لاش کي غسل ڏيئي
ماڙيءَ تي هڪڙي ڪوٺيءَ ۾ رکيائون. ٣٨ جيئن تہ لده، يافا جي ڀرسان هو،
تنهنڪري شاگردن کي خبر پيئي تہ پطرس اتي آهي. پوءِ انهن ٻہ ماڻهو هن
ڏانهن موڪليا ۽ منٿ ڪيائونس تہ ”اسان وٽ جلدي هليو اچ.“ ٣٩ پطرس
اٿي انهن سان گڏ روانو ٿيو ۽ جڏهن هو اتي پهتو تہ اهي کيس ماڙيءَ تي وٺي
ويا. سڀئي رنون‌زالون هن جي ڀرسان بيهي روئڻ لڳيون ۽ کيس دورڪاس
جا نهيل پهراڻ ۽ ڪپڙا ڏيکارڻ لڳيون، جيڪي هوءَ انهن سان گڏ ٺاهيندي
هئي. ٤٠ پطرس انهن سيني کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ۽ گوڏن ڀر ويهي دعا
گهريائين. پوءِ ميت ڏانهن منهن ڪري چوڻ لڳو تہ ”اي طبيتا! اٿ.“
تنهن تي هن اکيون کوليون ۽ پطرس کي ڏسي اٿي ويٺي. ٤١ پطرس کيس
هٿ کان وٺي اٿاريو ۽ ايمان وارن ۽ رنن‌زالن کي سڏي جيئري جاڳندي
طبيتا سندن حوالي ڪيائين. ٤٢ هيءَ ڳالهہ سڄي يافا ۾ مشهور ٿي ويئي
۽ ڪيترن ئي خداوند تي ايمان آندو. ٤٣ پوءِ پطرس ڪيترائي ڏينهن يافا ۾
شمعون نالي موچيءَ وٽ رهيل هو.

## پطرس ۽ ڪرنيليس

١٠ ١ قيصريہ ۾ ڪرنيليس نالي هڪ ماڻهو هو، جيڪو رومي لشڪر
جي اِٽليءَ واري پلٽڻ ۾ صوبيدار هو. ٢ هو ۽ هن جو سڄو ڪٽنب
ديندار هئا ۽ خدا کان ڊڄندا هئا. غريب يهودين جي هو ڏاڍي مدد ڪندو
هو ۽ هر وقت خدا کان پيو دعا گهرندو هو. ٣ هڪڙي ڏينهن ٽپهريءَ جو
هن رويا ۾ خدا جي هڪڙي ملائڪ کي چٽيءَ طرح ڏٺو، جنهن چيس تہ
”اي ڪرنيليس!“ ٤ هن ملائڪ ڏانهن ڊپ وچان ڏسندي چيو تہ ”جي

---

[١] طبيتا: ”طبيتا“ عبراني ٻوليءَ جو لفظ آهي ۽ ”دورڪاس“ يوناني ٻوليءَ جو لفظ آهي
جن جي معنيٰ آهي ”هرڻي“.

سائين؟“ ملائڪ چيس تہ ”خدا تنهنجون دعائون ۽ خيراتون قبول ڪيون آهن ۽ تو کي ياد فرمايو آهي. ⑤ هاڻي تون ڪي ماڻهو يافا ڏانهن موڪل، جيڪي انهيءَ ماڻهوءَ کي وٺي اچن جنهن جو نالو شمعون آهي ۽ کيس پطرس ڪري بہ سڏيندا آهن. ⑥ هو شمعون نالي هڪ موچيءَ وٽ ٽڪيل آهي جنهن جو گهر سمنڊ جي ڪناري تي آهي.“ ⑦ پوءِ جيڪو ملائڪ ساڻس ڳالهائي پيو سو هليو ويو. ڪرنيليس پنهنجن ٻن نوڪرن ۽ هڪ ديندار سپاهيءَ کي گهرايو، جيڪو هن جو اردلي هو. ⑧ هن انهن کي سڀ ڳالهہ ٻڌائي ۽ کين يافا ڏانهن موڪليائين.

⑨ ٻئي ڏينهن تي جڏهن اهي رستي ۾ ئي هئا ۽ شهر کي ويجها ٿيا تہ پطرس اٽڪل ٻنپهرن جو ڪوٺي تي دعا گهرڻ لاءِ چڙهيو. ⑩ هن کي بک لڳي ۽ چاهيائين تہ ”ڪجهہ کاوان.“ پر جڏهن کاڌو اجا تيار پئي ٿيو تہ هن کي رويا ٿي. ⑪ هن ڏٺو تہ آسمان کلي پيو آهي ۽ ڪا شيءِ وڏيءَ چادر وانگر چئني ڪنڊن کان لڙڪندي زمين طرف هيٺ لهي رهي آهي. ⑫ ان ۾ سڀني قسمن جا جانور، جيت ۽ پکي هئا. ⑬ هڪ آواز آيس تہ ”اي پطرس! اٿ ۽ اهي ڪهي کاءُ.“ ⑭ پر پطرس چيو تہ ”اي خداوند! هرگز نہ، ڇالاءِجو مون ڪڏهن بہ ڪا حرام يا پليت شيءِ ڪانہ کاڌي آهي.“ ⑮ وري آواز آيس تہ ”جنهن کي خدا پاڪ ڪيو آهي، تنهن کي پليت نہ چئہ.“ ⑯ ٽي دفعا ائين ٿيو ۽ پوءِ اها شيءِ وري آسمان ڏانهن کڄي ويئي.

⑰ پطرس پاڻ تي حيران هو تہ ”جيڪا رويا مون ڏٺي تنهن جو مطلب ڇا آهي؟“ ايتري ۾ اهي ماڻهو جيڪي ڪرنيليس موڪليا هئا، تن شمعون موچيءَ جو گهر ڳولي لڌو ۽ هاڻي اچي سندس دروازي تي بيٺا هئا. ⑱ هنن سڏ ڪري پڇيو تہ ”شمعون جيڪو پطرس سڏائيندو آهي، سو هن گهر ۾ ٽڪيل آهي ڇا؟“ ⑲ پطرس اجا تائين سوچي رهيو هو تہ انهيءَ رويا جو مطلب ڇا آهي تہ پاڪ روح کيس چيو تہ ”ٻڌ، ٽي ماڻهو تو کي ڳولي رهيا آهن. ⑳ سو اٿ ۽ هيٺ لهي وڃ. انهن سان گڏ وڃڻ کان نہ گهٻرائجانءِ، ڇوتہ مون ئي انهن کي موڪليو آهي.“ ㉑ تنهن تي پطرس هيٺ لهي ويو ۽ انهن ماڻهن کي چيائين تہ ”آءٌ اهو آهيان، جنهن کي اوهين ڳولي رهيا آهيو. اوهين ڪيئن آيا آهيو؟“ ㉒ انهن وراڻيو تہ ”صوبيدار

ڪرنيليس اسانِ کي موڪليو آهي. هو هڪ نيڪ ۽ خدا ترس ماڻهو آهي
۽ يهودين جي سڄي قوم ۾ ڏاڍي ساراهه اٿس. هن کي خدا جي هڪڙي
پاڪ ملائڪ چيو آهي ته هو پنهنجي گهر تنهنجي دعوت ڪري ۽ تنهنجي
واتان تنهنجون ڳالهيون ٻڌي." ٢٣ پطرس ماڻهن کي اندر وٺي ويو ۽ کين
رات اتي ٽڪايائين.

ٻئي ڏينهن تي هو تيار ٿي انهن سان گڏ روانو ٿيو ۽ ڪي ڀائر يافا مان
به هن سان گڏ هليا. ٢٤ ٽئين ڏينهن تي هو قيصريه ۾ پهتو، جتي ڪرنيليس
هن جو انتظار ڪري رهيو هو ۽ هن پنهنجن مائٽن ۽ گهاٽن دوستن کي
به پاڻ وٽ گهرايو هو. ٢٥ جڏهن پطرس اندر گهڙڻ لڳو ته ڪرنيليس پاڻ
ساڻس مليو ۽ سندس پيرن تي ڪري سجدو ڪيائينس. ٢٦ پر پطرس کيس
مٿي اٿاريندي چيو ته "اٿو، آءٌ پاڻ هڪ انسان آهيان." ٢٧ پطرس ڪرنيليس
سان ڳالهيون ڪندو اندر ويو ۽ ڏٺائين ته ڪيترائي ماڻهو اچي گڏ ٿيا آهن.
٢٨ پطرس انهن کي چيو ته "اوهين پاڻ چڱيءَ طرح ڄاڻو ٿا ته يهودين جي
مذهب ۾ جائز نه آهي ته هو ڪنهن غير قوم واري سان ملن جلن يا
دوستي رکن. پر خدا مون کي صاف چيو آهي ته آءٌ ڪنهن به ماڻهوءَ کي
پليت يا گهٽ نه سمجهان. ٢٩ اهو ئي سبب آهي جو جڏهن مون کي
گهرايو ويو ته آءٌ سواءِ ڪنهن اعتراض جي هليو آيس. هاڻي ٻڌايو ته مون
کي ڇو گهرايو اٿوَ؟"

٣٠ ڪرنيليس چيس ته "چئن ڏينهن جي ڳالهه آهي ته آءٌ پنهنجي گهر ۾
ٽيهريءَ جي وقت دعا گهري رهيو هوس ته اوچتو هڪ ماڻهو تجليدار پوشاڪ
سان منهنجي اڳيان اچي بيٺو ٣١ ۽ چيائين ته 'اي ڪرنيليس! خدا تنهنجون
دعائون ٻڌيون آهن ۽ تنهنجون خيراتون قبول پيون آهن. ٣٢ سو ڪنهن ماڻهوءَ
کي يافا ڏانهن موڪلي انهيءَ ماڻهوءَ کي گهراءِ جنهن جو نالو شمعون آهي
۽ کيس پطرس ڪري به سڏيندا آهن. هو شمعون موچيءَ وٽ ٽڪيل آهي،
جنهن جو گهر سمنڊ جي ڪناري تي آهي.' ٣٣ تنهنڪري مون جلدي
اوهان کي گهرايو ۽ اها اوهان جي وڏي مهرباني آهي جو اوهين آيا آهيو. هاڻي
اسين سڀ انهيءَ لاءِ خدا جي اڳيان حاضر ٿيا آهيون ته جيڪي خداوند توهان
کي ٻڌائڻ لاءِ حڪم ڏنو آهي سو ٻڌون."

## پطرس جي تقرير

(٣٤) پوءِ پطرس هيئن چوڻ لڳو ته ”هاڻي مون کي پڪ آهي ته خدا سيني
سان هڪجهڙو هلي ٿو. (٣٥) پر سڀ ڪنهن قوم مان جيڪو به خدا کان
ڊڄي ٿو ۽ نيڪي ڪري ٿو سو وٽس قبول پوي ٿو. (٣٦) اهو ڪلام جيڪو
امن جي خوشخبري آهي سو خدا بني اسرائيل قوم ڏانهن عيسيٰ مسيح جي
وسيلي موڪليو، جيڪو سيني جو خداوند آهي. (٣٧) انهيءَ واقعي جي اوهان
کي پاڻ خبر آهي، جيڪو يحيٰ جي بپتسما واري تبليغ کان پوءِ سڄي يهوديه
۾ مشهور ٿي ويو ۽ جنهن جي شروعات گليل کان ٿي. (٣٨) اوهان کي اها به
خبر آهي ته ڪيئن خدا عيسيٰ ناصريءَ کي پاڪ روح ۽ قدرت سان مسح
ڪيو هو. هو هرهنڌ وڃي چڱا ڪم ڪندو هو ۽ انهن ماڻهن کي شفا ڏيندو
هو، جن تي شيطان جو غلبو هو، ڇالاءِجو خدا انهيءَ سان هو. (٣٩) اسين انهن
سيني ڪمن جا شاهد آهيون جيڪي هن يهودين جي ملڪ ۽ يروشلم شهر ۾
ڪيا هئا. پر انهن کيس صليب تي چاڙهي ڪوڪا هڻي ماريو. (٤٠) خدا کيس
مئلن مان ٽئين ڏينهن تي وري جيئرو ڪيو ۽ پڌرو ڪري ڏيکاريو. (٤١) خدا
سڄيءَ قوم کي نه، بلڪ انهن شاهدن کي پڌرو ڪري ڏيکاريو جن کي اڳي
ئي چونڊي ڇڏيو هئائين، يعني اسان کي. اسين ئي ساڻس گڏ کائيندا پيئندا
هئاسون، جڏهن خدا کيس وري جيئرو ڪري اٿاريو هو. (٤٢) عيسيٰ مسيح
اسان کي حڪم ڏنو ته اسان ماڻهن ۾ تبليغ ڪريون ۽ شاهدي ڏيون ته هو
ئي اهو آهي جنهن کي خدا مئلن ۽ جيئرن جو انصاف ڪندڙ ڪري مقرر
ڪيو آهي. (٤٣) انهيءَ بابت سيني نبين جي شاهدي آهي ته جيڪو به مٿس
ايمان آڻيندو، تنهن جا گناهه سندس نالي جي وسيلي بخشيا ويندا.“

## غير قومن کي پاڪ روح جو ملڻ

(٤٤) جڏهن پطرس اجا ڳالهايو ئي پئي ته انهن سيني تي پاڪ روح نازل ٿيو،
جيڪي ڪلام ٻڌي رهيا هئا. (٤٥) ايمان وارا يهودي جيڪي يافا کان پطرس
سان گڏجي آيا هئا، سي حيران ٿي ويا ته خدا پنهنجي بخشش، يعني پاڪ

١٠:٣٤ شر ١٠:١٧

روح غير قومن تي به نازل ڪري ٿو، (٤٦) چالاءِ جو انهن کي جدا جدا ٻوليون
ڳالهائيندي ۽ خدا جي واکاڻ ڪندي ٻڌائون. تنهن تي پطرس ڪين چيو ته
(٤٧) "هنن ماڻهن کي اسان وانگر ئي پاڪ روح مليو آهي. هاڻي انهن کي پاڻيءَ
سان بپتسما ڏيڻ کان ڪير روڪي سگهي ٿو؟" (٤٨) سو هن حڪم ڏنو ته
"انهن کي عيسيٰ مسيح جي نالي تي بپتسما ڏني وڃي." پوءِ انهن پطرس
کي عرض ڪيو ته "مهرباني ڪري ڪجهه ڏينهن اسان وٽ ٽڪي پئو."

## پطرس پنهنجا ڪم بيان ڪري ٿو

**١١** (١) رسولن ۽ سڄي يهوديه ۾ ڀائرن ٻڌو ته غير قومن به خدا جو
ڪلام قبول ڪيو آهي. (٢) جڏهن پطرس يروشلم ۾ آيو ته جيڪي
ايمان وارا طهر ڪرائڻ جي حق ۾ هئا، تن ساڻس بحث ڪيو ته (٣) "تون
نه رڳو اڻطهريلن جي گهر ۾ مهمان هئين، بلڪ تو انهن سان گڏ کاڌو
پيتو به آهي." (٤) تنهن تي پطرس انهن کي شروعات کان وٺي جيڪي
ڪجهه ٿيو هو سو سڄو احوال ٻڌايو ته (٥) "جڏهن آءٌ يافا شهر ۾ دعا
گهري رهيو هوس ته مون رويا ڏٺي ته ڪا شيءِ وڏيءَ چادر وانگر چئني
ڪنڊن کان لڙڪندي آسمان مان هيٺ لهندي ٿي آئي ۽ اچي مون تائين
پهتي. (٦) مون چتائي ڏٺو ته منجهس گهريلو ۽ جهنگلي جانور، جيت ۽
پکي نظر آيا، (٧) ۽ هڪڙو آواز ٻڌم، جنهن مون کي چيو ته 'پطرس اٿ ۽
اهي کهي کاءُ.' (٨) پر مون چيو ته 'خداوند، هرگز نه، چالاءِ جو مون اڄ
ڏينهن تائين ڪڏهن به ڪا حرام يا پليت شيءِ نه کاڌي آهي.' (٩) تنهن
تي وري آسمان مان آواز آيو ته 'جنهن شيءِ کي خدا پاڪ ڪيو آهي تنهن
کي پليت نه چئُه.' (١٠) ٽي دفعا ائين ٿيو ۽ پوءِ اهي سڀئي شيون آسمان
ڏانهن کڄي ويون. (١١) ايتري ۾ ٽي ماڻهو جن کي قيصريه مان مون ڏانهن
موڪليو ويو هو، سي انهيءَ گهر جي اڳيان اچي بيٺا جنهن ۾ آءٌ ٽڪيل
هوس. (١٢) پاڪ روح مون کي چيو ته 'تون بنا گهٻرائڻ جي انهن سان گڏ
هليو وڃ.' تڏهن هي اسان جا ڇهه ڀائر به مون سان گڏجي يافا مان هليا
۽ قيصريه ۾ اسين ڪرنيليس جي گهر پهتاسون. (١٣) هن اسان کي ٻڌايو ته
ڪيئن هڪ ملائڪ سندس گهر ۾ اچي بيٺو، جنهن کيس چيو ته 'يافا مان

انهيءَ ماڻهوءَ کي گهراءِ، جنهن جو نالو شمعون آهي ۽ کيس پطرس ڪري
ٻه سڏيندا آهن. ⑭ هو تو کي اهڙو ڪلام ٻڌائيندو جنهن جي وسيلي تو
کي ۽ تنهنجي سڄي ڪٽنب کي ڇوٽڪارو ملندو.‘ ⑮ جڏهن مون انهن
سان ڳالهائڻ شروع ڪيو تہ پاڪ روح انهن تي نازل ٿيو. بلڪل ائين جيئن
شروع ۾ اسان تي نازل ٿيو هو. ⑯ پوءِ مون کي خداوند جو چوڻ ياد آيو
تہ ’يحيٰ پاڻيءَ سان بپتسما ڏني هئي، پر اوهان کي پاڪ روح سان بپتسما
ڏني ويندي.‘ ⑰ اهو صاف آهي تہ خدا ساڳي بخشش غير قومن کي بہ
عطا ڪئي آهي، جيڪا هن اسان کي عطا ڪئي هئي جڏهن اسان خداوند
عيسيٰ مسيح تي ايمان آندو هو. پوءِ آءٌ ڪير هئس جو خدا کي روڪي
سگهان ها؟” ⑱ جڏهن انهن هي ٻڌو تہ ڪٿي ماٺ ڪيائون ۽ خدا جي
واکاڻ ڪندي چيائون تہ ”خدا غير قومن کي بہ توفيق ڏني آهي تہ هو توبهہ
ڪن ۽ زندگي حاصل ڪن.“

## انتاخيا جي ڪليسيا

⑲ استيفنس جي مارجي وڃڻ کان پوءِ جيڪا مصيبت آئي، تنهن جي
ڪري ايمان وارا ٽڙي پکڙي ويا. انهن مان ڪي تہ فينيڪيءَ، قبرص ۽
انتاخيا تائين وڃي پهتا. اتي يهودين کان سواءِ هو ٻئي ڪنهن کي بہ خدا
جو ڪلام نہ ٻڌائيندا هئا. ⑳ پر انهن مان ڪي قبرص ۽ ڪرين جا ماڻهو
جيڪي انتاخيا ۾ پهتا، سي غير قومن کي بہ خداوند عيسيٰ جي خوشخبري
ٻڌائڻ لڳا. ㉑ خداوند جو مٿن هٿ هو ۽ ڪيترن ئي ماڻهن ايمان آندو
۽ خداوند ڏانهن ڦري پيا.
㉒ هي خبرون جڏهن يروشلم جي ڪليسيا ۾ پهتيون تہ انهن برناباس
کي انتاخيا ڏانهن موڪليو. ㉓ جڏهن هو اتي پهتو ۽ ڏٺائين تہ خدا ڪيئن
نہ انهن تي فضل ڪيو آهي تہ هو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ کين سمجهايائين تہ
”خداوند سان دل‌وجان سان وفادار رهجو.“ ㉔ برناباس هڪ نيڪ شخص
هو جيڪو پاڪ روح ۽ ايمان سان ڀرپور هو. سو گهڻن ئي ماڻهن خداوند
تي ايمان آندو.

---

١١:١٦ رس ١:٥    ١١:١٩ رس ٨:١-٤

(٢٥) پوءِ برنباس شائول جي ڳولا ۾ ترسس ڏانهن ويو. (٢٦) جڏهن هن کيس
لڌو، تڏهن هو انتاخيا ۾ وٺي آيس. هو ٻئي ڪليسيا جي ماڻهن سان سڄو
سال ملندا رهيا ۽ گهڻن ئي ماڻهن کي تعليم ڏنائون. اهو انتاخيا ۾ ئي ٿيو
جو شاگرد پهريون دفعو مسيحي سڏجڻ لڳا.
(٢٧) انهن ڏينهن ۾ ڪي نبي يروشلم مان انتاخيا ڏانهن آيا. (٢٨) انهن مان
اگبس نالي هڪڙو نبي اٿي بيٺو ۽ پاڪ روح جي وسيلي پيشنگوئي ڪيائين
ته سڄيءَ دنيا ۾ ڏاڍو ڏڪار پوڻو آهي. اهو ڏڪار انهن ڏينهن ۾ پيو جڏهن
ڪلوديس شهنشاهه هو. (٢٩) شاگردن مان هر هڪ اهو ارادو ڪيو ته جيڪي
ڀائر يهوديه ۾ رهن ٿا تن ڏانهن پنهنجي وسعت آهر ڪجهه مدد طور موڪلين.
(٣٠) سو هنن ائين ئي ڪيو ۽ ڪجهه پيسا برنباس ۽ شائول جي هٿان ڪليسيا
جي بزرگن ڏانهن ڏياري موڪليائون.

## ڪليسيا کي وڌيڪ ستائڻ

١٢
(١) انهن ڏينهن ۾ يهوديه جي بادشاهه هيروديس ڪليسيا جي ڪن
ماڻهن کي ستائڻ شروع ڪيو. (٢) هن يوحنا جي ڀاءُ يعقوب کي
ترار سان مارائي ڇڏيو. (٣) جڏهن هن ڏٺو ته يهودين کي اها ڳالهه چڱي
لڳي آهي، تڏهن پطرس کي به پڪڙايائين. اهي بي‌خميري مانيءَ جي عيد
جا ڏينهن هئا. (٤) هن پطرس کي پڪڙڻ کان پوءِ کيس جيل ۾ وڌو ۽ متس
پهري ڏيڻ لاءِ چئن چئن سپاهين جون چار چونڪيون مقرر ڪري ڇڏيائين.
هيروديس جو منصوبو هو ته هو پطرس کي عيد کان پوءِ ماڻهن اڳيان آڻي
سندس فيصلو ڪري. (٥) پطرس ته جيل ۾ پهري هيٺ هو، پر ڪليسيا جي
ماڻهن هن لاءِ دل وَ جان سان خدا کان دعائون پئي گهريون.

## پطرس جي جيل مان آزادي

(٦) جنهن ڏينهن هيروديس کيس ماڻهن اڳيان پيش ڪرڻ وارو هو، انهيءَ
رات پطرس ٻن پهريدارن جي وچ ۾ ستو پيو هو. هو ٻن زنجيرن سان ٻڌل
هو ۽ جيل جي دروازن تي به پهرو هو. (٧) اوچتو ئي خداوند جو هڪڙو

١١:٢٨ رس ٢١:١٠ ١٢:٤ خر ١٢:١-٢٧

ملائڪ اچي سندس اڳيان بيٺو ۽ ڪوٺڙيءَ ۾ روشنائي چمڪڻ لڳي. ملائڪ
پطرس جي ڪلهي تي هٿ رکي جاڳائي چيس ته ”جلدي اٿ.“ هڪدم
هٿڪڙيون سندس هٿن مان ڇڄي ڪري پيون. ⑧ پوءِ ملائڪ چيس ته ”سندرو
ٻڌ ۽ جتي پاءِ.“ هن ائين ئي ڪيو. وري چيائينس ته ”پنهنجو جبو پاءِ ۽
منهنجي پٺيان هليو اچ.“ ⑨ پطرس جيل مان نڪري سندس پٺيان هلڻ لڳو،
پر جيڪي ڪجهه ملائڪ ڪري رهيو هو تنهن کي حقيقت نه ٿي ڄاتائين،
بلڪ ائين ٿي سمجهيائين ته ”آءٌ ڪا رويا ڏسي رهيو آهيان.“ ⑩ اهي پهرين
چونڪيءَ وٽان لنگهي ويا ۽ پوءِ ٻي چونڪي ۽ آخرڪار هو انهيءَ لوهي دروازي
وٽ اچي پهتا، جيڪو شهر ڏانهن کليو ٿي. دروازو هنن لاءِ پاڻ ئي کلي
پيو ۽ هو ٻاهر نڪري آيا. اهي شهر جي هڪ گهٽيءَ مان هلڻ لڳا ۽ اوچتو
ئي ملائڪ پطرس کي ڇڏي هليو ويو.

⑪ جڏهن پطرس هوش ۾ آيو، تڏهن چوڻ لڳو ته ”هاڻي مون کي پڪ
ٿي ته خداوند پنهنجو ملائڪ موڪلي مون کي هيروديس جي چنبي کان آزاد
ڪيو آهي ۽ جيڪي يهودي قوم جا ارادا هئا تن کان ڇڏايو آهي.“

⑫ هن واقعي تي ويچار ڪرڻ کان پوءِ هو يوحنا عرف مرقس جي ماءُ
مريم جي گهر آيو. اتي گهڻا ئي ماڻهو اچي گڏ ٿيا هئا ۽ دعائون گهري
رهيا هئا. ⑬ پطرس ٻاهران در کڙڪايو ۽ رودا نالي هڪ نوڪرياڻي ڇوڪري
در تي آئي. ⑭ جڏهن پطرس جو آواز سڃاتائين تڏهن خوشيءَ وچان در
کولڻ کان اڳي ئي اندر ڊوڙي وڃي ٻڌايائين ته ”پطرس در تي بيٺو آهي.“
⑮ تنهن تي هنن چيس ته ”تون چري ٿي آهين.“ پر هوءَ يقين سان چوندي
رهي ته ”اهو سچ آهي.“ هنن چيس ته ”اهو سندس ڪو ملائڪ هوندو.“
⑯ پطرس در کڙڪائيندو رهيو ۽ جڏهن هنن در کوليو ته کيس ڏسي حيران
ٿي ويا. ⑰ پر هن ماٺ ڪرڻ لاءِ کين هٿ جو اشارو ڏنو ۽ پوءِ انهن کي
ٻڌايائين ته ڪيئن خداوند کيس جيل مان ڇڏايو. تڏهن کين چيائين ته
”هن ڳالهه جي يعقوب ۽ ٻين ڀائرن کي به خبر ڏجو.“ پوءِ هو اتان نڪري
ڪنهن ٻئي هنڌ هليو ويو.

⑱ جڏهن صبح ٿيو ته سپاهين ۾ ڏاڍي ڦڙڦوٽ پئجي ويئي ته پطرس
ڪيڏانهن ويو؟ ⑲ هيروديس هن جي ڳولا ڪرڻ لاءِ کين حڪم ڏنو پر

هو ڪيس لهي نہ سگهيا. پوءِ هن پهريدارن کان پڇاڳاڇا ڪئي ۽ حڪم ڏنائين تہ کين قتل ڪيو وڃي.

هن کان پوءِ هيروديس يهوديہ مان هليو ويو ۽ ڪجھہ وقت وڃي قيصريہ ۾ گذاريائين.

## هيروديس جو موت

⑳ هيروديس صور ۽ صيدا جي ماڻهن تي ڏاڍو ڪاوڙيل هو، تنهنڪري اهي ٽولي ٿاهي ملڻ ويس. پهريائين انهن بلاسطس کي پنهنجي پاسي ڪيو جو بادشاهہ جي محلات جو دربان هو. پوءِ هيروديس کي عرض ڪيائون تہ ”اسان سان پرچاءُ ڪريو.“ ڇالاءِجو هنن کي بادشاهہ جي ملڪ مان سيڌو سامان ملندو هو.

㉑ سو هڪڙي مقرر ڏينهن تي هيروديس شاهاڻي پوشاڪ ۾ تخت تي اچي ويٺو ۽ ماڻهن جي اڳيان هڪڙي تقرير ڪيائين. ㉒ تنهن تي انهن وڏي آواز ۾ چيو تہ ”هي ماڻهو نہ پر خدا ٿو ڳالهائي.“ ㉓ انهيءَ دم خداوند جي هڪڙي ملائڪ هيروديس کي ڏک هڻي ڪيرائي وڌو، ڇاڪاڻ تہ هو انهيءَ شرڪ تي خاموش رهيو. پوءِ تہ هن ۾ جيت پئجي ويا ۽ هو مري ويو.

㉔ پر خداوند جو ڪلام وڌندو ۽ پکڙبو ويو. ㉕ برناباس ۽ شائول پنهنجو ڪم پورو ڪري يوحنا عرف مرقس کي پاڻ سان وٺي يروشلم کان انتاخيا ۾ موٽي آيا.

## برناباس ۽ شائول جو چوندجڻ

**۱۳** ① انتاخيا جي ڪليسيا ۾ نبي ۽ استاد هوندا هئا، جهڙوڪ برناباس، شمعون جنهن کي ڪارو سڏيندا هئا، لوسيس ڪريني، منائين، جيڪو هيروديس حاڪم جو ننڍپڻ جو دوست هو ۽ شائول. ② جڏهن هنن خداوند جي عبادت پئي ڪئي ۽ روزا پئي رکيا، تڏهن پاڪ روح کين چيو تہ ”برناباس ۽ شائول کي مون لاءِ مخصوص ڪريو تہ هو اهو ڪم ڪن جنهن لاءِ مون کين چونڊيو آهي.“ ③ تڏهن انهن روزي سان دعا گهرندي مٿن هٿ رکيا ۽ کين روانو ڪيائون.

## قبرص ۾

④ برناباس ۽ شائول پاڪ روح جي چوڻ موجب پھريائين سلوڪيہ ڏانھن
ويا ۽ اتان ساموندي جھاز ۾ چڙھي قبرص ڏانھن روانا ٿي ويا. ⑤ جڏھن ھو
سلميس ۾ پھتا، تڏھن ھو يھودين جي عبادتخانن ۾ خدا جي ڪلام جي
تبليغ ڪرڻ لڳا ۽ يوحنا عرف مرقس ھن ڪم ۾ سندن مدد ڪئي.
⑥ جڏھن ھو سارو ٻيٽ لتاڙي پافس ۾ پھتا تہ ھنن اتي نبي سڏائيندڙ
ھڪڙو يھودي جادوگر ڏٺو، جنھن جو نالو بريسوع ھو. ⑦ ھو ٻيٽ جي
گورنر سرگيس پولس، جيڪو ھڪڙو ذھين شخص ھو تنھن جو درٻاري
ھو. انھيءَ گورنر برناباس ۽ شائول کي پاڻ وٽ گھرايو، ڇاڪاڻتہ ھن خدا
جو ڪلام ٻڌڻ پئي چاھيو. ⑧ پر بريسوع عرف الِيماس، جنھن جي يوناني
ٻوليءَ ۾ معنيٰ آھي 'جادوگر،' تنھن گورنر وٽ سندن مخالفت ڪئي، تہ
جيئن گورنر مسيح تي ايمان نہ آڻي. ⑨ پوءِ شائول، جنھن کي پولس ڪري
بہ سڏيندا آھن، پاڪ روح سان ڀرجي جادوگر ڏانھن ڇتائي نھاريو ⑩ ۽
چيائينس تہ "اي شيطان جا پٽ! تون ھر نيڪيءَ جو دشمن آھين، ھر قسم
جي بڇڙائيءَ ۽ ٺڳيءَ سان ڀريل آھين ۽ ھميشہ ڪوشش ڪندو رھين ٿو تہ
خداوند جي سچائيءَ کي ڪوڙو ڪرين. ⑪ سو ٻڌ، تو تي خداوند جي مار
اچي پيئي آھي. ھاڻي تون انڌو ٿيندين ۽ ڪجھہ مدت تائين ڏينھن جي
روشني بہ ڏسڻ ۾ نہ ايندءِ." تڏھن ھڪدم ھن جي اکين اڳيان ڌنڌ ۽
اونداھي اچي ويئي ۽ ھو ھيڏانھن ھوڏانھن ھٿوراڙيون ھڻڻ لڳو تہ من ڪو
ڪيس ھٿ کان وٺي ھلي. ⑫ جڏھن گورنر ھي حال ڏٺو تہ خداوند جي
تعليم تي حيران ٿي ويو ۽ ايمان آندائين.

## پسديا واري انتاخيا ۾

⑬ پولس ۽ سندس ساٿي پافس مان ساموندي جھاز تي چڙھي پرگا ۾
آيا، جو پمفوليا ۾ آھي. پر يوحنا عرف مرقس ھنن کي اتي ڇڏي يروشلم
ڏانھن موٽي ويو. ⑭ ھو پرگا مان پسديا واري انتاخيا ۾ آيا ۽ سبت جي
ڏينھن يھودي عبادتخاني ۾ وڃي ويٺا. ⑮ جڏھن اتي توريت ۽ نبين

جا صحيفا پڙهيا ويا تڏهن عبادتخانن جي سردارن هنن کي سڏائي چيو
ته ”اي ڀائرو! جيڪڏهن اوهان کي ڪا نصيحت جي ڳالهه ماڻهن کي
ٻڌائڻي آهي ته ٻڌايو.“
(١٦) تنهن تي پولس اٿي بيٺو ۽ هٿ جو اشارو ڏيندي چيائين ته ”اي بني
اسرائيليو! ۽ اوهين اي خداپرست غير يهوديو! ڪن ڏيئي ٻڌو. (١٧) بني اسرائيل
قوم جي خدا اسان جي وڏن کي چونڊيو ۽ انهن کي وڏي قوم بڻايائين،
جڏهن هو مصر جي ملڪ ۾ پرديسي ٿي رهندا هئا. خدا پنهنجي عظيم
قوت سان انهن کي مصر مان ڪڍيو (١٨) ۽ اٽڪل چاليهن سالن تائين بيابان
۾ سندن سنڀال ڪندو رهيو. (١٩) هن ڪنعان جي ملڪ ۾ ست قومون ناس
ڪيون ۽ بني اسرائيل کي ان ملڪ جو مالڪ بڻايائين. (٢٠) اهڙيءَ طرح ساڍا
چار سؤ سال گذري ويا.

تڏهن خدا سموئيل نبيءَ جي زماني تائين انهن لاءِ رهبر مقرر ڪندو رهيو.
(٢١) ان کان پوءِ هنن بادشاهه جي گهُر ڪئي ۽ خدا شائول کي سندن بادشاهه
مقرر ڪيو، جيڪو بنيامين جي قبيلي مان قيش جو پٽ هو، جنهن چاليهن
سالن تائين حڪومت ڪئي. (٢٢) جڏهن خدا هن کي برطرف ڪيو ته دائود
کي انهن جو بادشاهه مقرر ڪيائين. خدا هن جي بابت هيئن چيو ته ’مون
يشيءَ جي پٽ دائود کي پنهنجيءَ دل وٽان لڌو آهي. هو هميشه منهنجي
مرضيءَ تي هلندو.‘ (٢٣) جيئن خدا واعدو ڪيو هو تيئن ئي هن دائود جي اولاد
مان بني اسرائيل وٽ هڪڙي ڇوٽڪاري ڏيندڙ يعني عيسيٰ کي موڪليو.
(٢٤) عيسيٰ جي اچڻ کان اڳ ۾ يحيٰ بني اسرائيل جي سڄيءَ قوم ۾ تبليغ
ڪئي ته توبهه ڪريو ۽ بپتسما وٺو. (٢٥) جڏهن يحيٰ پنهنجو ڪم پورو ڪرڻ
تي هو ته هن ماڻهن کي چيو ته ’مون بابت ڇا ٿا سمجهو؟ آءٌ اهو نه آهيان
جنهن جو اوهين انتظار ڪري رهيا آهيو، پر اهو مون کان پوءِ ايندو. آءٌ انهيءَ
لائق نه آهيان جو سندس جتيءَ جون کهيون ڇوڙيان.‘

---

**١٣:١٧** خر ١:٧، ١٢:٥١ **١٣:١٨** ڳا ١٤:٣٤، شر ١:٣١ **١٣:١٩** شر ٧:١،
يش ١٤:١ **١٣:٢٠** قا ٢:١٦، ١.سمر ٣:٢٠ **١٣:٢١** ١.سمر ٨:٥، ١٠:٢١
**١٣:٢٢** ١.سمر ١٣:١٤، ١٦:١٢، زب ٨٩:٢٠ **١٣:٢٤** مر ١:٤، لو ٣:٣
**١٣:٢٥** مت ٣:١١، مر ١:٧، لو ٣:١٦، يو ١:٢٠،٢٧

٢٦ اي ڀائرو! اي ابراهيم جو اولاد ۽ اوهين اي خداپرست غير يهوديو!
انهيءَ ڇوٽڪاري جي ڪلام کي اسان ڏانهن ئي موڪليو ويو آهي.
٢٧ پر يروشلم جي رهاڪن ۽ سندن اڳواڻن انهيءَ کي نہ سڃاتو ۽ نڪي
هنن نبين جي ڪلام کي سمجهيو، جيڪو هر سبت جي ڏينهن تي
پڙهيو ويندو آهي. پر اٽلندو عيسيٰ تي فتويٰ جاري ڪري هنن نبين جي
چوڻيءَ کي سچو ثابت ڪيو. ٢٨ جيتوڻيڪ انهن کي عيسيٰ جي مارائڻ
جو ڪوبہ سبب نہ مليو، تنهن هوندي بہ هنن پلاطس کي عرض ڪيو تہ
کيس مارائي ڇڏي. ٢٩ جڏهن اهي سڀ ڳالهيون پوريون ڪيائون جيڪي
صحيفي ۾ لکيل هيون، تڏهن هنن سندس لاش کي صليب تان لاهي
قبر ۾ رکيو. ٣٠ پر خدا کيس مئلن مان وري جيئرو ڪيو ٣١ ۽ ڪيترن ئي
ڏينهن تائين هو انهن کي ڏيکاري ڏيندو رهيو، جيڪي ساڻس گليل کان
يروشلم تائين گڏ هئا. اهي هاڻي بني اسرائيل جي قوم آڏو سندس شاهد
آهن. ٣٢ خدا جيڪو واعدو اسان جي ابن ڏاڏن سان ڪيو هو تنهن جي
خوشخبري اسان آندي آهي، ٣٣ تہ ڪيئن خدا عيسيٰ کي جيئرو ڪري
سندن اولاد يعني اسان جي لاءِ اهو واعدو پورو ڪيو، جيئن ٻئي زبور
۾ لکيل آهي تہ

’تون منهنجو فرزند آهين
۽ اڄ آءٌ تنهنجو پيءُ ٿيو آهيان.‘

٣٤ باقي اها ڳالهہ تہ خدا انهيءَ کي اهڙيءَ طرح مئلن مان وري جيئرو ڪيو
جو هو وري پيهر ڪڏهن بہ نہ مرندو، تنهن بابت لکيل آهي تہ

’آءٌ تو کي دائود سان واعدي ڪيل
پاڪ ۽ سچيون نعمتون ڏيندس.‘

٣٥ وري هڪڙي زبور ۾ خدا کي چيو ويو آهي تہ

’تون پنهنجي پاڪ ٻانهي کي
ڳري سڙي وڃڻ ڪين ڏيندين.‘

---

٢٨:١٣ مت ٢٧:٢٢-٢٣، مر ١٥:١٣-١٤، لو ٢٣:٢١-٢٣، يو ١٩:١٥

٢٩:١٣ مت ٢٧:٥٧-٦١، مر ١٥:٤٢-٤٧، لو ٢٣:٥٠-٥٦، يو ١٩:٣٨-٤٢

٣١:١٣ رس ١:٣ ٣٣:١٣ زب ٢:٧ ٣٤:١٣ يس ٥٥:٣ ٣٥:١٣ زب ١٦:١٠

٣٦ خدا پنھنجي مرضي دائود جي زماني ۾ ئي سندس ھٿان پوري ڪئي
۽ پوءِ دائود مري ويو. ھن کي پنھنجي ابن ڏاڏن سان گڏ دفن ڪيو ويو ۽
ھن جو لاش ڳري سڙي ويو. ٣٧ پر جنھن کي خدا مئلن مان وري جيئرو
ڪيو، تنھن جي ڳرڻ سڙڻ جي تہ نوبت ئي ڪين آئي. ٣٨ تنھنڪري اي
يائرو! آءٌ چاھيان ٿو تہ اوھان ڄاڻي وٺو تہ عيسيٰ جي طرفان اوھان اڳيان
گناھن جي بخشش جو اعلان ڪجي ٿو، ٣٩ ۽ جيڪوبہ ھن تي ايمان
آڻي ٿو سو خدا ڏانھن سچار بڻجي ٿو، جيڪو موسيٰ جي شريعت جي
وسيلي سچار بڻجي نہ سگھي ھا. ٤٠ خبردار ٿجو تہ جيڪي نبين چيو آھي
سو اوھان سان نہ ٿئي تہ

٤١ 'اوھين، جيڪي ٺٺوليون ڪريو ٿا،
سي ڏسي عجب ۾ پئجي وڃو
۽ برباد ٿي وڃو،
ڇالاءِجو آءٌ اوھان جي زماني ۾
ھڪڙو اھڙو ڪم ڪندس،
جو جيڪڏھن ڪو اوھان کي بيان ڪري ٻڌائي
تہ اوھين مٿس ڪڏھن بہ ويساھہ نہ ڪندا.'"

٤٢ جڏھن برناباس ۽ پولس يھودي عبادت‌خاني مان ٻاھر نڪتا تہ ڪيترن
ئي ماڻھن کين منٿون ڪيون تہ اھي وري ٻئي سبت جي ڏينھن تي اچي
کين ڪجھہ وڌيڪ ٻڌائين. ٤٣ مجلس پوري ٿيڻ کان پوءِ ڪيترائي يھودي
۽ سندن دينيدار نوان مريد پولس ۽ برناباس جي پٺيان ھلڻ لڳا ۽ ھنن ساڻن
ڳالھائي انھن کي تاڪيد ڪيو تہ "خدا جي فضل تي قائم رھندا اچو."

٤٤ ٻئي سبت جي ڏينھن تي شھر مان اٽڪل ھر ڪو آيو ھو تہ خداوند
جو ڪلام ٻڌي. ٤٥ جڏھن يھودين ميڙ ڏٺا تہ حسد وٺي وين، سو ھو پولس
جي تبليغ خلاف بدشد ڳالھائڻ لڳا ۽ ھن جي بي‌عزتي ڪيائون. ٤٦ پر پولس
۽ برناباس دليريءَ سان ڳالھائڻ لڳا ۽ چيائون تہ "اھو ضروري ھو تہ خدا جو
ڪلام پھريائين اوھان يھودين کي ٻڌايو وڃي. پر جيئن تہ اھو اوھان قبول
نہ ڪيو ۽ پاڻ کي دائمي زندگيءَ جا لائق نہ ٿا سمجھو، تنھنڪري اسين

١٣:٤١ حبق ١:٥

اوهان کي ڇڏي غير قومن وٽ وڃون ٿا. ٤٧ ڇالاءِجو هي حڪم خداوند
جو آهي جيڪو اسان کي مليو آهي ته

’مون تو کي غير قومن جي لاءِ روشني مقرر ڪيو آهي،
ته تون سڄي زمين جي ماڻهن لاءِ ڇوٽڪاري جو وسيلو بڻجين.‘‘‘

٤٨ جڏهن غير قومن اها ڳالهه ٻڌي، تڏهن هو ڏاڍا خوش ٿيا ۽ خداوند
جي ڪلام جي واکاڻ ڪرڻ لڳا ۽ جن کي خدا دائمي زندگيءَ لاءِ چونڊي
ڇڏيو هو تن سڀني ايمان آندو.

٤٩ خداوند جو ڪلام انهيءَ علائقي ۾ هنڌين ماڳين پکڙجي ويو. ٥٠ پر
يهودين شهر جي معزز ماڻهن ۽ عزت وارين خداترس عورتن کي ڀڙڪائي
پولس ۽ برناباس کي ڏاڍو ستايو ۽ کين پنهنجي علائقي مان تڙي ڪڍيائون.
٥١ تڏهن رسولن پنهنجي [١]پيرن جي مٽي اتي ڇنڊي ڇڏي ۽ اِڪونيم شهر
ڏانهن هليا ويا. ٥٢ تنهن هوندي به انتاڪيا جا شاگرد خوشيءَ ۽ پاڪ روح
سان ڀرجندا رهيا.

## اِڪونيم ۾

١٤ ١ ساڳيءَ طرح اِڪونيم ۾ به پولس ۽ برناباس يهودي عبادتخاني
۾ ويا ۽ اهڙي نموني تقرير ڪيائون جو ڪيترن ئي يهودين ۽ غير
قومن ايمان آندو. ٢ پر جن يهودين ايمان نه آندو، تن غير قومن کي ڀڙڪايو
۽ انهن جي جذبات کي ڀائرن جي خلاف ڪيائون. ٣ رسول اتي گهڻو
وقت ترسيا ۽ خداوند بابت دليريءَ سان ڳالهائيندا رهيا. خداوند سندن هٿان
معجزا ۽ ڪرامتون ڏيکاري پنهنجي فضل بابت سندن پيغام کي سچو ثابت
ڪيو. ٤ شهر جي ماڻهن ۾ ڦوٽ پئجي ويئي ۽ انهن مان ڪي يهودين جي
طرف ته ڪي رسولن جي طرف ٿي بيٺا.

٥ پوءِ غير قومن ۽ يهودين پنهنجي اڳواڻن سميت گڏجي منصوبو سٽيو
ته هو رسولن سان بدسلوڪي ڪندا ۽ کين سنگسار ڪندا. ٦ جڏهن

---

[١] پيرن جي مٽي اتي ڇنڊي ڇڏي: انهيءَ دور جي هڪ رسم، جنهن مان مراد ڪنهن ڳالهه
کي رد ڪرڻ جي صورت ۾ ساري ذميواري سندن مٿان هجڻ جو اظهار ڪرڻ آهي.

١٣:٤٧ يس ٤٢:٦، ٤٩:٦ ١٣:٥١ مت ١٠:١٤، مر ٦:١١، لو ٩:٥، ١٠:١١

رسولن کي اها خبر پئجي ويئي تہ هو لوڪئُنيا علائقي جي شهرن لسترا
۽ دربي ۽ ان جي آس‌پاس واري علائقي ڏانهن ڀڄي ويا. ⑦اتي بہ اهي
خوشخبري ٻڌائيندا رهيا.

## لسترا ۾

⑧لسترا ۾ هڪ ماڻهو ويٺو هوندو هو جنهن جا پير سڪل هئا. هو
ڄمندي ئي منڊو هو ۽ ڪڏهن بہ پنڌ نہ ڪيو هئائين. ⑨سو جڏهن هو پولس
جون ڳالهيون ٻڌندو ٿي رهيو تہ پولس هن ڏانهن چتائي نهاريو ۽ ڄاتائين تہ
ڪيس ايترو ايمان آهي جو هو چڱو ڀلو ٿي سگهندو. ⑩سو کيس وڏي آواز
سان چيائين تہ ”پيرن تي سڌو ٿي بيھ.“ هو ٽپ ڏيئي اٿي بيٺو ۽ گهمڻ لڳو.
⑪جڏهن ماڻهن پولس جو هي ڪم ڏٺو تہ پنهنجي لوڪئُنيا ٻوليءَ ۾ وڏي
واڪي چوڻ لڳا تہ ”انسانن جي صورت ۾ ديوتا اسان وٽ لهي آيا آهن.“
⑫هنن برناباس جي نالي چيو تہ ”هيءُ زيوس ديوتا آهي“ ۽ پولس جي نالي چيو
تہ ”هيءُ هرميس ديوتا آهي.“ ڇالاءِجو مکيہ ڳالهائڻ وارو پولس هو. ⑬تڏهن
زيوس ديوتا، جنهن جو مندر شهر کان ٻاهر هو، تنهن جي پوڄاريءَ ڍڳن سان
گلن جا هار ۽ ڏاند شهر جي دروازي تي وٺي آندا ۽ ماڻهن جي ميڙ سان گڏ
انهن جي قرباني پيش ڪرڻ ٿي چاهيائين. ⑭پر جڏهن برناباس ۽ پولس ٻنهي
رسولن کي انهيءَ ڳالھہ جي خبر پيئي، تڏهن هو پنهنجا ڪپڙا ڦاڙي ڊوڙي
وڃي ماڻهن جي وچ ۾ بيٺا ۽ واڪا ڪري چوڻ لڳا تہ ⑮”اي انسانو! اوهين
هي ڇا ٿا ڪريو؟ اسين بہ اوهان جهڙا فاني انسان آهيون. اسين تہ اوهان
کي خوشخبري ٻڌائڻ آيا آهيون تہ اوهين هنن ڪوڙين ريتن رسمن کان پاسو
ڪري رکو انهيءَ جيئري خدا کي مڃو، جنهن آسمان، زمين، سمنڊ ۽ ٻيو
جيڪي منجهن آهي سو پيدا ڪيو آهي. ⑯گذريل زمانن ۾ هن هر قوم کي
پنهنجي پنهنجي رستي تي هلڻ لاءِ ڇڏي ڏنو هو. ⑰تنهن هوندي بہ هن
هميشہ چڱا ڪم ڪري پنهنجي وجود جي شاهدي ڏني آهي. انهيءَ لاءِ هن
مينهن وسائي اوهان کي پلا فصل عطا ڪيا آهن، ڪشادي روزي ڏني آهي ۽
اوهان جي دلين کي خوشيءَ سان پريو آهي.“ ⑱ايتري سمجهائڻ کان پوءِ بہ

١٥:١٤ خر ٢٠:١١، زب ١٤٦:٦

رسولن ماڻهن کي اهڙي قرباني پيش ڪرڻ کان وڏيءَ مشڪل سان روڪيو.
⑲ ايتري ۾ ڪي يهودي پسديا واري انتاخيا ۽ اِڪونيم کان اچي پهتا ۽
ماڻهن کي پنهنجي طرف ڦيري ويا. هنن پولس کي پٿر هڻايا ۽ کيس شهر
مان گهلي ٻاهر ڦٽو ڪيائون، ڇالاءِجو سمجهيائون ته هو مري چڪو آهي.
⑳ پر جڏهن شاگرد چوڌاري مڙي آيس ته هو اٿي بيٺو ۽ موٽي شهر ۾ ويو.
ٻئي ڏينهن تي پولس ۽ برنباس دربيءَ ڏانهن روانا ٿي ويا.

## شام واري انتاخيا ڏانهن موٽڻ

㉑ دربيءَ ۾ پولس ۽ برنباس خوشخبريءَ جي منادي ڪئي ۽ ڪيترائي شاگرد
بڻايائون. پوءِ هو موٽي لسترا، اِڪونيم ۽ پسديا جي انتاخيا ۾ آيا. ㉒ انهن
شاگردن کي همٿايو ۽ کين نصيحت ڪئي ته هو ايمان تي قائم رهن. انهن
کين ٻڌايو ته ”اسان سڀني کي خدا جي بادشاهت ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڪيترين
ئي مصيبتن مان لنگهڻو پوندو.“ ㉓ هنن هر هڪ ڪليسيا لاءِ بزرگ مقرر
ڪيا ۽ انهن بزرگن لاءِ روزا رکي دعا گهريائون ۽ کين خداوند جي حوالي
ڪيائون، جنهن تي هنن ايمان آندو هو.
㉔ سڄي پسديا کان ٿيندا هو پمفوليا ۾ آيا. ㉕ انهن پرڳا ۾ ڪلام جي
تبليغ ڪئي ۽ پوءِ اطاليا ڏانهن ويا. ㉖ اتان ساموندي جهاز ۾ چڙهي انتاخيا
ڏانهن روانا ٿيا، جتي انهيءَ ڪم ڪرڻ لاءِ کين خدا جو فضل عطا ڪيو
ويو هو، جيڪو ڪم هنن هاڻي پورو ڪيو.
㉗ اتي پهچي هنن ڪليسيا جي ماڻهن کي گڏ ڪيو ۽ کين سڄو سربستو
احوال ڪري ٻڌايائون ته ڪيئن هنن خدا جي معرفت ڪم ڪيا ۽ ڪهڙيءَ
طرح خدا غير قومن جي لاءِ ايمان جو دروازو کولي ڇڏيو. ㉘ پوءِ هو شاگردن
وٽ گهڻي عرصي تائين ترسي پيا.

## يروشلم ۾ گڏجاڻي

١٥ ① ڪي ماڻهو يهوديه کان انتاخيا ۾ آيا ۽ اهي ڀائرن کي هيءَ تعليم
ڏيڻ لڳا ته ”تيستائين اوهان کي ڪڏهن به ڇوٽڪارو نه ملندو،

١:١٥ لاو ٣:١٢

جيستائين اوهين موسيٰ جي شريعت موجب طهر نه ڪرائيندا.“ (٢) پولس
۽ برناباس سان هنن سخت بحث مباحثو ڪيو. سو اهو فيصلو ڪيو ويو
ته پولس، برناباس ۽ ڪي ٻيا ماڻهو هن معاملي بابت يروشلم ڏانهن رسولن
۽ بزرگن وٽ وڃن.
(٣) تنهن تي ڪليسيا جي ماڻهن هنن کي روانو ڪيو. هو فينيڪي ۽
سامريه مان لنگهندي واٽ تي ديندار ماڻهن کي ٻڌائيندا ويا ته ڪيئن غير
قومون خدا ڏانهن ڦري آيون آهن. اهو ٻڌي انهن کي ڏاڍي خوشي ٿي.
(٤) جڏهن هو يروشلم ۾ پهتا ته ڪليسيا جي ماڻهن، رسولن ۽ بزرگن هنن
جو استقبال ڪيو ۽ جيڪي خدا هنن جي وسيلي ڪيو هو سو سڀ کين
بيان ڪري ٻڌايائون. (٥) پر فريسي جن ايمان آندو هو تن مان ڪي اٿي بيٺا
۽ چوڻ لڳا ته ”غير قومن جو طهر ضرور ٿيڻ کپي ۽ کين تاڪيد ڪيو وڃي
ته هو موسيٰ جي شريعت تي هلن.“
(٦) رسول ۽ بزرگ گڏجي هن معاملي تي ويچار ڪرڻ لڳا. (٧) گهڻي
بحث کان پوءِ پطرس اٿي بيٺو ۽ چيائين ته ”ڀائرو، اوهان کي خبر آهي
ته ڪجهه وقت اڳ ۾ خدا مون کي اوهان مان چونڊيو هو ته غير قومون
منهنجي واتان خوشخبريءَ جو ڪلام ٻڌي ايمان آڻين. (٨) خدا جيڪو اسان
جي دلين جو ڄاڻڻ وارو آهي تنهن اسان کي اهو ڏيکاريو ته غير قومون به
ايمان آڻي سگهن ٿيون، ڇالاءِ جو انهن کي به پاڪ روح مليو جيئن اسان
کي مليو آهي. (٩) هن اسان ۾ ۽ انهن ۾ ڪو به فرق نه ڪيو آهي، ڇالاءِ جو
جڏهن هنن ايمان آندو ته هن انهن جون دليون پاڪ ڪيون. (١٠) ته پوءِ
اهڙا بار جن کي نه اسان جا ابا ڏاڏا ۽ نه اسان ئي کڻي ٿي سگهياسين،
سي اوهين شاگردن تي رکي خدا کي ڇو ٿا آزمايو؟ (١١) جڏهن ته اسان جو
ايمان آهي ته اسان کي به انهن وانگر ئي خداوند عيسيٰ جي فضل سان
ڇوٽڪارو ملي ٿو.“
(١٢) سو سڀني خاموشيءَ سان برناباس ۽ پولس جو اهو بيان ويٺي ٻڌو ته
ڪيئن نه خدا انهن جي وسيلي غير قومن ۾ معجزا ۽ ڪرامتون ڪيون.
(١٣) جڏهن هنن ڳالهائي بس ڪئي تڏهن يعقوب ڳالهايو ۽ چيائين ته

٧:١٥ رس ١٠:١-٤٣    ٨:١٥ رس ٢:٤، ١٠:٤٤

”اي ڀائرو! منهنجي به ڳالهه ٻڌو. ⑭ جهڙيءَ طرح شمعون بيان ڪيو
ته ڪيئن خدا شروعات ۾ غير قومن تي نظر ڪئي، انهيءَ لاءِ ته جيئن
انهن مان پنهنجي لاءِ هڪڙي قوم چونڊي، ⑮ تهڙيءَ طرح نبي جيڪي
چئي ويا آهن سو به انهيءَ سان ٺهڪي ٿو اچي. ڇالاءِجو لکيل آهي
ته

⑯ ’خداوند چيو ته ”هنن ڳالهين کان پوءِ آءٌ موٽي ايندس.
دائود جو گهر جيڪو ڊهي پيو آهي، تنهن کي وري ٺاهيندس.
آءٌ انهيءَ جا ٽوٽا ٽڪر گڏ ڪري کيس وري اڏيندس.
⑰ انهيءَ لاءِ ته باقي رهيل ماڻهو
۽ سڀ غير قومون جيڪي منهنجون ٿيون سڏجن،
سي مون خداوند جي ڳولا ڪن.“
⑱ هي اهو خداوند فرمائي ٿو،
جيڪو دنيا جي شروعات کان وٺي اهي ڳالهيون ٻڌائيندو آيو آهي.‘“

⑲ يعقوب وڌيڪ چيو ته ”منهنجي راءِ آهي ته غير قومن مان جيڪي
خدا ڏانهن ڦري آيا آهن، تن کي اسين تڪليف نه ڏيون. ⑳ پر انهيءَ جي
بجاءِ اسين کين لکي موڪليون ته جيڪي شيون بتن تي چاڙهيون ويون
آهن سي هو نه کائين، نڪي زنا ڪن ۽ نه وري گهٽي ماريل جانور ۽
رت ئي کائين. ㉑ ڇالاءِجو گهڻي وقت کان وٺي هر شهر ۾ موسيٰ جي
شريعت ٻڌائڻ وارا هر سبت جي ڏينهن تي اهي ڳالهيون يهودي عبادتخانن
۾ ٻڌائيندا ٿا اچن.“

## ايمان آڻيندڙ غير قومن ڏانهن خط

㉒ پوءِ رسولن، بزرگن ۽ سڄي ڪليسيا اهو فيصلو ڪيو ته پاڻ مان ڪي
ماڻهو چونڊي پولس ۽ برنباس سان گڏ انطاڪيا ڏانهن موڪلجن. انهن يهوداه
عرف برسبا ۽ سيلاس کي چونڊيو، جن جي ڀائرن ۾ وڏي عزت هئي. ㉓ انهن
جي هٿان هي خط ڏياري موڪليائون ته
”غير قومن مان جيڪي ايمان آڻيندڙ انطاڪيا، شام ۽ ڪلڪيا ۾ ٿا رهن،

تن کي رسولن ۽ بزرگ ڀائرن جا سلام رسن. ٢٤اسان ٻڌو آهي ته ڪي
ماڻهو جن کي اسان ڪوبه اختيار نه ڏنو آهي، تن اسان وٽان وڃي اوهان
کي ڪي ڳالهيون ٻڌائي تڪليف ڏني آهي ۽ اوهان کي منجهائي وڌو اٿن.
٢٥تنهنڪري اسان پاڻ ۾ صلاح ڪري مناسب سمجهيو ته ڪي ماڻهو
چونڊي پنهنجن پيارن برناباس ۽ پولس سان گڏ اوهان ڏانهن موڪليون.
٢٦اهي ٻئي ماڻهو اهڙا آهن جن پنهنجي جان اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح
جي نالي تي جوکي ۾ وڌي آهي. ٢٧سو اسين يهوداہ ۽ سيلاس کي ساڻن
گڏ موڪليون ٿا. هو پاڻ اوهان کي اهي ڳالهيون سمجهائيندا جيڪي اسين
لکي رهيا آهيون. ٢٨پاڪ روح ۽ اسان ضروري سمجهيو ته هنن خاص
حڪمن کان سواءِ اوهان تي ڪو ٻيو بار نه وجهون. ٢٩جهڙوڪ: اهو کاڌو
نه کائو جيڪو بتن تي چاڙهيو ويو هجي، رت ۽ انهيءَ جانور جو گوشت
نه کائو جنهن کي گهٽي ماريو ويو هجي ۽ زنا کان پري پجو. جيڪڏهن
اوهين انهن ڳالهين کان پاسو ڪندا ته اها اوهان لاءِ چڱي ڳالهه آهي.
شال سدائين سلامت رهو.“

٣٠اهي روانا ٿيا ۽ انطاڪيا ۾ اچي پهتا. ايمان وارن کي گڏ ڪري کين
خط ڏنائون. ٣١جڏهن انهن هي خط پڙهيو ته دل کي تسلي ٿين ۽ خوش
ٿيا. ٣٢يهوداہ ۽ سيلاس، جيڪي پاڻ نبي هئا تن گهڻو وقت تقريرون
ڪري ڀائرن کي تسلي ڏني ۽ سندن همت ٻڌائي. ٣٣هنن ڪجهه وقت
اتي گذاريو. پوءِ ڀائرن کان خير سلامتيءَ سان موڪلائي انهن ڀائرن ڏانهن
روانا ٿيا، جن کين موڪليو هو.[1]

٣٥پوءِ پولس ۽ برناباس انطاڪيا ۾ ترسي پيا ۽ اتي ٻين ڀائرن سان گڏ خداوند
جو ڪلام سيکاريندا ۽ تبليغ ڪندا رهيا.

## برناباس ۽ پولس ۾ جدائي

٣٦ڪجهه وقت کان پوءِ پولس برناباس کي چيو ته ”هل ته هر هڪ شهر
۾ انهن ڀائرن وٽ هلون، جن کي اسان خداوند جو ڪلام ٻڌايو آهي ۽
ڏسون ته انهن جو ڪهڙو حال آهي.“ ٣٧برناباس جي مرضي هئي ته يوحنا

[1] ڪن ترجمن ۾ هيءَ آيت به شامل آهي: ٣٤پر سيلاس اتي ئي رهڻ مناسب سمجهيو.

عرف مرقس کي به پاڻ سان گڏ وٺي هلون. ㊳ پر پولس مناسب نه سمجهيو
ته هن کي به ساڻ ڪڍجي، ڇاڪاڻ‌ته هو پمفوليا ۾ هنن کي ڇڏي موٽي
ويو هو ۽ ساڻن تبليغ جي ڪم ۾ گڏ نه رهيو هو. ㊴ انهيءَ ڳالهه تي برناباس
۽ پولس جي وچ ۾ ايترو ته اختلاف ٿي پيو جو هو هڪٻئي کان ڌار ٿي
ويا. برناباس مرقس کي وٺي ساموندي جهاز ۾ چڙهي قبرص ڏانهن روانو ٿي
ويو. ㊵ پر پولس سيلاس کي چوندي پاڻ سان ڪنيو ۽ ڀائرن کين خدا جي
فضل جي حوالي ڪري روانو ڪيو. ㊶ پولس شام ۽ ڪلڪيا مان ٿيندو،
اتي جي ڪليسيائن کي همٿائيندو ويو.

## تيمٿيس جو پولس ۽ سيلاس سان وڃڻ

١٦ ① پولس دربيءَ ۾ آيو ۽ پوءِ لسترا ڏانهن به ويو. اتي تيمٿيس نالي
هڪڙو شاگرد رهندو هو، جنهن جي ماءُ يهودڻ هئي ۽ ايمان آندو
هئائين. پر تيمٿيس جو پيءُ يوناني هو. ② لسترا ۽ اِڪونيم جا ڀائر تيمٿيس جي
ساراهه ڪندا هئا. ③ پولس جي مرضي هئي ته تيمٿيس کي به پاڻ سان گڏ
وٺي هلي، تنهنڪري هن سندس طهر ڪرايو. هن اهو انهيءَ ڪري ڪيو جو
اتي جي رهندڙ سڀني يهودين کي خبر هئي ته تيمٿيس جو پيءُ يوناني هو. ④ هو
شهرن مان ٿيندا ويا ۽ جيڪي حڪم رسولن ۽ بزرگن يروشلم ۾ ڏنا هئا، سي
ٻڌائيندا ويا ۽ انهن تي عمل ڪرڻ جو تاڪيد ڪندا ويا. ⑤ سو ڪليسيائون
روزبروز ايمان ۾ مضبوط ٿينديون ۽ تعداد ۾ وڌنديون ويون.

## تروآس ۾ پولس جو رويا ڏسڻ

⑥ هو فروگيا ۽ گلتيا جي علائقن مان لنگهي ويا، ڇالاءِجو پاڪ روح هنن
کي ايشيا پرڳڻي ۾ ڪلام جي تبليغ ڪرڻ کان منع ڪئي هئي. ⑦ جڏهن
موسيا جي سامهون آيا تڏهن ڪوشش ڪيائون ته بتونيا ۾ وڃون، پر عيسيٰ
جي روح کين وڃڻ نه ڏنو. ⑧ تنهنڪري اهي موسيا جي پاسي کان لنگهي
تروآس ۾ آيا. ⑨ اتي رات جو پولس هڪڙي رويا ڏٺي ته مڪدونيا جو هڪڙو
ماڻهو بيهي منت ڪري چوي پيو ته ”سائين! مڪدونيا ۾ اچي اسان جي

١٥:٣٨ رس ١٣:١٣

مدد ڪريو.“ (١٠) پولس جي رويا ڏسڻ شرط[1] اسان هڪدم مڪدونيا ڏانهن وڃڻ جي تياري ڪئي، ڇالاءِجو اسان سمجهيو ته خدا هنن کي خوشخبري ٻڌائڻ لاءِ اسان کي گهرايو آهي.

## فلپي شهر ۾ لديا جو ايمان آڻڻ

(١١) تروآس مان سامونڊي جهاز تي چڙهي اسين سڌا سموتراڪيءَ ۾ آياسين ۽ ٻئي ڏينهن نياپلس ۾ پهتاسون. (١٢) اتي جهاز مان لهي وري فلپيءَ ۾ آياسين جو مڪدونيا ۾ آهي ۽ انهيءَ علائقي جو مکيه شهر آهي. اهو شهر رومي بيٺڪ به آهي. اسين اتي ڪي ڏينهن ترسي پياسين. (١٣) سبت جي ڏينهن اسين شهر جي دروازي کان ٻاهر نديءَ جي ڪناري تي وياسين، جتي اسان سمجهيو ته عبادت ڪرڻ جي جاءِ هوندي. اتي جيڪي عورتون اچي گڏ ٿيون هيون تن سان ويهي گفتگو ڪرڻ لڳاسين. (١٤) انهن عورتن ۾ هڪ خدا ترس عورت لديا نالي ٿواتيره شهر جي هئي. هوءَ واڱڻائي رنگ جو ڪپڙو وڪڻندي هئي. خدا هن جي دل کولي ۽ هن پولس جون ڳالهيون ڌيان سان ٻڌيون. (١٥) جڏهن انهيءَ عورت ۽ سندس گهر جي ڀاتين بپتسما ورتي، تڏهن اسان کي منٿون ڪري چوڻ لڳي ته ”جيڪڏهن اوهين مون کي خدا جي سچي ايمان واري ڪري ٿا سمجهو ته مهرباني ڪري منهنجي گهر هلي رهو.“ سو هوءَ زور ڀري اسان کي پنهنجي گهر وٺي وئي.

## فلپيءَ جي جيل ۾

(١٦) هڪڙي ڏينهن جيئن اسين عبادت ڪرڻ واري جاءِ ڏانهن پئي وياسين ته اسان هڪڙي ٻانهي ڇوڪري ڏٺي جنهن ۾ غيب ڄاڻيندڙ ڀوت هو، جنهن جي ڪري هوءَ اڳڪٿيون ڪندي هئي ۽ ماڻهن کي سندن قسمت ٻڌائي پنهنجي مالڪن کي ڪيترائي پيسا ڪمائي ڏيندي هئي. (١٧) هوءَ پولس ۽ اسان جي پٺيان اچي واڪا ڪري چوڻ لڳي ته ”هي ماڻهو خدا تعاليٰ جا

[1] اسان: هن ڪتاب ۾ استعمال ٿيل لفظ ’اسان‘ مان مراد غالبًا اها ورتي وڃي ٿي ته ”رسولن جا ڪم“ جو مصنف لوقا به ان وقت پولس رسول سان گڏ هو.

ٻانھا آھن، جيڪي اوھان کي ڇوٽڪاري جو رستو ٿا ٻڌائين.“ ⑱ ڪيترن
ڏينھن تائين ڇوڪريءَ ائين پئي ڪيو. تنھنڪري پولس کي ڏاڍو رنج ٿيو
۽ ھن ڦري پوٺ کي چيو تہ ”آءٌ تو کي عيسيٰ مسيح جي نالي حڪم ٿو
ڏيان تہ ھن ڇوڪريءَ مان نڪري وڃ.“ ڀوت انھيءَ ئي مھل ڇوڪريءَ کي
ڇڏي ھليو ويو. ⑲ پر جڏھن ڇوڪريءَ جي مالڪن ڏٺو تہ سندن ڪمائيءَ
جو ذريعو ختم ٿي ويو، تڏھن ھنن پولس ۽ سيلاس کي پڪڙي ورتو ۽
کين رومي عملدارن وٽ پيش ڪرڻ لاءِ شھر جي چونڪ تي گھلي وٺي
ويا. ⑳ کين عملدارن وٽ آڻي مٿن شاھدي ڏنائون تہ ”سائين! ھي ماڻھو
جيڪي يھودي آھن، تن اسان جي شھر ۾ ڪٺي گوڙ مچايو آھي، ㉑ ۽
اھڙيون رسمون ڪڍيون اٿن جي اسان رومين کي قبول ڪرڻ ۽ انھن تي
ھلڻ جائز نہ آھي.“ ㉒ تنھن تي خلق اچي گڏ ٿي ۽ انھن شاھدن جي
پٺڀرائي ڪرڻ لڳي. عملدارن حڪم ڏنو تہ ”ھنن جا ڪپڙا ڦاڙي لاھيو ۽
کين جسم تي چھبڪ ھڻو.“ ㉓ گھڻي مار کان پوءِ کين جيل ۾ وڌائون
۽ جيلر کي تاڪيد ڪري حڪم ڏنائون تہ کين سخت پھري ھيٺ رکيو
وڃي. ㉔ جيلر حڪم ملڻ تي انھن کي اندرين باريڪ ۾ بند ڪيو ۽ سندن
ٽنگون ڪاٺ سان ٻڌي قابو ڪيائين.

㉕ رات جو پولس ۽ سيلاس دعائون گھرندا ۽ خدا جي واکاڻ جا گيت
ڳائيندا ٿي رھيا ۽ جيل جا قيدي پڻ ٻڌندا ٿي رھيا، تڏھن اڌ رات ڌاري
㉖ اوچتو ھڪڙو وڏو زلزلو آيو، جنھن جيل جون پيتيون پيڙھہ تائين لوڏي
ڇڏيون. ھڪدم سڀ دروازا کلي پيا ۽ سڀني قيدين جون بيڙيون ڪري
پيون. ㉗ تنھن تي جيلر جاڳي پيو ۽ ڏنائين تہ جيل جا سڀ دروازا کليا پيا
آھن، سو سمجھيائين تہ پڪ سڀ قيدي ڀڄي ويا آھن. تنھنڪري ترار
ڪڍي پاڻ کي مارڻ تي ھو. ㉘ پر پولس وڏي واڪي رڙ ڪري چيس
تہ ”پاڻ کي مار نہ، اسين سڀ ھتي آھيون.“ ㉙ جيلر بتي گھرائي اندر
ڪاھي پيو ۽ ڏڪندي ڏڪندي پولس ۽ سيلاس جي پيرن تي ڪري پيو.
㉚ پوءِ ھن کين ٻاھر ڪڍيو ۽ عرض ڪري چوڻ لڳو تہ ”سائين! آءٌ ڇا
ڪريان جو ڇوٽڪارو ملي؟“ ㉛ تنھن تي ھنن ورائيس تہ ”خداوند عيسيٰ
تي ايمان آڻ تہ تو کي ۽ تنھنجي ڪٽنب کي ڇوٽڪارو ملندو.“ ㉜ پوءِ

انهن هن کي ۽ سندس گهر جي سڀني ڀاتين کي خداوند جو ڪلام
ٻڌايو. ٣٣ رات جي انهيءَ پهر ۾ جيلر کين وٺي وڃي سندن زخم ڌوتا. پوءِ
اتي ئي هن ۽ سندس گهر جي سڀني ڀاتين بپتسما ورتي. ٣٤ هو پولس ۽
سيلاس کي پنهنجي گهر وٺي ويو ۽ کين کائڻ لاءِ ڪجهه کاڌو ڏنائين.
هو ۽ سندس ڪٽنب خوشيءَ سان ڀرجي ويوم ڇاڪاڻ ته هنن خدا تي
ايمان آندو هو.

٣٥ ٻئي ڏينهن صبح جو عملدارن پنهنجن سپاهين هٿان جيلر ڏانهن چوائي
موڪليو ته ”انهن ماڻهن کي ڇڏي ڏيو.“ ٣٦ سو جيلر پولس کي ٻڌايو
ته ”عملدارن جو حڪم آهي ته اوهان کي آزاد ڪيو وڃي. اوهين هليا
وڃو ۽ سدا سلامت هجو.“ ٣٧ پر پولس سپاهين کي چيو ته ”جيتوڻيڪ
اسين رومي آهيونم ته به هنن اسان کي عام خلق جي اڳيان بنا ڪنهن
ڏوهه جي ڇهبڪ هڻائي جيل ۾ وڌو. سو هاڻي هو اسان کان چپ‌چاپ
۾ ڪيئن ٿا جان ڇڏائين؟ ائين ڪڏهن به نه ٿيندو. ڀلي ته اهي پاڻ
اچي اسان کي جيل مان ٻاهر وٺي هلن.“ ٣٨ سپاهين جڏهن اهو نياپو
عملدارن کي پهچايو ۽ انهن کي خبر پيئي ته پولس ۽ سيلاس رومي آهنم
تڏهن ڏاڍو ڏڄي ويا. ٣٩ تنهنڪري انهن وڃي کانئن معافي ورتي ۽ کين
چيائون ته ”اسين اوهان کي جيل مان آزاد ٿا ڪريون ۽ اوهين مهرباني
ڪري شهر مان هليا وڃو.“ ٤٠ پولس ۽ سيلاس جيل مان نڪري لديا
جي گهر ڏانهن ويام جتي هو ڀائرن سان مليا ۽ کين تسلي ڏنائون. پوءِ
هو اتان روانا ٿي ويا.

## تسلونيڪيءَ ۾

١٧ ١ هاڻي هو امفپلس ۽ اپلونيا مان لنگهي تسلونيڪيءَ ۾ آيام جتي
يهودي عبادت‌خانو هو. ٢ پولس پنهنجي عادت موجب سندن
عبادت‌گاهه ۾ ويو ۽ ٽن هفتن تائين هر سبت جي ڏينهن تي هو پاڪ
ڪتابن مان ساڻن بحث پيو ڪندو هوم ٣ ۽ دليل ڏيئي ثابت ڪري چوندو
هئن ته ”اهو ضروري هو ته مسيح ڏک سهي ۽ مئلن مان وري جيئرو ٿي
اٿي.“ هن چيو ته ”هي عيسيٰ جنهن جي آءٌ اوهان کي خبر ٿو ڏيان سو

ئي مسيح آهي.“ ④ انهن يهودين مان ڪن مڃيو ۽ پولس ۽ سيلاس سان شامل ٿي ويا. يونانين جو وڏو تعداد جيڪي خداترس هئا ۽ ڪيترين ئي مکيه عورتون به اچي ساڻن شامل ٿيون.

⑤ پر گهڻن يهودين کي حسد ٿيو ۽ انهن ڪي بازاري لوفر وٺي هڪ ٽولو ٺاهيو، جن سڄو شهر مٿي تي کنيو. انهن ياسون جي گهر تي حملو ڪيو ته جيئن اتان پولس ۽ سيلاس کي ٻاهر ڪڍي خلق جي اڳيان وٺي اچن. ⑥ جڏهن اتي اهي نه مليا تڏهن ياسون ۽ ڪن ٻين ڀائرن کي گهلي شهر جي ڪن عملدارن وٽ وٺي آيا ۽ واڪا ڪري چوڻ لڳا ته ”جن ماڻهن سڄيءَ دنيا ۾ گڙٻڙ مچائي آهي سي هتي به آيا آهن. ⑦ انهن کي ياسون پاڻ وٽ رهايو آهي. اهي سڀ قيصر جي حڪمن جي خلاف‌ورزي ٿا ڪن ۽ چون ٿا ته بادشاهه ڪو ٻيو آهي، جنهن جو نالو عيسيٰ آهي.“ ⑧ جڏهن ماڻهن ۽ شهر جي عملدارن اهي ڳالهيون ٻڌيون ته ڏاڍا پريشان ٿيا. ⑨ پوءِ عملدارن ياسون ۽ انهن ٻين کان ضامن وٺي کين ڇڏي ڏنو.

## بيريا ۾

⑩ راتوواهه ڀائرن پولس ۽ سيلاس کي بيريا ڏانهن روانو ڪري ڇڏيو ۽ جڏهن هو اتي پهتا ته يهودي عبادت‌خاني ۾ ويا. ⑪ اهي يهودي ٿسلونيڪيءَ جي يهودين کان وڌيڪ ڪشادي ذهن وارا هئا، ڇالاءِ‌جو هنن وڏي شوق سان خدا جو ڪلام قبول ڪيو ۽ روزانو پاڪ ڪتاب پڙهي ڏسندا هئا ته ائين برابر آهي يا نه، جيئن پولس چئي رهيو آهي. ⑫ تنهنڪري انهن مان ڪيترن ئي ايمان آندو. يونانين مان به ڪيترين مکيه عورتن توڙي مردن ايمان آندو. ⑬ پر جڏهن ٿسلونيڪيءَ جي يهودين کي خبر پيئي ته پولس بيريا ۾ به خدا جي ڪلام جي تبليغ ڪري رهيو آهي، تڏهن هنن اتي به وڃي ماڻهن کي پريو ۽ منجهن گوڙ مچايائون. ⑭ جلد ئي ڀائرن پولس کي سمنڊ جي ڪناري ڏانهن روانو ڪري ڇڏيو. پر سيلاس ۽ تيمٿيس ٻئي بيريا ۾ رهي پيا. ⑮ جيڪي ماڻهو پولس سان گڏجي ويا هئا، سي ساڻس اٿينس تائين هليا. پوءِ هو بيريا ڏانهن پولس جي هن هدايت سان موٽيا ته جيترو جلد ٿي سگهي سيلاس ۽ تيمٿيس، پولس سان ملن.

## اٿينس ۾

(۱٦) جڏهن پولس اٿينس ۾ سيلاس ۽ تيمٿيس جو انتظار ڪري رهيو هو،
تڏهن هن کي اهو ڏسي ڏاڍو ڏک ٿيو ته سڄو شهر بتن سان ڀريو پيو آهي.
(۱۷) تنهنڪري هو يهودي عبادتخاني ۾ يهودين ۽ خداترس ماڻهن سان ۽
روزانو بازار ۾ جيڪي گڏبا هئس، تن سان بحث پيو ڪندو هو. (۱۸) اتي
ڪي اِپڪور ۽ ستوئيڪ فلسفي جا عالم به ساڻس مقابلو ڪرڻ لڳا. ڪن
چيو ته ”هي واتوڙي ماڻهو ڇا ٿو چوي؟“ ٻين وري چيو ته ”هيءُ ڌارين
ديوتائن جي خبر ڏيڻ وارو ٿو ڏسجي.“ ڇالاءِجو پولس عيسيٰ ۽ قيامت جي
منادي ڪري رهيو هو. (۱۹) پوءِ هو کيس اريوپگس نالي هڪڙي جاءِ تي شهر
جي ڪائونسل وٽ وٺي آيا ۽ پڇيائونس ته ”ٻڌاءِ ته هي ڪهڙي نئين تعليم
آهي جيڪا تون ڏيئي رهيو آهين؟ (۲۰) ڇاڪاڻ‌ته تون ڪي اهڙيون ڳالهيون ٿو
ڪرين جي اسان کي عجيب ٿيون لڳن، سو اسان جي مرضي آهي ته ٻڌون
ته انهن جو مطلب ڇا آهي.“ (۲۱) انهن ڏينهن ۾ اٿينس جا سڀ ديسي توڙي
پرديسي جيڪي اتي رهندا هئا سي پنهنجو سارو وقت نيون نيون ڳالهيون
ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ ۾ گذاريندا هئا.

(۲۲) تڏهن پولس ڪائونسل جي اڳيان اٿي بيٺو ۽ چوڻ لڳو ته ”اي اٿينس
جا رهاڪو! آءٌ ڏسان ٿو ته اوهين سڀني ڳالهين ۾ مذهبي دلچسپي ٿا رکو،
(۲۳) ڇالاءِجو مون گهمندي گهمندي اوهان جي عبادت جي شين تي غور
ڪري ڏٺو آهي. هڪڙي قربانگاهه ڏٺم جنهن تي لکيل هو ته ’نامعلوم
خدا جي لاءِ.‘ سو جنهن جي ڄاڻ سڃاڻ کان سواءِ اوهين عبادت ٿا
ڪريو، تنهن جي آءٌ اوهان کي خبر ٿو ڏيان. (۲۴) جنهن خدا سارو جهان
۽ جيڪي شيون منجهس آهن، سي سڀئي پيدا ڪيون آهن، سو آسمان ۽
زمين جو مالڪ هوندي هٿن جي ٺهيل مندرن ۾ نه ٿو رهي. (۲۵) هو ڪنهن
به شيءِ جو محتاج نه آهي ۽ نڪي هو ڪنهن کان خدمت ڪرائڻ گهري
ٿو، ڇالاءِجو هن پاڻ ئي ته سڀني کي حياتي، ساهه ۽ ٻيو سڀ ڪجهه
ڏنو آهي. (۲٦) هن هڪڙي انسان مان سڀ قومون پيدا ڪيون آهن، ته جيئن

۱۷:۲۴-۲۵ ۱.با ۸:۲۷، يس ۴۲:۵، رس ۷:۴۸

اهي سڄيءَ دنيا ۾ آباد ٿين. هن انهن لاءِ اڳي ئي خاص وقت ۽ رهڻ لاءِ حدون مقرر ڪيون آهن، ⑳ انهيءَ لاءِ ته هو اميد رکي خدا جي ڳولا ڪن ۽ من هن ڏانهن ڦري ڪيس ڳولي لهن. ڇالاءِجو هو اسان مان ڪنهن کان به پري نه آهي ㉘ ۽ اسين منجهس ئي جيئون ۽ هلون چلون ٿا ۽ اسان جي هستي به انهيءَ جي ڪري آهي. جيئن ته اوهان جي ڪن شاعرن به ائين چيو آهي ته 'اسين به خدا جو اولاد آهيون.' ㉙ جيئن ته اسين خدا جو اولاد آهيون، تنهنڪري اسان کي ائين نه سمجهڻ گهرجي ته هن جي ذات ڪنهن سون، چانديءَ يا پٿر جي بت وانگر آهي، جيڪو انساني هنر ۽ ڪاريگريءَ سان ٺاهيو ويو هجي. ㉚ سو جن وقتن ۾ ماڻهو بيخبر هئا، تن وقتن ۾ خدا به چشمپوشي ڪئي. پر هن زماني ۾ خدا ماڻهن کي حڪم ٿو ڏئي ته هو جتي به هجن اتي سڀيئي توبهه ڪن. ㉛ ڇالاءِجو هن هڪ ڏينهن مقرر ڪري ڇڏيو آهي، جنهن تي هو سڄي جهان جو عدل ۽ انصاف انهيءَ ماڻهوءَ جي هٿان ڪندو جنهن کي هن اڳي ئي چونڊي ڇڏيو آهي. انهيءَ لاءِ هن هر هڪ کي اها ثابتي ڏني آهي جو کيس مئلن مان وري جيئرو ڪيو اٿائين.“

㉜ جڏهن انهن پولس جي واتان مئلن مان وري جيئرو ٿيڻ جو ٻڌو ته ڪي مٿس ٺٺوليون ڪرڻ لڳا. پر ڪن چيو ته ”اسين پوءِ به اوهان کان هن بابت ڪجهه وڌيڪ ٻڌنداسين.“ ㉝ پوءِ پولس ڪائونسل مان هليو ويو. ㉞ ڪي ماڻهو ساڻس اچي گڏيا ۽ ايمان آندائون. انهن مان هڪڙو ديونيسيُس نالي هو، جيڪو اريوپگس ڪائونسل جو ميمبر هو ۽ هڪڙي عورت دمرس نالي هئي ۽ ٻيا به ڪيترائي هئا.

## ڪرنٿس ۾

**١٨** ① انهن ڳالهين کان پوءِ پولس اٿينس مان روانو ٿي ڪرنٿس ۾ اچي پهتو. ② اتي هن کي هڪڙو يهودي مليو، جنهن جو نالو اڪولا هو ۽ هو پنطس جو رهاڪو هو. هو اِٽليءَ مان تازو پنهنجي زال پرسڪلا سان گڏ آيو هو، ڇالاءِجو شهنشاهه ڪلوديس حڪم ڏنو هو ته سڀ يهودي روم شهر مان نڪري وڃن. پولس انهن وٽ آيو، ③ ۽ جيئن

تہ ہنھي جو تنبو ٺاھڻ وارو ساڳيو ئي ڌنڌو ھوم تنھنڪري پولس انھن سان گڏ رھيو ۽ گڏجي ڪم ڪرڻ لڳا. ④ھو ھر ڪنھن سبت جي ڏينھن تي يھودي عبادت‌خاني ۾ ويندو ھو ۽ بحث ڪري يھودين ۽ يونانين کي مڃائڻ جي ڪوشش پيو ڪندو ھو.

⑤ جڏھن سيلاس ۽ تيمٿيس مڪدونيا مان اچي پھتا تہ پولس ڪلام جي تبليغ ۾ ڏاڍو مشغول ھو. ھن يھودين کي انھيءَ ڳالھہ جي شاھدي ڏيئي پئي چيو تہ عيسيٰ ئي مسيح آھي. ⑥ جڏھن ھو سندس خلاف ٿي پيا ۽ کيس گاريون ڏيڻ لڳا تہ ھن پنھنجا ڪپڙا ڇنڊيندي کين چيو تہ ”جيڪڏھن اوھين تباھہ ٿيا تہ اوھين پنھنجا پاڻ ذميوار آھيوم منھنجو ڪوبہ واسطو نہ آھي. اڄ کان پوءِ آءٌ غير قومن ڏانھن ويندس.“ ⑦ پوءِ ھو اتان روانو ٿي ھڪڙي شخص طيطس يوستس جي گھر اچي ٽڪيوم جيڪو خداترس ھو ۽ جنھن جو گھر يھودي عبادت‌خاني جي پرسان ھو. ⑧ عبادت‌خاني جي سردار ڪرسپس ۽ سندس سڄي ڪٽنب خداوند تي ايمان آندو ۽ ٻين بہ ڪيترن ئي ڪرنٿين پولس جي ڳالھہ ٻڌي ايمان آندو ۽ بپتسما ورتائون.

⑨ ھڪڙيءَ رات پولس رويا ڏٺي جنھن ۾ خداوند کيس چيو تہ ”ڊڄ نہ ۽ نڪي ٻڌائڻ کان بس ڪرم ⑩ ڇالاءِجو آءٌ تو سان آھيان. سو ڪوبہ ماڻھو حملو ڪري تو کي ايذاءُ نہ رسائيندو. ھن شھر ۾ منھنجا ڪيترائي ماڻھو آھن.“ ⑪ ھو ڏيڍ سال اتي رھي پيو ۽ انھن ماڻھن کي خدا جو ڪلام ٻڌائيندو رھيو.

⑫ پر جڏھن گليو يونان جي پرڳڻي اخيا جو گورنر ھوم تڏھن يھودين پاڻ ۾ گڏجي پولس تي حملو ڪيو ۽ کيس پڪڙي ڪورٽ ۾ وٺي آيا. ⑬ اھي چوڻ لڳا تہ ”ھي اھو شخص آھي جيڪو ماڻھن کي اھڙي نموني عبادت ڪرڻ ٿو سيکاريم جيڪا قانون جي خلاف آھي.“ ⑭ پولس ڳالھائڻ تي ھوم پر گورنر گليو يھودين کي چيو تہ ”اي يھودي قوم! جيڪڏھن اھا ڪا ظلم زبردستي يا ڪا وڏي بڇڙي ڳالھہ ھجي ھا تہ پوءِ واجبي ھو تہ آءٌ صبر سان اوھان جي ڳالھہ ٻڌان ھا. ⑮ پر جيڪڏھن اھي اھڙا سوال آھن جن جو واسطو لفظنم نالن ۽ خاص اوھان جي شريعت سان آھي تہ پوءِ توھين ڄاڻوم توھان جوَ ڪم ڄاڻي. آءٌ نہ ٿو چاھيان تہ اھڙين ڳالھين

جو فيصلو ڪريان.“ ⑯ هن کين ڪورٽ مان ڌڪاري ڪڍي ڇڏيو.
⑰ پوءِ انهن سڀني گڏجي عبادت‌گاهه جي سردار سوستنيس کي پڪڙي
کيس ڪورٽ جي اڳيان مار ڪُٽ ڪئي. پر گليو کي انهن ڳالهين جي
ڪابه پرواهه ڪانه هئي.

## انتاخيا ڏانهن واپسي

⑱ پولس ڪرنٿس ۾ ڪيترا ئي ڏينهن رهيو. پوءِ ڀائرن کان موڪلائي
سامونڊي جهاز ۾ چڙهي پرسڪلا ۽ اڪولا سان گڏ شام ڏانهن ويو.
سفر کان اڳ ۾ ڪنخريا ۾ هن پنهنجو مٿو ڪوڙائي هڪ باس باسي.
⑲ اهي اِفسس ۾ پهتا جتي پولس پرسڪلا ۽ اڪولا کان موڪلايو. هو
يهودي عبادت‌خاني ۾ ويو ۽ يهودين سان بحث ڪيائين. ⑳ انهن کيس اجا
به ڪجهه وقت تائين رهڻ لاءِ عرض ڪيو، پر هن قبول نه ڪيو. ㉑ هن
موڪلائڻ وقت کين چيو ته ”خدا گهريو ته آءٌ ضرور موٽي ايندس.“ ائين
چئي هو اِفسس مان روانو ٿي ويو.
㉒ جڏهن هو قيصريه ۾ پهتو ته هن يروشلم ڏانهن وڃي ڪليسيا کي
سلام ڪيو ۽ پوءِ هو انتاخيا ڏانهن هليو ويو. ㉓ ڪجهه وقت اتي رهڻ کان
پوءِ هو اتان روانو ٿي ويو. هو گلتيا ۽ فروگيا جي علائقن مان ٿيندو ويو ۽
سڀني شاگردن کي همٿائيندو ويو.

## اپلوس اِفسس ۽ ڪرنٿس ۾

㉔ اپلوس نالي هڪڙو يهودي جيڪو اسڪندريه جو رهاڪو هو سو
اِفسس ۾ آيو. هو هڪ سٺو تقرير ڪندڙ هو ۽ کيس پاڪ ڪتابن جي گهڻي
ڄاڻ هئي. ㉕ هن کي خداوند جي طريقي واري تعليم ڏني ويئي هئي. سو
هو عيسيٰ جون ڳالهيون وڏي جوش ۽ جذبي سان صحيح نموني ۾ ٻڌائيندو
۽ سيکاريندو هو، جڏهن ته بپتسما بابت هن کي رڳو يحيٰ واري بپتسما
جي ڄاڻ هئي. ㉖ هو يهودي عبادت‌خاني ۾ بي‌ڌپو ٿي ڳالهائڻ لڳو. جڏهن
پرسڪلا ۽ اڪولا هن جو ڳالهيون ٻڌيون، تڏهن هن کي پاڻ وٽ وٺي آيا

<u>١٨:١٨</u> ڏسو ١٨:٦

۽ ڪيس خداوند جي طريقي جي چڱيءَ طرح ڄاڻ ڏنائون. ⑳ جڏهن اپلوس
جي مرضي ٿي تہ "آءُ يونان جي پرڳڻي اخيا وڃان،" تہ ڀائرن ڪيس همٿايو
۽ يونان جي شاگردن ڏانهن تاڪيدي خط لکيائون تہ هو يونان ۾ سندس
آڌرڀاءُ ڪن. جڏهن هو اتي پهتو تہ هو انهن جو وڏو مددگار ٿي پيو، جن
خدا جي فضل سان ايمان آندو هو، ㉘ ڇالاءِجو هن مضبوط دليلن سان
يهودين کي کليو کلايو شڪست ڏني ۽ پاڪ ڪتابن مان ثابت ڪيائين
تہ عيسيٰ ئي مسيح آهي.

## پولس اِفسس ۾

۱۹ ① اپلوس اجا ڪرنٿس ۾ ئي هو تہ پولس مٿين علائقن مان ٿيندو
اِفسس ۾ اچي پهتو ۽ اتي ڪن شاگردن سان مليو. ② انهن کان
پڇيائين تہ "جڏهن اوهان ايمان آندو هو تہ اوهان کي پاڪ روح مليو هو
يا نہ؟" انهن جواب ڏنو تہ "اسان اجا تائين پاڪ روح بابت نہ ٻڌو آهي."
③ پولس پڇين تہ "پوءِ اوهان ڪهڙي بپتسما ورتي؟" انهن جواب ڏنو تہ
"يحيٰ واري بپتسما." ④ تنهن تي پولس چيو تہ "يحيٰ انهن کي بپتسما
ڏيندو هو جن توبهہ ڪئي هئي ۽ هو ماڻهن کي چوندو هو تہ 'جيڪو
مون کان پوءِ ايندو ان تي ايمان آڻجو،' يعني عيسيٰ تي." ⑤ جڏهن انهن
اها ڳالهہ ٻڌي تڏهن خداوند عيسيٰ جي نالي تي بپتسما ورتائون. ⑥ پوءِ
پولس پنهنجا هٿ انهن جي مٿان رکيا تہ پاڪ روح مٿن نازل ٿيو ۽ هو
جدا جدا ٻوليون ڳالهائڻ ۽ خدا جو ڪلام ٻڌائڻ لڳا. ⑦ اهي سڀيئي
اٽڪل ٻارهن ڄڻا هئا.

⑧ پولس ٽن مهينن تائين يهودي عبادتخاني ۾ ويندو رهيو ۽ انهن
ماڻهن سان بيڌڙڪ ٿي مضبوط دليلن سان خدا جي بادشاهت بابت بحث
ڪندو ۽ کين مڃائيندو رهيو. ⑨ پر جڏهن ڪن ضدي ماڻهن ايمان نہ
آندو ۽ خداوند جي انهيءَ طريقي خلاف ڪفر بڪڻ لڳا، تڏهن پولس
انهن کي ڇڏي ڏنو ۽ شاگردن کي ساڻ ڪري ترونس جي مدرسي ڏانهن
ويو جتي روزانو بحث ڪندو هو. ⑩ اهو سلسلو ٻن سالن تائين هليو ۽

**۱۹:۴** مت ۳:۱۱، مر ۱:۴، ۷-۸، لو ۳:۴، ۱۶، يو ۱:۲۶-۲۷

جيڪي ايشيا پرڳڻي جي علائقي جا يهودي ۽ غير قوم وارا هئا تن سڀني
خداوند جو ڪلام ٻڌو.

## سڪيوا جا پٽ

⑪ خدا پولس جي هٿان غير معمولي معجزا ڏيکاريندو هو. ⑫ ايتري قدر
جو جيڪي رومال ۽ پهراڻ پولس ڇهندو هو، سي جيڪڏهن ڪٽي بيمارن
کي ڇهندا هئا ته انهن کي بيماري ڇڏي ويندي هئي ۽ ڀوتن ورتل ماڻهن مان
ڀوت نڪري ويندا هئا. ⑬ تڏهن ڪي رولو يهودي جيڪي ڀوڀا هئا سي به
خداوند عيسيٰ جي نالي تي ماڻهن مان ڀوت ڪيڍڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا.
اهي ڀوتن کي ڪيڍڻ وقت هيئن چوندا هئا ته ”آءٌ تو کي عيسيٰ جو واسطو ٿو
ڏيان، جنهن جي پولس تبليغ ڪري رهيو آهي.“ ⑭ هڪڙي يهودي سردار
ڪاهن سڪيوا جي ستن پٽن به ائين پئي ڪيو. ⑮ تنهن تي ڀوت وراڻين ته
”عيسيٰ جي ته مون کي خبر آهي ۽ آءٌ پولس کي به سڃاڻان ٿو، پر اوهين
ڪير آهيو؟“ ⑯ پوءِ جنهن شخص ۾ ڀوت هو، تنهن ٽپو ڏيئي وڃي سوگهو
ڪين ۽ اهڙو سوگهو ڪيائين جو هو سڀيئي ڪپڙا ڦاڙائي ۽ ڌڪ کائي گهر
مان وني ڀڳا. ⑰ يهودي ۽ غير قوم وارا جيڪي اِفسس ۾ رهندا هئا، تن سڀني
کي جڏهن هيءَ خبر پيئي ته ڌپ وني وين ۽ خداوند عيسيٰ جي نالي کي وڏي
عزت ۽ آبرو ڏيڻ لڳا. ⑱ ڪيترن ئي جن ايمان آندو هو، تن ڪُلي عام پنهنجا
ڪيل بڇڙا ڪم باسيا. ⑲ انهن مان ڪيترائي جيڪي جادوگري ڪندا هئا،
تن پنهنجا ڪتاب گڏ ڪري سڀني جي اڳيان ساڙي ڇڏيا. انهن ڪتابن
جي رقم جوڙي ويئي ته اها پنجاهه هزار [1] چانديءَ جا سڪا ٿي. ⑳ اهڙيءَ
طرح خدا جو ڪلام پکڙبو ۽ زور وٺندو ويو.

## اِفسس ۾ هنگامو

㉑ هنن ڳالهين جي ٿيڻ کان پوءِ پولس ارادو ڪيو ته هو يونان جي پرڳڻن
مڪدونيا ۽ اخيا مان ٿيندو يروشلم وڃي. هن وڌيڪ هي به فيصلو ڪيو ته

[1] چانديءَ جا سڪا: انهن ڏينهن ۾ چانديءَ جو هڪ عام سڪو هڪڙي ڏينهن جي
مزوري هوندي هئي. ڏسو متي ٢٠:٢.

”اتي وڃڻ کان پوءِ مون کي روم ۾ به وڃڻ گهرجي.“ ٢٢ سو هن پنهنجن
مددگارن مان ٻن تيمٿيس ۽ اراستس کي مڪدونيا ڏانهن موڪليو ۽ پاڻ
ڪجهه وقت ايشيا پرڳڻي جي علائقي ۾ رهي پيو.

٢٣ انهن ڏينهن ۾ اِفسس ۾ خداوند جي انهيءَ طريقي جي ڪري ڏاڍي
گڙٻڙ متل هئي. ٢٤ هڪڙو دميتريس نالي سونارو، ارتميس ديويءَ جا ننڍڙا
چانديءَ جا مندر ٺاهيندو هو. هن جي ڌنڌي جي ڪري ڪاريگرن کي ڏاڍو
فائدو هوندو هو. ٢٥ سو هن انهن ڪاريگرن ۽ ٻيا جيڪي اهڙو ڪم ڪندا
هئا، تن سڀني کي گڏ ڪري چيو ته ”اي ڀائرو! اوهان کي خبر آهي ته هن
ڌنڌي مان ئي اسان جو گذر سفر ٿي رهيو آهي. ٢٦ اوهين پاڻ ڏسي ۽ ٻڌي
سگهو ٿا ته نه رڳو اِفسس ۾ پر ساري ايشيا پرڳڻي ۾ هن شخص پولس گهڻن
ماڻهن کي قائل ڪري گمراهه ڪيو آهي جو هو قري ويا آهن. هو چئي رهيو
آهي ته ’هي ماڻهن جا ٺهيل بت ڪڏهن به خدا نه آهن.‘ ٢٧ سو خطرو اهو
آهي ته متان اسان جو هي ڌنڌو خراب نه ٿئي. نه رڳو ايترو پر اهو به انديشو
آهي ته متان مهاديوي ارتميس جو مندر به ڪين جهڙو ليکجڻ ۾ نه اچي
۽ جنهن ديويءَ جي پوڄا ايشيا پرڳڻي توڙي سڄي دنيا جو هر هڪ ماڻهو
ڪري ٿو، تنهن جي وڏائي ختم ٿي نه وڃي.“

٢٨ هنن لفظن ٻڌڻ سان ماڻهو ڪاوڙ ۾ ڀرجي ويا ۽ رڙيون ڪري چوڻ
لڳا ته ”اِفسس جي ديوي ارتميس زنده آباد.“ ٢٩ سڄي شهر ۾ هُل مچي
ويو. گايس ۽ ارسترخس، جيڪي مڪدونيا جا رهاڪو هئا ۽ پولس سان
گڏ سفر ڪري رهيا هئا، تن کي ماڻهن جي هڪ ميڙ يڪمشت ٿي
پڪڙي تماشگاهه ۾ آندو. ٣٠ پولس جي مرضي هئي ته هو ميڙ ۾ وڃي،
پر شاگردن وڃڻ نه ڏنس. ٣١ ايشيا پرڳڻي جي وڏن عملدارن مان ڪن
جيڪي سندس خيرخواهه هئا، تن چوائي موڪليس ۽ منٿ ڪيائونس ته
”متان تماشگاهه ۾ وڃي پنهنجي جان جوکي ۾ وجهو.“ ٣٢ انهيءَ وقت
سڄي ميڙ ۾ رڙيون هيون، ڪي واڪو ڪري هڪ ڳالهه پيا چون ته ٻيا
وري ٻي ڳالهه، ڇاڪاڻته انهن کي اها خبر به نه هئي ته هو ڇا لاءِ اچي
گڏ ٿيا آهن. ٣٣ آخرڪار ماڻهن مان ڪن جو هي خيال هو ته سڪندر ئي
ذميوار آهي، ڇالاءِجو يهودين کيس اڳ ۾ ڪيو هو. پوءِ سڪندر هٿ

سان اشارو ڪري ڪوشش ڪئي ته ماڻهن اڳيان پنهنجي بچاءَ ۾ ڪا تقرير ڪري. ٣٤ پر جڏهن انهن سڃاتو ته هي يهودي آهي ته سڀني گڏجي اٽڪل ٻن ڪلاڪن تائين ساڳئي قسم جون رڙيون ڪيون ته ”اِفسس جي ديوي ارتميس زنده آباد.“

٣٥ آخرڪار شهر جي مکيه عملدار ميڙ کي ماٺ ڪرائي چيو ته ”اي اِفسسيو! اوهان مان هر هڪ کي خبر آهي ته اِفسس جو شهر مهاديوي ارتميس جي مندر جو رکوالو آهي ۽ آسمان مان ان جو پاڪ پٿر به هتي نازل ٿيو آهي. ٣٦ انهن ڳالهين کان ڪوبه انڪار ڪري نه ٿو سگهي، تنهنڪري اوهان کي گهرجي ته ٿڌا ٿيو ۽ اُبهرا ٿي ڪجهه به نه ڪريو. ٣٧ ڇالاءِجو جن ماڻهن کي اوهين هتي وٺي آيا آهيو، سي نه مندرن جا ڦرڻ لٽڻ وارا آهن ۽ نڪي اسان جي ديويءَ جي خلاف ڪفر بڪن ٿا. ٣٨ تنهنڪري دميتريس ۽ سندس ماڻهو جيڪي ڏنڊي وارا ساڻس گڏ آهن، تن کي جيڪڏهن ڪا دعويٰ ڪرڻي آهي ته ڪورٽ کلي پيئي آهي ۽ جج ويٺا آهن، پلي ته وڃي ڪيس ڪن. ٣٩ پر جيڪڏهن اوهان کي ڪن ٻين ڳالهين بابت صفائي ڪرڻي آهي ته انهيءَ جو فيصلو باقاعدي گڏجاڻيءَ ۾ ڪري سگهجي ٿو. ٤٠ اڄ شهر ۾ جيڪو هنگامو ٿيو آهي انهيءَ جا اسين ذميوار ٿي سگهون ٿا. هن هنگامي جو ڪو سبب ئي نه ٿو نظر اچي. اسين انهيءَ لاءِ ڪا ثابتي ڏيئي نه ٿا سگهون.“ ٤١ هن تقرير کان پوءِ هن اها گڏجاڻي برخاست ڪئي.

## مڪدونيا ۽ يونان ڏانهن

**٢٠** ١ هنگامي ختم ٿيڻ کان پوءِ پولس سڀني شاگردن کي گڏ ڪيو ۽ کين نصيحت ڪرڻ کان پوءِ ڪانئن موڪلايائين. پوءِ هو اتان روانو ٿي مڪدونيا ڏانهن هليو ويو. ٢ هو انهن سڀني علائقن مان ٿيندو ۽ ماڻهن کي نصيحتون ڪندو يونان ڏانهن هليو ويو. ٣ اتي هو ٽي مهينا ترسيو. هو شام ڏانهن سامونڊي جهاز جي رستي وڃڻ لاءِ تيار هو، پر کيس خبر پئجي ويئي ته ڪي يهودي سندس خلاف منصوبو سٽي رهيا آهن. سو هن مڪدونيا مان ٿي موٽي وڃڻ جو فيصلو ڪيو. ٤ بيريا واري پورس جو پٽ

سوپترس، تسلونيڪيءَ وارن مان ارسترخس ۽ سڪندس، دربيءَ وارو گايس، ايشيا پرڳڻي وارا تُخِڪُس ۽ تروفيمس ۽ تيمٿيس پڻ، اهي ساڻس گڏجي ايشيا پرڳڻي تائين ويا. ⑤ اهي اڳتي وڃي تروآس ۾ اسان جو انتظار ڪرڻ لڳا. ⑥ اسين بي خميري مانيءَ جي عيد کان پوءِ ساموندي جهاز ۾ چڙهي فلپيءَ مان روانا ٿي وياسون ۽ پنجن ڏينهن کان پوءِ انهن سان اچي تروآس ۾ ملياسين، جتي اسين هڪ هفتو رهياسون.

## تروآس ۾ پولس جو يوتخس کي جيئارڻ

⑦ چنڇر جي شام جو اسين ماني کائڻ لاءِ گڏ ٿياسين. پولس ماڻهن سان ڳالهائيندو رهيو ۽ سندس تقرير اڌ رات تائين جاري رهي، ڇالاءِجو هو ٻئي ڏينهن تي روانو ٿيڻ وارو هو. ⑧ جنهن ماڙيءَ تي اسان جي گڏجاڻي هئي اتي ڪيترائي شمعدان پئي ٻريا. ⑨ هڪڙو نوجوان يوتخس نالي دريءَ جي پرسان ويٺو هو، سو جيئن پولس ڳالهائيندو رهيو تيئن ان کي ننڊ وٺندي ويئي، تان جو کيس گهري ننڊ وٺي ويئي ۽ ٽِماڙ تان هيٺ ڪري پيو. جان اچي کيس کڻن ته هو مري چڪو هو. ⑩ تڏهن پولس ماڙيءَ تان هيٺ لهندي ئي جهڪي کيس ڀاڪر ۾ ورتو ۽ پوءِ چوڻ لڳو ته ”فڪر نه ڪريو، هي جيئرو آهي.“ ⑪ پوءِ هو موٽي مٿي ماڙيءَ تي ويو ۽ ماني کاڌائين. انهن سان گهڻي وقت تائين ڳالهائڻ کان پوءِ سج اڀرڻ مهل پولس روانو ٿي ويو. ⑫ هوڏانهن انهيءَ نوجوان کي جيئرو گهر آندو ويو، جنهن سان سڀني جي دل کي ڏاڍي تسلي ٿي.

## تروآس کان مليتس

⑬ جيئن ته پولس پيرين پيادو آسس پهچڻ جو ارادو ڪيو هو، سو اسين سندس وڃڻ کان پوءِ جهاز تي چڙهي آسس ڏانهن روانا ٿياسين، انهيءَ لاءِ ته اتي پولس کي به پاڻ سان گڏ جهاز تي چاڙهيون. ⑭ جڏهن هو آسس ۾ اسان سان مليو، تڏهن کيس جهاز ۾ چاڙهي اسين متولينيءَ ۾ پهتاسين. ⑮ ان کان پوءِ اسين ٻئي ڏينهن تي خيوس ۾ پهتاسين ۽ وري ٽئين ڏينهن تي سامس ۾ پهتاسين، جتان وري چوٿين ڏينهن تي مليتس ۾ آياسين. ⑯ پولس فيصلو

ڪيو هو ته هو اِفسس جي ڀاهران ڀاهران هليو وڃي، ته جيئن ايشيا پرڳڻي ۾
گهڻو وقت نه لڳيس. ايتري تڪڙ رکيو انهيءَ لاءِ ٿي ڪيائين ته جي ٿي سگهي
ته پنتيڪُست جو ڏينهن وڃي يروشلم ۾ ملهائي.

## اِفسس جي بزرگن ۾ پولس جي آخري تقرير

⑰ پولس مليتس مان اِفسس ڏانهن نياپو موڪليو ته ڪليسيا جا بزرگ
اچي ساڻس ملن. ⑱ جڏهن هو پهتا ته هن کين چيو ته ”اوهان کي خبر
آهي ته مون ڪيئن پهرين ڏينهن ايشيا پرڳڻي ۾ پهچڻ کان وٺي سڄو
وقت اوهان سان گذاريو آهي. ⑲ مون ڏاڍي نهٺائيءَ سان ڳوڙها ڳاڙي ۽
يهودين جي منصوبن جون مصيبتون سهي به خداوند جي خدمت ڪئي
آهي. ⑳ اوهان کي خبر آهي ته مون اوهان کان ڪا به ڳالهه ڳجهي نه
رکي آهي، جيڪا اوهان جي فائدي جي هئي. مون اوهان کي کُليءَعام ۽
گهر گهر ۾ تعليم ڏني آهي. ㉑ يهودين ۽ غيرقوم وارن ٻنهي کي چتاءُ ڏنو
اٿم ته اهي پنهنجن گناهن کان توبهه ڪري خدا ڏانهن ڦرن ۽ اسان جي
خداوند عيسيٰ تي ايمان آڻين. ㉒ هاڻي پاڪ روح جي حڪم موجب آءٌ
يروشلم ڏانهن وڃي رهيو آهيان، خبر نه آهي ته اتي مون سان ڇا ٿيندو.
㉓ آءٌ رڳو ايترو ڄاڻان ٿو ته هر شهر ۾ پاڪ روح مون کي چتاءُ ڪيو آهي
ته مون لاءِ قيد ۽ عذاب انتظار ڪري رهيا آهن. ㉔ پر مون کي پنهنجي
جان جي ڳڻتي نه آهي ۽ نڪي اها منهنجي لاءِ ڪا قيمت رکي ٿي. مون
کي رڳو اهو فڪر آهي ته آءٌ پنهنجو دور پورو ڪريان ۽ جيڪا خدمت
خداوند عيسيٰ کان مون کي ڪرڻ لاءِ ملي آهي سا پوري ڪريان، يعني
خدا جي فضل جي خوشخبري ٻڌائيندو رهان. ㉕ هاڻي مون کي پڪ آهي
ته اوهين سڀ جن ۾ مون خدا جي بادشاهت جي تبليغ ڪئي آهي، تن
مان وري ڪو به منهنجو منهن ڪين ڏسندو. ㉖ تنهنڪري اڄوڪي ڏينهن
قسم سان چوان ٿو ته آءٌ اوهان مان ڪنهن جي به گمراهيءَ جو ذميوار نه
آهيان، ㉗ ڇالاءِجو مون خدا جو مقصد سڄو سارو اوهان کي ٻڌايو آهي
۽ ذري جي به ڪسر نه ڇڏي اٿم. ㉘ اوهين پاڻ سان گڏ انهيءَ ساري

٢٠:٢٤ ٢.تم ٤:٧

ڌڻ جي سنڀال ڪجو، جنهن لاءِ پاڪ روح اوهان کي ڌنار مقرر ڪيو
آهي. سو خدا جي انهيءَ ڪليسيا کي سنڀاليندا رهجو، جيڪا هن پنهنجي
فرزند جي رت سان خريد ڪئي. ٢٩ مون کي خبر آهي ته منهنجي وڃڻ
کان پوءِ وحشي بگهڙ اوهان ۾ اچي پوندا ۽ ڌڻ تي ڪوبه قياس نه ڪندا.
٣٠ خود اوهان منجهان ئي ڪي اهڙا ماڻهو نڪرندا جيڪي ايمان وارن کي
برغلائڻ لاءِ ابتيون سبتيون ڳالهيون ٻڌائيندا. ٣١ تنهنڪري اوهين سجاڳ
رهجو ۽ ياد رکجو ته پورا ٽي سال مون رات ڏينهن ڳوڙها ڳاڙي هر هڪ
کي سمجهايو آهي.

٣٢ هاڻي آءٌ اوهان کي خدا ۽ سندس انهيءَ فضل واري ڪلام جي حوالي
ٿو ڪريان، جنهن کي قدرت آهي ته اوهان کي قائم ڪري ۽ اوهان سان
گڏ خدا جي سڀني چونڊيلن کي برڪتون عطا ڪري. ٣٣ مون ڪنهن
۾ به سون، چانديءَ يا ڪپڙي جي لالچ نه رکي. ٣٤ اوهان کي پاڻ خبر
آهي ته مون پنهنجن هٿن سان پورهيو ڪري پنهنجون ۽ پنهنجن سنگتين
جون گهرجون پوريون ڪيون آهن. ٣٥ سڀني ڳالهين بابت مون خود عمل
ڪري پاڻ کي نمونو ٻڌائي اوهان کي سمجهايو آهي ته ڪيئن محنت
ڪري ڪمزورن جي مدد ڪرڻ گهرجي ۽ خداوند عيسيٰ جو ڪلام ياد
رکڻ گهرجي، جنهن پاڻ فرمايو آهي ته ’وٺڻ کان ڏيڻ ۾ وڌيڪ خوشي
آهي.‘“ ٣٦ جڏهن هن ايترو چئي بس ڪئي، تڏهن سڀني سان گڏ گوڏا
کوڙي دعا گهريائين. ٣٧ هنن سڀني زار و زار رنو ۽ پولس کي ڀاڪر پائي
چميائون. ٣٨ هنن کي سڀ کان وڌيڪ ڏک ان ڳالهہ جو ٿيو جو هن چيو
ته ”اوهين منهنجو منهن وري ڪين ڏسندا.“ پوءِ هو پولس سان گڏجي
سامونڊي جهاز تائين آيا.

## پولس جو يروشلم ڏانهن وڃڻ

٢١
١ اسين انهن کان موڪلائي روانا ٿياسين. پوءِ جهاز ۾ چڙهي
سڌا قوس ۾ آياسين ۽ ٻئي ڏينهن تي روڊس ۾ پهتاسين، جتان
پوءِ وري پترا ۾ آياسين. ٢ اتي اسان ڏٺو ته هڪڙو جهاز فينيڪيءَ ڏانهن
وڃي رهيو آهي، سو انهيءَ جهاز ۾ چڙهي روانا ٿياسين. ٣ پوءِ اهڙي

هنڌ پهتاسين جتان اسين قبرص کي ڏسي سگهون پيا ۽ انهيءَ جي ڏکڻ
طرف کان شام ڏانهن هلڻ لڳاسين. پوءِ صور ۾ پهچي جهاز بندر سان
لڳايوسين جو اتي جهاز مان مال لهڻو هو. ④اتي اسان کي ڪي شاگرد
مليا، جن وٽ اسين ست ڏينهن ترسياسين. انهن پاڪ روح جي هدايت
سان پولس کي چيو ته ”اوهين يروشلم ڏانهن نه وڃو.“ ⑤پر جڏهن
وقت اچي پورو ٿيو ۽ اسين نڪري روانا ٿياسين ته هو پنهنجن ٻارن ۽
زالن سميت اسان سان گڏجي شهر کان ٻاهر تائين ڇڏڻ آيا ۽ اسان
سان گڏجي سمنڊ جي ڪناري تي گوڏن ڀر ويهي دعا گهريائون. ⑥پوءِ
هڪ ٻئي کان موڪلائي اسين جهاز ۾ چڙهياسون ۽ هو موٽي پنهنجي
گهر هليا ويا.

⑦اسان پنهنجو سفر جاري رکيو ۽ صور کان پطليمس ۾ پهتاسون،
جتي اسان ڀائرن جي خوش خيرعافيت معلوم ڪئي ۽ انهن وٽ هڪ
ڏينهن ترسياسون. ⑧ٻئي ڏينهن تي اسين اتان روانا ٿي قيصريه ۾ اچي
پهتاسون، جتي اسين فلپس مبشر جي گهر وڃي ترسياسين، جيڪو انهن
ستن ماڻهن مان هڪ هو جن کي يروشلم ۾ چونڊيو ويو هو. ⑨انهيءَ
کي چار ڪنواريون ڌيئرون هيون جيڪي اڳڪٿيون ڪنديون هيون. ⑩اتي
اسين ڪيترا ئي ڏينهن ترسياسون، تان جو يهوديه مان اگبس نالي هڪ
نبي اچي پهتو. ⑪هن اسان وٽ اچي پولس جو ڪمربند کنيو ۽ پنهنجا
هٿ پير ٻڌي چوڻ لڳو ته ”پاڪ روح جو چوڻ آهي ته جنهن جو هي
ڪمربند آهي، تنهن کي يروشلم ۾ يهودي اهڙي نموني ٻڌي غير قومن
جي حوالي ڪندا.“ ⑫جڏهن اسان اهو ٻڌو تڏهن اسان ۽ اتي جي
رهاڪن پولس کي منٿ ڪئي ته ”مهرباني ڪري اوهين يروشلم ڏانهن نه
وڃو.“ ⑬پر هن جواب ڏنو ته ”اوهين هي ڇا ٿا ڪريو جو روئي رڙي
منهنجي دل ٿا ڀڃو؟ آءٌ يروشلم ۾ نه رڳو خداوند عيسيٰ جي واسطي ٻڌجڻ
لاءِ، بلڪ اتي مرڻ لاءِ به تيار آهيان.“ ⑭جڏهن اسين ڪيس مڃائي نه
سگهياسين، تڏهن اسان ايترو چئي بس ڪئي ته ”جيڪا خداوند جي
مرضي.“

٨:٢١ رس ٦:٥، ٥:٨ ١٠:٢١ رس ١١:٢٨

(١٥) انهن ڏينهن کان پوءِ اسين پنهنجو سامان سڙو ٻڌي يروشلم ڏانهن
وياسون. (١٦) ڪي قيصريه شهر جا شاگرد به هليا. انهن اسان کي مناسون
نالي هڪڙي شخص جي گهر آندو، جنهن وٽ اسان کي رهڻو هو. هو قبرص
جو رهاڪو ۽ هڪ جهونو شاگرد هو.

## پولس جو يعقوب سان ملڻ

(١٧) جڏهن اسين يروشلم ۾ پهتاسون ته اتي ڀائرن اسان جو خوشيءَ سان
آڌرڀاءُ ڪيو. (١٨) ٻئي ڏينهن تي پولس اسان سان گڏجي يعقوب سان ملڻ
ويو جتي ڪليسيا جا سڀيئي بزرگ به ويٺا هئا. (١٩) پولس انهن کي سلام
چئي اهي سڀيئي ڪم ترتيبوار ٻڌايائين جيڪي خدا سندس معرفت غير قومن
۾ ڪيا هئا. (٢٠) جڏهن هنن اهو ٻڌو تڏهن خدا جي واکاڻ ڪرڻ لڳا ۽
چيائونس ته ”ادا، تو کي خبر آهي ته يهودين منجهان هزارين ماڻهن ايمان آندو
آهي ۽ اهي سڀيئي شريعت تي ڏاڍي جوش ۽ جذبي سان عمل ڪري رهيا
آهن. (٢١) تنهنجي نالي ٻڌو اٿن ته غير قومن جي علائقن ۾ جيڪي يهودي
آهن، تن سڀني کي تون چوين ٿو ته موسيٰ جي شريعت تي عمل نه ڪن،
ٻارن جو طهر نه ڪرائين ۽ پنهنجن ريتن رسمن تي نه هلن. (٢٢) پوءِ هاڻي ڇا
ڪجي؟ ڇوته هنن کي تنهنجي اچڻ جي ضرور خبر پوندي. (٢٣) تنهنڪري
هاڻي جيئن اسين چئون تيئن ڪر. اسان وٽ اهڙا چار ماڻهو آهن جن باس
باسي هئي. (٢٤) سو هاڻي تون انهن سان گڏجي وڃي پاڪ ٿيڻ جي رسم
۾ شريڪ ٿيءُ ۽ انهن جو خرچ پر ته هو پنهنجا مٿا ڪوڙائين. اهڙيءَ طرح
سڀني ماڻهن کي خبر پوندي ته جيڪي ڳالهيون تنهنجي بابت ٻڌيون اٿن
سي سڀ ڪوڙيون آهن، پر تون ته پاڻ شريعت تي عمل ڪرين ٿو ۽ ان تي
پوريءَ طرح ڪاربند آهين. (٢٥) پر جن غير قومن وارن ايمان آندو آهي، تن کي
اسان فيصلو ڪري لکي موڪليو آهي ته اوهين اهو ڪاڌو نه کائو، جيڪو
بتن تي چاڙهيو ويو هجي ۽ رت يا ان جانور جو گوشت نه کائو جنهن کي
گهٽي ماريو ويو هجي ۽ زنا کان پري ڀڄو.“ (٢٦) ٻئي ڏينهن تي پولس انهن
چئن ماڻهن کي ساڻ وٺي ويو ۽ انهن سان گڏ پاڪ ٿي هيڪل ۾ آيو ۽ اچي

٢١:٢٣-٢٤ ڳا ٦:١٣-٢١   ٢١:٢٥ رس ١٥:٢٩

## پولس جو پنهنجي بچاءَ لاءِ بيان

۳۷ جيئن هو کيس قلعي ۾ بند ڪرڻ وارا هئا ته پولس ڪپتان کان پڇيو
ته ”ڇا آءٌ ڪجهه چئي سگهان ٿو؟“ تنهن تي هن چيس ته ”تو کي يوناني
ٻولي اچي ٿي ڇا؟ ۳۸ تون اهو مصري نه آهين ڇا جيڪو ڪي ڏينهن
اڳ بغاوت ڪري چار هزار هٿياربند وٺي جهنگ ڏانهن هليو ويو هئين؟“
۳۹ پولس جواب ۾ چيس ته ”آءٌ يهودي آهيان، ترسس جو ويٺل آهيان، جيڪو
ڪلڪيا جي علائقي جو هڪڙو مشهور شهر آهي. منهنجو عرض آهي ته
مهرباني ڪري مون کي اجازت ڏيو ته آءٌ ماڻهن سان ڳالهايان.“ ۴۰ جڏهن
ڪپتان اجازت ڏنس تڏهن پولس ڏاڪڻ تي بيهي هٿ جي اشاري سان
ماڻهن کي خاموش ٿيڻ لاءِ چيو. جڏهن ماٺ ٿي ويئي تڏهن عبراني ٻوليءَ
۾ هيئن چوڻ شروع ڪيائين ته

۲۲ ۱ ”اي ڀائرو ۽ بزرگو! ٻڌو، هاڻي آءٌ اوهان کي پنهنجي بچاءَ ۾
ڪجهه ٻڌايان ٿو.“ ۲ جڏهن انهن کيس عبرانيءَ ۾ ڳالهائيندي
ٻڌو ته وڌيڪ خاموش ٿي ويا ۽ پولس پنهنجو بيان جاري رکندي چيو
ته

۳ ”آءٌ هڪ يهودي آهيان، جو ڪلڪيا جي شهر ترسس ۾ پيدا ٿيس
۽ هتي يروشلم ۾ وڏو ٿيس. مون گمليايل وٽان علم حاصل ڪيو، جنهن
مون کي وڏن جي شريعت جي به مڪمل تعليم ڏني. جهڙيءَ طرح اوهين
سڀيئي اڄ خدا جي لاءِ ڏاڍا سرگرم آهيو تهڙيءَ طرح آءٌ به هوندو هوس.
۴ مون انهيءَ طريقي وارن ڪيترن مردن ۽ عورتن کي ٻڌرائي، جيلن ۾
وجهرائي ۽ مارائي به ڇڏيو هو. ۵ وڏو سردار ڪاهن ۽ سڄي ڪائونسل
هن ڳالهه جي شاهدي ڏيئي سگهن ٿا ته آءٌ سچ ٿو ڳالهايان. مون کي
انهن کان لکيل خط مليا ته اهي يهودي ڀائرن کي دمشق ۾ ڏيان، سو
آءٌ اوڏانهن ويس ته جيئن انهن ماڻهن کي ٻڌرائي يروشلم ۾ سزا ڏيارڻ
لاءِ وٺي اچان.“

۲۲:۳ رس ۵:۳۴-۳۹ ۲۲:۴-۵ رس ۸:۳، ۲٦:۹-۱۱

ٻڌايائين ته هو پاڪ ٿيڻ جا هيترا ڏينهن پورا ڪندا. انهيءَ کان پوءِ انهن مان هر هڪ لاءِ قرباني پيش ڪئي ويندي.

## پولس جو هيڪل ۾ جهلجڻ

㉗ پر جڏهن اهي ست ڏينهن پورا ٿيڻ تي هئا، تڏهن ايشيا پرڳڻي جي ڪن يهودين پولس کي هيڪل ۾ ڏٺو. سو هنن سڄي خلق کي ڀڙڪائي اچي کيس پڪڙيو. ㉘ انهن واڪا ڪري ٿي چيو ته ”اي بني اسرائيليو! مدد ڪريو. هي اهو ماڻهو آهي جيڪو جتي ڪٿي وڃي سيني ماڻهن کي اسان جي قوم، شريعت ۽ هن هيڪل جي خلاف سيکاري ٿو. هن هاڻي ڪن غير قوم وارن کي به هيڪل ۾ آڻي هن مقدس جاءِ جي بي‌حرمتي ڪئي آهي.“ ㉙ هنن هي هن ڪري چيو جو هنن اِفسس جي هڪ شخص تروفيمس کي شهر ۾ پولس سان گڏ ڏٺو هو ۽ سمجهيائون ته پولس کيس هيڪل ۾ وٺي آيو آهي. ㉚ سڄي شهر ۾ گوڙ مچي ويو. ماڻهو ڊوڙي اچي گڏ ٿيندا ويا ۽ پولس کي پڪڙي هيڪل مان گهلي ٻاهر ڪڍيائونس ۽ پوءِ هڪدم در بند ٿي ويا. ㉛ هو پولس کي مارڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا ته ايتري ۾ پلٽڻ جي ڪپتان کي خبر پئجي وئي ته سڄي يروشلم ۾ هنگامو ٿي پيو آهي. ㉜ سو جلد ئي ڪپتان ڪجهه آفيسر ۽ سپاهي ساڻ ڪري گوڙ ڏانهن ڪاهي پيو. جڏهن ماڻهن کيس سپاهين سميت ايندي ڏٺو، تڏهن پولس کي ڌڪن هڻڻ کان بس ڪيائون. ㉝ پوءِ ڪپتان ويجهو اچي پولس کي گرفتار ڪيو ۽ حڪم ڏنائين ته ”کيس ٻن هٿڪڙين سان ٻڌو وڃي.“ پوءِ ماڻهن کان پڇا ڪرڻ لڳو ته ”هي شخص ڪير آهي ۽ ڪهڙو ڏوهه ڪيو اٿس؟“ ㉞ انهيءَ وقت سڄي ميڙ ۾ رڙيون هيون، ڪن واڪو ڪري هڪ ڳالهه پئي ڪئي ته ڪن وري ٻي ڳالهه. ايترو ته گوڙ هو جو حقيقت جي خبر ئي ڪانه ٿي پيئي، تنهنڪري هن حڪم ڏنو ته کيس قلعي ۾ بند ڪيو وڃي. ㉟ جڏهن پولس ڏاڪڻ وٽ پهتو ته ماڻهن جي ايتري ته ڌڪڌڪان هئي جو سپاهين کي پولس کڻڻو پيو. ㊱ ڇالاءِجو ماڻهن جو گوڙ پنيان واڪا ڪندو پئي آيو ته ”ماري ڇڏيوس.“

---

٢١:٢٩ رس ٢٠:۴

## پولس جو پنهنجي تبديليءَ بابت ٻڌائڻ

(رسولن جا ڪم ٩:١-١٩، ٢٦:١٢-١٨)

٦ ”جڏهن آءٌ سفر ڪندو دمشق کي ويجهو ٿيس تڏهن ٻنپهرن ڌاري
اوچتو ئي اوچتو آسمان مان هڪڙي تجليدار روشني منهنجي چوڌاري
چمڪڻ لڳي. ٧ آءٌ انهيءَ دم زمين تي ڪري پيس ۽ هڪڙو آواز ٻڌڻ ۾
آيم ته 'اي شائول! اي شائول! تون مون کي ڇو ٿو ستائين؟' ٨ تنهن تي
مون جواب ڏنو ته 'اي خداوند! تون ڪير آهين؟' هن مون کي چيو ته 'آءٌ
عيسيٰ ناصري آهيان، جنهن کي تون ستائين ٿو.' ٩ جيڪي ماڻهو مون
سان گڏ هئا تن اها روشني برابر ڏٺي، پر جنهن مون سان ڳالهايو ٿي،
تنهن جو آواز ڪونه ٻڌائون. ١٠ مون پڇيو ته 'اي خداوند! آءٌ ڇا ڪريان؟'
تنهن تي خداوند مون کي چيو ته 'اٿي دمشق ۾ وڃ، اتي تو کي سڀ
ڪجهه ٻڌايو ويندو، جيڪو خدا تنهنجي ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو آهي.' ١١ آءٌ
روشنيءَ جي تجليءَ ڪري انڌو ٿي پيس ۽ منهنجا سنگتي ساٿي مون کي
هٿ کان وٺي دمشق ۾ آيا.

١٢ اتي حنانياه نالي هڪڙو ماڻهو هو، جيڪو دمشق جي سيني يهودين
۾ معتبر ۽ شريعت موجب ديندار هو. ١٣ هو مون وٽ آيو ۽ پرسان بيهي
چيائين ته 'ادا شائول، ديد وٺ.' انهيءَ دم مون کي وري ديد ملي ويئي ۽
مون کيس ڏٺو. ١٤ پوءِ هن چيو ته 'اسان جي ابن ڏاڏن جي خدا تو کي
هن لاءِ مقرر ڪيو آهي ته تو کي خبر پوي ته سندس مرضي ڪهڙي آهي
۽ انهيءَ سچار کي ڏسين ۽ کيس ڳالهائيندي ٻڌين. ١٥ ڇالاءِجو جيڪي
تو ڏٺو ۽ ٻڌو آهي، تنهن بابت تون سيني ماڻهن جي اڳيان سندس شاهد
ٿيندين. ١٦ هاڻي دير نه ڪر. اٿي ۽ سندس نالي دعا گهُري ٻپتسما وٺ ته
تنهنجا گناهه ڌوپي وڃن.'

١٧ آءٌ موٽي يروشلم ۾ آيس ۽ جڏهن هيڪل ۾ دعا گهري رهيو هوس
ته مون کي هڪ رويا ڏسڻ ۾ آئي، ١٨ جنهن ۾ مون خداوند کي هيئن
چوندي ڏٺو ته 'جلدي ڪر، يروشلم مان نڪري وڃ. ڇالاءِجو ماڻهو
منهنجي بابت تنهنجي شاهدي قبول نه ڪندا.' ١٩ تنهن تي مون وراڻيو ته

’اي خداوند! خود هنن کي خبر آهي تہ جيڪي تو تي ايمان آڻيندا هئا، تن
کي آءٌ جتي ڪٿي يهودي عبادت‌خانن ۾ وڃي پڪڙي جيل ۾ وجهرائيندو
هوس ۽ مار ڏياريندو هوس. (٢٠) جنهن وقت هنن تنهنجي شهيد استيفنس
جو رت ٿي وهايو، تنهن وقت آءٌ بہ اتي بيٺو هوس ۽ انهيءَ ڳالهہ ۾ راضي
هوس ۽ جن ڪيس ماريو پئي تن جي ڪپڙن جي مون سنڀال پئي ڪئي.‘
(٢١) پوءِ خداوند مون کي چيو تہ ’هتان روانو ٿيءُ، ڇالاءِجو آءٌ تو کي هتان
پري غير قومن ۾ موڪليندس.‘“

(٢٢) ايستائين هو پولس جي ڳالهہ ٻڌندا رهيا ۽ پوءِ واڪا ڪري چوڻ لڳا
تہ ”هن ماڻهوءَ کي ختم ڪري ڇڏيو، ڇالاءِجو اهڙو ماڻهو دنيا ۾ رهڻ
جي لائق نہ آهي.“ (٢٣) جڏهن هو واڪا ڪري ڪپڙا اڇلائي ڌوڙ اڏائڻ
لڳا، (٢٤) تڏهن ڪپتان حڪم ڏنو تہ ”قلعي ۾ وٺي وڃوس ۽ چهبڪ هڻي
سندس زباني بيان وٺو تہ مون کي خبر پوي تہ اهي ڇو هن جي خلاف
ايڏيون رڙيون ڪن ٿا.“ (٢٥) جڏهن اهي ڪيس چهبڪن هڻڻ لاءِ ٻڌي
چڪا تہ پولس اتي بيٺل صوبيدار کي چيو تہ ”ڇا اهو توهان لاءِ جائز
آهي جو توهين هڪ روميءَ کي چهبڪ هڻايو، جيتوڻيڪ هن جو ڪو بہ
ڏوهہ نہ آهي؟“ (٢٦) جڏهن صوبيدار هي ٻڌو تہ هو سڌو ڪپتان وٽ ويو ۽
چيائينس تہ ”اوهين هي ڇا ڪري رهيا آهيو؟ هي ماڻهو تہ رومي آهي.“
(٢٧) تنهن تي ڪپتان پولس وٽ ويو ۽ چيائينس تہ ”سچ ٻڌاءِ تون رومي آهين
ڇا؟“ پولس جواب ڏنو تہ ”هائو.“ (٢٨) تنهن تي ڪپتان چيس تہ ”مون تہ
تمام وڏي رقم ڏيئي رومي ٿيڻ جا حق حاصل ڪيا آهن.“ پر پولس چيس
تہ ”آءٌ تہ ڄائي ڄم کان رومي آهيان.“ (٢٩) پوءِ جيڪي پولس جو زباني
بيان وٺڻ آيا هئا، سي ڪيس هڪدم ڇڏي پري ٿي بيٺا. ڪپتان کي بہ
جڏهن اها خبر پيئي تہ هو رومي آهي تہ هو ڏاڍو ڊڄي ويو جو هن ڪيس
زنجيرن ۾ ٻڌرايو هو.

## پولس ڪائونسل جي اڳيان

(٣٠) ڪپتان جي مرضي هئي تہ هو ڏسي پڪ ڪري تہ يهودي پولس تي

٢٢: ٢٠ رس ٧: ٥٨

ڪھڙا الزام ھڻن ٿا. سو ھن ٻئي ڏينھن تي پولس جون ھٿڪڙيون لھرايون
۽ حڪم ڏنائين تہ ”سردار ڪاھن ۽ سڄي ڪائونسل گڏ ٿئي.“ پوءِ ھن
پولس کي وٺي انھن جي اڳيان آڻي بيھاريو.

# ٢٣

① پولس ڪائونسل ڏانھن چتائي نھاريو ۽ چيائين تہ ”اي ڀائرو!
اڄ تائين مون پنھنجي سڄي حياتي خدا جي حضور ۾ پوري
نيڪنيتيءَ سان پئي گذاري آھي.“ ② تنھن تي وڏي سردار ڪاھن حنانياہ اتي
بيٺل ماڻھن کي حڪم ڏنو تہ ”پولس کي وات وارو ڏڪ ھڻو.“ ③ تڏھن
پولس ھن کي چيو تہ ”خدا يقينًا تو کي بہ ڏڪ ھڻندو اي اندر ڪارا!
ڇا تون منھنجو فيصلو شريعت موجب تو ڪرين؟ نہ، تون تہ شريعت جي
خلاف مون کي مار ڏيارڻ جو حڪم تو ڏئين.“ ④ تنھن تي جيڪي ماڻھو
پولس جي ڀرسان بيٺا ھئا، تن چيس تہ ”تون خدا جي وڏي سردار ڪاھن
کي گھٽوڌ تو ڳالھائين!“ ⑤ پولس وراڻيو تہ ”ڀائرو! مون نہ ٿي ڄاتو تہ ھو
ڪو وڏو سردار ڪاھن آھي. پاڪ ڪتاب ۾ لکيل آھي تہ ’تون پنھنجي
قوم جي سردار جي گلا نہ ڪر.‘“

⑥ جڏھن پولس ڏٺو تہ ڪائونسل ۾ ڪي صدوقي ۽ ڪي فريسي آھن،
تڏھن ھن ڪائونسل کي وڏي آواز سان چيو تہ ”اي ڀائرو! آءٌ فريسي ۽
فريسين جو اولاد آھيان. ھتي مون تي ڪيس ھلايو وڃي ٿو، ڇالاءِجو
منھنجو اھو يقين آھي تہ جيڪي مري ويا آھن سي وري جيئرا ٿي اٿندا.“
⑦ جنھن مھل ھن اھي لفظ چيا تہ فريسي ۽ صدوقي پاڻ ۾ جھيڙو ڪرڻ
لڳا ۽ ڪائونسل بہ پارٽيون ٿي ويئي. ⑧ ڇالاءِجو صدوقي نہ ملائڪن کي
ٿا مڃين، نڪي روحن کي ۽ نہ ئي وري جيئري ٿيڻ کي. پر فريسي اھي
سڀ ڳالھيون مڃين ٿا. ⑨ گوڙ وڌندو ويو، تان جو ڪي شريعت جا عالم
جيڪي فريسين جي پارٽيءَ مان ھئا، سي اٿي بيٺا ۽ سختيءَ سان اعتراض ڪرڻ
لڳا تہ ”اسين ھن شخص ۾ ڪوبہ ڏوھہ نہ ٿا ڏسون. جيڪڏھن ڪنھن روح
يا ڪنھن ملائڪ ساڻس ڳالھايو ھوندو تہ پوءِ ڇا ٿيو؟“ ⑩ جڏھن جھيڙو
وڏي ويو تڏھن ڪپتان کي اچي خوف ورتو تہ متان ماڻھو پولس کي ماري

٢٣:٣ مت ٢٣:٢٧-٢٨   ٢٣:۵ خر ٢٢:٢٨   ٢٣:٦ رس ٢٦:۵، فل ٣:۵
٢٣:٨ مت ٢٢:٢٣، مر ١٢:١٨، لو ٢٠:٢٧

ٽڪرا ٽڪرا نہ ڪري ڇڏين. سو سپاهين کي حڪم ڏنائين تہ ”وڃي گوڙ مان ڪيس زوريءَ وٺي قلعي ۾ آڻيو.“
⑪ جڏهن رات ٿي تڏهن خداوند اچي پولس جي پرسان بيٺو ۽ چيائينس تہ ”دلجاءِ ڪر، جيئن تو يروشلم ۾ منهنجي لاءِ شاهدي ڏني آهي تيئن روم ۾ بہ تو کي منهنجي لاءِ شاهدي ڏيڻي پوندي.“

## پولس کي مارڻ جي سازش

⑫ ٻئي ڏينهن صبح جو ڪي يهودي اچي گڏ ٿيا ۽ هڪ سازش سٽيائون.
انهن قسم کڻي واعدو ڪيو تہ تيستائين هو ڪابہ شيءِ نہ کائيندا ۽ ڪجهہ
بہ نہ پيئندا، جيستائين پولس کي نہ مارين. ⑬ اهي چاليهن کان بہ گهڻا
هئا جن گڏجي اها سازش سٽي هئي. ⑭ پوءِ اهي سردار ڪاهنن ۽ بزرگن
وٽ ويا ۽ چيائون تہ ”اسان گڏجي قسم کنيو آهي تہ ايستائين ڪابہ شيءِ
نہ کائينداسون، جيستائين پولس کي نہ مارينداسون. ⑮ سو هاڻي اوهين ۽
ڪائونسل ٻهانو ڪري ڪپتان کي عرض ڪريو تہ هو پولس کي اوهان
وٽ وڌيڪ جاچ لاءِ موڪلي ۽ هو اوهان وٽ پهچندو ئي ڪين تہ اسان
ڪيس ماري وجهنداسون.“ ⑯ پر پولس جي ڀاڻيجي جڏهن هيءَ سازش
ٻڌي، تڏهن قلعي ۾ اچي پولس کي اها ڳالهہ ٻڌايائين. ⑰ تنهن تي پولس
صوبيدارن مان هڪڙي کي پاڻ وٽ سڏي عرض ڪيو تہ ”هن جوان کي
ڪپتان وٽ وٺي وڃو جو ڪيس ڪجهہ چوڻو آهي.“ ⑱ اهو صوبيدار انهيءَ
جوان کي ڪپتان وٽ وٺي ويو ۽ ڪيس ٻڌايائين تہ ”قيديءَ پولس مون کي
سڏ ڪري عرض ڪيو تہ هن جوان کي اوهان وٽ وٺي اچان جو ڪيس
اوهان سان ڪجهہ ڳالهائڻو آهي.“ ⑲ ڪپتان جوان کي هٿ کان وٺي
پاسي تي نويڪلائيءَ ۾ وٺي ويو ۽ پڇيائينس تہ ”تو کي مون سان ڇا
ڳالهائڻو آهي؟“ ⑳ تنهن تي هن چيو تہ ”يهودين پاڻ ۾ سازش سٽي آهي
تہ اوهان کي عرض ڪن تہ پولس کي ڪائونسل ۾ وٺي اچو ڄڻ تہ ان
بابت ڪين وڌيڪ صحيح جاچ ڪرڻي آهي. ㉑ پر اوهين سندن چيو نہ
مڃجو، ڇالاءِجو يهودين جا چاليهن کان بہ وڌيڪ ماڻهو رستي تي لڪا
وينا آهن، جن قسم کنيو آهي تہ جيسين هو پولس کي نہ ماريندا تيسين

نڪي ڪائيندا نڪي پيئندا. سو هو هاڻي سنبريا ويٺا آهن، رڳو تنهنجي فيصلي جو انتظار اٿن.“ ⑳ تنهن تي ڪپتان چيس ته ”اهي ڳالهيون تون ڪنهن کي به نه ٻڌائجانءِ جيڪي مون کي ٻڌايون اٿيئي.“ پوءِ جوان کي موڪل ڏيئي ڇڏيائين.

## پولس کي گورنر فيلڪس وٽ موڪلڻ

㉓ پوءِ ڪپتان ٻن صوبيدارن کي پاڻ وٽ گهرائي حڪم ڏنو ته ”ٻه سؤ سپاهي، ستر گهوڙيسوار ۽ ٻه سؤ نيزيبردار تيار ڪريو ته هو پهر رات گذرڻ کان پوءِ قيصريه ڏانهن وڃن.“ ㉔ ڪين هي به چيائين ته ”پولس جي سواريءَ لاءِ گهوڙن جو انتظام ڪجو، ته جيئن هن کي گورنر فيلڪس وٽ صحيح سلامت وٺي وڃجي.“ ㉕ پوءِ ڪپتان هي خط لکي ڏنو ته

㉖ ”جناب گورنر فيلڪس صاحب بهادر!

بعد سلامن جي ڪلوديس لوسياس لکي ٿو ته ㉗ هن ماڻهوءَ کي يهودين پڪڙيو هو ۽ ذري گهٽ مارڻ تي هيس جو آءٌ سپاهين کي وٺي وڃي اتي پهتس ۽ يهودين کان بچايومانس، ڇالاءِجو مون کي خبر پئجي ويئي ته هو رومي آهي. ㉘ آءٌ کيس انهن جي وڏي ڪائونسل ۾ وٺي آيس ته جيئن مون کي خبر پوي ته اهي مٿس ڪهڙو ڏوهه ٿا مڙهين. ㉙ پوءِ مون کي خبر پيئي ته يهودين پنهنجي شريعت جي ئي ڳالهين ڪري هن تي تهمت هنئي آهي. پر هن تي ڪو اهڙو الزام نه هنيو اٿن جو کيس موت يا قيد جي سزا ڏجي. ㉚ جڏهن مون کي معلوم ٿيو ته هن ماڻهوءَ جي خلاف هڪ سازش سٽي ويئي آهي، تڏهن کيس هڪدم توهان ڏانهن ڏياري موڪليم ۽ سندس مخالفن کي حڪم ڏنم ته جيڪڏهن انهن کي هن جي خلاف ڪجهه چوڻو آهي ته اوهان وٽ اچي چون.“

㉛ پوءِ جيئن سپاهين کي حڪم ڏنو ويو، تيئن ئي اهي پولس کي راتواهه انتپطرس ۾ وٺي آيا. ㉜ ٻئي ڏينهن تي پيادا سپاهي قلعي ڏانهن موٽي ويا ۽ گهوڙيسوارن کي اتي ڇڏيائون ته هو ساڻس گڏجي وڃن. ㉝ انهن کيس قيصريه ۾ آندو، گورنر کي خط ڏنائون ۽ پولس کي به سندس حوالي ڪيائون. ㉞ گورنر خط پڙهيو ۽ پولس کان پڇيائين ته ”تون ڪهڙي علائقي جو

رهاڪو آهين؟“ جڏهن کيس خبر پيئي ته هو ڪلڪيا جو رهاڪو آهي،
٣٥ تڏهن چيائينس ته ”آءٌ تنهنجو بيان انهيءَ مهل ٻڌندس، جڏهن تنهنجا
مخالف پهچندا.“ پوءِ هن حڪم ڏنو ته ”پولس کي [١]گورنر جي محلات
۾ پهري هيٺ رکو.“

## پولس تي يهودين جو الزام

# ٢٤

١ پنجن ڏينهن کان پوءِ وڏو سردار ڪاهن حنانياه ڪن بزرگن
۽ هڪ وڪيل طرطلس سان گڏجي قيصريه ۾ آيو. اهي گورنر
فِيلِڪس اڳيان حاضر ٿيا ۽ پولس تي تهمتون هڻڻ لڳا. ٢ جڏهن پولس کي
سڏايو ويو ته طرطلس هن تي الزام هڻندي چيو ته
”جناب فِيلِڪس صاحب بهادر! اسين سائين جن جي ڪري ڏاڍي امن
۾ ٿا گذاريون ۽ اوهان جي دوانديشيءَ سبب هن قوم جي لاءِ ڪيترائي
سڌارا ٿيا آهن. ٣ اسين هر طرح ۽ هرهنڌ اوهان جا شڪرگذار ۽ ٿورائتا
آهيون. ٤ آءٌ اوهان کي وڌيڪ تڪليف نه ٿو ڏيان، رڳو عرض ٿو ڪريان
ته مهرباني ڪري اسان جون ٻه ٽي ڳالهيون ٻڌو. ٥ هي ماڻهو هڪ وڏو
خطرناڪ غندو نڪتو آهي. هن دنيا جي سڀني يهودين ۾ فساد مچايو آهي
۽ ناصرين جي هڪڙي بدعتي فرقي جو اڳواڻ آهي. ٦ هن اها به ڪوشش
ڪئي آهي ته هيڪل جي بي‌حرمتي ڪري، پر اسان کيس پڪڙي ورتو.[٢]
٨ سو جن ڏوهن جو اسين مٿس الزام ٿا هڻون، تن سڀني جي به جيڪڏهن
ڪانئس پڇا ڳاڇا ڪندا ته اوهان کي خبر پئجي ويندي.“ ٩ پوءِ يهودي
به هن الزام هڻڻ ۾ وڪيل سان شامل ٿي ويا ۽ چيائون ته ”اهي ڳالهيون
برابر ائين ئي آهن.“

---

[١] گورنر جي محلات: هي محلات دراصل هيروديس بادشاهه پنهنجي لاءِ ٺهرايو هو، پر پوءِ رومي حڪومت ان کي قبضي ۾ آڻي پنهنجو صدر دفتر بڻائي ڇڏيو.

[٢] ڪن ترجمن ۾ آيت ڇهه جي آخري حصي کان آيت اٺ جي پهرئين حصي تائين هيءَ لفظ به شامل آهن: اسان جي مرضي هئي ته هن جو فيصلو پنهنجي شريعت موجب ڪريون. ٧ پر ڪپتان لوسياس اچي ڪڙڪيو ۽ زوريءَ هن جي ٻانهن اسان جي هٿن مان ڇڏائي ويو، ٨ هن جي مخالفن کي حڪم ڏنائين ته توهان وٽ اچن.

## پولس جو فِيلِڪس اڳيان بچاءَ جو بيان

(۱۰) پوءِ گورنر پولس ڏانهن پنهنجو بيان ڏيڻ لاءِ اشارو ڪيو. تڏهن پولس
وراڻيو تہ ”سائين! مون کي خبر آهي تہ اوهين گهڻن ئي سالن کان وٺي
هن قوم جو انصاف ڪندا ٿا اچو، تنهنڪري آءٌ خوشيءَ سان اوهان جي
اڳيان پنهنجي بچاءَ لاءِ بيان ڏيان ٿو. (۱۱) اوهين معلوم ڪري سگهو ٿا تہ
ٻارهن ڏينهن بہ مس گذريا هوندا جو آءٌ يروشلم ۾ عبادت ڪرڻ لاءِ ويو
هوس. (۱۲) هنن مون کي نہ هيڪل ۾ ڪنهن سان بحث ڪندي ڏٺو آهي ۽
نڪي پنهنجن عبادت‌خانن ۽ شهر ۾ فساد مچائيندي ڏٺو اٿن. (۱۳) هو وري
جن ڳالهين جي مون تي تهمت ٿا هڻن، تن جي ڪا ثابتي بہ ڏيئي نہ ٿا
سگهن. (۱۴) قبول ٿو ڪريان تہ آءٌ پنهنجي ابن ڏاڏن جي خدا جي عبادت
انهيءَ طريقي موجب ڪريان ٿو جنهن کي هي بدعت سمجهن ٿا. آءٌ موسيٰ
جي شريعت ۽ نبين جي صحيفن ۾ لکيل سڀني ڳالهين تي ايمان آڻيان
ٿو. (۱۵) مون کي خدا ۾ اهڙي ئي اميد آهي جا خود انهن کي بہ آهي تہ
خدا سڀني نيڪن توڙي بدڪارن کي مرڻ کان پوءِ جيئرو ڪري اٿاريندو.
(۱۶) تنهنڪري آءٌ هميشہ اها ڪوشش ڪندو رهندو آهيان تہ منهنجي دل
خدا ۽ ماڻهن ڏانهن صاف رهي.

(۱۷) آءٌ گهڻن سالن کان پوءِ يروشلم ۾ ويس تہ وڃي پنهنجي قوم ۾
ڪجهہ خيرات ڪريان ۽ خدا آڏو قرباني ڪريان. (۱۸) جڏهن مون ائين
پئي ڪيو ۽ هيڪل ۾ پاڪائيءَ سان هوس، تڏهن هنن مون کي اتي ڪو
فساد يا جهيڙو ڪندي نہ ڏٺو. (۱۹) پر اتي ايشيا پرڳڻي جا ڪي يهودي بہ
موجود هئا ۽ انهن کي جيڪڏهن مون تي ڪا تهمت هڻڻي هجي ها تہ
هتي اوهان جي اڳيان حاضر ٿين ها. (۲۰) يا هنن ماڻهن کي اجازت ڏيو تہ
هو پاڻ ٻڌائين تہ جڏهن آءٌ ڪائونسل جي اڳيان بيٺو هوس تہ هنن مون
۾ ڪهڙو ڏوهہ ڏٺو، (۲۱) سواءِ هن ڏوهہ جي جو مون سندن وچ ۾ بيهي
وڏي واڪي چيو تہ ’اڄ مون تي مئلن مان وري جيئري ٿي اٿڻ بابت
فتويٰ ڏني ٿي وڃي.‘“

۲۴:۱۷-۱۸ رس ۲۱:۱۷-۲۸ ۲۴:۲۱ رس ۲۳:۶

(۲۲) پوءِ فِيلِڪس، جيڪو انهيءَ طريقي جو وڏيڪ ڄاڻو هو، تنهن ڪيس روڪي ڇڏيو ۽ انهن کي چيائين ته "جڏهن ڪپتان لوسياس ايندو تڏهن آءٌ اوهان جي ڪيس جو فيصلو ڏيندس." (۲۳) هن پولس جي نگهبان صوبيدار کي حڪم ڏنو ته "هن کي وچي نظربند ڪريو، پر ڪيس ڪجهه آزادي ڏجو ۽ جيڪڏهن هن جي دوستن مان ڪو سندس خدمت ڪرڻ گهري ته ڪيس نه روڪجو."

## پولس فِيلِڪس ۽ دروسله جي اڳيان

(۲۴) ڪن ڏينهن کان پوءِ فِيلِڪس پنهنجي يهودڻ زال دروسله سان گڏجي آيو ۽ پولس کي گهرائي سندس زباني عيسيٰ مسيح جي دين بابت ڳالهيون ٻڌائين. (۲۵) جڏهن پولس هنن کي سچائي، پرهيزگاري ۽ ايندڙ قيامت بابت سمجهايو پئي، تڏهن فِيلِڪس کي ڏاڍو ڊپ وٺي ويو ۽ پولس کي چيائين ته "هاڻي هليو وڃ ۽ وري جڏهن مون کي واندڪائي ملندي ته آءٌ تو کي پاڻ وٽ گهرائي وٺندس." (۲۶) تنهن کان سواءِ هن کي اها به اميد هئي ته هو ڪيس ڪا رشوت ڏيندو، تنهنڪري هو وري وري ڪيس سڏائي گفتگو ڪندو هو. (۲۷) جڏهن ٻه سال گذري ويا تڏهن فِيلِڪس جي جاءِ تي پرڪيس فيستس آيو. فِيلِڪس پولس کي جيل ۾ ئي ڇڏي هليو ويو، ڇوته سندس مرضي هئي ته ان طرح هو يهودين کي خوش ڪري.

## پولس جي شهنشاهه کي اپيل

**۲۵** (۱) هن علائقي ۾ پهچڻ کان ٽي ڏينهن پوءِ فيستس قيصريه کان يروشلم ڏانهن ويو. (۲) سردار ڪاهنن ۽ يهودين جي بزرگن فيستس وٽ وڃي پولس جي خلاف دانهن ڏني ۽ عرض ڪيائونس ته (۳) "اوهين مهرباني ڪري پولس کي يروشلم ۾ گهرايو." چالاڪِيءَ جو هنن وجهه پئي ڳوليو ته پولس کي رستي ۾ ئي ماري ڪپائي ڇڏين. (۴) پر فيستس کين جواب ڏنو ته "پولس قيصريه ۾ نظربند آهي ۽ آءٌ پاڻ اوڏانهن وڃڻ وارو آهيان. (۵) اوهان مان جيڪي معتبر آهن، سي مون سان گڏجي هلن ۽ جيڪڏهن انهيءَ ماڻهوءَ کو ڏوهه ڪيو هوندو ته پوءِ ڀلي مٿس الزام هڻن."

⑥ فيستس اٺ ڏهه ڏينهن کن اتي گذاريا ۽ پوءِ قيصريہ ڏانهن هليو ويو. ٻئي ڏينهن تي جج جي ڪرسيءَ تي ويهي حڪم ڏنائين تہ ”پولس کي اندر آڻيو.“ ⑦ جڏهن پولس پهتو تڏهن يهودي جيڪي يروشلم کان آيا هئا سي چوگرد ڦري آيس ۽ مٿس ڏاڍيون سخت تهمتون هنيائون، پر انهن جي ثابتي نہ ڏيئي سگهيا. ⑧ پولس پنهنجي بچاءَ ۾ چيو تہ ”مون يهودين جي شريعت جو، هيڪل جو يا قيصر جو ڪوبہ ڏوهہ ڪونہ ڪيو آهي.“ ⑨ فيستس يهودين کي راضي ڪرڻ لاءِ پولس کان پڇيو تہ ”ڇا تون يروشلم ڏانهن هلندين تہ جيئن اتي منهنجي اڳيان هنن ڳالهين جو فيصلو ٿئي؟“ ⑩ پولس وراڻيو تہ ”آءٌ قيصر جي ڪورٽ اڳيان بيٺو آهيان، تنهنڪري منهنجو فيصلو بہ هتي ٿيڻ گهرجي. اوهان کي چڱيءَ طرح خبر آهي تہ مون يهودين جو ڪوبہ ڏوهہ ڪونہ ڪيو آهي. ⑪ جيڪڏهن آءٌ ڏوهدار آهيان ۽ موت جي سزا جوڳو ڪم ڪيو اٿم تہ مون کي مرڻ کان انڪار ڪونہ آهي. پر جن ڳالهين جي اهي مون تي تهمت هڻن ٿا، سي سچيون ڪين آهن. پوءِ ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي اهو حق نہ آهي تہ هو مون کي انهن جي حوالي ڪري. تنهنڪري آءٌ قيصر وٽ اپيل ٿو ڪريان.“ ⑫ تنهن تي فيستس پنهنجن صلاحڪارن سان صلاح مصلحت ڪري وراڻيو تہ ”تو قيصر وٽ اپيل ڪئي آهي، تنهنڪري تو کي قيصر وٽ وڃڻو پوندو.“

## پولس اگرپا ۽ برنيڪيءَ اڳيان

⑬ ڪن ڏينهن کان پوءِ اگرپا بادشاهہ ۽ سندس ڀيڻ برنيڪي قيصريہ ۾ فيستس سان ملاقات ڪرڻ لاءِ آيا. ⑭ هو ڪيترائي ڏينهن اتي ترسيا پيا هئا، سو فيستس پولس جي ڪيس جو احوال بادشاهہ کي ٻڌايو ۽ چيائين تہ ”هڪڙو شخص آهي، جنهن کي فِيلڪس جيل ۾ ڇڏي هليو ويو آهي. ⑮ جڏهن آءٌ يروشلم ۾ هوس تڏهن انهيءَ ماڻهوءَ جي خلاف سردار ڪاهن ۽ يهودين جي بزرگن مون کي دانهن ڏني هئي ۽ عرض ڪيو هئائون تہ کيس سزا ڏيان. ⑯ پر مون کين جواب ڏنو تہ جيستائين جوابدار فريادين جي روبرو نہ ٿئي ۽ جيڪو الزام هو مٿس هڻن ٿا تنهن جي بچاءَ ۾ بيان ڏيڻ جو موقعو نہ مليس، تيستائين کيس سزا ڏيڻ رومين جي دستور ۾ نہ آهي.

⑰ سو جڏهن هو هتي اچي گڏ ٿيا تڏهن مون دير ڪانه ڪئي، بلڪ ٻئي ڏينهن تي ڪورٽ ۾ جج جي ڪرسيءَ تي ويهي مون حڪم ڏنو ته ’انهيءَ ماڻهوءَ کي وٺي اچو.‘ ⑱ پر جڏهن سندس مخالف اٿي بيٺا، تڏهن انهن اهڙو ڪوبه الزام مٿس ڪونه هنيو جن ڏوهن جو مون کي گمان هو. ⑲ پر هنن جي وچ ۾ پنهنجي مذهب تي تڪرار آهي ۽ هڪڙو شخص عيسيٰ جيڪو مري ويو هو، تنهن لاءِ پولس چوي ٿو ته هو جيئرو آهي. ⑳ مون کي سمجهه ۾ نه آيو ته انهن ڳالهين جي صحيح جاچ ڪيئن ڪجي. تنهنڪري مون پولس کان پڇيو ته ’ڇا تون يروشلم ڏانهن وڃڻ ۾ راضي آهين ته جيئن اتي انهن ڳالهين جو فيصلو ٿئي؟‘ ㉑ پر جڏهن پولس اپيل ڪئي ته سندس ڪيس جو فيصلو قيصر جي ڪورٽ ۾ ٿئي، تڏهن مون حڪم ڏنو ته جيستائين آءٌ ڪيس قيصر ڏانهن نه موڪليان تيستائين هو نظربند رهي.“ ㉒ تنهن تي اگرپا فيستس کي چيو ته ”منهنجي پاڻ اها مرضي آهي ته آءٌ انهيءَ ماڻهوءَ جون ڳالهيون ٻڌان.“ فيستس کيس وراڻيو ته ”اوهين سڀاڻي ئي ڪٿي هن جون ڳالهيون ٻڌجو.“

㉓ ٻئي ڏينهن تي اگرپا ۽ برنيڪي وڏي شان شوڪت سان درٻار هال ۾ داخل ٿيا. هنن سان فوجي ڪپتان ۽ معزز شهري به ساڻ هئا. فيستس حڪم ڏنو ته ”پولس کي اندر آندو وڃي.“ ㉔ پوءِ فيستس چوڻ لڳو ته ”اي بادشاهه اگرپا ۽ معزز حاضرين! هن شخص ڏانهن ڏسو، جنهن بابت يهودين جي سڄي خلق هتي قيصريه ۾ ۽ يروشلم ۾ مون وٽ فرياد ڪئي ۽ واڪا ڪري چيائون ته ’هن ماڻهوءَ کي جيئرو نه ڇڏيو.‘ ㉕ پر مون کي خبر پيئي ته هن شخص اهڙو ڪوبه ڏوهه نه ڪيو آهي جو کيس موت جي سزا ڏجي. هن پاڻ شهنشاهه وٽ اپيل ڪئي، جنهن ڪري مون فيصلو ڪيو ته کيس اوڏانهن موڪليان. ㉖ پر هن بابت ڪابه پڪي خبر نه آهي، جا شهنشاهه ڏانهن لکي موڪليان. تنهنڪري مون هن کي اوهان سڀني جي اڳيان ۽ خاص ڪري اي بادشاهه اگرپا! اوهان جي اڳيان حاضر ڪيو اٿم. سو اوهين هن ڪيس جي جاچ ڪريو ته جيئن آءٌ ڪجهه لکي سگهان. ㉗ ڇالاءِ جو اهو غيرواجبي آهي جو آءٌ هڪ قيديءَ کي ته موڪليان، پر مٿس جيڪي الزام لڳل آهن، تن بابت چٽيءَ طرح سان نه لکان.“

## پولس جو اگرپا اڳيان بچاءَ جو بيان

٢٦ ①اگرپا پولس کي چيو تہ ”اوهان کي اجازت آهي تہ اوهين
پنهنجي پاران ڪجهہ چئو.“ پولس هٿ هلائي پنهنجي بچاءَ
۾ هي بيان ڏنو:
② ”اي بادشاهہ اگرپا! آءٌ پاڻ کي خوش‌نصيب ٿو سمجهان جو اڄ توهان
جي اڳيان انهن ڳالهين جي بچاءَ ۾ بيان ڏيڻو اٿم جن جي يهودين مون تي
تهمت هنئي آهي، ③ خاص ڪري جو اوهين تہ يهودين جي سڀني ريتن رسمن کان
چڱيءَ طرح واقف آهيو. سو منهنجو اوهان کي خاص عرض آهي تہ منهنجو
بيان مهرباني ڪري صبر سان ٻڌو.
④ سڀني يهودين کي خبر آهي تہ ننڍپڻ کان وٺي مون پنهنجي حياتي
پنهنجي ملڪ ۽ يروشلم شهر ۾ ڪيئن گذاري آهي. ⑤ گهڻي وقت کان
وٺي اهي مون کي ڄاڻين ٿا ۽ جيڪڏهن مرضي هجين تہ شاهدي ڏين
تہ ڪيئن آءٌ پنهنجي مذهب جي سڀني کان سخت پابند فريسي فرقي
موجب زندگي گذاريندو هوس. ⑥ مون کي اميد آهي تہ جيڪو واعدو
خدا اسان جي ابن ڏاڏن سان ڪيو هو، سو پورو ٿيندو. تنهنڪري انهن
مون کي هتي اچي ڪورٽ ۾ بيهاريو آهي، ⑦ ۽ انهيءَ واعدي جي پوري
ٿيڻ جي اميد تي اسان جا ٻارهن ئي قبيلا دل‌وجان سان ڏينهن رات
خدا جي عبادت ڪري رهيا آهن. اي بادشاهہ سلامت! انهيءَ اميد جي
ڪري تہ يهودين مون تي اها تهمت هنئي آهي. ⑧ پر اوهان سڀني کي
اها ڳالهہ ڇو ناممڪن ٿي لڳي تہ خدا مئلن کي وري جيئرو ڪري
اٿاريندو؟
⑨ آءٌ پاڻ سمجهندو هوس تہ مون کي عيسيٰ ناصريءَ جي خلاف گهڻو
ڪجهہ ڪرڻ گهرجي. ⑩ يروشلم ۾ آءٌ ائين ئي ڪندو هوس. سردار ڪاهنن
کان اختياري وٺي ڪيترن ئي خدا جي ماڻهن کي جيل ۾ وجهرائيندو هوس ۽
ڪين قتل ڪرائڻ لاءِ انهن جي خلاف پنهنجو فيصلو بہ ڏيندو هوس. ⑪ سڀني
يهودي عبادت‌خانن ۾ گهڻا ئي دفعا انهن کي سزا ڏياري زوريءَ کائن ڪفر

٢٦:٥ رس ٢٣:٦، فل ٣:٥ ٢٦:٩-١١ رس ٨:٣، ٢٢:۴-٥

ٻڪائيندو هوس، بلڪ انهن جي خلاف اھڙو تہ ڇتو ٿي لڳو هوس جو ٻاهرين
شهرن ۾ بہ وڃي کين ستائيندو هوس.“

## پولس جو پنهنجي تبديليءَ بابت ٻڌائڻ

(رسولن جا ڪم ٩:١-١٩، ٢٢:٦-١٦)

⑫ ”انهيءَ ڪم لاءِ هڪڙي دفعي آءٌ سردار ڪاهنن کان اختياريءَ جو
پروانو وٺي دمشق ڏانهن پئي ويس. ⑬اي بادشاهہ سلامت! ٻنپهرن جو
وقت هو جو رستي ويندي مون آسمان مان هڪڙي روشني ڏٺي جيڪا
سج کان بہ وڌيڪ تجليدار هئي، سا مون تي ۽ منهنجي ساٿين تي اچي
چمڪي. ⑭اسين سڀ زمين تي ڪري پياسين تہ ان وقت مون عبراني
ٻوليءَ ۾ هڪ آواز ٻڌو تہ ’اي شائول! اي شائول! تون مون کي ڇو ٿو
ستائين؟ تون ڏاند وانگر پنهنجي مالڪ جي لٺ آڏو لت ڪٽي پاڻ کي نقصان
ڇو ٿو پهچائين؟‘ ⑮مون پڇيو تہ ’خداوند، تون ڪير آهين؟‘ تنهن تي
خداوند وراڻيو تہ ’آءٌ عيسيٰ آهيان، جنهن کي تون ستائين پيو. ⑯پر هاڻي
اٿ ۽ سڌو ٿي بيهہ. مون هن مقصد لاءِ تو کي ڏيکاري ڏني آهي تہ آءٌ
تو کي پنهنجو ٻانهو ۽ شاهد مقرر ڪريان، تہ جيئن ٻين کي ٻڌائين تہ
ڪيئن تو اڄ مون کي ڏٺو آهي ۽ آئينده جيڪي ڳالهيون تو کي ڏيکاريندو
رهندس سي بہ کين ٻڌائين. ⑰آءٌ تو کي تنهنجي قوم ۽ غير قومن کان
بچائيندس، جن ڏانهن تو کي موڪليندس. ⑱تو کي انهن جون اکيون
کولڻيون آهن. انهن کي اونداهيءَ مان ڪڍي روشنيءَ ۾ آڻڻو آهي. کين
شيطان جي چنبي کان آزاد ڪري خدا ڏانهن موڙڻو آهي، تہ جيئن اهي
مون تي ايمان آڻين ۽ گناهن جي معافي ملين ۽ هو خدا جي پنهنجي
قوم ۾ ليکيا وڃن.‘“

## پولس جو پنهنجي ڪم بابت ٻڌائڻ

⑲ ”سو اي بادشاهہ اگرپا! مون جيڪا آسمان مان رويا ڏٺي، تنهن
کان منهن نہ موڙيو اٿم. ⑳پهريائين دمشق، پوءِ يروشلم، يهوديہ جي

٢٦:٢٠ رس ٩:٢٠، ٢٨-٢٩

سڄي علائقي ۾ غيرقومن ۾ مون اها تبليغ ڪئي ته اهي پنهنجن گناهن
کان توبهه ڪري خدا ڏانهن ڦرن ۽ اهڙا ڪم ڪن جن مان خبر پوي
ته هنن سچ‌پچ توبهه ڪئي آهي. ⑵١ اهو ئي سبب هو جو يهودين مون
کي هيڪل ۾ گرفتار ڪيو ۽ مون کي مارڻ جي ڪوشش ڪئي. ⑵٢ پر
اڄ تائين خدا جي مدد مون ساڻ آهي، سو آءٌ پنهنجيءَ ڳالهه تي قائم
آهيان ۽ هر غريب توڙي امير جي اڳيان هڪ جهڙي شاهدي ٿو ڏيان. آءٌ
رڳو اهي ڳالهيون ٿو ٻڌايان، جن بابت موسيٰ ۽ ٻيا نبي چئي ويا آهن ته
اهي ضرور ٿينديون. ⑵٣ اهي هي ته مسيح ڏک سهندو ۽ اهو ئي پهريائين
مئلن مان جيئرو ٿي اٿندو، ته جيئن يهودين ۽ غير قومن کي روشنيءَ جي
خبر ٻڌائي.“

⑵٤ جيئن ئي پولس هن نموني پنهنجو بچاءُ ڪري رهيو هو ته فيستس وڏي
واڪي چيس ته ”پولس تون ديوانو ٿي پيو آهين. تنهنجي گهڻي علم تو کي
چريو ڪري ڇڏيو آهي.“ ⑵٥ تنهن تي پولس وراڻيو ته ”سائين! آءٌ چريو نه
آهيان، پر سچ ۽ عقل جون ڳالهيون ٿو ڪريان. ⑵٦ بادشاهه جنهن سان آءٌ
بي‌ڌڙڪ ٿي ڳالهايان ٿو، تنهن کي به انهن ڳالهين جي سڄي خبر آهي ۽
پڪ اٿم ته انهن مان ڪابه ڳالهه ڪانئس ڳجهي نه آهي، ڇالاءِجو اها ڳالهه
ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ نه ٿي آهي. ⑵٧ اي اگرپا بادشاهه! ڇا توهين نبين کي
مڃو ٿا؟ ها مون کي خبر آهي ته اوهين مڃيندا آهيو.“

⑵٨ تنهن تي اگرپا پولس کي چيو ته ”تون ٿوري وقت ۾ مون کي مسيحي
بڻائيندين ڇا؟“ ⑵٩ پولس وراڻيو ته ”ٿوري يا گهڻي وقت ۾، پر منهنجي ته
خدا جي در اها دعا آهي ته شل اوهين ۽ هي ٻيا جيڪي منهنجي ٻڌي رهيا
آهن، سي مون جهڙا ٿين سواءِ هنن زنجيرن جي.“

⑶٠ پوءِ بادشاهه اٿي کڙو ٿيو. گورنر، برنيڪي ۽ ٻيا جيڪي ساڻس گڏ ويٺا
هئا، سي سڀ به اٿي کڙا ٿيا. ⑶١ جڏهن هو ٻاهر نڪتا ته هڪٻئي کي چوڻ
لڳا ته ”هن ماڻهوءَ ته اهڙو ڪوبه ڏوهه نه ڪيو آهي جو کيس موت يا جيل
جي سزا ڏني وڃي.“ ⑶٢ پوءِ اگرپا فيستس کي چيو ته ”هي ماڻهو جيڪڏهن
قيصر کي اپيل نه ڪري ها ته جيڪر ڇٽي وڃي ها.“

---

٢٦:٢٣ يس ٤٢:٦، ٤٩:٦، ١.ڪر ١٥:٢٠

## پولس جو روم ڏانهن سامونڊي سفر

٢٧ ① جڏهن اهو فيصلو ٿيو ته اسين سامونڊي جهاز ۾ چڙهي اِٽليءَ ڏانهن وڃون، تڏهن هنن پولس ۽ ٻين قيدين کي رومي لشڪر جي شهنشاهي پلٽڻ جي صوبيدار يوليس جي حوالي ڪيو. ② اسين ادرموتيم جي جهاز ۾ چڙهي روانا ٿياسين، جو ايشيا پرڳڻي جي ڪناري وارن شهرن ڏانهن وڃڻ لاءِ تيار بيٺو هو. هڪڙو مڪدوني، تسلونيڪيءَ جو رهاڪو ارسترخس نالي اسان سان گڏ هو. ③ ٻئي ڏينهن تي اسين صيدا ۾ پهتاسين. اتي يوليس پولس تي اها مهرباني ڪئي جو کيس موڪل ڏنائين ته هو پلي پنهنجن دوستن وٽ وڃي ۽ جيڪي گهرجيس سو پلي انهن کان وٺي. ④ اسين اتان روانا ٿي وياسين، پر جيئن ته واءُ اٽائو هو تنهنڪري قبرص ٻيٽ جي آڙ وٺي هلياسين. ⑤ پوءِ اسين ڪلڪيا ۽ پمفوليا جي پاسي وارو سمنڊ پار ڪري مورا ۾ اچي پهتاسين، جيڪو لوڪيا جو هڪڙو شهر آهي. ⑥ اتي صوبيدار ڏٺو ته هڪڙو اسڪندريه جو سامونڊي جهاز اِٽليءَ ڏانهن وڃي رهيو آهي، سو هن اسان کي انهيءَ جهاز ۾ سوار ڪيو.

⑦ اسين آهستي آهستي سفر ڪري رهيا هئاسين، تنهنڪري ڪيترائي ڏينهن لڳي ويا. نيٺ وڏيءَ مشڪل کان پوءِ ڪندوس شهر جي سامهون پهتاسين. واءُ جي زور ڪري اڳتي وڌي نه سگهياسين. تنهنڪري اسين سلمونيءَ جي اڳيان لنگهي ڪريتي ٻيٽ جي آڙ وٺي هلڻ لڳاسين، ⑧ ۽ وڏيءَ مشڪل سان انهيءَ جو ڪنارو ڏيئي هلندي هلندي اچي سهڻي نالي بندر تي پهتاسين، جنهن جي ويجهو لسيا جو شهر آهي.

⑨ اتي اسان کي ڏادو وقت لڳي ويو، تان جو [1]روزي جو ڏينهن به گذري ويو. هاڻي ته جهاز جو سفر به ڏادو جوکائتو ٿي پيو هو. تنهنڪري پولس هنن کي صلاح ڏني ته ⑩ "دوستو! آءٌ سمجهان ٿو ته هن سفر ۾ تڪليف ۽ وڏي نقصان ٿيڻ جو انديشو آهي. رڳو مال ۽ جهاز جو نقصان نه پر حياتيءَ جو

---

[1] روزي جو ڏينهن: اهو روزي جو ڏينهن سيپٽمبر جي آخر کان آڪٽوبر جي شروعات دوران يهودي مذهب ۾ ڪفاري واري ڏينهن رکيو ويندو هو. انهيءَ ڏينهن کان پوءِ سامونڊي سفر ڏادو خطرناڪ هوندو هو.

به خطرو آهي.“ ⑪ صوبيدار پولس جي ڳالهين کان وڌيڪ ڪپتان ۽ جهاز جي مالڪ جون ڳالهيون مڃيون. ⑫ جيئن ته اهو بندر سياري گذارڻ لاءِ چڱو نه هو، تنهنڪري گهڻن اها صلاح ڏني ته هتان اڳتي هلجي ۽ جي ٿي سگهي ته سيارو هلي فينڪس ۾ گذارجي، جيڪو ڪريٽيءَ جو بندر آهي ۽ سندس رخ اتر الهندي ۽ ڏکڻ الهندي ڏانهن آهي.

## سمنڊ ۾ طوفان

⑬ جڏهن ڏکڻ جو واءُ آهستي آهستي گهلڻ لڳو، تڏهن هنن سمجهيو ته سندن مطلب پورو ٿيو. تنهنڪري هو جهاز جا لنگر ڪٽي ڪريٽيءَ جو ڪنارو ڏيئي هليا. ⑭ اڃا ٿورو وقت ئي ڪين گذريو ته سمنڊ ۾ هڪ سخت موسمي طوفان اچي ڪڙڪيو، جنهن کي ”يُوراڪُلون“ چون ٿا. ⑮ جڏهن جهاز ڦاسي پيو ۽ واءُ جي سامهون هلي نه سگهيو، تڏهن لاچار ٿي اسان ڪيس هوا جي حوالي ڪري ڇڏيو ۽ ڌڪبا پئي وياسين. ⑯ ڪوده نالي هڪڙي ٻيٽ جي آڙ ۾ لنگهي وڏيءَ ڪوشش سان هڪڙي بچاءَ ٻيڙيءَ کي بچايوسون. ⑰ انهيءَ ٻيڙيءَ کي جهاز ۾ چاڙهي، جهاز کي هيٺين پاسي کان رسا ٻڌي مضبوط ڪيائون، پر پوءِ اچي ڪين ڊپ ورتو ته متان اڳتي هلي پاٽيءَ هيٺان سورتس واريءَ ۾ ڦاسي پئون. تنهنڪري جهاز جو سڙهه هيٺ لاٿائون ۽ پوءِ لهرن جي رحم ڪرم تي ڌڪبا وياسون. ⑱ جڏهن طوفان اسان کي تمام گهڻي تڪليف ڏني تڏهن ٻئي ڏينهن تي انهن جهاز جو سامان لاهڻ شروع ڪيو، ⑲ ۽ ايندڙ ڏينهن تي انهن پنهنجن هٿن سان جهاز جو سڙهه لاهي ڦٽو ڪيو. ⑳ ڪيترن ئي ڏينهن تائين اسان کي سج، چنڊ ۽ تارا نظر نه آيا ۽ تيز هوائون گهلينديون رهيون. آخرڪار اسان پنهنجي حياتيءَ کان نااميد ٿي وياسين.

㉑ جڏهن ماڻهن کي کاڌي کان سواءِ ڪيترائي ڏينهن گذري ويا، تڏهن پولس انهن جي اڳيان اٿي بيهي چيو ته ”دوستو! جيڪڏهن اوهين منهنجي صلاح وٺو ها ۽ ڪريٽيءَ وٽان نه هلو ها ته هي نقصان ۽ تڪليف اسان کي نه رسي ها. ㉒ هاڻي آءٌ اوهان کي صلاح ٿو ڏيان ته دل نه لاهيو، ڇالاءِجو اوهان مان ڪنهن کي به جيءَ جو جوکو نه ٿيندو، رڳو جهاز تباهه

ٿيندو. ⑳٣ ڇاڪاڻتہ جنھن خدا جو آءٌ ٻانھو آھيان ۽ جنھن جي آءٌ عبادت تو ڪريان، تنھن جو ملائڪ رات منھنجي پرسان اچي بيٺو ⑳٤ ۽ چيائين تہ ’اي پولس! ڊڄ نہ، تون ضرور قيصر جي اڳيان پيش ٿيندين ۽ ڏس، ھي جيڪي ماڻھو جھاز ۾ تو سان گڏ آھن، تن سڀني کي خدا تنھنجي خاطر بچايو آھي.‘ ⑳٥ تنھنڪري دوستو، دلجاءِ ڪريو، ڇالاءِجو منھنجو خدا تي پورو يقين آھي تہ جيئن مون کي چيو اٿس تيئن ئي ٿيندو، ⑳٦ ۽ ضرور اسين ڪنھن ٻيٽ تي وڃي پونداسين.“

⑳٧ چوڏھينءَ جي رات ھئي جو اسين انھيءَ طوفان سان ڌڪجي وڃي ڀونوچ سمنڊ ۾ پياسين، اتڪل اڌ رات جو وقت ھو جو خلاصين کي اھو گمان ويٺو تہ اسين شايد ڪنھن سڪيءَ جي علائقي کي ويجھا ٿيندا ٿا وڃون. ⑳٨ ھنن پاٽيءَ جي اونھائي ماپي تہ ھڪ ھنڌ چاليھہ ميٽر ٿي ۽ ٿورو اڳيرو وڃي ماپيائون تہ اھا ٽيھہ ميٽر ٿي. ⑳٩ سو ھنن کي ڊپ ٿيو تہ متان ڪنھن ٽڪرائتي ڪناري سان نہ وڃي لڳون. تنھنڪري ھو جھاز جي پاڇيل جا چار لنگر لاھي خدا خدا ڪرڻ لڳا تہ ڏينھن ٿئي. ⑳٠ خلاصين اھا ڪوشش ڪئي تہ جھاز مان ڀڄي وڃن ۽ انھيءَ ڪوشش ۾ انھن ٻيڙي بہ سمنڊ ۾ لاھي ڇڏي ۽ اھو بھانو ٻڌايائون تہ ”اسين جھاز جي اڳيل تان لنگر ٿا لاھيون.“ ⑳١ تنھن تي پولس صوبيدار ۽ سپاھين کي چيو تہ ”جيڪڏھن ھي خلاصي جھاز تي نہ رھندا تہ اوھين بچي نہ سگھندا.“ ⑳٢ سو سپاھين ٻيڙيءَ جا پگھہ ڇوڙي ڇڏيا تہ ھلي وڃي.

⑳٣ جڏھن صبح ٿيڻ وارو ھو تہ پولس سڀني کي ڪجھہ کاڌو کائڻ لاءِ عرض ڪيو ۽ چيائين تہ ”اوھين چوڏھن ڏينھن تائين خوف ۽ خطري جي حالت ۾ رھيا آھيو ۽ ايترو وقت اوھان ڪجھہ بہ نہ کاڌو آھي. ⑳٤ آءٌ اوھان کي عرض ٿو ڪريان تہ مھرباني ڪري ڪجھہ کائو، تہ جيئن اوھان جي جان بچي. اوھان جو وار بہ ونگو نہ ٿيندو.“ ⑳٥ جڏھن اھو چئي چڪو تہ ماني ڪٽي سڀني جي اڳيان خدا جو شڪر ڪندي گرھہ ڀڃي کاڌائين. ⑳٦ پوءِ ٻين کي بہ دلجاءِ ٿي ۽ ماني کاڌائون. ⑳٧ جھاز تي اسين مڙيئي ٻہ سو ڇاھتر ماڻھو سوار ھئاسين. ⑳٨ جڏھن انھن کائي ڍءُ ڪيو تہ جھاز تان بار ھلڪو ڪرڻ لاءِ ھنن سموري ڪڻڪ سمنڊ ۾ ڦٽي ڪئي.

## جهاز جي تباهي

٣٩ جڏهن ڏينهن ٿيو ته خلاصين کي ڪنارو سڃاڻڻ ۾ نه آيو، پر انهن
ڏٺو ته هڪ ڪاري آهي جنهن جو ڪنارو صاف آهي. سو هو پاڻ ۾ صلاح
ڪرڻ لڳا ته جيڪڏهن ٿي سگهي ته جهاز کي انهيءَ ڪناري تي وڃي
بيهارجي. ٤٠ پوءِ ته لنگر ڇوڙي سمنڊ ۾ ڦٽا ڪيائون، ونجهن جا رسا به
کولي ڇڏيائون ۽ اڳيل وارو سڙهه واءُ جي رخ تي چاڙهي ڪناري ڏانهن وڌڻ
لڳا. ٤١ جهاز هڪڙي هنڌ اڇي واريءَ ۾ ڦاٿو جو سندس اڳيل قابو ٿي پيئي،
پر پاڇيل لهرين جي سٽڪي لڳڻ ڪري ڀڄڻ لڳي.

٤٢ سپاهين پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته قيدين کي ماري ڇڏجي، متان انهن
منجهان ڪو تري ڀڄي نه وڃي. ٤٣ پر صوبيدار جي دل گهريو ٿي ته ڪنهن
طرح پولس کي بچائي، تنهنڪري هنن کي انهيءَ ارادي کان روڪيائين ۽
حڪم ڏنائين ته ”جيڪي ماڻهو تري سگهن ٿا سي پهريائين جهاز مان ٽپو
ڏيئي سمنڊ ۾ پون ۽ ڪناري تي وڃي پهچن، ٤٤ ۽ باقي ڪي تختن تي،
ڪي جهاز جي ترنڊڙ شين تي نڪري وڃن.“ نيٺ ٿيو به ائين جو سڀيئي
صحيح سلامت وڃي سڪيءَ تي پهتا.

## مالٽا ۾

# ٢٨

١ جڏهن اسين خير سان ڪناري تي پهتاسين، تڏهن اسان کي
معلوم ٿيو ته انهيءَ ٻيٽ جو نالو مالٽا آهي. ٢ اتان جي رهاڪن
اسان تي ڏاڍي مهرباني ڪئي. انهيءَ مهل مينهن ۽ سيءُ پئي پيو، سو انهن
باهه ٻاري اسان جو آڌرڀاءُ ڪيو. ٣ پولس ڪجهه ڪاٺيون ڪٺي باهه ۾
وڌيون ته انهيءَ مان تپش جي ڪري هڪڙو نانگ ٻاهر نڪتو، جيڪو پولس
جي هٿ ۾ چڪ پائي چنبڙي پيو. ۴ جڏهن اتان جي رهاڪن ڏٺو ته پولس
جي هٿ ۾ نانگ چنبڙيل آهي، تڏهن هڪٻئي کي چوڻ لڳا ته ”پڪ هي
ماڻهو خوني آهي. جيتوڻيڪ هو سمنڊ مان بچي نڪتو آهي، پر خِدا جو
قهر هن کي جيئرو رهڻ نه ڏيندو.“ ۵ پولس هٿ ڇنڊي اها بلا باهه ۾
اڇلائي ڇڏي ۽ کيس بلا کان ڪوبه ايذاءُ نه پهتو. ٦ اهي هن انتظار ۾

هئا ته پولس سُڄي پوندو يا اوچتو ڪري مري ويندو. پر انهن جڏهن گهڻو وقت انتظار ڪيو ۽ ڏٺائون ته هن کي ڪجهه به نه ٿيو ته هنن پنهنجا خيال بدلايا ۽ چيائون ته ”هي ڪو ديوتا آهي.“

⑦ اتي پرسان انهيءَ ٻيٽ جي سردار پبليس جي جاگير هئي. هن اسان جي سٺي آجيان ڪئي ۽ اسين هن جا ٽي ڏينهن مهمان ٿي رهياسين. ⑧ پبليس جو پيءُ بخار ۽ پيچش جي ڪري بستري داخل هو. پولس هن جي ڪمري ۾ ويو ۽ دعا ڪيائين. پوءِ پنهنجا هٿ مٿانئس رکيائين ۽ کيس شفا بخشيائين. ⑨ جڏهن هي ڪم ٿيو ته جيڪي به ٻيٽ جا بيمار هئا، تن کي آندائون ۽ کين شفا ملي. ⑩ انهن اسان جي وڏي عزت ڪئي ۽ جڏهن اسان جو سامونڊي جهاز هلڻ تي هو ته انهن اسان جي سفر ۾ ڪم ايندڙ شيون جهاز ۾ رکي ڇڏيون.

## مالٽا کان روم

⑪ ٽن مهينن کان پوءِ اسين اسڪندريه جي هڪڙي سامونڊي جهاز تي چڙهي روانا ٿياسين، جنهن جو نالو [1]”جوزا“ هو. انهيءَ جهاز سڄو سيارو ٻيٽ ۾ گذاريو. ⑫ پوءِ اسين سِراڪوسه شهر ۾ اچي پهتاسون ۽ اتي ٽي ڏينهن رهياسين. ⑬ اتان وري اسان پنهنجو سفر شروع ڪيو ۽ ريگيوم شهر ۾ پهتاسين. ٻئي ڏينهن ڏکڻ جو واءُ گهلڻ لڳو ۽ اسين ٻن ڏينهن ۾ پُٽيلي شهر ۾ آياسين. ⑭ اسان کي اتي ڪي ڀائر مليا جن چيو ته ”هڪ هفتو اسان وٽ ترسو.“ ⑮ جڏهن روم جي ڀائرن اسان جي اچڻ جو ٻڌو ته هو اسان سان ملڻ لاءِ اپيُس منڊي چونڪ ۽ ٽسرائي ڳوٺ تائين آيا. جڏهن پولس انهن کي ڏٺو ته خدا جو شڪر ڪرڻ لڳو ۽ دلي سڪون حاصل ڪيائين. اهڙيءَ طرح اسين روم ۾ پهتاسين.

## روم ۾

⑯ جڏهن اسين روم ۾ پهتاسين ته پولس کي اڪيلي رهڻ جي اجازت

[1] ”جوزا“: هي نالو ٻن ديوتائن ڀنيان رکيل آهي، جيڪي يوناني عقيدي موجب ملاحن جي حفاظت ڪندڙ هئا.

مليو، پر هڪ سپاهي سندس پهري تي هو. ⑰ ٽن ڏينهن کان پوءِ پولس اتان
جي يهودي اڳواڻن جي گڏجاڻي سڏائي. جڏهن اهي اچي ڪٺا ٿيا ته هن
کين چيو ته ”منهنجا ڀائرو، جيتوڻيڪ مون پنهنجي قوم وارن ۽ وڏن جي
ريتن رسمن خلاف ڪجهه به نه ڪيو آهي، ته به مون کي يروشلم ۾ گرفتار
ڪري رومين جي حوالي ڪيو ويو. ⑱ انهن مون کان سوال پڇيا ۽ مرضي
هئن ته مون کي آزاد ڪن، ڇاڪاڻ ته انهن کي خبر پئجي ويئي ته مون ڪو
اهڙو ڪم نه ڪيو هو جنهن سبب مون کي موت جي سزا ملي. ⑲ انهيءَ
لاءِ نه ته پنهنجي قوم تي ڪا تهمت هڻان، پر جڏهن يهودين هن فيصلي تي
اعتراض ڪيو تڏهن لاچار ٿي مون کي قيصر وٽ اپيل ڪرڻي پيئي. ⑳ اهو
ئي سبب هو جو مون اوهان کي پاڻ وٽ گهرايو آهي ته اوهان سان ملان ۽
ويهي ڳالهه ٻولهه ڪريان. مون کي مسيح جي خاطر زنجيرن ۾ ٻڌو اٿن،
جنهن تي بني اسرائيل اميد رکن ٿا.“

㉑ انهن کيس چيو ته ”يهوديه مان اسان کي تنهنجي بابت ڪو خط پٽ
نه مليو آهي ۽ نه آيل ڀائرن مان ڪنهن تو بابت ڪجهه ٻڌايو آهي يا تنهنجي
ڪا گلا ڪئي آهي. ㉒ پر اسين تنهنجا خيال ٻڌڻ گهرون ٿا، ڇالاءِجو
اسان کي خبر آهي ته جنهن فرقي سان تون واسطو رکين ٿو، تنهن فرقي جي
جتي ڪٿي مخالفت ٿيندي آهي.“

㉓ سو انهن پولس سان تاريخ مقرر ڪري ڇڏي ۽ انهن جو وڏو تعداد انهيءَ
جاءِ تي آيو، جتي پولس ٽڪيل هو. صبح کان شام تائين هو کين سمجهائيندو
۽ خدا جي بادشاهت بابت پنهنجو پيغام ٻڌائيندو رهيو. هن عيسيٰ بابت
کين قائل ڪرڻ لاءِ موسيٰ جي شريعت ۽ نبين جي صحيفن مان مثال ٻڌايا.
㉔ انهن مان ڪي سندس پيغام ٻڌي قائل ٿيا، پر ٻين ايمان نه آندو. ㉕ هو پاڻ
۾ به يڪراءِ نه ٿيا ۽ وڃڻ تي هئا، پر پولس هيءَ هڪڙي ڳالهه چين ته ”پاڪ
روح يسعياه نبيءَ جي معرفت اوهان جي ابن ڏاڏن کي چڱو چيو هو ته

㉖ ’تون وڃي هن قوم کي هيئن چئُه:
اوهين ٻڌندا پر سمجهندا ڪين.
اوهين نهاريندا پر ڏسندا ڪين.

١٩:٢٨ رس ١١:٢٥ ٢٦:٢٨-٢٧ يس ٦:٩-١٠

۲۷ چالاڪجو هن قوم جي عقل تي تالو لڳايو ويو آهي،
۽ اهي ڪنن کان گهٻرا ٿي پيا آهن.
انهن پنهنجون اکيون پوري ڇڏيون آهن،
نه متان اهي پنهنجن اکين سان ڏسن،
متان اهي پنهنجن ڪنن سان ٻڌن،
متان اهي پنهنجي عقل سان سمجهن
۽ ڦري پون نه آءٌ کين شفا ڏيان.'''

۲۸ پولس آخر ۾ چيو ته "اوهان کي خبر هئڻ گهرجي ته خدا جو
ڇوٽڪاري وارو پيغام غير قومن ڏانهن موڪليو ويو آهي ۽ اهي ٻڌندا."[1]

۳۰ پولس ٻه ورهيه انهيءَ جاءِ ۾ رهيو، جيڪا هن پنهنجي لاءِ مسواڙ تي
ورتي هئي. هو انهن جي آجيان ڪندو هو جيڪي ساڻس ملڻ ايندا هئا.
۳۱ هو ڪنهن به رنڊڪ کان سواءِ ڏاڍيءَ همت سان خدا جي بادشاهت جي
تبليغ ڪندو هو ۽ خداوند عيسيٰ مسيح بابت تعليم ڏيندو هو.

[1] ڪن ترجمن ۾ هيءَ آيت به شامل آهي: ۲۹ جڏهن هن ائين چيو تڏهن يهودي پاڻ ۾ سخت تڪرار ڪندا هليا ويا.

# رومين

## رومين ڏانهن پولس رسول جو خط

### تعارف

رومين ڏانهن پولس رسول جو هي خط انهيءَ لاءِ لکيو ويو ته جيئن روم شهر جي ڪليسيا وٽ پولس رسول جي وڃڻ واري رٿيل منصوبي جي راهه هموار ٿئي. هن جو منصوبو اهو به هو ته هو اتي مسيح جي پوئلڳن ۾ ڪم ڪري ۽ پوءِ انهن جي حمايت سان اسپين ملڪ ڏانهن وڃي. هن مسيح تي ايمان آڻڻ بابت ۽ مسيح جي پوئلڳن جي زندگين تي انهيءَ ايمان جي عملي اثرات بابت وضاحت سان لکيو آهي.

روم جي ڪليسيا جي ڪارڪنن کي سلام ڪرڻ ۽ ڪين سندن لاءِ پنهنجي دعائن بابت ٻڌائڻ کان پوءِ پولس رسول خط جو مطلب ٻڌائي ٿو ته ”انهيءَ خوشخبريءَ مان اهو ظاهر آهي ته خدا ماڻهن کي پاڻ ڏانهن ڪيئن سچار ٿو بڻائي. اهو رڳو ايمان جي ئي وسيلي شروعات کان وٺي پڄاڙيءَ تائين ٿئي ٿو“ (١:١٧).

پولس رسول پوءِ انهيءَ عنوان کي وڌائي ٿو. پوري انسانذات، يعني يهودي توڙي غير يهودي، ٻنهي لاءِ اهو ضروري آهي ته هو خدا ڏانهن سچار ٿين، ڇالاءِجو سڀيئي هڪجهڙا گناهه جي قبضي ۾ آهن. عيسيٰ مسيح تي ايمان رکڻ جي وسيلي ماڻهو خدا ڏانهن سچار بڻايا ويندا آهن. ان کان علاوه پولس رسول عيسيٰ مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ سان ان نئين زندگيءَ کي بيان ڪري ٿو، جنهن جو نتيجو خدا سان هن نئين تعلق ۾ نڪري ٿو. ايمان رکڻ وارو خدا سان صلح ۾ آهي ۽ خدا جي روح جي وسيلي گناهه ۽ موت جي اختياريءَ کان آزاد ٿي وڃي ٿو.

پنجين کان ائين باب تائين پولس رسول خدا جي شريعت جي مقصد ۽ ايمان وارن جي زندگيءَ ۾ خدا جي روح جي طاقت تي پڻ بحث ڪري ٿو. پوءِ رسول هن مسئلي تي دماغ‌سوزي ڪري ٿو ته ڪيئن يهودي ۽ غير يهودي انسانذات لاءِ خدا جي منصوبي ۾ ٺهڪي اچن ٿا. هو هن نتيجي تي پهچي ٿو ته يهودين جو عيسيٰ مسيح کي رد ڪرڻ خدا جي منصوبي جو حصو آهي ته جيئن عيسيٰ مسيح ۾ خدا جي فضل جي پهچ اندر پوري انسانذات اچي وڃي ۽ هن کي يقين آهي ته يهودي عيسيٰ مسيح کي هميشه رد نه ڪندا. آخر ۾ پولس رسول لکي ٿو ته مسيح سان گڏ هئڻ واري زندگي ڪيئن هئڻ گهرجي، خاص طور ٻين سان محبت وارن تعلقات جي باري ۾. هو هنن موضوعن جهڙوڪ: خدا جي خدمت، ايمان آڻيندڙن تي ملڪ لاءِ ۽ پاڻ ۾ هڪ ٻئي لاءِ فرض ۽ ضمير جي مسئلي بابت بحث ڪري ٿو. هو خط جي پڇاڙي پنهنجي شخصي پيغامن ۽ خدا لاءِ تعريفي لفظن سان ڪري ٿو.

## سِٽاءُ


| | |
|---|---|
| تعارف ۽ مضمون | ۱:۱–۱۷ |
| انسانذات لاءِ ڇوٽڪاري جي ضرورت | ۱:۱۸–۳:۲۰ |
| ڇوٽڪاري لاءِ خدا جي واٽ | ۳:۲۱–۴:۲۵ |
| مسيح سان گڏجي هڪ ٽيڙ ڪري نئين زندگي | ۵:۱–۸:۳۹ |
| بني اسرائيل خدا جي منصوبي ۾ | ۹:۱–۱۱:۳۶ |
| ايمان آڻيندڙن جي هلت چلتْ | ۱۲:۱–۱۵:۱۳ |
| آخري نصيحتون ۽ دعا سلام | ۱۵:۱۴–۱۶:۲۷ |

# رومين

## رومين ڏانهن پولس رسول جو خط

۱ ① هي خط عيسيٰ مسيح جي غلام پولس جي طرفان آهي، جنهن
کي خدا رسول ڪري چونڊيو ۽ کيس پنهنجي خوشخبري ٻڌائڻ لاءِ
خاص طور مقرر ڪيو آهي.
② خدا هن خوشخبريءَ جو واعدو اڳي ئي پاڪ لکتن ۾ پنهنجن نبين
جي معرفت ڪيو هو. ③ اها خوشخبري سندس فرزند ۽ اسان جي خداوند
عيسيٰ مسيح بابت آهي، جيڪو جسماني طرح تہ دائود جي نسل مان پيدا
ٿيو، ④ پر روحاني طرح يعني پنهنجي روح جي پاڪيزگيءَ جي لحاظ کان هو
خدا جي وڏيءَ قدرت وارو فرزند ثابت ٿيو، جڏهن هو مئلن مان وري جيئرو
ٿي اٿيو. ⑤ انهيءَ جي ئي معرفت خدا مون تي اهو ڪرم ڪيو جو آءٌ مسيح
جي خاطر رسول مقرر ٿيس، انهيءَ لاءِ تہ آءٌ سيني قومن جي ماڻهن کي هي
پيغام ڏيان تہ هو ايمان آڻين ۽ فرمانبردار ٿين. ⑥ انهن ماڻهن ۾ اوهين بہ شامل
آهيو، جن کي خدا عيسيٰ مسيح جو پوئلڳ ٿيڻ لاءِ چونڊيو آهي.
⑦ هي خط انهن سيني ڏانهن آهي، جيڪي روم شهر ۾ خدا جا پيارا آهن
۽ پاڪ ٿيڻ لاءِ چونڊيا ويا آهن. شل اوهان تي اسان جي پيءُ خدا ۽ خداوند
عيسيٰ مسيح جي طرفان فضل ۽ سلامتي هجي.

### پولس جي روم وڃڻ جي تمنا

⑧ سڀ کان پهريائين آءٌ اوهان سيني لاءِ عيسيٰ مسيح جي معرفت پنهنجي
خدا جو شڪر ادا ٿو ڪريان، ڇاڪاڻ تہ اوهان جي ايمان جون ڳالهيون
سڄيءَ دنيا ۾ ٿي رهيون آهن. ⑨ خدا، جنهن جي فرزند جي خوشخبري
ٻڌائڻ ۾ آءٌ پنهنجي دل‌وجان سان سندس خدمت ٿو ڪريان، سو منهنجو

شاهد آهي ته آءٌ اوهان کي هردم پنهنجي دعائن ۾ ياد ڪريان ٿو، ⑩ ۽
هميشه اهو عرض ڪندو رهندو آهيان ته خدا ڪري جو مون کي ڪنهن
نه ڪنهن سبب اوهان وٽ اچڻ جو موقعو ملي. ⑪ مون کي اوهان سان
ملڻ جي ڏاڍي سڪ آهي، انهيءَ لاءِ ته اوهان کي ڪا روحاني بخشش
پهچايان، جنهن جي وسيلي اوهين پنهنجي ايمان ۾ وڌيڪ مضبوط ٿيو،
⑫ يعني منهنجو مطلب آهي ته اسان ٻنهي کي مدد ملندي، اوهان جي ايمان
سان مون کي ۽ منهنجي ايمان سان اوهان کي.

⑬ اي منهنجا ڀائرو ۽ ڀينرون! اوهان کي خبر هئڻ گهرجي ته مون ڪيترائي
دفعا اوهان ڏانهن اچڻ جو ارادو ڪيو هو، پر هيستائين ڪنهن نه ڪنهن
سبب ڪري اچي نه سگهيس. جيئن منهنجو ڪم غير قوم جي ٻين ماڻهن
۾ ڪامياب ٿيو آهي، تيئن منهنجي مرضي آهي ته اوهان ۾ به ڪامياب ٿئي.
⑭ مون تي سڀني جو فرض آهي، توڙي جو اهي سڌريل هجن يا اڻسڌريل،
پڙهيل هجن يا اڻپڙهيل. ⑮ تنهنڪري منهنجي اها تمنا آهي ته آءٌ پنهنجي
وس آهر اوهان روم وارن کي به خوشخبري ٻڌايان.

## خوشخبريءَ جي قدرت

⑯ مون کي خوشخبريءَ ۾ پورو ڀروسو آهي، ڇاڪاڻ‌ته اها ڇوٽڪاري
ڏيڻ لاءِ انهن سڀني جي واسطي خدا جي قدرت آهي جيڪي ايمان آڻين ٿا،
پهريائين يهودين لاءِ پوءِ غير قومن لاءِ. ⑰ ڇاڪاڻ‌ته انهيءَ خوشخبريءَ مان اهو
ظاهر آهي ته خدا ماڻهن کي پاڻ ڏانهن ڪيئن سچار ٿو ڪري. اهو رڳو ايمان
جي ئي وسيلي شروعات کان وٺي پڇاڙيءَ تائين ٿئي ٿو. جيئن لکيل آهي ته
”جنهن کي ايمان جي وسيلي خدا ڏانهن سچار ڪيو ويو آهي،
تنهن کي ئي زندگي ملندي.“

## گنهگار انسان

⑱ جيڪي ماڻهو پنهنجي بڇڙائيءَ جي ڪري سچ کي لڪائي ٿا ڇڏين،
تن جي اهڙي بي‌ديني ۽ بڇڙائيءَ تي آسمان مان خدا جو غضب نازل ٿئي

۱:۱۲ رس ۱۹:۲۱ ۱:۱۶ مر ۸:۳۸ ۱:۱۷ حبق ۲:۴

تو. ⑲ ڇاڪاڻ‌ته جو ڪجهه خدا بابت انسانن کي معلوم ٿي سگهي ٿو،
سو سندن لاءِ صاف ظاهر آهي، جو اهو خدا پاڻ انهن تي ظاهر ڪيو
آهي. ⑳ دنيا جي شروعات کان وٺي خدا جون ڏسڻ ۾ نه ايندڙ صفتون،
يعني سندس دائمي قدرت ۽ ذات، سندس خلقيل شين مان ظاهر ظهور
پيون ڏسجن. تنهنڪري انهن کي ڪوبه بهانو نه آهي. ㉑ ڇالاءِ‌جو انهن
خدا کي سڃاڻي به سندس خدائيءَ جي لائق وڏائي بيان نه ڪئي ۽ نڪي
سندس شڪرگذاري ڪئي. پر پنهنجن اجاين خيالن ۾ منجهي پيا ۽ سندن
بي‌سمجهه دلين تي اوندهه ڇانئجي ويئي. ㉒ هو پاڻ کي ته سياڻو سڏائين
پيا، پر حقيقت ۾ بي‌عقل هئا. ㉓ انهن خدا جي غير فاني جلوي جي بجاءِ
فاني انسانن، پکين، چوپاين ۽ جيت‌جڻن کي خدا سمجهيو.
㉔ سو خدا انهن کي سندن دلين جي خواهشن موجب گندين عادتن
۾ ڇڏي ڏنو، ته جيئن اهي پاڻ ۾ هڪبئي سان بي‌حيائيءَ جا ڪم ڪن.
㉕ انهن سچي خدا جي بدران ڪوڙ کي قبول ڪيو ۽ خدا جي خلقيل شين
جي عزت ۽ عبادت ڪئي. پر انهيءَ خالق کي ڇڏي ڏنائون، جنهن جي
واکاڻ هميشه ٿيندي رهي. آمين.
㉖ تنهنڪري خدا انهن کي سندن گندين خواهشن ۾ ڇڏي ڏنو،
ڇالاءِ‌جو انهن جي زالن پنهنجو فطري ڪم ڇڏي پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان
بدفعلي ڪئي. ㉗ اهڙيءَ طرح مردن به زالن سان فطري ڪم ڇڏي ڏنو.
هو شهوت ۾ مست ٿي ويا ۽ پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان بدفعلي ڪيائون. انهيءَ
شهوت‌پرستيءَ جي کين جوڳي سزا ملي.
㉘ جهڙيءَ طرح هنن خدا کي سڃاڻڻ کان منهن موڙيو، تهڙيءَ طرح خدا
به کين بڇڙن ڪمن ۾ ڇڏي ڏنو ته جيئن هو گمراهيءَ جا ڪم ڪندا رهن.
㉙ هو هر طرح جي بڇڙائي، بدي، لالچ، بدنيتي، ريس، خون، جهيڙي،
ٺڳي ۽ ساڙ سان ڀرجي ويا. هو چغلخور، ㉚ گلاخور، خدا کان نفرت
ڪندڙ، بي‌ادب، مغرور، ٻٽاڪي، برايون پيدا ڪندڙ، ماءُپيءُ جا نافرمان،
㉛ بي‌سمجهه، واعدو نه پاڙيندڙ، بي‌قربا ۽ بي‌رحم ٿي پيا. ㉜ جيتوڻيڪ انهن
کي خدا جي انهيءَ حڪم جي خبر آهي ته جيڪي ماڻهو هي ڪم ڪن ٿا

۲۱:۱ اف ۴:۱۷-۱۸ ۲۳:۱ شر ۴:۱۶-۱۸

سي موت جي لائق آهن، تنهن هوندي به اهي نه رڳو پاڻ هي ڪم ڪن ٿا،
پر جيڪي ٻيا اهي ڪم ڪن ٿا تن ڪان راضي به آهن.

## خدا جو فيصلو

۲ (۱) اي انسان! ڇا تون ٻين جي عيب‌جوئي ڪندو آهين؟ تو کي ڪو به
حق نه ٿو پهچي، ڪٿي تون ڪير به هجين. ڇالاءِجو جيڪي ڏوهه تون
ٻين تي ٿو مڙهين، سي ڪم ته تون خود ڪري پاڻ کي ڏوهاري ٿو ٺهرائين.
(۲) اسين ڄاڻون ٿا ته جيڪي اهڙا ڪم ڪن ٿا تن جو فيصلو خدا جي طرفان
حق موجب ٿئي ٿو. (۳) اي انسان! تون اهڙن ڪمن ڪرڻ وارن تي ڏوهه
ته ڏين ٿو، پر پاڻ ساڳيا ئي ڪم ٿو ڪرين. ڇا تون ائين سمجهين ٿو ته
خدا جي فيصلي ڪان بچي ويندين؟ (۴) يا تون خدا جي ڀلائي، بردباري ۽
صبر جي نعمتن کي گهٽ ٿو سمجهين. ايترو نه ٿو سمجهين ته خدا جي
ڀلائي تو کي توبهه ڏانهن ڇڪي رهي آهي. (۵) پر تون جو سخت‌دل ٿيو
آهين ۽ توبهه نه ٿو ڪرين، سو تون ته خدا جي قهر واري ڏينهن واسطي پاڻ
پنهنجي لاءِ غضب ميڙي گڏ پيو ڪرين، جنهن ڏينهن خدا جو پورو پورو
انصاف ظاهر ٿيندو. (۶) خدا هر ڪنهن کي سندس ڪمن آهر اجر ڏيندو.
(۷) جيڪي نيڪي ڪرڻ ۾ ثابت قدم ۽ جلال، عزت ۽ بقا جا طالب آهن،
تن کي خدا دائمي زندگي ڏيندو. (۸) پر جيڪي خودغرض آهن ۽ سچ کي نه
پر ڪوڙ کي ٿا مڃين، تن تي خدا جو غضب ۽ قهر نازل ٿيندو. (۹) جيڪي
بڇڙا ڪم ڪن ٿا تن تي مصيبت ۽ تڪليف نازل ٿيندي، پهريائين يهودين
تي پوءِ غير قومن تي. (۱۰) پر جيڪي چڱا ڪم ڪن ٿا تن کي خدا شان،
عزت ۽ سلامتي ڏيندو، پهريائين يهودين کي پوءِ غير قومن کي. (۱۱) ڇالاءِجو
خدا ڪنهن جي به پاسخاطري نه ٿو ڪري.
(۱۲) خدا هر گناهه ڪندڙ کي سزا ڏيندو. جن شريعت جي ملڻ ڪان سواءِ
گناهه ڪيو، سي شريعت ڪان سواءِ ئي ناس ٿيندا ۽ جن شريعت هوندي
گناهه ڪيو، تن جو فيصلو به شريعت موجب ٿيندو. (۱۳) ڇالاءِجو شريعت
جي ٻڌڻ وارا خدا ڏانهن سچار نه ٿا بڻجن، پر خدا ڏانهن اهي سچار بڻجن ٿا.

---

۲:۱ مت ۷:۱، لو ۶:۳۷ ۲:۶ زب ۶۲:۱۲، مثل ۲۴:۱۲ ۲:۱۱ شر ۱۰:۱۷

جيڪي شريعت تي عمل ڪن ٿا. ⑭ غير قومون جن وٽ شريعت ڪانهي
سي جيڪڏهن پنهنجي فطرت موجب شريعت جهڙا ڪم ڪن ٿيون ته
اهي پنهنجي لاءِ پاڻ شريعت آهن، توڙي جو انهن وٽ شريعت نه آهي.
⑮ ڇالاءِجو انهن قومن جي عمل مان خبر پوي ٿي ته شريعت جون ڳالهيون
سندن دلين تي اُڪريل آهن ۽ سندن ضمير انهن ڳالهين جي شاهدي ٿو ڏئي.
انهن جا خيال ڪڏهن پنهنجو پاڻ تي تهمت ٿا هڻن ته ڪڏهن پاڻ کي ڇٽل
ٿا رکن. ⑯ انهن ڳالهين جو فيصلو انهيءَ ڏينهن ٿيندو جنهن ڏينهن خدا عيسيٰ
مسيح جي معرفت ماڻهن جي دلين جي لڪل ڳالهين جو فيصلو ڪندو ۽
اهو منهنجي انهيءَ خوشخبريءَ مطابق آهي جنهن جي آءٌ تبليغ ٿو ڪريان.

## يهودي ۽ شريعت

⑰ تون ڪير آهين جو پاڻ کي يهودي ٿو سڏائين؟ تون شريعت تي ڀروسو
ٿو رکين ۽ خدا تي فخر ٿو ڪرين. ⑱ تو کي خبر آهي ته خدا جي رضا
تنهنجن ڪهڙن ڪمن ۾ آهي، تو کي شريعت مان خبر پيئي آهي ته صحيح
رستو ڪهڙو آهي. ⑲ تو کي يقين آهي ته تون انڌن لاءِ رهبر ۽ انهن لاءِ روشني
آهين جيڪي اونداهيءَ ۾ آهن. ⑳ تون بيوقوفن جو سڌاريندڙ ۽ جوانن لاءِ
استاد آهين. تو کي يقين آهي ته سچو علم ۽ سچ تو وٽ شريعت ۾ موجود
آهي. ㉑ تون ٻين کي ته سيکارين ٿو پر پاڻ کي ڇو نه ٿو سيکارين؟ تون تبليغ
ته ڪرين ٿو ته ”چوري نه ڪر.“ پر تون پاڻ چوري ڇو ٿو ڪرين؟ ㉒ تون
چوين ٿو ته ”زنا نه ڪر.“ پر تون پاڻ زنا ڇو ٿو ڪرين؟ تون بتن کان ته
نفرت ڪرين ٿو، پر تون خدا جي بيحرمتي ڇو ٿو ڪرين؟ ㉓ اي يهودي!
تون شريعت تي فخر ته ڪرين ٿو، پر تون پاڻ شريعت جا حڪم ٽپي خدا
جي بيحرمتي ڇو ٿو ڪرين؟ ㉔ ڇا هي لکيل نه آهي ته ”اوهان يهودين جي
ڪري ئي غير قومون خدا جي نالي خلاف ڪفر بڪين ٿيون.“
㉕ طهر ڪرائڻ مان ته بيشڪ فائدو آهي، پر تڏهن جڏهن تون شريعت
تي عمل ڪرين. پر جيڪڏهن تون شريعت تي عمل ئي نه ٿو ڪرين ته پوءِ
تنهنجو طهر جهڙو ٿيو تهڙو نه ٿيو. ㉖ جيڪڏهن ڪنهن غير قوم واري جو

طهر ٿيل نه آهي، پر هو شريعت جي حڪمن تي عمل ڪري ٿو، ته ڇا خدا
ڪيس طهريلن جهڙو ڪري نه ڳڻيندو؟ (۲۷) اوهان يهودين کي غير قومون ڏوهدار
ٺهرائينديون، ڇاڪاڻ ته اوهين شريعت تي عمل نه ٿا ڪريو، جيتوڻيڪ اوهان
وٽ شريعت لکيل آهي ۽ اوهان جو طهر به ٿيل آهي. پر غير قومون شريعت تي
عمل ڪن ٿيون، جيتوڻيڪ انهن جو طهر ٿيل نه آهي. (۲۸) اهو ماڻهو ڪڏهن
به يهودي نه آهي، جيڪو رڳو نالي جو يهودي هجي ۽ نه ئي اهو طهر آهي،
جيڪو رڳو ظاهري ۽ جسماني طهر هجي. (۲۹) پر يهودي اهو آهي جنهن جي
دل خدا ڏانهن سچي آهي. طهر اهو آهي جو دلي ۽ روحاني آهي ۽ نه شرعي.
اهڙي طهر جي ساراهه ماڻهن جي واتان نه پر خدا جي طرفان ٿئي ٿي.

## خدا جي وفاداري

۳ (۱) ته پوءِ يهودي ٿي طهر ڪرائڻ مان ڪهڙو فائدو آهي؟ (۲) گهڻو ئي
فائدو آهي. پهريون فائدو ته خدا کين پنهنجو ڪلام سونپيو. (۳) پوءِ
جيڪڏهن انهن مان ڪن وفاداري نه ڪئي ته ڇا انهن جي بيوفائي خدا جي
وفاداريءَ کي بيڪار بڻائيندي؟ (۴) ائين بلڪل نه آهي، خدا سچو آهي توڙي
جو هر هڪ انسان ڪوڙو هجي، جيئن لکيل آهي ته

"اي خدا! تون هميشه پنهنجن ڳالهين ۾
سچو ثابت ٿيو آهين،
۽ هر آزمائش ۾ ڪامياب ٿيو آهين."

(۵) پر آءٌ ماڻهن جي ئي بحث مطابق پڇي سگهان ٿو ته جيڪڏهن
اسان جي بڇڙائيءَ جي ڪري خدا جو انصاف ظاهر ٿئي ٿو ته پوءِ ڇا اسين
ائين چئون ته خدا بي‌انصاف آهي، جو هو غضب ٿو نازل ڪري؟ (۶) ائين
بلڪل نه آهي، ڇالاءِجو جيڪڏهن ائين هجي ته پوءِ خدا ڪهڙيءَ طرح
جهان جو انصاف ڪندو؟

(۷) ڪو ماڻهو چوي ته جيڪڏهن منهنجي ڪوڙ جي ڪري خدا جي
سچائي ايتري ته وڌيڪ پڌري ٿي جو سندس جلوو ظاهر ٿيو، ته پوءِ مون
تي گنهگار وانگر فتويٰ ڇو ٿي جاري ڪئي وڃي؟ (۸) پوءِ اوهين به ڇو نه

۲۹:۲ شر ۶:۳۰ ۴:۳ زب ۴:۵۱

چئو ته ”اسين بچڙا ڪم ڪريون ته انهيءَ مان ڀلائي ٿئي“؟ ڪي ماڻهو
اسان تي هيءَ تهمت ٿا هڻن ته اها ئي اسان جي تعليم آهي. اهڙن ماڻهن
جو ڏوهي ٺهڻ ئي انصاف آهي.

## ڪوبه سچار نه آهي

۹ پوءِ ڀلا، اسين يهودي ڪنهن به نموني ٻين قومن کان بهتر آهيون ڇا؟
نه، بلڪل نه. مون اوهان کي اڳي ئي ٻڌايو آهي ته يهودي ۽ غير قوم وارا سڀ
برابر آهن ۽ سڀئي هڪ جهڙا گناهن ۾ ڦاتل آهن. ۱۰ جيئن لکيل آهي ته

”ڪوبه سچار نه آهي، هڪڙو به نه.
۱۱ ڪوبه سمجهو نه آهي،
ڪوبه خدا جو طالبو نه آهي.
۱۲ سڀني ماڻهن خدا کان منهن موڙيو آهي،
سڀئي گمراهه ٿي ويا آهن.
ڪوبه نيڪي ڪندڙ ڪونهي، نه هڪڙو به نه.
۱۳ انهن جا وات کليل قبرن مثل آهن،
يعني انهن جي زبانن مان ٺڳي نڪري ٿي.
سندن چپن مان نڪتل لفظ
نانگ جي زهر وانگر آهن.
۱۴ انهن جا وات،
ڦٽ لعنت ۽ نفرت سان ڀريل آهن.
۱۵ انهن جا قدم،
خونريزي ڪرڻ لاءِ تڪڙا ٿا هلن.
۱۶ اُهي جتي به وڃن ٿا ته
تباهي ۽ مصيبت ٿا پکيڙين.
۱۷ انهن کي امن جي رستي جي سُڌِ نه آهي،
۱۸ نه وري ڪين ڪو خدا جو خوف ئي آهي.“

۳:۱۰-۱۲ زبـ ۱۴:۱-۳، ۵۳:۱-۳ ۳:۱۳ زبـ ۵:۹، ۱۴۰:۳ ۳:۱۴ زبـ ۱۰:۷
۳:۱۵-۱۷ يس ۵۹:۷-۸ ۳:۱۸ زبـ ۳٦:۱

⑲ اسان کي خبر آهي ته شريعت رڳو انهن تي واجب آهي جيڪي
شريعت تحت رهن ٿا. آخرڪار نتيجو اهو نڪتو ته ڪوبه ماڻهو ائين چئي
نه ٿو سگهي ته ڪيس گناهه جي خبر ڪانه هئي، بلڪ سڄي دنيا خدا
ڏانهن جوابدار آهي. ⑳ مطلب ته شريعت جي حڪمن تي عمل ڪرڻ سان
ڪوبه ماڻهو خدا ڏانهن سچار ٿي نه ٿو سگهي. شريعت جي وسيلي ته رڳو
ڪيس گناهن جي خبر پوي ٿي.

## ايمان جي وسيلي خدا ڏانهن سچار ٿيڻ

㉑ هاڻي ته اهو ظاهر ٿي چڪو آهي ته خدا ماڻهن کي پاڻ ڏانهن ڪيئن
سچار ڪري ٿو. شريعت جو ان سان ڪوبه واسطو نه آهي. انهيءَ ڳالهه جي
شاهدي شريعت ۽ نبي ڏين ٿا. ㉒ خدا ماڻهن کي عيسيٰ مسيح تي ايمان آڻڻ
جي ئي وسيلي پاڻ ڏانهن سچار ڪري ٿو. خدا سڀني سان ائين ڪري ٿو
جيڪي مسيح تي ايمان آڻين ٿا، توڙي جو اهي يهودي هجن يا غير يهودي.
㉓ سڀني ماڻهن گناهه ڪيو آهي ۽ خدا جي جلوي کان محروم آهن. ㉔ رڳو
خدا جي فضل جي بخشش جي ڪري اهي عيسيٰ مسيح جي وسيلي خدا
ڏانهن سچار بڻجن ٿا، جيڪو کين گناهن کان ڇڏائي ٿو. ㉕ عيسيٰ مسيح
جي قربانيءَ جي ڪري خدا کيس اهڙو ڪفارو بڻايو جو جيڪوبه مٿس ايمان
آڻيندو ته ان جا گناهه معاف ٿيندا. ان مان اهو ظاهر ٿو ٿئي ته خدا ماڻهن
کي پاڻ ڏانهن ڪيئن سچار ڪري ٿو. هن کان اڳي خدا صبر ڪيو ۽
ماڻهن جي ڏوهن کي درگذر ڪيائين. ㉖ پر هاڻي خدا پنهنجو انصاف ظاهر
ڪري ٿو. جيئن ته هو پاڻ سچو آهي ۽ هر انهيءَ کي پاڻ ڏانهن سچار بڻائي
ٿو، جيڪو عيسيٰ تي ايمان آڻي ٿو.

㉗ پوءِ اسان کي فخر ڪرڻ نه گهرجي، ڇالاءِجو اسين شريعت تي عمل
ڪرڻ سان نه، پر رڳو ايمان جي ئي وسيلي خدا ڏانهن سچار ٿي سگهون
ٿا. ㉘ آخرڪار نتيجو اهو نڪتو جو اسين شريعت تي عمل ڪرڻ سان نه،
پر رڳو ايمان جي وسيلي خدا ڏانهن سچار ٿي سگهون ٿا. ㉙ ڇا خدا رڳو
يهودين جو خدا آهي؟ ڇا هو غير قومن جو خدا نه آهي؟ هائو، هو بلڪل

۳:۲۰ زبـ ۱۴۳:۲، گل ۱٦:۲ ۳:۲۲ گل ۱٦:۲

آهي. (۳۰) خدا واحد آهي ۽ هو طهريلن ۽ اڻطهريلن کي سندن ايمان آڻڻ
ڪري پاڻ ڏانهن سچار ڪري ٿو. (۳۱) ڇا هن جو مطلب اهو ٿيو ته اسين
ايمان آڻڻ جي ڪري شريعت کي منسوخ ٿا ڪريون؟ نه، بلڪل نه، اسين
ته شريعت کي قائم ٿا ڪريون.

## ابراهيم جو مثال

۴
(۱) اسين پنهنجي ڏاڏي ابراهيم بابت ڇا چئون؟ هن کي ڇا حاصل
ٿيو؟ (۲) جيڪڏهن ابراهيم پنهنجي عملن جي ڪري خدا ڏانهن سچار
ٿيو هجي ها ته کيس فخر ڪرڻ جو سبب هجي ها، پر هو خدا جي حضور
۾ فخر ڪري نه سگهيو. (۳) پاڪ ڪتاب ۾ لکيل آهي ته "ابراهيم خدا تي
ايمان آندو ۽ انهيءَ ڪري خدا کيس پاڻ ڏانهن سچار ليکيو." (۴) جيڪڏهن
ڪو ماڻهو ڪم ڪري ٿو ته ان جو بدلو بخشش نه پر اجر ٿو ڪري ليکجي.
(۵) پر جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪم نه ٿو ڪري ۽ رڳو ان خدا تي ايمان آڻي ٿو
جيڪو گنهگارن کي پاڻ ڏانهن سچار ڪري ٿو، ته سندس ايمان سچائي
ڪري ٿو ليکجي. (۶) خدا جنهن ماڻهوءَ کي سندس عملن کان سواءِ ئي پاڻ
ڏانهن سچار ليکي ٿو، تنهن کي دائود به هيئن سڳورو ٿو سڏي ته

(۷) "سڳورا آهن اُهي، جن جا ڏوهه خدا معاف ڪيا
۽ سندن گناهه ڍڪي ڇڏيائين.
(۸) سڳورو آهي اُهو، جنهن جا گناهه
خداوند حساب ۾ ڪين آڻيندو."

(۹) ڇا اها سڳورائپ دائود رڳو انهن لاءِ چئي آهي جيڪي طهريل آهن؟
نه. پر ان جو واسطو انهن سان به آهي جيڪي طهريل نه آهن، ڇاڪاڻ ته
اسان اڳ ۾ چيو آهي ته "ابراهيم خدا تي ايمان آندو ۽ سندس ايمان جي ئي
ڪري خدا کيس سچار ليکيو." (۱۰) اها سڳورائپ ابراهيم کي ڪڏهن ملي؟
کيس طهر ڪرائڻ کان اڳ ۾ ملي يا پوءِ؟ اها ابراهيم کي طهر ڪرائڻ کان
پوءِ نه پر اڳ ۾ ملي هئي. (۱۱) ابراهيم جو طهر پوءِ ٿيو ۽ اهو طهر هڪ ثابتيءَ

۳:۳۰ شر ۶:۴، گل ۳:۲۰ — ۴:۳ پيد ۱۵:۶، گل ۳:۶ — ۴:۷-۸ زب ۳۲:۱-۲
۴:۱۱ پيد ۱۷:۱۰

جو نشان هو ته خدا ڪيس طرح ڪان اڳ ۾ سندس ايمان جي ڪري
سچار ڪري قبول ڪيو. سو ابراهيم انهن سڀني جو پيءُ آهي، جيڪي خدا
تي ايمان آڻين ٿا ۽ هو کين سچار ڪري قبول ڪري ٿو، جيتوڻيڪ اهي
طهريل نه آهن. ⑫ هو انهن جو به پيءُ آهي جيڪي طهريل آهن، نه رڳو انهيءَ
لاءِ ته اُهي طهريل آهن، پر انهيءَ لاءِ به ته اُهي ايمان جي اهڙي زندگي گذارين
ٿا جهڙي اسان جي پيءُ ابراهيم طهر ڪان اڳ واريءَ حالت ۾ گذاري.

## خدا جو واعدو، ايمان جي وسيلي

⑬ خدا ابراهيم ۽ سندس اولاد سان واعدو ڪيو هو ته هو کين دنيا جو
وارث بڻائيندو. پر هي واعدو انهيءَ ڪري نه ڪيو ويو ته ابراهيم شريعت جي
حڪمن تي عمل ڪندو هو، بلڪ انهيءَ ڪري جو هن ايمان آندو هو ۽
خدا کيس پاڻ ڏانهن سچار ليکيو هو. ⑭ ڇالاءِجو جيڪڏهن دنيا جي وارث
بڻائڻ جو واعدو خدا انهن سان ڪيو آهي جيڪي شريعت تي عمل ڪن ٿا،
ته پوءِ خدا تي ايمان آڻڻ اجايو ۽ خدا جو واعدو بيڪار آهي. ⑮ شريعت
خدا جو غضب پيدا ڪري ٿي، پر جتي شريعت ئي نه آهي ته اُتي سندس
حڪمن جي ڀڃڪڙي به نه آهي.

⑯ تنهنڪري اهو واعدو ايمان جي بنياد تي ۽ خدا جي فضل جي نتيجي
۾ ٿيو، ته جيئن اهو ابراهيم جي سڄي اولاد لاءِ قائم رهي. نه رڳو انهن
لاءِ جن وٽ شريعت آهي، پر انهن لاءِ به جيڪي ابراهيم وانگر ايمان آڻين
ٿا، ڇالاءِجو ابراهيم اسان سڀني جو پيءُ آهي. ⑰ جيئن لکيل آهي ته ”اي
ابراهيم! مون تو کي گهڻين قومن جو پيءُ بڻايو آهي.“ اهو واعدو سچو آهي،
ڇالاءِجو ابراهيم جو خدا تي ايمان هو جيڪو مئلن کي جيئرو ڪري ٿو ۽
سندس حڪم انهن شين کي وجود ڏئي ٿو جيڪي اڳ ۾ موجود نه آهن.
⑱ جيتوڻيڪ اميد پوري ٿيڻ جهڙي نه هئي، تنهن هوندي به ابراهيم اميد رکي
خدا تي ايمان آندو ۽ هو ”گهڻين قومن جو پيءُ“ بڻيو. جيئن لکيل آهي ته
”تنهنجو گهڻو ئي نسل ٿيندو.“ ⑲ هن جي ايمان ۾ فرق نه آيو، جيتوڻيڪ

۴:۱۲ پيد ۱۷:۴-۶، ۲۲:۱۷-۱۸، گل ۳:۲۹ ۴:۱۴ گل ۳:۱۸ ۴:۱۶ گل ۳:۷
۴:۱۷ پيد ۱۷:۵ ۴:۱۸ پيد ۱۵:۵ ۴:۱۹ پيد ۱۷:۱۷

هو اٽڪل سؤ ورهين جو هو ۽ ڄاڻائين ٿي ته سندس مرداڻي طاقت اڳ ۾ ئي
ختم ٿي چڪي آهي ۽ ساره ۾ به ڄڻڻ جي اميد ڪانه هئي. (۲۰) پر هن جو
ايمان نه لڏيو ۽ خدا جي واعدي تي ذرو به شڪ نه ڪيائين ۽ هو ايمان ۾
وڌيڪ پڪو ٿي خدا جي واکاڻ ڪرڻ لڳو. (۲۱) هن کي پورو يقين هو ته خدا
جيڪو واعدو ڪيو آهي سو پورو ٿيندو. (۲۲) اهو ئي سبب هو جو خدا ابراهيم
کي سندس ايمان جي وسيلي سچار ليکيو. (۲۳) اهي لفظ ته ”هو سچار ليکيو
ويو“ رڳو ابراهيم لاءِ لکيل نه آهن، (۲۴) پر اسان لاءِ به لکيل آهن، جن کي
خدا سچار ڪري قبول ڪندو، ڇالاءِجو اسين به انهيءَ خدا تي ايمان آڻيون
ٿا جنهن اسان جي خداوند عيسيٰ کي مئلن مان جيئرو ڪيو. (۲۵) اسان جي
گناهن جي لاءِ هن کي موت جي حوالي ڪيو ويو ۽ وري کيس جيئرو ڪيو
ويو، ته جيئن هو اسان کي خدا ڏانهن سچار بڻائي.

## خدا سان ميلاپ

۵ (۱) جيئن ته اسين ايمان جي ڪري سچار بڻايا ويا آهيون، تنهنڪري
اسان جو پنهنجي خداوند عيسيٰ مسيح جي وسيلي خدا سان ميلاپ
ٿي ويو آهي. (۲) مسيح اسان کي ايمان جي وسيلي خدا جي فضل تائين
پهچايو آهي، جنهن تي اسين ثابت قدم آهيون. ته پوءِ انهيءَ اميد تي خوشي
ڪريون ته اسين خدا جو جلوو ماڻينداسين. (۳) نه رڳو ايترو پر پنهنجن مصيبتن
۾ به خوشي ڪريون، ڇالاءِجو اسان کي خبر آهي ته مصيبت مان صبر پيدا
ٿئي ٿو. (۴) صبر مان خدا جي رضامندي پيدا ٿئي ٿي ۽ سندس رضامنديءَ مان
اميد پيدا ٿئي ٿي. (۵) اسان کي انهيءَ اميد مان مايوسي نه ٿي ٿئي، ڇاڪاڻته
پاڪ روح، جيڪو اسان کي ڏنو ويو آهي، تنهن جي وسيلي خدا جو پيار
اسان جي دلين ۾ اوتيو ويو آهي.
(۶) جڏهن اسين اڃا لاچار ئي هئاسين ته بلڪل انهيءَ وقت مسيح اسان
بدڪارن لاءِ جان ڏني. (۷) ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ اهو مشڪل آهي جو هو ڪنهن
سچار خاطر جان ڏئي، پر اهو به ٿي سگهي ٿو ته ڪو ماڻهو دل ٻڌي ڪري
ڪنهن نيڪ ماڻهوءَ لاءِ جان ڏئي. (۸) پر خدا اسان سان پنهنجو پيار انهيءَ مان

**۲۵:۴** يس ۵۳:۴-۵

ثابت تو ڪري جو جڏهن اسين اڃا گنهگار ئي هئاسين تہ مسيح اسان جي
لاءِ مئو. ⑨ جڏهن هن جي موت جي وسيلي اسين خدا ڏانهن سچار ٺهراياسين
تہ انهيءَ ڪان ڪيترو نہ وڌيڪ اسين مسيح جي وسيلي خدا جي غضب کان
بچي ويندا سين. ⑩ اڳي خدا جا دشمن هئاسين، پر سندس فرزند جي موت
جي وسيلي اسان جو هن سان ميلاپ ٿي ويو. هاڻي جڏهن اسين خدا جا
دوست آهيون، تڏهن اسين ڪيترو نہ وڌيڪ مسيح جي حياتيءَ جي وسيلي
بچي ويندا سين. ⑪ نہ رڳو ايترو پر اسين خدا جي حضور ۾ پنهنجي خداوند
عيسيٰ مسيح جي معرفت خوشي ٿا ڪريون، ڇاڪاڻ تہ ان جي ئي وسيلي
اسان جو خدا سان ميلاپ ٿيو آهي.

## آدم ۽ مسيح

⑫ هڪڙي ماڻهوءَ جي ڪري دنيا ۾ گناهہ آيو، گناهہ جي سبب موت
آيو ۽ موت سڀني دنيا ۾ پکڙجي ويو، ڇالاءِجو سڀني ماڻهن گناهہ ڪيو.
⑬ شريعت جي ملڻ کان اڳ ۾ بہ دنيا ۾ گناهہ هو، پر جتي شريعت ئي
ڪانهي اُتي گناهن جو حساب بہ نہ ٿو رکيو وڃي. ⑭ آدم کان وٺي موسيٰ
تائين سڀني ماڻهن تي موت جي حڪمراني هئي، جيتوڻيڪ انهن مان ڪن
آدم جهڙو گناهہ يعني خدا جي حڪم جي نافرماني ڪئي.
آدم انهيءَ شخص جو مثال هو، جيڪو پوءِ اچڻ وارو هو. ⑮ پر ٻئي
هڪ جهڙا نہ آهن، ڇاڪاڻ تہ خدا جي بخشش آدم جي ڏوهہ جهڙي نہ
آهي. اهو سچ آهي تہ انهيءَ هڪڙي شخص جي گناهہ جي ڪري گهڻائي
ماڻهو مري ويا ۽ وري هڪڙي ئي شخص يعني عيسيٰ مسيح جي فضل
جي وسيلي گهڻن ئي ماڻهن کي خدا جو فضل ۽ بخشش جهجهي انداز ۾
ملي. ⑯ خدا جي بخشش ۽ هڪڙي ماڻهوءَ جي ڏوهہ ۾ فرق آهي، ڇالاءِجو
هڪڙي ئي جي ڏوهہ کان پوءِ سزا جو حڪم جاري ٿيو، پر گهڻائي ماڻهو
گناهن ڪرڻ کان پوءِ بہ خدا جي انهيءَ فضل جي بخشش ڪري ڇٽي
ويا. ⑰ اهو سچ آهي تہ هڪڙي ماڻهوءَ جي ڏوهہ جي ڪري ۽ انهيءَ ماڻهوءَ
جي ئي وسيلي موت حڪمراني ڪئي. پر هڪڙي ئي ماڻهوءَ يعني عيسيٰ

---

۱۲:۵ پيد ۳:۶

مسيح جي ڪم جو ڪيڏو نه وڏو ڦل آهي جو اهي جو اهي سڀ هن جي وسيلي
زندگيءَ ۾ حڪمراني ڪندا، جن کي خدا جي انهيءَ فضل جي گهڻائي ۽
سچائيءَ جي بخشش ملي آهي.
⑱ جهڙيءَ طرح هڪڙي ماڻهوءَ جي ڏوهه جي ڪري سڀني ماڻهن لاءِ سزا
جو حڪم مليو، تهڙيءَ طرح هڪڙي ماڻهوءَ جي سچائيءَ واري ڪم جي
ڪري سڀ ماڻهو ڇٽي ويندا ۽ کين زندگي ملندي. ⑲ جيئن هڪڙي ماڻهوءَ
جي نافرمانيءَ جي ڪري گهڻا ماڻهو گنهگار ٺهيا، تيئن هڪڙي ئي ماڻهوءَ جي
فرمانبرداريءَ جي ڪري گهڻا ئي ماڻهو خدا ڏانهن سچار بڻايا ويندا.
⑳ شريعت جي ملڻ کان پوءِ ڏوهه وڌيا. گناهه ڪٿي ڪيترا به وڌيا پر خدا
جو فضل انهيءَ کان به وڌي ويو، ㉑ ۽ جيئن گناهن جي حڪمراني موت جي
وسيلي آهي تيئن خدا جي فضل جي حڪمراني سچائيءَ جي وسيلي آهي،
جيڪا اسان کي خداوند عيسيٰ مسيح جي وسيلي دائمي زندگي بخشي ٿي.

## گناهن جي ڪري مئل، پر مسيح جا هئڻ ڪري زنده

٦ ① ته پوءِ ڇا اسين ائين چئون ته گناهه ڪندا رهون ته جيئن خدا جو
فضل وڌيڪ ٿئي؟ ② نه، بلڪل نه. اسين گناهه جي نسبت مئل آهيون
ته پوءِ ڪيئن ان ۾ وڌيڪ جيئرا رهي سگهنداسين. ③ ڇا اوهان کي اها
خبر نه آهي ته اسين جيڪي به بپتسما وٺي عيسيٰ مسيح سان گڏجي هڪ
ٿيا هئاسين، سي انهيءَ ئي بپتسما سان سندس مرڻ ۾ به هڪ ٿيا هئاسين؟
④ تنهنڪري اسين سندس مرڻ ۾ بپتسما جي وسيلي هن سان گڏ دفن ٿي
ويا هئاسين، انهيءَ لاءِ ته جيئن مسيح پنهنجي پيءُ جي جلوي سان مئلن مان
جيئاريو ويو تيئن اسين به نئين زندگيءَ ۾ گذاريون.
⑤ جيڪڏهن اسين مسيح جي مرڻ ۾ ساڻس گڏ شامل هئاسين ته ساڳيءَ
طرح سندس جيئري ٿي اٿڻ ۾ به ضرور شامل ٿينداسين. ⑥ ڇالاءِجو اسان
کي خبر آهي ته اسان جي اڳين انسانيت مسيح سان گڏ صليب تي چاڙهي
ويئي، ته جيئن اسان جون گناهه ڪرڻ واريون نفساني خواهشون ناس ٿي
وڃن ۽ اڳتي اسين گناهه جي غلاميءَ کان ڇٽي پئون، ⑦ ڇاڪاڻ ته جيڪو

٦:٤ ڪل ٢:١٢

مري ويو سو گناھہ کان ڇٽي ويو. (٨) جيڪڏھن اسين مسيح سان گڏجي
ھڪ ٿي مئا آھيون، تہ پوءِ اھو اسان جو ايمان آھي تہ ساڻس گڏ جيئرا بہ ضرور
ٿينداسين. (٩) اسانِ کي اھا بہ خبر آھي تہ مسيح مئلن مان جيئرو ٿي اٿيو آھي
۽ وري مرڻ جو نہ آھي، ڇالاءِجو ھاڻي موت جو مٿس ڪوبہ اختيار نہ آھي.
(١٠) جڏھن ھو مئو تہ گناھہ جي نسبت ھڪ دفعو مئو، پر ھاڻي جيڪڏھن
ھو جيئرو آھي تہ خدا جي نسبت جيئرو آھي. (١١) اھڙيءَ طرح اوھين بہ پاڻ
کي گناھہ جي نسبت مئل سمجھو، پر خدا جي نسبت عيسيٰ مسيح سان
گڏجي ھڪ ٿيڻ ڪري پاڻ کي جيئرو سمجھو.
(١٢) تنھنڪري اوھين پنھنجي ھن فاني جسم ۾ گناھہ کي حڪمراني
ڪرڻ نہ ڏيو، متان اوھين گناھن جي خواھش جي تابعداري ڪريو.
(١٣) پنھنجي جسم جي عضون کي گناھہ جي حوالي نہ ڪريو، متان اھي
بڇڙائيءَ جا ھٿيار ٿين. پر پاڻ کي مئلن مان جيئرو سمجھي خدا جي حوالي
ڪريو تہ جيئن اوھان جي جسم جا عضوا سچائيءَ جا ھٿيار ٿين. (١٤) ڇالاءِجو
ھاڻي گناھہ جو اوھان تي ڪوبہ اختيار نہ آھي، انھيءَ لاءِ تہ ھاڻي اوھين
شريعت جي تابع نہ پر خدا جي فضل جي تابع آھيو.

## سچائيءَ جا غلام

(١٥) پوءِ ڇا اسين گناھہ ڪريون، انھيءَ لاءِ تہ ھاڻي اسين شريعت جي نہ
پر خدا جي فضل جي تابع آھيون؟ نہ، بلڪل نہ. (١٦) اوھان کي خبر آھي تہ
جيڪڏھن اوھين غلامن وانگر ڪُنھن جي تابعداري ڪريو ٿا تہ اوھين انھيءَ
ماڻھوءَ جا غلام آھيو. ھاڻي جيڪڏھن اوھين گناھہ جي تابعداري ڪندا
تہ ان جو نتيجو موت آھي. پر جيڪڏھن خدا جي تابعداري ڪندا تہ ھو
اوھان کي سچار ڪري قبول ڪندو. (١٧) خدا جو شڪر آھي جو جيتوڻيڪ
اوھين گناھہ جا غلام ھئا، پر جيڪا تعليم اوھان کي ڏني ويئي تنھن جي
اوھان دل‌وجان سان تابعداري ڪئي. (١٨) اوھين گناھہ جي غلاميءَ کان آزاد
ٿيا آھيو ۽ ھاڻي اوھين سچائيءَ جا غلام ٿيا آھيو. (١٩) جيئن تہ مون کي اوھان
جي انساني ڪمزورين جي خبر آھي، سو آءٌ اوھان کي عام رواجي لفظن
۾ چوان ٿو تہ جيئن اڳي اوھان بڇڙائي ڪرڻ لاءِ پاڻ کي حرامڪاريءَ ۽

بدڪاريءَ جي غلاميءَ ۾ ڏيئي ڇڏيو هوو تيئن هاڻي پاڪ ٿيڻ لاءِ پاڻ کي
سچائيءَ جي غلاميءَ ۾ ڏيئي ڇڏيو.
(٢٠) جڏهن اوهين گناهہ جا غلام هئا، تڏهن سچائيءَ جي نسبت آزاد هئا.
(٢١) سو جن ڪمن جي ڪري اوهين هن مهل شرمسار آهيو، تن مان انهيءَ
وقت اوهان کي ڪهڙو فائدو مليو؟ ڪجهہ بہ نہ، ڇالاءِجو انهن ڪمن جو
نتيجو موت آهي. (٢٢) پر هاڻي اوهين گناهن کان آزاد ڪيا ويا آهيو ۽ خدا جا
غلام ٿيا آهيو، جنهن جو اجر اوهان جي پاڪائي آهي ۽ جنهن جو نتيجو آهي
دائمي زندگي. (٢٣) ڇالاءِجو گناهہ جو اجر موت آهي. پر خدا جي بخشش
اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح جي معرفت دائمي زندگي آهي.

## شريعت نڪاح مثل

(١) اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اوهين شريعت کان واقف آهيو. تنهنڪري ڄاڻو ٿا
تہ جيستائين انسان جيئرو آهي تيستائين شريعت جو مٿس حڪم هلي
ٿو. (٢) مثلاً، شريعت موجب زال مڙس سان سندس حياتيءَ تائين ٻڌل رهي
ٿي. پر جيڪڏهن اهو مڙس مري وڃي تہ هوءَ سندس نڪاح کان ڇٽل آهي.
(٣) جيڪڏهن اها عورت مڙس جي جيئري ئي ڪنهن ٻئي مرد سان لاڳاپا
رکي ٿي تہ اها عورت زناڪار سڏبي. پر جيڪڏهن سندس مڙس مري وڃي
تہ هوءَ شريعت موجب آزاد آهي ۽ پوءِ جيڪڏهن ڪنهن بہ مرد سان شادي
ڪري ٿي تہ اها عورت زناڪار نہ سڏبي. (۴) منهنجا ڀائرؤ ۽ ڀينرون، اهڙيءَ
طرح عيسيٰ جي جسماني موت جي وسيلي اوهين بہ شريعت جي نسبت ۾
مري ويا آهيو. هاڻي اوهين مسيح جي بدن جا عضوا آهيو ۽ اوهين انهيءَ جا ئي
آهيو جيڪو مئلن مان جيئرو ٿيو. اهو انهيءَ لاءِ ٿيو تہ اسين خدا جي لائق ڦل
جهليون. (٥) جڏهن اسين رڳو انساني فطرت موجب رهندا هئاسين، تڏهن
اسان جون نفساني خواهشون، جيڪي شريعت جي ڪري ظاهر ٿي ٿيون
سي اسان تي قابض هيون، جنهن ڪري اسان موت لائق ڦل جهليوسين.
(٦) پر هاڻي اسين شريعت کان ڇٽل آهيون، ڇالاءِجو جنهن سان اسين ٻڌل
هئاسين تنهن جي نسبت تہ مئاسين. هاڻي اسين پراڻن لکيل حڪمن جا پابند
نہ آهيون، بلڪ پاڪ روح جي نئين طريقي جا.

## شريعت ۽ گناهه

(۷) پوءِ ڇا اسين ائين چئون ته شريعت گناهه آهي؟ نه، بلڪل نه، ڇالاءِجو
جيڪڏهن شريعت نه هجي ها ته مون کي گناهه جي خبر نه پوي ها.
جيڪڏهن شريعت نه چوي ها ته ”لالچ نه ڪر“ ته مون کي لالچ جي خبر
نه پوي ها. (۸) پر گناهه کي وجهه ملي ويو. سو هن انهيءَ شرعي حڪم
جي ڪري مون ۾ هر طرح جي لالچ پيدا ڪئي، ڇالاءِجو شريعت کان
سواءِ گناهه مئل آهي. (۹) ڪو وقت هو جڏهن آءٌ شريعت کان سواءِ جيئرو
هوس، پر جڏهن شرعي حڪم آيو ته گناهه جيئرو ٿي پيو ۽ آءٌ مري ويس.
(۱۰) اهو ئي شرعي حڪم جنهن جو مقصد هو مون کي زندگي بخشڻ، سو
ئي منهنجي لاءِ موت جو سبب بڻجي پيو. (۱۱) ڇالاءِجو گناهه کي وجهه
ملي ويو ۽ شرعي حڪم جي وسيلي مون کي برغلايائين ۽ انهيءَ ئي شرعي
حڪم جي وسيلي مون کي ماري وڌائين.
(۱۲) تڏهن شريعت پاڻ پاڪ آهي ۽ سندس حڪم به پاڪ، سچو ۽ چڱو
آهي. (۱۳) ته پوءِ جيڪا شيءِ چڱي آهي ته ڇا تنهن ئي مون کي ماريو؟
نه، بلڪل نه. پر گناهه پنهنجي گنهگاري ظاهر ڪرڻ لاءِ هڪ چڱي
شيءِ جو سهارو وٺي مون کي ماريو ۽ شرعي حڪم جي وسيلي گناهه حد
کان وڌيڪ بڇڙو ثابت ٿيو.

## اندروني ڪشمڪش

(۱۴) اسان کي خبر آهي ته شريعت روحاني آهي. پر آءٌ جسماني آهيان،
ڇالاءِجو آءٌ گناهه جو زرخريد غلام آهيان. (۱۵) مون کي پنهنجن ڪمن جي
ئي خبر نه ٿي پوي، ڇالاءِجو جيڪي ڪم آءٌ ڪرڻ گهران ٿو سي ته نه
ٿو ڪريان، پر اتلندو اهي ڪم ڪريان ٿو جن کان مون کي نفرت آهي.
(۱۶) جيڪڏهن آءٌ اهي ڪم ڪريان ٿو جيڪي حقيقت ۾ آءٌ ڪرڻ نه ٿو
گهران ته آءٌ قبول ٿو ڪريان ته شريعت سچي آهي. (۱۷) سو انهيءَ حالت ۾
ڪم ڪرڻ وارو آءٌ نه آهيان، پر اهو گناهه آهي جيڪو مون ۾ گهر ڪري

۷:۷ خر ۲۰:۱۷، شر ۵:۲۱ ۷:۱۱ پيد ۳:۱۳ ۷:۱۵ گل ۵:۱۷

وينو آهي، سو ئي اهي ڪم ڪري ٿو. (۱۸) مون کي خبر آهي ته مون ۾ يعني
منهنجي انساني فطرت ۾ ڪا به نيڪي ڪانه ٿي رهي. ڇالاءِجو منهنجي دل
۾ نيڪي ڪرڻ جي خواهش آهي، پر آءٌ ڪري نه ٿو سگهان. (۱۹) ڇاڪاڻ ته
آءٌ نيڪي ڪرڻ گهران ٿو، پر نه ٿو ڪريان ۽ آءٌ بڇڙا ڪم ڪرڻ نه ٿو گهران،
پر اُهي ڪريان ٿو. (۲۰) جيڪڏهن آءٌ اهڙا ڪم ٿو ڪريان جن جي ڪرڻ لاءِ
دل نه ٿي گهري، ته پوءِ انهن جي ڪرڻ وارو آءٌ نه آهيان، پر اهو گناهه ئي
آهي جيڪو مون ۾ گهر ڪري وينو آهي.
(۲۱) تنهنڪري مون کي هڪ اصول نظر ٿو اچي ته جڏهن آءٌ نيڪ ڪم
ڪرڻ گهران ٿو ته انهن جي بجاءِ بڇڙا ڪم ٿو ڪريان. (۲۲) منهنجي دل
خدا جي شريعت مان خوش آهي. (۲۳) پر مون کي پنهنجي جسم ۾ هڪ
ٻيو اصول به نظر اچي ٿو، جيڪو منهنجي عقل جي اصول سان جنگ
ڪري ٿو. اهو گناهه جو اصول آهي، جيڪو منهنجي جسم ۾ موجود
آهي ۽ اهو مون کي غلام بڻائي ٿو. (۲۴) آءٌ ڪيڏو نه ڪمبخت ماڻهو آهيان.
مون کي انهيءَ جسم کان ڪير ڇڏائيندو جنهن جي وسيلي موت ايندو؟
(۲۵) آءٌ خدا جو شڪر ادا ٿو ڪريان، جيڪو اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح
جي وسيلي مون کي ڇڏائيندو.

مطلب ته آءٌ پنهنجي عقل سان خدا جي شريعت جو تابعدار آهيان، پر آءٌ
پنهنجي انساني فطرت جي ڪري گناهه جي حڪم جو تابعدار آهيان.

## روحاني زندگي

۸ (۱) تنهنڪري جيڪي عيسيٰ مسيح سان گڏجي هڪ ٿي ويا آهن،
تن لاءِ هاڻي سزا جو حڪم نه آهي. (۲) ڇالاءِجو پاڪ روح جو اصول
جيڪو اسان کي عيسيٰ مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري زندگي ڏئي
ٿو، تنهن اسان کي گناهه ۽ موت جي اصول کان ڇڏايو آهي. (۳) جيڪو
ڪم انساني فطرت جي ڪمزوريءَ سبب شريعت نه ڪري سگهي سو
خدا ڪيو، يعني هن پنهنجي فرزند کي گنهگار انساني صورت ۾ موڪليو
ته جيئن هو اسان جي گناهن لاءِ قربان ٿئي ۽ گناهه کي سزاوار بڻائي.
(۴) اهو خدا انهيءَ لاءِ ڪيو ته اسين جيڪي انساني فطرت موجب نه پر

پاڪ روح موجب هلون ٿا، تن ۾ شريعت جي سچائي پوري ٿي وڃي.
⑤ جيڪي انساني فطرت موجب هلن ٿا سي انساني فطرت جا تابعدار
آهن. پر جيڪي پاڪ روح موجب هلن ٿا سي پاڪ روح جا تابعدار
آهن. ⑥ جيڪڏهن ڪنهن جي نيت انساني فطرت جي اثر هيٺ آهي
ته نتيجو موت آهي. پر جي ڪنهن جي نيت پاڪ روح جي اثر هيٺ
آهي ته نتيجو زندگي ۽ سلامتي آهي. ⑦ انساني نيت خدا جو دشمن
بڻائي ٿي، ڇالاءِجو اها نيت نه شريعت جي تابع آهي ۽ نڪي تابع ٿي
سگهي ٿي. ⑧ جيڪي انساني فطرت موجب هلن ٿا سي خدا کي راضي
ڪري نه سگهندا.

⑨ اوهين انساني فطرت موجب نه پر پاڪ روح موجب هلو ٿا، بشرطيڪ
اوهان ۾ خدا جو روح رهي. جنهن ماڻهوءَ ۾ مسيح جو روح نه آهي سو مسيح
جو نه آهي. ⑩ جيتوڻيڪ اوهان جو جسم گناهه جي ڪري مئل آهي، پر
جيڪڏهن مسيح اوهان ۾ آهي ته پوءِ اوهان جو روح زنده آهي، ڇالاءِجو
خدا اوهان کي پاڻ ڏانهن سچار بڻايو آهي. ⑪ جيڪڏهن اوهان ۾ خدا جو
روح موجود آهي، جنهن عيسيٰ کي مئلن مان جيئرو ڪيو، ته پوءِ جنهن
مسيح کي مئلن مان جياريو سو پنهنجي روح جي وسيلي جيڪو اوهان ۾
رهي ٿو، اوهان جي جسمن کي به جيئرو ڪندو.

⑫ تنهڪري اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اسين ذميوار ته آهيون، پر انساني فطرت
جا نه، جو ان موجب زندگي گذاريون. ⑬ ڇالاءِجو جيڪڏهن اوهين انساني
فطرت موجب زندگي گذاريندا ته ضرور مرندا. پر جيڪڏهن پاڪ روح جي
وسيلي جسم جي نفساني خواهشن کي فنا ڪندا ته جيئرا رهندا. ⑭ ڇالاءِجو
جيڪي خدا جي روح جي هدايتن موجب هلن ٿا سي خدا جا ٻار آهن.
⑮ اوهان کي غلاميءَ جو روح نه مليو آهي جو اوهان کي وري ڊپ ٿئي، پر
اوهان کي اهو روح مليو جنهن جي وسيلي اوهين خدا جا ٻار ٿيا آهيو ۽ جنهن
سان اسين خدا کي ”بابا“ ڪري ٿا سڏ ڪريون. ⑯ اهو روح پاڻ اسان
جي روح سان گڏ شاهدي ٿو ڏئي ته اسين خدا جا ٻار آهيون. ⑰ جيڪڏهن
اسين هن جا ٻار آهيون ته وارث به آهيون، يعني خدا جا وارث ۽ مسيح سان

۱۱:۸ ۱ ڪر ۱۶:۳ ۱۵:۸ مر ۱۴:۳۶، گل ۴:۶ ۱۵:۸-۱۷ گل ۴:۵-۷

ورثي ۾ شريڪ آهيون، بشرطيڪ هن سان ڏکن ۾ شريڪ ٿيون ته پوءِ ساڻس
گڏ جلوي ۾ به شريڪ ٿينداسون.

## خدا جي جلوي جي اميد

(۱۸) آءٌ سمجهان ٿو ته جيڪي ڏک سور اسان هن وقت ڏسون ٿا، تن جي
ڀيٽ انهيءَ جلوي سان ڪري ئي نه ٿي سگهجي جيڪو اسان تي نازل ٿيڻ
وارو آهي. (۱۹) سڀ مخلوقات خدا جي ٻارن جي ظاهر ٿيڻ جي ڏاڍي شوق
سان انتظار ۾ آهي. (۲۰) ڇالاءِ جو مخلوقات مايوسيءَ جي تابع ڪئي ويئي،
پنهنجي مرضيءَ سان نه، پر خدا جي مرضيءَ سان. تنهن هوندي به ڪيس اها
اميد ڏني ويئي (۲۱) ته مخلوقات فنا جي غلاميءَ کان ڇٽي پوندي ۽ خدا جي
ٻارن جي شاندار آزاديءَ ۾ داخل ٿيندي. (۲۲) اسان کي خبر آهي ته سڀ
مخلوقات هن وقت تائين پيئي ڪنجهي ۽ سور ڪائي. (۲۳) نه رڳو مخلوقات
پر اسين پاڻ به جن کي پاڪ روح خدا جي پهرين بخشش تي مليو آهي،
سي به پنهنجي اندر ۾ پيا ڪنجهون ۽ خدا جا ٻار ٿيڻ يعني پنهنجي بدن جي
ڇوٽڪاري جي انتظار ۾ ويٺا آهيون. (۲۴) ڇالاءِ جو جڏهن پهريائين اسان کي
ڇوٽڪارو مليو، تڏهن اسان کي اها اميد به ڏني ويئي. پر جنهن شيءِ جي
اميد اٿئون سا جيڪڏهن ڏسڻ ۾ اچي ته پوءِ اميد ڇا جي؟ ڇا ڪو اهڙو
ماڻهو آهي جو ڪا شيءِ ڏسي ۽ پوءِ به انهيءَ لاءِ اميد رکي؟ (۲۵) پر جيڪڏهن
اسين اهڙيءَ شيءِ جي اميد ٿا ڪريون جيڪا اڃا ڏسي نه ٿا سگهون، ته پوءِ
ان جو صبر سان انتظار ٿا ڪريون.

(۲۶) ساڳيءَ طرح پاڪ روح به اسان جي ڪمزوريءَ ۾ مدد ٿو ڪري، ڇوته
اسان کي خبر نه آهي ته ڇا جي لاءِ ۽ ڪهڙيءَ طرح دعا گهرون. پر پاڪ روح
پاڻ اندر جي اُڌمن سان اسان جي شفاعت پيو ڪري. (۲۷) خدا دلين جو مالڪ
آهي، سو هن کي خبر آهي ته پاڪ روح جو ارادو ڪهڙو آهي، ڇالاءِ جو پاڪ
روح خدا جي مرضيءَ موجب سندس قوم جي شفاعت ٿو ڪري.

(۲۸) اسان کي خبر آهي ته خدا سڀني شين ۾ انهن ماڻهن لاءِ ڀلائي
رکي ٿو، جيڪي ساڻس پيار ڪن ٿا ۽ سندس مقصد لاءِ چونڊيا ويا آهن.

۸:۲۰ پيد ۳:۱۷-۱۹    ۸:۲۳ ۲.ڪر ۵:۲-۴

(٢٩) ڇالاءِجو خدا انهن کي اڳي ئي ڄاتو ٿي ۽ ڪين پنهنجي فرزند جهڙو ٿيڻ
لاءِ مخصوص ڪيو هئائين ته سندس فرزند گهڻن ڀائرن ۾ پيرن ۾ پهريتو
ٿئي. (٣٠) سو خدا جن کي مخصوص ڪيو هو تن کي ئي چونڊيائين ۽ جن
کي چونڊيائين تن کي پاڻ ڏانهن سچار به بڻايائين ۽ جن کي سچار بڻايائين
تن کي پنهنجو جلوو به بخشيائين.

## خدا جو عيسيٰ مسيح جي وسيلي پيار

(٣١) انهن سيني ڳالهين جي نتيجي ۾ اسين ڇا چئون؟ جيڪڏهن خدا
اسان سان آهي ته ڪير اسان جو مخالف ٿي سگهندو؟ (٣٢) هن ته پنهنجو
فرزند به اسان کان نه وانجهيو، بلڪ کيس اسان سيني جي خاطر موت جي
حوالي ڪيو. جڏهن هن پنهنجو فرزند اسان کي ڏنو ته پوءِ ڀي ڪهڙي شيءِ
آهي جا هو اسان کي نه بخشيندو؟ (٣٣) خدا جي چونڊيل ماڻهن تي ڪير
تهمت هڻندو؟ خود خدا انهن کي پاڻ ڏانهن سچار تو بڻائي. (٣٤) پوءِ ڪير
آهي جو اسان کي ڏوهدار بڻائيندو؟ خود عيسيٰ مسيح پاڻ اسان جي خاطر
مئو، بلڪ مئلن مان وري جيئرو ٿي اٿيو. هو خدا جي ساڄي پاسي آهي
۽ اسان جي شفاعت پيو ڪري. (٣٥) اسان کي مسيح جي پيار کان ڪير
جدا ڪري ٿو سگهي؟ توڙي جو اسين مصيبت يا تنگيءَ ۾ هجون، اسان
کي ستايو وڃي يا اسين بک، غريبيءَ ۽ خطري ۾ هجون يا اسان کي ماريو
وڃي. (٣٦) جيئن لکيل آهي ته

"تنهنجي خاطر روزانو اسين موت جي خطري ۾ آهيون.
اسان سان ڪوس جي رڍن وارو سلوڪ ڪيو وڃي ٿو."

(٣٧) پر جنهن اسان کي پيار ڪيو، تنهن جي وسيلي انهن سيني ڳالهين
۾ اسان جي مڪمل فتح آهي. (٣٨) ڇالاءِجو مون کي يقين آهي ته نه
موت، نه حياتي، نه ملائڪ، نه بدروح، نه حال جون ۽ نه مستقبل جون
شيون، نه طاقتون، (٣٩) نه آسمان، نه پاتال ۽ نه ٻي ڪا مخلوق اسان کي
خدا جي انهيءَ پيار کان جدا ڪري سگهندي جو اسان کي عيسيٰ مسيح
جي وسيلي مليو آهي.

٣٦:٨ زبور ٢٢:٤٤

## خدا ۽ بني اسرائيل جو لاڳاپو

٩ (١) جيڪو آءٌ چوان ٿو سو سچ آهي. آءٌ مسيح جو آهيان ۽ ڪوڙ نہ ٿو
ڳالهايان. منهنجي دل، جيڪا پاڪ روح جي وس ۾ آهي سا بہ مون
سان گڏ شاهدي ٿي ڏئي تہ (٢)-(٣) مون کي ڏاڍو ڏک آهي ۽ منهنجي دل ۾
پنهنجن ڀائرن ۽ ڀينرن يعني پنهنجي قوم وارن لاءِ سدائين رنج ۽ درد ٿو رهي.
انهن جي خاطر منهنجي خواهش آهي تہ آءٌ لعنتي بڻجي مسيح کان جدا
ٿيان. (٤) اهي بني اسرائيل ئي آهن، جن کي خدا پنهنجا ٻار ڪري چونڊيو
آهي. هن کين پنهنجو جلوو ڏيکاريو ۽ کين پنهنجا عهد، شريعت، عبادت
۽ واعدا ڏنا اٿائين. (٥) قوم جا ابا ڏاڏا بہ انهن مان ئي آهن ۽ رت جي رشتي
ڪري مسيح بہ انهن جو ئي آهي. خدا، جيڪو سڀني جي مٿان حاڪم
آهي، شل هميشہ انهيءَ جي واکاڻ ٿئي. آمين.
(٦) آءٌ ائين نہ ٿو چوان تہ خدا جو واعدو اجايو آهي، ڇالاءِجو جيڪي
اسرائيل جو اولاد آهن، سي سڀ بني اسرائيل نہ آهن (٧) ۽ نڪي ابراهيم جي
نسل مان هئڻ ڪري اهي سڀ سندس ٻار ليکيا ويا آهن. پر لکيل آهي تہ
”اسحاق مان ئي تنهنجو نسل سڏيو ويندو.“ (٨) ان جي معنيٰ تہ جسماني ٻار
خدا جا ٻار نہ آهن، پر جيڪي ابراهيم سان خدا جي ڪيل واعدي موجب ٻار
پيدا ٿيا سي ئي ابراهيم جو اولاد ليکجن ٿا. (٩) ڇالاءِجو خدا هنن لفظن ۾
واعدو ڪيو هو تہ ”آءٌ مقرر وقت تي موٽي ايندس ۽ ساره کي پٽ ڄمندو.“
(١٠) نہ رڳو ايترو پر اسان جي وڏي اسحاق مان ربقہ کي بہ ٻار ٿيا.
(١١)-(١٢) ٻارن جي ڄمڻ ۽ انهن جي چڱي يا خراب ڪم ڪرڻ کان اڳ ۾
ربقہ کي ٻڌايو ويو تہ وڏو ننڍي جي خدمت ڪندو، انهيءَ لاءِ تہ ڏيکاريو
وڃي تہ خدا جو چونڊڻ عملن تي نہ پر سندس مرضيءَ تي مدار رکي ٿو.
(١٣) جيئن لکيل آهي تہ ”مون يعقوب سان محبت رکي پر عيسوءَ سان نہ.“
(١٤) پوءِ اسين ائين چئون ڇا تہ خدا بي‌انصاف آهي؟ نہ، بلڪل نہ،
(١٥) ڇالاءِجو خدا موسيٰ کي چيو تہ ”جنهن تي آءٌ رحم ڪرڻ گهران

٩:٤ خر ٤:٩ ٩:٧ پيد ٢١:١٢ ٩:٩ پيد ١٨:١٠ ٩:١١-١٢ پيد ٢٥:٢٣
٩:١٣ ملا ١:٢-٣ ٩:١٥ خر ٣٣:١٩

تنهن تي رحم ڪندس ۽ جنهن تي ٻاجھہ ڪرڻ گھران تنهن تي ٻاجھہ
ڪندس." ⑯ تنهنڪري اُهو نہ انسان جي خواهش ڪرڻ تي ۽ نہ ڪوشش
ڪرڻ تي مدار رکي ٿو، پر اهو سڀ خدا جي رحم ڪرم تي ڇڏيل آهي.
⑰ ڇالاءِجو پاڪ لکت ۾ خدا فرعون کي فرمائي ٿو تہ "مون تو کي
بادشاهہ انهيءَ لاءِ بڻايو آهي تہ آءٌ تنهنجي ڪري قدرت ظاهر ڪريان ۽
دنيا ۾ منهنجو نالو روشن ٿئي." ⑱ سو خدا جنهن تي رحم ڪرڻ گھري
ٿو، تنهن تي رحم ڪري ٿو ۽ جنهن کي سخت‌دل ڪرڻ گھري ٿو تنهن
کي سخت‌دل ڪري ٿو.

## خدا جو قهر ۽ رحم

⑲ اوهين مون کي چوندا تہ پوءِ خدا ڇو ٿو ماڻهن کي ڏوهدار بڻائي؟
ڪنهن کي مجال آهي جو خدا جي مرضيءَ جي مخالفت ڪري سگھي؟
⑳ پر اي انسان! تون ڪير ٿيندو آهين جو خدا سان سوال جواب ڪرين؟
ڇا خلقيل شيءِ خلقيندڙ کي چوندي تہ "تو مون کي اهڙو ڇو خلقيو؟"
㉑ ڇا ڪنڀر کي اهو اختيار نہ آهي جو هو ساڳي مٽيءَ جي پنوڙي مان هڪڙو
قيمتي ٿانءُ بڻائي ۽ ٻيو خسيس؟
㉒ انهيءَ ۾ عجب جي ڪهڙي ڳالهہ آهي جو خدا پنهنجو غضب ۽
قدرت ظاهر ڪرڻ لاءِ انهن ٿانون سان صبر ۽ بردباريءَ سان پيش آيو، جيڪي
ٿانوَ ڀڃي ناس ٿيڻ جي لائق هئا. ㉓ خدا اهو ڪم هن لاءِ ڪيو تہ جيڪي
رحم جا ٿانوَ سندس جلوي جي لاءِ اڳي ئي تيار ڪيا ويا آهن، تن تي
هو پنهنجي جلوي جي نعمت نازل ڪري، ㉔ يعني اسان تي جن کي هن
نہ رڳو يهودين مان پر غير قومن مان بہ چونڊيو آهي. ㉕ جيئن خدا هوسيع
نبيءَ جي صحيفي ۾ فرمائي ٿو تہ

"جيڪا منهنجي قوم نہ هئي،
تنهن کي پنهنجي قوم سڏيندس
۽ جيڪا مون کي پياري نہ هئي،
تنهن کي پياري چوندس."

۹:١٧ خر ۹:١٦    ۹:٢٠ يس ٢۹:١٦، ۴۵:۹    ۹:٢٥ هوس ٢:٢٣

٢٦ ”جنهن جاءِ تي انهن کي ائين چيو ويو ته
’اوهين منهنجي قوم نه آهيو‘
انهيءَ ساڳي جاءِ تي ئي
اهي زنده خدا جا فرزند سڏبا.“
٢٧ يسعياه بني اسرائيل لاءِ ڪليو ڪلايو چوي ٿو ته
”جيتوڻيڪ بني اسرائيل جو تعداد
سمنڊ جي ڪناري جي واريءَ جي ذرڙن جيترو هوندو،
ته به انهن مان ڪي ٿورا ئي وڃي بچندا.
٢٨ ڇالاءِجو خداوند دنيا تي
جلد ئي پنهنجو آخري فيصلو پورو ڪندو.“
٢٩ جيئن يسعياه نبي اڳي ئي چئي ويو آهي ته
”جيڪڏهن قدرت وارو خداوند
اسان جو ڪوبه اولاد باقي نه ڇڏي ها،
ته اسان جو حال به
سدوم ۽ عموراه شهرن جهڙو ٿئي ها.“

## بني اسرائيل لاءِ به خوشخبري

٣٠ تڏهن اسين ڇا چئون؟ يعني هي ته غير قومون جن خدا ڏانهن سچار
ٿيڻ جي ڪوشش نه ڪئي، تن کي اها سچائي ملي ۽ اها ڪين ايمان
جي وسيلي ملي. ٣١ پر بني اسرائيل جيڪي اهڙيءَ شريعت جي ڳولا ۾
هئا جنهن جي وسيلي هو خدا ڏانهن سچار ٿئجن، سي انهيءَ شريعت
تائين به نه پهتا. ٣٢ ڇو؟ ڇالاءِجو هنن شريعت کي ايمان جي وسيلي نه
ڳوليو پر عملن جي وسيلي ڳوليائون. انهن ٿاٻڙائڻ واري پٿر تان ٿاٻو کاڌو.
٣٣ جيئن لکيل آهي ته
”ڏس، [١]صيئون ۾ ٿاٻڙائڻ وارو پٿر،

[١] صيئون: هتي انهيءَ مان مراد بني اسرائيل قوم آهي.

٩:٢٦ هوس ١:١٠ ٩:٢٧-٢٨ يس ١٠:٢٢-٢٣ ٩:٢٩ يس ١:٩ ٩:٣٣ يس ٢٨:١٦

يعني ماڻهن اڳيان ٺوڪر کائڻ واري
هڪ ڇپ کڙي ڪريان ٿو.
پر جيڪوبہ هن تي ايمان آڻيندو،
سو ڪڏهن بہ مايوس نہ ڪيو ويندو.“

١٠ ① اي ڀائرو ۽ ڀينرون! منهنجي دلي خواهش آهي تہ شل بني اسرائيل
ڪي ڇوٽڪارو ملي ۽ انهيءَ لاءِ آءٌ خدا جي در دعاڳو آهيان.
② ڇاڪاڻ تہ آءٌ هنن لاءِ اها شاهدي ٿو ڏيان تہ ڪين خدا جي لاءِ ڏاڍو
جذبو آهي، پر سمجهہ ڪانہ اٿن. ③ انهن کي خبر نہ هئي تہ ڪهڙيءَ طرح
خدا ماڻهن کي پاڻ ڏانهن سچار ڪري ٿو، پر انهن پنهنجي منهن ڪوشش
ڪئي، تنهنڪري اهي خدا جي سچائيءَ جا تابعدار نہ ٿيا. ④ مسيح جي
اچڻ سان شريعت پوري ٿي، انهيءَ لاءِ تہ جيڪوبہ مٿس ايمان آڻيندو تنهن
کي خدا ڏانهن سچار بڻايو ويندو.

## سڀني جي لاءِ ڇوٽڪارو

⑤ شريعت تي عمل ڪرڻ سان خدا ڏانهن سچار ٿيڻ جي باري ۾ موسيٰ
لکي ٿو تہ ”شريعت جي حڪمن تي عمل ڪرڻ سان ماڻهو جيئرو رهندو.“
⑥ پر جيڪو ايمان جي وسيلي خدا ڏانهن سچار ٿو بڻجي، تنهن بابت چيل
آهي تہ ”تون پنهنجي دل ۾ ائين نہ چئُہ تہ ڪير آسمان تي چڙهندو.“ ان جو
مطلب ٿيندو مسيح کي هيٺ لاهڻ. ⑦ يا ”ائين نہ چئُہ تہ ڪير پاتال ۾ لهي
ويندو.“ ان جو مطلب ٿيندو مسيح کي مئلن مان موٽائي آڻڻ. ⑧ پر هيئن چئُہ
تہ ”خدا جو ڪلام تنهنجي ويجهو آهي، بلڪ تنهنجي چپن تي ۽ تنهنجي
دل ۾ آهي.“ يعني ايمان جو اُهو پيغام جنهن جي اسين تبليغ ڪريون ٿا تہ
⑨ جيڪڏهن تون زبان سان اقرار ڪرين تہ ”عيسيٰ خداوند آهي“ ۽ دل ۾
ايمان آڻين تہ خدا کيس مئلن مان جيئرو ڪيو تہ تو کي ڇوٽڪارو ملندو.
⑩ ڇالاءِجو دل سان ايمان آڻڻ ڪري ماڻهو خدا ڏانهن سچار بڻايو وڃي
ٿو ۽ زبان سان اقرار ڪرڻ ڪري ڇوٽڪارو ملي ٿو. ⑪ اهو لکيل آهي تہ
”جيڪوبہ هن تي ايمان آڻيندو تنهن کي مايوس نہ ڪيو ويندو.“ ⑫ هن ۾

١٠:٥ لاو ١٨:٥ ١٠:٦-٨ شر ٣٠:١٢-١٤ ١٠:١١ يس ٢٨:١٦

هر هڪ اچي وڃي ٿو، ڇالاءِجو يهودين ۽ غير قومن ۾ ڪو به فرق نه آهي.
خدا سڀني جو خداوند آهي ۽ جيڪو به ڪيس پڪاري ٿو تنهن تي گهڻي
نعمت نازل ڪري ٿو. ⑬ جيئن لکيل آهي ته ”جيڪو به خداوند جو نالو
وٺي پڪاريندو تنهن کي ڇوٽڪارو ملندو.“
⑭ پر اهي ڪيس ڪيئن پڪاريندا جنهن تي انهن ايمان ئي نه آندو آهي؟
اهي مٿس ڪيئن ايمان آڻيندا جنهن جي باري ۾ هنن ٻڌو ئي نه آهي؟
اهي ڪيئن ٻڌي سگهندا جيستائين ڪو پيغام ٻڌائڻ وارو ئي ڪونه آهي؟
⑮ اهي پيغام جي تبليغ ڪيئن ڪندا جيستائين هو موڪلائي نه ويا آهن؟
جيئن لکيل آهي ته ”جيڪي چڱيون ڳالهيون ٻڌائڻ اچن ٿا تن جا قدم
ڪهڙا نه سڳورا آهن.“ ⑯ پر بني اسرائيل جي سڀني ماڻهن اها خوشخبري
ڏيان ڏيئي نه ٻڌي، ڇالاءِجو يسعياه پاڻ چيو ته ”اي خداوند! اسان جي
پيغام تي ڪنهن ايمان آندو؟“ ⑰ اهڙيءَ طرح ايمان پيغام ٻڌڻ سان اچي
ٿو ۽ اهو پيغام آهي مسيح جو ڪلام.
⑱ پر آءٌ پڇان ٿو ته ڇا انهن پيغام نه ٻڌو؟ انهن ضرور ٻڌو، جيئن
لکيل آهي ته

”انهن جو آواز سڄيءَ دنيا ۾ پکڙجي ويو،
انهن جو پيغام ڌرتيءَ جي ڇيڙن تائين وڃي پهتو.“

⑲ آءٌ وري پڇان ٿو ته ڇا بني اسرائيل جي ماڻهن کي خبر نه هئي؟ موسيٰ
جي وسيلي خدا اڳي ئي چيو ته

”آءٌ اوهان کي انهن ماڻهن تي غيرت ڏياريندس،
جيڪي ڪا قوم نه آهن.
آءٌ اوهان کي ان قوم تي ڪاوڙائيندس،
جيڪي بيسمجهه آهن.“

⑳ يسعياه جي وسيلي هو صاف صاف چوي ٿو ته

”جن مون کي نه ڳوليو،
تن مون کي لڌو.

۱۰:۱۳ يوا ۲:۳۲ ۱۰:۱۵ يس ۵۲:۷ ۱۰:۱۶ يس ۵۳:۱ ۱۰:۱۸ زب ۱۹:۴
۱۰:۱۹ شر ۳۲:۲۱ ۱۰:۲۰ يس ۶۵:۱

جيڪي مون لاءِ پڇن به نه پيا،
تن کي مون ڏيکاري ڏني."

۲۱ پر بني اسرائيل بابت هو چوي ٿو ته "آءٌ سڄو ڏينهن هڪڙي نافرمان
۽ ضدي قوم ڏانهن پنهنجا هٿ ڊگهيريندو رهيس."

## بني اسرائيل تي خدا جي رحمت

۱۱ ۱ تڏهن آءٌ پڇان ٿو ته ڇا خدا پنهنجيءَ قوم کي رد ڪيو؟ نه،
بلڪل نه. آءٌ پاڻ به ته بني اسرائيل مان آهيان ۽ ابراهيم جي اولاد
بنيامين جي قبيلي مان آهيان. ۲ خدا پنهنجي انهيءَ قوم کي رد ڪونه ڪيو،
جنهن کي اڳي ئي چونڊيو هئائين. اوهان کي پاڪ ڪتاب ۾ انهيءَ لکت
جي خبر آهي، جتي الياس بني اسرائيل جي خلاف خدا وٽ فرياد ٿو ڪري.
۳ الياس چوي ٿو ته "اي خداوند! انهن تنهنجي نبين کي ماريو آهي ۽
تنهنجين قربان‌گاهن کي برباد ڪري ڇڏيو اٿون، باقي آءٌ اڪيلو ئي وڃي
بچيو آهيان ۽ منهنجي پنيان به هٿ ڌوئي ڪڍ لڳا آهن." ۴ پر خدا ڪيس
ڪهڙو جواب ڏنو؟ هن جواب ڏنو ته "مون پنهنجي لاءِ ست هزار ماڻهو
بچائي ڇڏيا آهن، جن بعل بت جي اڳيان سجدو نه ڪيو آهي." ۵ هاڻي به
اهڙيءَ طرح ڪي ٿورا ماڻهو وڃي بچيا آهن جن کي خدا پنهنجي فضل سان
چونڊيو آهي. ۶ خدا جي چونڊ سندس فضل موجب ڪيل آهي، نه ڪنهن
ماڻهوءَ جي عملن موجب. ڇالاءِجو جيڪڏهن خدا جي چونڊ ڪنهن ماڻهوءَ
جي عملن موجب هجي ها ته پوءِ خدا جو فضل سچو فضل نه ليکجي ها.
۷ ان مان نتيجو اهو نڪتو ته بني اسرائيل کي اهو نه مليو، جنهن جي
کين ڳولا هئي. پر اهو خدا جي چونڊيلن کي ملي ويو ۽ باقي ٻيا سخت‌دل
ڪيا ويا. ۸ جيئن لکيل آهي ته

"خدا انهن جي دل ۽ عقل تي تالو لڳائي ڇڏيو،
۽ اڄ ڏينهن تائين اهي اکين سان ڏسي
۽ ڪنن سان ٻڌي نه ٿا سگهن."

۱۰:۲۱ يس ۶۵:۲ ۱:۱۱ فل ۳:۵ ۳:۱۱ ۱-با ۱۹:۱۰، ۱۴ ۴:۱۱ ۱-با ۱۹:۱۸
۸:۱۱ شر ۲۹:۴، يس ۲۹:۱۰

۹ دائود به چوي ٿو ته
”شل اهي پنهنجي عيد جي ڏينهن تي
ڦاسجن ۽ پڪڙجن،
يعني اهي ٺاٺو کائي ڪري پون
۽ کين سزا ملي.
۱۰ شل انهن جون اکيون انڌيون ٿين،
ته جيئن هو ڏسي نه سگهن،
۽ سندن پٺيون تڪليفن کان هميشه لاءِ جهڪي پون.“

۱۱ پوءِ آءٌ پڇان ٿو ته جڏهن يهودين ٺاٺو کاڌو ته ڇا اهي برباد ٿي ويا؟
نه، بلڪل نه. پر انهن جي ڏوهه ڪرڻ ڪري غير قومن کي ڇوٽڪارو ملي
ويو، ته جيئن يهودي انهن تي ساڙ کائين. ۱۲ يهودين جو ڏوهه دنيا جي لاءِ
فائدي وارو ٿي ٿو ۽ سندن نقصان غيرقومن لاءِ فائديمند ٿئي ٿو. پر جڏهن
سڀ يهودي فرمانبردار ٿيندا ته خدا جي ڪيڏي نه وڏي رحمت ٿيندي.

## غير قومن لاءِ ڇوٽڪارو

۱۳ اي غير قومو! هاڻي آءٌ اوهان سان ڳالهائي رهيو آهيان. ڇالاءِجو آءٌ غير
قومن ڏانهن رسول ڪري موڪليو ويو آهيان ۽ آءٌ پنهنجي هن ڪم ۾ فخر
محسوس ٿو ڪريان، ۱۴ انهيءَ لاءِ ته شايد آءٌ پنهنجي قوم وارن کي غيرت
ڏياريان ۽ اهڙيءَ طرح انهن مان ڪن کي ڇوٽڪارو ملي. ۱۵ پر جيڪڏهن
انهن کي ڪيدي ڇڏڻ ڪري دنيا جو خدا سان ميلاپ ٿئي ٿو ته پوءِ انهن کي
خدا جي وري قبول ڪرڻ سان ڇا ٿيندو؟ اهو مئلن لاءِ زندگيءَ جي برابر ٿيندو.
۱۶ جيڪڏهن خدا کي ڏنل نذراني جو پهريون ڇاڻو پاڪ آهي ته سڄو
ڳوهيل اٽو به پاڪ آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن وڻ جي پاڙ پاڪ آهي ته سندس
ٽاريون به پاڪ آهن. ۱۷ پوڪيل زيتون جون ڪي ٽاريون ڇڇي پيون ۽ اوهين غير
قوم هڪ جهنگلي زيتون جي ٽارين وانگر سانس پيوند ڪيا ويا، هاڻي اوهين
ان ساڳئي پوڪيل زيتون جي پاڙ مان سٺيي رس حاصل ڪريو ٿا. ۱۸ ته پوءِ
اوهين پاڻ کي انهن ٽارين کان وڏيڪ نه سمجهو جيڪي ڇڇي پيون آهن.

۱۱:۹-۱۰ زبور ۶۹:۲۲-۲۳

اوهين پاڙ کي کيئن وڏيڪ سمجهندا؟ اوهين ته رڳو ٽاريون آهيو. اوهين پاڙ
جي پرورش نه ٿا ڪريو پر پاڙ اوهان جي پرورش ڪري ٿي.
(١٩) شايد اوهين چوندا ته ”ٽاريون انهيءَ لاءِ ڀڳيون ته جيئن اسين پيوند
ٿيون.“ (٢٠) هائو، اهو صحيح آهي. پر اهي انهيءَ ڪري ڀڳيون ويون،
ڇاڪاڻ‌ته انهن ايمان نه آندو ۽ اوهين انهيءَ جاءِ تي بيٺا آهيو، ڇالاءِجو اوهان
ايمان آندو آهي. سو اوهان کي انهيءَ تي فخر ڪرڻ نه گهرجي پر خوف
ڪرڻ گهرجي. (٢١) ڇالاءِجو خدا يهودين کي به نه ڇڏيو، جيڪي اصلي
ٽارين وانگر هئا، ته پوءِ هو اوهان کي ڪيئن ڇڏيندو؟ (٢٢) ڏسو، خدا ڪيڏو
نه مهربان ۽ سخت آهي. هو انهن تي سخت آهي جيڪي گمراهه ٿيا. پر
اوهان تي ايستائين مهربان آهي جيستائين اوهين سندس مهربانيءَ تي قائم
رهندا. پر جيڪڏهن اوهين قائم نه رهندا ته اوهين به ڀڳل ٽارين وانگر ٿيندا.
(٢٣) يهودي به جيڪڏهن وري ايمان آڻيندا ته انهن کي به پيوند ڪيو ويندو،
ڇالاءِجو خدا انهن کي وري پيوند ڪرڻ جي طاقت رکي ٿو. (٢٤) اوهين غير
قومون انهيءَ جهنگلي وڻ جي ڀڳل ٽارين وانگر آهيو، جيڪي پوکيل زيتون
سان غير طبعي طور پيوند ڪيون ويون آهن. يهودي پوکيل زيتون جي وڻ
وانگر آهن، ته پوءِ هو ڪيترو نه آسانيءَ سان پنهنجي اصلي زيتون جي وڻ سان
پيوند ٿي سگهندا جنهن جون هو ٽاريون آهن.

## سيني تي خدا جي رحمت

(٢٥) اي منهنجا ڀائرو ۽ ڀينرون! هڪ ڳجهو راز آهي. آءٌ سمجهان ٿو ته اهو
اوهان کي ڄاڻڻ گهرجي، شايد اهو اوهان کي فخر ڪرڻ کان بچائي. اهو
راز هيئن آهي ته بني اسرائيل ۾ ڪجهه سنگدلي پيدا ٿي آهي. پر اها رڳو
ايستائين رهندي جيستائين سڀ غير قومون خدا ڏانهن ڦري پون. (٢٦) اهڙيءَ
طرح سڀ بني اسرائيل ڇوٽڪارو حاصل ڪندا. جيئن لکيل آهي ته
”[1]صيئون جي طرفان ڇوٽڪارو ڏيندڙ ايندو.

[1] صيئون: هتي انهيءَ مان مراد بني اسرائيل قوم آهي.

٢٦:١١ يس ٥٩:٢٠

هو يعقوب جي اولاد مان
سندن بڇڙاين کي پري ڪندو.
(٢٧) جڏهن آءٌ هنن جا گناهه ميٽي ڇڏيندس،
تڏهن سائن منهنجو اهو هڪڙو عهد ٿيندو.“

(٢٨) خوشخبريءَ جي تبليغ تي يهودي خدا جا دشمن ٿيا ۽ اهو اوهان لاءِ
فائدي وارو ٿيو. پر خدا جا چونڊيل هئڻ سبب ۽ پنهنجن بزرگن جي ڪري
اهي خدا جا پيارا آهن. (٢٩) ڇالاءِجو خدا جون بخششون ۽ سندس چونڊ
تبديل ٿيندڙ نه آهي. (٣٠) اهو انهيءَ ڪري جو جهڙيءَ طرح اوهين گذريل
وقت ۾ خدا جي نافرماني ڪندا هئا، پر هاڻي يهودين جي نافرمانيءَ سبب
اوهان تي خدا جي رحمت ٿي. (٣١) سو تهڙيءَ طرح هاڻي هو به نافرمان ٿيا
آهن، ته جيئن اوهان تي رحم ٿيو تيئن هو به رحم حاصل ڪن. (٣٢) ڇالاءِجو
خدا سڀني انسانن کي نافرمانيءَ ۾ گرفتار ٿيڻ ڏنو ته جيئن هو سڀني تي
رحم ڪري.

## خدا جي واکاڻ

(٣٣) خدا جي نعمت ڪيڏي نه وڏي آهي! سندس ڏاهپ ۽ علم ڪيڏو
نه اونهو آهي! سندس فيصلا ڪيڏا نه سمجهه کان ٻاهر آهن ۽ سندس رستن
جو پتو پئجي نه ٿو سگهي! (٣٤) جيئن لکيل آهي ته
”خداوند جي ارادي جي ڪنهن کي خبر آهي؟
ڪير سندس صلاحڪار ٿي سگهي ٿو؟
(٣٥) ڪنهن ڪيس ڪڏهن ڪا شيءِ ڏني آهي،
ته جيئن هو ڪيس اها واپس موٽائي ڏئي؟“
(٣٦) ڇالاءِجو سڀئي شيون خدا جون پيدا ڪيل آهن، انهيءَ جي ڪري
ئي وجود ۾ آهن ۽ انهيءَ جي لاءِ ئي آهن، خدا جي هميشه واکاڻ
هجي. آمين.

---

١١:٢٧ ير ٣١:٣٣-٣٤    ١١:٣٣ يس ٥٥:٨    ١١:٣٤ يس ٤٠:١٣
١١:٣٥ ايو ٤١:١١    ١١:٣٦ ١.ڪر ٨:٦

## خدا جي خدمت ۾ زندگي گذارڻ

۱۲ (۱) تنهنڪري منهنجا ڀائرو ۽ ڀينرون، جيئن ته خدا جي اسان تي
وڏي رحمت آهي، سو آءٌ اوهان کي منٿ ٿو ڪريان ته پنهنجي
سڄي بدن کي اهڙي قرباني ٿيڻ لاءِ نذر ڪريو جيڪا زنده، پاڪ ۽ خدا
کي پسند هجي. اهو ئي عبادت جو صحيح طريقو آهي جيڪو اوهان کي
ڪرڻ گهرجي. (۲) هن جهان جو نمونو اختيار نه ڪريو، پر خدا جي ڏنل
نئين سمجهه وسيلي بدلجي وڃو. پوءِ اوهين سمجهي سگهندا ته خدا جي
چڱي، پسنديده ۽ ڪامل مرضي ڪهڙي آهي.
(۳) آءٌ انهيءَ فضل جي ڪري جو مون کي مليو آهي، اوهان مان هر هڪ
کي چوان ٿو ته پنهنجو پاڻ کي وت کان وڌيڪ وڏو نه سمجهو، بلڪ حليمائيءَ
سان پاڻ کي اوترو وڌيڪ سمجهو جيترو خدا اوهان کي ايمان بخشيو آهي.
(۴) جهڙيءَ طرح جسم ۾ گهڻا ئي عضوا آهن ۽ هر هڪ عضوي جو پنهنجو
پنهنجو ڪم آهي، (۵) تهڙيءَ طرح اسين به جيتوڻيڪ گهڻا ئي آهيون، پر
مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري هڪ جسم ٿيا آهيون ۽ پاڻ ۾ هڪ ٻئي
جا عضوا آهيون. (۶) خدا جيڪو فضل اسان کي ڏنو، تنهن موجب اسان
کي جدا جدا نعمتون مليون آهن. تنهنڪري جيڪڏهن ڪنهن کي خدا جو
پيغام ٻڌائڻ جي نعمت ملي آهي ته هو پنهنجي ايمان جي اندازي موجب خدا
جو پيغام ٻڌائي. (۷) جيڪڏهن ڪنهن کي خدمت ڪرڻ جي نعمت ملي
آهي ته هو خدمت ڪندو رهي. جيڪڏهن اها نعمت تعليم ڏيڻ جي هجي
ته هو تعليم ڏيندو رهي. (۸) جيڪڏهن اها نعمت نصيحت ڪرڻ جي هجي
ته هو نصيحت ڪندو رهي، جيڪڏهن خيرات ڏيڻ جي هجي ته سخاوت
سان خيرات ڏيندو رهي. جيڪڏهن اها اڳواڻي ڪرڻ جي هجي ته لياقت
سان اڳواڻي ڪري يا جيڪڏهن اها نعمت رحم ڪرڻ جي هجي ته خوشيءَ
سان رحم ڪري. (۹) پيار ۾ رياڪاري نه هئڻ گهرجي. بڇڙائيءَ کان نفرت
ڪريو ۽ نيڪيءَ سان دل لڳايو. (۱۰) هڪ ٻئي سان ڀائرن ۽ ڀينرن وانگر گهڻو
پيار ڪريو ۽ ٻئي کي پاڻ کان وڌيڪ عزت ڏيو. (۱۱) محنت ۾ سستي نه ڪريو

۽ روحاني جذبي سان خداوند جي خدمت ڪندا رهو. ⑫ اميد ۾ خوش رهو،
مصيبت ۾ صبر ڪريو ۽ هميشه پاڻ ڪي دعا گهرڻ ۾ مشغول رکو. ⑬ ايمان
وارن جي اوکيءَ ويل مدد ڪريو ۽ مهمان‌نوازيءَ جي پاڻ ۾ عادت وجهو.
⑭ جيڪي اوهان کي ستائين تن کي دعا ڪريو، دعا ڪريو پر لعنت نه
ڪريو. ⑮ جيڪي خوشي ڪن تن سان خوشي ڪريو ۽ جيڪي روئن تن
سان گڏجي روئو. ⑯ پاڻ ۾ ايڪو ڪريو. اوهين مغرور نه ٿيو، بلڪ غريبن
سان دوستي رکو. پاڻ کي داناءُ نه سمجهو.
⑰ جيڪو اوهان سان بڇڙائي ڪري تنهن سان بڇڙائي نه ڪريو. اهڙي
ڪم ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو جنهن کي سڀ چڱو چون. ⑱ جيڪڏهن
ٿي سگهي ته وس آهر سڀني ماڻهن سان صلح ۾ رهو. ⑲ اي منهنجا پيارا
دوستو! ڪڏهن به بدلو نه وٺو، پر اهو خدا جي غضب تي ڇڏي ڏيو.
ڇالاءِجو لکت ۾ آهي ته ”خداوند فرمائي ٿو ته وير وٺڻ منهنجو ڪم آهي ۽
آءٌ ئي بدلو ڏيندس.“ ⑳ ان جي بدران اهو لکيل آهي ته ”جيڪڏهن تنهنجو
دشمن بکايل آهي ته کيس کاراءِ ۽ اڃايل آهي ته کيس پيار، ڇالاءِجو ائين
ڪرڻ سان تون هن کي شرمسار ڪندين.“ ㉑ بڇڙائيءَ کان شڪست نه
کاءُ، پر نيڪيءَ جي وسيلي بڇڙائيءَ تي فتح حاصل ڪر.

## حڪومت جي تابعداري

**۱۳** ① هر ڪنهن شخص کي ملڪ جي حڪومتن جو تابعدار رهڻ
گهرجي، ڇالاءِجو اهڙي ڪابه حڪومت ڪانهي جا خدا جي
طرفان نه هجي. جيڪيبه حڪومتون آهن سي خدا جي طرفان مقرر ٿيل
آهن. ② تنهنڪري جيڪوبه حڪومت جي مخالفت ڪري ٿو سو خدا جي
حڪم جي مخالفت ٿو ڪري ۽ جيڪي خدا جي حڪم جي مخالفت
ڪندا سي پنهنجي سزا لوڙيندا. ③ ڇگن ڪمن ڪندڙن کي حاڪمن کان
ڊڄڻ نه گهرجي پر انهن کي ڊڄڻ گهرجي جيڪي بڇڙا ڪم ٿا ڪن. ڇا
تون حاڪم کان ڊڄڻ نه ٿو گهرين؟ ته پوءِ چڱا ڪم ڪر ته هو تنهنجي

۱۴:۱۲ مت ۵:۴۴، لو ۶:۲۸ — ۱۶:۱۲ مثل ۳:۷ — ۱۹:۱۲ شر ۳۲:۳۵
۲۰:۱۲ مثل ۲۵:۲۱-۲۲

نيڪي ڪندو. (٤) ڇالاءِ جو هو تنهنجي ڀلي لاءِ خدا جو خادم آهي. پر
جيڪڏهن تون بڇڙا ڪم ڪرين ٿو ته هن کان ڊڄ، ڇالاءِ جو هو بنا سبب
ترار نه ٿو کڻي. هو خدا جو خادم آهي ۽ سندس غضب موجب بدڪار کي
سزا ٿو ڏئي. (٥) تنهنڪري نه رڳو سزا ملڻ جي ڊپ کان پر پنهنجي ضمير
جي خاطر اوهان کي حڪومتن جو تابعدار رهڻ گهرجي.
(٦) اهو ئي سبب آهي جو اوهين محصول ڏيندا آهيو، ڇالاءِ جو حڪومتون
جڏهن پنهنجا فرض پورا ٿيون ڪن ته ڄڻڪ اهي خدا جي لاءِ ڪم ڪن
ٿيون. (٧) سيني جو حق ادا ڪريو. جنهن کي ڍل ڏيڻي هجي تنهن کي
ڍل ڏيو، جنهن کي محصول ڏيڻو هجي تنهن کي محصول ڏيو، جنهن
کان ڊڄڻ گهرجي تنهن کان ڊڄو ۽ جنهن جي عزت ڪرڻ گهرجي تنهن
جي عزت ڪريو.

## هڪ ٻئي جا فرض

(٨) سواءِ هڪ ٻئي جي پيار جي ڪنهن جا به قرضدار نه ٿيو، ڇالاءِ جو
جيڪو ٻين سان پيار ڪري ٿو، سو شريعت جا حڪم پورا ٿو ڪري.
(٩) شريعت جا حڪم آهن ته ”زنا نه ڪر، خون نه ڪر، چوري نه ڪر ۽
لالچ نه ڪر.“ ٻيا جيڪي حڪم آهن سي هن هڪڙيءَ ڳالهه ۾ اچي وڃن
ٿا ته ”تون پنهنجي پاڙيسريءَ سان پاڻ جهڙو پيار ڪر.“ (١٠) جيڪو پنهنجي
پاڙيسريءَ سان پيار ڪري ٿو سو ان سان بڇڙائي نه ٿو ڪري. تنهنڪري پيار
ڪرڻ ئي پوري شريعت تي عمل ڪرڻ آهي.
(١١) اوهين وقت کي سڃاڻي ائين ڪريو، ڇالاءِ جو هاڻي اهو وقت اچي
پهتو آهي، جنهن ۾ اوهان کي ننڊ مان سجاڳ ٿيڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته
جنهن وقت اسان ايمان آندو هو تنهن وقت جي نسبت هاڻي اسان جو
ڇوٽڪارو وڌيڪ ويجهو آهي. (١٢) رات گهڻي گذري چڪي آهي ۽ ڏينهن
ٿيڻ وارو آهي. تنهنڪري اچو ته اونداهيءَ جا ڪم ڇڏي سوجهري جا هٿيار
ٻڌون. (١٣) اهڙيءَ طرح فضيلت سان هلون جيئن ڏينهن جو هلبو آهي. نه ناچ

<u>٦:١٣-٧</u> مت ٢٢:٢١، مر ١٢:١٧، لو ٢٠:٢٥ <u>٩:١٣</u> خر ٢٠:١٣-١٥، ١٧،
شر ٥:١٧-١٩، ٢١، لاو ١٩:١٨

رنگ ۾ نه نشي ۾، نه زناڪاري ۾ نه شهوت‌پرستيءَ ۾، نه جهيڙي ۾ حسد
۾ هلون. (١٤) پر خداوند عيسيٰ مسيح کي پوشاڪ وانگر ڍڪيو ۽ جسماني
خواهشن جي پورائيءَ لاءِ خيال نه پچايو.

## هڪ ٻئي تي تهمت نه هڻجي

١٤ (١) جنهن جو ايمان ڪمزور آهي تنهن جو آڌرڀاءُ ڪريو، پر انهيءَ
سان اجايو بحث نه ڪريو. (٢) هڪڙي ماڻهوءَ جو اعتقاد آهي ته
هر ڪا شيءِ کائڻ جائز آهي، پر ٻئي جو ايمان ڪمزور آهي سو رڳو ڀاڄي
ٿو کائي. (٣) جيڪو سڀ ڪجهه کائي ٿو سو نه کائڻ واري کي گهٽ
نه سمجهي ۽ جيڪو نه ٿو کائي سو کائڻ واري تي ڪابه تهمت نه هڻي،
ڇالاءِجو خدا هن کي قبول ڪيو آهي. (٤) تون ڪير ٿيندو آهين جو ٻئي
جي نوڪر تي تهمت ٿو هڻين؟ اهو سندس مالڪ کي ئي اختيار آهي ته
هو ڪامياب آهي يا ناڪام. هو ڪامياب ٿيندو، ڇالاءِجو خداوند هن کي
ڪامياب ڪري سگهي ٿو.
(٥) ڪو ماڻهو سمجهي ٿو ته فلاڻو ڏينهن ٻين ڏينهن کان وڌيڪ بهتر
آهي. پر ٻئي ماڻهوءَ لاءِ سڀ ڏينهن هڪ جهڙا آهن. هر هڪ کي پنهنجو
پنهنجو پختو خيال هئڻ گهرجي. (٦) جيڪڏهن ڪو ڪنهن ڏينهن کي
سڳورو ٿو سمجهي ته هو خداوند جي ڪري ئي ائين ٿو سمجهي ۽ جيڪو
گوشت ٿو کائي سو به خداوند جي ڪري ئي کائي ٿو، ڇالاءِجو هو انهيءَ
لاءِ خدا جو شڪر ادا ٿو ڪري. پر جيڪو نه ٿو کائي سو به خداوند
جي ڪري ئي نه ٿو کائي ۽ هو به انهيءَ لاءِ خدا جو شڪر ادا ٿو ڪري.
(٧) اسان مان ڪوبه پنهنجي لاءِ نه ٿو جيئي ۽ نڪي پنهنجي لاءِ ٿو مري.
(٨) سو جيڪڏهن اسين جيئون ٿا ته خداوند جي خاطر ۽ جي مرون ٿا ته
به خداوند جي خاطر. تنهنڪري اسين جيئون توڙي مرون ته به خداوند
جا ئي آهيون. (٩) مسيح انهيءَ لاءِ مئو ۽ وري جيئرو ٿي اٿيو ته جيئن هو
مئلن توڙي جيئرن ٻنهي جو خداوند ٿئي. (١٠) ته پوءِ تون پنهنجي ڀاءُ ڀيڻ تي
تهمت ڇو ٿو هڻين؟ يا وري پنهنجي ڀاءُ ڀيڻ کي گهٽ ڇو ٿو سمجهين؟

١:١٤-٦ ڪل ٢:١٦    ١٠:١٤ ٢.ڪر ٥:١٠

چالاءِجو اسين سڀ خدا جي اڳيان حاضر ٿينداسين ۽ اهو ئي فيصلو ڪندو.
(١١) جيئن لکيل آهي تہ
”خداوند فرمائي ٿو تہ
’مون ڪي پنهنجي حياتيءَ جو قسم
تہ هر هڪ منهنجي اڳيان گوڏا کوڙيندو،
۽ سيڪا زبان خدا جي واکاڻ ڪندي.‘“
(١٢) اهڙيءَ طرح اسان مان هر هڪ خدا کي پنهنجو پنهنجو حساب ڏيندو.

## هڪ ٻئي کي گمراهہ نہ ڪريو

(١٣) تنهنڪري اسان کي گهرجي تہ هڪ ٻئي تي تهمت نہ هڻون. پر
اهو اسان تي فرض آهي تہ اسان مان ڪوبہ ماڻهو پنهنجي ڀاءُ جي رستي ۾
ڪا اهڙي شيءِ نہ رکي جنهن جي ڪري هو ٿاٻو کائي گمراهہ ٿي وڃي.
(١٤) آءٌ ڄاڻان ٿو ۽ خداوند عيسيٰ جي وسيلي مون کي يقين آهي تہ اهڙي
ڪابہ شيءِ نہ آهي جيڪا خود ناپاڪ آهي. پر جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جو
اعتقاد آهي تہ فلاڻي شيءِ ناپاڪ آهي، تہ پوءِ اها انهيءَ جي لاءِ ناپاڪ آهي.
(١٥) جيڪڏهن تنهنجي ڪجهہ کائڻ ڪري تنهنجي ڀاءُ کي رنج پهچي ٿو
تہ پوءِ تون پيار جي اصولن تي نہ ٿو هلين. جنهن شخص جي خاطر مسيح
پنهنجي جان ڏني تنهن کي تون پنهنجي کاڌي جي ڪري برباد نہ ڪر.
(١٦) اهو خيال رک تہ جنهن شيءِ کي تون چڱو ٿو سمجهين تنهن کي ٻيا خراب
نہ سمجهن. (١٧) چالاءِجو خدا جي بادشاهت کائڻ پيئڻ تي مدار نہ ٿي رکي.
پر اها سچائيءَ، ميل ميلاپ ۽ انهيءَ خوشيءَ تي ٻڌل آهي جيڪا پاڪ روح
جي طرفان آهي. (١٨) جيڪوبہ اهڙي نموني مسيح جي خدمت ٿو ڪري، سو
خدا کي پسند آهي ۽ ماڻهن ۾ بہ مقبول آهي.
(١٩) پوءِ اچو تہ اهڙا ڪم ڪريون، جن مان صلح پيدا ٿئي ۽ هڪ ٻئي کي
سڌاري سگهون. (٢٠) کاڌي جي ڪري خدا جي ڪم کي برباد نہ ڪريو.
بيشڪ سڀ شيون پاڪ آهن، پر جنهن شيءِ جي کائڻ ڪري ڪو ٻيو ماڻهو
گمراهہ ٿئي ٿو تہ اها شيءِ انهيءَ ماڻهوءَ لاءِ خراب آهي. (٢١) چڱو تہ ائين ٿيندو

۱۴:۱۱ يس ۴۵:۲۳

جو تون نہ گوشت کائُ، نکي مئي پيءُ ۽ نہ وري اھڙو ڪم ڪر، جنھن جي
ڪري تنھنجو ڀاءُ گمراھہ ٿئي. ㉒ ھنن ڳالھين بابت تنھنجو جيڪو اعتقاد
آھي سو پنھنجيءَ دل ۾ ئي رک. سڀورو آھي اھو ماڻھو جيڪو انھيءَ ڪم
جي ڪرڻ سان جيڪو سندس نظر ۾ چڱو آھي، پاڻ کي ڏوھاري نہ ٿو
محسوس ڪري. ㉓ پر جيڪو ڪنھن شيءِ ۾ شبھو رکندي بہ اھا کائيندو
تہ اھو ڏوھاري ٿيندو، ڇالاءِجو ھو اھا شيءِ اعتقاد سان نہ ٿو کائي ۽ جيڪو
ڪم اعتقاد سان نہ ڪيو وڃي سو گناھہ آھي.

## ھڪ ٻئي جي مدد ڪريو

**۱۵** ① اسان مان جن جو ايمان مضبوط آھي سي رڳو پنھنجي مرضيءَ
تي نہ ھلن، پر ڪمزور ايمان وارن جي ڪمزورين کي برداشت
ڪن. ② اسان مان ھر ھڪ کي پنھنجي پاڙيسريءَ جي مرضيءَ جو لحاظ
رکڻ گھرجي، تہ جيئن ھن جي ايمان ۾ بہ واڌارو اچي. ③ ڇالاءِجو مسيح
بہ پنھنجي مرضيءَ تي نہ ھليو، پر جيئن لکيل آھي تہ ”جن تو کي طعنا ھنيا
تن جا طعنا مون تي اچي پيا.“ ④ ڇاڪاڻ تہ جيڪي بہ ڳالھيون اڳي لکيون
ويون آھن سي اسان جي سيکارڻ لاءِ لکيون ويون آھن، تہ جيئن صبر ۽
تسلي، جيڪا اسان کي پاڪ لکت جي وسيلي ملي آھي تنھن مان اميد
حاصل ٿئي. ⑤ صبر ۽ تسلي ڏيڻ وارو خدا شل اوھان کي ھيءَ توفيق ڏئي
جو اوھين عيسيٰ مسيح جي پيروي ڪري پاڻ ۾ ايڪي سان رھو، ⑥ انھيءَ
لاءِ تہ جيئن اوھين يڪدل ۽ يڪزبان ٿي اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح
جي خدا ۽ پيءُ جي واکاڻ ڪريو.

## غير قومن لاءِ خوشخبري

⑦ سو جيئن مسيح اوھان کي قبول ڪيو تيئن اوھين بہ ھڪ ٻئي کي
قبول ڪريو، تہ جيئن خدا جي واکاڻ ڪئي وڃي. ⑧ ڇالاءِجو آءٌ اوھان کي
ٻڌايان ٿو تہ خدا جي سچائيءَ کي ظاھر ڪرڻ لاءِ مسيح يھودين جي خدمت
ڪئي تہ جيئن انھيءَ سان ھو خدا جا اھي واعدا پورا ڪري جيڪي اسان

۱۵:‏۳ زب ۶۹:‏۹

جي ابن ڏاڏن سان ڪيا ويا هئا، ⑨ ۽ غير قومون به خدا جي رحم ڪري
سندس واکاڻ ڪن. جيئن لکيل آهي ته
"تنهنڪري آءٌ غير قومن ۾ تنهنجي تعريف ڪندس
۽ تنهنجي نالي جا گيت ڳائيندس."
⑩ وري چيل آهي ته
"اي غير قومون! خدا جي قوم سان گڏجي
خوشي ڪريو."
⑪ وري به چيل آهي ته
"اي غير قومون! اوهين سڀيئي خداوند جي واکاڻ ڪريو
۽ سڀيئي قومون سندس تعريف ڪن."
⑫ وري يسعياه نبي به چوي ٿو ته
"يشيءَ جي اولاد مان ڪو ايندو،
يعني هو غير قومن تي حڪومت ڪرڻ لاءِ ايندو
۽ اهي هن ۾ اميد رکنديون."
⑬ شل اميد بخشيندڙ خدا اوهان کي ايمان آڻڻ جي ڪري خوشي
۽ اطمينان سان ڀرپور ڪري، ته جيئن اوهين پاڪ روح جي قدرت سان
اميد ۾ وڌندا وڃو.

## پولس جو دليريءَ سان لکڻ

⑭ اي منهنجا ڀائرو ۽ ڀينرون! مون کي پڪ آهي ته اوهين نيڪيءَ سان
ڀريل آهيو، علم سان ڀرپور آهيو ۽ هڪ ٻئي کي نصيحت ڪري سگهو ٿا.
⑮ پر هن خط ۾ ڪٿي ڪٿي اوهان کي ياد ڏيارڻ لاءِ مون ڪجهه دليريءَ
سان لکيو آهي. خدا مون تي اهو ڪرم ڪيو آهي ته ⑯ آءٌ عيسيٰ مسيح جو
خادم ٿي غير قومن لاءِ ڪم ڪريان. آءٌ ڪاهنن وانگر خدا جي خوشخبريءَ
جي تبليغ ڪريان ٿو. انهيءَ لاءِ ته غير قومون، جن کي پاڪ روح پاڪ ڪيو
آهي سي خدا جي اڳيان نذراني جي صورت ۾ قبول پون. ⑰ تنهنڪري

---

<u>١٥: ٩</u> ٢.سمر ٢٢: ٥٠، زب ١٨: ٤٩ <u>١٥: ١٠</u> شر ٣٢: ٤٣ <u>١٥: ١١</u> زب ١١٧: ١
<u>١٥: ١٢</u> يس ١١: ١٠

عيسيٰ مسيح جي وسيلي آءٌ خدا جي خدمت ڪرڻ ۾ فخر ٿو ڪريان.
(١٨) آءٌ رڳو انهن ڪمن بابت دليريءَ سان ڳالهايان ٿو، جيڪي مسيح قول
۽ فعل جي وسيلي مون کان ڪرايا، ته جيئن غير قومون خدا جون تابعدار
ٿين. (١٩) يعني اهي ڪم جيڪي ڪرامتن، معجزن جي طاقت ۽ پاڪ روح
جي قدرت سان ڪيا ويا. اهڙيءَ طرح مون يروشلم کان وٺي اِلرڪم تائين
مسيح جي خوشخبريءَ جي چڱيءَ طرح منادي ڪئي آهي. (٢٠) مون اهو پڪو
ارادو ڪيو آهي ته جتي مسيح جو نالو اڳي نه ورتو ويو آهي اُتي سندس
خوشخبريءَ جي منادي ڪريان، انهيءَ لاءِ ته ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ جي وڌل بنياد
تي عمارت نه اڏيان. (٢١) جيئن لکيل آهي ته
”جن کي هن جي خبر نه آهي سي ڏسندا
۽ جن نه ٻڌو آهي سي سمجهندا.“

## پولس جو روم وڃڻ جو ارادو

(٢٢) انهيءَ ڪري مون کي اوهان ڏانهن اچڻ کان ڪيترائي دفعا روڪيو
ويو. (٢٣) پر هاڻي هنن علائقن ۾ رهڻ لاءِ منهنجي ڪابه ضرورت ڪانه
رهي آهي ۽ ڪيترن ئي ورهين کان سڪ اٿم ته اوهان ڏانهن اچان. (٢٤) سو
جڏهن آءٌ اسپين ڏانهن ويندس، تڏهن اميد آهي ته رستي تي اوهان وٽان ٿيندو
ويندس. پوءِ جڏهن اوهان جي محبت مان منهنجي دل ڪجهه قدر پرجي
ته اوهين مون کي اسپين ڏانهن روانو ڪري ڇڏجو. (٢٥) پر في الحال آءٌ ايمان
وارن جي خدمت ڪرڻ لاءِ يروشلم ڏانهن وڃي رهيو آهيان. (٢٦) ڇالاءِجو
مڪدونيا ۽ اخيا وارن ڀائرن جي مرضي آهي ته هو يروشلم جي ايمان وارن
۾ جيڪي غريب آهن تن لاءِ چندو موڪلين. (٢٧) انهن پاڻ اهو فيصلو ڪيو
آهي. پر حقيقت ۾ به مٿن اهو فرض هو، ڇالاءِجو يروشلم جي ايمان وارن،
غير قومن کي پنهنجي روحاني برڪتن ۾ ڀائيوار ڪيو هو. سو غير قومن تي
واجب آهي ته هو پنهنجن مالي برڪتن سان انهن جي مدد ڪن. (٢٨) جڏهن
آءٌ اهو ضروري ڪم ختم ڪندس ۽ جيڪو انهن لاءِ چندو گڏ ٿيو سو انهن

١٥:٢١ يس ٥٣:١٥ ١٥:٢٢ رو ١:١٣ ١٥:٢٥-٢٦ ١.ڪر ١٦:١-٤
١٥:٢٧ ١.ڪر ٩:١١

جي حوالي ڪندس، تڏهن آءٌ اسپين ڏانهن ويندس ۽ رستي تي اوهان سان
به ملندو ويندس. ﴿٢٩﴾ مون کي خبر آهي ته جڏهن آءٌ اوهان وٽ ايندس ته
مسيح جي ڪامل برڪت کنيو ايندس.
﴿٣٠﴾ اي منهنجا ڀائرو ۽ ڀينرون! آءٌ اوهان کي منٿ ٿو ڪريان ته خداوند
عيسيٰ مسيح جي صدقي ۽ پاڪ روح جي محبت خاطر مون سان گڏجي
دل‌وجان سان منهنجي لاءِ خدا کان دعا گهرندا رهو، ﴿٣١﴾ ته خدا مون کي
يهوديه ۾ انهن ماڻهن کان بچائي، جن عيسيٰ مسيح تي ايمان نه آندو آهي ۽
يروشلم ۾ ايمان وارن وٽ منهنجي خدمت قبول پوي. ﴿٣٢﴾ پوءِ خدا جي مرضيءَ
موجب خوشيءَ سان اوهان وٽ اچان ۽ اوهان سان گڏ آرام حاصل ڪريان.
﴿٣٣﴾ هاڻي اطمينان ڏيڻ وارو خدا شل اوهان سڀني سان هجي— آمين.

## سڀڻن لاءِ سنيها

١٦ ﴿١﴾ آءٌ اوهان کي فيبيءَ جي پارت ٿو ڪريان، جيڪا اسان جي ڀيڻ
۽ ڪنخريا شهر جي ڪليسيا جي خدمتگار آهي. ﴿٢﴾ اوهين ڪيس
خداوند جي نالي قبول ڪريو. جيئن ايمان وارن تي واجب آهي ۽ جنهن ڳالهه
۾ ڪيس اوهان جي ضرورت هجي تنهن ۾ سندس مدد ڪريو. ڇالاءِجو هن
ڪيترن ئي ماڻهن جي ۽ خود منهنجي به مدد ڪئي آهي.
﴿٣﴾ منهنجا سلام پرسڪلا ۽ اڪولا جن کي ڏجو. جن مون سان گڏ
عيسيٰ مسيح جي خدمت ڪئي آهي، ﴿٤﴾ ۽ جيڪي منهنجي حياتيءَ لاءِ
پنهنجا سر به ڏيڻ لاءِ تيار هئا. تن جو نه رڳو آءٌ پر غير قومن جون سڀ
ڪليسيائون به ٿورائتيون آهن. ﴿٥﴾ جيڪا ڪليسيا سندن گهر ۾ آهي، تنهن
کي به سلام ڏجو. منهنجي پياري دوست اپينتس کي سلام چئجو، جيڪو
ايشيا جي علائقي ۾ پهريون شخص آهي جنهن مسيح تي ايمان آندو هو.
﴿٦﴾ مريم کي منهنجا سلام ڏجو، جنهن اوهان جي لاءِ گهڻي محنت ڪئي
آهي. ﴿٧﴾ منهنجي قوم وارن اندرنيڪس ۽ يونياس کي سلام ڏجو، جيڪي
مون سان گڏ جيل ۾ هئا ۽ جيڪي رسولن ۾ مشهور آهن ۽ مون کان
اڳي مسيحي ٿيا هئا.

٣:١٦ رسن ١٨:٢

⑧ امپلياطس کي منهنجا سلام ڏجو، جيڪو مسيح جي معرفت منهنجو
پيارو دوست آهي. ⑨ اُربانس کي منهنجا سلام ڏجو، جيڪو مسيح جي
خدمت ۾ مون سان گڏ آهي ۽ منهنجي پياري دوست استاخس کي به سلام
ڏجو. ⑩ اپليس کي سلام ڏجو، جنهن جي مسيح سان وفاداري ثابت ٿي
چڪي آهي. ارستبولس جي گهر جي ڀاتين کي به منهنجا سلام ڏجو.
⑪ منهنجي قوم واري هيروديون کي منهنجا سلام ڏجو ۽ نرڪسس جي گهر
وارن مسيحي ڀائرن کي به منهنجا سلام ڏجو.
⑫ تروفينا ۽ تروفوسا، جيڪي خداوند جي خدمت ۾ محنت ڪن ٿيون
تن کي منهنجا سلام ڏجو. پياري پرسس کي به منهنجا سلام ڏجو،
جنهن خداوند لاءِ ڏاڍو ڪم ڪيو آهي. ⑬ روفس، جيڪو خداوند جو
چونڊيل خادم آهي تنهن کي سلام ڏجو ۽ سندس ماءُ کي به منهنجا سلام
ڏجو، جنهن مون کي پنهنجو پٽ ڪري پاليو. ⑭ اسنڪرتس، فلگون،
هرميس، پترباس، هرماس ۽ ٻين مسيحي ڀائرن ۽ ڀينرن کي به منهنجا سلام
ڏجو، جيڪي انهن سان گڏ آهن. ⑮ فِللگس، يوليا، نيريوس ۽ سندس
ڀيڻ، المپاس ۽ انهن سڀني ايمان وارن کي به جيڪي انهن سان گڏ آهن،
منهنجا سلام ڏجو.
⑯ هڪ ٻئي کي ڀائراڻي پيار سان ملي سلام چئجو. مسيح جون سڀ
ڪليسيائون اوهان کي سلام ڏين ٿيون.

## آخري نصيحتون

⑰ هاڻي اي ڀائرو ۽ ڀينرون! آءٌ اوهان کي منٿ ٿو ڪريان ته جيڪا تعليم
اوهان کي ملي آهي تنهن جي خلاف جيڪي ڏڦيڙ وجهن ٿا ۽ ماڻهن کي
گمراهه ڪن ٿا، تن کي نظر ۾ رکجو ۽ کانئن پري رهجو. ⑱ چالاڪِجو
جيڪي اهڙا ڪم ڪن ٿا سي خداوند جي خدمت نه ٿا ڪن، پر پنهنجي
پيٽ جي پوڄا ٿا ڪن ۽ پنهنجي سٽيي ۽ مٺيءَ زبان سان ابوجهن جون
دليون ٿا ٺڳين. ⑲ مسيح سان اوهان جي وفاداري سڀني ماڻهن کي معلوم
ٿي ويئي آهي، تنهنڪري آءٌ اوهان مان ڏاڍو خوش آهيان. پر منهنجي اها به

١٦:١٢ مر ١٥:٢١

خواهش آهي ته اوهين نيڪ ڪمن ۾ سياڻا ۽ خراب ڪمن ۾ ابوجهه ٿي
رهو. ⑳ته پوءِ خدا، جيڪو اطمينان ڏيڻ وارو آهي سو شيطان کي جلد
ئي اوهان جي پيرن هيٺ لتاڙي ڇڏيندو. اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح
جو فضل شل اوهان سڀني تي هجي.
㉑مون سان گڏ خدمت ڪندڙ تيمٿيس ۽ منهنجي قوم وارا لوڪيس،
ياسون ۽ سوسيپطرس اوهان کي سلام ٿا چون.
㉒آءٌ ترتيس، جيڪو خط جو لکندڙ آهيان، سو به خداوند جي معرفت
اوهان کي سلام ٿو ڏيان.
㉓منهنجو ۽ ساريءَ ڪليسيا جو مهماندار گيُس به اوهان کي سلام ٿو
چوي. شهر جو خزانچي اراستس ۽ اسان جو ڀاءُ ڪوارتس به اوهان کي
سلام چئي رهيا آهن. ㉔اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح جو فضل شل
اوهان سڀني تي هجي- آمين.

## آخري دعا

㉕-㉖جيڪو راز گهڻي وقت کان وٺي ڳجهو رکيو ويو هو، سو هاڻي
ابدي خدا جي حڪم موجب نبين جي صحيفن جي وسيلي سڀني قومن تي
پڌرو ڪيو ويو آهي، انهيءَ لاءِ ته هو ايمان جا تابعدار ٿين. عيسيٰ مسيح جي
جنهن خوشخبريءَ بابت آءٌ منادي ٿو ڪريان تنهن ۾ انهيءَ راز جي ظاهر ٿيڻ
موجب شل خدا اوهان کي ايمان ۾ مضبوط ڪري. ㉗انهيءَ واحد ۽ داناءَ
خدا جو جلوو عيسيٰ مسيح جي وسيلي شل هميشه تائين ٿيندو رهي. آمين.

---

٢١:١٦ رس ١٦: ١ ٢٣:١٦ رس ١٩: ٢٩، ١.ڪر ١: ١٤، ٢.تم ٤: ٢٠

# ١.ڪرنٿين

## ڪرنٿين ڏانهن پولس رسول جو پهريون خط

### تعارف

ڪرنٿين ڏانهن پولس رسول جو هي پهريون خط انهيءَ لاءِ لکيو ويو هو تہ پولس رسول جيڪا ڪليسيا ڪرنٿس شهر ۾ قائم ڪئي هئي تنهن ۾ مسيح جا هئڻ ڪري سندن نئين زندگيءَ ۽ ايمان متعلق پيدا ٿي پيل مسئلن کي سلجهايو وڃي. ان وقت ڪرنٿس هڪ وڏو يوناني شهر هو ۽ رومي صوبي اخيا جي گاديءَ جو هنڌ هو. اهو هنڌ پنهنجي وڏنڊڙ واپارم فخر واري ثقافتم جاءِ بجاءِ ڦهليل بدڪاريءَ ۽ مختلف مذهبن جي ڪري مشهور هو.

پولس رسول کي خاص ڳڻتيون هنن مسئلن جون آهنم جهڙوڪ: ڪليسيا ۾ ڏڙابندي ۽ منجهس کي بدڪاريءَ جا واقعام شاديءَ متعلق مسئلام ضمير متعلق ڳالهيونم ڪليسيا جو انتظامم پاڪ روح جي نعمتن ۽ مسيح جي پوئلڳن جي وري جي اٿڻ بابت مسئلا. هو گهري نظر وجهندي ڏيکاري ٿو تہ نئين زندگيءَ جي خوشخبري ڪيئن انهن مسئلن سان منهن ڏئي ٿي.

تيرهون بابم جيڪو محبت کي خدا جي بهترين نعمتن مان پهرين نعمت طور پيش ڪري ٿوم سو هن پاڪ خط ۾ تمام گهڻو چاتل پيغام آهي.

### سِٽاءُ


| | |
|---|---|
| تعارف | ١:١–٩ |
| ڪليسيا ۾ ڏڙابندي | ١:١٠–٤:٢١ |
| جنسي اخلاقيات ۽ خانداني زندگي | ١:٥–٧:٤٠ |
| مسيح جا پوئلڳ ۽ بي‌دين | ١:٨–١١:١ |

ڪليسيائي زندگي ۽ عبادت ١١:٢-١٤:٤٠
عيسيٰ مسيح جو ۽ مٿس ايمان آڻيندڙن جو وري جي اٿڻ ١٥:١-٥٨
يروشلم جي ڪليسيا لاءِ چندو ١٦:١-٤
شخصي معاملا ۽ دعا سلام ١٦:٥-٢٤

# ١.ڪرنٿين

## ڪرنٿين ڏانهن پولس رسول جو پهريون خط

١ ① هيءُ خط مون پولس ۽ اسان جي ڀاءُ سوستنيس جي طرفان آهي. مون
کي خدا جي مرضيءَ موجب عيسيٰ مسيح جو رسول ڪري چونڊيو
ويو. ② هي ڪرنٿس شهر ۾ خدا جي ڪليسيا ڏانهن موڪلجي ٿو، يعني
انهن ماڻهن ڏانهن جيڪي عيسيٰ مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري پاڪ
ڪيا ويا آهن ۽ خدا جا ماڻهو ڪري چونڊيا ويا آهن. هي انهن سڀني جي
نالي پڻ لکجي ٿو جيڪي هر هنڌ خداوند عيسيٰ مسيح جو نالو وٺن ٿا،
جيڪو انهن جو ۽ اسان جو خداوند آهي.
③ شل اوهان تي اسان جي پيءُ خدا ۽ خداوند عيسيٰ مسيح جي طرفان
فضل ۽ سلامتي هجي.

### مسيح جي وسيلي برڪتون

④ آءٌ هميشه اوهان لاءِ خدا جو شڪر ڪندو رهان ٿو، ڇالاءِجو هن
عيسيٰ مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري اوهان تي فضل ڪيو آهي.
⑤ ساڻس گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري اوهين هر طرح جي ڪلام ڪرڻ ۽ علم
جي لحاظ کان دولتمند ٿي ويا آهيو. ⑥ تنهنڪري مسيح جي شاهدي اوهان
۾ قائم ٿي آهي، ⑦ ايتري تائين جو جيستائين اوهين اسان جي خداوند عيسيٰ

٢:١ رس ١٨:١

مسيح جي ظاهر ٿيڻ جا منتظر آهيو، اوهان ۾ ڪنهن به روحاني نعمت جي
ڪمي ڪانه ٿيندي. ⑧ خدا اوهان کي پڇاڙيءَ تائين قائم به رکندو، انهيءَ
لاءِ ته جيئن اوهين اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح جي ڏينهن بيعيب هجو.
⑨ خدا سچو آهي، جنهن پنهنجي فرزند، اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح
جي صحبت لاءِ اوهان کي چونڊيو آهي.

## يائرن ۾ اڻبڻت

⑩ اي يائرو ۽ ڀينرون! آءٌ اوهان کي اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح جي
نالي منت ٿو ڪريان ته اوهين سڀيئي پاڻ ۾ يڪراءِ ٿيو، ته جيئن اوهان ۾
ڪابه اڻبڻت پيدا نه ٿئي. اوهين يڪدل ۽ يڪراءِ ٿي پاڻ ۾ مڪمل ٻڌي
ڪريو. ⑪ جڏهن ته ڪلوئيءَ جي گهر وارن مون کي ٻڌايو آهي ته اوهان يائرن
۽ ڀينرن جا هڪ ٻئي سان ڪافي جهيڙا جهڳڙا آهن. ⑫ منهنجي چوڻ جو
مطلب هي آهي ته اوهان مان ڪو چوي ٿو ته "آءٌ پولس جو آهيان،" ڪو
چوي ٿو ته "آءٌ اپلوس جو آهيان،" ڪو چوي ٿو ته "آءٌ پطرس جو آهيان"
۽ ڪو چوي ٿو ته "آءٌ مسيح جو آهيان." ⑬ مسيح ورهائجي ويو آهي ڇا؟
ڇا پولس کي اوهان جي لاءِ صليب تي چاڙهي ماريو ويو؟ يا اوهان پولس
جي نالي تي بپتسما ورتي هئي ڇا؟
⑭ آءٌ خدا جو شڪر ٿو ڪريان ته مون اوهان مان سواءِ ڪرسپس ۽ گيُس
جي ٻئي ڪنهن کي به بپتسما نه ڏني آهي. ⑮ سو ڪوبه چئي نه ٿو سگهي ته
ڪيس منهنجي نالي تي بپتسما ڏني ويئي هئي. ⑯ هاڻ، مون استفناس ۽ سندس
گهراڻي کي به بپتسما ڏني آهي. پر انهن کان سواءِ مون کي نه ٿو سُجهي ته
ڪنهن ٻئي کي بپتسما ڏني اٿم. ⑰ ڇالاءِجو مسيح مون کي بپتسما ڏيڻ
لاءِ نه پر خوشخبري ٻڌائڻ لاءِ موڪليو آهي ۽ اها به ڏاهپ جي لفظن سان
نه، متان مسيح جو صليب تي چڙهي جان ڏيڻ بياثر ٿئي.

## مسيح، خدا جي قدرت ۽ ڏاهپ

⑱ سو جيڪي برباد ٿي رهيا آهن، تن لاءِ صليب جو پيغام بيوقوفي

۱:۱۲ رس ۱۸:۲۴ ۱:۱۴ رس ۱۸:۸، ۱۹:۲۹، رو ۱٦:۲۳ ۱:۱٦ ۱.ڪر ۱٦:۱۵

آهي. پر اسين جيڪي ڇوٽڪارو حاصل ڪري رهيا آهيون، تن لاءِ اهو خدا
جي قدرت آهي. ⑲ ڇالاءِجو لکيل آهي تہ
"آءٌ ڏاهن جي ڏاهپ بيڪار ڪندس
۽ عالمن جو علم رد ڪندس."
⑳ ڪٿي آهن ڏاها؟ ڪٿي آهن شريعت جا عالم؟ ڪٿي آهن هن زماني
جا بحث ڪندڙ؟ ڇا خدا نہ ڏيکاريو آهي تہ جهان جي ڏاهپ بيوقوفي
آهي؟ ㉑ ڇالاءِجو خدا پنهنجي ڏاهپ سان ماڻهن لاءِ اهو ناممڪن بڻائي
ڇڏيو تہ هو پنهنجي ذاتي ڏاهپ سان کيس سڃاڻين. تنهنڪري خدا جي
مرضي ٿي تہ هو انهن کي بچائي جيڪي اسان جي پيغام تي ايمان آڻين،
جيتوڻيڪ اهو پيغام دنيا جي نظر ۾ بيوقوفي آهي. ㉒ يهودي تہ ثابتيءَ لاءِ
معجزا گهرندا آهن ۽ يونان وارا ڏاهپ جا ڳولائو هوندا آهن. ㉓ پر اسين
مسيح جو پيغام ٿا ڏيون، جنهن کي صليب تي چاڙهيو ويو، جيڪو
يهودين جي نظر ۾ ڪراهت جهڙو ۽ غير قومن جي نظر ۾ بيوقوفي آهي.
㉔ پر جيڪي خدا جا چونڊيل آهن، توڙي جو يهودي هجن يا يوناني، تن
لاءِ مسيح خدا جي قدرت ۽ خدا جي ڏاهپ آهي. ㉕ ڇالاءِجو جيڪا
خدا جي بيوقوفي ڀانئجي ٿي، سا ماڻهن جي ڏاهپ کان وڌيڪ آهي
۽ جيڪا خدا جي ڪمزوري ليکجي ٿي، سا ماڻهن جي طاقت کان
وڌيڪ آهي.

㉖ هاڻي اي ڀائرو ۽ ڀينرون! ياد ڪريو تہ انهيءَ وقت اوهين ڇا هئا، جڏهن
خدا اوهان کي چونڊيو. ماڻهن جي نظر ۾ تہ اوهان مان ٿورا ڏاها، ٿورا
طاقتور ۽ ٿورا اميرزادا هئا. ㉗ پر جهان جنهن کي بيوقوفي سمجهي ٿو خدا
تنهن کي چونڊيو، تہ جيئن ڏاهن کي شرمندو ڪري ۽ جهان جنهن کي
ڪمزوري سمجهي ٿو خدا تنهن کي چونڊيو، تہ جيئن طاقتورن کي شرمندو
ڪري. ㉘ خدا انهن کي چونڊيو جن کي جهان خسيس، حقير ۽ ڪجهہ
بہ نہ ٿو سمجهي، انهيءَ لاءِ تہ خدا انهيءَ کي ناس ڪري جنهن کي ماڻهو
ڪا شيءِ سمجهن ٿا. ㉙ مطلب تہ ڪوبہ انسان خدا جي اڳيان فخر نہ
ڪري. ㉚ پر خدا اوهان کي عيسيٰ مسيح سان ڳنڍي هڪ ڪري ڇڏيو

۱۹:۱ يس ۲۹:۱۴ ۲۰:۱ ايو ۱۲:۱۷، يس ۱۹:۱۲، ۳۳:۱۸، ۴۴:۲۵

آهي ۽ هن ڪيس اسان لاءِ حڪمت يعني سچائي، پاڪائي ۽ ڇوٽڪارو
ٻڌايو آهي. ㉛ تنهنڪري لکيل آهي ته
”جيڪو فخر ڪرڻ چاهي ٿو،
سو خداوند تي فخر ڪري.“

## مسيح ۽ سندس صليب

٢ ① جڏهن آءٌ اوهان ڀائرن ۽ ڀينرن وٽ آيو هوس ته مون خدا جي پيغام
جي تبليغ وڏن لفظن ۽ ڏاهپ ڪان سواءِ ڪئي هئي. ② ڇالاءِ جو
مون پڪو ارادو ڪيو هو ته جڏهن اوهان وٽ رهان ته عيسيٰ مسيح ۽
سندس صليب تي چڙهڻ ڪان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه ڄاڻان. ③ آءٌ اوهان وٽ
ڪمزوري، خوف ۽ ڏاڍي ڏڪٽيءَ جي حالت ۾ رهيس. ④ منهنجي تقرير ۽
تبليغ، ڏاهپ جي دلفريب لفظن سان نه، پر پاڪ روح جي قدرت سان يقين
ڪرڻ جهڙيون ثابت ٿي ويون، ⑤ انهيءَ لاءِ ته جيئن اوهان جو ايمان ماڻهن
جي ڏاهپ تي نه، پر خدا جي قدرت تي قائم هجي.

## خدا جي ڏاهپ

⑥ تنهن هوندي به ڪامل ايمان وارن ماڻهن منجهه اسين ڏاهپ جون
ڳالهيون ڪريون، پر نه هن زماني جي ڏاهپ جون ۽ نڪي هن زماني جي
حاڪمن جي ڏاهپ جون، جيڪي ناس ٿي رهيا آهن. ⑦ بلڪ، اسين خدا
جي ڳجهي ڏاهپ جيڪا دنيا کان لڪل آهي، سا بيان ڪري رهيا آهيون.
جيڪا خدا هن زماني جي شروعات کان اڳيئي اسان جي شان شوڪت
لاءِ مقرر ڪري ڇڏي آهي. ⑧ انهيءَ ڏاهپ کي هن زماني جي حاڪمن
نه سمجهيو. جيڪڏهن اهي سمجهن ها ته جيڪر خداوند ذوالجلال کي
ڪڏهن به صليب تي ڪين چاڙهين ها. ⑨ پر جيئن لکيل آهي ته
”جيڪا شيءِ ڪنهن به اک نه ڏٺي آهي،
ڪنهن به ڪن نه ٻڌي آهي
۽ ڪنهن به دماغ نه سوچي آهي،

١:٣١ ير ٩:٢٤ ٢:٣ رس ١٨:٩ ٢:٩ يس ٦٤:٤

سا خدا پنهنجي پيار ڪندڙن لاءِ
تيار ڪئي آهي.“

⑩ اها اسان تي خدا پنهنجي پاڪ روح جي وسيلي ظاهر ڪئي آهي،
ڇالاءِجو پاڪ روح سڀني ڳالهين کي، بلڪ خدا جي ڳجهين ڳالهين کي
به پرکي ٿو وٺي. ⑪ ماڻهوءَ جا خيال سندس روح کان سواءِ ٻيو ڪوبه نه ٿو
سمجهي سگهي. ساڳيءَ طرح خدا جا خيال سندس پاڪ روح کان سواءِ
ٻيو ڪوبه نه ٿو سمجهي سگهي. ⑫ اسان کي دنياوي روح نه، بلڪ خدا
جي طرفان پاڪ روح مليل آهي، انهيءَ لاءِ ته جيئن اسين خدا جي بخشيل
نعمتن کي سمجهي سگهون. ⑬ اسين اهي ڳالهيون ماڻهن جي ڏاهپ جي
سيکاريل لفظن ۾ نه، پر پاڪ روح جي سيکاريل لفظن ۾ بيان ٿا ڪريون.
اهڙيءَ طرح اسين روحاني ڳالهيون روحاني لفظن سان ئي سمجهايون ٿا.
⑭ پر جنهن ماڻهوءَ کي پاڪ روح مليل نه آهي، سو خدا جي پاڪ روح
کان مليل ڳالهيون قبول نه ڪندو، ڇالاءِجو اهي هن لاءِ بيوقوفي آهن. هو
انهن کي سمجهي نه سگهندو، ڇاڪاڻ‌ته اهي روحاني طرح پرکيون وينديون
آهن. ⑮ روحاني ماڻهو سڀني ڳالهين کي پرکي ٿو سگهي، پر خود انهيءَ کي
ڪوبه پرکي نه ٿو سگهي. ⑯ جيئن لکيل آهي ته
”ڪير خداوند جي سمجهه کي ڄاڻي ٿو،
جو کيس صلاح ڏئي؟“
پر اسان کي ته مسيح جي سمجهه مليل آهي.

## خدا جا خدمتگار

٣ ① اي ڀائرو ۽ ڀينرون! آءٌ اوهان سان روحاني ماڻهن وانگر نه ڳالهائي
سگهيس پر دنياوي ماڻهن وانگر، يعني مسيح سان ڳنڍجي هڪ تي
ننڍڙن ٻارن وانگر ڳالهائي سگهيس. ② مون اوهان کي کير پياريو پر کاڌو
نه کارايو، ڇالاءِجو اڃا اوهين انهيءَ لاءِ تيار نه هئا ۽ نڪي هاڻي ئي تيار
آهيو. ③ اوهين اڃا تائين دنياوي ماڻهن وانگر آهيو. جيئن ته اوهان ۾ حسد
۽ جهيڙو جهڳڙو آهي، سو اوهين جسماني نه آهيو ڇا؟ اوهين دنياوي ماڻهن

وانگر نہ ٿا هلو ڇا؟ ④ جڏهن اوهان مان ڪو چوي ٿو تہ ”آءٌ پولس جو
آهيان“ ۽ ڪو چوي ٿو تہ ”آءٌ اپلوس جو آهيان،“ تہ پوءِ اوهين دنياوي
ماڻهن وانگر نہ آهيو ڇا؟
⑤ تہ پوءِ اپلوس ڪهڙي شيءِ آهي ۽ پولس ڇا آهي؟ اهي تہ خدمتگار
آهن، جن جي وسيلي اوهان ايمان آندو. هر ڪو اهڙيءَ طرح ڪم ڪري
ٿو جهڙيءَ طرح خداوند کيس ڏنو آهي. ⑥ مون پوکيو، اپلوس پاڻي ڏنو
پر وڌايو خدا. ⑦ سو نہ پوکيندڙ ۽ نڪي پاڻي ڏيندڙ ڪا شيءِ آهن، پر
خدا آهي جيڪو وڌائي ٿو. ⑧ پوکڻ وارو ۽ پاڻي ڏيڻ وارو ٻئي هڪجهڙا
آهن. هر ڪنهن کي پنهنجي پورهئي آهر اجورو ملندو. ⑨ ڇالاءِجو اسين
خدا سان گڏ ڪم ڪندڙ آهيون ۽ اوهين خدا جي پوک ۽ خدا جي
عمارت آهيو.
⑩ خدا جو فضل جيڪو هن مون کي عطا ڪيو، تنهن موجب مون
هڪڙي ماهر رازي وانگر بنياد وڌو ۽ ٻيو انهيءَ تي اوساري ٿو ڪري. پر هر
هڪ کي خبرداريءَ سان انهيءَ تي اوساري ڪرڻ گهرجي. ⑪ سواءِ انهيءَ اڳ
وڌل بنياد جي ٻيو ڪوبہ ماڻهو بنياد وجهي نہ سگهندو. اهو بنياد عيسيٰ
مسيح آهي. ⑫ پر جيڪڏهن ڪو ماڻهو انهيءَ بنياد تي سون، چانديءَ،
جواهرن، ڪاٺ، گاهہ يا ڪکن جي اڏاوت ڪندو، ⑬ تہ سندس ڪم
ظاهر ٿي پوندو، ڇالاءِجو انهيءَ ڪم کي آخرت جو ڏينهن پڌرو ڪندو.
اهو ڏينهن باهہ سان ظاهر ٿيندو ۽ اها باهہ هر ڪنهن جو ڪم پرکيندي
تہ ڪهڙي قسم جو آهي. ⑭ جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جو انهيءَ بنياد تي
اڏيل ڪم جٽاءُ ڪندو تہ کيس ان جو اجورو ملندو. ⑮ جيڪڏهن ڪنهن
ماڻهوءَ جو ڪم سڙي ويندو تہ کيس نقصان پوندو، پر هو پاڻ سڙندي
سڙندي بچي ويندو.
⑯ اوهان کي خبر نہ آهي ڇا تہ اوهين خدا جو گهر آهيو ۽ خدا جو
روح اوهان ۾ رهي ٿو؟ ⑰ جيڪڏهن ڪو ماڻهو خدا جي گهر کي برباد
ڪندو تہ خدا انهيءَ ماڻهوءَ کي برباد ڪندو، ڇالاءِجو خدا جو گهر پاڪ

۳:۴ ۱.ڪر ۱:۱۲ ۳:۶ رس ۱۸:۴-۱۱، ۲۴-۲۸ ۳:۱۶ ۱.ڪر ۶:۱۹،
۲.ڪر ۶:۱۶

آهي ۽ اهو گهر اوهين ئي آهيو.
⑱ڪوبہ ماڻهو پاڻ کي نہ ٺڳي. جيڪڏهن اوهان منجهان ڪو ماڻهو
پاڻئين تہ هن زماني جي لحاظ کان ڏاهو ليکجان، تہ پوءِ ڪيس بيوقوف بڻجڻ
گهرجي تہ جيئن هو ڏاهو ٿي پوي. ⑲ چالاڪِجو هن جهان جي ڏاهپ خدا
جي اڳيان بيوقوفي آهي. جيئن لکيل آهي تہ

"خدا ڏاهن کي
سندن چالاڪيءَ ۾ ٿو ڦاسائي."

⑳ ٻي هنڌ لکيل آهي تہ

"خداوند ڄاڻي ٿو تہ
ڏاهن جا خيال اجايا آهن."

㉑ تنهنڪري انسان تي ڪوبہ فخر نہ ڪري، ڇالاڪِجو سڀ شيون اوهان
جون آهن، ㉒ جيئن تہ پولس، اپلوس، پطرس، هيءَ دنيا، هيءَ زندگي ۽ موت،
حال ۽ مستقبل، اِهي سڀيئي اوهان جا آهن. ㉓ اوهين سڀيئي مسيح جا آهيو
۽ مسيح خدا جو آهي.

## مسيح جا رسول

۴ ① ماڻهن کي گهرجي تہ اسان کي مسيح جا خادم سمجهن، جن
کي خدا جا راز سونپيا ويا آهن، ② ۽ جن کي ڪا شيءِ سونپي ويندي
آهي تن جو فرض آهي تہ ايماندار رهن. ③ منهنجي لاءِ اها ڳالهہ خسيس
آهي جو اوهين يا ڪا ٻي انساني ڪورٽ منهنجي جاچ ڪري، جڏهن تہ
آءٌ پاڻ پنهنجي جاچ ڪري نہ ٿو سگهان، ④ ڇالاڪِجو منهنجو ضمير مون
تي ڪا ملامت نہ ٿو ڪري. تنهن هوندي بہ ان مان اِهو ثابت نہ آهي تہ
آءٌ ڪو سچپچ بيڏوهي آهيان. مون کي جاچڻ وارو تہ خداوند ئي آهي.
⑤ تنهنڪري خداوند جي اچڻ تائين ترسو ۽ مقرر وقت کان اڳي ڪنهن بہ
ڳالهہ جو فيصلو نہ ڪريو، ڇالاڪِجو اهو ئي اونده ۾ لڪل شيون پڌريون
ڪندو ۽ ماڻهن جي دلين جون رٿون ظاهر ڪندو. تڏهن خدا جي طرفان
هر ڪنهن جي پوري پوري ساراهہ ٿيندي.

(٦) اي ڀائرو ۽ ڀينرون! مون هنن ڳالهين ۾ اوهان جي خاطر پنهنجو ۽
اپلوس جو ذڪر مثال طور پيش ڪيو آهي، انهيءَ لاءِ تہ اوهين اسان کان سکو
تہ ”جيڪي ڪجهہ لکيل آهي، تنهن کان ٻاهر نہ وڃو.“ اوهان مان ڪو
هڪڙي جي پر وٺي ٻئي جي خلاف ٻٽاڪون نہ هڻي. (٧) تنهنجي ۽ ٻين جي
وچ ۾ فرق ڪرڻ وارو ڪير آهي؟ ڇا تو وٽ اهڙي ڪا شيءِ آهي جيڪا تو
کي انهيءَ کان نہ ملي هجي؟ جيڪڏهن تو کي واقعي ملي آهي تہ پوءِ فخر
ڇو ٿو ڪرين جو ڄڻ تہ تو کي ملي ئي ڪانهي؟
(٨) ها اوهين تہ پهريون ئي آسودا هئا. اوهين تہ اڳيئي دولتمند هئا ۽ اوهان
اسان کان سواءِ بادشاهي ڪئي. ڪاش! اوهين سچپچ بادشاهي ڪريو ها
تہ من اسين بہ اوهان سان گڏ بادشاهي ڪريون ها. (٩) منهنجي خيال ۾
خدا اسان رسولن کي سڀ کان هيٺانهون ڪري انهن ماڻهن وانگي پيش
ڪيو آهي، جن لاءِ سرِعام قتل جو حڪم ملي چڪو هجي. اسين جهان،
فرشتن ۽ ماڻهن لاءِ هڪ تماشو بڻايا ويا آهيون. (١٠) اسين تہ مسيح جي خاطر
بيوقوف ٿا سڏجون، پر اوهين مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري سياڻا
ٿا ليکجو. اسين هيڻا پر اوهين طاقتور، اوهين عزت وارا پر اسين بيعزت ٿا
ليکجون. (١١) اسين اڄ تائين بکيا، اڃيا ۽ اگهاڙا آهيون، در در ڌڪا کائيندا ٿا
وتون ۽ رهڻ جي لاءِ ڪا جاءِ ڪانہ اٿون. (١٢) اسين پنهنجن هٿن سان پورهيو
ڪيو پيا هڄون. جڏهن ماڻهو اسان تي لعنتون ٿا وجهن تہ اسين کين دعائون
ٿا ڪريون. جڏهن هو اسان کي ستائين ٿا تہ اسين صبر سان ٿا سهون.
(١٣) جڏهن هو اسان جي گلا ڪن ٿا تہ اسين سندن نيڪي ٿا ڪريون. اسين
هن وقت تائين جهان جو گند ڪچرو ۽ سڀني شين جو ٻهر پيا ليکجون.
(١٤) آءٌ هي ڳالهيون اوهان کي شرمسار ڪرڻ خاطر نہ ٿو لکان، بلڪ
پنهنجا پيارا ٻار سمجهي اوهان کي نصيحت ٿو ڪريان. (١٥) جيتوڻيڪ
مسيحي زندگيءَ ۾ اوهان جا ڏهہ هزار استاد هجن، پر اوهان جو پيءُ تہ رڳو
هڪڙو ئي آهي. ڇالاءِجو خوشخبريءَ جي وسيلي آءٌ ئي عيسيٰ مسيح سان
گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري اوهان جو پيءُ ٿيس. (١٦) تنهنڪري آءٌ اوهان کي منٿ
ٿو ڪريان تہ اوهين بہ مون جهڙي هلت ڪريو. (١٧) انهيءَ سبب ڪري آءٌ

١٢:٤ رس ١٨:٣   ١٦:٤ ١.ڪر ١١:١، فل ١٧:٣

تيمٿيس کي اوهان ڏانهن موڪلي رهيو آهيان. هو خداوند جو هئڻ ڪري
منهنجو پيارو ۽ وفادار فرزند آهي. هو منهنجا اهي طريقا جيڪي مسيح جو
هجڻ ڪري منهنجي زندگيءَ ۾ آهن، اوهان کي ياد ڏياريندو، جهڙيءَ طرح
آءٌ هرهنڌ هر ڪليسيا ۾ تعليم ڏيان ٿو.
⑱ اوهان مان ڪن ٻٽاڪون هنيون آهن، ڄڻ ته آءٌ اوهان وٽ ايندس ئي
ڪونه. ⑲ پر جي خداوند گهريو ته آءٌ جلدي اوهان وٽ ايندس ۽ جيڪي
ٻٽاڪي آهن، تن جي ڳالهين جي نه، پر سندن طاقت جي خبر لهندس.
⑳ ڇالاءِ جو خدا جي بادشاهت ڳالهين تي نه، پر طاقت تي مدار رکي ٿي.
㉑ اوهان جي ڪهڙي مرضي آهي ته آءٌ اوهان وٽ ڏنڊي سان اچان يا پيار
۽ نماڻائيءَ جي روح سان؟

## ڪليسيا ۾ زناڪاري

**۵** ① ايتري قدر به ٻڌڻ ۾ ٿو اچي ته اوهان ۾ زناڪاري آهي ۽ زناڪاري
به اهڙي جيڪا غير قومن ۾ به ڪانهي، بلڪ اوهان مان ته هڪڙو
پنهنجي پيءُ جي زال ويهاريو ويٺو آهي. ② جنهن اهڙو ڪم ڪيو آهي
تنهن کي پنهنجي ٽولي مان اوهان کي ڪڍي ڇڏڻ گهربو هو. پر اوهين ته
انهيءَ تي افسوس ڪرڻ بدران اٽلندو ٻٽاڪون ٿا هڻو. ③ جيتوڻيڪ منهنجو
جسم اوهان وٽ حاضر نه آهي پر منهنجو روح حاضر آهي. سو مون ڄڻ ته
پنهنجي موجودگيءَ ۾ اڳ ئي اهڙي ڪم ڪرڻ واري لاءِ فتويٰ ڏئي ڇڏي
آهي. ④ اها فتويٰ هيءَ آهي ته اوهين منهنجي روح سان گڏجي اسان جي
خداوند عيسيٰ جي نالي، سندس قدرت سان ⑤ اهڙي شخص جي جسماني
خواهشن کي برباد ڪرڻ لاءِ کيس شيطان جي حوالي ڪري ڇڏيو ته جيئن
سندس روح خداوند جي ڏينهن بچي وڃي.
⑥ اوهان جو فخر ڪرڻ سنو نه آهي. اها خبر نه اٿوَ ڇا ته ٿورڙو ئي خميرو
ساري ڳوهيل اٽي کي ڦنڊائي ڇڏيندو آهي. ⑦ پراڻو خميرو ڪڍي ڇڏيو ته
جيئن نج اٽو ٻڌجي پئو. سچ‌پچ ته اوهين بي‌خميرا آهيو، ڇالاءِ جو اسان جي
عيد فصح جو گهيٽو يعني مسيح قربان ٿي ويو آهي. ⑧ تنهنڪري اچو ته

۵:۱ شر ۲۲:۳۰ ۵:۶ گل ۵:۹ ۵:۷ خر ۱۲:۵ ۵:۸ خر ۱۳:۷، شر ۱۶:۳

عيد ڪريون، پر نه پراڻي خميري يعني برائي ۽ شرارت جي خميري سان،
بلڪ صاف‌دليءَ ۽ سچائيءَ جي بي‌خميري مانيءَ سان.
(٩) مون پنهنجي خط ۾ اوهان ڏانهن لکيو هو ته زناڪارن سان صحبت
نه رکجو. (١٠) منهنجو مطلب اهو نه آهي ته اوهين هن جهان جي زناڪارن،
لالچين، دغابازن ۽ بت‌پرستن سان لاڳاپا ئي لاهي ڇڏيو، ڇالاءِ‌جو ائين
ڪرڻ سان اوهان کي ضرور هن جهان مان نڪري وڃڻو پوندو. (١١) دراصل
مون اوهان ڏانهن اهو لکيو هو ته جيڪڏهن ڪو ايمان آڻيندڙ سڏائي پر
هجي زناڪار، يا لالچي يا بت‌پرست يا گاريل، يا شرابي يا دغاباز، ته انهيءَ
سان صحبت نه رکجو، بلڪ اهڙي سان گڏ کاڌو به نه کائجو. (١٢) جيڪي
ڌاريا آهن تن تي فتويٰ ڏيڻ سان منهنجو ڪهڙو واسطو؟ پر اوهين رڳو
پنهنجن مان بڇڙائي ڪندڙ تي فتويٰ ڏيو. (١٣) ڇالاءِ‌جو ڌارين تي خدا پاڻ
فتويٰ ڏيندو. پر ”اوهين پنهنجي ٽولي مان انهيءَ بڇڙي ماڻهوءَ کي ڪڍي
ڇڏيو.“ جيئن پاڪ لکت ۾ آهي.

## هڪ ٻئي تي ڪيس ڪرڻ

٦ (١) اوهان مان ڪنهن کي ايتري جرئت آهي ڇا جو ڪنهن ٻئي ڀاءُ
سان ڪو معاملو هجيس ته فيصلي لاءِ ايمان وارن وٽ نه، پر بي‌دينن
وٽ وڃي؟ (٢) ڇا اوهان کي خبر نه آهي ته خدا جي قوم دنيا جو انصاف
ڪندي؟ جيڪڏهن دنيا جو انصاف اوهان جي هٿان ٿيڻو آهي، ته پوءِ خسيس
معاملن جي فيصلن جا به اوهين لائق نه آهيو ڇا؟ (٣) ڇا اوهين ايترو نه ٿا
ڄاڻو ته اسين ملائڪن جو انصاف ڪنداسين؟ ته پوءِ هن دنيا جا معاملا
ڇو نه فيصل ڪريون؟ (٤) تنهنڪري جيڪڏهن اوهان کي فيصلي ڪرائڻ
لاءِ دنيا جا معاملا آهن ته انهن فيصلن لاءِ اوهين اهڙن ججن وٽ ڇو ٿا
وڃو جيڪي اوهان جي ڪليسيا جا ئي نه آهن؟ (٥) آءٌ چوان ٿو ته اوهان کي
شرم اچڻ گهرجي. ڇا اوهان ۾ ڪو به اهڙو سياڻو ڪونهي جيڪو اوهان
ايمان وارن جا پاڻ ۾ معاملا نبيري؟ (٦) پر اٽلندو ايمان وارو، ايمان واري تي
ڪيس ٿو ڪري سو به بي‌دينن وٽ.

---

١٣:٥ شر ١٣:٥، ١٧:٧

⑦ حقيقت ۾ اها اوهان جي وڏي شڪست آهي جو اوهين هڪٻئي
تي ڪيس ٿا ڪريو. ظلم سهڻ ڇو نه ٿا بهتر سمجهو؟ ڦُرجي وڃڻ ڇو
نه ٿا قبول ڪريو؟ ⑧ بلڪ اوهين ته خود ئي ظلم ڪريو ٿا ۽ ڦُريو ٿا، سو
به پنهنجن ڀائرن ۽ ڀينرن کي.
⑨ اوهان کي خبر نه آهي ڇا ته بدڪار خدا جي بادشاهت ۾ داخل نه
ٿيندا؟ سو ٺڳجي نه وڃو، ڇالاءِجو نه حرامڪار، نڪي بت‌پرست، نڪي
زناڪار، نڪي بدفعلي ڪرائيندڙ، نڪي لونڊي‌باز، ⑩ نڪي چور، نڪي
لالچي، نڪي شرابي، نڪي گاريل ۽ نڪي دغاباز خدا جي بادشاهت ۾
داخل ٿيندا. ⑪ اوهان مان ڪي اهڙا ئي هئا. پر اوهين گناهن کان ڌوپجي
ويا. اوهين پاڪ ڪيا ويا ۽ خداوند عيسيٰ مسيح جي نالي ۽ اسان جي خدا
جي پاڪ روح جي وسيلي خدا ڏانهن سچار بڻايا ويا.

## اوهان جو بدن خدا جي جلوي لاءِ

⑫ اوهان مان ڪو سمجهي ته ”سڀ شيون منهنجي لاءِ جائز آهن.“
نيڪ آهي، پر هر ڪا شيءِ اوهان لاءِ فاعدي واري نه آهي. جيڪڏهن آءٌ
به چوان ته ’سڀ شيون منهنجي لاءِ جائز آهن،‘ ته به آءٌ ڪنهن به شيءِ
جو غلام ڪين ٿيندس. ⑬ ڪو ٻيو چوي ته ”کاڌو پيٽ لاءِ آهي ۽ پيٽ
کاڌي لاءِ.“ سو به نيڪ آهي، پر خدا ٻنهي کي ناس ڪري ڇڏيندو. بدن
زناڪاريءَ لاءِ نه آهي، بلڪ خداوند جي خدمت لاءِ آهي ۽ خداوند پاڻ ئي
بدن جي حفاظت ڪندو. ⑭ جهڙيءَ طرح خدا، جنهن خداوند عيسيٰ کي
جيئرو ڪري اٿاريو، سو اسان کي به تهڙيءَ طرح پنهنجي قدرت سان جيئرو
ڪري اٿاريندو. ⑮ ڇا پوءِ به اوهين نه ٿا سمجهو ته اوهان جا بدن مسيح جا
عضوا آهن؟ تڏهن ڇا يلا آءٌ مسيح جي عضون کي ڪنهن ڪچريءَ جي بدن
جا عضوا بڻجڻ ڏيان؟ نه، هرگز نه. ⑯ ڇا اوهين ايترو به نه ٿا ڄاڻو ته جيڪو
ڪچريءَ سان ملي ٿو، سو انهيءَ سان گڏجي هڪ بدن ٿي پوي ٿو؟ ڇالاءِجو
لکيل آهي ته ”اهي ٻئي گڏجي هڪ جسم ٿي پوندا.“ ⑰ پر جيڪو خداوند
سان ملي ٿو سو ساڻس روحاني طرح گڏجي هڪ ٿي وڃي ٿو.

---

١٢:٦ ١.ڪر ١٠:٢٣    ١٦:٦ پيد ٢:٢٤

(١٨) سو زناڪاريءَ کان پچو. ٻيو هر گناهه، جيڪو ماڻهو ڪري ٿو سو
بدن کان ٻاهر آهي، پر جيڪو زنا ڪري ٿو سو پاڻ پنهنجي بدن جو
گناهه ٿو ڪري. (١٩) اوهان کي خبر نه آهي ڇا ته اوهان جو بدن انهيءَ
پاڪ روح جو گهر آهي، جيڪو اوهان ۾ رهي ٿو ۽ اهو اوهان کي خدا
کان عطا ٿيل آهي؟ سو اوهان کي پاڻ تي اختيار نه آهي، (٢٠) ڇالاءِجو
اوهين مُلهه ورتل آهيو. تنهنڪري اوهين پنهنجي بدن سان خدا جو جلوو
ظاهر ڪريو.

## شاديءَ بابت

(١) هاڻي جن ڳالهين بابت اوهان لکي پڇيو آهي، تن مان هڪڙي هيءَ
آهي ته 'مرد لاءِ چڱو آهي ته عورت کي هٿ به نه لائي.' (٢) پر ٻڌوم
جيئن ته زناڪاري گهڻي آهي، سو بلاشڪ هر ڪنهن مرد کي پنهنجي زال
هجي ۽ هر ڪنهن زال کي پنهنجو مڙس هجي. (٣) هر مڙس کي پنهنجيءَ زال
جو حق ادا ڪرڻ گهرجي ۽ ساڳيءَ طرح هر ڪنهن زال کي پنهنجي مڙس
جو. (٤) زال پنهنجي جسم جي مالڪياڻي نه آهي پر سندس مڙس ۽ ساڳيءَ
طرح مڙس به پنهنجي جسم جو مالڪ نه آهي پر سندس زال. (٥) اوهين هڪ
ٻئي کي حق ادائيءَ کان محروم نه ڪريو، پر ڀلي ٿوري وقت لاءِ هڪ ٻئي
جي رضامنديءَ سان ائين ڪريو، ته جيئن اوهان کي دعا گهرڻ لاءِ وقت
ملي. پوءِ وري پاڻ ۾ ملو. متان پرهيزگاريءَ جي گهٽتائيءَ سبب شيطان اوهان
کي برغلائي. (٦) انهيءَ ڳالهه جي آءٌ اجازت ڏيان ٿو پر حڪم نه ٿو ڪريان.
(٧) تنهن هوندي به منهنجي اها خواهش آهي ته سڀ ماڻهو مون وانگر هجن.
پر هر ڪنهن ماڻهوءَ کي خدا کان پنهنجي پنهنجي ذات مليل آهي، ڪنهن
کي ڪهڙي ته ڪنهن کي ڪهڙي.

(٨) پر اڻپرڻيلن ۽ رنڻزالن کي منهنجو چوڻ آهي ته انهن لاءِ اهو سٺو
ٿيندو ته جيئن آءٌ ٿو رهان تيئن هو به رهن. (٩) پر جيڪڏهن ماڻهو پاڻ تي
ضابطو رکي نه ٿا سگهن ته ڀلي پرڻجن، ڇالاءِجو شهوت ۾ سڙڻ کان
پرڻجڻ بهتر آهي.

---

١٩:٦ ١.ڪر ٣:١٦؛ ٢.ڪر ٦:١٦

⑩ باقي جيڪي پرڻيل آهن تن کي آءٌ نہ، پر خداوند حڪم ٿو ڏئي تہ
زال پنهنجي مڙس کان جدا نہ ٿئي. ⑪ پر جيڪڏهن هوءَ ڪٿي جدا ٿئي ٿي
تہ وري ٻي شادي نہ ڪري، بلڪ پنهنجي مڙس سان پرچي وڃي ۽ مڙس
بہ پنهنجي زال کي طلاق نہ ڏئي.

⑫ باقي هنن لاءِ خداوند جو نہ، بلڪ منهنجو چوڻ آهي تہ جيڪڏهن
ڪنهن ڀاءُ جي زال ايمان نہ آڻيندڙ هجي ۽ اها ساڻس گڏ رهڻ ۾ راضي
هجي تہ هن کي اها ڇڏڻ نہ گهرجي. ⑬ يا جيڪڏهن ڪنهن زال جو مڙس
ايمان نہ آڻيندڙ هجي ۽ اهو ساڻس گڏ رهڻ ۾ راضي هجي تہ هن کي اهو
ڇڏڻ نہ گهرجي. ⑭ ڇالاءِجو دينڊار زال جي ڪري بي‌دين مڙس پاڪ ٿئي
ٿو ۽ دينڊار مڙس جي ڪري بي‌دين زال پاڪ ٿئي ٿي، نہ‌تہ جيڪر اوهان جا
ٻار پليت هجن ها، پر هاڻي اهي پاڪ آهن.

⑮ انهيءَ هوندي بہ جيڪڏهن غير مذهب وارو مڙس جدا ٿيڻ گهري تہ
ڀلي جدا ٿئي. اهڙين حالتن ۾ دينڊار مڙس يا زال ٻڌل نہ آهي. پر خدا اسان
کي صلح سان رهڻ لاءِ سڏيو آهي. ⑯ ڇالاءِجو اي زال! تو کي ڪهڙي خبر
تہ شايد تون پنهنجي مڙس کي ڇوٽڪارو ڏيارين؟ يا اي مڙس! تو کي ڪهڙي
خبر تہ شايد تون پنهنجي زال کي ڇوٽڪارو ڏيارين؟

## خدا جي مقرر ڪيل حياتي

⑰ پر جيئن خداوند هر هڪ کي زندگيءَ جي نعمت عطا ڪئي آهي ۽
جهڙيءَ طرح خدا ڪيس چونڊيو آهي، تهڙيءَ طرح هو زندگي گذاري. اهو
حڪم آءٌ سڀني ڪليسيائن جي لاءِ ٿو ڏيان. ⑱ جيڪڏهن خدا ڪنهن کي
طهريل ئي چونڊيو آهي تہ هو طهر جا نشان نہ لڪائي. پر جيڪڏهن خدا
ڪنهن کي اڻ‌طهريل چونڊيو آهي تہ هو طهر نہ ڪرائي. ⑲ طهر ڪرائڻ يا
نہ ڪرائڻ ڪجهہ بہ نہ آهي، پر خدا جي حڪمن تي هلڻ ئي سڀ ڪجهہ
آهي. ⑳ جنهن کي خدا جهڙيءَ حالت ۾ سڏيو آهي، سو انهيءَ ئي حالت ۾
رهي. ㉑ جيڪڏهن خدا جي سڏڻ وقت تون غلام آهين تہ فڪر نہ ڪر. پر
جيڪڏهن تون آزاد ٿي سگهين ٿو تہ موقعو هٿان نہ وڃاءِ. ㉒ تنهن هوندي

۷: ۱۰-۱۱ مت ۵: ۳۲، ۱۹: ۹، مر ۱۰: ۱۱-۱۲، لو ۱۶: ۱۸

به جڏهن ڪو غلام خداوند طرفان چونڊيو ويو آهي ته هو خداوند جو آزاد
ڪيل آهي. ساڳيءَ طرح جڏهن ڪو آزاد ماڻهو خداوند طرفان چونڊيو ويو
آهي ته هو مسيح جو غلام آهي. ⑳۲۳ اوهين ته مُلهه ورتل آهيو، سو ماڻهن
جا غلام نه ٿيو. ⑳۲۴ اي ڀائرو ۽ ڀينرون! جيڪو جنهن حالت ۾ چونڊيو ويو
آهي، سو انهيءَ حالت ۾ خدا سان رهي.

## ڪنوارپڻ بابت

۲۵ ڪنوارين بابت مون کي خداوند جو ڪو به حڪم مليل ڪونهي،
پر خدا جي رحم سان هڪ معتبر ماڻهوءَ وانگر آءٌ پنهنجي راءِ ٿو ڏيان.
۲۶ هاڻوڪيءَ مصيبت جي ڪري آءٌ سمجهان ٿو ته ماڻهو جهڙو آهي تهڙو
ئي رهي ته چڱو. ۲۷ جيڪڏهن پرڻيل آهين ته زال کي ڇڏڻ جي ڪوشش
نه ڪر ۽ جيڪڏهن اڻپرڻيل آهين ته پرڻجڻ جي ڪوشش نه ڪر. ۲۸ پر
جيڪڏهن تون شادي ڪندين ته ڪو ڏوهه ڪونه ڪندين ۽ جيڪڏهن
ڪا ڪنواري شادي ڪندي ته اها به ڪو ڏوهه ڪونه ڪندي. پر جيڪي
شادي ڪن ٿا تن کي هن زندگيءَ ۾ تڪليفون اچن ٿيون ۽ انهن کان آءٌ
اوهان کي بچائڻ ٿو گهران.

۲۹ پر اي ڀائرو ۽ ڀينرون! آءٌ اوهان کي هيترو ٿو چوان ته وقت تنگ ٿي
چڪو آهي. هاڻي کان وٺي زالن وارا ڇڙن جهڙا ٿي رهن. ۳۰ روئڻ وارا ائين
روئن ڄڻ ته روئن ئي نه ٿا، خوشي ڪرڻ وارا ائين خوشي ڪن ڄڻ ته
خوشي ڪن ئي نه ٿا، خريد ڪرڻ وارن وٽ ڄڻ ته ڪا به ملڪيت ڪانهي.
۳۱ جيڪي دنيا جي ڪاروبار وارا آهن سي انهيءَ ۾ غلطان نه ٿين، ڇالاءِجو
هن دنيا جو رنگ ڍنگ فنا ٿيندو ٿو وڃي.

۳۲ منهنجي خواهش اها آهي ته جيئن اوهين فڪرن کان آزاد رهو. اڻپرڻيل
کي خداوند جي ڳالهين بابت فڪر رهي ٿو ته هو ڪهڙيءَ طرح خداوند کي
راضي ڪري. ۳۳ پر پرڻيل کي دنيا جي ڳالهين جو فڪر رهي ٿو ته هو ڪيئن
پنهنجي زال کي راضي ڪري، تنهنڪري هو ٻهدليو آهي. ۳۴ اڻپرڻيل يعني
ڪنواري عورت خداوند جي ڳالهين بابت انهيءَ فڪر ۾ آهي ته هوءَ ڪيئن
جسم ۽ روح جي لحاظ کان پاڪ رهي. پر جيڪا پرڻيل آهي، تنهن کي

اهو فڪر آهي ته هوءَ ڪيئن مڙس کي راضي ڪري. ۳۵ اهو آءٌ اوهان کي
اوهان جي فائدي لاءِ ٿو چوان نڪي ڦاسائڻ لاءِ، ته جيئن اوهين يڪدلا ٿي
خداوند جي خدمت ۾ مشغول رهو.
۳۶ جيڪڏهن ڪو سمجهي ٿو ته هن پنهنجي ڇوڪريءَ کي ڪنوارو
رکي ساڻس سٺي هلت نه ڪئي آهي ۽ هوءَ جوانيءَ کان به موٽي آهي ۽ هاڻي
ڪيس احساس ٿئي ٿو ته انهيءَ جي شادي ٿيڻ گهرجي، تڏهن ڪيس اهو اختيار
آهي. انهيءَ ۾ ڪو به گناهه ڪونهي، سو ڀلي شادي ڪرائيس. ۳۷ جنهن
ماڻهوءَ پنهنجي دل ۾ فيصلو ڪري ڇڏيو آهي ۽ مجبور به نه آهي، بلڪ
پنهنجي ارادي جو مضبوط آهي ۽ دل ۾ اهو پڪو پهه ڪيو اٿائين ته پنهنجي
ڇوڪري ڪنواري رکندس ته هو چڱو ٿو ڪري. ۳۸ اهڙيءَ طرح جيڪو
پنهنجيءَ ڪنواريءَ کي پرڻائي ٿو سو چڱو ٿو ڪري ۽ جيڪو پنهنجي ڪنواريءَ
کي نه ٿو پرڻائي سو وڌيڪ چڱو ٿو ڪري.
۳۹ زال ايتري وقت تائين ٻڌل آهي جيستائين سندس مڙس جيئرو آهي. پر
جيڪڏهن سندس مڙس مري وڃي ٿو ته هوءَ آزاد آهي، جنهن سان وڻيس تنهن
سان پرڻجي، بشرطيڪ اهو مرد خداوند عيسيٰ مسيح جو هجي. ۴۰ منهنجي
راءِ آهي ته جيڪڏهن اها نه پرڻجي ته وڌيڪ خوش رهندي ۽ آءٌ سمجهان ٿو
ته مون ۾ به خدا جو پاڪ روح آهي، جيڪو منهنجي هدايت ڪري ٿو.

## بتن کي نذر ڪيل کاڌو

۸
۱ جيڪو کاڌو بتن جي اڳيان نذر ڪجي ٿو، تنهن بابت اسين
سمجهون ٿا ته "اسان سڀني کي علم آهي." علم ته انسان کي
مغرور ڪري ٿو، پر محبت ترقي عطا ڪري ٿي. ۲ جيڪڏهن ڪو ماڻهو
سمجهي ٿو ته "آءٌ ڪجهه ڄاڻان ٿو،" ته هو اڃا ايترو نه ٿو ڄاڻي جيترو
ڪيس ڄاڻڻ گهرجي. ۳ پر جيڪو خدا سان پيار ٿو ڪري، تنهن کي
خدا پنهنجو ڄاڻي ٿو.
۴ ته پوءِ بتن تي نذر ڪيل کاڌي بابت اسان کي خبر آهي ته دنيا ۾
بتن جي ڪا به حقيقت ناهي ۽ هڪڙي خدا کان سواءِ ٻيو ڪو به خدا
ڪينهي. ۵ جيتوڻيڪ آسمان ۽ زمين ۾ گهڻا ئي خدا سڏجن ٿا ۽ ڪيترائي

ڪوڙا خدا ۽ ڪيترائي ڪوڙا خداوند آهن، ⑥ تنهن هوندي به اسان جي
لاءِ ته هڪڙو ئي خدا آهي يعني پيءُ، جنهن سڀ شيون پيدا ڪيون آهن
۽ اسين به انهيءَ جي لاءِ زنده آهيون. اسان جو خداوند به هڪڙو ئي آهي
يعني عيسيٰ مسيح، جنهن جي وسيلي سڀ شيون موجود آهن ۽ اسين به
انهيءَ جي وسيلي زنده آهيون.
⑦ پر سيني ماڻهن کي اها ڄاڻ نه آهي، ايتري تائين جو اسان مان به ڪي
اڃا تائين بت‌پرستيءَ جي اثر هيٺ آهن. سي هن کاڌي کي بتن جي ئي قربانيءَ
جي حيثيت سان کائين ٿا. جيئن ته هو چڱيءَ طرح نيڪيءَ ۽ بديءَ ۾ تميز نه
ٿا ڪري سگهن، تنهنڪري هو پليت ٿي پون ٿا. ⑧ کاڌو ته اسان کي خدا
سان ڪين ملائيندو. جيڪڏهن نه کائينداسين ته ڪو نقصان نه پهچندو ۽
جيڪڏهن کائينداسين ته ڪو فائدو به ڪونه ٿيندو.
⑨ پر خبردار رهجو، ائين نه ٿئي جو اوهان جي هيءَ آزادي، ڪمزور
سمجهه وارن لاءِ گمراهيءَ جو سبب بڻجي. ⑩ فرض ڪريو ته ڪو ڪمزور
سمجهه وارو اوهان علم وارن مان ڪنهن کي بت‌خاني ۾ بتن تي چاڙهيل
قربانيءَ واريون شيون کائيندي ڏسندو، ته هو به انهن شين کائڻ ۾ نه همتائبو
ڇا؟ ⑪ مطلب ته اوهان جي علم جي ڪري ڪمزور سمجهه وارو شخص،
يعني اهو ڀاءُ پيڻ برباد ٿو ٿئي جنهن جي خاطر مسيح مئو. ⑫ اهڙيءَ طرح
جڏهن اوهين ڀائرن ۽ ڀينرن جو گناهه ٿا ڪريو ته سندن ڪمزور ضمير کي
زخمي ٿا ڪريو. ائين اوهين مسيح جو گناهه ٿا ڪريو. ⑬ سو جيڪڏهن
گوشت کائڻ سان منهنجو ڪو ڀاءُ ڀيڻ گمراهه ٿئي ٿو ته آءٌ گوشت ڪڏهن
به نه کائيندس، متان پنهنجي ڀاءُ ڀيڻ کي گمراهه ڪريان.

## رسولن جا حق

٩ ① ڇا آءٌ آزاد نه آهيان؟ ڇا آءٌ رسول نه آهيان؟ ڇا مون عيسيٰ کي نه ڏٺو
آهي جيڪو اسان جو خداوند آهي؟ ڇا خداوند جي لاءِ اوهين منهنجي
خدمت جو نتيجو نه آهيو؟ ② جيڪڏهن ٻيا مون کي رسول نه ٿا مڃين ته
ڀلي نه مڃين، پر اوهان جو ته رسول آهيان. جيئن ته اوهين خداوند جا آهيو،
سو اها ئي منهنجي رسالت جي ثابتي آهي.

③جن کي مون تي اعتراض آهي، تن لاءِ منهنجو جواب هي آهي ته
④اسان کي کائڻ پيئڻ جو حق نہ آهي ڇا؟ ⑤اسان جو اهو حق نہ آهي ڇا
تہ پنهنجين ديندار زالن کي پاڻ سان گڏ گهمائيندا رهون، جيئن ٻيا رسول،
خداوند جا ڀائر ۽ پطرس جن ڪن ٿا؟ ⑥يا رڳو مون کي ۽ برناباس کي گذر
سفر لاءِ پورهيو ڪرڻ گهرجي؟ ⑦ڇا ڪڏهن ڪو پنهنجي خرچ تي فوج
۾ نوڪري ڪندو آهي؟ ڇا اهڙو ڪو مالهي آهي جيڪو انگورن جو باغ تہ
لڳائي ٿو، پر ان جو ميوو نہ ٿو کائي؟ ڇا اهڙو ڪو ڌنار آهي جيڪو ڌڻ تہ
چاري ٿو، پر انهيءَ ڌڻ جو کير نہ ٿو ڪم آڻي؟
⑧اهي ڳالهيون آءٌ انساني دستور موجب ٿو چوان. ڀلا شريعت بہ ائين نہ
ٿي چوي ڇا؟ ⑨ڇالاءِجو موسيٰ جي شريعت ۾ لکيل آهي تہ
”جڏهن ڪو ڍڳو ڳاهہ ۾ وهي،
تڏهن ان جو ٻوٿ نہ ٻڌ.“
ڇا ڀلا خدا کي رڳو ڍڳن جي ڳڻتي آهي؟ ⑩يا هو خاص اسان جي لاءِ
ائين ٿو فرمائي؟ ها اهو اسان جي لاءِ لکيو ويو آهي، تہ جيئن هاري اميد
رکي هر ڪاهي ۽ جيڪو اَنُ ڳاهي ٿو تنهن کي اها اميد رکڻ گهرجي تہ
کيس پوک مان حصو ملندو. ⑪جيڪڏهن اسان اوهان ۾ روحاني شيون
پوکيون آهن، تہ پوءِ اها ڪا وڏي ڳالهہ ناهي جو اوهان مان اسين مادي
شيون لڻون. ⑫جيڪڏهن ٻيا اوهان جي حق مان حصو وٺن ٿا، تہ پوءِ
اسان جو حق وڌيڪ نہ آهي ڇا؟ تنهن هوندي بہ اسان اهو حق نہ ورتو.
اٽلندو سڀ ڪجهہ سهندا رهون ٿا تہ متان عيسيٰ مسيح جي خوشخبري
ڦهلائڻ ۾ ڪا رنڊڪ وجهون.
⑬اوهان کي خبر ڪانهي ڇا تہ جيڪي هيڪل ۾ ڪم ڪرڻ وارا آهن
سي هيڪل مان ٿا کائين ۽ جيڪي قربان‌گاهہ جا خدمتگار آهن سي قربانيءَ
مان ٿا حصو وٺن؟ ⑭ساڳيءَ طرح خداوند حڪم ڏنو آهي تہ خوشخبريءَ جي
منادي ڪرڻ وارن کي خوشخبريءَ جي وسيلي گذران ڪرڻ گهرجي. ⑮پر
مون انهن مان ڪوبہ حق استعمال ڪونہ ڪيو آهي ۽ نڪي آءٌ هي انهيءَ

۹:۹ شر ۲۵:۴، ۱.تم ۵:۱۸ ۱۱:۹ رو ۱۵:۲۷ ۱۳:۹ شر ۱۸:۱
۱۴:۹ مت ۱۰:۱۰، لو ۱۰:۷

لاءِ لکي رهيو آهيان ته اهڙيون شيون مون کي ملن. آءٌ ان کان پهريائين مرڻ
بهتر سمجهان ٿو ته متان ڪو مون کان اهو فخر کسي وٺي. (١٦) جيڪڏهن
آءٌ خوشخبريءَ جي منادي ٿو ڪريان ته اها مون لاءِ ڪا فخر جي ڳالهه
ڪانهي، ڇالاءِجو ائين ڪرڻ منهنجي لاءِ تمام ضروري آهي. جيڪڏهن
آءٌ خوشخبريءَ جي منادي نه ٿو ڪريان ته منهنجي حال تي افسوس آهي.
(١٧) سو جيڪڏهن آءٌ پنهنجي مرضيءَ سان ائين ڪريان ته انهيءَ جو اجورو
مون کي ملندو. پر جيئن ته آءٌ پنهنجي مرضيءَ کان سواءِ ٿو ڪريان، ته
پوءِ ڄڻ ته اها هڪ ذميواري آهي جا مون کي سونپي ويئي آهي. (١٨) ته پوءِ
منهنجو اجورو اهو آهي ته جڏهن خوشخبريءَ جي منادي ڪريان، تڏهن
اها مفت ٻڌايان ۽ خوشخبريءَ جي ٻڌائڻ ۾ جيڪي منهنجا حق آهن سي
پوريءَ طرح ڪم نه آڻيان.

(١٩) آءٌ هڪ آزاد ماڻهو آهيان ۽ ڪنهن جو به غلام نه آهيان. پر مون
پاڻ کي هر ڪنهن جو غلام بڻائي ڇڏيو آهي ته جيئن گهڻي ۾ گهڻا
ماڻهو هٿ ڪريان. (٢٠) يهودين لاءِ آءٌ يهودين جهڙو بڻيس ته جيئن يهودين
کي هٿ ڪريان. شريعت جي پابندن لاءِ آءٌ شريعت جو پابند بڻيس ته
جيئن شريعت جي پابندن کي هٿ ڪريان، جيتوڻيڪ آءٌ پاڻ شريعت
جو پابند ڪين هوس. (٢١) غير قومون جيڪي شريعت کان سواءِ آهن،
تن لاءِ آءٌ انهن جهڙو بڻيس ته جيئن ڪين هٿ ڪريان، جيتوڻيڪ آءٌ
پاڻ خدا جي شريعت کان سواءِ ڪين هوس. اهو ائين جو آءٌ مسيح
جي شريعت جو پابند هوس. (٢٢) ڪمزورن لاءِ آءٌ ڪمزور بڻيس ته جيئن
ڪمزورن کي هٿ ڪريان. مطلب ته جيڪو جهڙو هو تنهن لاءِ آءٌ تهڙو
بڻيس، ته جيئن ڪنهن نه ڪنهن نموني آءٌ ڪن کي بچايان. (٢٣) اهو سڀ
ڪجهه آءٌ خوشخبريءَ جي خاطر ٿو ڪريان ته جيئن انهيءَ جي بخشش
۾ حصيدار ٿيان.

(٢٤) اوهان کي خبر ڪانهي ڇا ته گوءِ جي ميدان تي ڊوڙندا ته گهڻئي
آهن، پر انعام رڳو هڪڙي کي ئي ملندو آهي؟ اوهين به ائين ئي ڊوڙو ته
جيئن انعام کٽو. (٢٥) هر ڪو پهلوان سيني ڳالهين ۾ پرهيز ٿو ڪري. اهي
ته فاني تاج ملڻ لاءِ ائين ٿا ڪن، پر اسين غير فاني تاج لاءِ. (٢٦) تنهنڪري

آءٌ بنا مقصد جي نه ٿو ڊوڙان ۽ نڪي آءٌ هوا ۾ مڪون ٿو هڻان. (۲۷) بلڪ آءٌ
پنهنجي بدن کي ماري ڪُٽي ڪيس پوري ضابطي ۾ ٿو رکان. ائين نه ٿئي
جو ٻين کي تبليغ ڪندي آءٌ پاڻ قبول نه پوان.

## تواريخ مان سبق

۱۰
(۱) اي ڀائرو ۽ ڀينرون! آءٌ چاهيان ٿو ته اوهين هن ڳالهه کان باخبر
رهو ته اسان جا ابا ڏاڏا ڪڪر جي ڇانوَ هيٺان هئا ۽ سڀئي سمنڊ
مان لنگهي پار پيا. (۲) اهڙيءَ طرح ڪڪر ۽ سمنڊ ۾ سڀني جڻ ته موسيٰ
جي بپتسما ورتي. (۳)-(۴) جيتوڻيڪ سڀني اها ساڳي خوراڪ کاڌي ۽ اهو
ساڳيو پاڻي پيتو، جيڪو کين معجزي طور پئي مليو ۽ هو اهو پاڻي انهيءَ
روحاني ٽڪر مان پيئندا هئا، جيڪو ساڻن گڏوگڏ هلندو پئي هليو ۽ اهو
ٽڪر مسيح هو، (۵) تنهن هوندي به خدا انهن مان گهڻن سان راضي نه هو،
تنهنڪري اهي رڻپٽ ۾ مري کپي ويا.
(۶) هي واقعا اسان جي لاءِ سبق آهن ته جيئن اسين خراب شين جي
خواهش نه ڪريون، جهڙيءَ طرح انهن ٿي ڪئي. (۷) نڪي اوهين بت‌پرست
ٿيو جيئن انهن مان ڪي ٿيا. ڇالاءِجو لکيل آهي ته

”ماڻهو کائڻ پيئڻ لاءِ ويٺا،
۽ بي‌شرميءَ سان نچڻ ٽپڻ لاءِ اٿيا.“

(۸) نڪي اسان کي حرامڪاري ڪرڻ گهرجي، جيئن انهن مان ڪن
ماڻهن ڪئي ۽ هڪڙي ئي ڏينهن ۾ ٽيويهه هزار ڪِري مري ويا. (۹) نڪي
اسان کي خداوند کي آزمائڻ گهرجي، جيئن انهن مان ڪن آزمايو ۽ نانگ
ڏنگي کين ماري ڇڏيو. (۱۰) نڪي اوهين ڪُرڪو ڪنجهو، جيئن انهن مان
ڪي ڪُرڪيا ۽ موت جي فرشتي هٿان مارجي ويا.
(۱۱) ساڻن هي واقعا انهيءَ لاءِ پيش آيا ته جيئن اهي عبرت ڪائين ۽ اسين،
جيڪي آخرين زماني ۾ آهيون، تن جي نصيحت لاءِ اهي ڳالهيون لکيون

---

۱۰:۱ خر ۱۳:۲۱-۲۲، ۱۴:۲۲-۲۹ ۱۰:۳ خر ۱۶:۳۵ ۱۰:۴ خر ۱۷:۶،
ڳا ۲۰:۱۱ ۱۰:۵ ڳا ۱۴:۲۹-۳۰ ۱۰:۶ ڳا ۱۱:۴ ۱۰:۷ خر ۳۲:۶
۱۰:۸ ڳا ۲۵:۱-۱۸ ۱۰:۹ ڳا ۲۱:۵-۶ ۱۰:۱۰ ڳا ۱۶:۴۱-۴۹

ويون آهن. ⑫ تنهنڪري جيڪو پاڻ کي مضبوط بيٺل ٿو سمجهي، سو
خبردار ٿئي متان ڪري نه پوي. ⑬ اوهان تي اهڙي آزمائش ڪانه پيئي
آهي جيڪا انسان لاءِ عام نه هجي. پر اوهين خدا تي ڀروسو رکي سگهو
ٿا. هو اوهان کي اهڙي آزمائش ۾ پوڻ ڪين ڏيندو جيڪا اوهان جي
سهڻ جي طاقت کان ٻاهر هجي، بلڪ آزمائش سان گڏ بچي نڪرڻ
جو رستو به اوهان کي ڏيندو ته جيئن اوهين ان کي برداشت ڪري
سگهو.

## بت‌پرستيءَ خلاف چتاءُ

⑭ تنهنڪري اي عزيزو! بت‌پرستيءَ کان پرهيز ڪريو. ⑮ سمجهدار ماڻهو
سمجهي آءٌ توهان سان ٿو ڳالهايان ۽ جيڪي آءٌ چوان ٿو تنهن کي جاچي
ڏسو. ⑯ جڏهن اسين خداوند جي موت جي ياد ۾ پيالو پيئندي سندس
شڪرانو ٿا ادا ڪريون، تڏهن مسيح جي رت ۾ شريڪ نه آهيون ڇا؟
۽ جڏهن اسين ماني ڀڃي کائون ٿا، تڏهن مسيح جي بدن ۾ شريڪ
نه آهيون ڇا؟ ⑰ جيئن ته ماني هڪڙي آهي، تيئن جيتوڻيڪ اسين گهڻا
آهيون ته به هڪڙو بدن آهيون، ڇالاءِجو اسين سڀيئي انهيءَ هڪڙيءَ مانيءَ
۾ شريڪ ٿا ٿيون.
⑱ يا وري بني اسرائيل تي نظر ڪريو. ڇا اهي قربانين کائڻ وارا قربان‌گاهه
جي خدمت ۾ شريڪ نه آهن؟ ⑲ منهنجي چوڻ جو مقصد هي ناهي ته
جيڪو کاڌو بتن تي قربان ڪجي ٿو سو ڪا شيءِ آهي يا بت پاڻ ڪا شيءِ
آهي. ⑳ نه، بلڪ منهنجو مقصد هي آهي ته جيڪي بتن تي قربانيون ڪيون
وڃن ٿيون سي ڀوتن لاءِ آهن، نه خدا لاءِ. سو آءٌ نه ٿو چاهيان ته اوهين
ڀوتن سان شريڪ ٿيو. ㉑ اوهين خداوند جي پيالي ۽ ڀوتن جي پيالي ٻنهي
مان پي نه ٿا سگهو ۽ اوهين خداوند جي دسترخوان ۽ ڀوتن جي دسترخوان
ٻنهي تي شريڪ ٿي نه ٿا سگهو. ㉒ ڇا اسين خداوند کي ساڙ ٿا ڏياريون؟
ڇا اسين هن کان وڌيڪ زورآور آهيون؟

١٠:١٦ مت ٢٦:٢٦-٢٨، مر ١٤:٢٢-٢۴، لو ٢٢:١٩-٢٠ ١٠:١٨ لاو ٧:٦
١٠:٢٠ شر ٣٢:١٧ ١٠:٢٢ شر ٣٢:٢١

## ايمان وارن لاءِ آزادي

٢٣ ڪن ماڻهن جي چوڻ مطابق ”سڀ شيون جائز آهن،“ ٺيڪ آهي،
پر سڀئي فائدي واريون نه آهن. ”سڀ شيون جائز ته آهن،“ ٺيڪ آهي،
پر سڀئي سڌارو نه ٿيون آڻين. ٢٤ هر ڪو ماڻهو پنهنجو ئي ڀلو نه پر ٻئي
جو ڀلو گهري.

٢٥ جيڪو به گوشت بازار ۾ وڪامي ٿو سو کائو، پر پنهنجي ضمير جي
خاطر ڪو به سوال نه پڇو. ٢٦ جيئن لکيل آهي ته

”زمين ۽ جيڪي ڪجهه ان ۾ آهي، سو سڀ خداوند
جو ئي آهي.“

٢٧ جيڪڏهن ڪو غير مسيحي اوهان کي ماني جي دعوت ڏئي ۽ اوهين
قبول ڪريو ته جيڪي ڪجهه اوهان جي اڳيان رکيو وڃي، سو کائو ۽
پنهنجي ضمير خاطر ڪو به سوال نه پڇو. ٢٨ پر جيڪڏهن ڪو اوهان کي
ائين چوي ته ”هيءُ بتن تي قرباني ڪيل ڪاڌو آهي،“ ته جنهن اوهان کي
ٻڌايو انهيءَ جي ڪري ۽ ضمير جي ڪري اهو نه کائو. ٢٩ ضمير مان منهنجو
مطلب اوهان جو ضمير نه آهي، پر انهيءَ ٻئي ماڻهوءَ جو. ڀلا، منهنجي آزادي
ٻئي جي ضمير جي ڪري ڇو ٿي پرکي وڃي؟ ٣٠ جيڪڏهن آءٌ شڪر ڪري
ٿو کاوان ته جنهن ڳالهه جي لاءِ خدا جو شڪرانو ٿو ڪريان، تنهن جي
ڪري مون کي ڇو ٿو بدنام ڪيو وڃي.

٣١ تنهنڪري توڙي اوهين کائو يا پيئو يا جيڪي ڪجهه ڪريو، سو
سڀ خدا جي جلوي خاطر ڪريو. ٣٢ اوهين ڪنهن کي به گمراهه نه
ڪريو، توڙي جو اهي يهودي هجن يا غير قوم يا خدا جي ڪليسيا.
٣٣ اهڙيءَ طرح آءٌ به هر ڪنهن ڳالهه ۾ سڀ ڪنهن کي راضي ٿو رکان.
آءٌ پنهنجي فائدي جو نه، پر گهڻن جي فائدي جو طالبو آهيان، انهيءَ لاءِ
ته جيئن ڪين ڇوٽڪارو ملي.

١١ ١ اوهين منهنجي پيروي ڪريو، جيئن آءٌ مسيح جي پيروي
ڪريان ٿو.

---

<u>١٠:٢٢</u> ١.ڪر ٦:١٢ <u>١٠:٢٦</u> زب ٢٤:١ <u>١١:١</u> ١.ڪر ٤:١٦، فل ٣:١٧

## عورتن لاءِ عبادت جا آداب

②آءٌ اوهان جي ساراهه انهيءَ لاءِ ٿو ڪريان جو اوهين سڀني ڳالهين ۾
مون کي ياد ڪندا آهيو ۽ جيڪي نصيحتون مون اوهان کي ڪيون آهن
تن کي قائم رکندا ٿا اچو.
③آءٌ اوهان کي سمجهائڻ گهران ٿو ته مرد جو سر مسيح آهي، عورت
جو سر مرد آهي ۽ مسيح جو سر خدا آهي. ④ جيڪو مرد پنهنجو سر ڍڪي
دعا ٿو گهري يا خدا جو ڪلام ٿو ٻڌائي، سو پنهنجي سر جي بيحرمتي
ٿو ڪري. ⑤ جيڪا عورت پنهنجو سر اگهاڙو ڪري دعا ٿي گهري يا خدا
جو ڪلام ٿي ٻڌائي، سا پنهنجي سر جي بيحرمتي ٿي ڪري. اهو ائين
آهي جيئن ڪنهن عورت جو مٿو ڪوڙيل هجي. ⑥ جيڪڏهن ڪا عورت
پنهنجو سر نه ٿي ڍڪي ته وار به ڪترائي ڇڏي. پر جيڪڏهن ڪنهن عورت
لاءِ وار ڪترائڻ يا ڪوڙائڻ شرم جهڙي ڳالهه آهي، ته پوءِ پنهنجو سر چادر
سان ڍڪي. ⑦ مرد پنهنجو سر نه ڍڪي، ڇالاءِجو هو خدا جي صورت ۽
جلوو آهي، پر عورت مرد جو جلوو آهي. ⑧ ڇالاءِجو مرد عورت مان نه،
بلڪ عورت مرد مان ناهي ويئي آهي. ⑨ نڪي مرد عورت لاءِ خلقيو ويو
هو، پر عورت مرد لاءِ خلقي وئي هئي. ⑩ سو ملائڪن جي اڳيان اختياري
ڏيکارڻ لاءِ عورت کي سر ڍڪڻ گهرجي. ⑪ تنهن هوندي به خداوند جي
پيرويءَ ۾ عورت مرد کان لاتعلق ناهي، نڪي مرد عورت کان لاتعلق آهي.
⑫ ڇالاءِجو جيئن عورت مرد مان ناهي ويئي آهي، تيئن مرد عورت مان ڄڻيل
آهي. پر سڀني شين جو ناهيندڙ خدا آهي.
⑬ اوهين پاڻهي انصاف ڪري ڏسو. ڀلا اهو ڪو مناسب آهي ڇا ته عورت
مٿي اگهاڙي خدا کان دعا گهري؟ ⑭ ڇا فطرت اوهان کي نه ٿي سيکاري ته
ڊگها وار مرد لاءِ بيعزتيءَ جي شيءِ آهن؟ ⑮ پر ڇا ڊگها وار عورت لاءِ شان نه آهن؟
ڇالاءِجو ڊگها وار ڪيس پردي جي لاءِ ڏنا ويا آهن. ⑯ جيڪڏهن ڪو انهيءَ
بابت بحث مباحثو ڪرڻ گهري ته ڪيس ڇئجو ته "مٿي اگهاڙي عورت جو
دعا گهرڻ وارو دستور نه اسان جو آهي نڪي خدا جي ڪليسيائن جو."

---

١١:٧ پيد ١:٢٦-٢٧ ١١:٨-٩ پيد ٢:١٨-٢٣

## خداوند جي يادگيريءَ ۾ ماني

(متي ۲٦:۲٦-۲۹، مرقس ۱۴:۲۲-۲۵، لوقا ۲۲:۱۴-۲۰)

۱۷ هيٺين هدايتن ۾ آءٌ اوهان جي ساراهه نه ٿو ڪريان، ڇاڪاڻ‌ته اوهان
جي گڏ ٿيڻ سان فائدي کان وڌيڪ نقصان ٿو ٿئي. ۱۸ اول ته مون کي ٻڌڻ
۾ آيو آهي ته ڪليسيا جي گڏ ٿيڻ وقت اوهان ۾ اڻ‌ٻڻت پيدا ٿئي ٿي ۽ انهيءَ
ڳالهه تي مون کي ٿورو گهڻو اعتبار به اچي ٿو. ۱۹ اوهان جي وچ ۾ تفرقا
ضرور هوندا ته جيئن اهو صاف ظاهر ٿئي ته اوهان مان ڪير سچا آهن.
۲۰ سو اوهين جڏهن به پاڻ ۾ گڏجو ٿا تڏهن اوهين جيڪي ڪجهه کائو ٿا
سو خداوند جي يادگيريءَ جي ماني ڪينهي. ۲۱ ڇالاءِجو جڏهن اوهين کائو
ٿا، تڏهن هر ڪو پنهنجي ماني ٻئي کان اڳ ۾ کايو ٿو وٺي. هڪڙو بکايل
رهجي وڃي ٿو ته ٻيو نشي ۾ چور ٿيو پوي. ۲۲ ڇا کائڻ پيئڻ لاءِ اوهان کي
پنهنجا گهر ڪونه آهن؟ جن کي کابه شيءِ ڪانه آهي تن کي شرمندو ڪري
ڪليسيا کي ڇو ٿا حقير سمجهو؟ آءٌ اوهان کي ڇا چوان؟ انهيءَ ڪري آءٌ
اوهان جي ساراهه ڪريان ڇا؟ يقيناً آءٌ اوهان جي ساراهه ڪونه ٿو ڪريان.
۲۳ جيئن ته هيءَ ڳالهه مون کي خداوند کان ملي ۽ مون اها اوهان تائين به
پهچائي ته جنهن رات خداوند عيسيٰ کي گرفتار ڪرايو ويو تنهن رات هن
ماني کنئي. ۲۴ پوءِ شڪرانو ادا ڪري هن ماني ڀڃي چيو ته ”هيءَ منهنجو
بدن آهي، جيڪو اوهان جي واسطي آهي. منهنجي يادگيريءَ لاءِ ائين ڪندا
رهجو.“ ۲۵ اهڙيءَ طرح هن کائڻ کان پوءِ پيالو به ورتو ۽ چيائين ته ”هيءُ پيالو
اهو نئون عهد آهي جيڪو منهنجي رت جي وسيلي ڪيو ويو آهي. جڏهن
به اهو پيئو ته منهنجي يادگيريءَ لاءِ ائين ڪندا رهجو.“
۲٦ مطلب ته جڏهن به اوهين هيءَ ماني کائو ٿا ۽ هيءُ پيالو پيئو ٿا، تڏهن
اوهين خداوند جي موت جو اظهار ٿا ڪريو، جيستائين هو پاڻ موٽي اچي.
۲۷ تنهنڪري جيڪو به نالائقيءَ طور خداوند جي ماني کائيندو ۽ پيالو
پيئندو سو خداوند جو سندس بدن ۽ رت جي نسبت ۾ گنهگار ٿيندو.
۲۸ تنهنڪري پهريائين هر ڪو ماڻهو پاڻ کي خيال سان جاچي ۽ پوءِ هن

۲۵:۱۱ خر ۲۴:٦-۸، ير ۳۱:۳۱-۳۴

مانيءَ مان کائي ۽ هن پيالي مان پيئي. (٢٩) ڇالاءِجو جيڪو شخص کائي
پيئي ٿو پر خداوند جي بدن جي صحيح سڃاڻپ نہ ٿو رکي، سو انهيءَ کائڻ
پيئڻ ۾ پنهنجي لاءِ سزا ٿو ڪمائي. (٣٠) انهيءَ سبب ڪري اوهان مان گهڻا
ڪمزور ۽ بيمار آهن ۽ ڪيترا تہ مري بہ ويا آهن. (٣١) جيڪڏهن اسين پنهنجو
پاڻ کي جاچيون ها تہ اسان کي سزا نہ ملي ها. (٣٢) جڏهن اسان کي سزا
ٿي ملي تڏهن خداوند کان اسان جي تربيت ٿي ٿئي، تہ جيئن اسين دنيا
سان گڏ ڏوهاري ثابت نہ ٿيون.
(٣٣) تنهنڪري اي منهنجا ڀائرو ۽ ڀينرون! جڏهن اوهين کائڻ لاءِ گڏ ٿيو
تہ هڪ ٻئي لاءِ ترسو. (٣٤) جيڪڏهن ڪو بکايل هجي تہ ڀلي پنهنجي گهر
کائي، متان اوهان جو گڏ ٿيڻ سزا جو سبب نہ بڻجي. باقي ٻيون ڳالهيون
جڏهن آءٌ ايندس تڏهن اچي ٺيڪ ڪندس.

## روحاني نعمتون

١٢

(١) ڀائرو ۽ ڀينرون، آءٌ نہ ٿو چاهيان تہ روحاني نعمتن بابت اوهين
بي‌خبر رهو. (٢) اوهان کي خبر آهي تہ جڏهن اوهين ڪفر ۾ هئا،
تڏهن اوهان کي ڪنهن نہ ڪنهن نموني گمراهہ ڪري گونگن بتن ڏانهن
نيو ويندو هو. (٣) تنهنڪري آءٌ اوهان کي سمجهائڻ گهران ٿو تہ خدا جي
روح جي اثر هيٺ ڪوبہ نہ چوندو تہ عيسيٰ لعنتي آهي ۽ نہ وري ڪو پاڪ
روح کان سواءِ چئي سگهندو تہ عيسيٰ خداوند آهي.
(٤) روحاني نعمتون تہ جدا جدا قسمن جون آهن، پر پاڪ روح تہ هڪڙو
ئي آهي. (٥) خدمتون جدا جدا قسمن جون آهن، پر خداوند تہ هڪڙو ئي
آهي. (٦) ڪم ڪرڻ جا طريقا جدا جدا قسمن جا آهن، پر خدا تہ هڪڙو
ئي آهي، جيڪو سيني ماڻهن ۾ اهي سڀ ڪم ڪري ٿو.
(٧) پر هر هڪ ماڻهوءَ مان پاڪ روح جو ظهور آهي، تہ جيئن سيني جو
فائدو ٿئي. (٨) هڪڙي کي پاڪ روح جي وسيلي ڏاهپ جو ڪلام ڏنو وڃي
ٿو ۽ ٻئي کي ساڳئي پاڪ روح جي وسيلي علميت جو ڪلام ڏنو وڃي ٿو.
(٩) ڪنهن کي ساڳئي پاڪ روح جي وسيلي ايمان ٿو ملي ۽ ڪنهن کي انهيءَ

١٢:٤-١١ رو ١٢:٦-٨

هڪڙي ئي پاڪ روح جي وسيلي شفا ڏيڻ جون نعمتون ملن ٿيون. ⑩ پاڪ
روح ڪنهن کي معجزن ڪرڻ جي طاقت ڏئي ٿو، ڪنهن کي پيغام ٻڌائڻ
جي نعمت بخشي ٿو، ڪنهن کي سچن ۽ ڪوڙن روحن کي سڃاڻڻ جي
لياقت ڏئي ٿو، ڪنهن کي قسمين قسمين ٻوليون ڳالهائڻ جي لياقت ڏئي ٿو
۽ ڪنهن کي انهن ٻولين جي ترجمي ڪرڻ جي قابليت ڏئي ٿو. ⑪ پر اهي
سڀئي ڪم هڪڙو ئي پاڪ روح ٿو ڪري، جيڪو پنهنجيءَ مرضيءَ موجب
هر ڪنهن کي جدا جدا نعمتون ورهائي ٿو ڏئي.

## بدن هڪ پر عضوا گهڻا

⑫ جيئن بدن هڪ ۽ ان جا عضوا گهڻا آهن ۽ بدن جا سڀ عضوا
جيتوڻيڪ گهڻا آهن پر تڏهن به گڏجي هڪڙو ئي بدن ٺاهن ٿا، تيئن مسيح
به آهي. ⑬ جهڙيءَ طرح اسان سڀني کي هڪڙي ئي پاڪ روح جي وسيلي
هڪڙي ئي بدن ۾ بپتسما مليل آهي، توڙي جو ڪي يهودي، ڪي غير
يهودي، ڪي غلام ته ڪي آزاد هئا، پر اسان سڀني کي هڪڙو ئي پاڪ
روح اندر ۾ ڏنو ويو. ⑭ انسان جو بدن هڪڙي عضوي جو نه پر گهڻن
جو ٺهيل آهي. ⑮ جيڪڏهن پير چوي ته ”آءٌ هٿ نه آهيان، تنهنڪري
بدن جو حصو نه آهيان،“ ته ائين ٿي نه ٿو سگهي ته هو بدن جو حصو نه
آهي. ⑯ جيڪڏهن ڪن چوي ته ”آءٌ اک نه آهيان، تنهنڪري بدن جو
حصو نه آهيان،“ ته ائين ٿي نه ٿو سگهي ته هو بدن جو حصو نه آهي.
⑰ جيڪڏهن سڄو بدن اک هجي ها ته ٻڌڻ ڪٿان ٿئي ها؟ جيڪڏهن
سڄو بدن ڪن هجي ها ته سنگهڻ ڪٿان ٿئي ها؟ ⑱ حقيقت ۾ خدا
عضون مان هر هڪ عضوي کي بدن ۾ پنهنجيءَ مرضيءَ موجب ترتيب سان
رکيو آهي. ⑲ جيڪڏهن اهي سڀ هڪ عضوو هجن ها ته بدن ڪٿي هجي
ها؟ ⑳ دراصل عضوا گهڻا آهن پر بدن هڪڙو ئي آهي.

㉑ اک هٿ کي چئي نه ٿي سگهي ته ”مون کي تنهنجي ضرورت نه
آهي.“ يا وري مٿو پيرن کي چئي نه ٿو سگهي ته ”مون کي اوهان جي
ضرورت ڪانهي.“ ㉒ اٽلندو بدن جا اهي عضوا، جيڪي زياده نازڪ ڏسڻ

۱۲:۱۲ رو ۱۲: ۴-۵

۾ ٿا اڇن سي پاڻ وڌيڪ ضروري آهن. ۞۲۳ بدن جا اهي عضوا جن کي
اسين خسيس ٿا سمجهون، تن جو ڏاڍو قدر ٿا ڪريون. اسان جا بيزيبا
عضوا ڏاڍي زيب وارا ٿا بڻجن. ۞۲۴ پر اسان جا زيب وارا عضوا خاص ڌيان
جا محتاج نه آهن. ڇالاءِجو خدا بدن کي اهڙيءَ طرح جوڙيو جو جيڪو
خسيس عضوو هو تنهن کي ڏاڍي عزت ڏنائين. ۞۲۵ انهيءَ لاءِ ته جيئن بدن
۾ ڪو ڏڦيڙ نه پوي ۽ سڀيئي عضوا هڪ ٻئي جي هڪجهڙي سنڀال ڪن.
۞۲۶ جيڪڏهن هڪڙي عضوي کي ڏک رسي ٿو ته سڀني عضون کي انهيءَ
سان گڏ ڏک ٿو رسي. پر جيڪڏهن هڪڙي عضوي جي خاص عزت ٿئي
ٿي ته انهيءَ سان گڏجي سڀ خوشي ڪن ٿا.
۞۲۷ سو اوهين سڀ گڏجي مسيح جو بدن آهيو ۽ هر هڪ سندس عضوو
آهي. ۞۲۸ خدا ڪليسيا ۾ الڳ الڳ شخص مقرر ڪيا آهن، پهريان رسول،
ٻيا نبي، ٽيان استاد، پوءِ معجزا ڪندڙ، پوءِ شفا ڏيندڙ، مددگار، حڪومت
هلائيندڙ ۽ قسمين قسمين ٻوليون ڳالهائيندڙ. ۞۲۹ ڇا سڀيئي رسول آهن؟ ڇا
سڀيئي نبي آهن؟ ڇا سڀيئي استاد آهن؟ ڇا سڀيئي معجزا ڪندڙ آهن؟ ۞۳۰ ڇا
سڀني کي شفا ڏيڻ جون نعمتون مليل آهن؟ ڇا سڀيئي قسمين قسمين
ٻوليون ڳالهائين ٿا؟ ڇا سڀيئي ترجمو ڪن ٿا؟ ۞۳۱ پر اوهين وڏين نعمتن
جي خواهش ڪريو.
هاڻي آءٌ اوهان کي اجا به وڌيڪ سٺو رستو ڏيکاريندس.

## محبت

۱۳ ۞۱ جيڪڏهن آءٌ ماڻهن توڙي ملائڪن جون
ٻوليون ڳالهايان ٿو،
پر مون ۾ محبت نه آهي،
ته آءٌ وڄندڙ گهنڊ،
يا ڇمڪندڙ جهانجهر آهيان.
۞۲ جيڪڏهن مون کي نبين وانگر،
ڳالهائڻ جي ذات مليل هجي،

۲۸:۱۲ اف ۴:۱۱ ۲:۱۳ مت ۱۷:۲۰، ۲۱:۲۱، مر ۱۱:۲۳

۽ سڀيئي اسرار ۽ علم به ڄاڻيندو هجان،
۽ مون ۾ جبلن کي هٽائڻ جيترو
ڪامل ايمان به هجي،
پر جيڪڏهن مون ۾ محبت نه آهي،
ته آءٌ ڪجهه به نه آهيان.
③ جيڪڏهن آءٌ پنهنجو سڀ مال ملڪيت
غريبن کي ڪارائي ڇڏيان،
۽ پنهنجي جان ڏيئي ڇڏيان،
پر مون ۾ محبت نه هجي،
ته انهن مان مون کي ڪوبه فائدو ڪونه ٿيندو.
④ محبت صبر ڪرڻ واري ۽ مهربان آهي،
محبت حسد نه ٿي ڪري.
محبت پاڻ کي نه ٿي پڏائي
۽ پنهنجي لاءِ ٻٽاڪون نه ٿي هڻي.
⑤ محبت بدتميزي يا بي‌ادبي نه ٿي ڪري.
محبت پنهنجو فائدو نه ٿي ڳولي.
محبت جلدي نه ٿي چڙي
۽ محبت بدگماني نه ٿي ڪري.
⑥ محبت بدڪاريءَ ۾ خوش نه ٿي ٿئي،
پر سچائيءَ ۾ خوش ٿئي ٿي.
⑦ محبت پردو رکي ٿي،
محبت يقين رکي ٿي،
محبت اميد رکي ٿي،
محبت سهي ٿي.
⑧ محبت کي زوال ڪونهي.
پر جتي به نبوتون هونديون،
سي ختم ٿي وينديون،
يا جيڪي زبانون هونديون،

سي بند ٿي وينديون،
يا جتي علم هوندو ته
اتي اهو ميٽجي ويندو.
(٩) ڇالاءِجو اسان جو علم اڌورو
۽ اسان جي نبوت ناقص آهي.
(١٠) جڏهن ڪامل ايندو ته
ناقص ختم ٿي ويندو.
(١١) جڏهن آءٌ ٻار هوس،
تڏهن ٻارن وانگر ڳالهائيندو هوس،
ٻارن وانگر سمجهندو هوس،
ٻارن وانگر خيال ڪندو هوس.
پر جڏهن آءٌ بالغ ٿيس،
تڏهن ٻاراڻيون ڳالهيون ڇڏي ڏنم.
(١٢) هاڻي اسين ڄڻ ته ڪٽيل آئيني ۾،
ڌنڌلي طرح نه ٿا ڏسي سگهون،
پوءِ روبرو ڏسنداسين.
هاڻي آءٌ ٿورو ٿورو سڃاڻان ٿو،
پر پوءِ آءٌ پوري طرح سڃاڻيندس،
جهڙي طرح خدا مون کي سڃاڻي ٿو آهي.
(١٣) مطلب ته ايمان، اميد ۽ محبت،
اهي ٽيئي قائم آهن.
پر انهن ٽنهي ۾،
محبت اتم آهي.

## روحاني نعمتن بابت

١٤ (١) تہ پوءِ محبت جا طلبگار ٿيو ۽ شوق سان روحاني نعمتن
لاءِ جاکوڙ ڪريو ۽ خاص ڪري خدا جي ڪلام ٻڌائڻ جي
نعمت لاءِ. (٢) جيڪو عجيب ٻوليءَ ۾ ڳالهائي ٿو سو ماڻهن سان نه پر

خدا سان ڳالهائي ٿو، ڇاڪاڻ‌ته ڪوبہ سندس ڳالهہ نہ ٿو سمجهي.
هو روح جي وسيلي ڳجهيون ڳالهيون ٿو ڳالهائي. ③ جيڪو خدا جو
ڪلام ٻڌائي ٿو سو ماڻهن سان سندن سڌاري، نصيحت ۽ دلاسي جون
ڳالهيون ٿو ڪري. ④ جيڪو ماڻهو عجيب ٻوليءَ ۾ ٿو ڳالهائي سو رڳو
پنهنجو سڌارو ٿو ڪري، پر جيڪو خدا جو ڪلام ٿو ٻڌائي سو ڪليسيا
جو سڌارو ٿو ڪري. ⑤ منهنجي مرضي آهي تہ اوهين سڀئي عجيب
ٻوليون ڳالهايو، پر وڌيڪ سٺو ائين آهي تہ خدا جو ڪلام ٻڌايو. جيڪو
عجيب ٻوليون ٿو ڳالهائي سو جيڪڏهن ڪليسيا جي سڌاري لاءِ انهيءَ
جو ترجمو نہ ٿو ڪري تہ انهيءَ کان خدا جو ڪلام ٻڌائيندڙ وڌيڪ
سٺو آهي.

⑥ اي ڀائرو ۽ ڀينرون! جيڪڏهن آءٌ اوهان وٽ اچان ۽ عجيب ٻوليون
ڳالهايان تہ اوهان کي ڪهڙو فائدو پهچائيندس، جيستائين آءٌ اوهان سان
ڪنهن مڪاشفي، يا علم، يا خدا جي ڪلام، يا تعليم جي وسيلي نہ
ڳالهايان. ⑦ بانسري ۽ سُرمنڊل جيڪي بي‌جان شيون آهن، تن جي آوازن
۾ جيڪڏهن فرق نہ هوندو تہ سُر جي خبر ڪيئن پئجي سگهندي؟ ⑧ يا
وري بگل جو آواز چِٽو نہ هوندو تہ ڪير پاڻ کي جنگ جي لاءِ تيار ڪندو؟
⑨ اهڙيءَ طرح اوهين جيڪي زبان سان ڳالهائيندا سو جيستائين سمجهہ ۾
نہ ايندو، تيستائين ڪيئن خبر پوندي تہ اوهين ڇا ٿا ڳالهايو، ڇڙ تہ اوهين
هوا سان ٿا ڳالهايو. ⑩ بيشڪ دنيا ۾ ڪيتريون ئي مختلف ٻوليون آهن، پر
تن مان ڪابہ معنيٰ کان سواءِ نہ آهي. ⑪ جيڪڏهن انهيءَ ٻوليءَ جي معنيٰ
مون کي نہ ايندي تہ ڳالهائيندڙ منهنجي لاءِ ڌاريو ٿيندو ۽ آءٌ ڳالهائيندڙ
لاءِ ڌاريو ٿيندس. ⑫ سو اوهان، جن کي پاڪ روح جي نعمتن جي آرزو
آهي، سي اها ڪوشش ڪريو تہ اوهان جي روحاني نعمتن جي بهتر استعمال
ڪري ڪليسيا جو سڌارو ٿئي.

⑬ هن ڪري تہ جيڪو ماڻهو عجيب ٻولي ڳالهائي ٿو، تنهن کي دعا
گهرڻ کپي تہ جيڪي ڪجهہ هو چوي ٿو تنهن جو ترجمو بہ ڪري
سگهي. ⑭ ڇالاءِجو جيڪڏهن آءٌ ڪنهن عجيب ٻوليءَ ۾ دعا گهرندس تہ
منهنجو روح تہ دعا گهرندو پر عقل بيڪار رهندو. ⑮ تڏهن آءٌ ڇا ڪندس؟

آءٌ روح سان بہ دعا گھرندس ۽ عقل سان بہ. آءٌ روح سان بہ ڳائيندس ۽
عقل سان بہ. ⑯پر جيڪڏهن تون رڳو روح سان دعا گھرندين تہ جنھن
کي معنيٰ نہ ٿي اچي سو تنھنجي شڪراني جي دعا گھرڻ تي ڪيئن آمين
چوندو؟ چاڪاڻ‌تہ تون جيڪي چوين ٿو سو هو سمجھي ئي ڪونہ ٿو.
⑰جيتوڻيڪ تون تہ چڱيءَ طرح خدا جو شڪرانو ٿو ڪرين پر هن ٻئي
جو تہ ڪوبہ سڌارو نہ ٿو ٿئي.

⑱آءٌ خدا جو شڪر ٿو ڪريان تہ آءٌ عجيب ٻوليون اوھان سڀني کان
وڌيڪ ٿو ڳالھايان. ⑲پر ڪليسيا ۾ ٻين کي تعليم ڏيڻ لاءِ ڏھہ هزار
عجيب ٻوليءَ وارا لفظ ڳالھائڻ جي بنسبت آءٌ پنج معنيٰ وارا لفظ ڳالھائڻ
وڌيڪ پسند ٿو ڪريان.

⑳اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اوهين ٻاراڻي سمجھہ نہ رکو. بڇڙائيءَ ۾ تہ ٻارڙا
ٻڻجو پر سمجھہ ۾ بالغ ٿيو. ㉑شريعت ۾ لکيل آهي تہ

"آءٌ هن قوم سان
ڌاريون ٻوليون،
۽ ڌارين ماڻھن جي واتان ڳالھائيندس،
تہ بہ هو منھنجي نہ ٻڌندا."

هي خداوند فرمائي ٿو. ㉒تہ پوءِ عجيب ٻوليون ايمان وارن لاءِ نہ پر انھن
لاءِ نشان آهن، جيڪي ايمان نہ ٿا آڻين ۽ خدا جو ڪلام ٻڌائڻ ايمان
نہ آڻيندڙن لاءِ نہ، بلڪ ايمان وارن لاءِ نشان آهي. ㉓تنھن هوندي بہ
جيڪڏهن ساري ڪليسيا جا ماڻھو هڪڙي هنڌ گڏ ٿين ۽ سڀيئي عجيب
ٻوليون ڳالھائين ۽ ڪي اوپرا ۽ ايمان نہ آڻيندڙ ماڻھو بہ اندر لنگھي اچن
تہ اهي ڪين چريو سمجھندا. ㉔پر جيڪڏهن سڀيئي خدا جو ڪلام
ٻڌائيندا ۽ ڪو ايمان نہ آڻيندڙ يا اوپرو ماڻھو اندر لنگھي ايندو تہ هن کي
پاڻ ۾ گناهہ نظر ايندا ۽ پرکجي ويندو. ㉕سندس دل جون لڪل ڳالھيون
ظاهر ٿي پونديون ۽ هو پيشاني رکي خدا جو سجدو ڪندي اقرار ڪندو
تہ "بيشڪ خدا اوهان ۾ آهي."

---

۱۴:۲۱ يس ۲۸:۱۱–۱۲

## ڪليسيا ۾ ترتيب

(۲۶) تہ پوءِ اي ڀائرو ۽ ڀينرون! آخر ڇا ڪجي؟ جڏهن اوهين گڏ ٿيو
تڏهن ڪو گيت ڳائي، ڪو تعليم ڏئي، ڪو خدا جو ظاهر ڪيل پيغام
ٻڌائي، ڪو عجيب ٻولي ڳالهائي ۽ ڪو ان جو ترجمو ڪري سمجهائي.
پر سڀ ڳالهيون ڪليسيا جي سڌاري لاءِ هجڻ گهرجن. (۲۷) عجيب ٻوليءَ
۾ ٻہ يا لاچار ٽي ڄڻا هڪ وقت واري واري تي ڳالهائين ۽ ڪوبہ هڪ
ڄڻو ترجمو ڪندو وڃي. (۲۸) پر جيڪڏهن ڪوبہ ترجمو ڪندڙ ڪونہ
هجي تہ ڳالهائيندڙ ماٺ ڪري ويهي رهي. هو رڳو پاڻ سان ڳالهائي
۽ خدا سان.

(۲۹) جيڪي خدا جو پيغام ٻڌائڻ چاهين، تن مان ٻہ يا ٽي ڳالهائين ۽ ٻين
کي خيال سان پرکڻ گهرجي. (۳۰) پر جيڪڏهن ڪنهن ويٺل تي خدا جو
پيغام ظاهر ٿئي تہ ڳالهائيندڙ بس ڪري کيس ڳالهائڻ ڏئي. (۳۱) اهڙيءَ طرح
اوهين سڀيئي هڪ هڪ ٿي خدا جو پيغام ٻڌائي سگهو ٿا، تہ جيئن سڀيئي
سکي سگهن ۽ سڀني جي همت‌افزائي ٿئي. (۳۲) خدا جو پيغام ٻڌائيندڙن
جا روح انهن جي ضابطي هيٺ آهن. (۳۳) ڇالاءِجو خدا گڙٻڙ جو نہ پر
امن امان جو خدا آهي.

(۳۴) ايمان وارن جي سڀني ڪليسيائن موجب، ڪليسيائن جي گڏجاڻين
۾ عورتن کي چپ رهڻ گهرجي. هنن کي ڳالهائڻ نہ کپي بلڪ ڪين
تابعدار رهڻ گهرجي، جيئن شريعت ۾ بہ فرمايل آهي. (۳۵) جيڪڏهن
اهي ڪجهہ بہ سکڻ گهرن تہ گهر ۾ پنهنجن پنهنجن مڙسن کان پڇي
معلوم ڪن. باقي ڪليسيا جي ميڙ ۾ ڳالهائڻ عورت لاءِ شرم جهڙي
ڳالهہ آهي.

(۳۶) ڇا خدا جو ڪلام اوهان کان شروع ٿي هليو آهي، يا اهو رڳو اوهان
وٽ ئي پهتو آهي؟ (۳۷) جيڪڏهن ڪو سمجهي ٿو تہ هو خدا جو پيغام
ٻڌائي سگهي ٿو، يا کيس روحاني نعمت مليل آهي تہ ان کي ڄاڻڻ کپي تہ
جيڪي آءٌ لکان ٿو سي خداوند جا حڪم آهن. (۳۸) پر جيڪڏهن ڪو اها
ڳالهہ نہ ٿو مڃي تہ کيس نہ مڃجي.

(٣٩) تنهنڪري اي منهنجا ڀائرو ۽ ڀينرون! خدا جي ڪلام ٻڌائڻ ۾ دل
لڳايو ۽ عجيب ٻوليون ڳالهائڻ کان منع نہ ڪريو. (٤٠) پر سڀ ڪجهہ چڱيءَ
طرح ۽ ترتيب سان هجڻ گهرجي.

## مسيح جو جيِ اٿڻ

# ١٥

(١) هاڻي اي ڀائرو ۽ ڀينرون! آءٌ اها خوشخبري ياد ڏياريان ٿو،
جيڪا اوهان کي ٻڌائي هيم. اوهان اها قبول ڪئي ۽ انهيءَ تي
اوهين قائم بہ آهيو. (٢) اها ئي خوشخبري آهي جا اوهان کي ٻڌائي هيم.
انهيءَ جي وسيلي اوهان کي نجات ملي ٿي، بشرطيڪ انهيءَ تي مضبوطيءَ سان
پابند آهيو تہ، نہ تہ اوهان جو ايمان آڻڻ اجايو آهي.
(٣) جيڪي مون کي مليو تنهن کي سڀ کان اهم سمجهي اوهان تائين
پهچايم، تہ پاڪ لکتن موجب مسيح اسان جي گناهن جي واسطي مئو.
(٤) پوءِ هو دفن ڪيو ويو ۽ وري ٽئين ڏينهن تي جيئرو ڪيو ويو. (٥) ان سان
گڏ پطرس ۽ بعد ۾ سڀني ٻارهن رسولن کي ڏيکاري ڏنائين. (٦) تنهن کان پوءِ
هڪ ئي وقت پنجن سون کان وڌيڪ ايمان وارن کي ڏيکاري ڏنائين، جن
منجهان گهڻا اڃا تائين جيئرا آهن، جيتوڻيڪ ڪجهہ مري ويا آهن. (٧) پوءِ
وري هن يعقوب ۽ بعد ۾ ٻين سڀني رسولن کي ڏيکاري ڏني.
(٨) سڀ کان پوءِ هن مون کي بہ ڏيکاري ڏني، جڻ تہ آءٌ اڌوري وقت
تي ڄائو هوس. (٩) ڇالاءِ تہ آءٌ رسولن ۾ سڀني کان گهٽ آهيان ۽ رسول
سڏجڻ جو بہ حقدار ناهيان، ڇوتہ خدا جي ڪليسيا کي ستايو هوم.
(١٠) پر جيڪي ڪجهہ آهيان، سو خدا جي فضل سان آهيان ۽ خدا جو
فضل مون تي اجايو نہ هو. بلڪ مون ٻين سڀني رسولن کان وڌيڪ محنت
ڪئي، تنهن هوندي بہ آءٌ نہ، پر اهو خدا جو فضل هو جيڪو مون ساڻ
آهي. (١١) تہ پوءِ آءٌ هجان يا اُهي، اسين اها ئي تبليغ ڪريون ٿا ۽ اوهان
انهيءَ تي ئي ايمان آندو.

---

١٥:٣ زب ٥٣:٥-١٢ ١٥:٤ زب ١٦:٨-١٠، مت ١٢:٤٠، رس ٢:٢٤-٣٢
١٥:٥ مت ٢٨:١٦-١٧، مر ١٦:١٤، لو ٢٤:٣٤،٣٦، يو ٢٠:١٩ ١٥:٨ رس ٩:٣-٦
١٥:٩ رس ٨:٣

## مُڙدن جو جِي اٿڻ

(١٢) هاڻي جيڪڏهن تبليغ ڪجي ٿي ته مسيح مئلن مان جِي اٿيو آهي،
ته اوهان مان ڪي ڪيئن چئي سگهن ٿا ته مئل جيئرا ڪري نه ٿا اٿارجن؟
(١٣) پر جي مئل جيئرا ٿي نه ٿا اٿن ته پوءِ چئجي ته مسيح به جِي ڪونه
اٿيو آهي. (١٤) جيڪڏهن مسيح جِي ڪونه اٿيو آهي، ته پوءِ اسان جي تبليغ
اجائي آهي ۽ اوهان جو ايمان به اجايو آهي. (١٥) پوءِ ته اسين خدا جي باري
۾ به ڪوڙا شاهد ٿي پياسين، ڇوته اسان شاهدي ڏني آهي ته هن مسيح
کي جياريو. پر خدا ڪيس نه اٿاريو، جيڪڏهن اهو سچ آهي ته مئل نه ٿا
اٿارجن. (١٦) جيڪڏهن مئل جيئاري نه ٿا اٿارجن ته پوءِ مسيح به نه اٿاريو
ويو آهي، (١٧) ۽ جيڪڏهن مسيح جيئاري نه اٿاريو ويو آهي ته اوهان جو
ايمان اجايو آهي ۽ اوهين اجا تائين پنهنجن گناهن ۾ غرق آهيو. (١٨) ته پوءِ
چئجي ته جيڪي به مسيح تي ايمان آڻيندڙ مري چڪا آهن سي برباد ٿي
ويا. (١٩) جيڪڏهن اسان جي مسيح ۾ اميد رڳو هن جهان لاءِ آهي ته پوءِ
اسين سڀني ماڻهن کان وڌيڪ رحم لائق آهيون.

(٢٠) پر سچپچ مسيح مئلن مان اٿاريو ويو آهي ۽ سڀني مري ويلن جي
پهرين مراد آهي. (٢١) جهڙيءَ طرح ماڻهوءَ جي وسيلي موت آيو، تهڙيءَ طرح
ماڻهوءَ جي ئي وسيلي مُڙدن جو جِي اٿڻ به آيو آهي. (٢٢) جيئن آدم جا هئڻ
ڪري سڀ مرن ٿا، تيئن ئي جيڪي مسيح جا هوندا سي سڀ جياريا ويندا.
(٢٣) پر هر ڪو پنهنجي واري تي جياريو ويندو. ان جو پهريون ڦل مسيح
آهي جيڪو جيئرو ٿي اٿيو آهي ۽ پوءِ ان جي وري اچڻ سان اُهي جيئرا ٿي
اٿندا جيڪي مسيح جا آهن. (٢٤) پوءِ آخرت ٿيندي ۽ مسيح هر حڪومت،
هر اختياريءَ ۽ طاقت کي برباد ڪري بادشاهت خدا يعني پيءُ جي حوالي
ڪندو. (٢٥) هن کي تيستائين حڪمراني ڪرڻي آهي، جيستائين خدا سڀني
دشمنن کي سندس قدمن هيٺان نه ڪري. (٢٦) آخري دشمن جيڪو ناس
ٿيندو سو آهي موت. (٢٧) ڇالاءِجو پاڪ ڪتابن ۾ لکيل آهي ته ”خدا هر
ڪا شيءِ سندس قدمن هيٺان ڪئي.“ هاڻي جڏهن ائين چئجي ٿو ته هر

---

**٢٥:١٥** زب ١:١١٠ **٢٧:١٥** زب ٦:٨

ڪا شيءِ سندس هٿ هيٺ ڪئي ويئي آهي ته ظاهر آهي ته ان ۾ خدا
پاڻ شامل نه آهي، جنهن سيڪا شيءِ مسيح جي هٿ هيٺ ڪئي آهي.
۲۸ هاڻي جڏهن هن ائين ڪيو آهي ته پوءِ پٽ پنهنجو پاڻ خدا جي تابع
ٿيندو. انهيءَ خدا سڀ شيون مسيح جي هٿ هيٺ ڪيون ته جيئن سڀني
۾ خدا ئي سڀ ڪجهه هجي.
۲۹ جيڪڏهن مئل وري جي نه ٿا اٿن ته مئلن جي حق ۾ بپتسما وٺندڙ
ڇا ڪندا؟ جيڪڏهن مئل اصل جِي نه ٿا اٿن ته انهن جي حق ۾ ماڻهن
کي بپتسما ڇو ٿي ڏني وڃي؟ ۳۰ جيستائين اسان جو واسطو آهي، اسين هر
گهڙيءَ پاڻ کي خطري ۾ ڇو ٿا رکون؟ ۳۱ اي ڀائرو! مون کي انهيءَ فخر جو
قسم، جيڪو اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح سان گڏ هئڻ ڪري اوهان
تي آهي، ته آءٌ ڏهاڙي موت جي منهن ۾ آهيان. ۳۲ جيڪڏهن آءٌ اِفسس
۾ جهنگلي جانورن سان انساني خواهش جي ڪري وڙهيس ته پوءِ مون
کي ڪهڙو فائدو رسيو؟ جيڪڏهن مئل نه ٿا اٿارجن ته پوءِ ڇو نه کائي پي
وٺون، ڇوته سڀاڻي مري کپي ويندا سين.
۳۳ ٺڳجي نه وڃو. بري صحبت سٺيون عادتون بگاڙي ڇڏي ٿي.
۳۴ نيڪيءَ جي خاطر جاڳي پئو ۽ گناهه نه ڪريو، ڇاڪاڻ‌ته ڪي خدا
کي نه ٿا ڄاڻن. تنهنڪري ئي آءٌ ڇوان ٿو ته اها اوهان لاءِ شرم جي
ڳالهه آهي.

## جيئرو ڪيل جسم

۳۵ هاڻي ڪو ڇوندو ته مئل ڪيئن اٿاريا وڃن ٿا؟ ۽ اهي وري ڪهڙي
قسم جي بدن سان اچن ٿا؟ ۳۶ اي بيوقوف! جيڪو ٻج پوکجي ٿو، سو
جيستائين مري نه ٿو تيستائين ڦٽي نه ٿو. ۳۷ اهڙيءَ طرح جيڪو تون پوکين
ٿو سو اهو جسم نه آهي جيڪو پيدا ٿيڻ وارو آهي پر رڳو داڻو آهي، پوءِ
اهو ڪڻڪ جو هجي يا ڪنهن ٻي جنس جو. ۳۸ خدا کي جيئن وڻي ٿو
تيئن انهيءَ ٻج کي جسم ڏئي ٿو، بلڪ هر هڪ ٻج کي پنهنجو
جسم عطا ڪري ٿو.

۱۵:۳۲ يس ۲۲:۱۳

۳۹ سيني جو ماس هڪجهڙو نہ ٿيندو آهي. انسانن جو ماس هڪ قسم
جو آهي تہ چوپاين جو ٻيءَ طرح، پکين جو هڪڙو تہ مڇين جو ٻيو.
۴۰ آسماني جسم بہ آهن ۽ زميني بہ. پر آسمان وارن جو جلوو هڪڙو آهي
تہ زمين وارن جو وري ٻيو. ۴۱ سج جو هڪ جلوو آهي تہ چنڊ جو وري
ٻيو جلوو آهي ۽ تارن جو اڃا وري ٻيو جلوو آهي. هر هڪ تارو وري ٻئي
تاري کان جلوي ۾ جدا جدا آهي.

۴۲ اهو ئي حال آهي مئلن جي جِي اٿڻ جو. يعني جيڪو جسم فنا
جي حالت ۾ پورجي ٿو سو بقا جي حالت ۾ جيارجي ٿو. ۴۳ اهو بي‌قدريءَ
سان پورجي ٿو، پر جلوي سان جياريو وڃي ٿو. ڪمزوريءَ جي حالت
۾ پورجي ٿو ۽ طاقتور ڪري جياريو وڃي ٿو. ۴۴ نفساني جسم پورجي
ٿو پر روحاني جسم ڪري جيارجي ٿو. جيڪڏهن نفساني جسم آهي تہ
پوءِ روحاني جسم بہ آهي. ۴۵ جيئن پاڪ لکتن ۾ آيل آهي تہ ”پهريون
انسان آدم جيئرو جيءُ بڻيو.“ تہ پوءِ پويون آدم زندگي بخشيندڙ روح آهي.
۴۶ انهيءَ هوندي بہ پهريائين روحاني نہ، پر جسماني هو ۽ پوءِ روحاني ٿيو.
۴۷ پهريون ماڻهو زمين مان آيو ۽ خاڪي هو، ٻيو ماڻهو آسمان مان آيو.
۴۸ جيڪي ذرتيءَ وارا آهن سي انهيءَ وانگر آهن جيڪو مٽيءَ مان بڻيو ۽ جيڪي
آسمان وارا آهن سي انهيءَ وانگر آهن جيڪو آسمان مان آيو. ۴۹ جهڙي
نموني اسان کي ذرتيءَ واري جي صورت ملي آهي، تهڙي نموني آسمان
واري جي بہ صورت ملندي.

۵۰ اي ڀائرو ۽ ڀينرون! منهنجي چوڻ جو مطلب آهي تہ خاڪي
جسم وارو خدا جي بادشاهت جو وارث نہ ٿي سگهندو ۽ نہ ئي فاني،
غير فانيءَ جو وارث بڻجي سگهي ٿو. ۵۱ ٻڌو، آءٌ اوهان کي هڪ راز
ٻڌايان ٿو تہ اسين سڀ مري ڪونہ وينداسين پر سڀيئي بدلايا وينداسين،
۵۲ هڪدم، اک ڇنڀ ۾، آخري صور جي ڦوڪڻ سان ئي. اها صور
ڦوڪي ويندي، مئل غير فاني حالت ۾ اٿاريا ويندا ۽ ائين اسين بدلايا
ويندا سين. ۵۳ جيڪو فاني آهي سو بقا جي پوشاڪ ضرور پائيندو ۽ مرڻ
وارو دائمي پوشاڪ پائيندو. ۵۴ تنهنڪري جڏهن فانيءَ کي غير فاني ۽

**۱۵:۴۵** پيد ۲:۷ **۱۵:۵۱-۵۲** ۱.ٿس ۴:۱۵-۱۷ **۱۵:۵۴** يس ۲۵:۸

مرڻ واري کي دائمي پوشاڪ پهرائي ويندي، تڏهن اهو لکيل قول سچو
ثابت ٿيندو ته

”موت نابود ٿي ويو، فتح پوري ٿي.
(٥٥) اي موت! ڪٿي آهي تنهنجي فتح؟
اي موت! ڪٿي آهي تنهنجو ڏنگ؟“

(٥٦) موت جو ڏنگ گناهه ئي آهي ۽ گناهه جي طاقت شريعت ئي آهي.
(٥٧) پر خدا جو شڪر آهي جو هو اسان کي خداوند عيسيٰ مسيح جي
وسيلي فتح ٿو ڏئي.
(٥٨) تہ پوءِ اي منهنجا پيارا ڀائرو ۽ ڀينرون! مضبوط ۽ ثابت‌قدم رهو ۽ هميشه
خداوند جي ڪم ۾ وڌندا هلو، ڇالاءِجو اوهين ڄاڻو ٿا تہ خداوند جي
خدمت ۾ اوهان جو پورهيو اجايو نہ آهي.

## يروشلم جي ڪليسيا لاءِ چندو

**١٦** (١) هاڻي آءٌ يروشلم جي ڪليسيا جي مدد لاءِ چندي بابت اوهان
کي هدايتون ٿو. جيئن مون گلتيا جي ڪليسيائن کي هدايت ڪئي
هئي، تيئن اوهين بہ ڪجو. (٢) هر آچر جي ڏينهن تي اوهان مان هر هڪ
پنهنجي ڪمائيءَ آهر ڪجهہ بچائي پاڻ وٽ رکي تہ جيئن منهنجي اچڻ تي
چندي گڏ ڪرڻ جي ضرورت نہ پوي. (٣) پوءِ جڏهن آءٌ پهچان تڏهن اوهان
جي مقرر ڪيل ماڻهن کي خط ڏيئي موڪليندس، تہ جيئن هو اوهان جو
نذرانو يروشلم ڏانهن کڻي وڃن. (٤) پر جيڪڏهن منهنجو وڃڻ بہ مناسب
ٿي پيو تہ اهي مون سان گڏجي هلندا.

## مسافريءَ بابت رٿون

(٥) جيئن تہ منهنجو مڪدونيا وٽان گذرڻ جو ارادو آهي، سو آءٌ اتان
ٿيندو پوءِ اوهان وٽ ايندس. (٦) شايد آءٌ اوهان وٽ ڪجهہ وقت ٽڪان،
يا سڄو سيارو گذاريان، انهيءَ ڪري تہ جيئن مسافريءَ ۾ جيڏانهن بہ
وڃان تہ اوهين مدد ڪري مون کي روانو ڪري سگهو. (٧) تنهنڪري

---

**١٥:٥٥** هوس ١٣:١٤ **١٦:١** رو ١٥:٢٥-٢٦ **١٦:٥** رس ١٩:٢١

آءٌ نہ ٿو چاهيان تہ هن وقت رستي ويندي اوهان سان ٿوري وقت لاءِ
ملان. مون کي اميد آهي تہ جيڪڏهن خداوند چاهيو تہ اوهان سان ڪافي
وقت گذاريندس. ⑧ پر اڃا آءٌ هتي اِفسس ۾ پنتيڪُست جي عيد تائين
رهندس. ⑨ ڇالاءِجو هتي اثرائتي ڪم ڪرڻ جو وڏو موقعو آهي، توڙي
جو ڪيترائي مخالف آهن.

⑩ جيڪڏهن تيمٿيس اوهان وٽ اچي تہ خيال رکجو تہ جيئن هو توهان
سان بي‌ڊپو ٿي رهي، ڇالاءِجو هو بہ خداوند جو ڪم ائين پيو ڪري جيئن
آءٌ پيو ڪريان. ⑪ تہ پوءِ ڪوبہ هن کي گهٽ نہ سمجهي. کيس سک ۽
سلامتيءَ سان روانو ڪجو تہ جيئن هو مون ڏانهن موٽي سگهي. ٻين ڀائرن
سان سندس گڏجي اچڻ جو آءٌ انتظار پيو ڪريان.

⑫ هاڻي پنهنجي ڀاءُ اپلوس جي باري ۾ هي آهي تہ مون هن کي ڀائرن
سان گڏجي اوهان ڏانهن اچڻ لاءِ زور ڀريو. هن وقت سندس اچڻ جي
مرضي اصلي ناهي پر موقعو مليس تہ ضرور ايندو.

## آخري هدايتون ۽ سلام

⑬ سجاڳ رهو، ايمان تي قائم رهو، همت ڌاريو، مضبوط رهو.
⑭ جيڪي ڪجهہ ڪريو سو پيار سان ڪريو.

⑮ اوهان کي استفناس ۽ سندس گهر جي ڀاتين بابت خبر آهي تہ اهي
اخيا پرڳڻي ۾ پهريان شخص آهن جن عيسيٰ مسيح تي ايمان آندو. هنن پاڻ
کي خدا جي ماڻهن جي خدمت لاءِ وقف ڪري ڇڏيو آهي. ⑯ اي ڀائرو!
آءٌ تاڪيد ٿو ڪريان تہ اهڙن ماڻهن ۽ جيڪي‌بہ انهن سان گڏجي ڪم ڪن
تن سڀني جي فرمانبرداري ڪريو.

⑰ آءٌ استفناس، فرتُوناتس ۽ اخيڪُس جي اچڻ تي خوش آهيان، ڇوتہ
انهن اها جاءِ ڀري آهي جيڪا اوهان جي گهٽتائيءَ جي ڪري رهجي ويئي
هئي. ⑱ هنن منهنجي ۽ اوهان جي روح کي تازگي بخشي آهي. تنهنڪري
اهڙن ماڻهن جو قدر ڪريو.

---

١٦:٨ لاو ٢٣:١٥-٢١، شر ١٦:٩-١١ ١٦:٨-٩ رس ١٩:٨-١٠
١٦:١٠ ١.ڪر ٤:١٧ ١٦:١٥ ١.ڪر ١:١٦

(١٩) ايشيا پرڳڻي جون ڪليسيائون اوهان کي سلام ڏين ٿيون. اڪولا ۽
پرسڪلا ۽ سندن گهر ۾ گڏ ٿيندڙ ڪليسيا اوهان کي پرجوش مسيحي
سلام ٿا ڏين. (٢٠) سڀيئي ڀائر ۽ ڀينرون اوهان کي سلام ٿا ڏين. هڪ ٻئي
کي ڀائراڻي پيار سان ملي سلام ڪجو.

(٢١) آءٌ پولس پنهنجن هٿن سان هي سلام لکان پيو.
(٢٢) لعنت آهي ان تي جيڪو خداوند سان پيار نہ ٿو ڪري.
اي اسان جا خداوند! اچ.
(٢٣) شل اوهان تي خداوند عيسيٰ جو فضل هجي.
(٢٤) منهنجو پيار اوهان سڀني سان هجي، جيڪي عيسيٰ مسيح جا آهيو.

١٦:١٩ رس ١٨:٢

# ۲.ڪرنٿين

## ڪرنٿين ڏانهن پولس رسول جو پيو خط

### تعارف

ڪرنٿين ڏانهن پولس رسول جو هي پيو خط ڪرنٿس شهر ۾ قائم ڪيل ڪليسيا سان سندس تعلقات جي ڏکيءَ مدت دوران لکيو ويو هو. ڪليسيا جي ڪن رڪنن پولس رسول جي ظاهر ظهور سخت مخالفت ڪئي هئي. پر هو مصالحت لاءِ پنهنجو اونهو فڪر ڏيکاري ٿو ۽ جڏهن ائين ٿئي ٿو تڏهن هو وڏي خوشيءَ جو اظهار ڪري ٿو.

خط جي پهرين حصي ۾ پولس رسول ڪرنٿس ۾ قائم ٿيل ڪليسيا سان پنهنجي تعلقات تي بحث ڪري ٿو. هو اهو بيان ڪري ٿو ته هن جو ڪليسيا ۾ سندس بيعزتيءَ ۽ مخالفت جي خلاف سختيءَ سان موٽ ڏني ۽ پوءِ پنهنجي خوشيءَ جو اظهار ڪري ٿو ته انهيءَ سختيءَ جو نتيجو پڇتاءَ ۽ مصالحت ۾ نڪتو آهي. پوءِ هو ڪليسيا کي عرض ڪري ٿو ته يهوديه علائقي جي ضرورتمند ايمان وارن لاءِ جهجهو چندو ڏنو وڃي.

آخري بابن ۾ پولس رسول ڪرنٿس جي ڪن اهڙن ماڻهن جي خلاف پنهنجي رسالت جو دفاع ڪري ٿو جيڪي پاڻ کي سچو رسول چون ٿا ۽ جڏهن ته پولس رسول تي ڪوڙي رسول هئڻ جي تهمت هڻن ٿا.

## سِتاءُ


| | |
|---|---|
| تعارف | ١:١-١١ |
| پولس رسول ۽ ڪرنٿس جي ڪليسيا | ١:١٢-٧:١٦ |
| يهوديه ۾ ايمان وارن لاءِ چندو | ٨:١-٩:١٥ |
| پولس جو پنهنجي رسول هئڻ متعلق دفاع | ١٠:١-١٣:١٠ |
| دعا سلام | ١٣:١١-١٣ |


# ٢.ڪرنٿين

## ڪرنٿين ڏانهن پولس رسول جو ٻيو خط

١ (١) هي خط پولس، جيڪو خدا جي مرضيءَ موجب عيسيٰ مسيح جو
رسول آهي ۽ اسان جي ڀاءُ تيمٿيس جي طرفان لکجي ٿو. هي خط
ڪرنٿس شهر ۾ خدا جي ڪليسيا ۽ اخيا پرڳڻي ۾ رهندڙ سڀني ايمان وارن
ڏانهن آهي. (٢) شل اوهان تي اسان جي پيءُ خدا ۽ خداوند عيسيٰ مسيح
جي طرفان فضل ۽ سلامتي هجي.

### دلداري بخشيندڙ خدا

(٣) ساراهه تي ڪجي اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح جي خدا ۽ پيءُ
جي، جيڪو رحمتن جو پيءُ ۽ پوريءَ طرح دلداري ڏيندڙ خدا آهي. (٤) هو
اسانجين سڀني مصيبتن ۾ اسان کي تسلي ٿو ڏئي، ته جيئن اسين سندس
مليل انهيءَ تسليءَ سان انهن کي دلداري ڏيئي سگهون، جيڪي ڪنهن
مصيبت ۾ آهن. (٥) جيئن مسيح جا ڏک اسانجين زندگين ۾ حد کان وڌي
وڃن ٿا، تيئن مسيح جي وسيلي اسان جي دلداري به حد کان وڌي وڃي
ٿي. (٦) جيڪڏهن اسان تي مصيبت اچي ٿي ته اها اوهان جي دلداري ۽

١:١ رس ١٨:١

چوڻڪاري لاءِ آهي. وري جيڪڏهن اسان کي دلداري ملي ٿي ته اها به
اوهان جي ئي لاءِ آهي. اها دلداري اوهان کي صبر سان ساڳين ڏکن کي
سهڻ جي طاقت بخشي ٿي جيڪي اسين به سهون ٿا. (٧) اسان کي اوهان
لاءِ پڪي اميد آهي، ڇوجو اسين ڄاڻون ٿا ته اوهين جيئن اسان جي ڏکن ۾
شريڪ رهو ٿا تيئن اسان جي دلداريءَ ۾ به شريڪ رهندا.

(٨) اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اسين اوهان کي انهن مصيبتن کان بي‌خبر رکڻ
نه ٿا چاهيون، جيڪي ايشيا پرڳڻي ۾ ڀوڳيونسين. اسين برداشت کان ٻاهر
بار هيٺ دٻيل هئاسين، ايتري تائين جو زنده رهڻ جي اميد ئي ڇڏي ڏني
هئي سون. (٩) سچپچ ته اسان پنهنجين دلين ۾ موت جي فتويٰ محسوس
ڪئي، تان جو سڪيوسين ته پاڻ تي نه، بلڪ خدا تي ڀاڙيون جيڪو مئلن
کي جيئاري ٿو. (١٠) هن اسان کي موت جي اهڙي ڀوائتي تباهيءَ کان بچايو ۽
بچائيندو. هن ۾ اميد آهي ته اسان کي اڃا به بچائيندو رهندو. (١١) جيڪڏهن
اوهين به پنهنجين دعائن جي وسيلي اسان جي مدد ڪندا، ته پوءِ گهڻن
ماڻهن جي دعائن سان جيڪا نعمت ملي آهي انهيءَ لاءِ اسان جي پاران
گهڻا ماڻهو شڪرانو بجاءِ آڻيندا.

## پولس جي رٿن ۾ ڦيرڦار

(١٢) اهو اسان جو فخر آهي ته اسان جو ضمير اسان کي پڪ ٿو ڏئي ته
اسان دنيا ۾ ۽ خاص ڪري اوهان سان جيڪو برتاءُ ڪيو آهي، سو پاڪائيءَ ۽
سچائيءَ سان آهي. اهو سڀ ڪجهه خدا جي طرفان آهي. اسان ائين دنياوي
ڏاهپ موجب نه، پر خدا جي فضل موجب ڪيو آهي. (١٣) اسين اوهان ڏانهن
ڪا اهڙي ڳالهه ڪونه ٿا لکون، جيڪا اوهين پڙهي يا سمجهي نه ٿا سگهو.
(١٤) اميد اٿم ته اوهين پوريءَ طرح سمجهي ويندا. هاڻي اوهين اسان کي رڳو
ٿورو گهڻو سمجهو ٿا. پر جيئن خداوند عيسيٰ جي ڏينهن اوهين اسان تي
فخر ڪري سگهو ٿا، تيئن اسين اوهان تي فخر ڪنداسين.

(١٥) ڇاڪاڻ‌ته مون کي انهيءَ سموري ڳالهه جي پڪ هئي، تنهنڪري
سڀ کان اڳ ۾ اوهان سان ملڻ جو ارادو ڪيم، ته جيئن اوهان کي ٻنيون

١:٨ ١.ڪر ١٥:٣٢

برڪتون ملن. ⑯ تنهنڪري سوچيم ته مڪدونيا ڏانهن ويندي ۽ وري اتان
موٽندي اوهان سان ملان، ته جيئن اوهين مون کي يهوديه ڏانهن روانو ڪريو.
⑰ ته پوءِ جڏهن مون اهو ارادو ڪيو ته ڪا ڦيرڦار ڪيم ڇا؟ يا جيڪي
ڳالهيون آءٌ رٿيان ٿو سي دنياوي ماڻهن وانگر رٿيان ٿو ڇا؟ جو ڪڏهن ”ها،
ها“ به ڪريان ته ساڳئي وقت ”نه، نه“ به؟
⑱ پر قسم آهي خدا جي سچائيءَ جو ته جيڪي ڪجهه اسين اوهان کي
چئون ٿا، ان ۾ ”هائو“ ۽ ”نه“ به معنائون ڪين آهن. ⑲ ڇالاءِجو خدا جو
فرزند عيسيٰ مسيح جنهن جي تبليغ مون، سيلاس ۽ تيمٿيس اوهان ۾ ڪئي
هئي، اهو ”هائو“ ۽ ”نه“ ٻئي ڪين هئا، پر ان ۾ هميشه ”هائو“ ئي آهي.
⑳ ڇالاءِجو خدا جا جيترا به واعدا آهن، سي سڀ مسيح جي ڪري ”هائو“
سان آهن. انهيءَ ڪري ان جي وسيلي اسان کان ”آمين“ به ٿي، ته جيئن خدا
جو جلال ظاهر ٿئي. ㉑ اهو خدا ئي آهي، جيڪو اسان ۽ اوهان کي مسيح
سان ڳنڍجي هڪ ڪري قائم ڪري ٿو. ㉒ انهيءَ خدا اسان کي چونڊيو ۽
اسان جي دلين تي پنهنجي مالڪيءَ جي مُهر به هنئي ۽ پاڪ روح اسان جي
دلين ۾ وڌائين، جو آئينده واعدي ڪيل نعمتن جو پهريون حصو آهي.
㉓ آءٌ خدا کي شاهد ڄاڻي چوان ٿو ته آءٌ ڪرنٿس ۾ انهيءَ لاءِ نه آيس
ته متان اوهين رنج ٿيو. ㉔ اسين ايمان جي باري ۾ اوهان تي حڪومت نه
ٿا هلايون. پر اوهان جي خوشيءَ ۾ اوهان جا مددگار آهيون، ڇالاءِته ايمان
جي وسيلي اوهين قائم آهيو.

٢ ① مون پنهنجيءَ دل ۾ اهو پڪو ارادو ڪيو آهي ته اوهان وٽ غمگين
ٿي نه ايندس. ② ڇالاءِجو جيڪڏهن آءٌ اوهان کي غمگين ڪريان
ته مون کي سواءِ انهيءَ جي ڪير خوش ڪندو، جيڪو منهنجي ڪري
غمگين ٿيو آهي، ③ ۽ مون انهيءَ ڪري اوهان کي لکيو هو ته متان جڏهن
آءٌ اچان ته جن کان مون کي خوشي ٿيڻ گهرجي، تن کان مون کي
ڏک پهچي. ڇالاءِجو اوهان سڀني جي لاءِ آءٌ يقين رکان ٿو ته منهنجي
خوشيءَ ۾ ئي اوهان سڀني جي خوشي آهي. ④ مون اوهان ڏانهن گهڻي
ڏک ۽ دلگيريءَ سان ڳوڙها ڳاڙيندي خط لکيو، انهيءَ لاءِ نه، ته اوهان

١:١٦ رس ١٩:٢١ ١:١٩ رس ١٨:٥

کي غمگين ڪريان، پر ان ڪري جو اوهين ڄاڻو ته منهنجو اوهان سان
ڪيترو نه گهڻو پيار آهي.

## گنهگار لاءِ معافي

⑤ جيڪڏهن ڪنهن مون کي رنجايو آهي ته انهيءَ رڳو مون کي نه، پر
ٿورو گهڻو اوهان سڀني کي به رنجايو آهي. پر آءٌ انهيءَ ڳالهه کي وڌائڻ نه ٿو
چاهيان. ⑥ اها سزا جيڪا اوهان مان گهڻن ماڻهن جي طرفان ڪيس ملي،
سا اهڙي ماڻهوءَ لاءِ ڪافي آهي. ⑦ هاڻي اوهان کي گهرجي ته ان جي بدران
ڪيس معاف ڪريو ۽ تسلي ڏيو، متان اهو ماڻهو غم ۾ غرق نه ٿي وڃي.
⑧ تنهنڪري آءٌ اوهان کي منٿ ٿو ڪريان ته ڪيس يقين ڏياريو ته اوهين
ساڻس پيار ٿا ڪريو. ⑨ سو مون انهيءَ لاءِ اوهان کي لکيو ته جيئن اوهان
کي آزمايان ۽ ڏسان ته اوهين سڀني ڳالهين ۾ منهنجا فرمانبردار آهيو يا نه.
⑩ جڏهن اوهين ڪنهن کي ڪا ڳالهه معاف ڪريو ٿا ته آءٌ به ان کي معاف
ڪريان ٿو ۽ جيڪي مون معاف ڪيو آهي، جيڪڏهن ڪا معاف ڪرڻ
جوڳي ڳالهه هئي ته مسيح جي حضور ۾ اوهان جي خاطر معاف ڪئي
اٿم. ⑪ انهيءَ ڪري ته متان اسين شيطان جي فريب ۾ ڦاسي نه پئون، ڇوجو
اسين سندس منصوبن کان بيخبر نه آهيون.

## مسيح جي وسيلي فتح

⑫ جڏهن آءٌ مسيح جي خوشخبري ٻڌائڻ لاءِ ترواس ۾ آيس ته خداوند
جي طرفان مون لاءِ هڪڙو در کلي پيو. ⑬ تڏهن به منهنجي دل کي آرام
نه آيو، ڇالاءِجو مون پنهنجي ڀاءُ طيطس کي نه ڏٺو. پوءِ اتان جي ماڻهن
کان موڪلائي مڪدونيا ۾ هليو آيس.
⑭ پر خدا جو شڪر آهي، جيڪو اسان کي مسيح سان گڏي هڪ
ڪري سدائين سوڀ واري جلوس ۾ گهمائي ٿو ۽ اهڙيءَ طرح پنهنجي علم
جي خوشبوءِ اسان جي وسيلي هر هنڌ پکيڙي ٿو. ⑮ انهيءَ ڪري اسين خدا
جي اڳيان ڇوٽڪارو پائيندڙن ۽ تباهي حاصل ڪرڻ وارن ٻنهي لاءِ مسيح

٢:١٢-١٣ رس ٢٠:١

جي سرهاڻ آهيون. ⑯ هڪڙن جي واسطي مرڻ لاءِ موت جي بوءِ ۽ ٻين جي
واسطي جيئڻ لاءِ زندگيءَ جي خوشبوءِ آهيون. ڪير اها ذميواري کڻڻ جي
لائق آهي؟ ⑰ اسين انهن گهڻن ماڻهن وانگر نه آهيون، جيڪي پنهنجي نفعي
لاءِ خدا جي ڪلام جو غلط استعمال ڪن ٿا. پر اسين خدا جي طرفان ۽ دل
جي سچائيءَ سان خدا کي حاضر ڄاڻي مسيح سان شامل ٿي ڳالهايون ٿا.

## نئين عهد جا خدمتگار

٣ ① اسين وري پنهنجي ساراهه پاڻ ٿا ڪريون ڇا؟ يا اسان کي ڪن
ماڻهن وانگر سفارشي خط اوهان وٽ آڻڻ يا وٺي وڃڻ جي ضرورت
آهي ڇا؟ ② نه، اسان جو خط ته اوهين ئي آهيو، جيڪو اسان جي دلين تي
لکيل آهي ۽ ان کي سڀ ماڻهو پڙهي ۽ سمجهي سگهن ٿا. ③ اها ڳالهه
ظاهر آهي ته اوهين مسيح جو لکيل خط آهيو، جيڪو اسان جي خدمت جي
وسيلي موڪليو ويو آهي. اهو خط مس سان نه پر زنده خدا جي روح سان،
پٿر جي سليٽن تي نه پر ماڻهن جي دلين تي لکيل آهي.
④ اسين خدا تي مسيح جي وسيلي اهڙو ئي يقين رکڻ جي دعويٰ ڪري
سگهون ٿا. ⑤ ائين نه آهي ته اسين پنهنجو پاڻ انهيءَ لائق آهيون جو ڪنهن
ڪم جي دعويٰ ڪري سگهون، پر اسان جي لياقت خدا جي طرفان
آهي. ⑥ اهو ئي آهي، جنهن اسان کي نئين عهد جي خادم هئڻ جي
لائق ڪيو. اهو عهد اکرن جو نه پر پاڪ روح جو آهي، ڇالاءِجو اکر
مارين ٿا پر روح جياري ٿو.

## نئين عهد جو جلوو

⑦ هاڻي موت وارو اهو عهد جيڪو پٿرن تي اُڪريل هو، سو اهڙي
ته جلوي وارو ٿيو جو بني اسرائيل موسيٰ جي چمڪندڙ منهن ڏانهن غور
سان نهاري نه ٿي سگهيا، جيتوڻيڪ اهو جلوو جهڪو ٿيندو ٿي ويو.
⑧ جيڪڏهن اهو موت وارو عهد ايترو جلوي وارو هو، ته پوءِ پاڪ روح جو
عهد ڪيترو نه وڌيڪ جلوي وارو هوندو! ⑨ جيڪڏهن اهو عهد جيڪو

٣:٣ خر ٢٤:١٢، ير ٣١:٣٣، حز ١١:١٩، ٣٦:٢٦ ٣:٦ ير ٣١:٣١ ٣:٧ خر ٣٤:٢٩

ڏوهاري ٺهرائي سو ايڏي جلوي وارو آهي، ته پوءِ جنهن عهد جي ڪري
ماڻهو سچار ٺهرجي سو ته ضرور انهيءَ کان به وڌيڪ جلوي وارو هوندو.
(١٠) ڇالاءِجو حقيقت ڪري جيڪو اڳ جلوي وارو هو، سو هن ٻئي تمام
وڌيڪ جلوي واري جي ڀيٽ ۾ ڄڻ ته بي‌جلوي ٿي پيو. (١١) سو جيڪڏهن
اها فنا ٿيندڙ شيءِ جلوي واري هئي ته هي بقا واري شيءِ ڪيترو نه وڌيڪ
جلوي واري هوندي!

(١٢) تنهنڪري اسين اهڙي اميد جي ڪري وڏي دليريءَ سان ڳالهايون ٿا.
(١٣) اسين موسيٰ وانگر نه آهيون، جنهن پنهنجي منهن تي پردو وڌو ته متان
بني اسرائيل جلوي کي گهٽجندي ۽ فنا ٿيندي ڏسن. (١٤) پر هنن جون دليون
موڳيون ٿي ويون، ڇوته اڄ ڏينهن تائين پراڻي عهدنامي جي پڙهڻ وقت اهو
ساڳيو پردو رهي ٿو. اهو پردو انهن تان ايستائين نه ٿو کڄي، جيستائين اهي
مسيح سان گڏجي هڪ ٿي نه ٿا وڃن. (١٥) پر اڄ ڏينهن تائين به جڏهن
هو موسيٰ جو ڪتاب پڙهن ٿا، تڏهن سندن دلين تي پردو پيل رهي ٿو.
(١٦) مگر جڏهن به ڪنهن جي دل خداوند ڏانهن ڦري ايندي تڏهن اهو
پردو کڄي ويندو. (١٧) هاڻي، اهو خداوند پاڪ روح آهي ۽ جتي خداوند
جو اهو روح آهي اتي آزادي آهي. (١٨) پر اسان جي چهرن تي پردو پيل نه
آهي، تنهنڪري اسين سڀئي خداوند جي جلال کي آئيني وانگر ڏسندي
ڏسندي سندس جلالي صورت ۾ تبديل ٿيندا ٿا وڃون. اهو ڪم خداوند
جو آهي جيڪو پاڪ روح آهي.

## مٽيءَ جي ٿانون ۾ روحاني خزانو

**٤** (١) ڇاڪاڻ‌ته اسان تي خدا جو اهڙو رحم ٿيو آهي جو اسان کي هيءَ
خدمت ملي آهي، تنهنڪري اسين همت نه ٿا هاريون. (٢) پر اسان
بي‌شرميءَ واريون ۽ لڪل ڳالهيون ڇڏي ڏنيون آهن. اسين ٺڳيءَ سان نه ٿا
هلون ۽ نڪي خدا جي ڪلام ۾ ڦيرڦار ٿا ڪريون. اُلٽندو سچ کي پڌرو
ڪري خدا جي اڳيان هر هڪ ماڻهوءَ جي دل ۾ پنهنجي نيڪي ٿا ڄمايون.
(٣) پر جيڪڏهن اسان جي خوشخبريءَ تي پردو پيل آهي ته اها خوشخبري

٣:١٣ خر ٣٤:٣٣ ٣:١٦ خر ٣٤:٣٤

انهن جي ئي لاءِ ڏڪيل آهي جيڪي ناس ٿي رهيا آهن. ۴ اهي ايمان
نه ٿا آڻين، ڇالاءِ ته جنهن کي هن زماني جا ماڻهو خدا ڪري مڃين ٿا
ان خدا، يعني شيطان انهن جي عقل کي انڌو ڪري ڇڏيو آهي. هو نه
ٿو چاهي ته مسيح جيڪو خدا جي صورت آهي، تنهن جي جلال جي
باري ۾ خوشخبريءَ جي روشني انهن تي پوي. ۵ ڏسو، اسين پنهنجي نه پر
عيسيٰ مسيح جي تبليغ ڪريون ٿا ته هو خداوند آهي. پنهنجي لاءِ هيئن ٿا
چئون ته عيسيٰ جي خاطر اسين اوهان جا خادم آهيون. ۶ ڇاڪاڻ ته خدا
جنهن فرمايو ته ”اونداهيءَ ۾ روشني چمڪي،“ تنهن اها اسان جي دلين ۾
چمڪائي، ته جيئن اسين عيسيٰ مسيح جي چهري کي ڏسي ڪري خدا
جي شان کي سڃاڻي سگهون.

۷ پر اهو روحاني خزانو مٽيءَ جي ٿانون، يعني اسان جي جسمن ۾ رکيل
آهي ته جيئن خبر پوي ته اها تمام گهڻي قدرت اسان جي نه پر خدا جي
آهي. ۸ اسين هر طرف کان مصيبتن ۾ دٻايا وڃون ٿا، پر ڇيپائجي ڪونه ٿا
وڃون، پريشان ته ٿيون ٿا پر نااميد نه ٿا ٿيون. ۹ ستايل آهيون پر اڪيلا نه
ٿا ڇڏيا وڃون، ڪيرايل آهيون تڏهن به ناس نه ٿيا آهيون. ۱۰ جهڙيءَ طرح
عيسيٰ موت جهڙي زندگي گذاريندو هو، تهڙيءَ طرح اسين به هر وقت موت
جي منهن ۾ آهيون، ته جيئن عيسيٰ جي زندگي به اسان جي جسم ۾ ظاهر
ٿئي. ۱۱ ڇالاءِ ته اسين هميشه عيسيٰ جي خاطر جيئري ئي موت جي حوالي
ڪيا ٿا وڃون، ته جيئن عيسيٰ جي زندگي به اسان جي فاني جسم ۾ ظاهر
ٿئي. ۱۲ ائين اسان ۾ موت، پر اوهان ۾ زندگي اثر ڪري ٿي.

۱۳ پاڪ ڪلام ۾ لکيل آهي ته ”مون ايمان آندو، تنهنڪري مون
ڳالهايو.“ اسان جو ايمان به ساڳيو ئي آهي. اهڙيءَ ريت اسين ايمان آڻيون
ٿا ۽ تنهنڪري ڳالهايون ٿا. ۱۴ اسين ڄاڻون ٿا ته خدا جنهن خداوند عيسيٰ
مسيح کي مئلن مان جياريو، سو اسان کي به عيسيٰ سان گڏ جياريندو
۽ اوهان سان گڏ پاڻ وٽ حاضر ڪندو. ۱۵ هي سڀ ڪجهه اوهان جي
واسطي آهي. جيئن گهڻن ماڻهن جي ڪري فضل وڌيڪ ٿيندو پيو وڃي،
تيئن شڪرانو به وڌندو پيو وڃي جنهن سان خدا جي واکاڻ ٿئي ٿي.

۶:۴ پيد ۱:۳ ۱۳:۴ زبـ ۱۱۶:۱۰

## ايمان سان زندگي گذارڻ

⑯تنهنڪري اسين همت نہ ٿا هاريون. جيتوڻيڪ جسماني طرح اسين فنا ٿيندا ٿا وڃون، تڏهن بہ روحاني طرح ڏينهون ڏينهن نوبنو ٿيندا پيا وڃون. ⑰جيڪا مصيبت اسين سهون ٿا اها هلڪي ۽ ٿوري دير جي لاءِ آهي. اها اسان جي لاءِ اهڙو دائمي جلوو پيدا ٿي ڪري جيڪو حد کان وڌيڪ ڳورو آهي. ⑱سو اسين ڏٺل شين تي نہ پر اڻڏٺل شين تي نظر ڪريون ٿا. ڇالاءِ تہ جيڪي شيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون اهي عارضي آهن ۽ جيڪي نہ ٿيون ڏسجن اهي دائمي آهن.

**٥** ①ڇالاءِجو اسين ڄاڻون ٿا تہ جيڪڏهن اسان جو جسم جيڪو جهوپڙيءَ جهڙو ڪچو گهر آهي، ڊاهيو ويندو تہ اسان کي خدا کان آسمان تي هڪڙو پڪو گهر ملندو. اهو هٿن سان جوڙيل نہ آهي، پر هميشہ قائم رهندڙ آهي. ②هاڻي اسين ڪنجهي رهيا آهيون ۽ ڪيڏي نہ وڏي تمنا پيا ڪريون تہ پنهنجي آسماني گهر کي پوشاڪ وانگر پهري ڇڏيون. ③جيڪڏهن ان کي اسان تي پهرايو ويو تہ اسين اگهاڙا نہ ٿينداسين. ④ڇالاءِجو اسين هن جهوپڙيءَ ۾ رهي بار جي هيٺان دٻجي ڪنجهي رهيا آهيون. اسين موجوده جسم کي ڇڏڻ نہ ٿا چاهيون، پر ان تي آسماني گهر کي پوشاڪ وانگر پهرڻ چاهيون ٿا، تہ جيئن مرڻ هارڪو جسم حياتيءَ ۾ بدلجي وڃي. ⑤اهو خدا ئي آهي، جنهن اسان کي انهيءَ تبديليءَ لاءِ تيار ڪيو آهي ۽ اڳواٽ ئي پاڪ روح ڏنو آهي.

⑥تنهنڪري اسان کي هميشہ پوري خاطري ٿي رهي ۽ ڄاڻون ٿا تہ جيستائين هي جسم اسان جو گهر آهي تيستائين اسين خداوند کان پري آهيون. ⑦ڇالاءِتہ اسين جيڪا زندگي گذاري رهيا آهيون سا ايمان جي وسيلي آهي، اکين سان ڏسڻ جي ڪري نہ. ⑧مطلب تہ اسان کي پوري خاطري آهي ۽ هن جسم واري گهر کي ڇڏي خداوند سان گڏ رهڻ وڌيڪ پسند ڪريون ٿا. ⑨بهرحال توڙي اسين پنهنجي جسم واري گهر ۾ هجون يا نہ هجون، اسان جو سڀ کان وڏو مقصد هي آهي تہ خداوند کي خوش

ڪريون. ⑩ڇالاءِجو اسان سڀني کي مسيح جي عدالت جي اڳيان پيش
ٿيڻو آهي، ته جيئن هر ڪنهن کي انهن ڪمن جو بدلو ملي، جيڪي هن
جسم ۾ رهي ڪيا آهن، پوءِ اهي چڱا هجن يا بڇڙا.

## صلح جو پيغام

⑪تنهنڪري خداوند جو خوف ڪندي اسين ماڻهن کي قائل ڪرڻ جي
ڪوشش ڪريون ٿا. اسان جو حال خدا کي معلوم آهي ۽ مون کي اميد
آهي ته اهو اوهان جي دلين تي به صاف ظاهر ٿيو هوندو. ⑫اسين اوهان
سان وري پنهنجي ساراهه نه ٿا ڪريون، پر اوهان کي وجهه ٿا ڏيون ته اسان
تي فخر ڪريو، جيئن انهن ماڻهن کي جواب ڏيئي سگهو جيڪي دل تي
نه پر ظاهري ڳالهين تي فخر ڪن ٿا. ⑬جيئن ته ڪي سمجهن ٿا ته اسين
بيخوديءَ جي حالت ۾ آهيون ته خدا جي خاطر آهيون، پر جيڪڏهن نيڪ
دماغ سان آهيون ته اوهان جي خاطر آهيون. ⑭هر حال ۾ مسيح جي محبت
اسان کي مجبور ٿي ڪري، ڇالاءِجو اسين هن نتيجي تي پهتا آهيون ته
جڏهن هڪ شخص سڀني جي لاءِ مئو ته سڀ مري ويا. ⑮هو سڀني جي
لاءِ انهيءَ ڪري مئو ته جيڪي جيئرا آهن سي اڳتي پنهنجي لاءِ نه پر هن جي
لاءِ جيئن، جيڪو انهن جي خاطر مري ويو ۽ وري جيئرو ٿي اٿيو.
⑯تنهنڪري هن ڪان پوءِ اسين ڪنهن کي به جسماني طور نه ٿا
سڃاڻون. جيتوڻيڪ اسان مسيح کي به جسماني طور ڄاتو هو، پر هاڻي
اسين هن کي ائين نه ٿا سڃاڻون. ⑰تنهنڪري جيڪڏهن ڪو مسيح
سان گڏجي هڪ ٿيل آهي ته هو نئون خلقيل آهي. پراڻيون ڳالهيون گذري
ويون، ڏسو، ان جي نئين حالت شروع ٿي ويئي. ⑱هي سڀ ڪجهه
خدا جي طرفان آهي، جنهن مسيح جي وسيلي اسان کي پاڻ سان ملايو
۽ صلح ڪرائڻ جي خدمت اسان جي حوالي ڪئي. ⑲منهنجو مطلب
آهي ته خدا مسيح سان گڏجي هڪ ٿي ڪري سڀني ماڻهن کي پاڻ سان
ملايو. سندن ڏوهن جو ڪو حساب نه ڪيائين ۽ ميل ميلاپ جو پيغام
اسان کي ڏيئي ڇڏيائين.

۱۰:۵ رو ۱۴:۱۰

(٢٠) تنهنڪري اسين مسيح جي پاران ايلچي آهيون، ڄڻ ته خدا اسان جي
وسيلي گهُر ٿو ڪري. سو،اسين مسيح جي پاران اوهان کي منٿ ٿا ڪريون
ته خدا سان صلح ڪريو. (٢١) مسيح گناهه کان واقف نه هو، پوءِ به خدا ڪيس
اسان جي بدلي [١] گناهه جي قرباني ٺهرايو، ته جيئن مسيح سان گڏجي هڪ
هئڻ ڪري اسان مان خدا جي سچائي ظاهر ٿئي.

٦ (١) اسين جيڪي خدا سان گڏ ڪم ڪرڻ وارا آهيون، سي هيءَ به
منٿ ڪريون ٿا ته خدا جو فضل جيڪو اوهان تي ٿيو آهي سو اجايو
نه وڃايو. (٢) ڇالاءِجو خدا چوي ٿو ته

”قبوليت جي وقت
مون اوهان جي ٻڌي،
۽ ڇوٽڪاري جي ڏينهن
مون اوهان جي مدد ڪئي.“

ڏسو، هاڻي قبول پوڻ جو وقت آهي، ڏسو، هاڻي ڇوٽڪاري جو ڏينهن آهي.
(٣) اسين ڪنهن به ڳالهه ۾ ٺابڙجڻ جو وجهه نه ٿا ڏيون، متان اسان
جي خدمت مان عيب نڪري. (٤) پر هر حالت ۾ پاڻ کي خدا جا خادم
ڄاڻائڻ لاءِ اسين ڏاڍي صبر سان مصيبتن، ضرورتن ۽ تنگ حالتن کي منهن
ٿا ڏيون. (٥) اسان کي ڇهبڪن سان ماريو ويو، قيد ڪيو ويو ۽ اسان تي
حملو ڪيو ويو. اسان کان سخت محنت ڪرائي ويئي، اوجاڳا ۽ فاقا
ڪڍايا ويا. (٦) تڏهن به پاڪيزگي، علم، بردباري، مهرباني، پاڪ روح جي
موجودگي ۽ خالص محبت ذريعي اسان پاڻ کي خدا جو خادم ثابت ڪيو.
(٧) اسين سچو ڪلام خدا جي قدرت سان ٻڌايون ٿا. حملي ۽ بچاءَ لاءِ
اسان کي سچائيءَ جا هٿيار آهن. (٨) اسان جي عزت به ڪئي وڃي ٿي ۽
بي‌عزتي به. اسان جي بدنامي به ڪئي وڃي ٿي ۽ نيڪنامي به. ڪي اسان
کي ٺڳ سمجهن ٿا، جيتوڻيڪ اسين سچار آهيون. (٩) اسين گمنام سمجهيا
وڃون ٿا تڏهن به مشهور آهيون. مُردن وانگر آهيون تڏهن به ڏسو، اسين

---

[١] گناهه جي قرباني: انهيءَ قربانيءَ جي لاءِ پراڻي عهدناميءَ ۾ ”پاڪ ٿيڻ واسطي قرباني“ لکيل آهي. ڏسو خروج ٣٠:١٠

٦:٢ يس ٤٩:٨ ٦:٥ رس ١٦:٢٣

جيئون پيا. اسين سزا ڪاڏل آهيون تڏهن بہ ماري وڌل نہ آهيون. ⑩اسين
ڏک تہ سهون ٿا، پر تڏهن بہ هميشہ خوش ٿا رهون. غريب سمجهيا وڃون
ٿا تڏهن بہ گهڻن کي شاهوڪار ٿا ڪريون. سچاسڪٽا آهيون تڏهن بہ
اسان وٽ سڀ ڪجهہ آهي.
⑪اي ڪرنٿس جا دوستو! اسان کُليءَ طرح اوهان سان ڳالهايو آهي
۽ اسان جي دل ڪشادي آهي. ⑫اوهان لاءِ اسان جون دليون تنگ نہ
آهن، پر اوهين پنهنجين دلين ۾ تنگ ٿيا آهيو. ⑬هاڻي آءٌ اوهان کي
پنهنجا ٻار سمجهي چوان ٿو تہ اوهين بہ ساڳيءَ طرح پنهنجون دليون
ڪشاديون ڪريو.

## ايمان نہ آڻيندڙن جي اثر کان خبردار

⑭جيڪي مسيح تي ايمان نہ ٿا رکن تن جو ساٿ نہ ڏيو، ڇالاءِجو
سچائي ۽ بدڪاري ڪيئن گڏ رهنديون؟ يا روشني ۽ اونداهيءَ جي وچ ۾
ڪهڙو لاڳاپو آهي؟ ⑮مسيح جي شيطان سان ڪهڙي برابري آهي؟ مسيح
تي ايمان آڻيندڙ جو ايمان نہ آڻيندڙ سان ڪهڙو واسطو آهي؟ ⑯خدا جي
گهر جو بتن سان ڪهڙو لاڳاپو آهي؟ ڇالاءِجو اسين جيئري خدا جو گهر
آهيون. جهڙيءَ طرح خدا فرمايو آهي تہ

"آءٌ انهن ۾ رهندس
۽ انهن ۾ گهمندس ڦرندس،
آءٌ انهن جو خدا ٿيندس
۽ هو منهنجا ماڻهو ٿيندا."

⑰تنهنڪري خداوند فرمائي ٿو تہ

"اوهين انهن مان نڪري اچو ۽ الڳ ٿي وڃو،
۽ ڪنهن بہ پليت شيءِ کي هٿ نہ لايو،
تہ آءٌ اوهان کي قبول ڪندس.

⑱آءٌ اوهان جو پيءُ ٿيندس

---

٦:١٦ لاو ٢٦:١٢، حز ٣٧:٢٧، ١.ڪر ٣:١٦، ٦:١٩ ٦:١٧ يس ٥٢:١١
٦:١٨ ٢.سمر ٧:١٤، ١.توا ١٧:١٣، يس ٤٣:٦، يرِ ٣١:٩

۽ اوهين منهنجا پٽ ۽ ڌيئرون ٿيندا.
خداوند قادرِمطلق ائين ٿو فرمائي.“

① اي پيارا دوستو! جڏهن اسان سان اهڙا واعدا ڪيا ويا آهن، تہ پوءِ اچو تہ پاڻ کي هر انهيءَ شيءِ کان پاڪ ڪريون جيڪا اسان جي جسم ۽ روح ٻنهي کي پليت ڪري ٿي ۽ خدا جو خوف رکندي مڪمل طرح پاڪ ٿي وڃون.

## پولس جي خوشي ۽ تسلي

② اسان کي پنهنجين دلين ۾ جاءِ ڏيو. اسان ڪنهن سان بہ ظلم نہ ڪيو آهي، نڪي ڪنهن کي بگاڙيو آهي ۽ نڪي ڪنهن کي ٺڳيو آهي. ③ آءٌ اوهان تي الزام هڻڻ خاطر ائين نہ ٿو چوان، ڇالاءِجو مون اڳيئي چئي ڇڏيو آهي تہ اوهان لاءِ اسانجين دلين ۾ اهڙي جاءِ آهي جو اسين جيئڻ ۽ مرڻ ۾ هميشہ گڏ آهيون. ④ مون کي اوهان تي تمام گهڻو اعتبار آهي. آءٌ اوهان تي ڏاڍو فخر ٿو ڪريان. مون کي پوري تسلي آهي. تنهنڪري جيڪا بہ مصيبت اسان تي اچي ٿي، تنهن هوندي بہ آءٌ تمام گهڻو خوش رهندو آهيان.

⑤ جڏهن اسين مڪدونيا ۾ آياسين تڏهن بہ اسان کي آرام نہ مليو، پر هر طرف کان مصيبت ۾ گرفتار ٿي وياسين. ٻاهر جهيڙا جهڳڙا هئا ۽ اندر خوف خطرا. ⑥ پر خدا، جيڪو دلگيرن کي تسلي ڏيندڙ آهي، تنهن طيطس جي اچڻ تي اسان کي تسلي ڏني. ⑦ اسان کي نہ رڳو هن جي اچڻ ڪري تسلي ملي، پر انهيءَ تسليءَ جي ڪري بہ جيڪا هن کي اوهان کان ملي. هن اسان کي ٻڌايو تہ اوهين مون کي ڏسڻ لاءِ ڪيترو نہ شوق رکو ٿا، ڪيڏو نہ غم اٿوَ ۽ منهنجي ساٿ ڏيڻ لاءِ ڪيترو نہ تيار آهيو. انهيءَ ڪري آءٌ اڃا بہ وڌيڪ خوش ٿيس.

⑧ جيتوڻيڪ منهنجي خط اوهان کي غمگين ڪيو، تڏهن بہ ان لکئي تي آءٌ نہ ٿو پڇتايان. جيڪڏهن پڇتايو هوس تہ اهو ڏسي ڪري تہ خط اوهان کي صرف ٿوري دير لاءِ غمگين ڪيو. ⑨ هاڻي آءٌ خوش آهيان، انهيءَ لاءِ نہ تہ اوهين غمگين ٿيا آهيو، پر انهيءَ لاءِ تہ اوهان جي غمگينيءَ جو اهو نتيجو نڪتو

جو اوهان توبهه ڪئي. سو اوهان جي غمگيني خدا جي مرضيءَ موجب هئي،
تنهنڪري اسان جي طرفان اوهان کي ڪنهن به قسم جو نقصان نه پهتو.
⑩ چالاءِجو اهڙو غم جيڪو خدا جي مرضيءَ موجب آهي سو توبهه پيدا ٿو
ڪري. اهڙي توبهه جنهن جو نتيجو ڇوٽڪارو آهي، تنهن ۾ ڪو به پڇتاءُ
نه ٿو ٿئي. پر دنياوي غم موت پيدا ٿو ڪري. ⑪ ڏسو، اوهان جي غمگيني
جيڪا خدا جي مرضيءَ موجب هئي، تنهن اوهان ۾ ڪهڙي نه سرگرمي ۽ پاڻ
کي بيڏوهي ثابت ڪرڻ لاءِ شوق پيدا ڪيو. ڪهڙي نه رنجش، ڪهڙو نه
خوف، ڪهڙي نه سڪ ۽ ڪهڙو نه شوق پيدا ڪيو ۽ اوهين ڪهڙيءَ طرح
بدڪار کي سيکت ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويا. اوهان هر طرح سان ثابت ڪري
ڏيکاريو ته اوهين هن معاملي ۾ بيڏوهي آهيو.
⑫ جيتوڻيڪ مون اوهان ڏانهن لکيو هو، سو نه ته انهيءَ لاءِ جنهن ڏوهه
ڪيو ۽ نڪي ان لاءِ جنهن جو ڏوهه ڪيائين. پر لکڻ جو مقصد هو ته
اوهان کي جيڪا اسان لاءِ ڳڻتي آهي سا خدا جي اڳيان اوهان تي ظاهر
ٿئي. ⑬ تنهنڪري اسان کي تسلي ملي آهي.
انهيءَ تسليءَ کان سواءِ اسان کي طيطس جي خوشيءَ جي ڪري به نهايت
گهڻي خوشي ٿي. ڇالاءِجو اوهان سڀني جي مدد سان هن جي دل کي
سڪون مليو آهي. ⑭ پر جيڪڏهن مون هن جي اڳيان اوهان جي بابت ڪو
فخر ظاهر ڪيو هو ته آءٌ شرمندو نه ٿيو هوس. ڇالاءِجو جيئن اسان اوهان کي
سڀ ڳالهيون سچائيءَ سان چيون آهن، تيئن جيڪو فخر مون طيطس جي
اڳيان ڪيو هو سو به سچو ثابت ٿيو. ⑮ جڏهن هن کي اوهان سڀني جي
فرمانبرداري ياد ٿي اچي ته ڪهڙيءَ طرح ادب ۽ تابعداري ڪندي اوهان هن
سان گڏيا هئا، تڏهن سندس دلي محبت اوهان لاءِ گهڻي وڌي ٿي وڃي. ⑯ آءٌ
خوش آهيان، ڇالاءِجو هر ڳالهه ۾ مون کي اوهان جي طرفان خاطري آهي.

## سخاوت ڪرڻ

٨ ① هاڻي اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اسين اوهان کي خدا جي انهيءَ فضل بابت
ٻڌايون ٿا، جيڪو مڪدونيا جي ڪليسيائن تي ٿيو آهي. ② مصيبت

١:٨-١٤ رو ٢٦:١٥

جي وڏي آزمائش ۾ انهن جي خوشي وڏي ويئي ۽ بيحد غريب هوندي به
سندن سخاوت جي دولت گهڻي وڏي ويئي. ③ آءٌ شاهدي ٿو ڏيان ته انهن
پنهنجي حيثيت آهر بلڪ پنهنجي حيثيت کان به وڌيڪ ڏنو ۽ پاڻمرادو ڏنو.
④ هنن اسان کي ڏاڍي منت ۽ زاريءَ سان عرض ڪيو ته ڪين هي موقعو ڏنو
وڃي ته جيئن هو يهوديه جي ايمان وارن لاءِ خدمت ۾ شريڪ ٿي سگهن.
⑤ انهن نه رڳو اسان جي اميد آهر ڏنو، پر پهريائين پنهنجو پاڻ خداوند کي
ڏنائون ۽ پوءِ خدا جي مرضيءَ موجب اسان کي به ڏنائون. ⑥ تنهنڪري
اسان طيطس کي هدايت ڪئي ته جيئن هن پهريائين اهو سخا جو ڪم
شروع ڪيو هو، تيئن اوهان ۾ پورو به ڪري. ⑦ پر جيئن اوهان هر ڳالهه
۾ يعني ايمان آڻڻ ۽ ڪلام ڪرڻ ۾، علم ۽ هر طرح جي سرگرميءَ ۾ ۽
انهيءَ محبت ۾ جيڪا اسان سان رکو ٿا وڌندا ٿا وڃو، تيئن هن سخاوت
جي ڪم ۾ به وڌندا وڃو.

⑧ آءٌ اوهان کي حڪم ڏيندي ائين نه ٿو چوان، پر انهيءَ لاءِ چوان ٿو
ته ٻين جي سرگرميءَ سان اوهان جي محبت جي سچائيءَ کي به آزمايان.
⑨ ڇالاءِجو اوهين اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح جي فضل کي ڄاڻو ٿا.
جيتوڻيڪ هو دولتمند هو تڏهن به اوهان جي خاطر غريب ٿي ويو ته جيئن
اوهين سندس غريبيءَ جي ڪري دولتمند ٿي وڃو.

⑩ انهيءَ ڳالهه بابت آءٌ پنهنجي راءِ ٿو ڏيان، جيڪا اوهان جي لاءِ
فائدي واري آهي. اوهين گذريل سال نه رڳو انهيءَ ڪم شروع ڪرڻ
۾، پر ارادي ڪرڻ ۾ به پهريان هئا. ⑪ تنهنڪري هاڻي انهيءَ ڪم کي
پورو ڪريو، ڇالاءِجو جيئن اوهان شوق سان ارادو ڪيو هو تيئن پنهنجي
طاقت آهر انهيءَ کي پورو به ڪريو. ⑫ ڇالاءِجو جيڪڏهن ڏيڻ جي
نيت هوندي ته پوءِ جيڪي ڪجهه به ڪنهن ماڻهوءَ وٽ هوندو تنهن
موجب سندس نذرانو خدا قبول ڪندو، نه انهيءَ موجب جيڪي وٽس
نه آهي.

⑬ آءٌ ائين نه ٿو چاهيان ته ٻين کي آرام ملي ۽ اوهان کي تڪليف ملي،
پر هڪجهڙائي هجي. ⑭ هن وقت جيڪا اوهان وٽ گهڻائي آهي سا هنن
جي گهرج پوري ڪري، ته جيئن هنن وٽ جيڪا گهڻائي ٿئي سا اوهان

جي ڪمي پوري ڪري. اهڙيءَ طرح هڪجهڙائي ٿي ويندي. (١٥) جيئن
پاڪ ڪلام ۾ لکيل آهي ته

”جنهن گهڻو گڏ ڪيو،
تنهن وٽ وڌيڪ نه بچيو،
۽ جنهن ٿورو گڏ ڪيو،
تنهن وٽ گهٽتائي ڪانه ٿي.“

## طيطس ۽ ان جا ساٿي

(١٦) خدا جو شڪر آهي، جيڪو طيطس جي دل ۾ اوهان لاءِ مون
جهڙي سرگرمي پيدا ڪري ٿو. (١٧) ڇالاءِجو هن نه رڳو اسان جي هدايت
کي مڃيو پر ڏاڍي سرگرميءَ ۽ پنهنجي خوشيءَ سان اوهان ڏانهن اچي رهيو
آهي. (١٨) هن سان گڏ اسان انهيءَ ڀاءُ کي به موڪليون ٿا، جنهن جي تعريف
خوشخبري ڦهلائڻ جي ڪري سڀني ڪليسيائن ۾ ٿيندي آهي. (١٩) نه رڳو
ايترو پر ڪيس ڪليسيائن هن نذراني کي پهچائڻ جي لاءِ اسان سان گڏ
سفر ڪرڻ واسطي مقرر ڪيو هو. اسين هيءَ خدمت انهيءَ لاءِ ٿا ڪريون
ته جيئن انهيءَ منجهان اسان جو شوق ظاهر ٿئي ۽ خدا جي واکاڻ ٿئي.
(٢٠) اسين اها خبرداري ٿا ڪريون ته متان اسان کي انهيءَ وڏيءَ بخشش جي
خدمت جي باري ۾ ڪو به ماڻهو الزام ڏئي. (٢١) ڇالاءِجو اسان جو مقصد
هي آهي ته اسين اهي ڳالهيون ڪريون، جيڪي نه رڳو خداوند جي نظر
۾ پر ماڻهن جي نظر ۾ به چڱيون هجن.

(٢٢) اسين انهن سان گڏ پنهنجي هڪڙي ٻئي ڀاءُ کي موڪليون ٿا.
هن کي ڪيترائي ڀيرا اسان گهڻين ڳالهين ۾ آزمائي سرگرم ڏٺو آهي.
هاڻي ته هو وڌيڪ سرگرم آهي، ڇاڪاڻ‌ته ڪيس اوهان تي وڏو ڀروسو
آهي. (٢٣) طيطس جي باري ۾ هي آهي ته هو منهنجو شريڪ ۽ اوهان
جي خدمت ڪرڻ ۾ مون سان گڏ آهي. اسان جي ٻين ڀائرن جي
باري ۾ هي آهي ته اهي ڪليسيائن جا نمائندا آهن ۽ مسيح جي واکاڻ
جو سبب آهن. (٢٤) تنهنڪري اوهين پنهنجي محبت ۽ اوهان تي اسان

<u>١٥:٨</u> خر ١٦:١٨ <u>٢١:٨</u> مثل ٣:٤

ڪي جيڪو فخر آهي سو ڪليسيائن جي آڏو انهن کي ثابت ڪري ڏيکاريو.

## ايمان وارن لاءِ امداد

٩ ① ايمان وارن لاءِ جيڪا خدمت ڪجي ٿي، تنهن بابت مون کي
اوهان ڏانهن لکڻ جي ڪابه ضرورت نه آهي. ② ڇالاءِجو مون کي
خبر آهي ته اوهين مدد ڪرڻ لاءِ شوق رکو ٿا. جنهن جي ڪري آءٌ مڪدونيا
پرڳڻي جي ماڻهن اڳيان اوهان تي فخر ٿو ڪريان ته اوهين اخيا پرڳڻي جا
ماڻهو گذريل سال کان مدد ڪرڻ لاءِ تيار آهيو. اوهان جي سرگرميءَ انهن
مان گهڻن کي جوش ڏياريو آهي. ③ پر مون پنهنجن ڀائرن کي انهيءَ لاءِ
موڪليو آهي ته جيڪو فخر آءٌ اوهان تي ڪريان ٿو سو هن ڳالهه ۾ خالي
لفظن وانگر ثابت نه ٿئي، بلڪ جيئن مون چيو آهي تيئن اوهين تيار رهجو.
④ ائين نه ٿئي جو جيڪڏهن مڪدونيا جا ڪي ماڻهو مون سان گڏ اچن
۽ اوهان کي تيار نه ڏسن، ته پوءِ اوهان تي ڪيل اعتبار جي ڪري نه رڳو
اسان کي پر اوهان کي به شرمندو ٿيڻو پوي. ⑤ تنهنڪري مون ڀائرن کي اهو
تاڪيد ڪرڻ ضروري سمجهيو ته هو اڳواٽ اوهان وٽ اچن ۽ جنهن نذراني
جو اوهان انجام ڪيو آهي، سو ڀريائين تيار ڪري رکن، ته جيئن اهو زور
زبردستيءَ سان گڏ ڪيل نه، پر بخشش وانگر معلوم ٿئي.
⑥ ياد رکو ته جيڪو ٿورو ٻج ٿو پوکي سو لڻندو به ٿورو ۽ جيڪو گهڻو ٿو
پوکي سو لڻندو به گهڻو. ⑦ جيئن هر ڪنهن ماڻهوءَ دل ۾ جيترو ڏيڻ جو ارادو
ڪيو آهي تيئن اوترو ئي ڏئي، نه ڪُرڪي ڪنجهي ۽ نڪي لاچاريءَ سان،
ڇوته خدا خوشيءَ سان ڏيڻ واري کي پيار ٿو ڪري. ⑧ خدا اوهان تي هر طرح
جو فضل وڌائي سگهي ٿو، ته جيئن هر شيءِ اوهان وٽ هر وقت ۽ هر حالت ۾
اوهان جي ضرورت کان گهڻي هجي ۽ اوهين هر نيڪ ڪم ۾ وڌندا وڃو.
⑨ جيئن پاڪ لکت ۾ آهي ته

"هن ڪثرت سان ورهايو آهي،
هن غريبن کي ڏنو آهي،

---

٩:٩ زبر ١١٢:٩

هن جي سخاوت هميشه تائين
قائم رهندي.“

(١٠) خدا، جيڪو پوکيندڙ کي ٻج ۽ کائڻ لاءِ ماني ٿو ڏئي، سو اوهان کي
ٻه پوکڻ لاءِ ٻج ڏيندو ۽ تنهن کي وڌائيندو. اهو ئي اوهان جي سخاوت جو
ڦل ٻه وڌائيندو. (١١) اوهين هر شيءِ ۾ آسودگي ڏسي هر طرح جي سخاوت
ڪندا، جيڪا اسان جي معرفت خدا جي شڪرگذاريءَ جو سبب هوندي.
(١٢) ڇالاءِجو هن خدمت انجام ڏيڻ سان نه رڳو ايمان وارن جون گهرجون
پوريون ٿين ٿيون، بلڪ اها گهڻن ماڻهن جي طرفان خدا جي شڪرگذارين
جي ڪري گهڻي وڌي ٻه وڃي ٿي. (١٣) انهيءَ خدمت مان ماڻهن کي اهو ثبوت
ملندو، ته ڪيئن نه اوهين مسيح جي خوشخبريءَ جو اقرار ڪندي تابعداري
ڪري ٿا ڏيکاريو. اهي انهيءَ ڪري خدا جي تعريف ڪندا ۽ انهيءَ ڪري
ٻه ته اوهين هنن جي بلڪ سڀني ماڻهن جي مدد ڪرڻ ۾ سخاوت سان
شريڪ ٿيو ٿا. (١٤) هو اوهان لاءِ ڏاڍي محبت سان دعا ٿا گهرن، ڇاڪاڻ ته
خدا جو اوهان تي تمام گهڻو فضل آهي. (١٥) خدا جو شڪر آهي، سندس
انهيءَ بخشش لاءِ جيڪا بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي.

## پولس جو پاڻ لاءِ بچاءُ

١٠ (١) هاڻي آءٌ پولس، جيڪو اوهان جي روبرو نِوڙت وارو آهيان پر
اوهان جي پريٺ اوهان جي واسطي وڏيءَ همت وارو آهيان، سو
مسيح جي نهٺائيءَ ۽ نرميءَ جو واسطو وجهي اوهان کي منٿ ٿو ڪريان.
(٢) هائو، آءٌ اوهان کي منٿ ٿو ڪريان ته جڏهن اوهان وٽ اچان تڏهن مون
کي دليري ڏيکارڻ لاءِ زور نه ڀرجو. ڇالاءِجو مون کي يقين آهي ته ڪن
اهڙن ماڻهن کي آءٌ دليري ٻه ڏيکاري سگهان ٿو، جيڪي سمجهن ٿا ته
اسين دنياوي نيت سان زندگي ٿا گذاريون. (٣) جيتوڻيڪ اسين دنيا ۾ رهون
ٿا، تنهن هوندي ٻه دنياوي نيت سان نه ٿا وڙهون. (٤) ڇالاءِجو اسان جي
لڙائيءَ جا هٿيار دنياوي نه آهن پر خدائي طاقت وارا آهن، جيڪي مضبوط
قلعن کي ٻه ڊاهيو وجهن. (٥) اسين اجاين دليلن ۽ هر ان وڏي رڪاوٽ

١٠:٩ يس ٥٥:١٠

ڪي ڊاهيون ٿا، جيڪا خدا جي سڃاڻپ جي برخلاف اڀري ٿي. اسين هر
هڪ خيال کي قيد ڪري مسيح جو فرمانبردار ٿا بڻايون. ⑥ اسين تيار ٿا
رهون ته جڏهن اوهان جي فرمانبرداري مڪمل ٿئي، تڏهن هر طرح جي
نافرماني ڪندڙ کي سزا ڏيون.

⑦ اوهين رڳو انهن شين تي نظر ڪريو ٿا جيڪي اوهان جي اکين اڳيان
آهن. جيڪڏهن ڪنهن کي اهو يقين آهي ته هو مسيح جو آهي، ته انهيءَ
کي وري دل ۾ اهو به سوچڻ گهرجي ته جهڙيءَ طرح هو پاڻ مسيح جو
آهي، تهڙيءَ طرح اسين به آهيون. ⑧ ڇالاءِجو جيڪڏهن آءٌ ڪٿي انهيءَ
اختيار تي گهڻو فخر ڪريان، جيڪو خداوند اسان کي اوهان جي روحاني
واڌاري لاءِ ڏنو آهي، نه ڊاهي ڇڏڻ لاءِ، تڏهن به آءٌ شرمندو ڪين ٿيندس.
⑨ هي آءٌ انهيءَ لاءِ ٿو چوان ته متان اوهين سمجهو ته آءٌ اوهان کي پنهنجن
خطن ذريعي ڊيڄاريان ٿو. ⑩ ڇالاءِجو ڪو چوي ٿو ته ”پولس جا خط
بيشڪ اثر وارا ۽ زبردست آهن، پر جڏهن پاڻ حاضر ٿو ٿئي ته هن ۾ رعب
تاب ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي ۽ تقرير ڪين جهڙي اٿس.“ ⑪ اهڙي ماڻهوءَ کي
سمجهڻ گهرجي ته جهڙو پريٺ خطن ۾ اسان جو ڪلام آهي اهڙو ئي
روبرو اسان جو ڪم به هوندو.

⑫ ڇالاءِجو اسان کي اها جرئت ڪانهي جو پاڻ کي انهن ڪجهه ماڻهن
۾ شمار ڪريون يا انهن سان ڀيٽيون جيڪي پنهنجي تعريف پاڻ ٿا ڪن.
پر اهي پنهنجو پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي آزمائي ۽ پاڻ سان ڀيٽ ڪري نادان ٿا
ٿين. ⑬ مگر اسين حد کان وڌيڪ فخر نه ڪنداسين، پر خدمت جي باري
۾ اسان جو فخر انهيءَ حد جي اندر هوندو جيڪا خدا اسان لاءِ مقرر ڪئي
آهي ۽ اوهين به ان ۾ شامل آهيو. ⑭ ڇالاءِجو اسين اوهان تي حد کان وڌيڪ
فخر نه ٿا ڪريون، جهڙيءَ طرح اوهان تائين نه پهچڻ جي حالت ۾ ٿئي
ها، پر اسان ته مسيح جي خوشخبري ڏيندي اوهان تائين پهريائين پهچي ويا
هئاسين. ⑮ اسين ٻين جي محنت تي حد کان وڌيڪ فخر نه ٿا ڪريون،
پر اميد ٿا رکون ته جيئن جيئن اوهان جو ايمان وڌندو ويندو، تيئن تيئن اسان
جو ڪم مقرر ڪيل حد مطابق اوهان ۾ وڌندو ويندو. ⑯ سو اسين اوهان
جي سرحد کان به پري وارن علائقن ۾ خوشخبري پڌائينداسين. ڪنهن ٻئي

جي علائقي ۾ سندس ڪيل ڪم تي فخر نہ ڪنداسين. (١٧) جيئن لکيل آهي
تہ ”جيڪو فخر ڪري سو خداوند تي فخر ڪري.“ (١٨) ڇالاءِجو جيڪو
پنهنجي تعريف پاڻ تو ڪري سو قبول نہ ٿو پويءِ پر اهو قبول پوي ٿو جنهن
جي تعريف خداوند ٿو ڪري.

## پولس ۽ ڪوڙا رسول

١١ (١) ڀلِ اوهين منهنجي ٿورڙي بيوقوفيءَ کي برداشت ڪريو. هاءِ
ضرور برداشت ڪريو. (٢) مون کي اوهان لاءِ خدائي غيرت وانگر
غيرت آهي. انهيءَ ڪري ئي مون اوهان کي هڪڙي مڙسءِ يعني مسيح
سان مڱايوءِ تہ جيئن اوهان کي پاڪدامن ڪنواريءَ وانگر هن وٽ حاضر
ڪريان. (٣) پر مون کي اهو ڊپ آهي تہ جيئن نانگ پنهنجي مڪاريءَ سان
حوا کي برغلايوءِ تيئن متان ڪنهن نموني اوهان جون دليون بہ انهيءَ سادگيءَ
۽ پاڪائيءَ کان بگڙي وڃن جيڪي مسيح لاءِ هئڻ گهرجن. (٤) جيڪڏهن
ڪو اوهان وٽ اچي ڪنهن ٻئي عيسيٰ جي منادي ٿو ڪري جنهن جي
اسان نہ ڪئيءِ يا جيڪڏهن ڪو ٻيو روح اوهان کي ملي ٿو جيڪو مليل
پاڪ روح کان مختلف آهيءِ يا ٻي ڪا خوشخبري ٿي ملي جيڪا اوهان
قبول نہ ڪئي هئيءِ تہ پوءِ اهو چڱو ٿا ڪريو ڇا جو انهيءَ کي برداشت
ٿا ڪريو؟ (٥) ڇالاءِجو جن رسولن کي اوهين تمام وڏو ٿا ڄاڻوءِ آءٌ پاڻ کي
تن کان ذرو بہ گهٽ نہ ٿو سمجهان. (٦) پر جيڪڏهن آءٌ تقرير ۾ بيهنر
آهيان تہ بہ علم ۾ اهڙو نہ آهيان. اها ڳالهہ اسان هر وقت ۽ هر حالت ۾
اوهان جي اڳيان ظاهر ڪري ڇڏي آهي.

(٧) مون اوهان کي خدا جي خوشخبري مفت ۾ ٻڌائي ۽ پنهنجو پاڻ
کي هيٺ ڪيو تہ جيئن اوهين مٿي ٿيو. ڇا اهو ئي منهنجو گناهہ آهي؟
(٨) مون ٻين ڪليسيائن کي ڄڻ تہ ڦريوءِ يعني انهن کان اجورو ورتم تہ جيئن
اوهان جي خدمت ڪريان. (٩) جڏهن آءٌ اوهان وٽ هوس ۽ محتاج ٿي پيس
تڏهن بہ آءٌ ڪنهن تي بار ڪين ٿيس. ڇالاءِجو مڪدونيا مان ايمان وارن
اچي منهنجون سڀ گهرجون پوريون ڪيون. مون هر ڳالهہ ۾ اوهان تي

١٠:١٧ يرمياه ٩:٢٤   ١١:٢ پيدائش ٣:١-٥، ١٣   ١١:٩ فلپين ٤:١٥-١٨

بار وجهڻ کان پاڻ کي باز رکيو ۽ آئينده به باز رکندو رهندس. (١٠) مسيح
جي سچائي جيڪا مون ۾ آهي، تنهن موجب چوان ٿو ته اخيا جي سمورن
علائقن ۾ مون کي انهيءَ فخر ڪرڻ کان ڪوبه نه روڪيندو. (١١) آءٌ ائين
ڇو ٿو چوان؟ ڇا انهيءَ لاءِ ته آءٌ اوهان سان پيار نه ٿو ڪريان؟ خدا ڄاڻي
ٿو ته آءٌ اوهان سان پيار ڪريان ٿو.
(١٢) پر جيڪي ڪجهه آءٌ ڪريان ٿو سو ئي ڪندو رهندس، ته جيئن
موقعي جي تاڙ ۾ رهندڙن کي ڪوبه موقعو نه ڏيان جو اهي فخر سان چون
ته اسان جهڙي ئي خدمت ڪن ٿا. (١٣) ڇالاءِجو اهڙا ماڻهو ڪوڙا رسول ۽
دغابازيءَ سان ڪم ڪندڙ آهن. اهي ويس مٽائي پنهنجو پاڻ کي مسيح
جي رسولن جهڙو ٿا بڻائين. (١٤) انهيءَ ۾ ڪوبه عجب ڪونهي، ڇالاءِجو
شيطان به ويس مٽائي پنهنجو پاڻ کي هڪ نوراني ملائڪ جهڙو بڻائي ٿو.
(١٥) تنهنڪري جيڪڏهن شيطان جا خادم به پنهنجو ويس مٽائي پاڻ کي
سچائيءَ جي خادمن جهڙو ٿا بڻائين ته ڪو عجب ڪونهي. پر انهن جي
پڇاڙي سندن ڪمن جهڙي ٿيندي.

## پولس جا ڏک ڏاکڙا

(١٦) آءٌ وري به ٿو چوان ته مون کي ڪوبه بيوقوف نه سمجهي. پر
جيڪڏهن اوهين ائين سمجهو ٿا ته مون کي بيوقوف ئي سمجهي قبول
ڪريو، ته جيئن آءٌ به ٿورو فخر ته ڪريان. (١٧) جيڪي ڪجهه آءٌ هاڻي
چوان ٿو سو خداوند جي طرفان نه، بلڪ ڄڻ ته هڪ بيوقوف وانگر پنهنجو
پاڻ تي فخر ڪري چوان ٿو. (١٨) جڏهن ته ٻيا گهڻا ئي ماڻهو جسماني
طور فخر ڪن ٿا، تڏهن آءٌ به فخر ڪندس. (١٩) ڇالاءِجو اوهين پاڻ ايترا
ڏاها هوندي به خوشيءَ سان بيوقوفن جون ڳالهيون برداشت ڪريو ٿا.
(٢٠) هن ڪري جو جيڪڏهن ڪو اوهان کي غلام ٿو بڻائي، يا اوهان
کان غير واجبي فائدو ٿو وٺي، يا اوهان کي دوکو ٿو ڏئي، يا پنهنجي
وڏائي ٿو ڪري يا اوهان جي منهن تي چماٽ ٿو هڻي ته اوهين برداشت
ٿا ڪريو. (٢١) آءٌ شرمندگيءَ سان چوان ٿو ته ڄڻ ته اسين ائين ڪرڻ ۾
ڪمزور هئاسين.

پر جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن ڳالهه تي فخر ڪرڻ ۾ دلير آهي ته آءٌ
بي‌وقوفيءَ سان ٿي چوان ٿو ته آءٌ به دلير آهيان. ㉒ ڇا هو عبراني آهن؟ آءٌ به
آهيان. ڇا هو بني اسرائيل آهن؟ آءٌ به آهيان. ڇا هو ابراهيم جي نسل مان
آهن؟ آءٌ به آهيان. ㉓ ڇا هو مسيح جا خادم آهن؟ آءٌ ديواني وانگر ڳالهايان
ٿو ته آءٌ انهن کان بهتر خادم آهيان. مون انهن کان وڌيڪ سخت محنت
ڪئي آهي. آءٌ انهن کان ڪيترائي دفعا وڌيڪ قيد ۾ رهيو آهيان. مون انهن
کان وڌيڪ ڇهبڪ کاڌا آهن. آءٌ گهڻا ئي دفعا موت جي منهن ۾ ويو آهيان.
㉔ مون يهودين جي هٿان پنج دفعا اوڻيتاليهه اوڻيتاليهه ڇهبڪ کاڌا. ㉕ ٽي
دفعا مون کي لڪڻن سان مار مليءَ، هڪ دفعو پٿر هنيا وياءِ، ٽي دفعا سامونڊي
جهاز ٻڏڻ جي مصيبت ۾ ڦاٿس ۽ هڪ رات ۽ هڪ ڏينهن وچ سمنڊ ۾
گذاريم. ㉖ آءٌ گهڻا ئي دفعا مسافري ڪندي خطرن ۾ رهيو آهيان، يعني
دريائن جي خطرن ۾، ڌاڙيلن جي خطرن ۾، پنهنجي قوم جي خطرن ۾،
غير قومن جي خطرن ۾، شهر جي خطرن ۾، بيابان جي خطرن ۾، سمنڊ
جي خطرن ۾ ۽ ڪوڙن ڀائرن جي خطرن ۾. ㉗ مون محنت ۽ مشقت ڪئي
آهيءَ، اڪثر اوجاڳا ڪاٽيا آهنءَ، بک ۽ اُڃ ۾ اڪثر فاقن ۾ گذاريو آهي ۽
سرديءَ ۽ اگهاڙپ ۾ رهيو آهيان. ㉘ ٻين ڳالهين کان سواءِ هيءَ ڳالهه هرروز
مون تي بار وانگر ٿي رهيءَ، يعني سڀني ڪليسيائن جي ڳڻتي. ㉙ ڪنهن کي
ڪمزور ڏسي آءٌ ڪمزوري محسوس نه ٿو ڪريان ڇا؟ جڏهن ڪو گمراهه
ٿو ٿئي ته ڇا منهنجي دل نه ٿي جلي؟

㉚ جيڪڏهن مون کي فخر ڪرڻو پيو ته آءٌ انهن ڳالهين تي فخر ڪندسءَ
جيڪي منهنجي ڪمزوري ظاهر ڪن ٿيون. ㉛ خداوند عيسيٰ جو خدا
۽ پيءُ، جنهن جي هميشه تائين واکاڻ هجيءَ، ڄاڻي ٿو ته آءٌ ڪوڙ نه ٿو
ڳالهايان. ㉜ دمشق جي گورنرءَ جيڪو اريتاس بادشاهه جي هٿ هيٺ هوءَ
تنهن مون کي گرفتار ڪرائڻ لاءِ دمشقين جي شهر تي پهرو بيهاري ڇڏيو
هو. ㉝ پر آءٌ هڪڙي دريءَ مان ٽوڪري جي ذريعي پٽ تان هيٺ لاٿو ويس
۽ هن جي هٿان بچي نڪتس.

---

۲۲:۱۱ رس ۱۶:۲۳ ۲۴:۱۱ شر ۲۵:۳ ۲۵:۱۱ رس ۱۶:۲۲، ۱۴:۱۹
۲۶:۱۱ رس ۹:۲۳، ۱۴:۱۵ ۱۱:۳۲-۳۳ رس ۹:۲۳-۲۵

## پولس جا مڪاشفا ۽ رويائون

١٢ (١) مون کي فخر ڪرڻو تو پوي، جيتوڻيڪ انهيءَ مان ڪو به فائدو
ڪونهي. سو جيڪي رويائون ۽ مڪاشفا مون کي خداوند کان
عنايت ٿيا آهن، هاڻي آءٌ تن جو ذڪر ڪندس. (٢) آءٌ مسيح سان گڏجي
هڪ ٿيل هڪڙي شخص کي ڄاڻان ٿو، جيڪو چوڏهن سال اڳي اوچتو
ٽئين آسمان تي کنيو ويو. مون کي خبر نه آهي ته بدن سميت يا بدن
کان سواءِ کنيو ويو. اهو خدا ئي ڄاڻي ٿو. (٣) آءٌ اهو به ڄاڻان ٿو ته اهو
ماڻهو اوچتو بهشت تائين کنيو ويو. مون کي خبر ناهي ته بدن سميت
يا بدن کان سواءِ. اهو خدا ڄاڻي ٿو. (٤) اتي هن اهڙيون ڳالهيون ٻڌيون
جيڪي بيان ڪرڻ جون نه آهن ۽ جن جو چوڻ ماڻهوءَ کي جائز نه آهي.
(٥) اهڙي شخص تي ته آءٌ فخر ڪندس، پر سواءِ پنهنجين ڪمزورين جي
آءٌ پنهنجو پاڻ تي فخر نه ڪندس. (٦) پر جيڪڏهن آءٌ فخر ڪرڻ گهران
به، ته بي‌وقوف نه ٿيندس، ڇالاءِجو آءٌ سچ ڳالهايان ٿو. تڏهن به آءٌ پاڻ
کي روڪيان ٿو ته متان ڪو ماڻهو جهڙو مون کي ڏسي ٿو يا ٻڌي ٿو
تنهن کان وڌيڪ سمجهي.
(٧) مڪاشفن جي نهايت گهڻائيءَ ڪري متان آءٌ ڦونڊجي وڃان،
تنهنڪري منهنجي بدن ۾ هڪ ڪنڊو هنيو ويو، يعني شيطان جو
قاصد، جيڪو مون کي تنگ ڪري ته جيئن آءٌ ڦونڊجي نه وڃان.
(٨) هن بابت مون ٽي دفعا خداوند کي منٿ ڪئي ته اهو مون کان
پري ڪيو وڃي. (٩) پر هن مون کي چيو ته ”منهنجو فضل تنهنجي لاءِ
ڪافي آهي، ڇالاءِجو منهنجي قدرت ڪمزوريءَ ۾ مڪمل ٿي ٿئي.“
تنهنڪري آءٌ وڏي خوشيءَ سان پنهنجين ڪمزورين تي فخر ڪندس، ته
جيئن مسيح جي قدرت منهنجي مٿان ڇانيل رهي. (١٠) سو آءٌ مسيح جي
خاطر ڪمزورين ۾، بي‌عزتين ۾، گهُرجن ۾، مشڪلاتن ۾ ۽ ستائجڻ ۾
خوش ٿو رهان. ڇالاءِجو جڏهن آءٌ ڪمزور هوندو آهيان تڏهن آءٌ طاقتور
هوندو آهيان.

## ڪرنٿين لاءِ پولس جي ڳڻتي

١١ آءٌ بي وقوف تہ برابر ٿيو آهيان، پر انهيءَ لاءِ اوهان ئي مون کي مجبور ڪيو
آهي. ڇالاءِجو اوهان کي منهنجي تعريف ڪرڻ گهربي هئي. جيتوڻيڪ
آءٌ ڪي ڪين آهيان، تڏهن بہ اوهان جي تمام وڏن رسولن کان ڪنهن
بہ ڳالهہ ۾ گهٽ نہ آهيان. ١٢ حقيقت ۾ مون رسول هئڻ جون علامتون
وڏي صبر سان نشانين، عجيب ڪمن ۽ معجزن سان اوهان تي ظاهر
ڪيون. ١٣ ڪهڙيءَ ڳالهہ ۾ اوهان ٻين ڪليسيائن کان گهٽ ٿيا، سواءِ
هن جي تہ آءٌ اوهان تي بار نہ ٿيس؟ جي اها غلطي سمجهو ٿا تہ مون
کي معافي ڏجو.
١٤ هاڻي آءٌ ٽيون دفعو اوهان وٽ اچڻ لاءِ تيار آهيان ۽ اوهان تي بار نہ
ٿيندس. ڇالاءِجو مون کي اوهان جي مال جي نہ بلڪ اوهان جي ضرورت
آهي. هن ڪري جو ٻارن کي ماءُپيءُ جي لاءِ نہ بلڪ ماءُپيءُ کي ٻارن جي
لاءِ گڏ ڪري رکڻ گهرجي. ١٥ تنهنڪري آءٌ اوهان جي روحاني فائدي
لاءِ ڏاڍي خوشيءَ سان سڀ ڪجهہ خرچ ڪندس، بلڪ پاڻ بہ خرچ ٿي
ويندس. جڏهن تہ آءٌ اوهان کي گهڻو پيار ڪريان ٿو، تہ پوءِ اوهين ڪو
مون کي گهٽ پيار ڪندا ڇا؟
١٦ اوهين قبول ڪندا تہ مون پاڻ اوهان تي بار نہ وڌو، تنهن هوندي بہ
متان ڪو ائين چوي تہ مون چالاڪي ڪري اوهان کي ٺڳيءَ سان ڦاسايو.
١٧ ڇا مون پنهنجن موڪليل ماڻهن مان ڪنهن جي بہ وسيلي اوهان کان
ڪو ناجائز فائدو ورتو ڇا؟ ١٨ مون طيطس کي اوهان ڏانهن اچڻ لاءِ منٿ
ڪئي ۽ ساڻس گڏ ٻيو ڀاءُ بہ موڪليم. پوءِ طيطس اوهان مان ڪو ناجائز
فائدو ورتو ڇا؟ اسان ٻنهي ساڳيءَ ئي نيت سان ڪم نہ ڪيو ڇا؟ اسين
ٻئي ساڳئي ئي پير تي نہ هلياسين ڇا؟
١٩ اوهين اجا تائين شايد ائين سمجهندا هوندا تہ اسين اوهان جي اڳيان
پنهنجو بچاءُ ڪري رهيا آهيون. پر اسين خدا کي حاضرناظر ڄاڻي مسيح
سان گڏجي هڪ ٿي ڪري ڳالهايون ٿا. اي عزيزو! هي سڀ ڪجهہ اوهان
جي سڌاري لاءِ آهي. ٢٠ ڇالاءِجو آءٌ ڊڄان ٿو تہ متان اتي اچان ۽ جيئن

آءٌ چاهيان ٿو تيئن اوهان کي نہ ڏسان ۽ جيئن اوهين نہ ٿا چاهيو تيئن مون
کي ڏسو. مون کي ڊپ آهي تہ متان اوهان ۾ جهيڙا جهڳڙا، حسد، ڪاوڙ،
تفرقا، گلائون، غيبتون، هٺ ۽ فساد ٿين. ⑳آءٌ ڊڄان ٿو تہ جڏهن آءٌ وري
اوهان وٽ اچان تہ متان منهنجو خدا مون کي اوهان جي اڳيان شرمندو
ڪري. متان مون کي اهڙن گهڻن ماڻهن جي ڪري افسوس ڪرڻو پوي
جن هيستائين ناپاڪيءَ، زناڪاريءَ ۽ فحاشيءَ وارا ڪم ڪري گناهہ پئي ڪيا
آهن ۽ انهن کان توبهہ نہ ڪئي اٿن.

## آخري تاڪيد

١٣ ①هي ٽيون دفعو آهي جو آءٌ اوهان ڏانهن پيو اچان. ٻن يا ٽن
شاهدن جي واتان سڀڪا ڳالهہ ضرور ثابت ٿي پوندي، جيئن
توريت ۾ لکيل آهي. ②جڏهن آءٌ اوهان وٽ اڳئين دفعي موجود هوس،
تڏهن اوهان کي ان وقت ئي تاڪيد ڪيو هوم. هاڻي آءٌ غيرحاضريءَ ۾ بہ
انهن ماڻهن کي، جن هيستائين گناهہ پئي ڪيا آهن ۽ اهڙن ٻين سڀني کي
ٻيهر تاڪيد ٿو ڪريان تہ جڏهن آءٌ وري ايندس تڏهن ڪنهن کي بہ نہ
ڇڏيندس. ③انهيءَ مان اوهان کي پنهنجي گهربل ثابتي ملندي تہ مسيح
منهنجي معرفت ڳالهائي ٿو. هو اوهان سان واسطي رکڻ ۾ ڪمزور نہ آهي،
پر اوهان ۾ زورآور آهي. ④جيتوڻيڪ هو ڪمزوريءَ جي ڪري صليب تي
چاڙهيو ويو، تڏهن بہ خدا جي قدرت سان جيئرو آهي. اهڙيءَ طرح اسين بہ
مسيح سان گڏجي هڪ هئڻ ڪري ڪمزور آهيون، پر خدا جي قدرت سان
اوهان جي خدمت لاءِ ساڻس گڏ جيئنداسين.

⑤اوهين پاڻ کي جاچي ڏسو تہ ايمان تي آهيو يا نہ ۽ پاڻ کي آزمايو. ڇا
اوهين پاڻ بابت هي نہ ٿا ڄاڻو تہ عيسيٰ مسيح اوهان ۾ آهي؟ جيڪڏهن نہ،
تہ اوهين آزمائش ۾ بلڪل ناڪام آهيو. ⑥پر مون کي اميد آهي تہ اوهان کي
خبر پوندي تہ اسين ناڪام نہ آهيون. ⑦هاڻي اسين خدا کان دعا ٿا گهرون
تہ اوهين ڪا بڇڙائي نہ ڪريو. انهيءَ لاءِ نہ، تہ اسين ڪامياب ڏسڻ ۾ اچون،
پر انهيءَ لاءِ تہ اوهين اهو ئي ڪريو جيڪو چڱو هجي، توڙي اسين ناڪام

١:١٣ شر ١٧:٦، ١٥:١٩

ئي سمجهيا وڃون. ⑧ڇالاءِجو اسين سچائيءَ جي خلاف ڪجهہ بہ نہ ٿا
ڪري سگهون، پر رڳو هن جي حق ۾ ئي ڪري ٿا سگهون. ⑨جڏهن
اسين ڪمزور آهيون ۽ اوهين زورآوار آهيو تڏهن اسين خوش ٿا ٿيون. اسين اها
بہ دعا ٿا گهرون تہ اوهان ۾ مڪمل سڌارو اچي. ⑩آءٌ پنهنجي غيرحاضريءَ
۾ هي ڳالهيون لکان ٿو تہ جڏهن اوهان وٽ اچان تڏهن مون کي اختيار
موجب اوهان تي سختي ڪرڻي نہ پوي. اهو اختيار خداوند مون کي اوهان
جي سڌارڻ لاءِ ڏنو آهي نہ بگاڙڻ جي لاءِ.

## آخري دعا سلام

⑪آخر ۾ اي ڀائرو ۽ ڀينرون! شل خوش هجو. سڌرندا رهو. منهنجي
نصيحت ٻڌو. ايڪي سان رهو. امن ۾ رهو. اهڙيءَ طرح خدا جيڪو پيار
۽ امن وارو آهي سو اوهان سان هوندو.

⑫هڪ ٻئي کي ڀائراڻي پيار سان ملي سلام ڪجو. سڀ ايمان وارا
اوهان کي سلام ٿا ڏين.

⑬شل خداوند عيسيٰ مسيح جو فضل ۽ خدا جو پيار ۽ پاڪ روح جي
صحبت اوهان سڀني سان هجي.

# گلتين

## گلتين ڏانهن پولس رسول جو خط

### تعارف

جيئن ته عيسيٰ مسيح متعلق خوشخبريءَ جي تبليغ شروع ٿي ۽ جيڪي يهودي ڪين هئا تن جي طرفان ان جي آجيان به ڪئي ويئي، تڏهن سوال پيدا ٿيو ته آيا ڪنهن شخص لاءِ هڪ سچو مسيح وارو ٿيڻ واسطي موسيٰ جي شريعت جي پيروي ڪرڻ ضروري آهي يا نه؟ پولس رسول بحث ڪيو آهي ته اهو ضروري نه آهي. هن بحث ڪندي چيو ته حقيقت ۾ مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ واري زندگيءَ لاءِ رڳو ايمان ضروري آهي، جنهن جي وسيلي سڀ خدا ڏانهن سچار ٿين ٿا. پر گلتيا، جيڪو موجوده ايشيا ڪنڊ جي اولاهين حصي ۾ هڪ رومي صوبو هو، اتي جي ڪليسيائن منجهه ڪن ماڻهن اچي پولس رسول جي مخالفت ڪئي ۽ دعويٰ ڪيائون ته خدا ڏانهن سچار ٿيڻ لاءِ حضرت موسيٰ جي شريعت تي هلڻ به ضروري آهي.

گلتين ڏانهن پولس رسول جي لکيل هن خط جو مقصد اهو هو ته اهي ماڻهو، جيڪي انهيءَ ڪُوڙي تعليم سان گمراهه ٿي ويا هئا، تن کي صحيح ايمان ۽ عمل ڏانهن موٽائي آندو وڃي. پولس رسول پنهنجي عيسيٰ مسيح جي رسول سڏجڻ واري حق جو دفاع ڪندي شروعات ڪري ٿو. هو هن ڳالهه تي اسرار ڪري ٿو ته هن جي رسول ٿيڻ جي ڪوٺ خدا طرفان هئي، نه ڪنهن انساني اختياريءَ کان. هو اهو به چوي ٿو ته سندس تبليغ خاص ڪري غير يهودين لاءِ هئي. پوءِ هو پنهنجي بحث کي اڳتي وڌائي ٿو ته رڳو ايمان جي وسيلي ئي ماڻهو خدا ڏانهن سچار ٿين ٿا. اختتامي

بابن ۾ پولس رسول ڏيکاري ٿو ته مسيح تي ايمان آڻيندڙن جو طرزِعمل
فطري طرح محبت مان نڪري هلي ٿو ۽ اها محبت مسيح ۾ ايمان رکڻ
جو ئي نتيجو ٿئي ٿي.

سِٽاءُ


| | |
|---|---|
| تعارف | ۱:۱–۱۰ |
| پولس جي رسول هئڻ جي اختياري | ۱:۱۱–۲:۲۱ |
| خدا جي فضل جي خوشخبري | ۳:۱–۴:۳۱ |
| مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري آزادي ۽ ذميواري | ۵:۱–۶:۱۰ |
| آخري تاڪيد ۽ دعا سلام | ۶:۱۱–۱۸ |


# گلتين

## گلتين ڏانهن پولس رسول جو خط

### سلام

۱ ① هي خط پولس رسول جي طرفان آهي، جو نه ماڻهن جي پاران نڪي
ماڻهن جي وسيلي رسول چونڊيو ويو آهي، پر عيسيٰ مسيح ۽ انهيءَ خدا
پيءُ جي طرفان، جنهن مسيح کي مئلن مان جيئرو ڪري اٿاريو. ② جيڪي
ايمان وارا هتي مون سان گڏ آهن سي سڀ به گلتيا پرڳڻي جي ڪليسيائن
ڏانهن سلام موڪلين ٿا. ③ اوهان تي اسان جي پيءُ خدا ۽ خداوند عيسيٰ
مسيح جي طرفان فضل ۽ سلامتي هجي. ④ مسيح اسان جي گناهن جي
لاءِ پنهنجو پاڻ ڏيئي ڇڏيو ته جيئن هو اسان کي هن هاڻوڪي خراب زماني
مان اسان جي خدا ۽ پيءُ جي مرضيءَ موجب آزاد ڪري. ⑤ انهيءَ خدا جي
واکاڻ هميشه تائين ٿيندي رهي. آمين.

## خوشخبري هڪڙي ئي آهي

⑥ مون کي عجب ٿو لڳي تہ جنهن اوهان کي مسيح جي فضل جي
وسيلي سڏيو، تنهن کان اوهين ايترو جلد ڦري ڪنهن ٻئي قسم جي
خوشخبريءَ ڏانهن ٿا وڃو، ⑦ جا حقيقت ۾ خوشخبري آهي ئي نہ. پر
رڳو ڪي اهڙا ماڻهو آهن جيڪي اوهان کي پريشان ڪرڻ خاطر مسيح
جي خوشخبريءَ کي بگاڙڻ ٿا گهرن. ⑧ پر جيڪڏهن اسين يا آسمان جو
ڪو ملائڪ انهيءَ خوشخبريءَ جي بجاءِ جيڪا اسان اوهان کي ٻڌائي،
ڪا ٻي خوشخبري ٻڌائي تہ انهيءَ تي شل لعنت هجي. ⑨ جيئن اسان
اڳيئي چيو آهي تيئن آءٌ هاڻي وري بہ چوان ٿو تہ جيڪڏهن ڪو ماڻهو
اوهان کي مليل خوشخبريءَ جي بجاءِ ڪا ٻي خوشخبري ٻڌائي ٿو تہ انهيءَ
ماڻهوءَ تي لعنت هجي.

⑩ ڇا آءٌ ائين ڇئي ماڻهن کي راضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان
يا خدا کي؟ ڇا آءٌ ماڻهن کي خوش ڪرڻ ٿو گهران؟ جيڪڏهن هن مهل
تائين ماڻهن کي خوش ڪندو رهان ها تہ جيڪر مسيح جو ٻانهو نہ هجان ها.

## پولس جو رسول بڻجڻ

⑪ اي ڀائرو ۽ ڀينرون! آءٌ اوهان کي کولي ٻڌائڻ ٿو گهران تہ جيڪا
خوشخبري مون اوهان کي ٻڌائي، سا انسان جي طرفان نہ آهي. ⑫ ڇالاءِ تہ
مون کي اها خوشخبري ڪنهن انسان کان نہ ملي آهي، نڪي ڪنهن مون
کي سيکاري آهي. پر اها عيسيٰ مسيح پاڻ مون تي ظاهر ڪئي آهي.

⑬ سو اوهين ٻڌي چڪا آهيو تہ جڏهن آءٌ يهودي مذهب ۾ هوس تہ
منهنجي ڪهڙي هلت چلت هئي. آءٌ خدا جي ڪليسيا کي حد کان وڌيڪ
ستائيندو هوس ۽ ان کي برباد ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هوس. ⑭ آءٌ يهودي
مذهب ۾ رهندي ان وقت پنهنجي قوم جي گهڻن هڪ جيڏن کان وڌيڪ
ترقي ڪري رهيو هوس. آءٌ پنهنجن ابن ڏاڏن جي ريتن رسمن تي نهايت
ئي سرگرميءَ سان هلندو هوس.

---

١٣:١ رس ٨:٣، ٢٢:٤-٥، ٢٦:٩-١١ ١٤:١ رس ٢٢:٣

⑮ پر خدا مون کي ماءُ جي پيٽان ئي مخصوص ڪري پنهنجي فضل
سان سڏيو. سو جڏهن ان جي مرضي ٿي ⑯ ته پنهنجي فرزند کي مون
تي ظاهر ڪري ته جيئن آءٌ غير قومن ۾ مسيح جي خوشخبريءَ جي تبليغ
ڪريان، تڏهن مون ڪنهن انسان کان صلاح نه ورتي. ⑰ نڪي آءٌ يروشلم
۾ انهن وٽ ويس جيڪي مون کان اڳي رسول هئا. پر آءٌ هڪدم عربستان
ڏانهن هليو ويس ۽ پوءِ اتان موٽي دمشق شهر ۾ آيس. ⑱ ٽن سالن کان پوءِ
آءٌ پطرس سان ملڻ لاءِ يروشلم ويس ۽ پندرهن ڏينهن ساڻس گڏ رهيس.
⑲ پر ٻين رسولن مان خداوند جي ڀاءُ يعقوب کان سواءِ مون ڪنهن کي
به ڪونه ڏٺو.
⑳ جيڪي ڳالهيون آءٌ اوهان ڏانهن لکي رهيو آهيان تن بابت خدا کي
حاضر ڄاڻي چوان ٿو ته ڪوڙيون نه آهن.
㉑ تنهن کان پوءِ آءٌ شام ۽ ڪلڪيا جي علائقن ۾ آيس. ㉒ ان وقت
يهوديه جي علائقن ۾ جيڪي مسيحي ڪليسيائون هيون، تن منهنجي
شڪل به نه ڏٺي هئي. ㉓ پر اهي ماڻهو رڳو ايترو ٻڌندا هئا ته ”پولس جيڪو
اڳي اسان کي ستائيندو هو، سو هاڻي انهيءَ عقيدي جي تبليغ ڪري رهيو آهي
جنهن کي هو تباهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو.“ ㉔ سو اهي منهنجي
ڪري خدا جي وڏائي ظاهر ڪندا هئا.

## پولس ۽ ٻيا رسول

٢ ① آخر چوڏهن سالن کان پوءِ آءٌ برنباس سان گڏجي وري يروشلم
ڏانهن ويس ۽ طيطس کي به پاڻ سان گڏ وٺي ويس. ② آءٌ انهيءَ
ڪري اوڏانهن ويس جو خدا مون تي الهام ڪيو ته توکي وڃڻ گهرجي.
مون اڪيلائيءَ ۾ انهن جي اڳيان جيڪي معتبر سمجهيا ويندا هئا، اها
خوشخبري پيش ڪئي جنهن جي آءٌ غير قومن ۾ تبليغ ڪندو آهيان. مون نه
ٿي چاهيو ته منهنجي هاڻوڪي يا اڳوڻي ڊڪ ڊوڙ اجائي ٿئي. ③ جيتوڻيڪ
طيطس، جيڪو مون سان گڏ هو، سو يوناني هو تڏهن به انهن ڪيس طهر

١:١٥-١٦ رس ٩:٣-٦، ٢٢:٦-١٠، ٢٦:١٣-١٨ ١:١٨ رس ٩:٢٦-٣٠
٢:١ رس ١١:٣٠، ١٥:٢

ڪرائڻ لاءِ زور نه پريو. ④ اهو سوال رڳو انهن ڪوڙن ڀائرن جي ڪري
اٿيو جيڪي لڪي ڇپي اسان ۾ داخل ٿيا هئا. اهي انهيءَ ڪري چوريءَ
گهڙي آيا هئا ته جيڪا آزادي اسان کي عيسيٰ مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ
ڪري ملي آهي، تنهن جي جاسوسي ڪري اسان کي غلام بڻائين. ⑤ انهن
جي تابع رهڻ اسان هڪڙي گهڙي به قبول نه ڪيو، ته جيئن خوشخبريءَ
جي سچائي اوهان ۾ قائم رهي.

⑥ پر ڪي ماڻهو معتبر ليکيا ويندا هئا، پوءِ اهي ڪهڙا به هئا تنهن سان
منهنجو واسطو ڪونهي، ڇالاءِجو خدا ماڻهوءَ جي ظاهري حالت کي نه ٿو
ڏسي. انهن ماڻهن مان مون کي خوشخبريءَ بابت ڪابه ڳالهه حاصل نه ٿي.
⑦ ان جي برعڪس انهن ڏٺو ته خدا [1]غير يهودين کي خوشخبري ٻڌائڻ جو
ڪم منهنجي حوالي ڪيو آهي، جيئن هن يهودين کي خوشخبري ٻڌائڻ
جو ڪم پطرس جي حوالي ڪيو هو. ⑧ ڇالاءِجو جنهن خدا يهودين جي
رسول ٿيڻ لاءِ پطرس ۾ اثر پيدا ڪيو، تنهن غير يهودين جي رسول ٿيڻ لاءِ
وري مون ۾ اثر پيدا ڪيو. ⑨ يعقوب، پطرس ۽ يوحنا جيڪي ڪليسيا جا
ٿنڀا ليکيا ويندا هئا، جڏهن انهن کي معلوم ٿيو ته مون کي خدمت جي
توفيق ڏني ويئي آهي تڏهن انهن برنباس ۽ مون سان ساڄو هٿ ملائي پاڻ
سان شريڪ ڪيو. پوءِ ٺاهه ٿيو ته اسين غير يهودين ڏانهن ۽ هو يهودين
ڏانهن وڃن. ⑩ هنن رڳو ايترو چيو ته ”غريبن کي ياد رکجو.“ پر انهيءَ
ڪم لاءِ ته آءٌ اڳيئي سرگرم هوس.

## پولس جو پطرس کي ڇينڀڻ

⑪ جڏهن پطرس انتاکيا ۾ آيو ته مون آمهون سامهون هن جي مخالفت
ڪئي، ڇاڪاڻ‌ته هو صفا غلطيءَ تي هو. ⑫ ڇالاءِجو يعقوب وٽان ڪن
ماڻهن جي اچڻ کان اڳي پطرس غير يهودين سان کائيندو هو. پر جڏهن
اهي آيا تڏهن هن غير يهودين سان کائڻ ڇڏي ڏنو، بلڪ انهن کان ڏار

[1] غير يهودين: اصلي مسودي ۾ يهودين لاءِ ”طهريل“ ۽ غير يهودين لاءِ ”اڻطهريل“ لکيل آهي. ڏسو آيت ٨ ۽ ٩ پڻ.

٦:٢ شر ١٠:١٧

تي ويو، چاڪاڻ ته هو انهن ماڻهن کان ڊڄندو هو جيڪي طهر ڪرائڻ
لاءِ مجبور ڪندا هئا. ⑬ باقي ٻين يهودين، جيڪي مسيحي ٿيا هئا تن
پطرس سان ملي ڪري رياڪاري ڪئي. ايتري قدر جو خود برنباس به انهن
جي رياڪاريءَ ۾ ڦاسي پيو. ⑭ جڏهن مون ڏٺو ته اهي خوشخبريءَ جي
سچائيءَ موجب سنئين راهه تي نه ٿا هلن، تڏهن مون انهن سڀني جي اڳيان
پطرس کي چيو ته "جيتوڻيڪ تون يهودي آهين تڏهن به غير يهودين وانگر
ٿو گذارين، نڪي يهودين وانگر. ته پوءِ تون ڪيئن غير يهودين کي زور ٿو
ڀرين ته هو يهودين وانگر گذارين؟"

## ايمان جي وسيلي ڇوٽڪارو

⑮ حقيقت ۾ اسين ڄائي ڄم کان يهودي آهيون ۽ غير قومون نه آهيون،
جن کي گنهگار چون ٿا. ⑯ تنهن هوندي به اسان کي خبر آهي ته ڪو به
ماڻهو شريعت تي عمل ڪرڻ سان نه، پر رڳو عيسيٰ مسيح تي ايمان آڻڻ
سان سچار ٺهجي ٿو. تنهنڪري اسان به عيسيٰ مسيح تي ايمان آندو ته جيئن
شريعت تي عمل ڪرڻ سبب نه، پر مسيح تي ايمان آڻڻ سبب سچار ٺهجون.
ڇالاءِجو شريعت جي ڪمن سبب ڪو به انسان سچار نه ٺهبو.
⑰ پر اسين جيڪي مسيح جي وسيلي سچار ٺهجڻ ٿا گھرون، جيڪڏهن
پاڻ ئي گنهگار نڪري پئون ته ڇا مسيح گناهه جو ڪارڻ آهي؟ هرگز
نه. ⑱ ڇالاءِجو جيڪي شيون مون ڊاهيون آهن، سي جيڪڏهن آءٌ وري
ٺاهيندس ته پاڻ کي قصوروار ثابت ڪندس. ⑲ سو آءٌ شريعت جي وسيلي
مري ويس، تنهنڪري شريعت جي بنسبت آءٌ مئل آهيان، انهيءَ لاءِ ته خدا
جي لاءِ جيئرو رهان. ⑳ آءٌ مسيح سان گڏ صليب تي چاڙهيو ويو آهيان.
هاڻي آءٌ جيئرو نه رهيو آهيان، پر مسيح مون ۾ جيئرو آهي. سو جيڪا زندگي
هاڻي آءٌ جسم ۾ گذاريان ٿو سا خدا جي فرزند تي ايمان آڻڻ ڪري گذاري
رهيو آهيان. هن مون سان پيار ڪيو ۽ منهنجي بدران پنهنجي جان ڏني.
㉑ آءٌ خدا جي فضل کي بيڪار نه ٿو وڃايان، ڇاڪاڻ ته سچائي جيڪڏهن
شريعت جي وسيلي ملي ها ته پوءِ مسيح جو مرڻ اجايو ٿئي ها.

---

١٦:٢ زب ١٤٣:٢، رو ٣:٢٠،٢٢

## شريعت يا ايمان

٣ ①اي نادان گلتيو! ڪنهن اوهان تي جادو ڪيو آهي؟ اوهان جي اکين
اڳيان تہ عيسيٰ مسيح کي صليب تي چاڙهي سندس موت جو منظر
ظاهر ظهور ڏيکاريو ويو. ②آءٌ اوهان کان رڳو ايترو معلوم ڪرڻ ٿو گهران
تہ خوشخبري ٻڌي ايمان آڻڻ ڪري اوهان کي پاڪ روح مليو يا شريعت
جي ڪمن ڪرڻ ڪري؟ ③اوهين ايترا نادان آهيو ڇا؟ اوهين پاڪ روح جي
وسيلي نئين زندگي شروع ڪري هاڻي ان جي جسماني طور پڄاڻي ڪرڻ
چاهيو ٿا ڇا؟ ④اوهان هيتريون تڪليفون اجايون سٺيون ڇا؟ اهي سچپچ
اجايون هيون ڇا؟ ⑤خدا اوهان کي پاڪ روح بخشي ٿو ۽ اوهان ۾ معجزا
ڪري ٿو. پوءِ ڇا هو اهو ڪم اوهان جي شريعت جي ڪمن ڪرڻ سبب
ٿو ڪري يا خوشخبري ٻڌي ايمان آڻڻ سبب؟
⑥ابراهيم جو مثال وٺو، جنهن خدا تي ايمان آندو ۽ سندس اهو ايمان
هن لاءِ سچائي ليکيو ويو. ⑦سو ائين سمجهو تہ جيڪي ايمان وارا آهن،
حقيقت ۾ اهي ئي ابراهيم جو اولاد آهن. ⑧پاڪ ڪلام جي پيشنگوئي
هئي تہ خدا غير قومن کي ايمان جي وسيلي سچار بڻائيندو. سو هن اڳيئي
اها خوشخبري ابراهيم کي ٻڌائي تہ ”تنهنجي وسيلي سڀني قومن کي برڪت
ملندي.“ ⑨تنهنڪري جيڪي ايمان وارا آهن تن کي ابراهيم سان گڏ
برڪت ٿي ملي، جيڪو خود ايمان وارو هو.
⑩ڇالاءِ جو جيڪي بہ شريعت جي ڪمن تي ڀروسو ڪن ٿا، سي سڀئي
لعنت هيٺ اچن ٿا. هن ڪري جو لکيل آهي تہ

”جيڪو انهن سڀني ڳالهين تي عمل ڪرڻ ۾
قائم نہ ٿو رهي،
جيڪي شريعت جي ڪتاب ۾ لکيل آهن،
سو لعنتي آهي.“

⑪هاڻي اها ڳالهہ صاف ظاهر آهي تہ ڪوبہ ماڻهو شريعت جي ڪري خدا

٣:٦ پيد ١٥:٦، رو ٤:٣ ٣:٧ رو ٤:١٦ ٣:٨ پيد ١٢:٣ ٣:١٠ شر ٢٧:٢٦
٣:١١ حبق ٢:٤

جي نظر ۾ سچار نہ ٿو بڻجي. ڇالاءِجو لکيل آهي تہ
”جيڪو ايمان جي وسيلي سچار ٿو بڻجي،
اهو ئي شخص جيئرو رهندو.“
(۱۲) شريعت جو ايمان سان ڪو واسطو ڪونهي. پر لکيل آهي تہ
”جيڪو شريعت جي ڳالهين تي عمل ڪري ٿو،
سو انهن جي ڪري ئي جيئرو رهندو.“
(۱۳) مسيح اسان کي خريد ڪري شريعت جي لعنت کان ڇڏايو ۽ پاڻ اسان
جي بدران لعنتي بڻيو. ڇالاءِجو لکيل آهي تہ
”جيڪوبہ وڻ تي لٽڪايو وڃي ٿو،
سو لعنتي آهي.“
(۱۴) هي انهيءَ ڪري ٿيو تہ جيئن ابراهيم کي مليل برڪت عيسيٰ مسيح جي
وسيلي غير قومن تائين پهچي ۽ اسان کي ايمان جي وسيلي اهو پاڪ روح
ملي، جنهن جو واعدو ٿيل آهي.

## شريعت ۽ خدا جو واعدو

(۱۵) اي ڀائرو ۽ ڀينرون! آءٌ اوهان کي روزاني زندگيءَ جو هڪ مثال ڏيان ٿو
تہ انسان جي تصديق ڪيل عهدنامي کي ڪوبہ رد نہ ٿو ڪري سگهي ۽ نہ
ئي ان کي وڌائي سگهي ٿو. (۱۶) هاڻي خدا ابراهيم ۽ سندس نسل سان واعدا
ڪيا. ان موقعي تي پاڪ ڪلام ائين نہ ٿو چوي تہ ”نسلن سان،“ جنهن مان
سندس مطلب گهڻا ماڻهو هجن. پر هو چوي ٿو تہ ”تنهنجي نسل سان،“
جنهن مان هن جو مطلب هڪڙو شخص آهي ۽ اهو مسيح آهي. (۱۷) هاڻي
آءٌ ائين ٿو چوان تہ جنهن عهد جي خدا پهريائين ئي تصديق ڪئي هئي
تنهن کي شريعت، جيڪا چار سو ٽيهن سالن کان پوءِ آئي، سا رد ڪري
نہ ٿي سگهي. اهڙيءَ طرح اها خدا جي واعدي کي بيڪار نہ ٿي ڪري.
(۱۸) ڇالاءِجو جيڪڏهن ميراث شريعت جي ڪري ملي آهي تہ اها واعدي
جي ڪري ناهي. پر خدا واعدي جي ڪري ئي اها ابراهيم کي بخشي.

---

۳:۱۲ لاو ۱۸:۵ ۳:۱۳ شر ۲۱:۲۳ ۳:۱۶ پيد ۱۲:۷ ۳:۱۷ خر ۱۲:۴۰
۳:۱۸ رو ۴:۱۴

۱۹ تہ پوءِ شريعت جو مقصد ڇا آهي؟ بعد ۾ شريعت انهيءَ لاءِ ڳنڍي
ويئي تہ اهو ظاهر ٿئي تہ حقيقت ۾ گناهہ ڇا آهي؟ شريعت جو مدو ابراهيم
جي انهيءَ نسل جي اچڻ تائين هو جنهن سان خدا واعدو ڪيو هو. اها
شريعت ملائڪن جي وسيلي هڪ وچ واري جي معرفت ڏني ويئي. ۲۰ پر رڳو
هڪ ڌر جي لاءِ وچ واري جي ضرورت نہ ٿيندي آهي ۽ خدا هڪڙو آهي.
۲۱ تہ پوءِ شريعت خدا جي واعدن جي برخلاف آهي ڇا؟ هرگز نہ.
ڇالاءِتہ جيڪڏهن ڪا اهڙي شريعت ڏني وڃي ها جيڪا حياتي بخشي
سگهي ها تہ جيڪر سچائي شريعت جي وسيلي ملي ها. ۲۲ پر پاڪ ڪتاب
جي بيان مطابق سڄي دنيا گناهہ جي قيد ۾ آهي، انهيءَ لاءِ تہ جيئن اها
بخشش، جنهن جو واعدو عيسيٰ مسيح تي ايمان آڻڻ جي ڪري ڪيو ويو
آهي سا ايمان آڻيندڙن کي ڏني وڃي.

## غلام ۽ فرزند

۲۳ پر انهيءَ ايمان جي اچڻ کان اڳ اسين شريعت جي نگهبانيءَ ۾ قيد
هئاسين ۽ ايمان جي اچڻ تائين، جيڪو پوءِ ظاهر ٿيڻ وارو هو، اسين شريعت
جا پابند رهياسين. ۲۴ سو شريعت مسيح جي اچڻ تائين اسان جي نگهبان
ٿي، انهيءَ لاءِ تہ جيئن اسين ايمان جي وسيلي سچار بڻايا وڃون. ۲۵ هاڻي
جڏهن ايمان اچي ويو آهي تہ پوءِ اسين نگهبان جي سنڀال هيٺ نہ آهيون.
۲۶ ڇالاءِجو اوهين سڀيئي عيسيٰ مسيح تي ايمان آڻڻ جي ڪري خدا
جا ٻار آهيو. ۲۷ انهيءَ لاءِ تہ اوهان مان جيترن بہ مسيح سان ڳنڍجي هڪ
ٿي وڃڻ جي بپتسما ورتي تن مسيح کي پوشاڪ وانگر پهري ڇڏيو. ۲۸ تہ
پوءِ يهودي ۽ غير يهوديءَ ۾، غلام ۽ آزاد ۾، مرد ۽ عورت ۾ ڪو بہ فرق
نہ آهي. ڇالاءِجو اوهين سڀيئي عيسيٰ مسيح سان ڳنڍجي هڪ ٿيل آهيو.
۲۹ جيڪڏهن اوهين مسيح جا آهيو تہ پوءِ ابراهيم جو نسل آهيو ۽ خدا جي
واعدي موجب وارث بہ آهيو.

۴ ۱ پر منهنجي چوڻ جو مطلب هي آهي تہ وارث جيستائين ٻار آهي،
جيتوڻيڪ هو هر شيءِ جو مالڪ آهي، تنهن هوندي بہ انهيءَ ۾ ۽ غلام

۲۹:۳ رو ۱۳:۴

۾ ڪوبه فرق ڪونهي. ② پر جيڪو وقت پيءُ مقرر ڪيو آهي، انهيءَ وقت
تائين هو سنڀاليندڙن ۽ مختيارن جي وس ۾ رهندو آهي. ③ ساڳيءَ طرح اسين
به جڏهن ٻار هئاسين تڏهن دنيا جي ابتدائي اصولن جا پابند ٿي غلاميءَ جي
حالت ۾ رهياسين. ④ پر جڏهن وقت پورو ٿيو ته خدا پنهنجو فرزند موڪليو
جيڪو عورت جي پيٽان پيدا ٿيو ۽ شريعت جي ماتحت پيدا ٿيو. ⑤ انهيءَ لاءِ
ته جيڪي شريعت جي ماتحت هئا تن کي هو مُلهه ڏيئي ڇڏائي، ته جيئن
اسان کي گود ورتل ٻار ٿيڻ جو درجو حاصل ٿئي.

⑥ جيئن ته اوهين خدا جا ٻار آهيو، تنهنڪري خدا پنهنجي فرزند جو
روح اوهان جي دلين ۾ به موڪليو آهي. اهو روح ”اي منهنجا بابا!“ چئي
پڪاري ٿو. ⑦ تنهنڪري اڳتي اوهين غلام نه، بلڪ ٻار آهيو. هاڻي جڏهن
ته ٻار آهيو، تڏهن خدا اوهان کي وارث به بڻايو آهي.

## گلتين لاءِ پولس کي ڳڻتي

⑧ بيشڪ اڳئين زماني ۾ خدا جي ڄاڻ نه هوندي اوهين انهن شين جي
غلاميءَ ۾ هئا جيڪي حقيقت ۾ خدا نه آهن. ⑨ پر هاڻي جڏهن اوهين خدا
کي ڄاڻو ٿا، بلڪ خدا اوهان کي ڄاتو آهي ته پوءِ وري اوهين انهن ڪمزور
۽ خسيس ابتدائي اصولن ڏانهن ڇو ٿا ڦرو؟ ڇا اوهين ٻيهر انهن جي غلاميءَ
۾ رهڻ جي خواهش ٿا ڪريو؟ ⑩ اوهين خاص ڏينهن، مهينن، وقتن ۽ سالن
کي مڃيندا ٿا رهو. ⑪ مون کي اوهان بابت ڊپ آهي ته متان ائين نه ٿئي جو
جيڪا محنت مون اوهان تي ڪئي آهي سا اجائي ٿي وڃي.

⑫ اي ڀائرو ۽ ڀينرون! آءٌ اوهان کي منٿ ٿو ڪريان ته اوهين مون جهڙا
ٿيو، ڇالاءِجو آءٌ به اوهان جهڙو ٿيو آهيان. اوهان مون کي ڪوبه نقصان نه
رسايو آهي. ⑬ جيئن ته اوهين ڄاڻو ٿا ته مون پهرين دفعي جسم جي هيڻائيءَ
۽ بيماريءَ سبب اوهان کي خوشخبري ٻڌائي هئي. ⑭ جيتوڻيڪ منهنجي
جسماني حالت اوهان لاءِ هڪ آزمائش هئي تڏهن به اوهان مون کي نه ڪي
حقير سمجهيو، نڪي ڌڪاريو. پر اوهان مون کي خدا جي ملائڪ وانگر،
بلڪ عيسيٰ مسيح وانگر قبول ڪيو. ⑮ پوءِ اوهان جي اها سرهائي ڪٿي

٤:٥-٧ روم ٨:١٥-١٧

آهي؟ چالاڻِجو آءٌ اوهان جو شاهد آهيان ته جي ائين ٿي سگهي ها ته جيڪر اوهين پنهنجيون اکيون به ڪڍي مون کي ڏيو ها. ⑯ تڏهن هاڻي سچ چوڻ ڪري آءٌ اوهان جو دشمن ٿي پيو آهيان ڇا؟

⑰ اهي شريعت جا پابند اوهان کي پنهنجو بنائڻ جي ڪوشش ته ڪن ٿا، پر سندن نيت صاف نه آهي. اهي اوهان کي مون کان ڌار ڪرڻ چاهين ٿا ته جيئن اوهين رڳو انهن کي ئي پنهنجو سمجهو. ⑱ پنهنجي طرف ڪرڻ جو جذبو ته سٺي ڳالهه آهي، بشرطيڪ نيت صاف هجي. پر ائين هميشه ڪيو وڃي، نه رڳو تڏهن جڏهن آءٌ اوهان ۾ موجود هجان. ⑲ اي منهنجا ٻارڙو! آءٌ اوهان جي لاءِ وري ٻار ڄڻيندڙ عورت وانگر سور محسوس ڪريان ٿو، جيستائين اوهين پوريءَ طرح مسيح جهڙا بڻجي نه ٿا وڃو. ⑳ شل هاڻي ئي آءٌ اوهان وٽ حاضر ٿي ڪنهن ٻئي نموني ڳالهايان، ڇالاڻِجو مون کي اوهان بابت ڏاڍو مونجهارو آهي.

## هاجره ۽ ساره جو مثال

㉑ اوهين جيڪي شريعت جي تابع رهڻ ٿا گهرو، سي مون کي ٻڌايو ته اوهين شريعت جون ڳالهيون نه ٿا ٻڌو ڇا؟ ㉒ ڇالاڻِجو ان ۾ لکيل آهي ته ابراهيم کي ٻه پٽ هئا، هڪڙو ٻانهيءَ مان ۽ ٻيو سندس زال مان جيڪا ٻانهي نه هئي. ㉓ ٻانهيءَ وارو پٽ جسماني طرح ڄائو هو، پر آزاد زال وارو پٽ خدا جي واعدي موجب ڄائو هو. ㉔ انهن ڳالهين مان هڪڙو مثال وٺجي ٿو، ڇالاڻِجو اهي ٻه عورتون ڄڻ ته ٻه عهد آهن. انهن مان هڪڙو سينا جبل وارو آهي، جنهن ڪري غلام ئي پيدا ٿين ٿا ۽ اها آهي هاجره. ㉕ هاڻي اها هاجره عربستان جي سينا جبل جي مثل آهي ۽ ان جي ڀيٽ هاڻوڪي يروشلم سان ڪري سگهجي ٿي، ڇالاڻِجو اهو شهر به پنهنجي رهاڪن سميت غلاميءَ ۾ آهي. ㉖ پر آسماني يروشلم آزاد آهي ۽ اها اسان جي ماءُ آهي. ㉗ ڇالاڻِجو لکيل آهي ته

”اي سنڍ زال! تون جا ٻار نه ٿي ڄڻين،
سا خوشي ڪر.

۲۲:۴ پيد ۱٦:۱۵، ۲۱:۲ ۲٧:۴ يس ۵۴:۱

تون، جنهن کي ڪڏهن به ويم جا سور نه ٿيا آهن،
سا خوشيءَ سان وڏي واڪي پڪار،
ڇالاءِجو نڌڻڪيءَ زال جا ٻار
مڙس واري زال جي ٻارن کان گهڻا آهن.“

۲۸ هاڻي اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اسين اسحاق وانگر خدا جي واعدي موجب
پيدا ٿيل اولاد آهيون. ۲۹ پر جيئن انهيءَ وقت جسماني طرح پيدا ٿيل ٻار، پاڪ
روح موجب پيدا ٿيل ٻار کي ستائيندو هو، تيئن ئي هاڻي به ٿئي ٿو. ۳۰ مگر
پاڪ ڪتاب ڇا ٿو چوي؟ اهو ته ”ٻانهيءَ ۽ سندس پٽ کي ڪڍي ڇڏ.
ڇالاءِجو ٻانهيءَ جو پٽ، آزاد زال جي پٽ سان گڏ هرگز وارث نه ٿيندو.“
۳۱ تنهنڪري اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اسين ٻانهيءَ جا نه بلڪ آزاد زال جا ٻار آهيون.

## مسيح سان آزاد گذارڻ

**۵**

۱ مسيح اسان کي آزاد رهڻ لاءِ ئي آزادي ڏني آهي. تنهنڪري اوهين
انهيءَ آزاديءَ ۾ قائم رهو ۽ ٻاڻ کي وري غلاميءَ جي پاڃاريءَ ۾ نه جوٽيو.
۲ ڏيان سان ٻڌو، آءٌ پولس اوهان کي چوان ٿو ته جيڪڏهن اوهين طهر
ڪرائيندا ته مسيح کان اوهان کي ڪو به فائدو نه پهچندو. ۳ آءٌ هر هڪ طهر
ڪرائيندڙ شخص کي ٻيهر چتاءُ ٿو ڏيان ته اهو ساري شريعت تي عمل ڪرڻ
لاءِ ٻڌل آهي. ۴ اوهين جيڪي شريعت جي وسيلي خدا ڏانهن سچار بڻجڻ
جي ڪوشش ٿا ڪريو، سي مسيح کان جدا ۽ خدا جي فضل کان محروم
ٿي ويا آهيو. ۵ پر اسين پاڪ روح جي وسيلي ايمان جي ڪري سچار بڻايا
ويندا آهيون. انهيءَ اميد جي پوري ٿيڻ جو اسين وڏي چاهه سان انتظار ڪري
رهيا آهيون. ۶ ڇالاءِجو جڏهن اسين عيسيٰ مسيح سان گڏجي هڪ ٿيل
آهيون، تڏهن طهر ڪرائڻ يا نه ڪرائڻ ڪنهن ڪم جو نه آهي. پر رڳو ايمان
ئي ڪم جو آهي، جيڪو محبت جي وسيلي اثر ٿو ڪري.
۷ اوهين ته ايمان جي ڊوڙ چڱيءَ طرح ڊوڙي رهيا هئا. پوءِ ڪنهن اوهان
کي سچ کي مڃڻ کان روڪي ڇڏيو؟ ۸ اهو ڪم اوهان جي سڏڻ واري
خدا جي طرفان نه آهي. ۹ چوندا آهن ته ٿورڙو ئي خميرو سڄي ڳوهيل اٽي

۲۹:۴ پيد ۲۱:۹ ۳۰:۴ پيد ۲۱:۱۰ ۹:۵ ۱.ڪر ۵:۶

کي قنڌائي ڇڏيندو آهي. ⑩ اسان جي خداوند سان گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري
مون کي اوهان بابت يقين آهي ته اوهين ٻيءَ طرح جو ڪو به خيال نه ڪندا. پر
جيڪو ماڻهو اوهان کي پريشان ٿو ڪري سو ڪير به هوندو ته سزا پائيندو.
⑪ اي ڀائرو ۽ ڀينرون! جيڪڏهن هن وقت تائين آءٌ اها تبليغ ڪريان
ٿو ته طهر ڪرائڻ ضروري آهي، ته پوءِ آءٌ ڇو ٿو اجا تائين ستايو وڃان؟
جيڪڏهن ائين هو ته پوءِ منهنجي صليب جي تبليغ ٿاٻڙائڻ جو باعث نه
رهي. ⑫ شل جيڪي اوهان کي بيآرام ڪن ٿا، سي پنهنجو پاڻ کي ڪپي
نامرد بڻائي ڇڏين ته چڱو.
⑬ اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اوهين آزاد ٿيڻ لاءِ سڏيا ويا آهيو. پر پنهنجي انهيءَ
آزاديءَ کي جسماني خواهشن جي پورائي لاءِ ڪم نه آڻيو، بلڪ محبت
جي رستي هڪ ٻئي جي خدمت ڪريو. ⑭ ڇالاءِجو ساري شريعت هن
هڪڙيءَ ئي ڳالهه ۾ پوري ٿئي ٿي ته

"تون پنهنجي پاڙيسريءَ سان پاڻ جهڙو پيار ڪر."

⑮ پر جيڪڏهن اوهين هڪ ٻئي کي چڪ هڻندا ۽ ڳهندا ٿا وڃو ته خبردار
ٿجو متان هڪ ٻئي کي چٽ نه ڪري ڇڏيو.

## پاڪ روح ۽ انساني فطرت

⑯ پر آءٌ چوان ٿو ته پاڪ روح جي هدايتن تي هلو، ته پوءِ اوهين انساني
فطرت جي خواهشن کي ڪڏهن به پورو نه ڪندا. ⑰ ڇالاءِجو انساني
فطرت پاڪ روح جي برخلاف خواهش ڪري ٿي ۽ پاڪ روح انساني فطرت
جي برخلاف. هي ٻئي هڪٻئي جا دشمن آهن، انهيءَ ڪري جيڪي اوهين
ڪرڻ چاهيو ٿا سو نه ٿا ڪريو. ⑱ پر جيڪڏهن اوهين پاڪ روح جي
هدايتن تي هلو ٿا ته شريعت جي تابع نه آهيو.
⑲ هاڻي انساني فطرت جا ڪم ظاهر آهن، يعني حرامڪاري، ناپاڪي ۽
شهوتپرستي، ⑳ بتپرستي، جادوگري، دشمني ۽ جهيڙو جهڳڙو، حسد،
ڪاوڙ، مفادپرستي، جدايون ۽ ڌڙابندي، ㉑ بغض، نشي بازي، عيشپرستي
۽ ٻيا اهڙا ڪم. انهن بابت جيئن اڳي به مون اوهان کي خبردار ڪيو هو،

تيئن هاڻي بہ خبردار ٿو ڪريان تہ جيڪي اهڙا ڪم ڪن ٿا سي خدا جي
بادشاهت جا وارث ڪين ٿيندا.
(٢٢) پر پاڪ روح جو ڦل آهي پيار، خوشي، اطمينان، صبر، مهرباني،
نيڪي، ايمانداري، (٢٣) نماڻائي ۽ پرهيزگاري. اهڙين ڳالهين جي برخلاف
ڪابہ شريعت نہ آهي. (٢٤) جيڪي عيسيٰ مسيح جا آهن، تن انساني فطرت
کي ان جي لاڙن ۽ برين خواهشن سميت صليب تي چاڙهي ڇڏيو آهي.
(٢٥) جڏهن تہ اسين پاڪ روح جي ڪري جيئرا آهيون، تڏهن اسان کي هلڻ
بہ پاڪ روح جي هدايتن موجب کپي. (٢٦) اسان کي گهرجي تہ اجايو فخر نہ
ڪريون، نہ هڪٻئي کي ڇيڙايون ۽ نڪي هڪٻئي ڏانهن بغض رکون.

## هڪٻئي جي مدد ڪرڻ

٦ (١) اي ڀائرو ۽ ڀينرون! جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن ڏوهہ ۾ پڪڙجي
پوي تہ اوهين جيڪي روحاني آهيو، تنهن کي نرم مزاجيءَ سان سڌاريو.
ان سان گڏ پنهنجو بہ خيال ڪريو، متان اوهين بہ آزمائش ۾ پئجي وڃو.
(٢) هڪٻئي جا بار کڻو، اهڙيءَ طرح اوهين مسيح جي شريعت کي پورو
ڪندا. (٣) جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجو پاڻ کي ڪا شيءِ سمجهي ٿو، پر
هو ڪجهہ بہ نہ آهي تہ هو پنهنجو پاڻ کي ٺڳي ٿو. (٤) تنهنڪري هر ڪنهن
ماڻهوءَ کي پنهنجا ڪم پاڻ جاچڻ گهرجن. انهيءَ حالت ۾ هو رڳو پنهنجو پاڻ
تي فخر ڪري سگهي ٿو ۽ پوءِ هن کي ڪنهن ٻئي سان پنهنجي ڀيٽ ڪرڻ
جي ضرورت نہ ٿيندي. (٥) ڇالاءِجو هر ڪو ماڻهو پنهنجو بار پاڻ کڻندو.
(٦) جيڪو پاڪ ڪلام جي تعليم حاصل ٿو ڪري، تنهن کي گهرجي
تہ تعليم ڏيڻ واري کي سڀني چڱين شين ۾ پاڻ سان شريڪ ڪري.
(٧) فريب نہ کائو، ڪوبہ خدا کي ٺڳي نہ ٿو سگهي. ڇالاءِجو ماڻهو
جيڪي پوکي ٿو سو ئي لڻندو. (٨) جيڪو پنهنجي جسماني فطرت جي لاءِ
پوکي ٿو، سو انهيءَ فطرت مان موت جو فصل لڻندو. پر جيڪو پاڪ روح
جي لاءِ پوکي ٿو، سو پاڪ روح مان دائمي زندگيءَ جو فصل لڻندو. (٩) اسان
کي نيڪي ڪرڻ ۾ ٿڪجڻ نہ گهرجي، ڇالاءِجو جيڪڏهن همت نہ
هارينداسين تہ پوري وقت تي لابارو لاهينداسين. (١٠) تنهنڪري جيتري قدر

موقعو ملي ته اسين سڀني ماڻهن سان نيڪي ڪريون، خاص ڪري انهن
سان جيڪي ايمان جي وسيلي اسان سان هڪ ئي خاندان ۾ شريڪ آهن.

## آخري تاڪيد ۽ سلام

⑪ ڏسو، ڪهڙن نه وڏن وڏن اکرن سان آءٌ پنهنجي هٿ سان اوهان ڏانهن
لکي رهيو آهيان. ⑫ جيڪي ماڻهو ظاهري ڏيک پسند ڪن ٿا، سي اوهان
کي طهر ڪرائڻ لاءِ مجبور ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. هو رڳو
انهيءَ لاءِ ائين ڪن ٿا ته جيئن مسيح جي صليب جي خاطر ستايا نه وڃن.
⑬ ڇالاءِجو طهر ڪرائڻ وارا پاڻ به شريعت تي پوريءَ طرح عمل نه ٿا ڪن.
پر هو اوهان کي طهر ڪرائڻ لاءِ انهيءَ ڪري مجبور ٿا ڪن ته جيئن اوهان
جي انهيءَ جسماني رسم کي قبول ڪرڻ تي اهي فخر ڪري سگهن. ⑭ پر
خدا نه ڪري جو آءٌ ڪنهن ٻيءَ شيءَ تي فخر ڪريان، سواءِ پنهنجي خداوند
عيسيٰ مسيح جي صليب جي. ڇالاءِجو صليب جي ڪري دنيا منهنجي لاءِ
مئل آهي ۽ آءٌ دنيا جي لاءِ. ⑮ انهيءَ ڪري طهر ڪرائڻ يا نه ڪرائڻ ڪجهه به
نه آهي، پر اهم ڳالهه نئون خلقيل هجڻ آهي. ⑯ جيڪي به انهيءَ قاعدي تي
هلن ٿا، تن تي ۽ خدا جي قوم بني اسرائيل تي شل رحم ۽ سلامتي هجي.
⑰ اڄ کان پوءِ ڪو به ماڻهو مون کي تڪليف نه ڏئي، ڇالاءِجو منهنجي
بدن تي جيڪي داغ آهن سي ظاهر ڪن ٿا ته آءٌ مسيح جو غلام آهيان.
⑱ اي ڀائرو ۽ ڀينرون! شل اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح جو فضل
اوهان سان هجي. آمين.

# اِفسين

## اِفسين ڏانهن پولس رسول جو خط

### تعارف

اِفسين ڏانهن پولس رسول جي لکيل هن خط جو تعلق سڀ کان پهريائين خدا جي هن منصوبي سان آهي ته ”انهيءَ لاءِ ته جيئن زمانن جي پوري ٿيڻ تي اهڙو بندوبست ٿئي جو سڀ شيون جيڪي آسمان توڙي زمين تي آهن سي مسيح جي اڳواڻيءَ ۾ گڏجي وڃن“ (۱:۱۰). اهو خدا جي بندن کي هڪ عرض پڻ آهي ته هو مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ جي وسيلي انسانذات جي اتحاد لاءِ انهيءَ عظيم منصوبي جي معنيٰ مطابق پنهنجي زندگي گذارين.

اِفسين جي پهرين حصي ۾ ليکڪ اتحاد جي موضوع کي انهيءَ رستي جي متعلق ڳالهائيندي اڳتي وڌائي ٿو جنهن ۾ خدا پيءُ ماڻهن کي پاڻ سان تعلق رکڻ لاءِ چونڊيو آهي، ڪيئن نه عيسيٰ مسيح جي وسيلي کين معاف ڪيو ويو آهي ۽ کين سندن گناهن کان آزاد ڪيو ويو آهي ۽ ڪيئن نه پاڪ روح جي وسيلي کين خدا جي عظيم واعدي جي ضمانت ڏني ويئي آهي. خط جي ٻئي حصي ۾ هو پڙهندڙن کي عرض ٿو ڪري ته اهي اهڙي طريقي سان زندگي گذارين جو سندن مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ سندن گڏيل زندگيءَ ۾ حقيقي ٿي پوي.

خدا جي بندن جو عيسيٰ مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ کي ڏيکارڻ لاءِ هن خط ۾ مختلف قسم جا مثال استعمال ڪيا ويا آهن، جيئن ته: ڪليسيا هڪ جسم وانگر آهي ۽ مسيح ان جو سر، ڪليسيا هڪ عمارت وانگر آهي ۽ مسيح ان جي پيڙهه جو پٿر يا ڪليسيا هڪ زال وانگر آهي ۽ مسيح ان جو

مڙس. جيئن ليڪ مسيح ۾ خدا جي فضل جي سوچ سان تحرڪ وٺي ٿو،
تيئن هي خط اظهار جي بلندين کي وڃيو پهچي. هر ڪا شيءِ مسيح جي
پيار، قربانيءَ، معافيءَ، فضل ۽ پاڪائيءَ جي روشنيءَ ۾ ڏٺي وڃي ٿي.

### سِٽاءُ

| | |
|---|---|
| تعارف | ١:١-٢ |
| مسيح جو ڪليسيا سان تعلق | ١:٣-٣:٢١ |
| مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري نئين زندگي | ۴:١-٦:٢٠ |
| دعا سلام | ٦:٢١-٢۴ |

# اِفسين

## اِفسين ڏانهن پولس رسول جو خط

١ (١) هي خط پولس جي طرفان آهي، جيڪو خدا جي مرضيءَ موجب
عيسيٰ مسيح جو رسول آهي. هي اِفسس شهر ۾ رهندڙ انهن ايمان
وارن ڏانهن لکجي ٿو، جيڪي عيسيٰ مسيح جا وفادار پوئلڳ آهن. (٢) شل
اوهان تي اسان جي پيءُ خدا ۽ خداوند عيسيٰ مسيح جي طرفان فضل ۽
سلامتي هجي.

### روحاني برڪتون

(٣) اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح جي خدا ۽ پيءُ جي ساراهه ٿي ڪجي.
هن اسان کي مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري آسمان جي هر هڪ
روحاني برڪت سان نوازيو آهي. (۴) چالاءِجو خدا جهان بنائڻ کان اڳ ئي
مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري اسان کي چونڊيو هو، ته جيئن اسين
خدا جي اڳيان پاڪ ۽ بيءيب هجون. (٥) هن محبت جي ڪري پنهنجي

١:١ رس ١٨:١٩-٢١، ١٩:١

خوشيءَ ۽ مرضيءَ سان اسان کي عيسيٰ مسيح جي وسيلي پنهنجي گود جا
ٻار بنائڻ لاءِ اڳيئي مقرر ڪري ڇڏيو هو. ⑥ انهيءَ لاءِ ته خدا جي جلوي
سان ڀرپور ان فضل جي ساراهه ٿئي، جيڪو هن پنهنجي پياري يعني مسيح
جي وسيلي اسان کي مفت بخشي ڏنو.
⑦ اسان کي مسيح جي رت جي وسيلي ڇوٽڪارو مليو آهي يعني اسان
جا گناهه معاف ڪيا ويا آهن. ⑧ اهو خدا جي ان فضل جي دولت موجب
آهي جيڪو هن تمام گهڻي انداز ۾ اسان تي نازل ڪيو آهي. ⑨ خدا
پوريءَ حڪمت ۽ دانائيءَ سان پنهنجي مرضيءَ جو لڪل ارادو اسان تي ظاهر
ڪيو، جيڪو هن مسيح جي وسيلي پوري ڪرڻ لاءِ اڳ ۾ ئي طئي ڪري
ڇڏيو هو. ⑩ انهيءَ لاءِ ته جيئن زمانن جي پوري ٿيڻ تي اهڙو بندوبست
ٿئي جو سڀ شيون جيڪي آسمان توڙي زمين تي آهن سي مسيح جي
سنڀال هيٺ گڏجي وڃن.
⑪ اسين به جيڪي اڳيئي مقرر ڪيا ويا هئاسين، سي مسيح سان گڏجي
هڪ هئڻ ڪري خدا جا ماڻهو ڪري چونڊيا وياسين. اهو خدا جي ارادي
موافق ٿيو جيڪو سڀ ڪجهه پنهنجي مرضيءَ جي مصلحت موجب ڪري
ٿو. ⑫ خدا جي مرضي هئي ته اسان، جن پهريائين مسيح ۾ اميد رکي هئي،
سي سندس جلال جي تعريف جو سبب ٿيون.
⑬ اوهين به مسيح جا ٿيا جڏهن اوهان سچائيءَ جو ڪلام يعني اها
خوشخبري ٻڌي، جيڪا اوهان لاءِ ڇوٽڪاري جو سبب بڻي. اوهان مسيح
تي ايمان آندو ۽ خدا پنهنجو واعدو پورو ڪندي اوهان کي پاڪ روح ڏنو،
جيڪو سندس مالڪيءَ جي مُهر آهي. ⑭ اهو روح اسان جي ميراث جو
پهريون حصو آهي، جيستائين انهن ماڻهن جو پوريءَ طرح ڇوٽڪارو ٿئي
جيڪي خدا جي ملڪيت آهن، انهيءَ لاءِ ته خدا جي جلال جي تعريف ٿئي.

## شڪرگذاري ۽ دعا

⑮ تنهنڪري ئي اوهان جو عيسيٰ مسيح تي ايمان ۽ خدا جي سڄي
قوم لاءِ محبت جيڪا ظاهر ڪريو ٿا، تن بابت ٻڌي ⑯ آءٌ اوهان لاءِ خدا

۱:۷ ڪل ۱:۱۴

جو شڪر ڪرڻ ڪان باز نہ ٿو اچان، ۽ پنهنجين دعائن ۾ اوهان کي ياد
ڪندو رهندو آهيان. (١٧) آءٌ خداوند عيسيٰ مسيح جي خدا، جيڪو جلال
ڀريو پيءُ آهي تنهن کان دعا گهرندو آهيان تہ هو اوهان کي دانائيءَ جو روح
عطا ڪري جيڪو خدا کي اوهان تي ظاهر ڪري تہ جيئن اوهين هن کي
پوريءَ طرح سڃاڻو. (١٨) آءٌ هيءَ بہ دعا گهرندو آهيان تہ اوهان جون روحاني
اکيون روشن ٿين، تہ جيئن اوهان کي خبر پوي تہ هن ڪهڙي اميد رکڻ
لاءِ اوهان کي سڏيو آهي. سندس جلال ڀري ميراث، جيڪا هن پنهنجي
قوم لاءِ رکي آهي سا ڪيڏي نہ وڏي دولت آهي، (١٩) ۽ هن جي وڏي
قدرت اسان ايمان وارن لاءِ ڪهڙي نہ بي‌انداز آهي! (٢٠) اها قدرت خدا جي
زبردست طاقت جي ان اثر موجب آهي جيڪو هن مسيح ۾ ظاهر ڪيو،
جڏهن ڪيس مئلن مان جيئرو ڪري اٿاريائين ۽ آسمان ۾ پنهنجي ساڄي
پاسي ويهاريائين. (٢١) اُتي مسيح هر طرح جي حڪومت، اختياري، طاقت
۽ بادشاهت کان گهڻو مٿانهون آهي. ڪوبہ اختياريءَ وارو لقب جيڪو نہ
رڳو هن زماني ۾ بلڪ ايندڙ زماني ۾ بہ ڪنهن کي حاصل آهي، تنهن
کان مسيح جو لقب مٿانهون آهي. (٢٢) اهڙيءَ طرح خدا سڀ ڪجھہ مسيح
جي پيرن هيٺ ڪري ڇڏيو ۽ کيس ڪليسيا جي هر ڳالھہ جو سر بڻايو.
(٢٣) اها ڪليسيا مسيح جو بدن ۽ سندس ڀرپوري آهي. هو پاڻ ئي هر شيءِ
کي هر طرح سان ڀرپور ڪري ٿو.

## موت کان زندگيءَ ڏانهن

٢ (١) گذريل وقت ۾ اوهين پنهنجين نافرمانين ۽ گناهن جي ڪري
مئل هئا. (٢) انهيءَ وقت اوهين دنيا جي دستور موجب هلندا هئا
۽ هوا ۾ اختياري هلائيندڙ حڪمران، يعني شيطان جا پوئلڳ هئا. هيءُ
اهو ئي روح آهي، جيڪو هاڻي انهن ماڻهن تي حڪومت ڪري ٿو
جيڪي خدا جا نافرمان آهن. (٣) ان وقت اسين سڀيئي بہ انهن سان گڏ
پنهنجي انساني فطرت جي جسماني خواهشن موجب زندگي گذاريندا
هئاسين ۽ پنهنجي جسم ۽ دل جون خواهشون پوريون ڪندا هئاسين.

١:٢٠ زب ١١٠:١   ١:٢٢ زب ٨:٦   ١:٢٢-٢٣ ڪل ١:١٨   ٢:١-٥ ڪل ٢:١٣

اسين فطري حالت جي ڪري ٻين سيني وانگر خدا جي ناراضپي جا
حقدار هئاسين.
④ پر خدا، جيڪو رحم سان ڀرپور آهي تنهن پنهنجي گهڻي پيار سببان
جيڪو هن اسان سان ڪيو، ⑤ اسان کي مسيح سان گڏ جيئرو ڪيو،
جڏهن ته اسين اجا ڏوهن جي ڪري مئل هئاسين. خدا جي فضل جي
ڪري ئي اوهين بچي ويا آهيو. ⑥ خدا اسان کي عيسيٰ مسيح سان گڏ
اٿاريو ۽ هن سان گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري اسان کي آسماني جاين تي
ساڻس گڏ ويهاريائين. ⑦ انهيءَ لاءِ ته هو پنهنجي انهيءَ مهربانيءَ جي وسيلي
جيڪا عيسيٰ مسيح جي ڪري اسان تي آهي، ايندڙ زمانن ۾ پنهنجي
فضل جي بي‌انداز دولت کي ظاهر ڪري. ⑧ ڇالاءِجو خدا جي فضل
جي ڪري ئي اوهان کي ايمان جي وسيلي ڇوٽڪارو مليو آهي. هي اوهان
جي ڪوشش جي ڪري نه، پر خدا جي بخشش آهي، ⑨ نه ئي اوهان
جي عملن جي ڪري، متان ڪو به فخر ڪري. ⑩ ڇالاءِجو اسين خدا
جي ڪاريگري آهيون. هن اسان کي عيسيٰ مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ
جي ڪري انهن چڱن ڪمن لاءِ پيدا ڪيو جيڪي هن اڳيئي اسان جي
ڪرڻ لاءِ تيار ڪري ڇڏيا هئا.

## مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ

⑪ تنهنڪري ياد رکو ته اڳي پيدائشي طور اوهين غير قوم هئا ۽ جيڪي
ماڻهو جسماني طور هٿ سان ڪرايل طهر جي ڪري پاڻ کي طهريل ٿا
سڏين، سي اوهان کي اڻطهريل سڏيندا هئا. ⑫ انهيءَ وقت اوهين مسيح
کان ڌار ۽ بني اسرائيل جي جماعت کان ٻاهر هئا. اوهين خدا جي واعدي
ڪيل عهدن کان اڻواقف، دنيا ۾ نااميد ۽ خدا کان جدا زندگي گذاريندا
هئا. ⑬ پر اوهين جيڪي پهريائين گهڻو پري هئا سي هاڻي عيسيٰ مسيح
سان گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري سندس رت جي وسيلي ويجهو ٿي پيا آهيو.
⑭ ڇالاءِجو مسيح ئي اسان جو صلح آهي، جنهن ٻنهي يعني يهودين ۽
غير يهودين کي هڪ ڪري ڇڏيو. هن جدائيءَ جي ڀت جيڪا وچ ۾
هئي سا ڊاهي ڇڏي، جنهن ٻنهي کي هڪ ٻئي جو دشمن بڻائي ڇڏيو

هو. ⑮ يعني اها دشمني جيڪا شريعت جي حڪمن وارن قانونن ۾ هئي
سا پنهنجي جسم جي وسيلي ڪڍي ڇڏيائين، ته جيئن ڪين پاڻ سان
ملائي ٻنهي مان هڪڙو نئون انسان پيدا ڪري صلح ڪرائي. ⑯ مسيح
پنهنجي صليبي موت جي وسيلي انهن جي دشمني ختم ڪري ڇڏي
۽ ٻنهي کي هڪڙو بدن ڪري خدا سان ملائي ڇڏيائين. ⑰ سو مسيح
آيو ۽ اوهين جيڪي پري هئا ۽ اهي جيڪي ويجها هئا، ٻنهي کي صلح
جي خوشخبري ٻڌايائين. ⑱ ڇالاءِجو مسيح جي وسيلي اسان ٻنهي يعني
يهودين ۽ غير يهودين کي هڪڙي ئي پاڪ روح جي ڪري پيءُ تائين
پهچ حاصل ٿي آهي.

⑲ تنهنڪري اوهين هاڻي ڌاريا ۽ پرديسي نه رهيا آهيو، بلڪ خدا جي
قوم جا هموطن ۽ خدا جي گهر جا ڀاتي آهيو. ⑳ اوهين ڄڻ ته هڪ
عمارت آهيو، جنهن جو بنياد رسولن ۽ نبين تي اڏيل آهي ۽ انهيءَ بنياد
جو سڀ کان اهم پٿر پاڻ عيسيٰ مسيح آهي. ㉑ اهو ئي سموري اڏاوت
کي ڳنڍي ٿو ۽ اهڙيءَ طرح خداوند جو هڪ پاڪ گهر ٿهندو ۽ وڌندو
ٿو وڃي. ㉒ مسيح سان ڳڏجي هڪ ٿيڻ جي ڪري اوهين به اهڙي
جڳهه ۾ گڏ جڙندا ۽ اڏبا ٿا وڃو، جنهن ۾ خدا پنهنجي پاڪ روح جي
صورت ۾ رهي ٿو.

## غير قومن ۾ پولس جي تبليغ

**٣** ① انهيءَ سبب جي ڪري آءٌ پولس، جيڪو اوهان غير قومن جي خاطر
۽ عيسيٰ مسيح جي ڪري قيدي آهيان، دعا ٿو گهران. ② اوهان ٻڌو
هوندو ته خدا اوهان لاءِ پنهنجي فضل جو خاص ڪم منهنجي حوالي ڪيو
آهي. ③ خدا پنهنجو هي رازِ الهام جي ذريعي مون کي ٻڌايو جنهن جو
احوال مختصر طور اڳيئي اوهان ڏانهن لکيو اٿم. ④ جنهن کي پڙهي اوهين
ڄاڻي سگهو ٿا ته آءٌ مسيح جو اهو راز ڪيتري قدر سمجهان ٿو. ⑤ اڳئين
زماني ۾ ماڻهن کي هي راز اهڙيءَ طرح معلوم نه ٿيو هو جهڙيءَ طرح هاڻي خدا
جي پاڪ رسولن ۽ نبين تي پاڪ روح جي وسيلي ظاهر ٿيو آهي. ⑥ اهو راز

٢:‏١٥ ڪل ٢:‏١٤ ٢:‏١٦ ڪل ١:‏٢٠ ٢:‏١٧ يس ٥٧:‏١٩ ٣:‏٢-٦ ڪل ١:‏٢٦-٢٧

هي آهي ته غير قومون عيسيٰ مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري خوشخبريءَ
جي وسيلي يهودين سان گڏ خدا جي ميراث ۾ شريڪ آهن، هڪ ئي بدن
جا عضوا آهن ۽ خدا جي واعدي ۾ حصيدار آهن.
(٧) خدا جي فضل جي انهيءَ بخشش سبب، جيڪا سندس قدرت جي
اثر ڪري مون کي عطا ٿي هئي، آءٌ انهيءَ خوشخبريءَ جو خادم بڻايو
ويس. (٨) جيتوڻيڪ آءٌ خدا جي قوم ۾ سڀني کان گهٽ آهيان، تنهن
هوندي به اهو فضل مون کي عطا ڪيو ويو ته آءٌ غير قومن کي مسيح
جي بي‌انداز دولت جي خوشخبري ٻڌايان، (٩) ۽ سڀني ماڻهن تي اها ڳالهه
روشن ڪريان ته جيڪو راز ازل کان سڀني شين جي خلقيندڙ خدا وٽ
ڳجهو رکيل هو تنهن جو انتظام ڪهڙو آهي. (١٠) خدا جو مقصد هو ته
هاڻي ڪليسيا جي وسيلي سندس طرح طرح جي حڪمت، آسماني جاين
۾ حڪومت ۽ اختياريءَ وارن کي معلوم ٿي وڃي. (١١) هي سڀ خدا جي
انهيءَ ازلي ارادي موجب ٿيو، جيڪو هن اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح
جي وسيلي پورو ڪيو. (١٢) مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ ۽ مٿس ايمان آڻڻ
جي ڪري دليريءَ ۽ ڀروسي سان خدا جي حضور ۾ اسان کي پهچ حاصل
ٿئي ٿي. (١٣) تنهنڪري آءٌ عرض ٿو ڪريان ته جيڪي مصيبتون اوهان جي
خاطر سهان ٿو تن جي ڪري بي‌همت نه ٿيو، ڇاڪاڻ‌ته اهي اوهان لاءِ
فائدي جو باعث آهن.

## پولس جي اِفسين لاءِ دعا

(١٤) انهيءَ سبب ڪري آءٌ آسماني پيءُ جي اڳيان سجدو ڪريان ٿو،
(١٥) جنهن کان آسمان ۾ ۽ زمين تي، ايمان وارن جي سموري خاندان کي نالو
ٿو ملي. (١٦) منهنجي دعا آهي ته هو پنهنجي جلال ڀري دولت موجب اوهان
کي پنهنجي پاڪ روح جي وسيلي طاقت عطا ڪري ته اوهين پنهنجي اندر
۾ زورآوار ٿيو ۽ ايمان جي وسيلي مسيح اوهان جي دلين ۾ رهي. (١٧) منهنجي
هيءَ به دعا آهي ته اوهين محبت ۾ پاڙ هڻي ۽ پيڙهه ڄمائي اهڙا مضبوط
ٿيو (١٨) جو خدا جي سڄي قوم سان گڏجي پوريءَ طرح سمجهي سگهو
ته مسيح جي محبت جي ويڪرائي، ڊگهائي، اوچائي ۽ اونهائي ڪيتري

آهي. (١٩) يعني مسيح جي انهيءَ محبت کي ڄاڻي سگهو جيڪا سمجهه کان
ٻاهر آهي، ته جيئن اوهين خدا جي ساري ڀرپوريءَ تائين ڀرپور ٿيو. (٢٠) واکاڻ
ٿي ڪجي انهيءَ خدا جي، جيڪو پنهنجي قدرت موجب جا اسان ۾ اثر
ڪري ٿي، اسان جي گهرڻ ۽ سوچڻ کان وڌيڪ ڪم ڪري سگهي ٿو.
(٢١) شل ڪليسيا ۽ عيسيٰ مسيح جي وسيلي پيڙهي به پيڙهي هميشه تائين
سندس واکاڻ ٿيندي رهي. آمين.

## بدن ۾ هيڪڙائي

٤ (١) تنهنڪري آءٌ، جيڪو خداوند جي خاطر قيدي آهيان، اوهان کي
تاڪيد ٿو ڪريان ته جنهن مقصد لاءِ خدا اوهان کي سڏيو آهي
انهيءَ جي لائق زندگي گذاريو. (٢) ڏاڍي نهٺائيءَ ۽ نِوڙت سان رهو، صبر
ڪريو ۽ پيار سان هڪ ٻئي جي برداشت ڪريو. (٣) انهيءَ ايڪي کي
جيڪو پاڪ روح اوهان کي بخشي ٿو، صلح جي ٻنڌڻ وسيلي قائم رکڻ
جي دل سان ڪوشش ڪريو. (٤) هڪڙو ئي بدن آهي ۽ هڪڙو ئي پاڪ
روح، جيئن اوهين به هڪڙي ئي اميد لاءِ سڏيا ويا آهيو. (٥) هڪڙو ئي
خداوند، هڪڙو ئي ايمان ۽ هڪڙي ئي بپتسما آهي. (٦) سڀني جو خدا ۽
پيءُ هڪڙو ئي آهي جيڪو سڀني جي مٿان آهي، سڀني جي وسيلي ڪم
ڪري ٿو ۽ سڀني ۾ رهي ٿو.
(٧) پر اسان مان هر هڪ کي اهڙيءَ طرح فضل عطا ٿيو آهي جهڙيءَ
طرح مسيح انهيءَ کي پنهنجي انداز موجب ورهايو. (٨) جنهن ڪري پاڪ
ڪلام ۾ لکيل آهي ته

”جڏهن هو مٿي چڙهي ويو،
تڏهن قيدين کي پاڻ سان وٺي ويو،
۽ ماڻهن کي سوکڙيون ڏنائين.“

(٩) هاڻي سندس مٿي چڙهي وڃڻ جو مطلب هن کان سواءِ ٻيو ڇا آهي
ته هو پهريائين هيٺ زمين تي به لٿو. (١٠) هو جيڪو هيٺ لٿو سو اهو ساڳيو
ئي آهي جيڪو سڀني آسمانن کان به تمام مٿي چڙهي ويو، انهيءَ لاءِ ته

٢:٤ ڪل ٣:١٢–١٣ ٨:٤ زب ٦٨:١٨

هو سموري ڪائنات کي ڀرپور ڪري. ⑪ هن ڪن کي رسول، ڪن کي
نبي، ڪن کي خوشخبري ڏيندڙ، ڪن کي پاسبان ۽ استاد مقرر ڪري
ڏنو. ⑫ انهيءَ لاءِ ته خدا جي سچي قوم خدمت جي ڪم لاءِ تيار ٿئي،
ته جيئن مسيح جو بدن يعني ڪليسيا ترقي ڪري. ⑬ ايستائين جو اسين
سڀ خدا جي فرزند کي ڄاڻڻ ۽ مٿس ايمان رکڻ ۾ هڪ ٿي ڪامل
انسان بڻجون. اهڙيءَ طرح اسين ايمان ۾ بالغ ٿيون يعني مسيح وانگر پوريءَ
طرح ڪامل بڻجي وڃون.
⑭ انهيءَ ڪان پوءِ اڳتي اسين ٻارڙا نه رهون ۽ ماڻهن جي ٺڳي ۽ مڪاريءَ
جي ڪري سندن گمراهه ڪندڙ منصوبن پٺيان هر قسم جي تعليم جي
جهونڻي سان لهرن وانگر هيڏي هوڏي گهلبا ۽ لڙهندا نه وتون. ⑮ پر اٽلندو
پيار جي جذبي سان سچ تي هلي سيني ڳالهين ۾ مسيح سان ڳنڍجڻ لاءِ
وڌندا وڃون، جيڪو ڪليسيا جو سر آهي. ⑯ اتان ئي سارو بدن، سنڌ
سنڌ جي ڳنڍجڻ سان جڙيل ٿو. سو جيڪڏهن هر هڪ عضوو صحيح
نموني ۾ ڪم ڪري ٿو ته سارو بدن وڌي ٿو ۽ پنهنجو پاڻ کي پيار جي
وسيلي ترقي وٺائيندو رهي ٿو.

## پراڻي ۽ نئين زندگي

⑰ تنهنڪري آءٌ خداوند جي نالي اوهان کي زور ڏيندي چوان ٿو ته
اوهين اڳتي اهڙيءَ طرح نه هلو، جهڙيءَ طرح غير قومون پنهنجن اجاين
خيالن موجب هلن ٿيون. ⑱ اهي عقل جا انڌا آهن ۽ خدا جي ڏنل زندگيءَ
۾ ڪوبه حصو ڪونه اٿن، ڇاڪاڻ‌ته سندن دلين جي سختيءَ جي ڪري
انهن ۾ جاهليت اچي ويئي آهي. ⑲ اهي بي‌شرم ٿي چڪا آهن ۽ پاڻ کي
شهوت‌پرستيءَ جي حوالي ڪيو اٿن، انهيءَ لاءِ ته جيئن هر قسم جا گندا
ڪم گهڻي حرص سان ڪندا رهن.
⑳ پر اوهان کي مسيح جي اهڙي تعليم ڪانه ملي. ㉑ يقينًا اوهان هن
بابت ٻڌو آهي ۽ مسيح سان ڳنڍجي هڪ هئڻ ڪري انهيءَ سچائيءَ موجب
جيڪا عيسيٰ ۾ آهي اوهان کي سيکاريو ويو، ㉒ ته پنهنجي پراڻي فطرت کي

---

۴:١٦ ڪل ٢:١٩   ۴:٢٢ ڪل ٣:٩

سندس اڳوڻي هلت چلت سميت لاهي ڇڏيو، جيڪا برين خواهشن جي
فريب سبب بگڙندي ٿي وڃي. (۲۳) اوهان جي دل ۽ دماغ پوريءَ طرح نئون
ٿيڻ گهرجي. (۲۴) اوهين نئين فطرت ڍڪيو، جيڪا خدا جي مرضيءَ موجب
حقيقي سچائيءَ ۽ پاڪيزگيءَ ۾ پيدا ڪئي ويئي آهي.

## نئين زندگيءَ جا اصول

(۲۵) تنهنڪري ڪوڙ کي ڇڏي اوهان مان هر ڪو پنهنجي پاڙيسريءَ
سان سچ ڳالهائي، ڇاڪاڻ‌ته اسين سڀ هڪ ٻئي بدن جا عضوا آهيون.
(۲۶) جيڪڏهن اوهان کي ڪاوڙ اچي وڃي ته گناهه نه ڪريو ۽ سج
لهڻ تائين اوهان کي ڪاوڙ نه رهي. (۲۷) شيطان کي ڪوبه موقعو نه ڏيو.
(۲۸) چوري ڪرڻ وارو اڳتي چوري نه ڪري بلڪ چڱو ڪم اختيار ڪندي
پنهنجن هٿن سان محنت ڪري ته جيئن ڪنهن محتاج کي ڏيڻ لاءِ
وٽس ڪجهه هجي.
(۲۹) اوهان جي وات مان ڪابه گندي ڳالهه نه نڪري. پر اهڙي ڳالهه
نڪري جيڪا ضرورت مطابق ٻين جي سڌاري جو سبب بڻجي ته جيئن
ٻڌڻ وارن کي انهيءَ مان برڪت حاصل ٿئي. (۳۰) انهيءَ سان گڏ خدا جي
پاڪ روح کي رنج نه ڪريو. ڇالاءِجو اهو روح اوهان تي انهيءَ ڏينهن لاءِ
خدا جي مُهر آهي، جنهن ڏينهن تي اوهان جو پوريءَ طرح ڇوٽڪارو ٿيندو.
(۳۱) هر قسم جي ڪيني، غضب ۽ ڪاوڙ، گوڙ ۽ گلا کي، هر طرح جي
بدخواهيءَ سميت پاڻ کان پري ڪريو. (۳۲) هڪ ٻئي تي مهربان ۽ نرم دل ٿيو
۽ جهڙيءَ طرح خدا مسيح جي وسيلي اوهان کي معاف ڪيو، اهڙيءَ طرح
اوهين به هڪ ٻئي کي معاف ڪندا رهو.
۵ (۱) اوهين خدا جا پيارا ٻار آهيو، تنهنڪري سندس پيروي ڪريو (۲) ۽
پيار ڀري زندگي گذاريو، جهڙيءَ طرح مسيح اسان کي پيار ڏنو ۽
اسان جي لاءِ پنهنجو پاڻ کي خدا جي اڳيان خوشبودار نذرانو ۽ قرباني
ڪري ڏيئي ڇڏيائين.

۲۴:۴ پيد ۱:۲۶، ڪل ۳:۱۰ ۲۵:۴ زڪ ۸:۱۶ ۲۶:۴ زب ۴:۴
۳۲:۴ ڪل ۳:۱۳ ۲:۵ خر ۲۹:۱۸، زب ۴۰:۶

③ پر زناڪاري ۽ ڪنهن به قسم جي ناپاڪي يا لالچ جو نالو به اوهان ۾
نه هئڻ کپي، ڇالاءِجو خدا وارن لاءِ اهو مناسب نه آهي. ④ بي‌شرمي، اجائي
بڪ بڪ ۽ گندي چرچي بازي نه هئڻ کپي. اهي نالائقيءَ جهڙيون ڳالهيون
آهن، پر اتلندو شڪرگذاري ڪرڻ کپي. ⑤ اوهين پڪ ڄاڻو ته ڪو به زناڪار
يا ناپاڪ يا لالچي ماڻهو جيڪو حقيقت ۾ بت‌پرست آهي، تنهن جو مسيح
۽ خدا جي بادشاهيءَ ۾ ڪو به ورثو ڪونهي.

## روشنيءَ ۾ زندگي گذارڻ

⑥ متان ڪو ماڻهو سڪٽيون ڳالهيون ڪري اوهان کي ٺڳي وڃي،
ڇالاءِجو اهڙن گناهن جي ڪري نافرمانن تي خدا جو غضب نازل ٿئي ٿو.
⑦ تنهنڪري اوهين انهن جا شريڪ نه ٿيو. ⑧ ڇالاءِجو اڳي اوهين اونده
مثل هئا، پر هاڻي اوهين خداوند جا ماڻهو هئڻ ڪري روشنيءَ مثل آهيو. سو
اوهان کي انهن ماڻهن وانگر زندگي گذارڻ گهرجي جيڪي روشنيءَ وارا آهن.
⑨ هن ڪري جو روشنيءَ جو ڦل هر طرح جي چڱائيءَ، صداقت ۽ سچائيءَ ۾
آهي. ⑩ آزمودي سان معلوم ڪندا رهو ته خداوند کي ڇا ٿو وڻي. ⑪ اونداهيءَ
جي اجاين ڪمن سان ڪو واسطو نه رکو، پر اتلندو انهن کي پڌرو ڪريو.
⑫ ڇالاءِجو جيڪي ڪم اهي ڳجهه‌ڳوهه ۾ ڪن ٿا، تن جو ذڪر ڪرڻ
به شرم جهڙي ڳالهه آهي. ⑬ سيڪا شيءِ جيڪا ڦتڪار هيٺ اچي ٿي سا
روشنيءَ جي ڪري پڌري ٿيو پوي. ⑭ ڇالاءِجو اها روشني ئي آهي، جيڪا
هر شيءِ کي روشن ڪري ٿي ڏيکاري. تنهنڪري چيو ويو آهي ته

”اي ستل! جاڳي پئُه،
مئلن منجهان جي اُٿ،
ته مسيح تو تي نور چمڪائيندو.“

⑮ تنهنڪري تمام خبرداريءَ سان ڏسو ته ڪيئن ٿا هلو. نادانن وانگر نه،
پر دانائن وانگر زندگي گذاريو. ⑯ وقت جو پورو پورو فائدو وٺو، ڇالاءِجو
زمانو خراب آهي. ⑰ تنهنڪري بي‌وقوف نه ٿيو، پر سمجهو ته خداوند جي
مرضي ڪهڙي آهي.

---

١٦:٥ ڪل ٤:٥

(١٨) مئي پي الوٽ نہ ٿيو، ڇوجو انهيءَ سان بڇڙائي پيدا ٿي ٿئي. پر اٽلندو
پاڪ روح سان ڀرپور ٿيندا وڃو. (١٩) اوهين پاڻ ۾ زبور، گيت ۽ روحاني
راڳ ڳايو ۽ پنهنجي دل سان خداوند جي ساراهہ ۾ ڳايو وڄايو. (٢٠) هميشہ
سڀني ڳالهين ۾ اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح جي نالي، خدا پيءُ جا
شڪرانا بجاءِ آڻيندا رهو.

## هڪ ٻئي جي تابع رهڻ

(٢١) مسيح جي ادب جي ڪري هڪ ٻئي جي تابع رهو.
(٢٢) اي زالون! اوهين پنهنجن مڙسن جون اهڙيون تابعدار رهو جهڙيون
خداوند جون. (٢٣) ڇالاءِجو مڙس زال جو سرآهي، جهڙيءَ طرح مسيح
ڪليسيا يعني بدن جو سر ۽ انهيءَ بدن جو بچائيندڙ آهي. (٢٤) تنهنڪري
جهڙيءَ طرح ڪليسيا مسيح جي تابع آهي، تهڙيءَ طرح زالن کي بہ سڀ
ڪنهن ڳالهہ ۾ پنهنجن مڙسن جي تابع رهڻ گهرجي.
(٢٥) اي مڙسو! پنهنجين زالن سان محبت رکو، جهڙيءَ طرح مسيح ڪليسيا
سان محبت رکي ۽ ان جي خاطر پنهنجي جان ڏيئي ڇڏيائين. (٢٦) هن
انهيءَ ڪري ائين ڪيو تہ جيئن ڪليسيا کي پاڪ ڪلام جي وسيلي
۽ پاڻيءَ سان غسل ڪرائي صاف ڪري پاڪ بڻائي. (٢٧) هن جو مقصد
هو تہ هڪڙي اهڙي جلوي واري ڪليسيا پنهنجي اڳيان پيش ڪري،
جنهن تي ڪوبہ داغ يا گهنج يا ڪا بي اهڙي شيءِ نہ هجي، بلڪ اها
پاڪ ۽ بيعيب هجي. (٢٨) ساڳئي نموني مڙسن کي بہ پنهنجين زالن سان
اهڙيءَ طرح محبت رکڻ کپي، جهڙيءَ طرح هو پنهنجن جسمن سان رکن
ٿا. جيڪو پنهنجيءَ زال سان محبت رکي ٿو سو پاڻ سان محبت رکي
ٿو. (٢٩) مطلب تہ ڪوبہ ماڻهو ڪڏهن بہ پنهنجي جسم سان نفرت نہ ٿو
ڪري، اٽلندو انهيءَ کي کارائي پيئاري ٿو ۽ انهيءَ جي پالنا ڪري ٿو،
جهڙيءَ طرح مسيح ڪليسيا کي سنڀالي ٿو. (٣٠) ڇالاءِجو اسين سندس بدن
جا عضوا آهيون.

---

٥:١٩-٢٠ ڪل ٣:١٦-١٧ ٥:٢٢ ڪل ٣:١٨، ١.پطر ٣:١
٥:٢٥ ڪل ٣:١٩، ١.پطر ٣:٧

(٣١) جيئن لکيل آهي ته
”انهيءَ سبب ماڻهو پنهنجي پيءُ ۽ ماءُ کي ڇڏيندو،
پنهنجيءَ زال سان گڏجي رهندو
۽ ٻئي هڪ جسم ٿي ويندا.“
(٣٢) اهو هڪڙو وڏو راز آهي. پر آءٌ چوان ٿو ته انهيءَ راز جو تعلق مسيح ۽
ڪليسيا سان آهي. (٣٣) اهو اوهان سان به لاڳاپو رکي ٿو ته اوهان مان هر هڪ
مڙس کي پنهنجيءَ زال سان اهڙي محبت ڪرڻ گهرجي جهڙي هو پاڻ سان
ٿو ڪري ۽ زال کي به پنهنجي مڙس جو ادب ڪرڻ گهرجي.

## ٻار ۽ ماءُپيءُ

٦ (١) اي ٻارو! خداوند جا هئڻ ڪري پنهنجي ماءُپيءُ جي فرمانبرداري
ڪريو، ڇوته ائين ڪرڻ واجب آهي. (٢) هي پهريون حڪم آهي
جنهن سان واعدو شامل آهي ته
”پنهنجي پيءُ ۽ ماءُ جي عزت ڪريو،
(٣) ته جيئن توهان جو ڀلو ٿئي،
۽ انهيءَ ملڪ ۾ اوهين وڏي عرصي تائين رهو.“
(٤) اي پيئرو! اوهين پنهنجن ٻارن کي چڙ ڏياري نه ڪاوڙايو، بلڪ
کين اهڙي تربيت ۽ نصيحت ڏيئي سندن پالنا ڪريو جيڪا خداوند کي
پسند هجي.

## غلامَ ۽ مالڪَ

(٥) اي غلامو! اوهين صاف‌دليءَ سان، ادب ۽ تابعداري ڪندي پنهنجن
دنياوي مالڪن جا اهڙا فرمانبردار رهو جهڙا مسيح جا. (٦) ماڻهن کي خوش
ڪندڙن وانگر ظاهري ڏيکاءَ لاءِ خدمت نه ڪريو، پر مسيح جي غلامن
وانگر دل سان خدا جي مرضي پوري ڪريو. (٧) دل‌وجان سان خدمت
ڪريو، ڄڻ ته خداوند جي ٿا ڪريو نه ماڻهن جي. (٨) ڇالاءِجو اوهين ڄاڻو

٥:٣١ پيد ٢:٢٤ ٦:١ ڪل ٣:٢٠ ٦:٢-٣ خر ٢٠:١٢، شر ٥:١٦
٦:٤ ڪل ٣:٢١ ٦:٥-٨ ڪل ٣:٢٢-٢٥

تا ته ڪوبه ماڻهو جيڪوبه چڱو ڪم ڪندو، تنهن جو اجر خداوند کان
ملندس، پوءِ کڻي اهو غلام هجي يا آزاد.
⑨ اي مالڪو! اوهين به پنهنجن غلامن سان ساڳيو سلوڪ ڪريو. کين
ڌمڪايو نہ، ڇوته اوهين ڄاڻو ٿا ته انهن جو ۽ اوهان جو، ٻنهي جو مالڪ
آسمان ۾ آهي ۽ اهو ڪنهن جي به طرفداري ڪونہ ڪندو آهي.

## برائيءَ خلاف جنگ

⑩ مطلب ته خداوند جا هٿڻ ڪري ۽ سندس قدرت جي زور جي
ڪري زورآوار ٿيو. ⑪ خدا جا سڀ هٿيار ٻڌو، ته جيئن شيطان جي سازش
جو مقابلو ڪري سگهو. ⑫ ڇالاءِجو اسان جي جنگ انسان سان نه
آهي. پر اسين هن اونداهيءَ دنيا وارين طاقتن سان، اختياريءَ وارن سان،
حاڪمن سان ۽ آسماني جاين وارن بڇڙن روحن جي لشڪرن سان وڙهون
ٿا. ⑬ تنهنڪري خدا جا سڀ هٿيار ٻڌو، ته جيئن برائيءَ جي ڏينهن ۾
مقابلو ڪري سگهو ۽ سڀ ڪجهه ڪرڻ کان پوءِ به مضبوطيءَ سان
قائم رهو.
⑭ ته پوءِ ثابت قدم رهو. سچ جو سندرو چيلهه سان ٻڌو ۽ ڇاتيءَ
تي سچائيءَ جي زره ڍڪيو. ⑮ پنهنجي پيرن ۾ اها جتي پائي تيار رهو،
جنهن جي ڪري صلح جي خوشخبري ٻڌائي سگهو. ⑯ انهيءَ سان
گڏ ايمان جي ڍال کڻو، جنهن سان اوهين انهيءَ بدڪار يعني شيطان
جا سڀ ٻرندڙ تير اُجهائي سگهو. ⑰ ڇوٽڪاري جو لوهو ٽوپ ۽ پاڪ
روح جي ترار يعني خدا جو ڪلام به کڻو. ⑱ پاڪ روح جي هدايت
موجب هر وقت ۽ هر قسم جي دعائن ۽ منٿن سان خدا کان مدد گهرندا
رهو. انهيءَ مقصد لاءِ سجاڳ رهو ۽ سڀني ايمان وارن لاءِ هميشه دعا
گهرندا رهو.
⑲ منهنجي لاءِ به دعا ڪريو ته ڳالهائڻ وقت مون کي ڪلام
ٻڌائڻ جي توفيق ملي، ته جيئن آءٌ خوشخبريءَ جو راز دليريءَ سان ظاهر

٦:٩ شر ١٠:١٧، ڪل ٣:٢٥، ٤:١ ٦:١٤ يس ١١:٥، ٥٩:١٧ ٦:١٥ يس ٥٢:٧
٦:١٧ يس ٥٩:١٧

ڪريان. ⑳ انهيءَ خوشخبريءَ خاطر آءٌ زنجيرن سان ٻڌل ايلچي آهيان.
دعا ڪريو ته اها ٻنا ڪنهن ڊپ جي ٻڌائي سگهان، جيئن مون کي
ٻڌائڻ کپي.

## آخري دعا سلام

㉑ تُخِڪُس، جيڪو خداوند جو هئڻ ڪري پيارو ڀاءُ ۽ سچو خدمتگار
آهي، سو اوهان کي منهنجون سڀ ڳالهيون ٻڌائيندو، انهيءَ لاءِ ته اوهين به
منهنجي حال کان واقف ٿيو ته آءٌ ڪيئن ٿو گذاريان. ㉒ آءٌ هن کي اوهان
ڏانهن انهيءَ مقصد لاءِ موڪلي رهيو آهيان ته اوهان کي معلوم ٿئي ته اسين
ڪيئن آهيون ۽ جيئن هو اوهان جي دلين کي همٿائي.
㉓ خدا پيءُ ۽ خداوند عيسيٰ مسيح جي طرفان ڀائرن ۽ ڀينرن کي
اطمينان ۽ ايمان سان گڏ محبت حاصل ٿئي. ㉔ فضل انهن سڀني تي
هجي، جيڪي اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح سان لازوال محبت
رکن ٿا.

---

٦:٢١ رس ٢٠:٤، ٢.تم ٤:١٢ ٦:٢١-٢٢ ڪل ٤:٧-٨

# فلپين

## فلپين ڏانهن پولس رسول جو خط

### تعارف

پولس رسول هي خط فلپين جي انهيءَ پهرين ڪليسيا ڏانهن لکيو هو جيڪا هن يورپ جي سرزمين تي رومي صوبي مڪدونيا جي فلپيءَ شهر ۾ قائم ڪئي هئي. هي خط پولس رسول قيد ۾ لکيو هو جنهن وقت سندس بين ساٿي تبليغ ڪندڙن جي مخالفت جي ڪري ڪيس ڏک پهتو هو ۽ جڏهن فلپيءَ جي ڪليسيا ۾ ڪوڙي تعليم ڏيندڙن طرفان ڪيس سخت رنج پهتو هو. تنهن هوندي به هن خط مان سندس خوشي ۽ پرپور اعتماد ظاهر ٿئي ٿو، جنهن جو سبب رڳو سندس عيسيٰ مسيح تي گهرو ايمان آڻڻ آهي.

پولس جو هن خط جي لکڻ جو مکيه سبب اهو هو ته فلپي ڪليسيا سندس ڏکئي وقت ۾ مدد ڪرڻ لاءِ جيڪي سوکڙيون ڏانهس موڪليون هيون تن لاءِ سندن شڪريو ادا ڪري. هن موقعي جو فائدو وٺندي هو کين يقين ڏياري ٿو، ته جيئن هو همت ۽ اعتماد وارا ٿين، توڙي جو کين يا پولس کي تڪليفون اچن. هو انهن کي تاڪيد ٿو ڪري ته هو لالچ، ذاتي مفاد ۽ غرور کي ڇڏي اهڙو ئي نماڻائيءَ وارو سڀاءُ رکن جهڙو مسيح جو هو. هو کين ياد ڏياري ٿو ته خدا جي فضل جي بخشش جي ڪري ئي ايمان جي وسيلي هو مسيح سان گڏجي هڪ ٿي ويا آهن. اها بخشش کين يهودين جي شريعت جي فرمانبرداري ڪرڻ سان ڪين ملي آهي. هو انهن ڏانهن لکي ٿو ته مسيح سان گڏجي هڪ ٿي وڃڻ سان ئي خدا خوشي ۽ امن ۽ سلامتي عطا ڪري ٿو.

هي خط خوشي، اعتماد، ايڪي ۽ ثابت‌قدميءَ ڪي اهميت ڏئي ٿو، جيڪي مسيح تي ايمان آڻيندڙن جي زندگيءَ ۾ آهن.
فلپين جي ڪليسيا وارن سان پولس رسول جي گهري محبت به هن خط مان صاف ظاهر آهي.

### سِٽاءُ

| | |
|---|---|
| تعارف | ١:١-١١ |
| پولس جا ذاتي حالات | ١:١٢-٢٦ |
| مسيح سان گڏجي هڪ ٺيٺ واري زندگي | ١:٢٧-٢:١٨ |
| تيمٿيس ۽ اِپفروديتس لاءِ منصوبا | ٢:١٩-٣٠ |
| دشمنن ۽ خطرن کان آگاهي | ٣:١-٤:٩ |
| فلپين لاءِ پولس جي شڪرگذاري | ٤:١٠-٢٠ |
| دعا سلام | ٤:٢١-٢٣ |

# فلپين

## فلپين ڏانهن پولس رسول جو خط

١ (١) هي خط عيسيٰ مسيح جي ٻانهن، پولس ۽ تيمٿيس جي طرفان آهي،
جيڪو نگهبانن ۽ خادمن سميت فلپي شهر ۾ رهندڙ عيسيٰ مسيح
جي سڀني ايمان وارن ڏانهن لکجي ٿو.
(٢) شل اوهان تي اسان جي پيءُ خدا ۽ خداوند عيسيٰ مسيح جي طرفان
فضل ۽ سلامتي هجي.

### فلپين لاءِ پولس جي دعا

(٣) جڏهن به اوهين ياد اچو ٿا، تڏهن آءٌ پنهنجي خدا جو شڪر ٿو

١:١ رس ١٦:١٢

ڪريان. ④هر اها دعا، جيڪا اوهان سيني لاءِ ٿو گهران سا هميشه خوشيءَ
سان گهرندو آهيان. ⑤ڇاڪاڻ‌ته اوهان پهرين ڏينهن کان وٺي اڄ تائين
خوشخبري ڦهلائڻ ۾ منهنجو ساٿ ڏنو آهي. ⑥مون کي انهيءَ ڳالهه جو
يقين آهي ته خدا، جنهن اوهان ۾ چڱو ڪم شروع ڪيو آهي، سو انهيءَ کي
عيسيٰ مسيح جي موٽي اچڻ واري ڏينهن تائين پورو ڪندو. ⑦تنهنڪري
واجب آهي ته آءٌ اوهان سيني جي باري ۾ ائين ئي سمجهان، ڇاڪاڻ‌ته اوهين
منهنجيءَ دل ۾ موجود آهيو. منهنجي قيد ۾ توڙي خوشخبريءَ کي سچي
ثابت ڪرڻ ۽ ڪيس پڪيءَ طرح قائم ڪرڻ ۾، اوهين سڀ خدا جي ڏنل
فضل ۾ مون سان ڀاڱي ڀائيوار آهيو. ⑧خدا منهنجو شاهد آهي ته عيسيٰ
مسيح جي الفت جيان اوهان سيني لاءِ ڪيڏي نه سڪ اٿم.

⑨آءٌ هيءَ دعا ٿو گهران ته علم ۽ هر طرح جي سمجهه سان گڏ اوهان
جي محبت به گهٽي کان گهٽي وڌندي وڃي، ⑩ته جيئن اوهين چڱين
ڳالهين کي سمجهي پسند ڪريو ۽ مسيح جي موٽي اچڻ واري ڏينهن
تائين صاف‌دل ۽ بي‌ڏوهي رهو. ⑪شل اوهين سچائيءَ جي انهيءَ ڦل سان
ڀريل رهو، جيڪو عيسيٰ مسيح جي وسيلي آهي، ته جيئن خدا جو جلال
ظاهر ٿئي ۽ سندس واکاڻ ٿئي.

## خوشخبري ڦهلائڻ

⑫هاڻي اي ڀائرو ۽ ڀينرون! آءٌ چاهيان ٿو ته اوهان کي خبر پوي ته جيڪي
ڪجهه مون تي ٿي گذريو آهي، سو حقيقت ۾ خوشخبريءَ جي واڌاري
جو سبب بڻيو آهي. ⑬ايتري قدر جو شاهي پلٽڻ جي سيني سپاهين ۽
ٻين سيني ماڻهن کي معلوم ٿي ويو آهي ته آءٌ مسيح جي خاطر قيد ۾ پيو
آهيان. ⑭منهنجي قيد ۾ هجڻ جي ڪري گهڻن ايمان وارن کي خداوند
۾ ڀروسو حاصل ٿيو آهي، ايتري قدر جو اهي وڌيڪ همت ۽ بي‌خوفيءَ سان
خدا جو ڪلام ٻڌائين ٿا.

⑮البت ڪي حسد ۽ جهيڙي جي ڪري تبليغ ٿا ڪن ته ڪي نيڪ‌نيتيءَ
سان. ⑯نيڪ‌نيتيءَ وارا محبت جي ڪري ائين ٿا ڪن. اهي ڄاڻن ٿا ته آءٌ

---

١٣:١ رس ٢٨:٣٠

خوشخبريءَ کي سچو ثابت ڪرڻ لاءِ مقرر ٿيل آهيان. ⑰ پر ٻيا ذاتي لالچ
جي ڪري مسيح جي منادي ٿا ڪن، سچيءَ نيت سان نہ، بلڪ انهيءَ خيال
سان تہ منهنجي لاءِ قيد ۾ وڌيڪ مصيبت پيدا ڪن.
⑱ پر اها ڪا وڏي ڳالهہ ناهي. وڏي ڳالهہ هيءَ آهي تہ مسيح جي
پڌرائي هر طرح سان ٿئي ٿي، پوءِ اها ڪوڙي نيت سان هجي يا سچيءَ
سان. انهيءَ سبب آءٌ خوش آهيان، هائو، آءٌ خوش ٿيندو رهندس. ⑲ ڇالاءِجو
آءٌ ڄاڻان ٿو تہ اوهان جي دعائن ۽ عيسيٰ مسيح جي روح جي مدد سان
آءٌ ڇڏائجي ويندس. ⑳ منهنجي دل جي آرزو، بلڪ اميد اٿم تہ ڪنهن
بہ ڳالهہ ۾ شرمندو نہ ٿيندس. پر منهنجي وڏي دليريءَ جي ڪري هميشہ
وانگر هاڻي بہ منهنجي بدن جي وسيلي مسيح جي وڏائي ٿيندي، پوءِ توڙي
جيئرو رهان يا مري وڃان.
㉑ ڇالاءِجو مون لاءِ جيئري رهڻ جي معنيٰ آهي مسيح ۽ مرڻ جي معنيٰ
آهي نفعو. ㉒ پر جيڪڏهن هن جسم ۾ جيئرو رهان تہ آءٌ ڇڱو ڪم ڪري
سگهان ٿو. تنهن هوندي بہ آءٌ نہ ٿو ڄاڻان تہ ڇا کي پسند ڪريان. ㉓ آءٌ
ٻنهي ڳالهين جي وچ ۾ ڦاٿل آهيان. منهنجي خواهش تہ اها آهي تہ هن دنيا
کي ڇڏي وڃي مسيح سان رهان، ڇالاءِجو اهو سڀ کان بهتر آهي. ㉔ پر
منهنجو بدن ۾ رهڻ اوهان جي خاطر زياده ضروري آهي. ㉕ انهيءَ ڳالهہ جي
پڪ هئڻ ڪري آءٌ ڄاڻان ٿو تہ آءٌ جيئرو رهندس، بلڪ اوهان سڀني سان گڏ
گذاريندس، تہ جيئن اوهان جي ايمان ۾ واڌارو ٿئي ۽ اوهين ان ۾ خوش رهو.
㉖ سو جڏهن آءٌ ٻيهر اوهان وٽ اچي حاضر ٿيان تہ مون بابت اوهان جو فخر
عيسيٰ مسيح جي ڪري گهڻو وڌي وڃي.
㉗ ڇا بہ ٿي پوي اوهين پنهنجي روزاني زندگي مسيح جي خوشخبريءَ
جي لائق گذاريو. پوءِ آءٌ اچي اوهان سان گڏجان يا نہ، تہ بہ احوال اهو
ٻڌان تہ اوهين هڪڙي ئي روح ۾ قائم آهيو ۽ هڪ دل ٿي ڪري گڏجي
جانفشاني ڪندا ٿا رهو تہ ماڻهو خوشخبريءَ تي ايمان آڻين. ㉘ پنهنجن
مخالفن کان ڪنهن بہ ڳالهہ ۾ نہ ڊڄو. اها ڳالهہ هنن جي لاءِ بربادي جي
صاف نشاني آهي، پر اوهان جي لاءِ ڇوٽڪاري جي ۽ اهو خدا جي طرفان
آهي. ㉙ ڇالاءِجو اها اوهان تي ئي ٻاجهہ ٿي آهي تہ مسيح جي خاطر نہ

رکو متس ايمان آڻيوم پر هن جي لاءِ ڏک به سهو. ⑳ اوهين به خوشخبريءَ
لاءِ ساڳيءَ طرح جانفشاني ٿا ڪريو جيئن اوهان مون کي ڪندي ڏٺو هو
۽ هاڻي به ٻڌو ٿا ته ائين ئي پيو ڪريان.

## مسيح جي نماڻائي

٢ ① جيڪڏهن اوهان کي مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ جي ڪري
ڪا دلداري ملي آهي ۽ سندس محبت مان ڪا تسلي ٿي آهي ۽
پاڪ روح جي ڪا صحبت ۽ ڪا رحمدلي ۽ همدردي ملي اٿوَ ② ته
پوءِ منهنجي هيءَ خوشي پوري ڪريو ته هڪ دل ٿي ۽ هڪ جهڙي
محبت رکي، هڪ روح ٿيو ۽ همرخيال رهو. ③ ذاتي لالچ ۽ اجائي هٺ
کان ڪجهه به نه ڪريو بلڪ نماڻائيءَ سان هڪ ٻئي کي پاڻ کان بهتر
سمجهو. ④ اوهان مان هر هڪ رڳو پنهنجين ڳالهين تي نه پر ٻين جي
ڳالهين تي به ڌيان ڏئي.

⑤ اوهين اهڙو ئي سڀاءُ رکو جهڙو عيسيٰ مسيح جو هو.
⑥ جيتوڻيڪ هو بذاتِ خود خدا هو،
ته به هن خدا سان برابر هئڻ جي درجي کي
زوريءَ پنهنجي قبضي ۾ رکڻ جي شيءِ نه سمجهيو.
⑦ ابتلندو پاڻ کي خالي ڪري ڇڏيائين،
۽ غلام جي صورت اختيار ڪري
انسانن جهڙو ٿي ويو.
⑧ انساني شڪل ۾ ظاهر ٿي ڪري
هن پاڻ کي هيٺانهون ڪيو،
۽ ايستائين فرمانبردار رهيو
جو موت، بلڪ صليبي موت قبول ڪيائين.
⑨ تنهنڪري خدا هن کي تمام گهڻو سربلند ڪيو،
۽ کيس اهو نالو عطا ڪيو،
جيڪو سڀني نالن کان اعليٰ آهي.

١:٣٠ رس ١٦:١٩-٤٠

١٠ انهيءَ لاءِ ته سڀئي بني نوع انسان جيڪي ڄاوا آهن يا
جيڪي ڄمندا،
سي سڀئي عيسيٰ جي نالي تي گوڏا کوڙين،
١١ ۽ هر هڪ زبان اقرار ڪري ته
عيسيٰ مسيح خداوند آهي،
تان ته خدا پيءُ جي واکاڻ ٿئي.

## دنيا جي لاءِ روشني

١٢ تنهنڪري اي منهنجا پيارا دوستو! جيئن اوهين هميشه فرمانبرداري
ڪندا آيا آهيو تيئن نه رڳو منهنجي موجودگيءَ ۾ پر هاڻي غير موجودگيءَ ۾ اجا
به وڌيڪ، انهيءَ ڪم کي ادب ۽ تابعداري ڪندي پورو ڪندا رهو، جيڪو
ڇوٽڪاري جي ڪري ڪريو ٿا. ١٣ جڏهن ته اهو خدا ئي آهي جيڪو
پنهنجي نيڪ ارادي موجب اوهان ۾ ڪم ڪندو رهي ٿو، ته جيئن اوهين
سندس مرضي قبول ڪريو ۽ هن تي عمل به ڪريو.
١٤ سڀ ڪم شڪايت ۽ تڪرار ڪرڻ کان سواءِ ڪندا رهو، ١٥ ته جيئن
اوهين بيڏوهي ۽ معصوم ٿي ڪري ڏنگن ۽ نرڄن ماڻهن جي هن زماني ۾
خدا جا بيعيب ٻار ٿي رهو. انهن جي وچ ۾ اوهين ائين ٿا چمڪو جيئن
دنيا ۾ روشني، ١٦ ۽ اوهين ڪين زندگيءَ جو ڪلام پيش ٿا ڪريو. جيڪڏهن
اوهين اهو سڀ ڪجهه ڪريو ٿا ته آءٌ مسيح جي موٽي اچڻ واري ڏينهن تي
فخر ڪري سگهندس ته منهنجي ڊڪ ڊوڙ ۽ محنت اجائي نه ٿي. ١٧ پر
جيڪڏهن اوهان جي ايمان واري خدمت ۽ قربانيءَ تي مون کي پنهنجو رت
به وهائڻو پوي ته به آءٌ خوش آهيان ۽ اوهان سڀني سان گڏ خوشي ٿو ڪريان.
١٨ اوهين به ساڳيءَ طرح خوش ٿيو ۽ مون سان گڏ خوشي ڪريو.

## تيمٿيس ۽ اِپفروديتس

١٩ مون کي خداوند عيسيٰ ۾ اميد آهي ته تيمٿيس کي جلد ئي اوهان
ڏانهن موڪليندس، ته جيئن اوهان جو احوال معلوم ڪري مون کي به دلجاءِ

٢: ١٠-١١ يس ٤٥: ٢٣ ٢: ١٥ شر ٣٢: ٥

ٿئي. (٢٠) مون وٽ هن جهڙو ٻيو ڪو به همخيال ماڻهو ڪونهي، جنهن کي
سچ پچ اوهان جي ڀلائيءَ لاءِ ڳڻتي هجي. (٢١) ڇالاءِجو هر ڪو پنهنجي مطلب
جي ڳالهين کي ٿو ڏسي، نه عيسيٰ مسيح جي ڳالهين کي. (٢٢) پر اوهان کي
تيمٿيس جي لائق هجڻ جي خبر آهي، ڇوته جيئن ڪو پٽ پيءُ سان گڏجي
ڪم ڪري تيئن مون هن سان گڏجي خوشخبري ڦهلائڻ جي خدمت ڪئي
آهي. (٢٣) تنهنڪري اميد اٿم ته جڏهن آءٌ ڏسندس ته منهنجو ڪهڙو فيصلو
ٿو ٿئي، تڏهن ڪيس هڪدم اوهان ڏانهن روانو ڪندس. (٢٤) بلڪ مون کي
خداوند تي ڀروسو آهي ته آءٌ پاڻ به جلد ايندس.
(٢٥) پر آءٌ اهو ضروري ٿو سمجهان ته اِپفروديتس کي واپس اوهان ڏانهن
موڪليان، جيڪو منهنجو مسيحي ڀاءُ، همخدمت ۽ همسپاهه آهي. هي
اوهان جو قاصد به آهي، جنهن کي اوهان منهنجن ضرورتن جي سنڀال ڪرڻ
لاءِ مون ڏانهن موڪليو هو. (٢٦) هن کي اوهان سڀني جي ڏاڍي سڪ آهي ۽
بيقرار ٿو رهي، ڇالاءِجو اوهان سندس بيماريءَ بابت ٻڌو هو. (٢٧) سچ پچ هو
بيمار هو ۽ مرڻ تي هو. پر خدا مٿس رحم ڪيو، نه رڳو هن تي پر مون تي
به، جو مون کي ڏک پٺيان ڏک کان بچايائين. (٢٨) تنهنڪري ڪيس موڪلڻ
جو مون کي اڃا به وڌيڪ شوق ٿيو، ته جيئن اوهين ڪيس وري ڏسي خوش
ٿيو ۽ منهنجو فڪر به گهٽجي وڃي. (٢٩) سو خداوند جا هئڻ ڪري ڪيس
ڀاءُ سمجهي وڏي خوشيءَ سان سندس آڌرڀاءُ ڪجو ۽ اهڙن شخصن کي
عزت ڏيندا رهجو. (٣٠) ڇاڪاڻ ته هو مسيح جي ڪم خاطر مرڻ تي هو ۽
پنهنجي جان جوکي ۾ وڌائين، انهيءَ لاءِ ته منهنجي خدمت ۾ اوهان جي
طرفان جيڪا گهٽتائي هئي سا پوري ڪري.

## حقيقي سچائي

٣ (١) آخر ۾، اي منهنجا ڀائرو ۽ ڀينرون! خداوند سان گڏجي هڪ
ٿيڻ جي حالت ۾ اوهين خوش رهو. ساڳيون ڳالهيون اوهان ڏانهن
وري لکندي مون کي ڪا به تڪليف ڪونه ٿي ٿئي، پر اٿلندو انهيءَ ۾
اوهان جي لاءِ سلامتي آهي. (٢) ڪتن کان خبردار رهجو، يعني انهن ماڻهن
کان جيڪي برائي ٿا ڪن ۽ جيڪي بدن کي وڍائڻ لاءِ زور ٿا ڪن.

③ ڇالاءِجو حقيقي طهر ڪرايل اسين آهيون، جيڪي خدا جي روح جي
وسيلي سندس عبادت ڪريون ٿا. اسين عيسيٰ مسيح تي فخر ٿا ڪريون
۽ جسماني ڳالهين تي ويساهه نه ٿا رکون، ④ جيتوڻيڪ آءٌ اهڙين ڳالهين
تي به ويساهه رکي ٿو سگهان.
جيڪڏهن ڪو ٻيو ماڻهو سمجهي ٿو ته هو جسماني ڳالهين تي ويساهه
رکي ٿو سگهي، ته آءٌ انهيءَ کان به زياده رکي ٿو سگهان. ⑤ انهيءَ لاءِ جو ائين
ڏينهن منهنجو طهر ٿيو، آءٌ بني اسرائيل جي قوم ۽ بنيامين جي قبيلي ۾ پيدا
ٿيس، آءٌ عبرانين جو ٻڪو عبراني ۽ شريعت جي لحاظ کان فريسي هوس.
⑥ مذهبي جوش جي لحاظ کان ڪليسيا جو ستائيندڙ هوس ۽ جيستائين
شريعت جي سچائيءَ جو سوال آهي ته ان لحاظ کان آءٌ بيعيب هوس.
⑦ پر جيڪي به ڳالهيون منهنجي فائدي جون هيون، سي مون مسيح جي
خاطر نقصان سمجهيون آهن. ⑧ سچ ته آءٌ پنهنجي خداوند عيسيٰ مسيح
جي سڃاڻپ واري وڏي خوبيءَ جي ڀيٽ ۾ هر هڪ شيءِ کي نقصان واري
ٿو سمجهان. هن جي خاطر مون سڀني شين جو نقصان سٺو آهي ۽ انهن
کي آءٌ گند ٿو ڄاڻان، انهيءَ لاءِ ته مسيح کي حاصل ڪريان، ⑨ ۽ هن
سان پوريءَ طرح گڏيل ثابت ٿيان، پنهنجي انهيءَ سچائيءَ رکڻ سان نه جيڪا
شريعت کان آهي، پر انهيءَ سچائيءَ سبب جيڪا مسيح تي ايمان آڻڻ جي
وسيلي حاصل ٿئي ٿي. اها سچائي ايمان جي ڪري خدا کان ملي ٿي.
⑩ آءٌ چاهيان ٿو ته مسيح ۽ سندس وري جي اٿڻ جي قدرت کي ڄاڻان. آءٌ
هن جي ڏکن ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ جو تجربو حاصل ڪرڻ ۽ سندس موت
۾ هن وانگر ٿيڻ چاهيان ٿو. ⑪ انهيءَ لاءِ ته من ڪنهن طرح مئلن منجهان
جي اٿڻ جي درجي کي حاصل ڪريان.

## منزل ڏانهن ڊوڙڻ

⑫ آءٌ هي نه ٿو چوان ته اها منزل اڳيئي حاصل ڪئي اٿم، يا آءٌ اڳيئي
ڪامل ٿي چڪو آهيان، پر انهيءَ شيءِ کي هٿ ڪرڻ لاءِ اڳتي ڪاهيندو
ٿو وڃان، جنهن لاءِ عيسيٰ مسيح مون کي هٿ ڪيو هو. ⑬ اي ڀائرو ۽

٥:٣ رس ٢٣:٦، ٢٦:٥، رو ١:١١ ٦:٣ رس ٣:٨، ٢٢:٤، ٢٦:٩-١١

ڀينرون! آءٌ نه ٿو سمجهان ته ڪو اجا تائين مون اها شيءِ هٿ ڪئي آهي. پر
هڪ ڳالهه سو آءٌ ڪريان ٿو ته جيڪي شيون پٺتي رهجي ويون آهن تن کي
وساري، جيڪي اڳيان آهن تن ڏانهن زور لڳائيندو وڌندو پيو وڃان. ⑭ سو
آءٌ انهيءَ نشان ڏانهن ڪاهيندو ٿو وڃان، ته جيئن اهو انعام کٽان جنهن لاءِ
خدا مون کي عيسيٰ مسيح جي وسيلي آسمان ڏانهن سڏيو آهي.
⑮ تنهنڪري اسان مان جيڪي روحاني طور بالغ آهن، تن کي اهو ئي
خيال رکڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪنهن ڳالهه ۾ اوهان جو ڪو ٻيو خيال
هجي ته خدا انهيءَ کي به اوهان تي ظاهر ڪندو. ⑯ پر اسان کي رڳو ايترو
ڪرڻ کپي ته جنهن منزل تائين پهتا آهيون، تنهن موجب هلندا هلون.
⑰ اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اوهين سڀيئي گڏجي مون وانگر هلو ۽ انهن ماڻهن
کي ڌيان ۾ رکو، جيڪي اهڙي نموني ٿا هلن جهڙو اسان اوهان کي ڏنو آهي.
⑱ ڇالاءِجو گهڻا ئي اهڙا آهن، جن بابت اڳ ڪيترائي دفعا مون اوهان کي
ٻڌايو آهي ۽ هاڻي وري به روئي روئي ٿو چوان ته اهي پنهنجي هلت چلت سان
مسيح جي صليب جا دشمن آهن. ⑲ انهن جي پڇاڙي بربادي آهي، انهن
جو خدا سندن پيٽ آهي، اهي پنهنجي شرم جي ڳالهين تي فخر ٿا ڪن ۽
ڪين رڳو دنياوي شين جو فڪر ٿو رهي. ⑳ پر اسان جو وطن آسمان ۾ آهي.
اسين وڏي چاهه سان هڪڙي نجات ڏيندڙ، يعني خداوند عيسيٰ مسيح جي
اتان اچڻ جو انتظار ٿا ڪريون. ㉑ هو پنهنجي انهيءَ قوت سان، جنهن ذريعي
هر شيءِ کي پنهنجي هٿ هيٺ آڻي ٿو سگهي، اسان جي خسيس بدن کي
بدلائي پنهنجي جلال واري بدن جي صورت جهڙو ڪندو.

## هدايتون

**٤** ① تنهنڪري اي منهنجا پيارا ڀائرو ۽ ڀينرون! اوهين، جن جو آءٌ مشتاق
آهيان ۽ جيڪي منهنجي خوشي ۽ تاج آهيو، سي اي عزيزو! خداوند
سان گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري انهيءَ طرح ئي قائم رهو.
② آءٌ يوئوديا کي گذارش ٿو ڪريان ۽ صنتخي کي به، ته خداوند سان
گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري يڪدل ٿي رهن. ③ هائو، اي سچا هم خدمت! آءٌ تو

٣:١٧ ١.ڪر ٤:١٦، ١١:١

کي به عرض ٿو ڪريان ته انهن عورتن جي مدد ڪر. ڇالاءِجو انهن مون سان
توڙي ڪليمنس ۽ منهنجن ٻين هم خدمت ساٿين سان گڏ خوشخبري ڦهلائڻ
۾ جانفشاني ڪئي آهي. هنن سڀني جا نالا زندگيءَ جي ڪتاب ۾ درج آهن.
۴ خداوند سان گڏجي هڪ ٿيڻ جي حالت ۾ اوهين هر وقت خوش رهو.
آءٌ وري به چوندس ته خوش رهو. ۵ اوهان جي بردباري سڀني ماڻهن تي ظاهر
ٿئي. خداوند ويجهو آهي. ٦ ڪنهن به ڳالهه جو فڪر نه ڪريو، پر سڀ
ڪنهن ڳالهه ۾ اوهين پنهنجا عرض، دعا ۽ منٿ جي وسيلي شڪرگذاري
ڪرڻ سان خدا جي حضور ۾ پيش ڪندا ڪريو. ۷ تڏهن خدائي اطمينان،
جيڪو سمجهه کان بلڪل ٻاهر آهي، سو عيسيٰ مسيح سان گڏجي هڪ
ٿيڻ جي حالت ۾ اوهان جي دلين ۽ دماغن جي نگهباني ڪندو.
۸ هاڻي، اي ڀائرو ۽ ڀينرون! جيڪي به ڳالهيون سچيون آهن، جيڪي به
ڳالهيون اشرافت جهڙيون آهن، جيڪي به ڳالهيون درست آهن، جيڪي به
ڳالهيون پاڪ آهن، جيڪي به ڳالهيون وڻندڙ آهن، جيڪي به ڳالهيون ساراهه
جوڳيون آهن، مطلب ته جيڪي به نيڪيءَ واريون ۽ تعريف جي لائق ڳالهيون
آهن انهن تي ويچار ڪندا رهجو. ۹ جيڪي به ڳالهيون اوهان مون کان
سکيون، حاصل ڪيون يا ٻڌيون يا مون ۾ ڏٺيون آهن، تن تي عمل ڪجو.
پوءِ اطمينان بخشيندڙ خدا اوهان سان رهندو.

## امداد لاءِ شڪرگذاري

۱۰ آءٌ خداوند سان گڏجي هڪ ٿيڻ جي حالت ۾ نهايت ئي خوش
آهيان، جو نيٺ اوهان کي مون لاءِ نئين سر ڳڻتي جاڳي. بيشڪ اڳي به
اوهان کي اهڙي ڳڻتي هئي، پر انهيءَ کي ظاهر ڪرڻ جو اوهان کي وجهه
نه ٿي مليو. ۱۱ هيءَ ڳالهه آءٌ ضرورتمند هجڻ ڪري نه ٿو چوان، ڇالاءِجو
مون هر حالت ۾ راضي رهڻ سکيو آهي. ۱۲ آءٌ اڻهوند کي به ڄاڻان ٿو ۽
جهجهي مقدار ۾ هئڻ کي به ڄاڻان ٿو. مون سڀ ڪنهن ڳالهه ۾ ۽ هر
حالت ۾ راضي رهڻ جو ڀيد سکيو آهي، ڍاول هجان توڙي بکايل، سائو
هجان توڙي سڃو. ۱۳ خداوند، جو مون کي طاقت ٿو بخشي تنهن جي
وسيلي آءٌ هر ڳالهه کي منهن ڏيئي ٿو سگهان.

⑭ تنهن هوندي به اوهان چڱو ڪيو جو منهنجي تڪليفن ۾ ڀاڱي ڀائيوار
ٿيا. ⑮ اي فلپيو! اوهين پاڻ به ڄاڻو ٿا ته خوشخبريءَ جي تبليغ جي شروعاتي
ڏينهن ۾ جڏهن آءٌ مڪدونيا پرڳڻي مان روانو ٿيس ته رڳو اوهان کان سواءِ
ڪابه ڪليسيا، ڏيڻ وٺڻ جي معاملي ۾ مون سان ڀاڱي ڀائيوار نه ٿي. ⑯ بلڪ
جڏهن آءٌ ٿسلونيڪي شهر ۾ هوس، تڏهن منهنجي ضرورت کي پوري
ڪرڻ لاءِ اوهان هڪ دفعي کان وڌيڪ مون ڏانهن مدد موڪلي. ⑰ ائين
نه آهي ته آءٌ بخشش تو گهران. پر آءٌ اهڙو اجر ٿو گهران جيڪو اوهان جي
حساب ۾ وڌندو وڃي. ⑱ مون کي پورو پورو اُجورو مليو آهي، بلڪ اڃا
به وڌيڪ. اوهان جون موڪليل شيون اِپفروديتس جي هٿان مون کي مليون
آهن، جنهن ڪري آءٌ بلڪل آسودو ٿيو آهيان. اها امداد خوشبودار ۽ اهڙي
قبول پوندڙ قرباني آهي، جنهن کي خدا پسند ٿو ڪري. ⑲ منهنجو خدا
پنهنجي برڪت ڀريئي خزاني مان عيسيٰ مسيح جي وسيلي اوهان جي هر
هڪ ضرورت کي پورو ڪندو. ⑳ شل اسان جي خدا ۽ پيءُ جي واکاڻ
هميشه هميشه تائين ٿيندي رهي. آمين.

## آخر ۾ دعا سلام

㉑ عيسيٰ مسيح جي سڀني ايمان وارن کي سلام ڏجو. جيڪي ايمان
وارا مون سان گڏ آهن سي اوهان سڀني کي سلام ٿا ڏين. ㉒ سمورا ايمان
وارا، خاص ڪري اهي جيڪي قيصر جي محل ۾ آهن، اوهان کي سلام ٿا
چون. ㉓ شل خداوند عيسيٰ مسيح جو فضل اوهان سڀني تي هجي.

---

۴:۱۵-۱۶ ۲.ڪر ۱۱:۹ ۴:۱۶ رس ۱۷:۱ ۴:۱۸ خر ۲۹:۱۸

# کلسين

## کلسين ڏانهن پولس رسول جو خط

### تعارف

کلسين ڏانهن پولس رسول جو هي خط، کلسي شهر ۾ قائم ڪليسيا ڏانهن لکيو ويو هو. اهو شهر ايشيا کنڊ جي اولاهين حصي ۾ اِفسس شهر جي اوڀر ۾ هو. اها ڪليسيا پولس رسول پاڻ قائم نہ ڪئي هئي، بلڪ انهيءَ علائقي ۾ هئي جنهن جي ذميواري پولس رسول محسوس ڪئي هئي، جيئن هن اِفسس کان ڪارڪن روانا ڪيا. اِفسس رومي صوبي ايشيا جي گاديءَ جو هنڌ هو. پولس رسول کي خبر پيئي هئي تہ ڪلسيءَ جي ڪليسيا ۾ ڪي ڪوڙا تعليم ڏيندڙ موجود آهن، جن هن ڳالهہ تي زور پئي ڏنو تہ خدا کي ڄاڻڻ ۽ مڪمل نجات حاصل ڪرڻ لاءِ ڪن روحاني حاڪمن ۽ اختياريءَ وارن جي پوڄا ڪرڻ تمام لازمي آهي. انهيءَ کان سواءِ انهن تعليم ڏيندڙن ائين بہ پئي چيو تہ ڪي خاص مذهبي رسم و رواج ضرور اختيار ڪرڻ گهرجن، يعني طهر، حرام و حلال ۽ ٻين ڳالهين ۾ ڪن سخت قاعدن تي عمل ڪرڻ ضروري آهي.

پولس رسول انهيءَ تعليم جي مخالفت ڪندي حقيقي مسيحيت وارو پيغام لکي ٿو. سندس ڏنل جواب جو روح هي آهي تہ عيسيٰ مسيح ئي مڪمل نجات ڏيئي سگهي ٿو ۽ اهي ٻيا عقائد ۽ عمل حقيقت ۾ ڪين عيسيٰ مسيح کان پري وٺي وڃن ٿا. خدا دنيا کي مسيح جي وسيلي پيدا ڪيو ۽ مسيح جي ئي وسيلي خدا دنيا کي پاڻ ڏانهن موٽائي ٿو. سڀني قومن ۾ مسيح جي تبليغ ڪئي ٿي وڃي تہ مسيح سان گڏجي هڪ ٿي وڃڻ سان ئي هو خدا جو جلوو پسي سگهن ٿا. پولس رسول

پوءِ ايمان آڻيندڙن جي زندگين لاءِ انهيءَ عظيم تعليم جي اثر کي تفصيلي طور بيان ڪري ٿو.

هيءَ ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ جوڳي آهي ته تُخِڪُس، جيڪو پولس رسول جو هي خط ڪلسيءَ ڌانهن کڻي ويو تنهن سان گڏ اُنيسمس به هو، جيڪو هڪ غلام هو، جنهن جي لاءِ پولس رسول فليمون ڌانهن پاڪ خط پڻ لکيو هو.

سِٽاءُ

| | |
|---|---|
| تعارف | ١:١–٨ |
| مسيح جي عظمت ۽ ڪم | ١:٩–٢:١٩ |
| مسيح سان گڏجي هڪ ٿيڻ ۾ نئين زندگي | ٢:٢٠–٤:٦ |
| دعا سلام | ٤:٧–١٨ |

# ڪلسين

## ڪلسين ڌانهن پولس رسول جو خط

١ ① هي خط پولس، جيڪو خدا جي مرضيءَ موجب عيسيٰ مسيح
جو رسول آهي ۽ اسان جي ڀاءُ تيمٿيس جي طرفان آهي. ② ڪلسي
شهر ۾ رهندڙ انهن ايمان وارن ڌانهن هي خط لکجي ٿو، جيڪي مسيح
جا وفادار پوئلڳ آهن.

شل اوهان تي اسان جي پيءُ خدا جي طرفان فضل ۽ سلامتي هجي.

### شڪرگذاري ۽ دعا

③ اسين جڏهن به اوهان لاءِ دعا ٿا گهرون، تڏهن هميشه پنهنجي خداوند
عيسيٰ مسيح جي پيءُ، يعني خدا جا شڪرانا بجاءِ ٿا آڻيون. ④ ڇالاءِجو
اسان ٻڌو آهي ته اوهان عيسيٰ مسيح تي ايمان آندو آهي ۽ خدا جي سڄي قوم
سان محبت ٿا رکو. ⑤ اوهان جي انهيءَ ايمان ۽ محبت جو مدار انهيءَ اميد تي

آهي، جيڪا خدا اوهان لاءِ آسمان ۾ پوري ڪندو ۽ جنهن جو ذڪر اوهان
اڳيئي خوشخبريءَ جي سچي ڪلام ۾ ٻڌو آهي. (٦) اها خوشخبري اوهان
ڏانهن آيل آهي. جهڙيءَ طرح سڄيءَ دنيا ۾ تهڙيءَ طرح انهيءَ ڏينهن کان وٺي
اوهان ۾ به اها ڦل پيدا ڪندي ۽ وڌندي ٿي رهي، جڏهن اوهان ان کي ٻڌو
۽ حقيقت ۾ خدا جي فضل کي سمجهيو. (٧) انهيءَ جي تعليم اوهان اسان
جي پياري همخدمت اِپفراس کان حاصل ڪئي، جيڪو اسان جي پاران
مسيح جو وفادار خادم آهي. (٨) هن اسان کي اوهان جي انهيءَ محبت بابت
به ٻڌايو، جيڪا پاڪ روح کان اوهان کي مليل آهي.
(٩) انهيءَ ڪري جنهن ڏينهن کان وٺي اسان اوهان جي باري ۾ ٻڌو آهي،
اوهان لاءِ خدا کان دعا گهرڻ ۽ هي عرض ڪرڻ کان بس نه ٿا ڪريون ته
شل هو سموري روحاني سياڻپ ۽ سمجهه وسيلي اوهان کي پنهنجي مرضيءَ
جي سڄاڻپ سان پري ڇڏي. (١٠) اها دعا اسين انهيءَ لاءِ ٿا گهرون ته جيئن
اوهين پنهنجي زندگي خداوند جي لائق گذاري سگهو، هن کي هر طرح
خوش رکي سگهو ۽ هر ڪنهن چڱي ڪم ۾ ڦلدار ٿيندي خدا جي سڃاڻپ
۾ وڌندا وڃو. (١١) شل اوهين هن جي جلال واري قدرت موجب هر طرح
جي طاقت سان مضبوط ٿيندا وڃو، ته جيئن خوشيءَ سان صبر ۽ تحمل
ڪري سگهو. (١٢) خدا پيءُ جا شڪرانا ڪندا رهو، جنهن اوهان کي روشنيءَ
واري بادشاهت ۾ پنهنجي قوم سان گڏ ورثي جا حصيدار ٿيڻ جي لائق
ڪيو آهي. (١٣) هن اسان کي اونداهيءَ جي چنبي مان ڇڏائي پنهنجي پياري
فرزند جي بادشاهت ۾ آندو، (١٤) جنهن جي وسيلي اسان کي ڇوٽڪارو،
يعني گناهن جي معافي ملي آهي.

## مسيح جي عظمت

(١٥) مسيح، ڏسڻ ۾ نه ايندڙ خدا جي ظاهري صورت آهي. هو ساري
مخلوقات کان مٿانهون آهي. (١٦) ڇالاءِجو هن جي وسيلي سڀ شيون، آسمان
۾ توڙي زمين تي، ڏسڻ ۾ ايندڙ توڙي ڏسڻ ۾ نه ايندڙ پيدا ڪيون ويون.
تخت هجن توڙي طاقتون، حڪومتون هجن توڙي اختياريون، سموريون

١:٧ ڪل ٤:١٢، فلي ٢٣ ١:١٤ اف ١:٧

شيون هن جي وسيلي ۽ هن جي لاءِ پيدا ٿيون آهن. ⑰ اهو ئي سڀني شين
کان اڳي موجود آهي ۽ سڀ شيون هن سان گڏ هئڻ ڪري قائم رهن ٿيون.
⑱ اهو ئي بدن، يعني ڪليسيا جو سر آهي. اهو ئي منڍ آهي ۽ اهو ئي پهريون
شخص آهي جيڪو مئلن منجهان جي اٿيو آهي، انهيءَ لاءِ ته سڀني ڳالهين
۾ هن کي اول درجو هجي. ⑲ ڇالاءِجو خدا کي اهو وڻيو ته سندس ساري
پرپوري انهيءَ ۾ رهي. ⑳ خدا چاهيو ٿي ته مسيح جي صليب تي وهايل رت
جي وسيلي صلح ڪري سندس معرفت سڀني شين جو پاڻ ۾ ميلاپ ڪري،
پوءِ اهي زمين تي هجن توڙي آسمان ۾.

㉑ ڪنهن وقت اوهين خدا کان ڇڄي ڌار ٿيل هئا ۽ پنهنجن بڇڙن
ڪمن جي ڪري پنهنجيءَ دل ۾ سندس دشمن ٿي پيا هئا. ㉒ پر هاڻي هن
اوهان کي مسيح جي جسماني موت جي وسيلي پاڻ سان آڻي ملايو آهي.
انهيءَ لاءِ ته هو اوهان کي پاڪ، بيعيب ۽ بيڏوهه بڻائي پنهنجي حضور
۾ حاضر ڪري. ㉓ بشرطيڪ اوهين پنهنجي ايمان جي بنياد تي مضبوط ۽
قائم رهو ۽ جيڪا خوشخبري اوهان ٻڌي آهي تنهن جي اميد نه ڇڏيو. انهيءَ
خوشخبريءَ جي منادي آسمان هيٺان رهندڙ هر ڪنهن ماڻهوءَ ۾ ڪئي ويئي
آهي، جنهن جو آءٌ پولس خادم ٿيو آهيان.

## پولس جي ڪليسيا لاءِ خدمت

㉔ هاڻي آءٌ انهن ڏکن جي ڪري خوش آهيان، جيڪي اوهان جي خاطر
پيو سهان. اهڙيءَ طرح آءٌ مسيح جي مصيبتن جي ڪمي سندس بدن، يعني
ڪليسيا جي لاءِ پنهنجي جسم ۾ پوري پيو ڪريان. ㉕ آءٌ خدا جي ڏنل
اختياريءَ موجب ڪليسيا جو خادم ٿيو آهيان، ته جيئن خدا جي ڪلام کي
اوهان وٽ پوريءَ طرح پيش ڪريان. ㉖ انهيءَ پيغام ۾ هڪ راز آهي، جيڪو
زمانن ۽ پيڙهين کان ڳجهو رکيو ويو هو. پر هاڻي اهو خدا جي قوم تي ظاهر
ڪيو ويو آهي. ㉗ انهن تي خدا اهو ظاهر ڪرڻ ٿي چاهيو ته انهيءَ راز جي
جلال ڀري دولت سڀني قومن لاءِ ڪيڏي نه آهي. اهو راز هي آهي ته مسيح
اوهان ۾ رهي ٿو ۽ اها ڳالهه اچڻ واري جلال جي اميد آهي.

---

۱:۱۸ اف ۱:۲۲-۲۳ ۱:۲۰ اف ۲:۱۶

㉘اسين هن جي ئي منادي ٿا ڪريون ۽ پوريءَ ڏاهپ سان هر ڪنهن
کي نصيحت ڪريون ۽ سيکاريون ٿا، ته جيئن هرهڪ کي مسيح سان
گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري ڪامل بڻائي پيش ڪريون. ㉙انهيءَ مقصد لاءِ
آءٌ سندس انهيءَ طاقت موجب جانفشانيءَ سان محنت ٿو ڪريان، جيڪا
مون ۾ زور سان اثر ڪري ٿي.

۲ ①آءٌ چاهيان ٿو ته اوهان کي خبر پوي ته اوهان لاءِ، لوديڪيا ۾ رهندڙن
لاءِ ۽ انهن سڀني لاءِ جن ذاتي طور منهنجو منهن نه ڏٺو آهي، آءٌ
ڪيتري قدر سخت محنت ٿو ڪريان. ②اهو آءٌ هن ڪري ٿو ڪريان ته
سندن دلين ۾ همت پيدا ٿئي ۽ اهي محبت سان پاڻ ۾ هڪ ٿي رهن ۽ پوري
سمجهه جي ڀرپور دولت حاصل ڪن، ته من خدا جي راز، يعني مسيح کان
واقف ٿين. ③هن ۾ ئي ڏاهپ ۽ علم جا سڀ خزانا لڪل آهن.
④هي آءٌ انهيءَ ڪري ٿو چوان ته متان ڪو ماڻهو گمراهه ڪندڙ مٺڙيون
ڳالهيون ڪري اوهان کي ڀلائي نه وجهي. ⑤ڇالاءِجو جيتوڻيڪ آءٌ جسماني
طور اوهان وٽ موجود نه آهيان، تڏهن به روحاني طور اوهان وٽ موجود
آهيان. آءٌ اوهان جو قاعدي پٽاندڙ هلڻ ۽ مسيح تي اوهان جي ايمان جي
پختائي ڏسي خوش ٿو ٿيان.

## ڀرپور زندگي

⑥تنهنڪري جهڙيءَ طرح اوهان عيسيٰ مسيح کي خداوند ڪري قبول
ڪيو آهي، تهڙيءَ طرح ساڻس گڏجي هڪ ٿي زندگي گذاريندا رهو.
⑦مسيح ۾ پاڙ ڄمائيندا ۽ مٿس پنهنجي زندگي اڏيندا وڃو. جيئن اوهان
کي تعليم ملي آهي، تيئن ايمان ۾ مضبوط ٿيندا وڃو ۽ بيحد شڪرگذاري
ڪندا رهو.
⑧خبردار رهجو، متان ڪو ماڻهو انهيءَ اجائي ۽ گمراهه ڪندڙ فيلسوفيءَ
سان اوهان کي شڪار ڪري نه وٺي، جيڪا ماڻهن جي روايتن ۽ هن دنيا جي
ابتدائي اصولن موجب آهي نه مسيح موجب. ⑨ڇالاءِجو خدا جي ذات جي
ساري ڀرپوري، مجسم طور مسيح ۾ ٿي رهي. ⑩مسيح سان گڏجي هڪ
ٿيڻ ڪري اوهان کي ڀرپور زندگي ملي آهي. هو هر حڪومت ۽ اختيار جو

سر آهي. ⑪ انهيءَ سان گڏجي هڪ ٿيڻ ڪري اوهان جو اهڙو طهر ٿيو آهي
جيڪو ماڻهن جي هٿن سان نہ، بلڪ مسيح ڪان ٿيو آهي. انهيءَ طهر سان
اوهان جي گناهن سان ڀريل فطرت کي لاٿو ويو آهي. ⑫ اوهين بپتسما جي
وسيلي مسيح سان گڏ دفن ٿيا ۽ خدا، جنهن کيس مئلن مان جيئاريو تنهن
جي قدرت تي ايمان رکڻ جي ڪري اوهين ساڻس گڏ جيئاري اٿاريا ويا.
⑬ جڏهن اوهين پنهنجن گناهن جي ڪري ۽ پنهنجي گناهن سان ڀريل
فطرت جي اڻطهريل هجڻ ڪري مئل هئا، تڏهن خدا اوهان کي مسيح
سان گڏ جيئرو ڪيو. هن اسان جا سڀئي گناهہ بخشي ڇڏيا، ⑭ ۽ پنهنجي
حڪمن جي انهيءَ دستاويز کي رد ڪري ڇڏيائين جيڪو اسان بابت ۽
اسان جي خلاف هو. هن انهيءَ کي صليب تي ڪوڪا هڻي پري ڪري
ڇڏيو. ⑮ خدا حڪومتن ۽ اختيار وارن کان هٿيار کسي کين کليو کلايو
تماشو بڻايو ۽ صليب جي وسيلي انهن تي، جيڪي قيدين وانگر هئا، فتحيابيءَ
جو شادمانو وڄايائين.
⑯ تنهنڪري ڪوبہ ماڻهو کاڌي پيتي، عيد، نئين چنڊ يا سبت جي
ڏينهن جي رسمن بابت اوهان تي تهمت نہ هڻي. ⑰ اهي شيون انهن شين
جو رڳو پاڇو آهن جيڪي بعد ۾ اچڻ واريون هيون، پر حقيقت تہ مسيح
پاڻ آهي. ⑱ ائين نہ ٿئي تہ ڪو ماڻهو ڪُوڙي نِوڙت ڪري ۽ ملائڪن جي
عبادت ڪرڻ کي پسند ڪري، اوهان کي انعام کٽڻ کان محروم رکي.
اهڙو ماڻهو ڏٺل شين ۾ محو ٿي پنهنجي جسماني عقل تي اجايو ڦونڊجي
ٿو. ⑲ اهو ماڻهو بدن جي سر يعني مسيح سان لاڳاپو نہ ٿو رکي، جنهن
سان سارو بدن، سنڌن ۽ ٻنڌن جي وسيلي پاڻ ۾ ڳنڍجي ٿو ۽ پرورش پائي
خدا جي مرضيءَ سان وڌندو ٿو وڃي.

## مسيح سان گڏ مرڻ ۽ جيئڻ

⑳ جڏهن اوهين مسيح سان گڏ هن دنيا جي ابتدائي اصولن بنسبت مري
ويا آهيو، تہ پوءِ ڇو اهڙي زندگي ٿا گذاريو جو ڄڻ تہ اوهين هن دنيا جا آهيو؟

---

٢:١٢ رو ٦:٤ ٢:١٣ اف ٢:١-٥ ٢:١٤ اف ٢:١٥ ٢:١٦ رو ١٤:١-٦
٢:١٩ اف ٤:١٦

ڇو اهڙن قاعدن جي تابعداري ٿا ڪريو جيڪي چون ٿا ته ㉑ هن شيءَ کي
هٿ نه لايو، هن کي نه چکو، هن کي نه ڇُهو؟ ㉒ اهي سڀ شيون ڪم آڻڻ
سان ناس ٿي وڃن ٿيون ۽ اهڙي قسم جا حڪم ۽ اهڙي تعليم انسانن جي
ناهيل آهي. ㉓ اهڙا قانون حقيقت ۾ پنهنجي ناهيل عبادت، ڪُوڙي نِوڙت ۽
بدن کي سختي ڏيڻ جي رستي سياڻپ جو رڳو ڏيک رکن ٿا، پر جسماني
خواهشن کي روڪڻ لاءِ اهي ڪنهن به ڪم جا نه آهن.

## پراڻي ۽ نئين زندگي

۳ ① تنهنڪري جڏهن ته اوهين مسيح سان گڏ جيئاريا ويا آهيو، تڏهن
انهن شين جي ڳولا ۾ رهو جيڪي آسمان ۾ آهن، جتي مسيح خدا
جي ساڄي پاسي ويٺو آهي. ② انهن شين سان دل لڳايو جيڪي آسمان ۾
آهن، نه انهن سان جيڪي زمين تي آهن. ③ ڇالاءِجو اوهين مري ويا آهيو
۽ اوهان جي زندگي هاڻي مسيح سان گڏ خدا جي حضور ۾ لڪل آهي.
④ جڏهن مسيح، جيڪو اوهان جي زندگي آهي، سو ظاهر ٿيندو تڏهن
اوهين به ساڻس گڏ جلوي ۾ ظاهر ٿي پوندا.
⑤ تنهنڪري اوهين پنهنجين انهن عادتن کي ماري ڇڏيو جيڪي زمين
تي آهن، يعني زناڪاري، ناپاڪي، شهوت پرستي، بريون خواهشون ۽ لالچ،
جيڪا بت‌پرستي آهي. ⑥ ڇالاءِجو انهن ڳالهين جي ڪري نافرمانن تي
خدا جو غضب نازل ٿئي ٿو. ⑦ اڳي اوهان ۾ به اهڙيون خواهشون هيون،
جڏهن اوهين انهن موجب زندگي گذاريندا هئا. ⑧ پر هاڻي اوهين اهڙيون
سڀ ڳالهيون يعني ڪاوڙ، غضب، بدخواهي، گلا ۽ گاريون ڏيڻ ڇڏي
ڏيو. ⑨ هڪ ٻئي سان ڪوڙ نه ڳالهايو، ڇوته اوهان پراڻي انسانيت کي
سندس عادتن سميت لاهي ڇڏيو آهي، ⑩ ۽ نئين انسانيت کي پهري ڇڏيو
آهي، جيڪا خدا جي پوري ڄاڻ سان پنهنجي خالق جي صورت موافق نئين
ٿيندي ٿي وڃي. ⑪ اتي نه ڪو يوناني آهي نه يهودي، نه ڪو طهريل آهي
نه اڻ‌طهريل، نه ڪو جهنگلي آهي نه وحشي، نه ڪو غلام آهي نه آزاد، پر
مسيح ئي سڀ ڪجهه آهي ۽ اوهان سڀني ۾ آهي.

---

۳:۱ زب ۱۱۰:۱    ۳:۹ اف ۴:۲۲    ۳:۱۰ پيد ۱:۲۶، اف ۴:۲۴

⑫ تنهنڪري جيئن خدا جا چونڊيل، پاڪ ۽ پيارا آهيو، تيئن رحمدليءَ،
مهربانيءَ، نوڙت، حليمائيءَ ۽ صبر کي پوشاڪ وانگر پهري ڇڏيو.
⑬ جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جو ڪنهن ڏانهن رنج هجي ته هڪ ٻئي
جي برداشت ڪريو ۽ هڪ ٻئي کي معاف ڪريو. جيئن خداوند اوهان کي
معاف ڪيو آهي تيئن اوهين به ڪريو. ⑭ انهن سڀني خوبين جي مٿان محبت
کي ڪمربند وانگر ٻڌو، جيڪا انهن کي مڪمل طور ٻڌيءَ ۾ رکي ٿي.
⑮ مسيح جو اطمينان، جنهن لاءِ اوهين هڪ بدن ڪري سڏيا ويا آهيو،
سو شل اوهان جي دلين تي حڪومت ڪري ۽ اوهين شڪرگذار رهو.
⑯ مسيح جي ڪلام کي پاڻ ۾ جهجهي انداز ۾ رهڻ ڏيو ۽ پوريءَ سياڻپ
سان هڪ ٻئي کي تعليم ڏيو ۽ نصيحت ڪريو. ان سان گڏ دل سان
خدا جي شڪرگذاري ڪندي زبور، گيت ۽ روحاني راڳ ڳايو. ⑰ اوهين
جيڪي به ڪريو، چوڻ يا ڪم ڪرڻ، سو سڀ خداوند عيسيٰ جي نالي تي
ڪريو ۽ سندس ئي وسيلي خدا پيءُ جا شڪرانا بجاءِ آڻيو.

## گهرو معاملن بابت

⑱ اي زالون! پنهنجن مڙسن جي تابعداريءَ ۾ رهو، ڇوته خداوند جون
هئڻ ڪري اوهان لاءِ اهو مناسب آهي.
⑲ اي مڙسو! پنهنجين زالن سان محبت رکو ۽ انهن تي سختي نه ڪريو.
⑳ اي ٻارو! پنهنجي ماءُپيءُ جي هر ڳالهه ۾ فرمانبرداري ڪريو، ڇالاءِجو
اها ڳالهه خداوند کي ڏاڍي پسند آهي.
㉑ اي پيئرو! پنهنجن ٻارن کي ڪڪ نه ڪريو، متان هو بيهمت ٿي پون.
㉒ اي غلامو! پنهنجي دنياوي مالڪن جا هر ڳالهه ۾ فرمانبردار رهو.
ماڻهن کي خوش ڪندڙن وانگر ڏيکاءَ لاءِ نه، پر صافدليءَ سان ۽ خداوند
جو خوف رکندي سندن خدمت ڪريو. ㉓ جيڪي به ڪريو سو دل سان
ڪريو، ائين سمجهي ته خداوند جي لاءِ ٿا ڪريو، نه ماڻهن جي لاءِ.

٣: ١٢-١٣ اف ٤: ٢ ٣: ١٣ اف ٤: ٣٢ ٣: ١٦-١٧ اف ٥: ١٩-٢٠
٣: ١٨ اف ٥: ٢٢، ١.پطر ٣: ١ ٣: ١٩ اف ٥: ٢٥، ١.پطر ٣: ٧ ٣: ٢٠ اف ٦: ١
٣: ٢١ اف ٦: ٤ ٣: ٢٢-٢٥ اف ٦: ٥-٨

(٢٤) ڇالاءِجو اوهين ڄاڻو ٿا تہ انهيءَ جي عيوض ۾ اوهان کي خداوند کان
ميراث ملندي. اوهين خداوند مسيح جي خدمت ٿا ڪريو. (٢٥) جيڪو
برائي ڪري ٿو تنهن کي پنهنجي برائيءَ جو بدلو ملندو ۽ ڪنهن جي بہ
طرفداري ڪانہ ٿي ٿئي.

**٤** (١) اي مالڪو! پنهنجن غلامن سان عدل ۽ انصاف جي هلت ڪريو،
ڇالاءِجو اوهين ڄاڻو ٿا تہ اوهان جو بہ هڪڙو مالڪ آهي جيڪو
آسمان ۾ آهي.

## وڌيڪ هدايتون

(٢) دعا ۾ مشغول رهو ۽ شڪرگذاريءَ سان انهيءَ ۾ هوشيار رهو. (٣) انهيءَ
سان گڏ اسان جي لاءِ بہ دعا گهرندا ڪريو تہ خدا اسان لاءِ ڪلام ٻڌائڻ
جو دروازو کولي، تہ جيئن اسين مسيح جي انهيءَ راز کي بيان ڪري سگهون
جنهن جي ڪري آءٌ قيد ۾ آهيان. (٤) دعا ڪريو تہ انهيءَ کي صاف طور
پڌرو ڪريان، جيئن مون کي ڪرڻ گهرجي.

(٥) هرهڪ موقعي جو فائدو وٺندي جيڪي ڪليسيا کان ٻاهر آهن، تن
سان سياڻپ سان هلت ڪريو. (٦) اوهان جي ڳالهہٻولهہ هميشہ فضيلت
واري ۽ سلوڻي هئڻ کپي، تہ جيئن اوهان کي خبر پوي تہ هرهڪ کي
ڪيئن مناسب جواب ڏجي.

## آخر ۾ دعا سلام

(٧) تُخِڪُس اوهان کي منهنجو سارو احوال ٻڌائيندو. هو پيارو ڀاءُ، سچو
خدمتگار ۽ خداوند جو هئڻ ڪري اسان جو همخدمت آهي. (٨) هن کي آءٌ
انهيءَ مقصد لاءِ اوهان ڏانهن موڪلي رهيو آهيان تہ اوهين اسان جي حالتن
بابت ڄاڻو ۽ هو اوهان جي دلين کي همٿائي. (٩) هن سان گڏ اُنيسمس کي
بہ موڪلي رهيو آهيان. هو اسان جو سچو ۽ پيارو ڀاءُ آهي ۽ اوهان مان ئي
هڪڙو آهي. اُهي اوهان کي هتي جون سڀ ڳالهيون ٻڌائيندا.

---

٣:٢٥ شر ١٠:١٧، اف ٦:٩ ٤:١ اف ٦:٩ ٤:٥ اف ٥:١٦
٤:٧ رس ٢٠:٤، ٢.تم ٤:١٢ ٤:٧-٨ اف ٦:٢١-٢٢ ٤:٩ فلي ١٠-١٢

(۱۰) ارسترخس، جيڪو مون سان گڏ قيد ۾ آهي، اوهان کي سلام چوي
ٿو. مرقس به، جيڪو برنباس جو سوٽ آهي اوهان کي سلام چوي ٿو.
هن بابت اوهان کي هدايتون ٿيل آهن ته جيڪڏهن هو اوهان وٽ اچي
ته سندس آڌرڀاءُ ڪجو. (۱۱) يشوع جنهن کي يوسٽس ڪري سڏيندا آهن،
تنهن به اوهان کي سلام ڏنا آهن. يهودين مان رڳو هي ٽي ماڻهو آهن، جن
خدا جي بادشاهيءَ لاءِ مون سان گڏجي ڪم ڪيو آهي. اهي منهنجي
گهڻي تسليءَ جو سبب پئي ٿيا آهن.
(۱۲) اِپفراس جيڪو اوهان مان هڪڙو آهي ۽ عيسيٰ مسيح جو غلام آهي،
سو اوهان کي سلام ٿو چوي. هو اوهان جي لاءِ هميشه گرمجوشيءَ سان دعا
ٿو گهري، ته جيئن اوهين ڪامل ٿيو، پوري يقين سان خدا جي مرضيءَ تي
هرهڪ ڳالهه ۾ قائم رهو. (۱۳) آءٌ سندس شاهدي ٿو ڏيان ته هو اوهان جي ۽
انهن جي لاءِ، جيڪي لوديڪيا ۽ هيراپلس ۾ آهن سخت محنت ٿو ڪري.
(۱۴) اسان جو پيارو دوست ڊاڪٽر لوقا ۽ ديماس اوهان کي سلام ٿا ڏين.
(۱۵) لوديڪيا شهر جي ڀائرن ۽ ڀينرن ۽ ڀيڻ نمفا ۽ سندس گهر ۾ جيڪا
ڪليسيا آهي، تن کي منهنجا سلام ڏجو. (۱۶) جڏهن هي خط اوهين پڙهي
وجو، تڏهن انهيءَ کي لوديڪيا جي ڪليسيا ۾ به پڙهيو وڃي. وري جيڪو
خط لوديڪيا ڏانهن موڪليو ويو آهي، اهو اوهين به پڙهجو. (۱۷) ان کان سواءِ
ارخپس کي چئجو ته جيڪو ڪم خداوند جي خدمت لاءِ تو کي مليو
آهي، تنهن کي ضرور پورو ڪجانءِ.
(۱۸) آءٌ پولس، هٿئي پنهنجي هٿن سان هي سلام لکي رهيو آهيان. منهنجي
قيد جي زنجيرن کي ياد رکجو. شل اوهان تي فضل هجي.

۴:۱۰ رس ۱۹:۲۹، ۲۷:۲، فلي ۲۴، رس ۱۲:۱۲،۲۵، ۱۳:۱۳، ۱۵:۳۷-۳۹
۴:۱۲ ڪل ۱:۷، فلي ۲۳ ۴:۱۴ ۲.تمر ۴:۱۰،۱۱، فلي ۲۴ ۴:۱۷ فلي ۲

# ۱.ٿسلونيڪين

## ٿسلونيڪين ڏانهن پولس رسول جو پهريون خط

### تعارف

ٿسلونيڪا شهر رومي بادشاهت جي صوبي مڪدونيا جي گاديءَ جو هنڌ هو. فلپي شهر ڇڏڻ کان پوءِ پولس رسول اتي ڪليسيا قائم ڪئي هئي. ٿوري وقت گذرڻ کان پوءِ يهودي پولس رسول سان حسد ڪرڻ لڳا، ڇاڪاڻتہ پولس اتي جي غير يهودين، جن اڳ يهوديت ۾ چاهہ ٿي رکيو تن ۾ ڪاميابيءَ سان مسيح جي پيغام جي تبليغ ڪري رهيو هو. پولس تي زور وڌو ويو تہ هو ٿسلونيڪا شهر ڇڏي بيريا شهر ڏانهن هليو وڃي. سو جڏهن هو ڪرنٿ شهر ۾ پهتو تہ اتي هن جي ساٿي ۽ همخدمت تيمٿيس کان ٿسلونيڪا جي باري ۾ ڪيس حال احوال مليو.

پولس جي هن خط لکڻ جو مقصد اهو هو تہ ايمان آڻيندڙن جي همتافزائي ڪجي ۽ کين تسلي ڏجي. پولس سندن ايماني جذبي ۽ پيار بابت ٻڌي خدا جو شڪر ادا ڪري ٿو. هو انهن کي ياد ڏياري ٿو تہ جڏهن هو ساڻن گڏ هو تہ هن ڪهڙيءَ طرح زندگي گذاري. پوءِ هو مسيح جي وري اچڻ جي باري ۾ ڪليسيا ۾ اٿاريل هنن سوالن جا جواب ڏئي ٿو: ڇا هڪ ايمان آڻيندڙ جيڪو مسيح جي وري اچڻ کان اڳ مري وڃي ٿو، سو اها دائمي زندگي ماڻيندو جيڪا مسيح آڻيندو؟ ۽ مسيح وري ڪڏهن ايندو؟ وغيره. پولس ان موقعي تي کين هدايت ڪري ٿو تہ هو صبر سان ڪم ڪندي مسيح جي وري اچڻ جو انتظار ڪندا رهن.

سِٽاءُ

| | |
|---|---|
| پيش لفظ | ۱:۱ |
| خدا جي شڪرگذاري ۽ تعريف | ۱:۲–۳:۱۳ |
| مسيحي هلت چلت بابت هدايتون | ۴:۱–۱۲ |
| مسيح جي اچڻ لاءِ تياري | ۴:۱۳–۵:۱۱ |
| آخري هدايتون | ۵:۱۲–۲۲ |
| دعا سلام | ۵:۲۳–۲۸ |

# ۱.ٿسلونيڪين

## ٿسلونيڪين ڏانهن پولس رسول جو پهريون خط

۱ (۱) هي خط پولس، سيلاس ۽ تيمٿيس جي طرفان آهي. هي ٿسلونيڪا
شهر جي ڪليسيا ڏانهن لکجي ٿو، جيڪا خدا پيءُ ۽ خداوند عيسيٰ
مسيح سان گڏجي هڪ ٿيل آهي.
شل اوهان تي فضل ۽ سلامتي هجي.

### ٿسلونيڪين جو ايمان ۽ مثالي زندگي

(۲) اسين هميشه اوهان سڀني جي لاءِ خدا جا شڪرانا بجاءِ ٿا آڻيون ۽
پنهنجين دعائن ۾ اوهان کي ياد پيا ڪريون. (۳) اسين پنهنجي خدا ۽ پيءُ
جي اڳيان اوهان جي ايمان جي ڪم، محبت واري محنت ۽ انهيءَ صبر
کي جيڪو اوهان کي اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح ۾ اميد رکڻ جي
ڪري آهي، سدائين ياد پيا ڪريون.
(۴) اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اسين ڄاڻون ٿا ته اوهين خدا جا پيارا ۽ چونڊيل آهيو.
(۵) ڇالاءِجو اسان جي خوشخبري اوهان وٽ نه رڳو لفظي طور پر قدرت،

۱:۱ رس ۱۷:۱

پاڪ روح ۽ پوري يقين سان پهتي آهي. اوهين ڄاڻو ٿا تہ اسين جڏهن اوهان
وٽ هئاسين تہ اوهان جي خاطر ڪهڙي زندگي گذاريسين. ⑥ اوهين اسان
وانگر هليا ۽ خداوند جا پيروي ڪندڙ ٿي ويا، ڇوتہ گهڻي مصيبت جي
هوندي بہ اوهان پاڪ روح جي مليل خوشيءَ سان خدا جو ڪلام قبول ڪيو.
⑦ ايتري قدر جو اوهين مڪدونيا ۽ اخيا پرڳڻن جي سڀني ايمان آڻيندڙن لاءِ
نمونو ٿيا. ⑧ اوهان ڪان نہ رڳو مڪدونيا ۽ اخيا ۾ خداوند جو پيغام ڦهليو
آهي، پر اوهان جو ايمان، جيڪو خدا تي آهي سو هر هنڌ مشهور ٿي ويو
آهي. تنهنڪري انهيءَ بابت اسان کي ڪجهہ بہ چوڻ جي ضرورت ڪانهي.
⑨ ڇالاءِجو اهي ماڻهو پاڻ ذڪر ٿا ڪن تہ ڪهڙيءَ طرح اوهان اسان جو
آڌرڀاءُ ڪيو. اهي ٻڌائين ٿا تہ ڪيئن اوهان بتن کي ڇڏي خدا ڏانهن ڦريا،
تہ جيئن سچي ۽ زنده خدا جي بندگي ڪريو ⑩ ۽ آسمان مان سندس فرزند
يعني عيسيٰ مسيح جي اچڻ جو انتظار ڪندا رهو، جنهن کي هن مئلن مان
جيئاريو. اهو اسان کي خدا جي ايندڙ غضب ڪان بچائي ٿو.

## پولس جي خدمت

**٢** ① اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اوهين پاڻ ڄاڻو ٿا تہ اسان جو اوهان وٽ اچڻ اجايو
ڪين ٿيو. ② اوهان کي خبر آهي تہ فلپي شهر ۾ ڏکن سهڻ ۽ بي‌عزت
ٿيڻ ڪان پوءِ بہ خدا اسان کي همت ڏني، جو سخت مخالفت جي باوجود
اسان اوهان کي سندس خوشخبري ٻڌائي. ③ ڇالاءِجو اسان جي نصيحت
گمراهہ ڪندڙ ناهي، نڪي ناپاڪيءَ يا ٺڳيءَ واري آهي. ④ بلڪ جيئن خدا
اسان کي قبول ڪري خوشخبري اسان جي حوالي ڪئي، تيئن ئي اسين
بيان ٿا ڪريون. اسين ماڻهن کي نہ پر خدا کي خوش ڪرڻ جي ڪوشش ٿا
ڪريون، جيڪو اسان جي دلين کي آزمائي ٿو. ⑤ ڇالاءِجو اوهان کي خبر
آهي تہ اسان ڪڏهن بہ خوشامند جي ڳالهہ نہ ڪئي آهي ۽ نہ ڪنهن ڳالهہ
کي لالچ جو پردو ڪيو اٿئون. انهيءَ جو خدا شاهد آهي. ⑥ اسان ماڻهن ڪان
تعريف ڪرائڻ نہ گهري، نہ اوهان ڪان، نہ ئي ڪنهن ٻئي ڪان، جيتوڻيڪ
اسين مسيح جا رسول ٿي اوهان تي اهڙو بار وجهي ٿي سگهياسين.

---

١:٦ رس ١٧:٥-٩    ٢:٢ رس ١٦:١٩-٢٤، ١٧:١-٩

(٧)پر اسين اوهان منجهه اهڙي نرميءَ سان رهياسين، جهڙيءَ طرح ماءُ
پنهنجن ٻارڙن کي پاليندي آهي. (٨)انهيءَ طرح اسان کي اوهان سان ايتري
محبت هئي جو نه رڳو خدا جي خوشخبري ٻڌائڻ لاءِ پر اوهان جي زندگيءَ
۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ به راضي هئاسين، ڇاڪاڻ‌ته اوهين اسان کي ايڏا پيارا
ٿي لڳا. (٩)اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اوهان کي اسان جي محنت ۽ مشقت ضرور
ياد هوندي، ڇالاءِجو اسان ڪنهن تي به بار نه ٿيڻ لاءِ رات ڏينهن پورهيو
ڪري اوهان کي خدا جي خوشخبري ٻڌائي.
(١٠)اوهين شاهد آهيو ۽ خدا به، ته ڪهڙيءَ طرح اسين اوهان ايمان آڻيندڙن
سان پاڪ، سچار ۽ بي‌عيب ٿي هلياسين. (١١)ڇالاءِجو اوهين ڄاڻو ٿا ته
جهڙيءَ طرح ڪو پيءُ پنهنجي ٻار سان هلندو آهي، تهڙيءَ طرح اسين به اوهان
مان هر هڪ سان هلياسين. (١٢)اسين اوهان کي همٿائيندا، دلداري ڏيندا ۽
سمجهائيندا رهياسين ته اوهين خدا جي لائق زندگي گذاريو، جيڪو اوهان
کي پنهنجي بادشاهت ۽ جلال ڏانهن سڏي ٿو.
(١٣)انهيءَ ڪري اسين به هميشه خدا جو شڪر ٿا ڪريون ته جڏهن اوهان
کي خدا جو پيغام مليو جيڪو اوهان اسان کان ٻڌو، تڏهن اوهان اهو ماڻهن
جو ڪلام نه پر جيئن حقيقت ۾ آهي تيئن خدا جو ڪلام سمجهي قبول
ڪيو. اهو ڪلام اوهان ايمان آڻيندڙن تي اثر به ڪري ٿو. (١۴)ڇالاءِجو
اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اوهين خدا جي انهن ڪليسيائن جا پوئلڳ ٿيا، جيڪي
يهوديه ۾ عيسيٰ مسيح سان گڏجي هڪ ٿيل آهن. اوهان به پنهنجي هم‌وطن
ماڻهن کان ساڳيون ئي تڪليفون سٺيون، جهڙيون انهن ڪليسيائن يهودين
کان سٺيون هيون. (١۵)يهودين خداوند عيسيٰ کي توڙي نبين کي ماري وڌو
۽ اسان کي به ستائي لوڌي ڪڍيائون. اهي خدا کي نه ٿا وڻن ۽ سڀني
ماڻهن جي برخلاف آهن. (١٦)اهي اسان کي روڪڻ جي ڪوشش ڪن ٿا
ته اسين غير قومن کي سندن ڇوٽڪاري جو ڪلام نه ٻڌايون. اهڙيءَ طرح
اهي پنهنجن گناهن جي گهڙي کي هميشه ڀريندا ٿا رهن. پر نيٺ انهن تي
خدا جو ڀرپور غضب اچي ڪڙڪيو آهي.

---

١۴:٢ رس ١٧:۵ ١۵:٢ رس ٩:٢٣، ٢٩، ١٣:۴۵، ۵٠، ١۴:٢، ۵، ١٩،
١٧:۵، ١٣، ١٨:١٢

## ٿسلونيڪين سان ملڻ لاءِ پولس جي سڪ

⑰اي ڀائرو ۽ ڀينرون! جڏهن اسين ٿوري عرصي جي لاءِ اوهان کان دلي
طور نه پر رڳو جسماني طور جدا ٿياسين، تڏهن ڏاڍي سڪ سان اوهان
جي منهن ڏسڻ لاءِ تمام گهڻي ڪوشش ڪئي سون. ⑱انهيءَ لاءِ اسان ۽
خاص طور مون پولس، هڪ کان وڌيڪ دفعا اوهان وٽ اچڻ جي خواهش
به ڪئي، پر شيطان اسان کي روڪيو. ⑲ڀلا، اسان جي اميد، اسان جي
خوشي ۽ اسان جي فخر جو تاج ڪير آهي؟ ڇا اسان جي خداوند عيسيٰ
جي اڳيان سندس اچڻ وقت اهي اوهين ئي نه هوندا؟ ⑳سچپچ اوهين ئي
اسان جو فخر ۽ خوشي آهيو.

٣ ①تنهنڪري جڏهن اسين اوهان کان جدا رهڻ وڌيڪ برداشت ڪري
نه سگهياسين، تڏهن اسان بهتر سمجهيو ته اٿينس شهر ۾ اڪيلا
ئي رهجي وڃون. ②سو تيمٿيس، اسان جي ڀاءُ ۽ مسيح جي خوشخبري
ڦهلائڻ ۾ جيڪو خدا سان گڏ ڪم ڪندڙ آهي، تنهن کي اوهان ڏانهن
موڪليوسين. انهيءَ لاءِ ته هو اوهان کي ايمان ۾ مضبوط ڪري ۽ ان جي
باري ۾ اوهان کي همٿائي. ③اسين نه ٿا چاهيون ته انهن مصيبتن جي ڪري
ڪنهن جي دل هارجي. ڇالاءِجو اوهين پاڻ چڱيءَ طرح ڄاڻو ٿا ته اسين
انهن لاءِ ئي مقرر ٿيا آهيون. ④حقيقت ۾ جڏهن اسين اوهان وٽ هئاسين
تڏهن اوهان کي اڳيئي چيو هوسين ته اسان کي مصيبت سهڻي پوندي. اوهين
چڱيءَ طرح ڄاڻو ٿا ته ائين ئي ٿيو. ⑤انهيءَ سبب جڏهن آءٌ وڌيڪ برداشت
ڪري نه سگهيس، تڏهن اوهان جي ايمان بابت معلوم ڪرڻ لاءِ تيمٿيس
کي موڪليم. مون کي ڊپ هو ته متان ڪنهن طرح آزمائڻ واري، يعني
شيطان اوهان کي آزمايو هجي ۽ اسان جي محنت بيڪار ويئي هجي.

### تيمٿيس جو همٿائيندڙ احوال

⑥پر هاڻي تيمٿيس اوهان وٽان ٿي واپس آيو ۽ اوهان جي ايمان ۽ محبت
جي باري ۾ سٺي خبر ڏنائين. هن اسان کي ٻڌايو آهي ته اوهين اسان کي

١:٢ ١٥:١٧ ٦:٢ رس ٥:١٨

هميشه دل سان ياد پيا ڪريو ۽ اسان جي ڏسڻ جي گهڻي سڪ اٿوَ جهڙيءَ
طرح اسان کي به اوهان جي آهي. ⑦ تنهنڪري اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اسان کي
پنهنجي سموري تنگيءَ ۽ مصيبت ۾ به اوهان جي ايمان جي ڪري اوهان
بابت تسلي ٿي. ⑧ هاڻي اسين حقيقي زندگي گذاريون ٿا, ڇالاءِ جو اوهين
خداوند تي ايمان آڻي قائم رهو ٿا. ⑨ اسان کي پنهنجي خدا جي اڳيان اوهان
جي ڪري ڪيڏي نه خوشي حاصل ٿي آهي. انهيءَ خوشيءَ جي ڪري اسين
ڪهڙيءَ طرح اوهان لاءِ خدا جي شڪرگذاري ادا ڪريون؟ ⑩ اسين رات
ڏينهن تمام گهڻي دعا گهرندا ٿا رهون ته شل وري اوهان جو منهن ڏسون ۽
اوهان جي ايمان ۾ جيڪا گهٽتائي آهي سا پوري ڪريون.
⑪ هاڻي شل اسان جو خدا ۽ پيءُ پاڻ ۽ اسان جو خداوند عيسيٰ اوهان
وٽ اچڻ لاءِ اسان جي راهه تيار ڪري. ⑫ جهڙيءَ طرح اسان کي اوهان
سان محبت آهي, تهڙيءَ طرح خداوند شل اوهان جي محبت به هڪ ٻئي
لاءِ, بلڪ سڀني لاءِ گهڻي ڪري ۽ بيحد وڌائي. ⑬ شل هو اوهان جي
دلين کي اهڙو مضبوط ڪري جو جڏهن اسان جو خداوند عيسيٰ پنهنجي
سڀني پوئلڳن سان اچي, تڏهن اسان جي خدا ۽ پيءُ جي اڳيان اوهين
پاڪ ۽ بيءيب هجو.

## خدا کي وڻندڙ زندگي

٤ ① مطلب ته, اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اسان اوهان کي سيکاريو هو ته خدا
کي خوش ڪرڻ لاءِ ڪيئن زندگي گذارجي. سچپچ ته اوهين اهڙي
زندگي گذاري به رهيا آهيو. هاڻي اسين اوهان کي خداوند عيسيٰ جي نالي
تي منٿ ٿا ڪريون ۽ نصيحت ٿا ڏيون ته اوهين انهيءَ ۾ اڃا به وڌندا وڃو.
② ڇالاءِ جو اوهين ڄاڻو ٿا ته اسان اوهان کي خداوند عيسيٰ جي طرفان
ڪهڙا ڪهڙا حڪم ڏنا.

③ سو خدا جي مرضي اها آهي ته اوهين پاڪ رهو ۽ هر قسم جي
زناڪاريءَ کان پاسو ڪريو. ④ اوهان مان هر ڪو ماڻهو پنهنجي بدن کي
پاڪ ۽ عزت واري نموني ۾ تابع رکڻ سکي, ⑤ يعني شهوت جي جوش ۾
انهن قومن وانگر نه گذاريو, جيڪي خدا کي نه ٿيون سڃاڻين. ⑥ سو انهيءَ

معاملي ۾ ڪو به ماڻهو پنهنجي همايمان سان زيادتي يا ٺڳي نه ڪري. جيئن
ته اسان اڳيئي اوهان کي ٻڌايو ۽ خبردار ڪيو آهي ته خداوند اهڙن سڀني
گناهن جي سزا ڏيندو. ⑦ ڇالاءِجو خدا اسان کي ناپاڪ زندگي گذارڻ
لاءِ نہ، پر پاڪ زندگي گذارڻ لاءِ سڏيو آهي. ⑧ تنهنڪري جيڪو هيءَ
تعليم رد ٿو ڪري سو ماڻهوءَ کي نه بلڪ خدا کي رد ٿو ڪري، جيڪو
اوهان کي پنهنجو پاڪ روح ڏئي ٿو.
⑨ هاڻي ڀائرن واري محبت بابت اوهان ڏانهن ڪجھ لکڻ جي ضرورت
ڪانهي. ڇالاءِجو اوهان پاڻ هڪ ٻئي سان محبت ڪرڻ جي تعليم خدا
کان حاصل ڪئي آهي. ⑩ سچپچ ته اوهين پوري مڪدونيا جي سڀني
ايمان وارن سان محبت ڪريو ٿا. تڏهن به اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اسين
اوهان کي تاڪيد ٿا ڪريون ته انهيءَ ۾ اڃا به وڌندا وڃو. ⑪ جهڙيءَ
طرح اسان اوهان کي ٻڌايو آهي، تهڙيءَ طرح ڪوشش ڪري صبر سان
زندگي گذاريو. پنهنجي ڪم سان ڪم رکو ۽ پنهنجن هٿن سان پورهيو
ڪريو. ⑫ انهيءَ طرح اوهان کي پنهنجي روزاني هلت جي ڪري، جيڪي
ڪليسيا کان ٻاهر آهن تن کان عزت حاصل ٿيندي ۽ اوهين ڪنهن جا
به محتاج نه ٿيندا.

## خداوند جو اچڻ

⑬ هاڻي اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اسين نه ٿا چاهيون ته جيڪي مري ويا آهن
تن بابت اوهين بيخبر رهو، يا انهن وانگر غمگين ٿيو جن کي اميد ئي
ڪانهي. ⑭ ڇالاءِته جيئن اسين هي مڃون ٿا ته عيسيٰ مري ويو ۽ وري
جي اٿيو، تيئن اسين هي به مڃون ٿا ته جيڪي عيسيٰ جي ايمان ۾ مري
ويا آهن، تن کي به خدا عيسيٰ سان گڏ پاڻ وٽ گهرائيندو. ⑮ انهيءَ ڪري
اسين اوهان کي خداوند جي ڪلام موجب ٿا چئون ته اسين، جيڪي
اڃا تائين جيئرا آهيون ۽ خداوند جي اچڻ تائين جِيَئرا رهنداسين سي انهن
کان، جيڪي مري ويا آهن، ڪنهن به طرح اڳتي ڪين ٿي ويندا سين.
⑯ ڇالاءِجو وڏي واڪي سان، وڏي ملائڪ جي آواز سان ۽ خدا جي بگل

١٥:٤-١٧ ١.ڪر ١٥:٥١-٥٢

وڄڻ سان خداوند پاڻ آسمان مان هيٺ لهندو. پوءِ جيڪي مسيح جي ايمان
۾ مري ويا آهن سي پهريائين جي اٿندا. (١٧) انهيءَ کان پوءِ اسين، جيڪي
اجا تائين جيئرا ۽ ڇڏيل هونداسين سي انهن سان گڏ مٿي ڪڪرن ۾ کنيا
وينداسين، ته جيئن هوا ۾ خداوند سان ملاقات ڪريون. اهڙيءَ طرح اسين
هميشه خداوند سان گڏ رهنداسين. (١٨) تنهنڪري اوهين انهن ڳالهين سان
هڪ ٻئي کي همٿائيندا رهو.

## خداوند جي اچڻ لاءِ سجاڳ رهو

٥ (١) هاڻي اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اسان کي وقتن ۽ زمانن جي باري ۾ اوهان
ڏانهن ڪجهه لکڻ جي ضرورت ڪانهي. (٢) ڇالاءِجو اوهين پاڻ
چڱيءَ طرح ڄاڻو ٿا ته جيئن رات جو ڪو چور تو اچي تيئن خداوند جو
ڏينهن اوچتو ايندو. (٣) جنهن وقت ماڻهو پيا چوندا ته امن ۽ سلامتي آهي،
انهيءَ وقت جيئن پيٽ واري عورت کي سور ٿيندا آهن تيئن اوچتو ئي اوچتو
مٿن تباهي اچي نازل ٿيندي ۽ اهي هرگز نه بچندا.
(٤) پر اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اوهين اونداهيءَ ۾ نه آهيو جو اهو ڏينهن چور
وانگر اوهان مٿان اچي پوي. (٥) بلڪ اوهان سڀني جو روشنيءَ ۽ ڏينهن سان
گهاٽو تعلق آهي. اسان جو رات يا اونداهيءَ سان ڪوبه تعلق ڪونهي.
(٦) تنهنڪري اسين ٻين وانگر سمهي نه رهون، پر اچو ته جاڳندا ۽ هوشيار
رهون. (٧) ڇالاءِجو جيڪي سمهي رهن ٿا سي رات جو ئي ٿا سمهن ۽
جيڪي نشي ۾ چور ٿا ٿين سي رات جو ئي نشو ٿا ڪن. (٨) پر اسين ڏينهن
وارا آهيون، تنهنڪري اچو ته ايمان ۽ محبت جي زره ڍڪي ۽ ڇوٽڪاري
جي اميد جو لوهو ٽوپ پائي هوشيار رهون. (٩) ڇالاءِجو خدا اسان کي غضب
سهڻ لاءِ نه، بلڪ انهيءَ لاءِ مقرر ڪيو آهي ته اسين پنهنجي خداوند عيسيٰ
مسيح جي وسيلي ڇوٽڪارو حاصل ڪريون. (١٠) هو اسان جي خاطر مئو،
انهيءَ لاءِ ته اسين جيئرا هجون يا مئل، ته به ساڻس گڏ جيئون. (١١) تنهنڪري
هڪ ٻئي کي همٿائيندا ۽ هڪ ٻئي جي ترقيءَ جا باعث ٿيندا رهو، جيئن
سچپچ اوهين ڪريو به پيا.

٥:٢ مت ٢٤:٤٣، لو ١٢:٣٩، ٢.پط ٣:١٠ ٥:٨ يس ٥٩:١٧، اف ٦:١٣-١٧

## آخري هدايتون

(١٢) اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اسين اوهان کي عرض ٿا ڪريون ته انهن ماڻهن جي
عزت ڪريو، جيڪي اوهان منجهه سخت محنت ٿا ڪن. اهي خداوند جا
هٿڻ ڪري اوهان جا اڳواڻ آهن ۽ اوهان کي نصيحت ٿا ڪن. (١٣) سندن
محنت جي ڪري محبت سان کين وڏي عزت ڏيو.
اوهين پاڻ ۾ صلح سانت سان رهو. (١٤) اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اسين اوهان کي
نصيحت ٿا ڪريون ته اجايو وقت وڃائڻ وارن کي سمجهايو، بزدل ماڻهن
کي همٿايو، هيڻن جي مدد ڪريو ۽ سڀني سان ڏاڍي صبر سان پيش اچو.
(١٥) خبردار، ڪوبه ڪنهن سان بديءَ جي عيوض بدي نه ڪري، بلڪ هڪ
ٻئي سان ۽ سڀني ماڻهن سان هميشه نيڪي ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو.
(١٦) هر وقت خوش رهو. (١٧) سدائين دعا گهرندا رهو. (١٨) هر حالت ۾
شڪرگذاري ڪريو، ڇالاءِجو عيسيٰ مسيح جا هٿڻ ڪري اوهان بابت خدا
جي اها ئي مرضي آهي. (١٩) پاڪ روح، جيڪو باهه مثل آهي تنهن کي نه
وسايو. (٢٠) جيڪڏهن ڪو نبين وانگر خدا جو پيغام ٻڌائي ٿو ته ان پيغام کي
اجايو نه سمجهو. (٢١) سڀني ڳالهين کي پرکيو، جيڪا چڱي هجي تنهن کي
اختيار ڪريو. (٢٢) هر قسم جي برائيءَ کان پاسو ڪريو.
(٢٣) شل اطمينان بخشيندڙ خدا پاڻ اوهان کي پوريءَ طرح پاڪ ڪري.
شل هو اوهان جي روح، جان ۽ بدن يعني اوهان کي مڪمل طور اسان
جي خداوند عيسيٰ مسيح جي اچڻ تائين بي‌عيب رکي. (٢٤) جنهن اوهان کي
سڏيو آهي، سو سچو آهي ۽ هو ائين ئي ڪندو.
(٢٥) اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اسان جي لاءِ دعا گهرو. (٢٦) سڀني ايمان وارن کي
پيار سان ملي سلام ڏجو، (٢٧) ۽ آءٌ خداوند کي حاضرناظر ڄاڻي اوهان کي
تاڪيد ٿو ڪريان ته هي خط کين پڙهي ٻڌائجو.
(٢٨) شل اوهان تي اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح جو فضل هجي.

# ۲.تسلونيڪين

## تسلونيڪين ڏانهن پولس رسول جو ٻيو خط

### تعارف

تسلونيڪا جي ڪليسيا ۾ مسيح جي وري موٽي اچڻ بابت مونجهاري ڏقيڙ پيدا ڪري ڇڏيا. پولس رسول جو تسلونيڪين ڏانهن هي ٻيو خط انهيءَ غلطفهميءَ کي دور ڪرڻ جي باري ۾ آهي ته خداوند مسيح جي موٽي اچڻ جو ڏينهن اڳ ئي گذري چڪو آهي. پولس رسول انهيءَ بابت وضاحت ڪري ٿو ته مسيح جي موٽي اچڻ کان اڳ ۾ گناهه ۽ بڇڙائي هڪڙي بڇڙي ماڻهوءَ جي اڳواڻيءَ ۾ عروج تي پهچندا، جنهن کي هو ”وڳوڙي“ سڏيندي ٻڌائي ٿو ته اهو مسيح جي مخالفت ڪندو.

هن خط ۾ پولس رسول پنهنجي پڙهندڙن تي خاص طور هنن ڳالهين لاءِ زور ڏئي ٿو ته هو پنهنجي عقيدي ۾ مضبوط رهن، جيتوڻيڪ انهن کي ڏک ۽ تڪليفون برداشت ڪرڻيون پون ٿيون. هو اهڙي نموني محنت ۽ مشقت ڪندا رهن، جيئن پولس رسول ۽ سندس ساٿين ڪئي ۽ چڱائي ڪرڻ ۾ هميشه اڳرائي ڪندا رهن.

### سِٽاءُ


| | |
|---|---|
| پيش لفظ | ۱:۱-۲ |
| تسلونيڪي ڪليسيا جي واکاڻ | ۱:۳-۱۲ |
| مسيح جي اچڻ جي باري ۾ هدايتون | ۲:۱-۱۷ |
| مسيح تي ايمان آڻيندڙن جي چال چلت بابت هدايتون | ۳:۱-۱۵ |
| دعا سلام | ۳:۱۶-۱۸ |

# ۲.تسلونيڪين

## تسلونيڪين ڏانهن پولس رسول جو ٻيو خط

۱ ① هي خط پولس، سيلاس ۽ تيمٿيس جي طرفان آهي. هي ٿسلونيڪا
شهر جي ڪليسيا ڏانهن لکجي ٿو، جيڪا اسان جي پيءُ خدا ۽
خداوند عيسيٰ مسيح سان گڏجي هڪ ٿيل آهي.
② خدا پيءُ ۽ خداوند عيسيٰ مسيح جي طرفان شل اوهان تي فضل ۽
سلامتي هجي.

### حوصلو رکو، انصاف ٿيندو

③ اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اسان جو فرض آهي ته اوهان جي لاءِ هميشه خدا
جو شڪر ڪريون. هي انهيءَ ڪري مناسب آهي ته اوهان جو ايمان گهڻو
وڌندو ٿو وڃي ۽ اوهان سڀني جي محبت هڪ ٻئي لاءِ زياده ٿيندي وڃي
ٿي. ④ تنهنڪري اسين پاڻ خدا جي ڪليسيائن ۾ اوهان بابت فخر ٿا
ڪريون جو جيڪي ظلم ۽ مصيبتون اوهين سهو ٿا، تن سڀني ۾ اوهان
جو صبر ۽ ايمان ظاهر ٿو ٿئي.
⑤ انهن ڳالهين مان ثابت آهي ته خدا جو انصاف سچو آهي. انهيءَ جي
نتيجي ۾ اوهين خدا جي بادشاهت جي لائق ليکبا، جنهن جي لاءِ اوهين
ڏک به سهو ٿا پيا. ⑥ خدا عادل آهي. هو اوهان جي ڏک ڏيڻ وارن کي بدلي
۾ ڏک ڏيندو ⑦ ۽ اوهان ڏک سهڻ وارن کي اسان سان گڏ آرام ڏيندو. هي
انهيءَ وقت ٿيندو جڏهن خداوند عيسيٰ پنهنجي طاقتور ملائڪن سان گڏ
ٻرندڙ باهه ۾ آسمان مان ظاهر ٿيندو. ⑧ هو انهن کي سزا ڏيندو جيڪي
خدا کي نه ٿا سڃاڻين ۽ جيڪي اسان جي خداوند عيسيٰ جي خوشخبريءَ

۱:۱ رس ۱۷:۱

ڪي نه ٿا مڃين. (٩) اهي خداوند جي حضور کان ۽ سندس قدرت جي
عظمت کان پري رهندا ۽ کين هميشه جي لاءِ برباد ٿيڻ جي سزا ملندي.
(١٠) اهو مسيح جي اچڻ واري ڏينهن تي ٿيندو، جڏهن هن جا پاڪ ٿيل، يعني
جن ايمان آندو آهي سي سڀ سندس واکاڻ ۽ تعظيم ڪندا. انهن ۾ اوهين
به شامل هوندا، ڇالاءِجو اوهان اسان جي شاهديءَ تي ايمان آندو.
(١١) انهيءَ ڪري اسين هميشه اوهان لاءِ دعا گهرندا رهندا آهيون، ته شل
اسان جو خدا اوهان کي پنهنجي ڪوٺ جي لائق ڄاڻي. شل هو پنهنجي
قدرت سان اوهان جي هر نيڪ خواهش ۽ ايمان واري ڪم کي پورو ڪري.
(١٢) اسين هيءَ دعا انهيءَ لاءِ گهرندا آهيون ته جيئن اسان جي خدا ۽ خداوند
عيسيٰ مسيح جي فضل موجب، اسان جي خداوند عيسيٰ جو نالو اوهان جي
وسيلي ۽ اوهين هن جي وسيلي عزت پايو.

## وڳوڙي ماڻهو

٢ (١) اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اسين پنهنجي خداوند عيسيٰ مسيح جي اچڻ
۽ هن وٽ اسان جي گڏ ٿيڻ بابت اوهان کي منٿ ٿا ڪريون، (٢) ته
اوهين اهو سمجهي ڄڻ ته خداوند جو ڏينهن اڳيئي اچي ويو آهي، پنهنجن
خيالن ۾ سولائيءَ سان ڏانواڏول نه ٿيو. نڪي اوهين پريشان ٿيو، نه ڪنهن
اڳڪٿيءَ کان، نه ڪنهن افواهه کان ۽ نه ڪنهن خط کان جيڪو اسان
وٽان آيل سمجهو. (٣) ڪنهن به طرح ڪنهن ماڻهوءَ جي فريب ۾ نه اچجو.
ڇالاءِجو اهو ڏينهن تيستائين نه ايندو، جيستائين ماڻهو پهرين خدا کان ڦري
نه وڃن ۽ وڳوڙي ماڻهو جنهن جي پڇاڙي بربادي آهي ظاهر نه ٿئي. (٤) هو
پاڻ کي انهن سڀني کان مٿانهون ڄاڻيندڙ ۽ انهن جي مخالفت ڪندڙ آهي،
جيڪي خدا يا معبود ٿا سڏجن، ايتري قدر جو هو خدا جي هيڪل ۾
ويهي پاڻ کي خدا مشهور ڪندو.
(٥) اوهان کي ياد ناهي ڇا ته جڏهن آءٌ اوهان وٽ هوس، تڏهن اوهان
کي اهي ڳالهيون ٻڌائيندو هوس؟ (٦) هاڻ اوهين ڄاڻو ٿا ته اها ڪهڙي طاقت
آهي جيڪا هن وڳوڙيءَ کي روڪيو بيٺي آهي، انهيءَ لاءِ ته هو پنهنجي

٩:١ يس ٢:١٠   ٢:١ ١.ٿس ٤:١٥-١٧   ٢:٤ دان ١١:٣٦، حز ٢٨:٢

پوري وقت تي ظاهر ٿئي. ⑦چالاڪيءَ جو وڳوڙ جي ڳجهي طاقت اڳيئي اثر
ڪندي تي رهي. پر هاڻي ان کي هڪ روڪڻ وارو آهي، جيڪو ڪيس
تيستائين روڪيندو رهندو، جيستائين هن کي رستي کان هٽايو نه ويندو.
⑧تنهن کان پوءِ اهو وڳوڙي ظاهر ٿيندو، جنهن کي خداوند عيسيٰ پنهنجي
وات جي ڦوڪ سان ماري وجهندو ۽ پنهنجي اچڻ جي جلوي سان چٽ
ڪري ڇڏيندو. ⑨انهيءَ وڳوڙيءَ جو اچڻ شيطان جي عمل موجب ٿيندو،
جنهن جي پوري طاقت سان هو ڪوڙيون ڪرامتون ۽ عجيب مگر ڪوڙا
ڪم ڪري ڏيکاريندو. ⑩هو برباد ٿيڻ وارن کي هر قسم جي بڇڙائيءَ سان
فريب ڏيندو. اهي ماڻهو انهيءَ ڪري برباد ٿيندا جو سچ جي محبت اختيار
نه ڪيائون، جنهن سان سندن ڇوٽڪارو ٿئي ها. ⑪اهو ئي سبب آهي جو
خدا هنن تي گمراهيءَ جو اثر وجهندو، ته جيئن هو ان ڪوڙ کي مڃين.
⑫انهيءَ لاءِ ته جيڪي سچ تي ايمان نه ٿا آڻين ۽ بڇڙائيءَ ۾ خوش ٿا رهن،
تن سڀني کي ڏوهي ٺهرايو وڃي.

## ثابت قدم رهو

⑬پر اي ڀائرو ۽ ڀينرون! خداوند جا پيارا! اسان جو فرض آهي ته اوهان
جي لاءِ خدا جا شڪرانا بجاءِ آڻيون، ڇالاءِجو خدا شروع کان ئي اوهان
کي انهيءَ لاءِ چونڊي ڇڏيو هو ته روح جي وسيلي پاڪ ٿي ۽ سچ تي
ايمان آڻي ڇوٽڪارو حاصل ڪريو. ⑭هن اوهان کي اسان جي خوشخبريءَ
جي وسيلي انهيءَ لاءِ سڏيو، ته جيئن اوهين اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح
جي عظمت ۾ ڀائيوار ٿيو. ⑮تنهنڪري اي ڀائرو ۽ ڀينرون! ثابت قدم رهو
۽ انهن ڳالهين تي قائم رهو، جيڪي اسان اوهان کي زباني يا خط جي
وسيلي سيکاريون آهن.
⑯شل اسان جو خداوند عيسيٰ مسيح پاڻ ۽ اسان جو پيءُ خدا، جنهن
اسان سان محبت رکي ۽ پنهنجي فضل جي ڪري اسان کي هميشه جي
تسلي ۽ چڱي اميد ڏني، ⑰سو اوهان جي دلين کي همت ڏئي ۽ هر چڱي
ڪم ڪرڻ ۽ چوڻ جي طاقت بخشي.

٢:٨ يس ١١:٤ ٢:٩ مت ٢٤:٢٤

## اسان لاءِ دعا گهرو

٣ ①مطلب ته اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اسان جي لاءِ دعا گهرو ته خداوند
جو پيغام جلد ڦهلجي ۽ عزت سان قبول ڪيو وڃي، جيئن اوهان
منجهه آهي. ②هيءَ به دعا گهرو ته اسين ڏنگن ۽ بڇڙن ماڻهن کان بچيل
رهون، ڇالاءِجو هرهڪ ۾ ايمان ڪونهي. ③پر خداوند سچو آهي. هو
اوهان کي مضبوط ڪندو ۽ انهيءَ بڇڙي کان بچائيندو. ④خداوند جا هئڻ
ڪري اسان کي اوهان بابت اهو يقين آهي ته جيڪي حڪم اسين اوهان
کي ڏيون ٿا، تن تي اوهين عمل ڪريو ٿا ۽ اڳتي به ڪندا رهندا. ⑤شل
خداوند اوهان جي دلين کي اهڙي هدايت ڪري جو اوهين خدا جي محبت
۽ مسيح جو صبر حاصل ڪريو.

## چستيءَ لاءِ تاڪيد

⑥اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اسين پنهنجي خداوند عيسيٰ مسيح جي نالي
تي اوهان کي حڪم ٿا ڏيون ته اوهين هر انهيءَ ڀاءُ کان پاسو ڪريو،
جيڪو اجايو وقت ٿو وڃائي ۽ اسان کان مليل تعليم موجب زندگي نه ٿو
گذاري. ⑦اوهين پاڻ ڄاڻو ٿا ته ڪهڙيءَ طرح اوهان کي اسان جي پيروي
ڪرڻ گهرجي. ڇالاءِجو اسين جڏهن اوهان وٽ هئاسين ته اجايو وقت نه
وڃايوسين. ⑧ڪنهن جي ماني مفت نه کاڌيسين بلڪ محنت ۽ مشقت
ڪري رات ڏينهن پورهيو ڪيوسين، انهيءَ لاءِ ته اوهان مان ڪنهن تي به بار
نه ٿيون. ⑨اسان ائين انهيءَ لاءِ نه ڪيوسين ته اسان کي اهڙي مدد جو حق
نه هو، پر انهيءَ لاءِ ڪيوسين ته اسين پاڻ کي اوهان جي لاءِ نمونو بڻايون ته
جيئن اوهين اسان جي پيروي ڪريو. ⑩جڏهن اسين اوهان وٽ هئاسين،
تڏهن به اوهان کي اهو حڪم ڏنو هوسين ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪم
ڪرڻ نه چاهي ته اهو کائي به نه.

⑪پر اسين ٻڌون ٿا ته اوهان مان ڪي ماڻهو اجايو وقت ٿا وڃائين.
اهي ڪوبه ڪم ڪونه ٿا ڪن، بلڪ ٻين جي ڪمن ۾ ٽپيو ٿا پون.
⑫اسين خداوند عيسيٰ مسيح جي اختيار سان اهڙن ماڻهن کي حڪم ٿا

ڏيون ۽ نصيحت ٿا ڪريون تہ اهي ماٺ ڪري گذارين ۽ پورهيو ڪري
پنهنجي ماني ڪائين. ⑬ پر اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اوهين نيڪي ڪرڻ ۾
ڪڏهن نہ ٿڪجو.
⑭ جيڪڏهن ڪو ماڻهو اسان جي هن خط واري ڳالهہ کي نہ مڃي
تہ انهيءَ کي ڌيان ۾ رکو. انهيءَ سان صحبت نہ رکوم انهيءَ لاءِ تہ هو
شرمندو ٿئي. ⑮ تنهن هوندي بہ هن کي دشمن نہ سمجهوم بلڪ ايمان
وارو سمجهي کيس تنبيهہ ڪريو.

## آخر ۾ دعا سلام

⑯ هاڻي اطمينان بخشيندڙ خداوند پاڻ ئي اوهان کي هميشہ ۽ هر طرح
سان اطمينان ڏئي. شل خداوند اوهان سيني ساڻ هجي.
⑰ آءٌ پولس، پنهنجي هٿ سان هي سلام لکي رهيو آهيان. منهنجي هر
خط ۾ اها نشاني آهي. آءٌ ائين ئي لکندو آهيان.
⑱ شل اوهان سيني تي اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح جو فضل هجي.

# ١.تيمٿيس

## تيمٿيس ڏانهن پولس رسول جو پهريون خط

### تعارف

ايشيا ڪنڊ ۾ مسيح تي ايمان آڻيندڙن مان تيمٿيس هڪ نوجوان خدمتگار هو. سندس ماءُ يهودڻ هئي ۽ پيءُ يوناني هو. هو تبليغي ڪم ۾ پولس رسول جو ساٿي ۽ مددگار بڻيو. پولس رسول جو تيمٿيس ڏانهن هي پهريون خط ٽن اهم ڳالهين جي باري ۾ آهي.

هن خط ۾ سڀ کان پهريائين پولس رسول اِفسس جي ڪليسيا ۾ ڏني ويندڙ انهيءَ ڪوڙي تعليم جي باري ۾ تيمٿيس کي آگاهه ڪري ٿو جيڪا يهودين ۽ غير يهودين جي خيالن جو ميلاپ هئي. انهيءَ جو بنياد سندن ان عقيدي تي هو تهماديت بڇڙي آهي ۽ ڪوبه ماڻهو ڪا ڳجهي ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ ڪن خاص عملن کان سواءِ ڇوٽڪارو حاصل ڪري نه سگهندو، مثلاً: ڪي کاڌا نه کائڻ ۽ شادي نه ڪرڻ وغيره. ٻيو ته هن خط ۾ ڪليسيا جي انتظام ۽ عبادت جي باري ۾ هدايتون آهن ۽ اها به وضاحت ڏنل آهي ته ڪليسيا جي نگهبانن ۽ خادمن جو ڪردار ڪيئن هئڻ گهرجي. آخر ۾ پولس رسول تيمٿيس کي صلاح ڏئي ٿو ته هو عيسيٰ مسيح جو سٺو خادم ڪيئن ٿي سگهي ٿو. هو کيس انهن ذميوارين جي باري ۾ به تاڪيد ڪري ٿو جيڪي ڪليسيا ۾ ايمان آڻيندڙن بابت آهن.

سِٽاءُ

پيش لفظ ۱:۱-۲
ڪليسيا ۽ انهيءَ جي نگهبانن لاءِ هدايتون ۱:۳-۳:۱۰
تيمٿيس کي سندس خدمت جي باري ۾ هدايتون ۴:۱-٦:۲۱

# ۱.تيمٿيس

## تيمٿيس ڏانهن پولس رسول جو پهريون خط

۱ ①هي خط پولس جي طرفان آهي، جيڪو اسان جي ڇوٽڪاري
ڏيندڙ خدا ۽ اسان جي اميد، عيسيٰ مسيح جي حڪم سان عيسيٰ
مسيح جو رسول آهي.
②هي تيمٿيس ڏانهن لکجي ٿو، جيڪو ايمان جي ڪري منهنجو
سچو فرزند آهي.
شل تو تي خدا پيءُ ۽ اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح جي طرفان فضل،
رحم ۽ سلامتي هجي.

### غلط تعليم خلاف تاڪيد

③جيئن مون مڪدونيا وڃڻ وقت تو کي تاڪيد ڪيو هو، تيئن تون
اِفسس شهر ۾ رهجانءُ، انهيءَ لاءِ ته ڪن ماڻهن کي حڪم ڏئي ته غلط قسم
جي تعليم نه ڏين. ④نڪي انهن ڪوڙين آکاڻين ۽ بي‌انتها نسب‌نامن تي
ڌيان ڏين. اهي رڳو تڪرار جو باعث ٿين ٿا، نه خدا جي انهيءَ انتظام جو
جيڪو ايمان تي منحصر آهي. ⑤انهيءَ حڪم جو مقصد اها محبت پيدا
ڪرڻ آهي، جيڪا صاف‌دليءَ، نيڪ‌نيتيءَ ۽ سچي ايمان کان پيدا ٿئي ٿي.
⑥ڪي ماڻهو انهن ڳالهين کان ڦٽڪي پري ٿي اجائي بحث ۾ وڃي پيا آهن.

۱:۲ رس ۱٦:۱

⑦اهي شريعت جا عالم ته ٿيڻ چاهين ٿا پر ڪين اها به خبر ڪانهي ته هو
چا بابت ٿا ڳالهائين ۽ ڪهڙين ڳالهين جي وڏي يقين سان دعويٰ ٿا ڪن.
⑧اسين ڄاڻون ٿا ته شريعت چڱي آهي، بشرطيڪ ڪو ماڻهو انهيءَ کي
صحيح نموني ۾ استعمال ڪري. ⑨اسين هي به ڄاڻون ٿا ته شريعت نيڪ
ماڻهن لاءِ نه ٺهي آهي. پر اها نافرمانن ۽ فسادين، بدڪارن ۽ گنهگارن،
ناپاڪن ۽ ڪفر بڪندڙن لاءِ ۽ انهن لاءِ ٺهي آهي جيڪي پيءُ ۽ ماءُ جا
قاتل آهن ۽ جيڪي خوني آهن. ⑩اها زناڪارن ۽ لونديبازن لاءِ، انسانن
جو اغوا ڪندڙن لاءِ، ڪوڙن لاءِ ۽ ڪوڙا قسم کڻڻ وارن لاءِ آهي. انهن
کان سواءِ جيڪي صحيح تعليم جي برخلاف آهن، اها تن لاءِ آهي. ⑪اها
تعليم، سڳوري خدا جي جلال جي خوشخبريءَ موجب آهي، جيڪا هن
منهنجي حوالي ڪئي.

## رحم لاءِ شڪرگذاري

⑫آءٌ اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح جو شڪر ادا ٿو ڪريان، جيڪو
مون کي طاقت ٿو ڏئي ۽ جنهن مون کي وفادار سمجهي پنهنجيءَ خدمت لاءِ
مقرر ڪيو. ⑬جيتوڻيڪ آءٌ اڳي ڪفر بڪندڙ، ستائيندڙ ۽ بيعزت ڪندڙ
هوس، تنهن هوندي به مون تي رحم ٿيو. ڇالاءِجو مون جيڪي ڪجهه
ڪيو سو ايمان نه هئڻ سبب ۽ اڻڄاڻائيءَ ڪري ڪيو. ⑭انهيءَ ايمان ۽
پيار سان گڏ جيڪو عيسيٰ مسيح جي طرفان آهي، اسان جي خداوند جو
فضل مون تي نهايت ئي گهڻو ٿيو.
⑮اها ڳالهه سچي ۽ هر طرح قبول ڪرڻ جي لائق آهي ته عيسيٰ مسيح
گنهگارن کي ڇوٽڪاري ڏيڻ لاءِ دنيا ۾ آيو، جن مان بدترين آءٌ آهيان.
⑯پر مون تي انهيءَ ڪري رحم ٿيو ته جيئن عيسيٰ مسيح مون وڏي گنهگار
۾ پنهنجو بيانتها تحمل ظاهر ڪري ۽ آءٌ انهن لاءِ نمونو ٿيان جيڪي پوءِ
مٿس ايمان آڻي دائمي زندگي حاصل ڪندا.
⑰هاڻي دائمي بادشاهه يعني غير فاني، ڏسڻ ۾ نه ايندڙ ۽ واحد خدا جي
عزت ۽ واکاڻ هميشه هميشه تائين ٿيندي رهي- آمين.

١:١٢ رس ٨:٣، ٩:٤-٥

⑱اي منهنجا فرزند تيمٿيس! آءٌ تو کي اهو حڪم سپرد ٿو ڪريان ته
انهن اڳڪٿين موجب جيڪي اڳي تو بابت ڪيون ويون هيون، چڱي
جنگ وڙهندو رهه ۽ ايمان ۽ صاف ضمير کي قائم رک. ⑲ڪن ماڻهن
ضمير کي ڇڏي پنهنجي ايمان جي ٻيڙي ٻوڙي ڇڏي آهي. ⑳همنيوس ۽
سڪندر انهن مان ئي آهن، جن کي مون شيطان جي حوالي ڪري ڇڏيو،
ته جيئن ڪفر بڪڻ کان باز رهڻ سکن.

## عبادت بابت هدايتون

۲ ①تنهنڪري، سڀ کان پهريائين آءٌ هيءَ نصيحت ٿو ڪريان ته
منتون، دعائون، گذارشون ۽ شڪرگذاريون سڀني ماڻهن لاءِ ڪيون
وڃن. ②خاص طرح بادشاهن ۽ سڀني اختياريءَ وارن لاءِ دعا گهرو، انهيءَ
لاءِ ته اسين پوري دينداريءَ ۽ سنجيدگيءَ سان امن ۽ آرام جي زندگي
گذاريون. ③اها ڳالهه چڱي ۽ اسان جي ڇوٽڪاري ڏيندڙ خدا جي
نظر ۾ وڻندڙ آهي. ④هو چاهي ٿو ته سڀني ماڻهن کي ڇوٽڪارو ملي
۽ ڪين سچائيءَ جي ڄاڻ پوي. ⑤ڇالاءِجو خدا هڪڙو آهي ۽ خدا ۽
ماڻهن جو وچ وارو به هڪڙو ئي آهي، يعني عيسيٰ مسيح جيڪو انسان
آهي. ⑥هن سڀني ماڻهن جي ڇوٽڪاري جي لاءِ پنهنجو پاڻ کي قربان
ڪري ڇڏيو. انهيءَ ڳالهه جي مناسب موقعي تي شاهدي ڏني ويئي.
⑦انهيءَ مقصد لاءِ ئي آءٌ تبليغ ڪندڙ، رسول ۽ غير قومن کي ايمان
۽ سچائيءَ جي تعليم ڏيندڙ مقرر ٿيس. آءٌ سچ ٿو چوان، ڪوڙ نه ٿو
ڳالهايان.

⑧منهنجي مرضي آهي ته مرد هر هنڌ ڪاوڙ ۽ تڪرار کان سواءِ پاڪ
هٿ کڻي دعا گهرن. ⑨ساڳيءَ طرح عورتن کي گهرجي ته حياءَ واري
پوشاڪ ڍڪي، لڄ ۽ پرهيزگاريءَ سان پاڻ کي سينگارين، نه وارن کي ڳُنڊڻ
يا سون يا موتين يا قيمتي ڪپڙن پهرڻ سان. ⑩پر اهي پاڻ کي چڱن
ڪمن سان سينگارين، جيئن انهن عورتن کي مناسب آهي، جيڪي پاڻ
کي خداپرست ٿيون چوائين.

۲:۷ ۲.تم ۱:۱۱ ۲:۹ ۱.پط ۳:۳

(١١) عورت کي گھرجي تہ ماٺ ڪري پوري تابعداريءَ سان تعليم حاصل
ڪري. (١٢) آءٌ اجازت نہ ٿو ڏيان تہ عورت مرد کي تعليم ڏئي يا مٿس حڪم
هلائي، بلڪ خاموش رهي. (١٣) ڇالاءِجو پھريائين آدم جوڙيو ويو ۽ پوءِ حوا.
(١٤) جيئن تہ آدم ٺڳيو نہ ويو، پر عورت ٺڳجي ويئي ۽ گناهہ ۾ گرفتار ٿي.
(١٥) تنھن هوندي بہ ٻارن ڄڻڻ سان عورت بچي ويندي، بشرطيڪ هوءَ ايمان،
محبت ۽ پاڪيزگيءَ تي پرهيزگاريءَ سان قائم رهي.

## ڪليسيا جا نگھبان

٣ (١) اها ڳالھہ سچي آهي تہ جيڪو ماڻھو نگھبان جو عھدو وٺڻ گھري
ٿو، سو چڱي ڪم جي خواهش ٿو ڪري. (٢) تنھنڪري نگھبان کي
گھرجي تہ مٿس ڪو الزام نہ هجي. هو هڪڙيءَ زال جو مڙس هجڻ سان
گڏ پرهيزگار، سمجھُو، اصول وارو، مھمان‌نواز ۽ تعليم ڏيڻ جي لائق هجي.
(٣) هو شرابي نہ هجي، نہ ئي مار ڪٽ ڪندڙ، بلڪ حليم هجي. جھيڙو
ڪندڙ يا پيسي جو لالچي نہ هجي. (٤) هو پنھنجي گھر جو چڱيءَ طرح
سنڀاليندڙ ۽ پنھنجي ٻارن کي پوريءَ سنجيدگيءَ سان تابع رکڻ وارو هجي.
(٥) پر جيڪڏهن ڪنھن ماڻھوءَ کي پنھنجي گھر سنڀالڻ جي خبر ناهي تہ اهو
خدا جي ڪليسيا جو ڪھڙو بندوبست رکي سگھندو؟ (٦) هو تازو ايمان
آڻيندڙ نہ هجي، متان ڦونڊ ۾ اچي شيطان واري سزا ۾ پوي. (٧) تنھن کان
سواءِ جيڪي ڪليسيا کان ٻاهر آهن، تن وٽ بہ ڪيس نيڪ ناموس هئڻ
گھرجي، تہ متان ملامت هيٺ اچي ۽ شيطان جي ڦندي ۾ ڦاسي پوي.

## ڪليسيا جا خادم

(٨) ساڳيءَ طرح خادمن کي بہ سنجيدو هئڻ گھرجي. اهي ٻہ‌چاپڙا، مئي
جا عادي ۽ ناجائز نفعي جا لالچي نہ هجن. (٩) انھن کي گھرجي تہ ايمان
جي راز کي صاف ضمير سان سنڀالي رکن. (١٠) پھريائين انھن جو آزمودو
ورتو وڃي، پوءِ جيڪڏهن سندن خلاف ڪو الزام ثابت نہ ٿئي تہ ڀلي
خادم طور ڪم ڪن.

---

٢:١٢ پيد ٢:٧، ٢١-٢٢   ٢:١٤ پيد ٣:١-٦   ٣:٢-٧ طيط ١:٦-٩

(١١) ساڳئي نموني خدمتگار عورتن کي بہ سنجيده رهڻ گهرجي. اهي گلا
ڪندڙ نہ، پر پرهيزگار ۽ هر ڳالهہ ۾ ڀروسي جهڙيون هجن.
(١٢) خادمن کي رڳو هڪ هڪ زال جو مڙس هئڻ کپي ۽ ڪين پنهنجن ٻارن
۽ پنهنجي گهر جي چڱيءَ طرح سنڀال ڪرڻ گهرجي. (١٣) ڇالاءِجو جيڪي
خادم چڱيءَ طرح خدمت ٿا ڪن، سي چڱو درجو ٿا ماڻين ۽ جيڪو ايمان
ڪين عيسيٰ مسيح تي آهي تنهن ۾ وڏي دليري حاصل ڪن ٿا.

## دينداريءَ جو وڏو راز

(١٤) جيئن هي هدايتون تو ڏانهن لکي رهيو آهيان، تيئن اميد اٿم تہ جلد
تو سان اچي ملندس. (١٥) پر جيڪڏهن مون کي اچڻ ۾ دير ٿئي تہ هنن
هدايتن مان تو کي معلوم ٿي وڃي تہ خدا جي گهراڻي يعني جيئري خدا
جي ڪليسيا، جيڪا سچ جو ٿنڀو ۽ بنياد آهي، تنهن ۾ ماڻهن کي ڪهڙيءَ
طرح هلت ڪرڻ کپي. (١٦) انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ دينداريءَ جو راز
وڏو آهي، يعني:

هو جسم ۾ ظاهر ٿيو
۽ پاڪ روح جي ڪري سچو ثابت ٿيو.
هو ملائڪن کي ڏسڻ ۾ آيو
۽ قومن ۾ سندس منادي ڪئي ويئي.
دنيا ۾ مٿس ايمان آندو ويو
۽ آسمان ڏانهن هو مٿي کنيو ويو.

## ايمان کان ڦرڻ جي اڳڪٿي

٤ (١) پاڪ روح صاف طور چوي ٿو تہ ايندڙ زمانن ۾ ڪي ماڻهو ايمان
کان ڦري ويندا ۽ گمراهہ ڪندڙ روحن ۽ ڀوتن جي تعليم تي ڌيان ڏيندا.
(٢) اهڙيون ڳالهيون انهن ڪوڙن ماڻهن جي رياڪاريءَ ڪري ٿينديون، جن
جو ضمير مئل آهي، ڄڻ تہ گرم لوهہ سان ڏنڀيل آهي. (٣) اهڙا ماڻهو شادي
ڪرڻ کان منع ٿا ڪن ۽ ڪن کاڌن کائڻ کان پرهيز ڪرڻ جو حڪم ٿا
ڏين. پر خدا اهي کاڌا انهيءَ لاءِ پيدا ڪيا آهن تہ جيڪي ماڻهو ايمان آڻين ٿا

۽ سچ کي سڃاڻين ٿا سي انهن کي شڪرگذاريءَ سان کائين. ④ ڇالاءِجو
خدا جي پيدا ڪيل هر شيءِ چڱي آهي ۽ ڪابہ رد ڪرڻ جهڙي ناهي،
بشرطيڪ اها شڪرگذاريءَ سان قبول ڪئي وڃي. ⑤ هن ڪري جو اها خدا
جي ڪلام ۽ دعا جي ڪري پاڪ ٿيو پوي.

## خدمتگار لاءِ هدايتون

⑥ جيڪڏهن تون ايمان وارن کي اهي ڳالهيون ياد ڏياريندين تہ عيسيٰ
مسيح جو سٺو خدمتگار ٿيندين. انهيءَ سان گڏ ايمان جي ڳالهين ۽ سٺي
تعليم سان پرورش پائيندين، جن تي تون هلندو رهيو آهين. ⑦ پر اجاين ۽
پوڙهين عورتن وارين آکاڻين کي نہ مڃ، اٽلندو پاڻ کي دينداريءَ جي لاءِ تربيت
ڏي. ⑧ ڇالاءِجو جسماني ورزش مان ڪو ٿورو فائدو آهي، پر دينداري
سيني ڳالهين لاءِ فائدي واري آهي. ان ڪري جو هاڻوڪي ۽ آئينده زندگيءَ
جو واعدو بہ انهيءَ جي ڪري ٿيل آهي.
⑨ اها ڳالهہ سچي ۽ هر طرح قبول ڪرڻ جي لائق آهي. ⑩ انهيءَ لاءِ
ئي اسين محنت ۽ جانفشاني ٿا ڪريون، جو اسان جي اميد انهيءَ جيئري
خدا تي رکيل آهي جيڪو سيني ماڻهن، خاص ڪري ايمان آڻڻ وارن کي
ڇوٽڪارو ڏيندڙ آهي.
⑪ انهن ڳالهين جو حڪم ڪر ۽ انهن جي تعليم ڏي. ⑫ ڪوبہ ماڻهو
تو کي جوانيءَ سبب حقارت جي نظر سان نہ ڏسي، بلڪ تون ڳالهہ ٻولهہ ۾،
هلت چلت ۾، محبت ۾، ايمان ۾ ۽ پاڪيزگيءَ ۾، ايمان وارن لاءِ نمونو ٿيءُ.
⑬ جيسين آءٌ اچان تيسين ماڻهن ۾ ڪلام پڙهڻ، نصيحت ڪرڻ ۽ تعليم
ڏيڻ ۾ مشغول رهہ. ⑭ جيڪا نعمت تو کي نبوت واري پيغام جي وسيلي
بزرگن جي هٿن رکڻ سان ملي هئي، تنهن کان غافل نہ رهہ.
⑮ انهن ڳالهين کي ڌيان ۾ رک ۽ پاڻ کي انهن جي حوالي ڪري
ڇڏ، تہ جيئن هر ڪنهن ماڻهوءَ تي تنهنجي ترقي ظاهر ٿئي. ⑯ پاڻ کي
۽ پنهنجي تعليم کي جاچيندو رهہ. انهن هدايتن تي ثابت قدم رهہ،
ڇالاءِجو ائين ڪرڻ سان تون پاڻ کي ۽ پنهنجي ٻڌڻ وارن کي بچائڻ
جو سبب ٿيندين.

**٥** (١) ڪنهن وڏيءَ عمر واري ماڻهوءَ کي سختيءَ سان ڇڙٻ نه ڏيءِ بلڪ
انهيءَ کي پيءُ وانگر سمجهي ساڻس سلوڪ ڪر. نوجوانن سان ڀائرن
وانگر هل. (٢) وڏيءَ عمر وارين عورتن کي ماءُ وانگر سمجهه ۽ جوان عورتن
کي ڀينرن وانگر سمجهي ساڻن پوريءَ پاڪيزگيءَ سان پيش اچ.

## رنن‌زالن بابت نصيحت

(٣) انهن رنن‌زالن جو پورو قدر ڪر، جيڪي سچ‌پچ نڌڻڪيون آهن. (٤) پر
جيڪڏهن ڪنهن رن‌زال کي ڏيئر پٽ، يا انهن جا ٻار هجن ته اهي سڀ
کان پهريائين پنهنجي گهراڻي سان دينداريءَ واري هلت ڪرڻ ۽ پنهنجي
ماءُپيءُ ۽ وڏن جو حق ادا ڪرڻ سکن، ڇالاءِجو خدا کي اهو پسند آهي.
(٥) اها رن‌زال جيڪا سچ‌پچ رن‌زال ۽ بلڪل اڪيلي آهي، سا خدا تي آسرو
تي رکي ۽ مدد لاءِ رات ڏينهن خدا کي منٿون ڪرڻ ۽ دعا گهرڻ ۾ مشغول
تي رهي. (٦) پر جيڪا رن‌زال عيش عشرت ۾ ٿي گذاري، سا جيئري ئي مئل
آهي. (٧) انهن ڳالهين لاءِ کين هدايت به ڪر ته جيئن مٿن ڪو به الزام نه
هجي. (٨) جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجن مائٽن ۽ خاص ڪري پنهنجي گهر
ٻار جو بندوبست نه ٿو ڪري، ته اهو ايمان کان انڪاري ٿيو ۽ انهيءَ کان
به وڌيڪ خراب آهي جنهن جو ڪو ايمان ڪونهي.
(٩) رنن‌زالن جي ياداشت ۾ انهيءَ رن‌زال جو نالو لکيو وڃي، جنهن جي
عمر سٺ سالن کان گهٽ نه هجي ۽ جيڪا رڳو هڪڙي مڙس جي زال
ٿي رهي هجي. (١٠) اها چڱن ڪمن ڪرڻ ڪري مشهور هجي، ٻارن جي
پالنا ۽ مسافرن جي مهمان‌نوازي ڪئي هجائين. هن ايمان وارن جا پير ڌوتا
هجن، ڏکويلن جي مدد ڪئي هجائين ۽ سيني چڱي قسم جي ڪمن لاءِ
پاڻ کي وقف ڪري ڇڏيو هجائين.
(١١) پر جوان رنن‌زالن کي انهيءَ ياداشت ۾ داخل نه ڪيو وڃي. ڇالاءِجو
جڏهن اهي مسيح کان ڦري پنهنجي نفساني خواهشن جي تابع ٿين ٿيون
تڏهن شادي ڪرڻ گهرن ٿيون. (١٢) اهڙيءَ طرح اهي پنهنجو پهريون واعدو
ڀڃي پاڻ کي سزا جي لائق ٿيون بڻائين. (١٣) تنهن کان سواءِ اهي گهر گهر
وڃي اجايو وقت وڃائڻ سکن ٿيون. نه رڳو اجايو وقت وڃائڻ پر اجائي بڪ

بڪ ڪرڻ، ٻين جي ڪمن ۾ ٽپي پوڻ ۽ اهڙيون ڳالهيون ڪرڻ به سکن
ٿيون، جيڪي ڪرڻ نه گهرجن. ⑭ تنهنڪري آءٌ جوان رنڙالن کي صلاح
ٿو ڏيان ته ٻلي شادي ڪن، ٻار ڄڻين، پنهنجا گهر سنڀالين ۽ دشمن کي
گلا ڪرڻ جو وجهه نه ڏين. ⑮ ڇالاءِجو هن کان اڳ ئي ڪي رنون‌زالون
گمراهه ٿي ڪري شيطان جي پيروي ڪرڻ لڳيون آهن.
⑯ جيڪڏهن ڪنهن ايمان واري عورت جي گهراڻي ۾ رنون‌زالون هجن،
ته اها ئي سندن پرگهور لهي ۽ ڪليسيا تي انهن جو بار پوڻ نه کپي، انهيءَ لاءِ
ته ڪليسيا انهن رنڙالن جي مدد ڪري سگهي جيڪي نڌڻڪيون آهن.

## بزرگن بابت نصيحت

⑰ جيڪي بزرگ ڪليسيا جو انتظام چڱيءَ طرح ٿا هلائين، خاص ڪري
اهي جيڪي تبليغ ڪرڻ ۽ تعليم ڏيڻ جو ڪم ٿا ڪن، سي عزت سان گڏ
مدد جي لائق به سمجهڻ گهرجن. ⑱ ڇالاءِجو پاڪ ڪلام چوي ٿو ته
”جڏهن ڪو ڏڳو ڳاهه ۾ وهي، تڏهن ان جو ٻوت نه ٻڌ.“
۽
”مزور پنهنجي مزوريءَ جو حقدار آهي.“
⑲ ڪنهن بزرگ تي ڪا تهمت اچي ته اها ٻن يا ٽن شاهدن کان سواءِ نه
ٻڌ. ⑳ جيڪي گناهه ڪندا ٿا رهن، تن کي سڀني ماڻهن جي اڳيان ملامت
ڪر ته جيئن ٻين کي به ڪو ڊپ ٿئي.
㉑ خدا، عيسيٰ مسيح ۽ چونڊيل ملائڪن کي حاضر ڄاڻي آءٌ تو کي
تاڪيد ٿو ڪريان ته انهن هدايتن تي بنا تعصب جي عمل ڪر ۽ ڪنهن
به ڳالهه ۾ طرفداري نه ڪر. ㉒ ڪنهن ماڻهوءَ تي هٿ رکڻ ۾ اُبهرو نه
ٿيءُ ۽ نڪي ٻين جي گناهن ۾ شريڪ ٿيءُ. پاڻ کي پاڪ رک. ㉓ هاڻي
رڳو پاڻي نه پيءُ، پر پنهنجي معدي ۽ اڪثر بيمار رهڻ جي ڪري ٿوري
مئي استعمال ڪندو ڪر.
㉔ ڪن ماڻهن جا گناهه سندن عدالت ۾ پهچڻ کان اڳيئي صاف ظاهر
ٿا ٿين، پر ڪن جا گناهه آخر ۾ ظاهر ٿيندا. ㉕ ساڳيءَ طرح چڱا ڪم به

---

١٨:٥ شر ٢٥:۴، مت ١٠:١٠، لو ١٠:٧ ١٩:٥ شر ١٧:٦، ١٩:١٥

صاف ظاهر ٿا ٿين ۽ جيڪي ظاهر نہ آهن سي بہ لڪل نہ ٿا رهي سگهن.

## غلامن بابت نصيحت

٦ ① جيڪي غلاميءَ جي پاڃاريءَ ۾ جوٽيل آهن، سي سڀيئي پنهنجن
مالڪن کي پوريءَ عزت جي لائق سمجهن، انهيءَ لاءِ تہ خدا جي نالي
۽ اسان جي تعليم جي بدنامي نہ ٿئي. ② جن جا مالڪ ايمان وارا آهن سي
انهن مالڪن کي حقير نہ سمجهن، ڇوجو اهي سندن همرايمان آهن. ان
جي بدران اهي مالڪن جي بهتر خدمت ڪن، ڇالاءِجو جن کي انهن جي
خدمت جو فائدو ٿو ملي سي ايمان وارا ۽ سندن پيارا آهن.
انهن ڳالهين جي تون تعليم ڏي ۽ نصيحت ڪر.

## ڪُوڙي تعليم ۽ حقيقي دولت

③ جيڪڏهن ڪو ماڻهو ٻئي قسم جي تعليم ٿو ڏئي ۽ اسان جي خداوند
عيسيٰ مسيح جي صحيح ڳالهين ۽ دينداريءَ واري تعليم کي نہ ٿو مڃي،
④ تہ اهو مغرور آهي ۽ ڪجهہ بہ نہ ٿو ڄاڻي. هن کي بحث مباحثي ۽ لفظي
تڪرار ڪرڻ جو مرض آهي، جنهن جي نتيجي ۾ حسد، جهيڙو، بدزبانيون
۽ بدگمانيون پيدا ٿين ٿيون. ⑤ اهڙن بدنيت ماڻهن جي وچ ۾ سدائين اڻبڻت
پيدا ٿيندي ٿي رهي. اهي سچ کان محروم آهن ۽ دينداريءَ کي مالي فائدي
حاصل ڪرڻ جو ذريعو سمجهن ٿا.
⑥ بيشڪ دينداري وڏي فائدي واري آهي، بشرطيڪ ان سان گڏ قناعت
بہ هجي. ⑦ ڇالاءِجو اسان دنيا ۾ نہ ڪجهہ آندو آهي ۽ نہ ئي ڪجهہ
منجهانئس ڪڍي وڃي ٿا سگهون. ⑧ سو جيڪڏهن اسان وٽ خوراڪ ۽
پوشاڪ موجود آهي تہ انهيءَ تي ئي راضي رهون. ⑨ پر جيڪي ماڻهو دولتمند
ٿيڻ ٿا گهرن، سي آزمائش ۽ ڦندي ۾ ۽ گهڻين بيوقوفيءَ ۽ نقصان وارين
خواهشن ۾ ڦاسيو ٿا وڃن. اهي خواهشون ماڻهن کي تباهيءَ ۽ بربادي ۾
غرق ڪريو ڇڏين. ⑩ ڇالاءِجو پيسي سان پيار رکڻ، هر قسم جي برائيءَ
جي پاڙ آهي. ڪي ماڻهو پيسي جا طلبگار ٿي ايمان کان گمراهہ ٿي ويا ۽
طرح طرح جي ڏکن ۾ پاڻ کي وڪوڙي ڇڏيائون.

## تيمٿيس کي نصيحتون

(١١) پر اي خدا جا بندا! تون انهن ڳالهين کان پري ڀڄ ۽ سچائيءَ، دينداريءَ،
ايمان، محبت، صبر ۽ حليمائيءَ جو طلبگار ٿيءُ. (١٢) ايمان جي لڙائي چڱيءَ
طرح وڙهه. دائمي زندگيءَ کي هٿ ڪر، جنهن جي لاءِ تون سڏيو ويو هئين،
جڏهن تو گهڻن شاهدن جي روبرو ايمان جو چڱو اقرار ڪيو هو. (١٣) آءٌ انهيءَ
خدا کي، جيڪو هر شيءِ کي زندگي ٿو بخشي ۽ انهيءَ عيسيٰ مسيح کي
جنهن پنطيس پلاطس جي اڳيان سچائيءَ جو اقرار ڪري شاهدي ڏني هئي،
حاضر ناظر ڄاڻي تو کي تاڪيد ٿو ڪريان، (١٤) ته اسان جي خداوند عيسيٰ
مسيح جي ظاهر ٿيڻ تائين انهيءَ حڪم تي بيداغ ۽ بيقصور رهي عمل ڪر.
(١٥) خدا پنهنجي مقرر وقت تي مسيح کي ظاهر ڪندو، اهو خدا جيڪو
سڀورو ۽ واحد حاڪم آهي. اهو ئي بادشاهن جو بادشاهه ۽ خداوندن جو
خداوند آهي. (١٦) رڳو اهو ئي بقا وارو آهي ۽ هو انهيءَ روشنيءَ ۾ ٿو رهي، جنهن
تائين ڪوبه پهچي نه ٿو سگهي. خدا کي نه ڪنهن ماڻهوءَ ڏٺو آهي ۽ نه ڪو
ڏسي ٿو سگهي. انهيءَ جي عزت ۽ قدرت هميشه تائين قائم رهي. آمين.
(١٧) جيڪي هن موجوده دنيا ۾ دولتمند آهن، تن کي حڪم ڏي ته مغرور
نه ٿين ۽ بيبقا دولت تي نه، بلڪ انهيءَ خدا تي آسرو رکن جيڪو اسان کي
سڀ شيون جهجهي انداز ۾ ٿو ڏئي ته جيئن اسين خوشيون ماڻيون. (١٨) انهن
کي حڪم ڪر ته نيڪي ڪن ۽ چڱن ڪمن ۾ دولتمند ٿين، سخي ٿين ۽
ٻين جي مدد ڪرڻ لاءِ تيار رهن. (١٩) انهيءَ طرح اهي ايندڙ وقت لاءِ پنهنجي
واسطي اهڙي دولت ميڙيندا جيڪا پختي بنياد واري هوندي، انهيءَ لاءِ ته اهي
اهڙي زندگي هٿ ڪري سگهن جيڪا حقيقي آهي.
(٢٠) اي تيمٿيس! جيڪي ڪجهه سنڀال لاءِ تو کي سونپيو ويو، تنهن جي
حفاظت ڪر. اجائي بڪ بڪ ۽ انهيءَ علم جي اختلافن کان پاسو ڪر،
جنهن کي علم چوڻ ئي غلط آهي. (٢١) ڪي ماڻهو انهيءَ علم کي قبول
ڪري ايمان کان گمراهه ٿي ويا آهن.

اوهان سڀني تي فضل هجي.

---

١٣:٦ يو ١٨:٣٧

# ٢.تيمٿيس

## تيمٿيس ڏانهن پولس رسول جو ٻيو خط

### تعارف

پولس رسول جو تيمٿيس ڏانهن هي ٻيو خط اڪثر سندس ذاتي صلاح تي مشتمل آهي. تيمٿيس سندس نوجوان ساٿي ۽ مددگار هو. خط جو مکيہ مول مقصد حوصلو ۽ برداشت آهي. هن خط ۾ تيمٿيس کي صلاح ڏني ويئي آهي ۽ همٿايو ويو آهي تہ هو ايمانداريءَ سان عيسيٰ مسيح جي گواهي ڏيندو رهي، عيسيٰ مسيح جي خوشخبريءَ ۽ پاڪ لکتن جي سچي تعليمات تي ڪاربند رهي ۽ پنهنجو ڪم هڪ استاد ۽ مبشر جي حيثيت ۾ ڪندو رهي، پوءِ چاهي هن کي تڪليفون ۽ مخالفتون برداشت ڪرڻيون پون.

تيمٿيس کي خاص طرح تنبيهہ ڪئي ويئي آهي تہ هو اجائي بڪ بڪ کان پاسو ڪري، انهيءَ ۾ ڪابہ چڱائي ڪانہ آهي. پر جيڪو انهيءَ ۾ حصو وٺندو سو تباهہ ٿي ويندو.

هن پوري خط ۾ تيمٿيس کي ياد ڏياريو ويو آهي تہ خط لکندڙ يعني پولس جو ڪردار ۽ سندس زندگيءَ جو مقصد ڇا آهي ۽ اهو آهي سندس ايمان، صبر، پيار، حوصلو ۽ ڏک برداشت ڪرڻ.

سِٽاءُ


| | |
|---|---|
| پيش لفظ | ١:١–٢ |
| خدا جي شڪرگذاري ۽ تيمٿيس جي همت‌افزائي | ١:٣–١٨ |
| تيمٿيس کي تنبيهه | ٢:١–١٣ |
| ڪلاحون ڏيڻ ۽ خبردار ڪرڻ | ٢:١٤–٤:٥ |
| پولس جا پنهنجا حالات | ٤:٦–١٨ |
| دعا سلام | ٤:١٩–٢٢ |


# ٢.تيمٿيس

## تيمٿيس ڏانهن پولس رسول جو ٻيو خط

١ ① هي خط پولس جي طرفان آهي، جيڪو انهيءَ زندگيءَ جي واعدي
موجب، جا عيسيٰ مسيح سان ڳنڍجي هڪ ٿيڻ سان آهي، خدا
جي مرضيءَ سان عيسيٰ مسيح جو رسول آهي. ② هي منهنجي پياري فرزند
تيمٿيس ڏانهن لکجي ٿو.

شل تو تي خدا پيءُ ۽ اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح جي طرفان فضل،
رحم ۽ سلامتي هجي.

### شڪرگذاري ۽ همت‌افزائي

③ جنهن خدا جي عبادت منهنجن ابن ڏاڏن ڪئي، آءٌ به انهيءَ جي
عبادت صاف‌دليءَ سان ڪندي ۽ پنهنجين دعائن ۾ رات ڏينهن سدائين تو
کي ياد ڪندي خدا جو شڪر ادا ٿو ڪريان. ④ تنهنجن ڳوڙهن کي ياد
ڪري تنهنجي ڏسڻ لاءِ سڪان ٿو، انهيءَ لاءِ ته خوشيءَ سان ڀرجي وڃان.
⑤ مون کي تنهنجو اهو سچو ايمان ياد آهي، جيڪو ڀريائين تنهنجي نانيءَ

١:٢ رس ١٦:١ ١:٥ رس ١٦:١

لوئس ۽ تنهنجي ماءُ يونيڪيءَ جو هو ۽ مون کي يقين آهي ته تنهنجو به ساڳيو
ايمان آهي. (٦) انهيءَ سبب ڪري آءٌ تو کي ياد ٿو ڏياريان ته تون خدا جي
انهيءَ نعمت کي شعلي وانگر ڀڙڪاءِ، جيڪا منهنجن هٿن رکڻ جي ڪري
تو کي مليل آهي. (٧) ڇالاءِجو خدا اسان کي بزدليءَ وارو روح نه ڏنو آهي،
بلڪ طاقت وارو، محبت وارو ۽ خود ضابطي وارو روح ڏنو اٿس.

(٨) تنهنڪري اسان جي خداوند بابت شاهدي ڏيڻ کان توڙي مون کان،
جيڪو سندس قيدي آهيان شرم نه ڪر، بلڪ خدا کان ملندڙ طاقت
موجب خوشخبريءَ جي لاءِ مون سان گڏ ڏک سهه. (٩) انهيءَ خدا اسان کي
ڇوٽڪارو ڏنو ۽ پاڪ زندگيءَ ڏانهن سڏيو، اسان جي عملن جي ڪري نه،
بلڪ پنهنجي خاص ارادي ۽ فضل موجب. اهو فضل اسان تي عيسيٰ مسيح
جي وسيلي ازل کان وٺي ڪيو ويو هو. (١٠) پر اهو هاڻي اسان جي ڇوٽڪاري
ڏيندڙ عيسيٰ مسيح جي اچڻ ڪري ظاهر ٿيو، جنهن موت کي ناس ڪري
زندگيءَ ۽ بقا کي خوشخبريءَ جي وسيلي روشنيءَ ۾ آندو. (١١) انهيءَ خوشخبريءَ
جو آءٌ منادي ڪندڙ، رسول ۽ استاد مقرر ٿيس. (١٢) انهيءَ سبب ڪري ئي
آءٌ هي ڏک به ٿو سهان. تنهن هوندي به آءٌ شرمسار نه ٿو ٿيان، ڇاڪاڻ ته
جنهن تي مون ايمان آندو آهي، تنهن کي آءٌ سڃاڻان ٿو. مون کي يقين
آهي ته جيڪي ڪجهه هن منهنجي حوالي ڪيو آهي، تنهن جي هو انهيءَ
ڏينهن تائين حفاظت ڪري ٿو سگهي.

(١٣) جيڪي صحيح ڳالهيون تو مون کان ٻڌيون، تن جو نمونو انهيءَ
ايمان ۽ پيار سان گڏ دل ۾ سانڍي ڇڏ، جيڪو مسيح جو هئڻ ڪري
تو کي آهي. (١٤) جيڪي چڱيون ڳالهيون تو کي سونپيون ويون آهن تن
جي حفاظت ڪر. هام انهن جي حفاظت پاڪ روح جي مدد سان ڪر،
جيڪو اسان ۾ رهي ٿو.

(١٥) تو کي خبر آهي ته ايشيا پرڳڻي جا سڀ ماڻهو، فوگلس ۽ هرموگنيس
سميت مون کان ڦري ويا آهن.

(١٦) خدا شل اُنيسفرس جي گهراڻي تي رحم ڪري، ڇالاءِجو هن ڪيترائي
ڀيرا مون کي تازو توانو ڪيو ۽ منهنجي قيدي هئڻ جي ڪري ڪو عار

١١:١ ١.تمر ٢:٧

نہ ڪيائين. (١٧)اتلندو جڏھن ھو روم شھر ۾ آيو تہ منھنجي ڏاڍي ڳولا
ڪيائين، تان جو مون کي اچي لڌائين. (١٨)شل خداوند ھن کي انھيءَ ڏينھن
تي پنھنجو رحم عطا ڪري. تو کي چڱيءَ طرح خبر آھي تہ ھن اِفسس
شھر ۾ منھنجي ڪيتري نہ مدد ڪئي.

## عيسيٰ مسيح جو سچو سپاھي

٢ (١)تنھنڪري اي منھنجا فرزند! جيڪو فضل عيسيٰ مسيح جي طرفان
آھي، تنھن جي وسيلي پختو ٿيءُ. (٢)جيڪي ڳالھيون تو گھڻن شاھدن
جي روبرو مون کان ٻڌيون آھن، سي اھڙن ڀروسي وارن ماڻھن جي حوالي
ڪر جيڪي ٻين کي بہ سيکارڻ جي لائق ھجن. (٣)عيسيٰ مسيح جي سٺي
سپاھيءَ جي حيثيت ۾ اسان سان گڏ سختي سھہ. (٤)ڪوبہ سپاھگيري
ڪندڙ پاڻ کي دنيا جي معاملن ۾ نہ ٿو ڦاسائي، انھيءَ لاءِ تہ جنھن آفيسر
ڪيس ڀرتي ڪيو آھي تنھن کي خوش ڪري. (٥)ساڳيءَ طرح جيڪڏھن
ڪو ماڻھو پھلوانيءَ جو مقابلو ٿو ڪري تہ اھو بہ جيسين قاعدي موجب نہ
ٿو وڙھي تيسين فتحيابيءَ جو انعام حاصل نہ ٿو ڪري. (٦)ھاري، جيڪو
سخت محنت ٿو ڪري، تنھن کي سڀ کان پھريائين فصل جو حصو ملڻ
گھرجي. (٧)جيڪي آءٌ چوان ٿو تنھن تي غور ڪر، ڇالاءِجو خداوند تو کي
انھن سڀني ڳالھين جي سمجھہ ڏيندو.

(٨)عيسيٰ مسيح کي ياد رک، جيڪو دائود جي نسل مان آھي ۽ مئلن مان
جي اٿيو. اھا ئي منھنجي خوشخبري آھي. (٩)انھيءَ جي ڪري ئي آءٌ ڏک
ٿو سھان، ايتري قدر جو ڪنھن ڏوھاريءَ وانگر قيد ۾ پيو آھيان. پر خدا جو
ڪلام قيد نہ آھي. (١٠)تنھنڪري آءٌ چونڊيل ماڻھن جي خاطر سڀ ڪجھہ
سھان ٿو، تہ جيئن جيڪو ڇوٽڪارو عيسيٰ مسيح جي وسيلي ٿو ملي، تنھن
کي اھي بہ ابدي عظمت سميت حاصل ڪن.

(١١)اھا ڳالھہ سچي آھي تہ
”جيڪڏھن اسين ھن سان گڏ مئاسين،
تہ پوءِ ھن سان گڏ جيئنداسين بہ.

(١٢) جيڪڏهن اسين ڏک سهندا رهون،
تہ هن سان گڏ بادشاهي بہ ڪنداسين.
جيڪڏهن اسين هن کي پنهنجو نہ سمجهنداسين،
تہ هو بہ اسان کي پنهنجو نہ سمجهندو.
(١٣) جيڪڏهن اسين بيوفا ٿا ٿيون،
تڏهن بہ هو وفادار رهندو،
ڇالاءِجو هو پنهنجو انڪار ڪري نہ ٿو سگهي."

## خدا کي وڻيل پورهيت

(١٤) اهي ڳالهيون ماڻهن کي ياد ڏيار. خدا کي حاضر ناظر ڄاڻي انهن کي
تاڪيد ڪر تہ اهي لفظن بابت تڪرار نہ ڪن. ڇالاءِجو انهيءَ مان ڪجهہ
بہ حاصل ٿيڻو ناهي، سواءِ انهيءَ جي جو ٻڌڻ وارا برباد ٿيو وڃن. (١٥) ڪوشش
ڪر تہ تون خدا وٽ وڻيل ۽ اهڙو پورهيت ثابت ٿئين جنهن کي شرمندو ٿيڻو نہ
پوي ۽ جيڪو حق جو ڪلام صحيح نموني ۾ استعمال ٿو ڪري. (١٦) اجائي
بڪ بڪ کان پاسو ڪر، ڇالاءِجو جيڪي ماڻهو انهيءَ ۾ ڪاهي ٿا پون،
سي بدڪاريءَ ۾ اڃا بہ وڌندا ويندا. (١٧) انهن جي تعليم ناسور وانگر پکڙبي
رهندي. همنيوس ۽ فليتس انهن ماڻهن مان آهن. (١٨) اهي سچ کان گمراهہ ٿي
ويا آهن ۽ چون ٿا تہ قيامت اڳيئي ٿي چڪي آهي. اهڙيءَ طرح اهي ڪن
ماڻهن جو ايمان بگاڙين ٿا. (١٩) تنهن هوندي بہ خدا جو وڌل مضبوط بنياد
قائم رهي ٿو. انهيءَ تي هنن لفظن جي مُهر لڳل آهي تہ
"خداوند پنهنجن کي سڃاڻي ٿو."
۽
"جيڪو خداوند جي نالي جو اقرار ڪري ٿو،
تنهن کي بڇڙائيءَ کان پاسو ڪرڻ گهرجي."
(٢٠) ڪنهن وڏي گهر ۾ نہ رڳو سون ۽ چانديءَ جا ٿانوَ هوندا آهن، بلڪ
ڪاٺ ۽ ٺڪر جا بہ. انهن مان ڪي اعليٰ ڪمن لاءِ آهن ۽ ڪي ذليل
ڪمن لاءِ. (٢١) تنهنڪري جيڪڏهن ڪو ماڻهو پاڻ کي ذليل ڪمن کان

٢:١٢ مت ١٠:٣٣، لو ١٢:٩ ٢:١٩ ڳا ١٦:٥

صاف سٿرو ٿو رکي ته اهو عزت وارو ۽ خاص ٿانءُ ٿيندو، جيڪو پنهنجي
مالڪ لاءِ مفيد ۽ هر چڱي ڪم لاءِ تيار هوندو.
٢٢ جوانيءَ جي برين خواهشن کان پري ڀڄ. انهيءَ کان سواءِ جيڪي
پاڪ دل سان خداوند کي ٿا پڪارين، تن سان گڏجي سچائي، ايمان،
محبت ۽ صلح جو طلبگار ٿيءُ. ٢٣ بيوقوفيءَ ۽ ناداني‌ءَ جي مباحثن کان پاسو
ڪر، ڇالاءِجو تون ڄاڻين ٿو ته اهي جهيڙا جهڳڙا پيدا ڪن ٿا. ٢٤ خداوند
جي ٻانهي کي جهيڙو ڪرڻ نه ٿو جڳائي. ان جي بدران ڪيس گهرجي ته
سيني سان نرميءَ سان پيش اچي، تعليم ڏيڻ جي لائق هجي ۽ بردبار هجي.
٢٥ جيڪي سندس مخالف آهن تن کي هو نرميءَ سان سمجهائي، شايد خدا
انهن کي توبهه جي توفيق بخشي ته هو سچ کي سڃاڻين. ٢٦ انهيءَ لاءِ ته
اهي پنهنجي هوش ۾ اچي شيطان جي ڦندي مان ڇٽن، جنهن کين پنهنجي
مرضي پوري ڪرڻ لاءِ قيدي بڻايو آهي.

## آخري زمانو

٣ ١ پر هي ڄاڻي ڇڏ ته آخري زماني ۾ ڏاڍا ڏکيا ڏينهن ايندا. ٢ ڇالاءِجو
ماڻهو خودغرض، پيسي جا يار، ٻٽاڪي، مغرور، بدزبان، ماءُپيءُ جا
نافرمان، بيشڪرا ۽ ناپاڪ ٿي پوندا. ٣ اهي محبت کان خالي، بيرحم،
بدنامي ڪندڙ، پاڻ تي ضابطو نه رکندڙ، وحشي ۽ نيڪيءَ جا دشمن هوندا.
٤ اهي دغاباز، اُٻهرا، وڏائيخور ۽ خدا جي بدران عيش عشرت کي پسند
ڪرڻ وارا هوندا. ٥ اهي دينداريءَ جو ظاهري نمونو ته رکندا، پر انهيءَ جو اثر
قبول نه ڪندا. اهڙن ماڻهن کان پاسو ڪجانءِ.
٦ اهڙي ئي قسم جي ماڻهن مان ڪي گهرن ۾ لڪ چوريءَ گهڙي سادين
عورتن کي پنهنجي چنبي ۾ آڻين ٿا. اهي عورتون گناهن جي هيٺان دٻجي
طرح طرح جي برين خواهشن ۾ ڦاسيو وڃن. ٧ اهي هميشه سکنديون ته
رهن ٿيون، پر ڪڏهن به سچ جي سڃاڻپ تائين پهچي نه ٿيون سگهن.
٨ جهڙيءَ طرح ينيس ۽ يمبريس موسيٰ جي مخالفت ڪئي هئي، تهڙيءَ طرح
هي ماڻهو به سچ جي مخالفت ڪن ٿا. هي اهڙا ماڻهو آهن جن جو عقل

٣:٨ خر ٧:١١

بگڙيل آهي ۽ جيڪي ڪوڙي ايمان رکڻ جي ڪري رد ٿيل آهن. ⑨ اهي اڳتي وڌي ڪين سگهندا، ڇالاءِجو سندن بيعقلي سڀني ماڻهن تي ظاهر ٿيندي، جهڙيءَ طرح انهن ٻنهي جي به ٿي هئي.

## تيمتيس کي آخري نصيحت

⑩ پر تو منهنجي تعليم، هلت چلت، ارادي، ايمان، تحمل، محبت ۽ صبر جي پيروي ڪئي آهي. ⑪ تون ڄاڻين ٿو ته ڪيئن مون کي ستايو ويو ۽ ڪهڙيءَ طرح مون ڏک ڏٺا، يعني اهي آزار جيڪي مون انطاڪيا، اِڪونيم ۽ لسترا ۾ برداشت ڪيا. پر خدا مون کي انهن سڀني مان ڇڏايو. ⑫ سچپچ ته جيڪيبه عيسيٰ مسيح سان گڏجي هڪ ٿي ديندارِيءَ سان زندگي گذارڻ چاهين ٿا، سي ستايا ويندا. ⑬ پر بدڪار ۽ ٺڳ ماڻهو ٻين کي ٺڳيندي ۽ پاڻ به ٺڳجندي وڌيڪ خراب ٿيندا ويندا.

⑭ پر تون انهن ڳالهين تي قائم رهه، جيڪي سکيون اٿيئي ۽ جن جو تو کي پورو يقين آهي، ڇالاءِجو تون انهن کي ڄاڻين ٿو جن کان تو اهي سکيون آهن. ⑮ تون ننڍپڻ کان انهن پاڪ لکتن کان واقف آهين، جيڪي تو کي عيسيٰ مسيح تي ايمان آڻڻ سان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ لاءِ دانائي بخشي ٿيون سگهن. ⑯ هر ڪا پاڪ لکت الهامي آهي ۽ اها تعليم ڏيڻ، تنبيهه ڪرڻ، سڌارڻ ۽ سچائيءَ جي تربيت ڏيڻ لاءِ فائدي واري آهي. ⑰ انهيءَ لاءِ ته خدا جو بندو ڪامل ٿئي ۽ هر چڱي ڪم ڪرڻ لاءِ پوريءَ طرح تيار رهي.

**٤** ① خدا ۽ انهيءَ عيسيٰ مسيح کي، جيڪو جيئرن ۽ مئلن جي عدالت ڪندو، حاضر ناظر ڄاڻي ۽ سندس ظاهر ٿيڻ ۽ بادشاهت ڪرڻ جي ڪري آءٌ تو کي تاڪيد ٿو ڪريان ته ② ڪلام جي تبليغ ڪر ۽ وقت بيوقت انهيءَ جي لاءِ تيار رهه. پوري صبر ۽ سکيا سان ماڻهن کي سمجهاءِ، ملامت ڪر ۽ کين نصيحت ڪر. ③ ڇالاءِجو اهڙو وقت ايندو، جڏهن ماڻهو صحيح تعليم برداشت نه ڪندا. پر هو پنهنجين خواهشن جي پورائي لاءِ پنهنجي چوڌاري گهڻا ئي اهڙا استاد آڻي گڏ ڪندا، جيڪي کين اهو ئي ڪجهه ٻڌائيندا جيڪو سندن خارش وارا ڪن ٻڌڻ چاهين ٿا. ④ اهي

١١:٣ رس ١٣:١٤-٥٢، ١٤:١-٧، ٨-٢٠

پنهنجا ڪن سچ ٻڌڻ کان بند ڪري ڇڏيندا ۽ ڪوڙين آکاڻين ڏانهن ڌيان ڏيندا. ⑤ پر تون هر حالت ۾ هوشيار رهه، سختي سهه، بشارت ڏيڻ جو ڪم ڪر ۽ پنهنجي خدمت پوري ڪر.

⑥ هاڻي آءٌ قربان ٿيڻ تي آهيان ۽ منهنجي لاڏاڻي جو وقت اچي پهتو آهي. ⑦ آءٌ چڱي ويڙهه وڙهي چڪو آهيان. آءٌ پوري ڊوڙ ڊوڙي چڪو آهيان. آءٌ پنهنجي ايمان تي قائم رهيو آهيان. ⑧ هاڻي سچائيءَ جو تاج مون لاءِ رکيل آهي. اهو تاج، خداوند، جيڪو عادل جج آهي سو عدالت واري ڏينهن تي مون کي پارائيندو، نه رڳو مون کي بلڪ انهن سڀني کي به، جيڪي سندس ظاهر ٿيڻ لاءِ واجهائي رهيا آهن.

## ذاتي هدايتون

⑨ مون وٽ جلد اچڻ جي ڪوشش ڪر. ⑩ ڇالاءِجو ديماس هن دنيا تي موهت ٿي ڪري مون کي ڇڏي ڏنو ۽ ٿسلونيڪا ڏانهن هليو ويو. ڪريسڪينس گلتيا ڏانهن ۽ طيطس دلمتيا ڏانهن هليو ويو. ⑪ رڳو لوقا مون وٽ آهي. تون مرقس کي پاڻ سان وٺيو اچج، ڇالاءِجو هو خدمت واري ڪم ۾ منهنجو سٺو مددگار آهي. ⑫ تُخِڪُس کي مون اِفسس شهر ڏانهن موڪليو آهي. ⑬ جيڪو جبو مون تروآس ۾ ڪرپس وٽ ڇڏيو هو، جڏهن اچين ته اهو کنيو اچجانءِ، ان سان گڏ منهنجا ڪتاب به، خاص ڪري چمڙي جا ورق.

⑭ سڪندر ٺاٺاري مون سان ڏاڍي بڇڙائي ڪئي. خداوند هن کي پنهنجو ڪيتو لوڙائيندو. ⑮ تون به انهيءَ کان خبردار رهجانءِ، ڇالاءِجو هن اسان جي پيغام جي گهڻي مخالفت ڪئي آهي.

⑯ ڪورٽ ۾ منهنجي بچاءَ واري پهرين حاضريءَ ۾ ڪنهن به منهنجو طرف نه ورتو، بلڪ سڀني مون کي ڇڏي ڏنو. شل ڪين انهيءَ جو حساب

---

۴:١٠ ڪل ۴:١۴، فلي ٢۴، ٢.ڪر ٨:٢٣، گل ٢:٣، طيط ١:۴

۴:١١ ڪل ۴:١۴، فلي ٢۴، رس ١٢:١٢،٢۵، ١٣:١٣، ١۵:٣٧-٣٩، ڪل ۴:١٠

۴:١٢ رس ٢٠:۴، اف ٦:٢١-٢٢، ڪل ۴:٧-٨ ۴:١٣ رس ٢٠:٦

۴:١۴ ١.تمر ١:٢٠، زب ٦٢:١٢، رو ٢:٦

ڏيٺو نه پوي. ⑰ پر خداوند منهنجو طرف ورتو ۽ مون کي طاقت بخشيائين،
انهيءَ لاءِ ته منهنجي وسيلي خوشخبريءَ جي منادي پوري ٿئي ۽ سڀ غير
قومون ان کي ٻڌن. سو آءٌ شينهن جي وات مان ڇڏايو ويس. ⑱ خداوند
مون کي هر بري ڪم کان بچائيندو ۽ پنهنجي آسماني بادشاهت ۾
صحيح سلامت پهچائيندو. شل سندس واکاڻ هميشه هميشه تائين ٿيندي
رهي- آمين.

## آخر ۾ دعا سلام

⑲ پرسڪلا، اڪولا ۽ اُنيسفرس جي گهر وارن کي سلام ڏج.
⑳ اراستس، ڪرنٿس شهر ۾ رهي پيو ۽ تروفيمس کي بيمار هئڻ ڪري
مون مليتس شهر ۾ ڇڏيو. ㉑ سياري کان اڳ مون وٽ اچڻ جي
ڪوشش ڪر.
يوبولس، پودينس، لينس، پيڙ ڪلوديا ۽ ٻيا سڀ ايمان وارا ڀائر به تو کي
سلام ٿا چون.
㉒ شل خداوند تو سان هجي. اوهان سڀني تي فضل ٿيندو رهي.

---

١٩:٤ رس ١٨:٢، ٢.تم ١:١٦-١٧ ٢٠:٤ رس ١٩:٢٢، رو ١٦:٢٣،
رس ٢٠:٤، ٢١:٢٩

# طيطس

## طيطس ڏانهن پولس رسول جو خط

### تعارف

طيطس غير يهودي هو، جنهن عيسيٰ مسيح تي ايمان آندو ۽ پولس رسول جي تبليغي ڪم ۾ سندس ساٿي ۽ مددگار بڻيو. هي خط پولس رسول پنهنجي انهيءَ نوجوان مددگار طيطس ڏانهن لکيو هو، جنهن کي ڪريتي ٻيٽ ۾ انهيءَ لاءِ ڇڏي آيو هو ته هو اتي رهي ڪليسيا جي نظرداريءَ جو ڪم ڪري.

هن خط ۾ ٽي اهم نقطا بيان ڪيا ويا آهن. پهريون ته طيطس کي ياد ڏياريو ويو آهي ته ڪليسيا جي نگهبانن جو ڪردار ڪيئن هئڻ گهرجي، خاص ڪري ڪريتي ۾، جتي اڪثر بدڪردار هئا. ٻيو ته طيطس کي صلاح ڏني وئي آهي ته ڪليسيا جي مختلف ماڻهن کي ڪيئن تعليم ڏجي، جهڙوڪ: نوجوانن ۽ غلامن کي، پوڙهن مردن ۽ انهن پوڙهين عورتن کي، جيڪي وري نوجوان عورتن کي سيکارين.

آخر ۾ خط لکندڙ يعني پولس رسول طيطس کي صلاح ڏئي ٿو ته مسيح تي ايمان آڻيندڙن جو ڪردار ڪيئن هئڻ گهرجي. هن حصي ۾ خاص طور نرم طبيعت ۽ حليمائيءَ تي زور ڏنو ويو آهي ۽ نفرت ۽ بيوقوفيءَ جي بحث مباحثي کان پاسو ڪرڻ ۽ ڪليسيا ۾ تفرقا وجهڻ کان پري رهڻ جو تاڪيد ڪيو ويو آهي.

سِتاءُ


پيش لفظ ١:١-٤
ڪليسيا جا خدمتگار ١:٥-١٦
مختلف ماڻهن جون ڪليسيا ۾ ذميواريون ٢:١-١٥
تاڪيد ۽ سمجهاڻيون ٣:١-١١
دعا سلام ٣:١٢-١٥


# طيطس

## طيطس ڏانهن پولس رسول جو خط

١ ① هي خط پولس جي طرفان آهي، جيڪو خدا جو ٻانهو ۽ عيسيٰ
مسيح جو رسول آهي. آءٌ انهيءَ ڪري مقرر ڪيو ويو آهيان ته خدا
جي چونڊيلن جي ايمان ڏانهن رهنمائي ڪريان ۽ ڪين انهيءَ سچائيءَ جي
سڃاڻپ ڪرايان، جيڪا دينداريءَ جو رستو ٿي ڏيکاري. ② انهيءَ ايمان
۽ سڃاڻپ جو بنياد دائمي زندگيءَ جي اميد تي رکيل آهي. خدا، جيڪو
ڪوڙ ڳالهائي نه ٿو سگهي، تنهن ازل کان وٺي اهڙي زندگيءَ جو واعدو
ڪيو. ③ سو هن مناسب وقت تي پنهنجي ڪلام کي انهيءَ تبليغ جي
وسيلي ظاهر ڪيو، جيڪا اسان جي ڇوٽڪاري ڏيندڙ خدا جي حڪم
سان منهنجي حوالي ڪئي ويئي.
④ هي خط طيطس ڏانهن لکجي ٿو، جيڪو ايمان ۾ شريڪ هئڻ
ڪري منهنجو سچو فرزند آهي.
شل تو تي خدا پيءُ ۽ اسان جي ڇوٽڪاري ڏيندڙ عيسيٰ مسيح جي
طرفان فضل ۽ سلامتي هجي.

١:٤: ٢.ڪر ٨:٢٣، گل ٢:٣، ٢.تم ٤:١٠

# ڪريتي ٻيٽ ۾ طيطس جو ڪم

(٥) مون تو کي ڪريتي ۾ انهيءَ لاءِ ڇڏيو هو ته تون باقي رهيل ڳالهين
کي درست ڪري ڇڏين ۽ جيئن مون تو کي هدايت ڪئي هئي، تيئن هر
هڪ شهر ۾ بزرگ مقرر ڪرين. (٦) هر بزرگ بيءَعيب هجي ۽ هڪڙيءَ
زال جو مڙس هجي. سندس ٻار ايمان وارا هجن ۽ بدچاليءَ ۽ نافرمانيءَ جي
تهمت کان پاڪ هجن. (٧) چالاءِجو نگهبان، جيڪو خدا جو خدمتگار
آهي، سو بيءَعيب هئڻ گهرجي. هو نه هٺيلو هجي، نه چيڙاڪ، نه شرابي
هجي، نه مارڪٽ ڪندڙ ۽ نه وري ناجائز نفعي جو لالچي هجي. (٨) اٽلندو
هو مهمان‌نواز، نيڪيءَ سان پيار رکندڙ، سمجهو، انصاف پسند، پاڪ ۽
پاڙ تي ضابطو رکندڙ هجي. (٩) هن کي گهرجي ته انهيءَ ڀروسي جهڙي
ڪلام تي قائم رهي، جيڪو ڪيس سيکاريو ويو آهي. اهڙيءَ طرح هو
صحيح تعليم سان ٻين کي نصيحت ڪري سگهي ٿو ۽ مخالفن کي قائل
به ڪري سگهي ٿو.

(١٠) چالاءِجو گهڻا ئي ماڻهو نافرمان، اجائي بڪ ڪندڙ ۽ دغاباز آهن،
خاص ڪري انهن مان جيڪي طهر ڪرائڻ لاءِ زور ٿا ڀرين. (١١) انهن جو
وات بند ڪرڻ گهرجي، چالاءِجو اهڙا ماڻهو ناجائز نفعي جي خاطر نامناسب
ڳالهيون سيکاري گهرن جا گهر ڦٽائي ٿا ڇڏين. (١٢) ڪريتين جي ئي نبين مان
هڪڙي چيو آهي ته ”ڪريتي جا ماڻهو هميشه ڪوڙا، بڇڙا جانور ۽ سست
پيٽوڙي آهن.“ (١٣) اها شاهدي سچي آهي، تنهنڪري انهن کي سختيءَ سان
ملامت ڪر، ته جيئن سندن ايمان درست ٿئي، (١٤) ۽ اهي يهودين جي جڙتو
آکاڻين يا انهن ماڻهن جي حڪمن تي ڌيان نه ڏين جيڪي سچ کان منهن ٿا
موڙين. (١٥) پاڪ ماڻهن لاءِ سڀ شيون پاڪ آهن، پر جيڪي پليت ۽ ايمان
نه آڻيندڙ آهن، تن جي لاءِ ڪا به شيءِ پاڪ ناهي. حقيقت ۾ انهن جو عقل
توڙي ضمير ٻئي پليت آهن. (١٦) اهي خدا کي سڃاڻڻ جي دعويٰ ته ڪن ٿا،
پر پنهنجن ڪمن سان انهيءَ جو انڪار ٿا ڪن. چالاءِجو اهي نفرت جوڳا،
نافرمان ۽ ڪنهن نيڪ ڪم ڪرڻ جي لائق نه آهن.

---

١:٦-٩ ١.تم ٣:٢-٧

## صحيح تعليم ڏيڻ

**۲** ① پر تون اهي ڳالهيون بيان ڪندو رهه جيڪي صحيح تعليم جي
موافق آهن. ② پوڙهن مردن کي سمجهاءِ ته اهي پرهيزگار، مانائتا ۽ پاڻ
تي ضابطو رکندڙ ٿين ۽ ايمان، محبت ۽ صبر تي قائم رهن.
③ ساڳيءَ طرح پوڙهين عورتن کي سمجهاءِ ته اهي هلت چلت ۾ پاڪيزه
هجن. اهي گلا ڪندڙ يا مئي جون عادي نه هجن، بلڪ چڱيون ڳالهيون
سيکارڻ واريون هجن. ④ انهيءَ ڪري جو اهي جوان عورتن کي تربيت ڏين
ته پنهنجن مڙسن ۽ ٻارن سان پيار ڪن، ⑤ سمجهُو ۽ پاڪدامن هجن،
گهر ۾ ڪم ڪار ڪندڙ، مهربان ۽ پنهنجن مڙسن جون تابعدار هجن ته
جيئن خدا جو ڪلام بدنام نه ٿئي.
⑥ ساڳيءَ ئي طرح جوان مردن کي نصيحت ڪر ته اهي پاڻ تي ضابطو
رکندڙ ٿين. ⑦ سڀني ڳالهين ۾ تون پاڻ کي چڱن ڪمن جو نمونو ڪري
ڏيکار. تنهنجي تعليم ڏيڻ مان ايمانداري ۽ سنجيدگي ظاهر ٿئي. ⑧ اهڙي
صحيح تعليم ڏي جيڪا ملامت جوڳي نه هجي، انهيءَ لاءِ ته مخالف ماڻهو
اسان تي عيب لائڻ جو ڪو به سبب نه ڏسي شرمندو ٿئي.
⑨ غلامن کي نصيحت ڪر ته هر ڳالهه ۾ پنهنجن مالڪن جي تابع
رهن، کين خوش رکڻ جي ڪوشش ڪن ۽ ساڻن گستاخي نه ڪن. ⑩ نه
ئي اهي چوري چڪاري ڪن، بلڪ هر طرح سان چڱا ۽ ديانتدار ٿي
پيش اچن، انهيءَ لاءِ ته اهي اسان جي ڇوٽڪاري ڏيندڙ خدا جي تعليم
کي هر طرح سان سينگاريندا رهن.
⑪ ڇالاءِجو خدا جو اهو فضل ظاهر ٿيو آهي، جيڪو سڀني ماڻهن جي
ڇوٽڪاري جو باعث آهي. ⑫ اهو اسان کي سيکاري ٿو ته بدڪاريءَ ۽
دنياوي خواهشن کان انڪار ڪري هن موجوده دنيا ۾ پرهيزگاريءَ، سچائيءَ
۽ دينداريءَ سان زندگي گذاريون. ⑬ ان سان گڏ اسين انهيءَ برڪت ڀري
اميد، يعني پنهنجي عظيم خدا ۽ ڇوٽڪاري ڏيندڙ عيسيٰ مسيح جي جلوي
جي ظاهر ٿيڻ جو انتظار ڪريون. ⑭ هن اسان جي خاطر پنهنجي جان

---

۱۴:۲ زب ۱۳۰:۸، خر ۱۹:۵، شر ۴:۲۰، ۷:۶، ۱۴:۲، ۱-پط ۲:۹

ڏيئي ڇڏي، انهيءَ لاءِ ته ان جي عيوض اسان کي هر طرح جي بڇڙائيءَ کان
ڇڏائي ۽ پاڪ ڪري پنهنجي لاءِ هڪ اهڙي خاص امت بڻائي، جيڪا
نيڪ ڪمن ڪرڻ ۾ سرگرم هجي.
١٥ سو اهي ڳالهيون آهن، جيڪي تو کي سيکارڻيون آهن. پوري اختياريءَ
سان ماڻهن کي نصيحت ڪر ۽ ملامت ڪر. ڪنهن به ماڻهوءَ کي پنهنجي
حقارت ڪرڻ نه ڏي.

## ايمان وارن جي هلت چلت

٣ ١ ماڻهن کي ياد ڏيار ته حاڪمن ۽ اختياريءَ وارن جا تابعدار رهن،
سندن حڪم مڃين ۽ هر چڱي ڪم ڪرڻ لاءِ تيار رهن. ٢ انهن کي
سمجهاءِ ته ڪنهن جي به گلا غيبت نه ڪن، نه ئي جهيڙو ڪندڙ ٿين، بلڪ
نرم طبيعت جا ٿين ۽ سيني ماڻهن سان پوري حليمائيءَ سان پيش اچن.
٣ ڇالاءِجو اسين به ڪنهن وقت نادان، نافرمان، گمراهه ۽ طرح طرح
جي نفساني خواهشن ۽ عياشين جا غلام هئاسين. اسين بغض ۽ حسد جي
حالت ۾ گذاريندا هئاسين، نفرت جي لائق هئاسين ۽ هڪٻئي سان به نفرت
ڪندا هئاسين. ٤ پر جڏهن اسان جي ڇوٽڪاري ڏيندڙ خدا جي مهرباني
۽ انسان لاءِ سندس محبت ظاهر ٿي، ٥ تڏهن هن اسان کي ڇوٽڪارو
ڏنو. اهو اسان جي سچائيءَ جي ڪمن ڪرڻ ڪري نه، بلڪ سندس رحم
جي ڪري ٿيو. هن اسان کي روحاني طور نئين سر پيدا ڪرڻ جي غسل
۽ پاڪ روح سان نئين زندگي ڏيڻ جي وسيلي ڇوٽڪارو ڏنو. ٦ اهو روح
اسان جي ڇوٽڪاري ڏيندڙ عيسيٰ مسيح جي وسيلي خدا جهجهي انداز
۾ اسان تي اوتيو. ٧ انهيءَ لاءِ ته اسين سندس فضل جي ڪري سچار
بڻجون ۽ دائمي زندگيءَ جا وارث ٿيون، جنهن جي اسين اميد رکون ٿا.
٨ اها ڳالهه سچي آهي.

سو منهنجي مرضي آهي ته تون انهن ڳالهين تي زور ڏي، انهيءَ لاءِ
ته جن خدا تي ايمان آندو آهي، سي چڱن ڪمن ۾ مشغول رهڻ جي
ڳڻتي رکن. اهي ڳالهيون چڱيون ۽ ماڻهن لاءِ فائديمند آهن. ٩ پر بيوقوفيءَ
جي بحث مباحثن، نسب‌نامن، جهيڙن جهڳڙن ۽ شريعت بابت تڪرارن

ڪان پاسو ڪر، ڇالاءِجو اهي بيفائدا ۽ اجايا آهن. ⑩تفرقا پيدا ڪندڙ ماڻهوءَ کي پهريون ۽ پوءِ ٻيو دفعو به نصيحت ڪر، تنهن کان پوءِ ساڻس ڪوبه تعلق نه رک. ⑪تون ڄاڻين ٿو ته اهڙو ماڻهو بگڙيل ۽ گنهگار آهي ۽ پاڻ کي ڏوهي ٿو ٺهرائي.

## ذاتي هدايتون

⑫جڏهن آءٌ ارتماس يا تُخِڪُس کي تو وٽ موڪليان، تڏهن تون مون وٽ نڪوپلس شهر ۾ اچڻ جي ڪوشش ڪج، ڇالاءِجو مون سيارو اتي گذارڻ جو فيصلو ڪيو آهي. ⑬زيناس وڪيل ۽ اپلوس کي اهڙي بندوبست سان روانو ڪج جيئن هو ڪنهن شيءِ جا محتاج نه هجن. ⑭اسان جي ماڻهن کي به گهرجي ته چڱن ڪمن ڪرڻ ۾ مشغول رهڻ سکن، انهيءَ لاءِ ته هو پنهنجين توڙي ٻين جي ضرورتن جو پورائو ڪري سگهن ۽ بيفائده زندگي نه گذارين.

⑮جيڪي مون سان گڏ آهن، سي سڀ تو کي سلام ٿا ڏين. ايمان وارا جيڪي اسان سان محبت ٿا رکن، تن کي سلام ڏج.

شل اوهان سڀني تي فضل هجي.

---

١٢:٣ رس ٢٠:٤، اف ٦:٢١-٢٢، ڪل ٤:٧-٨، ٢.تم ٤:١٢

١٣:٣ رس ١٨:٢٤، ١.ڪر ١٦:١٢

# فليمون

## فليمون ڏانھن پولس رسول جو خط

### تعارف

مسيح تي ايمان آڻيندڙن مان فليمون وڏي حيثيت وارو ھڪ شخص ھو. گھڻو ڪري تہ ھو ڪلسي شھر جي ڪليسيا جو ميمبر ھو ۽ اُنيسمس نالي وڻس ھڪ غلام ھو. اھو غلام پنھنجي مالڪ وٽان ڀڄي ويو ھو. انھيءَ جو ڪنھن طرح پولس سان رابطو ٿيو، جيڪو انھيءَ وقت قيد ۾ ھو. پولس رسول جي معرفت ھن مسيح تي ايمان آندو.

فليمون ڏانھن پولس رسول جي ھن خط لکڻ جو مقصد اھو عرض ڪرڻ آھي تہ ھو پنھنجي غلام اُنيسمس تي وري مھربان ٿئي، جنھن کي پولس ھن خط سان گڏ ڏانھس واپس موڪلي رھيو ھو. پولس رسول خط ۾ کيس ھدايت ڪئي تہ ھو اُنيسمس جو آدرڀاءُ ھڪ بخشيل غلام وانگر نہ، بلڪ مسيح تي ايمان آڻيندڙ ھڪ ڀاءُ جي حيثيت ۾ ڪري.

### سِٽاءُ


| | |
|---|---|
| پيش لفظ | ١-٣ |
| فليمون لاءِ دعا | ٤-٧ |
| اُنيسمس لاءِ عرض | ٨-٢٢ |
| دعا سلام | ٢٣-٢٥ |

# فليمون

## فليمون ڏانهن پولس رسول جو خط

①هي خط عيسيٰ مسيح جي ڪري قيد ٿيل پولس ۽ اسان جي ڀاءُ
تيمٿيس جي طرفان آهي.
هي خط تون فليمون اسان جي پياري دوست ۽ گڏجي ڪم ڪندڙ
ڏانهن، ②۽ اسان جي ڀيڻ افيا ۽ اسان وانگر مسيح جي سپاهي ارخپس
ڏانهن موڪلجي ٿو. انهيءَ ڪان سواءِ هي تنهنجي گهر ۾ گڏ ٿيندڙ ڪليسيا
ڏانهن پڻ آهي. ③شل اسان جي پيءُ خدا ۽ خداوند عيسيٰ مسيح جو فضل
۽ سلامتي اوهان تي ٿيندي رهي.

### فليمون جي محبت ۽ ايمان

④جڏهن به آءٌ دعا ٿو گهران، تڏهن تو کي ياد ٿو رکان ۽ هميشه خدا
جو شڪر ٿو ڪريان. ⑤ڇاڪاڻ‌ته آءٌ تنهنجي باري ۾ ٻڌندو آهيان ته تون
خداوند عيسيٰ سان محبت ڪرين ٿو ۽ مٿس ايمان رکين ٿو ۽ سڀني ايمان
وارن سان به محبت ڪرين ٿو. ⑥منهنجي دعا آهي ته تون سرگرميءَ سان
پنهنجو عقيدو ونڊين، جوته ائين ڪرڻ سان اسان ۾ موجود مسيح وارين
برڪتن جي تو ۾ پوري پوري ڄاڻ پيدا ٿيندي. ⑦تنهنجيءَ محبت مون
کي وڏي خوشي ۽ تسلي ڏني آهي، ڇاڪاڻ‌ته ادا، تو ائين ايمان وارن جي
دلين کي تازگي بخشي آهي.

### اُنيسمس جي باري ۾ پولس جو عرض

⑧آءٌ مسيح جي ڪري ايترو دلير ٿي سگهيس ٿي جو تو کي ان ڪم

٢ ڪل ٤:١٧

ڪرڻ جو حڪم ڪريان جيڪو تو کي ڪرڻو آهي. (٩) پر تنهن هوندي
به آءٌ پيرسن پولس ۽ هاڻي عيسيٰ مسيح جي ڪري قيد ٿيل، تو کي پيار
مان عرض ٿو ڪريان. (١٠) منهنجو عرض [1]اُنيسمس جي باري ۾ آهي،
جنهن کي مون قيد ۾ هوندي پنهنجو پٽ بڻايو آهي. (١١) هو اڳي ته تنهنجي
ڪنهن به ڪم جو ڪونه هو، پر هاڻي تنهنجي توڙي منهنجي، ٻنهي
جي ڪم جو آهي.
(١٢) آءٌ اُنيسمس کي تو ڏانهن موٽائي ٿو موڪليان، جنهن سان منهنجي
ڏاڍي دل آهي. (١٣) آءٌ هن کي پاڻ وٽ جيڪر خوشيءَ سان رکان ها، جيستائين
آءٌ هتي خوشخبريءَ جي ڪري قيد ۾ آهيان، ته جيئن هي تنهنجي پاران
منهنجي خدمت ڪري سگهي ها. (١٤) پر تنهنجي مرضيءَ جي ابتڙ مون
ڪجهه به ڪرڻ ڪين گهريو، انهيءَ لاءِ ته جيئن منهنجي مدد مجبوريءَ
سان نه، پر تنهنجي خوشيءَ سان ٿئي.
(١٥) شايد اُنيسمس تو کان ٿوري وقت لاءِ انهيءَ ڪري ڌار ٿيو ته جيئن
پوءِ هو تو وٽ هميشه لاءِ رهي. (١٦) هو هڪ غلام وانگر نه، پر غلام
کان بهتر هڪ پياري ڀاءُ وانگر اچي رهي. هو مون کي تمام پيارو آهي.
پر غلام ۽ وري مسيحي ڀاءُ هجڻ ڪري ته تو کي اجا به وڌيڪ پيارو
آهي.
(١٧) سو جيڪڏهن تون مون کي پنهنجو ساٿي ٿو سمجهين ته هن جو
آدرڀاءُ ائين ڪج جيئن جيڪر منهنجو ڪرين ها. (١٨) جيڪڏهن هن تنهنجي
ڪا غلطي ڪئي آهي، يا تنهنجو ڪو لهڻو ليکو اٿس ته اهو منهنجي کاتي
سمجهه. (١٩) آءٌ پولس پنهنجي هٿ سان لکي ٿو ڏيان ته هن جو هرج‌نرج آءٌ
پاڻ ڀري ڏيندس. باقي ائين دهرائڻ جو ڪو ضرور ئي ڪونهي ته تنهنجي
جان ئي منهنجي تڏي توري آهي. (٢٠) اسين خداوند جا آهيون. تنهنڪري
اي ادا! منهنجي خواهش آهي ته تو کان مون کي خوشي ملي. مسيحي ڀاءُ
هجڻ ڪري منهنجي دل کي حوصلو ڏي.

---

[1] اُنيسمس: يوناني ٻوليءَ ۾ هي هڪ نالو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”ڪم وارو“ يا ”ڪارائتو“.

١٠ ڪل ٤:٩

(٢١)آءٌ تو ڏانهن يقين سان ٿو لکان تہ تون منهنجو عرض پورو ڪندين،
پر منهنجي چوڻ کان بہ وڌيڪ ڪري ڏيکاريندين. (٢٢)ٻي ڳالهہ تہ
منهنجي ٽڪڻ لاءِ هڪ ڪمرو تيار رکج، ڇوتہ اميد ٿو ڪريان تہ
اوهانجين دعائن جي بدلي ۾ خداوند مون کي آزاد ڪري اوهان وٽ
آڻيندو.

## آخر ۾ دعا سلام

(٢٣)-(٢٤) اِپفراس، جيڪو مون سان گڏ عيسيٰ مسيح جي ڪري قيدي
آهي ۽ مرقس، ارسترخس، ديماس ۽ لوقا جيڪي مون سان گڏ ڪم ڪندڙ
آهن، سي سڀ تو کي سلام ٿا ڏين.
(٢٥) شل خداوند عيسيٰ مسيح جو فضل اوهان سڀني تي هجي. آمين.

٢٣ ڪل ١:٧، ١٢:٤ ٢٤ رس ١٢:١٢،٢٥، ١٣:١٣، ١٥:٣٧-٣٩، ١٩:٢٩،
٢٧:٢، ڪل ٤:١٠،١٤، ٢.تم ٤:١٠-١١

# عبرانين

## عبرانين ڏانهن خط

### تعارف

عبرانين نالي هي خط مسيح تي انهن ايمان آڻيندڙن ڏانهن لکيو ويو آهي جيڪي سخت مخالفت سان منهن ڏيئي رهيا هئا ۽ ايتري قدر جو پنهنجي ايمان تان ڦرڻ تي هئا. خط جو لکندڙ پهريائين ته هنن جي ايمان تي قائم رهڻ جي همت‌افزائي ڪري ٿو ۽ ڪين ڏيکاري ٿو ته عيسيٰ مسيح ئي خدا جو سچو ۽ اعليٰ ترين مظهر آهي. ائين ڪرڻ سان هو ٽن اهم حقيقتن تي زور ڏئي ٿو:

١. عيسيٰ مسيح خدا جو دائمي فرزند آهي، جنهن نهايت حوصلي سان ڏک سهي پيءُ جي فرمانبرداري سکي. خدا جي فرزند جي حيثيت ۾ عيسيٰ مسيح سيني ملائڪن ۽ سيني نبين، بلڪ بني اسرائيل جي وڏي نبي حضرت موسيٰ کان به مٿانهون آهي.

٢. عيسيٰ مسيح کي خدا دائمي ڪاهن ڪري ظاهر ڪيو آهي، جيڪو بني اسرائيل جي ڪاهنن کان مٿانهون آهي.

٣. عيسيٰ مسيح جي معرفت ايمان آڻڻ وارو گناهه، ڏپ ۽ موت کان بچي وڃي ٿو ۽ جيئن ته عيسيٰ مسيح وڏو سردار ڪاهن آهي، تنهنڪري هو اهو حقيقي ڇوٽڪارو ڏئي ٿو، جنهن جي يهودي مذهب ۾ رسمن ۽ جانورن جي قربانين وسيلي پڪي اميد ڏيکاري ويندي هئي.

باب ١١ ۾ بني اسرائيل جي تاريخ مان ڪن مشهور ماڻهن جي ايمان جو مثال ڏيندي خط جو لکندڙ پنهنجي پڙهندڙن کي تاڪيد ٿو ڪري ته هو پنهنجي ايمان تي قائم رهن. پوءِ باب ١٢ ۾ هو پنهنجن پڙهندڙن تي زور پري

تو ته هو عيسيٰ مسيح ڏانهن نهاريندي پنهنجي ايمان تي هميشه قائم رهن،
پوءِ سندن رستي ۾ ڪيترين به تڪليفون ۽ ڏک اچن ته اهي برداشت ڪن.
آخر ۾ هي خط صلاحن ۽ تنبيهن سان پورو ٿئي ٿو.

سِٽاءُ

| | |
|---|---|
| پيش لفظ - عيسيٰ مسيح خدا جو پورو پورو مظهر | ١:١-٣ |
| عيسيٰ مسيح ملائڪن کان مٿانهون | ١:٤-٢:١٨ |
| عيسيٰ مسيح حضرت موسيٰ ۽ يشوع کان مٿانهون | ٣:١-٤:١٣ |
| وڏو سردار ڪاهن هجڻ عيسيٰ مسيح جي بلندي آهي | ٤:١٤-٧:٢٨ |
| عيسيٰ مسيح جي عهد جي بلندي | ٨:١-٩:٢٨ |
| عيسيٰ مسيح جي قربانيءَ جي بلندي | ١٠:١-٣١ |
| ايمان بنياد آهي | ١١:١-١٢:٢٩ |
| تاڪيد ۽ دعا سلام | ١٣:١-٢٥ |

# عبرانين

## عبرانين ڏانهن خط

### خدا جو پنهنجي فرزند جي معرفت ڳالهائڻ

١ (١) اڳئين زماني ۾ خدا اسان جي ابن ڏاڏن سان وقت به وقت ۽ مختلف
طريقن سان نبين جي معرفت ڳالهايو. (٢) پر هاڻي هن زماني جي آخر
۾ خدا اسان سان پنهنجي فرزند جي معرفت ڳالهايو، جنهن کي هن سڀني
شين جو وارث مقرر ڪيو ۽ سندس ئي وسيلي ڪائنات خلقيائين. (٣) اهو
فرزند خدا جي جلال جو تجلو ۽ سندس ذات جو پورو پورو نقش تي ڪري
پنهنجي قدرت واري ڪلام سان سڀني شين کي سنڀالي ٿو. هو گنهگارن
کي پاڪ ڪرڻ کان پوءِ عرش تي قادرِمطلق جي ساڄي پاسي وڃي ويٺو.

## فرزند ملائڪن کان مٿانهون

④ اهڙيءَ طرح هو ملائڪن کان اوترو قدر اعليٰ ٿيو، جيترو قدر ڪيس
اعليٰ نالو ورثي ۾ مليو. ⑤ڇا خدا ڪڏهن ملائڪن مان ڪنهن کي
هيئن چيو ته

”تون منهنجو فرزند آهين،
اڄ کان پوءِ آءٌ تنهنجو پيءُ آهيان؟“

نڪي هي ملائڪن بابت چيو اٿائين ته

”آءٌ هن جو پيءُ ٿيندس
۽ هو منهنجو فرزند ٿيندو؟“

⑥ وري جڏهن خدا پنهنجي پهريٽي کي دنيا ۾ آڻي ٿو تڏهن چوي ٿو ته
”خدا جا سڀ ملائڪ هن کي سجدو ڪن.“

⑦ ملائڪن بابت هو چوي ٿو ته
”هو پنهنجي ملائڪن کي هوائون
۽ پنهنجن خادمن کي باهه جا شعلا ٿو بڻائي.“

⑧ پر پنهنجي فرزند بابت هو چوي ٿو ته
”اي خدا! تنهنجو تخت
هميشه تائين قائم رهندو،
۽ تون انصاف سان حڪومت ڪرين ٿو.
⑨ تو سچائيءَ سان محبت،
۽ بڇڙائيءَ سان دشمني رکي.
تنهنڪري خدا، يعني تنهنجي خدا،
خوشيءَ جي تيل سان مسح ڪري
تو کي چونڊيو،
۽ تنهنجي سنگتين کان تو کي مٿانهون ڪيو.“

⑩ هن هيئن به چيو ته

---

١:٥ زب ٢:٧، ٢.سمر ٧:١٤، ١.توا ١٧:١٣ ١:٦ شر ٣٢:٤٣ ١:٧ زب ١٠٤:٤
١:٨-٩ زب ٤٥:٦-٧ ١:١٠-١٢ زب ١٠٢:٢٥-٢٧

"اي خداوند! شروع ۾ تو زمين کي بڻايو
۽ پنهنجي هٿن سان آسمان کي پيدا ڪيو.
⑪ اهي سڀ ناس ٿي ويندا،
پر تون ئي باقي رهندين.
اهي سڀ پوشاڪ وانگر پراڻا ٿي ويندا.
⑫ تون انهن کي چادر وانگر ويڙهي ڇڏيندين
۽ اهي پوشاڪ وانگر بدلجي ويندا.
پر تون هميشه اهو ئي ساڳيو آهين،
۽ تنهنجا سال ڪڏهن به ڪين ختم ٿيندا."
⑬ ڇا خدا ملائڪن مان ڪڏهن به ڪنهن کي چيو ته
"تون منهنجي ساڄي پاسي ويهه،
جيستائين آءٌ تنهنجي دشمنن کي
تنهنجي پيرن جي صندلي نه بڻايان؟"
⑭ ڇا اهي سڀ ملائڪ خدمت ڪندڙ روح نه آهن، جيڪي ڇوٽڪاري
حاصل ڪرڻ وارن جي لاءِ موڪليا وڃن ٿا؟

## ڌيان ڏيڻ لاءِ تاڪيد

۲ ① تنهنڪري جيڪي ڳالهيون اسان ٻڌيون آهن، تن تي اسان کي
وڌيڪ ڌيان ڏيڻ گهرجي، انهيءَ لاءِ ته متان لڙهي انهن کان پري نڪري
نه وڃون. ② ڇالاءِجو جيڪو ڪلام ملائڪن جي معرفت ٻڌايو ويو، سو
قائم رهيو ۽ جنهن ان ڪلام کي نه مڃيو ۽ ان جي نافرماني ڪئي تنهن
کي جوڳي سزا ڏني وئي. ③ ته پوءِ جيڪڏهن هيڏي وڏي ڇوٽڪاري
کان غافل رهياسين ته ڪيئن بچي سگهنداسين؟ ڇالاءِجو انهيءَ ڇوٽڪاري
جي پڌرائي پهريائين خداوند ئي ڪئي هئي ۽ جن ماڻهن اها ٻڌي تن انهيءَ
جي تصديق ڪئي. ④ خدا به نشانين، عجيب ڪمن ۽ طرح طرح جي
معجزن سان پنهنجي مرضيءَ موجب پاڪ روح جون نعمتون ورهائي انهيءَ
ڇوٽڪاري جي شاهدي ڏيندو رهيو.

---

۱۲:۱ زبور ۱۱۰:۱

## چوٽڪاري جو اڳواڻ

⑤سو ايندڙ جهان، جنهن جو اسين ذڪر ٿا ڪريون، تنهن کي خدا
ملائڪن جي تابع نہ ڪيو. ⑥پر پاڪ ڪلام ۾ ڪنهن شاهدي ڏني
آهي تہ

"انسان ڇا آهي، جو تون هن کي ياد ڪرين،
يا انسان جو اولاد ڇا آهي، جو تون هن جو فڪر ڪرين.
⑦تو هن کي ملائڪن کان ٿورڙو گهٽ ڪيو.
تو هن کي عزت ۽ عظمت وارو تاج پارايو.
⑧تو سڀ شيون هن جي پيرن هيٺ ڪري ڇڏيون."

خدا سڀ شيون انسان جي تابع ڪيون آهن ۽ ڪابہ اهڙي شيءِ نہ ڇڏي
اٿس جا سندس تابع نہ هجي، پر اڃا تائين اسين سڀ شيون هن جي تابع
نہ ٿا ڏسون. ⑨مگر اسين عيسيٰ کي ڏسون ٿا، جنهن کي موت سهڻ
ڪري عزت ۽ عظمت وارو تاج پارايو ويو آهي. هن کي ملائڪن کان
انهيءَ ڪري ٿورڙو گهٽ ڪيو ويو هو، تہ جيئن هو خدا جي فضل سان
هر انسان لاءِ موت جو مزو چکي.

⑩جنهن جي لاءِ ۽ جنهن جي وسيلي سڀ شيون پيدا ٿيون آهن، تنهن
خدا لاءِ اهو مناسب هو تہ جڏهن گهڻن ٻارن کي عظمت ۾ داخل ڪري
تڏهن انهن جي چوٽڪاري جي اڳواڻ کي ڏکن جي وسيلي ڪامل ڪري.
⑪جيئن تہ پاڪ ڪُرڻ وارو ۽ پاڪ ٿيڻ وارا ٻئي ساڳئي ئي گهراڻي جا
آهن، تنهنڪري عيسيٰ انهن کي ڀاءُ پيڻ ڪري سڏڻ کان نہ ٿو شرمائي.
⑫بلڪ هو چوي ٿو تہ

"آءٌ پنهنجي ڀائرن ۽ ڀينرن ۾ تنهنجو نالو پڌرو ڪندس.
جماعت ۾ آءٌ تنهنجي ساراهہ جا گيت ڳائيندس."

⑬هو وري چوي ٿو تہ

"آءٌ هن تي ڀروسو ڪندس."

هو ائين بہ چوي ٿو تہ

٢:٦-٨ زب ٨:٤-٦    ٢:١٢ زب ٢٢:٢٢    ٢:١٣ يس ٨:١٧، ١٨

”اِجهو، آءٌ آهيان ۽ اهي ٻار پڻ،
جيڪي خدا مون کي ڏنا آهن.“
⑭ جهڙيءَ طرح هن جا اهي ٻار انسان آهن، اهڙيءَ طرح عيسيٰ به انهن
وانگر ٿيو ته جيئن پنهنجي موت جي وسيلي شيطان کي ناس ڪري، جنهن
کي موت تي اختيار آهي. ⑮ ان سان گڏ هو انهن سڀني کي آزاد ڪري،
جيڪي موت جي ڊپ کان سڄي عمر غلاميءَ ۾ گرفتار هئا. ⑯ حقيقت ۾
هو ملائڪن جي نه، پر ابراهيم جي نسل جي مدد ٿو ڪري. ⑰ تنهنڪري
اهو ضروري هو ته هو هر طرح پنهنجي ڀائرن ۽ ڀينرن وانگر ٿئي، انهيءَ لاءِ ته
خدا جي خدمت ڪرڻ ۾ هو اهڙو وڏو سردار ڪاهن ٿئي، جيڪو رحمدل ۽
وفادار هجي ۽ ماڻهن جي گناهن جو ڪفارو ادا ڪري. ⑱ ڇالاءِجو جڏهن
مٿس آزمائش پئي ته هن پاڻ ڏک سَٺا، تنهنڪري هو انهن جي به مدد ڪري
سگهي ٿو جيڪي آزمائش ۾ پون ٿا.

## موسيٰ کان عيسيٰ مٿانهون آهي

٣ ① تنهنڪري اي پاڪ ڀائرو ۽ ڀينرون! جيڪي آسماني ڪوٺ ۾
شريڪ آهيو، اوهين انهيءَ رسول ۽ وڏي سردار ڪاهن عيسيٰ تي غور
ڪريو، جنهن کي اسين مڃون ٿا. ② هو پنهنجي مقرر ڪرڻ واري سان
اهڙو وفادار رهيو، جهڙو موسيٰ خدا جي سڄي گهراڻي سان وفادار هو.
③ جيئن ڪنهن گهر جو جوڙيندڙ انهيءَ گهر کان وڌيڪ عزت وارو ٿئي ٿو،
تيئن عيسيٰ به موسيٰ کان وڌيڪ عزت جي لائق ليکيو ويو. ④ ڇالاءِجو
هر گهر جو ڪو نه ڪو جوڙيندڙ هوندو آهي، پر جنهن سڀ ڪجهه ٺاهيو
سو خدا ئي آهي. ⑤ هاڻي موسيٰ خادم جي حيثيت ۾ خدا جي سڄي
گهراڻي سان وفادار رهيو، انهيءَ لاءِ ته جيڪي ڳالهيون پوءِ بيان ٿيڻيون
هيون، تن جي شاهدي ڏئي. ⑥ پر مسيح فرزند جي حيثيت ۾ خدا جي
گهر جو مختيار هوندي وفادار رهيو. هاڻي خدا جو گهراڻو اسين آهيون،
بشرطيڪ اسين پنهنجيءَ همت ۽ انهيءَ اميد تي قائم رهون، جنهن تي
اسان کي فخر آهي.

٢:١٣ گيا ١٢:٧

## بي‌اعتباريءَ خلاف تاڪيد

⑦ جيئن پاڪ روح فرمائي ٿو تہ
"جيڪڏهن اڄ اوهين هن جو آواز ٻڌو،
⑧ تہ پنهنجون دليون سخت نہ ڪجو،
جيئن چڙ ڏيارڻ واري مهل، يعني آزمائش جي ڏينهن
اوهان رڻ‌پٽ ۾ ڪيو.
⑨ اتي اوهان جي ابن ڏاڏن منهنجي آزمائش ورتي،
مون کي پرکيو
۽ چاليهن سالن تائين منهنجا ڪم ڏٺائون.
⑩ تنهنڪري انهيءَ پيڙهيءَ کان آءٌ ناراض ٿيس،
۽ چيم تہ 'انهن ماڻهن جون دليون
هميشہ گمراهہ ٿينديون رهن ٿيون.
انهن منهنجي واٽن کي ڪين سڃاتو.'
⑪ تنهنڪري مون ڪاوڙ ۾ قسم کنيو تہ
'هو منهنجي آرام ۾ ڪڏهن بہ داخل نہ ٿيندا.'"

⑫ اي ڀائرو ۽ ڀينرون! خبردار رهجو، متان اوهان مان ڪنهن جي دل
بڇڙي ۽ منڪر ٿي زنده خدا کان ڦري نہ وڃي. ⑬ پر اوهين جيسين
اڄوڪو ڏينهن چوڻ ۾ اچي ٿو، تيسين هر روز هڪ ٻئي کي همٿائيندا
رهجو، انهيءَ لاءِ تہ متان اوهان مان ڪو گناهہ جي فريب ۾ اچي سخت‌دل
نہ ٿي پوي. ⑭ ڇالاءِجو اسين مسيح سان شريڪ ٿيا آهيون، بشرطيڪ
اسين پنهنجي شروع واري يقين تي پڇاڙيءَ تائين مضبوطيءَ سان قائم
رهون.

⑮ جيئن چيو ويو آهي تہ
"جيڪڏهن اڄ اوهين هن جو آواز ٻڌو،
تہ پنهنجون دليون سخت نہ ڪجو،
جيئن اوهان چڙ ڏيارڻ واري مهل ڪيو هو."

٣:٧-١١ زب ٩٥:٧-١١ ٣:١٥ زب ٩٥:٧-٨

⑯ اهي ڪير هئا جن آواز ٻڌي خدا کي چڙ ڏياري؟ ڇا اهي سڀئي نہ هئا
جيڪي موسيٰ جي اڳواڻيءَ ۾ مصر مان نڪتا هئا؟ ⑰ اهي ڪير هئا جن کان
هو چاليهن سالن تائين ناراض رهيو؟ ڇا هو اهي نہ هئا جن گناهہ ڪيو ۽ جن
جا لاش رڻپٽ ۾ پيا رهيا؟ ⑱ ۽ اهي ڪير هئا جن لاءِ خدا قسم کڻي چيو تہ
"هو منهنجي آرام ۾ ڪڏهن بہ داخل نہ ٿيندا"؟
ڇا هو اهي نہ هئا جن نافرماني ڪئي؟ ⑲ اهڙيءَ طرح اسين ڏسون ٿا تہ اهي
ايمان نہ آڻڻ جي ڪري داخل ٿي نہ سگهيا.

## خدا جي ماڻهن لاءِ آرام

٤ ① جڏهن تہ خدا جي آرام ۾ داخل ٿيڻ جو واعدو اجا باقي رهيل
آهي، تڏهن اسان کي خبردار رهڻ گهرجي تہ متان ائين نہ ٿئي جو
اوهان مان ڪو پوئتي رهيل نظر اچي. ② ڇالاءِجو اسان کي بہ انهن وانگر ئي
خوشخبري ٻڌائي ويئي. پر جيڪو پيغام انهن ٻڌو تنهن کين ڪو فائدو نہ
رسايو، ڇاڪاڻ تہ انهن ايمان سان نہ ٻڌو. ③ هاڻي اسين ايمان آڻيندڙ انهيءَ
آرام ۾ داخل ٿا ٿيون، جهڙيءَ طرح خدا فرمايو آهي تہ
"تنهنڪري مون ڪاوڙ ۾ قسم کنيو تہ
'هو منهنجي آرام ۾ ڪڏهن بہ داخل نہ ٿيندا.'"
جيتوڻيڪ دنيا جي بناوٽ وقت هن جا ڪم پورا ٿي چڪا هئا. ④ ڇالاءِجو
پاڪ ڪلام ۾ ستين ڏينهن بابت هيئن فرمايو ويو آهي تہ
"خدا پنهنجي سڀني ڪمن کي پورو ڪري
ستين ڏينهن آرام ڪيو."
⑤ جيئن خدا اڳي ئي فرمايو آهي تہ
"هو منهنجي آرام ۾ ڪڏهن بہ داخل نہ ٿيندا."
⑥ سو اها ڳالهہ اجا باقي آهي تہ ڪي ماڻهو انهيءَ آرام ۾ داخل ٿيندا.
پر اهي جن کي پهريائين خوشخبري ٻڌائي ويئي هئي، سي پنهنجي نافرمانيءَ
جي ڪري داخل نہ ٿيا. ⑦ تنهنڪري گهڻي وقت کان پوءِ خدا وري هڪڙو

٣:١٦-١٨ ڳا ١٤:١-٣٥ ٤:٣ زب ٩٥:١١ ٤:٤ پيد ٢:٢ ٤:٥ زب ٩٥:١١
٤:٧ زب ٩٥:٧-٨

خاص ڏينهن مقرر ڪيو جنهن کي اڄ سڏيو ويو، جڏهن دائود جي وسيلي
اڳي وانگر فرمايو ويو ته
"جيڪڏهن اڄ اوهين هن جو آواز ٻڌو
ته پنهنجون دليون سخت نہ ڪجو."
⑧ سو جيڪڏهن يشوع انهن کي آرام ۾ داخل ڪري ها ته خدا انهيءَ
کان پوءِ ڪنهن ٻئي ڏينهن جو ذڪر نہ ڪري ها. ⑨ تنهنڪري خدا جي
ماڻهن لاءِ سبت جو آرام باقي رهيل آهي. ⑩ ڇالاءِجو جيڪو خدا جي آرام
۾ داخل ٿئي ٿو، سو بہ پنهنجي ڪمن کان پوءِ ائين آرام ڪري ٿو جيئن
خدا ڪيو. ⑪ تنهنڪري اچو ته اسين انهيءَ آرام ۾ داخل ٿيڻ جي پوري
پوري ڪوشش ڪريون، انهيءَ لاءِ ته متان ائين نہ ٿئي ته ڪو انهن وانگر
نافرمانيءَ جي ڪري گمراهہ ٿئي.
⑫ ڇالاءِجو خدا جو ڪلام جيئرو ۽ اثرائتو آهي. اهو ٻہ‌منهين تلوار
کان بہ تکو آهي، اهڙو اندر ۾ چيپيو وڃي جو جان کي روح کان ۽
سنڌن کي مِکُ کان ڌار ڪيو ڇڏي. اهو دل جي خيالن ۽ ارادن کي
جاچي ٿو. ⑬ ڪابہ خلقيل شيءِ خدا کان لڪل ڪانهي، بلڪ جنهن
کي اسين حساب ڏينداسين تنهن جي نظر ۾ سڀ شيون بنا پردي ۽
کليل آهن.

## عيسيٰ وڏو سردار ڪاهن

⑭ تنهنڪري جڏهن ته اسان جو هڪڙو وڏو سردار ڪاهن آهي، يعني
خدا جو فرزند عيسيٰ، جيڪو آسمانن مان لنگهي ويو آهي، تڏهن اچو
ته اسين پنهنجي اقرار تي مضبوطيءَ سان قائم رهون. ⑮ ڇالاءِجو اسان جو
سردار ڪاهن اهڙو ناهي جو اسان جي ڪمزورين ۾ اسان جو همدرد نہ ٿي
سگهي، پر هو اهڙو آهي جو هر طرح سان اسان وانگر آزمايو ويو آهي، تڏهن
بہ بي گناهہ ثابت ٿيو. ⑯ تنهنڪري اچو ته دليريءَ سان فضل واري تخت کي
هلي ويجها ٿيون، ته جيئن اسان تي رحم ٿئي ۽ اهو فضل حاصل ڪريون
جو ضرورت جي وقت اسان جي مدد ڪري.

٨:۴ شر ٣١:٢، يش ٢٢:۴ ١٠:۴ پيد ٢:٢

٥
١ حقيقت ۾ هر ڪو سردار ڪاهن جيڪو ماڻهن مان ئي چونڊجي،
سو ماڻهن جي ئي لاءِ خدا سان تعلق رکندڙ ڳالهين واسطي مقرر
ٿو ڪجي، انهيءَ لاءِ ته هو نذر ۽ گناهن لاءِ قربانيون ادا ڪري. ٢ هو
جاهلن ۽ گمراهه ٿيندڙن سان نرميءَ واري هلت ڪري ٿو سگهي، ڇوته
هو پاڻ به ڪمزوريءَ ۾ مبتلا آهي. ٣ انهيءَ ڪري مٿس اهو فرض آهي
ته جهڙيءَ طرح پنهنجي گناهن واسطي قرباني ادا ڪري ٿو، تهڙيءَ طرح
ماڻهن جي گناهن لاءِ به ڪري. ٤ ڪوبه ماڻهو پنهنجو پاڻ اها عزت
هٿ ڪري نه ٿو سگهي، جيستائين خدا کيس هارون وانگر نه چونڊي.
٥ ساڳيءَ طرح مسيح به پاڻ کي سردار ڪاهن ٿيڻ جي عزت پاڻ نه ڏني،
بلڪ خدا کيس چيو ته

”تون منهنجو فرزند آهين،
اڄ کان پوءِ آءٌ تنهنجو پيءُ آهيان.“

٦ اهڙيءَ طرح هو ٻي هنڌ به چوي ٿو ته

”تون ملڪصدق جي طريقي موجب
هميشه لاءِ ڪاهن آهين.“

٧ عيسيٰ پنهنجي جسماني زندگيءَ ۾ زار و زار روئي ۽ دانهون ڪري خدا
کان دعائون گهريون ۽ منتون ڪيون، جيڪو کيس موت کان بچائي ٿي
سگهيو. انهيءَ ادب واري تابعداريءَ جي ڪري سندس دعائون قبول پيون.
٨ جيتوڻيڪ هو فرزند هو، تڏهن به هن ڏک سهي ڪري فرمانبرداري سکي.
٩ پوءِ ڪامل بڻجي هو پنهنجي سڀني فرمانبردارن لاءِ دائمي ڇوٽڪاري جو
باني بڻيو. ١٠ ان سان گڏ خدا جي طرفان ملڪصدق جي طريقي موجب
سردار ڪاهن مقرر ڪيو ويو.

## ايمان ڇڏڻ خلاف تاڪيد

١١ انهيءَ باري ۾ اسان کي گهڻو ڪجهه چوڻو آهي، پر اوهان کي
سمجهائڻ مشڪل آهي، ڇالاءِجو اوهين ڪنن کان گهرا ٿي پيا آهيو.

٥:٣ لاو ٩:٧ ٥:٤ خر ٢٨:١ ٥:٥ زب ٢:٧ ٥:٦ زب ١١٠:٤
٥:٧ مت ٢٦:٣٦-٤٦، مر ١٤:٣٢-٤٢، لو ٢٢:٣٩-٤٦

(١٢) حقيقت ۾ وقت جي لحاظ کان ته اوهان کي استاد ٿيڻ گهربو هو،
پر اوهين اجا تائين انهيءَ ڳالهه جا محتاج آهيو ته ڪو ماڻهو وري اوهان
کي خدا جي ڪلام جي ابتدائي اصولن جي تعليم ڏئي. سو اوهان
کي سخت کاڌي بدران اجا کير جي گهرج آهي. (١٣) هاڻي جيڪو رڳو
کير تي ٿو پلجي، سو اجا ٻارڙو آهي ۽ هن کي سچائيءَ جي تعليم بابت
ڪو آزمودو ڪونهي. (١٤) پر سخت کاڌو پوريءَ عمر وارن جي لاءِ آهي،
جيڪي آزمودي وسيلي ان لائق ٿي ويا آهن جو نيڪيءَ ۽ بديءَ جو فرق
سمجهي سگهن.

٦ (١) تنهنڪري اچو ته مسيح جي باري ۾ ابتدائي ڳالهين کي ڇڏي
ڪماليت ڏانهن وڌندا هلون. موت ڏانهن وٺي ويندڙ ڪمن کان توبهه
ڪرڻ ۽ خدا تي ايمان آڻڻ جو ٻيهر بنياد ئي نه وجهون، (٢) نڪي بپتسمائن
۽ هٿن رکڻ، مئلن جي وري جيئري ٿيڻ ۽ دائمي عدالت جي تعليم جو بنياد
ٻيهر وجهون. (٣) جيڪڏهن خدا گهريو ته ائين ئي ڪنداسين.

(٤) سو انهن جي حال تي غور ڪريو جيڪي هڪ ئي دفعي روشن دل
ٿيا آهن، جن آسمان واري بخشش جو سواد چکيو آهي ۽ جيڪي پاڪ
روح جي برڪت ۾ شريڪ ٿيا آهن (٥) ۽ جن خدا جي چڱي ڪلام ۽
ايندڙ جهان جي طاقتن جو تجربو حاصل ڪيو آهي. (٦) پوءِ جيڪڏهن
اهي گمراهه ٿي وڃن ته ٻيهر انهن جو توبهه ڪرڻ ناممڪن آهي. ڇالاءِجو
اهڙيءَ طرح اهي خدا جي فرزند کي نئين سر صليب تي چاڙهي ظاهر ظهور
هن کي بي‌عزت ٿا ڪن.

(٧) مثال طور جيڪا زمين پاڻ تي هر هر پوندڙ مينهن جو پاڻي ٿي پيئي ۽
پنهنجي پوکيندڙ لاءِ ڪمائتو فصل ٿي اُپائي، تنهن تي خدا جي برڪت ٿي
نازل ٿئي. (٨) پر جيڪا زمين ڪنڊا ۽ ڪانديرا ٿي اُپائي، سا ڪنهن ڪم جي
ناهي ۽ لعنت پوڻ کي ويجهو ٿي ٿئي. آخر ڪار اها ساڙي وڃي ٿي.

(٩) پر اي عزيزو! جيتوڻيڪ اسين اهي ڳالهيون ڪريون ٿا، تڏهن به توهان
جي باري ۾ بهترين ۽ ڇوٽڪاري سان لاڳو ٿيندڙ ڳالهين جو يقين ٿا رکون،
(١٠) ڇالاءِجو خدا بي‌انصاف ناهي. هو اوهان جي محنت ۽ انهيءَ محبت کي

٥:١٢-١٣ ١ڪر ٣:٢ ٦:٨ پيد ٣:١٧-١٨

نہ وساريندوم جيڪا اوهان سندس نالي تي اهڙيءَ طرح ڏيکاري جو ايمان
وارن جي خدمت ڪئي اتوَ ۽ اجا تائين ڪندا ٿا رهو. ⑪ اسان جي خواهش
آهي تہ اوهان مان هر ڪو پنهنجيءَ اميد کي يقيني بنائڻ لاءِ پڇاڙيءَ تائين
ساڳيءَ طرح ڪوشش ڪندو رهي. ⑫ اسين چاهيون ٿا تہ اوهين سست نہ
ٿيو پر انهن جا پيروي ڪندڙ ٿيوم جيڪي ايمان ۽ صبر جي ڪري خدا
جي ڪيل واعدن جا وارث ٿا ٿين.

## خدا جو پڪو واعدو

⑬ خدا جڏهن ابراهيم سان واعدو ڪيو تڏهن هن پنهنجو ئي قسم کنيوم
ڇالاءِجو کانئس وڌو ڪوبہ نہ هو. ⑭ خدا فرمايو تہ
”يقينًا آءٌ تو کي برڪتون ڏيندو رهندس
۽ تنهنجو اولاد گهڻو وڌائيندس.“
⑮ اهڙيءَ طرح ابراهيم صبر ڪري اها واعدي ڪيل برڪت حاصل
ڪئي.
⑯ ماڻهو پاڻ کان ڪنهن وڏي جو ئي قسم کڻندا آهن ۽ سندن هر ڳالهہ
۽ هر تڪرار جي آخرين ثابتي قسم ئي هوندو آهي. ⑰ تنهنڪري خدا انهن
کي جيڪي ڪيل واعدي جي برڪت حاصل ڪندام اهو وڌيڪ صفائيءَ
سان ڏيکارڻ گهريو تہ سندس ارادي ۾ ڪابہ ڦيرگهير ڪانہ ٿيندي، انهيءَ
ڪري قسم بہ کنيائين. ⑱ سو خدا جو واعدو ۽ قسم ٻئي اهڙيون شيون
آهن جيڪي بدلجي نہ ٿيون سگهن ۽ جن جي باري ۾ خدا جو ڪوڙو ٿيڻ
ناممڪن آهي. هاڻي خدا ائين هن ڪري ڪيو تہ اسين، جيڪي سندس
پناهہ وٺڻ لاءِ ڊوڙيا آهيون، تن کي پڪيءَ طرح خاطري ٿئي تہ انهيءَ اميد کي
جيڪا اسان جي اڳيان رکي آهي هٿ ڪري سگهون. ⑲ اها اميد اسان
جي جان لاءِ اهڙي لنگر مثل آهي، جيڪو مضبوط ۽ قائم آهي. اها پردي
جي پٺيان اندرين هيڪل تائين بہ وڃي پهچي ٿي. ⑳ اتي عيسيٰ ملڪصدق
جي طريقي موجب هميشہ جي لاءِ سردار ڪاهن ٿي اسان جي خاطرم اسان
جي پيشوا جي حيثيت ۾ داخل ٿيو آهي.

١٤:٦ پيد ٢٢:١٦–١٧ ١٩:٦ لاو ٢:١٦ ٢٠:٦ زب ٤:١١٠

## ڪاهن ملڪصدق

① ملڪصدق شاليم جو بادشاهہ ۽ خدا تعاليٰ جو ڪاهن هو. جڏهن
ابراهيم بادشاهن کي شڪست ڏيئي موٽيو پئي آيو تہ ملڪصدق ساڻس
گڏيو ۽ کيس دعائون ڏنائين. ② ابراهيم هن کي سيني شين جو ڏهون
حصو ورهائي ڏنو. هو پنهنجي نالي جي معنيٰ موجب پهريائين ”سچائيءَ جو
بادشاهہ“ آهي، تنهن کان پوءِ شاليم جو بادشاهہ بہ آهي، يعني ”سلامتيءَ جو
بادشاهہ.“ ③ هو بنا پيءُ، بنا ماءُ ۽ بنا شجري جي آهي. نہ سندس عمر جي
شروعات آهي، نڪي زندگيءَ جي پڇاڙي، بلڪ هو خدا جي فرزند جهڙو
ڪيو ويو تہ جيئن هميشہ لاءِ ڪاهن رهندو اچي.
④ سو غور ڪري ڏسو تہ اهو شخص ڪيڏو نہ عظيم هو، جو قوم جي
بزرگ ابراهيم غنيمت جي مال مان بہ کيس ڏهون حصو ڏنو. ⑤ لاويءَ جي
اولاد مان جن کي ڪاهن جو عهدو ٿو ملي تن کي حڪم آهي تہ شريعت
موجب پنهنجي قوم بني اسرائيل کان ڏهون حصو اڳاڙين، جيتوڻيڪ اهي بہ
ابراهيم جي نسل مان ئي آهن. ⑥ پر ملڪصدق جيئن تہ لاويءَ جي نسل مان
نہ هو، تنهن هوندي بہ ابراهيم کان ڏهون حصو ورتائين ۽ جنهن سان واعدا
ڪيا ويا هئا، تنهن کي دعائون ڏنائين. ⑦ انهيءَ ۾ ڪو بہ شڪ ڪونهي
تہ دعائون ڏيڻ وارو دعائون وٺڻ واري کان مٿانهون آهي. ⑧ ڪٿي تہ ڏهون
حصو فاني انسان ٿا وٺن، پر هتي اهو شخص ٿو وٺي جنهن جي باري ۾
شاهدي ڏني وڃي ٿي تہ هو جيئرو آهي. ⑨ تنهنڪري اسين چئي سگهون
ٿا تہ لاوي، جيڪو ڏهون حصو اڳاڙي ٿو تنهن بہ ابراهيم جي وسيلي ڏهون
حصو ڏنو. ⑩ ڇالاءِجو جڏهن ملڪصدق ابراهيم سان گڏيو، تڏهن لاوي
اڃا پنهنجي ابي ڏاڏي جي بدن ۾ هو.
⑪ لاويءَ واري ڪاهنيءَ جي بنياد تي قوم کي شريعت ملي هئي. سو
جيڪڏهن انهيءَ ڪاهنيءَ جي وسيلي ڪا ڪماليت هجي ها تہ پوءِ ٻئي
ڪاهن جي اچڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي جيڪو هارون جي نہ، پر
ملڪصدق جي طريقي ۾ شمار ڪيو وڃي. ⑫ ڇالاءِجو جڏهن ڪاهني

٧:١-٢ پيد ١٤:١٧-٢٠   ٧:٥ ڳا ١٨:٢١

بدلجي ٿي، تڏهن شريعت جو بدلجڻ به لازمي ٿيو پوي. ⑬جنهن بابت
اهي ڳالهيون ڪيون ويون، سو ٻي قبيلي جو آهي ۽ انهيءَ قبيلي مان ڪنهن
به ماڻهوءَ قربان‌گاهه جي خدمت ڪانه ڪئي. ⑭ڇالاءِجو اها ڳالهه صاف
ظاهر آهي ته اسان جو خداوند يهوداه قبيلي مان آهي، جنهن قبيلي بابت
موسيٰ ڪاهنن جي باري ۾ ڪجهه ڪونه چيو.

## عيسيٰ ملڪصدق جهڙو ڪاهن

⑮اها ڳالهه اجا به وڌيڪ صاف ٿئي ٿي، جڏهن ملڪصدق جهڙو
هڪ ٻيو ڪاهن ظاهر ٿيو. ⑯هو جسماني قاعدن موجب نه، پر غير فاني
زندگيءَ جي طاقت موجب مقرر ٿيو. ⑰ڇالاءِجو انهيءَ بابت پاڪ ڪلام
۾ شاهدي ڏني ويئي آهي ته

"تون ملڪصدق جي طريقي موجب
هميشه جي لاءِ ڪاهن آهين."

⑱تنهنڪري پهريون حڪم ڪمزور ۽ بي‌فائدي هئڻ ڪري رد ٿي ويو،
⑲ڇالاءِجو شريعت ڪنهن کي به ڪامل ڪري نه سگهي. سو انهيءَ جي
بدران اسان کي هڪ بهتر اميد ڏني ويئي آهي، جنهن جي وسيلي اسين
خدا کي ويجهو وڃي ٿا سگهون.
⑳اهو سڀ قسم کڻڻ کان سواءِ نه ٿيو. جيتوڻيڪ ٻيا قسم کان سواءِ
ڪاهن مقرر ٿيا، ㉑پر عيسيٰ قسم ساڻ ڪاهن مقرر ٿيو، جڏهن خدا
کيس چيو ته

"خداوند قسم کنيو آهي،
جنهن کان هو ڪڏهن ڪين ڦرندو ته،
'تون هميشه جي لاءِ ڪاهن آهين.'"

㉒انهيءَ قسم جي ڪري عيسيٰ هڪ بهتر عهد جو ضامن ٿيو.
㉓پر اهي ته گهڻا ئي ڪاهن مقرر ٿيا، انهيءَ ڪري جو موت کين قائم
رهڻ نه ٿي ڏنو. ㉔مگر عيسيٰ جيئن ته هميشه تائين جيئرو رهڻ وارو آهي،
تنهنڪري سندس ڪاهني لازوال آهي. ㉕انهيءَ ڪري ئي جيڪي سندس

---

٧:١٧ زب ١١٠:٤ ٧:٢١ زب ١١٠:٤

وسيلي خدا جي طرف ٿا اچن، تن کي هو پوريءَ طرح بچائي ٿو سگهي،
ڇالاءِ جو انهن جي شفاعت لاءِ هو هميشه جيئرو آهي.
٢٦ سو اهڙي ئي سردار ڪاهن جي اسان کي گهرج هئي جيڪو پاڪ،
بيڏوهه، بيعيب، گنهگارن کان ڌار ۽ آسمانن کان به بلند ڪيو ويو هجي.
٢٧ ٻين سردار ڪاهنن وانگر هو انهيءَ ڳالهه جو محتاج نه هجي جو هر
روز پهريائين پنهنجن گناهن ۽ پوءِ قوم جي گناهن واسطي قربانيون ڪري.
ڇالاءِ جو هن سندن گناهن واسطي هڪڙي ئي ڀيري هميشه جي قرباني
ڪئي، جڏهن پاڻ کي قربان ڪري ڇڏيائين. ٢٨ هن ڪري جو شريعت ته
انهن ماڻهن کي سردار ڪاهن مقرر ڪري ٿي جيڪي ڪمزور آهن، پر اهو
قسم، جيڪو شريعت کان پوءِ کنيو ويو، سو انهيءَ فرزند کي مقرر ٿو ڪري
جيڪو هميشه جي لاءِ ڪامل ڪيو ويو آهي.

## عيسيٰ وڏو سردار ڪاهن

٨ ١ انهن ڳالهين جو خاص مطلب هي آهي ته اسان جو هڪڙو
اهڙو سردار ڪاهن آهي، جيڪو آسمان تي قادرِمطلق جي تخت
جي ساڄي پاسي وڃي ويٺوآهي. ٢ هو انهيءَ مقدس خيمي ۾ خدمت
ٿو ڪري، جيڪو سچو مقدس خيمو آهي ۽ جنهن کي انسان نه پر
خداوند کوڙيو آهي.
٣ جيئن ته هر ڪو سردار ڪاهن نذرانن ۽ قربانين چاڙهڻ لاءِ مقرر ٿيندو
آهي، انهيءَ ڪري اهو ضروري هو ته هن سردار ڪاهن وٽ به چاڙهڻ لاءِ
ڪي ڪجهه هجي. ٤ سو جيڪڏهن هو اجا زمين تي هجي ها ته ڪڏهن
به ڪاهن نه ٿئي ها، ڇالاءِ جو اهڙا ماڻهو اڳي ئي موجود آهن جيڪي شريعت
موجب نذرانا ٿا چاڙهين. ٥ اهي جيڪا خدمت هتي ڪن ٿا، سا آسماني
شين جو رڳو نقل ۽ پاڇو آهي. اهو ئي سبب آهي جو جڏهن موسيٰ مقدس
خيمو ٿي جوڙيو، تڏهن کيس تاڪيد فرمايو ويو ته

"ڏس، هر شيءِ انهيءَ نموني ناهجانءِ،
جيڪو تو کي جبل تي ڏيکاريو ويو هو."

٢٧:٧ لاو ٩:٧  ١:٨ زب ١١٠:١  ٥:٨ خر ٢٥:٤٠

## نئون ۽ بهتر عهد

⑥ پر عيسيٰ انهن ڪاهنن کان ايتري قدر بهتر خدمت ڪرڻ حاصل
ڪئي آهي، جيتري قدر پراڻي کان اهو عهد بهتر آهي جنهن جو هو وچ وارو
آهي. اهو عهد بهتر واعدن جي بنياد تي قائم ڪيو ويو آهي. ⑦ چالاءِجو
جيڪڏهن اهو پهريون عهد بيعيب هجي ها ته ڪنهن ٻئي عهد جي ڳولا
ئي نه ڪرڻي پوي ها. ⑧ پر خدا ماڻهن جا عيب ڏيکاري چوي ٿو ته

"ڏس، خداوند فرمائي ٿو ته
'اهي ڏينهن اچن ٿا،
جڏهن آءٌ بني اسرائيل جي گهراڻي سان
۽ يهوداه جي گهراڻي سان
هڪ نئون عهد ڪندس.
⑨ اهو انهيءَ عهد وانگر نه هوندو،
جيڪو مون سندن ابن ڏاڏن سان
انهيءَ ڏينهن ڪيو،
جڏهن کين مصر جي ملڪ مان ڪڍي آڻڻ لاءِ
سندن هٿ جهليو هوم.'
خداوند فرمائي ٿو ته
'اهي منهنجي عهد تي قائم نه رهيا،
انهيءَ ڪري مون به انهن ڏانهن
ڌيان ڪونه ڏنو.'
⑩ وري خداوند فرمائي ٿو ته
'جيڪو عهد آءٌ بني اسرائيل جي گهراڻي سان
انهن ڏينهن کان پوءِ ڪندس،
سو اهو آهي ته
آءٌ پنهنجا قانون هنن جي ذهنن ۾ وجهندس،
۽ اهي سندن دلين تي به لکندس.

٨:٨-١٢ ير ٣١:٣١-٣٤

آءُ سندن خدا ٿيندس،
۽ هو منهنجي قوم ٿيندا.
⑪ پوءِ ڪنهن کي به اها ضرورت نه ٿيندي،
جو پنهنجي پاڙيسريءَ يا پنهنجي برادريءَ واري کي
اهو چئي سيکاري ته ’خداوند کي سڃاڻ.‘
ڇالاءِجو انهن مان ننڍا توڙي وڏا
سڀ مون کي سڃاڻيندا.
⑫ انهيءَ ڪري جو آءُ سندن بڇڙاين کي معاف ڪندس
۽ سندن گناهن کي وري ڪڏهن ياد نه ڪندس.“”
⑬ خدا هن عهد کي نئون چئي، پهرين عهد کي پراڻو ٺهرايو ۽ جيڪا
شيءِ پراڻي ۽ جهوني ٿي ويندي آهي، سا مٽجڻ کي ويجهو هوندي آهي.

## زميني ۽ آسماني عبادتگاهون

**٩** ① مطلب ته پهرين عهد ۾ به عبادت جا قانون هئا ۽ هڪ زميني
عبادتگاهه به هئي، ② يعني هڪ مقدس خيمو کوڙيو ويو هو،
جنهن جي پهرين ڪمري ۾ شمعدان، ميز ۽ نذراني جون مانيون رکيل
هيون. انهيءَ کي مقدس جاءِ سڏيو ويندو هو. ③ ٻئي پردي جي پٺيان اهو
ڪمرو هو جنهن کي مقدس ترين جاءِ سڏبو هو. ④ انهيءَ ۾ لوبان ساڙڻ
واري سوني قربانگاهه هئي ۽ چئني پاسن کان سون سان مڙهيل عهد واري
صندوق رکيل هئي. انهيءَ صندوق ۾ مَنَ سان ڀريل هڪ سونو ٿانُءُ، هارون
جي لٺ جنهن مکڙيون جهليون هيون ۽ عهدنامي جون پٿريليون تختيون
هيون. ⑤ صندوق جي مٿان آسماني پردار مخلوق جهڙيون شڪليون ٺهيل
هيون، جيڪي خدا جي موجودگيءَ جي نشاني هيون ۽ اهي [1]ڪفارهگاهه

[1] ڪفارهگاهه: پراڻي عهدنامي ۾ هن کي رحمت جو پوش سڏيو ويو آهي.

٩:٢ خر ٢٦:١-٣٠، ٢٥:٣١-٤٠، ٢٣-٣٠    ٩:٣ خر ٢٦:٣١-٣٣
٩:٤ خر ٣٠:١-٦، ٢٥:١٠-١٦، ١٦:٣٣، گن ١٧:٨-١٠، خر ٢٥:١٦، شر ١٠:٣-٥
٩:٥ خر ٢٥:١٨-٢٢

تي ڇانوَ ڪيو بيٺيون هيون. پر انهن ڳالهين جو اسين تفصيل سان بيان
نه ٿا ڪري سگهون.
⑥ سو انهن شين جي اهڙيءَ طرح تيار ٿي وڃڻ کان پوءِ مقدس خيمي
جي پهرين ڪمري ۾ ڪاهن خدمت بجاءِ آڻڻ لاءِ هر وقت داخل ٿيندا
رهن ٿا. ⑦ پر اندرين ڪمري ۾ رڳو سردار ڪاهن سال ۾ فقط هڪڙو
ڀيرو داخل ٿيندو آهي. سو به انهيءَ رت کان سواءِ نه ويندو آهي، جيڪا هو
پنهنجي ۽ پنهنجي قوم وارن جي اڻڄاڻائيءَ وارن گناهن لاءِ نذرانو ڪري
ڏيندو آهي. ⑧ انهيءَ مان پاڪ روح هي اشارو ٿو ڏئي ته جيستائين مقدس
خيمي جو پهريون ڪمرو بيٺو آهي، تيستائين مقدس ترين جاءِ جو رستو کليل
نه آهي. ⑨ اهو هاڻوڪي زماني لاءِ هڪڙو مثال آهي، جنهن مان ظاهر ٿو ٿئي
ته جيڪي نذرانا ۽ قربانيون ڏنيون وينديون هيون، سي عبادت ڪندڙ جي
ضمير کي ڪامل ڪري نه ٿيون سگهن. ⑩ ڇالاءِجو اهي رڳو کائڻ پيئڻ ۽
مختلف طريقن سان پاڪ صاف ٿيڻ جون رسمون آهن ۽ اهڙا ظاهري قانون
آهن جيڪي نئين سڌاري جي وقت تائين مقرر ڪيا ويا هئا.

## مسيح جو رت

⑪ پر جڏهن مسيح اڳ ۾ موجود چڱين شين جو سردار ڪاهن ٿي
آيو، تڏهن هو وڌيڪ وڏي ۽ ڪامل خيمي جي رستي داخل ٿيو. اهو خيمو
انسان جو ٺاهيل نه آهي، يعني زميني نه آهي. ⑫ مسيح انهيءَ مقدس ترين
جاءِ ۾ هڪڙو ئي ڀيرو داخل ٿيو. هن ٻڪرين ۽ گابن جي رت جي وسيلي
نه، بلڪ خود پنهنجي رت جي وسيلي داخل ٿي اسان جي لاءِ هميشه
جو ڇوٽڪارو حاصل ڪيو. ⑬ ڇالاءِجو جيڪڏهن ٻڪرين ۽ ڏاندن جو
رت ۽ وهڙي جي رک ناپاڪن تي ڇٽڪارڻ سان ڪين جسماني طور پاڪ
ڪري سگهجي ٿو، ⑭ ته پوءِ مسيح جو رت ان کان ڪيترو نه وڌيڪ
پاڪ ڪندو، جنهن ابدي روح جي وسيلي پاڻ کي خدا جي اڳيان بيعيب
قربانيءَ طور ڏيئي ڇڏيو. سندس رت اسان جي دلين کي اهڙن ڪمن کان
پاڪ ڪندو جن جي پڇاڙي موت آهي، ته جيئن اسين زنده خدا جي

---

٦:٩ ڳا ١٨:٢-٦ ٧:٩ لاو ١٦:٢-٣۴ ١٣:٩ لاو ١٦:١٥-١٦، ڳا ١٩:٩، ١٧-١٩

عبادت ڪريون. ⑮ انهيءَ ڪري ئي مسيح نئين عهد جو وچ وارو آهي.
جن ماڻهن پهرين عهد جي زماني ۾ ڏوهه ڪيا هئا، تن کي هن پنهنجي
جان ڏيئي آزاد ڪرايو. انهيءَ لاءِ ته جن کي سڏيو ويو آهي، سي واعدي
ڪيل دائمي ورثو حاصل ڪن.
⑯ ڇالاءِجو وصيت‌نامي جي معاملي ۾ اهو ضروري آهي ته وصيت ڪندڙ
جو موت ثابت ٿئي. ⑰ وصيت ڪرڻ واري جو جيئري وصيت‌نامو ڪنهن
ڪم جو نه آهي. هن ڪري جو وصيت‌نامو تڏهن عمل ۾ ٿو اچي جڏهن
ڪو ماڻهو مري ٿو. ⑱ اهو ئي سبب آهي جو پهريون عهد به رت کان سواءِ
قائم نه ڪيو ويو. ⑲ جڏهن موسيٰ شريعت جو هر حڪم ساريءَ قوم کي
ٻڌائي چڪو، تڏهن هن گابن ۽ ٻڪرين جو رت ڪٽي پاڻيءَ سان گڏيو، قرمزي
اُن ۽ زوفا جي تارين سان شريعت جي ڪتاب ۽ ساريءَ قوم تي ڇنڪاريو.
⑳ هن اهو به چيو ته ”هي انهيءَ عهد جو رت آهي، جنهن جو خدا اوهان کي
حڪم ڏنو آهي.“ ㉑ ساڳيءَ طرح موسيٰ مقدس خيمي ۽ عبادت جي سيني
شين تي رت ڇنڪاريو. ㉒ حقيقت ۾ شريعت موجب گهڻو ڪري سڀ
شيون رت سان پاڪ ٿي وڃن ٿيون ۽ رت وهائڻ کان سواءِ معافي نه ٿي ملي.

## مسيح گناهه ڪٽي وڃڻ لاءِ قربان ٿيو

㉓ تنهنڪري اهو ضروري هو ته آسماني شين جا نقل اهڙين قربانين
جي وسيلي، پر خود آسماني شيون انهن کان بهتر قربانين جي وسيلي پاڪ
ڪجن. ㉔ ڇالاءِجو مسيح انسان جي ٺاهيل مقدس جاءِ ۾ داخل نه ٿيو،
جيڪا حقيقي مقدس جاءِ جو رڳو نقل هئي. پر هو آسمان ۾ ئي داخل ٿيو،
ته جيئن خدا جي حضور ۾ اسان جي خاطر حاضر ٿئي. ㉕ سردار ڪاهن هر
سال مقدس ترين جاءِ ۾ پنهنجو نه پر ٻئي جو رت ڪٽي ٿو وڃي. پر مسيح پاڻ
کي وري وري قربان ڪرڻ لاءِ آسمان ۾ داخل نه ٿو ٿئي، ㉖ نه‌ته جهان جي
شروعات کان وٺي ڪيترائي ڀيرا کيس ڏک سهڻو پوي ها. پر هاڻي زمانن جي
پڇاڙيءَ ۾ هو هڪڙو ئي ڀيرو ظاهر ٿيو، انهيءَ لاءِ ته پاڻ کي قربان ڪرڻ سان
گناهه کي مٽائي ڇڏي. ㉗ جهڙيءَ طرح انسان جو هڪڙي ئي ڀيري مرڻ

---

٩:١٩-٢٠ خر ٢٤:٦-٨ ٩:٢١ لاو ٨:١٥ ٩:٢٢ لاو ١٧:١١

۾ انهيءَ کان پوءِ عدالت جي اڳيان پيش ٿيڻ مقرر ٿيل آهي، ٢٨ تهڙيءَ طرح
مسيح به هڪڙي ئي ڀيري گهڻن ماڻهن جي گناهن کڻي وڃڻ لاءِ قربان ٿيو.
پر جڏهن هو ٻيهر ظاهر ٿيندو ته گناهه کڻڻ لاءِ نه، بلڪ انهن کي ڇوٽڪارو
ڏيڻ لاءِ ايندو جيڪي سندس واٽ پيا نهارين.

## مسيح جي هڪڙي ئي قرباني

١٠ ١ حقيقت ۾ شريعت اچڻ وارين چڱين شين جو رڳو پاڇو آهي،
انهن جي اصلي صورت ناهي. تنهنڪري سال‌بسال جيڪي
ساڳيون ئي قربانيون هميشه ڪيون وڃن ٿيون، تن جي وسيلي اها شريعت
خدا ڏانهن ويجهو ايندڙ ماڻهن کي ڪڏهن به ڪامل نه ٿي ڪري سگهي.
٢ جيڪڏهن شريعت ائين ڪري سگهي ها ته ڇا اهي قربانيون چاڙهڻ
بند نه ڪري ڇڏين ها؟ ڇالاءِجو جيڪڏهن عبادت ڪندڙ هڪ ئي دفعي
بلڪل پاڪ ٿي وڃن ها، ته پوءِ اڳتي هنن کي گناهن جي يادگيري به
ڪانه رهي ها. ٣ پر اهي قربانيون سال‌بسال گناهن جي ياد ڏيارين ٿيون.
٤ ڇالاءِجو ائين ٿي نه ٿو سگهي جو ڏاندن ۽ ٻڪرين جو رت گناهن
کي مٽائي ڇڏي.

٥ تنهنڪري ئي مسيح دنيا ۾ اچڻ مهل چيو ته
”تو قربانيءَ ۽ نذراني کي نه چاهيو،
پر تو منهنجي لاءِ هڪڙو بدن تيار ڪيو.
٦ ساڙڻ وارين قربانين
۽ پاڪ ٿيڻ واسطي قربانين کان
تون خوش نه ٿئين.
٧ تڏهن مون چيو جيئن پاڪ ڪتاب ۾
منهنجي باري ۾ لکيل آهي ته
’ڏس، آءٌ آيو آهيان،
انهيءَ لاءِ ته اي خدا!
تنهنجي مرضي پوري ڪريان.‘“

٩:٢٨ يس ١٢:٥٣ ١٠:٥-٧ زب ٤٠:٦-٨

⑧ پهريائين ته مسيح چيو ته "قربانيون، نذرانا، ساڙڻ واريون قربانيون
۽ پاڪ ٿيڻ واسطي قربانيون تو نه چاهيون، نڪي تون انهن مان خوش
ٿئين، جيتوڻيڪ اهي شريعت موجب چاڙهيون وڃن ٿيون." ⑨ پوءِ وري
چيائين ته "ڏس، آءٌ آيو آهيان، انهيءَ لاءِ ته تنهنجي مرضي پوري ڪريان."
اهڙي نموني خدا اڳين قربانين کي رد ڪري مسيح جي قربانيءَ کي قائم
ڪري ٿو. ⑩ خدا جي انهيءَ مرضيءَ جي نتيجي ۾ اسين عيسيٰ مسيح
جي بدن جي هڪڙي ئي دفعي قربان ٿيڻ جي وسيلي پاڪ ڪيا ويا
آهيون.

⑪ هر هڪ ڪاهن روزانو بيهي ديني خدمت تو ڪري ۽ هر هر ساڳيون
ئي قربانيون ٿو چاڙهي، جيڪي ڪڏهن به گناهن کي مٽائي نه ٿيون سگهن.
⑫ پر مسيح گناهن جي لاءِ هڪڙي ئي قرباني هميشه جي واسطي چاڙهي
خدا جي ساڄي پاسي وڃي ويٺو. ⑬ انهيءَ وقت کان وٺي هو انتظار ۾ آهي
ته سندس دشمنن کي سندس پيرن جي صندلي بڻايو وڃي. ⑭ چالاءِجو هن
هڪڙي قرباني چاڙهڻ سان انهن کي هميشه جي لاءِ ڪامل ڪري ڇڏيو
آهي، جيڪي پاڪ ڪيا تا وڃن.

⑮ پاڪ روح به انهيءَ باري ۾ اسان کي شاهدي ڏيئي چوي ٿو ته
⑯ "خداوند فرمائي ٿو ته
'هي اهو عهد آهي،
جيڪو انهن ڏينهن کان پوءِ
آءٌ هنن سان ڪندس.
آءٌ پنهنجا قانون سندن دلين ۾ وجهندس،
۽ سندن ذهنن تي اهي نقش ڪندس.'"
⑰ هو وڌيڪ چوي ٿو ته
"هنن جا گناهه ۽ هنن جون بڇڙايون
آءٌ وري ياد نه ڪندس."
⑱ هاڻي جڏهن ته هنن جي معافي ٿي ويئي آهي تڏهن وري گناهن لاءِ
قربانيءَ جي ضرورت نه آهي.

١١:١٠ خر ٢٩:٣٨ ١٢:١٠-١٣ زب ١:١١٠ ١٦:١٠ ير ٣١:٣٣ ١٧:١٠ ير ٣١:٣٤

## نصيحت ۽ تاڪيد

(١٩) تنهنڪري اي ڀائرو ۽ ڀينرون! اسان کي پورو ڀروسو آهي ته اسين
عيسيٰ جي رت جي ڪري انهيءَ مقدس ترين جاءِ ۾ داخل ٿي سگهون
ٿا. (٢٠) عيسيٰ اسان جي لاءِ پردي منجهان هڪ نئون ۽ جيئرو رستو کوليو
آهي ۽ اهو پردو سندس جسم آهي. (٢١) هو اسان جو اهڙو وڏو ڪاهن
آهي، جيڪو خدا جي گهر جو مختيار آهي. (٢٢) هاڻي جيئن ته اسان جو
ضمير گناهن کان پاڪ ٿيل آهي ۽ اسان جو جسم صاف پاڻيءَ سان
ڌوتل آهي، تنهنڪري اچو ته سچيءَ دل سان ۽ پوري يقين سان خدا کي
ويجها ٿيون. (٢٣) اچو ته جنهن اميد جو اسين اقرار ٿا ڪريون تنهن کي
سوگهو جهليون، ڇالاءِجو جنهن واعدو ڪيو آهي سو سچو آهي. (٢۴) اچو
ته اسين محبت ۽ چڱن ڪمن جو شوق ڏيارڻ لاءِ هڪ ٻئي جو خيال
رکون. (٢٥) اسين پاڻ ۾ گڏ ٿيڻ ڇڏي نه ڏيون، جيئن ڪن ماڻهن جي
عادت آهي، بلڪ اچو ته هڪ ٻئي کي همٿائيندا رهون. جيئن جيئن
اوهين خداوند جو ڏينهن ويجهو ايندو ٿا ڏسو، تيئن تيئن اهڙيون ڳالهيون
وڌيڪ ڪندا رهو.

(٢٦) پر جيڪڏهن اسين سچ جي سڃاڻپ حاصل ڪرڻ کان پوءِ به
ڄاڻيٻجهي گناهه ڪريون ته گناهن لاءِ ڪا به قرباني اڳتي باقي نه رهندي.
(٢٧) پر عدالت جي ڏينهن جو ۽ انهيءَ قهر واري باهه جو خوف ۽ انتظار باقي
آهي، جيڪا خدا جي دشمنن کي ڪائي ڪپائي ڇڏيندي. (٢٨) جڏهن ڪو
ماڻهو موسيٰ جي شريعت کي نه ٿو مڃي ته هن کي ٻن يا ٽن ماڻهن جي
شاهديءَ تي بي‌رحميءَ سان ماريو ٿو وڃي، (٢٩) تڏهن اوهين خيال ڪريو ته
ان شخص جو ڇا حشر ٿيندو، جنهن خدا جي فرزند کي پيرن هيٺ لتاڙيو،
عهد جي انهيءَ رت کي ناپاڪ سمجهيو، جنهن سان هن کي پاڪ ڪيو
ويو هو ۽ فضل بخشيندڙ روح کي بي‌عزت ڪيائين؟ (٣٠) ڇالاءِجو اسين انهيءَ
کي ڄاڻون ٿا جنهن چيو ته

---

١٠:٢٢ لاو ٨:٣٠، حز ٣٦:٢٥    ١٠:٢٧ يس ٢٦:١١    ١٠:٢٨ شر ١٧:٦، ١٩:١٥
١٠:٢٩ خر ٢۴:٨    ١٠:٣٠ شر ٣٢:٣٥،٣٦

"وير وٺڻ منهنجو ڪم آهي،
آءٌ ئي بدلو وٺندس."
۽ وري هي ته
"خداوند پنهنجي قوم جو انصاف ڪندو."
㉛ زنده خدا جي هٿن ۾ اچڻ هڪ وڏي خوفناڪ ڳالهہ آهي.
㉜ پر انهن اڳوڻن ڏينهن کي ياد ڪريو، جڏهن روشني حاصل ڪرڻ کان
پوءِ اوهان ڏاڍا ڏک سٺا، پوءِ بہ ثابت‌قدم رهيا. ㉝ ڪڏهن تہ اوهان طعنن ۽
مصيبتن جي ڪري تماشو بڻيا ۽ ڪڏهن وري اوهان انهن جو ساٿ ڏنو جن
سان اهڙي هلت ٿي. ㉞ جيڪي قيد ۾ هئا، تن سان اوهان همدردي ڪئي
۽ پنهنجي مال ملڪيت جو لٽجي وڃڻ بہ خوشيءَ سان قبول ڪيو. ڇالاءِجو
اوهان کي خبر هئي تہ اوهان وٽ بهتر ۽ پائدار ملڪيت موجود آهي.
㉟ تنهنڪري اوهين پنهنجي همت نہ هاريو، ڇالاءِجو انهيءَ جو وڏو
اجر آهي. ㊱ اوهان کي صبر ڪرڻ گهرجي، انهيءَ لاءِ تہ خدا جي مرضي
پوري ڪري اهو ڪجهہ حاصل ڪريو، جنهن جو هن واعدو ڪيو آهي.
جيئن لکيل آهي تہ
㊲ "تمام ٿوري مدت باقي آهي،
جو اچڻ وارو ايندو ۽ دير نہ ڪندو.
㊳ منهنجو سچار ٻانهو
ايمان جي ڪري جيئرو رهندو،
پر جيڪڏهن ڪو پوئتي هٽندو،
تہ آءٌ هن کان خوش نہ ٿيندس."
㊴ مگر اسين انهن مان نہ آهيون جيڪي پوئتي هٽي ناس ٿا ٿين، بلڪ انهن
مان آهيون جيڪي ايمان آڻي پاڻ کي بچائين ٿا.

## ايمان

١١ ① ايمان مان مراد آهي انهن شين جي ملڻ جي خاطري، جن
جي اميد ڪئي اٿئون ۽ انهن شين تي يقين، جيڪي نہ ڏٺيون

١٠:٣٧-٣٨ حبق ٢:٣-٤

اٿئون. (٢) اهو انهن جو ايمان هو جو اڳئين زماني جي ماڻهن خدا جي
رضا حاصل ڪئي هئي.
(٣) ايمان جي ڪري ئي اسين سمجهون ٿا ته ڪائنات خدا جي حڪم
سان بڻي آهي، يعني جيڪي ڪجهه ڏسڻ ۾ اچي ٿو سو ڏسڻ ۾ نه ايندڙ
شين مان بڻيو آهي.
(٤) ايمان جي ڪري ئي هابيل خدا وٽ قابيل کان وڌيڪ سٺي قرباني
چاڙهي. انهيءَ جي ئي ڪري خدا سندس نذرانو قبول ڪري ظاهر ڪيو
ته هو سچار هو. جيتوڻيڪ هو مري ويو آهي ته به ايمان جي ئي وسيلي
اجا تائين ڳالهائي پيو.
(٥) ايمان جي ڪري ئي حنوڪ مٿي کنيو ويو، ته جيئن موت کي نه
ڏسي. هن جو ڪو به پتو ڪونه پيو، ڇالاءِجو خدا مٿي کڻي ورتس. هن
ڪري جو سندس کڄي وڃڻ کان اڳ هن بابت اها شاهدي ڏني ويئي
هئي ته هو خدا کي پسند آيو آهي. (٦) ايمان کان سواءِ خدا کي پسند اچڻ
ناممڪن آهي، ڇالاءِجو جيڪو خدا وٽ ٿو اچي، تنهن لاءِ اهو ايمان
آڻڻ ضروري آهي ته خدا موجود آهي ۽ جيڪي کيس چاهه سان ڳولين
ٿا تن کي اجر ڏئي ٿو.
(٧) ايمان جي ڪري ئي نوح کي انهن ڳالهين جي باري ۾ خدا خبردار
ڪيو جيڪي اجا ڏسڻ ۾ نه آيون هيون ۽ هن خدا جي خوف کان پنهنجي
خاندان جي بچاءَ لاءِ هڪڙو ٻيڙو ٺاهيو. اهڙيءَ طرح هن دنيا کي ڏوهي ٺهرايو
۽ انهيءَ سچائيءَ جو وارث ٿيو، جيڪا ايمان جي ڪري آهي.
(٨) ايمان جي ڪري ئي ابراهيم پنهنجي سڏجڻ وقت خدا جو حڪم
مڃي انهيءَ جاءِ ڏانهن هليو ويو، جيڪا بعد ۾ کيس ميراث طور ملڻي هئي.
جيتوڻيڪ هن کي اها خبر نه هئي ته ڪيڏانهن ٿو وڃي، پر تڏهن به هو اٿي
روانو ٿيو. (٩) ايمان جي ڪري ئي هو خدا جي واعدي ڪيل ملڪ ۾ هڪ
پرديسيءَ وانگر رهيو. اسحاق ۽ يعقوب جيڪي خدا جي ساڳئي واعدي ۾
ساڻس گڏ وارث هئا، سي به ابراهيم وانگر تنبن ۾ رهندا هئا. (١٠) ڇالاءِجو

١١:٣ پيد ١:١، زب ٣٣:٦، ٩، يو ١:٣ — ١١:٤ پيد ٤:٣-١٠ — ١١:٥ پيد ٥:٢١-٢٤

١١:٧ پيد ٦:١٣-٢٢ — ١١:٨ پيد ١٢:١-٥ — ١١:٩ پيد ٣٥:٢٧

ابراهيم انهيءَ شهر جو اميدوار هو، جنهن جو بنياد پيل آهي ۽ جنهن جو
معمار ۽ اڏيندڙ خود خدا آهي.
⑪ ايمان جي ڪري ئي ابراهيم پيءُ ٿيڻ جي لائق ٿيو، جيتوڻيڪ هو
تمام پيرسن هو ۽ ساره به سنڍ هئي. ابراهيم ڪي واعدي ڪرڻ واري تي
پورو پورو يقين هو. ⑫ اهڙيءَ طرح هڪڙي اهڙي شخص مان جيڪو تمام
پيرسن هو، آسمان جي تارن جيترا ۽ سمنڊ جي ڪناري جي واريءَ جيترا
بيشمار ماڻهو پيدا ٿيا.
⑬ اهو ايمان ئي هو جنهن تي اهي سڀ ماڻهو سڄي عمر قائم رهيا.
جيتوڻيڪ ڪين واعدي ڪيل شيون نه مليون، مگر انهن ڪي پري کان ئي
ڏسي سندن مرحبا ڪيائون. ان سان گڏ هنن قبول ڪيو ته اسين زمين تي
پرديسي ۽ مسافر آهيون. ⑭ جيڪي ماڻهو اهڙيون ڳالهيون ڪندا آهن، سي
ظاهر ڪندا آهن ته اسين پنهنجي وطن جي ڳولا ۾ آهيون. ⑮ جيڪڏهن
هو انهيءَ ملڪ کي ياد ڪن ها، جنهن مان نڪري آيا هئا ته جيڪر
ڪين موٽي وڃڻ جو وجهه ملي ها. ⑯ پر هاڻي هو انهيءَ کان بهتر يعني
آسماني ملڪ جي لاءِ واجهائي رهيا آهن. تنهنڪري خدا، انهن جو خدا
سڏجڻ کان شرمائي نه ٿو، ڇالاءِجو هن انهن جي لاءِ هڪڙو شهر تيار
ڪري ڇڏيو آهي.
⑰ ايمان جي ڪري ئي پنهنجي آزمائش وقت ابراهيم اسحاق کي نذراني
طور قربان ڪيو. اهو ئي ابراهيم جنهن خدا جا واعدا قبول ڪيا هئا، سو
پنهنجي پياري پٽ کي قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو. ⑱ انهيءَ ئي پٽ جي
باري ۾ خدا چيو هوس ته ”اسحاق مان ئي تنهنجو نسل جاري ٿيندو.“
⑲ ڇالاءِجو هن سمجهيو ته خدا کي مئلن مان جيارڻ جي قدرت آهي، سو
انهن مان ئي هن اسحاق کي مثالي طرح وري حاصل ڪيو.
⑳ ايمان جي ڪري ئي اسحاق يعقوب ۽ عيسوءَ کي سندن مستقبل
جي برڪت ڏني.

---

١١:١١ پيد ١٨:١١-١٤، ٢١:٢ ١٢:١١ پيد ١٥:٥، ٢٢:١٧، ٣٢:١٢
١٣:١١ پيد ٢٣:٤، ١.توا ٢٩:١٥، زب ٣٩:١٢ ١٧:١١ پيد ٢٢:١-١٤
١٨:١١ پيد ٢١:١٢ ٢٠:١١ پيد ٢٧:٢٧-٢٩، ٣٩-٤٠

㉑ ايمان جي ڪري ئي يعقوب مرڻ مهل يوسف جي ٻنهي پٽن کي
برڪت ڏني ۽ پنهنجي لٺ جي چوٽيءَ تي مٿو رکي سجدو ڪيائين.
㉒ ايمان جي ڪري ئي يوسف مرڻ مهل بني اسرائيل جي مصر ملڪ مان
نڪرڻ جو ذڪر ڪيو ۽ پنهنجين هڏين بابت حڪم ڏنائين.
㉓ ايمان جي ڪري ئي موسيٰ جي ماءُپيءُ سندس ڄمڻ کان پوءِ ڪيس
ٽن مهينن تائين لڪائي رکيو، ڇالاءِجو هنن ڏٺو ته ٻار خوبصورت آهي ۽
اهي بادشاهه جي حڪم کان ڪين ڊنا.
㉔ ايمان جي ڪري ئي موسيٰ وڏي ٿيڻ تي فرعون جي ڌيءَ جو پٽ
سڏائڻ کان انڪار ڪيو. ㉕ هن ڪري جو ٿوري وقت تائين گناهه جي
خوشين ماڻڻ جي بدران هن خدا جي قوم سان گڏ ڏک سهڻ کي
وڌيڪ پسند ڪيو. ㉖ هن مسيح جي خاطر بيءزت ٿيڻ کي مصر جي
خزانن کان وڏي دولت سمجهيو، ڇالاءِجو هن جي نظر ملڻ واري اجر
تي هئي.
㉗ ايمان جي ڪري ئي موسيٰ بادشاهه جي ڪاوڙ جي پرواهه نه ڪئي
۽ مصر ڇڏي ڏنائين. هو ڏسڻ ۾ نه ايندڙ خدا کي ڄڻڪ ڏسي ڪري
ثابت‌قدم رهيو. ㉘ ايمان جي ڪري ئي هن فصح جي قرباني ڪئي ۽
رت ڇنڪاريائين، انهيءَ لاءِ ته موت جو ملائڪ بني اسرائيل جي پهريتن
ٻارن کي هٿ نه لائي.
㉙ ايمان جي ڪري ئي بني اسرائيل ڳاڙهي سمنڊ مان ائين لنگهي ويا
جيئن سڪيءَ تان لنگهبو آهي. پر جڏهن مصرين به ائين ڪرڻ جي ڪوشش
ڪئي ته اهي ٻڏي مئا.
㉚ ايمان جي ڪري ئي يريحو شهر جون ڀتيون، جڏهن بني اسرائيل انهن
جي چوڌاري ست ڏينهن ڦيرا ڏنا ته اهي ڪري پيون. ㉛ ايمان جي ڪري
ئي راحب ڪسٻياڻي نافرمانن سان گڏ ماري نه ويئي، ڇالاءِجو هن جاسوسن
کي ڀاڻ وٽ صحيح سلامت رکيو هو.

---

١١:٢١ پيد ٤٧:٣١-٤٨:٢٠ ١١:٢٢ پيد ٥٠:٢٤-٢٥، خر ١٣:١٩ ١١:٢٣ خر
٢:٢، ١:٢٢ ١١:٢٤ خر ٢:١٠-١٢ ١١:٢٧ خر ٢:١٥ ١١:٢٨ خر ١٢:٢١-٣٠
١١:٢٩ خر ١٤:٢١-٣١ ١١:٣٠ يش ٦:١٢-٢١ ١١:٣١ يش ٢:١-٢١، ٦:٢٢-٢٥

(٣٢) هاڻي وڌيڪ آءٌ ڇا ٻڌايان؟ ايتري وانڌڪائي ڪانہ اٿم جو گدعونء
باراقء سمسونء يفتاحء دائودء شموايل ۽ ٻين نبين جو ذڪر ڪريان. (٣٣) انھن
ايمان جي ڪري ئي بادشاھتون فتح ڪيونء سچائيءَ جا ڪم ڪياء واعدي
ڪيل شين کي حاصل ڪيو ۽ شينھن جا وات بند ڪيائون. (٣٤) ھنن سخت
باھہ کي اُجھايو ۽ تلوار جي ڌار کان بہ بچي نڪتا. اھي ڪمزوريءَ مان زورآور
ٿياء جنگ ۾ بھادر ٿيا ۽ ڌارين فوجن کي ڀڄائي ڪڍيائون. (٣٥) عورتن کي
سندن مري ويل وري جيئرا ٿي مليا ۽ ٻيا عذاب سھندي سھندي مري وياء پر
آزادي قبول نہ ڪيائونء انھيءَ لاءِ تہ ٻيھر جيئرا ٿي بھتر زندگي حاصل ڪن.
(٣٦) ڪن ماڻھن جي وري کِل ٺٺولي ڪرڻ سان ۽ چھبڪن ھڻڻ سان آزمائش
ورتي ويئيء ايتري تائين جو ڪين زنجيرن سان ٻڌي قيد ۾ وڌو ويو. (٣٧) ھو
سنگسار ڪيا وياء ڪرت سان چيريا وياء تلوار سان قتل ڪيا ويا ۽ آزمايا
ويا. ھو رڍن ۽ ٻڪرين جون کلون پائي محتاجيءَء مصيبت ۽ بدسلوڪيءَ جي
حالت ۾ ڀٽڪندا رھيا. (٣٨) دنيا انھن جي لائق نہ ھئي. ھو بيابانن، جبلن،
غارن ۽ زمين جي ڇُرن ۾ رلندا رھيا.

(٣٩) انھن سڀني کي سندن ايمان جي ڪري ساراھيو ويوء تڏھن بہ انھن مان
ڪنھن کي بہ واعدي ڪيل شيءِ ڪانہ ملي. (٤٠) ڇالاءِجو خدا اسان جي لاءِ
اڳي ئي بھتر سوچيو ھو تہ اھي اسان سان گڏجڻ سان ئي ڪامل ڪيا وڃن.

## خدا اسان جو روحاني پيءُ

# ١٢

(١) جڏھن تہ شاھدن جي ھيڏي وڏي ڪڪر اسان جو اڇي
گھيرو ڪيو آھيء تنھنڪري اچو تہ اسين بہ ھر ھڪ رڪاوٽ ۽
انھيءَ گناھہ کي جيڪو اسان کي آسانيءَ سان منجھائي ٿوء پاسي ڪريون
۽ ثابت‌قدميءَ سان انھيءَ ڊوڙ ۾ ڊوڙون جيڪا اسان جي اڳيان آھي. (٢) اچو
تہ اسين عيسيٰ ڏانھن نھاريندا رھونء جيڪو اسان جي ايمان جو باني

١١:٣٢ قا ٦:١١-٨:٣٢ء ٤:٦-٥:٣١ء ١٣:٢-١٦:٣١ء ١١:١-١٢:٧ء
١.سمر ١٦:١-١.با ٢:١١ء ١.سمر ١:١-٢٥:١ ١١:٣٣ دان ٦:١-٢٧
١١:٣٤ دان ٣:١-٣٠ ١١:٣٥ ١.با ١٧:١٧-٢٤ء ٢.با ٤:٢٥-٣٧ ١١:٣٦ ١.با
٢٢:٢٦-٢٧ء ٢.توا ١٨:٢٥-٢٦ء ير ٢٠:٢ء ٣٧:١٥ء ٣٨:٦ ١١:٣٧ ٢.توا ٢٤:٢١

۽ ڪامل ڪندڙ آهي. هن انهيءَ خوشيءَ جي خاطر جيڪا بعد ۾ کيس
ملڻي هئي، شرمندگيءَ جي پرواهه نه ڪري صليب جو ڏک سٺو ۽ خدا
جي تخت جي ساڄي پاسي وڃي ويٺو. (٣) انهيءَ تي غور ڪريو، جنهن
گنهگارن جي طرفان ايتري مخالفت برداشت ڪئي، تان ته اوهين بيزار
ٿي همت نه هاريو.
(٤) اوهان گناهن جي خلاف وڙهڻ ۾ اڃا تائين اهڙو مقابلو نه ڪيو آهي
جو اوهان جو رت وهايو ويو هجي. (٥) اوهين انهيءَ همٿائيندڙ نصيحت کي
وساري ويٺا آهيو، جيڪا اوهان کي ٻارن وانگر ڪئي ويئي آهي ته

"اي منهنجا ٻچا! خداوند جي سيکت کي
خسيس نه سمجهه،
۽ جڏهن هو تو کي تنبيهه ڪري،
تڏهن همت نه هار.
(٦) جنهن سان خداوند محبت ٿو رکي،
تنهن کي هو سيکت به ڏئي ٿو،
۽ جنهن کي ٻار ٿو بڻائي،
تنهن کي سزا به ڏئي ٿو."

(٧) انهيءَ سيکت کي برداشت ڪندا رهو، خدا اوهان سان ٻچن جهڙي
هلت ٿو ڪري. ڇالاءِجو اهو ڪهڙو ٻار آهي، جنهن کي سندس پيءُ سيکت
نه ٿو ڏئي؟ (٨) پر جيڪڏهن اوهان کي اها سيکت نه ڏبي، جيڪا هر ڪو
ٻار ٿو سهي، تڏهن اوهين حرامزادا ٿيا، نڪي سچا ٻار. (٩) تنهن کان سواءِ
جڏهن اسان جا جسماني پيئر اسان کي سيکت ڏيندا هئا، تڏهن انهن جي
تعظيم ڪندا هئاسون، ته پوءِ اسين پنهنجي روحاني پيءُ جي چوَ نه وڌيڪ
تابعداري ڪريون ته جيئن جيئرا رهون؟ (١٠) اسان جا جسماني پيئر ٿورن ڏينهن
جي لاءِ جيئن مناسب سمجهندا هئا تيئن اسان کي سيکت ڏيندا هئا، پر
خدا اسان جي ڀلائيءَ جي لاءِ اسان کي سيکت ٿو ڏئي، ته جيئن اسين
سندس پاڪائيءَ ۾ شامل ٿيون. (١١) ڪابه سيکت جڏهن ڏني وڃي ٿي،
تڏهن خوشيءَ جو نه، بلڪ غم جو سبب ٿي معلوم ٿئي. پر اها آخر ۾،

١٢:٥-٦ ايو ٥:١٧، مثل ٣:١١-١٢

جيڪي برداشت ڪري پڪا ٿي ويا، تن کي سچائيءَ جو ڦل ٿي بخشي،
جنهن سان اطمينان حاصل ٿئي ٿو.
⑫ تنهنڪري ڍلا هٿ ۽ ڪمزور گوڏا مضبوط ڪريو. ⑬ پنهنجي پيرن
لاءِ رستا سنوان ڪريو، انهيءَ لاءِ ته ڪو منڊو ٽاپو نه ڪائي، بلڪ چڱي
چڱو ڀلو ٿئي.

## خدائي ڳالهين جي انڪار بابت چتاءُ

⑭ سڀني ماڻهن سان صلح سان رهڻ جي ڪوشش ڪريو ۽ انهيءَ پاڪائيءَ
جا طلبگار ٿيو، جنهن کانسواءِ ڪوبه خداوند کي نه ڏسندو. ⑮ خيال رکو ته
ڪوبه ماڻهو خدا جي فضل کان محروم نه رهجي وڃي، متان ڪا ڪڙي
پاڙ ڦٽي اوهان کي تڪليف نه ڏئي ۽ انهيءَ جي ڪري گهڻا ئي ماڻهو پليت
ٿي پون. ⑯ خيال رکو ته متان ڪو زناڪار يا عيسوءَ وانگر بيدين نه ٿئي،
جنهن هڪڙي وقت جي کاڌي جي عيوض پنهنجي پهريتي ٽيڻ جو حق
وڪڻي ڇڏيو. ⑰ اوهين ڄاڻو ٿا ته انهيءَ کان پوءِ جڏهن هن برڪت جو
وارث ٿيڻ ٿي گهريو ته کيس رد ڪيو ويو. هن کي توبهه ڪرڻ جو موقعو
به نه مليو، جيتوڻيڪ هن ڳوڙها ڳاڙيندي انهيءَ برڪت کي هٿ ڪرڻ
جي تمام گهڻي ڳولا ڪئي.
⑱ چالاءِجو اوهين سينا جبل وٽ نه آيا آهيو، جنهن کي ڇهي ٿو
سگهجي. اهو جبل باهه سان ٻئي ٻريو ۽ مٿس ڪاراڻ، اونداهي ۽ طوفان
هو. ⑲ انهيءَ تي توتاري جو شور ۽ ڪلام ٻڌائيندڙ جو اهڙو آواز هو، جنهن
جي ٻڌڻ وارن عرض ڪيو ته کين وڌيڪ ڪلام نه ٻڌايو وڃي. ⑳ چالاءِجو
هو اهو حڪم برداشت ڪري نه سگهيا، جنهن ۾ کين چيو ويو هو ته
”جيڪڏهن ڪو جانور به انهيءَ جبل کي ڇهي ته کيس سنگسار ڪيو
وڃي.“ ㉑ اهو نظارو اهڙو ته خوفناڪ هو جو موسيٰ چيو ته ”آءٌ ڏاڍو
ڊڄان ٿو ۽ ڏڪان ٿو.“

---

١٢:١٢ يس ٣:٣٥ ١٣:١٢ مثل ٢٦:٤ ١٥:١٢ شر ١٨:٢٩ ١٦:١٢ پيد ٢٩:٢٥-٣٤
١٧:١٢ پيد ٣٠:٢٧-٤٠ ١٨:١٢-١٩ خر ١٦:١٩-٢٢، ١٨:٢٠-٢١، شر
١١:٤-١٢، ٢٢:٥-٢٧ ٢٠:١٢ خر ١٢:١٩-١٣ ٢١:١٢ شر ١٩:٩

(٢٢) پر اوهين [1]صيئون جبل تي زنده خدا جي شهر، يعني آسماني يروشلم
وٽ آيا آهيو ۽ ملائڪن جي بيشمار لشڪر وٽ. (٢٣) اوهين پهريتن جي
جماعت، يعني ڪليسيا ۾ آيا آهيو، جن جا نالا آسمان ۾ لکيل آهن. اوهين
سڀني جي منصف خدا وٽ ۽ ڪامل ڪيل سچارن جي روحن وٽ آيا آهيو.
(٢٤) اوهين نئين عهد جي وچ واري عيسيٰ وٽ ۽ انهيءَ ڇنڪاريل رت وٽ آيا
آهيو، جيڪو هابيل جي رت کان بهتر ڳالهيون ٿو ڪري.
(٢٥) خبردار، انهيءَ ڳالهائڻ واري جو انڪار نه ڪجو، ڇالاءِجو جن ماڻهن
زمين تي هدايت ڪرڻ واري جو انڪار ڪيو ته اهي بچي نه سگهيا، ته
پوءِ اسين ڪيئن بچي سگهنداسين، جيڪڏهن انهيءَ کان منهن موڙينداسين
جيڪو آسمان مان هدايت ٿو ڪري؟ (٢٦) سندس آواز انهيءَ وقت زمين کي
لوڏي ڇڏيو هو. پر هاڻي هن اهو واعدو ڪيو آهي ته

"هڪڙو دفعو اجا به، نه رڳو زمين کي،
بلڪ آسمان کي به لوڏي ڇڏيندس."

(٢٧) سو اهي لفظ ته "هڪڙو دفعو اجا به" اهو ظاهر ٿا ڪن ته جيڪي
شيون لوڏيون وڃن ٿيون، سي خلقيل شين وانگر گم ٿي وينديون. انهيءَ لاءِ
ته جيڪي شيون نه ٿيون لڏن سي قائم رهن.
(٢٨) تنهنڪري اچو ته اهڙي بادشاهت حاصل ڪريون، جيڪا لڏي وڃڻ
واري ناهي. اسين شڪرگذار ٿيون ۽ اهڙي ادب ۽ خوف سان عبادت
ڪريون جو اها خدا کي پسند اچي. (٢٩) ڇالاءِجو اسان جو خدا ساڙي
رک ڪرڻ واري باهه آهي.

## خدا کي وڻندڙ خدمت

١٣ (١) هڪ ٻئي کي هڪ ڪٽنب جا سمجهي محبت ڪندا رهو.
(٢) مسافرن جي مهمان‌نوازي ڪرڻ کان غافل نه رهو، ڇالاءِجو

[1] صيئون جبل: هن جبل تي اڏيل يروشلم شهر ۾ مقدس هيڪل تعمير ٿيل هئي، جيڪا
خدا جي عبادت لاءِ يهودين جي مخصوص جاءِ هئي.

١٢:٢٤ پيد ٤:١٠ — ١٢:٢٥ خر ٢٠:٢٢ — ١٢:٢٦ حجي ٢:٦ — ١٢:٢٩ شر ٤:٢٤
١٣:٢ پيد ١٨:١-٨، ١٩:١-٣

ائين ڪرڻ سان ڪن ماڻهن بيخبريءَ ۾ ملائڪن جي مهمانداري ڪئي
آهي. ③ قيدين کي ياد رکو جو ڄڻ ته اوهين به انهن سان گڏ قيد ۾ آهيو.
جن سان بدسلوڪي ڪئي وڃي ٿي تن کي به ياد ڪريو، جو ڄڻ ته اوهين
به انهن سان گڏ ڏک سهو ٿا.
④ سڀني ماڻهن جي نظر ۾ شادي عزت جي ڳالهه هئڻ کپي ۽ زال مڙس
کي هڪ ٻئي سان وفادار هئڻ گهرجي، ڇالاءِجو خدا زناڪارن ۽ حرامڪارن
کي سزا ڏيندو. ⑤ پيسي سان پيار نه رکو، جيڪي اوهان وٽ آهي تنهن تي
راضي رهو. ڇالاءِجو خدا پاڻ چيو آهي ته

"آءٌ تو کي ڪڏهن به ڇڏي نه ڏيندس،
۽ نڪي ڪڏهن تو کي وساريندس."

⑥ تنهنڪري اسين پوري يقين سان چئي ٿا سگهون ته

"خداوند منهنجو مددگار آهي،
آءٌ ڪين ڊڄندس.
انسان مون کي ڇا ٿو ڪري سگهي؟"

⑦ اوهين پنهنجي اڳواڻن کي ياد ڪريو، جن اوهان کي خدا جو ڪلام
ٻڌايو. انهن جي زندگي گذارڻ ۽ سندن موت تي غور ڪري انهن جهڙو ايمان
ڌاريو. ⑧ عيسيٰ مسيح ڪالهه توڙي اڄ، بلڪ هميشه تائين ساڳيوئي آهي.
⑨ جدا جدا قسمن جي عجيب تعليم تي لڳي گمراهه نه ٿيو. ڇالاءِجو
اوهان جي لاءِ اهو چڱو آهي ته دلين کي فضل جي وسيلي پختو رکو، نڪي
انهن رسمي کاڌن جي وسيلي، جن مان انهن جي کائڻ وارن کي ڪوبه فائدو
حاصل ڪونه ٿيو. ⑩ اسان جي ته هڪڙي اهڙي قربان گاهه آهي، جنهن مان
پهرين عهد جي ڪاهنن کي کائڻ جو ڪوبه حق ڪونهي.
⑪ ڇالاءِجو جن جانورن جو رت سردار ڪاهن گناهن جي ڪفاري جي
لاءِ مقدس ترين جاءِ ۾ کڻي ٿو وڃي، تن جا بدن خيمي گاهه جي ٻاهران
ساڙيا ٿا وڃن. ⑫ انهيءَ ڪري عيسيٰ به شهر جي دروازي جي ٻاهران ڏک
سٺو، ته جيئن پنهنجي رت جي وسيلي پنهنجيءَ امت کي پاڪ ڪري.
⑬ تنهنڪري اچو ته اسين سندس خواري پاڻ تي کڻي خيمي گاهه کان ٻاهر

**٥:١٣** شر ٣١:٦،٨، يش ١:٥ **٦:١٣** زب ١١٨:٦ **١١:١٣** لاو ٢٧:١٦

هن وٽ هلون. ⑭ ڇالاءِ‌جو هتي اسان جو ڪو قائم رهڻ وارو شهر ڪونهي، بلڪ اسين اهڙي شهر جي ڳولا ۾ آهيون جيڪو اچڻ وارو آهي.
⑮ تنهنڪري اچو ته اسين عيسيٰ جي وسيلي سدائين خدا جي واکاڻ جي قرباني ڪندا رهون، يعني انهيءَ زبان جو ڦل نذر ڪريون، جيڪا سندس نالي جو اقرار ٿي ڪري. ⑯ پر نيڪي ڪرڻ ۽ هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ کي نه وساريو، ڇالاءِ‌جو اهڙيون قربانيون خدا کي پسند آهن.
⑰ اوهين پنهنجي اڳواڻن جا فرمانبردار ۽ تابعدار ٿي رهو، ڇالاءِ‌جو اهي اوهان جي روحاني فائدي لاءِ حساب ڏيندڙن وانگر سجاڳ ٿا رهن. سندن فرمانبرداري ڪريو، ته جيئن هو اهو ڪم خوشيءَ سان ڪن ۽ نه رنج سان، نه‌ته اوهان کي ڪوبه فائدو ڪونه ٿيندو.
⑱ اسان جي لاءِ دعا گهرندا رهو، ڇالاءِ‌جو اسان کي پڪ آهي ته اسان جي نيت صاف آهي ۽ اسين هر طرح ايمانداريءَ سان زندگي گذارڻ ٿا چاهيون. ⑲ آءٌ اوهان کي خاص طور هن ڪري منٿ ٿو ڪريان ته اوهين دعا ڪريو، ته جيئن آءٌ جلد اوهان وٽ وري اچي سگهان.

## آخر ۾ دعا سلام

⑳ اطمينان ڏيندڙ خدا دائمي عهد جي رت جي وسيلي، اسان جي خداوند عيسيٰ کي رڍن جو وڏو ڌنار ڪري مئلن مان وري جيئاري اٿاريو. ㉑ شل اهو ئي خدا هر چڱي ڪم ۾ پنهنجي مرضي پوري ڪرڻ لاءِ اوهان کي ڪامل ڪري، شل هو اسان ۾ عيسيٰ مسيح جي وسيلي اهو ڪجهه پيدا ڪري، جيڪو کيس پسند آهي. سندس واکاڻ هميشه هميشه تائين قائم رهي. آمين.
㉒ اي ڀائرو ۽ ڀينرون! آءٌ اوهان کي گذارش ٿو ڪريان ته هن نصيحت جي ڳالهه کي برداشت ڪريو، ڇالاءِ‌جو مون اوهان ڏانهن مختصر طور لکيو آهي. ㉓ آءٌ اوهان کي ٻڌائڻ ٿو چاهيان ته اسان جو ڀاءُ تيمٿيس آزاد ڪيو ويو آهي. جيڪڏهن هو جلد آيو ته ساڻس گڏ آءٌ به اوهان سان اچي ملندس.
㉔ پنهنجي سڀني اڳواڻن ۽ سڀني ايمان وارن کي سلام ڏجو. اٽليءَ وارا به اوهان کي سلام ٿا چون.
㉕ شل اوهان سڀني تي فضل هجي. آمين.

# يعقوب

## يعقوب رسول جو عام خط

### تعارف

يعقوب رسول جو هي خط عملي هدايتن جو مجموعو آهي ۽ ”خدا جي چوندين ماڻهن، جيڪي سڄيءَ دنيا ۾ پکڙيل آهن،“ تن ڏانهن آهي. خط لکندڙ ڪيترائي روشن دليل ڏئي ٿو ته جيئن مسيح جي پوئلڳن جي رويي ۽ ڪردار ۾ عملي سياڻپ جون نصيحتون هجن. مسيحيت جي بنيادي نظريي کان وٺي هو ڪيترن ئي عنوانن جي باري ۾ لکي ٿو، جيئن ته اميري ۽ غريبي، لالچ، چڱي هلت، طرفداري، ايمان ۽ عمل، زبان تي ضابطو رکڻ، سياڻپ، جهيڙو، غرور ۽ نماڻائي، ٻين جي عيبجوئي ڪرڻ، ٻٽاڪ هڻڻ، صبر ڪرڻ ۽ دعا گهرڻ.

هن خط ۾ ايمان کان علاوه عمل تي به وڌيڪ زور ڏنو ويو آهي. اهو ئي سچو ۽ صحيح مذهب آهي.

## سِٽاءُ


| | |
|---|---|
| پيش لفظ | ١:١ |
| ايمان ۽ دانائي | ١:٢–٨ |
| غربت ۽ دولت | ١:٩–١١ |
| آزمائش ۽ امتحان | ١:١٢–١٨ |
| ٻڌڻ ۽ عمل ڪرڻ | ١:١٩–٢٧ |
| طرفداريءَ بابت تنبيهه | ٢:١–١٣ |
| ايمان ۽ عمل | ٢:١۴–٢٦ |
| ايمان آڻيندڙ ۽ زبان | ٣:١–١٨ |
| ايمان آڻيندڙ جو دنيا سان تعلق | ۴:١–٥:٦ |
| مختلف هدايتون | ٥:٧–٢٠ |


# يعقوب

## يعقوب رسول جو عام خط

١ ① هي خط يعقوب جي طرفان آهي، جيڪو خدا ۽ خداوند عيسيٰ
مسيح جو ٻانهو آهي.
آءٌ انهن خدا جي چونڊيل ماڻهن کي، جيڪي سڄيءَ دنيا ۾ پکڙيل
آهن سلام ٿو چوان.

### ايمان ۽ دانائي

② اي منهنجا ڀائرو ۽ ڀينرون! جڏهن اوهين طرح طرح جي آزمائشن ۾
پئو، تڏهن انهيءَ کي وڏي خوشيءَ جي ڳالهه ڪري سمجهو. ③ ڇالاءِجو
اوهين ڄاڻو ٿا ته اوهان جي ايمان جي پرک صبر پيدا ڪري ٿي. ④ انهيءَ

١:١ مت ١٣:٥٥، مر ٦:٣، رس ١٥:١٣، گل ١:١٩

صبر کي پنهنجو ڪم پورو ڪرڻ ڏيو، انهيءَ لاءِ ته اوهين ڪامل ۽ ڀرپور ٿيو
۽ اوهان ۾ ڪنهن به ڳالهه جي ڪمي نه رهي.
⑤ جيڪڏهن اوهان مان ڪنهن ۾ دانائيءَ جي ڪمي آهي ته اهو خدا
کان گهري. هو ڪيس ڏيندو، ڇالاءِجو خدا سيني کي بي‌انداز ٿو ڏئي ۽ طعنا
نه ٿو هڻي. ⑥ پر جڏهن هو گهري ته مٿس ويساهه رکي گهري ۽ ڪو به شڪ
نه آڻي. ڇالاءِجو جيڪو شڪ ٿو آڻي سو سمنڊ جي انهيءَ ڇوليءَ وانگر آهي،
جيڪا هوا سان ڏڪجي ۽ اڇلجي ٿي. ⑦ اهڙو ماڻهو ائين نه سمجهي ته
ڪيس خداوند کان ڪي ڪجهه ملندو. ⑧ ڇالاءِجو اهو ٻه‌دليو ماڻهو آهي،
جيڪو پنهنجي ڪنهن به ڳالهه تي قائم نه ٿو رهي.

## غربت ۽ دولت

⑨ مسڪين ايمان واري کي پنهنجي اعليٰ مرتبي تي فخر ڪرڻ گهرجي.
⑩ پر دولتمند کي هيٺانهين درجي تي فخر ڪرڻ گهرجي، ڇالاءِجو هو گاهه
جي گل وانگر ڪومائجي ويندو. ⑪ هن ڪري جو سج ايرڻ سان جهولو
شروع ٿئي ٿو ۽ اهو گاهه کي سڪائي ٿو ڇڏي. گاهه جو گل ڇڻيو پوي
۽ سندس خوبصورتي ختم ٿيو وڃي. ساڳيءَ طرح دولتمند ماڻهو به پنهنجو
ڏنڌو ڪندي ڪندي زوال هيٺ اچي ويندو.

## آزمائش ۽ امتحان

⑫ سڳورو آهي اهو ماڻهو، جيڪو آزمائش ۾ ثابت قدم ٿو رهي.
ڇالاءِجو جڏهن هو انهيءَ امتحان ۾ پاس ٿيو ته ڪيس فتح جو تاج،
يعني اها زندگي حاصل ٿيندي جنهن جو خدا پنهنجي محبت ڪرڻ وارن
سان واعدو ڪيو آهي. ⑬ جيڪڏهن ڪو ماڻهو آزمائش ۾ پوي تڏهن
ڪيس ائين چوڻ نه گهرجي ته ”آءٌ خدا جي طرفان آزمايو ٿو وڃان.“
ڇالاءِجو خدا بڇڙائيءَ سان نه پاڻ آزمائجي ٿو سگهي ۽ نه ڪنهن ماڻهوءَ
کي ٿو آزمائي. ⑭ پر هر ماڻهو پنهنجين ئي برين خواهشن سان ڇڪجي
۽ لالچجي آزمائش ۾ پوي ٿو. ⑮ تنهن کان پوءِ اها بري خواهش ڳُڀي

١:١٠-١١ يس ٤٠:٦-٧

تي ڪري گناهہ کي تي جڻي ۽ گناهہ جڏهن وڌي وڏو ٿئي ٿو، تڏهن
موت پيدا ٿو ڪري.
(١٦) اي منهنجا پيارا ڀائرو ۽ ڀينرون! دوکو نہ کائو. (١٧) هر چڱي بخشش ۽
هر ڪامل انعام مٿان ٿو اچي، يعني انهيءَ خدا پيءُ وٽان هيٺ ٿو لهي، جيڪو
آسماني روشنين جو پيدا ڪندڙ آهي. هو ڦرندڙ پاڇن وانگر تبديل نہ ٿو ٿئي.
(١٨) هن پنهنجي ارادي سان اسان کي سچ جي ڪلام جي وسيلي پيدا ڪيو،
انهيءَ لاءِ تہ اسين سندس ساري مخلوقات ۾ اول درجو حاصل ڪريون.

## ٻڌڻ ۽ عمل ڪرڻ

(١٩) اي منهنجا پيارا ڀائرو ۽ ڀينرون! اها ڳالهہ ياد رکو تہ هر هڪ ماڻهو
ٻڌڻ ۾ تکو، ڳالهائڻ ۾ ڍرو ۽ ڪاوڙ ڪرڻ ۾ ٿڌو ٿئي. (٢٠) ڇالاءِجو ماڻهوءَ
جي ڪاوڙ مان اهڙا ڪم ٿي نہ ٿا سگهن جي خدا جي سچائيءَ موجب
آهن. (٢١) تنهنڪري سموري گندگيءَ ۽ بڇڙائيءَ جي ڪثرت کي پري اڇلائي،
نماڻائيءَ سان انهيءَ ڪلام کي قبول ڪريو، جيڪو اوهان ۾ پوکيل آهي ۽
جيڪو اوهان کي بچائي ٿو سگهي.
(٢٢) پاڪ ڪلام جا رڳو ٻڌندڙ نہ ٿيو، ڇوتہ ائين اوهين پنهنجو پاڻ کي
ٺڳيو ٿا. اوهين انهيءَ ڪلام تي عمل ڪندڙ ٿيو. (٢٣) ڇالاءِجو جيڪڏهن
ڪو ماڻهو ڪلام کي رڳو ٻڌي ٿو پر ان تي عمل نہ ٿو ڪري، تہ اهو انهيءَ
ماڻهوءَ وانگر آهي جيڪو پنهنجي ظاهري شڪل آئيني ۾ ٿو ڏسي. (٢٤) هو
پاڻ کي ڏسي هليو وڃي ٿو ۽ جلد ئي وساري ٿو ڇڏي تہ هو ڪيئن هو.
(٢٥) پر جيڪو ماڻهو آزادي ڏيندڙ ڪامل شريعت کي غور سان ڏسندو ٿو
رهي، سو ٻڌي ڪري وسارڻ وارو ناهي، بلڪ عمل ڪرڻ وارو آهي ۽ اهو
ئي پنهنجن ڪمن ۾ برڪت وارو ٿيندو.
(٢٦) جيڪڏهن ڪو ماڻهو پاڻ کي ديندار ٿو سمجهي ۽ پنهنجي زبان
کي لغام نہ ٿو ڏئي تہ اهو پاڻ کي ٺڳي ٿو ۽ سندس دينداري اجائي آهي.
(٢٧) اسان جي پيءُ خدا جي نظر ۾ خالص ۽ بي‌عيب دينداري اها آهي تہ
يتيمن ۽ رنن‌زالن جي سندن مصيبت جي وقت سنڀال ڪجي ۽ پاڻ کي دنيا
جي داغن کان بہ بچائي رکجي.

## طرفداري نه ڪرڻ

٢ ① اي منهنجا ڀائرو ۽ ڀينرون! اسان جي خداوند ذوالجلال عيسيٰ
مسيح جا ايمان آڻڻ وارا ٿي ڪري اوهين طرفداري نه ڪريو. ② فرض
ڪريو ته ڪو ماڻهو سوني منڊي ۽ عمدا ڪپڙا پائي اوهان جي جماعت
۾ اچي ٿو ۽ ٻيو ميرن ۽ ڦاٽل ڪپڙن وارو هڪڙو غريب ماڻهو به اچي ٿو.
③ هاڻي جيڪڏهن اوهين عمدي پوشاڪ واري جو خاص لحاظ ڪري
چئو ته ”تون هِتي چڱيءَ جاءِ تي اچي ويهه،“ پر هن غريب ماڻهوءَ کي
چئو ته ”تون هُتي بيهه،“ يا ”هِتي منهنجي پيرن جي صندليءَ وٽ ويهي
رهه،“ ④ تڏهن ڇا اوهان پاڻ ۾ طرفداري نه ڪئي؟ ۽ ڇا اوهين بري نيت
وارا منصف نه ٿيا؟

⑤ منهنجا پيارا ڀائرو ۽ ڀينرون، ٻڌو، ڇا خدا هن دنيا جي غريب ماڻهن کي
ايمان ۾ دولتمند ٿيڻ ۽ انهيءَ بادشاهت جا وارث ٿيڻ لاءِ نه چونڊيو آهي، جنهن
جو هن پنهنجي محبت ڪرڻ وارن سان واعدو ڪيو آهي؟ ⑥ پر اوهان غريبن
کي بيعزت ڪيو آهي. مگر ڇا دولتمند اوهان تي ظلم نه ٿا ڪن؟ ڇا اهي
اوهان کي ڪورٽ ۾ گهلي وٺي نه ٿا وڃن؟ ⑦ ڇا هو اهي ئي نه آهن، جيڪي
انهيءَ عزت واري نالي بابت ڪفر ٿا بڪن، جنهن سان اوهين سڏيا ٿا وڃو.
⑧ تنهن هوندي به پاڪ ڪلام ۾ لکيل آهي ته
”پنهنجي پاڙيسريءَ سان
پاڻ جهڙو پيار ڪر.“
سو جيڪڏهن اوهين اها شاهي شريعت پوري ڪريو ٿا، ته پوءِ چڱو ٿا
ڪريو. ⑨ پر جيڪڏهن اوهين طرفداري ٿا ڪريو ته گناهه ٿا ڪريو ۽ شريعت
اوهان کي ڏوهاري ثابت ڪري ٿي. ⑩ ڇالاءِجو جيڪو ساري شريعت تي
عمل ڪري ٿو، پر رڳو هڪڙيءَ ڳالهه ۾ خطا ٿو ڪري ته اهو ساري شريعت
جي ڀڃڪڙي ڪري ڏوهي ٿيو. ⑪ هن ڪري جو جنهن چيو آهي ته ”زنا نه
ڪر،“ تنهن هيئن به چيو آهي ته ”خون نه ڪر.“ سو جيڪڏهن تون زنا نه
ڪرين پر خون ڪرين ته تون شريعت جو ڏوهاري ٿي چڪين.

---

٢:٨ لاو ١٩:١٨ ٢:١١ خر ٢٠:١٣، ١٤، شر ٥:١٧، ١٨

⑫ اوهان جو ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۽ هلت چلت انهن ماڻهن وانگر هجي،
جن جو آزادي ڏيندڙ شريعت جي وسيلي انصاف ٿيڻو آهي. ⑬ ڇالاءِجو
جنهن پاڻ رحم نه ڪيو آهي، تنهن جو انصاف بيرحميءَ سان ٿيندو. پر
رحم انصاف تي غالب ٿو پوي.

## ايمان ۽ عمل

⑭ اي منهنجا ڀائرو ۽ ڀينرون! جيڪڏهن ڪو ماڻهو چوي ٿو ته ”مون
کي ايمان آهي،“ پر هن کي عمل نه هجي، ته پوءِ سندس ائين چوڻ مان
ڪهڙو فائدو؟ ڇا اهڙو ايمان هن کي بچائي ٿو سگهي؟ ⑮ فرض ڪريو ته
ڪو ڀاءُ يا ڀيڻ لڳين اگهاڙو آهي ۽ روزاني کاڌي لاءِ محتاج آهي. ⑯ هاڻي
جيڪڏهن اوهان مان ڪو کيس چوي ته ”سلامتيءَ سان وڃ، گرم ۽ ڌاول
رهه،“ پر کيس اهي شيون نه ڏئي جيڪي سندس جسم لاءِ ضروري آهن،
ته پوءِ ائين چوڻ مان ڪهڙو فائدو؟ ⑰ ساڳيءَ طرح ايمان جيڪڏهن عمل
کان سواءِ آهي ته اهو پنهنجو پاڻ ئي مئل آهي.

⑱ پر ڪو ماڻهو چئي سگهي ٿو ته ”تو وٽ ايمان آهي ۽ مون وٽ
عمل آهي.“

”ڇڱو ڀلا، تون عمل کان سواءِ پنهنجو ايمان مون کي ڏيکار ۽ آءٌ پنهنجن
عمل سان تو کي پنهنجو ايمان ڏيکاريندس.“ ⑲ تون ايمان ٿو آڻين ته خدا
هڪڙو آهي، نيڪ آهي. اها ڳالهه ته بدروح به مڃين ٿا ۽ اهي ڏڪن به ٿا.

⑳ پر اي بيوقوف ماڻهو! ڇا تون ايترو نه ٿو سمجهي سگهين ته عمل
کان سواءِ ايمان بيڪار آهي؟ ㉑ ڇا اسان جو ڀيءُ ابراهيم عمل جي ڪري
سچار نه ٺهرايو ويو، جڏهن هن پنهنجي پٽ اسحاق کي قربان گاهه تي نذر تي
ڪيو؟ ㉒ هاڻي تون سمجهي ٿو سگهين ته ابراهيم جي ايمان سندس عمل
سان گڏجي ڪم تي ڪيو ۽ عمل جي ڪري ئي سندس ايمان ڪامل ٿيو.
㉓ اهڙيءَ طرح پاڪ ڪلام جي اها ڳالهه پوري ٿي ته

”ابراهيم خدا تي ايمان آندو
۽ اهو ايمان هن لاءِ سچائي ليکيو ويو.“

٢:٢١ پيد ٢٢:١-١٤ ٢:٢٣ پيد ١٥:٦، ٢.تو ٢٠:٧، يس ٤١:٨

انهيءَ ڪري هو خدا جو دوست سڏيو ويو. ٢٤ سو اوهين ڏسو ٿا ته ماڻهو رڳو
ايمان جي ڪري نه، بلڪ عمل جي ڪري سچار ٿو بڻجي.
٢٥ ساڳيءَ ئي طرح راحب جيڪا ڪسبياڻي هئي، تنهن به جڏهن قاصدن
کي پاڻ وٽ ٽڪايو ۽ کين ٻئي رستي کان روانو ڪري ڇڏيو، تڏهن ڇا هوءَ
پنهنجن عمل جي ڪري سچار نه بڻي؟ ٢٦ تنهنڪري جيئن روح کان سواءِ
بدن مئل آهي، تيئن عمل کان سواءِ ايمان به مئل آهي.

## زبان تي ضابطو رکڻ

# ٣

١ اي منهنجا ڀائرو ۽ ڀينرون! اوهان مان گهڻا استاد ٿيڻ جي ڪوشش
نه ڪن، ڇالاءِجو اوهين ڄاڻو ٿا ته اسين جيڪي استاد آهيون تن
جي عدالت وڌيڪ سختيءَ سان ٿيندي. ٢ اسين سڀيئي گهڻين ئي ڳالهين
۾ ٿاٻڙجي خطا ٿا ڪريون. پر جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڳالهائڻ ۾ ڪڏهن
به خطا نه ٿو ڪري ته اهو ڪامل آهي ۽ پنهنجي سڄي بدن کي ضابطي
۾ رکي ٿو سگهي.
٣ جڏهن اسين گهوڙن کي تابعدار بنائڻ لاءِ سندن وات ۾ لغام ٿا
وجهون، تڏهن انهن جي سڄي بدن کي به ڦيري ٿا سگهون. ٤ سامونڊي
جهازن جو ئي مثال وٺو، جيتوڻيڪ اهي تمام وڏا ٿا ٿين ۽ تيز هوائن
سان ڌڪجي ٿا هلن، تڏهن به تمام ننڍي ونجهه جي وسيلي، انهن کي
هلائڻ وارو جيڏانهن به چاهي ڦيرائي ٿو سگهي. ٥ ساڳيءَ طرح زبان به
هڪڙو ننڍو عضوو آهي، پر وڏيون وڏيون ٻٽاڪون ٿي هڻي. غور ڪريو ته
هڪ ننڍڙي چڻنگ جي وسيلي ڪيڏي نه وڏي ٻيلي کي باهه ٿي لڳي.
٦ زبان حقيقت ۾ هڪ باهه آهي. اها اسان جي عضون منجهه بڇڙائيءَ
جو هڪ جهان آهي. زبان اسان جي سڄي بدن کي خراب ٿي ڪري ۽
اسان جي زندگيءَ جي ساري چرخي کي باهه ٿي لڳائي، ڇالاءِجو ڪيس
ئي دوزخ کان باهه ٿي لڳي.
٧ اها حقيقت آهي ته هر قسم جا جانور، پکي، جيت ۽ سامونڊي
ساهوارا وس ۾ آڻي سگهجن ٿا، بلڪ ماڻهن انهن کي وس ۾ آندو به آهي.

٢٥:٢ يش ٢:١-٢١

(٨) پر زبان کي ڪوبہ ماڻهو وس ۾ آڻي نہ ٿو سگهي. اها هڪ اهڙي بلا آهي
جا روڪڻ جي ئي ڪونهي. اها موتمار زهر سان ڀريل آهي.
(٩) جنهن زبان سان اسين خداوند ۽ پيءُ جي واکاڻ ٿا ڪريون تنهن سان
ئي ماڻهن کي پاراتو ٿا ڏيون، جيڪي خدا جي صورت تي پيدا ٿيل آهن.
(١٠) سو ساڳئي ئي وات مان دعا بہ ٿي نڪري ۽ پاراتو بہ. اي منهنجا ڀائرو ۽
ڀينرون! ائين ٿيڻ نہ گهرجي. (١١) ڇا چشمي جي هڪڙي ئي منهن مان مٺو
۽ کارو پاڻي نڪري سگهي ٿو؟ (١٢) اي منهنجا ڀائرو ۽ ڀينرون! ڇا انجير جي
وڻ مان زيتون، يا ڊاک جي ول مان انجير پيدا ٿي سگهن ٿا؟ اهڙيءَ طرح
کاري پاڻيءَ جو چشمو مٺو پاڻي نہ ٿو ڏئي سگهي.

## آسماني ڏاهپ

(١٣) اوهان ۾ ڏاهو ۽ سمجهو ڪير آهي؟ انهيءَ کي گهرجي تہ هو پنهنجي
چڱيءَ هلت چلت جي وسيلي ڏاهپ واري نماڻائيءَ سان پنهنجو عمل
ڏيکاري. (١٤) پر جيڪڏهن اوهين پنهنجين دلين ۾ سخت حسد ۽ نفاق
رکو ٿا، تہ فخر نہ ڪريو ۽ نڪي سچ جي خلاف ڪوڙ ڳالهايو. (١٥) اهڙي
ڏاهپ آسمان کان نہ ٿي اچي، بلڪ اها دنياوي، جسماني ۽ شيطاني
آهي. (١٦) ڇالاءِجو جتي حسد ۽ نفاق هوندو آهي، اتي فساد ۽ هر طرح
جو بڇڙو ڪم بہ هوندو آهي.
(١٧) پر جيڪا ڏاهپ آسمان کان ٿي اچي، سا پهريائين تہ پاڪ آهي،
پوءِ صلح پسند، حليم ۽ تابعدار هئڻ سان گڏ رحم ۽ هر قسم جي چڱي
ڦل سان ڀريل آهي. منجهس نہ طرفداري آهي ۽ نہ دوکو. (١٨) جيڪي صلح
ٿا ڪرائين، سي صلح سان گڏ اهڙو ٻج ٿا پوکين، جيڪو سچائيءَ جو
ڦل پيدا ٿو ڪري.

## دنيا سان دوستي

٤ (١) اوهان ۾ جنگيون ۽ جهيڙا ڪٿان ٿا اچن؟ ڇا انهن عيش عشرت
وارين خواهشن مان نہ ٿا نڪرن، جيڪي اوهان جي عضون ۾ فساد

٩:٣ پيد ١:٢٦

پيدا ٿيون ڪن؟ ② اوهين ڪنهن شيءِ جي خواهش ته ڪريو ٿا پر مليوَ
ڪجهه به ڪونه ٿو. اوهين خون ٿا ڪريو، لالچ ٿا ڪريو پر حاصل ڪجهه
به نه ٿا ڪري سگهو. اوهين جهيڙا ۽ جنگيون ٿا ڪريو پر اوهان کي ڪجهه
به هٿ نه ٿو اچي، ڇالاءِجو اوهين خدا کان ڪونه ٿا گهرو. ③ جڏهن اوهين
گهرو ٿا تڏهن به ڪونه ٿو مليوَ، ڇوته اوهين بري نيت سان ٿا گهرو، انهيءَ
لاءِ ته پنهنجي عيش عشرت ۾ خرچ ڪريو.
④ اي بي‌وفا انسانو! ڇا اوهين نه ٿا ڄاڻو ته دنيا جي دوستي خدا سان
دشمني آهي؟ تنهنڪري جيڪو ماڻهو دنيا جو دوست ٿيڻ ٿو گهري، سو پاڻ
کي خدا جو دشمن ٿو بڻائي. ⑤ ڇا اوهين ائين ٿا سمجهو ته پاڪ ڪلام
جو ائين چوڻ اجايو آهي ته ”جيڪو پاڪ روح هن اسان ۾ رهڻ لاءِ وڌو،
سو سخت غيرتمند آهي؟“ ⑥ پر خدا اسان کي زياده فضل ٿو ڏئي. انهيءَ
ڪري ئي پاڪ ڪلام چوي ٿو ته

”خدا مغرورن جي مخالفت ٿو ڪري،
پر نماڻن کي فضل ٿو بخشي.“

⑦ تنهنڪري پاڻ کي خدا جي تابع رکو. شيطان جو مقابلو ڪريو ته هو
اوهان وٽان ڀڄي ويندو. ⑧ خدا جي ويجهو وڃو ته هو اوهان جي ويجهو
ايندو. اي گنهگارو! پنهنجا هٿ ڌوئو. اي ٻه‌دليو! پنهنجين دلين کي پاڪ
ڪريو. ⑨ افسوس ڪريو، سوڳ ڪريو ۽ روئو. اوهين پنهنجو کلڻ روئڻ
۾ بدلايو ۽ خوشي اداسيءَ ۾. ⑩ خداوند جي اڳيان پاڻ کي نماڻو ڪريو
ته هو اوهان کي سربلند ڪندو.

## عيب‌جوئي نه ڪريو

⑪ اي ڀائرو ۽ ڀينرون! هڪ ٻئي جي عيب‌جوئي نه ڪريو. جيڪو پنهنجي
ڀاءُ جي خلاف ٿو ڳالهائي، يا مٿس ڪا تهمت ٿو هڻي، سو شريعت جي
خلاف ٿو ڳالهائي ۽ ان تي تهمت ٿو هڻي. هاڻي جڏهن تون شريعت تي
تهمت ٿو هڻين تڏهن تون شريعت تي عمل ڪرڻ وارو نه، بلڪ انهيءَ مٿان
عدالت ڪرڻ وارو بڻجي وينو آهين. ⑫ شريعت ڏيڻ وارو ۽ عدالت ڪرڻ

۴:٦ مثل ۳:۳۴

وارو تہ رڳو هڪڙو آهي. اهو ئي بچائي ۽ ماري ٿو سگهي. پر تون آهين ڪير
جو پنهنجي پاڙيسريءَ تي تهمت ٿو هڻين؟

## ٻٽاڪ نہ هڻو

۱۳ هاڻي اوهين ٻڌو، جيڪي چئو ٿا تہ ”اڄ يا سڀاڻي فلاڻي شهر ۾
وينداسين، هڪڙو سال اتي وڃي گذارينداسين ۽ ڌنڌو ڌاڙي ڪري پيسا
ڪمائينداسين.“ ۱۴ پر اوهان کي تہ ايتري بہ خبر ڪانهي تہ سڀاڻي ڇا ٿيندو.
اوهان جي زندگي آهي ئي ڇا؟ اوهين تہ هڪڙي ٻاڦ آهيو، جيڪا ٿوري
وقت تائين ڏسڻ ۾ اچي ٿي ۽ پوءِ گم ٿيو وڃي. ۱۵ انهيءَ جي بدران اوهان کي
هيئن چوڻ گهرجي تہ ”جيڪڏهن خداوند گهريو تہ اسين جيئرا بہ رهنداسين
۽ فلاڻو فلاڻو ڪم بہ ڪنداسين.“ ۱٦ پر هاڻي اوهين پنهنجين ٻٽاڪن تي فخر
ٿا ڪريو. اهڙو سمورو فخر برو آهي. ۱۷ تنهنڪري جيڪو ماڻهو چڱائي
ڪرڻ ڄاڻي ٿو پر ڪري نہ ٿو، انهيءَ جي لاءِ اهو گناهہ آهي.

## دولتمندن کي چتاءُ

۵ ۱ هاڻي اي دولتمندو! اوهين ٻڌو، انهن مصيبتن جي ڪري روئو
۽ رڙيون ڪريو، جيڪي اوهان تي اچڻيون آهن. ۲ اوهان جو مال
ملڪيت سڙي ڪنو ٿي ويو ۽ اوهان جا ڪپڙا ڪينئان کائي ويا. ۳ اوهان
جي سون ۽ چانديءَ تي ڪٽ چڙهي ويئي. اها ڪٽ اوهان تي شاهدي
ڏيندي ۽ باهہ وانگر اوهان جو ماس کائيندي. اوهان پوين ڏينهن ۾ دولت
ميڙي آهي. ۴ ڏسو، جن مزورن اوهان جي ٻنين ۾ لابارو ڪيو، تن جي
مزوري جيڪا اوهان ٺڳي ڪري رکي ڇڏي آهي، سا رڙيون پيئي ڪري.
لاباري ڪرڻ وارن جون دانهون قدرت واري خداوند جي ڪنن تائين وڃي
پهتيون آهن. ۵ اوهين زمين تي عيش عشرت ۾ رهيا آهيو ۽ موجون ماڻيون
اٿوَ. درحقيقت اوهان پاڻ کي ڪوس واري ڏينهن لاءِ ٿلهو متارو ڪيو آهي.
٦ اوهان سچار کي ڏوهي ٺهرايو آهي ۽ قتل ڪيو آهي. پر سچار اوهان
جي مخالفت نہ ٿو ڪري.

---

۴:۱۳-۱۴ مثل ۲۷:۱  ۵:۲-۳ مت ٦:۱۹  ۵:۴ شر ۲۴:۱۴-۱۵

## ڏکن ۾ صبر ڪرڻ

(۷) تنهنڪري اي ڀائرو ۽ ڀينرون! خداوند جي اچڻ تائين صبر ڪريو.
ڏسو، هاري زمين جي قيمتي پيدائش لاءِ ڪيڏو نه انتظار ٿو ڪري. هو
اڳاٽي ۽ پاڇاٽي مينهن پوڻ تائين صبر ٿو ڪري. (۸) اوهين به صبر ڪريو ۽
ثابت‌قدم رهو، ڇالاءِجو خداوند جو اچڻ ويجهو آهي. (۹) اي ڀائرو ۽ ڀينرون!
هڪ ٻئي جي خلاف ڪُرڪو نه، متان اوهان کي سزاوار ٺهرايو وڃي. ڏسو،
انصاف ڪرڻ وارو در تي بيٺو آهي.
(۱۰) اي ڀائرو ۽ ڀينرون! انهن نبين کي ڏک سهڻ ۽ صبر ڪرڻ جو
نمونو ڪري سمجهو، جن خداوند جي نالي تي ڪلام ڪيو. (۱۱) اوهين
ڄاڻو ٿا ته اسين صبر ڪرڻ وارن کي سڀاڳو ٿا سڏيون. اوهان ايوب جي
صبر جو حال ته ٻڌو آهي ۽ اها به خبر اٿوَ ته پڇاڙيءَ ۾ خداوند هن
لاءِ ڇا ڇا ڪيو. انهيءَ مان ظاهر آهي ته خداوند نهايت ٻاجهارو ۽ رحم
وارو آهي.
(۱۲) اي منهنجا ڀائرو ۽ ڀينرون! سڀ کان پهرين ڳالهه هيءَ آهي ته قسم
نه کڻو، نه آسمان جو نه زمين جو ۽ نه وري ڪنهن ٻيءَ شيءِ جو. پر اوهان
کي ”هائو“ جي جاءِ تي ”هائو“ ۽ ”نه“ جي جاءِ تي ”نه“ چوڻ کپي،
ته جيئن اوهين سزا هيٺ نه اچو.

## ايمان سان دعا گهرڻ

(۱۳) ڇا اوهان مان ڪو ماڻهو تڪليف ۾ آهي؟ انهيءَ کي دعا گهرڻ کپي.
ڇا ڪو خوش آهي؟ انهيءَ کي تعريف جا گيت ڳائڻ گهرجن. (۱۴) ڇا اوهان
مان ڪو بيمار آهي؟ اهو ڪليسيا جي بزرگن کي گهرائي ۽ اهي بزرگ
خداوند جي نالي ۾ انهيءَ بيمار کي زيتون جو تيل مکي مٿس دعا گهرن.
(۱۵) اهڙي دعا جيڪا ايمان سان گهري ويندي، سا بيمار کي شفا ڏيندي
۽ خداوند انهيءَ کي اٿاري کڙو ڪندو. جيڪڏهن هن گناهه ڪيا هوندا
ته ڪيس انهن جي به معافي ملندي. (۱٦) تنهنڪري پنهنجا گناهه هڪ ٻئي

---

**۵:۱۱** ايو ۱:۲۱-۲۲، ۲:۱۰، زب ۱۰۳:۸ **۵:۱۲** مت ۵:۳۴-۳۷ **۵:۱۴** مر ٦:۱۳

اڳيان ٻاسيو ۽ هڪ ٻئي لاءِ دعا گهرو ته جيئن شفا پايو. ڇالاءِجو سچار
ماڻهوءَ جي دعا نهايت اثر واري ٿئي ٿي.
١٧ الياس نبي به اسان جهڙي طبيعت جو ماڻهو هو. هن دل‌وجان سان
دعا گهري ته مينهن نه وسي، پوءِ ساڍن ٽن سالن تائين زمين تي مينهن نه
پيو. ١٨ وري جڏهن هن دعا گهري تڏهن آسمان مان مينهن پيو ۽ زمين
پنهنجا فصل اپايا.
١٩ اي منهنجا ڀائرو ۽ ڀينرون! جيڪڏهن اوهان مان ڪو حق کان
گمراهه ٿي وڃي ۽ ٻيو جيڪو انهيءَ کي ڦيرائي راهه تي آڻي، ٢٠ تڏهن
اوهين ڄاڻي ڇڏيو ته اهو جيڪو ڪنهن گنهگار کي گمراهيءَ کان ڦيرائي
راهه تي ٿو آڻي، سو انهيءَ جي روح کي موت کان بچائيندو ۽ گهڻا گناهه
ڍڪي ڇڏيندس.

٥:١٧ ١.با ١٧:١، ١٨:١ ٥:١٨ ١.با ١٨:٤٢-٤٥ ٥:٢٠ مثل ١٠:١٢، ١.پط ٤:٨

# ١. پطرس

## پطرس رسول جو پهريون عام خط

### تعارف

پطرس رسول جو هي پهريون عام خط انهن ايمان آڻيندڙن ڏانهن آهي، جيڪي ايشيا ڪنڊ ۾ ترڪيءَ جي اترين علائقن ۾ ٽڙيل پکڙيل هئا. خط جو مکيه مقصد انهن پڙهندڙن کي همٿائڻ آهي، جيڪي پنهنجي ايمان جي ڪري ڏک ۽ تڪليفون برداشت ڪري رهيا هئا. خط لکندڙ پنهنجي پڙهندڙن کي عيسيٰ مسيح جي خوشخبري ياد ڏياري ٿو، جنهن ۾ عيسيٰ مسيح جو مري وڃڻ، سندس وري جيئرو ٿيڻ ۽ واعدي موجب سندس موٽي اچڻ، انهن کي اميد ڏيارين ٿا. هو کين ٻڌائي ٿو ته انهيءَ اميد جي سهاري کين ڏک برداشت ڪرڻا پوندا، پر سندن دل مطمئن رهندي ته اهو سندن ايمان جي سچائيءَ جو امتحان آهي ۽ آخرڪار مسيح جي وري موٽي اچڻ واري ڏينهن تي اهي نوازيا ويندا.

ڏکن جي وقت هنن جي همت‌افزائي ڪرڻ سان گڏ خط لکندڙ پنهنجي پڙهندڙن کي زور ڀري ٿو ته اهي عيسيٰ مسيح جهڙي پاڪ زندگي گذارين.

سِٽاءُ


پيش لفظ ١:١-٢
خدا جي طرفان مليل چوٽڪاري جي يادگيري ١:٣-١٢
پاڪ زندگي گذارڻ جو تاڪيد ١:١٣-٢:١٠
ڏکن جي وقت ايمان آڻيندڙن جي ذميواري ٢:١١-٤:١٩
ايمان آڻيندڙ جي نماڻائي ۽ خدمت ٥:١-١١
دعا سلام ٥:١٢-١٤


# ١.پطرس

## پطرس رسول جو پهريون عام خط

١ ① هي خط پطرس جي طرفان آهي، جيڪو عيسيٰ مسيح جو رسول
آهي.
هي خدا جي انهن چونڊيل ماڻهن ڏانهن ٿو لکجي، جيڪي جلاوطن
جي حيثيت ۾ پنطس، گلتيا، ڪپدڪيا، ايشيا ۽ بٿونيا پرڳڻن ۾ پکڙيل آهن.
② خدا پيءُ اڳ ۾ ئي اوهان کي ڄاتو ۽ پاڪ روح جي وسيلي پاڪ ڪري
اوهان کي چونڊيو، انهيءَ لاءِ ته اوهين عيسيٰ مسيح جا فرمانبردار ٿيو ۽ سندس
رت ڇٽڪارڻ سان پاڪ صاف ڪيا وڃو.
شل اوهان تي فضل ۽ سلامتي وڌندي رهي.

### جيئري اميد

③ اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح جي خدا ۽ پيءُ جي واکاڻ هجي. هن
پنهنجي وڏيءَ رحمت سان، عيسيٰ مسيح جي مئلن مان وري جي اٿڻ جي
وسيلي اسان کي نئين سر پيدا ڪيو. اهڙيءَ طرح اسان ۾ جيئري اميد پيدا
ڪئي ويئي، ④ ته اسين هڪ غيرفاني، بيداغ ۽ لازوال ورثو حاصل ڪريون،

جيڪو اوهان جي لاءِ آسمان ۾ رکيل آهي. (٥) اوهين خدا جي قدرت سان
ايمان جي وسيلي حفاظت ۾ آهيو، انهيءَ لاءِ ته اهو ڇوٽڪارو حاصل ڪريو
جيڪو آخري وقت ۾ ظاهر ٿيڻ لاءِ تيار آهي.

(٦) انهن ڳالهين جي ڪري اوهين گهڻي خوشي ٿا ڪريو، جيتوڻيڪ
هاڻي ٿوري وقت لاءِ ضرورت جي ڪري اوهين طرح طرح جي آزمائشن
۾ پئي ڏکي ٿيا آهيو. (٧) انهن آزمائشن جو مقصد اهو آهي ته اوهان جو
ايمان جيڪو باهه سان پرکيل فاني سون کان به تمام گهڻو قيمتي آهي،
سو آزمائڻ سان خالص ثابت ٿي عيسيٰ مسيح جي ظاهر ٿيڻ وقت واکاڻ،
عظمت ۽ عزت جي لائق ٺهري. (٨) جيتوڻيڪ اوهان عيسيٰ کي نه ڏٺو آهي،
تڏهن به کيس پيار ٿا ڪريو. اوهين هاڻي به کيس نه ٿا ڏسو، تڏهن به مٿس
ايمان ٿا آڻيو ۽ ايتري ته عظيم خوشيءَ سان پرپور آهيو جيڪا بيان ڪرڻ
کان ٻاهر آهي. (٩) ڇالاءِجو اوهين پنهنجي ايمان جو مقصد، يعني پنهنجن
روحن جو ڇوٽڪارو حاصل ڪريو ٿا.

(١٠) انهيءَ ڇوٽڪاري جي باري ۾ نبين به وڏي ڳولا ۽ کوجنا ڪئي ۽
پيشنگوئي ڪري انهيءَ فضل جو ذڪر ڪيائون، جيڪو اوهان تي ٿيڻ وارو
هو. (١١) اهي کوجنا ۾ هئا ته مسيح جو روح، جيڪو منجهن هو تنهن ڪهڙي
وقت ۽ حالتن ڏانهن اشارو ڪري اڳڪٿي ٿي ڪئي ته مسيح ڏک سهندو
۽ پوءِ جلال حاصل ڪندو. (١٢) انهن نبين تي هيءَ ڳالهه ظاهر ڪئي ويئي
ته اهي پنهنجي نه، پر اوهان جي خدمت لاءِ اهي ڳالهيون بيان ڪندا هئا.
انهن ڳالهين جي خبر هاڻي اوهان کي انهن پيغمبرن جي معرفت ملي، جن
آسمان مان موڪليل پاڪ روح جي وسيلي اوهان کي خوشخبري ٻڌائي. هي
ڳالهيون اهڙيون آهن جن کي ملائڪ به سمجهڻ جا خواهشمند آهن.

## پاڪ زندگي گذارڻ

(١٣) تنهنڪري سمجهه جو سندرو ٻڌي هوشيار ٿيو ۽ جيڪو فضل عيسيٰ
مسيح جي ظاهر ٿيڻ وقت اوهان تي ٿيندو، تنهن جي پوريءَ طرح اميد رکو.
(١٤) اوهين فرمانبردار ٻارن وانگر زندگي گذاريو. اهي بريون خواهشون اختيار نه
ڪريو، جيڪي اوهان جي جاهليت واري زماني ۾ اوهان منجهه هيون. (١٥) پر

جيئن اوهان جو سڏڻ وارو پاڪ آهي، تيئن اوهين به پنهنجي سموري هلت
چلت ۾ پاڪ ٿيو. (١٦) هن ڪري جو لکيل آهي ته

”اوهين پاڪ ٿيو،
ڇالاءِجو آءٌ پاڪ آهيان.“

(١٧) هاڻي جيڪڏهن اوهين انهيءَ کي پيءُ ڪري سڏيو ٿا، جيڪو هرهڪ
ماڻهوءَ جي ڪم موجب بنا طرفداريءَ جي انصاف ٿو ڪري، ته پوءِ پنهنجي
هيءَ مسافرن واري زندگي خدا جي خوف ۾ گذاريو. (١٨) اوهين ڄاڻو ٿا ته اها
اجائي هلت چلت جيڪا ابن ڏاڏن کان ورثي ۾ ملي اٿوَ، تنهن کان اوهان کي
ڇڏائڻ جي قيمت سون ۽ چانديءَ جهڙيون فاني شيون نه هيون. (١٩) پر مسيح
جي قيمتي رت سان اوهان کي ڇڏايو ويو، جيڪو بيعيب ۽ بيداغ گهيٽي
وانگر قربان ٿيو. (٢٠) دنيا جي بنائڻ کان اڳ ۾ ئي مسيح کي چونڊيو ويو هو.
پر هن آخري زماني ۾ اوهان جي خاطر ڪيس ظاهر ڪيو ويو. (٢١) اوهان مسيح
جي ئي وسيلي خدا تي ايمان آندو آهي. هن کي خدا مئلن مان جيئاري اٿاريو
۽ جلال بخشيائينس، انهيءَ لاءِ ته اوهان جو ايمان ۽ آسرو خدا تي هجي.
(٢٢) هاڻي جڏهن ته اوهان حق جي تابعداريءَ سان پاڻ کي پاڪ ڪيو آهي
۽ ڀائرن لاءِ حقيقي محبت پيدا ٿي اٿوَ، تڏهن دل‌وجان سان پاڻ ۾ گهري
محبت رکو. (٢٣) ڇالاءِجو اوهان فاني ٻج مان نه، بلڪ غير فاني ٻج مان نئين
سر پيدا ٿيا آهيو، يعني خدا جي انهيءَ ڪلام جي وسيلي جيڪو جيئرو ۽
بقا وارو آهي. (٢٤) جيئن پاڪ ڪلام چوي ٿو ته

”سڀ انسان گاهه وانگر آهن،
۽ انهن جو سمورو شان
گاهه جي گل وانگر آهي.
گاهه سڪي وڃي ٿو
۽ گل ڪري ٿو پوي.
(٢٥) پر خداوند جو ڪلام
هميشه تائين قائم رهندو.“

هي اهو ئي خوشخبريءَ جو ڪلام آهي، جيڪو اوهان کي ٻڌايو ويو آهي.

---

<u>١:١٦</u> لاو ١١:٤٤-٤٥، ١٩:٢ <u>١:٢٤-٢٥</u> يس ٤٠:٦-٨

## جيئرو پٿر ۽ پاڪ قوم

٢ ① تنهنڪري هر طرح جي بدخواهي، سموري ٺڳي، رياڪاري،
حسد ۽ هر قسم جي گلا غيبت کي پاڻ مان ڪڍي ڇڏيو. ② جيئن
نوان ڄاول ٻارڙا ننڍڙا کير جا طلبگار ٿا ٿين، تيئن اوهين به نج روحاني کير
جا طلبگار ٿيو، ته انهيءَ جي وسيلي وڌي اوهين ڇوٽڪارو حاصل ڪريو.
③ ڇالاءِجو اوهان خداوند جي مهربان هئڻ جو سواد چکيو آهي.
④ انهيءَ جيئري پٿر، يعني مسيح وٽ اچو جنهن کي ماڻهن ته رد ڪري
ڇڏيو، پر خدا ان کي قيمتي ڄاڻي چونڊيو. ⑤ اوهين به جيئرن پٿرن وانگر
اڏجي روحاني گهر بڻبا ٿا وڃو، انهيءَ لاءِ ته اوهين پاڪ ڪاهنن جي
حيثيت ۾ اهڙيون روحاني قربانيون پيش ڪريو، جيڪي عيسيٰ مسيح
جي وسيلي خدا وٽ قبول پون ٿيون. ⑥ ڇالاءِجو پاڪ ڪلام ۾ لکيل
آهي ته

”ڏسو، آءٌ [١]صيئون ۾ هڪ پٿر رکان ٿو،
جيڪو چونڊيل، قيمتي
۽ سِرِ ڪان اهم پٿر آهي.
جيڪو ماڻهو انهيءَ تي ايمان آڻيندو،
سو ڪڏهن به شرمندو نه ٿيندو.“

⑦ تنهنڪري اوهين، جن ايمان آندو آهي، تن جي لاءِ اهو قيمتي پٿر آهي.
پر جيڪي ايمان نه ٿا آڻين تن جي لاءِ اهو لکيل آهي ته
”جنهن پٿر کي رازن رد ڪري ڇڏيو،
سو ئي پيڙهه جو پٿر ٿيو.“
⑧ ٻئي هنڌ لکيل آهي ته
”اهو ٿاٻڙائڻ وارو پٿر،
يعني ماڻهن لاءِ ٺوڪر کائڻ واري ڇپ ٿيو.“

[١] صيئون: هتي انهيءَ مان مراد بني اسرائيل قوم آهي.

٢:٣ زب ٣٤:٨ ٢:٦ يس ٢٨:١٦ ٢:٧ زب ١١٨:٢٢ ٢:٨ يس ٨:١٤–١٥

سو اهي ماڻهو ڪلام جا نافرمان ٿي ان تان ٿاٻڙجن ٿا ۽ انهيءَ جي لاءِ
اهي مقرر به ڪيا ويا آهن.
(٩) پر اوهين هڪڙو چونڊيل نسل، شاهي ڪاهنن جي جماعت، پاڪ
قوم ۽ خدا جا اهڙا چونڊيل ماڻهو آهيو، جيڪي سندس خاص ملڪيت آهن.
اوهين انهيءَ لاءِ چونڊيا ويا آهيو ته خدا جون خوبيون ظاهر ڪريو، جنهن
اوهان کي اونداهيءَ مان ڪڍي پنهنجي عجيب روشنيءَ ڏانهن سڏيو آهي.
(١٠) اڳي اوهين ڇڙوڇڙ هئا، پر هاڻي اوهين خدا جي قوم آهيو. اڳي اوهان تي
رحمت ڪونه ٿي هئي، پر هاڻي رحمت ٿي اٿوَ.
(١١) اي پيارا دوستو! آءٌ اوهان کي هن دنيا ۾ پرديسي ۽ جلاوطن سمجهي
منٿ ٿو ڪريان ته انهن جسماني برين خواهشن کان پري رهو، جيڪي
اوهان جي روح سان جنگ ٿيون جوٽين. (١٢) غير قومن ۾ پنهنجي هلت چلت
چڱي رکو، ته جيئن جيڪي اوهان تي بدڪار هئڻ جي تهمت ٿا هڻن سي
اوهان جا چڱا ڪم ڏسي انهيءَ ڏينهن تي خدا جي واکاڻ ڪن جڏهن
خداوند اچي عدالت ڪندو.

## حاڪمن ۽ مالڪن جي تابعداري ڪرڻ

(١٣) خداوند جي خاطر هر انساني اختياريءَ جا تابعدار رهو، مثال طور
شهنشاهه جا انهيءَ ڪري جو هو سڀني کان مٿانهون آهي. (١٤) اهڙيءَ طرح
گورنرن جا انهيءَ ڪري تابعدار رهو جو اهي شهنشاهه جا موڪليل آهن،
انهيءَ لاءِ ته بدڪارن کي سزا ڏين ۽ نيڪي ڪرڻ وارن جي ساراهه ڪن.
(١٥) ڇالاءِجو خدا جي مرضي اها آهي ته نيڪي ڪرڻ سان اوهين بيوقوف
ماڻهن جي نادانيءَ وارين ڳالهين کي ٻنجو ڏيئي ڇڏيو. (١٦) آزاد ماڻهن وانگر
زندگي گذاريو. پر پنهنجي انهيءَ آزاديءَ کي بڇڙائيءَ جو بهانو نه بڻايو،
بلڪ پاڻ کي خدا جا ٻانها سمجهو. (١٧) سڀني ماڻهن جي عزت ڪريو،
پنهنجي هم‌ايمان برادريءَ سان محبت رکو، خدا کان ڊڄو ۽ بادشاهه جو
احترام ڪريو.

---

٩:٢ خر ١٩:٥-٦، يس ٤٣:٢٠-٢١، شر ٤:٢٠، ٧:٦، ١٤:٢، طيط ٢:١٤، يس ٩:٢

١٠:٢ هوس ٢:٢٣

## ڏکن سهڻ ۾ مسيح جو نمونو

⑱اي نوڪرو! ڏاڍي ادب سان پنهنجن مالڪن جي تابع رهو، نه
رڳو نيڪن ۽ نرم طبيعت وارن جي، بلڪ سخت طبيعت وارن جي به.
⑲چالاڪِجو جيڪڏهن ڪو ماڻهو خدا کي ڄاڻيندي بي‌انصافيءَ جي ڪري
ڏک سهي ۽ تڪليفون برداشت ڪري ته اها ڳالهه تعريف جوڳي آهي.
⑳هن ڪري جو جيڪڏهن اوهان گناهه ڪري مار کاڌي ۽ صبر ڪيو ته
انهيءَ ۾ ڪهڙو فخر آهي؟ پر جيڪڏهن اوهين نيڪي ڪري ڏک پوڳيو ۽
صبر ڪريو ٿا ته اها ڳالهه خدا جي نظر ۾ تعريف جوڳي آهي. ㉑انهيءَ
ڳالهه لاءِ ئي اوهين سڏيا ويا آهيو، ڇالاڪِجو مسيح به اوهان جي خاطر ڏک
سهي اوهان کي هڪڙو نمونو ڏيئي ويو آهي، ته جيئن اوهين سندس نقشِ‌قدم
تي هلندا رهو. ㉒جهڙيءَ طرح لکيل آهي ته

”هن نڪي ڪو گناهه ڪيو
۽ نه ئي سندس وات مان
ڪا ٺڳيءَ جي ڳالهه نڪتي.“

㉓هو گاريون کائي به موٽ ۾ ڪنهن کي گار نه ڏيندو هو ۽ ڏک سهي
به ڪنهن کي ڪونه ڌمڪائيندو هو، بلڪ پاڻ کي سچي انصاف ڪرڻ
واري جي حوالي ڪندو هو. ㉔هو پاڻ اسان جا گناهه پنهنجي بدن تي کڻي
صليب تي چڙهيو، انهيءَ لاءِ ته اسين گناهن جي لحاظ کان مري سچائيءَ
جي خاطر جيئون. هن جي مار کائي زخمي ٿيڻ جي ڪري اوهان کي شفا
ملي. ㉕ڇالاڪِجو اڳي اوهين ڀٽڪيل رڍن وانگر هئا پر هاڻي پنهنجن روحن
جي ڌنار ۽ نگهبان وٽ موٽي آيا آهيو.

## زالن ۽ مڙسن لاءِ نصيحت

٣ ①اي زالون! ساڳيءَ طرح اوهين به پنهنجن مڙسن جون تابعدار رهو،
انهيءَ لاءِ ته جيڪڏهن انهن مان ڪي پاڪ ڪلام کي نه مڃيندا

٢٢:٢ يس ٥٣:٩ ٢٣:٢ يس ٥٣:٧ ٢٤:٢ يس ٥٣:٥ ٢٥:٢ يس ٥٣:٦
١:٣ اف ٥:٢٢، ڪل ٣:١٨

هجن ته اهي پنهنجين زالن جي هلت چلت جي ڪري، چوڻ کان سواءِ ئي
خدا جي طرف ڇڪجي اچن، ٢ يعني جڏهن اهي اوهان جي پاڪيزه ۽
ادب واري هلت چلت ڏسن. ٣ اوهان جو سينگار، وارن ڳتڻ، سونا زيور
پائڻ ۽ عمدن ڪپڙن ڏيکڻ وارو ظاهري سينگار نه هئڻ گهرجي. ٤ ان جي
بدران اوهان جي باطني انسانيت، حليم ۽ غريب طبيعت جي غيرفاني سينگار
سان سينگاريل هجي. خدا جي نظر ۾ انهيءَ جو وڏو قدر آهي. ٥ اڳئين
زماني ۾ به پاڪ عورتون جيڪي خدا ۾ اميد رکنديون هيون، سي پنهنجي
پنهنجي مڙس جون تابعدار رهي انهيءَ ريت پاڻ کي سينگارينديون هيون.
٦ اهڙيءَ طرح ساره ابراهيم جي حڪم ۾ رهندي هئي ۽ کيس پنهنجو
آقا چوندي هئي. اوهين به انهيءَ جون ڌيئر آهيو، بشرطيڪ نيڪي ڪريو ۽
ڪنهن به خوف جو شڪار نه ٿيو.
٧ اي مڙسو! اوهين به ساڳيءَ طرح پنهنجين زالن سان عقلمنديءَ سان
هلو. عورت ذات کي نازڪ سمجهي کيس عزت ڏيو ۽ ڄاڻو ته اهي به
اوهان جي زندگيءَ جي نعمت ۾ وارث آهن. ائين ڪرڻ سان اوهان جون
دعائون بي‌اثر نه ٿينديون.

## سچائيءَ خاطر ڏک سهڻ

٨ مطلب ته اوهين سڀيئي پاڻ ۾ هڪ دل ٿي گذاريو ۽ همدرد ٿيو. هڪ
ٻئي کي ڀائر سمجهي پيار ڪريو، نرم دل ۽ نماڻي طبيعت وارا ٿيو. ٩ بديءَ
جي عيوض بدي نه ڪريو ۽ گار جي بدران گار نه ڏيو، بلڪ اٽلندو دعا
ڪريو، ڇالاءِجو اوهين انهيءَ لاءِ سڏيا ويا آهيو ته برڪت جا وارث ٿيو.
١٠ جيئن پاڪ ڪلام ۾ لکيل آهي ته

"جيڪو به ڀائين ته حياتي سکي گذاريان
۽ ڇڱا ڏينهن ڏسان،
سو پنهنجي زبان کي بڇڙائيءَ کان
۽ پنهنجن چپن کي

---

٣:٢ ١.تم ٩:٢ ٣:٦ پيد ١٢:١٨ ٣:٧ اف ٥:٢٥، ڪل ٣:١٩
٣:١٠-١٢ زب ٣٤:١٢-١٦

تڳيءَ جهڙي ڳالهه ڪرڻ کان روڪي.
⑪ هو بدي ڪرڻ کان پاسو ڪري
۽ نيڪي ڪري.
هو صلح کي ڳولي لهي
۽ انهيءَ جي ڪڏ لڳي.
⑫ ڇالاءِجو خداوند جون اکيون سچارن تي آهن
۽ سندس ڪن انهن جي التجا تي.
پر جيڪي بدي ڪن ٿا،
خدا انهن کان منهن موڙي ٿو.“
⑬ جيڪڏهن اوهين نيڪي ڪرڻ ۾ سرگرم آهيو ته ڪير اوهان کي
ڏکوئيندو؟ ⑭ پر جي سچائيءَ جي ڪري ڪٽي ڏک سهو به ته اوهين سياڳا
آهيو. سو ماڻهن جي ڌمڪين کان نه ڊڄو، نڪي پريشان ٿيو. ⑮ پر مسيح
کي پنهنجين دلين ۾ خداوند ڄاڻي سندس احترام ڪريو. جيڪو ماڻهو
اوهان کان انهيءَ اميد جو سبب پڇي، جيڪا اوهان کي آهي ته ڪيس جواب
ڏيڻ لاءِ هميشه تيار رهو، مگر حليمائيءَ ۽ ادب سان. ⑯ پنهنجي نيت به
صاف رکو، انهيءَ لاءِ ته جيڪي ماڻهو اوهان کي مسيح جي پوئلڳ هئڻ
ڪري اوهان جي چڱي هلت چلت بنسبت گهٽ وڌ ٿا ڳالهائين، سي
پنهنجي انهيءَ بدگوئيءَ تي شرمندا ٿين. ⑰ ڇالاءِجو جيڪڏهن خدا جي اها
ئي مرضي هجي ته اوهين نيڪي ڪرڻ سبب ڏک سهو، ته اها ڳالهه بدي
ڪرڻ سبب ڏک سهڻ کان بهتر آهي.
⑱ تنهنڪري مسيح به هڪڙي ئي ڀيري اوهان جي گناهن جي ڪري
مئو يعني سچار گنهگارن لاءِ، انهيءَ لاءِ ته اوهان کي خدا تائين پهچائي. هو
جسم جي اعتبار کان ته ماريو ويو، پر روح جي اعتبار کان جيئرو ڪيو ويو.
⑲ انهيءَ روح واري حالت ۾ به هن وڃي انهن روحن وٽ تبليغ ڪئي جيڪي
قيد ۾ پيا هئا. ⑳ هي اهي هئا جن اڳي نافرماني ڪئي هئي. ان وقت نوح
جي زماني ۾ خدا صبر ڪري انتظار تي ڪيو ۽ ٻيڙو تيار پئي ٿيو. پر انهيءَ ۾
رڳو ٿورا ماڻهو، يعني اٺ ڄڻا پاڻيءَ منجهان بچي ويا. ㉑ انهيءَ جو صحيح

٣:١٤-١٥ مت ٥:١٠، يس ٨:١٢-١٣ ٣:٢٠ پيد ٦:١-٧:٢٤

مثال بپتسما آهي، جيڪا هاڻي به اوهان کي بچائي ٿي. بپتسما مان مراد اها ناهي ته بدن جي ميراڻ صاف ٿئي، بلڪ اها آهي ته نيڪنيتيءَ سان خدا جو طلبگار ٿجي. اها بپتسما عيسيٰ مسيح جي وري جي اٿڻ جي وسيلي اوهان کي بچائي ٿي. ⑳ هو آسمان ۾ ويو ۽ خدا جي ساڄي پاسي آهي، جتي ملائڪ، اختياريءَ وارا ۽ قدرتون سندس تابع ڪيون ويون آهن.

## خدا لاءِ جيئڻ

٤ ⓵ تنهنڪري، جڏهن ته مسيح جسماني طور ڏک سٺو، تڏهن اوهين به ساڳي طبيعت اختيار ڪري تيار ٿيو، ڇالاءِجو جنهن جسماني طور ڏک سٺو آهي تنهن گناهه کان بس ڪئي آهي. ⓶ مطلب ته هو اڳتي پنهنجي باقي جسماني زندگي انساني خواهشن موجب نه، بلڪ خدا جي مرضيءَ موجب گذاري. ⓷ ڇالاءِجو جيترو وقت اوهان غير قومن جي مرضيءَ موجب هلت ڪئي، يعني شهوتپرستيءَ، برين خواهشن، شرابخوريءَ، نشيبازيءَ، راڳ روپ ۽ ڪراهت جهڙي بتپرستيءَ ۾ گذاريو، ايترو ئي بس آهي. ⓸ انهن کي عجب ٿو لڳي ته هاڻي اوهين سندن اهڙي سخت بدچاليءَ جي دوڙ ۾ ساڻن شامل ڇو نه ٿا ٿيو، تنهنڪري هو اوهان جي گلا ٿا ڪن. ⓹ پر ڪين انهيءَ کي حساب ڏيڻو پوندو، جيڪو جيئرن ۽ مئلن جو انصاف ڪرڻ لاءِ تيار آهي. ⓺ انهيءَ ئي مطلب لاءِ مئلن کي به خوشخبري ٻڌائي ويئي هئي ته انهن جو جسماني طور ته ماڻهن وانگر انصاف ٿئي، پر روحاني طور اهي خدا وانگر جيئرا رهن.

⓻ سڀني شين جو خاتمو جلد ٿيڻ وارو آهي. تنهنڪري اوهين هوشيار رهو ۽ دعا گهرڻ لاءِ سجاڳ ٿيو. ⓼ سڀ کان وڌيڪ اهم ڳالهه هيءَ آهي ته هڪ ٻئي سان گهڻي محبت رکو، ڇالاءِجو محبت گهڻن ئي گناهن کي ڍڪي ٿي ڇڏي. ⓽ بنا ڪرڪڻ جي هڪ ٻئي جي مهماننوازي ڪريو. ⓾ هر ماڻهوءَ کي جيڪا نعمت ملي آهي سو انهيءَ نعمت کي، خدا جي فضل جي مختلف نعمتن جو چڱو مختيار ٿي هڪ ٻئي جي خدمت لاءِ ڪم آڻي. ⑪ جيڪڏهن ڪو ماڻهو پيغام ڏئي ته سندس پيغام اهڙو هجي

٨:٤ مثل ١٠:١٢

جھڙو خدا جو ڪلام آھي. جيڪڏھن ڪو خدمت ڪري تہ انھيءَ طاقت
موجب ڪري جيڪا خدا کيس بخشي ٿو، انھيءَ لاءِ تہ سڀني ڳالھين ۾
عيسيٰ مسيح جي وسيلي خدا جي واکاڻ ٿئي. سندس وڏائي ۽ بادشاھي
ھميشہ ھميشہ تائين قائم رھي. آمين.

## مسيحي ھئڻ سبب ڏک سھڻ

⑫ اي پيارا دوستو! مصيبت جي باھہ جيڪا اوھان جي آزمائش لاءِ
اوھان تي آئي آھي، تنھن بابت تعجب نہ ڪريو جو ڄڻ تہ ڪا عجيب
ڳالھہ اوھان تي اچي پيئي آھي. ⑬ پر جيئن جيئن اوھين مسيح جي ڏکن
۾ شريڪ ٿا ٿيو تيئن تيئن خوشي ڪريو، انھيءَ لاءِ تہ جڏھن سندس
جلال ظاھر ٿئي تڏھن اوھين ڏاڍا خوش ۽ سرھا ھجو. ⑭ جيڪڏھن مسيح
جي نالي جي ڪري اوھان کي بيعزت ڪيو ٿو وڃي تہ اوھين سڀاڳا
آھيو، ڇالاءِجو خداءِذوالجلال جي روح جي اوھان تي ڇانوَ آھي. ⑮ ائين
نہ ٿئي جو اوھان مان ڪو خوني، چور، بدڪار يا ٻين جي ڪمن ۾
دست‌اندازي ڪندڙ ٿي ڏک سھي. ⑯ پر جيڪڏھن ڪو ماڻھو مسيحي
ھئڻ سببان ڏک سھي تہ شرمندو نہ ٿئي، بلڪ انھيءَ نالي جي ڪري خدا
جي واکاڻ ڪندو رھي.

⑰ ھاڻي اھو وقت اچي پھتو آھي تہ خدا جي گھراڻي وٽان عدالت
شروع ٿئي. سو جيڪڏھن اھا اسان کان ئي شروع ٿئي ٿي تہ پڇاڙيءَ ۾
انھن جو ڇا حال ٿيندو جيڪي خدا جي خوشخبريءَ کي نہ ٿا مڃين؟
⑱ جيئن لکيل آھي تہ

”جيڪڏھن سچار کي ئي
وڏيءَ مشڪل سان ڇوٽڪارو ملندو،
تہ پوءِ بدڪارن ۽ گنھگارن جو
ڪھڙو حال ٿيندو؟“

⑲ تنھنڪري جيڪي خدا جي مرضيءَ موجب ڏک ٿا سھن، سي نيڪي
ڪرڻ سان پنھنجيون جانيون سچي خالق جي حوالي ڪن.

---

۱۸:۴ مثل ۱۱:۳۱

## خدا جو ڌڻ

٥ ① اوهان ۾ جيڪي بزرگ آهن تن کي آءٌ، جيڪو انهن بزرگن مان
هڪڙو مسيح جي ڏکن جو شاهد ۽ سندس جيڪو جلال ظاهر ٿيڻ
وارو آهي، تنهن ۾ پڻ شريڪ آهيان ، سو نصيحت ٿو ڪريان ته ② خدا
جو ڌڻ جيڪو اوهان جي سنڀال هيٺ آهي، تنهن کي اوهين چاريو ۽ انهيءَ
جي نگهباني ڪريو. هي ڪم جيئن خدا چاهي ٿو، تيئن خوشيءَ سان
ڪريو، نڪي لاچاريءَ سبب. دل جي شوق سان ڪريو، نڪي پيسي جي
لالچ تي. ③ جيڪي ماڻهو اوهان جي حوالي ڪيا ويا آهن تن تي حڪم
نه هلايو، بلڪ انهيءَ ڌڻ جي لاءِ پاڻ کي نمونو بڻايو. ④ پوءِ جڏهن وڏو
ڌنار ظاهر ٿيندو، تڏهن اوهان کي اهڙو جلويدار تاج ملندو جيڪو ڪڏهن
به جهڪو نه ٿيندو.
⑤ ساڳيءَ طرح اي جوانو! اوهين بزرگن جي تابع رهو. اوهين سڀيئي هڪ
ٻئي اڳيان نماڻائيءَ سان پهريل رهو، ڇالاءِجو لکيل آهي ته
”خدا مغرورن جي مخالفت ٿو ڪري،
پر نماڻن کي فضل ٿو بخشي.“
⑥ تنهنڪري خدا جي قدرت واري هٿ هيٺ پاڻ کي نماڻو ڪريو ته هو
اوهان کي مناسب وقت تي سربلند ڪري. ⑦ پنهنجي ساري ڳڻتي انهيءَ تي
رکو، ڇالاءِجو هن کي اوهان جو فڪر آهي.
⑧ هوشيار ۽ سجاڳ رهو. اوهان جو دشمن شيطان گجندڙ شينهن
وانگر چوڌاري گهمي وجهه پيو ڳولي ته ڪنهن کي ڦاڙي کائي. ⑨ اوهين
ايمان تي قائم رهي سندس مقابلو ڪريو، ڇالاءِجو اوهين ڄاڻو ٿا ته
اوهان جا ڀائر جيڪي سڄيءَ دنيا ۾ آهن، سي به اهڙن ئي ڏکن ۾ پيا
گذارين.
⑩ هاڻي خدا، جيڪو هر طرح جي فضل جو سرچشمو آهي ۽ جنهن
اوهان کي مسيح جا هئڻ ڪري پنهنجي دائمي عظمت ۾ شريڪ ٿيڻ جي
لاءِ سڏيو آهي، سو اوهان جي ٿوري وقت تائين ڏکن سهڻ کان پوءِ پاڻهي

٥:٢ يو ٢١:١٥–١٧ ٥:٥ مثل ٣:٣۴ ٥:٦ مت ٢٣:١٢، لو ١۴:١١، ١٨:١۴

اوهان کي ڪامل، قائم، مضبوط ۽ پڪو ڪندو. ⑪ انهيءَ جي بادشاهي
هميشہ هميشہ تائين رهي. آمين.

## آخر ۾ دعا سلام

⑫ آءٌ اوهان ڏانهن هي مختصر خط سيلاس جي معرفت لکي رهيو
آهيان، جنهن کي آءٌ وفادار ڀاءُ سمجهان ٿو. آءٌ چاهيان ٿو تہ اوهان کي
همٿايان ۽ شاهدي بہ ڏيان تہ خدا جو سچو فضل اهو ئي آهي. اوهين
انهيءَ تي قائم رهو.
⑬ اوهان سان گڏ چونڊيل ڪليسيا، جيڪا [1] بابل ۾ آهي سا اوهان
کي سلام ٿي ڏئي ۽ منهنجو فرزند مرقس بہ. ⑭ هڪ ٻئي کي پاڪائي پيار
سان ملي سلام ڪجو.
شل اوهان سڀني تي، جيڪي مسيح جا آهيو سلامتي هجي.

[1] بابل: هتي "بابل" مان مراد گهڻو ڪري "روم شهر" ورتي وڃي ٿي.

۱۲:۵ رس ۱۵:۲۲، ۴۰ ۱۳:۵ رس ۱۲:۱۲، ۲۵، ۱۳:۱۳، ۱۵:۳۷-۳۹،
ڪل ۴:۱۰، فلي ۲۴

# ٢.پطرس

## پطرس رسول جو ٻيو عام خط

### تعارف

پطرس رسول جو هي ٻيو عام خط مسيح تي شروعاتي دور ۾ ايمان آڻيندڙن ڏانهن آهي. ان جو مکيہ مقصد ڪوڙن استادن کان ڏنل غلط تعليم ۽ ان جي نتيجي ۾ انهيءَ ”بدڪارن جي گندي هلت چلت“ جي خلاف جهاد آهي. خط ۾ انهن مسئلن جو حل خدا ۽ خداوند عيسيٰ مسيح جي مڪمل ۽ سچي ڄاڻ ٻڌايو ويو آهي ۽ اها ڄاڻ انهن ماڻهن جي وسيلي ڏني ويئي آهي جن عيسيٰ مسيح کي ڏٺو ۽ ڪيس تعليم ڏيندي ٻڌو.

خط لکندڙ خاص طور انهن ماڻهن جي تعليم بابت فڪرمند آهي، جيڪي دعويٰ ڪن ٿا تہ عيسيٰ مسيح وري موٽي ڪونہ ايندو. ان جي برعڪس پطرس رسول تعليم ڏئي ٿو تہ مسيح جي واپس اچڻ ۾ دير انهيءَ ڪري ٿي ويئي آهي جو ”خدا نہ ٿو چاهي تہ ڪوبہ ناس ٿئي، بلڪ هو چاهي ٿو تہ سڀيئي توبهہ ڪن.“

### سِٽاءُ


پيش لفظ ١:١-٢
خدا جو سڏڻ ۽ چونڊڻ ١:٣-٢١
ڪوڙا استاد ٢:١-٢٢
مسيح جو آخر ۾ اچڻ ٣:١-١٨

# ٢.پطرس

## پطرس رسول جو ٻيو عام خط

١ (١)هي خط عيسيٰ مسيح جي ٻانهي ۽ رسول شمعون پطرس جي
طرفان انهن ڏانهن ٿو لکجي، جن اسان جي خدا ۽ ڇوٽڪاري ڏيندڙ
عيسيٰ مسيح جي سچائيءَ جي وسيلي اسان جهڙو قيمتي ايمان حاصل
ڪيو آهي.
(٢)شل خدا ۽ اسان جي خداوند عيسيٰ جي سڃاڻپ جي وسيلي اوهان
تي فضل ۽ سلامتي گهڻي کان گهڻي ٿيندي رهي.

### خدا جو سڏڻ ۽ چونڊڻ

(٣)خدا پنهنجي الاهي قدرت سان اهي سڀ شيون پنهنجي سڃاڻپ
جي وسيلي اسان کي ڏنيون آهن، جن جو تعلق زندگيءَ ۽ دينداريءَ سان
آهي. هن اسان کي انهيءَ لاءِ سڏيو آهي ته جيئن اسين ڪانئس عظمت
۽ نيڪي ماڻيون. (٤)اهڙيءَ طرح هن اسان سان نهايت وڏا ۽ قيمتي واعدا
ڪيا آهن، ته جيئن انهن جي وسيلي اوهين دنيا جي خرابيءَ کان بچي
وڃو، جيڪا برين خواهشن جي ڪري آهي ۽ الاهي ذات ۾ شريڪ ٿي
وڃو. (٥)سو انهيءَ ڪري اوهين تمام گهڻي ڪوشش ڪري پنهنجي ايمان
سان گڏ نيڪيءَ ۾ واڌارو آڻيو ۽ نيڪيءَ سان علم ۾، (٦)پنهنجي علم
سان پرهيزگاري، پرهيزگاريءَ سان صبر ۽ صبر سان دينداريءَ ۾ واڌارو آڻيو.
(٧)اوهين دينداريءَ سان ڀائيچارو ۽ ڀائيچاري سان محبت وڌايو. (٨)ڇالاءِجو
جيڪڏهن اهي خوبيون اوهان ۾ موجود هونديون ۽ وڌنديون رهنديون، ته
اهي اوهان کي اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح جي سڃاڻڻ ۾ بيڪار
۽ بيڦل ٿيڻ نه ڏينديون. (٩)پر جنهن ماڻهوءَ ۾ اهي خوبيون نه آهن، سو

ڪوتاهه نظر ۽ انڌو آهي. هو پنهنجن اڳوڻن گناهن جي ڌوپي صاف ٿيڻ
واري ڳالهه کي وساري ويٺو آهي.
⑩ تنهنڪري، اي ڀائرو ۽ ڀينرون! پنهنجي ڪوٺ ۽ چونڊ کي يقيني
بنائڻ لاءِ زياده ڪوشش ڪريو، ڇالاءِجو جيڪڏهن اوهين ائين ڪندا
ته ڪڏهن به ٿاٻو نه کائيندا. ⑪ اهڙيءَ طرح اوهين اسان جي خداوند ۽
ڇوٽڪاري ڏيندڙ عيسيٰ مسيح جي دائمي بادشاهت ۾ پوريءَ طرح داخل
ڪيا ويندا.
⑫ تنهنڪري آءٌ اوهان کي اهي ڳالهيون هميشه ياد ڏياريندو رهندس،
جيتوڻيڪ اوهان کي انهن جي خبر آهي ۽ انهيءَ سچائيءَ تي مضبوطيءَ سان
قائم آهيو، جيڪا اوهان کي مليل آهي. ⑬ آءٌ اها ڳالهه ضروري ٿو سمجهان
ته جيستائين آءٌ جيئرو آهيان تيستائين اوهان جي دلين کي اُڀارڻ لاءِ يادگيري
ڏياريندي هوشيار ڪندو رهان. ⑭ ڇالاءِجو آءٌ ڄاڻان ٿو ته منهنجي مرڻ جو
وقت ويجهو آهي، جيئن اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح به مون تي اهو ظاهر
ڪيو آهي. ⑮ سو آءٌ اها ئي ڪوشش ڪندس ته منهنجي مري وڃڻ کان
پوءِ اوهين هر وقت اهي ڳالهيون ياد رکي سگهو.

## مسيح جي عظمت جا اکين ڏٺا شاهد

⑯ جڏهن اسان اوهان کي پنهنجي خداوند عيسيٰ مسيح جي قدرت ۽
اچڻ جي خبر ڏني هئي، تڏهن بناوٽي آکاڻين تي ڪونه لڳا هئاسين. پر
سندس عظمت جا اکين ڏٺا شاهد هئاسين. ⑰ هائو، جڏهن عيسيٰ کي
خدا پيءُ عزت ۽ عظمت بخشي، تڏهن انهيءَ خداءِذوالجلال وٽان اتي هي
آواز آيو ته ”هي منهنجو پيارو فرزند آهي ۽ هن مان آءٌ گهڻو خوش آهيان.“
⑱ ان وقت اسين هن سان گڏ پاڪ جبل تي هئاسون ۽ اسان پاڻ اهو آواز
آسمان مان ايندي ٻڌو.
⑲ اهڙيءَ طرح اسان وٽ جيڪو نبين جو ڪلام آهي، سو وڌيڪ اعتقاد
جوڳو آهي. اوهين چڱو ٿا ڪريو جو انهيءَ تي ڌيان ٿا ڏيو، ڇالاءِجو
اهو هڪ ڏيئي وانگر آهي جيڪو اونداهيءَ جاءِ ۾ تيستائين روشني پيو

١:١٧-١٨ مت ١٧:١-٥، مر ٩:٢-٧، لو ٩:٢٨-٣٥

ڪري، جيستائين پرهه ڦٽي ۽ صبح جو تارو اوهان جي دلين ۾ چمڪي.
(٢٠) سيني ڳالهين کان پهريائين هي ڄاڻي ڇڏيو ته پاڪ ڪتاب ۾ نبين
جي ڪابه ڳالهه ڪنهن جي به ذاتي مطلب سان نه ٿي ٿئي، (٢١) ڇالاءِجو
نبين جي ڪابه ڳالهه ڪڏهن به انسان جي پنهنجي مرضيءَ موجب
ڪانه ٿي، بلڪ ماڻهو پاڪ روح جي رهنمائيءَ سان خدا جي طرفان
ڳالهائيندا هئا.

## ڪوڙا استاد

٢ (١) پر جيئن ته بني اسرائيل ۾ پڻ نبي سڏائيندڙ هئا جيڪي حقيقي نبي
نه هئا، تيئن اوهان ۾ به ڪوڙا استاد پيدا ٿيندا. اهي ڳجهه ڳوهه ۾
برباد ڪندڙ بدعتون شروع ڪندا. ايتري قدر جو انهيءَ مالڪ جو به انڪار
ڪندا، جنهن کين خريد ڪيو آهي. ائين هو پاڻ کي جلد ئي برباد ڪري
ڇڏيندا. (٢) ڪيترا ئي ماڻهو انهن جي شهوتپرستيءَ جي پيروي ڪندا، جن
جي ڪري حق جي راهه جي بدنامي ٿيندي. (٣) اهي لالچ جي ڪري بناوٽي
ڳالهيون ٺاهي اوهان مان ناجائز فائدو حاصل ڪندا. گهڻو وقت اڳي انهن
تي جنهن سزا جو حڪم ٿي چڪو هو، تنهن جي اچڻ ۾ دير ڪانهي
۽ سندن بربادي ويجهي آهي.
(٤) ڇالاءِجو خدا گناهه ڪندڙ ملائڪن کي به نه بخشيو، بلڪ کين
دوزخ ۾ وڌائين ۽ اونداهين غارن ۾ بند ڪيائين، انهيءَ لاءِ ته عدالت جي
ڏينهن تائين قيد ۾ رهن. (٥) خدا پراڻي زماني جي ماڻهن کي به نه بخشيو،
بلڪ انهيءَ بدڪار دنيا تي طوفان آندائين ۽ رڳو سچائيءَ جي تبليغ ڪندڙ
نوح ۽ ٻين ستن ڄڻن کي بچايائين. (٦) خدا سدوم ۽ عموراه جي شهرن
کي بربادي جي سزا ڏيئي ساڙي رک ڪري ڇڏيو، انهيءَ لاءِ ته اهي ايندڙ
زماني جي بدڪارن لاءِ عبرت جو مثال ٿين. (٧) خدا لوط کي بچائي ورتو،
جيڪو سچار شخص هو ۽ بدڪارن جي گندي هلت چلت کان تنگ ٿيو
هو. (٨) ڇالاءِجو اهو سچار ماڻهو انهن ۾ رهي هر روز انهن جا غير شرعي
ڪم ڏسي ۽ ٻڌي پنهنجي سچيءَ دل ۾ پيو پريشان ٿيندو هو. (٩) سو خداوند

٥:٢ پيد ٦:١–٧:٢٤   ٦:٢ پيد ١٩:٢٤   ٧:٢ پيد ١٩:١–١٦

ڄاڻي ٿو ته ديندارن کي آزمائش کان ڪيئن بچائي ۽ بدڪارن کي عدالت
جي ڏينهن تائين ڪهڙيءَ طرح سزا هيٺ رکي، ⑩ خاص ڪري انهن کي
جيڪي جسم جي ناپاڪ خواهشن جي پيروي ٿا ڪن ۽ خدا جي اختياريءَ
کي ڪين جهڙو ٿا ڄاڻن.
اُهي اهڙا ته گستاخ ۽ هٺيلا آهن جو عظيم آسماني هستين جي گلا ڪرڻ
کان به نه ٿا ڊڄن. ⑪ جيتوڻيڪ ملائڪ انهن ڪوڙن استادن کان طاقت ۽
قدرت ۾ وڌيڪ آهن، سي به خداوند جي اڳيان انهن تي گلا جهڙي تهمت
نه ٿا هڻن. ⑫ پر اهي ماڻهو بيعقل جانورن وانگر آهن، جيڪي رڳو پڪڙجڻ
۽ ناس ٿيڻ لاءِ پيدا ٿيا آهن ۽ جن ڳالهين کان ناواقف آهن تن جي باري ۾
ڪفر ٿا بڪن. اهي جانورن وانگر ناس ٿي ويندا.
⑬ جيڪا برائي هنن ڪئي آهي، تنهن جو بدلو ڪين برائيءَ سان ڏنو ويندو.
اهي ڏينهن ڏني جو عيش عشرت ڪندي خوش ٿا ٿين. اهي ماڻهو اوهان ۾
داغ ۽ عيب آهن، جيڪي اوهان سان گڏ کائيندي پيئندي پنهنجي دغابازين
سان وڃي موجون پيا ماڻين. ⑭ انهن جي اکين مان زناڪاري پيئي ظاهر
ٿئي ۽ گناهه ڪرڻ کان بس نه ٿا ڪن. جيڪي ماڻهو ثابتقدم نه آهن، تن
کي هو ڦاسايو ٿا وٺن. اهي لالچ جا ماهر ۽ لعنتي ٻار آهن. ⑮ اهي سنئون
رستو ڇڏي گمراهه ٿي ويا آهن ۽ بعور جي پٽ بلعام جي پيروي ٿا ڪن،
جنهن کي بڇڙائيءَ جي مزوري پسند هوندي هئي. ⑯ پر هن پنهنجي قصور
جي ڪري پاڻ تي اها لعنت ڪئي جو هڪ گگدام گڏهه، انسان وانگر
ڳالهائي بلعام کي چريائيءَ کان روڪي ڇڏيو.
⑰ اهي ماڻهو اهڙا چشما آهن، جن جو پاڻي سڪي ويو آهي ۽ اهي اهڙو
ڪوهيڙو آهن، جنهن کي طوفان اڏائي ڇڏيو آهي. انهن جي لاءِ گهُگهه
اونداهي رکي ويئي آهي. ⑱ ڇالاءِجو اهي مغروريءَ جون نهايت بيهوديون
ڳالهيون ڪري، شهوتپرستيءَ جي وسيلي انهن ماڻهن کي جسماني خواهشن
۾ ڦاسائين ٿا، جيڪي گمراهه ٿيل ماڻهن کان هاڻي آزاد ٿيا آهن. ⑲ هو انهن
کي آزاديءَ جو واعدو ته ڏين ٿا، پر پاڻ بڇڙائيءَ جا غلام بڻيا وتن. ڇالاءِجو
جيڪا شيءِ انسان تي غالب اچي ٿي ته انسان انهيءَ جو غلام ٿي وڃي ٿو.

٢:١٥-١٦ ڳا ٢٢:٣-٣٥

⑳سو جيڪي ماڻهو اسان جي خداوند ۽ ڇوٽڪاري ڏيندڙ عيسيٰ مسيح
جي سڃاڻپ جي ڪري دنيا جي بڇڙاين کان بچي ويا آهن، جيڪڏهن
اهي وري انهن ۾ ڦاسي پون ته انهن جي پوئين حالت اڳينءَ کان به وڌيڪ
خراب ٿيندي. ㉑ چالاءِ جو انهن سچائيءَ جي واٽ کي ڄاتو ته سهي پر
انهيءَ پاڪ حڪم کان ڦري ويا، جيڪو کين سونپيو ويو هو. تنهنڪري
انهن لاءِ سٺو ٿئي ها جو اهي ان واٽ کي ڄاڻن ئي نه ها. ㉒ هي سچو
پهاڪو انهن سان لاڳو ٿو ٿئي ته

”ڪتو الٽي ڪري وري انهيءَ ڏانهن ٿو موٽي،
۽ وهنتل سوئر وري وڃيو گپ ۾ ليٽي.“

## خداوند جي ٻيهر اچڻ جو واعدو

٣ ① اي عزيزو! هاڻي آءٌ اوهان ڏانهن هي ٻيو خط ٿو لکان. ٻنهي
خطن ۾ اوهان کي يادگيري ڏياري، اوهان جي سچيءَ دل کي اُڀارڻ
جي ڪوشش ڪئي اٿم. ② آءٌ چاهيان ٿو ته اوهين انهن ڳالهين کي،
جيڪي پاڪ نبي اڳي ڪري ويا آهن ۽ اسان جي خداوند ۽ ڇوٽڪاري
ڏيندڙ جي انهيءَ حڪم کي ياد رکوم جيڪو اوهان کي رسولن جي وسيلي
ڏنو ويو هو.

③ سڀ کان پهريائين اوهان کي اهو ڄاڻڻ گهرجي ته آخري ڏينهن ۾
اهڙا ٺٺوليون ڪندڙ ايندا، جيڪي پنهنجين برين خواهشن موجب هلندا.
④ اهي چوندا ته ”انهيءَ وري اچڻ جو واعدو نه ڪيو هو ڇا؟ پوءِ هو
ڪٿي آهي؟ چالاءِ جو جڏهن کان اسان جا ابا ڏاڏا مري ويا آهن، تڏهن
کان وٺي سڀ ڪجهه ائين ئي پيو هلي جيئن دنيا جي پيدا ٿيڻ وقت
هو.“ ⑤ پر هيءَ ڳالهه انهن ڄاڻي ٻجهي وساري ڇڏي آهي ته خدا جي
حڪم سان پراڻي زماني کان آسمان موجود آهن ۽ زمين پاڻيءَ منجهان
نهي ۽ پاڻيءَ جي وچ ۾ آهي. ⑥ پاڻيءَ جي وسيلي انهيءَ زماني جي دنيا
پاڻيءَ ۾ ٻڏي ڇٽ ٿي ويئي. ⑦ انهيءَ ساڳئي حڪم جي وسيلي موجوده
آسمان ۽ زمين انهيءَ لاءِ بچائي رکيا ويا آهن ته ساڙيا وڃن. اهي عدالت

٢:٢٢ مثل ٢٦:١١ ٣:٣ يهو ١٨ ٣:٥ پيد ١:٦-٩ ٣:٦ پيد ٧:١١

جي ڏينهن تائين موجود رهندا، جنهن ڏينهن بدڪار ماڻهن کي ناس
ڪيو ويندو.
⑧ پر اي عزيزو! هيءَ ڳالهه ڪڏهن به نه وسارجو ته خداوند جي اڳيان
هڪڙو ڏينهن هزار سالن جي برابر آهي ۽ هزار سال هڪڙي ڏينهن جي
برابر. ⑨ خداوند پنهنجي واعدي پوري ڪرڻ ۾ دير ڪين ڪندو آهي،
جهڙي دير ڪي ماڻهو سمجهن ٿا. پر هو اوهان جي باري ۾ صبر ڪري
ٿو، انهيءَ ڪري جو هو نه ٿو چاهي ته ڪوبه ناس ٿئي، بلڪ هو چاهي
ٿو ته سڀئي توبهه ڪن.
⑩ پر خداوند جو ڏينهن چور وانگر اوچتو ايندو. انهيءَ ڏينهن آسمان
وڏي ڪڙڪي سان گم ٿي ويندا، آسماني شيون سخت باهه جي ڪري
ڳري ويندديون ۽ زمين ۽ جيڪي ڪجهه مٿس آهي سو سڀ سڙي ويندو.
⑪ جڏهن ته هي سڀ شيون اهڙيءَ طرح ڳري وڃڻيون آهن، تڏهن اوهان
کي ڪهڙي قسم جو ماڻهو ٿيڻ گهرجي؟ اوهان کي گهرجي ته اوهين پاڪ
۽ دينددار زندگي گذاريو. ⑫ان سان گڏ اوهان کي خدا جي انهيءَ ڏينهن
جي اچڻ جو انتظار ڪرڻ گهرجي، بلڪ انهيءَ ڏينهن جي جلد اچڻ جو
سبب بڻجڻ گهرجي. انهيءَ ڏينهن جي اچڻ ڪري آسمان باهه ۾ سڙي ڳري
ويندا ۽ آسماني شيون سخت گرميءَ جي ڪري پگهرجي ويندديون. ⑬ پر
خدا جي ڪيل واعدي موجب اسين نئين آسمان ۽ نئين زمين جي انتظار
۾ آهيون، جن ۾ سچائي رهي ٿي.
⑭ تنهنڪري اي عزيزو! جڏهن ته اوهين انهن ڳالهين جو انتظار پيا
ڪريو، تڏهن ڪوشش ڪريو ته خدا اوهان کي صلح جي حالت ۾
بي‌داغ ۽ بي‌عيب ڏسي. ⑮اسان جي خداوند جي صبر کي ڇوٽڪارو
ڪري سمجهو، جهڙيءَ طرح اسان جي پياري ڀاءُ پولس به انهيءَ ڏاهپ
سان اوهان ڏانهن لکيو آهي، جيڪا کيس عطا ٿيل آهي. ⑯ هن پنهنجي
سڀني خطن ۾ انهن ڳالهين بابت اهڙي ئي نموني ذڪر ڪيو آهي. هن
جي خطن ۾ ڪي ڳالهيون اهڙيون به آهن جن جو سمجهڻ مشڪل

٨:٣ زبور ٩٠:٤ ١٠:٣ مت ٢٤:٤٣، لو ١٢:٣٩، ١.ٿس ٥:٢، مڪا ١٦:١٥
١٣:٣ يس ٦٥:١٧، ٦٦:٢٢، مڪا ٢١:١

آهي ۽ جاهل ۽ جيڪي ثابت‌قدم نه ٿا رهن، سي انهن جي معنيٰ کي
به ٻين پاڪ ڪتابن وانگر ڦيرائي ابتي پيا ڪن. اهڙيءَ طرح اهي پنهنجي
لاءِ تباهي ٿا پيدا ڪن.
١٧ تنهنڪري اي عزيزو! جڏهن ته اوهان کي انهن ڳالهين جي اڳي
ئي خبر آهي، تڏهن خبردار رهو، ائين نه ٿئي جو اوهين بدڪار ماڻهن جي
گمراهيءَ ڏانهن ڇڪجي پنهنجي ثابت‌قدميءَ کي ڇڏي ڏيو. ١٨ پر اوهين
اسان جي خداوند ۽ ڇوٽڪاري ڏيندڙ عيسيٰ مسيح جي فضل ۽ سڃاڻپ
جي وسيلي وڌندا رهو. شل انهيءَ جي واکاڻ هاڻي به ٿئي ۽ هميشه تائين
ٿيندي رهي. آمين.

# ١ .يوحنا

## يوحنا رسول جو پهريون عام خط

### تعارف

يوحنا رسول جي هن پهرين عام خط جا ٻه خاص مقصد آهن، هڪ ته پنهنجي پڙهندڙن کي خدا ۽ سندس فرزند عيسيٰ مسيح سان رفاقت ۾ رهڻ لاءِ همٿائجي ۽ ٻيو ته انهن کي خبردار ڪجي ته اها رفاقت غلط تعليم تي عمل ڪرڻ سان تباهه ٿي ويندي. اها تعليم انهيءَ غلط عقيدي تي ٻڌل هئي ته ”ماديت سان ڪنهن به قسم جو تعلق رکڻ سان بڇڙائي پيدا ٿئي ٿي ۽ اهڙيءَ طرح عيسيٰ مسيح، خدا جو فرزند حقيقت ۾ انساني صورت ۾ ڪونه آيو.“ اهڙي تعليم ڏيندڙن جي دعويٰ هئي ته ”جيڪڏهن بچڻ چاهيو ٿا ته هن مادي دنيا کان لاڳاپا ٽوڙيو.“ هو اهو به سيکاريندا هئا ته ”نيڪ اخلاق ۽ هڪٻئي سان پيار رکڻ سان ڇوٽڪاري جو ڪوبه واسطو ڪونهي.“

انهيءَ غلط تعليم جي برعڪس خط لکندڙ واضح ٿو ڪري ته عيسيٰ مسيح حقيقت ۾ هڪ انسان ئي هو. يوحنا رسول انهيءَ ڳالهه تي زور ڏئي ٿو ته جيڪي به عيسيٰ مسيح تي ايمان آڻين ٿا ۽ خدا سان پيار ڪن ٿا، تن کي هڪٻئي سان محبت ڪرڻ گهرجي.

## سٽاءُ


| | |
|---|---|
| پيش لفظ | ١ : ١–٤ |
| روشنيءَ ۾ اونداهي | ١:٥–٢:٢٩ |
| خدا جا ٻارءَ شيطان جا ٻار | ٣:١–٢٤ |
| سچا ۽ ڪوڙا روح | ٤:١–٦ |
| پيار لاءِ تاڪيد | ٤:٧–٢١ |
| ايمان جي فتح | ٥:١–٢١ |


# ١.يوحنا

## يوحنا رسول جو پهريون عام خط

### زندگيءَ جو ڪلام

١ (١) اوهان ڏانهن اسين زندگيءَ جي ڪلام بابت لکون ٿا، جيڪو
شروعات کان وٺي هو. اسان اهو ٻڌو ۽ پنهنجين اکين سان ڏٺو آهي.
هائو، اسان نه رڳو ڏٺو آهي بلڪ پنهنجن هٿن سان ڇهيو به آهي. (٢) ڇالاءِجو
اها ئي ته زندگي هئي، جيڪا پيءُ سان هئي ۽ اسان تي ظاهر ٿي. اسان اها ڏٺي
۽ ان جا اکين ڏٺا شاهد آهيون. (٣) جيڪي به اسان ڏٺو ۽ ٻڌو آهي، سو اوهان
کي ٻڌايون ٿا ته جيئن اوهين اسان سان انهيءَ صحبت ۾ شامل ٿيو، جيڪا
اسان کي پيءُ ۽ سندس فرزند عيسيٰ مسيح سان آهي. (٤) هي ڳالهيون اسين
انهيءَ لاءِ لکي رهيا آهيون ته جيئن اسان کي پوري پوري خوشي حاصل ٿئي.

### روشنيءَ ۾ هلڻ

(٥) هاڻي، جيڪو پيغام اسان سندس فرزند کان ٻڌو آهي، سو اوهان کي

١:١ يو ١:١ ٢:١ يو ١:١٤

ڏيون ٿا ته ”خدا روشني آهي ۽ منجهس اونده ته اصل آهي ئي ڪانه.“
⑥ پوءِ جيڪڏهن اسان جي خدا سان صحبت آهي ۽ هلون وري اونده ۾ ، ته اسين ڪوڙ ٿا ڳالهايون ۽ سچ تي عمل نه ٿا ڪريون. ⑦ پر جيڪڏهن اسين روشنيءَ ۾ هلون ٿا، جيئن خدا پاڻ به روشنيءَ ۾ آهي، ته پوءِ اسان جي هڪ ٻئي سان صحبت آهي ۽ سندس فرزند عيسيٰ مسيح جو رت اسان کي سيني گناهن کان پاڪ ڪري ٿو ڇڏي.
⑧ جيڪڏهن اسين چئون ته اسان ۾ گناه ڪونه آهي، ته پوءِ اسين پاڻ کي ٺڳيون ٿا ۽ اسان ۾ سچائي ڪانهي. ⑨ پر جيڪڏهن اسين پنهنجا گناه باسينداسين ته خدا پنهنجو واعدو پاڙيندو ۽ انصاف ڪري اسان جا گناه معاف ڪندو ۽ اسان کي ساريءَ بڇڙائيءَ کان پاڪ ڪري ڇڏيندو.
⑩ جيڪڏهن اسين چئون ته اسان گناه ڪونه ڪيو آهي، تڏهن اسين ڄڻ خدا کي ڪوڙو ٿا ڪريون ۽ اسان ۾ سندس ڪلام موجود نه آهي.

## مسيح اسان جو مددگار

**٢** ① منهنجا پيارا ٻارو، آءٌ هي اوهان ڏانهن انهيءَ لاءِ لکي رهيو آهيان، ته جيئن اوهين گناه نه ڪريو. پر جيڪڏهن ڪو شخص گناه ڪري تو ته پيءُ وٽ اسان جو هڪڙو مددگار موجود آهي يعني عيسيٰ مسيح، جيڪو انصاف ڪرڻ وارو آهي. ② مسيح پاڻ اهڙي قرباني آهي، جيڪا اسان جا گناه ڪٽي وجي ٿي، نه رڳو اسان جا پر سڄي جهان جا گناه.
③ جيڪڏهن اسين خدا جي حڪمن تي عمل ڪنداسين، ته پوءِ اسان کي يقين ٿي ويندو ته اسين کيس سڃاڻون ٿا. ④ جيڪڏهن ڪو ماڻهو چوي ته ”آءٌ خدا کي سڃاڻان ٿو،“ پر سندس حڪمن تي عمل نه ٿو ڪري ته اهو شخص ڪوڙو آهي ۽ هن ۾ سچائي اصل ڪانه آهي. ⑤ پر جيڪو هن جي ڪلام تي عمل ڪري ٿو، ته بيشڪ انهيءَ شخص ۾ خدا جي محبت ڪامل ٿي آهي. انهيءَ مان اسان کي يقين آهي ته اسين خدا سان ڳڏجي هڪ ٿي ويا آهيون. ⑥ جيڪو چوي ٿو ته ”آءٌ خدا سان ڳڏجي هڪ ٿي ويو آهيان،“ تنهن کي اهڙيءَ طرح هلڻ گهرجي جهڙيءَ طرح مسيح پاڻ هلندو هو.

## نئون حڪم

(٧) پيارا ٻائرو ۽ ڀينرون، آءٌ اوهان ڏانهن ڪو نئون حڪم نه پر اهو پراڻو
حڪم لکان ٿو، جيڪو شروعات کان وٺي اوهان وٽ هو. هي پراڻو حڪم
اهو پيغام آهي، جيڪو اوهين ٻڌي چڪا آهيو. (٨) تڏهن به جيڪو حڪم
آءٌ اوهان ڏانهن لکي رهيو آهيان، سو نئون آهي. انهيءَ جي سچائي مسيح ۽
اوهان ٻنهي ۾ ڏسجي ٿي. ڇاڪاڻ‌ته اونداهي گذرندي ٿي وڃي ۽ حقيقي
روشني اڳيئي چمڪي رهي آهي.

(٩) جيڪو دعويٰ ٿو ڪري ته ”آءٌ روشنيءَ ۾ آهيان.“ پر پنهنجي همايمان
سان دشمني ٿو ڪري، سو اڃا تائين اونداهيءَ ۾ آهي. (١٠) جيڪو پنهنجي
همايمان سان پيار ٿو ڪري، سو روشنيءَ ۾ ٿو رهي ۽ هن ۾ اهڙي ڪابه
شيءِ نه آهي جيڪا ڪيس گمراهه ڪري. (١١) پر جيڪو پنهنجي همايمان
سان دشمني ٿو ڪري، سو اوندهه ۾ آهي ۽ اوندهه ۾ گهمي ٿو. ڪيس
خبر نه آهي ته ڪيڏانهن ٿو وڃان، ڇاڪاڻ‌ته اوندهه سندس اکين کي
انڌو ڪري ڇڏيو آهي.

(١٢) اي منهنجا پيارا ٻارو! آءٌ اوهان ڏانهن انهيءَ لاءِ ٿو لکان، جو مسيح
جي نالي جي ڪري اوهان جا گناهه معاف ڪيا ويا آهن. (١٣) اي پوڙهو! آءٌ
اوهان ڏانهن انهيءَ لاءِ لکي رهيو آهيان، جو اوهان انهيءَ کي سڃاتو آهي،
جيڪو شروعات کان وٺي آهي.

اي نوجوانو! آءٌ اوهان ڏانهن انهيءَ لاءِ لکي رهيو آهيان، جو اوهين شيطان
تي فتحياب ٿيا آهيو.

(١٤) اي پيارا ٻارو! مون اوهان ڏانهن انهيءَ ڪري لکيو آهي، جو اوهان
پيءُ کي سڃاتو آهي.

اي پوڙهو! مون اوهان ڏانهن انهيءَ ڪري لکيو آهي، جو اوهان انهيءَ کي
سڃاتو آهي جيڪو شروعات کان وٺي آهي.

اي نوجوانو! مون اوهان ڏانهن انهيءَ ڪري لکيو آهي، جو اوهين مضبوط
آهيو ۽ شيطان تي فتحياب ٿيا آهيو.

---

٢:٧ يو ١٣:٣٤

## دنيا سان پيار نه ڪريو

(١٥) نه دنيا سان پيار ڪريو، نڪي انهن شين سان جيڪي دنيا جون آهن.
جيڪڏهن ڪنهن کي دنيا سان پيار آهي ته انهيءَ ۾ پيءُ جو پيار ڪونه آهي.
(١٦) ڇاڪاڻ ته جيڪي ڪجهه دنيا جو آهي، يعني خراب انساني خواهش،
نظر جو گناهه، دنياوي مغروري، سي پيءُ جي طرفان نه آهن پر دنيا جي طرفان
آهن. (١٧) دنيا ۽ سندس موهيندڙ شيون فنا ٿينديون ٿيون وڃن، پر جيڪو خدا
جي مرضيءَ موجب هلي ٿو تنهن کي دائمي زندگي ملي ٿي.

## مسيح جا دشمن

(١٨) پيارا ٻارو، هي آخري وقت آهي. جيئن ته اوهان ٻڌو آهي ته مسيح جو
هڪ دشمن اچڻ وارو آهي، تيئن ئي هاڻي مسيح جا ڪيترا ئي دشمن ظاهر
ٿي چڪا آهن، جنهن مان اسان کي خبر پوي ٿي ته هيءُ ئي آخري وقت
آهي. (١٩) مسيح جا اِهي دشمن نڪتا ته اسان منجهان ئي آهن، پر حقيقت ۾
اهي اسان منجهان نه هئا. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن هو اسان منجهان هجن ها
ته اسان سان گڏ رهن ها. هو اسان کي انهيءَ لاءِ ڇڏي ويا ته جيئن ظاهر ٿئي
ته انهن مان ڪنهن جو به اسان سان ڪو واسطو ڪونه هو.
(٢٠) اوهان ۾ پاڪ روح وڌو ويو آهي، تنهنڪري اوهان سڀني کي سچائيءَ
جي خبر آهي. (٢١) مون اوهان ڏانهن هن ڪري نه لکيو آهي ته اوهين کي
سچ کان بي‌خبر آهيو. اوهين ته چڱيءَ طرح سچ کي ڄاڻو ٿا، پر مون انهيءَ
لاءِ لکيو آهي ته ڪوبه ڪوڙ سچ مان نه ٿو نڪري.
(٢٢) ته پوءِ ڪير ڪوڙو آهي؟ سواءِ انهيءَ جي جيڪو انڪار ڪري چوي
ٿو ته ”عيسيٰ اهو مسيح نه آهي.“ اِهو ئي مسيح جو دشمن آهي، ڇوته هو
پيءُ ۽ سندس فرزند ٻنهي جو انڪار ڪري ٿو. (٢٣) جيڪو فرزند کي مڃي
ٿو تنهن وٽ پيءُ به آهي، پر جيڪو فرزند کي نه ٿو مڃي تنهن وٽ پيءُ به
نه آهي. (٢٤) جيڪو ڪجهه اوهان کي شروع ۾ ٻڌايو ويو آهي، سو اوهان
جي دلين ۾ رهڻ گهرجي. جيڪڏهن اهو اوهان کي ياد رهيو ته اوهين به
پيءُ ۽ سندس فرزند ٻنهي سان گڏجي هڪ ٿي ويندا. (٢٥) هيءُ اُهو واعدو

آهي جيڪو مسيح اسان سان ڪيو آهي، يعني دائمي زندگي. (٢٦) مون هي
ڳالهيون اوهان ڏانهن انهن ماڻهن بابت لکيون آهن، جيڪي اوهان کي
گمراهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. (٢٧) پر اوهان ۾ ته مسيح پاڪ روح وڌو
آهي، جيڪو اوهان ۾ رهي ٿو ۽ اوهان کي انهيءَ جي ضرورت ڪانهي ته
ڪو اوهان کي سيکاري. پر هن جو پاڪ روح اوهان کي سڀني ڳالهين بابت
سيکاري ٿو. اهو سچو آهي ۽ ڪوڙو ڪونهي. جيئن هن اوهان کي سيکاريو
آهي، تيئن اوهين مسيح ۾ قائم رهندا اچو.

## خدا جا ٻار

(٢٨) هاڻي اي ننڍڙا ٻارو! مسيح سان گڏجي هڪ ٿي قائم رهندا اچو
ته جڏهن هو ظاهر ٿئي، تڏهن اسان کي همت هجي ۽ اسين سندس
اچڻ مهل هن جي اڳيان شرمندا نه ٿيون. (٢٩) اوهين ڄاڻو ٿا ته خدا سچار
آهي، ته پوءِ اها به خبر اٿوَ ته جيڪو به سچائيءَ جا ڪم ٿو ڪري سو
هن مان پيدا ٿيو آهي.

**٣**
(١) ڏسو، پيءُ جو اسان سان ڪيترو نه پيار آهي. هن جو اسان سان
ايترو ته پيار آهي جو اسين خدا جا ٻار ٿا سڏجون ۽ حقيقت ۾ اسين
آهيون به. اِهو ئي سبب آهي جو دنيا اسان کي نه ٿي سڃاڻي، ڇالاءِجو
هن کيس به نه سڃاتو آهي.
(٢) پيارا يارو ۽ پينرون، هاڻي اسين خدا جا ٻار آهيون ۽ اڃا اها ڳالهه ظاهر
ڪانه ٿي آهي ته اسين ڇا ٿينداسين. پر ايترو ڄاڻون ٿا ته جڏهن مسيح ظاهر
ٿيندو ته اسين به هن جهڙا ٿي پونداسين، ڇالاءِجو اسين کيس ائين ڏسنداسين
جيئن هو حقيقت ۾ آهي. (٣) جنهن کي به مسيح ۾ اهڙي اميد آهي، سو
پاڻ کي اهڙو پاڪ ڪري جهڙو مسيح پاڪ آهي.
(٤) جيڪو به گناهه ڪري ٿو سو خدا جي قانون جي ڀڃڪڙي ڪرڻ جو
ڏوهدار آهي، ڇاڪاڻ‌ته گناهه خدا جي قانون جي ڀڃڪڙي آهي. (٥) اوهان
کي خبر آهي ته مسيح انهيءَ لاءِ ظاهر ٿيو هو ته جيئن گناهن کي ڪٽي وڃي
۽ منجهس گناهه ته اصل آهي ئي ڪونه. (٦) جيڪو منجهس قائم رهي ٿو،

١:٣ يو ١٢:١ ٥:٣ يو ٢٩:١

سو گناھہ نہ ڪندو آهي، جيڪو گناھہ ڪندو آهي تنهن نہ ڪيس ڏٺو آهي
۽ نڪي ڪيس سڃاتو آهي.
(٧) پيارا ٻارو، متان ڪو اوهان کي گمراھہ ڪري. جيڪو سچا ڪم
ڪندو رهي ٿو سو سچار آهي، جيئن مسيح پاڻ سچار آهي. (٨) جيڪو
گناھہ ڪري ٿو سو شيطان مان آهي، ڇاڪاڻ تہ شيطان شروع کان وٺي
گناھہ ڪندو ٿو اچي. خدا جو فرزند انهيءَ لاءِ ظاهر ٿيو تہ جيئن شيطان
جي ڪمن کي ناس ڪري.
(٩) جيڪو خدا جو ٻار آهي سو گناھہ نہ ڪندو آهي، ڇالاءِجو خدا
جي فطرت منجهس رهي ٿي. جيئن تہ هو خدا مان پيدا ٿيل آهي تنهنڪري
هو گناھہ ڪري ئي نہ سگهندو. (١٠) انهيءَ مان اسان کي خبر پوي ٿي تہ
ڪير خدا جا ۽ ڪير شيطان جا ٻار آهن. ڇالاءِجو جيڪو سچائي نہ
ٿو ڪري سو خدا جو ٻار نہ آهي ۽ نڪي اهو جو پنهنجي ڀاءُ ڀيڻ سان
پيار نہ ٿو ڪري.

## هڪ ٻئي سان پيار

(١١) جيڪو پيغام اوهان شروعات کان ٻڌو آهي، سو هي آهي تہ اسان کي
هڪ ٻئي سان پيار ڪرڻ گهرجي. (١٢) اوهين قابيل وانگر نہ ٿجو، جيڪو
شيطان جو هو ۽ پنهنجي ڀاءُ جو خون ڪيائين. هن پنهنجي ڀاءُ جو خون ڇو
ڪيو؟ ڇاڪاڻ تہ قابيل جا ڪم بڇڙا هئا پر سندس ڀاءُ جا ڪم نيڪ هئا.
(١٣) منهنجا ڀائرو ۽ ڀينرون، جيڪڏهن دنيا اوهان سان دشمني ٿي ڪري
تہ عجب نہ ڪائو. (١٤) اسين ڄاڻون ٿا تہ موت مان نڪري زندگيءَ ۾ آيا
آهيون، ڇالاءِجو اسين پنهنجن ڀائرن سان پيار ڪريون ٿا. جيڪو پيار نہ
ٿو ڪري سو موت جي حالت ۾ آهي. (١٥) جيڪو بہ پنهنجي ڀاءُ ڀيڻ سان
دشمني ٿو رکي سو خوني آهي ۽ اوهان کي خبر آهي تہ ڪنهن بہ خونيءَ
کي دائمي زندگي نہ آهي.
(١٦) انهيءَ مان اسان کي پيار جي خبر پيئي آهي تہ مسيح اسان جي خاطر
پنهنجي جان ڏني ۽ اسان تي بہ واجب آهي تہ پنهنجن ڀائرن لاءِ جان ڏيون.

---

١١:٣ يو ١٣:٣٤ ١٢:٣ پيد ٨:٤ ١٤:٣ يو ٢٤:٥

١٧ پر جنهن وٽ دنيا جو مال اسباب آهي ۽ پنهنجي ڀاءُ کي گهرج ۾ ڏسي به
متس رحم نه ٿو ڪري، تنهن ۾ ڀلا خدا جو پيار ڪيئن رهي سگهندو؟
١٨ اي پيارا ٻارو! اسان کي رڳو ڳالهين ۽ زبان سان نه، پر عمل ۽ سچائيءَ
جي وسيلي پيار ڪرڻ گهرجي.

## خدا جي اڳيان همت

١٩ انهيءَ مان اسان کي خبر پوندي ته اسين حق تي آهيون ۽ خدا جي
حضور ۾ اسان جي دل کي خاطري ٿيندي. ٢٠ خاص ڪري انهن ڳالهين
۾ جن ۾ اسان جي دل اسان کي ملامت ڪري ٿي. ڇالاءِجو خدا اسان
جي دلين کان وڌيڪ ڄاڻي ٿو ۽ کيس سڀني ڳالهين جي خبر آهي.
٢١ اي پيارا عزيزو! جيڪڏهن اسان جون دليون اسان کي ملامت نه ٿيون
ڪن، ته پوءِ خدا جي اڳيان اسين همت ڪري سگهون ٿا. ٢٢ جو ڪجهه
به اسين کانئس گهرون ٿا، سو اسان کي وٽانئس ملي ٿو. ڇالاءِجو اسين
سندس حڪمن تي عمل ڪريون ٿا ۽ اهي ڪم ڪريون ٿا، جيڪي هن کي
پسند آهن. ٢٣ هن جو حڪم هيءُ آهي ته اسين سندس فرزند عيسيٰ مسيح
جي نالي تي ايمان آڻيون ۽ هڪ ٻئي سان ائين پيار ڪريون جيئن هن اسان
کي حڪم ڏنو آهي. ٢٤ جيڪي خدا جي حڪمن تي عمل ڪن ٿا، سي
منجهس رهن ٿا ۽ هو انهن ۾ رهي ٿو. اسين ڄاڻون ٿا ته خدا اسان ۾ رهي ٿو.
اهو اسين انهيءَ ڪري ڄاڻون ٿا ته هن اسان کي پاڪ روح ڏنو آهي.

## سچا ۽ ڪوڙا روح

٤ ١ اي عزيزو! سڀڪنهن روح تي يقين نه ڪريو، پر روحن کي آزمائي
ڏسو ته اُهي خدا جي طرفان آهن يا نه. ڇالاءِجو ڪيترائي اهڙا ماڻهو
دنيا ۾ نڪري پيا آهن، جيڪي پاڻ کي نبي سڏائين ٿا. ٢ خدا جي روح
کي اوهين هن طرح سڃاڻي سگهو ٿا ته جيڪو روح قبول ڪري ٿو ته
عيسيٰ مسيح انساني صورت ۾ آيو، سو خدا جي طرفان آهي. ٣ پر جيڪو
روح عيسيٰ کي نه ٿو مڃي، سو خدا جي طرفان نه آهي ۽ اهو ئي مسيح

٢٣:٣ يو ١٣:٣٤، ١٥:١٢، ١٧

جي دشمن جو روح آهي، جنھن جي بابت اوھان ٻڌو آهي تہ اچڻ وارو
آهي، بلڪ ھاڻي اچي چڪو آهي.
④ پيارا ٻارو! اوھين خدا جا آهيو ۽ انھن نبي سڏائيندڙن تي فتحياب ٿيا
آهيو، ڇالاءِجو جيڪو اوھان ۾ آهي سو انھيءَ کان وڌيڪ طاقتور آهي جيڪو
دنيا ۾ آهي. ⑤ ھو دنيا جا آھن، تنھنڪري ھو دنيا جون ڳالھيون ڪن ٿا ۽
دنيا انھن جي ٻڌي ٿي. ⑥ اسين خدا جا آهيون. جيڪو خدا کي سڃاڻي
ٿو سو اسان جي ٻڌي ٿو. جيڪو خدا جو نہ آهي سو اسان جي نہ ٿو ٻڌي.
انھيءَ مان اسان کي حق جي روح ۽ گمراھيءَ جي روح جي خبر پوي ٿي.

## خدا پيار آهي

⑦ اي عزيزو! اچو تہ ھڪ ٻئي کي پيار ڪريون. ڇالاءِجو پيار خدا
جي طرفان آهي ۽ جيڪو پيار ڪري ٿو، سو خدا جو ٻار آهي ۽ ھو خدا
کي سڃاڻي ٿو. ⑧ جيڪو پيار نہ ٿو ڪري سو خدا کي نہ ٿو سڃاڻي،
ڇالاءِجو خدا پيار آهي. ⑨ خدا پنھنجو پيار اسان سان ھن طرح ظاھر ڪيو
جو ھن پنھنجو ھڪڙو ئي فرزند دنيا ۾ موڪليو، تہ جيئن انھيءَ جي وسيلي
اسين جيئرا رھون. ⑩ پيار اھو نہ آهي تہ اسان خدا کي پيار ڪيو، پر ھي
آهي تہ خدا اسان کي پيار ڪيو ۽ پنھنجي فرزند جي قرباني ڏنائين، جيڪا
اسان جا گناھہ ڪٽي وجي ٿي.
⑪ اي عزيزو! جڏھن خدا ئي اسان سان اھڙو پيار ڪيو، تہ پوءِ اسان کي
بہ گھرجي تہ ھڪ ٻئي سان پيار ڪريون. ⑫ ڪنھن بہ انسانذات ڪڏھن
بہ خدا کي نہ ڏٺو آهي. پر جيڪڏھن اسين ھڪ ٻئي سان پيار ڪريون ٿا تہ
خدا اسان ۾ رھي ٿو ۽ سندس پيار اسان ۾ مڪمل ٿئي ٿو.
⑬ اسين ڄاڻون ٿا تہ خدا اسان ۾ رھي ٿو ۽ اسان خدا ۾ رھون ٿا،
ڇالاءِجو ھن اسان کي پنھنجو پاڪ روح ڏنو آهي. ⑭ اسان ڏٺو آهي ۽ انھيءَ
جي شاھدي ٿا ڏيون تہ پيءُ پنھنجي فرزند کي جھان جي ڇوٽڪاري ڏيڻ
لاءِ موڪليو آهي. ⑮ جيڪو اقرار ڪري ٿو تہ عيسيٰ خدا جو فرزند آهي، تہ
خدا انھيءَ ۾ رھي ٿو ۽ ھو خدا ۾. ⑯ اسان کي خبر آهي ۽ اھو يقين آهي، تہ

١٢:٤ يو ١٨:١

خدا جو اسان سان پيار آهي. خدا پيار آهي، جيڪو پيار ۾ رهي ٿو سو خدا
۾ رهي ٿو ۽ خدا به انهيءَ ۾ رهي ٿو. (١٧) پيار اسان ۾ مڪمل ڪيو ويو آهي
ته جيئن عدالت جي ڏينهن اسان کي تسلي هجي، ڇالاءِجو هن ئي دنيا ۾
اسين مسيح وانگر آهيون. (١٨) پيار ۾ ڪو به خوف ڪونهي، پر مڪمل پيار
ته خوف ڪڍي ٿو ڇڏي. ڇالاءِجو خوف سزا جي ڪري ٿئي ٿو ۽ جيڪو
ڊڄي ٿو سو پيار ۾ ڪامل نه ٿيو آهي.
(١٩) اسين پيار انهيءَ لاءِ ٿا ڪريون، ڇالاءِجو خدا پهريائين اسان سان پيار
ڪيو آهي. (٢٠) جيڪڏهن ڪو ماڻهو چوي ته ”آءٌ خدا سان پيار ٿو ڪريان،“
پر هو پنهنجي ڀاءُ ڀيڻ سان پيار نه ٿو ڪري جنهن کي هن ڏٺو آهي، سو خدا
سان پيار ڪين ڪري سگهندو، جنهن کي هن ڏٺو ئي ڪينهي. (٢١) جڏهن
ته مسيح جو اهو حڪم آهي ته جيڪو خدا سان پيار ٿو ڪري تنهن کي
پنهنجي ڀاءُ ڀيڻ سان به پيار ڪرڻ گهرجي.

## دنيا تي ايمان جي فتح

**٥** (١) جنهن کي اهو يقين آهي ته عيسيٰ ئي مسيح آهي، سو خدا جو
ٻار آهي ۽ جيڪو پيءُ سان پيار ٿو ڪري، سو سندس ٻار سان به پيار
ٿو ڪري. (٢) جڏهن اسين خدا سان پيار ڪريون ٿا ۽ سندس حڪمن تي
عمل ٿا ڪريون، ته انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته خدا جي ٻارن سان به پيار ٿا
ڪريون. (٣) خدا سان پيار ڪرڻ، معنيٰ اسان جو سندس حڪمن تي عمل
ڪرڻ آهي ۽ هن جا حڪم ڏکيا نه آهن. (۴) ڇالاءِجو جيڪو خدا جو ٻار
آهي، تنهن دنيا کي فتح ڪيو آهي. اها سوڀ جنهن دنيا کي فتح ڪيو آهي
سا آهي اسان جو ايمان. (٥) دنيا کي ڪير فتح ڪري سگهي ٿو، سواءِ انهيءَ
جي جيڪو ايمان آڻي ٿو ته عيسيٰ خدا جو فرزند آهي؟

## عيسيٰ مسيح بابت شاهدي

(٦) هي اهو ئي آهي جيڪو پاڻيءَ ۽ رت جي وسيلي آيو، يعني عيسيٰ
مسيح. هو نه رڳو پاڻيءَ جي وسيلي، پر پاڻيءَ ۽ رت ٻنهي جي وسيلي آيو آهي.

٣:٥ يو ١۴:١٥

⑦ اهو شاهدي ڏيڻ وارو پاڪ روح آهي، ڇالاءِجو پاڪ روح حق آهي.
بلڪ شاهدي ڏيڻ وارا ته ٽي آهن: ⑧ پاڪ روح، پاڻي ۽ رت، جيڪي سڀئي
هڪڙي ئي ڳالهه ٿا ڪن. ⑨ اسين ماڻهن جي شاهدي قبول ڪريون ٿا. پر
خدا جي شاهدي ته انهيءَ کان وڌيڪ آهي، ڇالاءِجو اها خدا جي شاهدي
آهي، جيڪا هن پنهنجي فرزند جي حق ۾ ڏني آهي.
⑩ جيڪو خدا جي فرزند تي ايمان آڻي ٿو، تنهن جي دل ۾ اها شاهدي
موجود آهي. جيڪو خدا تي ايمان نه ٿو آڻي سو کيس ڪوڙو ٿو ڪري.
ڇالاءِجو هن انهيءَ شاهديءَ تي ايمان نه آندو آهي، جيڪا خدا پنهنجي فرزند
جي حق ۾ ڏني آهي. ⑪ اها شاهدي هيءَ آهي ته خدا اسان کي دائمي
زندگي ڏني آهي ۽ اها زندگي خدا جي فرزند جي وسيلي آهي. ⑫ جنهن
وٽ خدا جو فرزند آهي تنهن وٽ زندگي آهي ۽ جنهن وٽ خدا جو فرزند
نه آهي تنهن وٽ زندگي به ڪانهي.

## دائمي زندگي

⑬ اوهين جيڪي خدا جي فرزند جي نالي تي ايمان آڻيو ٿا، تن ڏانهن
مون هي ڳالهيون انهيءَ لاءِ لکيون آهن ته جيئن اوهان کي خبر پوي ته
اوهان کي دائمي زندگي مليل آهي. ⑭ اسان کي خدا جي حضور ۾
پورو پورو پروسو آهي ته جيڪڏهن اسين سندس مرضيءَ موجب ڪا شيءِ
گهرنداسين ته هو اسان جي ٻڌندو. ⑮ جيڪڏهن اسان کي خبر آهي ته
هو اسان جي ٻڌي ٿو ته پوءِ جيڪو به اسان ڪانئس گهريو آهي سو اڳيئي
اسان کي مليل آهي.
⑯ جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي هم‌ايمان کي اهڙو گناهه ڪندو ڏسي،
جنهن جو نتيجو موت نه آهي ته کيس دعا گهرڻ کپي، خدا انهيءَ کي زندگي
بخشيندو. هي انهن لاءِ آهي جيڪي اهڙا گناهه نه ٿا ڪن جن جو نتيجو
موت آهي. اهڙو به گناهه آهي، جنهن جو نتيجو موت آهي. آءٌ نه ٿو چوان
ته کيس انهيءَ گناهه بابت دعا گهرڻ کپي. ⑰ سڀڪا بڇڙائي گناهه آهي، پر
اهڙو به گناهه آهي جنهن جو نتيجو موت نه آهي.

---

٥:١١ يو ٣:٣٦

⑱اسين ڄاڻون ٿا تہ خدا جنھن کي پنھنجو ٻار بڻايو آھي، سو گناھہ نہ
ڪندو آھي، ڇالاءِجو خدا جو فرزند سندس حفاظت ڪري ٿو ۽ شيطان
ڪيس ھٿ بہ لائي نہ ٿو سگھي. ⑲اسين ڄاڻون ٿا تہ اسين خدا جا ٻار
آھيون، جيتوڻيڪ ہي سڄي دنيا شيطان جي قبضي ۾ آھي. ⑳اھو بہ ڄاڻون
ٿا تہ خدا جو فرزند آيو آھي. ھن اسان کي سمجھہ بخشي آھي تہ اسين انھيءَ
خدا کي سڃاڻون جيڪو حق آھي ۽ اسين انھيءَ حقيقي خدا جا آھيون،
تھڙيءَ ئي طرح سندس فرزند عيسيٰ مسيح سان گڏجي ھڪ ٿيل پڻ آھيون.
اھو ئي حقيقي خدا ۽ دائمي زندگي آھي.
㉑پيارا ٻارو، بتن يعني ڪوڙن خدائن کان پاڻ کي بچائجو.

# ۲.يوحنا

## يوحنا رسول جو ٻيو عام خط

### تعارف

يوحنا رسول جو هي ٻيو عام خط هڪ ”شريف عورت ۽ سندس ٻارن“ ڏانهن آهي، جنهن مان مراد گهڻو ڪري ”مقامي ڪليسيا ۽ ان جا ميمبر“ ورتي وڃي ٿي. خط جو لکندڙ پاڻ کي بزرگ سڏيندي هن مختصر پيغام ۾ هڪٻئي سان پيار ڪرڻ جو تاڪيد ڪري ٿو. ان سان گڏوگڏ هو ڪوڙن استادن ۽ سندن تعليم خلاف تنبيهه به ڪري ٿو.

### سِٽاءُ


| | |
|---|---|
| پيش لفظ | ۱–۳ |
| زندگيءَ جي اوليت پيار آهي | ۴–۶ |
| ڪوڙي تعليم خلاف تنبيهه | ۷–۱۱ |
| پڇاڙي | ۱۲–۱۳ |

# ٢.يوحنا

## يوحنا رسول جو ٻيو عام خط

### سلام

① هن بزرگ جي طرفان تو خدا جي [١]چونڊيل شريف عورت ۽ تنهنجي
ٻارن ڏانهن سلام، جن کي آءٌ سچائيءَ سبب پيار ٿو ڪريان. نه رڳو آءٌ پر
اُهي سڀئي جيڪي سچ کي سڃاڻن ٿا، سي به اوهان سان پيار ڪن ٿا،
② ڇاڪاڻ‌ته سچ اسان ۾ رهي ٿو ۽ هميشه اسان سان گڏ رهندو.
③ شل اسان تي سچائيءَ ۽ پيار سان گڏ خدا پيءُ ۽ پيءُ جي فرزند عيسيٰ
مسيح طرفان فضل، رحم ۽ سلامتي هجي.

### سچائي ۽ پيار

④ آءٌ ڪيڏو نه خوش ٿيس جڏهن مون ڏٺو ته تنهنجا ڪي ٻار ائين سچ
تي هلي رهيا آهن، جيئن پيءُ اسان کي حڪم ڏنو آهي. ⑤ پياري ڀيڻ،
عرض ته آءٌ ڪو نئون حڪم تو ڏانهن ڪين لکي رهيو آهيان، بلڪ اهو
پراڻو حڪم جيڪو شروع کان اسان کي مليو هو ته اسين هڪ ٻئي سان
پيار ڪريون. ⑥ پيار جو مطلب اهو آهي ته اسان کي خدا جي حڪمن
تي عمل ڪرڻ گهرجي. سو جيڪو حڪم اوهان شروع کان ٻڌو آهي سو
هي آهي ته اوهين پيار ۾ زندگي گذاريو.

[١] چونڊيل شريف عورت: هتي "چونڊيل شريف عورت" مان مراد "ڪليسيا" ۽ سندس ٻارن مان مراد ان جا ميمبر آهن. ساڳيءَ طرح آيت ٥ ۽ ١٣ ۾ "ڀيڻ" مان مراد "ڪليسيا" آهي.

٥ يو ١٣:٣٤، ١٥:١٢، ١٧

## مسيح جا دشمن

٧ چالاڪ جو ڪيئي گمراهه ڪندڙ دنيا ۾ نڪري پيا آهن، جيڪي عيسيٰ
مسيح جي انساني صورت ۾ اچڻ جو انڪار ٿا ڪن. اهڙي قسم جو شخص
گمراهه ڪندڙ ۽ مسيح جو دشمن آهي. ٨ خبردار، اوهان جيڪي ڪم ڪيا
آهن سي متان رائيگان ڪري ڇڏيو، بلڪ اوهان کي پورو پورو اجر ملي.
٩ جيڪو مسيح جي تعليم کان اڳتي وڌي وڃي ٿو، تنهن وٽ خدا موجود
نه آهي. پر جيڪو مسيح جي تعليم تي قائم رهي ٿو، تنهن وٽ پيءُ ۽ فرزند
ٻئي موجود آهن. ١٠ جيڪڏهن ڪو اوهان وٽ اچي ۽ هيءَ تعليم نه ڏئي ته
اهڙي شخص کي گهر ۾ اچڻ نه ڏيو ۽ نڪي کيس سلام ڪريو. ١١ جيڪو
کيس سلام ڪري ٿو، سو سندس بڇڙن ڪمن ۾ شريڪ ٿئي ٿو.

## پڇاڙي

١٢ مون کي ڪيتريون ئي ڳالهيون اوهان کي ٻڌائڻيون آهن، جيڪي مس
سان ۽ ڪاغذ تي لکڻ نه ٿو چاهيان. پر اميد اٿم ته روبرو اوهان سان ملي
ڳالهيون ڪريان ته جيئن اسان جي خوشي پوري ٿئي. ١٣ خدا جي چونڊيل
تنهنجي ڀيڻ جا ٻار تو کي سلام ڏين ٿا.

# ٣.يوحنا

## يوحنا رسول جو ٽيون عام خط

### تعارف

يوحنا رسول جو هي ٽيون عام خط ڪليسيا جي گايس نالي هڪ اڳواڻ ڏانهن لکيو ويو هو. خط لکندڙ پاڻ کي بزرگ سڏيندي پنهنجي خط ۾ گايس جي تعريف ڪري ٿو ۽ چاڪاڻ ته هن ٻين ايمان آڻيندڙن جي مدد ڪئي هئي. هو خط ۾ دياترفيس نالي هڪڙي ماڻهوءَ کان پڻ خبردار ڪري ٿو.

### سِٽاءُ


| | |
|---|---|
| پيش لفظ | ١–٤ |
| گايس جي تعريف | ٥–٨ |
| دياترفيس کان خبردار ڪرڻ | ٩–١٠ |
| دميطريس جي تعريف | ١١–١٢ |
| دعا سلام | ١٣–١٥ |

# ٣.يوحنا

## يوحنا رسول جو ٽيون عام خط

### سلام

① هن بزرگ جي طرفان گايس ڏانهن، جنهن کي آءٌ سچائيءَ سبب
پيار ٿو ڪريان.
② اي پيارا! منهنجي اها دعا آهي ته ڀل تون ائين خوشحال ۽ تندرست
هجين، جيئن تنهنجو روح آهي. ③ جڏهن ڪن ايمان وارن اچي اها
شاهدي ڏني ته تون سچ جو وفادار آهين ۽ سچائيءَ سان زندگي گذاري
رهيو آهين، تڏهن مون کي ڏاڍي خوشي ٿي. ④ منهنجي لاءِ هن کان
وڌيڪ ٻي ڪابه خوشي ڪانهي، جڏهن آءٌ ٻڌان ته منهنجا ٻار سچ تي
هلي رهيا آهن.

### گايس جي تعريف

⑤ اي پيارا! جيڪي ايمان وارا تو وٽ اچن ٿا، خاص ڪري جيڪي
تنهنجا اڳ ڏٺل به نه آهن، تڏهن به تون سچائيءَ سان انهن جي خدمت
ڪرين ٿو. ⑥ ڪليسيا جي اڳيان انهن تنهنجي پيار جي شاهدي ڏني آهي.
اهو چڱو ٿيندو جيڪڏهن تون اهڙيءَ طرح سندن مدد ڪري سفر لاءِ روانو
ڪندين جهڙيءَ طرح خدا کي جڳائي. ⑦ ڇالاءِجو هو مسيح جي نالي تي
نڪتا آهن ۽ جيڪي ايماندار نه آهن، تن جي مدد قبول نه ڪئي اٿائون.
⑧ تنهن ڪري اسان کي اهڙن ماڻهن جي مدد ڪرڻ گهرجي، ته جيئن اسين هن
سچائيءَ جي ڪم ۾ ساڻن شريڪ ٿيون.

---

١ رس ١٩:٢٩، رو ١٦:٢٣، ١.ڪر ١:١٤

## دياترفيس ۽ دميتريس

(٩) مون ڪليسيا ڏانهن ڪي ڪجهه لکيو آهي. پر دياترفيس جيڪو وڏو
ٿيڻ گهري ٿو، سو اسان کي قبول نہ ٿو ڪري. (١٠) سو جيڪڏهن آءٌ آيس تہ
جيڪي ڪم دياترفيس ڪري ٿو، تن کي اچي ظاهر ڪندس تہ هو ڪيئن
اسان جي خلاف بڪواس ڪري ٿو. هو ايتري تي بہ راضي نہ ٿو ٿئي، بلڪ
پاڻ تہ ايمان وارن کي قبول نہ ٿو ڪري، پر جيڪي قبول ڪرڻ گهرن ٿا تن
کي بہ منع ڪري ٿو ۽ کين ڪليسيا مان ڪڍي ڇڏي ٿو.
(١١) پيارا! بڇڙائيءَ جي نہ، پر چڱائيءَ جي پيروي ڪر. جيڪو نيڪي ڪري
ٿو، سو خدا جو ٻار آهي ۽ جيڪو بڇڙائي ڪري ٿو تنهن خدا کي ڪڏهن
بہ نہ ڄاتو آهي. (١٢) دميتريس جي هر ڪو نيڪي ڪري ٿو ۽ سندس نيڪي
ڪرڻ حق بہ آهي. اسين بہ سندس شاهدي ڏيون ٿا ۽ توهان کي خبر آهي
تہ اسان جي شاهدي سچي آهي.

## آخري سلام

(١٣) مون کي ڪيتريون ئي ڳالهيون تو کي ٻڌائڻيون هيون، پر آءٌ اُهي
مس ۽ قلم سان لکڻ نہ ٿو گهران. (١٤) اميد اٿم تہ جلد ئي اچي تو سان
ملندس ۽ پوءِ روبرو ڳالهائينداسين.
(١٥) شل تو کي اطمينان هجي. هتان جا دوست تو کي سلام چون ٿا.
دوستن کي نالي وار سلام چئجانءِ.

# يهوداه

## رسول جو عام خط يهوداه

### تعارف

يهوداه رسول جو هي عام خط انهن ڪوڙن استادن کان خبردار ڪرڻ لاءِ لکيو ويو، جيڪي ايمان آڻڻ جي دعويٰ ڪندا هئا. هي مختصر خط، جيڪو پطرس رسول جي ٻئي خط سان ملندڙ جلندڙ آهي، تنهن ۾ خط لکندڙ پنهنجي پڙهندڙن جي همت‌افزائي ڪري ٿو ته ”انهيءَ ايمان لاءِ سخت مقابلو ڪريو، جيڪو خدا هميشه لاءِ پنهنجي قوم کي ڏيئي ڇڏيو آهي.“

### سٽاءُ


| | |
|---|---|
| پيش لفظ | ١–٢ |
| ڪوڙن استادن جو ڪردار، تعليم ۽ سندن تباهي | ٣–١٦ |
| ايمان قائم رکڻ جو تاڪيد | ١٧–٢٣ |
| دعا | ٢٤–٢٥ |

# یهوداه

## رسول جو عام خط یهوداه

### سلام

① هي خط عيسيٰ مسيح جي ٻانهي ۽ يعقوب جي ڀاءُ يهوداه جي طرفان
آهي. هي انهن ڏانهن لکجي ٿو، جيڪي چونڊيا ويا آهن ۽ ساڻن پيءُ خدا
جو پيار آهي ۽ عيسيٰ مسيح جي وسيلي حفاظت ۾ آهن.
② شل اوهان تي رحم، سلامتي ۽ پيار جهجهي انداز ۾ هجي.

### ڪوڙا استاد

③ پيارا دوستو، مون کي اوهان ڏانهن انهيءَ ڇوٽڪاري جي باري ۾
لکڻ جو تمام گهڻو چاهه هو، جنهن ۾ اسان سڀ شريڪ آهيون. سو
مون اهو لکڻ ضروري سمجهيو ته اوهان کي همٿايان ته انهيءَ ايمان لاءِ
سخت مقابلو ڪريو، جيڪو خدا هميشه لاءِ پنهنجي قوم کي ڏيئي ڇڏيو
آهي. ④ چالاڪيءَ جو ڪي ماڻهو لڪي ڇپي اوهان منجهه گهڙي آيا آهن. اُهي
قديم زماني کان پاڪ ڪلام موجب هن سزا لاءِ مقرر ڪيا ويا هئا. هو
بدڪار ماڻهو آهن، جيڪي خدا جي فضل کي ڦيرائي پنهنجي شهوت‌پرستيءَ
جو بهانو بڻائين ٿا. اُهي اسان جي هڪڙي ئي مالڪ ۽ خداوند عيسيٰ
مسيح جو انڪار ٿا ڪن.
⑤ جيتوڻيڪ اوهين اڳيئي اهو سڀ ڄاڻو ٿا، تنهن هوندي به آءٌ اوهان کي
ياد ڏيارڻ ٿو چاهيان ته ڪيئن خداوند هڪ قوم کي مصر ملڪ مان بچائي
ورتو ۽ پوءِ وري جن ايمان نه آندو تن کي تباهه ڪيائين. ⑥ اهڙيءَ طرح

۱ مت ۱۳:۵۵، ٦:۳ ۵ خر ۱۲:۵۱، گا ۱۴:۲۹-۳۰

جن ملائڪن پنهنجي اختيار واري حيثيت قائم نہ رکي پر پنهنجي خاص
رهڻ جي جاءِ ڇڏي ڏني، تن کي خدا ابدي زنجيرن سان قيد ڪري عظيم
ڏينهن واري عدالت تائين اونداهيءَ منجهہ رکيو آهي. ⑦ ساڳئي نموني سدوم
۽ عموراه ۽ انهن جي آس‌پاس وارا شهر زناڪاري ۽ بدفعليءَ جي پٺيان پيا. اُهي
دائمي باهہ جي سزا پيا ڀوڳين تہ جيئن ٻين لاءِ عبرت جو مثال ٿين.
⑧ بلڪل ساڳئي نموني اهي ماڻهو بہ پنهنجن خوابن خيالن ۾ محو ٿي
پنهنجن جسمن کي ناپاڪ ٿا ڪن، اختياريءَ کي حقير ٿا ڄاڻن ۽ عظيم
آسماني هستين جي بي‌حرمتي ٿا ڪن. ⑨ مگر وڏي ملائڪ ميڪائيل جڏهن
موسيٰ جي لاش بابت شيطان سان جهيڙو ۽ تڪرار پئي ڪيو، تڏهن ڪيس
ايتري همت نہ ٿي جو شيطان تي ڦٽڪار ڪري سگهي. پر رڳو ايترو چيائين
تہ ”خداوند تو تي ملامت ڪري.“ ⑩ پر هي ماڻهو انهن ڳالهين تي ڦٽڪار
ٿا ڪن، جن کي هو نہ ٿا ڄاڻن ۽ جن ڳالهين کي هو بي‌عقل جانورن وانگر
طبعي ٿا سمجهن. اهي ئي ڪين تباهہ ڪن ٿيون. ⑪ افسوس آهي انهن تي!
ڇالاءِجو هو قابيل جي واٽ تي هليا، نفعي جي خاطر بلعام جهڙي گمراهيءَ
۾ ڪاهي پيا ۽ قوراه وانگر بغاوت ڪري برباد ٿيا.
⑫ هي بدڪار ماڻهو اوهان جي محبت ڀرين مجلسن لاءِ نقصانڪار
آهن، جيڪي بنا ڪنهن ڊپ‌ڊاءَ جي رڳو پنهنجي پيٽ ڀرڻ لاءِ اوهان سان
گڏ کائين پيئن ٿا. اِهي بي‌آب ڪڪر آهن، جن کي هوائون ڪنيو اڏائينديون
وتن. اِهي سرءُ جا وڻ آهن جيڪي پوريءَ طرح مئل آهن، يعني بي‌ڦل ۽
پاڙون پٽيل آهن. ⑬ اِهي سمنڊ جون بي‌قابو لهرون آهن، جيڪي پنهنجي
بي‌شرميءَ جي گجي ٿيون اڇلائين. هو ڀٽڪندڙ تارا آهن، جن لاءِ هميشہ
گهُگهُہ اوندهہ رکي ويئي آهي.
⑭ انهن ماڻهن جي باري ۾ ئي حنوڪ، جيڪو آدم جي ستين پيڙهيءَ ۾
هو، اڳڪٿي ڪري چيو تہ ”ياد رکو، خداوند پنهنجي لکين ملائڪن سان
اچي ٿو. ⑮ هو انهيءَ لاءِ ٿو اچي تہ جيئن هر هڪ سان انصاف ڪري ۽
انهن سڀني بدڪارن کي سزا ڏئي، جن بدڪاريءَ جو طريقو اختيار ڪري

٧ پيد ١٩:١–٢٤   ٩ دان ١٠:١٣، ٢١، ١٢:١، مڪا ١٢:٧، شر ٣٤:٦، زڪ ٣:٢
١١ پيد ٤:٣–٨، ڳا ٢٢:١–٣٥، ١٦:١–٣٥   ١٤ پيد ٥:١٨، ٢١–٢٤

بدڪاريءَ جا ڪم ڪيا. هو انهن سڀني سخت ڳالهين لاءِ ڪين ڏوهاري
ٺهرائيندو، جيڪي هنن وڏن گنهگارن سندس برخلاف ڪيون آهن.“
(١٦) اُهي ماڻهو ڪُرڪندڙ، شڪايت ڪندڙ ۽ پنهنجين برين خواهشن
تي هلندڙ آهن. اِهي پنهنجي لاءِ ٻٽاڪون هڻندڙ ۽ پنهنجي فائدي لاءِ ٻين
جي خوشامند ڪندڙ آهن.

## تاڪيد ۽ نصيحتون

(١٧) پر اي عزيزو! اهي ڳالهيون ياد رکو، جيڪي اسان جي خداوند عيسيٰ
مسيح جي رسولن اڳيئي ٻڌائي ڇڏيون آهن. (١٨) اُهي اوهان کي چوندا هئا ته
”آخري زماني ۾ ڪي ماڻهو ٺٺوليون ڪندڙ ٿيندا، جيڪي پنهنجين بدڪاريءَ
وارين خواهشن جي پيروي ڪندا.“ (١٩) هي اُهي ماڻهو آهن جيڪي جدايون
ٿا وجهن. هي نفس‌پرست آهن جن ۾ پاڪ روح نه آهي.
(٢٠) پر اي عزيزو! اوهين پنهنجي نهايت ئي پاڪ ايمان ۾ مضبوط ٿيندا رهو
۽ پاڪ روح جي مدد سان دعا گهرندا رهو. (٢١) پنهنجو پاڻ کي خدا جي پيار ۾
قائم رکو ۽ هميشه جي زندگيءَ لاءِ اسان جي خداوند عيسيٰ مسيح جي رحم
جا منتظر رهو. (٢٢) جيڪي ماڻهو شڪ شبهو رکن ٿا، تن تي رحم ڪجو.
(٢٣) ڪن کي چڪي باهه مان ڪڍي بچايو ۽ ٻين تي خوف ڪائيندي رحم
ڪريو. پر جسماني خواهشن وسيلي پليت ٿيل ڪپڙن کان به نفرت ڪجو.

## واڪاڻ

(٢٤) خدا جيڪو اوهان کي ٿاٻي کائڻ کان بچائي سگهي ٿو ۽ پنهنجي
جلال واري حضور ۾ نهايت خوشيءَ سان بي‌عيب ڪري بيهاري سگهي
ٿو، (٢٥) انهيءَ واحد خدا، اسان جي ڇوٽڪاري ڏيندڙ کي، اسان جي خداوند
عيسيٰ مسيح جي وسيلي جلال ۽ عظمت، قدرت ۽ اختيار سونهي، جيئن
ازل کان هو، هاڻي آهي ۽ هميشه تائين هوندو. آمين.

١٨ ٢.پط ٣:٣

# مڪاشفو

## مڪاشفو، جيڪو يوحنا رسول جي معرفت عيسيٰ مسيح ڏنو

### تعارف

يوحنا رسول جي معرفت ڏنل هي مڪاشفو ان وقت لکيو ويو، جڏهن ايمان آڻيندڙن کي انهيءَ لاءِ سزا ڏني ويندي هئي جو هو عيسيٰ مسيح کي خداوند ڪري مڃيندا هئا. خط جو مول مقصد هي آهي ته پڙهندڙن کي اميد ڏيڪاري وڃي ۽ کين همٿايو وڃي ۽ مٿن زور رکيو وڃي ته ڏکن ۽ سختين ۾ به هو ثابت قدم رهن.

ڪتاب جو گهڻو حصو ڪيترن ئي مڪاشفن ۽ رويائن جي سلسلن تي ٻڌل آهي، جيڪي اشارتي زبان ۾ آهن، جن کي ان وقت جا ايمان آڻيندڙ ته سمجهي سگهندا هئا، پر ٻين لاءِ اهي حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهه هئا.

جهڙيءَ طرح شاهه لطيف پنهنجي شاعريءَ ۾ خدا جي محبت کي مختلف سُرن ۾ بيان ڪيو آهي، تهڙيءَ طرح هن ڪتاب جو مقصد به مختلف طريقن ۽ رويائن جي وسيلي بيان ڪيو ويو آهي. جيتوڻيڪ ڪتاب جي مفهوم جي ادائگيءَ جي باري ۾ مختلف رايا آهن، پر مرڪزي مقصد بلڪل صاف آهي. اهو مقصد هي آهي ته مسيح جي وسيلي شيطان سميت خدا پنهنجي سيني دشمنن کي آخري ۽ مڪمل شڪست ڏيندو. ان سان گڏ هو پنهنجي ماڻهن کي پنهنجين رحمتن، يعني نئين آسمان ۽ نئين زمين سان نوازيندو.

سِٽاءُ


پيش لفظ ١:١-٨
شروعاتي رويا ۽ ستن ڪليسيائن ڏانهن خط ١:٩-٣:٢٢
ستن مُهرن سان بند ٿيل ڪتاب ٤:١-٨:١
ست توتارا ٨:٢-١١:١٩
ازدها ۽ ٻه حيوان ١٢:١-١٣:١٨
مختلف رويائون ١٤:١-١٥:٨
خدا جي غضب جا ست پيالا ١٦:١-٢١
بابل جي تباهي ۽ ٻن حيوانن ۽ شيطان جي شڪست ١٧:١-٢٠:١٠
آخري عدالت ٢٠:١١-١٥
نئون آسمان، نئين زمين ۽ نئون يروشلم ٢١:١-٢٢:٥
واعدو ۽ آگاهي ٢٢:٦-٢١


# مڪاشفو

## مڪاشفو، جيڪو يوحنا رسول جي معرفت عيسيٰ مسيح ڏنو

### ديباچو

١ ①هن ڪتاب ۾ انهن ڳالهين جو بيان آهي، جيڪي عيسيٰ مسيح
ظاهر ڪيون. اهو مڪاشفو خدا هن کي انهيءَ لاءِ ڏنو ته پنهنجي
ٻانهن کي اهي ڳالهيون ڏيکاري جيڪي جلد ٿيڻ واريون آهن. مسيح
پنهنجي ملائڪ جي وسيلي پنهنجي غلام يوحنا تي اهي ڳالهيون ظاهر
ڪيون. ②پوءِ يوحنا انهن ڳالهين جي گواهي ڏني جيڪي هن ڏٺيون،
يعني خدا جو ڪلام ۽ عيسيٰ مسيح جي شاهدي. ③سڀاڳو آهي اهو
شخص، جيڪو هن پيشنگوئيءَ جون ڳالهيون پڙهي ٿو ۽ اهي جيڪي ٻڌن

تا ۽ انهيءَ ۾ لکيل ڳالهين تي عمل ڪن ٿا. ڇالاءِجو انهن ڳالهين جي
پوري ٿيڻ جو وقت ويجهو آهي.

## ڪليسيائن ڏانهن سلام

۴ هي پيغام يوحنا جي طرفان ايشيا پرڳڻي جي ستن ڪليسيائن ڏانهن
آهي. شال اوهان تي انهيءَ جو فضل ۽ اطمينان هجي، جيڪو آهي، جيڪو
هو ۽ جيڪو اچڻو آهي. اهي برڪتون اوهان ڏانهن انهن ستن روحن وٽان
به آهن جيڪي خدا جي تخت جي اڳيان آهن، ۵ ۽ عيسيٰ مسيح وٽان به
آهن جيڪو سچو شاهد، جيڪي مئلن مان جيئرا ٿيا تن ۾ پهريتو ۽ دنيا
جي بادشاهن تي حڪم هلائيندڙ آهي.
هو اسان کي پيار ٿو ڪري ۽ هن پنهنجو رت وهائي اسان کي گناهن کان
ڇوٽڪارو ڏنو آهي. ۶ هن اسان کي ڪاهنن جي هڪڙي بادشاهت بڻايو ته
جيئن اسين سندس خدا ۽ پيءُ جي خدمت ڪري سگهون. شل انهيءَ جي
وڏائي ۽ قدرت هميشه تائين قائم رهي. آمين.

۷ ڏسو، هو ڪڪرن تي ٿو اچي،
هر هڪ اک هن کي ڏسندي.
اهي به ڪيس ڏسندا جن هن کي ڇيباٽي ماريو،
۽ دنيا جون سڀ قومون
ساڻس پنهنجي ڪئي تي ماتم ڪنديون، بيشڪ. آمين.

۸ خداوند خدا، جيڪو آهي، جيڪو هو ۽ جيڪو اچڻو آهي، اهو
قادرِمطلق فرمائي ٿو ته ”آءٌ اول ۽ آخر آهيان.“

## يوحنا کي مسيح جو ديدار

۹ آءٌ يوحنا اوهان جو ڀاءُ ۽ عيسيٰ جي مصيبت، بادشاهت ۽ صبر ۾ اوهان
سان شريڪ آهيان. آءٌ خدا جي ڪلام ٻڌائڻ ۽ عيسيٰ جي شاهدي ڏيڻ

۱:۴ خر ۳:۱۴، مڪا ۴:۵ ۱:۵ يس ۵۵:۴، زب ۸۹:۲۷ ۱:۶ خر ۱۹:۶،
مڪا ۵:۱۰ ۱:۷ دان ۷:۱۳، مت ۲۴:۳۰، مر ۱۳:۲۶، لو ۲۱:۲۷، ۱.ٿس ۴:۱۷،
زڪ ۱۲:۱۰، يو ۱۹:۳۴،۳۷ ۱:۸ مڪا ۲۲:۱۳، خر ۳:۱۴

ڪري انهيءَ ٻيٽ ۾ قيد هوس جيڪو پتمس ٿو سڏجي. (١٠) خداوند واري
ڏينهن آءٌ رويا جي حالت ۾ اچي ويس ۽ پنهنجي پٺيان هڪڙو اهڙو وڏو آواز
ٻڌم جيڪو توتاري جي آواز وانگر هو، (١١) جنهن چيو ته ”جيڪي تون ڏسين
ٿو، سو ڪتاب ۾ لک ۽ اهو ستن ئي ڪليسيائن ڏانهن ڏياري موڪل يعني
اِفسس، سمرنا، پرگمن، ٿواتيره، سرديس، فلدلفيا ۽ لوديڪيا ڏانهن.“
(١٢) آءٌ پوئتي مڙيس ته جيئن اهو ڏسي سگهان جنهن مون سان ٿي ڳالهايو،
ته مون ست سونا شمعدان ڏٺا. (١٣) انهن شمعدانن جي وچ ۾ مون ابن‌آدم
جهڙو هڪڙو شخص ڏٺو، جو پيرن تائين هڪ ئي پوشاڪ پهريل هو ۽
ڇاتيءَ تي هڪڙو سونو سينابند ٻڌل هوس. (١٤) انهيءَ جو مٿو ۽ وار اهڙا اڇا
هئا جهڙو ڪير، بلڪ نور جهڙا. سندس اکيون مشعل وانگر ٻرن پيون.
(١٥) انهيءَ جا پير صاف پتل جهڙا هئا جيڪو پتل ڄڻ ته بٺيءَ مان تپي اُجرو
ٿي نڪتل هجي، سندس آواز زور سان وهندڙ پاڻيءَ جهڙو هو. (١٦) هن جي
ساڄي هٿ ۾ ست تارا هئا ۽ وات مان هڪڙي ٻه‌منهين تلوار ٿي نڪتس
۽ سندس شڪل چمڪندڙ سج جهڙي هئي. (١٧) جڏهن مون هن کي ڏٺو
ته سندس پيرن تي ڪري مُردي وانگر پئجي رهيس. هن پنهنجو ساڄو هٿ
مون تي رکي چيو ته ”ڊڄ نه، آءٌ اول ۽ آخر آهيان. (١٨) آءٌ جيئرو آهيان،
مري ته ويو هوس، پر ڏس آءٌ هميشه تائين جيئرو رهندس. موت ۽ عالم
ارواح جون ڪنجيون مون وٽ آهن. (١٩) تنهنڪري جيڪي تو هن وقت ڏٺو
۽ اُهي ڳالهيون جيڪي هن کان پوءِ جلد ٿيڻيون آهن، سي سڀيئي لک.
(٢٠) اُهي ست تارا جيڪي تو منهنجي ساڄي هٿ ۾ ڏٺا تن جو ۽ ستن سونن
شمعدانن جو راز هي آهي ته ست تارا ستن ڪليسيائن جا ملائڪ آهن ۽
ست شمعدان ست ڪليسيائون آهن.“

## اِفسس واري ڪليسيا ڏانهن پيغام

٢ (١) هن چيو ته ”اِفسس واري ڪليسيا جي ملائڪ ڏانهن لک ته
جنهن کي پنهنجي ساڄي هٿ ۾ ست تارا آهن ۽ جيڪو ستن سونن

١:١٣ دان ٧:١٣، ١٠:٥ ١:١٤–١٥ دان ٧:٩، ١٠:٦ ١:١٥ حز ١:٢٤، ٤٣:٢
١:١٧ يس ٤٤:٦، ٤٨:١٢، مڪا ٢:٨، ٢٢:١٣

شمعدانن جي وچ ۾ هلي ٿو، سو چوي ٿو ته (٢) مون کي توهان جي ڪمن،
توهان جي محنت ۽ صبر جي خبر آهي ۽ اهو به ڄاڻان ٿو ته توهين بڇڙائي
ڪندڙن کي برداشت ڪري نه ٿا سگهو. جيڪي پاڻ کي رسول ٿا سڏائين
پر آهن ڪين، تن کي توهان آزمائي ڏٺو ته ڪوڙا آهن. (٣) منهنجي نالي
جي ڪري اوهين سختيون سهندي سهندي به ڪين ٿڪيا آهيو، بلڪ
بردباريءَ سان هلندا ٿا رهو.
(٤) پر اوهان جي باري ۾ آءٌ ايترو چوندس ته اوهان مون سان پهريون
پيار ڇڏي ڏنو آهي. (٥) تنهنڪري ياد ڪريو ته توهين ڪٿان ڪريا آهيو ۽
توبهه‌تائب ٿي اڳي جهڙا ڪم ڪريو. جيڪڏهن توهان توبهه نه ڪئي ته آءٌ
اوهان وٽ ايندس ۽ اوهان جو شمعدان مقرر جاءِ تان هٽائي ڇڏيندس. (٦) پر
اوهان ۾ اوهان جي فائدي جي هڪڙي ڳالهه آهي ته اوهين نڪولين جي
ڪمن کان نفرت ڪريو ٿا، جن کان مون کي به نفرت آهي.
(٧) جنهن کي ڪن آهن سو ٻڌي ته پاڪ روح ڪليسيا کي ڇا ٿو چوي.
جيڪو غالب پوندو تنهن کي آءٌ زندگيءَ جي انهيءَ وڻ جو ميوو کائڻ لاءِ
ڏيندس جيڪو بهشت ۾ آهي.“

## سمرنا واري ڪليسيا ڏانهن پيغام

(٨) ”سمرنا واري ڪليسيا جي ملائڪ ڏانهن لک ته جيڪو اول ۽ آخر
آهي، جيڪو مري ويو هو ۽ وري جيئرو ٿيو، سو چوي ٿو ته (٩) مون کي
اوهان جي مصيبت ۽ غريبيءَ جي خبر آهي، پر اوهين دولتمند آهيو. جيڪي
اوهان جي گلا پيا ڪن تن کي به ڄاڻان ٿو. اُهي پاڻ کي يهودي ٿا
سڏائين پر آهن ڪين، اهي شيطان جو ٽولو آهن. (١٠) جيڪي ڏک اوهان
کي سهڻا آهن تن کان نه ڊڄو. ياد رکو، شيطان اوهان مان ڪن کي قيد ۾
وجهندو ته جيئن اوهان جي آزمائش ٿئي. اوهان ڏهن ڏينهن تائين مصيبت
برداشت ڪندا. اوهين مرڻ گهڙيءَ تائين ايمان تي قائم رهو ته آءٌ اوهان
کي زندگيءَ جو تاج ڏيندس.

---

٢:٧ پيد ٢:٩، مڪا ٢٢:٢، حز ٢٨:١٣، ٣١:٨ ٢:٨ يس ٤٤:٦، ٤٨:١٢،
مڪا ١:١٧، ٢٢:١٣

⑪ جنهن کي ڪن آهن سو ٻڌي ته پاڪ روح ڪليسيائن کي ڇا ٿو
چوي. جيڪو غالب پوندو تنهن کي ٻئي موت جو ايذاءُ نه رسندو.“

## پرگمن واري ڪليسيا ڏانهن پيغام

⑫ ”پرگمن واري ڪليسيا جي ملائڪ ڏانهن لک ته جنهن وٽ ٻه
منهين تکي ترار آهي سو چوي ٿو ته ⑬ مون کي خبر آهي ته اوهين ڪٿي
ٿا رهو، يعني اتي جتي شيطان جو تخت آهي. اوهين منهنجي نالي تي
قائم آهيو ۽ اوهان انهن ڏينهن ۾ به مون تي ايمان آڻڻ نه ڇڏيو، جڏهن
اوهان منجهان منهنجو وفادار شاهد انتيپاس ان جاءِ تي ماريو ويو جتي
شيطان رهي ٿو.
⑭ پر مون کي اوهان جي باري ۾ ڪجهه ڳالهيون چوڻيون آهن. ڇالاءِجو
اوهان وٽ ڪي اهڙا ماڻهو آهن جيڪي بلعام جي تعليم تي عمل ڪن ٿا،
جنهن بلق کي سيکاريو ته بني اسرائيل جي رستي تي ٿاٻڙائڻ جهڙي شيءِ رکي
ته جيئن هو بتن جي قربانيءَ جون شيون کائين ۽ زنا ڪن. ⑮ اهڙيءَ طرح
اوهان وٽ ڪي اهڙا ماڻهو به آهن، جيڪي نڪولين جي تعليم تي عمل ڪن
ٿا. ⑯ تنهنڪري توبهه‌تائب ٿيو، نه‌ته آءٌ جلد اوهان وٽ ايندس ۽ پنهنجي
وات جي تلوار سان انهن سان وڙهندس.
⑰ جنهن کي ڪن آهن سو ٻڌي ته پاڪ روح ڪليسيائن کي ڇا ٿو
چوي. جيڪو غالب پوندو تنهن کي آءٌ لڪل مَنَ مان ڪجهه ڏيندس ۽
هڪڙو تجليدار پٿر به ڏيندوسانس. انهيءَ پٿر تي هڪڙو نئون نالو لکيل هوندو،
جنهن کي ٻيو ڪوبه نه ڄاڻيندو سواءِ انهيءَ جي جنهن کي ملندو.“

## ٿواتيره واري ڪليسيا ڏانهن پيغام

⑱ ”ٿواتيره واري ڪليسيا جي ملائڪ ڏانهن لک ته خدا جو فرزند جنهن
جون اکيون مشعل وانگر ٻرن ٿيون ۽ جنهن جا پير صاف ٽيل پتل جهڙا آهن،
⑲ سو چوي ٿو ته مون کي اوهان جي ڪمن، اوهان جي پيار ۽ ايمان،

٢:١١ مڪا ٢٠:١٤، ٢١:٨ ٢:١٤ ڳا ٢٢:٥، ٧، ٣١:١٦، شر ٢٣:٤، ڳا ٢٥:١-٣
٢:١٧ خر ١٦:١٤-١٥، ١٦:٣٣-٣٤، يو ٦:٤٨-٥٠، يس ٦٢:٢، ٦٥:١٥

خدمت ۽ صبر جي خبر آهي. آءٌ اهو به ڄاڻان ٿو ته اوهان جا پويان ڪم
پهرين ڪان زياده آهن. (٢٠) پر مون کي اوهان جي باري ۾ هي چوڻو آهي
ته اها عورت اِيزبل، جيڪا پاڻ کي نبياڻي ٿي سڏائي، تنهن کي اوهين
برداشت ڪريو ٿا، جيتوڻيڪ اها منهنجي ٻانهن کي زنا ڪرڻ ۽ بتن تي
چاڙهيل قربانيءَ جي شين کائڻ جي تعليم ڏيئي گمراهه ٿي ڪري. (٢١) مون
انهيءَ کي مهلت ڏني ته توبهه‌تائب ٿئي، پر هوءَ پنهنجي زناڪاريءَ کان
توبهه ڪرڻ نه ٿي چاهي. (٢٢) ڏسو، آءٌ هن کي بستري داخل ٿو ڪريان
۽ جيڪي ساڻس زنا ٿا ڪن سي جيڪڏهن پنهنجن ڪمن کان توبهه نه
ڪندا ته کين به وڏيءَ مصيبت ۾ وجهندس. (٢٣) آءٌ انهيءَ عورت جي پوئلڳن
کي ماري ڇڏيندس ۽ پوءِ سڀني ڪليسيائن کي خبر پوندي ته آءٌ اهو آهيان
جيڪو اندر جا خيال ۽ دلين جا راز ڄاڻي ٿو. آءٌ اوهان مان هر هڪ کي
سندس ڪم جو اجر ڏيندس.
(٢٤) پر اوهان ٿواتيره جا باقي ماڻهو، جيڪي انهيءَ تعليم تي عمل نه ٿا ڪريو
۽ انهن ڳالهين کان اڻڄاڻ آهيو جن کي شيطان جون اونهيون ڳالهيون ٿا
چون، آءٌ اوهان کي چوان ٿو ته اوهان تي ڪو ٻيو بار نه وجهندس. (٢٥) پر
جيڪي اوهان کي مليو تنهن کي سوگهو جهليو جيستائين آءٌ اچان.
(٢٦) جيڪو غالب پوندو ۽ منهنجي مرضيءَ مطابق تون نبائيندو، تنهن کي
آءٌ قومن تي اختيار ڏيندس، (٢٧) جيئن مون کي پنهنجي پيءُ کان اختيار
مليل آهن. هو لوهه جي لٺ سان انهن تي حڪم هلائيندو ۽ کين ٺڪر
جي ٿانوَ وانگر ڀڃي ڀورا ڪندو. (٢٨) آءٌ هن کي صبح جو چمڪندڙ تارو
ڏيندس. (٢٩) جنهن کي ڪن آهن سو ٻڌي ته پاڪ روح ڪليسيائن کي
ڇا ٿو چوي.“

## سرديس واري ڪليسيا ڏانهن پيغام

٣ (١) ”سرديس واري ڪليسيا جي ملائڪ ڏانهن لک ته جنهن وٽ خدا
جا ست روح ۽ ست تارا آهن، سو هيئن چوي ٿو ته آءٌ اوهان جي

٢:٢٠ ١.با ١٦:٣١، ٢.با ٩:٢٢، ٣٠ ٢:٢٣ زب ٧:٩، ير ١٧:١٠، زب ٦٢: ١٢
٢:٢٦-٢٧ زب ٢:٨-٩

ڪمن کي ڄاڻان ٿو. ماڻهو اوهان کي جيئرو سمجهندا آهن، پر اوهين
نه مئل آهيو. ② اوهين سجاڳ ٿيو ۽ جيڪي شيون اوهان وٽ باقي آهن
تن کي سوگهو جهليو، ڇالاءِجو اهي ناس ٿيڻ تي آهن. مون اوهان جي
ڪنهن به ڪم کي پنهنجي خدا جي اڳيان پورو ٿيل نه ڏٺو. ③ تنهنڪري
جيڪي اوهان کي مليو آهي ۽ جيڪي ٻڌو اٿوَ تنهن تي عمل ڪريو ۽
توبهہ‌تائب ٿيو. جيڪڏهن اوهين سجاڳ نه ٿيندا ته آءٌ چور وانگر ايندس
۽ اوهان کي خبر ئي ڪانہ پوندي ته ڪهڙي وقت اچي اوهان جي مٿان
ڪڙڪندس.

④ پر سرديس ۾ اوهان وٽ ڪي اهڙا ماڻهو به آهن، جن پنهنجا ڪپڙا
پليت نه ڪيا آهن. اُهي پاڪ صاف ڪپڙا پائي مون سان گڏ گهمندا،
ڇالاءِجو اُهي انهيءَ لائق آهن. ⑤ جيڪو غالب پوندو، تنهن کي اهڙيءَ طرح
پاڪ صاف ڪپڙا پهرايا ويندا. آءٌ سندس نالو زندگيءَ جي ڪتاب مان اصل
ڪونہ ڪيندس، بلڪ آءٌ پنهنجي پيءُ ۽ سندس ملائڪن جي اڳيان اقرار
ڪندس ته اهو شخص منهنجو آهي.

⑥ جنهن کي ڪن آهن سو ٻڌي ته پاڪ روح ڪليسيائن کي ڇا
ٿو چوي.“

## فلدلفيا واري ڪليسيا ڏانهن پيغام

⑦ ”فلدلفيا واري ڪليسيا جي ملائڪ ڏانهن لک ته جيڪو پاڪ ۽ سچو
آهي، جنهن وٽ دائود جي ڪنجي آهي، جنهن جي کوليل کي ڪو بند نه
ڪندو ۽ جنهن جي بند ڪيل کي ڪوبہ کولي نه سگهندو، سو هيئن ٿو چوي
ته ⑧ مون کي اوهان جي ڪمن جي خبر آهي ۽ ڄاڻان ٿو ته اوهان ۾ ٿوري
طاقت آهي. اوهان منهنجي ڪلام تي عمل ڪيو ۽ منهنجي نالي کان انڪار
ڪين ڪيو. سو مون اوهان جي اڳيان هڪڙو دروازو کولي ڇڏيو آهي، جنهن
کي ڪوبہ بند ڪري نه ٿو سگهي. ⑨ ڏسو، ڪي ڪوڙا پاڻ کي يهودي ٿا

٣:٢ مت ٢٤:٤٣-٤٤، لو ١٢:٣٩-٤٠، مڪا ١٦:١٥ ٣:٥ خر ٣٢:٣٢-٣٣،
زب ٦٩:٢٨، مڪا ٢٠:١٢، مت ١٠:٣٢، لو ١٢:٨ ٣:٧ يس ٢٢:٢٢، ايو ١٢:١٤
٣:٩ يس ٤٩:٢٣، ٦٠:١٤، ٤٣:٤

سڏائين، پر حقيقت ۾ آهن ڪونه بلڪ شيطان جو ٽولو آهن، تن کي آءٌ اوهان
جي حوالي ڪندس. هو اچي اوهان جي پيرن تي ڪرندا، پوءِ کين خبر پوندي
ته آءٌ اوهان سان پيار ڪريان ٿو. ⑩ چالاءِجو اوهان منهنجو حڪم مڃي
صبر ڪيو، تنهنڪري آءٌ به اوهان کي آزمائش جي گهڙيءَ کان بچائيندس،
جيڪا زمين تي رهڻ وارن جي آزمائش لاءِ ساري جهان تي اچڻي آهي.
⑪ آءٌ جلد اچڻو آهيان، جيڪي اوهان وٽ آهي سو سنڀالي رکو ته ڪو به
اوهان جو تاج کسي نه وٺي.
⑫ جيڪو غالب پوندو، تنهن کي آءٌ هيڪل جو هڪ ٿنڀو بڻائيندس. اهو
هيڪل کان ڪڏهن به ٻاهر نه نڪرندو. آءٌ پنهنجي خدا جو نالو ۽ پنهنجي
خدا جي شهر، يعني نئين يروشلم جو نالو ۽ خود پنهنجو نالو انهيءَ شخص تي
لکندس. اهو شهر منهنجي خدا وٽان آسمان کان هيٺ لهي ايندو.
⑬ جنهن کي ڪن آهن سو ٻڌي ته پاڪ روح ڪليسيائن کي ڇا
ٿو چوي."

## لوديڪيا واري ڪليسيا ڏانهن پيغام

⑭ "لوديڪيا واري ڪليسيا جي ملائڪ ڏانهن لک ته جيڪو امين،
وفادار ۽ سچو شاهد آهي ۽ جنهن جي وسيلي خدا سڀ ڪجهه بڻايو، سو
هيئن ٿو چوي ته ⑮ مون کي اوهان جي ڪمن جي خبر آهي. اوهين نه ٿڌا
آهيو نڪي گرم، اوهين ٿڌا يا گرم هجو ها ته چڱو ٿئي ها. ⑯ پر اوهين
نه گرم نڪي ٿڌا، بلڪ نيم گرم آهيو. تنهنڪري آءٌ اوهان کي پنهنجي
وات مان ٿوڪاري ڇڏيندس. ⑰ اوهين چئو ٿا ته اسين دولتمند آهيون ۽
گهڻي دولت گڏ ڪئي اٿئون ۽ ڪنهن به شيءِ جي گهرج ڪانه اٿئون.
پر اوهان کي اها خبر ڪانهي ته اوهين بدبخت، ڏکيا، ڪنگال، انڌا ۽
اگهاڙا آهيو. ⑱ تنهنڪري آءٌ اوهان کي صلاح ٿو ڏيان ته مون کان باهه
۾ صاف ٿيل نج سون خريد ڪريو ته دولتمند ٿيو ۽ پاڪ صاف پوشاڪ
به وٺو ته پنهنجي اوگهڙ ڍڪي سگهو ۽ شرمسار نه ٿيو. پنهنجي اکين لاءِ
سرمو وٺو ته ڏسي سگهو.

---

١٢:٣ مڪا ٢:٢١، يس ٦٢:٢، ٦٥:١٥ ١٤:٣ مثل ٨:٢٢

(١٩) آءٌ جن سان پيار ڪندو آهيان تن کي تنبيهہ ۽ سيکت بہ ڏيندو
آهيان، تنهنڪري سرگرم ٿيو ۽ توبهہتائب ٿيو. (٢٠) ڏسو، آءٌ دروازي وٽ
بيهي ڪڙڪايان ٿو، جيڪڏهن ڪو ماڻهو منهنجو آواز ٻڌي دروازو کوليندو
تہ آءٌ اندر لنگهي ايندس ۽ انهيءَ سان گڏ ماني کائيندس ۽ اهو مون سان
گڏ کائيندو.

(٢١) جيڪو غالب پوندو تنهن کي آءٌ پاڻ سان گڏ تخت تي ويهاريندس،
جهڙيءَ طرح آءٌ پاڻ غالب پيس ۽ پنهنجي پيءُ سان گڏ سندس تخت تي ويٺس.
(٢٢) جنهن کي ڪن آهن، سو ٻڌي تہ پاڪ روح ڪليسيائن کي ڇا ٿو چوي.“

## عرش تي عبادت

٤ (١) انهن ڳالهين کان پوءِ مون نهاريو ۽ ڏٺو تہ آسمان ۾ هڪڙو کليل
دروازو آهي ۽ اهو توتاري جهڙو آواز جيڪو مون اڳ ۾ ٻڌو هو،
سو وري ٻڌڻ ۾ آيو ۽ چيائين تہ ”هيڏانهن اچ تہ آءٌ تو کي اهي ڳالهيون
ڏيکاريان، جيڪي هن کان پوءِ ٿيڻ واريون آهن.“ (٢) هڪدم آءٌ رويا
جي حالت ۾ اچي ويس ۽ ڏٺم تہ آسمان ۾ هڪڙو تخت رکيل هو ۽
انهيءَ تخت تي ڪو ويٺو هو. (٣) جيڪو انهيءَ تي ويٺو هو، سو زبرجد
۽ عقيق جهڙو نظر پئي آيو ۽ تخت جي چوڌاري اندلٺ هئي جا ڏسڻ ۾
زمرد جهڙي هئي. (٤) انهيءَ تخت جي چوڌاري چوويهہ تخت ٻيا بہ هئا ۽
انهن تختن تي مون چوويهہ بزرگ ويٺل ڏٺا، جن کي نوراني پوشاڪ پهريل
هئي ۽ انهن جي مٿن تي سونا تاج هئا. (٥) انهيءَ تخت مان کوٽيون، آواز ۽
گجگوڙون پئي نڪتيون. تخت جي اڳيان ست باهہ جا مشعل پئي ٻريا،
جيڪي خدا جا ست روح آهن. (٦) تخت جي اڳيان بلور جهڙو چٽ تہ
هڪڙو شيشي جو سمنڊ هو.

تخت جي چوڌاري چئني پاسن تي چار ساهوارا هئا، جن کي اڳيان
توڙي پٺيان اکيون ئي اکيون هيون. (٧) پهريون ساهوارو شينهن جهڙو هو،

١٩:٣ مثل ١٢:٣، عبر ٦:١٢ ٢:٤-٣ حز ٢٦:١-٢٨، ١:١٠
٥:٤ خر ١٦:١٩، مڪا ٥:٨، ١٩:١١، ١٨:١٦، حز ١٣:١، مڪا ٤:١، زڪ ٢:٤
٦:٤-٧ حز ٥:١-١٠، ١٤:١٠

ٻيو ڳابي جهڙو، ٽئين جو منهن ماڻهوءَ جهڙو هو ۽ چوٿون ساهوارو اڏامندڙ
عقاب جهڙو هو. ⑧ انهن چئني ساهوارن مان هر هڪ کي ڇهه پر هئا ۽
چوڌاري ٻاهر توڙي اندر اکين سان ڀريا پيا هئا. اهي رات ڏينهن سدائين
پيا ڳائين:

”قدوس، قدوس، قدوس،
خداوند خدا قادرِمطلق،
جيڪو آهي، جيڪو هو
۽ جيڪو اچڻ وارو آهي.“

⑨ جڏهن اهي ساهوارا انهيءَ جي تعظيم، عزت ۽ شڪرگذاريءَ جا گيت
ڳائين ٿا جيڪو تخت تي ويٺو آهي ۽ هميشه زنده رهندو، ⑩ تڏهن اهي
چوويهه بزرگ منهن ڀر ڪري انهيءَ کي سجدو ٿا ڪن، جيڪو تخت تي
ويٺو آهي ۽ هميشه زنده رهندو. اُهي سجدو ڪري پنهنجا تاج ان تخت
جي اڳيان رکن ٿا ۽ ڳائي چون ٿا ته

⑪ ”اي اسان جا خداوند ۽ خدا!
تون تعظيم، عزت ۽ قدرت جي لائق آهين،
ڇالاءِجو تو ئي سڀ شيون پيدا ڪيون
۽ تنهنجيءَ ئي مرضيءَ سان پيدا ٿيون
۽ وجود ۾ آيون.“

## ڪتاب ۽ گهيٽو

**۵** ① پوءِ مون تخت تي ويٺل جي ساڄي هٿ ۾ هڪڙو ڪتاب ڏٺو،
جيڪو اندران ۽ ٻاهران لکيل هو. اهو ستن مهرن سان بند ٿيل هو.
② مون هڪڙي زورآور ملائڪ کي ڏٺو، جنهن وڏي واڪي سان هي اعلان
ڪندي چيو ته ”ڪير آهي جيڪو هن ڪتاب جي کولڻ ۽ انهيءَ جي
مهرن ٽوڙڻ جي لائق هجي؟“ ③ پر ڪوبه شخص آسمان ۾، يا زمين تي،
يا زمين جي هيٺان انهيءَ ڪتاب کي کولي يا ان ۾ نهاري نه ٿي سگهيو.
④ آءٌ زاروزار روئڻ لڳس جو ڪوبه انهيءَ ڪتاب کي کولڻ يا اُن ۾ نهارڻ

۸:۴ حز ۱:۱۸، ۱۰:۱۲، يس ٦:۲-۳ ۱:۵ حز ۲:۹-۱۰، يس ۲۹:۱۱

جي لائق نہ نڪتو. ⑤ تڏهن بزرگن مان هڪڙي مون کي چيو تہ ”روءُ
نہ ڏس، هو يهوداہ قبيلي جو شينهن جيڪو دائود جي نسل مان آهي
۽ غالب پيو آهي، سو ئي انهيءَ ڪتاب کي کولي ۽ ستن ئي مهرن کي
ٽوڙي ٿو سگهي.“

⑥ مون انهيءَ تخت ۽ چئن ساهوارن ۽ انهن بزرگن جي وچ ۾ هڪڙو
گهيٽو بيٺل ڏٺو، جنهن کي ڄڻ تہ ڪُٺو ويو هو. انهيءَ کي ست سڱ ۽ ست
اکيون هيون. اُهي خدا جا ست روح آهن جيڪي ساري جهان ۾ موڪليا
ويا آهن. ⑦ گهيٽو آيو ۽ جيڪو تخت تي ويٺو هو، تنهن جي ساڄي هٿ مان
ڪتاب ورتائين. ⑧ جڏهن هن ڪتاب ورتو تہ اُهي چارئي ساهوارا ۽ چوويهہ
بزرگ انهيءَ گهيٽي جي پيرن تي ڪري پيا. انهن مان هر هڪ وٽ هڪڙو
تنبورو هو ۽ لوبان سان پريل سونا پيالا هئا. اُهي خدا جي قوم جون دعائون
آهن. ⑨ پوءِ اُهي هڪڙو نئون گيت ڳائڻ لڳا:

”تون ئي اهو ڪتاب وٺڻ
۽ ان جي مهرن ٽوڙڻ جي لائق آهين.
ڇالاءِجو تون ڪُٺو ويو هئين،
۽ سڀ ڪنهن قبيلي، ٻوليءَ، امت ۽ قوم منجهان،
ماڻهن کي تو پنهنجي رت سان
خدا جي لاءِ خريد ڪيو آهي.
⑩ تو انهن کي هڪ اهڙي بادشاهت بڻايو،
جنهن جو هر فرد ڪاهن آهي،
تہ جيئن هو اسان جي خدا جي خدمت ڪري،
اُهي زمين تي بادشاهي ڪندا.“

⑪ ڏسندي ڏسندي مون تخت، ساهوارن ۽ بزرگن جي چوڌاري تمام
گهڻن ملائڪن جا آواز ٻڌا، انهن جو تعداد لکن ۽ ڪروڙن ۾ هو. ⑫ اُهي
وڏي آواز سان ڳائي رهيا هئا تہ

”گهيٽو جو ڪُٺو ويو آهي،

---

**٥:٥** پيد ٤٩:٩، يس ١١:١، ١٠ **٥:٦** يس ٥٣:٧، زڪ ٤:١٠ **٥:٨** زب ١٤١:٢
**٥:٩** زب ٣٣:٣، ٩٨:١، يس ٤٢:١٠ **٥:١٠** خر ١٩:٦، مڪا ١:٦ **٥:١١** دان ٧:١٠

سو ئي قدرت، دولت، حڪمت،
طاقت، عزت، جلال
۽ تعريف جي لائق آهي."
⑬ پوءِ مون آسمان، زمين، زمين جي هيٺان ۽ سمنڊ جي سيني خلقيل شين
کي هي چوندي ٻڌو ته
"جيڪو تخت تي ويٺو آهي،
تنهن جي ۽ گهيٽي جي تعريف،
عزت، جلال ۽ حڪومت،
شل هميشه تائين قائم رهي."
⑭ انهن چئني ساهوارن چيو "آمين." پوءِ اُهي بزرگ منهن پر ڪري سجدو
ڪرڻ لڳا.

## گهيٽي جو مُهرن کي ٽوڙڻ

٦ ① پوءِ مون ڏٺو ته جڏهن گهيٽي انهن ستن مُهرن مان هڪ کي ٽوڙيو،
تڏهن انهن چئن ساهوارن مان هڪڙي کي گجگوڙ جهڙي آواز سان
چوندي ٻڌم ته "اچ." ② مون ڏٺو ته هڪڙو اڇو گهوڙو نظر آيو ۽ ان جي
سوار وٽ تير ڪمان هئا. کيس هڪڙو تاج ڏنو ويو ۽ هو فاتح جي انداز
۾ نڪتو ته جيئن وڌيڪ فتح ڪري.
③ جڏهن گهيٽي ٻي مُهر ٽوڙي ته مون ٻئي ساهواري کي چوندي ٻڌو
ته "اچ." ④ ايتري ۾ ٻيو گهوڙو نڪتو جيڪو ڳاڙهو هو. ان جي سوار
کي هي اختيار ڏنو ويو ته هو زمين تي صلح کي رهڻ نه ڏئي، ته جيئن
ماڻهو هڪبئي کي ماري ڇڏين. انهيءَ مقصد لاءِ هن کي هڪ وڏي
تلوار ڏني وئي.
⑤ جڏهن گهيٽي ٽئين مُهر ٽوڙي ته مون ٽئين ساهواري کي چوندي ٻڌو
ته "اچ" ۽ مون ڏٺو ته هڪڙو ڪارو گهوڙو نظر آيو. ان جي سوار جي
هٿ ۾ تارازي هئي. ⑥ مون ڄڻ ته چئني ساهوارن جي وچ مان هي آواز

٦:٢ زڪ ١:٨، ٦:٣، ٦ ٦:٤ زڪ ١:٨، ٦:٢ ٦:٥ زڪ ٦:٢، ٦

ٻڌو ته [1]”هڪ ڏينهن جي مزوريءَ جي عيوض هڪ ڪلوگرام ڪڻڪ يا ٽي
ڪلوگرام جوَ ملندا. پر زيتون جي تيل ۽ مئي کي زيان نه ڪر.“
(٧) جڏهن گهيٽي چوٿين مُهر ٽوڙي ته مون چوٿين ساهواري کي هي
چوندي ٻڌو ته ”اچ.“ (٨) ۽ مون کي پيلي رنگ جو گهوڙو نظر آيو. اُن جي
سوار جو نالو موت آهي ۽ عالم ارواح سندس پٺيان پئي آيو. موت ۽ عالم ارواح
کي زمين جي چوٿين حصي تي اهو اختيار ڏنو ويو ته جنگ، ڏڪار، بيماريءَ
۽ زمين جي جهنگلي جانورن سان ماڻهن کي ماري ڇڏين.
(٩) جڏهن گهيٽي پنجين مُهر ٽوڙي تڏهن مون قربان گاهه جي هيٺان انهن
جا روح ڏٺا، جيڪي خدا جي ڪلام ۽ ان جي شاهديءَ تي قائم رهڻ سبب
قتل ڪيا ويا هئا. (١٠) انهن وڏي آواز سان رڙيون ڪري چيو ته ”اي پاڪ ۽
سچا خداوند! تون ڪيستائين عدالت نه ڪندين ۽ زمين تي رهڻ وارن کان
اسان جي خون جو بدلو نه وٺندين؟“ (١١) انهن مان هر هڪ کي پاڪ صاف
پهراڻ ڏنو ويو ۽ کين چيو ويو ته ”اوهين اجا ٿوري وقت تائين آرام ڪريو،
جيستائين اوهان سان گڏ خدمت ڪندڙ ۽ اوهان جي ڀائرن ۽ ڀينرن جو تعداد
پورو نه ٿئي، جيڪي اوهان وانگر قتل ڪيا ويندا.“
(١٢) جڏهن گهيٽي ڇهين مُهر ٽوڙي تڏهن مون ڏٺو ته هڪڙو وڏو زلزلو
آيو. سج ڏاس جي کٿي جهڙو ڪارو ٿي پيو ۽ سڄو چنڊ رت جهڙو ٿي
پيو. (١٣) آسمان جا تارا زمين تي ڪري پيا، جيئن زوردار طوفان جي ڪري
انجير جي وڻ جو ڪچو ڦل ڪري پوندو آهي. (١٤) آسمان ائين گم ٿي
ويو، جيئن لڪيل ڪاغذ جو ورق اٿلائبو آهي ۽ سڀئي جبل ۽ ٻيٽ پنهنجي
جاين تان هٽي ويا. (١٥) دنيا جا بادشاهه، حاڪم، وڏا سردار، دولتمند ۽
پهلوان، سڀئي ٻانها ۽ آزاد ماڻهو غارن ۽ جبلن جي ڇپن ۾ وڃي لڪا.
(١٦) اهي جبلن ۽ ڇپن کي چوڻ لڳا ته ”اسان تي ڪري پئو ۽ جيڪو

[1] هڪ ڏينهن جي مزوريءَ: يعني هڪڙو چانديءَ جو عام سڪو. ڏسو متي ٢٠:٢.

٦:٨ حز ١٤:٢١ ٦:١٢ مڪا ١١:١٣، ١٦:١٨، يس ١٣:١٠، يوا ٢:١٠،
٣١، ٣:١٥، مت ٢٤:٢٩، مر ١٣:٢٤-٢٥، لو ٢١:٢٥ ٦:١٢-١٤ يس ٣٤:٤
٦:١٤ مڪا ١٦:٢٠ ٦:١٥ يس ٢:١٩، ٢١ ٦:١٦ هوس ١٠:٨، لو ٢٣:٣٠

تخت تي ويٺو آهي، تنهن جي نظر کان ۽ گهيٽي جي غضب کان اسان
کي لڪايو. ⑰ ڇاڪاڻ‌ته انهن جي ڪاوڙ جو زبردست ڏينهن اچي پهتو
آهي، ڪير ٿو بيهي سگهي؟"

## بني اسرائيل تي مُهر

① انهيءَ کان پوءِ مون زمين جي چئني ڪنڊن وٽ چار ملائڪ بيٺل
ڏٺا، جيڪي زمين جي چئني هوائن کي روڪيو بيٺا هئا ته جيئن زمين،
سمنڊ يا ڪنهن به وڻ کي هوا نه لڳي. ② پوءِ مون هڪ ٻئي ملائڪ کي
زنده خدا جي مُهر کنيو اڀرندي کان مٿي ايندي ڏٺو ۽ جن چئن ملائڪن
کي اهو اختيار ڏنو ويو هو ته اهي زمين ۽ سمنڊ کي نقصان رسائين، تن
کي انهيءَ ملائڪ وڏي آواز سان چيو ته ③ "جيستائين اسين پنهنجي خدا
جي ٻانهن جي پيشانين تي مُهر نه هڻون، تيستائين اوهين نه زمين، نه سمنڊ
۽ نڪي وڻن کي نقصان رسايو." ④ مون ٻڌو ته جن کي مُهر هنئي ويئي،
تن جو تعداد هڪ لک چوئيتاليهه هزار هو. اهي بني اسرائيل جي ٻارهن
قبيلن مان هئا، يعني:

⑤ يهوداہ جي قبيلي مان ٻارهن هزارن تي مُهر لڳي،
روبن جي قبيلي مان ٻارهن هزارن تي،
گد جي قبيلي مان ٻارهن هزارن تي،
⑥ آشر جي قبيلي مان ٻارهن هزارن تي،
نفتاليءَ جي قبيلي مان ٻارهن هزارن تي،
منسيءَ جي قبيلي مان ٻارهن هزارن تي،
⑦ شمعون جي قبيلي مان ٻارهن هزارن تي،
لاويءَ جي قبيلي مان ٻارهن هزارن تي،
اِسڪار جي قبيلي مان ٻارهن هزارن تي،
⑧ زبولون جي قبيلي مان ٻارهن هزارن تي،
يوسف جي قبيلي مان ٻارهن هزارن تي،
۽ بنيامين جي قبيلي مان ٻارهن هزارن تي مُهر لڳي.

٦:١٧ يوا ٢:١١، ملا ٣:٢ ٧:١ ير ٤٩:٣٦، دان ٧:٢، زڪ ٦:٥ ٧:٣ حز ٩:٤، ٦

## هڪ وڏو ميڙ

٩ انهن ڳالهين کان پوءِ مون کي هڪ وڏو ميڙ نظر آيو، جيڪو هر قوم،
قبيلي، امت ۽ هر ٻوليءَ مان هو ۽ جنهن کي ڪو به شمار ڪري نه ٿي سگهيو.
اُهي پاڪ صاف پهراڻ پايو، کجيءَ جون ٽاريون هٿن ۾ کنيو ان تخت ۽
گهيٽي جي اڳيان بيٺا هئا. ١٠ اُهي وڏي آواز سان چوڻ لڳا ته

”ڇوٽڪارو اسان جي خداوند جي طرفان آهي،
جيڪو تخت تي ويٺو آهي،
۽ گهيٽي جي طرفان به.“

١١ سيئي ملائڪ ان تخت، انهن بزرگن ۽ چئني ساهوارن جي چوڌاري
بيهي رهيا ۽ تخت جي اڳيان منهن ڀر ڪري خدا کي سجدو ڪري
١٢ چوڻ لڳا ته

”آمين، اسان جي خدا جي تعريف،
جلال، حڪمت، شڪرگذاري،
عزت، قدرت ۽ طاقت،
هميشه هميشه تائين هجي. آمين.“

١٣ انهن بزرگن مان هڪڙي مون کان پڇيو ته ”جيڪي پاڪ صاف
پهراڻ پايو بيٺا آهن، اُهي ڪير آهن ۽ ڪٿان آيا آهن؟“ ١٤ مون جواب
ڏنو ته ”اي منهنجا سائين! توهان ئي ڄاڻو ٿا.“ هن مون کي چيو
ته ”هي اُهي آهن جيڪي وڏيءَ مصيبت مان نڪري آيا آهن. انهن
پنهنجا پهراڻ ڌوتا ۽ گهيٽي جي رت ۾ پاڪ صاف ڪيا آهن. ١٥ انهيءَ
ڪري هي خدا جي تخت جي اڳيان آهن ۽ رات ڏينهن سندس
هيڪل ۾ عبادت پيا ڪن ۽ جيڪو تخت تي ويٺو آهي، سو هنن
جي مٿان تنبوءَ وانگر ڇانوَ ڪندو. ١٦ انهن کي وري ڪڏهن به بک
يا اڃ نه لڳندي ۽ نه وري ڪين اُس يا گرمي ستائيندي. ١٧ ڇالاءِجو
گهيٽو جيڪو تخت جي وچ ۾ آهي، سو هنن جو ڌنار ٿيندو ۽ ڪين

---

١٤:٧ دان ١٢:١، مت ٢٤:٢١، مر ١٣:١٩ ١٦:٧ يس ٤٩:١٠
١٧:٧ زب ٢٣:١، حز ٣٤:٢٣، زب ٢٣:٢، يس ٤٩:١٠، ٨:٢٥

آبِ‌حيات جي چشمن وٽ وٺي ويندو ۽ خدا سندن اکين مان ڳوڙها
اُگهي ڇڏيندو.“

## ستين مُهر ٽوڙڻ

۸ ① جڏهن گهيٽي ستين مُهر ٽوڙي ته اٽڪل اڌ ڪلاڪ تائين آسمان ۾
ماٺ ٿي ويئي. ② پوءِ مون اُهي ست ملائڪ ڏٺا، جيڪي خدا جي
اڳيان بيٺا هوندا آهن. انهن کي ست توتارا ڏنا ويا.
③ هڪڙو ٻيو ملائڪ آيو، جنهن جي هٿ ۾ سونو خوشبودان هو. اهو
قربان‌گاهه وٽ اچي بيٺو ۽ کيس گهڻو لوبان ڏنو ويو، ته جيئن خدا جي سڄي
قوم جي دعائن سان گڏ انهيءَ سوني قربان‌گاهه تي چاڙهي جيڪا تخت جي
اڳيان هئي. ④ اهو لوبان جو دونهون خدا جي قوم جي دعائن سان گڏ انهيءَ
ملائڪ جي هٿان مٿي ويو، جيڪو خدا جي اڳيان بيٺو آهي. ⑤ پوءِ ملائڪ
اهو خوشبودان کڻي، انهيءَ کي قربان‌گاهه جي باهه سان ڀري زمين تي اڇلائي
ڇڏيو، جنهن تي گجگوڙون، آواز ۽ کنوڻيون ٿيڻ لڳيون ۽ زلزلو آيو.

## توتارا

⑥ تنهن کان پوءِ جن ستن ملائڪن وٽ ست توتارا هئا، تن اُهي وڄائڻ
جي تياري ڪئي.
⑦ پهرين ملائڪ توتارو وڄايو ته رت سان گڏيل ڳڙا ۽ باهه پيدا ٿي
۽ زمين تي اڇلائي ويئي ته زمين جو ٽيون حصو ۽ وڻن جو ٽيون حصو ۽
سڀ سائو گاهه سڙي ويو.
⑧ ٻئي ملائڪ توتارو وڄايو ته ڄڻ باهه سان ٻرندڙ هڪڙو وڏو جبل سمنڊ
۾ اڇلايو ويو ۽ سمنڊ جو ٽيون حصو رت ٿي پيو. ⑨ سمنڊ جي مخلوق جو
ٽيون حصو مري ويو ۽ جهازن جو به ٽيون حصو تباهه ٿي ويو.
⑩ جڏهن ٽئين ملائڪ توتارو وڄايو ته هڪڙو مشعل وانگر ٻرندڙ وڏو تارو
آسمان مان دريائن جي ٽئين حصي ۽ پاڻيءَ جي چشمن مٿان ڪري پيو.

---

۸:۳ عا ۹:۱، خر ۳۰:۱-۳  ۸:۵ لاو ۱۶:۱۲، حز ۱۰:۲، خر ۱۹:۱۶، مڪا ۱۱:۱۹،
۱۶:۱۸  ۸:۷ خر ۹:۲۳-۲۵، حز ۳۸:۲۲  ۸:۱۰ يس ۱۴:۱۲

(١١) انهيءَ تاري جو نالو ”گوماندر“ آهي، جنهن سان پاڻيءَ جو ٽيون حصو
ڪڙو ٿي پيو ۽ پاڻي ڪڙي ٿيڻ ڪري ڪيترائي ماڻهو مري ويا.
(١٢) چوٿين ملائڪ توتارو وڄايو ته سج، چنڊ ۽ تارن جي ٽئين حصي کي
نقصان پهتو، جنهن ڪري انهن جو ٽيون حصو اونداهو ٿي پيو ۽ ڏينهن ۽
رات جو به ٽيون حصو اونداهو ٿي پيو.
(١٣) پوءِ مون آسمان جي وچ ۾ هڪڙي عقاب کي اڏامندي ڏٺو ۽ ڪيس
وڏي آواز سان چوندي ٻڌم ته ”ٽن ملائڪن جا توتارا وڄائڻ اجا باقي آهن
۽ جڏهن اُهي وڄايا ويندا ته زمين تي رهڻ وارن تي ڪيڏو نه افسوس ٿيندو،
ها افسوس صد افسوس.“

# ٩

(١) جڏهن پنجين ملائڪ توتارو وڄايو ته مون آسمان مان زمين تي هڪ
تارو ڪريل ڏٺو. اُن تاري کي اوڙاهه واري کڏ جي ڪنجي ڏني ويئي.
(٢) هُن اوڙاهه واري کڏ کولي ته اُن مان وڏي ڪُوري وانگر دونهون نڪرڻ لڳو.
انهيءَ کڏ جي دونهين جي ڪري سج ۽ هوا اونداها ٿي پيا. (٣) اُن دونهين مان
زمين تي مڪڙ نڪري آيا ۽ کين ايتري طاقت ڏني ويئي، جيتري زمين جي
وڇُن کي آهي. (٤) انهن مڪڙن کي چيو ويو ته ”زمين جي گاهه يا ڪنهن
سائي شيءِ يا ڪنهن وڻ کي نقصان نه رسائجو ۽ رڳو انهن ماڻهن کي نقصان
رسائجو، جن جي پيشانين تي خدا جي مهر لڳل نه هجي.“ (٥) مڪڙن کي
اهو اختيار نه ڏنو ويو ته انهن کي صفا ماري ڇڏين، پر کين پنجن مهينن
تائين عذاب ڏيندا رهن. هنن جو عذاب اهڙو هو جهڙو وِڇُونءَ جو ماڻهن
کي ڏنگڻ. (٦) انهن ڏينهن ۾ ماڻهو موت کي ڳوليندا پر لهي نه سگهندا،
هو مرڻ چاهيندا پر موت کانئن ڀڄي ويندو.
(٧) اهي مڪڙ ائين نظر اچي رهيا هئا، جهڙا جنگ لاءِ تيار ڪيل گهوڙا.
انهن جي مٿن تي جڻ ته سون جهڙا تاج هئا ۽ سندن منهن انسانن جهڙا
هئا. (٨) انهن جا وار عورتن جهڙا هئا ۽ سندن ڏند شينهن جي ڏندن جهڙا
هئا. (٩) انهن وٽ لوهه جهڙيون زرهون هيون ۽ سندن پرن جي آواز مان ائين

---

٨:١١ ير ٩:١٥ ٨:١٢ يس ١٣:١٠، حز ٣٢:٧، يوا ٢:١٠، ٣١، ٣:١٥
٩:٢ پيد ١٩:٢٨ ٩:٣ خر ١٠:١٢-١٥ ٩:٤ حز ٩:٤ ٩:٦ ايو ٣:٢١، ير ٨:٣
٩:٧ يوا ٢:٤ ٩:٨ يوا ١:٦ ٩:٩ يوا ٢:٥

پئي معلوم ٿيو ڇڻ ته ڪيترين ئي جنگي گهوڙي گاڏين ۽ گهوڙا جنگ ۾
ڪاهي پيا هجن. (۱۰) انهن جا پڇ ۽ ڏنگ وڇن جهڙا هئا ۽ انهن جي پڇن
۾ ماڻهن کي.پنجن مهينن تائين ايذاءُ رسائڻ جي طاقت هئي. (۱۱) اوڙاهه وارو
ملائڪ انهن جو بادشاهه هو. انهيءَ جو نالو عبراني ٻوليءَ ۾ ابدون ۽ يوناني
ٻوليءَ ۾ اپليون آهي، جن جي معنيٰ آهي ”ناس ڪندڙ.“
(۱۲) پهرين مصيبت گذري ويئي، پر ٻه ٻيون مصيبتون اڃا باقي آهن،
جيڪي هن کان پوءِ اينديون.
(۱۳) جڏهن ڇهين ملائڪ توتارو وڄايو ته مون هڪڙو آواز ٻڌو. اهو آواز
انهيءَ سوني قربانگاهه جي سڱن وارين چئني ڪنڊن کان اچي رهيو هو،
جيڪا خدا جي اڳيان رکيل هئي. (۱۴) اُن آواز انهيءَ توتاري واري ڇهين ملائڪ
کي چيو ته ”جيڪي چار ملائڪ وڏي درياءَ فرات وٽ ٻڌل آهن، تن کي
ڇوڙي ڇڏ.“ (۱۵) پوءِ انهن چئني ملائڪن کي ڇوڙيو ويو ته جيئن انسانن
جي ٽئين حصي کي ماري ڇڏين. اُهي ملائڪ ان خاص مهل، ڏينهن،
مهيني ۽ سال جي لاءِ تيار ڪيا ويا هئا. (۱۶) مون ٻڌو ته گهوڙي سوارن جو
تعداد ويهه ڪروڙ هو. (۱۷) مون رويا ۾ گهوڙا ۽ سندن سوار ڏٺا، جن جي
زرهن جو رنگ ڇڻ ته باهه وانگر ڳاڙهو، نيرو ۽ گندرف جهڙو پيلو هو. انهن
گهوڙن جا منهن شينهن جي منهن جهڙا هئا ۽ سندن وات مان باهه، دونهون ۽
گندرف پئي نڪتو. (۱۸) اُهي ٽيئي آفتون يعني باهه، دونهون ۽ گندرف جيڪي
گهوڙن جي منهن مان پئي نڪتيون، تن انسانن جو ٽيون حصو ماري ڇڏيو.
(۱۹) انهن گهوڙن جو زور سندن واتن ۽ پڇن ۾ هو، ڇالاءِجو انهن جا پڇ نانگن
جهڙا هئا ۽ انهن پڇن ۾ سسيون به هيون جن سان هنن ايذاءُ ٿي رسايو.
(۲۰) جيڪي ماڻهو باقي بچيا جن کي انهن آفتن نه ماريو، تن نه توبهه ڪئي
۽ نڪي هنن پنهنجن ٺاهيل بتن کي ڇڏيو. اُهي بدروحن ۽ سون، چانديءَ،
پتل، پٿر ۽ ڪاٺ جي ٺهيل بتن جي عبادت ڪرڻ کان نه مڙيا، جيتوڻيڪ
اهڙيون شيون نه ڏسي سگهن ٿيون، نه ٻڌي سگهن ٿيون ۽ نڪي گهمي
ڦري سگهن ٿيون. (۲۱) انهيءَ کان سواءِ هنن قتل، جادوگريءَ، حرامڪاريءَ ۽
چوريءَ جي ڪمن کان به توبهه نه ڪئي.

۱۳:۹ خر ۳۰:۱-۳   ۲۰:۹ زب ۱۱۵:۴-۷، ۱۳۵:۱۵-۱۷، دان ۵:۲۳

## ملائڪ ۽ ننيڙو ڪتاب

١٠ ①پوءِ مون هڪڙي زورآوار ملائڪ کي آسمان مان لهندي ڏٺو،
جيڪو ڪڪر سان ڍڪيل هو ۽ سندس مٿي تي انڊلٺ هئي.
هن جو منهن سج جهڙو هو ۽ سندس ٽنگون باهه جي ٿنڀن جهڙيون هيون.
②هن جي هٿ ۾ هڪڙو ننيڙو کليل ڪتاب هو. هن پنهنجو ساڄو پير
سمنڊ تي ۽ کاٻو پير زمين تي رکيو. ③پوءِ هن وڏي آواز سان اهڙي رڙ ڪئي
جهڙي شينهن جي گجگوڙ ۽ جڏهن هن رڙ ڪئي ته گجگوڙن جا ست آواز
ٿيا. ④جڏهن گجگوڙن جا ست آواز ٻڌڻ ۾ آيا ته مون لکڻ جو ارادو ڪيو.
پر آسمان مان هڪڙو آواز ٻڌم جنهن چيو ته ”جيڪي ڳالهيون انهن ستن
گجگوڙن ڪيون، تن کي راز ۾ رک ۽ لک نه.“
⑤ان کان پوءِ جنهن ملائڪ کي مون سمنڊ ۽ زمين تي بيٺو ڏٺو، تنهن
پنهنجو ساڄو هٿ آسمان ڏانهن ڪنيو ⑥۽ سدائين زنده خدا جنهن آسمان،
زمين، سمنڊ ۽ جيڪي منجهن آهي تن کي پيدا ڪيو آهي، انهيءَ جو قسم
کڻي چيائين ته ”هاڻي وڌيڪ دير نه ٿيندي. ⑦پر انهيءَ وقت جڏهن ستون
ملائڪ توتارو وڄائڻ وارو هوندو تڏهن خدا جو راز پورو ٿيندو، جيڪو هن
پنهنجي ٻانهن يعني نبين تي ظاهر ڪيو هو.“
⑧پوءِ جيڪو آواز مون آسمان مان ٻڌو هو، تنهن وري مون کي چيو
ته ”وڃ ۽ جيڪو ملائڪ سمنڊ ۽ زمين تي بيٺو آهي، تنهن جي هٿ
مان اهو کليل ڪتاب وٺي وٺ.“ ⑨آءٌ انهيءَ ملائڪ وٽ ويس ۽ کيس
چيم ته ”اهو ننيڙو ڪتاب مون کي ڏي.“ هن مون کي چيو ته ”وٺ
۽ کاءُ، اهو تنهنجو پيٽ ڪڙو ڪندو، پر تنهنجو وات اهڙو مٺو ٿيندو
جهڙي ماکي.“ ⑩مون اهو ننيڙو ڪتاب ملائڪ کان ورتو ۽ کاڌم.
اهو منهنجي وات ۾ ماکيءَ جهڙو مٺو لڳو. پر جڏهن کائي بس ڪيم
ته منهنجو پيٽ ڪڙو ٿي پيو. ⑪پوءِ مون کي چيو ويو ته ”تو کي هڪ
دفعو وري اُمتن، قومن، ٻولين ۽ بادشاهن جي باري ۾ پيشنگوئي ڪرڻي
پوندي.“

١٠:٥-٧ خر ٢٠:١١، شر ٣٢:٤٠، دان ١٢:٧، عا ٣:٧ ١٠:٨-١٠ حز ٢:٨-٣:٣

## ٻہ شاھد

١١ (١)مون کي ماپ ڪرڻ لاءِ هڪڙو ڪانو ڏنو ويو ۽ چيو ويو
تہ ”اُٿ ۽ وڃي خدا جي هيڪل ۽ قربانگاھہ جي ماپ ڪر
۽ جيڪي اُن ۾ عبادت ڪن ٿا تن کي ڳڻ. (٢)پر هيڪل جي اڱڻ کي
ڇڏي ڏي ۽ ان جي ماپ نہ ڪر، ڇاڪاڻ‌تہ اهو غير قومن کي ڏنو ويو
آهي ۽ اهي پاڪ شهر کي ٻائيتاليهن مهينن تائين لتاڙيندا. (٣)آءٌ پنھنجي
ٻن شاهدن کي اختيار ڏيندس ۽ اهي ڪٿو ڍڪي هڪ هزار ٻہ سؤ سٺ
ڏينهن تائين پيشنگوئي ڪندا.“
(٤)اُهي ٻہ شاهد ٻہ زيتون جا وڻ ۽ ٻہ شمعدان آهن، جيڪي ڌرتيءَ جي
مالڪ جي حضور ۾ بيٺا آهن. (٥)جيڪڏهن ڪو انهن کي نقصان رسائڻ
جي ڪوشش ڪري ٿو تہ انهن جي وات مان باھہ ٿي نڪري ۽ سندن دشمنن
کي ساڙي ٿي ڇڏي. سو جيڪڏهن ڪو ماڻهو انهن کي نقصان رسائڻ جي
ڪوشش ڪندو تہ اهو بہ اهڙيءَ طرح مارجي ويندو. (٦)انهن شاهدن کي
اختيار آهي تہ آسمان بند ڪري ڇڏين ۽ جيستائين هو پيشنگوئي ڪندا رهن،
تيستائين مينهن نہ وسي. انهن کي پاڻيءَ تي اختيار آهي تہ ان کي بدلائي رت
بڻائي ڇڏين ۽ جيترا دفعا چاهين زمين تي هر طرح جون آفتون آڻين.
(٧)جڏهن اُهي پنهنجي شاهدي پوري ڪندا، تڏهن هڪڙو حيوان اوڙاھہ
مان نڪرندو جو ساڻن وڙهندو ۽ مٿن غالب پئي کين ماري وجهندو. (٨)سندن
لاش انهيءَ وڏي شهر جي رستي تي پيا هوندا، جتي انهن جي خداوند کي
صليب تي چاڙهيو ويو هو. انهيءَ شهر کي مثالي طرح سدوم ۽ مصر ٿا سڏين.
(٩)انهن جي لاشن کي سڀني اُمتن، قبيلن، ٻولين ۽ قومن جا ماڻهو ساڍن ٽن
ڏينهن تائين ڏسندا رهندا ۽ قبر ۾ دفن ٿيڻ نہ ڏيندا. (١٠)زمين تي رهڻ وارا انهن
جي موت تي خوشيون ۽ تماشا ڪندا ۽ هڪ ٻئي ڏانهن سوکڙيون موڪليندا،
ڇاڪاڻ‌تہ انهن ٻنهي نبين ماڻهن کي ڏاڍو پريشان ڪيو هو.

---

١١:١ حز ٤٠:٣، زڪ ٢:١-٢ ١١:٢ لو ٢١:٢٤ ١١:٤ زڪ ٤:٣، ١١-١٤
١١:٦ ١.با ١٧:١، خر ٧:١٧-١٩، ١.سم ٤:٨ ١١:٧ دان ٧:٧، ٢١، مڪا
١٣:٥-٧، ١٧:٨ ١١:٨ يس ١:٩-١٠

⑪ سادن ٽن ڏينهن کان پوءِ خدا انهن ۾ وري حياتيءَ جو روح ڦوڪيو ۽
اُهي اٿي کڙا ٿيا ۽ ڪين ڏسڻ وارن کي ڏاڍو خوف ٿيو. ⑫ انهن نبين آسمان
مان هڪڙو وڏو آواز ٻڌو جنهن کين چيو ته ”هيڏانهن اچو.“ هو ڪڪر تي
سوار ٿي آسمان ڏانهن ويا ۽ دشمن کين ڏسندا رهيا. ⑬ انهيءَ مهل هڪڙو
وڏو زلزلو آيو ۽ شهر جو ڏهون حصو ڪري پيو. انهيءَ زلزلي ۾ ست هزار ماڻهو
مري ويا ۽ باقي ٻيا ڊڄي ڪري آسمان جي خدا جي واکاڻ ڪرڻ لڳا.
⑭ ٻي مصيبت لنگهي ويئي ۽ ٽئين مصيبت جلد اچڻ واري آهي.

## ستون توتارو

⑮ جڏهن ستين ملائڪ توتارو وڄايو ته آسمان تي وڏا آواز ٿيڻ لڳا ۽ چوڻ
لڳا ته ”اسان جي خداوند ۽ سندس مسيح جي دنيا تي بادشاهت قائم ٿي
ويئي آهي ۽ هو هميشه هميشه تائين بادشاهي ڪندو رهندو.“ ⑯ پوءِ اُهي
چوويهه بزرگ جيڪي خدا جي اڳيان پنهنجي پنهنجي تخت تي ويٺا هئا،
سي منهن ڀر ڪري خدا کي سجدو ڪري ⑰ چوڻ لڳا ته

”اي خداوند، قادرِمطلق خدا!
تون آهين ۽ تون هئين.
اسين تنهنجا شڪرانا بجاءِ آڻيون ٿا،
ڇالاءِجو تون پنهنجي وڏي قدرت ڏيکاري
بادشاهي ڪرڻ لڳو آهين.
⑱ قومن کي ڪاوڙ لڳي ۽ تنهنجو غضب نازل ٿيو.
اهو وقت اچي ويو آهي،
جڏهن مري ويلن جو انصاف ٿيندو.
تنهنجي ٻانهن، يعني نبين ۽ چونڊيلن،
۽ ننڍن توڙي وڏن،
جيڪي تنهنجي نالي کان ڊڄن ٿا،
تن کي سندن اجر ڏنو ويندو،

۱۱:۱۱ حز ۳۷:۱۰ ۱۲:۱۱ ۲با ۲:۱۱ ۱۳:۱۱ مڪا ۶:۱۲، ۱۶:۱۸
۱۵:۱۱ خر ۱۵:۱۸، دان ۲:۴۴، ۷:۱۴،۲۷ ۱۸:۱۱ زب ۲:۵، ۱۱۰:۵، ۱۱۵:۱۳

۽ جيڪي دنيا کي برباد ڪن ٿا،
تن کي برباد ڪيو ويندو.“

(١٩) خدا جي هيڪل جيڪا آسمان ۾ آهي، سا کولي ويئي ۽ هيڪل ۾
عهد جي صندوق نظر آئي ۽ پوءِ کنوڻيون، آواز ۽ گجگوڙون ٿيڻ لڳيون،
زلزلو آيو ۽ وڏا ڳڙا پيا.

## عورت ۽ ازدها

١٢ (١) پوءِ آسمان ۾ هڪڙو وڏو عجيب نشان ڏسڻ ۾ آيو، يعني
هڪ عورت نظر آئي، جيڪا سج سان ڍڪيل هئي ۽ چنڊ انهيءَ
جي پيرن هيٺان هو، ٻارهن تارن جو تاج سندس مٿي تي رکيل هو. (٢) اُها
پيٽ پرئي سان هئي ۽ ويم جي سورن جي ڪري رڙيون پئي ڪيائين،
ڇالاءِجو ٻار ڄڻڻ تي هئي.
(٣) ان سان گڏ آسمان ۾ هڪڙو ٻيو به نشان نظر آيو، يعني هڪڙو وڏو
ڳاڙهو ازدها، جنهن کي ست مٿا ۽ ڏهه سڱ هئا، سندس مٿن تي ست
تاج هئا. (٤) انهيءَ جي پڇ آسمان جي تارن جو ٽيون حصو ڇڪي زمين
تي ڪيرائي وڌو. ازدها انهيءَ عورت جي اڳيان وڃي بيهي رهيو، جيڪا ٻار
ڄڻڻ تي هئي ته جنهن مهل هوءَ ٻار ڄڻي ته سندس ٻار کي ڳڙڪائي ڇڏي.
(٥) عورت کي پٽ ڄائو، يعني اهو ٻار جيڪو سڀني قومن تي لوهه جي لٺ
سان حڪم هلائيندو. اهو ٻار هڪدم خدا ۽ سندس تخت ڏانهن کڄي
ويو. (٦) عورت بيابان ڏانهن ڀڄي ويئي، جتي خدا هن جي لاءِ هڪ جاءِ
تيار ڪري ڇڏي هئي، ته جيئن اُتي هڪ هزار ٻه سؤ سٺ ڏينهن تائين
سندس پرورش ٿي سگهي.
(٧) ان کان پوءِ آسمان ۾ جنگ لڳي، ميڪائيل ۽ سندس ملائڪ انهيءَ
ازدها سان وڙهڻ لاءِ نڪتا. ازدها ۽ سندس ملائڪ به انهن سان وڙهيا،
(٨) پر کين شڪست آئي. تنهنڪري آسمان ۾ انهن جي ڪا به جاءِ نه رهي.
(٩) اهو وڏو ازدها يعني قديم نانگ، جيڪو ابليس ۽ شيطان به سڏبو آهي ۽

١١:١٩ مڪا ٣:٨، ١٦:١٨، ٢١ ١٢:٣ دان ٧:٧ ١٢:٤ دان ٨:١٠ ١٢:٥ يس
٦٦:٧، زب ٢:٩ ١٢:٧ دان ١٠:١٣، ٢١، ١٢:١، يهو ٩ ١٢:٩ پيد ٣:١، لو ١٠:١٨

جيڪو ساري جهان کي گمراهہ ٿو ڪري، سو زمين تي اڇلايو ويو ۽ سندس ملائڪ بہ ساڻس گڏ هيٺ اڇلايا ويا.

⑩ پوءِ مون آسمان مان هڪڙو وڏو آواز ٻڌو، جنهن چيو تہ
"هاڻي اسان جي خدا جو ڇوٽڪارو،
قدرت ۽ بادشاهت
۽ سندس مسيح جي اختياري آئي آهي.
ڇالاءِجو اسان جي ڀائرن ۽ ڀينرن تي الزام هڻڻ وارو،
جيڪو رات ڏينهن
اسان جي خدا جي اڳيان
مٿن الزام هڻي رهيو هو،
سو هيٺ اڇلايو ويو آهي.
⑪ پر اسان جا ڀائر ۽ ڀيڻون
گهيٽي جي رت جي وسيلي
۽ پنهنجي شاهديءَ جي ڪري
مٿس غالب پيا.
ڇالاءِجو هنن موت تائين بہ
پنهنجو ساهہ پيارو نہ ڪيو.
⑫ تنهنڪري اي آسمانو ۽ آسمان جا رهاڪو!
اوهين خوشيون ڪريو.
پر اي زمين ۽ سمنڊ!
اوهان لاءِ افسوس آهي،
ڇالاءِجو ابليس ڏاڍيءَ ڪاوڙ مان
اوهان ڏانهن لهي آيو آهي،
انهيءَ ڪري جو خبر اٿس تہ
سندس وقت باقي ٿورو وڃي بچيو آهي."

⑬ جڏهن انهيءَ اژدها ڏٺو تہ کيس زمين تي ڪيرايو ويو آهي، تڏهن هو انهيءَ عورت کي ستائڻ لڳو جنهن کي پٽ ڄائو هو. ⑭ پر عورت

۱۲: ۱۰ ايو ۱: ۹-۱۱، زڪ ۳: ۱ **۱۲: ۱۴** دان ۷: ۲۵، ۱۲: ۷

ڪي وڏي عقاب جا ٻه پر ڏنا ويا، ته جيئن هوءَ بيابان ۾ پنهنجيءَ جاءِ تي
پهچي وڃي ۽ نانگ کان محفوظ رهي، جتي ساڍن ٽن سالن تائين سندس
پرورش ٿيندي هئي. ⑮ پوءِ نانگ انهيءَ عورت جي پٺيان پنهنجي وات مان
درياءَ وانگر پاڻي وهايو ته جيئن کيس وهڪري ۾ وهائي ڇڏي. ⑯ پر زمين
انهيءَ عورت جي مدد ڪئي ۽ پنهنجو وات کولي انهيءَ درياءَ جي پاڻيءَ
کي پي ويئي، جيڪو ازدها پنهنجي وات مان وهايو هو. ⑰ ازدها کي
عورت تي ڏاڍي ڪاوڙ آئي. تنهنڪري هو عورت جي باقي اولاد سان
جنگ ڪرڻ لاءِ هليو ويو، يعني انهن سان جيڪي خدا جي حڪمن
تي هليا ۽ عيسيٰ جي شاهدي تي ڏنائون. ⑱ پوءِ اهو ازدها سمنڊ جي
واريءَ تي وڃي ويٺو.

## ٻه حيوان

١٣ ① پوءِ مون هڪڙي حيوان کي سمنڊ مان نڪرندي ڏٺو، جنهن
کي ڏهه سڱ ۽ ست مٿا هئا. سندس سڱن تي ڏهه تاج هئا ۽
سندس مٿن تي ڪفر جا نالا لکيل هئا. ② مون جيڪو حيوان ڏٺو سو چيتي
جهڙو هو، پر سندس پير رڇ جهڙا هئا ۽ وات شينهن جي وات جهڙو هوس.
ازدها اُن حيوان کي پنهنجي طاقت، تخت ۽ وڏو اختيار ڏنو. ③ مون ڏٺو
ته هن جي هڪڙي مٿي تي موتمار ڌڪ لڳل هو، پر اهو موتمار زخم ڇٽي
ويو هو. سڄي دنيا حيران ٿي انهيءَ حيوان جي پٺيان اچڻ لڳي. ④ ماڻهن
ازدها جي پوڄا ڪئي، ڇاڪاڻ ته هن انهيءَ حيوان کي اختيار ڏنو هو. انهن
حيوان جي به پوڄا ڪئي ۽ چيائون ته ”هن حيوان جهڙو ڪير آهي ۽ ڪير
هن سان وڙهي ٿو سگهي؟“
⑤ انهيءَ حيوان کي هڪڙو وات ڏنو ويو، جنهن سان هن وڏيون ڳالهيون
پئي ڪيون ۽ ڪفر بڪي رهيو هو. هن کي اهو اختيار ڏنو ويو ته ٻائيتاليهن
مهينن تائين پنهنجو ڪم جاري رکي. ⑥ هن پنهنجو وات کوليو ۽ خدا ۽
سندس نالي ۽ سندس عرش عظيم جي خلاف ۽ اتي رهڻ وارن جي خلاف

١٣:١ دان ٧:٣، مڪا ١٧:٣-٧، ١٢ ١٣:٢ دان ٧:٤-٦ ١٣:٥-٦ دان
٧:٨، ٢٥، ١١:٣٦

ڪفر بڪڻ لڳو. (٧) انهيءَ کي اهو اختيار ڏنو ويو تہ هو خدا جي قوم سان جنگ ڪري کين شڪست ڏئي. هن کي سڀني قبيلن، اُمتن، ٻولين ۽ قومن تي بہ اختيار ڏنو ويو. (٨) زمين جا سڀئي رهاڪو سندس پوڄا ڪندا، سواءِ انهن جي جن جا نالا دنيا جي شروعات کان وٺي زندگيءَ جي ڪتاب ۾ لکيل آهن، جيڪو ڪُٺل گهيٽي جو آهي.

(٩) جنهن کي ڪن آهن سو ٻڌي. (١٠) جيڪڏهن ڪو قيد ٿيڻو آهي تہ اهو قيد ۾ ويندو ۽ جيڪڏهن ڪو تلوار سان قتل ٿيڻو آهي تہ اهو تلوار سان قتل ڪيو ويندو. اهو آهي خدا جي قوم جو صبر ۽ ايمان.

(١١) پوءِ مون هڪڙي ٻئي حيوان کي زمين مان نڪرندي ڏٺو، جنهن کي گهيٽي وانگر بہ سڱ هئا، پر هن ازدها وانگر ٿي ڳالهايو. (١٢) انهيءَ حيوان پهرين حيوان جي روبرو ان جو سڄو اختيار ٿي هلايو. هن زمين ۽ ان جي رهاڪن کان انهيءَ پهرين حيوان جي پوڄا ٿي ڪرائي، جنهن جو موتمار زخم ڇٽي ويو هو. (١٣) هُن وڏا معجزا ٿي ڏيکاريا، ايتري تائين جو ماڻهن جي سامهون آسمان مان زمين تي باهہ ٿي وسايائين. (١٤) اُن حيوان کي اهو اختيار ڏنو ويو تہ پهرين حيوان جي روبرو معجزا ڏيکاري. انهن معجزن جي ڪري زمين جا رهاڪو گمراهہ ٿي رهيا هئا. هُن انهن کي چيو تہ انهيءَ حيوان جو بت ٺاهيو جنهن کي ترار سان سخت زخمي ڪيو ويو هو، پر پوءِ اهو جيئرو ٿي پيو. (١٥) انهيءَ ٻئي حيوان کي اهو اختيار ڏنو ويو تہ پهرين حيوان جي بوتي ۾ روح ڦوڪي وجهي، تہ جيئن اهو بت ڳالهائي ۽ جيڪي ماڻهو انهيءَ بت جي پوڄا نہ ڪن تن کي مارائي ڇڏي. (١٦) هن سڀني ننڍن ۽ وڏن، دولتمندن ۽ غريبن، آزادن ۽ غلامن کي سندن ساڄي هٿ يا پيشانيءَ تي هڪڙو نشان هڻائي ڇڏيو. (١٧) ڪوبہ شخص نہ ڪا شيءِ خريد ڪري ٿي سگهيو ۽ نہ وڪڻي ٿي سگهيو، جيستائين ان تي اهو نشان نہ هجي، يعني انهيءَ حيوان جو نالو يا سندس نالي جو عدد.

(١٨) انهيءَ ڳالهہ کي سمجهڻ لاءِ وڏي سياڻپ جي ضرورت آهي، جنهن کي سمجهہ آهي، سو انهيءَ حيوان جي نالي جو عدد ڳڻي، ڇاڪاڻ تہ اهو ڪنهن ماڻهوءَ جو عدد آهي ۽ اهو عدد ڇهہ سؤ ڇاهٺ آهي.

---

١٣:٧ دان ٧:٢١   ١٣:٨ زب ٦٩:٢٨   ١٣:١٠ يرم ١٥:٢، ٤٣:١١

## گھيٽي جا ساٿي

# ۱۴

(۱) پوءِ مون ڏٺو تہ گھيٽو [1]صيئون جبل تي بيٺو آهي ۽ ساڻس گڏ
هڪ لک چوئيتاليهہ هزار ماڻهو آهن، جن جي پيشانين تي هن جو
۽ سندس پيءُ جو نالو لکيل آهي. (۲) مون آسمان مان هڪڙو آواز ٻڌو، جيڪو
زور سان وهندڙ پاڻيءَ ۽ گجگوڙ جي آواز جهڙو هو. اهو آواز تنبورن وارن جو
هو، جن جڻ تہ تنبورا پئي وڄايا. (۳) اُهي چئني ساهوارن، بزرگن ۽ تخت
جي اڳيان هڪ نئون گيت ڳائي رهيا هئا ۽ رڳو اُهي هڪ لک چوئيتاليهہ
هزار ماڻهو ئي اهو گيت سکي سگھيا، جيڪي دنيا مان خريد ڪيا ويا هئا.
(۴) هي اُهي ماڻهو آهن جن عورتن کي هٿ بہ نہ لاتو، پر ڪنوارا آهن ۽ گھيٽي
جي پٺيان هلن پيا. جيڏانهن هو وڃي ٿو، اوڏانهن وڃن ٿا. اُهي انسانن مان
خريد ڪيا ويا آهن، تہ جيئن خدا ۽ گھيٽي جو پهريون ڦل ٿين. (۵) انهن جي
وات مان ڪڏهن بہ ڪوڙ نہ نڪتو. اهي بيعيب آهن.

## ٽن ملائڪن جا پيغام

(۶) تنهن کان پوءِ مون هڪڙو ملائڪ آسمان ۾ اڏامندي ڏٺو، جنهن وٽ
زمين جي رهاڪن يعني سڀني قومن، قبيلن، ٻولين ۽ اُمتن کي ٻڌائڻ لاءِ هميشہ
جي خوشخبري هئي. (۷) هُن وڏي آواز سان چيو تہ ”خدا کان ڊڄو ۽ سندس
تعريف ڪريو، ڇالاءِجو عدالت جو وقت اچي پهتو آهي. انهيءَ جي عبادت
ڪريو، جنهن آسمان، زمين، سمنڊ ۽ پاڻيءَ جا چشما پيدا ڪيا آهن.“
(۸) هن جي پٺيان هڪڙو ٻيو ملائڪ آيو ۽ چيائين تہ ”ڪري پيو، اهو
وڏو شهر بابل ڪري پيو، جنهن سڀني قومن کي پنهنجي زناڪاريءَ جي مئي
پيئاري، جنهن جي ڪري خدا جو عذاب ايندو.“

---

[1] صيئون جبل: هن جبل تي اڏيل يروشلم شهر ۾ مقدس هيڪل تعمير ٿيل هئي، جيڪا خدا جي عبادت لاءِ يهودين جي مخصوص جاءِ هئي.

۱۴:۱ حز ۹:۴، مڪا ۷:۳ ۱۴:۵ صف ۳:۱۳ ۱۴:۸ يس ۲۱:۹، ير ۵۱:۸، مڪا ۱۸:۲

⑨ انهن جي پٺيان هڪڙو ٽيون ملائڪ آيو ۽ وڏي آواز سان چوڻ لڳو ته ”جيڪڏهن ڪو ماڻهو انهيءَ حيوان يا سندس بت جي پوڄا ڪندو ۽ پنهنجي پيشانيءَ يا هٿ تي سندس نشان هڻائيندو، ⑩ ته انهيءَ کي خدا جي غضب جي مئي مان پيئڻو پوندو، يعني اها خالص مئي جيڪا سندس غضب جي پيالي ۾ وڌي وئي آهي. انهيءَ شخص کي پاڪ ملائڪن ۽ گهيٽي جي اڳيان باهه ۽ گندرف جو عذاب ڏنو ويندو. ⑪ انهن جي عذاب جو دونهون سدائين پيو نڪرندو رهندو ۽ جيڪي ماڻهو انهيءَ حيوان ۽ سندس بت جي پوڄا ڪن ٿا ۽ سندس نالي جو نشان هڻائين ٿا، تن کي رات ڏينهن آرام ڪونه ملندو. ⑫ اهو آهي انهن خدا جي قوم وارن جو صبر، جيڪي خدا جي حڪمن تي ٿا هلن ۽ عيسيٰ تي ايمان ٿا آڻين.“

⑬ پوءِ مون آسمان مان هڪڙو آواز ٻڌو جنهن چيو ته ”لک، سڀاڳا آهن اُهي، جيڪي اڄ کان وٺي مسيح جا ٿي ٿا مرن. پاڪ روح چوي ٿو ته هائو، اهو سچ آهي ته اُهي پنهنجي پورهين کان واندا ٿي آرام ڪندا، ڇاڪاڻ ته اهي پنهنجي ڪمن جو نتيجو پاڻ سان کڻي ٿا وڃن.“

## زمين جو لابارو

⑭ پوءِ مون نهاريو ته مون کي هڪ تجليدار ڪڪر نظر آيو ۽ انهيءَ ڪڪر تي ابنِ‌آدم جهڙو هڪڙو شخص ويٺل هو، جنهن جي مٿي تي سونو تاج هو ۽ هٿ ۾ هڪڙو تکو ڏاٽو هوس. ⑮ ايتري ۾ هڪڙو ملائڪ هيڪل مان نڪري آيو ۽ جيڪو شخص ڪڪر تي ويٺو هو، تنهن کي وڏي آواز سان چوڻ لڳو ته ”پنهنجو ڏاٽو هلائي لابارو ڪر، ڇاڪاڻ ته زمين جو فصل پچي راس ٿي ويو آهي ۽ لاباري جو وقت اچي ويو آهي.“ ⑯ انهيءَ شخص جيڪو ڪڪر تي ويٺو هو، تنهن پنهنجو ڏاٽو زمين تي کڻي اڇلايو ته زمين لڻجي وئي.

⑰ ان کان پوءِ هڪڙو ٻيو ملائڪ آسماني هيڪل مان نڪتو، جنهن جي هٿ ۾ به تکو ڏاٽو هو. ⑱ پوءِ هڪڙو ٻيو به ملائڪ قربان‌گاهه مان نڪتو،

---

**١٤: ١٠** يس ٥١: ١٧، پيد ١٩: ٢٤، حز ٣٨: ٢٢ **١٤: ١١** يس ٣٤: ١٠
**١٤: ١٤** دان ٧: ١٣ **١٤: ١٥** يوا ٣: ١٣

جنهن کي باهه تي اختيار هو. هن تکي ڏاتي واري ملائڪ کي وڏي آواز سان
چيو ته ”پنهنجو تکو ڏاتو هلاءِ ۽ زمين جي ڊاک جا چڳا گڏ ڪر، ڇالاءِجو
ڊاک بلڪل پچي راس تي ويئي آهي.“ ⑲ انهيءَ ملائڪ زمين تي پنهنجو
ڏاتو هلايو ۽ زمين جي ڊاک جا چڳا گڏ ڪري رس ڪڍڻ واري انهيءَ وڏي
حوض ۾ وڌا، جنهن جو نالو آهي خدا جو غضب. ⑳ شهر ڪان ٻاهر انهيءَ
حوض ۾ ڊاک پيڙي ويئي ۽ انهيءَ مان ايترو ته رت نڪتو جو گهوڙن جي
لغامن تائين اچي پهتو ۽ تي سؤ ڪلوميٽرن تائين وهي هليو.

## آخري آفتن وارا ملائڪ

۱۵ ① پوءِ مون آسمان ۾ هڪڙو ٻيو وڏو عجيب نشان ڏٺو، يعني
ست ملائڪ جن وٽ ست آفتون هيون. اهي آفتون آخري آهن،
ڇالاءِجو انهن تي خدا جو غضب پورو ٿئي ٿو.
② مون هڪڙو شيشي جهڙو سمنڊ ڏٺو، جنهن ۾ باهه گڏيل هئي ۽
جيڪي انهيءَ حيوان، سندس بت ۽ سندس نالي جي عدد تي غالب پيا
هئا سي خدا جا ڏنل تنبورا کنيو انهيءَ شيشي جي سمنڊ وٽ بيٺا هئا.
③ اُهي خدا جي ٻانهي موسيٰ جو راڳ ۽ گهيٽي جو راڳ ڳائي رهيا
هئا ۽ چون پيا ته

”اي خداوند خدا، قادرِمطلق!
تنهنجا ڪم وڏا ۽ عجيب آهن.
اي قومن جا بادشاهه!
تنهنجون واٽون سڌيون ۽ سچيون آهن.
④ اي خداوند! تو ڪان ڪير نه ڊڄندو؟
تنهنجي نالي جي واکاڻ ڪير نه ڪندو؟
ڇالاءِجو رڳو تون ئي پاڪ آهين.
سڀئي قومون اچي تنهنجي اڳيان سجدو ڪنديون،
ڇالاءِجو تنهنجي انصاف جا ڪم ظاهر ٿيا آهن.“

۲۰:۱۴ يس ۳:۶۳، زار ۱۵:۱، مڪا ۱۵:۱۹ ۲:۱۵ خر ۱:۱۵
۴:۱۵ ير ۷:۱۰، زب ۹:۸۶

(٥) انهن ڳالهين کان پوءِ مون آسمان ڏانهن ڏٺو ۽ جنهن ۾ مقدس خيمي
جي مقدس ترين جاءِ کليل نظر آئي. (٦) انهيءَ مان اُهي ست ملائڪ نڪتا،
جن وٽ ست آفتون هيون. اُهي صاف ۽ اڇيون چمڪندڙ پوشاڪون پهريل
هئا ۽ سندن ڇاتين جي چوڌاري سونا سينابند ٻڌل هئا. (٧) پوءِ انهن چئن
ساهوارن مان هڪڙي انهن ستن ملائڪن کي ست سونا پيالا ڏنا، جيڪي
سدائين زنده خدا جي غضب سان ڀريل هئا. (٨) اها هيڪل خدا جي
جلال ۽ سندس قدرت جي دونهين سان ڀرجي ويئي ۽ جيستائين انهن ستن
ملائڪن جون ست آفتون پوريون نه ٿيون، تيستائين ڪوبه انهيءَ هيڪل
۾ گهڙي نه ٿي سگهيو.

## خدا جي غضب جا پيالا

١٦ (١) پوءِ مون هيڪل مان هڪڙو وڏو آواز ٻڌو، جيڪو انهن ستن
ملائڪ کي چئي رهيو هو ته ”وڃو ۽ خدا جي غضب جا ست
ئي پيالا زمين تي هاريو.“
(٢) پهرين ملائڪ وڃي پنهنجو پيالو زمين جي مٿان هاريو ته جن ماڻهن
تي انهيءَ حيوان جو نشان هو ۽ جيڪي سندس بت جي پوڄا ڪندا هئا،
تن کي گندا ۽ ناسوري ڦٽ ٿي پيا.
(٣) پوءِ ٻئي ملائڪ پنهنجو پيالو سمنڊ جي مٿان هاريو ته انهيءَ جو پاڻي
مئل ماڻهوءَ جي رت جهڙو ٿي پيو ۽ سمنڊ جا سيئي ساهوارا مري ويا.
(٤) جڏهن ٽئين ملائڪ پنهنجو پيالو دريائن ۽ پاڻيءَ جي چشمن جي
مٿان هاريو ته انهن جو پاڻي رت ٿي پيو. (٥) مون پاڻيءَ واري ملائڪ کي
هي چوندي ٻڌو ته

”اي قدوس! تون جو آهين ۽ جو هئين،
تون عادل آهين ۽ تو ئي اهڙو انصاف ڪيو.
(٦) ڇاڪاڻ ته هنن خدا جي قوم وارن
۽ نبين جو رت وهايو،

---

٥:١٥ خر ٢١:٣٨ ٨:١٥ خر ٣٤:٤٠، ١ با ١٠:٨-١١، ٢ توا ١٣:٥-١٤، يس ٤:٦
٢:١٦ خر ١٠:٩ ٤:١٦ خر ١٧:٧-٢١، زب ٤٤:٧٨

۽ تو ڪين رت پيئڻ لاءِ ڏنو.
اُهي انهيءَ جي ئي لائق آهن.“
(٧) ايتري ۾ مون قربان‌گاهه مان هي آواز ٻڌو تہ
”هائو، اي خداوند خدا قادرِمطلق!
بيشڪ تنهنجا فيصلا سچا ۽ انصاف وارا آهن.“
(٨) چوٿين ملائڪ پنهنجو پيالو سج جي مٿان هاريو تہ سج کي اختيار
ڏنو ويو تہ ماڻهن کي باهہ سان ساڙي ڇڏي. (٩) اهي سخت تپش جي
ڪري ڏاڍا سڙي پيا ۽ خدا جي نالي خلاف ڪفر بڪڻ لڳا، جيڪو
انهن آفتن تي اختيار رکي ٿو. پوءِ بہ انهن توبهہ نہ ڪئي ۽ نہ ئي سندس
واکاڻ ڪيائون.
(١٠) ان کان پوءِ پنجين ملائڪ پنهنجو پيالو انهيءَ حيوان جي تخت جي مٿان
هاريو تہ انهيءَ جي بادشاهيءَ ۾ اونداهہ ٿي ويئي ۽ ماڻهو سور سببان پنهنجون
زبانون چباڙڻ لڳا. (١١) اهي پنهنجي سورن ۽ ڦٽن جي ڪري آسمان جي خدا
جي خلاف ڪفر بڪڻ لڳا، پر پنهنجي ڪمن کان توبهہ نہ ڪيائون.
(١٢) جڏهن ڇهين ملائڪ پنهنجو پيالو وڏي درياءَ فرات جي مٿان هاريو تہ
ان جو پاڻي سڪي ويو، تہ جيئن اڀرندي کان اچڻ وارن بادشاهن لاءِ رستو
تيار ٿي وڃي. (١٣) پوءِ مون انهيءَ ازدها جي وات مان، انهيءَ ٻهرين حيوان جي
وات مان ۽ انهيءَ ڪوڙو پيغام ڏيندڙ ٻئي حيوان جي وات مان ٽي ناپاڪ روح
ڏيڏرن جي شڪل ۾ نڪرندي ڏٺا. (١٤) اُهي ڀوتن جا روح آهن، جيڪي
معجزا ڏيکارن ٿا ۽ سڄيءَ دنيا جي بادشاهن وٽ وڃن ٿا، تہ جيئن قادرِمطلق
خدا جي وڏي ڏينهن تي جنگ لاءِ ڪين گڏ ڪن.
(١٥) ڏسو، آءٌ ائين ايندس جيئن چور اوچتو ايندو آهي. سڀاڳو آهي اهو جيڪو
سجاڳ ٿو رهي ۽ پنهنجي پوشاڪ جي سنڀال ٿو ڪري، تہ جيئن اگهاڙو
نہ ٿئي ۽ ماڻهو سندس اوگهڙ نہ ڏسن.
(١٦) پوءِ انهن روحن بادشاهن کي انهيءَ هنڌ آڻي گڏ ڪيو، جنهن کي
عبراني ٻوليءَ ۾ هرمگدون ٿا چون.

١٠:١٦ خر ١٠:٢١ ١٢:١٦ يس ١١:١٥ ١٥:١٦ مت ٢٤:٤٣-٤٤، لو
١٢:٣٩-٤٠، مڪا ٣:٣ ١٦:١٦ ٢.با ٢٣:٢٩، زڪ ١٢:١١

(۱۷) جڏهن ستين ملائڪ پنهنجو پيالو هوا ۾ هاريو ته هيڪل مان تخت
واري پاسي کان هڪڙو وڏو آواز آيو، جنهن چيو ته ”پورو ٿيو.“ (۱۸) انهيءَ تي
کنوڻيون، آواز ۽ گجگوڙون ٿيون ۽ وڏو زلزلو آيو. جڏهن کان ماڻهو زمين تي
پيدا ٿيا آهن ته اهڙو وڏو زلزلو ڪڏهن ڪونه آيو هو. (۱۹) اهو وڏو شهر ٽي ٽڪرا
ٿي پيو ۽ دنيا جا شهر به ڪري پيا. اُن وڏي شهر بابل جو خدا کي خيال
ٿيو ته کيس پنهنجي وڏي غضب جي مئي جو پيالو پياري. (۲۰) سڀيئي ٻيٽ
غائب ٿي ويا ۽ جبلن جو نالو نشان به ڪونه رهيو. (۲۱) ماڻهن تي آسمان مان
وڏا ڳڙا وسڻ لڳا، جن مان هر هڪ جو وزن اٽڪل چاليهه ڪلوگرام هو.
انهن ڳڙن جي آفت جي ڪري ماڻهو خدا جي خلاف ڪفر بڪڻ لڳا،
ڇالاءِجو اها آفت ڏاڍي سخت هئي.

## هڪ مشهور ڪسبياڻي

۱۷ (۱) پوءِ انهن ستن ملائڪن مان جن وٽ ست پيالا هئا، هڪڙي
اچي مون کي چيو ته ”هيڏانهن اچ ته تو کي ڏيکاريان ته انهيءَ
مشهور ڪسبياڻيءَ کي ڪهڙي سزا ڏني ويندي، يعني انهيءَ وڏي شهر کي
جيڪو گهڻن دريائن جي پرسان اڏيل آهي. (۲) انهيءَ سان دنيا جي بادشاهن
زناڪاري ڪئي ۽ زمين جا رهاڪو هن جي زناڪاريءَ جي مئي مان پي
ڪري نشئي ٿي پيا هئا.“
(۳) اهو ملائڪ مون کي رويا جي حالت ۾ بيابان ڏانهن وٺي ويو. اُتي
مون هڪڙي عورت ڏٺي، جيڪا ڳاڙهي رنگ جي حيوان تي ويٺي هئي.
انهيءَ حيوان کي ست مٿا ۽ ڏهه سڱ هئا ۽ سڄو ڪفر جي نالن سان پريو
پيو هو. (۴) انهيءَ عورت کي واڱڻائي ۽ قرمزي رنگ جي پوشاڪ پهريل هئي
۽ اها عورت سون، جواهرن ۽ موتين سان سينگاريل هئي. انهيءَ کي هٿ
۾ هڪڙو سونو پيالو هو، جيڪو سندس گندگي ۽ زناڪاريءَ جي ناپاڪ
شين سان پريل هو. (۵) انهيءَ عورت جي پيشانيءَ تي هڪڙو نالو لکيل هو

۱۸:۱۶ مڪا ۸:۵، ۱۱:۱۳، ۱۹ ۱۹:۱۶ يس ۵۱:۱۷ ۲۰:۱۶ مڪا ۶:۱۴
۲۱:۱۶ خر ۹:۲۳، مڪا ۱۱:۱۹ ۱:۱۷ ير ۵۱:۱۳ ۲:۱۷ يس ۲۳:۱۷، ير ۵۱:۷
۳:۱۷ مڪا ۱۳:۱ ۴:۱۷ ير ۵۱:۷

جيڪو هڪ راز آهي يعني ”وڏو شهر بابل، ڪسبياڻين ۽ زمين جي براين جي ماءُ.“ ⑥مون انهيءَ عورت کي خدا جي قوم وارن جي رت ۽ عيسيٰ جي شهيدن جي رت سان الوٽ ڏٺو.

آءٌ انهيءَ عورت کي ڏسي ڏاڍو حيران ٿي ويس. ⑦تنهن تي انهيءَ ملائڪ مون کي چيو ته ”تون حيران ڇو ٿيو آهين؟ آءٌ تو کي انهيءَ عورت ۽ انهيءَ ستن متن ۽ ڏهن سڱن واري حيوان جنهن تي هوءَ سوار آهي، تن ٻنهي جو راز بيان ڪري ٻڌائيندس. ⑧اهو حيوان جيڪو تو ڏٺو، سو اڳي هو ۽ هاڻي ڪونهي. پر اوڙاهه مان نڪري اچڻ تي آهي ۽ پوءِ برباد ٿي ويندو. زمين جا رهاڪو ۽ جن جا نالا دنيا جي شروعات کان وٺي زندگيءَ جي ڪتاب ۾ لکيل نه آهن، سي انهيءَ حيوان جو حال ڏسي عجب ۾ پئجي ويندا، ڇاڪاڻ ته اهو حيوان اڳي هو ۽ هاڻي ڪونهي پر هن کان پوءِ ايندو.

⑨انهيءَ کي سمجهڻ لاءِ سياڻپ گهرجي. اهي ست متا ست جبل آهن، جن تي اها عورت ويٺي آهي. اهي ست بادشاهه به آهن. ⑩انهن مان پنج ڪري پيا آهن، هڪڙو موجود آهي ۽ ٻيو اڃا آيو ئي ڪونهي ۽ جڏهن اهو ايندو ته ضرور ٿوري وقت تائين رهندو. ⑪جيڪو حيوان اڳي هو ۽ هاڻي ڪونهي، سو پاڻ اٺون بادشاهه آهي ۽ انهن ستن مان ئي پيدا ٿيو آهي. اهو پاڻهي ئي برباد ٿي ويندو.

⑫جيڪي ڏهه سڱ تو ڏٺا سي اُهي ڏهه بادشاهه آهن، جن کي اڃا تائين بادشاهي ڪانه ملي آهي. پر انهيءَ حيوان سان گڏ کين هڪڙي ڪلاڪ تائين بادشاهن جهڙو اختيار ملندو. ⑬انهن ڏهن ئي جي هڪڙي راءِ هوندي ۽ اهي پنهنجي طاقت ۽ اختيار انهيءَ حيوان کي ڏيئي ڇڏيندا. ⑭اُهي گهيٽي سان جنگ ڪندا، پر گهيٽو متن غالب پوندو، ڇالاءِجو هو خداوندن جو خداوند ۽ بادشاهن جو بادشاهه آهي ۽ جيڪي هن جا سڏيل، چونڊيل ۽ وفادار آهن سي به متن غالب پوندا.“

⑮پوءِ ملائڪ چيو ته ”جيڪي درياءَ تو ڏٺا، جن جي پرسان اها ڪسبياڻي ويٺي آهي، سي اُمتون، ميڙ، قومون ۽ ٻوليون آهن. ⑯جيڪو حيوان ۽ سندس ڏهه سڱ تو ڏٺا، سي انهيءَ ڪسبياڻيءَ کان نفرت ڪندا ۽ ڪيس

---

١٧:٨ دان ٧:٧، مڪا ١١:٧، زب ٦٩:٢٨ ١٧:١٢ دان ٧:٢٤

برباد ۽ اگھاڙو ڪري ڇڏيندا. سندس گوشت کائي ويندا ۽ ڪيس باھہ ۾
ساڙي ڇڏيندا. ⑰ انھيءَ جو سبب اھو آھي جو خدا انھن جي دلين ۾ اھا
ڳالھہ وجھندو تہ اھي سندس مقصد پورو ڪن ۽ ھڪڙي ئي راءِ تي اچي
بيھن تہ اھي پنھنجي پنھنجي بادشاھي انھيءَ حيوان کي ڏين، جيستائين خدا
جون ڳالھيون پوريون ٿين. ⑱ اھا عورت جيڪا تو ڏٺي سا اھو وڏو شھر
آھي، جيڪو دنيا جي بادشاھن تي حڪومت تو ڪري.“

## بابل جي تباھي

**١٨** ① ان کان پوءِ مون ھڪڙو بيو ملائڪ آسمان مان لھندي ڏٺو،
جنھن کي وڏو اختيار مليل ھو ۽ سندس جلوي جي ڪري زمين
روشن ٿي ويئي. ② ھن وڏي آواز سان چيو تہ
”ڪري پيو، وڏو شھر بابل ڪري پيو.
اھو بدروحن جو گھر بڻجي ويو.
ھائو، اھو ھر ڪنھن ناپاڪ روح جو اڏو،
بلڪ ھر ڪنھن ناپاڪ ۽ گندي پکيءَ جو آکيرو ٿي پيو.
③ ڇالاءِجو ھن جي زناڪاريءَ جي مئي پيئڻ ڪري
سڀئي قومون الوٽ تي پيون آھن،
۽ دنيا جي بادشاھن انھيءَ سان زناڪاري ڪئي آھي.
دنيا جا سوداگر انھيءَ جي عيش عشرت جي گھڻائيءَ جي ڪري
دولتمند ٿي پيا.“
④ پوءِ مون آسمان مان ھڪڙو بيو آواز ٻڌو جنھن چيو تہ
”اي منھنجي قوم! بابل مان نڪري اچو،
تہ جيئن انھيءَ جي گناھن ۾ شريڪ نہ ٿيو.
متان ھن جي آفتن مان ڪا اوھان تي اچي نہ پوي.
⑤ ڇالاءِجو انھيءَ جا گناھہ آسمان تائين وڃي پھتا آھن،
۽ خدا کي ھن جون بدڪاريون ياد آھن.

٢:١٨ يس ١٣:٢١، ٢١:٩؛ ير ٥٠:٣٩، ٥١:٨؛ مڪا ١٤:٨ ٣:١٨ يس ٢٣:١٧؛ ير ٥١:٧ ٤:١٨ يس ٤٨:٢٠؛ ير ٥٠:٨، ٥١:٦، ٤٥ ٥:١٨ پيد ١٨:٢٠-٢١؛ ير ٥١:٩

(٦) جيئن بابل ڪيو، تيئن اوهين به هن سان ڪريو
۽ سندس ڪمن جو ٻيڻو بدلو ڏيوس.
جيڪو پيالو هن پريو، تنهن کي توهين ٻيڻو پريو.
(٧) جيتري قدر انهيءَ پاڻ کي شاندار ڪيو
۽ عيش عشرت ڪيائين،
اوتري قدر اوهين کيس ڏک ۽ عذاب ڏيو.
ڇالاءِجو بابل پنهنجيءَ دل ۾ چوي ٿو ته
’آءٌ راڻي ٿي ويٺي آهيان.
آءٌ رنڙال نه آهيان،
۽ ڪڏهن به ڏک نه ڏسنديس.‘
(٨) انهيءَ ڪري مٿس هڪڙي ئي ڏينهن ۾
آفتون اينديون، يعني موت، ماتم ۽ ڏڪار.
اها باهه ۾ ساڙي ناس ڪئي ويندي،
ڇالاءِجو خداوند خدا،
جيڪو هن جو انصاف ڪندو
سو قادر آهي.“
(٩) جن دنيا جي بادشاهن ساڻس زناڪاري ڪئي آهي ۽ عيش عشرت
ڪندا هئا، سي جڏهن هن جي سڙڻ جو دونهون ڏسندا ته هن لاءِ روئندا ۽
پٽيندا. (١٠) اُهي انهيءَ جي عذاب جي ڊپ کان پري بيهي چوندا ته ”افسوس،
صد افسوس! اي بابل، وڏا ۽ مضبوط شهر! تو کي رڳو هڪڙي ڪلاڪ
۾ سزا ڏني ويئي آهي.“
(١١) دنيا جا سوداگر هن لاءِ روئندا ۽ پٽيندا، ڇالاءِجو سندن مال وري ڪو به
خريد نه ڪندو. (١٢) يعني سندن سون، چاندي، جواهرات، موتي، عمدو
ڪپڙو، واڱڻائي، ريشمي ۽ قرمزي ڪپڙو، سڀ سرهيون ڪاٺيون، عاج،
تمام قيمتي ڪاٺ، پتل، لوهه ۽ سنگمرمر مان ٺهيل هر قسم جون شيون،
(١٣) دالچيني، مصالحا، خوشبوءِ، عطر، لوبان، مئي، تيل، ميدو، ڪڻڪ،

٦:١٨ زب ١٣٧:٨، ير ٥٠:٢٩ ٨-٧:١٨ يس ٤٧:٧-٩ ١٠-٩:١٨ حز ٢٦:١٦-١٧
١١:١٨ حز ٢٧:٣١، ٣٦ ١٣-١٢:١٨ حز ٢٧:١٢، ١٣، ٢٢

ڊور ڍڳا، رڍون، گهوڙا، گاڏيون، غلام ۽ انسانن جون جانيون ۽ ساهه.
⑭ اهي چوندا ته ”تنهنجا دل پسند ميوا تو وٽان هليا ويا ۽ جيڪي
لذيذ ۽ عمديون شيون تو وٽ هيون، سي به تو وٽان گم ٿي ويون ۽ وري
ڪڏهن به هٿ ڪين اينديون.“ ⑮ انهن شين جا سوداگر جيڪي انهيءَ
واپار جي ڪري دولتمند ٿي ويا هئا، سي هن جي عذاب جي ڊپ کان
پري بيهي روئندا ۽ پٽيندا، ⑯ ۽ چوندا ته ”افسوس، صد افسوس، اهو وڏو
شهر جيڪو عمدو ڪپڙو، واڱڻائي ۽ قرمزي پوشاڪ پهريندو هو ۽ سون،
جواهرات ۽ موتين سان سينگاريل هو، ⑰ تنهن جي هڪڙي ئي ڪلاڪ
۾ سڄي دولت برباد ٿي وئي.“

سڀيئي ميربحر ۽ جهاز جا سڀيئي مسافر ۽ ملاح ۽ ٻيا جيڪي سمنڊ
تي گذران ٿا ڪن، سي پري بيهي رهندا. ⑱ اُهي هن شهر جي سڙڻ
جو دونهون ڏسي رڙيون ڪري چوندا ته ”هن وڏي شهر جهڙو ٻيو ڪو
وڏو شهر ڪونهي.“ ⑲ اهي پنهنجي مٿي ۾ خاڪ وجهي رڙيون ڪري
روئي پٽي چوندا ته

”افسوس، صد افسوس، اهو وڏو شهر،
جنهن جي دولت جي ڪري
سمنڊ جا سڀيئي جهازن وارا
دولتمند ٿي پيا،
سو هڪڙي ئي ڪلاڪ ۾ برباد ٿي ويو.
⑳ اي آسمان! اي خدا جي سڄي قوم! رسول ۽ نبي!
اوهين انهيءَ شهر تي خوشيون ڪريو،
ڇالاءِجو خدا انصاف ڪري
هن کان اوهان جو بدلو ورتو آهي.“

㉑ پوءِ هڪڙي زورآور ملائڪ جنڊ جي ڇاپڙ جيڏو هڪڙو وڏو پٿر کڻي
سمنڊ ۾ اڇلائي چيو ته

١٨: ١۵ حز ٢٧: ٣١، ٣٦    ١٨: ١٧ يس ٢٣: ١۴، حز ٢٧: ٢٦-٣٠
١٨: ١٨ حز ٢٧: ٣٢    ١٨: ١٩ حز ٢٧: ٣٠-٣۴    ١٨: ٢٠ شر ٣٢: ۴٣، ير ۵١: ۴٨
١٨: ٢١ ير ۵١: ٦٣-٦۴، حز ٢٦: ٢١

”وڏو شهر بابل به اهڙيءَ طرح
زور سان ڪيرايو ويندو
۽ وري سندس پتو ئي ڪونه پوندو.
٢٢ جيڪي تنبورا ۽ بانسري وڄائيندا ۽ ڳائيندا هئا،
۽ جيڪي توتارا وڄائيندا هئا،
تن جو وري تو ۾ آواز به ڪونه ٻڌبو.
ڪوبه ڪاريگر، ڪهڙي به ڌنڌي وارو،
وري تو ۾ ڪونه ليندو،
۽ نه وري ڪڏهن تو ۾
ڪنهن اٽي جي چڪيءَ جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو.
٢٣ تو ۾ وري ڪڏهن ڏيئي جو به سوجهرو ڪونه ٿيندو،
۽ نه وري ڪڏهن تو ۾ گهوٽ ڪنوار جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو.
تنهنجا سوداگر دنيا جا امير هئا
۽ سڀ قومون تنهنجي جادوگريءَ سا ٺڳجي ويون هيون.
٢٤ انهيءَ شهر مان نبين، خدا جي قوم وارن،
۽ زمين تي جيڪي قتل ڪيا ويا آهن،
تن سيني جو رت لڌو ويو هو.“

## خداوند خدا جي تعريف

١٩ ١ انهن ڳالهين کان پوءِ مون آسمان ۾ هڪ وڏي ميڙ جهڙو وڏو
آواز ٻڌو، جنهن چيو ته
”خداوند خدا جي تعريف.
ڇوٽڪارو، جلال ۽ قدرت
اسان جي خدا جي آهي.
٢ ڇالاءِجو هن جا فيصلا سچا ۽ صحيح آهن.
هُن انهيءَ مشهور ڪسبياڻيءَ جو انصاف ڪيو،

١٨:٢٢ حز ٢٦:١٣، يس ٢٤:٨ ١٨:٢٢-٢٣ ير ٧:٣٤، ٢٥: ١٠ ١٨:٢٤ ير ٥١:٤٩
٢:١٩ شر ٣٢:٤٣، ٢.با ٩:٧

جنهن پنهنجي زناڪاريءَ سان
دنيا کي خراب ڪري ڇڏيو هو.
خدا هن کان پنهنجي ٻانهن جي
خون جو بدلو ورتو.“
③ هنن وري ٻيو دفعو پڪاري چيو ته
”خداوند خدا جي تعريف.
انهيءَ وڏي شهر جو دونهون
هميشه هميشه تائين پيو اٿندو رهندو.“
④ پوءِ انهن چوويهن بزرگن ۽ چئني ساهوارن منهن ڀر ڪري خدا کي سجدو ڪيو، جيڪو تخت تي ويٺو هو ۽ چوڻ لڳا ته
”آمين، خداوند خدا جي تعريف.“
⑤ پوءِ تخت مان هڪڙو آواز آيو ته
”اي خدا جا ٻانهو!
ننڍا توڙي وڏا، جيڪي ڪائنس ڊڄو ٿا،
سي سڀ خدا جي تعريف ڪريو.“
⑥ پوءِ مون هڪڙي وڏي ميڙ جهڙو آواز ٻڌو، جيڪو زور سان وهندڙ پاڻيءَ جي آواز ۽ گجگوڙن جي آواز جهڙو هو، جنهن چيو ته
”خداوند خدا جي تعريف،
ڇالاءِجو خداوند اسان جو خدا
جيڪو قادرِمطلق آهي،
سو بادشاهي ٿو ڪري.
⑦ اچو ته اسين خوش ٿيون،
۽ خوشيون ملهايون ۽ سندس واکاڻ ڪريون،
ڇالاءِجو گهيٽي جي شاديءَ جو ڏينهن اچي پهتو آهي
۽ سندس ڪنوار به پاڻ کي تيار ڪيو آهي.
⑧ انهيءَ کي صاف، چمڪندڙ ۽ عمدا ڪپڙا
پائڻ لاءِ ڏنا ويا آهن.

٣:١٩ يس ٣٤: ١٠ ٥:١٩ زب ١١٥: ١٣ ٦:١٩ حز ١: ٢٤، زب ٩٣: ١، ٩٧: ١، ٩٩: ١

چاڪاڻ ته عمدن ڪپڙن مان مراد
خدا جي قوم جي سچائيءَ جا ڪم آهن.“
٩ان کان پوءِ ملائڪ مون کي چيو ته ”لک، سڀاڳا آهن اُهي، جن
کي گهيٽي جي شاديءَ جي دعوت ملي آهي.“ هن هي به چيو ته ”هي خدا
جون سچيون ڳالهيون آهن.“ ١٠آءٌ ڪيس سجدو ڪرڻ لاءِ سندس پيرن تي
ڪري پيس. پر هُن مون کي چيو ته ”ڌس، متان ائين ڪرين، آءٌ ته تو سان ۽
تنهنجي ڀائرن ۽ ڀينرن سان گڏ خدمت ڪرڻ وارو آهيان ۽ اسين سڀ عيسيٰ
جي شاهديءَ تي قائم آهيون. رڳو خدا کي ئي سجدو ڪر، ڇالاءِجو عيسيٰ
جي شاهدي ئي نبوت جو روح آهي.“

## اڇي گهوڙي وارو سوار

١١پوءِ مون کي آسمان کليل نظر آيو، جنهن ۾ مون هڪ اڇو گهوڙو
ڏٺو ۽ انهيءَ تي جيڪو سوار هو سو وفادار ۽ سچار سڏيو ويندو آهي. هو
سچائيءَ سان انصاف ۽ جنگ ڪري ٿو. ١٢هن جون اکيون چڻ ته باهه جا
شعلا آهن ۽ سندس مٿي تي ڪيترائي تاج آهن. هن تي هڪڙو نالو لکيل
آهي، جيڪو انهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪوبه نه ٿو ڄاڻي. ١٣هن جي پوشاڪ رت
سان ڀريل آهي ۽ سندس نالو خدا جو ڪلام آهي. ١٤آسمان جون فوجون
اڇن گهوڙن تي سوار، اڇيون، پاڪ صاف ۽ عمديون پوشاڪون پهريو،
سندس پٺيان پئي آيون. ١٥هن جي وات مان هڪڙي تکي تلوار ٿي نڪتي،
ته جيئن هو قومن کي ماري. هو مٿن لوهه جي لٺ سان حڪومت ڪندو
۽ قادرِمطلق خدا جي خوفناڪ غضب جي حوض ۾ ڊاک کي لتاڙيندو.
١٦هن جي پوشاڪ تي ۽ سندس ران تي هي نالو لکيل آهي ته ”بادشاهن
جو بادشاهه ۽ خداوندن جو خداوند.“
١٧ان کان پوءِ مون هڪڙو ملائڪ سج تي بيٺل ڏٺو، جنهن وڏي آواز
سان آسمان ۾ سيني اڏامندڙ پکين کي سڏ ڪري چيو ته ”اچو ۽ خدا
جي وڏي دعوت ۾ شامل ٿيو، ١٨ته جيئن اوهين بادشاهن، سپهسالارن،

٩:١٩ مت ٢٢: ٢-٣  ١١:١٩ حز ١: ١، زب ٩٦: ١٣، يس ١١: ٤  ١٢:١٩ دان ١٠: ٦
١٥:١٩ زب ٢: ٩، يس ٦٣: ٣، يوا ٣: ١٣، مڪا ١٤: ٢٠  ١٧:١٩-١٨ حز ٣٩: ١٧-٢٠

سپاهين، گهوڙن ۽ انهن جي سوارن ۽ سڀني ماڻهن، آزادن توڙي غلامن،
ننڍن توڙي وڏن جو گوشت کائو.“
(١٩) پوءِ مون انهيءَ حيوان، دنيا جي بادشاهن ۽ سندن لشڪرن کي ڏٺو،
جيڪي انهيءَ گهوڙي سوار ۽ سندس لشڪر سان جنگ ڪرڻ لاءِ گڏ
ٿيا هئا. (٢٠) انهيءَ پهرين حيوان ۽ ساڻس گڏ انهيءَ ڪوڙو پيغام ڏيندڙ ٻئي
حيوان کي به پڪڙيو ويو، جنهن حيوان جي سامهون معجزا ڏيکاريا هئا.
انهن معجزن سان هن حيوان جو نشان هڻائڻ وارن ۽ سندس بت جي پوڄا
ڪرڻ وارن کي گمراهه ڪيو هو. اُهي ٻئي گندرف سان ٻرندڙ باهه جي
ڍنڍ ۾ جيئرا اڇلايا ويا. (٢١) باقي ٻيا انهيءَ گهوڙي سوار جي تلوار، جيڪا
سندس وات مان ٿي نڪتي تنهن سان ماريا ويا ۽ سڀني پکين انهن جو
گوشت کائي ڍءُ ڪيو.

## هزار سالن جو زمانو

٢٠
(١) اُن کان پوءِ مون هڪڙي ملائڪ کي آسمان مان هيٺ لهندي
ڏٺو، جنهن جي هٿ ۾ اوڙاهه جي ڪنجي ۽ هڪڙو وڏو زنجير
هو. (٢) هُن انهيءَ ازدها، يعني قديمي نانگ جنهن جا نالا شيطان ۽ ابليس
آهن، تنهن کي پڪڙي هزار سالن لاءِ ٻڌي ڇڏيو. (٣) هُن ڪيس انهيءَ اوڙاهه
۾ اڇلائي اُتي بند ڪري ڇڏيو ۽ مٿس مهر هڻي ڇڏيائين، ته جيئن هزار سالن
جي پوري ٿيڻ تائين قومن کي وري گمراهه نه ڪري. انهيءَ کان پوءِ ضروري
آهي ته ڪيس ٿوري وقت لاءِ ڇوڙيو وڃي.
(٤) پوءِ مون تخت ڏٺا ۽ جيڪي انهن تي ويٺا هئا، تن کي انصاف ڪرڻ
جو اختيار ڏنو ويو. مون انهن جي روحن کي به ڏٺو، جن جون سسيون
عيسيٰ جي شاهدي ڏيڻ ۽ خدا جي ڪلام ٻڌائڻ جي ڪري لاٿيون ويون
هيون. انهن نه انهيءَ حيوان ۽ سندس بت جي پوڄا ڪئي ۽ نڪي اُن جو
نشان پنهنجي پيشانيءَ ۽ هٿ تي هڻايو. اهي وري جيئرا ٿيا ۽ مسيح سان
گڏ هزار سالن تائين بادشاهي ڪندا رهيا. (٥) جيستائين هزار سال پورا نه ٿيا،
تيستائين ٻيا مُردا جيئرا نه ٿيا. اها پهرين قيامت آهي. (٦) سڀاڳو ۽ پاڪ آهي

٢٠:١٩ مڪا ١٣:١–١٨   ٢:٢٠ پيد ٣:١   ٤:٢٠ دان ٧:٩، ٢٢

اُهو، جيڪو انهيءَ پهرين قيامت ۾ شريڪ ٿو ٿئي. اهڙن ماڻهن تي ٻئي موت جو ڪوبہ اختيار نہ ٿو هلي. اُهي خدا ۽ مسيح جا ڪاهن ٿيندا ۽ ساڻس گڏ هزار سالن تائين بادشاهي ڪندا.

## شيطان کي شڪست

⑦ جڏهن هزار سال پورا ٿيندا تہ شيطان کي قيد مان ڇڏايو ويندو. ⑧ هو ٻاهر وڃي زمين جي چئني ڪنڊن جي قومن، يعني ياجوج ۽ ماجوج کي ڳولي لهندو ۽ کين جنگ جي لاءِ گڏ ڪندو. انهن جو تعداد سمنڊ جي واريءَ جيترو آهي. ⑨ هو زمين جي مٿان چوڌاري پکڙجي ويندا ۽ خدا جي قوم جي لشڪرگاهہ ۽ پياري شهر کي وڪوڙي ويندا. پر آسمان مان باهہ نڪرندي ۽ انهن کي تباهہ ڪري ڇڏيندي. ⑩ پوءِ شيطان جنهن کين گمراهہ ڪيو هو، سو باهہ ۽ گندرف جي ڍنڍ ۾ اڇلايو ويندو، جتي اهي ٻيئي حيوان اڇلايا ويا هئا. اُهي رات ڏينهن اُتي هميشہ هميشہ تائين عذاب پيا سهندا.

## آخري عدالت

⑪ پوءِ مون هڪڙو وڏو تجليدار تخت ۽ انهيءَ تي ويٺل کي ڏٺو. انهيءَ جي اڳيان زمين ۽ آسمان گم ٿي ويا ۽ وري نظر نہ آيا. ⑫ مون سڀني مئلن، ننڍن توڙي وڏن کي تخت جي اڳيان بيٺل ڏٺو. ڪتاب کوليا ويا ۽ اُن سان گڏ هڪ ٻيو ڪتاب، يعني زندگيءَ جو ڪتاب بہ کوليو ويو ۽ جهڙيءَ طرح انهن ڪتابن ۾ لکيل هو، تهڙيءَ طرح انهن جي ڪمن مطابق مئلن جو انصاف ڪيو ويو. ⑬ جيترا مُڙدا سمنڊ، موت ۽ عالم ارواح ۾ هئا سي سڀ حاضر ڪيا ويا ۽ هر هڪ جو انصاف انهيءَ جي عملن مطابق ڪيو ويو. ⑭ ان کان پوءِ موت ۽ عالم ارواح باهہ جي ڍنڍ ۾ اڇلايا ويا. اها باهہ جي ڍنڍ ٻيو موت آهي. ⑮ جنهن جو بہ نالو زندگيءَ جي ڪتاب ۾ لکيل نہ ڏٺو ويو، تنهن کي انهيءَ باهہ جي ڍنڍ ۾ اڇلايو ويو.

---

٨:٢٠ حز ٢:٧، ٢:٣٨، ٩، ١٥ ١١:٢٠-١٢ دان ٩:٧-١٠

## نئون يروشلم

۲۱ ① پوءِ مون هڪڙو نئون آسمان ۽ هڪڙي نئين زمين ڏٺي، ڇالاءِجو
پهريون آسمان ۽ پهرين زمين ڪانه رهي ۽ نه وري ڪو سمنڊ هو.
② مون پاڪ شهر، يعني نئون يروشلم خدا وٽان آسمان مان هيٺ لهندي ڏٺو.
اهو انهيءَ ڪنوار وانگر تيار ڪيو ويو هو، جيڪا پنهنجي گهوٽ لاءِ سينگاري
ويندي آهي. ③ مون تخت مان هڪڙو وڏو آواز ٻڌو جنهن چيو ته ”ڏس، خدا
ماڻهن منجهه رهندو، هو انهن سان گڏ رهندو ۽ اهي سندس قوم ٿيندا. خدا
پاڻ انهن سان گڏ رهندو ۽ سندن خدا ٿيندو. ④ هو انهن جي اکين جا سڀ
ڳوڙها اُگهي ڇڏيندو. ان ڪان پوءِ نه موت رهندو، نڪو ماتم، نڪو روئڻ ۽
نه وري ڪو سور رهندو، ڇالاءِجو اڳيون حالتون گذري ويون آهن.“
⑤ جيڪو تخت تي ويٺو هو، تنهن چيو ته ”ڏس، آءٌ سڀني شين کي
نئون ٿو ڪريان.“ هن چيو ته ”لک، ڇالاءِجو اهي ڳالهيون سچيون ۽
اعتبار جوڳيون آهن.“ ⑥ هن مون کي چيو ته ”اهي ڳالهيون پوريون ٿي
چڪيون آهن. آءٌ اول ۽ آخر، ازلي ۽ ابدي آهيان. جيڪو اڃايل آهي تنهن
کي آبِحيات جي چشمي مان مفت پياريندس. ⑦ جيڪو غالب پوندو سو
هنن شين جو حقدار ٿيندو. آءٌ انهيءَ جو خدا ٿيندس ۽ هو منهنجو ٻار ٿيندو.
⑧ پر جيڪي ڊڄڻا، بيايمان، ناپاڪ، قاتل، زناڪار، جادوگر، بتپرست ۽
ڪوڙا آهن، تن سڀني جي جاءِ انهيءَ ڍنڍ ۾ ٿيندي، جيڪا باهه ۽ گندرف
سان پيئي ٻري. اهو ئي ٻيو موت آهي.“
⑨ پوءِ اُهي ست ملائڪ جن وٽ ست پيالا هئا ۽ پوئين ستن آفتن سان
ڀريل هئا، تن مان هڪڙي اچي مون سان ڳالهايو ۽ چيائين ته ”هيڏانهن اچ
ته آءٌ تو کي ڪنوار ڏيکاريان، يعني گهيٽي جي زال.“ ⑩ هو مون کي رويا
جي حالت ۾ هڪڙي وڏي ۽ مٿاهين جبل تي وٺي ويو ۽ پاڪ شهر يروشلم
خدا وٽان آسمان مان لهندو ڏيکاريائين. ⑪ اُن ۾ خدا جو جلوو هو ۽ تمام

۲۱:۱ يس ۶۵:۱۷، ۶۶:۲۲، ۲.پط ۳:۱۳ ۲۱:۲ يس ۵۲:۱، ۶۱:۱۰، مڪا ۳:۱۲
۲۱:۳ حز ۳۷:۲۷، لاو ۲۶:۱۱،۱۲ ۲۱:۴ يس ۲۵:۸، ۳۵:۱۰، ۶۵:۱۹
۲۱:۶ يس ۵۵:۱ ۲۱:۷ ۲.سم ۷:۱۴، زب ۸۹:۲۶-۲۷ ۲۱:۱۰ حز ۴۰:۲

قيمتي جواهر وانگر چمڪي رهيو هو، جڻ ته زبرجد ۽ اهڙو صاف جهڙو
بلور. ⑫ اُن جي پٽ وڏي ۽ مٿاهين هئي، ڪيس ٻارهن دروازا هئا، جن تي
ٻارهن ملائڪ بيٺا هئا. دروازن تي بني اسرائيل جي ٻارهن قبيلن جا نالا لکيل
هئا. ⑬ تي دروازا اڀرندي ڏانهن هئا، تي دروازا اتر ڏانهن، تي دروازا ڏکڻ
ڏانهن ۽ تي دروازا الهندي ڏانهن هئا. ⑭ انهيءَ شهر جي پٽ جا ٻارهن بنياد
هئا، جن تي گهيٽي جي ٻارهن رسولن جا نالا لکيل هئا.
⑮ جنهن ملائڪ مون سان ڳالهايو تي، تنهن وٽ ماپ ڪرڻ لاءِ هڪڙي
سوني لٺ هئي، جنهن سان هو شهر ڪي، اُن جي دروازن ڪي ۽ پٽ ڪي
ماپي سگهي. ⑯ اهو شهر چوڪندو هو ۽ ان جي ڊيگهه ۽ ويڪر هڪ
جيتري هئي. هُن انهيءَ لٺ سان شهر جي ماپ ڪئي ته اهو [1]ٻارهن هزار
فرلانگ ٿيو. اُن جي ڊيگهه، ويڪر ۽ اوچائي هڪ جيتري هئي. ⑰ ملائڪ
شهر جي پٽ جي ماپ ڪئي ته اُها هڪ سؤ چوئيتاليهه هٿ ٿي، اها
ماپ انساني هٿ جي مطابق آهي. ⑱ شهر جي پٽ زبرجد جي ٺهيل
هئي ۽ شهر خالص سون جو ٺهيل هو ۽ شيشي جهڙو صاف ۽ شفاف
هو. ⑲ شهر جي پٽ جا بنياد هر قسم جي جواهرن سان سينگاريل هئا.
پهريون بنياد زبرجد جو هو، ٻيو نيلم جو، ٽيون شب چراغ جو، چوٿون
زمرد جو، ⑳ پنجون عقيق جو، ڇهون لعل جو، ستون سونهري پٿر جو،
اٺون فيروزي جو، نائون پکراج جو، ڏهون لاجورد جو، يارهون سنبلي پٿر
جو ۽ ٻارهون ياقوت جو هو. ㉑ شهر جا ٻارهن ئي دروازا موتين جا هئا ۽ هر
هڪ دروازو هڪ هڪ موتيءَ جو هو. شهر جي سڙڪ خالص سون جي
هئي ۽ شيشي جهڙي صاف هئي.
㉒ مون شهر ۾ ڪابه هيڪل ڪانه ڏٺي، ڇالاءِجو خداوند خدا قادرِمطلق
۽ گهيٽو ئي سندس هيڪل آهي. ㉓ انهيءَ شهر کي روشنيءَ لاءِ سج يا چنڊ

[1] ٻارهن: هن عدد جو هتي خاص مقصد آهي، اهو هي ته اهو پاڪ شهر بلڪل مڪمل
آهي ۽ منجهس ڪابه ڪمي ناهي. ڏسو آيت سترهن ۾ هڪ سو چوئيتاليهه پڻ – ٻارهن
ضرب ٻارهن برابر هڪ سؤ چوئيتاليهه.

٢١:١٢-١٣ حز ٣٠:٤٨-٣٥   ١٥:٢١ حز ٣:٤٠   ١٨:٢١-٢١ يس ١١:٥٤-١٢

٢٢:٢١ يس ١٩:٦٠-٢٠

جي ضرورت ڪانہ هئي، ڇالاءِجو خدا جو جلوو ڪيس روشن ٿو ڪري ۽
گهيٽو سندس چراغ آهي. ⑳ انهيءَ جي روشنيءَ ۾ قومون گهمنديون ڦرنديون
۽ دنيا جا بادشاهہ منجهس پنهنجو شان شوڪت آڻيندا. ㉕ شهر جا دروازا
ڏينهن جو ڪڏهن بہ بند نہ ٿيندا ۽ رات تہ اُتي ٿيندي ئي ڪانہ. ㉖ ماڻهو
انهيءَ ۾ قومن جو شان شوڪت ۽ عزت آڻيندا. ㉗ پر انهيءَ شهر ۾ ڪابہ
ناپاڪ شيءِ يا ڪوبہ نفرت ۽ ڪوڙ جهڙو ڪم ڪندڙ هرگز داخل ٿي نہ
سگهندو ۽ رڳو اهي داخل ٿيندا، جن جا نالا زندگيءَ جي ڪتاب ۾ لکيل
آهن، جيڪو گهيٽي جو آهي.

## آبِ‌حيات

**٢٢**
① پوءِ انهيءَ ملائڪ مون کي هڪڙو آبِ‌حيات جو درياءُ ڏيکاريو،
جيڪو بلور وانگر پئي چمڪيو ۽ خدا ۽ گهيٽي جي تخت مان
نڪري، ② انهيءَ شهر جي سڙڪ جي وچ مان وهي رهيو هو. درياءَ جي
ٻنهي ڪنارن تي زندگيءَ جو وڻ هو، جنهن سال ۾ ٻارهن قسمن جا ميوا ٿي
ڏنا ۽ هر مهيني منجهس نوان ميوا ٿي لڳا. انهيءَ وڻ جي پنن مان قومن کي
شفا ٿي ملي. ③ اڳتي وري ڪابہ لعنت ڪانہ هوندي. انهيءَ شهر ۾ خدا ۽
گهيٽي جو تخت هوندو ۽ سندس ٻانها هن جي عبادت ڪندا. ④ اُهي هن
جو منهن ڏسندا ۽ سندس نالو هنن جي پيشانيءَ تي لکيل هوندو. ⑤ اڳتي
وري ڪابہ رات ڪانہ ٿيندي ۽ نہ وري انهن کي ڏيئي يا سج جي روشنائيءَ
جي ضرورت پوندي، ڇالاءِجو خداوند خدا انهن کي روشنائي ڏيندو ۽ اهي
هميشہ هميشہ تائين بادشاهي ڪندا.

## خداوند عيسيٰ جو ٻيهر اچڻ

⑥ پوءِ انهيءَ ملائڪ مون کي چيو تہ ”هي ڳالهيون اعتبار جوڳيون ۽
سچيون آهن.“ خداوند، نبين جي روحن جي خدا، پنهنجو ملائڪ انهيءَ

٢١:٢٤ يس ٦٠:٣ ٢١:٢٥-٢٦ يس ٦٠:١١ ٢١:٢٧ يس ٥٢:١، حز ٤٤:٩
٢٢:١ حز ٤٧:١، زڪ ١٤:٨ ٢٢:٢ پيد ٢:٩، حز ٤٧:١٢ ٢٢:٣ زڪ ١٤:١١
٢٢:٥ يس ٦٠:١٩، دان ٧:١٨

لاءِ موڪليو ته پنهنجي ٻانهن کي اهي ڳالهيون ڏيکاري جن جو جلد ٿيڻ ضروري آهي.

⑦ جيئن عيسيٰ چوي ٿو ته ”ڏسو، آءٌ جلد اچڻ وارو آهيان.“ سڀاڳو آهي اهو جيڪو هن ڪتاب جي پيشنگوئين کي مڃي ٿو.

⑧ آءٌ يوحنا، اهو آهيان جنهن اهي ڳالهيون ٻڌيون ۽ ڏٺيون. سو جڏهن مون ٻڌو ۽ ڏٺو تڏهن انهيءَ ملائڪ جي پيرن تي ڪري سجدو ڪرڻ لڳس، جنهن مون کي اهي ڳالهيون ڏيکاريون. ⑨ پر هن چيو ته ”ڏس، متان ائين ڪرين. آءٌ تو سان، ٻين نبين سان ۽ هن ڪتاب جي ڳالهين تي عمل ڪرڻ وارن سان گڏ خدمت ڪرڻ وارو آهيان. رڳو خدا کي سجدو ڪر.“

⑩ پوءِ هن مون کي چيو ته ”هن ڪتاب جي پيشنگوئين جي ڳالهين کي راز ۾ نه رک، ڇالاءِجو وقت ويجهو آهي. ⑪ جيڪو برائي ڪري ٿو سو ڀلي برائي پيو ڪري، جيڪو ناپاڪ آهي سو ڀلي ناپاڪ پيو رهي، جيڪو نيڪ آهي سو ڀلي نيڪي پيو ڪري ۽ جيڪو پاڪ آهي سو ڀلي پاڪ ٿيندو رهي.“

⑫ جيئن عيسيٰ چوي ٿو ته ”ڏسو، آءٌ جلد اچڻ وارو آهيان ۽ منهنجو اجر مون سان ساڻ آهي، ته جيئن هر ڪنهن کي سندس ڪم مطابق بدلو ڏيان.
⑬ اول ۽ آخر، پهريون ۽ پويون ۽ ازلي ۽ ابدي آءٌ آهيان.“

⑭ سڀاڳا آهن اُهي جيڪي پنهنجا پهراڻ ڌوئي صاف ٿا ڪن. اُهي زندگيءَ جي وڻ جي ميوي جا حقدار هوندا ۽ انهيءَ شهر جي دروازن مان داخل ٿيندا.
⑮ پر ڪتا، جادوگر، زناڪار، قاتل، بت‌پرست، ڪوڙ کي پسند ڪندڙ ۽ ڪوڙ ڳالهائيندڙ شهر کان ٻاهر هوندا.

⑯ عيسيٰ چيو ته ”مون عيسيٰ، پنهنجو ملائڪ انهيءَ لاءِ موڪليو آهي ته ڪليسيائن کي انهن ڳالهين جي شاهدي ڏئي. آءٌ دائود جي نسل ۽ خاندان مان آهيان ۽ صبح جو چمڪندڙ تارو آهيان.“

---

٢٢:١١ دان ١٢:١٠ ٢٢:١٢ يس ٤٠:١٠، ٦٢:١١، زب ٢٨:٤، ير ١٧:١٠

٢٢:١٣ مڪا ١:٨،١٧، ٢:٨، يس ٤٤:٦، ٤٨:١٢ ٢٢:١٤ پيد ٢:٩، ٣:٢٢

٢٢:١٦ يس ١١:١،١٠

(١٧) پاڪ روح ۽ ڪنوار ٻئي چون ٿا تہ ”اچ“ ۽ هر ٻڌڻ وارو بہ ڀلي
چوي تہ ”اچ.“ جيڪو اڃايل آهي سو ڀلي اچي ۽ جنهن جي مرضي هجي
سو آبِ حيات مفت پيئي.
(١٨) آءٌ يوحنا، هر ڪنهن کي جيڪو هن ڪتاب جون پيشنگوئيون ٻڌي
ٿو، آگاهہ ٿو ڪريان تہ جيڪڏهن ڪو ماڻهو هنن ۾ ڪو واڌارو ڪندو
تہ خدا هن ڪتاب ۾ لکيل آفتون مٿس آڻيندو. (١٩) جيڪڏهن ڪو هن
ڪتاب جي پيشنگوئين مان ڪي ڳالهيون گهٽائيندو تہ خدا زندگيءَ جي وڻ
۽ پاڪ شهر مان، جن جو ذڪر هن ڪتاب ۾ ڪيل آهي، انهيءَ شخص
جو حصو ڪڍي ڇڏيندو.
(٢٠) جيڪو هنن ڳالهين جي شاهدي ٿو ڏئي، سو چوي ٿو تہ ”بيشڪ آءٌ
جلد اچڻ وارو آهيان.“ آمين. اي خداوند عيسيٰ! اچ.
(٢١) شل خداوند عيسيٰ جو فضل سڀني تي ٿيندو رهي. آمين.

---

١٧:٢٢ يس ٥٥:١ ١٨:٢٢-١٩ شر ٤:٢، ١٢:٣٢

# خاص لفظن جي سمجهاڻي

آدم

عبراني ۽ عربيءَ ۾ هن جو مطلب آهي ”انسان“. گهڻو ڪري آدم لفظ ”ڳاڙهو“ لفظ مان نڪتل آهي، جيڪو ”ڳاڙهي مٽي“ ڏانهن اشارو ڪري ٿو. هي خدا جو پهريون خلقيل انسان هو. ان جي نسبت سان انساني نسل لاءِ لفظ ”بني آدم“ استعمال ڪيو ويندو آهي.

آسماني پيءُ

هي لفظ عيسيٰ مسيح خدا جي لاءِ استعمال ڪيو آهي، جنهن مان مراد جسماني پيءُ نہ آهي، بلڪ انهيءَ مان مراد خدا جو سائنس خاص لاڳاپو ظاهر ڪرڻ آهي. عيسيٰ مسيح تي ايمان آڻيندڙ پڻ خدا سان خاص لاڳاپي لاءِ اهو لفظ استعمال ڪن ٿا. عيسيٰ مسيح خود پنهنجي پوئلڳن کي سيکاريو هو تہ خدا کي ”اسان جا بابا“ ڪري سڏيو وڃي (ڏسو متي ٦:٩).

آمين

هي عبراني ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”ائين آهي“ يا ”شل ائين ٿئي.“

ابراهيم

هي حضرت اسحاق ۽ حضرت اسماعيل جو پيءُ ۽ حضرت يعقوب ولد حضرت اسحاق جو ڏاڏو هو. هو يهودي قوم جو وڏو هو ۽

ڪيس يھودين جو روحاني پيءُ سمجهيو وڃي ٿو. انجيل شريف ۾ ڪيس نہ رڳو يھودين جو بلڪ انھن سڀني جو پيءُ پڻ سمجهيو وڃي ٿو، جيڪي خدا تي ايمان آڻين ٿا. (ڏسو رومين ۴: ۱۱)

## ابن‌آدم

ھر انسان "ابن آدم" يعني آدم جو اولاد آھي. پر بني اسرائيل جي پاڪ لکتن ۾ ان کي خاص لقب طور پڻ استعمال ڪيو ويو آھي ۽ اھا اميد ڏيکاري ويئي آھي تہ آخري وقت ۾ خدا انھيءَ "ابن‌آدم" کي موڪليندو، جيڪو دنيا جو انصاف ڪندو ۽ مٿس حڪومت ڪندو. عيسيٰ مسيح اھو لقب پنھنجي لاءِ استعمال ڪندو ھو، تہ جيئن ماڻھن کي خبر پوي تہ ھو اھو ئي آھي جنھن کي خدا موڪليو آھي ۽ ھو ئي آخري وقت ۾ دنيا جو انصاف ڪندو ۽ مٿس حڪومت ڪندو. جيئن تہ ھي لفظ انجيل شريف ۾ خاص لقب طور استعمال ڪيو وڃي ٿو ان ڪري اھو گڏي لکيو ويو آھي.

## ابن دائود

انھيءَ لفظ جي معنيٰ آھي "دائود جو اولاد." اھو لفظ بني اسرائيل جي بادشاھن لاءِ لقب طور استعمال ڪيو ويندو ھو. يھودين کي اھو يقين ھو تہ مسيح انھيءَ پيڙھيءَ مان ٿيندو، جيڪو خدا جي مرضيءَ مطابق انصاف سان حڪومت ڪندو.

## الياس

حضرت الياس بني اسرائيل ۾ ھڪ وڏو نبي ٿي گذريو آھي، جنھن بت‌پرست ڪاھنن ۽ سندن رسم و رواج جي خلاف جدوجھد ڪئي. ھو بنا موت جي آسمان ڏانھن کڄي ويو ۽ عيسيٰ مسيح جي زماني ۾ سندس باري ۾ يھودين اھا اميد ٿي ڪئي تہ ھو موٽي ايندو ۽ ماڻھن کي توبھ‌تائب ٿيڻ لاءِ سڏيندو، تہ جيئن ھو خدا جي عدالت ۽ دنيا تي سندس حڪومت لاءِ پاڻ کي تيار ڪن.

## انجير جو وڻ

هي هڪ ڏگهو وڻ آهي، جيڪو نرم ميوو جهليندو آهي ۽ ان جو ميوو کاڌو وڃي ٿو. انهيءَ جي گهاٽن پنن ۽ مفيد ميوي کي عيسيٰ مسيح جي زماني ۾ امن ۽ ڪاميابيءَ جي نشاني سمجهيو ويندو هو. اهو اڪثر ڪري آڳاٽين ۽ نصيحتن ۾ هڪ مثال طور استعمال ڪيو ويندو هو.

## انجيل يا نئون عهدنامو

لفظ ”انجيل“ جي معنيٰ آهي ”خوشخبري.“ عيسيٰ مسيح خدا جي پيغام کي انهيءَ نالي سان سڏيو، جنهن جي هن تبليغ به ڪئي ۽ جنهن کي پنهنجي زندگيءَ مان ظاهر به ڪيائين. عيسيٰ مسيح جي آسمان ڏانهن چڙهي وڃڻ کان پوءِ سندس شاگردن، جن کي رسول ڪري سڏيو ويو تن مسيح جي زندگيءَ ۽ تعليم بابت ڪتاب لکيا، جن جي مجموعي کي ”انجيل“ يا ”نئون عهدنامو“ سڏيو وڃي ٿو. ان کان علاوه پاڪ روح جي مدد سان انهيءَ خوشخبريءَ کي دنيا ۾ ڦهلائڻ جو ذڪر به ان ۾ شامل آهي.

## بپتسما

انهيءَ لفظ جي ادبي يا تشبيهي معنيٰ ”ٽٻي ڏيارڻ“ آهي. ڪي يهودي فرقا نومريدن کي پاڻيءَ ۾ ٽٻي ڏياري بپتسما ڏيندا هئا، انهيءَ لاءِ ته اهي پاڪ صاف ٿي نجات حاصل ڪري سندن جماعت ۾ داخل ٿين. ساڳيءَ طرح حضرت يحيٰ مسيح جي اچڻ لاءِ ماڻهن کي تيار ڪرڻ واسطي اها رسم پڻ سرانجام ڏني. انهيءَ مطابق عيسيٰ مسيح تي ايمان آڻيندڙن جي جماعت ۾ داخل ٿيڻ لاءِ اها نشاني مقرر ٿي. انهيءَ مان مراد گناهن کان توبهه‌تائب ٿيڻ، خدا کان معافي ملڻ ۽ خدا جي بخشش يعني پاڪ روح ملڻ آهي. رومين باب ٦ ۾ پولس رسول جي سمجهاڻيءَ مان خبر پوي ٿي ته بپتسما دوران پاڻيءَ

۾ وچڻ مسيح سان گڏ مرڻ جو نشان آهي ۽ پاڻيءَ مان نڪرڻ نئين زندگيءَ جي شروعات جو نشان آهي.

## بيخميري مانيءَ جي عيد

هيءَ يهودين جي هڪڙي وڏي عيد هئي، جيڪا عيد فصح جي پوري ٿيڻ کان ستن ڏينهن تائين ملهائي ويندي هئي. قديم وقت ۾ بني اسرائيل جي مصر مان آزاديءَ جي ڪري هيءَ عيد ملهائي ويندي هئي.

## ڀوت

اهو بدروح جيڪو انسان جي جسم ۽ دماغ تي قبضو ڪري کيس تڪليف رسائي، تنهن کي ڀوت سڏجي ٿو. ڀوتن کي شيطان جا ڪارندا ڪري سمجهيو ويندو هو.

## تنبن واري عيد

هيءَ عيد يهودين جي ٽن وڏين عيدن مان هڪ هئي. اها عيد ملهائڻ لاءِ هو ستن ڏينهن تائين تنبن ۾ رهندا هئا، انهيءَ لاءِ ته هو خدا جي انهيءَ مهربانيءَ جي يادگيري ملهائين، جڏهن خدا کين مصر جي غلاميءَ مان ڪڍي آيو ۽ چاليهن سالن تائين بيابان ۾ سندن سار سنڀال لڌائين.

## پاڪ

هن ترجمي ۾ لفظ ”پاڪ“ گهڻين ئي مختلف معنائن ۾ استعمال ڪيو ويو آهي. هن جو اصلي مطلب هي آهي ته خدا جي حيثيت انسان کان بلڪل ئي جدا آهي. انسان سان هن جي ڪابه ڀيٽ نه هئڻ لاءِ هي لفظ استعمال ڪيو وڃي ٿو. انهيءَ نسبت سان هن لفظ جون باقي معنائون هن طرح نڪرن ٿيون:

١. خدا جو گناهن کان بلڪل مٿانهون هجڻ ۽ منجهس گناهه جو ڪوبه تصور ئي نه هجڻ کي بيان ڪرڻ لاءِ پڻ هي لفظ استعمال ٿئي ٿو.

٢. ”حلال“ جانورن کي بيان ڪرڻ لاءِ پڻ هي لفظ استعمال ڪيو وڃي ٿو.
٣. مذهبي طور پليتي لاهڻ لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو. مثلاً همبستري ڪرڻ کان پوءِ وهنجڻ ۽ ڪاهنن جو مقدس خيمي ۾ اچڻ کان اڳ وضو ڪرڻ وغيره.
٤. هي لفظ خاص طور چونديل يا خدا پرستن کي بيان ڪرڻ لاءِ به استعمال ڪيو وڃي ٿو.
٥. خدا سان لاڳاپو رکندڙ ڪنهن به شيءِ کي احترام سان بيان ڪرڻ لاءِ هي لفظ استعمال ڪجي ٿو.

ڏسو ”مقدس“ پڻ.

## پاڪ روح

پاڪ روح جو بيان هن طرح ڪيو وڃي ٿو ته خدا پنهنجي قدرت کي ماڻهن جي زندگيءَ ۾ ظاهر ڪري ٿو ۽ انهن جي رهنمائي ڪري ٿو (ڏسو خروج ٣:٣١). نبي ۽ بني اسرائيل جا بادشاهه پاڪ روح جي وسيلي رهنمائي حاصل ڪندا هئا. عيسيٰ مسيح جي زندگيءَ ۾ سندس هر واقعو ۽ هر عمل پاڪ روح جي رهنمائيءَ ۽ طاقت وسيلي ٿيو. عيسيٰ مسيح جي آسمان ڏانهن کڄي وڃڻ کان پوءِ سندس پوئلڳن لاءِ پاڪ روح ئي خدا جي خاص بخشش بڻيو (ڏسو يوحنا ١٤:١٦،١٧، ۽ رسولن جا ڪم باب ٢).

## پاڪ لکتون

پاڪ انجيل ۾ هي اصطلاح يهودين جي پاڪ ڪتابن جي باري ۾ استعمال ڪيل آهي، جيئن توريت، زبور ۽ نبين جا صحيفا. اجڪلهه انهن کي پراڻو عهدنامو به سڏيو وڃي ٿو. انجيل يعني نئين عهدنامو پڻ پاڪ لکتن ۾ شامل آهي، جيڪو عيسيٰ مسيح جي شاگردن جي وسيلي لکيو ويو هو.

## پطرس

پطرس عيسيٰ مسيح جي ٻارهن شاگردن مان سڀني کان مشهور شاگرد هو. سندس اصل نالو شمعون هو. پر عيسيٰ مسيح کيس پطرس يعني ٽڪر جي نالي سان سڏيندو هو. ٽڪر کي يوناني ٻوليءَ ۾ پطرس، ۽ عبراني ٻوليءَ ۾ ڪيفا سڏبو آهي.

## پنطيس پلاطس

پنطيس‌پلاطس ٢٦ع کان ٣٦ع تائين رومي شهنشاهت ۾ يهوديه صوبي جو حاڪم هو. هن جي حڪمرانيءَ جي زماني ۾ يهودين هن کي تڪليفون ڏنيون. هن يهودين جي خواهشن جو گهٽو خيال رکيو، انهيءَ لاءِ ته جيئن هو گڙٻڙ نه ڪن ۽ سندس حڪمرانيءَ کي لوڏو نه اچي. اهو عيسيٰ مسيح جي مقدمي مان ظاهر ٿيو، جڏهن هن يهودين جي خواهش تي کيس صليب تي چاڙهايو.

## پنتيڪُست

هيءَ يهودين جي هڪ عيد آهي، جيڪا هو جَوَن جي لاباري پوري ٿيڻ تي ملهائيندا هئا. انهيءَ عيد کي ”هفتن واري عيد“ به سڏيو ويندو هو. اها عيد فصح کان پنجاهين ڏينهن تي ايندي هئي.

عيسيٰ مسيح جي زماني ۾ انهيءَ کي موسيٰ جي شريعت جي ملڻ جي يادگيريءَ طور ملهايو ويندو هو، ۽ ان موقعي تي هر يهودي مرد جو يروشلم شهر ۾ حاضر ٿيڻ ضروري هو. عيسيٰ مسيح جي آسمان ڏانهن چڙهي وڃڻ کان پوءِ انهيءَ عيد دوران هڪ دفعي سندس پوئلڳن تي پاڪ روح زور سان نازل ٿيو (ڏسو رسولن جا ڪم باب٢).

## خدا جو فرزند

عبراني ٻوليءَ ۾ اهو اصطلاح ”جو فرزند“ اهڙن محاورن جهڙوڪ: ”امن جو فرزند“، ”تسليءَ جو فرزند“ يا ”گجگوڙ جو فرزند“ ۾

استعمال ڪيو ويندو آهي. انهيءَ جي معنيٰ آهي اهو شخص جنهن ۾ اهي خاصيتون موجود هجن. ”خدا جا فرزند“ پاڪ ڪتابن ۾ خدا جي ماڻهن لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي، جن جي لاءِ تہ انهن ماڻهن جي زندگيءَ ۾ اهي صفتون هونديون آهن جيڪي خدا ۾ آهن.

”خدا جو فرزند“ بني اسرائيل جي انهيءَ بادشاهہ جي باري ۾ پڻ استعمال ڪيو ويو آهي جنهن ۾ خدا واري انصاف سان حڪومت ڪرڻ واري صفت هجي.

بني اسرائيل کي پڻ ”خدا جا ٻار“ سمجهيو ويندو هو، جسماني طرح نہ، بلڪ انهيءَ ڪري جو خدا سندن ابن ڏاڏن کي غلاميءَ مان ڇوٽڪارو ڏياري پنهنجو ٻار بڻايو هو.

عيسيٰ مسيح بہ دائود جي شاهي نسل مان آهي ۽ انهيءَ کي بہ ”خدا جو فرزند“ سمجهيو ويو آهي (يوحنا ٣:١٧). انهيءَ محاوري ۾ جسماني يا رت جي رشتي جو ڪو مفهوم نہ آهي. عيسيٰ مسيح جي لاءِ انهيءَ لقب جي استعمال ڪرڻ جي معنيٰ آهي تہ عيسيٰ مسيح ۾ اهي خدا واريون صفتون پوريءَ ۽ مڪمل طرح موجود هيون، جن مان خدا سان لاڳاپو ڏنو تي ويو. مسيح جي ڪردار مان خدا واريون ڪامل صفتون پوريءَ طرح ظاهر ٿين ٿيون.

## خدا جي بادشاهت يا آسمان واري بادشاهت

انهيءَ مان مراد خدا جي بادشاهي، حڪومت ۽ اختياري آهي. اها زمين جي انهيءَ حصي تي ظاهر ٿيندي آهي جتي ماڻهو خدا جي مرضيءَ موجب سندس فرمانبرداري ڪندي پاڻ کي خدا جي اختيار ۾ ڏين ٿا. اها مستقبل جي هڪڙي اميد پڻ آهي، جڏهن خدا جي حڪمراني مڪمل طور قبول ڪئي ويندي.

## خداوند

پاڪ لکتن ۾ خداوند مالڪ يا ڌڻيءَ کي سڏيو ويو آهي يعني اهو جيڪو اختياري هلائيندو هجي. اهو وڏي رتبي ۽ شان شوڪت وارو

خاص لقب آهي، جيڪو نئين عهدنامي ۾ رڳو خدا ۽ عيسيٰ مسيح جي لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي.

## خداوند جو ڏينهن

ڏسو "قيامت"

## خوشخبري

خدا جو پيغام، خاص طور جنهن جي عيسيٰ مسيح تبليغ ڪئي تنهن کي خوشخبري سڏجي ٿو. اها خوشخبري نئين عهدنامي ۾ هن طرح ڏني ٿي وڃي ته گناهه کان توبهه ڪرڻ ۽ مسيح تي ايمان آڻڻ جي وسيلي انسان کي خدا کان سلامتي ملي ٿي ۽ هو سندس ٻار جي حيثيت سان سندس بادشاهت ۾ داخل ٿئي ٿو.

## دائمي زندگي

عيسيٰ مسيح تي ايمان آڻي سندس پيروي ڪندڙن سان، جنهن نئين زندگيءَ جو خدا واعدو ڪيو آهي، تنهن کي دائمي زندگي سڏجي ٿو (ڏسو يوحنا ٣:١٦). اها زندگي هاڻي شروع ٿئي ٿي ۽ موت کان پوءِ به هميشه لاءِ رهندي.

## دنيا يا جهان

پاڪ انجيل ۾ دنيا جون ٽي معنائون ٿي سگهن ٿيون: ١. خلقيل جهان، ٢. عام انسانذات، ٣. اهي بڇڙا ماڻهو جيڪي خدا جي قانونن جي مخالفت ڪن ٿا.

## رسول

اهي ماڻهو جن کي خاص اختياري ڏيئي موڪليو ويو، تن کي رسول چئجي ٿو. عيسيٰ مسيح جي خاص چونڊيل شاگردن کي به رسول سڏيو ويندو هو. انهن کي اها مخصوص خدمت ڏني

ويئي هئي ته هو سيني ماڻهن جي ڇوٽڪاري لاءِ خدا جي مقصد تي عمل ڪن.

## روزو رکڻ

يهودين ۾ ڪاڌي کان مڪمل پرهيز يعني روزي کي دينداريءَ جي هڪ نشاني سمجهيو ويندو هو. حضرت موسيٰ جي شريعت ۾ رڳو ڪفاري جي ڏينهن تي، سال ۾ هڪ دفعو روزو رکڻ ضروري هو. بعد ۾ پراڻي عهدنامي جي آخري دور ۾ جڏهن بني اسرائيل جلاوطنيءَ کان موٽي آيا، تڏهن روزي رکڻ جا ٻيا ڏينهن پڻ مقرر ڪيا ويا (ڏسو عزرا ٨:٢١-٢٣، نحمياه ٩:١، آستر ٤:١٦ ۽ ذڪريا ٨:١٩).

نئين عهدنامي جي دور ۾ روزي رکڻ جو واسطو دعا گهرڻ سان هوندو هو. يهودين جي هڪ فرقي فريسي هفتي ۾ ٻه ڏينهن روزو رکڻ جو رواج وڌو. عيسيٰ مسيح خود چاليهن ڏينهن جو روزو رکيو هو، جنهن بعد شيطان کيس آزمائڻ آيو هو (ڏسو لوقا ٤:٢).

## رويا

خدا پنهنجن ٻانهن تي ڪڏهن ڪڏهن سندن جاڳنديءَ پر خواب جي ڪيفيت ۾ پنهنجو پيغام نازل ڪندو آهي، جنهن کي رويا سڏجي ٿو. يوحنا رسول کي رويا ۾ خدا ايندڙ وقت جو نظارو ڏيکاريو، جيڪو هن مڪاشفي نالي ڪتاب جي صورت ۾ لکيو. پطرس رسول پڻ اهڙيءَ رويا جي ڪيفيت ۾ غير يهودين کي مسيح جي نجات قبول ڪرڻ وارو خدا جو پيغام حاصل ڪيو. (ڏسو رسولن جا ڪم ١٠:٦-١٦).

## زيتون

بائيبل مقدس ۾ بيان ڪيل "زيتون" پاڪستان ۾ ٿيندڙ زيتون کان مختلف آهي. ان زيتون جا وڻ ڏگهي عرصي تائين ساوا رهندا آهن. فلسطين ۾ ڪي زيتون جا وڻ ته هڪ هزار سالن کان به وڌيڪ پراڻا

آهن. ان زيتون جي وڻ جو ڪچو ميوو سائو ۽ پڪو ميوو گهرو واڱڻائي ٿيندو آهي ۽ اهو ننڍڙي ٻير جي شڪل ۽ ماپ جيترو ٿيندو آهي. انهيءَ زماني ۾ زيتون جي وڻ جي تمام گهڻي اهميت آهي، اهو وڻ خوشحاليءَ جي علامت ۽ خدا جي برڪت سمجهيو ويندو هو. زيتون جي وڻ جي خاص پيداوار ان جي ميوي مان نڪتل تيل هئي، جنهن کي بني اسرائيل رڌ پچاءَ، ڏيئن ٻارڻ ۽ مسح ڪرڻ ۾ استعمال ڪندا هئا. مقدس خيمي ۽ هيڪل ۾ استعمال ٿيندڙ شين جو بنيادي جزو پڻ اهو تيل هو.

## سامري

سامريه علائقي جي رهاڪن کي سامري سڏيو ويو آهي. سندن علائقو يهوديه ۽ گليل جي وچ ۾ هو. پر يهودي انهن سامرين کي بني اسرائيل جا نه سمجهندا هئا، ڇاڪاڻ ته انهن پنهنجي غير يهودي پاڙيسرين مان شاديون ڪيون هيون. تنهنڪري انهن کي سچي مذهب سان ڪوڙن عقيدن ۽ عملن جي ملاوت ڪندڙ سمجهيو ويندو هو. تنهن هوندي به سامري حضرت ابراهيم، حضرت اسحاق ۽ حضرت يعقوب کي پنهنجا ابا ڏاڏا سمجهندا هئا ۽ حضرت موسيٰ کي خدا جو نبي ڪري مڃيندا هئا. اهي رڳو توريت شريف کي ئي خدا جو پاڪ ڪتاب ڪري مڃيندا هئا ۽ مسيح جي اچڻ جي اميد ۾ هئا. يهودين موجب انهن جي وڏي غلطي اها هئي ته هنن سامريه ۾ پنهنجي مرڪزي عبادتگاهه ٺاهي هئي ۽ ان کي يروشلم واري هيڪل کان وڌيڪ اهميت ڏيندا هئا. هو هيڪل جي بدران انهيءَ جاءِ تي پنهنجون قربانيون پيش ڪندا هئا.

## سامريه

پراڻي عهدنامي ۾ سامريه اترئين اسرائيل ملڪ جي گاديءَ جي شهر ۽ ان جي آسپاس واري علائقي جو نالو هو. نئين عهدنامي جي دور

۾ اهو علائقو يهوديہ ۽ گليل جي وچ واري علائقي تائين پکڙجي ويو. انهيءَ علائقي ۾ سامري ماڻهو رهندا هئا.

### سبت

هفتي ۾ يهودين جو اهو هڪ خاص ڏينهن هو، جيڪو جمع جي شام کان وٺي ڇنڇر جي شام تائين هوندو هو. حضرت موسيٰ جي شريعت مطابق انهيءَ ڏينهن تي ڪوبہ ڪم نہ ڪيو ويندو هو، ڇاڪاڻتہ اهو ڏينهن رڳو عبادت ۽ آرام لاءِ مخصوص ڪيو ويو هو. پر فريسي ماڻهن سبت جي ڏينهن بابت موسيٰ جي شريعت جي پابندين جي ڳالهہ ڳالهہ لاءِ وضاحتون پيش ڪيون، جن اڳتي هلي قانون جي حيثيت اختيار ڪئي.

### شاگرد

پاڪ انجيل ۾ لفظ ”شاگرد“ انهن پوئلڳن لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي جيڪي ڪنهن اڳواڻ جي پيروي ڪن ۽ انهيءَ جي نقشِقدم تي هلن. عيسيٰ مسيح پنهنجي پوئلڳن مان ٻارهن شاگرد چونڊيا جن کي رسول ڪري سڏيو ويندو هو. (ڏسو مرقس ٣: ١٣-١٨)

### شريعت

حضرت موسيٰ جا ڪتاب، جن کي توريت شريف چيو ويندو آهي، جن ۾ خدا جا احڪامات بيان ڪيل آهن، تن کي بائيبل مقدس ۾ شريعت سڏجي ٿو. پر انجيل شريف ۾ ڪنهن ڪنهن هنڌ پوري پراڻي عهدنامي کي پڻ شريعت سڏيو ويو آهي.

### شريعت جو عالم

شريعت جو عالم، يهودي استادن جي انهيءَ طبقي مان هر استاد کي چيو ويندو هو، جيڪي شريعت سيکاريندا هئا ۽ ان جي

تشريح ڪندا هئا. رومن شهنشاهيت ڪين حڪومت ۾ ڪجهه اختيار ۽ عهدا ڏنا هئا.

## صدوقي

اها يهودين جي هڪڙي جماعت هئي، جيڪي مرڻ کان پوءِ وري جيئري ٿي اٿڻ ۽ موت کان پوءِ واري زندگيءَ واري نظريي جا مخالف هئا. اهي فريسي جماعت جا مخالف هئا، جيڪي وري جيئرو ٿيڻ وارو عقيدو رکندا هئا.

## صليب

رومي حڪومت ۾ قاسي ڏيڻ جو هڪ طريقو صليب تي چاڙهڻ هو. صليب ڪاٺ مان ٺاهيو ويندو هو، جنهن ۾ ڪاٺ جو هڪ ٿنيو زمين تي اُڀو کوڙيو ويندو هو، ان جي چوٽيءَ کان ٿورو هيٺ هڪڙو ٻيو ڪاٺ جو ٽڪرو سنئون ڳنڍيل هوندو هو. جنهن ماڻهوءَ کي موت جي سزا ڏيڻي هوندي هئي تنهن کي انهيءَ اُڀي ٿنڀي تي ٻيهاري سندس پيرن ۾ ڪوڪا هنيا ويندا هئا ۽ سنئين ڳنڍيل ڪاٺ جي ٽڪري تي ٻنهي پاسن سندس هٿ سڌا ڪري منجهن ڪوڪا هنيا ويندا هئا. اهڙيءَ طرح انهيءَ ماڻهوءَ جو موت ٿي ويندو هو، جنهن کي صليبي موت سڏبو هو. عيسيٰ مسيح کي پڻ صليبي موت وسيلي قتل ڪيو ويو.

## صيئون

صيئون مان مراد حضرت دائود جو شهر يروشلم آهي، جيڪو ڳڏيل اسرائيل جي گاديءَ جو شهر هو ۽ گهڻين ئي آيتن ۾ يروشلم جي ٻي نالي طور استعمال ٿيو آهي. شروعاتي دور ۾ هي نالو انهيءَ مقدس جبل لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو، جنهن تي هيڪل اڏيل هو ۽ اهو هيڪل بني اسرائيل جي خدا ۾ اميد جي علامت هو ته هيڪل جي هجڻ ڪري خدا سندن بخت ۽ خوشحالي وري موٽائي آڻي ٿو.

## عهد

عهد هڪ اقرارنامو آهي جيڪو ٻن انسانن جي وچ ۾ يا خدا ۽ ماڻهوءَ يا جماعت جي وچ ۾ ڪيل آهي. خدا حضرت نوح ۽ حضرت ابراهيم سان عهد ڪيو. پر پراڻي عهدنامي ۾ انهيءَ لفظ جو لاڳاپو انهيءَ عهد سان آهي جيڪو حضرت موسيٰ جي ڏينهن ۾ خدا بني اسرائيل قوم سان ڪيو.

هن عهد جو بنياد شريعت جي پوري ڪرڻ تي ٻڌل هو، جيڪا پٿر جي ٻن تختين تي لکيل هئي جن کي "عهد جون تختيون" سڏيو تي ويو. انهن تختين کي "عهد واري صندوق" ۾ رکيو ويو ۽ اها صندوق حضرت موسيٰ جي زماني ۾ "عهد واري خيمي" يا مقدس خيمي ۾ رکي ويئي. "مقدس خيمو" بابت وڌيڪ معلومات لاءِ تعارف پڙهندا.

نئين عهدنامي ۾ عيسيٰ مسيح انسانن لاءِ هڪ نئون عهد ٻڌو. هن پنهنجي موت جي وسيلي خدا ۽ انهن جي وچ ۾ هڪ نئون عهد قائم ڪيو جيڪي مسيح جي انهيءَ قربانيءَ جي نتيجي ۾ خدا جي قوم بڻجن ٿا (ڏسو لوقا ٢٢:٢٠).

## عيسيٰ

هي عبراني ٻوليءَ جي نالي "يشوع" مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "خداوند بچائيندڙ." عيسيٰ مسيح تي اهو نالو ملائڪ جي هدايت موجب رکيو ويو، ۽ چيو ويو ته "ڇالاءِجو هو پنهنجي قوم کي سندن گناهن کان ڇوٽڪارو ڏيندو." (ڏسو متي ١:٢١).

## غير قومون

پاڪ ڪلام ۾ جيڪي به غير يهودي قومون آهن، تن کي غير قومون سڏيو ويو آهي.

## فريسي

فريسي، يهودي مذهبي جماعت جي ڪارڪنن مان هڪ ڪارڪن کي چئبو هو. اهي موسيٰ جي شريعت تي سختيءَ سان عمل ڪندا هئا. هو مذهبي طور صفائيءَ ۽ پاڪائيءَ جي قاعدن تي خاص ڌيان ڏيندا هئا ۽ انهن ماڻهن کان ڌار رهندا هئا، جيڪي سندن عقيدي موجب شريعت جي رسمن ۽ رواجن تي باقاعدي عمل نه ڪندا هئا. انهن جو هي عقيدو هو: مرڻ کان پوءِ وري زندگي ملندي، ملائڪ حقيقي مخلوق آهن ۽ مسيح ايندو جيڪو دائود جي بادشاهي بحال ڪندو. انهن عيسيٰ مسيح جي مخالفت ڪئي، ڇالاءِجو هن شريعت ۾ سندن سوچن کي برو چيو ۽ سندن رياڪاريءَ کي ظاهر ڪيائين.

## فصح

اها سالانه عيد آهي، جيڪا يهودي انهيءَ واقعي جي يادگار طور ملهائيندا آهن، جڏهن خدا جو موت وارو فرشتو سندن وڏن جي مصر جي غلاميءَ مان نڪرڻ وقت سندن گهرن کي ڇڏي مصرين جي گهرن ڏانهن تپي ويو. اهي هن موقعي تي خدا سان پنهنجي عهد کي نئون ڪندا آهن. ان موقعي تي هر يهودي مرد جو يروشلم شهر ۾ حاضر ٿيڻ ضروري هو.

## فلستي

اهو هڪ ملڪ هو، جيڪو يونوچ سمنڊ جي اوير ۾ هو. عيسيٰ مسيح جي زماني ۾ اهو رومين جي ماتحت هو، پر اهو يهودين جو اباڻو وطن سمجهيو ويندو هو.

## قيامت يا خداوند جو ڏينهن

ڪيترن ئي يهودين جو اهو عقيدو هو ته سچار ماڻهو جيڪي مري ويا آهن، تن کي خدا دائمي زندگيءَ لاءِ ٻيهر جيئرو ڪندو. پاڪ

انجيل ۾ لکيل آهي ته خدا عيسيٰ مسيح کي مرڻ کان پوءِ وري جيئرو ڪري اٿاريو. عيسيٰ مسيح جو وري جيئرو ٿيڻ سندس پوئلڳن جي عقيدي جو بنيادي نقطو آهي. اهو خدا جي انهيءَ طاقت جو مظهر آهي ته خدا ماڻهن کي گناهه ۽ موت کان آزاد ڪري کين دائمي زندگي ڏئي ٿو. انجيل شريف جي تعليم اها به آهي ته قيامت جي ڏينهن سيني ماڻهن کي اٿاريو ويندو ۽ ساڻن انصاف سان فيصلو ڪيو ويندو. قيامت جي اختياريءَ بابت عيسيٰ مسيح جي اها دعويٰ آهي ته ”آءٌ قيامت ۽ زندگي آهيان.“ (ڏسو يوحنا ١١:٢٥).

## ڪاهن

بني اسرائيل جا مذهبي اڳواڻ ڪاهن سڏيا ويندا هئا. هر ڪاهن لاوي قبيلي مان رڳو هارون جي ئي گهراڻي مان چونڊيو ويندو هو. شروع ۾ مقدس خيمي ۽ بعد ۾ هيڪل جو سمورو انتظام انهن جي حوالي هو ۽ هو مذهبي فرضن جي ادائگي به ڪندا هئا، خاص طور ماڻهن لاءِ مختلف قسم جون قربانيون پيش ڪندا هئا. انهن ڪاهنن مان هڪڙو سردار ڪاهن چونڊيو ويندو هو.

حضرت مسيح جي دور ۾ انهن ڪاهنن کي مذهبي اهميت کان علاوه سياسي اثر رسوخ به هو. ان دور ۾ سردار ڪاهنن جي هڪ ڪائونسل هوندي هئي. ان ڪائونسل جو هڪ صدر هوندو هو، جنهن کي ”وڏو سردار ڪاهن“ ڪري سڏيندا هئا. اها ڪائونسل رومي حڪمرانن جي ماتحت يهوديه پرڳڻي ۾ انتظام هلائڻ جي ذميوار هئي. اها يهودين جي اعليٰ مذهبي اختيارين واري ڪائونسل هئي.

## ڪائونسل

هيءَ يهودين جي اعليٰ اختياراتي ڪائونسل هئي، جنهن ۾ ستر وڏا بزرگ هوندا هئا ۽ وڏو سردار ڪاهن انهيءَ جو سربراهه هوندو هو. رومن شهنشاهيت ۾ اها يهوديه صوبي جي اندروني حڪومت لاءِ

ذميوار هوندي هئي ۽ يهودين جي تمام وڏي مذهبي اختياري مجي ويندي هئي.

## ڪليسيا

عيسيٰ مسيح جي پوئلڳ جماعت کي ۽ گهڻو ڪري جماعت جي هر انهيءَ ٽولي کي، جيڪو باقاعدي گڏجي عبادت ڪري ٿو ڪليسيا سڏيو وڃي ٿو.

## ڪوڙهه جهڙي بيماري

اها چمڙيءَ جي بيماري آهي، جنهن کي وچڙندڙ بيماري سمجهي ماڻهو ڏڄندا هئا. اهو هڪ لاعلاج مرض سمجهيو ويندو هو. انهيءَ بيماريءَ جي مريض کي مذهبي طور ناپاڪ سمجهيو ويندو هو ۽ کيس ٻين ماڻهن کان ڌار رکيو ويندو هو. انهيءَ کي رڳو ان صورت ۾ عام معاشري ۾ بحال ڪيو ويندو هو جڏهن ڪاهن موسيٰ جي شريعت جي قاعدن مطابق انهيءَ جي چڪاس ڪري کيس شفاياب قرار ڏيندو هو ۽ انهيءَ بعد کيس قرباني پيش ڪرڻي پوندي هئي.

## گليل

هي يروشلم شهر ۽ سامريه جي اتر طرف هڪڙو علائقو هو، جيڪو گليل ڍنڍ جي اولهه ۾ هو، ان کي گليل صوبو سڏبو هو. اتي جي رهاڪن کي گليلي چوندا هئا. عيسيٰ مسيح جو اباڻو شهر پڻ گليل ۾ هو.

## لاوي

بني لاوي حضرت يعقوب جي پٽ لاويءَ جو اولاد هئا. حضرت هارون به هن قبيلي مان هو، جيڪو پهريون ڪاهن هو ۽ سندس نسل ئي ڪاهن طور مخصوص ڪيو ويو. رڳو انهيءَ ئي قبيلي جا

ماڻھو ڪاھن يا ڪاھنن جي مددگارن جي حيثيت سان ھيڪل ۾ خدمت ڪندا ھئا.

## محصول اڳاڙيندڙ

عيسيٰ مسيح جي زماني ۾ رومي حاڪم يھودين کي پنھنجن ماڻھن کان محصول اڳاڙڻ لاءِ استعمال ڪندا ھئا. انھن کي سندن قوم وارا نفرت جي نگاھہ سان ڏسندا ھئا، ڇاڪاڻتہ اھي ڌارين حاڪمن لاءِ ڪم ڪندا ھئا. اھي اڪثر رشوتي ھئا ۽ پنھنجي قوم وارن کي ڦريندا ھئا.

## مسح ڪرڻ

ڪنھن ماڻھوءَ تي زيتون جو تيل اوتڻ يا اُگھڻ واري رسم کي نئين عھدنامي ۾ مسح ڪرڻ چئجي ٿو. جنھن جو مطلب آھي تہ ان ماڻھوءَ جي وڏي عزت ڪرڻ يا ڪنھن خاص ڪم لاءِ کيس مقرر ڪرڻ. خاص طور تي بني اسرائيل جي بادشاھن کي مسح ڪيو ويندو ھو، جيڪا انھيءَ ڳالھہ جي نشاني ھئي تہ خدا انھن کي چونڊيو آھي. انھيءَ ئي سبب بادشاھہ کي ”مسح ڪيل“ پڻ سڏيو ويندو ھو.

## مسيح

انھيءَ لفظ جي معنيٰ آھي ”مسح ڪيل.“ پراڻي عھدنامي ۾ بادشاھن کي نبي مسح ڪندا ھئا، ۽ اھا ھڪ اھڙي نشاني ھئي جنھن مان مراد ھئي تہ خدا ھن کي بادشاھہ ٿيڻ لاءِ چونڊيو آھي. عيسيٰ مسيح جي ڏينھن ۾ يھودي اھو لفظ انھيءَ بادشاھہ لاءِ استعمال ڪندا ھئا جنھن لاءِ کين اميد ھئي تہ خدا انھيءَ بادشاھہ کي موڪليندو، جيڪو کين رومي حڪومت کان ڇوٽڪارو ڏياريندو ۽ يھودي بادشاھت کي وري ٻيھر قائم ڪندو. نئين عھدنامي ۾ عيسيٰ مسيح کي ئي اھو مسيح سڏيو ويو آھي (ڏسو متي ١٦:١٦،١٧). پر عيسيٰ مسيح پراڻي عھدنامي جي اڳڪٿين کي مذھبي اڳواڻن جي

سوچ ڪان مختلف انداز ۾ پورو ڪيو، يعني پنهنجي موت ۽ وري جيئري ٿيڻ جي صورت ۾. (ڏسو لوقا ٢٤:٢٥-٢٦)

### مقدس

هي عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي ”پاڪ“. پر هن سنڌي ترجمي ۾ هي لفظ هر انهيءَ جاءِ لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي جيڪا خدا جي عبادت لاءِ مخصوص ٿيل هجي. مقدس خيمي ۽ هيڪل ۾ ٻه جايون هيون جن مان هڪ کي مقدس جاءِ ۽ ٻيءَ کي مقدس ترين جاءِ سڏيو ويندو هو.

### مَنَ

هي هڪ خاص قسم جو کاڌو هو، جيڪو بني اسرائيل جي مصر مان نڪري اچڻ بعد بيابان ۾ سفر ڪندي چاليهن سالن تائين خدا کين مهيا ڪيو. اهو اڇي رنگ جو ڌاڻن جي ٻج جهڙو هو ۽ لذيذ کاڌو هو. اهو آسمان مان نازل ڪيو ويندو هو.

### موسيٰ

حضرت موسيٰ يهودين جو تمام خاص نبي هو، جنهن بني اسرائيل جي ان وقت اڳواڻي ڪئي جڏهن خدا کين مصر جي غلاميءَ مان آزاد ڪرايو. هو ئي توريت شريف جو ليکڪ پڻ هو ۽ خدا کيس سينا جبل تي شريعت عطا ڪئي.

### مئي

بائيبل مقدس جي زماني ۾ تمام عام مشروبات مان ”مئي“ هڪ هو، جيڪو بنيادي طور انگورن مان ٺاهيو ويندو هو. مئي جي ڇيچڙن مان انگورن جو رس حاصل ڪيو ويندو هو ۽ پوءِ ان کي خميرو ويندو هو. حضرت نوح پهريون شخص ٻڌايو وڃي ٿو جنهن مئي ٺاهي (پيدائش ٨:٢٠). مئي گهڻو ڪري نشيدار پيئڻ واري شيءَ

هوندي آهي ۽ جيتوڻيڪ انهيءَ جي استعمال جي منع ناهي، پر ان جي بداستعمالي سان نشئي ٿي وڃڻ کي مقدس بائيبل ۾ سختيءَ سان ننديو ويو آهي. ان جي برعڪس اڄڪلهہ ڪجهہ طبقن ۾ مئي استعمال ڪرڻ سماجي عيب آهي پر مقدس بائيبل واري دور ۾ سيئي ماڻهو مذهبي رسمن ۾ توڙي عام رواج طور پيئڻ لاءِ اڪثر مئي استعمال ڪندا هئا ۽ ان کي ڪو بہ عيب نہ سمجهيو ويندو هو.

## ناصري

گليل جي علائقي واري شهر ناصرت جي رهاڪن کي ناصري سڏيو ويندو هو.

## نبي

خدا جي طرفان اهو چونڊيل ٻانهو، جيڪو خدا جو پيغام ٻڌائيندو هو، تنهن کي نبي چئبو آهي. بني اسرائيل جي پاڪ ڪتابن ۾ بادشاهن ۽ ماڻهن کي خدا جو ڪلام ٻڌائيندڙ کي نبي سڏيو ويو آهي. ڪڏهن تہ اهي خدا جي فيصلي جا پيغام هوندا هئا، جو ماڻهو خدا جي مرضيءَ جي پوئواري نہ ڪندا هئا. ڪڏهن وري اهي چوتڪاري ۽ اميد جا پيغام هوندا هئا.

## وڏو سردار ڪاهن

حضرت هارون جيڪو پهريون سردار ڪاهن ۽ حضرت موسيٰ جو ڀاءُ هو، تنهن جي پيڙهيءَ مان وڏو سردار ڪاهن ٿيندو هو. وڏو سردار ڪاهن سيني سردار ڪاهنن جو وڏو ۽ يهودين جي اعليٰ اختياراتي ڪائونسل جو سربراهہ هوندو هو. سال ۾ هڪ دفعو ڪفاري جي ڏينهن تي هو هيڪل جي مقدس‌ترين جاءِ ۾ گهڙندو هو ۽ قربانين جو رت ڇٽڪاريندو هو، تہ جيئن ان کي پنهنجي ۽ بني اسرائيل جي گناهن کان پاڪ صاف ڪري.

## هيروديس بادشاهه

پاڪ انجيل ۾ ٽن شخصن کي انهيءَ نالي سان سڏيو ويو آهي، جيڪي رومي شهنشاهيت جي دور ۾ حڪمران هئا. پهرين هيروديس کي "هيروديس عظيم" سڏيو ويو آهي، جيڪو ٣٧ قبل مسيح کان ۴ قبل مسيح تائين فلستي ملڪ جي يهوديہ، سامريہ ۽ گليل جي علائقن تي بادشاهت ڪندو هو (ڏسو متي ٢:١).

ٻيو هيروديس وري هيروديس عظيم جو پٽ هو، جيڪو ۴ قبل مسيح کان ٣٩ع سن تائين گليل جو حڪمران هو.

ٽيون هيروديس وري هيروديس عظيم جو پوٽو هو، جنهن رسولن کي ستايو ۽ جنهن جو موت پاڪ انجيل ۾ خداوند طرفان سندس سزا لکيو ويو آهي. (ڏسو رسولن جا ڪم باب ١٢)

## هيڪل

هيءَ بني اسرائيل قوم جي عبادت ڪرڻ جي مرڪزي ۽ مکيہ جاءِ هئي، جنهن کي ئي هيڪل سڏيو ويندو هو. اهو هيڪل يروشلم شهر ۾ هو ۽ پهريون پيرو سليمان بادشاهه اڏايو هو. اها ئي هڪڙي اهڙي جڳهه هئي جتي خداوند خدا جي لاءِ موسيٰ جي شريعت مطابق قربانيون پيش ڪري سگهبيون هيون. اهو هيڪل جنهن کي هيروديس بادشاهه مسيح جي پيدائش کان اڳ ۾ وري ٺاهيو هو، تنهن کي عيسيٰ مسيح جي مرڻ کان اٽڪل چاليهه سال پوءِ ٧٠ع ۾ وري رومن ڍاهي ڇڏيو ۽ اهو ٻيهر تعمير نہ ٿيو.

## يهوداه

١. يهوداه حضرت يعقوب جي هڪڙي پٽ جو نالو هو، جيڪو شاهي خاندان واري يهوداه قبيلي جو ابو ڏاڏو هو.

٢. سليمان بادشاهه جي دور کان پوءِ اسرائيل ملڪ جو صوبو يهوداه هڪ جدا ملڪ بڻيو. يهودين جي جلاوطن ٿيڻ وقت توڙي جلاوطنيءَ

ڪان موٽي اچڻ بعد جيتوڻيڪ يهوداه تي ٻين بادشاهتن قبضو ڪيو
ته به هن جو ساڳيو ئي نالو برقرار رهيو.

٣. يهوديه فلستين جي ڏکڻ ۾ رومي سلطنت تحت هڪ علائقو هو،
جيڪو يهوداه ملڪ کان ننڍو هو پر منجهس اڳوڻي يهوداه ملڪ
جا وڏا شهر شامل هئا. يهوديه جو ذڪر پراڻي عهدنامي ۾ ناهي،
بلڪ نئين عهدنامي ۾ آهي.

### يهودي

نئين عهدنامي جي دور ۾ ”يهودي“ لفظ انهن سڀني لاءِ استعمال ٿيو جيڪي يهودي مذهب جا پوئلڳ هئا. هي بني اسرائيل جا اهي ماڻهو هئا جيڪي يهوداه ملڪ جا رهاڪو هئا ۽ بابل ملڪ مان جلاوطنيءَ بعد واپس آيا هئا.

### يهوديه

ڏسو ”يهوداه“.

### يهودين جو عبادتخانو

اها جاءِ جتي يهودي عبادت ڪندا هئا ۽ تعليم ڏيندا هئا. پر اتي ڪابه قرباني نه چاڙهي ويندي هئي. قرباني پيش ڪرڻ لاءِ رڳو يروشلم شهر ۾ ئي هڪڙو هيڪل هو، پر هر يهودي علائقي ۾ ٻيا عبادتخانا هوندا هئا.